# انسان جي تاريخ

(حصو پيو)

مصنف

ڈاڪٽر حبيب الله صديقي




حبيب صديقي اڪيڊمي - ڄامشورو

بي ٢٧ - سنڌيونيورسٽي ايمپلائيز ڪو آپريٽو هاؤسنگ
سوسائٽي ڄامشورو

ڪتاب جو نالو : انسان جي تاريخ. (حصو ٻيو)

مصنف : ڊاڪٽر حبيب الله صديقي

نگرانِ طباعت : محمد موسيٰ ڀٽو

ڪمپوزنگ : اسلامڪ ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ سينٽر ٤٠٠/ بي يونٽ نمبر ٤ لطيف آباد، حيدرآباد . فون 861864

ڪمپوزر : عبدالمقيت (منصوري) ڀٽو

هديو : ٣٠٠ روپيا

تعداد اشاعت : ١٠٠٠

سن اشاعت : ٢٠٠٢ع

پريس : سنڌ يونيورسٽي پريس ، حيدرآباد

## ملڻ جا هنڌ:

١: حبيب صديقي اڪيڊمي – ڄامشورو بي٢٧ – سنڌيونيورسٽي ايمپلائيز ڪو آپريٽو هائوسنگ سوسائٽي ڄامشورو

(سول ايجنٽ)

شاهه لطيف ڪتاب گهر – حيدر چوڪ – حيدرآباد

# انتساب

نالي اُنهيءَ انسان جي، جنهن کان ملي حق آگهي

انسان جي تاريخ جنهن، روشن ڪئي بمثاله،

جنهن جي قيادت ۾ مِٽيا، رنگ و نسل جا فاصلا،

تسليم جي لائق اهو، صلو عليه و آله.





# ٻئي جلد جي ترتيب

باسمہ تعالیٰ

# تعارف (حرفِ استاد)

هيءَ ڪتاب ”انسان جي تاريخ “ آهي. موضوع جيترو جاذب ۽ دلپذير آهي اوتروئي وسيع ۽ گهڻ طرفو آهي. هن مشڪل موضوع تي قلم کڻڻ جيتري قدر لائق مصنف جي همت ۽ حوصلي جي ساک ڀري ٿو اوتروئي سندس قلبي وسعت جي تصديق ڪري ٿو.

ڊاڪٽر حبيب الله صديقي وڏي محنت ۽ محبت سان هي ڪتاب لکيو آهي. هن موضوع بابت هن مڙني مکيہ ماخذن مان دليلن ۽ نتيجن کي يڪجاءِ ڪري جڻ دريا کي ڪوزي ۾ بند ڪيو آهي. سندس پنهنجن لفظن ۾ تہ: ”مون پنهنجي مختصر مطالعي ۾ مختلف، سائنسي، نظري، فلسفيانہ اصولن، مذهبي عقيدن، تاريخي ادبي روايتن کي شامل ڪري، انسان جي تاريخ جو هڪ خاڪو تيار ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.“ هن عبارت ۾ وڏي سنجيدگي ۽ تواضع آهي ۽ اهو مصنف جي صحيح علم، سوچ ۽ تحقيق جو ثمر آهي. صحيح علم اهو آهي جو گهٽو ڪجي تہ بہ ٿورو ڪري ڄاڻجي!

علم الانسان يعني انسان جي تخليق، ترقي ۽ تاريخ جي ڄاڻ هڪ وڏو وسيع علم آهي جنهن جو مادرن فڪري اصطلاح ۾ ترجمو ”آين-ٿرا-پا-لاجي (Anthropology) آهي. هن علم جي ڄاڻ سان دماغ کلي ٿو. علم الانسان، جي مطالعي کي وڏي اهميت هئڻ گهرجي. سنہ ١٩٥٩ع ۾ جڏهن مون کي سنڌيونيورسٽي ۾ شعبہء تعليم جو پروفيسر مقرر ڪيو ويو تہ مون پنهنجي مربي عالي دماغ وائس چانسلر علامہ آءِ آءِ قاضي جي اجازت ۽ همت افزائي سان، ايم. ايڊجي نصاب ۾ هن علم جي جامع مطالعي، ۽ خاص طرح، سماجي انسانيات. (ڪلچرل اين ٿرا پا لاجي) جي تفصيلي مطالعي کي لازمي ٺهرايو.پاڪستان جي تعليمي تاريخ ۾ اهو شرف سنڌ يونيورسٽي جي انسٽيٽيوٽ آف ايڊيوڪيشن کي حاصل آهي جو اتان اعليٰ تعليمي نصاب ۾

علم الانسان، جي مطالعي جي شروعات ٿي.

منهنجي لاءِ اها دلي خوشي جي ڳالهه آهي جو هن ڪتاب جو داناء مصنف ڊاڪٽر حبيب الله صديقي سنڌ يونيورسٽي جي انسٽي ٽيوٽ آف ايڊيوڪيشن جي ڪامياب ۽ قابل شاگردن مان آهي. سندس هي عالمانہ علمي ڪتاب آءُ پنهنجي خواب جي تعبير سمجهان ٿو.

هيءُ ڪتاب سنڌي زبان ۾ هڪ اهم اضافو آهي. جنهن سان سنڌ جي نوجوانن لاءِ علم الانسان جي مطالعي ۾ وڌيڪ آساني ٿيندي. انهيءَ مقصد خاطر ئي مصنف هيء ڪتاب سنڌيءَ ۾ لکيو آهي، حالانڪ انگريزي ۾ بہ لکي سگهيو ٿي. هن صاحب وڏي ڪوشش ۽ ذهانت سان ڪيترن ئي مشڪل علمي الفاظن ۽ اصطلاحن کي انگريزيءَ مان سنڌي ۾ آندو آهي، جيڪو بذات خود هڪ وڏو علمي ڪشالو آهي. آءُ سندس هن ڪامياب ڪوشش تي کيس دلي مبارڪ ڏيان ٿو.

**ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ** ٣١ جولاءِ ٢٠٠٢ع

# پيش لفظ

انسان جي تاريخ، جلد ٢، جي تحقيقي رٿا ۽ اُنهيءَ جا مقاصد پهرين جلد مطابق آهن ۽ ٻيو جلد پهرين جلد جو تسلسل آهي. آخري باب، " انسان جو حال ۽ مستقبل" تاريخ نويسي جي روايت کان هٽي لکيو ويو آهي. اهو همعصر دنيا جو چشم ديد عڪس آهي جيڪو مستقبل جي امڪانات تي بہ روشني وجهي ٿو.

استاد مورخن جو تاڪيد ڪيل آهي تہ عڪس کي گهٽو ويجهو نہ وڃجي. ليڪن تحقيق جي اصول مطابق حال ۽ مستقبل سان، ممڪن حد تائين، مطابقت پيدا ڪرڻ ضروري آهي.

هن جلد ۾، پهرين جلد وانگر هر باب جي پڄاڻيءَ تي " حوالا ۽ حاشيا" نہ آندا ويا آهن ليڪن، تحقيقي ادب جي جديد طرز تي، حوالي طلب مواد سان لاڳيتو،ڏنگين ۾ حوالي جو اشارو ڏنل آهي، جنهن کي جلد جي آخر ۾ ڏنل ڪتابيات، يا ببليوگرافي سان ڀيٽي واضح طور تي معلوم ڪري سگهجي ٿو.

هن تحقيق جو مقصد، ڪنهن بہ مذهب، نظريہ يا نظام کي صحيح يا غلط قرار ڏيڻ نہ آهي. معلوم ڪيل حقيقتون، جيڪڏهن ڪو تاثر ڏين ٿيون، تہ اهو تاثر، علم جي صفت، مطابق آهي، قصدا ڪوبہ ديرپا تاثر قائم تي نہ ٿو سگهي، ۽ نہ هن تحقيق ۾ اهڙي ڪا ڪوشش ڪئي وئي آهي. علم لامحدود آهي، ۽ مختلف صورتن ۾ ورهائي بيان ڪري نہ ٿو سگهجي، ڇاڪاڻ تہ جنهن جون حدون نروار نہ آهن، انهيءَ جي صورت ڪيئن بيان تي سگهندي؟ علم هڪ سمنڊ آهي، جنهن جي ڪناري تي ويهي، ڪجهہ سپون سوجهيون اٿئون، شايد انهن مان عميق جو ڪجهہ علم حاصل تي سگهي، جيئن لاکيٽي لطيف فرمايو آهي:

" ساموندي ساري، مٿي تڙ گذاربان
مونکي تي ماري أنهي سندي ڳالهڙي"

٣١ جولاءِ ٢٠٠٢ع. **حبيب الله صديقي**

# فهرست مضامين

# جلد پهريون

## باب پهريون

# ڪامل انسان

پٿر جي پراڻي دور کان نئين دور تائين، دريافت ڪيل آثار قديمہ، مختلف حيواني نسلن جي نشاندهي ڪن ٿا، جن ۾ انسان نما پٿرايل ڍانچن ۽ هڏن تي ڪيل تحقيق مان معلوم ٿو ٿئي تہ (١) هنن جو پاڻ ۾ نسلي تعلق نہ هو ۽ (٢) هي نامڪمل انسان هئا جيڪي محض زنده رهڻ لاءِ هٿ پير هلائيندا هئا. پهريون مڪمل انسان حضرت آدم عليہ السلام ، پوئين برفاني دور بعد، مخصوص تخليق ذريعي، پيدا ٿيو، جنهن جو پٿر جي دور جي نامڪمل انسانن سان ڪوبہ نسلي تعلق نہ هو، حضرت آدم عليہ السلام جي پٽ مان انسانن جي نسلي تخليق جو سلسلو شروع ٿيو. جسماني ۽ ذهني تخليق ۽ ڪارگذاري جي لحاظ کان هي مڪمل انسانن جي تاريخ جو سلسلو آهي، جنهن جي مطالعہ خاطر، مذهبي، سائنسي، فڪري ۽ تاريخي مواد، ڪافي انداز ۾ موجود آهي.

حضرت آدم عليہ السلام، جنهن کي مختلف مذهبن ۽ تهذيبن ۾ مختلف نالن ۽ اطوارن سان ظاهر ڪيو ويو آهي، هن پنهنجي مخصوص تخليق ۽ ابتدائي ڪارگذاريءَ سبب، تمام تخليق کان منفرد، صلاحيتن فطرت ۽ مقصد جو اظهار ڪيو. کيس نالا سيکاريا ويا، جنهن ڪري ملائڪن کان برتر ٿيو. کيس مزيد علم جي خواهش کان روڪيو ويو، هن انهيءَ جي انحرافي ڪئي، نتيجي ۾ کيس نيڪي ۽ بدي جي انتخاب جي آزادي ڏني وئي، ليڪن کيس بامشقت جسماني ماحول ۾ آندو ويو، جيڪو ذهني صلاحيتن کي اجاگر ڪرڻ لاءِ موزون هو. سندس حيثيت ۽ فطرت متعين ڪئي وئي، جنهن مطابق زمين تي، خالق طرفان خليفو ۽ مختيار ڪُل هو، ليڪن پنهنجي فطرت موجب جلد باز، جاهل ۽ ظالم هو. شيطان هر وقت سندس ڪڏهو ۽ اهو پڌرو دشمن سندس اولاد جو بہ دائمي دشمن بنيو رهيو اها حقيقت تمام مذهبن ۾ واضح ڪئي وئي آهي.

سائنس جي روشنيءَ ۾، آدم، آدم جي تخليق کي انهيءَ "هاءِ پاور مشين" سان ڀيٽي سگهجي

ٿوجيڪا گرميءَ ۽ سرديءَ جي انتهائي درجن مان گذريل آهي ۽ جنهن جو ” اليڪٽرڪ ڪرنٽ“ جملي ” پاور“ جي ” سورس“ ڪان ” سئچ آن“ ڪيل آهي. يقينا هي هڪ بيحد طاقتور، خطرناڪ يا مفيد تخليق ڪار، ” مشين“ آهي، جنهن کي هلائڻ لاءِ ” فول پروف“ مهارت جي ضرورت اهي.

حضرت آدم عليه السالم، پنهنجي زال جي چوڻ تي پنهنجي خالق جي نافرماني ڪئي ۽ تڪليف ده دنيوي ماحول ۾ داخل ٿيو. سندس پُٽ ”قابيل“، رقابت سبب، پنهنجي ڀاءُ ” هابيل“ جو خون ڪيو، ۽ هو ايتري قدر جاهل هو، جو ڀاءُ جي لاش کي لڪائڻ جي ٻہ ڄاڻ نہ هئس، جيڪا ”ڪانون“ کي ڏسي سکيو پوءِ حضرت نوح عليه السلام جي دور تائين آدم جو اولاد ايتري قدر سائنسي ۽ فني ترقي ڪئي جو جڏهن حضرت نوح، پنهنجي قوم کي ، سندن بد اعمالين سبب ايندڙ طوفاني ٻوڏ کان خبردار ڪيو، تڏهن هنن چيو تہ اسين جبل جي چوٽي تي شيشي جا گهر ٺاهي وڃي رهنداسين توڪي ۽ تنهنجي خدا کي موڪل آهي ٻلي طوفان ۽ سيلاب سان اسانجي سرزمين کي برباد ڪريو. هن ٻي تاريخي نافرماني سبب، اها فنڪار ۽ سائنسدان قوم مڪمل طور تي تباهہ ٿي وئي ۽ سندس دور جا چند جوڙا نئين سر دنيا کي آباد ڪرڻ لڳا.

طوفان نوح کان پوءِ جو انسان، سائنس سان گڏ سوچ کان ڪم وٺڻ لڳو، ڇاڪاڻ تہ انسان جي ذاتي تجربي مان ظاهر ٿيو تہ فقط سائنسي ۽ فني مهارت هن ڌرتي تي بقاءَ جو واحد ذريعو نہ آهي. طاقت جي اُنهي سرچشمي سان تعلق پيدا ڪجي، جيڪو ڪُل ڪائنات کي هلائي رهيو آهي. انهي واحد قدر جي تلاش ۾ انسان جو ذهن سرگردان رهيو. قديم ترين مذهبي ادب ۾ انهيءَ جي تلاش نظر اچي ٿي. ذهن جي ” ارتقا“ سبب ڪثرت ۾ وحدت جو نظريو قائم ٿيو. تاهم انساني فطرت جي ڪمزوري ۽ بنيادي غلطي جي ڪارڻ، ترقي سان تنزل ۽ يقين سان گمان ائين گڏ رهيو جيئن انسان جي پويان شيطان. جيڪو انسان ” خدا“ کي سچائي ۽ مڃي نہ ٿو سگهي سو ڪم از ڪم پاڻ کي تہ سمجهي سگهي ٿو. اهڙي طرح خدا جي تلاش سان گڏ ۽ انهيءَ کان علاوہ انسان جو ذهن خود پنهنجي تلاش ڪرڻ لڳو.

جديد دور جي عظيم فلسفي ابن العربي، ” الانسان الڪامل“ جي نظريہ

کي پنهنجي فلسفي " وحدت الوجود" ۾ بيان ڪيو ليڪن " ڪامل انسان" جو نظريو ڪو نئون نہ هو. هندي سنڌي، ايراني يوناني ۽ وچ مشرق جي سيني مذهبن جو بنياد ڪنهن نہ ڪنهن ڪامل انسان تي رکيل هو. ليڪن اهو انساني روپ ۾ ديوتا يا ديوي هو ۽ انساني فطرت ۽ مجبوريءَ کان مٿاهون هو. تنهن ڪري قابل تقليد نہ هو. جيئن انهن ديوتائن ۽ فوق الفطرت انسانن ڪيو، تيئن عام آدمي ڪري نہ ٿي سگهيو انهي ضرورت جي پورائي ۽ انسان جي ذهن جي سابق ارتقاء جي مد نظر ڪامل انسان جو هڪ مڪمل نمونو درڪار هو.

انسانيت جو اعليٰ ترين نمونو ، "انسان ڪامل"، بنيادي طور تي اسلامي نظريو آهي. يورپ جي نشاة ثانيہ دوران انهي نظريہ کي، مغربي ادب ۾، " مڪمل انسان" (Perfect Man) ۽ فوق البشر (Super man) جي محاورن ۾ واضح ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي. اسلامي نظريہ مطابق ، حضرت محمد صلي الله عليه وسلم، " انسان ڪامل" هئا.

وحدت الوجود جي شارح، ابن عربي ( ١٢٤٠ - ١١٦٥ع) شايد هي اصطلاح پهريون دفعو استعمال ڪيو. سندس تحرير مطابق " الانسان الڪامل" اهو شخص آهي، " جنهن ذات باري ( الله تعاليٰ) سان پنهنجي بنيادي وحدت جو مڪمل احساس ڪري ورتو هجي (۽) اهو انسان جنهن ۾ ڪجهہ الاهي وصفون موجود هجن." ( اسلامي انسائيڪلوپيڊيا ، - ايضا - ص ص ٢٤٧ - ٢٤٦) تصوف جي اصطلاح ۾ " انسان ڪامل" انسان ذات جو اعليٰ ترين نمونو آهي. اهو ڪائنات جو قطب آهي ۽ انهيءَ کي قائم ۽ برقرار رکڻ جو وسيلو آهي. انساني ۽ خدائي، بنهي وصفن جي موجودگيءَ سبب، خالق ۽ مخلوق جي وچ ۾ رابطي جو ذريعو آهي. علامہ اقبال رح جي هڪ شعر جي لفظن ۾ " هاتهہ هے الله کا بندہ مومن کا هاتهہ" اهو ترجمو آهي قرآني آيت جو، جنهن ۾ فرمايل آهي تہ " يد الله فوق ايديهم" يعني الله جو هٿ هنن جي هٿن جي مٿان آهي. ( سورة الفتح، آيت ١٠ مان اقتباس. مڪمل متن هن طرح آهي ( اي محمد!) تحقيق أهي جيڪي تنهنجي بيعت ڪري رهيا آهن، سي

يقينا الله جي بيعت ڪري رهيا آهن. الله جو هٿ هنن جي هٿن جي مٿان آهي....، ترجمو علامہ علي خان ابڙو، " سنڌيڪا" ، ١٩٩٦ع، ص (٨٦٦)

# سوانح حضرت محمدصلي الله عليه وسلم

## شجره نسب:

محمد صلي الله عليه وسلم بن عبدالله بن عبدالمطلب بن هاشم بن عبدالمناف بن قصيٰ بن ڪلاب بن مره بن ڪعب بن لويءِ بن غالب بن فهر (قريش ملقب) بن مالڪ بن نضر بن ڪنانه بن خزيمه بن مدرڪه بن حضرت الياس عليه السلام بن مضر بن نضر بن معاد بن عدنان بن اود بن اد بن حامي بن سلامان بن حمل بن قيدار بن حضرت اسماعيل عليه السلام بن حضرت ابراهيم عليه السلام بن تارح بن ناحور بن سروغ بن رعو بن فالح بن عابر بن شالح بن ارفخشد بن سام بن حضرت نوح عليه السلام بن لامڪ بن متوشلح بن اخنوخ بن يارد بن مهليئل بن قينان بن انوش بن حضرت شيث (سيت) عليه السلام بن حضرت آدم عليه السلام.

## دنيا ۾ آمد:

جنهن سال يمن جو حبشي عيسائي حڪمران " ابرها" هاٿي تي سوار ٿي پنهنجو لشڪر وٺي ڪعبه کي ڊاهي پٽ ڪرڻ لاءِ مڪي تي ڪاهي آيو ۽ جنهن سال کي عربن جي تاريخ ۾ " عام الفيل" يعني هاٿيءَ جو سال لکيو ويو آهي، انهيءَ سال مڪي شهر ۾ حضرت محمد بن عبدالله ( صلي الله عليه وسلم)،بنو هاشم قريش قبيلي ۾ جنم ورتو. قدرت مهربان ٿي، پر پنهنجي مخصوص انداز ۾: ٻيءُ اڳٽي نوت ٿي چڪو هو ۽ ڏاڏو هڪ سخي مرد هو، جنهن وٽ هن نومولود جان جگر جي مناسب پرورش ۽ تعليم و تربيت لاءِ

وسائل موجود نہ هئا. مٿان هڪ مذهبي جنوني فوج جو شهر تي حملو ۽ ڪعبة الله جي مسماري جو خطرو هو. مڪي وارن اڳ ڪڏهن هاٿي نہ ڏٺا هئا ۽ منجهن توهم پرستي بہ عام هئي، سو هر طرف خوف ۽ هراس ڇانيل هو. پوءِ ڇا ٿيو سو احوال قرآن شريف جي سورة " الفيل" ۾ بيان ڪيل آهي: "ڇا تو نہ ڏٺو تہ تنهنجي رب هاٿين وارن جو ڇا حال ڪيو؟ ڇا سندن شرارت کي ناڪاره نہ ڪيائين ۽ مٿن ابابيل پکي موڪليائين جن انهن تي سنهيون پٿريون وسايون ۽ پوءِ انهن کي اهڙو بنائي ڇڏيائون جهڙو اولڙ گاهہ. " الم تر كيف فعل ربک باصحاب الفيل. الم يجعل كيدهم في تضليل وارسل عليهم طير ابابيل ترميهم بحجارة من سجيل فجعلهم كعصف ماكول" .

حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جن جي سن ولادت تي اختلاف آهي. مغربي ذريعن مطابق پاڻ تاريخ ٢٢ اپريل ٥٧١ ع ۾ تولد ٿيا. تاهم جيئن تہ پاڻ سڳورن کي چاليهہ سالن جي عمر ۾ نبوت عطا ٿي ۽ متفق راءِمطابق اهو تاريخي ڏينهن ١٢ فيبروري ٦١٠ ع هو. تنهن ڪري هن تحقيق ۾ متبادل تاريخ ٢٩ آگسٽ ٥٧٠ ع کي قابل قبول سمجهو ويو آهي.

حضور جن جي والد محترم شيخ عبدالله بن عبدالمطلب هاشميءَ بابت هي احوال ملي ٿو تہ هو غير معمولي طور تي هڪ سٺي مزاج جو مالڪ هو. عربن ۾ رواج هو تہ شاديءَ بعد گهوٽ ڪجهہ عرصو ڪنواريتن وٽ رهندو هو. حضرت عبدالله ٿي ڏينهن مديني ( يثرب) ۾ ساهرن وٽ رهيو. پوءِ بيبي آمنہ کي وٺي مڪي شريف ۾ پنهنجي اباڻي گهر پهتو. ڪجهہ مهينن بعد، تجارت خاطر شام ملڪ طرف سفر ڪيائين ۽ واپسيءَ ۾ وري ساهرن جي گهر " يثرب" ( مديني شريف) ۾ اچي ترسيو. اتي بيمار ٿي پيو ۽ ٿوري عرصي اندر فوت ٿي ويو. کيس مديني شريف ۾ دفنايو ويو.

والد جي وفات کان چند روز بعد حضور جن جي ولادت ٿي. ڏاڏي عبدالمطلب پنهنجي ٢٥ سالن جي جوان پٽ جو صدمو وساري، اچي پنهنجي حسين پوٽي کي سيني سان لڳايو ۽ کيس ڪٽي ڪعبة الله ۾ وجي دعا گهريائين ۽ موٽي اچي " محمد" نالو رکيائين جيتوڻيڪ بيبي آمنہ کي "احمد" نالو رکڻ جو غيبي اشارو ٿيل هو. شيخ جي مرضي مڃي وئي، ليڪن "محمد" نالو وقت جي رواج مطابق نہ هو. جڏهن ولادت جي دعوت وقت هڪ قريش

شيخ عبدالمطلب کان انهيءَ نالي رکڻ جو مطلب پڇيو تہ هن فرمايو: ”منهنجي تمنا آهي تہ هي ٻار ( وڏو ٿي) تعريف جي لائق ٿئي ۽ زمين ۽ آسمانن ۾ الله ۽ سندس مخلوق ۾ ساراهيو وڃي“. ”محمد“ معنيٰ ساراهيل.

عرب دستور موجب، جڏهن هن ٻار کي ٻهراڙيءَ جي ڪنهن دائي جي حوالي ڪرڻ جو سوال پيدا ٿيو تہ محمد ( صلي الله عليه وسلم) کي نپائڻ لاءِ ڪا دائي تيار نہ هئي، ڇاڪاڻ تہ سخاوت سبب شيخ عبدالمطلب مالدار نہ هو ۽ مرحوم ٻيءَ بہ پويان ڪا ملڪيت ڇڏي نہ ويو هو ۽ دائي حليمہ کي بہ ڪنهن مالدار قريش جو ٻار ملي نہ سگهيو، تنهن ڪري پنهنجي مڙس حارث جي چوڻ تي لاچار ڪٿي ”محمد“ صلي الله عليه وسلم جي پرورش ڪرڻ قبول ڪيائين.

بيبي حليما ۽ سندس مڙس حارث بيحد غريب هئا. مڪي طرف ايندي، وٽن هڪ ڏبرو ڏٻو گهوڙو ۽ هڪ هيڻي ڏاچي هئي. هي قافلي وارن جي ٽوڪن وچ ۾ پويان پئي آيا. ڏاچي ۾ کير ڪونہ هو، بيبي حليمہ جي ٿڃ سڪي وئي هئي ۽ پنهنجي تازي ڄاول ٻار کي بہ پيٽ ڀرائي نہ ٿي سگهي، سو محمد ( صلي الله عليه وسلم) لاءِ وٽس ڇا هو! جڏهن قافلو وري واپس هليو تہ قدرت خدا جي جو محمد ( صلي الله عليه وسلم) کي کڻي ڇاتيءَ سان لڳائڻ شرط سندس سڪل ٿڃ ڀرجي آئي ۽ ٻنهي ٻارن کي ڍؤ ڪرائي ڪنيائين ۽ جڏهن ڏبري ٽٽونءَ تي محمد ( صلي الله عليه وسلم) کي کڻي سوار ٿي تہ سيني قافلي وارن کان اڳيان اڳيان پئي وئي. جڏهن وات تي ساهي ڪيائون تہ حارث ڏٺو تہ هيڻي ڏاچي جا ٿڻ کير سان ڀريا پيا آهن جيڪو ڏهي زال مڙس ٻي ڍؤ ڪيو. انهيءَ سال سڄي عربستان ۾، خاص طور تي صحرائي علائقي ۾ سخت ڏڪار هو، ليڪن حليمہ ۽ حارث کي ڪنهن شيءِ جي گهرج نہ هئي.

ٻن سالن بعد محمد ( صلي الله عليه وسلم) جي ٿڃ ڇڏرايائين ۽ هر سال بہ دفعا کيس وٽي وڃي مڪي ۾ والده ، ڏاڏي عبدالمطلب ۽ ٻين عزيزن سان ملائي ايندي هئي. هاڻي جدائيءَ جو وقت اچي ويو، جو ٿڃ ڇڏائڻ بعد ٻار ماءُ جي حوالي ڪرڻو هو. آلين اکين سان بيبي حليمہ، بيبي آمنہ کي چيو، ” محمد ( صلي الله عليه وسلم) صحرا جي آزاد فضا ۾ هري مري ويو آهي. مڪي ۾ هن وقت وبا ڦهليل آهي. بهتر ٿيندو جيڪڏهن هن وٽندڙ ٻار کي مون سان

ڪجهہ وڏيڪ وقت رهڻ ڏين". عرض ۽ تجويز معقول هئا، ۽ بيبي آمنہ راضي ٿي وئي. چند مهينن بعد بيبي حليمہ، محمد ( صلي الله عليه وسلم) کي موٽائي وٺي آئي ۽ پنهنجي اڳينءَ ڳالهہ تان ڦري وئي. بيبي آمنہ کي بيحد تعجب ٿيو ۽ ڪنهن طرح بيبي حليمہ کي راضي ڪري ڪانئس انهيءَ جو اصل سبب معلوم ڪيائين. هن چيو" اسان جي هتان موٽي وڃڻ بعدڪيترن مهينن ڪانپوءِ هڪ ڏينهن جڏهن هيءَ (محــمــد صلي الله عليــهوسلم) ۽ سندس ( ٿڃ شريڪ) ڀاءُ، اسان جي ٽنبن جي پويان ردن جا ڌڻ چاري رهيا هئا تہ سندس ڀاءُ اسان وٽ ڊوڙندو آيو ۽ چيائين تہ"هو منهنجو قريشي ڀاءُ ! اڇن ڪپڙن ۾ ٻن ماڻهن هن کي پڪڙيوآهي ۽ هيٺ سمهاري سندس سينوڪوليو آهي ۽ انهيءَ کي پنهنجي هٿن سان ڏونڌاڙي رهيا آهن" سو، مان ۽ سندس پيءُ ان طرف وياسون ۽ محمد (صلي الله عليه وسلم) کي بيٺل ڏٺوسين ليڪن سندس چهرو زرد هو. اسان ڪيس ڇاتيءَ سان لاتو ۽ پڇوسين، " پٽڙا توکي ڇا ٿيو آهي؟" هن ٻڌايو تہ "اڇا ڪپڙا پاتل ٻہ شخص منهنجي ويجهو آيا ۽ مون کي زمين تي ليٽاياٺون، هنن منهنجو سينوچاڪ ڪيو ۽ ڪجهہ تلاش ڪري رهيا هئا، جنهن جي مونکي خبر نہ آهي تہ ڇا هو". ( ابن اسحاق ص ١٠٥) اسان هيڏي هوڏي گهڻو ٿي ڏٺو ليڪن اهي ماڻهو نظر نہ آيا، نہ وري ڪو خون يا زخم ڏسڻ ۾ آيو، جنهن سان هنن ٻن ٻارن جي ڳالهہ جي تصديق ٿي سگهي ها." تاهم هنن کي ٻارن، خاص ڪري محمد صلي الله عليه وسلم جي ڳالهہ تي اعتبار هو، ڇاڪاڻ تہ محمد( صلي الله عليه وسلم) ڪڏهن ڪوڙ نہ ڳالهايو هو. تنهن ڪري هنن کي اچي وهم ٿيو تہ هن ٻار تي ڪنهن جن ڀوت جو واسو آهي ۽ متان هن کي ڪجهہ ٿي پوي تنهن ڪان اڳي ڪيس ماءُ ۽ ڏاڏي جي حوالي ڪجي. محمد ( صلي الله عليه وسلم) جي سيني تي ڪا رهنڊ آيل بہ ڏسڻ ۾ نہ ٿي آئي نہ ڪو داغ نظر آيو ٿي، تاهم هڪ غير معمولي گول نشان سندس پٺيءَ تي ٻنهي ڪلهن جي وچ ۾ هو، جيڪو ڪيس ڄائي ڄم کان وٺي هو. بعد ۾ حضرت محمد ( صلي الله عليه وسلم) پاڻ اهو واقعو تفصيل سان بيان ڪيو: " مون ٽائين ٻہ ماڻهو پهتا، جن کي سفيد ڪپڙاپهريل هئا ۽ وٽن هڪ سوني گينڊي هئي، جيڪا برف سان ڀريل هئي، پوءِ هنن مون کي دسي سمهاريو ۽ سينوچيري منهنجي دل ڪڍي ٻاهر ڪئي، جنهن کي پڻ

ساڳي طرح چيري انهي مان هڪ ڪارو دڳ ڪڍي ٻاهر اڇلايو. پوءِ هن منهنجي دل ۽ سينو برف سان ڌوئي صاف ڪيو........." حضور جن آخر ۾ فرمايو ته،" بيبي مريم ۽ سندس فرزند کان سواءِ باقي هرنئين ڄاول ٻارکي ڄمڻ جي ڏينهن کان شيطان لڳو رهي ٿو." (بخاري باب ٦٠، ص ٥۴)

جڏهن بيبي حليمه اصل سبب بيان ڪري چڪي، تڏهن بيبي آمنه سندس وهم دور ڪرڻ خاطر ڪيس پنهنجومشاهدو ٻڌايو: جڏهن هوءَ پيٽ سان هئي، تڏهن هن کي محسوس ٿيندو هو ته سندس پيٽ ۾ نور آهي، اهو ٻڌائڻ بعد بي بي حليمه کي چيائين:" مائي ! منهنجي ٻچڙي جي نصيب ۾ وڏيون ڳالهيون لکيل آهن". بيبي حليمه مطمئن ٿي وئي ۽ محمد ( صلي الله عليه وسلم) کي واپس پاڻ سان وٺي وڃڻ چاهيائين ليڪن بيبي آمنه چيو "هن کي مون وٽ ڇڏي ڏي ۽ خير سان گهر جو رستو وٺ !"

ننڍپڻ جي صحرا ۽ ان ۾ بيبي حليمه جي ڏيءُ جيڪا ( صلي الله عليه وسلم جو) خاص خيال رکندي هئي، جلدي ماءُ جي آغوش ۽ عزيزن قريبن جي رفاقت سبب، گهٽ ياد اچڻ لڳا ۽ نيون دوستيون ۽ نئون ماحول محمد (صلي الله عليه وسلم) کي وڻڻ لڳا: حمزو ۽ صفيه سڳّ ۾ سندس چاچو ۽ ماسات ۽ پڦي ۽ ماسات ٿيندا هئا، تاهم حمزو سندس هم عمر هو ۽ صفيه ڪجهه ننڍي هئي. ٻئي سندس ڏاڏي حضرت عبدالمطلب جي پوئين گهرواري مان هئا، جنهن سان تڏهن شادي ٿي هئي جڏهن حضرت عبدالله ۽ بيبي آمنه جو نڪاح پڙهيو ويو هو ۽ ٻئي ڀينرون گڏ پرڻيون هيون. سيني ٻارن ۾ هي ٻارمحمد ( صلي الله عليه وسلم) کي ڏاڍا وڻندا هئا ۽ خود پاڻ سڀجي خاندان ۾ زياده پيارو ۽ وڻندڙ هو. ڇهن سالن جي عمر ۾ والده پنهنجي پياري پٽ محمد ( صلي الله عليه وسلم) کي ناناڻا ڏيکارڻ لاءِ يثرب ( مديني شريف) طرف رواني ٿي، اتي بنو خزرج جي ٻارن ڪيس تلاءَ ۾ ترڻ ۽ لغڙ اڏائڻ سيکاريا. واپسيءَ ۾ واٽ تي بيبي آمنه بيمار ٿي پئي ۽ قافلي وارا اڳتي وڌي ويا. چند ڏينهن ۾ بيبي آمنه رحلت فرمائي ۽ ڪنيز "برڪه" محمد ( صلي الله عليه وسلم) کي آئت ڏيندي واٽ ويندڙ مسافرن سان گڏ وٺي اچي مڪي ۾ حضرت عبدالمطلب وٽ پهتي. محمد ( صلي الله عليه وسلم) هاڻي

مڪمل يتيم ٿي ويو هو. سندس والده يثرب جي قريب " ابواهہ" جي مقام ۾ دفن هئي ۽ سندس والد يثرب ۾ ابدي آرامي هو. ڏاڏي شيخ عبدالمطلب جا آخري ڏينهن ٿيا تہ هن يتيم پوٽي جي ڪفالت پنهنجي وڏي فرزند حضرت ابو طالب جي ذمي ڪئي. اسي سالن جو شيخ عبدالمطلب جڏهن ڪعبة الله جي سـائي ۾ کٽ وجهي ويهندو هو تہ ڪنهن کي ان کٽ تي ويهڻ جي اجازت نہ هئي، تاهم محمد ( صلي الله عليه وسلم) کي پاڻ سان گڏ انهيءَ کٽ تي ويهاريندو هو ۽ جڏهن چاليهہ ارڪان جي مجلس شوريٰ منعقد ٿيندي هئي تہ محمد ( صلي الله عليه وسلم) کي پاڻ سان گڏ وٺي اچي شريڪ ٿيندو هو ۽ ستن سالن جي ٻار کان اهم مسئلن بابت راءِ وٺندو هو. ٻين قريش شيخن انهيءَ جو سبب پڇيو تہ چيائين ! " هڪ عظيم مستقبل منهنجي ٻچي جي نصيب ۾ لکيل آهي." حضرت ابو طالب، محمد ( صلي الله عليه وسلم) جو سڳو چاچو هو ۽ سندس گهر واري بيبي فاطمہ بنو هاشم قبيلي مان هئي. ٻنهي گڏجي محمد ( صلي الله عليه وسلم) کي پيار سان پاليو. پاڻ فرمائيندا هئا تہ هو پنهنجي ٻارن کي بکيو رکي مونکي کارائيندا هئا. محمد ( صلي الله عليه وسلم) بہ سلڇڻو ٻار هو ۽ خاندان جي گذر بسر لاءِ ٻڪريون ۽ رڍون چارڻ ۾ عيب نہ پائيندو هو. انهيءَ شغل سان هو اڪثر تنها مڪي جي ٽڪرين ۽ غارن ۾ پري پري تائين نڪري ويندو هو. چائو تہ ٻيءَ نہ هو، ڇهن سالن جو ٿيو تہ ماءُ موڪلايو ۽ اٺن سالن جي عمر جو ٿيو تہ اهو ڏاڏو بہ ڇڏي ويو جيڪو سائس رهاڻيون ڪندو هو، تنهن ڪري محمد ( صلي الله عليه وسلم) تنهائي پسند ٿي پيو. سندس انهيءَ طبعي لاڙي کي متاثر لاءِ حضرت ابو طالب کيس پاڻ سان گڏ سفر تي وٺي وڃڻ لڳو.

هڪ اهم تاريخي سفر جيڪو تاريخ جي سيني ڪتابن ۾ چاڙهيل آهي، سو ملڪ شام جي طرف هڪ تجارتي قافلي سان گڏ ٿيو جڏهن محمد (صلي الله عليہوسلم) ڪجهہ ذريعن مطابق ٩ سالن ۽ ڪجهہ ٻين ذريعن مطابق ١٢ سالن جي عمر جو هو. " بوستره" جي مقام وٽ، دستور مطابق قافلي منزل ڪئي. اتي قديم زماني کان عيسائي راهبن جو هڪ ٻهرو (غفا) يا تهہ خانو ٺهيل هو، جتي قديم مذهبي مسوده ۽ دستاويز رکيل هئا ۽ هڪ

ٻئي پويان راهب انهيءَ جا متولي ٿيندا رهندا هئا. ان وقت راهب "بهيره" متولي هو. هن انهن قديم مسودن ۾ پڙهيو هو تہ عرب قوم ۾ هڪ پيغمبر پيدا ٿيندو ۽ شوق هئس تہ اهو پنهنجي حياتيءَ ۾ اکين سان ڏسان، هن قافلي کي پري کان ايندي ڏٺائين تہ عجب ۾ پئجي ويو: هڪ هيٺ اڏامندڙ ڪڪر قافلي وارن سان گڏيو پيو اچي ۽ ڪ ٻن ماڻهن جي مٿان ڇانو ڪري رهيو هو. جڏهن قافلو رڪيو، تڏهن اهو ڪڪر بہ سندن مٿان رڪجي ويو ۽ جنهن وڻ هيٺان ويٺا انهيءَ جا ٻن ۽ ٽاريون هيٺ لڙڪي پيا، ڪڪر ۽ وڻ ٻئي ڇانو ڪرڻ لڳا. " بهيره" سوچيو تہ اهي علامتون فقط ڪنهن روحاني موجودگيءَ جي باعث ظاهر ٿيون آهن ۽ گمان گذريس تہ جنهن عرب پيغمبر جي ڏسڻ جي تمنا اٿس، اهو اچي ويو آهي. ان وقت سندس ٻهري ۾ ڪافي سيڌو سامان موجود هو. قافلي وارن کي طعام جي دعوت ڏنائين. سڀ آيا، ليڪن محمد ( صلي الله عليه وسلم) کي اٺن ۽ سامان جي حفاظت لاءِ ڇڏي آيا. سڀني کي راهب بهيره غور سان ڏٺو پرڪنهن ۾ بہ اهي نشانيون نظر نہ آيس جيڪي ڪتابن ۾ پڙهيون هئائين،سو چيائين، " اي قريش قوم جا ماڻهو، اوهان مان ڪو بہ پوئتي رهيل نہ آهي؟ " هنن چيو، "ڪوبہ نہ سواءِ هڪ ڇوڪري جي جيڪو اسان سڀني ۾ ننڍو آهي." راهب چيو، " اوهان کي انهيءَ سان اهڙي ريت پيش اچڻ نہ گهرجي....." حضرت ابو طالب وڃي محمد (صلي الله عليه وسلم) کي ڀاڪر پائي وٺي آيو. بس هڪ نظر ڏسڻ ڪافي هو. تاهم بهيره هن کي ماني کائيندي ڏسندو رهيو ۽ هن ۾ منهن ۽ جسم جون ڪافي نشانيون ڏٺائين ، جيڪي هن جي علم ۾ هيون. محمد ( صلي الله عليه وسلم) طعام نوش جان ڪري بس ڪيو تہ راهب اچي سندس پرسان ويٺو ۽ هن کان سندس روز مره جي زندگي بابت سوال ڪرڻ لڳو. هن بي ڌڙڪ سڀني سوالن جا صحيح جواب ڏنا ۽ جڏهن راهب بهيره سندس پٺي ڏسڻ جي خواهش ڪئي تہ هڪدم پنهنجو ڪرتو لاهي کيس پنهنجي پٺي ڏيکاريائين، بس، ڪا ثابتي باقي نہ رهي جيڪا راهب کي گهربل هئي. جيئن ڪتابن ۾ لکيل هو تيئن ساڳي جاءِ تي ٻنهي ڪلهن جي پوري وچ تي ، " نبوت" جي مهر" قدرتي طور تي لڳل هئي. حضرت ابو طالب ڏي منهن ڪري چيائين: "هي ڇوڪرو تنهن جو ڇا ٿئي"؟ حضرت

ابوطالب وراڻيو، ” منهنجو پٽ آهي“. راهب چيس، ” هي تنهنجو پٽ نہ آهي، اهو ٿي نہ ٿو سگهي تہ هن جو پيءُ زنده هجي“. حضرت ابو طالب حقيقي رشتو ٻڌائيندي چيو تہ ” هي منهنجي ڀاءُ جو پٽ آهي.“ راهب هڪدم پڇيس، ”پوءِ انهيءَ جو ڇاٿيو؟ “ حضرت ابو طالب چيو تہ ” هي اڃا پيٽ ۾ هو تہ هو مري ويو.“ ”بهيره“ خوشيءَ وچان ڇال ڏنو، ۽ چيائين ” اهو حق آهي. هاڻي پنهنجي ڀاءُ جي هن پٽ کي واپس پنهنجي ملڪ وٺي وڃ، ۽ ” يهودين“کان هن جي حفاظت ڪجان، ڇاڪاڻ تہ خدا جو قسم ! جيڪڏهن هنن هن کي ڏٺو ۽ سڃاتو، جيئن مان سڃاڻي رهيو آهيان، تہ هو هن جي خلاف شرارتون ڪرڻ شروع ڪندا. تنهنجي ڀاءُ جي هن پٽ جي نصيب ۾ وڏيون ڳالهيون لکيل آهن.“

حضرت ابو طالب جنهن غرض سان گهران نڪتو هو، سو پورو ڪري ياڻتي سان گڏ واپس مڪي پهتو، ۽ محمد ( صلي الله عليه وسلم) پنهنجي دستوري ڪرت ۽ تنهائيءَ جي ورونهن سان لڳي ويو. حضرت ابو طالب سوچيو تہ محمد ( صلي الله عليہ وسلم) ، عباس ۽ حمزه کي جنگي هٿيارن جي استعمال جي تربيت ملڻ گهرجي. حضرت امير حمزه اڳئي سگهاري جسم، تلوار بازي جي فن ۽ ڪشتيءَ جي مهارت جو مالڪ هو. محمد (صلي الله عليہ وسلم) جو قد بت وچولو هو، تاهم تير اندازي ۾ هو پنهنجي عظيم ڏاڏن حضرت ابراهيم ۽ حضرت اسماعيل عليهم السلام وانگر تيز ثابت ٿيو، انهيءَ ۾ سندس تيز نظر جو وڏو دخل هو. هڪ ڪتيءَ جي ميڙ جا ١٢ تارا ڳڻي ويندو هو.

محمد ( صلي الله عليه وسلم) پنهنجي طبعي تنها پسنديءَ کي دنيوي معاملات ۾ مشغولي سبب ترڪ ڪرڻ لڳو. انهن ڏينهن ۾، حرمت وارن مهينن جي خلاف ورزي ٿي ۽ ” حرب الفجار“ نالي هڪ خوني معرڪي جو آغاز ٿيو: اهي حرمت ( پاڪائي) يا اهميت وارا مهينا چار هئا: ذي قعد، ذوالحج، محرم ۽ رجب. انهن مهينن ۾ ٽن هنڌن تي بازاريون ۽ ميلا لڳندا هئا: سوق (ميلو، بازار) العڪاظ، ذي المجاز ۽ المجنه. انهن مهينن ۾ هر قسم جي جنگ يا ڦلاند، عرب جي دستور مطابق حرام هو،ليڪن انهن مان هڪ مهيني ۾، هڪ ڪنعاني،براض بن قيس، ” هوازن“ قبيلي جي هڪ

نوجوان، عروة الرحال بن عتبہ، کي ذوکي سان قتل ڪري ڇڏيو، تنهن ڪري قاتل جي قبيلي ۽ قريش قبيلي جي وچ ۾ خوني تڪرار شروع ٿيو، جيڪو ٿي چار سال هليو، تاهم اصل ويڙهہ فقط پنج ڏينهن لڳي. بنو هاشم قبيلي جو سردار، حضرت زبير بن عبدالمطلب هو. حضرت ابوطالب پنهنجي ننڍي ڀائٽي کي ساڻ ڪري جنگ ۾ شريڪ ٿيو. محمد ( صلي الله عليه وسلم) جي ذمي اهو ڪم ڪيائون تہ دشمن جا خالي ڪريل تير گڏ ڪري پنهنجي چاچن کي ڏئي تہ اهي استعمال ڪن. ( ابن هشام ، ص ١١٩) هڪ ڏينهن جڏهن قريش ۽ سندن حليفن لاءِ جنگ جو ڏکيو ڏينهن هو، محمد ( صلي الله عليه وسلم) پنهنجي تير اندازي ۽ بهادريءَ جا جوهر ڏيکاريا. ( ابن سعد ص ٨١، باب پهريون شق ١) جنهن کي سيني ساراهيو.

ڪجهہ عرصو گذريو تہ هڪ واقعي هڪ نئين دوستيءَ جو آغاز ڪيو. بنو تيم جو سردار " ابو قحافہ" پنهنجي فرزند "عبدالڪعبہ" ( حضرت ابو بڪر صديق رضہ) سان گڏجي قريشن جي ڪعبہ ۾ ڪوٺايل ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيو جنهن ۾ فيصلو ڪيو ويو تہ آئينده مڪي شهر ۾ قريش يا اجنبي ڪنهن بہ شخص تي ظلم ٿيڻ نہ ڏنو ويندو. محمد ( صلي الله عليه وسلم) انهيءَ مجلس ۽ فيصلي ۾ شريڪ هو ۽ ٻنهي جي وچ ۾ دوستي ٿي وئي. انهيءَ فيصلي کي " حلف الفضول" جو نالو ڏنو ويو، جيڪو " حرب الفجار" جي واقعي بعد، قريش قوم جي اتحاد ۽ سجاڳيءَ جو ثبوت هو. ننڍي تهيءَ ۾ عبدالڪعبہ هڪ مشهور تاجر هو جيڪو لکي پڙهي ڄاڻندو هو، قريش جي سيني شاخن جا شجره نسب وٽس موجود هئا، ۽ عام ماڻهو اهم مسئلن ۾ ڪانئس مشورو وٺندا هئا. ازانسواءِ هڪ قادر الڪلام شاعر هو. محمد ( صلي الله عليه وسلم) سان سندس دوستي پڪي ٿي وئي. عبدالڪعبہ عرف حضرت ابو بڪر صديق رضہ، حضرت محمد صلي الله عليه وسلم کان بہ سال ۽ پنج مهينا ننڍو هو.

جڏهن حضرت ابو بڪر صديق رضہ ويهن سالن جو نوجوان هو، تڏهن تجارت خاطر ملڪ شام طرف روانو ٿيو ۽ پنهنجي دوست، حضرت محمد (صلي الله عليه وسلم) کي بہ پاڻ سان گڏ هلڻ تي راضي ڪيائين. رستي ۾ هڪ ٻير جي وڻ هيٺان ترسيا. اتي هڪ راهب" ڪتابي" ڪجهہ فاصلي

تي وينو هو، جنهن هن کي ڏسي پاڻ ڏانهن سڏيو. حضرت ابو بڪر صديق رضہ اٿي وٽس ويو. جنهن کان پڇيائين تہ انهيءَ پير هينان ڪير وينو آهي؟ حضرت ابو بڪر صديق رضہ چيو: "محمد بن عبدالله بن عبدالمطلب" تنهن تي راهب ڪتابيءَ چيو، " والله اهو نبي آهي، بعد عيسيٰ ابن مريم ، انهيءَ وڻ جي ڇانو ۾ ڪونہ وينو، مگرمحمد نبي الله! ( خزينة المعرفت، ص ٢٨) تجارت ۾ برڪت پئي ۽ جڏهن موٽي مڪي آيا، تڏهن هن ٻن دوستن جي تجارتي صلاحيتن جي واکاڻ ٿيڻ لڳي. محمد ( صلي الله عليه وسلم) جي ايمانداري اڳئي مشهور هئي ۽ عام ماڻهو کيس " محمد امين" سڏيندا هئا.

ان وقت مڪي ۾ هڪ مالدار بيوهہ بيبي خديجہ بنت خويلد بنو اسد قبيلي جي هڪ نيڪ خصلت خاتون رهندي هئي. ڪيترن امير قريشن کيس شاديءَ جي درخواست ڪئي پر هن ايئن چئي انڪار ڪيو تہ " هن جي نظر منهنجي مال تي آهي." ڇاڪاڻ تہ تمام عرب قبيلن ۾، ۽ خاص طور تي قريش قبيلي ۾ رنڙ زال سان نڪاح ڪرڻ هڪ معيوب ڳالهہ سمجهي ويندي هئي. بيبي خديجہ جو تمام تر توجہ تجارت طرف هو. قريش قبيلي جي منتخب فردن کي، وڪيل تجارت جي حيثيت ۾ سوداگريءَ لاءِ ٻاهرين ملڪن ۾ موڪليندي هئي. هاڻي هن خيال ڪيو تہ ڪجهہ قريش مزدور بہ پرتي ڪيا وڃن جيڪي مال جي لاهڻ چاڙهڻ ۽ پوري نظرداري ڪرڻ جي قابل هجن. اها ڳالهہ ٻڌي حضرت ابو طالب پنهنجي ڀائٽي حضرت محمد (صلي الله عليه وسلم) سان صلاح ڪئي تہ جيڪڏهن هو انهيءَ نوڪري ڪرڻ لاءِ رضامند هجي تہ خاندان لاءِ سٺي آمدني ٿيندي. حضرت محمد (صلي الله عليه وسلم) هڪدم راضي ٿي ويو ڇاڪاڻ تہ مزدوري ڪرڻ ڪو عيب نہ آهي بعد ۾ سندس هيءَ حديث شريف مشهور ٿي: الكاسب حبيب الله (مزدور الله جو دوست آهي). بيبي خديجہ هر مزدور لاءِ ٻہ اٺ اجرت مقرر ڪئي هئي، ليڪن حضرت محمد ( صلي الله عليه وسلم) لاءِ چار اٺ منظور ڪيا ويا ۽ خاص غلام "ميسره" سندس خدمت ۾ ڏنو ويو. هن دفعي بيبي خديجہ کي تجارت مان جيترو نفع حاصل ٿيو، اوترو اڳ ڪڏهن بہ نہ ٿيو هو. " ميسره" دل و جان سان پنهنجي آقا جو غلام ٿي ويو ۽ اصل آقائڻ جي من ۾ تنهن نڪاح جي آرزو جنم ورتو. هن جا ٻهريان بہ مڙس قبيلہ

بنو مخزوم سان تعلق رکندا هئا ۽ سندس جٺري گذاري ويا هئا. جن جي ڇڏيل مال دولت تي بيبي خديجہ گذر سفر ڪري رهي هئي. ٽي مهينا ڳالھہ دل ۾ رکيائين آخر پنهنجي پيڻ بنايل ساهيڙي، نفيسہ بنت منيہ، سان دل جي ڳالھہ ڪيائين جنهن وچي حضرت محمد ( صلي الله عليه وسلم) کي راضي ڪيو. حق مهر ۾ ويھہ اٺ ڏنا ويا ۽ دنيا جي هن عظيم شخصيت جي ازدواجي زندگيءَ جو آغاز ٿيو. اهو سن ٥٩٥ ع هو. جڏهن محمد ( صلي الله عليه وسلم) جي عمرپنجويھہ سال ۽ سندس ڪنوار بيبي خديجہ جي عمر چاليھہ سال هئي. خوشيءَ ۾ گهوٽ پنهنجي موروثي ڪنيز بارڪہ کي آزاد ڪيو ۽ ڪنوار پنهنجو هڪ قيمتي غلام زيد کيس تحفي طور ڏنو.

سيده بيبي خديجہ جي بطن مان ہہ فرزند ۽ چار نياڻيون ڄايون. فرزندن جا نالا: قاسم ۽ عبدالله رکيا ويا. جيڪي ننڍ پڻ ۾ ئي فوت ٿي ويا ۽ اڳيئي ذڪويل کي ويترذڪوئي ويا. ڪجھہ ارباب انساب ٽن ۽ ڪجھہ ڇئن فرزندن جي تولد ٿيڻ جو ذڪر ڪن ٿا، تاهم انهن مان ڪوبہ ننڍپڻ ۾ موت جي چنبي کان بچي نہ سگهيو. محمد ( صلي الله عليه وسلم) کي فطرتا ٻارن سان پيار هو، پر ڪو ٻار اهڙو بہ هجي جنهن کي هو پنهنجو پٽ سڏي سگهي. غلام زيد بن حارث ڪلبي بہ هڪ ڇوڪرو هو. پاڻ سڳورن هن کي آزاد ڪري پنهنجو " گود جو پٽ" بنايو: ڪعبہ ۾ حجر وٽ بيهي بلند آواز سان اعلان ڪيائين: اوهين جيڪي هتي حاضر آهيو، شاهد رهجو تہ زيد منهنجو پٽ آهي، مان سندس وارث آهيان ۽ هو منهنجو وارث آهي." ( ابن سعد ج ٣ باب ١،ص ٢٨) اهو ان وقت جو واقعو آهي جڏهن بيبي خديجہ مان چاول پهروتي پٽ قاسم وفات ڪئي هئي. جڏهن آخري چاول پٽ عبدالله پڻ ننڍپڻ ۾ گذاري ويو، تڏهن عربستان ۾ اچي ڏڪار پيو. محمد (صلي الله عليه وسلم) کي پنهنجي مربي چاچي حضرت ابو طالب جو فڪر دامنگير ٿيو، جيڪو ڪثير الاولاد هو ۽ سندس مالي حالت ڪمزور هئي. محمد (صلي الله عليه وسلم) جي ڪوشش سان حضرت ابوطالب جي فرزندن جي ڪفالت سرنديءَ وارن رشتيدارن جي ذمي ڪئي وئي، جنهن ۾ کيس عبدالله جي عيوض پنهنجو ننڍڙو سوٽ " علي" ملي ويو، جنهن کي هن پنهنجو پٽيلو بنايو ۽ سائس سندن زندگي ڀر جي رفاقت رهي.

هاڻي محمد (صلي الله عليه وسلم) جو گهر پرجي ويو: بيبي خديجه (گهر واري)، زينب، رقيه، ام ڪلثوم ۽ فاطمه ( نياڻيون)، حضرت علي (ڪرم الله وجهه، رضه سوٽ ۽ پٽيلو) ۽ حضرت زيد ( گود ورتل پٽ). ليڪن محمد ( صلي الله عليه وسلم) پنهنجي ذميداري ذاتي ڪٽنب تائين محدود نه رکي. ڏڪار واري سال،دائي بيبي حليمه، دشت مان آئي ۽ چاليهه رڍون ۽ هڪ مهري اٺ، بيبي خديجه جي طرفان کيس پيش ڪيو ويو. ( ابن سعد ج١ باب ١، ص ٧١) دائي حليمه جو ڄڻايل ۽ نپايل ٻيو هاشمي فرد حضرت ابو سفيان هو، جيڪو محمد ( صلي الله عليه وسلم) جو سڳو سوٽ ۽ سندس وڏي چاچي حضرت حارث بن عبدالمطلب جو پٽ هو. حضرت حارث گذاري ويو هو ۽ پويان ڪثير اولاد ۽ خاندان جون ضروريات ڇڏي ويو هو. محمد ( صلي الله عليه وسلم) حضرت ابو سفيان رضه کي پنهنجي جگري دوستيءَ ۾ ورتو. هو سندس قريب ترين عزيز هو، ليڪن سندس مزاج مختلف هو: حضرت ابوسفيان هڪ عظيم شاعر هو. شايد پنهنجي چاچن حضرت زبير ۽ حضرت ابو طالب کان به وڌيڪ بلندپايه شعر چوندو هو، ليڪن محمد ( صلي الله عليه وسلم) جي مزاج ۾ شاعريءَ جو ڪڏهن ڪو عمل دخل نه رهيو هو. پاڻ نثر ۾ فصيح اللسان ۽ بليغ الڪلام هئا. حضرت ابو سفيان رضه کان علاوه، محمد ( صلي الله عليه وسلم) ۽ بيبي " خديجة الڪبرىٰ" ( جيئن هوءَ سڏجڻ ۾ آئي) جي گهر ۾ ٻنهي جي ابائي آکهه جو خير مقدم ڪيو ويندو هو: صله رحمي جا ڪثير مثال سوانح مبارڪ جي بنيادي ۽ ثانوي ماخذن ۾ موجود آهن. انهيءَ خصلت کان اڃا اعلىٰ وصف رحمت جي آهي ۽ محمد ( صلي الله عليه وسلم) کي" رحمت للعالمين" مڃيو وڃي ٿو.

جڏهن عمر مبارڪ پنجتيهه سالن کي پهتي، تڏهن قريش قوم کي هڪ اهم سياسي مسئلو پيش آيو: ڪعبه جي عمارت خسته حال ٿي چڪي هئي. ان کي ڊاهي ٻيهر تعمير ڪرڻ ضروري هو. ليڪن اهل قريش کي قديم زماني کان هڪ وهم ويٺل هو ته جيڪو ڪعبه کي ڊاهڻ جي ڪوشش ڪندو، سو الاهي (آسماني) عذاب هيٺ ايندو. صرف پنجتيهه سال اڳي، جڏهن محمد ( صلي الله عليه وسلم) ڄائو هو تڏهن " ابرها" حبشي ۽

سندس هاٿين جي فوج تي جيڪو عذاب ۽ بربادي آئي هئي سا سيني کي ياد هئي، ويتر هڪ نانگ ڪعبہ جي عمارت مان نڪري روزانہ پٽ جي هيٺان نڙڪي تي ويهندو هو. هنن سوچيو تہ ويجهو وڃڻ سان اهو ڏنگي ماريندو. هڪ ڏينهن آسمان مان سرڻ لٿي، جيڪا نانگ کي چنبن ۾ جهلي اڏامي وئي ۽ اتي موجود ڪيترن ماڻهن اهو لقاءُ ڏٺو، پر پوءِ بہ قريش سردارن جي دلين تي ڪعبہ جي بيحرمتي ڪرڻ سبب عذاب اچڻ جو خوف طاري هو. بني مخزوم قبيلي جو هڪ شخص " ابو وهب" مٿي چڙهي ، پٽ تان پهريون پٿر لاٿو تہ اهو سندس هٿ مان ڇڏائجي واپس پنهنجي جاءِ تي اچي ڪريو. حاضرين کي پڪ ٿي تہ هتي اسان جي جاءِ نہ آهي الله پنهنجو گهر ڊاهڻ نہ ڏيندو !

"الله" اسم ذات جي معنيٰ ۾، اسلام کان اڳي عربي زبان ۾ استعمال ٿيندو هو ۽ ان جو تصور هڪ ڪل صفات جي حامل هستيءَ جي نظريہ مطابق هو، انهيءَ ڪري ڪعبہ کي "بيت الله" يعني الله جو گهر سڏيو ويندو هو.اسلام کان اڳ جي مشهور شاعر:" زهير بن سلمان"جو هي شعر، الله جي قبل اسلام تصورکي واضح ڪري ٿو:

"فلاتکتمن الله ما في نفوسکم
ليخفيٰ دمهما يکتمر الله يعلم"

(المعلقات، معلقہ زهير)

انهيءَ ماقبل اسلام شعر جو مجمل منظوم سنڌي ترجمو هن طرح ٿيندو:

" اتو دل ۾ جيڪي، نہ هرگز لڪايو،
تہ الله ڄاڻي، تہ جيڪي ڇپايو."

لڪائڻ جوعمل الله جي نسبت سان ڄاڻايو ويو آهي يعني الله کان پنهنجي دل جي ڳالهہ لڪائڻ بيسود آهي، ڇاڪاڻ تہ جنهن وقت اوهين لڪائيندا، الله ان کي ڄاڻي وٺندو، هو ڪل صفات جومالڪ آهي:

سو انهيءَ ماحول ۽ صورتحال ۾، بنو مخزوم جو سردار وليد بن مغيره اڳتي وڌيو، ڪوڏر هٿ ۾ جهلي ، بيت الله طرف منهن ڪري چيائين: "اي الله ! خيال نہ ڪر ! ! اسان جو ارادو فقط خير جي ڪم ڪرڻ جو

آهي. "ايئن چئي، حجره اسود ۽ باب اليمن جي وچ واري پٿ ڊاهي پٽ ڪيائين، چٽ تہ اڳيئي ڪانہ هئي ، باقي ٻچيون ئي پئيون. تاهم ٻين قبيلن وارن چيو تہ " ترسو، ڏسون تہ هن تي ڪهڙي آسماني آفت نازل ٿي ٿئي".
رات خير سان گذري ۽ ورندي صبح شيخ وليد پنهنجي ڪم سان لڳي ويو. هاڻي سيني ماڻهن همت ڪئي ۽ ٿئي پٽيون ڪيرائي " بنياد ابراهيم" تي پهتا، اتي هنن ڪي سائي رنگ جا وڏا گول عمارتي پٿر نظر آيا جيڪي اٺ جي ٿوهي جي شڪل ۾ هڪ ٻئي جي پرسان رکيل هئا. جڏهن آڏ هيئيان ڏئي انهن مان هڪ وڏي پٿر کي پنهنجي جاءِ تان مٿي پٽڻ جي ڪوشش ڪئي وئي تہ پٿر جي چرڻ سان سڄو شهر مڪي جو لرزي ويو ۽ انهيءَ ڪي اتي ڇڏيائون ۽ بيحد هيسجي ويا. عمارت جي ملبي مان ٻہ ڪتبہ مليا؛ هڪ حجره اسود جي ڪنڊ وٽ ۽ ٻيو مقام ابراهيم جي هيٺان ( مقام ابراهيم هڪ ننڍڙو پٿر آهي جنهن تي حضرت ابراهيم عليه السلام جي هڪ پير جو نشان نقش ٿيل آهي). هي ڪتبہ سرياني زبان ۾ لکيل هئا، تنهن ڪري قريشن مان ڪوبہ پڙهي نہ ٿي سگهيو، آخر هڪ يهودي عالم کان اهي ڪتبہ پڙهاياويا؛ حجر اسود واري ڪتبي ۾ لکيل هو: " آءُ الله آهيان" "بيڪي (مڪي) جو مالڪ: مون انهيءَ کي جوڙيو جنهن ڏينهن مون آسمان ۽ زمين خلقي، جنهن ڏينهن مون سج ۽ چنڊ ٺاهيا ۽ مون ان جي چوگرد ست ملائڪ مقرر ڪيا جن تي ڪو حملو ڪري نہ ٿو سگهي، اها بستي ان وقت تائين آباد رهندي جيستائين سندس ٻہ پهاڙيون پنهنجي جاءِ تي قائم آهن. انهيءَ تي سندس ماڻهن لاءِ پاڻي ۽ کير جون نعمتون نازل ڪيل آهن". ٻيو ڪتبو جيڪو مقام ابراهيم جي پٿر هيٺان پوريل لڌو ويو، انهيءَ ۾ لکيل هو تہ، " مڪو الله جوپاڪ گهر آهي، ٽن طرفن کان انهيءَ جي حفاظت ٿئي ٿي، اتان جي ماڻهن کي سندس بيحرمتي ڪرڻ ۾ اڳرائي ڪرڻ نہ گهرجي." پوءِ قريشن جا سيئي پاڙا دل و جان سان " بيت الله" جي تعميرنو ۾ لڳي ويا، ۽ جلدي ڪم مڪمل ڪري ورتائون. ليڪن جڏهن حجر اسود کي ڪٺي مقرر جاءِ تي نصب ڪرڻ جي اعزاز جو سوال پيدا ٿيو تہ سيئي وڙهي پيا. پنج ڏينهن بحث مباحثہ ۽ تڪرار هلندا رهيا، آخرنوبت وڃي باقاعده جنگ ۽ صف بنديءَ تي پهتي.

انهيءَ سموري عرصي دوران، محمد ( صلي الله عليه وسلم) مڪي ڪان ٻاهر ويل هو. جنهن ڏينهن جنگ لڳڻ واري هئي، تنهن ڏينهن،هڪ پير سن، قريش سردارن کي، هڪ تجويز ڏني تہ جيڪو شخص هن گهڙيءَ هن عبادتگاهہ جي دروازي ڪان اندر داخل ٿئي اهو امين ٿي جهيڙي جو نبيرو ڪري. سيني چيو " قبول آهي". ايتري ۾ محمد ( صلي الله عليه وسلم) انهيءَ دروازي ڪان اندر داخل ٿيو ۽ سيني بي ساختگي وچان چيو: "اهو الامين آهي....... اهو محمد ( صلي الله عليه وسلم) آهي..... اسان کي سندس فيصلو قبول آهي." جڏهن ماجرا بيان ڪئي وئي تہ محمد ( صلي الله عليه وسلم) چيو تہ چادر هيٺ وڇايو، پوءِ حجر اسود کي کڻي ان چادر جي وچ تي رکيائين، پوءِ قريش جي سيني ٻاڙن جي سردارن کي چيائين تہ پلوجهلي پٽرکي پنهنجي جاءِ تي کڻي هلو. سيني ائين ڪيو ۽ اهو اعزاز سيني حاصل ڪيو. جڏهن حجر اسود نسب ڪرڻ جي جاءِ وٽ پهتو تہ محمد ( صلي الله عليه وسلم) اهو کڻي پنهنجي هٿن سان انهيءَ جاءِ تي نسب ڪيو پوءِ باقي تعمير خوش اسلوبيءَ سان مڪمل ڪئي وئي . ( ابن اسحاق ص ١٢٥)

## نبوت

انهيءَ واقعي بعد محمد ( صلي الله عليه وسلم) کي پنهنجي وجود ۾ زبردست اندروني قوت جو احساس ٿيڻ لڳو. جيڪو انهن پر اسرار تجربن ڪان مختلف هو جيڪو کيس اڳ ٿي چڪا هئا. جڏهن انهيءَ اندروني طاقت جي اظهار بابت ڪانئس پڇيو ويو تہ چيائين: آهي حقيقي لقاءَ هئا جيڪي مون کي خواب ۾ نظر ايندا هئا ۽ پرهہ ڦٽي ( پريات) وانگر هئا." ( امام بخاري ج١ ص ٣) انهن غيبي اشارن جو محمد ( صلي الله عليه وسلم) جي مزاج تي هڪ قدرتي اثر پيو ۽ هو ماڻهن ڪان پري پهاڙن جي خاموشيءَ ۾ مراقبو ڪرڻ کي پسند ڪرڻ لڳو. " مراقبہ" جو رواج بني اسماعيل ۾ اصل ڪان هو ۽ هر دور ۾ ان جي هر قبيلي ۾ ٻہ ٽي ماڻهو اهڙا پيدا ٿيندا آيا تي جن هن عمل کي جاري رکيو هو. هاڻي محمد ( صلي الله عليه وسلم) انهن

مراقبي ڪرڻ وارن مان تي پيو: ڪاڏو پاڻي کڻي وڃي راتين جون راتيون ” حرا“ جي ٽڪرين ۾ هڪ غار اندر گذاريندو هو ۽ جڏهن ضرورت پوندي هئي تہ مڪ مان وڌيڪ کاڌي پيتي جون شيون کڻي وڌيڪ ڏگهي مراقبي لاءِ تيار ٿي ويندو هو. پنجن سالن جي طويل عرصي تائين اها ڪار ٿيندي رهي ۽ محمد ( صلي الله عليہ وسلم) جي ڏاڙهي مبارڪ ۾ اڇا وارپوڻ شروع ٿيا هئا. هاڻي سندن عمر چاليهہ سالن جي حد کي پهچي چڪي هئي: انهي دوران گهر کان غار حرا طرف ايندي ويندي، هن کي هڪ چٽو آواز ٻڌڻ ۾ ايندو رهيو“: السلام عليڪم يا رسول الله“ اي الله جا رسول ! توتي سلامتي هجي. پٺي ورائي ڏسندو هو تہ ڪوبہ نظر نہ ايندو هو. آواز ڄڻ تہ ڪنهن وڻ يا پٿرمان اچي رهيو هو. ( ابن اسحاق ص ١٥١) آخر رمضان شريف جو مهينو آيو، جيڪو روايتي طور تي گوشہ نشيني جو مهينو هو. آخري تاريخن جي هڪ رات، جڏهن محمد ( صلي الله عليه وسلم) غار حرا اندر مراقبہ ۾ ويٺو هو تڏهن اوچتو غار اندر روشني ٿي وئي ۽ انسان جي صورت ۾ ملائڪ نمودار ٿيو، تنهن چيو ”اقرا“، يعني پڙهہ ! محمد صلي الله عليه وسلم چيو، ” ڇا پڙهان؟“ ملائڪ، حضرت جبرائيل عليہ السلام، کيس جهلي پنهنجي سيني سان لڳائي زور ڏنو، تان تہ اهو ناقابل برداشت ٿي ويو ۽ پوءِ ڇڏي وري چيائين: ”پڙهہ“ محمد ( صلي الله عليه وسلم) ساڳيو سوال پڇيو تہ ” ڇا پڙهان؟“ وري ساڳي ڪار ٿي ۽ محمد ( صلي الله عليه وسلم) ساڳو جواب ڏنو. ٽئين دفعي ساڳي طرح سيني کي پڪڙي حضرت جبرائيل عليہ السلام چيو: پڙهہ پنهنجي مالڪ جي نالي ۾ جنهن خلقيو آهي، هن انسان کي رت جي دڳ مان خلقيو آهي.پڙهہ ! ۽ تنهنجو مالڪ بيحد مهربان آهي، اهو جنهن قلم سان سيکاريو آهي، انسان کي اهو ڪجهہ سيکاريو آهي جنهن جو کيس علم نہ هو.(سورة العلق. آيات ٥ ـ ١)

سندس پويان محمد( صلي الله عليہ وسلم) اهي الفاظ دهرائيندو ويو، پوءِ حضرت جبرئيل عليہ السلام غائب ٿي ويو ۽ الفاظ ڄڻ تہ سيني تي نقش بر سنگ ٿي ويا. جلدي محمد (صلي الله عليه وسلم) کي اچي خوف ورايو ”ڪٿي مون کي جن تہ نہ ٿيو هو، ڪٿي مون تي ڪنهن آسيب جو تہ اثر نہ ٿي ويو آهي!“ سو غار ڇڏي تڪڙو گهر ڏانهن راهي ٿيو. جبل جي

لاهيءَ تان لهندي وري آوازآيس: اي محمد تون الله جو رسول آهين ۽ مان جبرئيل آهيان." محمد ( صلي الله عليه وسلم) ڪنڌ مٿي ڪٽي ڏٺو تہ ساڳي آواز وارو هائي پڌرو ملائڪ نظر اچي رهيو هو، جنهن سان پورو افق منور ٿي ويو هو ۽ جڏهن هن پيهر ساڳيا الفاظ ادا ڪيا تڏهن محمد صلي الله عليه وسلم بيهي ڪيس چتائي ڏسڻ لڳو ۽ پوءِ تڪڙو هيٺ لهي ويو ، ليڪن هر طرف ڪيس ساڳيو نظارو نظر آيو. واٽ تي ننڊڙائپ جو اهو واقعو بہ ياد آيس جڏهن ٻن اچن ڪپڙن وارن ڪيس جهلي زمين تي ليٽايو هو ۽ سندس دل ٻاهر ڪڍي صاف ڪري پيهر سيني اندر وجهي ڇڏي هئي. خوف ۽ گمان وڌندو ويو، آخر گهر پهچي پنهنجي گهر واري بيبي خديجہ کي چيائين تہ "مونکي ڍڪ، مون تي ڪنو وجهہ!" ڪجهہ سامت ۾ اچڻ بعد بي بي خديجہ کي ساري ماجرا بيان ڪري ٻڌايائين، جنهن ڪيس آٿت ڏنو ۽ سڌو وڃي پنهنجي عيسائي سوٽ ورقہ بن نوفل سان اهو احوال ڪيائين. ورقہ پيرسن هو ۽ اکين جي بينائي ختم ٿي چڪي هئس، تاهم هي احوال ٻڌي جوش ۾ اچي ويو، ۽ چيائين"مقدس ! انهيءَ ذات جو قسم جنهن جي قبضي ۾ ورقه جو روح آهي، تہ محمد ( صلي الله عليه وسلم) وٽ اهو عظيم "ناموس" آيو آهي، بلڪ اهو جيڪو" موسيٰ" وٽ آيو هوندو. تحقيق محمد ( صلي الله عليه وسلم) هن قوم جو پيغمبر آهي. ڪيس چؤ تہ خاطري ڪري". ناموس يوناني ٻوليءَ جولفظ آهي، جنهن جو مطلب آهي پاڪ مذهبي ڪتاب جو الاهي قانون، هتي ان جو مطلب "وحي"آهي.

بيبي خدجة الڪبريٰ، پنهنجي پيرسن سوٽ مسيحي راهب، ورقه بن نوفل جي راءِ حضرت محمد ( صلي الله عليه وسلم) کي ٻڌائي ۽ پاڻ پيهر "غار حرا" طرف روانا ٿيا ۽ مراقبہ جا ڏينهن اتي مڪمل ڪري پنهنجي دستور مطابق مڪي اچي "بيت الله"جو طواف ڪيو. اتي ورقه بہ موجود هو جنهن ڪانئس اهو سمورو احوال روبرو ٻڌو جيڪو بيبي خديجة الڪبريٰ ڪيس ٻڌايو هو ۽ ساڳي راءِ ڏنائين . مزيد حضرت محمد ( صلي الله عليه وسلم) کي چيائين،' توکي ڪوڙو چوندا ۽ توسان بدتميزي ڪئي ويندي ۽ اهي توکي مڪي مان نيڪالي ڏئي ڇڏيندا ۽ پوءِ اهل مڪہ توهان سان جنگ بہ ڪندا. اي صاحب جيڪڏهن مان انهن موقعن تي جيئرو هوندس تہ

تنهنجي مدد ڪندس". ايئن چئي " ورقه" محبت جي شدت وچان محمد ( صلي الله عليه وسلم) جي پيشانيءَ تي چمي ڏني.

استاد محمد حسين هيڪل جي ذريعن مطابق، جڏهن بيبي خديجة الڪبريٰ، "ورقه بن نوفل"کي محمد ( صلي الله عليه وسلم) جو احوال ٻڌائي ۽ سندس پيغام ڪٺي واپس گهر آئي تہ ان وقت محمد ( صلي الله عليه وسلم) محو خواب هئا. هوءَ پنهنجي عظيم شوهر جي منهن مبارڪ کي محبت جي نظرن سان ڏسڻ لڳي. اچانڪ محمد ( صلي الله عليه وسلم) جي جسم تي لرزو طاري ٿي ويو ۽ جسم مبارڪ زور سان ڏڪڻ لڳو، پيشاني مبارڪ تي پگهر اچي ويو، ۽ ننڊ ٽٽي وئي. اها " وحي" جي ڪيفيت هئي، جنهن ۾ فرشتہ هيٺين آيتن جي تلقين ڪئي: اي چادر ۾ ويڙهيل نينڊي ! اٿي تيار ٿي؛ انهيءَ لاءِ تہ انسانن کي آخرت جي عذاب کان خبردار ڪرين، پنهنجي رب جي وڏائي بيان ڪر ! پنهنجي لباس ۾ پاڪائيءَ جو خيال رک !پاڻ کي هربرائي کان بچائي رکجانءِ ! ڪنهن تي انهيءَ لاءِ احسان نہ ڪجانءِ تہ انهيءَ کان بهتر معاوضو حاصل ڪرين ۽ مصيبت ۾ صبر جو دامن هٿان نہ ڇڏجان ! ( سورة المدثر آيات ۱ کان ۷).

جڏهن "وحي" جو نزول ختم ٿيو تہ محمد ( صلي الله عليه وسلم) پنهنجي رفيقہ حيات کي چيو ( جيڪا کيس آرام ڪرڻ لاءِ چئي رهي هئي) تہ انقضيٰ يا خديجة عهد النوم والراحة....." اي خديجه! ننڊ ۽ آرام جو زمانو ختم ٿي ويو، هن وقت جبرئيل ( الله جي طرف کان) مون کي حڪم ڏنو آهي تہ ماڻهن کي خبردار ڪريان ۽ الله جي طرف راغب ڪريان ۽ سندس بندگي ( جي تلقين ڪريان)، " فماذا ! ومن ذا يستجيب لي؟ پوءِ هي ڇا آهي؟ منهنجي ڪير مڃيندو !" بيبي خديجة الڪبريٰ چيو: " اجهو مان ٿي مڃان".

بيبي خديجة الڪبريٰ جو، سيني کان پهريان، ايمان آڻڻ هڪ فطري ڳالهہ هئي، هوءَ سندس صحبت ۾ ۱۵ سال رهي هئي ۽ کيس محمد ( صلي الله عليه وسلم) جي صداقت امانت ۽ امامت تي ڪامل يقين هو، تاهم ڪعبه ۾ بت پرستي تي مبني ڪاروبار ۾ خصوصي مفاد رکندڙ امير قريش سردار ۽ سندن جنگجو قبيلا، محمد ( صلي الله عليه وسلم) جي اها ڳالهہ

مجڻ لاءِ تيار نہ هئا تہ هو بتن جي عبادت ڇڏي فقط هڪ الله واحد جي عبادت ڪن. جڏهن هي ڳالهہ سندن ڪنن تي پئي تہ انهن هڪدم انهيءَ کي رد ڪيو ۽ چيو تہ محمد ( صلي الله عليه وسلم) چريو ٿي پيو آهي، سندس علاج ڪرايو: ڪانئس پڇيو ويو تہ اوهان تي ڪهڙي طرح وحي نازل ٿو ٿئي؛ پاڻ فرماياٿون، " ڪڏهن گهنڊن وڄڻ جي پڙاڏي طور ۽ انهيءَ ۾ مون کي سخت تڪليف ٿيندي آهي ۽ پڙاڏو تڏهن پورو ٿيندو آهي جڏهن" الهام ختم ٿيندو آهي ۽ مون کي معلوم ٿي چڪو هوندو آهي ۽ ڪڏهن ملائڪ انسان جي شڪل ۾ ايندو آهي ۽ مون سان ڳالهائيندو آهي ۽ جيڪي چوندو آهي، آءٌ انهيءَ کان واقف ٿي ويندو آهيان" ( بخاري جلد ١ ص ٣) . ڪافرن نہ مڃيو ۽ بضد رهيا تہ محمد ( صلي الله عليه وسلم) چريو ٿي پيو آهي.

وحي جو سلسلو جاري ٿيو: " ن والقلم وما يسطرون.........."

نون: ۽ قلم ۽ جيڪي لکن ٿا، تنهن جو قسم ، تون رب جي فضل سان چريو نہ آهين، ۽ بيشڪ تنهنجي لاءِ اڻ کٽ اجر آهي. بيشڪ تون وڏي اخلاق وارو آهين.... پوءِ تون بہ ڏسندين ۽ اهي ڪافر بہ ڏسندا تہ اوهان مان چريو ڪير آهي. ( سورة القلم آيات ٦ ـــ ١) اهو ٻڌي عرب عالم اچي مچريا تہ هڪ اڻ پڙهيل انسان قلم ۽ ڪاتبن جي ڳالهہ ڪيئن ٿو ڪري، سوڪانئس پڇائونس تہ "ن" جي معنيٰ ڇا آهي، "قلم" ڇا آهي، ڪاتب ڪير آهن، جن جو فرشتو قسم کڻي ٿو؟ محمد رسول الله ( صلي الله عليه وسلم) فرمايو: "ن" علامت آهي الله جي قسم جي جيڪو قلم کڻي ٿو، پهرين شيءِ جيڪا الله تبارڪ وتعاليٰ خلقي سو قلم هو، پوءِ تختي خلقيائين ۽ قلم کي حڪم ڪيائن تہ لک، قلم چيو: "ڇا لکان؟" هن ( الله تعاليٰ) چيو: " قيامت جي ڏينهن تائين منهنجي تخليق بابت منهنجو علم" . پوءِ قلم لکيو جيڪي ارشاد ڪيو ويو. (ترمذي ص ٤٤) ڪاتب جن جو قسم کنيو ويو آهي، سي اهي ملائڪ آهن جيڪي "لوح و قلم" جا نگران آهن، اها اڻمٽ لوح ( لوح محفوظ ـ سورة البروج ،آيت ٢٢)، جنهن ۾" قرآن" لکيل آهي" ( ايضا آيت ٢١) ۽ " ام الڪتاب" يعني ڪتاب يا قرآن شريف جو اصل بنياد الله تعاليٰ وٽ آهي: " الله تعاليٰ جيڪا ڳالهہ چاهي ٿو تنهن کي ميساري ٿو ڇڏي ۽ جيڪا چاهي ٿو، تنهن کي قائم رکي ٿو، ۽ ڪتاب جو اصل بنياد

وٽس ٿي آهي ( سورة الرعد، آيت ٣٩).

ڪجهہ عرصي لاءِ وحيءَ جونزول ملتوي رهيو ۽ محمد رسول الله (صلي الله عليه وسلم)کي ڪجهہ پريشاني لاحق ٿي، جيتوڻيڪ ڪيس اڳئي صبر جي تلقين ٿيل هئي، بيبي خديجة الڪبريٰ رضہ پڻ انهيءَ تشويش ۾ شريڪ هئي، " ما اريٰ ربک الا قد قلاک" : تنهنجي رب جا ڏنو جو تو کان ناراض ٿي ويو آهي؟" بيبي پڇيو ۽ حضرت جن سڌو " غار حرا" جو رخ ڪيو: مراقب ٿي الله تعاليٰ طرف توجہ ڪري عاجزيءَ سان سوال ڪياٿون:"لم قلاه، بعد ان اصطفاه"جا مونکي پسند ڪري پوءِ رسي وئين ! " پوءِ بہ ڪافي عرصو گذريو ۽ صبر جو امتحان جاري رهيو. سوانح نگارن ياس ۽ تمنا جا طرحين طرحين قصا رقم ڪيا آهن. اسانجي مطالع خاطر "وحيءَ جي تجديد" متعلق سورة الضحيٰ جو نزول غور طلب آهي: " انهيءَ خاص ضحيٰ ( پهر ڏينهن چڙهڻ جو وقت، گهٽي روشنيءَ جو وقت، روز روشن) جو قسم ۽ رات جو قسم جيڪا ( انهيءَ روشنيءَ کي) ڍڪي ٿي ڇڏي، تہ تنهنجي رب نہ توکي ڇڏيو آهي نہ (توکان) بيزار ٿيو آهي ۽ بيشڪ تنهنجي پڇاڙي تنهنجي اڳياڙي کان ڀلي ٿيندي ۽ تنهنجو رب توکي اهو ڪي ڏيندو جنهن مان تو خوش ٿيندين: ڇا توکي يتيم نہ ڏنائين پوءِ توکي ( پاڻ وٽ) جاءِ ڏنائين ۽ توکي بيخبر ڏنائين پوءِ توکي ( صحيح) راهہ ڏيکاريائين ۽ ڏنائين تہ تون مسڪين آهين پوءِ توکي غني ( غير ضرورت مند) ڪيائين. پوءِ جيڪو يتيم هجي ان تي سختي نہ ڪجانءِ ۽ جيڪو سوالي هجي انهيءَ کي ڇڙٻ نہ ڏجانءِ، ۽ رب جي نعمت بيان ڪندو رهجانءِ".( سورة الضحيٰ،آيات ١١ــ ١).

دل جا وهم گمان سڀ دور ٿي ويا ۽ الله جي نعمت بيان ڪرڻ جي تمنا بيدار ٿي: خير جو ڪم گهر کان شروع ٿيو: عزيز و اقارب سان الله جي پيغام بنسبت سلسلہ ڪلام شروع ٿيو. ليڪن ان کي مخفي رکڻ جي صلاح بيني، تاهم حق ڪيستائين مخفي رهي سگهي ٿو: هڪ ڏينهن مڪي جي هڪ پهاڙيءَ تي، حضرت جبرئيل عليه السلام وارد ٿيو ۽ پنهنجي کڙيءَ سان ٺاڪرو زمين تي لت هنيائين، جنهن سان اتان هڪ چشمو ڦوهارو ڏئي ڦاٽي پيو، پوءِ انهيءَ پاڻيءَ سان "وضو" ڪيائين. محمد رسول الله ( صلي الله

عليه وسلم) ٻہ ايئن ڪيو. پوءِ حضرت جبرئيل، حضور صلي الله عليه وسلم
کي نماز جا آداب، نيت، قيام، رڪوع، سجده وغيره سڀ سيکاريا ۽ ان
جي مشق ڪرائي. گهر اچي، حضور جن ( صلي الله عليه وسلم) بيبي
خديجة الڪبريٰ کي نماز سيکاري ۽ ٻئي پنهنجي گهر ۾ لڪي نماز پڙهندا
رهيا. هڪڙي ڏينهن حضرت علي سائينءَ کين نماز پڙهندي ڏسي ورتو. نماز
ختم ٿي تہ پڇيائين : "اوهين ٻئي ڪنهن جي اڳيان سجدو ڪري رهيا هئا؟"
ڇاڪاڻ تہ اڳيان ڪو بت يا ڪا معتبر جاءِ ( بيت الله ) نہ هئي. حضور
(صلي الله عليه وسلم) فرمايو:" اي علي ! اسان هي سجدا انهيءَ الله
(تعاليٰ) جي اڳيان ڪري رهيا هئاسين، جنهن مون کي نبوت عطا ڪئي آهي
۽ حڪم ڪيو اٿس تہ انسانن کي سندس طرف سڏيان: اي علي ! الله وحده
لاشريڪ جي عبادت ڪر ! منهنجي نبوت تي ايمان آڻ."لات" ۽ "منات" ۽
اهڙين ٻين بتن جي عبادت کان ڪناره ڪش ٿي!" حضرت علي رضہ (ڪرم
الله وجهہ) جي ان وقت عمر ڏهہ سال هئي. هن چيو تہ "مون کي ايتري
مهلت ڏيو جومان پنهنجي والد صاحب کان پڇي وٺان." پوءِ اها رات
اضطراب ۾ گذاري، صبح جو نماز ۾ اچي شريڪ ٿيو ۽ چيائين "هن معاملي
۾ مونکي پنهنجي والد صاحب کان اجازت وٺڻ جي ضرورت نہ آهي: لقد
خلقني الله من غيران يشاور ابا طالب، فما حاجتي اليٰ مشاورته لاعبدالله !"
يعني الله تعاليٰ مونکي ابو طالب سان مشوره ڪرڻ بغير پيدا ڪيو، مونکي
ڪهڙي ضرورت پئي آهي جوهن سان الله جي عبادت ڪرڻ متعلق مشوره
ڪيان. اهڙي ريت حضرت علي سائين ڏهن سالن جي عمر ۾ مسلمان ٿيو ۽
زيد بن حارث کي بہ مسلمان ڪيائين. وڏو مسئلو قريش قوم جي مسلمان
ٿيڻ جو هو. انهيءَ قوم ۾ هڪ شخص تجارت، علم ۽ سخن گوئيءَ ۾
مشهور هو ۽ خوش قسمتيءَ سان اهومحمد رسول الله ( صلي الله عليه
وسلم) جو جگري دوست بہ هو: سندس نالو عبدالڪعبہ( يعني ڪعبہ جو
ٻانهو) هو، جيڪو بعد ۾ حضرت ابوبڪر صديق رضہ جي نالي سان مشهور
ٿيو. قريش سردارن ۾ محمد رسول الله ( صلي الله عليه وسلم) جي تحريڪ
کي ختم ڪرڻ بابت مشورا جاري هئا، جڏهن حضرت ابو بڪر صديق رضہ
تجارتي سفر کان واپس موٽيو، تڏهن قريش سردار،ابو جهل، عتبه،شيبه، ۽

ڪي ٻياوتس آيا ۽ چيائون "ابو طالب جو يتيم ٻاٽيو نبوت جي دعويٰ ڪري ٿو، سندس انسداد لاءِ اسين اوهان جا منتظر هئاسين". حضرت ابوبڪر رضہ هڪ سياڻو انسانُ هو.ڪنهن حتمي فيصلي ڪرڻ بجاءِ ،قريش سردارن کي رسمي گفتگو ۾ اهڙو محو ڪيائين جو اصل مسئلو وساري، آخر اٿي ڪڙا ٿيا. ڪانئن موڪلائي، حضرت ابو بڪر صديق رضہ سڌو، حضرت محمد رسول الله (صلي الله عليه وسلم) وٽ پهتو ۽ بغير بحث مباحثہ،حضور ( صلي الله عليه وسلم) جي هٿ تي بيعت ڪيائين . انهيءَ شام حضرت سعد بن ابي وقاص بہ بيعت ڪري مسلمان ٿيو.

ايمان جو قافلو ڪعبہ ڏانهن وڌڻ لڳو ۽ بتن جا پوڄاري وڌيڪ مشتعل ٿيا. هڪ ڏينهن حضور ( صلي الله عليه وسلم) کي ڪعبہ ۾ پڪڙي پڇيائونس: تون اهو شخص آهين، جيڪو اسانجي معبودن ( بتن) جي توهين ڪري ٿو؟ پاڻ فرمايائون "بيشڪ". تنهن تي سيئي اچي مٿس ڪڙڪيا ۽ ڏڪ هڻندا چوندا رهيا: " اتجعل آلهة الله واحد؟ " ڇا تون سيني معبودن کي ملائي هڪ الله ڪري ڇڏيندين ! انهن مان هڪڙي وڃي حضرت ابوبڪر صديق رضہ کي طنز ڪندي چيو " ادرڪ صاحبڪ" ! . پنهنجي دوست جي وڃي خبر لهہ ! هو ڊوڙندو آيو ۽ بدمعاشن کي هٽائيندو چوڻ لڳو " ويلڪم ! " . حيف آهي توهان تي " اتقتلون رجلا" ڇا اوهين انهي شخص کي قتل ڪندا" ان يقول ربي الله .، جيڪو چوي ٿو تہ منهنجو رب الله آهي." وقد جاءَڪم بالبينات من ربڪم" ۽ هن توهان جي رب وٽان روشن دليل بہ آندا آهن ! " قريش ويتر طيش ۾ اچي ويا ۽ حضرت ابوبڪر رضہ کي بہ مارڻ شروع ڪيائون ۽ حضرت ابوبڪر رضہ چوندو رهيو : تبارڪت يا ذوالجلال والاڪرام: " اي عزت ۽ جلال جا صاحب ! تنهنجي ذات برڪت واري آهي." جڏهن بنو تيم قبيلي وارن کي خبر پئي تہ سندن سردار کي قريش ماري رهيا آهن، تڏهن انهن اچي الله جي هنن ٻن سچن ٻانهن ۽ دوستن جي ڪافرن کان جند ڇڏائي. ليڪن بنوتيم قبيلي وارا پنهنجي سردار کان باغي ٿي ويا. هنن چيو تہ " يا قبيلي مان خارج ٿي مڪوڙيڌي وڃ يا محمد (صلي الله عليه وسلم) جي پچر ڇڏ ! " حضرت ابوبڪر صديق رضہ ٻهرين ڳالهہ قبول ڪئي ۽ سرداريءَ يا قبيلي جي طرفان حفاظت جي ضمانت خاطر

ايمان جو سودو نہ ڪيائين . حضور صلي الله عليه وسلم سندس نالو عبدالڪعبه مان بدلائي عبدالله رکيو ۽ ڪيس عتيق جو خطاب عطافرمايو، جنهن جو مطلب هو قبائلي تعصب ۽ بت پرستيءَ کان آزاد ٿي ويل. حضرت ابوبڪر رضہ مڪہ شهر ڇڏي يمن طرف راهي ٿيو. پنج منزلون طي ڪرڻ بعد " برک الغماد" جي مقام وٽ، قريش قوم جي هڪ قبيلي " بنوزهره" جي حليف قبيلي "بنو قاده" جي سردار " ابن الدغنه"ڪيس باعيال سفر ڪندي ڏٺو ۽ سبب پڇيو. ابوبڪر رضہ چيو " منهنجي قبيلي مون کي ڪڍي ڇڏيو آهي. هاڻي پرديس ۾ وڃي الله جي عبادت ڪندس." ابن الدغنه چيو: " توهان جهڙو انسانُ، جيڪو بيواهن جو واهرو، مصيبت جي مارين جو همدرد، مهمان نواز............ نہ پنهنجو گهرُ ڇڏيندو ۽ نہ (مڪي مان) ڪڍيو ويندو ! آءٌ توهان کي تحفظ ڏيان ٿو." قريشن ابن الدغنه جي تحفظ جي ضمانت انهيءَ شرط تي قبول ڪئي تہ ابوبڪر رضہ پنهنجي الله جي عبادت پنهنجي گهر اندر ڪندو. اعلانيہ نہ عبادت ڪندو ۽ نہ (قرآن شريف جي نازل ٿيل آيتن جي) تلاوت ڪندو. ورنہ اسان کي خوف آهي تہ اسان جون عورتون ۽ اسان جا نوجوان فساد ۾ مبتلا ٿي ويندا" "ابن الدغنه" ضمانت ڏني ۽ حضرت ابوبڪر رضہ مڪي ۾ پنهنجي گهر رهڻ لڳو. انهن ڏينهين رسول الله صلي الله عليه وسلم کي "وحي" ذريعي حڪم مليو : " فاصدع بما تؤمرون واعرض عن المشركين" ( سورة الحجر آية ۹۴): يوءِ جيڪو توکي حڪم ڏنو ويو آهي سو پڌرو ڪر ۽ شرڪ ڪرڻ وارن کان پاسيرو ٿي انهن جي پرواهہ نہ ڪر! هي عام تبليغ جو حڪم هو، جيڪو گهر ۾ ويهي پورو ٿي نہ ٿي سگهيو. حضرت ابوبڪر رضہ پنهنجي گهر جي ٻاهران هڪ ننڍڙي مسجد ناهي ان ۾ ظاهر ظهور نمازپڙهڻ ۽ تلاوت ڪرڻ شروع ڪئي. قريش مڪہ جو انديشو صحيح ثابت ٿيو، عورتون ۽ نوجوان حضرت ابوبڪر رضہ جي خوش الحان ۽ رقعت آميز تلاوت ٿي، انهيءَ ننڍڙي مسجد جي چوگرد جمع ٿي ويندا هئا. هنن " ابن الدغنه" کي گهرايو، جنهن اچي معاملو رفع ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ليڪن حضرت ابوبڪر رضہ ڪيس چيو ، "ارد اليک جوارک،وارضيٰ بجوار الله" اوهان پنهنجي امان واپس وٺو، ۽ مان الله جي امان تي راضي آهيان.

تبليغ جو واضح حڪم نبوت جي چوٿين سال نازل ٿيو، ٽي سال درپرده تبليغ جاري رهي. حضرت ابوبڪر رضہ جي تبليغ سان حضرت عثمان بن عفان، عبدالرحمان بن عوف، طلحہ بن عبيد، سعد بن ابي وقاص،زبير بن العوام ۽ ڪجهہ وقفي بعد ابو عبيده بن جراح ( رضي الله عنهم) ۽ مڪي کان ٻاهر رهندڙ بي شمار ماڻهن ايمان آندو. تاهم رسول الله صلي الله عليه وسلم جا عزيز و اقارب انهيءَ نعمت کان محروم رهيا؛ وحي نازل ٿيو تہ "پنهنجي رشتيدارن کي آخرت جي عذاب کان خبردار ڪر ، ۽ پنهنجي مؤمن پيروڪارن سان سهٽو سلوڪ جاري رک، ۽ جيڪي ماڻهو تنهنجي چئي تي عمل نہ ڪن تہ انهن کي چئُہ تہ توهان جيڪي عمل ڪيو ٿا، تن لاءِ مان ذميدار نہ آهيان." ( سورة الشعراءِ آيات ٢١٦ ـ ٢١۴)الاهي حڪم جي پيرويءَ ۾ رسول الله ( صلي الله عليہ وسلم) پنهنجي سيني قرابت دار عزيزن جي دعوت طعام جو انتظام ڪيو ۽ ڪين مخاطب ٿي فرمايو: " ما اعلم انسانا في العرب.........." مون کي عرب ۾ ڪو اهڙو انسان نہ ٿو سجهي جيڪو اڄ تائين مون کان بهتر پيغام کڻي آيو هجي. هي پيغام دنيا ۽ آخرت ٻنهي لاءِ رهنمائي ڪري ٿو. انهيءَ پيغام ۾ "الله" ( تعاليٰ) مون کي حڪم ڪيو آهي تہ توهان کي ڏانهنس اچڻ جي دعوت ڏيان. پوءِ اوهان مان ڪير هن حڪم جي تعميل لاءِ منهنجي مدد ڪندو؟......... " فايكم يوازرني عليٰ هذاالامر"؟ حضرت علي رضہ ( ڪرم الله وجهه) جيڪو اڃا بالغ بہ نہ ٿيو هو، رڙ ڪري چيو: " انا يا رسول الله عونک . انا حرب عليٰ من حاربک." مان يا رسول الله تنهنجي مدد ڪندس. توسان جيڪو وڙهندو تنهن سان وڙهندس. قريش مٿس کلڻ لڳا. " ابولهب" تہ دوران خطاب ڪاوڙ جي ۽ ڪجهہ ٻين کي بہ برغلائي وٺي ويندو رهيو. بنوهاشم جا باقي افراد علي رضہ جو مذاق اڏائيندا، کيس ۽ حضرت ابوطالب کي منهن ۾ ڏسندا اٿي کڙا ٿيا ۽ پنهنجي گهرن ڏانهن روانا ٿي ويا.

انهيءَ بيسود ڪوشش بعد، بنو هاشم کان علاوه ڪل قريش قوم کي حق جي دعوت ڏيڻ لاءِ، هڪ ڏينهن حضرت محمد رسول الله صلي الله عليه وسلم " صفا" جي ٻهاڙي تي چڙهي، بلند آواز سان " يا قريش ! يا قريش !" پڪارڻ لڳو. گهڻائي اچي گڏ ٿيا. انهن کي فرمايائون تہ " جيڪڏهن مان

اوهان کي چوان تہ هن پهاڙيءَ جي پٺيان هڪ وڏو لشڪر لڪو ويٺو آهي تہ ڇا اوهين منهنجي انهيءَ خبر کي سچ سمجهندؤ؟ " سيني چيو." ها اسين اوهان جي ڳالهہ کي صحيح سمجهنداسين، ڇاڪاڻ تہ اوهان ڪڏهن ڪوڙ نہ ڳالهايو آهي"اهو ٻڌي فرمائڻ لڳا: " فاني نذير لکم....... " پوءِ مان اوهان کي خبردار ڪرڻ گهران ٿو، انهيءَ کان اڳ ۾ جو اوهان تي عذاب نازل ٿئي. اي بني عبدالمطلب ! اي بني عبدالمناف ! اي زهرة ! اي بني تيم ! اي بني مخزوم ! اي بني اسد ! " ان الله امرني ان انذر عشيرتي الاقربين" تحقيق الله مون کي حڪم ڪيو آهي تہ مان پنهنجي عزيزن قريبن کي( آخرت جي عذاب کان ) خبردار ڪريان. " اني لااملک لکم من الدنيا منفعة ولا من الاخرت نصيبا الا ان تقولوا "لااله الا الله" . جيڪڏهن اوهين ائين نہ چوندا تہ الله کانسواءِ ٻيو ڪوبہ عبات جي لائق نہ آهي، تہ مان نہ دنيا ۾ اوهان کي ڪو فائدو پهچائي سگهندس ۽ نہ آخرت ۾ مون مان اوهان کي ڪجهہ نصيب ٿيندو. ابولهب اهوٻڌي تپي باهہ تي ويو ۽ چيائينس:" تبالک سائر هذا اليوم ! الهذا جمعتنا؟" اج ڏينهن کان تنهنجي لاءِ سدائين بربادي هجي. ڇا انهيءَ لاءِ تو اسان سيني کي سڏي هتي جمع ڪيو آهي؟" قريش ويندا رهيا ۽ وحي ان وقت نازل ٿيو " تبت يدا ابي لهب........... ابو لهب پاڻ سدائين لاءِ تباهہ ٿي ويو. سندس مال ۽ ڪسب ڪنهن ڪم نہ ايندس جلد اهڙي باهہ لڳندس، جنهن جاالاجسم ساڙي ڇڏيندا ۽ سندس زال جيڪا ڪانيون (عيب جوئي) ڪندي آهي، انهيءَ جي ڳچي ۾ ڪاٻارجو رسو هوندو." (سورة اللهب آيات ۵ ـ ۱).

بيبي خديجة الڪبريٰ جو ڏن دولت اسلام جي تبليغ لاءِ وقف هو، ليڪن قريش ڪافرن وٽ مال دولت جي ڪثرت هئي. انهيءَ خوشحاليءَ جي حالت ۾ جيئن ابراهيم عليه السلام کي تنبيهہ ڪئي وئي هئي، تيئن حضرت محمد رسول الله ( صلي الله عليه وسلم)کي ٻڌ ارشاد ٿيو: تہ پنهنجي عزيزن کي چو تہ " الهڪم التڪاثر حتيٰ زرتم المقابر........... " توهان سيني کي ڪثرت مال ( حرص جي زيادتيءَ) غافل ڪيو آهي، اينري تائين جو قبر پيڙا تي ويا آهيو، ايئن ناهي ( جيئن اوهان سمجهو ٿا، يعني موت کانپوءِ ڪجهہ ناهي،) اوهان کي معلوم ٿي ويندو، مقرر تہ ايئن ناهي، اوهان کي

معلوم ٿي ويندو. ايئن نہ هجي ها جيڪڏهن يقين رکو ها. قسم سان اوهين ضرور دوزخ کي ڏسندا. وري ان کي يقين سان ڏسندا. وري ان ڏينهن اوهان کان ( الله تعاليٰ جي ڏنل نعمتن بابت) پڇاڻو ٿيندو". ( سورة التکاثر، آيات ۸ - ۱)

اها تنبيهہ اهل ثروت قريش اميرن ۽ مکي جي ماڻهن کي پهچائي وئي. هنن مان خود ساختہ عالمن، محمد ( صلي الله عليه وسلم) کي سچو رسول مڃڻ لاءِ ست شرط رکيا: (۱) " صفا" ۽ " مروه" جا پهاڙ سونا ٿين، (۲) وحي جو متن تحريري صورت ۾ اسان جي سامهون نازل ٿئي، (۳) "جبرئيل" (عليہ السلام) ملائڪ جنهن سان هو ڪلام ٿيڻ جي دعويٰ ڪئي وڃي ٿي، اهو اسان جي روبرو گفتگو ڪري، (۴) مردن کي جيئرو ڪري ڏيکارجي ( جيئن حضرت عيسيٰ عليہ السلام ڪندو هو)، (۵) مکي جي چوگرد بيٺل جبل ڪٽائي پري ڌڪيا وڃن تہ مکي جو عوام کليل هوا ۾ ساهہ کڻي سگهي،(٦) مکي جي چئني طرفن کان اهڙا چشما ڦٽي پون جن جو پاڻي آب زمزم کان زياده خوشگوار هجي ۽ ( ۷) تجارت جي ترقي خاطر شين جا اگهہ روزانہ الله ( تعاليٰ) کان پڇي ٻڌايا وڃن. حضور صلي الله عليه وسلم اهڙن عجيب مطالبن تي فقط تبسم فرمايو، تاهم سندس رهبري لاءِ سنت وحي نازل ٿيو تہ مطالبا پيش ڪندڙ کي کهڙو جواب ڏجي: " قل لااملک لنفسي نفعا ولا ضرا الا ماشاءَ الله ......" چئو تہ مان خود پنهنجي نفعي نقصان تي قادر نہ آهيان، سواءِ انهيءَ جي جيڪا الله جي مرضي هجي ( يعني اهوئي ٿئي ٿو جيڪي الله چاهي ٿو) . جيڪڏهن مون کي غيب جو علم هجي ها تہ ضرور پنهنجي لاءِ گهڻا نفعا ڪمايان ها ۽ (زندگيءَ ۾ ) ڪوئي عذاب يا تڪليف نہ ڏسان ها. مان سواءِ انهيءَ جي ڇا آهيان تہ ايمان واري قوم لاءِ خبردار ڪندڙ ۽ خوشخبري ڏيندڙ آهيان، (سورة الاعراف، آيت ۱۸۸) خود ساختہ عالمن جاهل عوام کي چيو تہ ڏسو هي بهانا ٿو بنائي، هي سچو رسول نہ آهي. مکي وارن گڏجي رسول الله (صلي الله عليہ وسلم) تي طرحين طرحين الزام لڳايا ۽ ڪيس گهڻ وڏ ڳالهايو. تڏهن وحي نازل ٿيو : " واصبر عليٰ مايقولون واهجرهم هجرا جميلا" جيڪي چون ٿا تنهن تي صبر ڪر ۽ انهن کان سهڻي نموني جدائي

اختيار ڪر. ( سورة المزمل، آيت ١)

قريش اهاخوشگوار بيرخي بہ برداشت ڪري نہ سگهيا ۽ وفد ٺاهي، حضرت ابو طالب وٽ ويا تہ پنهنجي ڀائٽي کي باز رک ۽ هن مصلحانہ انداز ۾ کين ٻڌي رخصت ڪيو، ليڪن جڏهن محمد رسول الله ( صلي الله عليه وسلم) مسلسل تبليغ جاري رکي ۽ مسلمانن جو تعداد وڌڻ لڳو تہ هو سڀئي گڏجي ٻيهر حضرت ابو طالب جي گهر پهتا ۽ کيس ڌمڪائي چوڻ لڳا: " يا ابوطالب ! اسان ۾ تنهنجي اعليٰ ۽ معزز حيثيت آهي ۽ اسان توکي چيو هو تہ پنهنجي ڀاءُ جي پٽ کي باز رک، پر تو ائين نہ ڪيو آهي. خدا جو قسم اسان پنهنجي ابن ڏاڏن جي بيعزتي برداشت نہ ڪنداسين، يا پنهنجي طور طريقن جي تذليل نہ سهنداسين ۽ پنهنجي خدائن ( بتن) جي بيحرمتي ٿيڻ نہ ڏينداسين. يا تون هن کي باز رک يا اسين توهان ٻنهي سان وڙهنداسين." هو چوهہ چنديندا ويندا رهيا ۽ سخت پريشاني جي حالت ۾ حضرت ابو طالب پنهنجي ڀائٽي کي طلب ڪيو:" اي منهنجي ڀاءُ جا پٽ ! مون کي معافي ڏي ۽ پنهنجو سر بچاءِ. منهنجي مٿان ايڏو بار نہ وجهہ جيڪو مان برداشت ڪري نہ سگهان". سر بچاءِ ۽ سرچاء ڪرڻ جون ڳالهيون ٻڌي، حضور جن (صلي الله عليه وسلم) فرمايو: " يا عم ! والله ! لو وضعوا الشمس في يميني والقمر في يساري عليٰ ان اترک هذا الامر حتيٰ يظهره الله اواهلک في ما ترکته"يعني ، چاچا سائين ! الله جو قسم، جيڪڏهن هو سج منهنجي ساڄي هٿ تي ۽ چنڊ منهنجي کاٻي هٿ تي، انهيءَ لاءِ رکن تہ مان اهو امر (اسلام جي تبليغ جو حڪم) ترڪ ڪيان، انهيءَ کان اڳ جو الله ان کي ظهور بخشي تہ ائين نہ ڪندس چاهي منهنجي جان چونہ هليٰ وڃي". ( ابن اسحاق ص ١٦٨، لنگس ص ٥٢). ائين چئي، آبديده ٿي اٿي هلڻ لڳو تہ حضرت ابو طالب کيس جهلي چيو : " اي ڀائٽيا وڃ ۽ جيڪي وڻئي سو وڃي چئہ. الله جو قسم مان ڪنهن بہ حالت ۾ توتان ( تنهنجي حفاظت تان) دستبردار نہ ٿيندس." تبليغ بند نہ ٿي ۽ عوام ڪثرت سان ايمان آڻڻ لڳو، مٿان حج جو موقعو اچڻو هو، جنهن تي سڄي عربستان جا قبيلا اچي ڪٺا ٿيندا ۽ جڏهن انهن ۾ محمد رسول صلي الله عليه وسلم تبيلغ ڪرڻ لڳندو تہ ڪن قبيلن جي ماڻهن کي قائل ڪري ويندو ۽ ڪي ماڳهين ايندڙ سال حج

تي نہ ايندا، بت پرستي ترڪ ڪري ڇڏيندا ۽ حج جي تجارت کي وڏو ڌڪ رسندو. محمد ( صلي الله عليه وسلم) کي قتل ڪري ڇڏڻ بہ آسان نہ هو ڇاڪاڻ تہ سندس چاچي حضرت ابو طالب جي امان هيٺ هو ۽ حضرت ابوطالب بنو هاشم قبيلي جو سردار هو. اها ڳالهہ ڪا ستري ڳالهہ نہ هئي. بني مخزوم قبيلو ان وقت مڪي شهر ۾ وڏيڪ طاقتور هو. انهيءَ جي سردار وليد بن مغيره سان صلاح ڪئي وئي تہ محمد ( صلي الله عليه وسلم) تي ڪهڙي قسم جو عيب مڙهيون جو ٻاهريان ماڻهو ( حاجي) سندس ڳالهہ نہ ٻڌن: فالون وجهي اڳ ڪٿي ڪندڙ آهي ( مصنوعي نجومي آهي) يا غيبات جو اثر اٿس، يا شاعر آهي؟ وليد وڏيڪ سياڻو هو، هن سوچيو تہ محمد (صلي الله عليه وسلم) جي تبليغ سبب پاءُ پاءُ ڪان پيءُ پٽ ڪان زال مڙس ڪان مطلب تہ جاني جدا تي ويا آهن، تنهن ڪري مشهور ڪجي تہ محمد (صلي الله عليه وسلم) جادوگر آهي، جيڪو جادو جي زور تي جاني جدا ڪندو آهي، هن ڪان پڇي پاسو ڪريو. انهيءَ غرض سان مڪي شهر ڏانهن ايندڙ سيني رستن تي ماڻهو بيهاريا ويا جيڪي حج لاءِ ايندڙ قبيلن کي هن مصنوعي خطري کان آگاهہ ڪندا رهيا: انهن قبيلن ۾ بني غِفار قبيلي جو هڪ شخص " ابوذر" فقط انهيءَ ارادي سان اچي رهيو هو تہ اهو نبي ڏسان جيڪو واحد الله جي عبادت ڪرڻ جي تلقين ڪري ٿو ۽ سندس قبيلي ڪيس ڪدي ڇڏيو آهي. اها خبر سندس ڀاءُ "انيس"ڪيس ٻڌائي هئي، جڏهن هو ڪنهن ڪم سانگي مڪي مان تي موٽي آيو هو ۽ حضرت ابوذرغفاري اڳئي بتن جي پوڄاڪي ڪونہ مڃيندو هو ۽ هڪ الله ۾ سندس اعتقاد هو، جيتوڻيڪ پنهنجي قبيلي جي اڪثر جوانن وانگر رهزني تي گذرسفر ڪندو هو.

بغير تڪليف حضرت ابوذر غفاري رضہ حضرت محمد رسول الله عليه وسلم جو گهر ڳولي لڌو، ليڪن پاڻ آرامي هئا. حضرت ابوذر رضہ ڪين اٿاري، سلام ڪيو. حضور جن صلي الله عليه وسلم فرمايو، " توهان تي الله جي سلامتي هجي !" ابوذر رضہ چيو " پنهنجو ڪو تازو ڪلام ٻڌايو."حضور صلي الله عليه وسلم فرمايو: " مان شاعر نہ آهيان تاهم قرآن پڙهي ٻڌا ئيندو آهيان ۽ اهو مان نہ چوندو آهيان، پر الله جو ڪلام آهي،

جيڪو آءٌ ٻڌائيندو آهيان.” ابوذر رضہ چيو ” مون کي ٻڌايو!” حضور صلي الله عليہ وسلم هڪ سورة مان تلاوت ڪئي جيڪا ٻڌي ابوذر رضہ چيو ”اشهد ان لااللہ الا الله و اشهد ان محمد رسول الله”. حضور صلي الله عليه وسلم سندس قبيلي جو نالو پڇيو ۽ معلوم ڪري ڪيس مٿي ڪان هيٺ تائين ڏٺو ۽ فرمايو ” تحقيق الله جنهن کي چاهي تنهن کي هدايت بخشي”. ( ابن سعد) بني غفار هڪ مشهور ڌاڙيل قبيلو هو.حضرت ابو ذر غفاري رضہ انهن مان گهڻن کان حضور جن صلي الله عليہ وسلم لاءِ بيعت ورتي ۽ کين مسلمان ڪيو، تاهم پاڻ ۽ سندن قبيلي وارا پنهنجي آبائي رهزني جي پيشي ۾ مشغول رهيا، البت هاڻي سندن شڪار فقط قريشن جا تجارتي قافلا هئا. حضرت ابوذر رضہ قافلو لٽي پوءِ آچ ڏيندو هو، ” جيڪڏهن اوهان محمد (صلي الله عليه وسلم) تي ايمان آڻيو تہ پنهنجو مال موٽائي وٺي سگهو ٿا.” بني غفار قبيلي جو علائقو بحر احمر ( ڳاڙهي سمنڊ) جي ساحل سان ”مڪي” شهر جي اتر اولهہ ۾ هو.

هڪ ٻئي قبيلي بني ضاص جو هڪ شاعر طفيل، ڪنن ۾ ڪپهہ وجهي ڪعبة الله ۾ حج پڙهڻ آيو. هن کي ٻڌايو ويو هو تہ محمد ( صلي الله عليہ وسلم) پنهنجي آواز ذريعي جادو ڪندو آهي، اتي محمد ( صلي الله عليه وسلم) بہ پنهنجي مخصوص جاءِ حجر اسود ۽ يمني ڪنڊ جي وچ تي، جيروسلم ( بيت المقدس) ڏانهن منهن ڪري بيٺو هو ۽ قرآني آيتون بلند آواز سان پڙهي رهيو هو. طفيل جي ڪنن ۾ ڪپهہ هئي، تاهم ڪجهہ جهيٽو آواز ڪيس ٻڌڻ ۾ آيو ٿي، هن سوچيو تہ مان خود هڪ شاعر آهيان، غلط صحيح ڳالهہ سمجهي سگهان ٿو، پوءِ ڇونہ هن جي ڳالهہ ٻڌان. سو جڏهن حج جو اجتماع ختم ٿيو تہ حضور جن (صلي الله عليہ وسلم) جي پٺ ورتائين.سندس گهر پهچي کين عرض ڪيائين ”..........مون کي سچ ٻڌايو،اوهين ڪير آهيو؟” جڏهن حضور صلي الله عليہ وسلم جي نبوت ۽ اسلام جي حقيقت معلوم ٿيس تہ هڪدم ايمان آندائين ۽ واپس وڃي پنهنجي قبيلي ۾ تبليغ ڪيائين، ليڪن سواءِ سندس ماءُ پيءُ جي ٻئي ڪنهن ايمان نہ آندو. واپس اچي حضور جن کي عرض ڪيائين تہ ”منهنجي قبيلي وارن کي بددعا ڏيو تہ هو ناس ٿي وڃن، جو حق جي ڳالهہ نہ ٿا ٻڌن.”

حضور صلي الله عليه وسلم فرمايو: "اوهين پنهنجي قبيلي وارن ڏانهن موٽي وڃو، ڪين اسلام جي دعوت ڏيو ۽ انهن سان نرميءَ جو سلوڪ ڪريو." (ابن اسحاق ص ٢٥٤ ـ ٢٥٢) خود ساڻن پنهنجي قبيلي وارا بيحد بيرحمي ۽ عقوبت جو سلوڪ ڪري رهيا هئا.جنهن جي تفصيلات ۾ وڃڻ مانع ادب آهي، تاهم تاريخ جا تمام ڪتاب انهن واقعن سان ڀريا پيا آهن.

"مڪہ" شهر جي اتر طرف تقريبا ٣٠٠ ميلن جي مفاصلي تي هڪ قديم آبادي "يثرب" جي نالي مشهور هئي: اهو نالو حضرت نوح جي قوم مان هڪ سردار جو هو. انهيءَ بستيءَ جا پهريان آبادڪار " عماليقہ" هئا جيڪي عملاق بن افخشد بن سام بن حضرت نوح عليه السلام جي نسل مان هئا. عماليقہ ٣٢٠٠ ق ـ م کان ٦٠٠ ق ـ م تائين مصر جا حڪمران رهيا. انهي بعد هتي اچي آباد ٿيا. حضرت موسيٰ عليه السلام جي وفات بعد حضرت هارون عليه السلام هتي آباد هو. رومين جي ظلم کان"شام" مان هجرت ڪري " بنوقريظہ" ۽ " بنو نضير" ٻہ قبيلا هتي اچي آباد ٿيا هئا. جن جي نسل مان " بنو اوس" ۽ " خزرج" جا ٻہ قبيلا، حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جي زماني ۾ يثرب ۾ آباد هئا ۽ ڪجهہ پاڙيسري يهودي قبيلن سان سندن الحاق هو. جڏهن ڪين معلوم ٿيو تہ مڪي ۾ هڪ عرب نبي پيدا ٿيو آهي جيڪو واحد الله جي عبادت جي تلقين ڪري ٿو تہ اهاهنن لاءِ ڪا عجيب ڳالهہ نہ هئي، ڇاڪاڻ تہ يهودي عالمن کان هنن " وحدانيت" متعلق اڳئي گهڻو ڪجهہ ٻڌو هو. يهودين جي هڪ ربيع "ابن الحيبان" انهي سال وفات ڪئي، جنهن سال نبوت محمد جو آغاز ٿيو. مرڻ وقت هوچئي رهيو هو، " اي يهوديو ! اوهانجي خيال ۾ اها ڪهڙي ڳالهہ هئي، جنهن مون کي پنهنجو مانيءَ ۽ شراب وارو ملڪ ( شام) ڇڏي هن بک ۽ سختيءَ جي ملڪ ( عربستان) ۾ هجرت ڪري اچڻ لاءِ مجبور ڪيو هو؟ "هنن چيو " اوهين بهتر ڄاڻندا هوندا." تنهن تي هن چيو ، " مان هن ملڪ ۾ هڪ پيغمبر جي اچڻ جو انتظار ڪرڻ آيو هوس، جنهن جو وقت قريب آهي. هو هن ملڪ ۾ هجرت ڪري ايندو، مونکي اميد هئي تہ هو وقت سر اچي ويندو جو مان هن جي پيروي ڪندس. توهان وٽ هن جي اچڻ جو وقت ويجهو اچي رهيو آهي". ( ابن اسحاق ايضا – ص ١٣٦) اهو ٻڌي يثرب

جي يهودي نوجوانن ۾ اشتياق پيدا ٿيو ۽ جڏهن اها ڳالهه بنو اوس ۽ بنو خزرج قبيلن ۾ پهتي ته اهي به محمد ( صلي الله عليه وسلم) جي زيارت لاءِ مشتاق ٿيا.

عربن ۽ يهودين جي سوچ ۾ فرق هو: عرب " محمد رسول الله " ته مڃڻ لاءِ تيار هئا. بلڪ هو ڪيس بادشاهه بنائڻ لاءِ به تيار هئا. ليڪن پنهنجي قومي ۽ قبائلي معبودن ( بتن) کي ڇڏي فقط هڪ الله جي عبادت " لااللــه الا الله" لاءِ هرگز رضامند نه هئا. عربن جي برعڪس يهودي "لااللــه الاالله" کي ته مڃڻ لاءِ تيار هئا. ليڪن محمد رسول الله مڃڻ لاءِ تيار نه هئا. ڇاڪاڻ ته محمد ( صلي الله عليه وسلم) بني اسرائيل مان نه هو. بهرحال يثرب جي نخلستان ۾ محمد رسول الله صلي الله عليه وسلم ۽ سندس دين اسلام بابت تفصيلات مڪي جي حاجين طرفان مسلسل پهچي رهيا هئا ۽ يهودي ربيع ۽ عالم بالخصوص انهن ۾ دلچسپي وٺي رهيا هئا. جيڪا ڳالهه مڪي جي قريش سردارن لاءِ باعث تشويش هئي. عرب قبيلن ۾ اوچتي خانه جنگي شروع ٿي، تنهن ڪري محمد رسول الله ۽ دين اسلام طرف سندن توجه گهٽجي ويو. جڏهن "بنو اوس" قبيلي جو هڪ وفد،باهمي خانه جنگيءَ ۾ امداد حاصل ڪرڻ لاءِ مڪي جي قريش سردارن وٽ پهتو تڏهن هنن ته امداد کان انڪار ڪيو ليڪن وفد سان محمد رسول الله صلي الله عليه وسلم جي ملاقات ٿي وئي. انهن مان هڪ عياص بن معاض ايمان آندو، باقي وفد ۽ سندن قائد ائين چئي واپس ٿيا ته اسين ڪنهن ٻئي مقصد سان آيا هئاسين." عياص بن معاض يثرب جو پهريون عرب هو، جنهن اسلام قبوليو.ليڪن مڪي مان واپسي بعد جلدي گذاري ويو.

مڪي ۾ مومنن جو تعداد وڌڻ لڳو ۽ انهيءَ سان گڏ ڪافرن جي ڪاوڙ ۽ پنهنجي مسلمان ٿيل غلامن تي ظلم ڪرڻ ۾ اضافو ٿيڻ لڳو. هڪ ڏينهن انهن ڪافرن کي حضرت محمد رسول الله صلي الله عليه وسلم جي دهشت محسوس ٿي: پاڻ سڳورا ڪعبة الله ۾ داخل ٿيا ته ڪافر اڳئي اتي ويٺا سندن خلاف سٽون سٽي رهيا هئا. پاڻ سڳورن ڪين نظر انداز ڪري سڌو مشرقي ڪنڊ وٽ وڃي "حجر اسود" کي چميو ۽ ڪعبت الله جو ست دفعا طواف شروع ڪيو. پهرين ڦيري ۾ ڪافرن وٽان گذريا ته هنن مٿن چٿرون ڪيون، ٻئي دفعي به ائين ٿيو. ٽئين دفعي حضور صلي الله عليه وسلم

وٽن بيهي ڪين چيو: " اي قريشو ! ٻڌي ڇڏيو الله جو قسم جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي مان توهان کي ڪهي ڇڏيندس." ( ابن اسحاق ، ص ١٨٣) ڪافرن تي دهشت طاري ٿي وئي ۽ ڪجهہ دير خاموشي ڇانئجي وئي. پوءِ انهن مان سڀني کان وڌيڪ بدتميز چوڻ لڳو: "پنهنجو رستو وٺ خدا جو قسم اي ابوالقاسم ! تون ڪو جاهل بيوقوف نہ آهين." ( ايضا) بعد ۾ سڀئي هڪ ٻئي کي بزدلي جو طعنو ڏيڻ لڳا. جڏهن اها خبر مڪي ۾ عام ٿي تہ ڪيترن بهادرن پنهنجي بهادري ڏيکارڻ لاءِ محمد رسول الله صلي الله عليه وسلم سان منهن مقابل ٿيڻ ۽ کين شهيد ڪرڻ جو سوچيو. بنو عدي قبيلي جو پهلوان جيڪو عڪاظه جي ميلي ۾ پنهنجي پهلوانيءَ جا جوهر ڏيکاري چڪو هو، حضرت عمرو بن الخطاب،اهڙي جسارت جي ارادي سان گهران نڪتو، ليڪن واپسيءَ کان اڳ مسلمان ٿي ويو. قريش قوم جو ٻيو بهادر پهلوان امير حمزو، ابوجهل جي توهين آميز روش ۽ حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جوصبر ۽ برداشت معلوم ڪري مسلمان ٿيو ۽ اسلامي تحريڪ کي جسماني ۽ جگري قوت ملي وئي. ڪافرن لاءِ نئولين ۽ ايذاء رساني کان وڌيڪ پنهنجو ۽ پنهنجي ٻن جو بچاءُ ڪرڻ ضروري ٿي پيو، "دار الندويٰ" ۾ اجلاس منعقد ڪيو ويو. بنو عبدالشمس جي هڪ سربراهہ " عتبہ ابن ربيعہ"چيو:"آءُ ٿو نہ وڃي محمد ( صلي الله عليه وسلم)کي ڪجهہ آڇون پيش ڪريان ۽ ٿي سگهي ٿو تہ انهن مان هوڪا آڇ قبول ڪري انهيءَ شرط تي تہ اسان کي امن ۾ رهڻ ڏئي." اهي آڇون هي هيون: "جيڪڏهن توکي دولت جي طمع آهي تہ اسان سڀئي گڏجي توکي ايتري دولت ڏيڻ لاءِ تيار آهيون جو تون اسان سڀني ۾ وڌيڪ دولتمند امير ٿي وڃين. جيڪڏهن توکي سرداري کپي تہ اسين توکي پنهنجو سردار منتخب ڪرڻ لاءِ تيار آهيون ۽ تنهنجي اجازت بغير ڪوبہ قدم نہ کڻنداسين ۽ جيڪڏهن توکي بادشاهي کپي تہ اسين توکي بادشاهہ بنائينداسين. اگر انهن شرطن تي بہ تون راضي نہ ٿو ٿئين تہ پوءِ اسان پنهنجي دولت خرچ ڪري تنهنجي ڇرائپ جو علاج ڪرائينداسين." ان وقت وحي نازل ٿيو، جيڪو هن آيت تي ختم ٿيو ۽ رسول الله صلي الله عليه وسلم ورجائڻ لڳو: " ومن آيته اليل والنهار والشمس والقمر، لاتسجدوا للشمس ولاللقمرواسجدو الله

الذي خلقهن ان كنتم اياه تعبدون." ( سورة حم السجدة، آيت ۳۷) يعني رات، ڏينهن، سج ۽ چنڊ هن ( الله تعاليٰ) جي نشانين مان ڪي نشانيون آهن، سج ۽ چنڊ کي سجدو نه ڪريو ۽ الله کي سجدو ڪيو جنهن انهن کي خلقيو آهي، جيڪڏهن توهان واقعي سندس ( الله جي) عبادت ڪرڻ چاهيو ٿا. انهيءَ آيت عتبه کي بيحد متاثر ڪيو ۽ هو منهن لڙڪائي " دارالندويٰ" ۾ واپس اچي اهل قريش کي محمد صلي الله عليه وسلم جي بيعت ڪرڻ جي صلاح ڏيڻ لڳو، جنهن تي هنن چيو ته" ڏسو ! هن تي جادو ڪري ڇڏيائين !

" دارالندويٰ" ۾ مسلسل تي اجلاس ٿيا ۽ ٽي دفعا وفود شيخ ابو طالب وٽ ويا ۽ ڪيس پنهنجي ڀائٽي کي باز رکڻ لاءِ چوندا رهيا، ليڪن محمد صلي الله عليه وسلم اسلام جي تبليغ ۽ اشاعت کان باز نه آيو. ان وقت قريش مڪي جو عملي طور تي وڏو ۽ سردار، بنو مخزوم قبيلي جو سردار، وليد هو. هڪ ڏينهن خلاصي ملاقات ۾حضرت محمد صلي الله عليه وسلم هن کي قرآن شريف جون آيتون ٻڌائي الله تعاليٰ جي وحدانيت جو قائل ڪري رهيو هو ته ان وقت هڪ نابين پوڙهي عورت سندن منو آواز ٻڌي لڙي آئي ۽ وڏيڪ تلاوت ڪرڻ لاءِ عرض ڪرڻ لڳي. سردار سان گفتگو ۾ خلل پيو ۽ حضور صلي الله عليه وسلم ناراض ٿي هليا ويا . دين جي تبليغ ۾، دنيوي مصلحت ۽ دين جي اصل روح جي وچ ۾ انتخاب ڪرڻ جو موقعو هو. انهي موقعي تي هي وحي نازل ٿيو: " عبس وتوليٰ ان جاءه الاعميٰ . ومايدريک لعله يزکيٰ او يذکر فتنفعه الذکريٰ، اما من استغنيٰ فانت له تصديٰ وما عليک الا يزکيٰ، واما من جاءَک يسعيٰ وهو يخشيٰ فانت عنه تلهيٰ کلا انها تذکرة فمن شاءَ ذکره....." ( سورة عبس، آيات ۱۲ ـ ۱) يعني، " گهنڊ وجهي منهن موڙيائين،انهي ڪري جو هڪ نابين انسان وٽس آيو! توکي کهڙي پڪ هئي ته هو (و ليد) نصيحت وٺندو يا ڌيان سان ٻڌندو ته انهيءَ مان ڪيس فائدو ٿيندو. جيڪولاپرواهي ڪري ٿو ته تون انهيءَ جو خيال ڪرين ٿو، جيتوڻيڪ هن جي نصيحت حاصل ڪرڻ تنهنجو ڪم نه آهي ۽ جيڪو ڊوڙندو تو وٽ اچي ٿو ۽ هن جي دل ۾ خدا جو خوف آهي ته تون ان کان لاپرواهه ٿئين ٿو. خبردار ! اها ( قرآن) هڪ نصيحت آهي، پوءِ جيڪو

گهري اهو وني ۽ ياد رکي." هي هڪ سخت تنبيهہ ۽ آئيندهہ جو لائحہ عمل هو، جنهن دنيوي قدرن کان روحاني منزلن طرف گامزن ڪيو.

قريش سردارن مان وليد مک سردار هو. هن سوچيو تہ جيڪڏهن واقعي وحي نازل ٿئي ٿو تہ اهو مون تي نازل ٿيڻ گهرجي جو مان سڀني جو سردار آهيان، ابو مسعود تي نازل ٿيڻ گهرجي جيڪو بنو ثقيف جو سردار آهي، ابوجهل يا شيخ قصي جي اولاد مان ڪنهن مالدار ۽ طاقتور شخص تي نازل ٿئي، محمد ( صلي الله عليه وسلم) اسان ۾ ڪهڙي شمار ۾ آهي جو وحي انهي تي نازل ٿئي ٿو ! سو سڀني گڏجي هڪ رٿ رٿي ۽ هڪ گڏيل گُهر ڪئي تہ جيڪڏهن محمد ( صلي الله عليه وسلم) سچو نبي آهي تہ سابق نبين وانگر ڪيس بہ ڪو معجزو عطا ٿيو هوندو اهو معجزو ڪري ڏيکاري ! جن معجزن جي تقاضا ڪئي وئي سي هن ريت هئا: (۱) ڪو ملائڪ آسمان مان لهي اچي تصديق ڪري، (۲) محمد ( صلي الله عليه وسلم) آسمان تي وحي ڏيکاري،يا (۳) چنڊ کي بہ اڌ ڪري ڏيکاري.

ملائڪ فقط نبين کي نظر ايندا آهن.معراج النبي جو واقعو سن ٦٢١ع ۾ ٿي گذريو جنهن کي ڪافرن نہ مڃيو. " شق القمر" جو شرط بہ پورو ٿيو: هڪ چانڊوڪي رات ۾ جڏهن چنڊ ايرئي کي ڪافي وقت ٿيو هو، تڏهن حرا جي غار جي مٿان اهو لڙڪندو نظر آيو. ڪافرن گڏ ٿي اچي محمد صلي الله عليه وسلم کي چيو تہ هاڻي انهي لڙڪندڙ چنڊ کي بہ اڌ ڪري ڏيکار تہ توکي نبي مڃون ! امام بخاري ؒ وح، ابو معمر کان روايت ڪئي آهي، جنهن چيو تہ ابن مسعود رضہ فرمايو تہ" انشق القمر علىٰ عهد رسول الله صلي الله عليه وسلم فرقتين فرقة فوق الجبل وفرقة دونه. فقال رسول الله صلي الله عليه وسلم:اشهد" يعني، چنڊ جو بہ اڌ ٿيڻ جو واقعو رسول الله صلي الله عليه وسلم جي زماني ۾ ٿيو، بہ ٽڪرا ٿيو، هڪ ٽڪرو جبل جي مٿان هو ۽ ٻيو ٽڪرو انهيءَ کان پري هو. پوءِ رسول الله صلي الله عليه وسلم فرمايو:"شاهد رهجو !" ( صحيح بخاري شريف مترجم جلد ۲ص ٦٦۴. شق ۱۹۷۲ : حدثنا مسدد حدثنا يحيٰ عن شعبة وسفيان عن الاعمش عن ابراهيم عن ابي معمر عن ابن مسعود قال......)

مطالبو پورو ٿيو ليڪن ايمان جي دولت ڪافرن جي نصيب ۾ نہ هئي:

جيائون اسان کونـ ٿي چيو تـ محمد ( صلي الله عليه وسلم) جادوگر آهي، ڏسوڪيئن اسانجي نظر تي جادو ڪري هي نظارو اسان کي ڏيکاريو اٿس ! انهن مان هڪ چيو تـ تون چوين ٿو تـ معراج ذريعي الله سان ملاقات ڪري آيو آهين، تـ پوءِ پلا اسان کي الله جي وصف ٻڌاءِ ! ان وقت وحي نازل ٿيو : " قل هو الله احد. الله الصمد. لم يلد ولم يولد ولم يکن له ڪفوا احد" (سورة الاخلاص، آيات ۴ ـ ١) يعني،چؤ تـ الله هڪڙو آهي، الله بي نياز آهي نـ (ڪنهن کي) ڄڻيو اٿس ۽ نـ ان کي ڪنهن ڄڻيو آهي ۽ نـ ڪو سندس مٽ ثاني آهي."جيڪڏهن ڪافر الله جلشانه جي اها وصف تسليم ڪن پيا تـ سندن اعليٰ ترين معبودن لات،منات ۽ عزي جو وجود يا تصور باقي نـ پيو رهي،جن کي هو الله جون ڌيئرون سمجهي پوڄي رهيا هئا. ڪافر منجهي پيا، سو هڪ وفد يثرب جي هڪ يهودي عالم دين ڏانهن روانو ڪيائون تـ فتويٰ وٺي اچي،جاڪاڻ تـ دين ابراهيمي ۽ رسولن بابت ڪيس گهڻي ڄاڻ هئي. يهودي عالم ٽي شرط مقرر ڪيا جيڪي پورا ڪري تـ ڪيس سچو رسول تسليم ڪريو،ورنـ ڪوڙو سمجهو: (١) انهن نوجوانن جي باري ۾ پڇوس، جن قديم زماني ۾ پنهنجو قبيلو ڇڏيو، پوءِ هنن سان ڇا ٿيو، جاڪاڻ تـ سندن قصو حيرتناڪ آهي. (٢) انهيءَ ذورانهين سياح بابت پڇوس، جيڪو مغرب ۽ مشرق ۾ زمين جي ڇيڙن تائين پهتو ۽ (٣) روح جي باري ۾ پڇوس تـ اهو ڇا آهي؟

اهي سوال کڻي ڪافر،حضرت محمد رسول الله صلي الله عليه وسلم جي حضور ۾ حاضر ٿيا. ٻاڻ فرمايائون تـ سڀاڻي اچي پڇجو.سڀاڻو سڀاڻو ٿيندو رهيو ۽ پندرهن ڏينهن گذري ويا. نـ وحي نازل ٿيو نـ رسول الله صلي الله عليه وسلم ٻاڻ انهن سوالن جا جواب ڏئي سگهيو ٿي. مڪي جا ڪافر قريش مٿس ۽ سندس اصحابين ۽ عام مسلمانن تي ٽوڪون ڪرڻ لڳا. آخر ڪار وحي نازل ٿيو ۽ تنهي سوالن جا جواب فراهم ڪيا ويا ليڪن هڪ مزيد تنبيهـ سان: "ولاتقولن لشيءِ اني فاعل ذالک غدا الا ان يشاءالله........ " ( سورة الڪهف آيت ٢٣) يعني،ڪنهن بـ ڳالهـ جي باري ۾ائين نـ چؤ تـ سڀاڻي آءٌ اهاڪندس، سواءِ انهيءَ جي تہ ٿيندو اهوئي جو اللهچاهيندو ۽ جڏهن ويسر ٿئي تـ الله جو نالو وٺ ۽ چؤ تـ اميد آهي تـ

منهنجو رب انهيءَ کان وڌيڪ ويجهي هدايت جي صحيح واٽ منهنجي لاءِ کوليندو. ( ايضا : ٢٤) انهي هدايت بعد پڇيل ٽن سوالن جا جواب سيکاريا ويا: ”( قديم زماني جي گمشده نوجوانن. ”اصحاب ڪهف“ جي باري ۾) ۽ (چون ٿا تہ) هو ٽي سؤ سال غار ۾ رهيا ۽ نو سال وڌايا ويا آهن. چؤ تہ الله کي خبر آهي تہ هو ڪيترا سال اتي رهيا ( ايضا . آيات ٢٦ . ٢٥):“ اسان توکي انهن ماڻهن جو سچو قصو ٻڌايون ٿا: اهي ڪي نوجوان هئا. جن پنهنجي رب تي ايمان آندو....... (پوءِ چيائون تہ) جنهن صورت ۾ اسان، انهن ماڻهن کان ۽ انهن کان جن کي هو الله کي ڇڏي پوڄين ٿا. پنهنجومنهن موڙيو آهي، تنهن صورت ۾ هلو تہ هلي ڪنهن غار ۾ پناهہ وٺون...... (غار اندر جا ڏسن تہ) جڏهن سج ايري ٿو، تڏهن غار جي ساڄي طرف لڙيل آهي ۽ جڏهن لهڻ لڳي ٿو تڏهن کاٻي طرف لڙي ٿو وڃي ۽ هو انهي غار اندر هڪ ڪشادي جاءِ ۾ ويٺا آهن.اها الله جي نشانين مان هڪ نشاني آهي..... ۽ (جيڪڏهن) توهان انهن کي ڏسو تہ سمجهو تہ جاڳن ٿا. جيتوڻيڪ هو ننڊ پيل آهن، اسان هنن کي ساڄي پاسي ۽ کاٻي پاسي موڙيون ٿا ۽ هنن جو ڪتوچائنٺ وٽ اڳيون ٽنگون سڌيون ڪري ويٺو آهي. جيڪڏهن توهان جهاتي پائي هن کي ڏسو تہ منهن ورائي پٺي وڃو ۽ توهان تي دهشت طاري ٿي وڃي، ۽ ائين ئيو جو اسان هنن کي اٿاري ڪڙوڪيو، انهيءَ لاءِ تہ هڪ ٻئي کان حال احوال وٺن: هڪڙي پڇيو تہ اسين هتي ڪيترو عرصو رهيا آهيو؟: سيني چيو تہ هڪ ڏينهن، يا ڏينهن جو هڪ حصو پوءِ چيائون تہ اسان جي رب کي خبر آهي تہ اسان ڪيترو عرصو هتي رهيا آهيون. ( پوءِ صلاح ڪيائون تہ) هڪڙي ماڻهوءَ کي هي چانديءَ جو سڪو ڏئي شهر موڪليون تہ وڃي ڏسي تہ ڪٿان سٺو طعام ٿو ملي ۽ جتان ملي اتان ڪجهہ کاڌي پيتي لاءِوني اچي، مگر خاموشيءَ سان جيئن ڪنهن کي اسان جي خبر نہ پوي......... اهڙي طرح اسان ماڻهن کي سندن حال کان واقف ڪيو......... ماڻهو سوچڻ لڳا تہ هنن جي معاملي ۾ ڇا ڪجي؟ چيائون تہ هن غار جي مٿان هڪ عمارت ناهيون، جيڪي هنن تي ٿي گذريو، انهيءَ جي سندن رب کي خبر آهي . پوءِ انهن ماڻهن جن بحث ڪنيو، چيو تہ اسان ضرور هنن جي مٿان هڪ عبادتگاهہ بنائينداسين. ڪي چون ٿا تہ ٽي ڄڻاهئا

۽ چوٿون سندن ڪتو هو، ڪي چون ٿا تہ پنج هئا ۽ ڇهون سندن ڪتو هو: اهي سيئي غيب جي اونداهيءَ ۾ تير اڇلائي رهيا آهن ۽ ڪي چون ٿا تہ ست هئا، اٺون سندن ڪتون هو. تون چؤ تہ منهنجو رب ئي سندن صحيح تعداد ڄاڻي ٿو، سندن حال تمام ٿورا ماڻهو ڄاڻن ٿا. تون ماڻهن سان هن باري ۾ ڪو بحث تڪرار نہ ڪر، سواءِ انهيءَ جي جيڪو صاف طور تي معلوم هجي ۽ نہ ڪي انهن ماڻهن مان ڪن کان انهيءَ باري ۾ پڇا ڳاڇا ڪر ! ( ايضا ـ آيات ٢٢ ـ ١٣). تاريخي طور تي اصحاب ڪهف ( غار وارن ساٿين) جو قصو ٽين صدي عيسويءَ جي وچ ڌاري ٿي گذريو هو، جيڪو "يوفيس جي ننڊ ڪندڙن" جي عنوان سان مشهور هو، ليڪن مڪي وارن اڳ ڪڏهن اهو قصو نہ ٻڌو هو تہ ڪي نوجوان وحدانيت تي قائم رهيا جڏهن سندن قوم وارا بت پرستيءَ ۾ مبتلا ٿي ويا هئا ۽ مٿن ظلم ڪري رهيا هئا. انهيءَ ظلم کان ڀڄي هنن وڃي هڪ غار ۾ پناهہ ورتي، جتي معجزانہ طور تي هو ٽي سؤ سال ننڊ ڪندا رهيا ۽ پوءِ جيئرا ٿي اٿيا. الله جل شانہ جي بيپناهہ قدرت ۽ يقيني پناهہ ۽موت بعد وري جيئرو ٿي اٿڻ بابت هن قصي ۾ حق جون نشانيون هيون، جيڪي مڪي جي ڪافرن جي سمجهہ کان ٻاهر هيون ۽ هنن سمجهڻ بہ نہ ٿي چاهيون.

ٻيو سوال" ذوالقرنين"جي باري ۾ پڇيو ويو هو، جيڪو پنهنجي تاج ۾ لڳل ٻن سونن سڱن جي سبب ذوالقرنين، يا ٻن سڱن وارو سڏيو ويندو هو: " توکان ماڻهو ذوالقرنين جو احوال پڇن ٿا. تون چؤ تہ مان هن جو ڪجهہ احوال توهان کي پڙهي ٻڌايان ٿو: اسان هن کي زمين تي حڪمراني ڏني هئي ۽ پڻ سندس لاءِ هر طرح جو سامان ۽ اسباب مهيا ڪيو هو، سو هن سامان ۽ اسباب تيارڪيا، تان جو سج لهڻ واري جاءِ تي اچي پهتو، اتي ڏٺائين تہ سج هڪ ڍنڍ ۾ لهي رهيو آهي جنهن جوپاڻي نيرو ۽ ميروآهي، اتي ويجهو هڪ قوم جا ماڻهو آباد ٿيل ڏٺائين، اسان کيس چيو تہ اي ذوالقرنين ! وٽئي تہ کين سزا ڏي ۽وٽئي تہ ساڻن چڱو سلوڪ ڪري کين پنهنجو ڪري ڇڏ. ذوالقرنين چيو تہ جيڪو سرڪشي ڪندو تنهن کي ضرور سزا ڏيندس....... ان بعد هن وري تياري ڪئي (۽) نڪري پيو. تانجو سج اڀرڻ جي آخرين حد تائين پهچي ويو. هن ڏٺو تہ هڪ قوم تي سج اڀري ٿو،

جن کي اس کان بچڻ لاءِ اسان کا اوٽ يا پناهہ نہ ڏني آهي، هنن جي اها حالت هئي ۽ جيڪي ذوالقرنين وٽ هو، تنهن جي اسان کي پوري ريت خبر آهي، هن وري سازو سامان تيار ڪيو تان جو ٻن ( جبلن جي) ديوارين (قطارن) جي وچ تائين پهچي ويو. اتي هن ڏٺو تہ جبلن جي هڪ پاسي هڪ قوم رهي ٿي جنهن سان ڳالهائجي ٿو تہ هڪ لفظ بہ نہ ٿا سمجهن: ( آخر مترجمن جي ذريعي) انهيءَ قوم جي ماڻهن چيو تہ اي ذوالقرنين ! "ياجوج ۽ ماجوج" هتي اچي ڦرمارڪن ٿا،ڇا توهان هنن ۽ اسان جي وچ ۾ هڪ ديوار بنائي ڏيندا ۽ ان جي عيوض اسان ڪجهہ خراج توهان کي ڏيندا رهون. ذوالقرنين چيو تہ منهنجي رب مون کي جو ڪجهہ ڏنو آهي اهومنهنجي لاءِ ڀلو آهي مگر توهان پنهنجي ( ٻانهن جي) طاقت سان هٿ همراهي ڪرايو تہ مان توهان جي ۽"ياجوج ماجوج" جي وچ ۾ هڪ مضبوط ديوار کڙي ڪري ڇڏيان: لوهہ جا پڙچ ڪٽي اچو: پوءِ جڏهن ٻنهي جبلن جي وچ ۾ (ڀرائي ڪري) وڏي ديوار کڙي ڪري، انهن جبلن جي برابر بلند ڪئي وئي تڏهن حڪم ڏنائين تہ ( کورا ٻاري) ڌوڻيون هلايو، پوءِ جڏهن باهہ مچي وئي تڏهن چيائين ڳاريل ٽامون آڻيو تہ ان تي هاري ڇڏيون: هڪ شاهي ديوار بنجي وئي جنهن تي نہ چڙهي ٿي سگهيا ۽ نہ ان ۾ سوراخ ( لنگهہ)ڪري ٿي سگهيا....." ( سورة الڪهف، آيات ٩٧ ـ ٨٣)

"ذوالقرنين"بابت تاريخي شواهد موجود آهن: سندس زمانو٥٥٩ ق ـ م کان ٥٣٠ ق ـ م يعني ٢٩ سالن جي حڪمرانيءَ جوهو جنهن دوران ايران جي ڀهرين شهنشاهيت،ڪياني(Achaemanian) شاهي خاندان قائم ڪئي، جنهن جو پاڻ باني هو. سندس نالو فارسي ذريعن ۾"گورش"/ دارا اول، عبراني ۾ " خورس" ، عربيءَ ۾ ڪي خسرو ۽ يونانيءَ ۾"سائرس (تيون)" ڄاڻايو ويو آهي. تاريخ ۾ سائرس اعظم جي نالي سان مشهور آهي: سندس مجسمو"اسطخر" جي آثار قديمہ مان لڌو ويو آهي. سندس دور ۾ ايراني پيغمبر زرتشت پيدا ٿيو. وڌيڪ احوال ايراني آريہ قوم جي بيان ۾ ڏنل آهي. جيئن تہ " ذوالقرنين" عرف سائرس اعظم جو ذڪر بائيبل ۾ موجود هو ۽ هو يهودي قوم جو نجات ڏيارينڌڙ هو، تنهنڪري "وحي" جي بيان جي دستاويزي تصديق ٿي سگهي ٿي. انهيءَ ڪري قريش

ڪافرن آخري ٽئين سوال تي زور ڏنو: " ٻڌاءِ تہ روح ڇا آهي؟"

وحيءَ ذريعي ارشاد الاهي ٿيو: " ۽ توکان روح جي باري ۾ پڇن ٿا: چؤ تہ روح منهنجي رب جي امر مان آهي ۽ توهان کي ڪيترو علم ڏنل آهي، سواءِ ٿوري ( علم) جي"( بني اسرائيل آيت ۸۵) مطلب تہ روح جيڪو رب جي حڪم سان وجود ۾ آيو آهي اهو انسان جي ذهني سطح کان هڪ مٿاهون وجود آهي، ۽ هڪ جيئرو انسان انهيءَ کي سمجهي نہ سگهندو. يهودي عالمن انسان جي علم جي انهيءَ حد بنديءَ تي اعتراض ڪيو، هنن چيو تہ "اسان وٽ توريت آهي جنهن ۾ هر شيءِ جي وضاحت ڪيل آهي". ابن اسحاق لکي ٿو تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم فرمايو: اهو سڀ الله جي علم جي مقابلي ۾ ڪجهہ بہ نہ آهي، تنهن هوندي بہ ڇا اهو توهان جي ضرورتن لاءِ ڪافي آهي؟ ڪاش توهان انهي تي بہ عمل ڪريو!" ( ابن اسحاق ص ۱۹۸) انهيءَ وقت هي وحي نازل ٿيو:" چؤ تہ جيڪڏهن سڀ سمنڊ منهنجي رب جي ڪلمات ( لکڻ) لاءِ مس ٿي وڃن تہ سمنڊ ڪٽي ويندا انهيءَ کان اڳي جو منهنجي رب جون ڳالهيون پوريون ٿين توڙي ڪٽي اهڙا ٻيا بہ مددي (سمنڊ) پيدا ڪريون". ( سورة الڪهف، آيت ۱۰۹)

قريش لاجواب ٿي ويا. يهودي عالم ترديد ڪري نہ سگهيا.ليڪن ايمان انهن آندو جيڪي مظلوم ۽ غلام هئا. انهن تي عقوبتن ۾ اضافوڪيو ويو، هر قبيلي پنهنجي مسلمان ٿيل افراد ۽ غلامن کي ٻيهر بت پرستي اختيار ڪرڻ لاءِ مجبور ڪيو. ليڪن جيڪو هڪ دفعو مسلمان ٿيو، تنهن ٻيهر "ايام الجاهليت" جي عقيدن ۽ رسمن اختيارڪرڻ ۽ محمد صلي الله عليه وسلم جي پٺ ڇڏڻ قبول نہ ڪئي. انهن ۾ يمن جو حامي حبشي غلام بلال رضہ بہ هو، جنهن جي آقا "اميہ" ظلم ۽ ايذاءَ رساني جي حد ڪري ڇڏي. حضرت بلال رضہ، حضرت ابوبڪر صديق رضہ جي هٿ تي اسلام قبول ڪيو هو، انهيءَ ڪيس اميہ سان هڪ نوجوان ڪافر غلام جي عيوض سودو ڪري غلامي کان آزاد ڪري ڇڏيو. حضرت ابو بڪر صديق رضہ اهڙي طرح ڇهہ ٻيا غلام خريد ڪري آزاد ڪيا. تاهم غلام لاتعداد هئا، جيڪي دل سان مسلمان ٿي رهيا هئا.ليڪن آزاديءَ سان هڪ الله جي عبادت ڪري نہ ٿي سگهيا، تنهن ڪري رسول الله صلي الله عليه وسلم

مظلوم مسلمانن کي حبش جي بادشاھ نجاشي وٽ وڃي ڪجھ عرصو گذارڻ جو حڪم ڏنو، جيستائين حالات سازگار ٿين .

مسلمانن ٻہ دفعا حبش طرف هجرت ڪئي: پهرين دفعہ ١١ مرد ۽ ۴ عورتون خير امن سان اتي وڃي رهيا. ٽن مهينن جو عرصو گذريو جنهن ۾ ٻہ خاص واقعا رونما ٿيا: (١)حضرت عمر بن الخطاب رضہ اسلام قبول ڪيو ۽ (٢) حضرت محمد رسول الله صلي الله عليه وسلم قريشن سان ميل جول وڌايو. هڪ ڏينهن ڪعبه ۾ انهن ڪافرن کي سورة النجم ٻڌائي رهيا هئا. جڏهن هن آيت جي تلاوت ڪري رهيا هئا " افرءيتم اللت والعزيٰ ومنواة الثالثة الاخريٰ" (سورة النجم، آيتون ٢٠ ـ ١٩) يعني ڇا توهان "لات" ۽ " عزيٰ" ڏٺا آهن، ۽ ٽينءَ منات کي ٻہ ڏٺو آهي، تہ اڳتي ٢١ آيت : الکم الذکر ولہالانثيٰ ـ ڇا توهان لاءِ نرينو اولاد آهي ۽ هن ( الله تعاليٰ) لاءِ ڌيون آهن چوڻ کان اڳ سندن زبان مان قرآن جي ئي لهجي ۾ نڪري ويو " تلک الغرانيق العليٰ وان شفاعتهن لترتجيٰ". يعني، اهي اعليٰ ترين جوان عورتون آهن جن جي سفارش جي اميد رکجي، يا انهن اعليٰ ٻتن مان شفاعت جي اميد رکي سگهجي ٿي ـ جڏهن تلاوت ختم ڪري سجدو ڪيائون تہ ڪافرن بہ سندن پٺيان سجدوڪيو ۽ بعد ۾ چيو تہ "واقعي الله جيارينڌڙ،مارينڌڙ، خالق ۽ رازق آهي،ليڪن اسان جا هي معبود، سندس آڏو شفاعت ڪندڙ آهن، اي محمد ! ( صلي الله عليه وسلم) اڄ توهان اسان جي معبودن جي شفاعت جو اعتراف ڪيو آهي، اڄ کان پوءِ اسان کي توهان سان ميل ميلاپ قائم رکڻ تي ڪوبہ اعتراض نہ آهي." ٻئي ڏينهن وحي جبرئيل عليه السلام سورة بني اسرائيل جون اُهي آيتون ڪٽي نازل ٿيو جن جو سنڌي ترجمو هن ريت آهي: " هنن پنهنجي وسان ڪين گهٽايو تہ توکي فريب ڏئي انهيءَ ڪلام کان باز رکن، جيڪو اسان توکي وحي ذريعي موڪليو آهي ۽ سندن مقصد هو تہ انهي ڪلام بدران تون نيون ڳالهيون ٻڌائي اسان تي ڪوڙ هڻين ۽ پوءِ خوش ٿي توکي پنهنجو دوست بنائين ۽ جيڪڏهن اسان توکي ثابت قدم نہ رکون ها تہ تون ضرورڪجھ انهن ڏانهن لاڙوورڪين ها. پوءِ اسان ضرور توکي زندگيءَ جو ٻيڻو عذاب چکايون ها ۽ موت جو بہ ٻٽو عذاب ڏيون ها، ۽ اسان جي مقابلي ۾ تنهنجو ڪو مددگار

به نه هجي ها. هنن انهيءَ لاءِ به پنهنجي وسان ڪين گهٽايو ته توکي عاجز ڪري هن سرزمين تان بيدخل ڪري ڇڏين ۽ جيڪڏهن ائين ڪن ها ته مهلت تمام ٿوري ملين ها. اسان تو کان اڳي جيڪي به رسول موڪليا آهن انهن لاءِ اسان جو قانون اهوئي رهيو آهي ۽ اسان جي نهرايل قانون ۾ ڪابه ڦيرقار نظر نه ايندي (آيات ٧٧ ـ ٧٣) " ۽ چؤ ته ڪل ساراهه انهيءَ ذات (باري تعاليٰ) جي لاءِ آهي، جيڪو اولاد نه ٿو رکي ۽ نه سندس حڪمراني ۾ ڪو ٻيو شريڪ آهي ۽ نه ڪوئي هيٺائيءَ ۾ سندس مددگار آهي ۽ توکي گهرجي ته سندس عظمت بيان ڪرجيتري وڏائي بيان ڪرڻ گهرجي." (ايضا ـ آيت ١١١).

"غرانيق" جي واقعي ۽ شيطان جي وحي ۾ مداخلت بابت ابن سعدجي " طبقات" ۽ طبري جي "تاريخ الرسل والملوک" ۾ ذڪر ڪيل آهي ته انهيءَ واقعي بعد قريش مڪه جي طرفان مسلمانن سان صلح ڪرڻ جا افواهه گرم ٿيا. اهي ٻڌي حبش ڏانهن ويل ١٥مهاجرين موٽي مڪي آيا. انهن کي خاص طور تي حضرت عمر بن الخطاب جي مسلمان ٿيڻ جو ٻڌي وڏيڪ همت ٿي. تاهم اتي پهچي ڏنائون ته ڪافرن جا ظلم اجا به وڌي ويا آهن، تنهن ڪري انهن مان ڪيترن ۽ وڌيڪ ٻين مظلوم مسلمانن ٻيو دفعو حبش جي طرف هجرت ڪئي.اهي ڪل اسي مهاجرين هئا. قريش مڪه جو هڪ وفد قيمتي تحفا کڻي نجاشيءَ جي درٻار ۾ پهتو ۽ هنن مهاجرن کي سندن حوالي ڪرڻ لاءِ التجا ڪئي، جيڪا نجاشي رد ڪئي، بلڪ خود قرآن حڪيم جي سورة مريم جون آيتون ٻڌي متاثر ٿيو. خود به روئي ڏنائين ۽ اتي موجود عيسائي پادرين ۽ راهبن به روئي ڏنو. قريش سفير واپس پنهنجا قيمتي تحفا کڻي موٽي مڪي آيا.

حضرت عمر رضه جي مسلمان ٿيڻ بعد، مسلمانن ڪعبه جي اڳيان نماز پڙهڻ شروع ڪئي. حضرت حمزه رضه ۽ پاڻ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن مسلمانن جي وڏي جماعت وٺي ڪعبه ۾ ايندا هئا ته ڪافر قريش اتان نڪري ويندا هئا ۽ وڃي پنهنجو غيض وغضب ضعيف مسلمانن تي ڇنڊيندا هئا. جڏهن محمد رسول الله صلي الله عليه وسلم ڪعبه ۾ تشريف فرما ٿيندا هئا ته مٿن هجو جا اشعار پڙهندا ۽ ٺٺوليون ڪندا هئا.

جسماني تشدد جو هڪ واقعو ۽ حضرت ابوبڪر صديق رضه جي رفاقت، قبيلي مان نيڪالي ۽ پيهر مڪي ۾ اچي گهر جي ٻاهران مسجد ٺاهي عبادت ۽ تلاوت ڪرڻ ۽ نوجوانن جي رغبت جو احوال اڳ بيان ڪيو ويو آهي.

هاڻي قريشن هڪ عهدنامي تي اتفاق ڪيو ته ابو لهب کانسواءِ باقي بنو هاشم قبيلي جي سڀني فردن سان سماجي قطع تعلقات ڪيو وڃي. ڪل چاليهه قريش قبيلن جي سردارن انهيءَ عهد نامي تي صحيح ڪئي، ۽ انهيءَ کي ڪعبه ۾ رکيو ويو. کاڌي پيتي جي شين ۽ ٻئي سامان جي فراهمي بند ڪئي وئي. ابولهب بني هاشم جي محلي مان لڏي ويو ۽ حضرت محمد صلي الله عليه وسلم پنهنجي اهل خانه کي وٺي اچي انهي محصور محلي ۾ رهڻ لڳو. ٻه سال گذري ويا، هر شيءِ جو ڏکر هو. حضرت ابوبڪر صديق رضه اهو شاهوڪار نه رهيو هو، جيڪو اڳ ۾ هو ۽ محمد صلي الله عليه وسلم ۽ قريش جي وچ ۾ ڪنهن مصالحت جو ڪوئي امڪان نه هو. هنن "محمد" ( صلي الله عليه وسلم)کي "مذمم" معنيٰ ڏڪاريل سڏڻ شروع ڪيو. ابن اسحاق لکي ٿو ته حضور صلي الله عليه وسلم پنهنجي اصحابين کي فرمايو ته " ڪهڙي نه حيرت جي ڳالهه آهي جو الله تبارڪ وتعاليٰ مون کي قريشن جي دل آزاري کان اهڙي ريت بچائي ورتو جو هاڻي هو "مذمم"کي گهٽ وڌ ڳالهائڻ ٿا جڏهن ته مان "محمد" آهيان (ص ٢٣٤)."

قريش ڪافرن جي انتها پسنديءَ ٻه وڏا ڪم ڪيا: هڪ ته بنو هاشم قبيلي جي ڪسمپرسيءَ جون خبرون سڄي عرب ملڪ ۾ پکڙجي همدردي پيدا ڪري رهيون هيون ۽ ٻيو ته بنوهاشم سان خون جي رشتي ۾ ڳنڍيل قبيلا وڌيڪ وقت پنهنجي عزيزن جي مجبوري برداشت ڪري نه سگهيا: آخرڪار ٻن سالن، يا ان کان وڌيڪ ڪجهه عرصي گذرڻ بعد،ٻن طاقتور قريش سردارن، هشام ۽ زهير مخزومي، قريشن کي ڪعبه ۾ گڏ ڪري، صحيح ڪيل عهدنامه کي منسوخ ڪرايو.مڪي جي ماڻهن ۾ خوشيءَ جي لهر ڇانئجي وئي ۽ حضرت جعفر بن ابو طالب رضه حبش جي مهاجرين مان ڪجهه کي مڪي روانو ڪيو، بظاهر امن امان هو ۽ قريش انهيءَ ڪوشش ۾ رڌل هئا ته ڪنهن طرح محمد صلي الله عليه وسلم سان سمجهوتو ٿي وڃي.

مڪه جي شيخ وليد ۽ ٻين سردارن اها تجويز پيش ڪئي ته سڀئي

پنهي مذهبن، اسلام ۽ بت پرستي، تي عمل ڪن. انهيءَ مهل وحي نازل ٿيو: ” چؤ ته اي ڪافرو ! آءٌ انهيءَ جي عبادت نه ٿو ڪريان جنهن جي توهان عبادت ڪريو ٿا ۽ نه اوهين انهيءَ جي عبادت ڪريون ٿاجنهن جي آءٌ عبادت ڪريان ٿو ۽ نه آءٌ انهيءَ جي عبادت ڪندس جنهن جي توهان عبادت ڪئي ۽ نه اوهين انهيءَ جي عبادت ڪندا، جنهن جي آءٌ عبادت ڪريان ٿو. اوهان لاءِ اوهان جو دين ۽ منهنجي لاءِ منهنجو دين آهي“. ( سورة الڪافرون آيات ١ ـ ٦)

سال ٦١٩ ع مصيبتن جو سال هو. بيبي خديجة الڪبريٰ رضه ۽ حضرت ابو طالب گذاري ويا. هڪ طرف دل جي دنيا اجڙي وئي، ٻئي طرف دنيوي سهارو به کسجي ويو. بنو هاشم جو نئون شيخ ( سردار) ابو لهب ٿيو. جنهن ظاهري تحفظ ته ڏنو ٿي ليڪن هر موقعي تي تذليل کان باز نه ٿي آيو. جسماني تعديون ڪيون ويون. محمد صلي الله عليه وسلم پنهنجي رب جي راضپي خاطر اهي صبر سان برداشت ڪيون. تبليغ جي فرض ادائي قريش مڪه ۾ ممڪن نه ڏنائون ته بنو ثقيف قبيلي جي شهر طائف جو رخ ڪيائون، جتي ”لات“ جو عبادتگاهه ”ڪعبه“ جي برابر سمجهو ويندو هو. پاڻ سڏو بني ثقيف جي ٽن مقتدر سردارن وٽ ويا ۽ کين دين اسلام قبول ڪرڻ جي دعوت ڏنائون: هڪ چيو ته ” جيڪڏهن تون الله جو رسول آهين ته مان ڪعبه ۾ تنگيل متبرڪات لاهي ڦاڙي ڦٽي ڪندس.“ ٻئي چيو ته ”ڇا الله کي توڪانسواءِ ٻيو ڪو به نه لڌو جنهن کي پنهنجو رسول ڪري اسان ڏانهن موڪلي ها؟“ ۽ ٽئين چيو ته” مون کي توسان ڳالهائڻ نه گهرجي، ڇاڪاڻ ته جيڪڏهن تون الله جو رسول آهين، جيئن تون چوين ٿو، ته پوءِ منهنجو تو سان ڳالهائڻ مناسب نه آهي.“ اميرن کان مايوس ٿي غريبن جي گهرن ڏانهن رخ ڪيائون ته پويان چڏيل ماڻهن ۽ ڇوڪرن کين پٿر هڻي ڀڄائي ڪڍيو. شهرڪان ٻاهر هڪ شخص جي انگورن جي باغ ۾ وڃي لڪا ۽ پويان پيل آزاريندڙ موٽي ويا. اتي ويهي، آسمان طرف منهن ڪري، ڏکاري آواز ۾ التجا ڪيائون: ”الـهم اليک اشکو ضعف قوتي وقلة حيلتي وهواني........“ الله سائين، آءٌ پنهنجي هيڻائي ۽ بيوسي ۽ بي عزتي جي شڪايت توسان ڪيان ٿو. اي ارحم الراحمين ! تون هيڻن جو واهرو آهين ۽ منهنجو به. اي

منهنجا رب ! تون مون کي ڇڏي ڪنهن جي حوالي ڪري رهيو آهين؟ جيڪي مون کي اجان بہ وڌيڪ ڪمزورڪري ڇڏين ! يا مون کي منهنجي دشمنن جي حوالي ڪيو اٿئي! يا الله جيڪڏهن تون منهنجي هن حالت تي بہ مون کان خفا نہ آهين تہ مان انهيءَ تي راضي آهيان......"

انهي موقعي تي مڪه جا بہ قريش سردار عتبه ۽ شيبه پٽي ولد ربيعه، طائف ۾ موجود هئا ۽ سڄي ماجرا پنهنجي اکين سان ڏٺائون. ڪفر جي باوجود سندن دليون پـرجي آيون. وڌيڪ ڪنهن ڪاروائيءَ کي روڪي پنهنجي غلام عداس مسيحي جي هٿان انگورن جو هڪ ڇڳو ڏياري موڪليائون جيڪو " بسم الله"چئي حضور صلي الله عليه وسلم ورتو. غلام پڇيو تہ توهان اهو ڇاچيو؟ حضور صلي الله عليه وسلم هن کان سندس اصل وطن پڇيو جيڪو هن" نينوا" ٻڌايو. پاڻ ڪريم جن فرمايو "جتي يونس بن متي پيدا ٿيو هو." غلام چيو تہ" اي صاحب ! توهان انهيءَ کي ڪيئن ٿا سڃاڻو؟" پاڻ فرمايائون:"ذالک اخي کان نبيا وانا نبي". يعني، اهو منهنجو ڀاءُ هو. پاڻ نبي هو ۽ آءٌ نبي آهيان." غلام ڪلمو پڙهي مسلمان ٿيو. اهو سال ٦٢٠ ع هو.

هن واقعي جي خبر جڏهن مڪي جي ڪافرن کي پئي تہ هنن پنهنجون ڪاروايون اجا بہ تيز ڪيون. مسلمانن پنهنجي محبوب سيد محمد صلي الله عليه وسلم جي غم گهٽ ڪرڻ لاءِ شادي جو مشورو ڏنو ۽ حضرت ابوبڪر صديق رضہ جي نياڻي بيبي عائشه کي اهو شرف حاصل ٿيو تہ ستن سالن جي عمر ۾ هوءَ مومنن جي ماءُ بني، تاهم رخصتي تہ بلوغت بعد ٿيڻي هئي ۽ اها بہ سال پوءِ ٿي. انهيءَ وچ ۾ الله تبارڪ وتعالیٰ محمد صلي الله عليه وسلم جي بيعزتي کي اعلیٰ ترين اعزاز ۾ تبديل ڪيو. سال ٦٢١ ع ۾ پاڻ معراج ماڻيائون : هڪ رات پنهنجي سؤٽ بيبي هند ( ام هاني) جي گهر ترسيل هئا. فجر جي نماز تي فرمايائون : " اي ام هاني! عشا جي نماز تہ مون توهان سان گڏ هن گهر ۾ ادا ڪئي هئي،ليڪن ان کان پوءِ آءٌ بيت المقدس پهتس ۽ اتي بہ نماز پڙهيم. اتان واپسيءَ تي هي نماز هاڻي اوهان سان گڏ پڙهي اٿم." بيبي ام هاني عرض ڪيو تہ "اها ڳالهہ ڪنهن ٻئي سان نہ ڪجو، ماڻهو توهان کي " دروغ گو" چئي تڪليفون ڏيندا." پاڻ سڳورن

فرمايو"والله لاحدثنهموه" الله جو قسم مان مائهن سان انهيءَ جو ذڪر ضرور ڪندس. قريشن سوچيو تہ مسلمانن ۾ پنهنجي نبي لاءِ شڪ پيدا ڪرڻ جو سٺو موقعومليو آهي. مسلمانن ۾ بہ گروهہ مختلف راءِ جا پيدا ٿيا. هڪڙن چيو تہ اهو روحاني معراج هو. ٻين چيو تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جسماني طور تي معراج ماڻيو آهي. حضرت ابوبڪر صديق رضہ، جيڪو تجارت سانگي يروشليم ۾ بيت المقدس ڪيئي دفعا ڏسي چڪو هو، تنهن تصديق ڪئي تہ محمد صلي الله عليه وسلم جيروسلم جو جيڪو بيان فرمائن ٿا، اهوبلڪل صحيح آهي. ابن قتيبه جو ڪتاب "المعارف" ۾ انهيءَ جو ماخذ ابن اسحاق جو ڪتاب "السيرة" هن موضوع تي بنيادي معلومات فراهم ڪن ٿا. جڏهن تہ قرآن شريف جي سورة بني اسرائيل جي پهرين آيت ۾ انهيءَ جو ذڪر هنن لفظن ۾ ڪيل آهي: " سبحان الذي اسريٰ بعبده ليلا من المسجد الحرام الي المسجد الاقصيٰ الذي باركناحوله لنريه من آياتنا، انه هوالسميع البصير" يعني، پاڪ آهي اها ذات جنهن پنهنجي ٻانهي کي هڪ رات ۾ مسجد الحرام ( ڪعبة الله) کان مسجد اقصيٰ ( بيت المقدس) پهچائي چڏيو / سير ڪرايو، جنهن جي ماحول کي اسان برڪت ڏني، انهيءَ لاءِ تہ اسين ڪيس پنهنجون نشانيون ڏيکاريون: بيشڪ هو ( الله) ٻڌندڙ ۽ ڏسندڙ آهي. معراج شريف متعلق قرآن شريف ۾ ٻيو ڪو سڌو حوالو نہ ٿو ملي. روحاني معراج جي استدلال خاطر ٻن حديثن ۾ هڪ قرآني آيت جو حوالو ڏنو وڃي ٿو: ام المؤمنين حضرت عائشة رضہ فرمايو تہ " رسول الله صلي الله عليه وسلم جو جسم غائب نہ ٿيو هو ليڪن روح جي ذريعي الله تعاليٰ اهو سير ڪرايو هو". حضرت معاويه ابن سفيان رضہ فرمايو: اهو الله تعاليٰ جي طرفان هڪ سچو خواب هو، ( عربي مضمون (١) " ما فقد جسد رسول الله صلي الله عليه وسلم ولڪن الله أسريٰ بروحه" (٢) "ڪانت رؤيا من الله صادقة"). قرآني آيت جنهن جو حوالو ڏنو وڃي ٿو، سا سورة بني اسرائيل جي آيت ٦٠ جو هڪ حصو آهي:"وجعلنا الرءيا التي ارينڪ الا فتنة للناس..." ۾ اهو خواب جيڪو اسان توکي ڏيکاريو، سو انهيءَ لاءِ هو تہ انسانن جي آزمائش ٿئي. مڪمل آيت جي متن جو ترجمو هن ريت آهي:"جڏهن اسان تو کي چيو تہ تنهنجي رب انسانن کي گهيري هيٺ آندو

آهي ۽ اهو خواب جيڪو اسان توکي ڏيکاريو سو انهيءَ لاءِ هو تہ انسانن جي آزمائش ٿئي ۽ اهو وڻ جنهن تي قرآن ۾ لعنت ڪئي وئي آهي. اسين انهن ماڻهن کي ڊيڄاريون ۽ خبردار ڪريون ٿا ليڪن هو سرڪشيءَ ۾وڌندا وڃن ٿا." هن آيت جي پس منظر ۾ ڪافرن جون معراج ۽ دوزخ ۾ ٿوهر ( زقوم) جي وڻ هجڻ بابت خبر تي ٺٺوليون ڪرڻ طرف اشارو ڪيل آهي. مترجمين ۽ مفسرين جي راءِ مطابق"رؤيا" جو لفظ معراج ڏانهن اشاروڪري ٿو.

مفسرين جي اڪثريت جسماني معراج ڏيکاري ٿي ۽ مسلمان عمومي طور تي انهيءَ ۾ يقين رکن ٿا. ڇاڪاڻ تہ سيرت پاڪ تي بنيادي ماخذ محمد ابن اسحاق جو ڪتاب سيرت رسول الله، ان تي عبدالمالڪ ابن هشام جا حواشا ۽ احاديث ان جي تصديق ڪن ٿا. ابن اسحاق جي ڪتاب سيرت........ ص ٢٦۴، ( نقل لنگس ص ١٠١) ۾ حضور صلي الله عليه وسلم جو بيان نقل ڪيل آهي: " جڏهن آءٌ حجر ( ڪعبة الله شريف) ۾ ستل هئس، تڏهن جبرئيل مون وٽ آيو ۽ پير سان مون کي لوڏيائين جنهن تي آءٌ اٿي وينس. مونکي ڪجھ نظر نہ آيو ۽ وري سمهي رهيس. ٻيو دفعو آيو ۽ ٽيون دفعو آيو ۽ مونکي ٻانهن کان جهلي مسجد (الحرام) جي دروازي وٽ وٺي ويو. اتي هڪ اڇو جانور بيٺو هو، جيڪو خچر ۽ گڏھ جي درميان قدبت جو هو، پاسن کان پر لڳل هئس جنهن سان هن پنهنجون ڄنگھون چوريون پوريون ٿي ۽ سندس هڪ قدم ايترو پري پيو ٿي، جيتري تائين نظر ڪم ڪيو ٿي". ان بعد براق جي سواري، جبرئيل جي رفاقت، اتر طرف سفر ۽ جيروسلم ۾ منزل، اتي تمام سابق انبياءِ ڪرام جي امامت، قبة الصخريٰ تان معراج، خلاءِ موجود مخلوق جو حال ، ستين آسمان تي الله تبارڪ وتعاليٰ سان بالمشافہ ملاقات جي ذڪر تائين احاديث ۾ احوال ملي ٿو. انهيءَ سلسلي ۾ مفسرين خبر نہ آهي ڇو سورة النجم جي متن کي وحي جي ڪيفيت تائين محدود رکيو آهي. وسيع تر وضاحت ڪرڻ سان سيرت ۽ احاديث جي بيانن جي قرآني تصديق ٿي سگهي ٿي.

معراج جي واقعي بعد، ٻئي سال مڪي شريف مان هجرت ڪري مديني منوره ۾ مستقل اقامت ۽ دين جي تبليغ ڪرڻ جا اسباب پيدا ٿيا.

يثرب ( مديني) جا مقتدر عرب قبيلا: بنو خزرج، بنو اوس ۽ يهودي باهمي عداوت ۽ دائمي فتني فساد ۾ مبتلا هئا: مسئلو يثرب جي زرخيز زمين تي ڪنهن هڪ جي مستقل مالڪيءَ جو هو: يهودي، عربن کي چوندا هئا ته " ڪجهه دير ترسو، ايندڙ نبيءَ جو وقت ويجهو اچي ويو آهي، توهان کان اڳي اسين سندس پيروڪار بنجي ، سندس زور تي توهان کي " عاد" ۽ "ارم" وانگر تهس نهس ڪري ڇڏينداسين." ( هيڪل صص ۴۴۱، ۴۴۰). انهي سال، بنو خزرج جو ڇهن ڄڻن جو جٿو، حج بيت الله جي غرض سان مڪي شريف ۾ آيل هو. " مڪي" کان " مينا" طرف قريب ترين منزل گاهه " عقبه" هو، جتي رستو مڪي جي جبلن جي چاڙهيءَ تي چڙهي ٿو اتي هي ڇهه خزرجي حاجي، حضرت محمد صلي الله عليه وسلم سان گڏيا. پاڻ سڳورن پنهنجو تعارف ڪرائيندي فرمايو ته "مان الله جو رسول آهيان ۽ اوهان کي سندس پيغام پهچائڻ چاهيان ٿو." هنن غور سان ٻڌو ۽ پوءِ پاڻ ۾ چوڻ لڳا: " والله ! انه النبي الذي قواعد کم به يهود ، فلا يسبقنکم اليه !" يعني، الله جو قسم هي ته اهوئي نبي آهي جنهن جي يهودي ڳالهه ڪندا آهن. جلدي ڪريو مبادا هو توهان تي سبقت حاصل ڪري وڃن". ( هيڪل ص ۴۴۱)

اهي ڇهه بنو خزرج جا حاجي ڪلمو پڙهي يهريان يثربي مسلمان ٿيا. سندن واپسي بعد قبيلي بنو خزرج جا ننڍا وڏا حضور صلي الله عليه وسلم جي زيارت ڪرڻ ۽ مسلمان ٿيڻ لاءِ آتا ٿيا. انهن مان ٻارنهن خوشنصيب ٻئي سال حج ڪرڻ لاءِ عقبه پهتا ۽ پنهنجي من جي مراد پوري ڪيائون. انهيءَ کي تاريخ اسلام ۾ " بيعت عقبه اولي" چئجي ٿو.

هن تاريخي واقعي سان وابسته تفصيلات ڏيکارن ٿا ته شروع کان اسلام جي تبليغ باضابطه ۽ منظم طريقي سان ڪئي وئي: حضرت مصعب بن عمير رضه تعاليٰ کي معلم جي حيثيت ۾ نوان مسلمان ٿيل خزرجي پاڻ سان گڏ يثرب ڏانهن وٺي ويا، ۽ رواني ٿيڻ کان اڳ هڪ حلف نامي تي اقرار ڪيائون ته (١) الله سان ڪنهن کي شريڪ نه ڪنداسين ۽ (٢) هنن برن ڪمن کان پاسو ڪنداسين،: چوريءَ، زنا، قتل اولاد، ۽ هڪ ٻئي تي بهتان

هٽڻ، ۽ معروف يعني نيڪي جي ڪمن ۾ رسول الله صلي الله عليه وسلم جي حڪم عدولي نہ ڪنداسين." (ايضا ص ص ۴۴۲ ـ ۴۴۱). حضرت مصعب رضہ جو مدرسو يثرب ۾ بيحد ڪامياب ٿيو: بنو خزرج ۽ بنو اوس جا نوجوان قرآن شريف جي علم حاصل ڪرڻ ۽ ان تي عمل ڪرڻ جي لائق ٿيا. ٻئي سال رجب جي مهيني ۾ حضرت مصعب رضہ ڪارگذاري پيش ڪرڻ لاءِ مڪي آيو:" يثرب جا مسلمان منظم ۽ بهادر آهن. هن سال اتان جا گهڻا مسلمان حج لاءِ ايندا". ( ص ۴۴۲) اها ڪارگذاري ٻڌي حضور صلي الله عليه وسلم خوشي محسوس ڪئي ۽ پنهنجي اصحابين ۽ عام مسلمان مظلومن جي لاءِ هجرت جي راهہ بابت سوچيائون. پوءِ اهو بہ خيال ڪيائون تہ ،جيئن ٻهرين ڇهن خزرجي حاجين چيو هو، سندن يثرب ۾ موجودگي، بنو خزرج ۽ بنو اوس عرب قبيلن ۾ مفاهمت جو سبب ٿيندي.

حضرت مصعب رضہ جي رپورٽ سچي نڪتي. انهي سال ( ٦٢٢ ع) يثرب جي مسلمان حاجين جو قافلو ۷۲ ڄڻن تي مشتمل هو. انهن سيني عقبہ وٽ حضور صلي الله عليه وسلم جي بيعت ڪئي ۽ انهي کي " بيعت عقبہ ثاني" چئجي ٿو. انهيءَ موقعي تي پاڻ سڳورن فرمايو تہ " مان توهان کان انهيءَ شرط تي بيعت وٺان ٿو تہ توهان منهنجي مدد پنهنجي ٻارن ٻچن جي حفاظت وانگر ڪندا." هنن چيو: " يا رسول الله ! توهان جيئن چاهيو ٿا، اسين انهيءَ موجب توهان جي بيعت ڪريون ٿا. اسان لڙاين جي جهوليءَ ۾ اک کولي آهي. هٿيار اسان جي راند روند جو سامان آهن، جيڪو اسان کي وڏن کان ورثي ۾ مليو آهي". ( هيڪل ص ص ۴۴۷ ـ ۴۴٦ ع ) بيعت وٺڻ بعد، حضور جن مزيد تنظيمي احڪامات ڏنا: " پنهنجي جماعت ( مسلمين) مان ٻارهن اهڙا شخص منتخب ڪريو، جن جي نگراني هيٺ رهو ۽ مان انهن جي ڪم جي نگراني لاءِ ذميدار آهيان." ( ايضا ص ۴۴۸). جيتوڻيڪ " بيعت عقبہ ثاني" مخفي طور تي ٿي هئي، تاهم صبح ٿيندي اها خبر "مڪي" ۾ پکڙجي وئي. ڪافر پريشان ٿيا ۽ مومنن کي اميد جو ڪرڻو نظر اچڻ لڳو. پوءِ مڪي جا مسلمان ڇڙو ڇڙو تي يثرب ( مديني) طرف هجرت ڪرڻ لڳا، جن کي روڪڻ لاءِ ڪافرن وڏا ظلمي حيلا وسيلا هلايا. حضرت ابوبڪر صديق رضہ هجرت جي اجازت طلب ڪئي تہ حضور

صلي الله عليه وسلم فرمايو: ابوبڪر ! جلدي نه ڪر شايد انهيءَ سفر لاءِ توکي ڪوئي رفيق ملي وڃي!" ( ايضا ـ ص ٢٥٣)

## هجرت

نبوت جي ٻارهين سال سن ٦٢٢ ع ۾ حضرت محمد صلي الله عليه وسلم پنهنجي اباڻي شهر " مڪه" مان هجرت ڪري، يثرب ( مديني) جي عرب قبيلن بنو خزرج ۽ بنو اوس جي دعوت تي، اتي مستقل قيام ڪرڻ ۽ اسلامي تبليغ جو مرڪز قائم ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. قريش مڪه خوفزده ٿي ويا. هنن کي يقين هو ته جڏهن محمد رسول الله صلي الله عليه وسلم يثرب پهچندو ته عرب ۽ يهودي قبيلا کيس پنهنجو بادشاهه بڻائي، اسان کي مغلوب ڪندا. سيئي " دارالندوه" ۾ گڏ ٿيا. هنن سوچيو ته مسلمان وڏي تعداد ۾ " مڪه" ڇڏي ويا آهن ۽ محمد ( صلي الله عليه وسلم) سان تمام قليل جماعت باقي آهي ۽ کيس قتل ڪرڻ آسان آهي. ليڪن هنن کي هجرت جو صحيح وقت ۽ ڏينهن معلوم نه هو، جيڪو ايتري قدر صيغه راز ۾ رکيو ويو هو، جو خود حضرت ابوبڪر صديق رضه، حضرت علي ڪرم الله وجهه ۽ ٻين قريبن کي به معلوم نه هو ته حضور جن ڪڏهن " مڪه" مان عازم سفر ٿيندا ۽ ڪافر انهيءَ تاڙ ۾ هئا ته محمد ( صلي الله عليه وسلم) مڪه ڇڏي ٻاهر نڪري ته واٽ تي کيس قتل ڪريون.

حضرت ابوبڪر صديق رضه سان هجرت ۾ رفاقت جو وعدو هو، جنهن آس ۾ هن به ڪنوات اٺ وٺي ٻيهاريا هئا. شايد انهيءَ سبب مٿس "ابوبڪر" ڪنيت رکي وئي، جنهن جي معنيٰ هئي " ڪنوات اٺ جو پيءُ." آخر اهو ڏينهن آيو. حضرت علي ڪرم الله وجهه کي اڪيلو گهر ڇڏي، حضور صلي الله عليه وسلم پنهنجي دوست حضرت ابوبڪر جي رفاقت ۾ رات جي پهرئين پهر، هجرت جو سفر شروع ڪيو. ڪافرن پنهنجا ماڻهو گهر جي ٻاهران ٻيهاري ڇڏيا هئا ته جيئن محمد صلي الله عليه وسلم گهر ڇڏي " يثرب" ڏانهن روانو ٿئي ته اطلاع ڪن. ليڪن رات گذرندي رهي سندن مقصد پورو نه ٿيو. دريءَ مان ڏٺائون ته محمد صلي الله عليه

وسلم جي بستري تي ڪاري چادر ويڙهي ڪو ستو پيو آهي. سو صبح تائين انتظار ڪيائون ۽ صبح جو جڏهن حضرت علي سائين کي ڏنائون ۽ معلوم ٿين تہ محمد ( صلي الله عليه وسلم) رات جي پيٽ ۾ روانو ٿي ويو، تڏهن حضرت علي سائين سان بدتميزي ڪرڻ بعد حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جي تلاش ۾ " يثرب" جي واٽ وني روانا ٿيا، ليڪن سڄي ڏينهن جي مشقت مان ڪجهہ حاصل نہ ٿين.

مهاجر نبي ( صلي الله عليه وسلم) جي حڪمت عملي سندس تعاقب ڪرڻ وارن جي سوچ کان مٿاهين هئي: اتر طرف يثرب ڏانهن روانو ٿيڻ بجاءِ هو ڏکڻ طرف غار ثور طرف روانا ٿيا هئا: حضرت ابو بڪر صديق رضہ جو آزاد ڪيل غلام عامر ابن فهيره پنهنجون ريون وٺي پويان آيو ۽ سندن ڪنواٽن جا پيرا مٿائيندو ويو. غار ۾ پهچڻ بعد حضرت ابو بڪر صديق رضہ جو فرزند حضرت عبدالله ، جيڪو پنهنجي والد سان پيلهہ چڙهي آيو هو، سو حڪم موجب ٻئي ڪنواٽ واپس ڪاهي ويو ۽ واردات گم ٿي وئي. ڪيس چيو ويو هو تہ " مڪہ" مان تازو حال احوال معلوم ڪري رات جو اچي ٻڌائي. ٻي رات هن خبر ڪئي تہ قريشن حضرت محمد ( صلي الله عليه وسلم) جي سر تي هڪ سو اٺ انعام مقرر ڪيو آهي، ۽ بدوي، جيڪي ماهر پيرا وادو آهن، وڏي تعداد ۾ پيرا ڪڍڻ ۾ لڳي ويا آهن. ٽئين ڏينهن ، اڃا عامر ۽ عبدالله جي اچڻ جو وقت نہ ٿيو هو، تہ ڪجهہ ماڻهن جو آواز غار طرف وڌندو ٻڌائون ۽ اهو آواز غار جي بلڪل منهن تي اچي پهتو. ان وقت حضرت ابو بڪر صديق رضہ آهستي چيو : " ادرڪنا يا رسول الله ! " حضور صلي الله عليه وسلم جواب ڏنو "لاتحزن ان الله معنا" : غم نہ ڪر الله اسان سان گڏ آهي. تورو ترسي فرمايائون، " ثاني اثنين اذهما في الغار" جو مطلب ڇا آهي؟ ٻن ڄڻن مان ٻيو ڄڻو، جڏهن ٻئي غار اندر هئا. اهي الفاظ قرآن شريف جي سورة التوبه" جي آيت ۴۰ ۾ ڄاڻايل آهن. الله تبارڪ وتعاليٰ جي نصرت پهتي: پهاڙي پناهہ گاهہ جي خاموشي ۾ ٻن جابلو ڳيرن جي ٻولڻ جو آواز آيو جيڪي غار جي منهن وٽ وينا هئا. بدوي بہ اچي اتي پهتا. پنجن ڇهن ڄڻن جي ڳالهائڻ جو آواز اچي رهيو هو. آخر انهن مان ڪنهن چيو تہ " غار ۾ گهڙڻ جي ضرورت نہ آهي ڇاڪاڻ تہ ڪنهن جو

انهي اندر وڃڻ ممڪن نہ آهي." جڏهن هو ڳالهائيندا ٽڪريءَ کان هيٺ لهي
ويا، تڏهن ٻئي ڄڻا غار جي منهن وٽ وڃي ڏسڻ لڳا. ڇا ٿا ڏسن تہ غار جي
منهن وٽ ڪوريئڙي جي ڄارلڳل آهي، ٻاهر هڪ ٻير جو وڻ ماٿهو جي قد
جيڏو بينو آهي ۽ ان جي ٽار تي هڪ ڳيري آنن تي ويٺي آهي ۽ مٿئين ڏار
تي ڳيرو ويٺو پنهنجي ٻوليءَ ۾ رب جي ثنا ڪري!

خطرو ٽري ويو، عبدالله پنهنجي ڀيڻ اسماءِ کي وٺي اڳي مقرر وقت
تي پهتو. عامر بہ پهچي ويو ليڪن رڍن جي ڌڻ ڪانسواءِ ۽ ساڻس هڪ
"بدوي " گڏ هو، جيڪو اڃا مسلمان نہ ٿيو هو، تاهم مٿس ڀروسو ٿي
سگهيو ٿي. انهي بدويءَ ۽ٽ حضرت ابوبڪر صديق رضہ اهي بہ ڪنواٽ
بيهاريا هئا، جن جي ذريعي مڪه مان نڪري " غار ثور" وٽ پهتا هئا. هتان
يثرب لاءِ اهڙو رستو وٺي نڪرڻ جنهن جي ٿورن ماڻهن کي ڄاڻ هجي سو
ڪم انهيءَ بدويءَ جو هو جيڪو ويران بيابان ۽ جبلن جي پنڌ ڀيچرن، کان
واقف هو. هڪ ڏاچي ۽ بہ اٺ انهيءَ بدوي ٽڪري ڪان هيٺ جهلي بيهاريا
هئا: بيبي اسماءِ بنت حضرت ابو بڪر صديق رضہ ڪجهو سيڌو ڪٺي آئي
هئي پر رسو وساري آئي هئي جنهن سان ٻڌي اهو سامان اٺ تي لڏجي. هن
پنهنجو ڪمر بند ڇوڙي بہ ٽڪر ڪيو. هڪڙو ورائي ڇيلهہ سان ٻڌائين ۽
ٻئي سان سيڌي سامان جو ٿيلهو پنهنجي پيءُ جي سواري واري اٺ جي
پاڪڙي سان ٻڌائين: حضور صلي الله عليه وسلم اهو ڏسي مرڪيو ۽ مزاح
ڪندي فرمايائين: اسماءِ " ذات الناطقين" ! اسماءِ ٻن ڪمر بندن واري، ۽
پوءِ مٿس اهو نالو پئجي ويو.

جيڪا ڏاچي حضور صلي الله عليه وسلم کي سواريءَ لاءِ پيش ڪئي
وئي انهي جو نالو " قصويٰ" هو، جيڪا پلي ۾ پلي ڪنواٽ ڏاچي هئي.
پاڻ سڳورن تيستائين اها قبول نہ ڪئي جيستائين انهيءَ جو معاوضو ادا نہ
ڪيائين: پاڻ فرمايائون تہ الله جي راهہ ۾ الله جي مدد ڪانسواءِ ٻئي ڪنهن
جي مدد پنهنجي آسانيءَ خاطر قبول ڪرڻ نيڪ نہ ٿو لڳي. پوءِ اها "
قصويٰ" باقي زندگيءَ حضور صلي الله عليه وسلم جي دلپسند سواري رهي
۽ حجة الوداع جي موقعي تي انهي قصويٰ ڏاچي تي چڙهي خطبو فرمايو
هئائون.

عامر، حضرت ابوبڪر صديق رضه سان پيلهه چڙهيو ۽ بئي اٺ تي "بدوي" سونهون اڳيان تي هليو. جڏهن مڪه شهر جو پاسو ڏئي، يثرب(مديني) جي واٽ تي سڌا ٿيا. تڏهن حضور صلي الله عليه وسلم "قصويٰ" کي روڪيو ۽ سيئي ترسي ڏانهس ڏسڻ لڳا. پاڻ سڳورن "مڪه" شهر ڏي مُنهن ڪري فرمايو: " الله جي زمين ۾ تون مون کي ۽ منهنجي رب کي سڀني شهرن کان وڌيڪ عزيز آهين، جيڪڏهن منهنجا عزيز مون کي نه ڪڍن ها ته مان توکي ڪڏهن به نه ڇڏيان ها."

بدوي سونهين "مڪه" کان مغرب جو رخ ڪيو ۽ ڏکڻ طرف مڙندي اچي ڳاڙهي سمنڊ جي ڪناري تي پهتو. يثرب مڪه جي سر اتر طرف هو ۽ ۽ اهو طرف فقط تڏهن معلوم ٿي سگهيو جڏهن ڳاڙهي سمنڊ جي ساحل وٽ بيهي ڏٺو ويو ته اتر طرف ڪيڏانهن آهي.ساحلي رستو اتر اولهه طرف وٺي وڃي رهيو هو ۽ ڪجهه ڏينهن تائين هو انهيءَ رستي سان سفر ڪندا رهيا. هڪ ڏينهن مغرب جي نماز بعد، ربيع الاول جو چنڊ ڏٺو. حضور صلي الله عليه وسلم انهيءَ کي ڏسي فرمايو: " اي خير ۽ رهبريءَ وارا هلال ! منهنجي توڪل انهيءَ تي آهي، جنهن توکي خلقيو آهي." پوءِ هو هميشه نئون چنڊ ڏسي ايئن فرمائيندا هئا. هڪ ڏينهن صبح جي وقت پري کان هڪ قافلو ايندو ڏٺائون. ڪجهه فڪرمند ٿيا ليڪن جڏهن قافلو ويجهو اچي ويو ته ڏٺائون ته حضرت ابوبڪر صديق رضه جي سوٽ "طلحه" جو تجارتي قافلو آهي، جيڪو شام ملڪ مان ڪپڙو ۽ ٻيو تجارتي مال سودي مڪه کنيو ٿي ويو."طلحه" شامي سفيد ململ جو بيحد قيمتي ڪپڙو نذراني طور پيش ڪيو ۽ ٻڌايائين ته واٽ تي هو " يثرب" ۾ ترسيو هو، اتان جي عوام ۾ حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جي آمد جو بيچينيءَ سان انتظار ٿي رهيو آهي. بدوي سونهين اتان ساحلي رستو ڇڏي، سڌو اتر طرف اندريون رستو ورتو ۽ ڪجهه پنڌ اڳتي هلي اتر اوير طرف مڙيو، ۽ هاڻي هو سڌو "يثرب" (مديني) طرف وڃي رهيو هو. پنهنجي اباڻي شهر کان ايڏو پري ويندي، قــــدرتي طور تي، دل اداس ٿي رهي هئي ۽ ان وقت وحي نازل ٿيو:"ان الذي فرض عليڪ القرآن لرادڪ الي معاد" ( جنهن توتي قرآن جو فرض رکيو آهي، سو توکي موٽائي ماڳ رسائيندو) هن آيت جي نزول جي

جاءِ " جحفه" جي نالي سان سڏبي هئي ۽ " مڪي" کي "معاد" معنيٰ موٽڻ جي جاءِ چيو ويندو هو. هيءَ آيت هڪ تسلي ۽ بشارت هئي.

سفر جي ٻارهين ڏينهن، پره ڦٽيءَ کان اڳي "وادي العقيق" ۾ داخل ٿيا، جيڪا پار ڪري ڪاري جبل تي چڙهيا. چوٽيءَ تي پهچندي سج نيزي پاند چڙهي آيو. اونهاري جو سج ۽ ڪاري جبل جي چوٽي ! ترسي دم پٽڻ بنا، هنن چوٽيءَ تان لهڻ شروع ڪيو تہ سامهون يثرب جي سرسبز زمين، باغات، وڻڪار ۽ فرحت بخش نظارا ڇڻ تہ پنهنجي نور نظر جا منتظر نظر اچي رهيا هئا. حضور صلي الله عليه وسلم کي پنهنجو هڪ خواب ياد اچي ويو: " ٻن ڪارن پٿرن (جبلن) جي قطارن وچ ۾ خوب سيراب ٿيل زمين".

يثرب جي وادي ۾ قريب تر سبزه زار "قبا" جي مسلمان مهاجر بستي هئي. اتي بني عامر قبيلي جا بهتر حفاظتي انتظامات ڪيل هئا. مهاجر ۽ مقامي ماڻهو ڪيترن ڏينهن کان روز "قبا" مان نڪري ڪافي پنڌ تائين وڃي محمد رسول الله صلي الله عليه وسلم جي آمد جو انتظار ڪندا هئا. آخر اهو ڏينهن آيو، سج جي چمڪندڙ روشني ۾ چانديءَ جهڙا اڇا جبا ۽ پٽڪا پري کان تجلي ڪندا، روشن مستقبل جي منادي ڪري رهيا هئا، هي چار مسافر هڪ نئين وات وٺي آيا هئا. جيڪڏهن شام ملڪ جي قيمتي ململ جا ويس سج جي روشني ۾ جرڪن نہ ها تہ انهيءَ طرف ڪنهن جو ڌيان نہ وڃي ها. پرهاڻي تہ "قبا" جي هڪ يهوديءَ بہ پنهنجي ڪڏ تان کين ڏسي ورتو ۽ رڙڪري چيائين تہ " هو اچي ويو!" " قبا" جا ٻار ٻچا مرد زالون، سڀئي ڊوڙندا اچي گڏ ٿيا. حضرت محمد صلي الله عليه وسلم کين ڏسي فرمايو "اي لوگو! هڪ ٻئي کي امن جون مبارڪون ڏيون، بکين کي کاڌو کارايو، مٽي مائٽي جي ٻنڌڻ جو احترام ڪريو، انهيءَ وقت عبادت ڪريو جڏهن ٻيا ننڊ پيل هجن، ائين ڪرڻ سان توهان بهشت ۾ بہ امن سان داخل ٿيندا".

خطاب بعد طعام ۽ قيام جي پيشڪش ٿي." بنو اوس" جي قبيلي بني عامر کي حضور صلي الله عليه وسلم جي ميزباني جو شرف حاصل ٿيو. حضرت ابوبڪر صديق رضہ مصلحتا ڪجهہ فاصلي تي "بنو سهم" قبيلي ۾ وڃي ترسيو، جيڪي "بنو خزرج" مان هئا. اهڙي طرح ٻنهي حريف عرب قبيلن ۾ غير جانبداري جو توازن رکيو ويو. " سنه" جي اها بستي بعد ۾

حضرت ابوبڪر صديق رضہ جو مستقبل ڳوٺ بنجي ويو. ڇهن ميلن جي مفاصلي تي " يثرب" جو شهر هو ليڪن حضور صلي الله عليه وسلم جي آمد جي اجا اتي خبر نہ پهتي هئي. ٽي ڏينهن گذري ويا ۽ حضرت علي ڪرم الله وجهه "مڪي" ۾ ماڻهن جون رکيل امانتون ۽ ٻيو حساب ڪتاب چڪائي اچي حضور صلي الله عليه وسلم جي حضور ۾ حاضر ٿيا ۽ اتيئي رهڻ لڳا. جيڪو "قبا" جي پير مرد " ڪلثوم " جو گهر هو، ۽ جتي هنن کان اڳ حضرت حمزه رضہ ۽ حضرت زيد رضہ ، يثرب وڃڻ کان اڳ ،ترسيا هئا.

ٽئين ڏينهن " قبا" ۾ " يثرب" جا خاص ماڻهو حضور صلي الله عليه وسلم جي ملاقات لاءِ حاضر ٿيا. انهن ۾ يهودي بہ هئا. ليڪن هڪ شخص اهڙو هو جيڪو شڪل شبيهہ ۽ وضع قطع مان نہ عرب لڳو ٿي ۽ نہ يهودي. اهو ايراني آريا نسل جو زرتشي حضرت سلمان فارسي رضہ هو. هن زرتشي مذهب ڇڏي مسيحي مذهب اختيار ڪيو هو ۽ شام ملڪ ۾ رهندو هو. اتي سندس آخري راهب ڪيس چيو تہ " وقت اچي ويو آهي جڏهن هڪ نبيءَ جو ظهور ٿيندو." هن ڪيس ايندڙ نبيءَ جون سڀ نشانيون ٻڌايو، جن جي آڌار تي هو اٿي هليو تہ ڪيس ڳولي لهان. واٽ تي بنو ڪلب جي سوداگرن هن کي غلام بنائي وڪڻي ڇڏيو. انهيءَ حيثيت ۾ هو پنهنجي يهودي آقا سان گڏجي "قبا" ۾ پنهنجي مطلوب کي مليو. هي اهو اصحابي سڳورو آهي جنهن نبوت جون سڀ نشانيون ۽ مهر ڏسي پوءِ ايمان آندو ۽ انهي تي مستحڪم رهيو.

يثرب جي نخلستان ۾ حضرت محمد رسول الله صلي الله عليه وسلم جي آمد، تاريخ ٢٧ سيپٽمبر ٦٢٢ع بروز سومر ٿي. اڳاري کان خميس ٽن ڏينهن اندر اسلام جي پهرين مسجد "مسجد قبا" جو سنگ بنياد رکيو ويو. جمع جي ڏينهن ، پهرين آڪٽومبر ٦٢٢ع تي "يثرب" شهر طرف روانگي ٿي. واٽ تي وادي " رانونا" ۾ باجماعت جمع نماز پڙهيائون. اتان روانگي وقت هڪ سو هٿيار بند قبيله قبيلي ( بنو اوس ۽ بنو خزرج) جا جوان، اگهاڙيون ترارون اڀيون ڪري محافظ دستي طور، حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جي ساڄي کاٻي سواري ڪري رهيا هئا ۽ ماڻهن جو هشام پويان

اچي رهيو هو. انهي مان شان، حشمت ۽ دبدبي سان يثرب شهر جي حدن ۾ آمد رسول ٿي. اڳي هن بستيءَ کي ”مدينة اليثرب“ سڏيو ويندو هو، هاڻي انهيءَ جو نالو ” مدينة النبي“ رکيو ويو، جيڪو ڪثرت استعمال سبب، ۽ اسلامي آداب طور ”مدينة منوره“ مشهور ٿيو.

” قصويٰ“ نرالي ناز ۽ انداز سان مديني منوره جي گهٽين ۽ محلن ۾، محمد رسول الله صلي الله عليه وسلم کي ڪٽي گهمائي رهي هئي جن ۾ سندن ناناڻن ۽ ٻين عزيزن قريبن جا گهر بہ آيا. هر طرف دعوت قيام جون صدائون گونجڻ لڳيون، ليڪن پاڻ سڳورن ڏاچي جي مهار ڍري ڪري فرمايو تہ ” قصويٰ رب جي حڪم هيٺ هلي رهي آهي، جتي ٻاٺهي هشندي اتي اسان جو قيام ٿيندو.“ ”قصويٰ“ ٻن يتيم ڇوڪرن”سهل“ ۽ سهيل“ جي ويران واڙي ۾ وڃي هشي ۽ حضور صلي الله عليه وسلم اها سرزمين زرخريد ڪري اتي مسجد نبوي ۽ پنهنجو گهر، پاڻ مزدورن سان گڏ مزدوري ڪري، تعمير ڪيا. تيستائين حضرت ابو ايوب انصاري رضہ جي گهر قيام ڪيائون.

ڏهن سالن جي مديني زندگي ( ٦٣٢ ـ ٦٢٢ ع) بيحد مصروف ۽ پرخطر رهي، جنهن ۾ دين اسلام جا اهي مضبوط بنياد استوار ڪيا ويا، جيڪي پندرنهن صدين جي گردش ايام لوڏي نہ سگهي آهي. اسين انهي طويل تاريخي داستان کي مختصر ترين صورت ۾ هيٺين ريت ذهن نشين ڪري سگهون ٿا: عملي اقدامات جي دفاعي وضاحتن ۽ مدح سرائي جي، انسان جي تاريخ کي ضرورت نہ آهي: قدمن جا نشان مقدم جي عظمت ۽ صداقت جا گواهہ آهن:

(١) هجرت ٢٧ ـ ١٢ سيپٽمبر ٦٢٢ ع
(٢) غزوه بدر ١٣ مارچ ٦٢٤ ع
(٣) غزوه احد ٢٣ مارچ ٦٢٥ع
(۴) غزوه احزاب ٢٣ مارچ ٦٢٧ع
(۵) صلح حديبيہ مارچ ٦٢٨ع
(٦) بين الاقوامي دعوت اسلام. باشاهن ڏانهن مراسلا. ١۴ مئي ٦٢٨ع

(٧) غزوه خيبر جون ٦٢٨ع
(٨) عمرة القضاء اپريل ٦٢٩ع
(٩) فتح مڪه ١٢ جنوري ٦٣٠ع
(١٠) غزوه حنين پهرين فيبروري ٦٣٠ع
(١١) غزوه طائف ٣ فيبروري ٦٣٠ع
(١٢) غزوه تبوڪ آڪٽومبر - ڊسمبر ٦٣٠ع
(١٣) حجة الوداع ٧ / ١٩ مارچ ٦٣٢ع
(١٤) وفات ٨ جون ٦٣٢ع

ڄاڻايل واقعن سميت، سوانح حيات جو مڪمل خاڪو هن طرح آهي:

(١) ولادت: ٢٩ آگسٽ ٥٧٠ع
(٢) والده جي وفات ٥٧٦ع
(٣) ڏاڏي عبدالمطلب جي وفات ٥٧٨ع
(٤) راهب بهيره جي بشارت ٥٨٢ع
(٥) بيبي خديجه رضہ سان نڪاح ٥٩٥ع
(٦) پهريون وحي ۽ نبوت ١٢ فيبروري ٦١٠ع
(٧) چند مسلمانن جي حبش طرف هجرت ٦١٥ع
(٨) وفات بيبي خديجه رضہ ۽ حضرت ابوطالب ٦٢٠ - ٦١٩ع
(٩) معراج شريف، ٢٢ مارچ ٦٢١ع
(١٠) هجرت ٢٧ ـ ١٢ سيپٽمبر ٦٢٢ع

هجري سن ١٦ جولاءِ ٦٢٢ع ، مطابق پهرين محرم ( پهرين قمري مهيني) کان قمري سال موجب، شروع ٿيو.

(١١) قبلو مٽائي ڪعبة الله طرف ڪيو ويو: ١٥ شعبان سنہ ١هہ ٢٣ فيبروري ٦٢٣ع

## (١٢) جنگ بدر: ١٧ رمضان سنہ ٢ هہ ١٣ مارچ ٦٢٤ع.

مڪه جا قريش ڪافر ابوسفيان جي ڪمان هيٺ مديني تي ڪاهي آيا. بدر جو مقام مديني کان ٧ ميل ڏاکڻ سمنڊ طرف هڪ ڪوهہ واري

هنڌ واقع هوجتي هر سال ميلو لڳندو هو ۽ اتان شام طرف تجارتي شاهراهہ گذرندي هئي. قريش مڪه جو لشڪر، اٽڪل هڪ هزار هٿيار بند، دراصل ابوسفيان جي تجارتي قافلي جي حفاظت لاءِ آيو هو. جڏهن قافلو خيرو عافيت سان گذري ويو تڏهن ابوسفيان واپسيءَ جي راءِ ڏني، ليڪن ابوجهل چيو تہ اسانجي واپسي تيستائين نہ ٿيندي، " جيستائين لاڳيتا ٽي ڏينهن اسين "بدر" ۾ ترسي اهڙا مزا نہ ڪريون جو ٿلها تازا اٺ ڪسجن، گرم ڪبابن سان شراب ناب پيتو وڃي، ڪڃرين جي رقص ۽ سرود سان محفل گرم ٿئي، اسانجي بزم عيش جو چرچو گهر گهر عام ٿئي ۽ ملڪ جي سڀني ماڻهن جي دلين تي اسانجو خوف مسلط ٿي وڃي." ( ابن هيڪل ، ص ص ٥٥٩ - ٥٥٨). حضرت محمد رسول الله صلي الله عليه وسلم جي ڪمان هيٺ مسلمانن جو مسلح ۽ هٿين خالي لشڪر ڪل ملائي ٽي سو کان مٿي نہ هو( ايضا _ ص ٥٦٢). "بنو زهره" کان علاوه باقي قريش لشڪر ابوجهل جي لالچ عيش و طرب تي هرڪجي جنگ لاءِ مورچہ بند ٿيو. عجيب منظر هو: پاءُ پاءُ جو ۽ پٽ پيءُ جو قاتل بنجي ميدان جنگ ۾ ڪڏي پيو هو. جڏهن حضرت ابوبڪر صديق رضہ پنهنجي وڏي فرزند حضرت عبدالرحمان رضہ کي مڪي جي ڪافرن طرفان وڙهندي ڏٺو تہ هڪل ڪري چيائينس: "اين مالي يا خبيث !" معنيٰ منهنجو جيڪو توتي حق آهي، انهيءَ جو ڇا ٿيو، اي خبيث ! سندس فرزند جواب ڏنو: " لم يبق غير شكه ويعبوب وصارم يقتل ضلال الشيب" معنيٰ رستي جي تيز رفتاري ۽ تيزگام سمنڊ ۽ پيريءَ جي گمراهي کانسواءِ باقي ڪجهہ نہ بچيو آهي. سرگرم تجارتي شاهراهہ ۽ تيز وهندڙ ڳاڙهي سمنڊ کان علاوه پيريءَ جي گمراهيءَ جو اشارو اسلام قبول ڪرڻ طرف هو. پوءِ جڏهن حضرت عبدالرحمان بن ابوبڪر صديق رضہ خود بہ اسلام قبول ڪيو تہ پنهنجي والد بزرگوار کي ٻڌايائين تہ "جنگ بدر ۾ هڪ وقت توهان منهنجي مار ۾ هئا، پر مون حذر ڪيو." تنهن تي حضرت ابوبڪر صديق رضہ فرمايو تہ " اي فرزند ! جيڪڏهن اهڙي طرح تون منهنجي مار ۾ هجين ها تہ مان حذر نہ ڪريان ها ۽ اهو فرق ان وقت تنهنجي ۽ منهنجي ايمان جو هجي ها." ( سيرة الصديق رضہ ص ٢٦). ازانسواءِ جنگ احد (٦ شوال ٣هہ) جي آغاز وقت حضرت

عبدالرحمان ڪفار مڪه جي طرفان ميدان ۾ اچي پنهنجو مد مقابل طلب ڪيو هو. حضرت ابوبڪر صديق رضہ اجازت طلب ڪئي، ليڪن حضرت محمد رسول الله صلي الله عليه وسلم، هن نازڪ رشتي جي مد نظر، اجازت نہ ڏني هئي. (ايضا ـ ص ۲۸)

## (۱۳) جنگ احد ٦ شوال سن ۳هه / ۲۳ مارچ ٦۲۵ع

مديني منوره کان ۳ ميل اتر اولهہ طرف اُحد پهاڙي جي دامن ۾ جتي حضرتين موسيٰ ۽ هارون عليهم السلام جون قبرون آهن، اتي ڪفار مڪه، بدر جي ناڪاميءَ جو پلاند ڪرڻ لاءِ گڏ ٿيا. اُحد، عربستان جي بلند ترين پهاڙي آهي. انهيءَ تي هڪ اهم دفاعي مورچہ قائم ڪري، حضور صلي الله عليه وسلم تاڪيد ڪيو تہ انهي مورچي تي مقرر ڪيل جٿو ڪنهن بہ صورت ۾ اهو مورچو نہ ڇڏي. ايندڙ اسلامي فتوحات جوسورمو، حضرت خالد بن وليد، جيڪو احد جي غزوه ۾ ڪفار مڪه جو سپہ سالار هو، تنهن جنگي حڪمت عملي هيٺ بظاهر پسپائي اختيار ڪئي. اسلامي لشڪر فتح جي خوشي ۾ انهن جو تعاقب ڪيو، جن ۾ اهم مورچي تي مامور سپاهي بہ شامل هئا. مورچو خالي ڏسي خالد جي جٿي اهو والاريو ۽ غير منظم اسلامي لشڪر تي تيرن جو وسڪارو لائي ڏنو. انهي افراتفريءَ ۾، حضرت محمد صلي الله عليه وسلم زخمي ٿي وڃي هڪ کاهيءَ ۾ ڪريا. اصحابي ڪيس تلاش ڪرڻ ۾ پريشان هئا ۽ فاتح ڪافرن جي لشڪر ۾ اهو دم نہ هو جو مسلمانن جي افراتفري مان فائدو حاصل ڪري مديني منوره طرف وڌن، يا حضور صلي الله عليه وسلم کي هٽ ڪرڻ جي ڪوشش ڪن. حضرت امير حمزه رضہ، ڪافرن جي لشڪر ۾ دهشت وجهي ڇڏي هئي: قريش مڪه جا مشهور شمشيرزن سندس تلوار جو بک ٿي ويا هئا. ابوسفيان ۽ سندس زال هنده بنت عتبه جو هڪ حامي نسل جو غلام، "وحشي" ماهر نيزه باز هو. آزادي جي عيوض هن حضرت امير حمزه رضہ کي پنهنجي نيزه جو نشانو بنايو. پوءِ جڏهن آزاد ٿيو تہ خوشي سان مسلمان ٿي پنهنجي ندامت جو اظهار ڪيائين ۽ اميرحمزه رضہ بن عبدالمطلب جي شهادت جو

احوال هن ريت بيان ڪيائن: ” جڏهن احد ۾ جنگ جا شعلا ڀڙڪيا، تڏهن مان بہ پنهنجي شڪار جي تلاش ۾ نڪتس. حمزه ( رضہ) جو رنگ سانورو هو. مون هجوم ۾ بہ هن کي سڃاڻي ورتو. ان وقت هو قريش جي وچ لشڪر ۾ گجندو لاشن جا ڍير لڳائي رهيو هو. مون پنهنجو نيزو توري سندس طرف اڇلايو، جيڪو سندس دن ۾ گهڙي پار ٿي ويو. حمزه ( رضہ) مون کي ڏسي منهنجي طرف وڌيو، ليڪن ڪري پيو. مون سندس سرد جسم مان نيزو ڇڪي ڪڍي ورتو........... منهنجي هن لڙائي ۾ شريڪ ٿيڻ جو مقصد حمزه ( رضہ) کي قتل ڪرڻ هو..... اهو ڪم مون پنهنجي آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيو.“ ( هيڪل ص ص ٦٣٢ ــ ٦٣١).

جنگ اُحد ۾ مسلمانن جو تعداد ست سو کان وڌيڪ نہ هو ۽ ڪافر انهن کان چئوٽي تعداد ۾ هئا. ( ايضا ـ ص ٦٣٣) . جڏهن مسلمانن جي شروعاتي ڪاميابي بعد قريش جو لشڪر ميدان ڇڏي ڀڳو تہ پنهنجو بت جيڪو فتح ڏيارڻ لاءِ آندو هئائون ۽ حسينائون جيڪي لشڪر کي مسحور ڪرڻ ۽ جوش ڏيارڻ لاءِ آنديون هئائون سي سڀ ڇڏي ويا ۽ مسلمانن انهن تي قبضو ڪيو ( ايضا ـ ص ٦٣٥). ليڪن خالد بن وليد رضہ جي حڪمت عملي ۽ اهم دفاعي چوڪي تان مسلمانن جي مال غنيمت جي شوق ۾ خروج ۽ رسول الله صلي الله عليه وسلم جي حڪم عدولي سبب جنگ جو پاسو قريش لشڪر جي پاسي پلٽيو. مسلمان سپاهي تتل تسبيح جي داڻن وانگر، وکرجي ويا ۽ رسول الله صلي الله عليه وسلم جي شهادت جا افواهہ پکڙجڻ لڳا. حضرت علي ڪرم الله وجهه دل برداشتہ مسلمانن کي منظم ڪرڻ لڳو ۽ حضرت ابوبڪر صديق رضہ حضرت محمد صلي الله عليه وسلم کي سخت زخمي حالت ۾ هڪ کاهي اندر تلاش ڪري ورتو. اصحاب ڪرام حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جي گرد حفاظتي گهيرو قائم ڪيو ۽ اسلامي لشڪر ٻيهر جنگ جي لاءِ صف آرا ٿيڻ لڳو. نماز جو وقت اچي ويو. حضور صلي الله عليه وسلم عين لڙائيءَ ۾ ۽ زخمي حالت ۾ احد جي چوٽيءَ تي پنهنجي محافظ دستي حضرت ابوبڪر صديق رضہ، حضرت عمر فاروق رضہ، حضرت علي ڪرم الله وجه رضہ ۽ حضرت زبير بن العوام رضہ جي امامت ڪئي. حضرت ڪعب بن مالڪ جڏهن ابودجانه جي

دستي طرف وڌي رهيو هو تہ هن حضور صلي الله عليه وسلم کي ڏسي ورتو ۽ رڙ ڪري چيائين: " يا معشر المسلمين ! هذا رسول الله" ـ اي مسلمانو! هو ڏسو رسول الله ( صلي الله عليه وسلم) (هيڪل ص ٦۴١). ٻئي طرف ابو سفيان نعره هنيو: " يوم بيوم والموعد العالم المقبل"يعني، اڄو ڪو ڏينهن اڄ سان ۽ وعدو رهيو تہ آئينده مقابلو ٿيندو. اهو واپسيءَ جو اشارو هو. سندس زال هنده هٿ آيل مسلمانن جي لاشن جا ڪن ۽ نڪ ڪپائي ان جو هار بنائي ڳچيءَ ۾ پاتو ۽ حضرت محمد رسول الله صلي الله عليه وسلم جي ننڍي چاچي ۽ جگري دوست حضرت امير حمزه رضہ جي ميت جو سينو چاڪ ڪري سندس دل ڪڍي انهيءَ کي چٻاڙڻ لڳي. آت اچي ويس ۽ بهادر جي دل سندس زبان ۽ ڏندن مان اڇلجي ٻاهر ميدان جنگ ۾ اوجهل ٿي وئي. ( ايضا ـ ص ٧۴٣) جڏهن حضور صلي الله عليه وسلم، قريش لشڪر جي واپسي بعد، پنهنجي محبوب چاچي، ننڍپڻ جي دوست ۽ اسلام جي جانباز مجاهد جي لاش جي هي بيحرمتي ڏٺي تہ دل ۾ سخت انتقام وٺڻ جو ارادو ڪيائين، ان وقت وحي نازل ٿيو: جنهن مطابق توازن ۽ صبر جي تلقين ڪئي وئي. (واصبروا وما صبرک الا بالله ولاتحزن عليهم ولاتک في ضيق مما يمکرون ـ سورة النحل آيت ١٢٧). يعني، صبر ڪر ۽ تنهنجو صبر الله جي ڪري آهي ۽ انهن جو غم نہ ڪر ۽ نہ سندن تدبيرن جي ڪري پريشان ٿي.

## (١۴) جنگ خندق (٢٣ مارچ ٦٢٧ع):

مڪي جي قريش ڪافرن، مديني ۽ ان جي آسپاس رهندڙ يهودين سان سازباز جي تدبير ڪئي. بنو قينوقه ۽ بنو نضير ٻہ طاقتور يهودي قبيلا مديني جي آسپاس آباد هئا، جيڪي جاسوسي ڪري اسلامي رياست جا اندروني راز مڪہ جي قريش حليفن کي پهچائيندا هئا. غزوه احد جي ٻئي سال ٦٢٦ع ۾ بنو نضير قبيلي کي سندن نخلستان ۽ باغات مان بيدخل ڪري سندن ملڪيت مسلمان مهاجرين ۾ ورهائي وئي. انهي اتحاد ٿيڻ بعد قريش

مڪه، بدوي قبائل ۽ حامي نسل جي حبشي غلامن خواهہ آزاد آبادڪارن سان اتحاد ڪري، سال ٦٢٧ ع جي موسم بهار ۾ مدينې تي چڙهائي ڪئي. حضرت سلمان فارسي رضہ جي مشوره تي مديني جي چوطرف هڪ دفاعي خندق کوٽي وئي، جنهن سبب هن محاذ آرائي کي " غزوه خندق" نالو ڏنو ويو. تاريخي طور تي انهيءَ کي " غزوه احزاب" يعني اتحادين جي جنگ چيو وڃي ٿو. ڪافرن جو تعداد ڏهہ هزار ۽ مسلمانن جو تعداد فقط ٽي هزار هو. خندق يا کاهي فقط غير محفوظ طرفن کان کوٽي وئي هئي، باقي طرفن جي حفاظت جي ذميداري بنو قريظه قبيلي پاڻ تي کنئي هئي، ليڪن وچ لڙائي ۾ هي يهودي بہ دوکو ڏئي وڃي دشمن ڌر سان شامل ٿيا. تاهم سخت مينهن ۽ طوفان ۾ سيئي اتحادي ايئن ٽڙي پکڙجي ويا، جيئن گڏ ٿيا هئا. هاڻي، بنو قريظه قبيلي جا مضبوط ڪوٽ، باغات ۽ محلات ، مديني جي ڏکڻ ۾، هڪ دائمي خطرو بنجي ويا. اهي يهودي آبادڪار، " بنو اوس" قبيلي جي سردار حضرت سعد بن معاذ رضہ جا موالي ( يا زير حفاظت) هئا. انهن کي لڏي وڃڻ لاءِ چيو ويو. پهريائين انڪار ڪيائون پوءِ مجبور ٿي حضرت سعد تي فيصلي ۽ امانت جو بار رکيائون. هن جانباز مجاهد، جيڪو دراصل جنگ خندق ۾ اتحادين خلاف وڙهندي سخت زخمي ٿيو هو ۽ بئي ڏينهن گذاري ويو، تنهن فيصلو ڪيو تہ غدار يهودي قبيلي بنو قريظه جا جوان سپاهي قتل ڪيا وڃن ۽ زالون ۽ ٻار مسلمانن جا غلام بنايا وڃن. انهي فيصلي مطابق عمل ٿيو.

سن ٦ هہ، مطابق ٦٢٨ع ۾ يثرب ( مديني) جي مسيحين ( عيسائين) ۽ سينٽ ڪٿرائين جي پادرين لاءِ هڪ اعلان نامو جاري ڪيو ويو جنهن مطابق سندن تمام حقوق محفوظ ڪيا ويا ۽ مسلمانن تي سندن گهربل امداد لازمي قرار ڏني وئي. ساڳي وقت ان وقت دنيا جي ٻن عظيم شهنشاهن قيصر روم ۽ ڪسريٰ ايران ڏانهن سفير روانا ڪيا ويا، جن اسلام جي دعوت پهچائي. پهرئين مهذب انداز اختيار ڪيو. ٻوئين توهين آميز انداز ۾ دعوت کي رد ڪيو ۽ ٽئين مسيحي حڪمران، جنهن بظنطيني قيصر جي طرفان دمشق ۾ راڄ ڪيو ٿي، تنهن ماڳهين اسلامي سفير کي قتل ڪرائي ڇڏيو. ساڳي سال " صلح حديبيه" ذريعي مڪي جي ڪافرن سان حج بيت الله

بابت معاهدو ڪيو ويو، جنهن تي ٻئي سال عمل ٿيو. ساڳي سال ٦ هه / ٦٢٨ع ۾ حضرت خالد بن وليد رضه (سيف الله لقب) ۽ فاتح مصر حضرت عمرو بن العاص مسلمان ٿيا. انهيءَ سال جون مهيني ۾، جنگ خيبر کان واپسيءَ بعدحضرت محمد صلي الله عليه وسلم، پنهنجي خاص حريف ابو سفيان بن حرب، سان تعلقات پيدا ڪرڻ خاطر سندس بيوه ڌيءَ حضرت بيبي رمله عرف ام حبيبه سان شادي ڪئي، ليڪن ابو سفيان ۽ سندس زال هنده ويتر طيش ۾ اچي ويا.

## (١٥) جنگ خيبر:

سن ٧ هه / جون ٦٢٨ع ۾ " صلح حديبيه" کان هڪ مهيني اندر، اسلامي لشڪرکي خيبر جي يهودين خلاف ڪاروائي ڪرڻ جو حڪم ڏنو ويو. هڪ هزار ڇهه سو سپاهه جنهن ۾ سوارن جو تعداد هڪ سو جي اندر هو، هڪ اهڙي حريف طرف وڌيا جن وٽ اسلحه جو تعداد پوري عرب ملڪ اندر موجود هٿيارن کان وڌيڪ هو ۽ سندن قلعن جو تعداد ڏهه هو جن کي گڏي " خيبر" جو علائقو سڏيو ويندو هو. ڏهه قلعا ٽن حلقن ۾ ورهايل هئا ۽ جنگجو محافظن جو تعداد ڏهه هزار هو. اهو علائقو مديني کان سڌو اتر طرف واقع هو ۽ انهي علائقي جي اوپر ۾ " بنو غطفان" عرب قبيلو خيبر جي يهودي قبائل جو ولي ( تحفظ ڏيندڙ) هو. انهيءَ علائقي ۾ پيشقدمي، حفظ ما تقدم ۽ دشمن کي پناهه ڏيڻ جي سزا طور، ڪئي وئي. في الواقع، هيءَ لڙائي عرب ملڪ ۾ بني اسرائيل ۽ بني اسماعيل جي آخري معرڪه آرائي ثابت ٿي. پهريون محاذ " قلعه نطاة" جي هيٺان قائم ٿيو، جنهن ۾ يهودين جو سپهه سالار سلام بن مشڪم مارجي ويو ۽ بنو خزرج هي معرڪو کٽيو. ٻيو محاذ " قلعه ناعم" جي هيٺان هلي رهيو هو. ڪيترا ڏينهن گذري ويا، محاصرو ڪامياب نه ٿي رهيو هو، آخر هڪ ڏينهن حضرت ابوبڪر صديق رضه ۽ ٻئي ڏينهن حضرت عمر رضه حملي جي ڪمان سنڀالي، ليڪن قلعي جو دروازو ٽوڙي نه سگهيا. ٽئين ڏينهن حضرت محمد صلي الله عليه وسلم، حضرت علي ڪرم الله وجه کي حڪم فرمايو: " خذ

هذه الراءية فامض بها حتي يفتح الله عليک." يعني، هي جهنڊو وٺ ۽ انهيءَ
سان ڪاهي پوءِ جيستائين الله تعاليٰ توکي فتح عطا ڪري. سو، الله تعاليٰ
حضرت علي ڪرم الله وجهه کي فتح نصيب ڪئي ۽ تاريخ ۾ ڪيس " فاتح
خيبر" ۽ " اسدالله" جي خطابن سان ياد ڪيو ٿو وڃي. يهودي سپهہ سالار
حارث بن ابو زينب جي مارجي وڃڻ بعد " قلعہ ناعم" تي قبضو ٿي ويو.
پوءِ باقي قلعا فتح ٿيا ۽ ٻن قلعن " وطيع" ۽ "سلام" جي يهودي آباديءَ
امان گهري جيڪا ڏني وئي ۽ انهيءَ سان گڏ انهن کي پنهنجي زمين آباد
ڪرڻ، پنهنجي گهرن ۽ ٻي ملڪيت جي مالڪي جو حق، ۽ مذهب جي
مڪمل آزادي ڏني وئي انهي شرط تي تہ هو باقاعدگيءَ سان مديني جي
اسلامي حڪومت کي مقرر خراج ادا ڪندا رهندا.

ان بعد ڪعبة الله جي حج جي تياري ڪئي وئي: صلح حديبيه جي
شرطن مطابق مسلمان حضرت محمد رسول الله صلي الله عليه وسلم جي
قيادت ۾ مڪي ۾ داخل ٿيا ۽ ڪافر قريش مڪو خالي ڪري ويا. ٽي ڏينهن
حج جا ارڪان ادا ڪري مسلمان مڪي مان واپس مديني طرف روانا ٿيا ۽
ڪافر موٽي آيا.

## (١٦) فتح مڪہ: (١٢ جنوري ٦٣٠ع):

صلح حديبيه جي هڪ شرط موجب حليف قبيلن تي حريف ڌريون
حملو نہ ڪنديون. مڪي جي ڪافرن، مسلمانن جي پهرين حج ڪان جلدي
پوءِ سندن هڪ حليف قبيلي " خزاعه" تي حملو ڪري انهن جا گهڻا ماڻهو
ماري ڇڏيا. فرياد مديني جي سرڪار وٽ دائر ٿيو. معاهدي جي خلاف
ورزي سبب ڏهہ هزار اسلامي لشڪر مڪي طرف ڪوچ ڪيو. هڪ اندازي
مطابق سندن تعداد فقط ٻہ هزار هو جڏهن هو مديني مان روانا ٿيا ۽ انهن وٽ
سٺ قربانيءَ جا اٺ هئا.باقي واٽ تي شامل ٿيا. اڳئين سال جڏهن مديني جا
مسلمان حج ڪرڻ لاءِ مڪه آيا هئا تڏهن سندن تعداد فقط چوڏهن سو هو.

اربع ڏهين رمضان سن ٨ هجري مڪه معظمه جي ان طرف ڪان محمد
رسول الله صلي الله عليه وسلم " قصويٰ" تي سوار، سر مبارڪ تي ڪارو

پٽڪو ٻڌل، پاسن کان ۽ پٺيان ٻہ هزار جانثارن جو سپاهہ، وقار ۽ عظمت سان ٻنهنجي اباڻي شهر ۾ داخل ٿيا. ڏاچي قصويٰ جي مهار، حضرت عبدالله بن رواح رضہ هٿ ۾ جهلي اڳيان پيدل هلي رهيو هو: جڏهن ڪعبةالله تي نظر پين تہ سيني بلند آواز سان نعره هنيو: "لبيڪ ، لبيڪ" ۽ سڄو شهر انهيءَ نعره سان گونجڻ لڳو. قريش ڪافر پڇي وڃي جبل " ابوقبيس" ۾ لڪا ۽ اتان عبرت جي اکين سان حضور صلي الله عليه وسلم ۽ سندس جانثار رفيقن کي ڏسڻ لڳا، جن کي ستائڻ ۽ بي گهر ڪرڻ ۾ هنن ڪا ڪسر نہ ڇڏي هئي. هاڻي ڏکي رهيا هئا تہ ساڻن ۽ سندن اهل عيال سان الائي ڇا ٿيندو. حضور صلي الله عليه وسلم جي دل ۾ پڻ طرحين طرحين خيال ۽ تجويزون اڇي رهيون هيون: جڏهن قصويٰ، ڪعبة الله جي چائنٽ تي اچي هشي، تڏهن حضور جن هيٺ لهي، احرام جو هڪ پلؤ، ساڄي بغل مان ڪڍي ڪاٻي ڪلهي تي رکيو ۽ دعا لاءِ هٿ مٿي کنيا: " اللهم ارحم امراء اراهم اليوم من نفسه قوة !"يعني، يا الله انهيءَ شخص تي رحم ڪر جيڪو اڄ دشمنن جي سامهون وقار سان آيو آهي: نفس جي زور کان بچاءِ جي دعا ڪيس پنهنجو خواب ياد ڏياريو، جنهن ۾ هن گهڙيءَ جي بشارت ڏني وئي هئي ۽ پاڻ سڳورا سورة فتح جي آخري رڪوع جي تلاوت ڪرڻ لڳا:

"لقد صدق الله رسوله الرؤيا بالحق لتدخلن المسجد الحرام ان شاءَ الله آمنين محلقين رؤسكم ومقصرين لاتخافون............... بيشڪ الله تعاليٰ پنهنجي رسول کي سچو خواب ڏيکاريو تہ الله جي حڪم سان ڪعبة الله ۾ امن امان جي حالت ۾ داخل ٿيندو ۽ ڪن جا مٿا ڪوڙيل هوندا ۽ ڪن جا وار ڪتريل هوندا ۽ هوُ ڪنهن بہ خوف خطري ۾ نہ هوندا. ( آيت ٢٧) هي بشارت صلح حديبيه جي حوالي سان ڏنل هئي، جنهن ۾ بظاهر مسلمانن جي ڪمزوري ۽ توهين نظر ٿي آئي. اها ظاهري گهٽتائي فتح مڪه جو پيش خيمو ثابت ٿي.

ابو سفيان اطاعت ڪئي ۽ بغير خونريزي مسلمانن مڪه فتح ڪيو. قصويٰ تي سوار فاتح مڪه،ڪعبة الله جو ست دفعا طواف ڪري، جڏهن اندر داخل ٿيڻ لاءِ مجاور عثمان بن طلحہ کان چاٻي گهري تہ هن هڪدم پيش ڪئي. انهيءَ وچ ۾ ابو سفيان جبل جي چوٽيءَ تي چڙهي بلند آواز

اعلان ڪيو: " يا معشر قريش! هذا محمد قدجاءكم في مالا قبل لكم به" "اي قريش! محمد اچي ويو آهي ۽ اهڙو لشڪر ساڻ اٿس جنهن جو توهان مقابلو ڪري نہ ٿا سگهو !" پوءِ اعلان ٿيو تہ جيڪو شخص ابوسفيان جي گهر ۾ يا پنهنجي گهر ۾ دربند ڪري، يا ڪعبةالله شريف ۾ موجود هوندو اهو امن ۾ رهندو.

حضور صلي الله عليه وسلم ڪعبة الله شريف ۾ داخل ٿيڻ کان اڳ ٻاهر صحن ۾ جمع ٿيل ڪافرن کي خطاب ڪيو جنهن ۾ انسانن جي برابري ۽ پرهيزگاري جي عظمت متعلق قرآني آيتن پڙهڻ بعد مجموعي کان سوال پڇيو: " يا معشر قريش ! ماترون اني فاعل بكم؟" اي قريش قبيلي وارؤ ! ڇا ٿا سمجهو تہ مان توهان سان ڪهڙي ڪار ڪندس؟ مجموعي مان سهيل بن عـمـرو ، جيـڪـو صلح حـديبـيـه وقت قـريشن جو وڪيل هو، چوڻ لڳو:"خيرا ! ، اخ كريم و ابن اخ كريم! خير !" مهربان ڀاءُ آهين، ۽ مهربان ڀاءُ جو پٽ آهين!خيرڪر !

اهوپڏي، حضرت محمد صلي الله عليه وسلم سورة يوسف جي اها آيت تلاوت ڪئي، جيڪا سرفرازي بعد حضرت يوسف عليه السلام پنهنجي ڀائرن کي مخاطب ٿيندي چئي هئي: " لاتثريب عليكم اليوم" ـ اڄ توهان کان ڪو بدلو نہ ورتو ويندو. پوءِ واقـعي فـتح مـڪـه وقت، انسـان جي تاريخ ۾ پهريون دفعو، فاتح لشڪر نہ ڪا شادماني ڪئي نہ ڪو عيش ۽ بداخلاقيءَ جو مظاهرو ڪيو ۽ نہ ڪنهن جي جان مال ۽ عزت کي پامال ڪيو ويو.

مغربي مؤرخ پروفيسر اسٽينلي لين پول، ستين صدي عيسوي جو هي حيرت ناڪ واقعو بيان ڪندي، لکي ٿو تہ:

" محمد ( صلي الله عليه‌وسلم) جي پنهنجي دشمنن تي، عظيم ترين فتح جو ڏينهن خود محمد جي پاڻ تي اعليٰ ترين فتح جو ڏينهن هو: عذاب ۽ نفرت جيڪا سالن کان ڪافرن جي ڪار رهي هئي، سا سموري معاف ڪئي وئي ۽ مـڪـي وارن کي عـام مـعـافي ڏني وئي: جڏهن هڪ فـاتح پنهنجي بدترين دشمن جي شـهر ۾ داخل ٿـيو، تڏهن فقط چئن ڏوهارين کي سندن ڏوهہ جي سزا ڏني وئي. فوج سندس مثال تي قائم رهي: امن ۽ خاموشيءَ سان شهر ۾ داخل ٿي.ڪو گهر نہ لٽيو ويو، ڪنهن عورت جي عصمت دري

نہ ڪئي وئي. فقط هڪ شيءِ کي تباهي نصيب ٿي: ڪعبه ۾ وچي محمد (صلي الله عليه وسلم) ( اتي رکيل) ٿي سؤ سٺ بتن مان هر هڪ جي اڳيان بيهي پنهنجي لٺ سان اشارو ڪري چيو: " حق اچي ويو ۽ باطل ڀڄي ويو". ( سورة بني اسرائيل جي نائين رڪوع ۾ ٨١ آيت) "..........۽ چؤ تہ حق آيو ۽ باطل نابود ٿيو: باطل کي نابود ٿيڻو آهي" انهن لفظن تي سندس محافظن انهن ( بتن) کي پيچي هيٺ ڪيرايو ۽ مڪه جا تمام قومي ۽ ذاتي بت پيچي پورا ٿيا."

## (١٧) جنگ حنين ۽ طائف (فيبروري ٦٣٠ع) :

تاهم تمام بتن جو بابو " حبل" اجا طائف ۾ موجود هو ۽ اهي ڏينهن بہ ڪين وسريا هئا، جڏهن اتان امداد بجاءِ تذليل ۽ سنگباري ڪئي وئي هئي. وري نفس تي غلبي جو امتحان هو. ذاتي رنجش معاف ٿي سگهي ٿي، ليڪن حق ۽ باطل جو فيصلو ٿي رهڻو هو: " حنين" جي ميدان تي حبل جي پوڄارين ۽ حق پرست مسلمانن جون فوجون مد مقابل ٿيون. محمد رسول الله صلي الله عليه وسلم هن سخت ترين جنگ ۾ زخمي ٿيا پر سوڀ آخر حق جي ٿي. وري بہ "لاتثريب عليڪم اليوم" جو اعلان ٿيو، جنهن تي ڪجهہ انصار مدني مجاهدين اعتراض ڪيو. انهن کي حضور صلي الله عليه وسلم اهڙي دلپذير لفظن ۾ عفو درگذر جي تلقين ڪئي جو سڀ روئي پيا. اها تاريخ پهرين فيبروري سن ٦٣٠ ع جي ڳالهہ آهي. " حبل" ڇيهون ٿي ويو ۽ طائف وارن کي چيو ويو تہ سندن گهرن ۾ جيڪي بت رکيل هجن انهن کي پاڻ پيچي ڇڏين. پوءِ فاتح فوج " صفا" جي ٽڪري تان هٽائي، شهر خالي ڪيو ويو. اتي تمام پراڻا ويري حاضر ٿي، محمد صلي الله عليه وسلم جي بيعت ڪرڻ لاءِ هڪ ٻئي کان اڳ ڪڏڻ لڳا. اهي سون جي تعداد ۾ هئا ۽ انهن ۾ ابوسفيان جي زال هنده، جنهن جنگ احد ۾ حضرت امير حمزه رضہ جي ميت جي بيحرمتي ڪئي هئي ۽ سندس دل جسم مان ڪڍي چٻاڙڻ جي ڪوشش ڪئي هئي، سابہ حاضر هئي ليڪن برقع پاتل هئس جيئن مسلمان ٿيڻ کان اڳ سڃاڻجي نہ پوي. بيعت ڪرڻ بعد برقعو هٽائي چيائين:

" آءُ آهيان هنده بنت عتبه!" حضور صلي الله عليه وسلم بغير نظر ڪرڻ جي فرمايو " مرحبا!" اهڙي طرح تمام ذاتي دشمنن کي سندن ڪيل سيئي عقوبتون ۽ عداوتون معاف ڪيون ويون ۽ اهي سيئي مسلمان ٿيا.

" مڪه" کان قريب ترين بتخانو " العزيٰ" جو هو جنهن کي پوري عرب جا ڪافر الله جي عظيم طاقت واري ڌيءُ سمجهي پوڄيندا هئا: نخلستان جي هن بتڪده کي ڊاهڻ لاءِ حضرت خالد بن وليد رضہ ( سيف الله) کي روانو ڪيو ويو: مجاور تلوار عزا جي ڳاٽي ۾ وجهي چيو: " وٺ هي ترار ۽ مار پنهنجي دشمن کي، نہ تہ وجي مسلمان ٿيءُ !" هن موقعي تي هڪ ما بعد طبعيات جو واقعورونما ٿيو: جڏهن خالد بن وليد تعميل جو اطلاع ڏنو تہ حضور صلي الله عليه وسلم فرمايو: "ڇا توهان اتي ٻيو ڪجهہ نہ ڏٺو؟" خالد عرض ڪيو، "نہ حضور !" پاڻ فرمايائون: "موٽي وڃي ڏس ! تو هن کي ڪونہ ڊانو آهي. وڃي ڊاهيس ! " حضرت خالد بن وليد موٽي ڊانل بتخاني جي ڍير ۾ ڏٺو تہ هڪ ڪاري عورت صفا ننگي، وڏن لهرائيندڙن وارن سان، اتان نڪري نروار ٿي. بعد ۾ خالد رضہ ٻڌايو تہ "ان وقت خوف ۾ منهنجي پنيءَ جو ڪرنگهو بہ ڏڪي ويو، ليڪن مون همت ڪري تلوار جي وار سان هن کي ماري وڌو".

هڪ مسلمان جو مابعد طبعيات، فوق الفطرت يا غيب جي عمل دخل تي ايمان آهي: حنين جي ميدان جنگ ۾ اسلامي لشڪر هارائي رهيو هو: هوازن قبائل طاقتور هئا: بنو ثقيف، نصر، جشم ۽ سعد ابن بڪر ٻارين ٻچين پنهنجا اڻ گهوڙا ڪاهي، پنهنجي معبود " العزيٰ" جي دفاع لاءِ، جنگ جي ميدان تي جمع ٿي ويا هئا. هنن اوچتو خالد بن وليد جي جٿي تي حملو ڪيو ۽ سندس سپاهي، بني سليم جا قبائلي، مورچو ڇڏي ونٺي پڳا ۽ جبل جو سوڙهو لڪ انن گهوڙن سان بند ٿي ويو ۽ مسلمانن جو دفاع ناڪام ٿيڻ لڳو. بنو نصر جو سپہ سالار " مالڪ" ٽيهن سالن جي جواني ۽ جنگي شهرت وارو هن جنگي چال ۾ ڪامياب ٿيو. حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم پنهنجي مورچي مان نڪري ڪليل ميدان تي آيا: " دلدل" گهوڙيءَ تي سوار ۽ ان جي واڳ حضرت ابو سفيان بن حارث رضہ جي هٿ ۾ جهليل، اصحابين مان حضرت ابوبڪر صديق رضہ، حضرت عمر رضہ ۽ ٻيا

مهاجر ۽ انصار حفاظتي جٿي طور سندن چوڦير، پاڻ رڪيبن تي زور ڏئي هني ڪان مٿي اٿي بيٺا، جيئن نظر اچي سگهن ۽ پاڻ بهتر طور تي ڏسي سگهن. ڏسن تہ بني هوازن هڪ نئين حملي جي تياري ڪري رهيا آهن ۽ هتي بچاءُ جي ڪا صورت نہ آهي: سورة فتح جي هيءَ آيت: ولم تقدرو عليها، قد احاط الله بها: جنهن تي اوهان کي قدرت حاصل نہ آهي، اها (ڳالهہ) الله جي احاطي ۾ آهي، هتي صاف ثابت ٿي. حضور صلي الله عليه وسلم ، حضرت علي ڪرم الله وجهه کي حڪم ڪيو تہ پٿرين جي مٺ ڀري ڏي، اها هٿ ۾ جهلي دشمن جي طرف اڇلايائون ۽ دعا گهريائون: ”يا الله مان تنهنجي وعدي جي وفا چاهيان ٿو !“

اوچتو بغير ڪنهن ظاهري اسباب، جنگ جو نقشو بدلجي ويو. حملي آورن ۾ اچي ڀاڄ پئي ۽ پويان پنهنجون زالون ۽ ٻار ڇڏي ويا، جيڪي سڀ جنگي قيدي بنجي ويا، ڇاڪاڻ تہ جنگ ۾ شامل هئا. چاليهہ هزار مثقال چانديءَ جا مال غنيمت طور حاصل ٿيا، جيڪي حضرت بضيل جي حفاظت ۾ ڏنا ويا.

انهيءَ موقعي تي هڪ دلگداز واقعو پيش آيو: محمد صلي الله عليه وسلم جڏهن ننڍڙائپ ۾ بيبي حليمه جي پرورش هيٺ هو، تڏهن سندس وڏي ڌيءُ شيماء کيس کڻيو پائيندي هئي ۽ واپس پنهنجي والده بيبي آمنه جي حوالي ٿيڻ بعد ننڍڙي محمد ( صلي الله عليه وسلم) کي ” شيماءُ“ ياد ايندي هئي. هارايل قبائل ۾ شيماء جو قبيلو بني سعد ابن بڪر بہ شامل هو. محافظ سپاهين کي هڪ پيرسن عورت دڙڪا ڏئي رهي هئي: ”پري ٿيو، الله جو قسم آءُ توهان جي سردار جي ڀيڻ آهيان!“ سپاهين نہ ٿي مڃيو، محمد رسول الله صلي الله عليه وسلم ڀڃي ورتو ۽ کيس گهرايو، ٻڍڙي مائيءَ چيو: ”اي محمد ! مان تنهنجي ڀيڻ آهيان !“ حضور جن حيرت مان کيس ڏٺو ۽ فرمايو: ” توهان وٽ انهيءَ ( رشتي) جي ڪا نشاني آهي؟“ پيرسن شيماءُ هڪدم پنهنجو ڪلهو کڏي کيس ڏيکاريو جنهن تي هڪ ديريا چڪ جو نشان هو ۽ چيائين ” جڏهن اسين ريڍارن سان گڏ ” سرار“ جي واديءَ ۾ ريڍون چاري رهيا هئاسين، تون منهنجي ڪلهي تي هئين ۽ تو مونکي هي چڪ پاتو هو! “ محمد صلي الله عليه وسلم کي.اهو واقعو ياد اچي ويو،

هڪدم پنهنجي چادر هيٺ وڇائي، شيماءَ کي ان تي ويهاريائين، ڪيس قيمتي تحفا پيش ڪيائين ۽ پاڻ سان گڏ رهائڻ يا بني سعد قبيلي جي سيني ماڻهن سميت واپس وڃي پنهنجي ڳوٺ رهڻ جي اجازت جي آڇ ڪيائين: شيماءَ چيو تہ ڀهريائين مسلمان ٿيندس ۽ پوءِ پنهنجي قبيلي وارن کي وٺي وڃي ڳوٺ رهندس."

## (١٨) عرب قوم جو قبول اسلام (٦٣١ع):

سن ٨ هہ / ٦٣٠ع ۾ مسلمانن جي عسڪري طاقت جو ڌاڪو سڄي ملڪ عربستان ۾ ويهي ويو ۽ سن ٩ هہ / ٦٣١ع ۾ مختلف عرب قبيلن پنهنجا وفد موڪلي، اطاعت ۽ اسلام جي پيرويءَ جو عهد ڪيو. انهي سال کي عربستان جي تاريخ ۾ " عام الوفود" ( وفدن جي سال) جو نالو ڏنو ويو آهي. انهن وفدن ۾ بنو طائي جو وفد، عدي بن طائي جي اڳواڻيءَ ۾ مسلمان ٿيو، ڇاڪاڻ تہ ڪجهہ وقت اڳي حضرت علي ڪرم الله وجه رضہ جڏهن قبيلي جو بت " نابت" مسمار ڪرڻ ويو هو تہ بنو طائي مقابلو ڪيو ۽ سندن شڪست بعد جيڪي جنگي قيدي مديني شريف آندا ويا، انهن ۾ حاتم طائي جي ڌيءَ بہ هئي، جنهن کي حضور صلي الله عليه وسلم آزاد ڪري عزت سان واپس ڪيو هو. انهيءَ سخاوت ۽ فراخدليءَ جو هن جنگجو قبيلي تي گهرو اثر ٿيو ۽ هنن اسلام قبول ڪرڻ جو فيصلو ڪيو هو.

انهي سال فتح و نصرت جي خوشي هڪ ذاتي رنج ۾ بدلجي وئي جڏهن حضور صلي الله عليه وسلم جي وڏي نياڻي بيبي زينب وفات ڪئي. بہ ٻيون نياڻيون حضرت بيبي ام ڪلثوم ۽ بيبي رقعيه اڳئي فوت ٿي چڪيون هيون. باقي بيبي فاطمة الزهرا زوجه حضرت علي ڪرم الله وجه رضہ زندهہ رهي. انهيءَ سال قبطي زوجہ بيبي ماريہ جي پيٽان هڪ فرزند ڄائو جنهن جو نالو "ابراهيم" رکيو ويو ۽ سندس والده کي " ڪنيز" بجاءِ "زوجه" جي حيثيت ملي، تاهم هي خوشي بہ رسول الله صلي الله عليه وسلم کي راس نہ آئي ۽ اتڪل ڏيڍ سال بعد ننڍڙو ابراهيم گذاري ويو. بيحد رنج و الم جي عالم ۾ پاڻ سڳورن فرمايو: "اکيون اشڪبار آهن ۽ دل غم ۾ مبتلا آهي،

ليڪن زبان سان فقط اهو ڪي چئبو جنهن سان رب راضي رهي، اي ابراهيم مان تنهنجي موت جي صدمي سبب بيحد مغموم آهيان". ( هيڪل ص ٩٦٩)

جنهن ڏينهن حضور جن جي آخري فرزند ابراهيم وفات ڪئي انهيءَ ڏينهن سج گرهڻ ٿيو. مومن چيو ته " ڏسو ! رسول الله صلي الله عليه وسلم جي غم ۾ سج به شريڪ آهي". پاڻ سڳورن فرمايو " ان الشمس والقمر آيات من آيات الله. لاتخسفان لموت احد ولا لحياته ! فاذا رايتم ذالک فافزعو الیٰ ذکر الله بالصلواة !" يعني هي سج ۽ چنڊ الله جي نشانين مان به نشانيون آهن. اهي ڪنهن جي موت يا حياتي تي ونجي نه ٿيون وجن. جڏهن توهين ايئن ٿيندي ڏسو ته نماز جي ذريعي الله جي ياد کي تازو ڪيو !" (هيڪل ص ٩٧١)

## (١٩) جنگ موتيٰ (٦٣٠ع ):

عرب ملڪ جي قبول اسلام ۽ بت پرستي جي خاتمي بعد، محمد صلي الله عليه وسلم جو آندل انقلاب هر لحاظ کان ڪامياب هو ليڪن قيصر روم، " هرقل اعظم " ، بيروني خطرو پيدا ڪيو: خبر آئي ته هو بذات خود هڪ وڏو لشڪر وٺي، مديني جي " اسلامي رياست" کي ختم ڪرڻ لاءِ شام جي طرف کان اچي رهيو آهي. اندروني ملڪ، فتوحات، سڌارن ۽ حضور صلي الله عليه وسلم جي سخاوت سبب بيت المال خالي ٿي چڪو هو. جنگي اخراجات واسطي چنده گڏ ڪرڻ جي ضرورت پيش آئي: سڀني کان اڳ حضرت عمر بن الخطاب رضہ هڪ وڏي رقم پيش ڪئي. ايڏي وڏي رقم چنده ۾ ڏيڻ تي حضور صلي الله عليه وسلم دريافت ڪيو: " اي عمر ! پوئتي پنهنجي گهر ڀاتين لاءِ چا ڇڏي آيو آهين؟" حضرت عمر رضہ عرض ڪيو ته ايترو انهن لاءِ به ڇڏي آيو آهيان." تڏهن سندس پيش ڪيل چنده قبول فرمايائون. پوءِ حضرت ابوبڪر صديق رضہ به وڏي رقم پيش ڪئي ۽ کانئس به ساڳيو سوال پڇيو ويو: " ما خلفت لعيالک؟" ـ پنهنجي عيال لاءِ ڇا پويان ڇڏيو اٿئي؟" حضرت ابوبڪر صديق رضہ عرض ڪيو: "

ابقيت لهم الله ورسوله." يعني انهن لاءِ الله ۽ سندس رسول ( جو نالو) باقي ڇڏيو اٿم. حضور صلي الله عليه وسلم اهو ٻڌي بيحد خوش ٿيا: بقول حضرت ابوبڪر واسطي " اهڙي طرح تصوف جو راز امت محمدي ۾ پهريون دفعو حضرت ابوبڪر صديق رضہ جي زبان مان فاش ٿيو". اهو واقعو جمادي الاول سن ٨ هہ / آگسٽ ـ سيپٽمبر ٦٣٠ ع جو آهي، جڏهن جنگ موته لڳي هئي.

مؤته، شام ملڪ ۾ واقع هو ۽ قيصر روم، بلقاء جي قريب " تاب" نالي هڪ جنگي اهميت جي مقام وٽ پنهنجي جراجر لشڪر سميت منزل انداز هو. حضور صلي الله عليه وسلم جي عسڪري مهارت جو هڪ ثبوت هي آهي تہ " رومين" جي وڏي لشڪر کي عربستان جي حدن اندر داخل ٿيڻ جي مهلت نہ ڏني وئي ۽ انهي ڪان اڳ جو دشمن پيشقدمي ڪري، اسلامي لشڪر خود وڌي وڃي دشمن جي علائقي ۾ جنگ جوٽي. حضرت زيد بن حارثه رضہ فقط ٽي هزار مجاهد ساڻ ڪري، شام جي رومي نائب شرجيل بن عمرو ( عيسائي عرب) جي هڪ لک فوج کي شام ـــ عرب سرحد تي روڪڻ لاءِ اڳتي وڌيو. اڳيان هر قل قيصر روم جو جرار لشڪر پڻ جنگ لاءِ " تاب" جي اهم جنگي محاذ تي تيار بيٺو هو. " مؤته" جي مقام وٽ پهرين جنگ لڳي. ٽي هزار مجاهدين هڪ لک مسلح فوج تي حملي آور ٿيا: سندن ٽي سپهہ سالار:حضرت زيد رضہ، حضرت جعفر رضہ ۽ حضرت عبدالله بن رواحه رضہ اڳئين صفن ۾ سرجوشيءَ سان وڙهندي شهيد ٿي ويا ۽ حضرت خالد بن وليد رضہ ڪمان سنڀالي. هن اهڙي جرئت ۽ جنگي مهارت جو مظاهرو ڪيو، جو دشمن فوج وائڙي ٿي وئي: جيتوڻيڪ اسلامي لشڪر هنن کي شڪست ڏئي نہ سگهيو،ليڪن سندن گهيري مان ڪاميابي سان نڪري ويو، ۽ هو ٻيهر اسلامي لشڪر کي گهيري ۾ آڻڻ يا سندن تعاقب ڪرڻ بجاءِ خود ميدان جنگ مان هٽي ويا. جنگ مؤته، جنگ احد جي تمثيل ثابت ٿي ۽ حضرت خالد بن وليد کي حضور صلي الله عليه وسلم " سيف الله" جي خطاب سان نوازيو. فوجي نقطء نگاهہ کان قيصر

روم ۽ شرجيل جي شامي لشڪر جي هن ناڪاميءَ جا ٽي خاص سبب هئا: (١) شام جي سرحدن اندر جنگ لڳڻ سبب هن ڪثير شاهي لشڪر کي دفاعي جنگ ڪرڻي پئي ۽ اسلامي رياست خلاف جارحانہ ڪاروائي ڪري نہ سگهيا. (٢) اسلامي لشڪر جي جارحانہ پيشقدمي، جرئت ۽ جنگي مهارت رومين ۽ شامين جي جنگي همت (Morale) کي گهٽائي ڇڏيو ۽ هنن سر بچائي هٽڻ ۾ پنهنجي خيريت سمجهي ، ۽(٣) فتح مڪہ، غزوه حنين ۽ عرب قبائل جي اطاعت، رومن شهنشاهيت کي مرعوب ڪيو هو. " جنگ مؤته" کان ناڪام ٿي موٽڻ بعد "قيصر روم" جو سياسي وقار مجروح ٿيو.

## (٢٠) جنگ تبوڪ (٦٣٠ع):

ماه رجب سن ٩ هہ، مطابق نومبر سن ٦٣٠ ع ۾ نبطي سوداگرن خبر آندي تہ شام ملڪ ۾ " تبوڪ" جي ميدان تي بنو غسان جا عيسائي قبائل ۽ رومي لشڪر مديني شريف تي حملو لاءِ گڏ ٿيا آهن ۽ اتي عام خبر اها آهي تہ عربن جو پيغمبر گذاري ويو آهي ۽ عربستان ۾ سخت ڏڪار آهي،تنهن ڪري مديني جي اسلامي حڪومت ڊانوان ڊول ٿي وئي آهي. هن خبر جي مڪمل تصديق ڪرڻ بعد. حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم "جنگ مؤته" واري ساڳي حڪمت عملي اختيار ڪرڻ جو حڪم ڏنو:"تبوڪ" وٽ پهچڻ معنيٰ سينا جي رڻپٽ ( صحرا) کي پار ڪرڻ. گرميءَ جي شدت اجا گهٽ نہ ٿي هئي. ڏڪار جي حالت سبب رسد جي فراهمي بہ ناممڪن هئي. پوءِ بہ ٽيهہ هزار مجاهدين رسول الله صلي الله عليه وسلم جي حڪم تي تيار ٿيا. انهن مان ٽيون حصو سوار هئا جن باقي ٻن حصن کي پنهنجي سواري ۾ شريڪ ڪرڻ لاءِ وارا مقرر ڪيا. ۽ منزل مقصود يعني ميدان تبوڪ ۾ داخل ٿيا. بنو غسان ۽ رومي لشڪر، اسلامي لشڪر جي پيشقدمي معلوم ڪري، حيرت وچان اڳئي اهو ميدان خالي ڪري ويا هئا. حضور صلي الله عليه وسلم ويهن ڏينهن تائين دشمن فوج جي نبرد آزمائيءَ جو انتظار ڪيو، ليڪن هنن کي وڌي حملي ڪرڻ جي همت نہ

ٿي. اها مسلمانن جي عسڪري ۽ سياسي فتح هئي، جنهن سبب غير مسلم قبائل اطاعت قبول ڪري جزيہ جي ادائگي جو اقرار ڪيو: اهڙي طرح اسلام جي تحريڪ عربستان جي سرحدن کان ٻاهر ڪاميابيءَ سان همڪنار ٿي.

## (٢١) اسلامي حج:

ذوالقعده ٩ هہ / فيبروري — مارچ ٦٣١ ع ۾ ٽي سؤ مسلمانن جو قافلو، پهرين اسلامي حج ڪرڻ لاءِ مديني شريف کان روانو ٿيو. حضرت ابوبڪر صديق رضہ امير حج هو ۽ حضرت علي ڪرم الله وجهه، حضرت سعد بن وقاص رضہ، حضرت ابو هريرة رضہ، حضرت جابر رضہ ۽ ٻيا اصحابي معلمين مقرر ڪيا ويا هئا. سنت ابراهيمي موجب حج جا مناسڪ ادا ڪيائون. قربانيءَ جي ڏينهن امير حج خطبو پڙهيو جنهن بعد حضرت علي ڪرم الله وجه سورة برات جون چاليهہ آيتون تلاوت ڪري، اسلامي حڪومت طرفان اعلان ڪيو تہ آئينده ڪوبہ مشرڪ يا ڪافر ڪعبة الله ۾ داخل نہ ٿيندو نہ ڪوئي شخص اگهاڙو ٿي حج ڪندو ۽ مشرڪن سان جيڪي معاهدا ٿيل آهن، سي سڀ مشرڪن طرفان خلاف ورزي ڪرڻ سبب چئن مهينن بعد ڪالعدم سمجهاويندا. انهيءَ بعد مڪه معظم مڪمل طور تي اسلام جو پاڪ مرڪز بنجي ويو.

ٻئي سال، حضرت محمدصلي الله عليه وسلم بذات خود امير الحج ٿيا. اهو سندن پهريون ۽ آخري حج هو: ٢٥ ذوالقعد سن ١٠ هہ مطابق ٢٣ فيبروري سن ٦٣٢ ع تي هڪ لک کان وڌيڪ حاجين جو قافلو مديني منوره مان روانو ٿيو ۽ ٨ ذوالحج مطابق ٧ مارچ ٦٣٢ع تي مڪه معظمه ۾ وارد ٿيو. مناسڪ حج جي ادا ڪرڻ بعد حضور صلي الله عليه وسلم حاجين سڀني کي خطاب ڪيو، جنهن کي ”خطبه حجة الوداع“ چئجي ٿو.

## (٢٣) خطبه حجة الوداع:

" اذا كان يوم الحج ........" جڏهن حج جو ڏينهن هو تڏهن حضرت محمد صلي الله عليه وسلم عرفات ٽڪري تي اچي قيام فرمايو. جڏهن سج لهڻ لڳو تڏهن پاڻ، پنهنجي ڏاچي " قصوا" کي طلب فرمايائون. ڏاچي تيار ڪري حاضر ڪئي وئي تہ پاڻ ( انهيءَ تي سوار ٿي) وادي جي وچ تي تشريف فرما ٿيا، ۽ " فخطب الناس خطبة التي بين فيما ما بين" پوءِ انسانن کي اهو خطبو ارشاد فرمايائون، جنهن ۾ جيڪي ( چيو ويو) هو سو اهو آهي جيڪي ( هيٺ) بيان ڪيل آهي:



## بسم الله الرحمان الرحيم

" فحمد الله وثنيٰ عليه قائلا........." پاڻ سڳورن خدا جي حمد ثنا ڪندي، خطبي جي هن طرح ابتدا ڪئي:

"خدا کان سواءِ ٻيو ڪو عبادت جي لائق نہ آهي، هو يڪتا آهي ڪوئي هن جو شريڪ نہ آهي. خدا پنهنجو وعدو پورو ڪيو هن پنهنجي بنده جي مدد فرمائي ۽ فقط سندس ذات باطل جي سيني گڏيل طاقتن کي زير ڪيو، " ايهالناس ! اسمعوا قولي.........." اي انسانو ! منهنجي ڳالهہ ٻڌو، مون کي نہ ٿو سجهي تہ ڪو هن سال بعد وري هھڙي مجلس ۾ اوهان سان شريڪ ٿيندس. اي انسانو ! الله تعاليٰ جو ارشاد آهي تہ " انسانو ! اسان، اوهان سيني کي هڪ ئي مرد ۽ عورت مان پيدا ڪيو آهي ۽ اوهان کي جماعتن ۽ قبيلن ۾ ورهائي ڇڏيو آهي، انهيءَ لاءِ تہ اوهين الڳ الڳ سڃاتا وڃو. خدا جي اڳيان اوهان مان وڌيڪ عزت وارو اهو آهي جيڪو وڌيڪ ڊڄڻ وارو آهي". تنهن ڪري نہ ڪنهن عرب کي عجميءَ تي فوقيت حاصل آهي ۽ نہ ڪنهن عجميءَ کي ڪنهن عرب تي فوقيت حاصل آهي، نہ

ڪارو گوري کان افضل آهي ۽ نہ ڪو گورو ڪاري کان افضل آهي، بزرگي ۽ فضيلت جو جيڪڏهن ڪو معيار آهي تہ اهو تقويٰ آهي.

"الناسُ من آدم وآدم من تراب............" سڀ انسان آدم مان (پيدا ٿيا ) آهن ۽ آدم مٽيءَ مان ( پيدا ٿيو) آهي، هاڻي" البيت" ( ڪعبة الله شريف) جي مجاوري ۽ حاجين کي پاڻي پيارڻ ڪانسواءِ باقي سڀ فضيلتون ۽ برتريون، " مااثراة، او دم، او مال، يدعي به"( جهالت جا) آثار يا خون جا بدلا يا مال جي دعويٰ جا نشان، منهنجي پيرن هينان لتاڙجي چڪا آهن." پوءِ، قريش قوم کي خطاب ڪندي فرمايائون: " يا معشر القريش ! ائين نہ ٿئي جو اوهان دنيا جي مال جو بار پنهنجي ڪلهن تي کڻي اچو ۽ ٻين وٽ آخرت جو مال هجي. جيڪڏهن ائين ٿيو تہ الله جي اڳيان مان اوهان کي آزاد ڪرائي نہ سگهندس. اي قريش جا ماڻهو، اوهانجي هٺ وڏائيءَ کي خدا ختم ڪري ڇڏيو آهي ۽ ابن ڏاڏن جي نالن ۾ اوهان جي هٺ وڏائي ڪرڻ جو ڪو سبب نہ آهي. اي لوڳو ! اوهان جو خون ۽ مال ۽ عزت هڪ ٻئي تي هميشہلاءِ قطعا حرام آهي. انهن ٽين (جان، مال ۽ عزت) جي قيامت تائين اها حرمت ( پاڪائي، يا اهميت) آهي جيڪا هن ( حج جي) ڏينهن جي، هن مهيني جي ۽ هن اوهان جي ملڪ جي آهي. اوهين سڀ خدا جي اڳيان حاضر ٿيندا ۽ هو اوهان کان اوهان جي عملن بابت پڇا ڪندو".

" الا فلا ترجعون بعدي........" ائين نہ ٿئي جو مون کان پوءِ اوهين ڦري وڃو ۽ جهالت ۾ هڪ ٻئي کي مارڻ لڳو. جيڪڏهن ڪنهن وٽ ڪا امانت رکي وڃي تہ هو ان جو پابند آهي تہ امانت رکائڻ واري کي امانت پهچائي."

"ايها الناس ! كل مسلم اخوالمسلم وان المسلمين اخوة." اي لوڳو ! هر مسلمان ٻئي مسلمان جو ڀاءُ آهي ۽ مسلمان هڪ برادري آهي. " ارقاءَكم ارقاءَكم، اطعموهم مما تاكلون واكسوهم مما تلبسون" اوهان جا غلام، ها اوهان جا غلام، انهن کي اهو کارايو جيڪو اوهين پاڻ کائو ٿا ۽ اهو پهرايو جيڪو اوهين پهريو ٿا".

پوءِ، حضور صلي الله عليه وسلم ڪجهہ اهم اعلان ڪيا:" جاهليت جي دور جو سڀ ڪجهہ مون پنهنجي پيرن هينان ناس ڪري ڇڏيو: خون

جا سپئي بدلا، جيڪي جهالت جي دور جا آهن سپ رد ڪجن ٿا. پهريون انتقام جنهن کي مان رد قرار ڏيان ٿو، سو منهنجي پنهنجي خاندان جو آهي: ربيعہ بن حارث جي ٿج پياڪ پٽ جو خون، جنهن کي " بنو هذيل" وارن ماريو هو، هاڻي مان معاف ڪريان ٿو. جاهليت جي دور جو وياج هاڻي ڪا حيثيت نہ ٿو رکي، پهريون سود جيڪو مان معاف ڪريان ٿو، عباس بن عبدالمطلب جي خاندان جو سود آهي. هاڻي اهو ختم سمجهيو. اي لوگو ! خدا جي طرفان هر حقدار کي حق ڏنو ويو آهي، هاڻي ڪو ڪنهن وارث جي حق لاءِ وصيت نہ ڪري. ٻار انهيءَ جو سمجهو ويندو جنهن جي هنڌ تي هو ڄائو آهي. جنهن تي حرام ڪاري ثابت ٿئي انهيءَ جي سزا پٿر آهي ۽ انهن جو حساب ڪتاب الله تي ڇڏيل آهي. جيڪو پنهنجو نسب بدلائيندو، يا ڪو غلام پنهنجي آقاجي بدران ڪنهن ٻئي شخص کي پنهنجو آقا ظاهر ڪندو، انهيءَ تي خدا جي لعنت ! قرض ادا ڪرڻ گهرجي، اڌاري ورتل شيءِ موٽائي ڏجي، تحفي جي موٽ ڏيڻ گهرجي ۽ جيڪو ٻئي جو ضامن ٿيو اهو چٽي ڀري ڏئي. ڪنهن جي لاءِ بہ اها ڳالهہ جائز نہ آهي تہ هو پنهنجي ڀاءُ کان سندس مرضيءَ بغير ڪا شيءِ وٺي. پاڻ تي ۽ ٻين تي زيادتي نہ ڪريو! عورت لاءِ اهو جائز نہ آهي تہ هو پنهنجي مڙس جو مال سندس اجازت کانسواءِ ڪنهن ٻئي کي ڏئي." انهيءَ تسلسل ۾ حضرت محمد صلي الله عليه وسلم عورتن جي حقن جو اعلان ڪيو:

" ايها الناس ان لکم عليٰ نسائکم حقا ولهن عليکم حقا......" اي انسانو ! تحقيق اوهان جا پنهنجي عورتن تي حق آهن ۽ هنن جا بہ اوهان تي حق آهن: اوهان جو عورتن تي اهو حق آهي تہ هو پاڻ وٽ اهڙي شخص کي نہ آڻين جنهن کي اوهان پسند نہ ٿا ڪريو ۽ اهي ڪا خيانت نہ ڪن، ڪو کليل بي حيائيءَ جو ڪم نہ ڪن ۽ جيڪڏهن اهي ائين ڪن تہ خدا جي طرفان اوهان کي اجازت آهي تہ اوهين انهن کي معمولي جسماني سزا ڏيو ۽ هو باز اچي وڃن تہ هنن کي چڱي طرح کارايو پيئاريو. عورتن سان بهتر سلوڪ ڪريو. ڇاڪاڻ تہ اهي اوهان جون پابند آهن ۽ خود پنهنجي لاءِ هو ڪجهہ ڪري نہ ٿيون سگهن. اهڙي طرح انهن جي باري ۾ خدا جو لحاظ رکو، جو خدا جي نالي تي اوهان انهن کي حاصل ڪيو آهي ۽ انهيءَ جي

نالي تي اهي اوهان لاءِ حلال آهن. لوگو ! منهنجي ڳالهه سمجهي ڇڏيو، مون تبليغ جو حق ادا ڪيو آهي".

"مان اوهان ۾ اهڙي شيءِ ڇڏي وڃان ٿو، جو انهيءَ تي قائم رهڻ سان اوهين ڪڏهن گمراهه ٿي نه سگهندو ۽ اهو الله جو ڪتاب آهي، ۽ خبردار ! دين جي معاملن ۾ مبالغي ( غلو) کان بچجو! اوهان کان اڳ جن دين ۾ مبالغو ڪيو اهي ناس ٿي ويا. شيطان انهيءَ ڳالهه کان مايوس آهي ته هاڻي هن شهر ( مڪي) ۾ سندس عبادت نه ٿي سگهندي، ليڪن انهيءَ ڳالهه جو امڪان آهي ته جن معاملن کي اوهان گهٽ اهميت ڏيو ٿا انهن ۾ اوهين هن جي مرضي رکو ۽ هو انهيءَ لاءِ راضي آهي. تنهن ڪري اوهين انهيءَ کان پنهنجي دين ۽ ايمان جي حفاظت ڪجو".

"اي لوگو ! هاڻي پنهنجي رب جي عبادت ڪريو: پنج وقت نماز ادا ڪريو، پورو مهينو روزا رکو ۽ پنهنجي مال ملڪيت جي زڪواة خوشدليءَ سان ڏيندا رهو. پنهنجي رب جي گهر جو حج ڪريو ۽ پنهنجي حاڪمن جي اطاعت ڪريو ( واطيعوا ولاة امرڪم) ته پنهنجي رب جي جنت ۾ داخل ٿي ويندؤ. هاڻي ڏوهاري خود پنهنجي ڏوهه لاءِ ذميدار ٿيندو، ۽ هاڻي نه پيءُ جي بدلي پٽ پڪڙيو ويندو ۽ نه پٽ جو بدلو پيءُ کان ورتو ويندو".

"پڌو جيڪي ماڻهو هتي موجود آهن انهن کي گهرجي ته هي احڪامات ۽ ڳالهيون انهن ماڻهن کي وڃي پڌائين جيڪي هتي موجود نه آهن. ممڪن آهي ته ڪو غير موجود شخص اوهان کان وڌيڪ سمجهدار ۽ محفوظ ڪرڻ وارو هجي".

آخر ۾ مجمعي کان پڇائون:" وانتم تسئلون عني ، فماذا انتم قائلون؟" ۽ اوهان کان منهنجي باري ۾ پڇيو ويندو پوءِ اوهان ڇا چوندا؟ حاضرين چيو : " نشهد انک قد اديت الامانة وبلغت الرسالة ونصحت." اسين شاهد آهيون ته تحقيق اوهان امانت پهچائي ۽ اوهان رسالت جو حق ادا ڪيو ۽ اسان کي نصيحت ڪئي ( اسان جي خير خواهي ڪئي). اهو ٻڌي حضرت محمد صلي الله عليه وسلم پنهنجي اشهد آڱر آسمان طرف ڪنئي ۽ وري ( ٻئي هٿ سان) ماڻهن طرف اشارو ڪندي ٽي دفعا چيو، " اللهم اشهد ، اللهم اشهد ، اللهم اشهد !" اي اسان جا الله تون شاهد رهجانءِ !.

## (٢٣) آخري اقدام:

حجة الوداع بعد، حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جن واپس مديني شريف ۾ تشريف فرما ٿيا ۽ اسلامي رياست جي معاملن ۽ قرآن شريف جي ڪتابت ۽ ترتيب جي تڪميل ۾ مصروف ٿي ويا.اسلامي رياست کي اڃا بہ شام ۽ روم جي مسيحي حڪومتن کان خطرو لاحق هو ۽ حضرت زيد بن حارث رضہ ۽ حضرت جعفر طيار رضہ جي شهادتن جو قصاص اڃا باقي هو، ازانسواءِ امڪان هو تہ عربستان مان هجرت ڪري ويل مسيحي قبيلا قيصر روم کان تقاضا ڪندا تہ سندن علائقا فتح ڪري کين ڏياريا وڃن، تنهن ڪري پيشبندي ۽ دور انديشيءَ جي لحاظ کان شام تي چڙهائي ڪرڻ جو حڪم صادر فرمايو ويو ۽ حضرت زيد بن حارث شهيد رضہ جي ٢٥سالن جي نوجوان پٽ اسامه بن زيد کي غزوه جو سپهہ سالار مقرر ڪيو ويو. انهي خلاف دستور تقرري جو خاص مقصد نوجوانن کي قيادت لاءِ ترغيب ڏيڻ هو ۽ اسلامي انقلاب جي تڪميل طرف قدم وڌائڻ لاءِ انهن کي تيار ڪرڻ هو. ڏکڻ عربستان جون سرحدون محفوظ هيون، ليڪن اتر ۾ شام سان ملندڙ سرحدن کي اڃاوڌيڪ محفوظ ڪرڻو هو. مديني شريف کان ٻاهر " جرفه" جي ميدان تي اسامه بن زيد رضہ جي ڪمان ۾ اسلامي لشڪر ڪوچ ڪرڻ جي آخري حڪم جو منتظر هو تہ اوچتو حضور صلي الله عليه وسلم جي طبيعت ناساز ٿي ۽ خروج ملتوي ڪيو ويو.

## (٢٤) علالت ۽ وصال :

ماه صفر ١١ هہ جون پويون تاريخون هيون. اوچتو پهريون دفعو مٿي ۾ معمولي سور جي شڪايت ٿي، جيڪا وڌندي وئي. انهيءَ رات پنهنجي خدمتگار، ابو مويهبه، کي ساڻ ڪري، جنگ احد جي شهيدن جي قبرستان ، "جنت البقيع" ۾ تشريف فرما ٿيا ۽ دعائ مغفرت فرمائي. جنهن بعد قبرن طرف نظر ڪري فرمائڻ لڳا: " السلام عليڪم يا اهل المقابر ! ليهنيءَ لڪم ما اصبحتم فيه ڪما اصبح الناس فيه ـ اقبلت الفتن ڪقطع الليل المظلم يتبع

آخرها اولها والاخرة شر من الاولیٰ" ــــ ( هيڪل ، ص ١٠٤٢) يعني " اي قبرن وارا توهان تي سلامتي هجي ! توهان جي جيڪا حالت آهي، اها سڀني انسانن سان هڪ جهڙي لاڳو آهي، تنهن ڪري انهيءَ تي راضي رهو. فتنا اهڙي طرح اچي وڌي رهيا آهن جهڙي طرح اونداهي رات جا پردا. هڪ ٻئي پويان ايندا آهن ۽ پويون پهرئين کان وڌيڪ خوفناڪ هوندو آهي." صبح ٿيو ۽ مرض جي شدت اڳي کان وڌي وئي. سڀني گهر وارين ( بيبين ) کي گهرائي ، انهن کان اجازت ورتائون تہ علالت جي حالت ۾ بيبي عائشه رضہ جي حجري ۾ قيام فرمائن ۽ هنن بخوشي اها اجازت ڏني. ( هيڪل ص ١٠٤٦) مٿي کي پٽي ٻڌل، حضرت علي ڪرم الله وجه ۽ حضرت، عباس بن عبدالمطلب رضہ جي ڪلهن تي ٽيڪ ڏئي ، اچي بيبي صاحبہ جي حجره ۾ بستره علالت تي ليٽيا. ان وقت وٽن ست دينار رکيل هئا، جيڪي صدقي طور غريبن ۾ ورهائي ڇڏڻ جو حڪم فرمايائون. بعد ۾ بيهوشيءِ جا دورا پوڻ لڳا ۽ انهي تشويش ۾ بيبي عائشه رضہ کان حڪم جي تعميل ۾ تاخير ٿي. جڏهن هوش ۾ آيا، تڏهن هڪدم ستن دينارن جي صدقي بابت پڇيائون ۽ عدم تعميل تي بيبي عائشه رضہ کي فرمايائون: "ما ظن محمد بربه لولقي وعنده هذه!" يعني محمد ڪهڙو منهن ڪٺي پنهنجي رب سان ملندو جڏهن وٽس هي ( ست دينار) هوندا. جڏهن اها رقم ورهائي وئي، تڏهن منهن مبارڪ تي سرهائي آئي ۽ رات آرام سان گذري. فجر نماز تي اٿي، مسجد نبوي طرف وڃڻ لاءِ تيار ٿيا. هيٺائيءَ سبب حضرت علي ڪرم الله وجهه ۽ حضرت فضل بن عباس رضہ جي ڪلهن تي ٽيڪ ڏئي اٿي پهتا، سندن حڪم مطابق حضرت ابوبڪر صديق رضہ امامت جي مصلي تي بيٺل هو، جيڪو هٿي صف ۾ بيهڻ لڳو تہ حضور صلي الله عليه وسلم کيس فرمايو:"صل الناس" (ماڻهن کي نماز پڙهاءِ) ۽ پاڻ سڳورن سندس امامت ۾ نيت ڪري ساڄي طرف ويهي فجر نماز ادا ڪئي.بعد ۾ نمازين کي مخاطب ٿي فرمايو: " سعرت النار" باھ پڙڪي پئي آهي ۽ اونداهي رات جي پردن وانگر فتنا وڌندا اچن ٿا. الله جو قسم ! منهنجي تعليمات کان سواءِ ڪنهن بہ شيءِ سان تمسڪ (واسطي يا ڪنهن شيءِ کي پڪڙڻ) جو ارادو نہ ڪجو. مون کي قسم الله جو تہ مون قرآن جي حلال ڪيل شين کي حلال

قرار ڏنو آهي ۽ قرآن جي حرام ڪيل شين کي حرام ڄاڻايو آهي ۽ انهيءَ قوم تي خدا جي لعنت هجي، جنهن نبين جي قبرن کي سجده گاهه بنايو." ( هيڪل، ص ١٠٥٤)

سج لڙيو تہ بخار جي شدت سبب وري بيهوشي طاري ٿي. صبح ٿيو ۽ اهو تاريخ ٨ جون ٦٣٢ع جو صبح هو. سج ڪني ڪڍڻ سان " سعرت النار" جو ڪم شروع ڪيو. حضور صلي الله عليه وسلم ڏندڻ ڪيو. منهن مبارڪ تي بار بار پاڻيءَ جا ڇنڊا هنيا . پوءِ بيبي عائشه رضہ جي جهوليءَ ۾ ڪنڌ رکي دعا گهرڻ لڳا:" اللهم اعني عليٰ سکرات الموت ! ". ياالله منهنجي موت جي سڪرات وقت، مدد فرماءِ ! پوءِ اکيون پٿرائڻ لڳيون، بيبي عائشه رضہ جي جهوليءَ ۾ ڪنڌ جو بار ڳورو ٿي ويو ۽ سندن زبان مبارڪ مان آخري الفاظ هي ادا ٿيا: "بل الرفيق الاعليٰ" مان پنهنجي اعليٰ رفيق ڏانهن وڃڻ چاهيان ٿو. ( هيڪل ص ص ١٠٥٦ ــ ١٠٥٥). انا لله وانا اليه راجعون.

هر طرف صف ماتم وڇائجي وئي. بيبين مان جڏهن بيبي ام ايمن رضہ کان ڪنهن پڇيو تہ حضور صلي الله عليه وسلم جي منع جي باوجود توهان ڇو موت تي ماتم ڪري رهيون آهيو، تڏهن چيائين تہ........ اسان لاءِ بهشت جي خوشخبريءَ جو در بند ٿي ويو آهي". ( ابن سعد ج ٢، ب ٢ ، ص ص ٨٤ ـ ٨٣) حضرت عمر رضہ اگهاڙي ترار اڀي ڪري چيو تہ "جيڪو چوندو تہ محمد ( صلي الله عليه وسلم) فوت ٿي ويو آهي مان هن ترار سان انهيءَ جي سسي ڌڙکان ڌارڪندس. حضرت ابوبڪر صديق رضہ سڌو بيبي عائشه رضہ جي حجري ۾ ويو ۽ منهن مبارڪ تان ڪپڙو هٽائي تصديق ڪيائين تہ واقعي سرور ڪائنات هن ڌرتيءَ تان برقعو مٽائي ويا آهن. گهوري ڏنائين ۽ پوءِ پيشاني مبارڪ تي چمي ڏئي چيائين : " منهنجي ابي امان کان وڌيڪ پيارا ! توهان انهي جو ذائقو چکيو جيڪو الله جي حڪم سان واقع ٿيو. انهيءَ بعد توهان تي ڪو بہ موت نہ ايندو". ( لنگس ٣٤٢) ائين چئي احترام سان حضور صلي الله عليه وسلم جي منهن مبارڪ کي ڪپڙي سان ڍڪي، هڪدم ٻاهر گڏ ٿيل هجوم طرف ويو، حضرت عمر رضہ اجا تائين، جوش ۾ ترار لهرائي چئي رهيو هو تہ " حضور صلي الله عليه

وسلم اسان سيني ۽ ايندڙ قومن بعد بہ زنده رهڻو آهي." حضرت ابوبكر صديق رضہ جي آمد تي سيئي هن ڏانهن متوجہ ٿيا: الله تبارڪ وتعاليٰ جو حمد چئي، سورة آل عمران جي آيت ١۴۴ جي تلاوت شروع ڪيائين: "محمد فقط الله جو رسول آهي، ڪانئس اڳي بہ رسول ٿي گذريا آهن. پوءِ جيڪڏهن هو فوت ٿي وڃي يا قتل ڪيو وڃي تہ پوءِ، ڇا توهان حق جي راهہ تان هٽي ويندا؟ جيڪڏهن توهين پويان پير ڪندا تہ الله جو ڪجهہ بگاڙي نہ سگهندا ۽ الله شـــــڪـــــر گـــــذارن کي انهيءَ جو اجر عطا فرمائيندو." حضرت عمر رضہ کي ان ڪانپوءِ جي آيت ١۴۵ ياد اچي وئي، " ۽ خدا جي حڪم ڪانسواءِ ڪوبہ مري نہ ٿو سگهي، هر انسان جي لاءِ هڪ خاص وقت مقرر آهي......." بعد ۾ حضرت عمر رضہ فرمايو تہ جڏهن مون ابوبڪر (رضہ) کي انهيءَ آيت جي تلاوت ڪندي ٻڌو تہ مان ايتري قدر گهبرائجي ويس جو زمين تي ڪري پيس. منهنجون ٽنگهون منهنجو بار وڌيڪ وقت برداشت نہ ڪري سگهيون. مون کي معلوم ٿي ويو تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم فوت ٿي چڪا آهن. ( لنگس ص ٣۴٣). حضرت محمد ( صلي الله عليه وسلم) کي انهيءَ هنڌ دفن ڪيو ويو، جتي پاڻ سڳورن وصال فرمايو هو.

## اهل بيت:

حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جي وفات وقت فقط هڪ دختر بيبي فاطمةالزهرا رضہ زنده هئي، جنهن جو خاوند حضرت علي رضہ ڪرم الله وجهہ حضور جن جو سڳو سوٽ ۽ پٽيلو هو. تنهن ڪري سندن اولاد کي " اهل بيت" سڏجي ٿو. ڪجهہ اسلامي ملڪن ۾ کين " اشراف" سڏيو ويندو آهي. هندستان، پاڪستان ۾ کين " سيد" سڏيو وڃي ٿو. حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جي پهرين گهر واري بيبي خديجة الڪبريٰ جي بطن مان چار نياڻيون ۽ بہ پٽ پيدا ٿيا: بيبي زينب، رقيه ۽ ڪلثوم ۽ بہ پٽ قاسم ( عرف طاهر) ۽ عبدالله ( عرف طيب) سندن حياتي ۾ گذاري ويا هئا. آخري گهر واري بيبي ماريه قبطيه مان پڻ هڪ فرزند ڄائو، جنهن جو

نالو ابراهيم رکيو ويو ۽ اهو حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جو همشڪل بہ هو ليڪن اهو بہ پنهنجي پائرن قاسم ۽ عبدالله وانگر ننڍپڻ ۾ گذاري ويو. بيبي زينب رضہ پنهنجي ماسات ابوالعاص بن ربيع سان پرڻيل هئي. بيبي رقيه رضہ ۽ بيبي ام ڪلثوم، ابولهب جي پٽن هر هڪ عتبه ۽ عتيبه سان پرڻايون ويون جن کي اسلام دشمنيءَ سبب طلاق ملي ۽ انهن سان هڪ ٻئي پٺيان حضرت عثمان بن عفان رضہ نڪاح ڪيو. اهي ٻئي حضور صلي الله عليه وسلم جي حياتيءَ ۾ گذاري ويون.

بيبي حضرت خديجة الڪبريٰ ۽ بيبي عائشه بنت حضرت ابوبڪر صديق رضہ کان علاوه گهر وارين ( ازواج مطهرات) جا نالا هي معلوم ٿي سگهيا آهن: امهات المومنين: بيبي زينب رضہ بنت خزيمه، بيبي ام سلمه رضہ بنت اميه ابن المغيره، بيبي زينب رضہ بنت حجش، بيبي حفصه بنت حضرت عمر بن الخطاب رضہ، بي بي سوده رضہ، بيبي ام حبيبيه بنت ابوسفيان اموي ۽ بيبي ماريه قبطيه: شادين جو سلسلو حضرت بيبي خديجة الڪبريٰ جي وفات ( سن ٦٢٠ع) بعد شروع ٿيو. عرب معاشري ۾ گهٽين زالن پرڻجڻ جو رواج هو، ليڪن حضور صلي الله عليه وسلم کي ٢٥ سالن (٦٢٠ ــ ٥٩٥ع) تائين فقط هڪ گهر واري هئي ۽ رنڙ زالن سان شادي ڪرڻ معيوب سمجهو ويندو، ليڪن حضرت بيبي عائشه رضہ ۽ ڪنيز ـ زوجہ بيبي ماريہ قبطيہ کان علاوه باقي سڀ ازواج رنڙ ۽ اڪثر عمر رسيده هيون. انهن ۾ بيبي زينب رضہ بن حجش، حضرت زيد بن حارث رضہ کان طلاق ملڻ بعد حضور جن جي نڪاح ۾ آئي. انهيءَ رشتي تي مخالفين سخت تنقيد ڪئي آهي، ڇاڪاڻ تہ حضرت زيد رضہ بن حارث حضور صلي الله عليه وسلم جو پٽيلو هو. هن واقعي کي قرآن شريف جي سورة الاحزاب جي آيتن ٤٠ ـــ ٣٧ جي متن مان واضح طور تي سمجهي سگهجي ٿو:"

........... تو جڏهن هن کي چيو تہ الله مٿس احسان ڪيو آهي، ۽ تو پڻ هن سان مهرباني ڪئي آهي تڏهن پنهنجي زال کي پاڻ وٽ رکي ۽ الله کان ڊڄي ۽ جنهن ڳالهہ کي تو دل ۾ لڪايو تنهن کي الله ظاهر ڪرڻ وارو هو. ۽ تون ماڻهن ( جي مهڻن) کان ڊڄين پيو، جيتوڻيڪ اهو الله جو حق آهي تہ تون هن کان ڊڄين. پوءِ جڏهن زيد پنهنجي زال کي طلاق ڏني، تڏهن اسان

هن کي تنهنجي نڪاح ۾ آندو ۽ الله جو حڪم عمل ۾ آيو، نبيءَ جي لاءِ انهيءَ ۾ ڪو حرج نه آهي جنهن بابت الله جو حڪم هن لاءِ جاري ٿيو آهي. جيڪي اڳ ٿي گذريا آهن تن ۾ به الله جو اهو قانون ( سنة الله) جاري هو ۽ الله جو حڪم مناسب قدرن تي مبني آهي. پيغمبر الله جي پيغام جي تبليغ ڪن ٿا ۽ الله کان ڊڄن ٿا ۽ الله کانسواءِ بئي ڪنهن کان نه ٿا ڊڄن ۽ الله حساب وٺڻ لاءِ ڪافي آهي. محمد توهان جي مردن مان ڪنهن جو به پيءُ نه آهي پر الله جو رسول آهي ۽ نبين ۾ آخري نبي آهي ۽ الله کي هر ڳالهه جو علم آهي."

هن واقعي جو پس منظر هن ريت آهي: حضرت بيبي زينب بنت حجش حضور صلي الله عليه وسلم جي پڦاٽ هئي. پاڻ سڳورن سندس نڪاح پنهنجي پٽيلي ۽ آزاد غلام حضرت زيد رضه بن حارث سان ڪرايو جنهن لاءِ هوءَ دل سان راضي نه هئي ليڪن رسول الله صلي الله عليه وسلم جي حڪم جي تعبيداري ڪيائين. تاهم هميشه پنهنجي مڙس جي ڪم نسبي ۽ پنهنجي اعليٰ نسب هجڻ جو ذڪر ڪندي رهندي هئي. هڪ ڏينهن حضور صلي الله عليه وسلم زيد جي گهر اچي دروازي تي آواز ڏنو. بيبي زينب رضه ان وقت غسلخاني ۾ هئي ۽ حضرت زيد رضه گهر ۾ موجود نه هو. حضور جن جو آواز ٻڌي بيبي زينب تڙ تڪڙ ۾ اچي دروازو کوليو. چانديءَ جهڙي نيم برهنه جسم تي واسينگن جهڙا ڪارا وار ڏسي حضور صلي الله عليه وسلم واپس ٿيا. ليڪن ويندي وقت سندن زبان مبارڪ مان جيڪي الفاظ ادا ٿيا، تن بيبي زينب رضه جي ذهن کي متاثر ڪيو. انهن الفاظ متعلق به مختلف روايتون آهن: هڪ روايت مطابق پاڻ سڳورن فرمايو: فتبارک الله احسن الخالقين ( الله جي ذات پاڪ آهي جيڪو سڀني کان وڌيڪ سهڻو خلقيندڙ آهي) ٻي روايت مطابق اهي الفاظ هئا: " سبحان الله مقلب القلوب." ( الله پاڪ آهي جو دلين جو ڦيڏ ڦاٽي ٿو.) بهر صورت جڏهن حضرت زيد رضه گهر آيو تڏهن بيبي زينب رضه سائس سمورو واقعو بيان ڪيو، تنهن تي حضرت زيد رضه پويان پير ڪري حضور ۾ حاضر ٿيو ۽ بيبي زينب رضه کي پنهنجي نامناسبت جي احساس سبب طلاق ڏئي آزاد ڪرڻ جو ارادو ظاهر ڪيائين، جنهن تي حضور صلي الله عليه وسلم کيس سمجهايو ته الله

جي انهيءَ نعمت جي بيشڪري نہ ڪر جنهن توکي اهل قريش ۾ پنهنجي رسول جو قريبي رشتيدار بنايو آهي،ليڪن هو نہ مڙيو ۾ طلاق ڏئي ڇڏيائين. حڪم جي تعبيداري جو، تئين قائم ڪيل اسلامي معاشره ۾، هي اصول هو تہ الله جو حڪم هر حالت ۾ مڃيو وڃي، ليڪن رسول الله صلي الله عليه وسلم جي ذاتي حڪم جي تعميل مسلمانن جي مرضيءَ تي ڇڏيل هئي. تاهم مسلمانن پنهنجي مرضي پنهنجي پاڪ نبيءَجي مرضي تي ڇڏي ڏني هئي، جهڙي طرح بيبي زينب رضہ حضرت زيد رضہ سان شادي ڪرڻ وقت ڪيو ۾ جهڙي طرح حضرت زيد رضہ عمر ڀر ڪندو رهيو. پوءِ ڪهڙو سبب هو جو حضور صلي الله عليه وسلم جي صلاح ۾ مرضيءَ جي برخلاف بيبي زينب رضہ کي طلاق ملي؟ هي سوال مخالفين جي سخت تنقيد جو مرڪزي دليل آهي. استاد محمد حسين هيڪل جي وضاحت موجب " انهي وقت کان ( جڏهن حضور صلي الله عليه وسلم اشارتا بيبي زينب جي حسن و جمال جي تعريف ڪئي) زينب ( رضہ) پنهنجي مڙس کان بي تعلق جهڙي ٿي وئي، جنهن کان مجبور ٿي زيد (رضہ) هن کي طلاق ڏئي ڇڏي." ( حياة محمد، اردو ترجمو ص ٦٧٦) بعد ۾ حضرت محمد صلي الله عليه وسلم ساڻس نڪاح ڪيو. قبل اسلام عرب معاشري ۾، متبنيٰ ۾ صلبي اولاد ۾، يعني پٽيلن ۾ پنهنجي نطفي مان ڄاولن ۾، فرق نہ ڪيو ويندو هو. حقيقي اولاد جي حقوق کي محفوظ ڪرڻ لاءِ وحي نازل ٿيو تہ" ۾ ( الله تعاليٰ) توهان جي پاليل ٻارن کي توهان جا پٽ نہ بنايو آهي. اهو توهان جي وات سان چيل قول آهي ۾ الله تعاليٰ حق ڳالهہ چوي ٿو ۾ اهوئي راه نما آهي. (سورة الاحزاب، آيت ۴) ساڳي آيت جي شروع ۾ هي الفاظ آهن تہ : " الله ( تعاليٰ) ڪنهن انسان جي سيني ۾ ٻہ دليون ڪونہ رکيون آهن ...." بهرحال واضح آيتن ۾ دليلن جي روشنيءَ ۾ بيبي زينب رضہ بنت حجش (ماءُ: بيبي اميمه بنت عبدالمطلب) سان حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جو عقد ثاني، حڪم خداوندي ۾ فطرت جي عين اصولن مطابق ٿيو.

مستشرقين جو حضور صلي الله عليه وسلم جي ذاتي زندگي متعلق ٻيو خاص اعتراض هي آهي تہ اسلام ۾ فقط چئن شادين ڪرڻ تائين اجازت آهي، پوءِ پيغمبر اسلام ( صلي الله عليه وسلم) ايترين گهڻيون شاديون ڇو

ڪيون؟ ” ڪي پيار وچان ۽ ڪي سياسي اسباب ڪري، هن اٽڪل هڪ درجن زالون پرڻيون.“ ( هٽي د هسٽري آف عربئس ص ١٢٠) انهيءَ حقيقت جو تاريخي پس منظر هن طرح آهي: ڇئن زالن جي حد بندي جو حڪم سن ٨ هه ۾ نازل ٿيو، جڏهن حضرت محمد رسول الله صلي الله عليه وسلم اڳئي تمام شاديون ڪري چڪا هئا. انهي حڪم جو متن هي آهي ” ۽ جيڪڏهن توهان کي انديشو هجي تہ يتيمن سان انصاف نہ ڪري سگهندا تہ پوءِ نڪاح ڪريو انهن عورتن سان جيڪي توهان کي وڻن ٻہ ۽ ٽي ۽ چار، پوءِ جيڪڏهن انديشو هجو تہ انصاف ڪري نہ سگهندو تہ پوءِ هڪڙي ( سان نڪاح ڪيو) يا اهي جيڪي توهان جي ملڪيت آهن. بي انصافي کان ائين ڪرڻ بهتر آهي. ( سورة النساءِ ، آيت ٣).

## گهر ٻار ۽ ذاتي زندگي

حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جي دل ۾ شاديءَ جي خواهش پهريون دفعو تڏهن پيدا ٿي، جڏهن پاڻ سڳورا پنهنجي چاچي حضرت ابو طالب جي گهر ۾ رهندا ها. پنهنجي سوٽ بيبي فاختيه عرف ام هاني بنت ابو طالب جو سڱ گهرائون تہ بيحد پيائيندڙ مربي چاچي نرميءَ سان انڪار ڪيو. هن مڪه جي طاقتور ۽ دولتمند قبيلي مخزوم ۾ مائٽي ڪئي ۽ محمد مسڪين صلي الله عليه وسلم جي دل پڄي پئي. دشت پيمائي، تنهائي ۽ غار حرا ۾ مراقبا سندس معمول بنجي ويو. جڏهن ٢٥ سالن جي عمر ۾ ٤٠ سالن جي بيوه ڪيس پسند ڪيو ۽ شاديءَ جو پيغام ڏنو تہ پاڻ سڳورن عرب رواج ۽ عمر جي تفاوت کي نظر انداز ڪري اهو قبول ڪيو ۽ ٻيا ٢٥ سال هڪ وفادار، محبتي ۽ بااخلاق مڙس ٿي گذاريا. انهي دوران کين نبوت عطا ٿي. ذاتي صدمن جي انتها بيبي خديجة الڪبريٰ ۽ حضرت ابو طالب جي هڪ ئي سال اندر وفات ني ٿي. ان بعد جڏهن حضور صلي الله عليه وسلم جي عمر پنجاهہ سالن کان مٿي ٿي وئي، تڏهن ڪثير شادين جو سلسلو شروع ٿيو. انهن جو مختصر احوال هن ريت آهي:

حبش ڏانهن هجرت ڪندڙ مسلمانن مان هڪ اتي فوت ٿي ويو.الله

جي راهه ۾ فوت ٿيندڙ کي حضور صلي الله عليه وسلم "شهيد" قرار ڏنو ۽ مسلمانن کي ترغيب ڏني تہ شهيدن جي آل اولاد جي ڪفالت ڪن. ساڳي وقت پاڻ فرمايائون تہ " لا يمكن ايمان المرء حتيٰ يحب لاخيه ما يحب لنفسه." يعني ڪنهن شخص جو ايمان تيستائين مڪمل ٿي نہ ٿو سگهي، جيستائين پنهنجي ڀاءُ لاءِ اها ڳالهہ پسند نہ ڪري جيڪا پنهنجي لاءِ پسند ڪري ٿو . ۽ "المؤمنين اخوه" سڀ مسلمان پاڻ ۾ ڀائر آهن. جڏهن حبش ڏانهن هجرت ۾ شهيد ٿيندڙ جي بيوه بيبي سوده لاوارث ٿي مڪه پهتي، تڏهن حضور جن پنهنجي حديث ۽ اصول تي پاڻ عمل ڪندي ساڻس شادي ڪئي ۽ پنهنجي امت لاءِ مثال قائم ڪيائون. اهڙي طرح جڏهن جنگ بدر ۾ حضرت عبيده رضہ بن حارث بن عبدالمطلب ( حضور صلي الله عليه وسلم جو سڳو سوٽ) شهيد ٿيو تڏهن سندس بيوه بيبي زينب بنت خزيمه اڳئي پنهنجي سخاوت سبب بي سرو سامان هئي. ڪيس " ام المساكين" يعني مسڪينن جي ماءُ سڏيو ويندو هو. سندس وڏي عمر جي باوجود، محض ڪفالت خاطر، حضور صلي الله عليه وسلم ساڻس شادي ڪئي ۽ سال بن اندر هوءَ گذاري وئي.

بيبي عائشة رضہ ستن سالن جي ٻارڙي هئي، جڏهن حضرت محمدصلي الله عليه وسلم ساڻس مڱڻو ڪيو ۽ ٻن سالن کان پوءِ نڪاح ڪيو. چاڪاڻ تہ پنهنجي يار غار حضرت ابوبڪر صديق رضہ سان عزازت جو قريبي رشتو قائم ڪرڻ مقصود هو. اهڙي طرح حضرت عمر بن الخطاب رضہ جي دختر بيبي حفصه رضہ سان نڪاح ڪيو ويو. استاد محمد حسين هيڪل مصري حضرت عمر رضہ جا اهي لفظ نقل ڪيا آهن، جيڪي حضور صلي الله عليه وسلم کي ناراض ڪرڻ تي هن پنهنجي دختر بيبي حفصه رضہ کي چيا:"........ والله لقد علمت ان رسول الله لايحبک ولا ان لطلقک" (هيڪل ص ٦٩١) يعني، الله جو قسم مان ڄاڻان ٿو تہ رسول الله جي توسان محبت نہ آهي ۽ جيڪڏهن مان نہ هجان ها تہ توکي طلاق ڏئي ڇڏي ها. بيبي حفصه ١٨ سالن جي عمر ۾ بيوه ٿي هئي. سندس مڙس حضرت خنيس رضہ جي وفات بعد حضرت عمر رضہ سندس رشتو حضرت عثمان بن عفان سان ڪرڻ چاهيو جنهن انڪار ڪيو. حضرت ابوبڪر صديق رضہ پڻ

دلچسپي نہ ڏيکاري، جنهن بعد حضور صلي الله عليه وسلم پاڻ نڪاح ڪيو. نفساني خواهش کان ماوراء مصلحت ۽ دين جي اساسي حڪمت عملي خاطر سڱابندي جو ٻيو مثال ام المومنين بيبي ام سلمه جو آهي: هوءَ حضرت ابو سلمه جي بيوهہ هئي جنهن مان کيس ڪيترائي پٽ ۽ ڌيون هيون. حضرت ابو سلمه جنگ احد ۾ زخمي ٿيڻ بعد غزوه حمراء لاسد تي روانو ڪيو ويو جنهن تان واپسيءَ بعد سندس زخم کلي ويا ۽ سندس موت جو باعث بنيا: حضور صلي الله عليه وسلم کي بيحد افسوس ٿيو ۽ جڏهن عدت جي مدت گذرڻ بعد، دعائي مغفرت ۽ فاتح خواني لاءِ بيبي ام سلمه جي گهر تشريف فرما ٿيا تڏهن روئي ڏنائون ۽ اتڻ کان اڳ بيوه بيبي کي عقد ثاني جي دعوت ڏنائون. بيبي سڳوري حيران ٿي چيو تہ " مان عيالدار ۽ پير سن آهيان. مون سان شادي ڪري توهان ڇا ڪندا؟" حضور صلي الله عليه وسلم جن فرمايو:" تنهنجي اولاد جي پرورش." ( هيڪل ص ص ٦٩٣ ـ ٦٩٢) بيبي ماريه قبطيه هڪ مصري مسيحي ڪنيز هئي، جيڪا پنهنجي ڀيڻ بيبي سيرين سان گڏ، مصر جي بادشاهہ " مقوقس" طرفان حضور صلي الله عليه وسلم جي خدمت ۾ تحفي طور موڪلي وئي هئي. پاڻ سڳورن "ماريه" کي پاڻ وٽ بطور ڪنيز رکيو ۽ سندس ڀيڻ " سيرين" جي حضرت حسان بن ثابت رضہ سان شادي ڪرائي ڇڏي. حضور صلي الله عليه وسلم کي پنهنجي پهرين گهر واريءَ بيبي خديجة الڪبريٰ رضہ کانسواءِ باقي ڪنهن بيبيءَ مان ڪو اولاد نہ ٿيو. آخر عمر ۾ ڪنيز ماريه پٽ ڄڻيو، جيڪو ڏيڍ سال بعد گذاري ويو. تاهم هوءَ باقاعده نڪاح بدِي زال جي حيثيت ۾ حضور صلي الله عليه وسلم جي حرم ۾ داخل ٿي.

ايلاء فرزند، يا پٽ ڄمڻ بعد، بيبي ماريه طرف حضور صلي الله عليه وسلم جي نظر عنايت ڏسي، ٻين بيبين سڳورين کي فطري تشويش لاحق ٿي. عرب دستور جي برعڪس حضرت محمد رسول الله صلي الله عليه وسلم جو عورتن سان رويو جمهوري طرز جو هو ۽ هر معاملي ۾ بيبيون سڳوريون کلي ڳالهائي سگهنديون هيون. هاڻي جڏهن پاڻ سڳورا ساري ملڪ عرب جا بادشاهہ بنجي ويا هئا. تڏهن سندن ازواج جون فرمائشون ۽ فطري باهمي رقابتون هن مسڪين تن انسان کي رنجائڻ لڳيون: تنهن بابت

وحي نازل ٿيو: " يايهاالنبي ! قل لازواجک........." " اي نبي ! پنهنجن زالن کي چئه ته جيڪڏهن توهان جو لاڙو هن دنيا ۽ انهيءَ جي سونهن سينگار طرف آهي ته اچو مان توهان کي اهي ڏيان ۽ سهڻي نموني توهان کي الگ ٿيڻ جي اجازت ڏيان. پر جيڪڏهن توهان جو لاڙو الله ۽ سندس رسول ۽ آخرت جي گهر طرف آهي ته پوءِ يقينا توهان مان نيڪ ڪم ڪندڙن لاءِ الله وڏو اجر مقرر ڪيو آهي. ( سورة الاحزاب، آيات ۲۹ ـ ۲۸) ساڳي سورة جي ۳۰ آيت ۾ ٻين عورتن جي مقابلي ۾ " نساءُ النبي" لاءِ ظاهري فحش ڪم ڪرڻ تي ٻيڻي سزا جو اعلان ڪيل آهي. لهذا، ٻيبين سڳورين جون فرمائشون ۽ هار سينگار ڪرڻ جون عادتون ته ترڪ ٿيون، ليڪن فطري باهمي رقابت ۾ فرق نه آيو: هڪ ڏينهن حضور جن پنهنجي ننڍڙي فرزند، ٻبي ماريه رضہ جي نيٽڻ نار ابراهيم، کي کڻي ٻيبي عائشه رضہ جي حجري ۾ آيا ۽ خوشيءَ وچان فرمايائون: " عائشه ! ڏس ته اسان ٻنهي ۾ ڪيتري قدر مشابهت آهي !" ٻيبي سڳوريءَ جواب ڏنو ته " توهان جي منهن مهانڊي ۽ هن جي مهري جهڙي منهن ۾ ته گهڻو فرق نظر اچي ٿو." (مهر عربي زبان ۾ گهوڙيءَ جي وڇيري کي چئبو آهي).

استاد محمد حسين هيڪل لکي ٿو ته " تمام حرم رسول ( هن) نئين چاول ٻار جي سبب جنابہ ماريه جي معاملي ۾ متفق ٿي چڪيون. ( حياة محمد ، اردو ترجمو ص ص ۹۳۷ ـــ ۹۳۶) هڪ ڏينهن ٻيبي حفصه رضہ ٻيبي ماريه رضہ کي پنهنجي حجري ۾ رسول الله صلي الله عليه وسلم سان گڏ ويٺل ڏٺو ته سخت شڪايت ڪيائين . ( ايضا ـ ص ص ۹۳۹ ـــ ۹۳۸) زال ـ مڙس جا روايتي جهيڙا جهڳڙا ٿيندا رهيا ۽ پاڻ سڳورن انتهائي برداشت کان ڪم ورتو، ليڪن جڏهن زالن، يعني ٻيبين سڳورين جي باهمي رقابت انتها کي پهتي، تڏهن حضور صلي الله عليه وسلم سيني سان قطع ڪلامي ڪئي ۽ روز مره جي ڪمن کان فارغ ٿيڻ بعد بالاخاني ( ڪوٺي) تي گذارڻ لڳا، جنهن تي چڙهڻ لاءِ ڏاڪڻ بجاءِ ڪجيءَ جو ڪهرو وڻ هو. روزانه پنج وقت نماز ۽ اسلامي رياست جي اهم معاملن کي منهن ڏيڻ لاءِ، هن ڪجي تان لهہ چڙ جي مشقت هڪ مهينو جاري رهي. ڪنهن کي رسول الله صلي الله عليه وسلم جي ذاتي معاملن ۾ مداخلت ڪرڻ جي همت ٿي ۽ خود

ٻيبيون سڳوريون جلال جي خوف کان هيسيل هيون. بالا خاني جي دروازي تي " رباح" نالي دربان مقرر هو، جنهن کي حڪم هو تہ ڪنهن کي بہ اندر اچڻ نہ ڏئي. آخر مهيني جي پوئين تاريخ تي حضرت عمر رضہ ڪجھہ تان چڙهي آيو ۽ ڪيس اندر اچڻ جي اجازت ملي.اندر اچي وينو تہ ماحول تي نظر ڪري روئي ڏنائين: سمهڻ لاءِ واڻ جي واٽيل اگهاڙي کٽ جنهن جا نشان حضور جن جي پاسن تي نظر اچي رهيا هئا، ڪس، ( چمڙي رنگڻ جي ڪل) هڪ کل ۽ مٺ ڀر جون کان علاوه ڪمري ۾ ٻيو ڪجهہ نہ هو. هن حال تي حضرت عمر رضہ جي روئڻ ۽ دنيوي اسباب بنسبت پنهنجي رويي تي حضور جن مرڪي ڏنو. موقعو ڏسي حضرت عمر رضہ عرض ڪيو تہ "مسلمانن جي حــالت خراب ٿي رهي آهي. انهن کي ٻڌايو ويو آهي تہ توهان پنهنجي تمام ازواج مطهـرات کي طلاق ڏئي ڇڏي آهي. هاڻي مـان وڃين تــو اعـلان ڪيـان تہ توهان ڪنهن کي بہ طلاق نہ ڏني آهي." ائين هو بہ ڪونہ. انهيءَ کانپوءِ ٻيبين سڳورين حضور صلي الله عليه وسلم جن کي ناراض ڪرڻ کان توبه ڪئي.

ميور (Muir) جي تحقيق مطابق: " هو (حضرت محمد صلي الله عليه وسلم) پنهنجي زالن جي گهرو ذميدارين ۾ هٿ ونڊائيندو هو، پنهنجي ڦاٽل ڪپڙن کي پاڻ توپو ڏيندو هو، ٻڪريون پاڻ ڏڌندو هو ۽ پنهنجو گيتلو پاڻ مـرامت ڪندو هو." هيـڪل لکي ٿـو تہ سندس ذاتي زند انتهائي سادگيءَ جو نمونو هئي.(حياة محمد، ايضا- ) حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جي تصوير، شبيهہ يا مجسمي تيار ڪرڻ جي ڪڏهن ڪوشش نہ ڪئي وئي ۽ نہ اها سندس ڏنل دين ۾ جائز هئي، تاهم سندس سنت ۽ متعدد حديثن جي مطالع ذريعي هن ڪامل انسان جون عادتون ۽ اطوار معلوم ڪري، هڪ تصور ذهن۾ قائم ڪري سگهجي ٿو ۽ جسماني ساخت متعلق اصحاب ڪرام ۽ ازواج مطهرات طرفان بيان ڪيل منهن مهانڊي، قد بت ۽ رنگ وغيره مان هڪ تصويري خاڪو نمايان ٿئي ٿو.

## جسماني ساخت

وچولو ( درمياني) قد، ڊگهو مٿو، لهريلا ڊگها وڏا وار، نه سڌا نه گهنڊيدار، ڪشادي پيشاني، پرن جاوار سنها ۽ ڊگها ۽ ڪمان مثل مڙيل، پرن جي وڃيءَ ۾ هڪ نس ( رڳ) جيڪا ناراضگي وقت سجي ويندي هئي. اکين جون ماڪيون تيز سياهه ( ڪاريون)، ڪشاديون ۽ پرنور اکيون، مناسب نڪ، جيڪو اڀريل نظر ايندو هو. ڪجهه قدر ڪشادو وات، اڳين ٻن ڏندن جي وچ ۾ وٿي، ڏند ڄڻ موتيءَ داڻا، ننڍا ۽ چمڪندڙ، ڳل سڌا ۽ ڀريل، نه ڦيڦا نه لڙڪيل، ريش ( ڏاڙهي) گهاٽي، منهن بيضوي، ڪلها ويڪرا، سنهي ڳچي چانديءَ مثل چمڪندڙ، سينو ڪشادو، پيٽ سڌو، سيني کان دن تائين وارن جي ليڪ، ڪپڙن بدلائڻ وقت جسم تجليدار ۽ آبدار نظر ايندو هو. سندن منهن مبارڪ ڏسڻ سان ڀهريائين رعب طاري ٿي ويندو هو، ليڪن جڏهن گفتگو يا قربت نصيب ٿيندي هئي ته ساڻس عشق ٿي ويندو هو،

## عادتون ۽ اطوار

جيڪو شخص هڪ دفعو حضرت محمد صلي الله عليه وسلم سان مليو سو سندس شخصيت ۽ محبت جي اثر هيٺ اچي ويو: گفتگو ڪرڻ وقت مخاطب جي طرف پنهنجو پورو جسم سامهون رکندا هئا ۽ توجه سان ٻڌندا هئا، پاڻ ڌيمي آواز سان ڳالهائيندا هئا. سفر ۾ هلڻ وقت ٻين جي پويان هلندا هئا ۽ ائين ڪرڻ پسند فرمائيندا هئا. سندن قيادت دانش - بينش (ڏاهپ ۽ دور انديشيءَ) جي اصول تي مبني هئي. هلندا هئا ته ائين نظر ايندا هئا ڄڻ ڪنهن بلنديءَ کان هيناهينءَ جي طرف لهي رهيا آهن. نظرون هميشه هيٺ رکندا هئا ۽ رستي ۾ماڻهن جي گهرن طرف نه ڏسندا هئا. ”وحي“ جي نزول وقت اکيون کڻي آسمان جي طرف ڏسندا هئا. اصحابين جي لاءِ مشفق استاد هئا. مخاطب يا واٽهڙو ڪي ڀهريائين پاڻ سلام ڪندا هئا ۽ ٻارن سان به ائين پيش ايندا هئا ۽ ساڻن وڏن وانگر عزت سان مخاطب ٿيندا هئا. ڀهريائين

سلام ڪرڻ سندن سنت هئي ۽ سلام جو جواب ڏيڻ واجب فرض سمجهندا هئا. هلڻ وقت قدم سنڀالي کڻندا هئا، تکڙيون وکون کڻي هلندا هئا ۽ اڳيان جهڪي هلندا هئا. بيحد شرم ۽ حيا سبب ڪنهن بہ ماڻهوءَ جي اکين ۾ اکيون وجهي نہ ڳالهائيندا هئا، بلڪ مخاطب کي طائرانہ نگاهہ سان ڏسي وٺندا هئا. ڳالهائڻ وقت ڏندن مان روشني نڪرندي ڏسبي هئي. نور اهڙو چٽــو هون جواونداهيءَ ۾ بہ شين کي ڏسي سگهندا هئــا. ڪتيءَ جا ١٢ تاراڏسي ڳڻي سگهندا هئا.

حضرت ابو هريرة رضہ جي روايت ڪيل حديث مطابق، حضرت محمد صلي الله عليه وسلم هڪ دفعي اصحابين کي فرمايو: " ڇا اوهين سمجهو ٿا تہ آءٌ توهان کي فقط سامهون ڏسي سگهان ٿو؟ الله جو قسم توهان جو رڪوع و سجود مون کان مخفي نہ آهي. بيشڪ آءٌ توهان کي پنهنجي پٺين طرف بہ ڏسي سگهان ٿو." انهيءَ حديث شريف سان متصل حضرت انس رضہ جي روايت ڪيل هي حديث آهي تہ حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم فرمايو تہ " اي انسانو! آءٌ توهان جو امام آهيان، رڪوع ۽ سجود جي حالت ۾ منهنجي طرف نہ ڏسو، آءٌ اڳيان ۽ پٺيان ڏسي سگهان ٿو". انهيءَ کان علاوه بہ ٻيون اهڙيون حديثون آهن جن مطابق حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جن پشت کان بہ ڏسي سگهندا هئا، علماءِ ڪرام انهيءَ کي نبوت جو معجزو قرار ڏين ٿا. سائنسدان انهيءَ کي ڇهين حس (The Six Sense) جي دائري ۾ معلوم ڪري سگهن ٿا. روايتن مطابق پردو يا ڪا بي شئي سندن نگاهہ کي روڪي نہ ٿي سگهي. اهو امر "آشڪار بينشي" (Divine Omniscience) . يعني الله تبارڪ وتعاليٰ جي " ڪل شيءِ عليم" هجڻ سبب، سندس رسول صلي الله عليه وسلم جي حصي ۾ آيل هو.

نبوت جي واضح علامت، " نبوت جي مهر".حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جي جسم مبارڪ تي موجود هئي، جيڪا سندن وفات بعد غائب ٿي وئي. اهو حضرت بيبي اسماءِ رضہ جو، حضور صلي الله عليه وسلم جي طبعي موت بابت پيش ڪيل دليل هو. (شمائل ترمذي ترجمو ص ٢٢) . نبوت جي مهر بابت اٺ حديثون اصحابن جون روايت ڪيل آهن

جن مان شمائل ترمذي جي مترجم پنجن جو حوالو ڏنو آهي. راوي حضرات مطابق مهر پلنگ تي وڇايل چادر جي پلو وانگر هئي. ( حضرت صعب ابن يزيد رضہ ) ٻنهي ڪلهن جي وچ تي هئي، جيڪا هڪ ڳاڙهي سڄيل ڳوڙهي وانگر هئي ۽ ڪبوتر جي آني جيڏي هئي، (حضرت جابر رضہ) ۽"وارن جو ڇڳو هئي." ( حضرت عمرو ابن اخطب رضہ) حضرت سلمان فارسي اها ڏني انهن ٽن نبوت جي نشانين جي تصديق ڪرڻ لاءِ جن مطابق (١) نبي آخر زمان صدقو نہ کائيندو، (٢) تحفو قبول ڪندو ۽ (٣) سندس پٺيءَ تي نبوت جي مهر لڳل هوندي. ( شمائل ترجمہ ص ٢٥) حضرت سلمان فارسي رضہ اصفهان جو زرتشتي عالم هو، پوءِ عيسائي ٿيو، ٻيءُ پيرن ۾ زنجير وجهي قيد ڪيو اتان پڇي شام پهتو، غلام ٿي وڪاڻو ۽ مڪي جي قريشن يا ( پوءِ) مديني جي هڪ يهوديءَ خريد ڪيو، مسلمان ٿيو تہ آزاد ٿي ويو ۽ پنهنجي علم فضل سان دين اسلام جي خدمت ڪيائين. سندس اعتقاد جو بنياد نبوت جي مهر هئي. حضرت عبدالله ابن سرجيس رضہ جي روايت مطابق هن نبوت جي مهر ڏٺي، جيڪا ٻنهي ڪلهن جي وچ ۾ مٺ برابر هئي ۽ ان تي هسا ( اسا) هئا، ( جن جي پاسن کان وار ڦتل هئا) . اها مهر ڄائي ڄم کان موجود هئي. ابن حبان جي بيان مطابق انهي نبوت جي مهر تي "محمد رسول الله" لکيل هو. ٻين روايتن ۾ " انت المنصور"ڄاڻايو ويو آهي. ( معنيٰ تنهنجي مدد ڪئي ويندي).

" شمائل ترمذي" ۾ محمد صلي الله عليه وسلم جي ذاتي زندگيءَ متعلق ڪافي ڪوائف جمع ڪيل آهن جن ۾ سندن ڦٽي ڏيڻ (جي ڦٽي هجي تہ وچ تي سينڌ ڪڍجي نہ تہ هٿ سان وار ورائي ڇڏجن) ۽ ريش مبارڪ ۾ ڪجهہ اڇن وارن پوڻ، ميندي لڳائڻ وغيره ۽ سرمي پائڻ، تيل لڳائڻ ۽ پوشاڪ بابت روايتون ڪنيون ڪيون ويون آهن. ڪين ڪرتو (پهراڻ) بيحد پسند هو. ( بيبي حضرت ام سلمه رضہ) ساڳي راوي کان قميص جي روايت بہ نقل ڪئي وئي آهي. ڪرتي يا قميص جون ٻانهون ڪرائين تائين ڊگهيون هونديون هيون ( حضرت بيبي اسماءِ رضہ ). جڏهن نئون وڳو پائيندا هئا تہ هيءَ دعا گهرندا هئا: " اي الله ، سڀ تعريفون تنهنجي لاءِ آهن ۽ هي ويس جيڪو تو مون کي ڍڪايو آهي تنهن لاءِ تنهنجي

مهرباني. آءٌ توکان انهيءَ جي ڀلائي ۽ انهيءَ مقصد جي چڱائي گهران ٿو جنهن سان اهو بنايو ويو آهي ۽ آءٌ انهيءَ جي شر ۽ انهيءَ جي مقصد جي شر کان تنهنجي پناهہ گهران ٿو." ( شمائل ص ٥١) "يمن" جون پرت ڀربل چادرون پسند فرمائيندا هئا. ڳاڙهن ڪپڙن ۾ بين کان وڌيڪ ناهوڪا لڳندا هئا. تاهم حضرت فضل ابن عباد رضہ کان روايت آهي تہ حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم فرمايو تہ " سفيد ڪپڙا پايو. اها بهترين پوشاڪ آهي." ( صحيح بخاري) " سفيد ڪپڙا پهريو ۽ ميت کي بہ اڇو ڪفن ڏيو. ڇاڪاڻ تہ اڇو ڪپڙو وڌيڪ صاف رهي ٿو." ( شمائل ص ٥٥) ڇاڪاڻ تہ پليدي جهٽ نظر ايندي ۽ ڌوئي صاف ڪئي ويندي.

پوشاڪ،کاڌ خوراڪ ۽ ٻئي روز مره جي معمول ۾، سرندي هوندي بہ حضرت محمد صلي الله عليه وسلم، ڪا تبديلي نہ آندي. " الفقر فخري" مسڪينيءَ تي مونکي ناز آهي، اها سندن متفقہ عليه حديث شريف آهي. حضرت مالڪ ابن دينار رح کان روايت آهي تہ " زفاف" کان علاوه رسول الله صلي الله عليه وسلم ڪڏهن بہ ماني يا گوشت پيٽ ڀري نہ کائيندا هئا. حضرت مالڪ هڪ بدوي کان " زفاف" جي معنيٰ پڇي تہ هن چيو : " ٻين سان گڏجي کائڻ".

حضور صلي الله عليه وسلم جا موزه ( جوراب) قابل ذڪر آهن: جڏهن حبش ( اٿوپيا) جي بادشاهہ نجاشي " اسهمه" ايمان آندو، تڏهن سادن ڪارن جورابن جي جوڙي ( ٻين نذرانن سميت) خدمت اقدس ۾ پيش ڪيائين، جيڪل پاڻ پاتائون ۽ وضو ڪرڻ وقت انهن جي مٿان هٿُ گهماياٿون ( راوي حضرت بريده رضہ شمائل ص ٦١ ـ ٦٠). حضرت مغيره ابن شعبان رح جي بيان مطابق حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم کي هڪ ڪلبي، جورابن جي جوڙي (ٻي روايت موجب جبو ۽ جورابن جي جوڙي) تحفي طور پيش ڪئي، جيڪا هو ڦاٽي وڃڻ تائين استعمال ڪندا رهيا. ( شمائل ت ص ٦١) پاڻ گهيتلو پائيندا هئا جنهن کي بہ ويڙون هونديون هيون ( حضرت ابو هريره رضہ) . عرب انهيءَ زماني ۾ " نعل " پيرن ۾ پائيندا هئا. " نعل" معنيٰ جتي ۽ حضور صلي الله عليه وسلم جي نعل ۾ بہ ويڙون هجڻ ڏيکاري ٿو تہ سندن جتي گهيتلي يا سئنڊل وانگر

هئي.

حضور صلي الله عليه وسلم جي منڊي، چانديءَ جي ٺهيل هئي جنهن ۾ هڪ ميرانجهڙي ڪاري رنگ جو پٿر مڙهيل هو، جيڪو ان وقت حبش جي ملڪ (Ethiopia) ۾ ملندو هو. اها منڊي پاڻ تڏهن ٺهرائي هئن جڏهن ٻاهرين ملڪن جي بادشاهن ڏانهن مراسلا موڪلڻ شروع ڪيائون ۽ انهن تي انهيءَ منڊيءَ جي مهر لڳائي موڪليندا هئا جيئن وقت جو بين الاقوامي دستور هو. اهو سال ٦ هجري مطابق ٦٢٧ ع هو. حضرت عبدالله ابن عمر جي هڪ بيان موجب " حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم هڪ چانديءَ جي منڊي ٺهرائي هئي جنهن سان خطن تي مهر لڳائيندا هئا، ليڪن پاڻ اها منڊي ڪڏهن بہ پائيندا نہ هئا." ( شمائل ترمذي، ٦٨) مختلف روايتون آهن جن مطابق بہ منڊيون هونديون هئن، هڪ هٿ ۾ پائڻ لاءِ ٻي مهر هڻڻ لاءِ. پائڻ واري منڊي ساڄي هٿ ۾ پائيندا هئا. هڪ دفعي نماز پڙهندي منڊيءَ تي نظر پين ۽ اڱتي لاءِ اها پائڻ ڇڏي ڏنائون. پٿر جي لسي پاسي مٿان" محمد رسول الله" اڪريل هو. ( روايت حضرت انس رضہ ، شمائل ترمذي ص ٧١) جڏهن رفع حاجت لاءِ پائخاني ۾ ويندا هئا تہ منڊي لاهي ٻاهر رکي ويندا هئا. ( ايضا ص ٧٥)اها منڊي حضرت عمر رضہ ۽ حضرت عثمان رضہ بہ استعمال ڪئي ۽ پوءِ اها کوهہ ۾ ڪري پئي (ايضا).

حضور صلي الله عليه وسلم متعدد ترارون استعمال ڪيون، جن مان هر هڪ تي خاص نالو رکيل هو: ورثي ۾ والد صاحب جي ترار " مطهور" ملين، فتح مڪہ وقت وٽن سيف ذوالفقار هئي، جيڪا بعد ۾ حضرت علي ڪرم الله وجهه رضہ جي استعمال ۾ رهي. ٻين ترارين جا نالا: قضيب ( وڻ جي ٽاري)، قلعي (ٻاڙون پٽيندڙ) ۽ نير ( قاتل) معلوم ٿي سگهيا آهن. سيف ذوالفقار جو مٺيو چانديءَ جو هو. اهڙي طرح وٽن ست زرهون هيون: ذات الفضول، ذات الحواشي، ذات الويشه، ذات الفزيٰ، ذات الصغديه، ذات التبره ۽ ذات الخرنق. جنگ احد ۾ ڪين بہ زرهون پاتل هيون: ذات الفضول ۽ ذات الفزيٰ. اهو الله تعاليٰ جو حڪم هو تہ اي مومنو ! " خذو حذرڪم" معنيٰ پنهنجي ( جان جي) حفاظت ڪريو، ( سورة النساءِ آيت ۴) سيني جي

حفاظت کان علاوه سر جي حفاظت لاءِ وٽن هڪ خود ( لوهي ٽوپ ) هو. فتح مڪہ وقت اهو سندن سر مبارڪ تي پهريل هو. ( شمائل ص ٨٨) ہي روايت موجب ڪارو پٽڪو ٻڌل هو. حضرت جابر رضہ جي بيان مطابق جڏهن مڪي ۾ داخل ٿيا تہ ڪارو پٽڪو ٻڌل هون. ( ايضا ص ٩٢). وٽن بہ پٽڪا هئا جن جي ڊيگهہ مختلف ذريعن کان مختلف معلوم ٿي ٿئي: ننديوچهہ ست وال ڊگهو هو ۽ وڏو ٻارنهن وال هو. ( شمائل ٩١) " مدخل" جو مصنف ست وال ڄاڻائي ٿو. پٽڪو (عمامہ) ٻڌڻ سنت آهي. پاڻ سڳورا لونگي (گوڏ) ٻڌندا هئا ۽ باقي جسم کي چادر سان ڍڪيندا هئا. ڪجهہ روايتن مطابق سٿڻ بہ پائيندا هئا. گوڏ يا سٿڻ ٽٽين کان مٿي رکندا هئا، ۽ تيز هلندا هئا. مضبوطي ۽ چستيءَ سان زمين تي پير رکندا هئا ۽ ايئن لڳندو هو جيئن بلندي کان پستيءَ طرف قدم رکندا هجن. عمامه ( پٽڪي) جي اندران رومال ٻڌل هوندو هو، جيئن وارن جو تيل رجي پٽڪي کي سٽيو نہ ڪري ۽ رومال سدائين چاڪيءَ جي ڪپڙي وانگر تيل ۾ چڪيل هوندو هو. تاهم نہ ميرو لڳندو هو ۽ نہ انهيءَ ۾ جون پيل هونديون هيون، ڇاڪاڻ تہ سندن جسم مبارڪ جوئن، مچرن ۽ مکين جي ويهڻ کان مبرا (آزاد) هو. ( شمائل ص ١٠٢)

سندن ذاتي اطوار، نشست برخواست، خوردونوش، گفتگو ۽ قصہ خواني جو رنگ ڍنگ نرالو هو. حضرت قائله رضہ کان روايت آهي تہ " مون پاڪ پيغمبر ( صلي الله عليه وسلم) کي مسجد ۾ پلٿي ماري ويٺل ڏٺو ۽ آءٌ سندس رعب وچان ڏڪڻ لڳس" ( شمائل ص ۴، ١)........ جڏهن پاڻ ڪيس مخاطب ٿيا تہ سندس سمورو خوف ۽ دهشت غائب ٿي ويا. ( ايضا ) حضرت عبدالله بن زيد رضہ فرمائي ٿو تہ هن رسول الله صلي الله عليه وسلم کي مسجد ۾ سڌو ٿي ٽنگ تي ٽنگ ڇاڙهي ستل ڏٺو ( ايضا ص ١٠۵). حضرت ابو سعيد خضري رضہ جي روايت مطابق هن جڏهن بہ کين مسجد ۾ ويٺل ڏٺو تہ سندن گوڏا ايا هئا ۽ انهن تي ٻانهون ورايل هيون ( ايضا ـ ص ١٠٦). ٻين اصحابي سڳورن جي روايتن مطابق کاٻي پاسي وهاٹو رکي انهيءَ تي ٽيڪ ڏئي ليٽندا هئا. پاڻ فرمايائون تہ "کائڻ وقت ڪنهن شيءِ تي پنهنجي ٽيڪي نہ کائيندو آهيان". ( ايضا ـ ص ١٠٧) ٽيڪ ڏيڻ جو مثال فقط

علالت جي حالت ۾ملي ٿو، جڏهن حضرت اسامه رضہ تي ٽيڪ رکي مسجد ۾ آيا. يا وري جڏهن آخري بيماريءَ وقت سندن مٿي کي پٽي ٻڌل هئي ۽ حضرت فضل ابن عباس رضہ کي فرمايائون تہ مٿي جي پٽي چڪي ٻڌ ۽ پوءِ اتي وينا ۽ حضرت فضل رضہ تي ٽيڪ رکي مسجد طرف روانا ٿيا. ( ايضا ص ١١٠) سندن طعام نوش فرمائڻ جو طريقو هي هوندو هو تہ ڪڏهن پيٽ ڀري نہ کائيندا هئا. هڪ ٿي ڏينهن ۾ ٻہ دفعا گوشت نہ کائيندا هئا، جون جي ماني تي گذر ڪندا هئا، ساڄي هٿ جي ٽن آڱرين سان کائيندا هئا ۽ بعد ۾ انهن کي زبان سان صاف ڪري چٽيندا هئا. طعام شروع ڪرڻ کان اڳ ۽ ختم ڪرڻ بعد پاڻي سان هٿ صاف ڪندا هئا. هيٺ پٽ تي ويهي کائيندا هئا. چمڙي جو ٽڪرو وڇائي ان تي ٿالهہ ۾ طعام وجهي ٻين سان گڏجي کائيندا هئا. اڪيلو کائڻ ۽ ننڍين پليٽن ۾ کاڌو وجهي کائڻ پسند نہ ڪندا هئا. حلال حرام جي پڪ ڪري پوءِ کاڌي ۾ هٿ وجهندا هئا. ڪين " چانهين" پسند هئي ۽ فرمائيندا هئا تہ انهيءَ جي کائڻ سان عقل وڌي ٿو ۽ هڪ دفعي فرمايائون تہ " جيڪڏهن دل ۾ غم آهي تہ چانهين انهيءَ کي دور ڪري ٿي." ( راوي حضرت عائشه رضہ ، شمائل ص ١٣٧) صحيح بخاري ۾ هڪ حديث منقول آهي تہ حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم جن ونگو ۽ کجور گڏي کائيندا هئا. ( ج ٣، ص ٨١٩) بيبي عائشة رضہ چانهين ۽ ڪارڪون گڏي کائيندي هئي، جنهن سان هوءَ جلد بالغ ٿي، کائن روايت آهي تہ حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم هڪ دفعي فرمايوهو " سرڪو ڪهڙو نہ سنو ٻوڙ آهي."( شمائل ص١٤٣) حضرت ابو عبيده رضہ کان روايت آهي تہ هڪ دفعي حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم فرمايو تہ"کائڻ ۽ مالش ڪرڻ لاءِ، زيتون جو تيل استعمال ڪريو، ڇاڪاڻ تہ اهو هڪ سڀاڳي وڻ جو تيل آهي". ( ايضا ١٤٤)ام المؤمنين بيبي عائشه رضہ کان روايت آهي تہ حضور صلي الله عليه وسلم جن ٻاڪرو گوشت کائڻ پسند ڪندا هئا، ۽ انهي ۾ اڳين رانن جو گوشت ڪين زياده پسند هو . (ايضا ـ ص ١٤٥) فتح مڪہ وقت، حضور صلي الله عليه وسلم پنهنجي سوٽ حضرت بيبي ام هاني جي گهر تشريف فرما ٿيا ۽ پڇائون تہ " گهر ۾ ڪا کائڻ پيئڻ جي شيءِ آهي؟" گهر ۾ فقط سڪل ماني ۽ سرڪو موجود

هو، پاڻ سڳورن فرمايو تہ " ڪٽي اچ ! جنهن گهر ۾ سرڪو موجود آهي اتي بوڙ جي ضرورت ناهي". ( ايضا ـ ص ١٤٧)

حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جي طعام نوش فرمائڻ جا خصوصي آداب هئا: شروع ۽ آخر ۾ هٿ ڌوئڻ، گرڙي يا ڏندڻ ڪرڻ، "بسم الله الرحمان الرحيم" پڙهي کائڻ شروع ڪرڻ ۽ ختم ڪرڻ بعد دعا گهرڻ :" الحمدلله الذي اطعمنا وسقانا وجعلنا من المسلمين." مختلف موقعن تي الڳ دعائن بابت پڻ روايتون آهن. ڪاڏو ساڄي هٿ سان ڪائيندا هئا. حضرت ام المومنين بيبي عائشه رضہ کان روايت آهي تہ هڪ دفعي ماني جي کائڻ وقت هڪ "بدوي" اچي ويو، ڇهہ مهمان اڳئي دسترخوان تي موجود هئا، ليڪن انهي بدوي مهمانن سمورن جو ڪاڌو ٻن گرهن ۾ ڪائي چٽ ڪيو. تنهن تي حضور صلي الله عليه وسلم فرمايو تہ" جيڪڏهن " بسم الله" پڙهي ڪائڻ شروع ڪري ها تہ هي ڪاڌو سيني لاءِ پورو ٿي وڃي ها". ( شمائل ص ١٥٨)

امام ابو عيسيٰ ترمذي، ڪائڻ متعلق ١٨ سنتون ڄاڻايون آهن: (١)ڪائڻ کان اڳ هٿ ڌوئڻ سنت آهي (٢) ان وقت ڌوتل هٿ رومال يا ٿوال سان اگهي صاف ڪرڻ نہ گهرجن (٣) مڪمل "بسم الله" پڙهي پوءِ ڪائڻ شروع ڪجي، ليڪن(٤) اگر فقط " بسم الله" پڙهي وئي تہ بہ سنت جي تعميل ٿي ويندي. (٥) جيڪڏهن "بسم الله" پڙهڻ وسري وڃي تہ اڌ مانيءَ ۾ يا آخر ۾ پڙهجي: "بسم الله اوله و آخره." (٦) گرهہ ننڍو ڪٽجي، (٧) عمومي طور ڪائڻ ۾ فقط ٽي آڱريون استعمال ڪجن، (٨) ڪائڻ وقت نہ ڳالهائجي، (٩) ساڄي هٿ سان ڪاڌوڪائجي، (١٠)ڪاڌو اڳيان رکي ڪائجي (١١) پنهنجي پاسي کان ڪائجي، (١٢) پر جيڪڏهن گوشت ، ٻٽاٽن، ٽماٽن وغيره جو ڳذيل ٻوڙ آهي تہ اهي شيون ٻين جي پاسي کان بہ ڪٽي سگهجن ٿيون، (١٣) هر گرهہ تي "الحمد الله" پڙهڻ گهرجي. (١٤)جيڪڏهن ڪائيندي ڪا شيءِ هيٺ ڪري پوي تہ اها ڪٽي (صاف ڪري) ڪائڻ گهرجي. (١٥) ڪائي بس ڪرڻ بعد دعا گهرڻ گهرجي، (١٦) دعا نہ گهرڻ جي حالت ۾ شيطان " برڪت" جو ڀاڱو وٺي ويندو، (١٧) ڪائڻ جا ٿانو صاف ڌوتل هجڻ گهرجن ۽ (١٨) ڪائڻ بعد هٿ ڌوئي رومال يا

ٿوال سان صاف ڪرڻ گهرجن.“ ( شمائل ص ص ۱۵۹ - ۱۵۱) پاڻي وغيره پيئڻ بابت مختلف حديثون بيان ڪيل آهن: زمزم جو پاڻي بيهي پيئندا هئا، تاهم عام طور مشروبات ويهي پيئڻ جو تاڪيد فرمايل آهي، ( ايضا - ص ۱۷۱) گرڙي ڪري پوءِ پاڻي پيئندا هئا ۽ يڪ ساهي پيئڻ کان منع فرمائيندا هئا. پاڻ سڳورا ٻن يا ٽن ڍڪن ۾ پاڻي پيئندا هئا. پيا آداب هن ريت آهن: (۱) پيالو وغيره ساڄي هٿ ۾ جهلجي ،(۲) پيئڻ کان اڳ ”بسم الله“پڙهجي، (۳) ٽن ساهن ۾ پيئجي، (۴) ويهي پيئجي، (۵) ساهه کڻڻ وقت وات پيالي کان پري ڪجي، (٦) هرساهي وقت” الحمدلله“ چئجي، (۷) ٽن کان وڌيڪ ساهن ۾ پيئڻ بہ جائز آهي، (۸) سڌو نلڪي يا مشڪ مان نہ پيئجي، (۹) زمزم يا وضوء جو بچيل پاڻي بيهي پيئڻ سنت آهي، (۱۰) جيڪڏهن ويهي پيئڻ لاءِ جاءِ نہ هجي تہ بيهي پيئڻ جائز آهي، (۱۱) ٻئي مسلمان جي اوبر پيئڻ سني ڳالهہ آهي، (۱۲) زمزم جو پاڻي پيئڻ کان اڳ دعا گهرجي، (۱۳) جيڪڏهن بچيل پاڻي، کير، شربت وغيره ٻين کي پيش ڪجي تہ ساڄي طرف کان شروع ڪجي ۽ حيثيت يا مرتبي جو خيال نہ رکجي، (۱۴) اهڙي طرح مهمانن کي چانهہ يا شربت پيش ڪجي تہ اهو بہ ساڄي هٿ کان شروع ڪجي. (۱۵) پي بس ڪجي تہ الله تعالیٰ جو شڪر ڪجي ۽ (١٦) بچيل پاڻي هارڻ بجاءِ پي ڇڏجي. ( ايضا - ص ۱۷۴ - ۱۷۱)

حضور صلي الله عليه وسلم عطر ۽ ٻيون خوشبودار شيون ڪثرت سان استعمال ڪندا هئا: حضرت ابن عمر رضہ کان روايت آهي تہ حضرت محمد رسول الله صلي الله عليه وسلم فرمايو تہ ٽن شين قبول کان انڪار نہ ڪجي: ” وهاڻو، سرهو تيل ۽ کير.“ حضرت ابوهريره رضہ کان روايت آهي تہ پاڻ سڳورن نر ۽ مادي خوشبو جو ذڪر فرمايو:” نر خوشبوء اها آهي جيڪا پکڙجي وڃي ليڪن انهيءَ جو رنگ نظر نہ اچي ۽ مادي خوشبوءِ اها آهي جنهن جي بوءِ ختم ٿي وڃي ليڪن رنگ قائم رهي. ( جيئن مينديءَ، زعفران وغيره) پاڻ سڳورن ڪڏهن بہ خوشبوءِ جو تحفو ناقبول نہ ڪيو. (ايضا _ ص ص ۱۷۷ - ۱۷۵).

سندن طرز تڪلم، يا گفتگو ڪرڻ جو انداز، بيحد پيارو ۽ يقيني

طور تي متاثر ڪندڙ هو: اهڙي طرح جهلي جهلي ڳالهائيندا هئا جو ٻڌندڙ کي پورو مضمون ياد ٿي ويندو هو. بعض اوقات ساڳي ڳالهہ ٽي دفعا ورجائيندا هئا، جيئن ٻڌندڙ چڱي طرح سمجهي سگهي. سندن گفتگو سان ڪنهن جي گهٽتائي يا توهين وغيره نہ ٿيندي هئي، سنڀالي ڳالهائيندا هئا. فڪر مندي ۽ سنجيدگيءَ سان ڳالهائيندا هئا. ڪڏهن بلڪل خاموش رهندا هئا ۽ بغير ضرورت نہ ڳالهائيندا هئا. ڪائڻ پيئڻ جي شين مان وڏ نہ ڪڍندا هئا ۽ نہ وري انهن جي گهڻي تعريف ڪندا هئا، بلڪ الله تعاليٰ جو شڪر ڪندا هئا ۽ سندس تعريف ڪندا هئا. پنهنجي ذات ۽ دنيا جي معاملات متعلق ڪنهن ڳالهہ کان خفا نہ ٿيندا هئا، ليڪن دين جي عقيدن ۽ اصولن متعلق تنقيد برداشت ڪري نہ سگهندا هئا. غصي جي حالت ۾ منهن ڦيري، ڳالهائيندڙکي نظر انداز ڪندا هئا ۽ خوشيءَ جي حالت ۾ مسڪرائيندا هئا ۽ حياء وچان اکيون ٻوٽيندا هئا.اڪثر سندن کلڻ تبسم فرمائڻ جي صورت ۾ هوندو هو تاهم جيڪڏهن کلي وهندا هئا تہ سندن ڏند مبارڪ موتي داڻن وانگر چمڪندا نظر ايندا هئا، ( ايضا ـ ص ١٧٩ ـ ١٧٨) عام طور تي سندن چهرو مبارڪ مسڪرائيندڙ معلوم ٿيندو هو ۽ سندن اکيون قدرتي طور تي سرمايل هونديون هيون. جنگ خندق دوران هڪ موقعي تي کلي ڏنائون: مسلمان شاطر تير انداز حضرت سعد رضہ تير ڪشي بينو هو ۽ سندس حدف، هڪ ڪافر، ڍال کي ڊپ وچان هيڏانهن هوڏانهن ڦيرائي پنهنجو بچاءُ ڪري رهيو هو. جڏهن ڍال ڪان منهن ڪڍي حضرت سعد رضہ کي ڏسڻ جي ڪوشش ڪيائين تہ شاطر تير انداز نيڪ حدف تي تير وسائي ڪڍيو ۽ حضور صلي الله عليه وسلم ڪان کل نڪري وئي. ( ايضا ص ص ١٨٣ ـ ١٨٢) سندن مزاج ضرب المثل هو، تاهم فحش چرچن ۽ ٺوڪن ڪرڻ ڪان منع فرمايائون. هڪ دفعي اصحابي سڳورن کين عرض ڪيو تہ توهان هميشه اسان سان چرچا پوگ ڪرڻ فرمايو ٿا، پاڻ سڳورن فرمايو، ” بيشڪ، ليڪن ڪوڙا چرچا نہ ٿو ڪريان.“ سندن چرچن جو نمونو ڪجهہ هن طرح هو: هڪ دفعي حضرت انس رضہ کي فرمايائون: ” اي ٻن ڪنن وارا ! “ سندس ننڍي ڀاءُ هڪ بلبل ذاري هئي، ڪيس ڏسي فرمايائون: ” اي ابا عمير ! تنهنجي بلبل ڪاڏي چڏائي وئي؟“ هڪ پيرسن عورت عرض

ڪيو تہ منهنجي حق ۾ بهشت جي دعا ڪريو، پاڻ سڳورن مسڪرائيندي فرمايو: ”پوڙهين لاءِ بهشت ۾ جاءِ ناهي. “ اها عورت روئي اٿي هلڻ لڳي تہ فرمايائون: هن کي ٻڌايو تہ تون جڏهن بهشت ۾ داخل ٿيندينءَ تہ پوڙهي نہ هوندينءَ.“هڪ دفعي هڪ ٻـوي اصحابي سڳوري جي پويان اچي سندس اکين تي هٿ رکيائون. هن چيو” ڪير آهين؟ مون کي ڇڏ.“ جڏهن حضور صلي الله عليه وسلم کي ڏنائين تڏهن پنهنجي پٺي سندن سيني مبارڪ سان گسايائين. هو هميشه ٻهراڙيءَ جون شيون ڀاڄيون وغيره حضور صلي الله عليه وسلم لاءِ نذراني طور آڻيندو هو ۽ واپسيءَ وقت پاڻ سڳورا ڪيس شهري شيون تحفي ۾ ڏيندا هئا. هڪ دفعي فرمايائون : ” ظهير منهنجو جهنگ آهي ۽ مان هن جو شهر آهيان.“ پاڻ سڳورن اهڙي طنز و مزاح کان منع فرمائي جنهن سان ڪنهن جي دل آزاري ٿئي. شيخ عمر شهاب الدين رح پنهنجي وڏي فرزند کي وصيت ڪئي تہ ( گهٽو) نہ کل ڇاڪاڻ تہ ”ضحڪ“ (کل) غفلت سبب ايندي آهي ۽ قلب کي مرده ڪري ڇڏيندي آهي.آنحضرت صلي الله عليه وسلم جو ارشاد آهي تہ ” توهان کي جيڪڏهن انهيءَ ڳالهہ جو پتو پوي جنهن جو مون کي علم آهي تہ توهان کي کل گهٽ اچي ۽ روج راڙو زياده ڪريو.“ ( وصايا اردو ترجمہ ص ص ٣٨ - ٣٤)

هڪ ٻئي محدث حضرت سفيان ابن عينه کي جڏهن اهو خيال پيش ڪيو ويو تہ ” مزاح بہ هڪ مصيبت آهي“ تڏهن هن چيو تہ ” اها تہ هڪ سنت آهي، پر انهيءَ شخص لاءِ جنهن کي موقع محل جي خبر آهي ۽ وٽندڙ کل پوڳ ڪري سگهي ٿو“. ( شمائل ص ١٨٦)

شعر و شاعري متعلق حديثن کان وڌيڪ قرآن شريف مان قطعي طور تي معلوم ٿو ٿئي تہ پاڻ سڳورا شاعر نہ هئا :” وما علمنٰـه الشعر وما ينبغي لہ“ ۔ ۽ اسان ڪيس شعر نہ سيکاريو ۽ نہ اهو ڪيس سونهين ٿو. ( سورة ياسين آيت ٦٩) تاهم غير ارادي طور تي، يا زماني جي ادبي رسم مطابق، سندن زبان مبارڪ مان هم قافيه ۽ هم وزن الفاظ ادا ٿي ويندا هئا. جنهن ڪري مڪي جي ڪافرن هلايو تہ ” محمد ( صلي الله عليه وسلم) قادر الڪلام شاعر آهي، سندس شاعري جي اثر کان بچو !“پاڻ سڳورا خود سخن گو شاعر نہ هئا تاهم سخن شناس ضرور هئا. جيئن ام المؤمنين

حضرت عائشه رضہ کان روايت آهي تہ پاڻ سڳورا حضرت عبدالله بن رحواه رضہ جا اشعار ۽ ٻين شاعرن جا شعر پڙهندا هئا ۽ خاص طور تي " طرفه" جو هي شعر پڙهيائون: " ويعطيکه بالاخبار مالم تزود" ۽ ڪو اهڙو ماڻهو توهان کي خبرون پهچائي ٿو جنهن توهان کان ڪجھ راهہ خرچ نہ ورتو آهي. ( شمائل ص ١٩١) شعراء رسول الله صلي الله عليه وسلم ۾ حضرت حسن بن ثابت رضہ جي باري ۾ پاڻ سڳورن فرمايو تہ " جيستائين حسن پنهنجي ڪلام سان دين جي خدمت ڪري رهيو آهي تيستائين الله تعاليٰ روح القدس جي ذريعي سندس مدد ڪري رهيو آهي." ( شمائل ص ١٩٣) حضرت ابو هريره رضہ کان روايت آهي تہ حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم فرمايو تہ " جيڪڏهن ڪنهن شاعر ڪو پختو سخن پيش ڪيو آهي تہ اهو لبيد ابن ربيعه جو هي شعر آهي: " الا ! کل شيءِ ما خلا الله باطلا " خبردار ! الله کانسواءِ هر شيءِ باطل آهي. ( ايضا ص ١٩٢).

حضور جن ( صلي الله عليه وسلم) پنهنجي گهر ڀاتين کي رات جي وقت ڳالهيون ڪٿي ٻڌائيندا هئا. هڪ دفعي سندس ٻيبين مان ڪنهن چيو تہ اوهان جو ڪنيل قصو " خرافه" ٿو لڳي. تنهن تي پاڻ سڳورن خرافه جو قصو بيان ڪرڻ فرمايو: يمن جي هڪ قبيلي "بنو عزراه" جي هڪ فرد جو نالو " خرافه" هو. جن هن کي اغوا ڪري ويا ۽ ڪجھ عرصي بعد واپس ڇڏي ويا. پوءِ خرافه جنن جي اٿڻي ويهڻي، کائڻ پيئڻ ۽ رهڻ رسمن بابت ماڻهن کي ڳالهيون ٻڌائيندو هو. انهي تان نالو پيو " قصہ خرافه" معنيٰ عجيب غريب ڳالهيون. ( ايضا ص ١٩٥) اهڙي طرح انهن يارهن زالن جو قصو جن هڪ ٻئي کان رازداري جو قسم کڻائي، پنهنجي مڙسن جون خاميون ۽ خوبيون هڪ ٻئي کي ٻڌايون ( ايضا ـ ص ص ١٩٧ ـ ١٩٦).

سندن ننڊ ڪرڻ متعلق ٻڌايو ويو آهي تہ پنهنجو ساڄو هٿ ساڄي ڳل هيٺيان رکي سمهندا هئا ۽ ننڊ اچڻ سان اڳ هيءَ دعا گهرندا هئا: "اللهم باسمک اموت واحيٰ" يعني، الله سائين تنهنجي نالي سان مران ٿو ۽ وري جيئرو ٿيندس. ( ايضا ص ـ ١٩٩ ـ ١٩٨) ڪڏهن هيئن دعا گهرندا هئا : "ربي قيني عذابک يوم تبعث عبدک." يعني، رب سائين جڏهن پنهنجي ٻانهي کي اٿاريندين (قيامت جي ڏينهن ) تڏهن ڪيس پنهنجي عذاب کان پناهہ

ڏجان." ( ايضا ص ١٩٨) حضرت بيبي عائشه رضہ کان روايت آهي تہ سمهڻ کان اڳ دعا لاءِ هٿ ڪٺي چار قل پڙهي پنهي هٿن تي شوڪاري پنهنجي سڄي جسم تي گهمائيندا هئا. ٻين حديثن مطابق مختلف سورتون پڙهي پنهنجي جسم مبارڪ تي شوڪاري پوءِ سمهندا هئا. ( ايضا . ص ١٩٩) '

سندن ننڍ مختصر هوندي هئي ۽ عبادت جو عرصو زياده هو: تنهن ڪري ارشاد باري تعاليٰ ٿيو" يايهاالمزمل قم اليل الا قليلا نصفه اوانقص منه قليلا اوزدعليه ورتلل القرآن ترتيلا انا سنلقي عليک قول ثقيلا" يعني، اي وڏو بار کڻندڙ ! رات جو اٿ، اڌ رات يا ان کان بہ گهٽ ڪر يا وڌاءِ ۽ قرآن ناهي ناهي پڙهہ! بيشڪ اسين توتي وڏو ڪم رکڻ وارا آهيون........ (سورة المزمل، آيات ٥ ــ ١) حضرت مغيره ابن شعبه رضہ کان روايت آهي تہ حضور صلي الله عليه وسلم ايڏي ڊگهي نماز پڙهندا هئا جو سندن چنگهون مبارڪ سڄي پونديون هيون. بيبي عائشة رضہ کان روايت آهي تہ عشا ( سمهڻي) نماز بعد رات جي پهرين حصي ۾ آرام فرمائيندا هئا، پوءِ رات جي پوئين حصي تائين تهجد نماز پڙهندا هئا ۽ انهي وقت " وتر" نماز بہ پڙهندا هئا ۽ پوءِ بستري تي ايندا هئا، پوءِ جيڪڏهن غسل ڪرڻو هوندو هو تہ ڪندا هئا نہ تہ صرف وضو ڪري مسجد طرف روانا ٿيندا هئا. ( شمائل ص ٢٠٤) ڏهہ رڪعتون تهجد ۽ ٽي رڪعتون وتر نماز گڏي پڙهندا هئا. ( ايضا ص ٢٠٥) مجبوري جي حالت ۾ تهجد نہ پڙهندا هئا. چاشت ( ٻن پهرن کان اڳ نماز ) ۾ ١٢ رڪعتون پڙهندا هئا. ڪڏهن تهجد نماز ۾ ٨ رڪعتون بہ پڙهبائون ( ايضا). هر رڪعت ۾ ڪثرت سان قرات ڪندا هئا. نفل نماز ويهي پڙهندا هئا. ڪڏهن آخر نفل وقت قيام بہ ڪندا هئا. تڪبير ۾ "الله اڪبرذوالملڪوت والجبروت والڪبريٰ والعظمت" پڙهندا هئا. سجدن وچ ۾ ويهڻ وقت " رب اغفرلي" ڪثرت سان پڙهندا هئا. ( ايضا ص ٢٠٦) قيام وقت ڪڏهن هڪ ئي آيت ورائي ورائي پڙهندا هئا ( ايضا ص ٢٠٧) اشراق ۽ چاشت ، تهجد سميت، نفل نمازون آهن: فجر نماز بعد ڏينهن جي چوٿين حصي تائين اشراق پڙهي سگهجي ٿو ۽ باقي چوٿين حصي ۾ منجهند ٿيڻ تائين چاشت نماز پڙهجي ٿي. نفل نمازون گهر ۾ پڙهڻ افضل آهي، ڇاڪاڻ تہ اها

نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جي سنت آهي: ( شمائل ص ٢١٢).

حضرت محمد صلي الله عليه وسلم ڪثرت سان روزا رکندا هئا. حضرت عبدالله بن مسعود رضہ کان روايت آهي تہ پاڻ سڳورا هر مهيني جا پهريان ٽي ڏينهن روزي سان هوندا هئا ۽ بالخصوص جمع جي ڏينهن روزو رکندا هئا ( ايضا ـ ص ٢١٥). حضرت بيبي عائشه رضہ کان روايت آهي تہ " ڪڏهن تہ رسول پاڪ صلي الله عليه وسلم ايترا لاڳيتا روزا رکندا هئا جو اسين سمجهنديون هيون سين تہ انهيءَ مهيني جو ڪوبہ ڏينهن روزي بنا نہ گذاربندا ۽ ڪڏهن تہ پاڻ روزو رکڻ بلڪل ڇڏي ڏيندا هئا. مديني هجرت ڪرڻ بعد رمضان شريف کان علاوه ڪوبہ پورو مهينو روزا نہ رکيائون...... شعبان کان علاوه ڪنهن بہ مهيني ۾ ڪثرت سان روزا نہ رکيائون ( ايضا ـ ص ص ٢١٥ ـ ٢١٤). قرآن شريف جي تلاوت قرات سان ڪندا هئا. هر آيت الڳ ڪري پڑهندا هئا. ڪڏهن هوريان ڪڏهن ڏاڍيان پڑهندا هئا. راڳ وانگر سر سان تلاوت پسند نہ ڪندا هئا. ( ايضا ص ص ٢١٩ ـ ٢١٨) .

جڏهن بہ رنائون تہ نہ پارڪدياٽون نہ سڏڪا پريائون، فقط ڳوڙها وهندا رهندا هئا: حضرت عبدالله ابن مسعود رضہ کان روايت آهي تہ هڪ دفعي رسول پاڪ صلي الله عليه وسلم مون کي تلاوت ڪرڻ جو حڪم ڏنو....... سورة الانبياء جي تلاوت ڪندي جڏهن هن آيت تي پهتس تہ " فکيف اذا جئنا من کل امة بشهيد وجئنا بک علیٰ هؤلاءِ شهيدا" ( آيت ٤١) ( پوءِ ڇا حال ٿيندو جڏهن اسين هر امت مان هڪ شاهد آڻينداسين ۽ توکي انهن مٿان شاهد ڪنداسين) تڏهن اوچتو منهنجون نظرون حضور صلي الله عليه وسلم جي منهن مبارڪ طرف ڪجي ويون ۽ مون ڏنو سندن اکين مان ڳوڙها وهي رهيا هئا. ( ايضا ـ ص ٢٢٢) حضرت ابن عباس رضہ کان روايت آهي تہ حضور صلي الله عليه وسلم جي هڪ دختر بيبي ام ڪلثوم سندن روبرو دم ڏنو ۽ سندس ڪنيز ام ايمن پار ڪدي روئڻ لڳي. تنهن کي پاڻ سڳورن فرمايو تہ " تون الله جي رسول اڳيان چو پار ڪڍڻ شروع ڪيا آهن؟" ڪنيز عرض ڪيو تہ " يا رسول الله صلي الله عليه وسلم، تهان پاڻ بہ تہ روئي رهيا آهيو !" حضور صلي الله عليه وسلم فرمايو " هن قسم جي روئڻ جي شريعت ۾ منع ڪيل نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ اکين مان ڳوڙها وهڻ الله

جي رحمت آهي." ( شمائل ص ص ٢٢٣ ـ ٢٢٢)

پاڻ سڳورا رات جو سمهڻ لاءِ ڳوڻ جي ٽپڙي استعمال ڪندا هئا، جنهن کي بيبي عائشه رضه ٻٽو ڪري وڇائيندي هئي. هڪ دفعي چوٽو ڪري وڇاياڻين. صبح جو حضور صلي الله عليه وسلم جن کين فرمايو ته "هميشه وانگر وڇائيندا ڪريو. ڇاڪاڻ ته گذريل رات انهيءَ جي نرميءَ سبب " تهجد" تي اٿي نه سگهيس." ( ايضا ص ٢٢٥) بيبي سڳوريءَ جي هڪ ٻي روايت مطابق سندن بسترو چمڙي جو هو، جنهن ۾ کجيءَ جا ڦڙها پريل هئا. ( ايضا ص ٢٢٤).

پنهنجي منهن تي تعريف پسند نه ڪندا هئا: هڪ دفعي فرماياڻون ته "منهنجي تعريف ۾ ايڏو وڌاءُ نه ڪيو جيڏو نصارن حضرت عيسيٰ عليه السلام جي تعريف ڪندي ڪيو ۽ کيس الله جو فرزند بنائي ڇڏيو! آءٌ فقط الله جو ٻانهون آهيان، تنهن ڪري مون کي الله جو غلامُ ۽ رسولُ سڏيو." هڪ دفعي سفر دوران اصحابين ٻڪر کهي کائڻ جو انتظام ڪيو. ڪنهن ذبح ڪرڻ، ڪنهن کل لاهي صاف ڪرڻ، ڪنهن گوشت وڍي ٻوٽيون ڪرڻ ۽ ڪنهن ٻوڙ رڌڻ جو ڪم ڪنيو. حضور صلي الله عليه وسلم فرمايو ته " آءٌ ٻاهر ٻارڻ لاءِ ڪاٺيون گڏ ڪري ٿو اچان" ليڪن اصحابين چيو ته اهو ڪم ٻه اسين پاڻ ڪنداسين. تنهن تي پاڻ فرماياڻون ته " اهو ته مان به سمجهان ٿو ته اهو ڪم توهان خوشيءَ سان ڪندا. ليڪن نه مان اهو پسند ڪريان ٿو ۽ نه الله کي پسند ٿيندو ته اصحابين مان ٻين کان وڌيڪ نمايان نظر اچان." (ايضا ص ٢٢٧) هڪ عورت مجلس ۾ اچي عرض ڪيو ته " مان اڪيلائي ۾ توهان کي ڪجهه ٻڌائڻ گهران ٿي." پاڻ سڳورن فرمايو ته ٻاهر وات تي هلي ويهه، مان اتي اچي تنهنجو احوال ٻڌندس ." ( ايضا ص ٢٢٩) حاضرين مجلس کي ائين نه چيائون ته توهان ٻاهر نڪري وڃو. حضرت علي ڪرم الله وجهه رضه پنهنجي فرزند حضرت امام حسين رضه کي حضور صلي الله عليه وسلم جي مجلس بابت هيئن ٻڌايو: " سندن اٿڻ ويهڻ الله جي ياد سان هوندو هو. جڏهن به ڪٿي ويندا هئا ته جتي خالي جاءِ ڏسندا هئا اتي ويهي رهندا هئا، ٻين ماڻهن کي اورانگهي اڳين جاءِ تي وڃي نه ويهندا هئا..... سامعين ۾ هر فرد جو حق ادا ڪندا هئا يعني خوش مزاجي سان

ساٿس گفتگو ڪندا هئا..... ايتري قدر جو مجلس ۾ هر ڪو ائين سمجهندو هو تہ پاڻ سڀوڙا مٿس وڌيڪ مهربان آهن ۽ توجه فرمائن ٿا: جڏهن ڪو شخص صلاح مشوره لاءِ حاضر ٿيندو هو تڏهن جيستائين هو پاڻ نہ اٿندو هو، حضور صلي الله عليه وسلم وٽنا رهندا هئا. سواليءَ جو هر سوال پورو ڪندا هئا.ء نہ ڪري سگهڻ جي حالت ۾ نرمي سان معذرت ڪندا هئا. هڪ اصحابي عرض ڪيو تہ يا رسول الله صلي الله عليک وسلم انسان کي عطا ڪيل نعمتن مان ڪهڙي نعمت بهترين آهي؟ پاڻ سڳورن فرمايو: " سٺو مزاج." (ايضا ـ ص ص ٢٤١ ـ ٢٤٠).

ظاهري تعظيم ۽ خصوصي سهوليت قبول نہ فرمائيندا هئا: حضرت انس بن مالڪ رضہ کان روايت آهي تہ جيتوڻيڪ اصحابين جي نظر ۾ حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم کان وڌيڪ محبوب ٻيو ڪونہ هو، تاهم هو سندن تشريف فرما ٿيڻ وقت اٿي نہ بيهندا هئا. ڇاڪاڻ تہ هو انهيءَ کي پسند نہ فرمائيندا هئا ( ايضا ـ ص ـ ٢٣١ ـ ٢٣٠). ساڳي ذريعي مان معلوم ٿو ٿئي تہ " بيمارن کي پڇڻ ويندا هئا، جنازوڪٽي ويندڙن سان شريڪ ٿيندا هئا، گڏهن تي سواري ڪندا هئا ۽ غلامن جي دعوت قبول فرمائيندا هئا. بنوقريظه سان لڙائيءَ وقت پاڻ سڳورا هڪ گڏهہ تي سوار هئا جنهن جو هنو ۽ رينون ٻئي سنج کجيءَ جي ڇڄ مان نهيل هئا. ( ايضا ـ ص ٢٢٨) ڪنيزن ۽ پيرسن عورتن جي ڪم ۾ هٿ همراهي ڪندا هئا ( ايضا ـ ص ٢٢٩) غلامن جون اهي دعوتون بہ کائيندا هئا جن ۾ جون جي ماني ۽ ٻاروٽي چربيءَ کان سواءِ ٻيو ڪجهہ نہ هوندو هو ( ايضا ـ ص ٢٣٠). بيمار ڇاهي مومن هجي يا ڪافر يا منافق، سندس مزاج پرسيءَ لاءِ ضرور ويندا هئا: عبدالله ابن عباءِ، منافقن جو سرغنو هو، سندس موت کان اڳ حضور صلي الله عليه وسلم سندس مزاج پرسي ڪئي ( ايضا).

## تاريخ وار واقعات

وفات شيخ قصي ٤٨٠ع
وفات حضرت هاشم ٥١٠ع

وفات حضرت مطلب ٥٢٠ع
ولادت حضرت محمد بن عبدالله صلي الله عليه وسلم ٢٩ آگسٽ سن ٥٧٠ع
وفات حضرت بيبي آمنه ٥٧٦ع
وفات حضرت عبدالمطلب ٥٧٨ع
شام طرف سفر ۽ راهب بحيره جي بشارت ٥٨٢ ع
حضرت بيبي خديجة الڪبريٰ سان نڪاح ٥٩٥ ع
بعث، نبوت، پهرين وحي ١٢ فيبروري ٦١٠، ع ١٢ ربيع الاول.
١١ مسلمان خاندانن مڪي کان حبش طرف هجرت ڪئي . ٨٣ مزيد مسلمانن بعد ۾ هجرت ڪئي. ٦١٥ع
طائف ۾ تبليغ ( مڪي کان ٦٥ ميل ڏکڻ اوڀر طرف) زيد بن حارث همراهه هو: فيبروري ٦٢٠ع ٢٧ شوال
وفات حضرت ابو طالب ۽ ٣ ڏينهن بعد، وفات بيبي خديجة الڪبريٰ ٦٢٠ع
معراج شريف ٢٢ مارچ ٦٢١ ع رجب
هجرت مڪي کان مدينه ١٢ کان ٢٧ سيپٽمبر ٦٢٢ع
هجري سال ١٦ جولاءِ ٦٢٢ع مطابق پهرين محرم کان شروع ٿيو. (هتي ص ١١٦ بحواله طبري ج ١ ص ص ٢٤٨، ٢٥٦ ع، مسعودي ج ٩، ص ٥٣).
قبلو مٽائڻ ( بيت المقدس کان ڪعبت الله طرف) ٦٢٣ ع شعبان ١٥ (هجرت کان ١٨ مهينا بعد.)
جنگ بدر مارچ ٦٢٤ ع ١٩ رمضان اڱارو
جنگ احد ( ٣٠٠ مسلمان ١٠٠٠ ڪافر) ١٥ اپريل ______ ٦٢٥ع ١٥ شوال ٣ هه ڇنڇر. مديني کان ٣ ميل اتر اولهه طرف پهاڙي جتي حضرتين موسيٰ ۽ هارون عليهم السلام جون قبرون آهن. احد بلند ترين پهاڙي آهي.
بنو نضير قبيلو ملڪ بدر ڪيو ويو. ٦٢٦ ع
جنگ خندق / احزاب ٢٣ مارچ ______ ٦٢٧ ع ٧ ذيقعد. ( قريش . بدوي حبشي اتحادي) مديني جي چو طرف کاهي، سلمان فارسي رضه جي تجويز.
بنو قريظه جي بيدخلي ( ٦٠٠ مارجي ويا) يهودين خلاف اپريل ٦٢٧ع

ذيقعده ٥ هـ ۾ ڪيل ڪاروائي ۽ مهاجرين جي آبادڪاري ( قرآن، ٢٧ . ٩ : ٣٣)

صلح حديبيه ( ١٤٠٠ مسلمان، حج جو ارادو ملتوي مارچ ٦٢٨ع ذيقعده ٦ هـ . ( بيعت خالد بن وليد رضہ ۽ عمرو بن العاص رضہ)

جنگ خيبر ( واپسي بعد بيبي رمله عرف ام حبيبيه رضہ بنت ابو سفيان سان شادي آگست ٦٢٨ع) محرم ٧ هـ

بادشاهن ڏانهن مراسلہ ـ مصر جو مقوقس قبطي، ١٤ مئي ٦٢٨ع محرم ٧ هـ

عمري لاءِ مڪي ۾ آمد ـ ٢٠٠٠ مسلمان، ٣ ڏينهن قيام ( عمرة القضاء) ــــــــ اپريل ٦٢٩ع محرم ٧ هـ

خيبر جا يهودي سرسبز نخلستانن مان بيدخل ٿيا. ٦٢٩ع محرم ٧ هـ

فتح مڪه: ”اذجاءَ الحق وذهق الباطل“ ٣٦٠ بت پڳا ويا. ڪعبه جي چو طرف ايراضي حرم قرار ڏني وئي جنهن جي اندر.غير مسلمانِ جي داخلا ممنوع ٿي ( قرآن ٢٨ : ٩، ٨٣ : ١٧) هٽي صص ١١٨ ، ٦٦. ١٢ جنوري ٦٣٠ع ٨ هـ

جنگ حنين پهرين فيبروري ٦٣٠ع

جنگ طائف ٣ فيبروري ٦٣٠ع جمع

جنگ تبوڪ ( آخري معرڪو ۽ صلح نامو) بنو غصان، مسيحي سردار العقبه ۽ يهودي قبائل مقنہ، اضروه ۽ الجربه ( بلاذري ص ٥٩ هٽي ص ص ١١٩، ٩٢). آڪتومبر ـ ڊسمبر ٦٣٠ع رجب ٩ هـ

”سنة الوفود“ عرب قبائل بيعت لاءِ وفد وني آيا. بدوي قبائل بنو طائي، بنو ڪده، بنو همدان مسلمان ٿيا، يمن، حضرموت ۽ اومان جا قبيلا اسلام ۾ داخل ٿيا. ٦٣١ع ـ ٦٣٠ع

آخري فرزند ابراهيم وفات ڪئي. جون ٦٣١ ع ربيع الاول ١٠ هـ

حجة الوداع ٧ مارچ ٦٣٢ع ذوالحج ١٠ هـ

وفات ٧ جون ٦٣٢ع ١٢ ربيع الاول ١١ هـ سومر ٨ جون ٦٣٢ع ( هٽي ص ١١٩)

# فهرست مضامين

# باب پهريون

## دين اسلام ۽ مسلمان قوم

عام مفهوم موجب " مذهب" مخصوص عقيدن ۽ عبادتن جو نظام آهي. " اسلام" انهيءَ مفهوم ۾ مذهب نه آهي، بلڪ اهو هڪ " دين" آهي. عربي زبان ۾ " دين" جي معنيٰ آهي اها عادت، يا روزمره جي زندگي گذارڻ جو اهو رنگ ڍنگ، جنهن کي انسان اختيار ڪري ٿو.

زندگي گذارڻ جي صحيح طريقي کي " صراط المستقيم" يعني سڌو رستو چئجي ٿو. صراط المستقيم ڇا آهي؟ فقط الله جي ٻانهپ ۽ تعبيداري! جيئن سورة ياسين ۾ ارشاد الاهي آهي: " اي بني آدم ! ڇا مون اوهان سان عهد نه ڪيو هو ته توهان شيطان جي ٻانهپ ۽ تعبيداري نه ڪجو، جو هو يقينا توهان جو کليو دشمن آهي، ۽ فقط منهنجي ٻانهپ ۽ تعبيداري ڪجو. اهائي سڌي واٽ آهي." ( آيات ٦١ ۽ ٦٠) شيطاني خواهشن کان پرهيز ڪرڻ ۽ الاهي احڪامات جي پيروي ڪرڻ ۾ خود انسان جو ڀلو آهي. هي اها واٽ آهي جيڪا وٺي هلڻ سان انسان گمراهه نه ٿيندو.

" ولكل قوم هاد" ۽ هر قوم لاءِ هڪ هدايت ڪرڻ وارو ٿي گذريو آهي. (الرعد، آيت ٧) " وان من امة الا خلا فيها نذير" ۽ اهڙي ڪا قوم نه آهي، جنهن ۾ ڪو خبردار ڪندڙ نه ٿي گذريو هجي. ( الفاطر، آيت ٢۴).

حضرت عثمان مرندي عرف قلندر لعل شهباز سيوهاڻي (١٢٧۴ ـ ١١٦٢ع ) پنهنجي هڪ رباعيءَ ۾ دين اسلام جي فطري ارتقاء طرف اشارو ڪندي فرمايو آهي ته:

" گهي زنار ميبستم، گهي قرآن همي خواندم،
گهي در مذهب ترسا، بسي محنت ڪشيدستم،

دوصد جامہ کہن کردم، لباس فقر پوشیدم،
دران برجي کہ من هستم، هزاران یک رسیدہستم.

انهيءَ فارسي رباعيءَ جو سادو سنڌي منظوم ترجمو هن ريت ٿيندو:

” ڪڏهن جٽيو پيو پايان، تلاوت ٿو ڪڏهن ڪريان،
ڏڪائيندڙ ڏرم ۾ پي، گهڻي محنت پيو ڪريان،
پراڻي ويس کي ڦاڙي، فقيري ويس مون پهريو،
نندي قبڙي اندر آهيان، هزارين هڪُ پيو ڪريان.“

”زنار“ معنيٰ جٽيو جيڪو هندو، يهودي، مسيحي ۽ مجوس، هڪ ڌاڳي يا زنجير جي صورت ۾، ڳچيءَ ۽ بغل جي وچ ۾، يا چيلهه سان ٻڌندا آهن. ” مذهب ترسا“ معنيٰ خوفناڪ مذهب، عام طور تي ڪٽر مسيحيت ۽ آتشپرستيءَ کي انهيءَ نالي سان لکيو ويندو هو. اسلام جي قدامت ۽ همہ گيري متعلق عالمن جي راءِ آهي تہ ” دنيا جي تخليق کان وٺي انهيءَ جو مذهب اسلام رهيو آهي: اسلام آدم، ابراهيم، موسيٰ، عيسيٰ، زرتشت، ڪرشن، ۽ ٻڌ جو مذهب هو.“ حجةالوداع جي خطبي ۾ پيغمبر اسلام حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جن اعليٰ انساني قدرن ۽ بنيادي حقن جي حفاظت جو تاڪيد فرمايو. سندن زماني کان ٻارنهن سؤ سال اڳي، اهي مهاتما گوتم ٻڌ ( ٤٨٣ ـ ٥٨ / ٥٦٣ ق ـ م) جي ڀاشن ۾ پڻ ڄاڻايل آهن:

مثال طور هيٺين ٽي شقون ملاحظہ ڪجن:

(١) انسان کي گهرجي تہ پنهنجي دوستن اڳيان سخاوت سان پيش اچي. انهن جي باري ۾ سنو ڳالهائي، هر ممڪن طريقي سان هنن جي مفاد ۾ ڪم ڪري. انهن کي پنهنجي برابر سمجهي ۽ انهن سان ڪيل وعدا پورا ڪري، موٽ ۾ دوستن کي گهرجي تہ پنهنجي دوست جي ملڪيت ۽ مفاد جو خيال رکن، ۽ جڏهن هوش کان ٻاهر ڪو تڪڙو قدم کڻي تہ هن کي سنڀالي وٺن. مصيبت جي وقت سندس مدد ڪن، پرجهلو ٿين ۽ سندس ڪٽنب جي ٻين ڀاتين جو احترام ڪن.

(٢) مڙسن کي گهرجي تہ پنهنجي زالن جي عزت ڪن، ۽ هرممڪن حد تائين سندن انگل آرا پورا ڪن، زنا کان پاسو ڪن، گهر کي پوري طرح پنهنجي زالن جي حوالي ڪن، ۽ جيتري قدر ٿي سگهين اوتري قدر هنن کي عمدا ڪپڙا ۽ زيورات خريد ڪري ڏين. زالن کي گهرجي تہ گهرو ڪاروبار ۾ پڙُ ٿين، گهر ڀاتين سان نرمي ۽ مهربانيءَ جو برتاءُ ڪن، گهر هلائڻ ۾ سچائي ۽ خبرداريءَ کان ڪم وٺن، ۽ پنهنجو ڪم مهارت ۽ اتساهہ سان ڪنديون رهن.

(٣) مالڪن کي گهرجي تہ پنهنجي نوڪرن ۽ ڪمين سان سهٺو برتاءُ ڪن. انهن کي وت کان وڌيڪ ڪم ڪرڻ لاءِ نہ چون. انهن کي مناسب ڪاڏو ۽ مزدوريءَ جو اجورو ڏين. بيماريءَ ۽ معذوريءَ جي حالت ۾ انهن جي سار سنڀال لهن. انهن کي باقاعدي موڪلون ڏين ۽ نفعي جي صورت ۾ هنن کي اضافي معاوضو ڏين. انهن ( نوڪرن ۽ ڪمين) کي گهرجي تہ صبح جو سوير اٿن ۽ رات جو دير سان سمهڻ تائين پنهنجي مالڪن جي خدمت چاڪريءَ ۾ رهن. مناسب مزدوريءَ تي راضي رهن. چڄڙُ ٿي ڪم کي وٺن، ۽ پنهنجي مالڪ جي ناموس کي برقرار رکن." ( بشم ص ٢٨٦).

اهي انساني قدرن جون بنيادي سچايون آهن، جيڪي قديم مذهبن کان ڪامل دين اسلام تائين، ساڳيون رهيون آهن. انهي حقيقت مان " ان الدين عندالله الاسلام" يعني الله وٽ دين اسلام آهي، جو مفهوم آسانيءَ سان سمجهي سگهجي ٿو، ڇاڪاڻ تہ سيني قديم خواهہ جديد مذهبن ۾ "الله وحده لاشريڪ لہ" جو تصور موجود آهي. پيغمبرن ۽ مصلحن جو پيغام بي بنياد شين متعلق نہ رهيو آهي، جيتوڻيڪ وضاحتن ۽ تاويلن ۾ غلطيون ٿي سگهن ٿيون، تاهم بنيادي سچايون پنهنجي عموميت سبب هڪ بنيادي حيثيت رکن ٿيون، جنهن کي نظر انداز ڪرڻ تحقيق جي اصولن جي خلاف آهي.

دنيا جا مختلف مذهب ، تهذيبون ۽ مڪاتيب فڪر، اسلام جي نظام ۾ پنهنجي بنيادي اصولن جو عڪس ڏسن ٿا: ڪن عالمن اسلام ۾ ويدانيت، ٻڌ مت ، جين ڌرم ۽ ٻين قديم مذهبن جي بنيادي اصولن جي موجودگيءَ طرف اشارو ڪيو آهي، تہ ٻين عالمن ڪميونزم ۾ اسلام جو روح محسوس

ڪيو آهي. هڪ شاعر چيو تہ " مذهب سبهون ڪا ايک هہ ، راهين الگ الگ." ويدن ۾ واحد خدا " برهما" جو تصور موجود آهي. ليڪن ٻڌ ۽ جين ڌرمن ۾ نہ آهي ۽ زرتشي ٻن مقابل هستين ڪي مڃن ٿا. بهرحال نيڪي ۽ بديءَ جو تصور سڀني مذهبن ۾ يڪسر موجود آهي.

اسلام کان اڳ عربن ۾ واحد " الله" جو تصور موجود هو ۽ هو انهيءَ اڪيلي سڀني کان وڌيڪ طاقت ۽ قدرت رکندڙ " الله" کي مڃيندا هئا. تاهم هنن لاءِ " الله" اسم ذات هو. جنهن جوبت نهي نہ ٿي سگهيو. جنهن کي اکين سان ڏسي انهيءَ کي سجدو ڪن ۽ من جون مرادون گهرن، تنهن ڪري حبل، لات، منات ۽ عزيٰ ۽ ٻيا قبائلي بت هنن جا معبود هئا. ساڳي طرح ويدن ۾ بيان ڪيل " برهما" انسان جي تعلق کان مٿاهون ڄاڻايو ويو ۽ " ايشور" کي انساني ضرورتن جو ديوتا بنايو ويو ۽ بخت ۽ بربادي‌ءَ جي بيپناهہ قدرت رکندڙ وشنو ۽ شو کي برهما جا نمائندا بنائي انهن جي پوڄا ڪئي وئي. " اسلام" دنيا جي سڀني سابق الهامي مذهبن کي سچو ڄاڻائي ٿو ۽ انهن جي صحيح جامع صورت ظاهر ڪري ٿو. اها تاريخي ارتقائي تڪميل آهي، جنهن بعد ارشاد الاهي ٿيو تہ " اليوم اڪملت لڪم دينڪم واتممت عليڪم نعمتي ورضيت لڪم الاسلام دينا....." ( سورة مائده، آيت ٣) اهي وحيءَ جا آخري الفاظ هئا. جيڪي حجة الوداع جي وقت نازل ٿيا.

"اسلام" انسانيت جو دين آهي، جيڪو انساني فطرت مطابق آهي: " فاقم وجهک للدين حنيفا. فطرت الله التي فطر الناس عليها..... ( سورة الروم آيت ٣٠) ـــــ پوءِ سچي دين طرف منهن ڪري بيهہ، جنهن کي الله تعاليٰ انسان جي فطرت مطابق بنايو آهي.

## دين اسلام

دين اسلام، تمام الهامي مذهبن جي تصديق ڪري ٿو: " چئو تہ اسين الله تي ايمان رکون ٿا ۽ جيڪي هن اسان ڏانهن نازل ڪيو آهي ۽ جيڪي هن ابراهيم ۽ اسماعيل ۽ اسحاق ۽ يعقوب ( عليهم السلام) ۽ سندن اولاد ( تي نازل ڪيو آهي) ۽ جيڪي موسيٰ ۽ عيسيٰ ( عليهم السلام) ۽ جيڪي

سندن رب طرفان نبين کي ڏنو ويو. انهن مان ڪنهن ۾ بہ اسين فرق نہ ٿا ڪيون ۽ اسين انهي الله ( تبارڪ وتعاليٰ) کي تسليم ڪريون ٿا" ( سورة البقره. آيت ١٣٦)

اهڙي طرح قرآن شريف ۾ تمام مذهبن جي درست عقائد جو خلاصو موجود آهي ۽ مسلمان عالمن جي راءِ مطابق. قرآن شريف هڪ واحد الهامي ڪتاب آهي جو غلطين کان خالي اصل حالت ۾ محفوظ آهي. قرآن جي حفاظت جي ضمانت ڏنل آهي: " انا نحن نزلنا الذڪر وانا له لحافظون" (الحجر. آيت ٩)

پيغمبر اسلام ( صلي الله عليه وسلم) پنهنجي زندگيءَ ۾ قرآني آيتن جي درست ڪتابت ۽ ترتيب جو انتظام ڪيو ۽ مزيد حفاظت لاءِ حفظ القرآن جو سلسلو جاري ڪيو ۽ اهو جهد ۽ سعيو نبوت جي ابتدائي مدي دور کان جاري هو. انهيءَ جو ثبوت ، حضرت عمر بن الخطاب رضہ جي مسلمان ٿيڻ جي موقعي تي ملي ٿو: انهي موقعي تي سندس ڀيڻ فاطمه رضہ ۽ انهي جي مڙس حضرت سعد بن زيد رضہ کان علاوه هڪ ٽيون شخص حضرت خباب بن عرت رضہ بہ موجود هو. جنهن وٽ قرآن شريف جي ويهين سورة طه جو لکيل متن هو جيڪو هنن کي ناظره پڙهائي رهيو هو. ( د هولي قرآن، بحوالہ ابن هشام، " سيرة" بخاري، " ڪتاب العلم" ص XXXIII). اهو واقعو نبوت جي پهرين پنجن سالن اندر ٿيو. حضرت عمر رضہ لکي پڙهي ڄاڻندو هو. هن اهو لکيل متن وٺي پڙهيو ۽ بيحد متاثر ٿي هڪدم مسلمان ٿيو. قرآن شريف جي هر آيت حضور صلي الله عليه وسلم جو روبرو لکي ويندي هئي. ( ايضا ـ ص XXX) قرآن شريف جو مڪمل متن موجوده ترتيب سان سندن حياتي ۾ لکيو ويو. اهڙي تحقيقي تصديق اسلام جي سخت ترين نقاد سروليم ميور بہ ڪئي آهي ( لائف آف محمد. انٽروڊڪشن ص XXVIII) قرآن شريف کي "الڪتاب" ڄاڻايو ويو آهي، جنهن جي معنيٰ آهي لکيل مواد ۽ قرآن لفظ جي معنيٰ آهي اهو مواد يا متن جنهن کي بار بار پڙهيو وڃي. انهيءَ ۾ ڄاڻايو ويو آهي تہ " ڪلا انها تذڪرة......خبر هجيو تہ اها هڪ نصيحت آهي، پوءِ جيڪو گهري، سو ان کي ياد ڪري. اهو اهڙن صفحن ( ورقن) تي لکيل آهي جيڪي عزت وارا

آهن، عاليشان ۽ پاڪ آهن، اهڙن لکندڙن جي هٿن ۾ آهن جيڪي خوبين وارا ۽ تعبيدار آهن". ( سورة عبس مڪي آيات ١٦ ـ ١١)

اسلام جو صحيفو القرآن اسلامي عقيدي موجب "ام الڪتاب" آهي، جيڪو عرش عظيم تي لوح محفوظ ۾ لکيل آهي. انساني علم جي دنيا ۾ هن ڪتاب اندر علم طبعيات، ما بعد طبعيات، علم نجوم، علم حيوانات ، نباتات، تاريخ، فلسفو، علم منطق، قانون، اخلاقيات، علم نفس، مطلب تہ تمام علوم جيڪي انسان جي ذهن ۾ اچي سگهن ٿا، اختصار ۽ وضاحت جي حيرت انگيز ترڪيب سان سمايل آهن. هن مختصر ۽ جامع صحيفي جون ڪجهہ آيتون محڪمات ( ظاهر ۽ واضح معنيٰ رکندڙ)، آهي ۽ باقي آيتون تشابهات ( واضح معنيٰ نہ رکندڙ آهن) جن جو صحيح ادراڪ سائنس جي ترقي سان ٿيندو رهي ٿو.(سورة آل عمران جي آيت ٧ جو مطالعو ڪجي) بنيادي طور تي هي ڪتاب غير مشڪوڪ آهي، جيڪو پنهنجي خالق ڪان ڊڄندڙن پرهيزگارن جي هدايت واسطي آهي ۽ اهي اڻ ڏٺي (غيب) تي ايمان رکن ٿا، نماز تي قائم رهن ٿا، رب جي ڏنل رزق کي سندس راهہ ۾ خرچ ڪن ٿا ۽ وحي ۽ آخرت جو يقين رکن ٿا. يقينا اهي ئي پنهنجي رب جي ڏسيل رستي تي هلن ٿا ۽ اهي ئي ڪاميابي ۽ نعمتون ماڻڻ وارا آهن: (ڏسجي سورة البقره، آيات ٥ ـ ١)

رب جو ڏسيل رستو، " صراط المستقيم"، يعني سڌو رستو آهي ۽ انهيءَ رستي تي هلندي زندگي گذارڻ کي " دين اسلام" چئجي ٿو. دين اسلام جا خاص پنج رڪن، يا ٿنيا، آهن (١) لااللـــه الا الله محمد رسول الله يعني ، " الله" کانسواءِ ٻيو ڪوبہ عبادت جي لائق نہ آهي ۽ محمد، الله جو پيغام پهچائيندڙ آهي: اهو عقيدو زبان سان ظاهر ڪرڻ، دل سان قبول ڪرڻ ۽ ان تي باقاعدگي سان عمل ڪرڻ ۽ محمد صلي الله عليه وسلم کي الله تعاليٰ جو آخري نبي، " خاتم النبيين" ،مڃڻ دين اسلام جو پهريون رڪن آهي. (٢) روزانہ پنج وقت ، فجر، ٻيهري، ٽيهري، سانجهي ۽ سمهڻي، وقت جي پابنديءَ سان مسجد ۾ وڃي باجماعت نماز ادا ڪرڻ، ۽ جيڪڏهن مسجد ۾ وڃڻ ۽ باجماعت نماز پڙهڻ ۾ دشواري هجي، تہ مسلمان جتي هجي اتي " اقم الصلواة" يعني نماز کي قائم ڪرڻ جي

بجاآوري ڪري، وضو لاءِ پاڻي ميسر نہ هجي تہ مٽيءَ سان تيمم ڪري، بيهي پڙهڻ جي طاقت نہ هجي تہ ويهي پڙهي ۽ جيڪڏهن ائين بہ نہ ڪري سگهي تہ ستي پئي اشارن سان نماز جو فرض ادا ڪري. (٣) رمضان شريف جي مهيني ۾ روزا رکڻ فرض آهي. " اي ايمان وارو، جهڙي طرح اڳين زماني جي ماڻهن تي روزا فرض ڪيا ويا هئا، تهڙي طرح توهان تي بہ فرض ڪيا ويا آهن، انهيءَ لاءِ تہ توهين متقي (پرهيزگار، الله جو خوف ڪرڻ وارا) ٿيو: ڳاڻيٽي جا ڏينهن آهن: پوءِ جيڪڏهن توهان مان ڪو بيمار آهي، يا سفر ۾ آهي تہ پوءِ جي ڏينهن ۾ ( قضا ڪري) تعداد پورو ڪري ۽ اهي جيڪي بنهہ برداشت ڪري نہ سگهن انهن تي هڪ مسڪين کي کاڌو کارائڻ جو فديو مقرر آهي. پوءِ جيڪو وڌيڪ (مسڪينن کي) کي کارائي تہ انهي لاءِ ڀلو آهي ۽ جيڪڏهن توهان روزو رکو تہ توهان لاءِ ڀلو آهي، جيڪڏهن توهان ڄاڻو ٿا........" ( سورة البقره، آيات ٨۴ ـ ١٨٣) روزو هڪ مسلمان کي انهي حقيقت جو عملي درس ڏئي ٿو تہ اڄ ۽ بک جي حالت ۾ سڀ انسان برابر آهن.

(۴) زڪواة، يعني پنهنجي حلال ڪمائي مان ڪيل بچت جو چاليهون حصو مستحق مسڪينن:، قريبن، يتيمن ۽ بيواهن ۾ تقسيم ڪرڻ ۽ اهڙن ڪمن ۾ صرف ڪرڻ جن سان انسان ذات جو مجموعي ڀلو ٿيندو هجي. (۵) حج، هر سرندي واري مسلمان تي فرض آهي. عالم اسلام مان مختلف نسلن، رنگن ۽ شخصيتن وارا مسلمان هر سال ذوالحج مهيني جي نائين تاريخ مڪي شريف ۾ ڪعبة الله اندر گڏ ٿي سربسجود ٿين ۽ احرام جي حالت ۾ سندن پوشاڪ ۽ وضع قطع ۾ ڪو فرق نہ هجي. اجتماعي مسئلن جي حل لاءِ باهمي صلاح مشوره ۽ تبادل خيالات جو هي بهترين موقعو آهي.

اسلام جي معنيٰ آهي امن جي حالت ۾ اچڻ، سلمه معنيٰ ظاهري ۽ غيبي ٻنهي قسم جي آفتن کان بچيل، سلم معنيٰ صلح، اسلام معنيٰ ڪنڌ رکڻ، جيئن عرب صلح ڪرڻ وقت هڪ ٻئي جي ڪلهي تي ڪنڌ رکندا هئا. الله جي قدرت، سندس طاقت، فطرت سان مطابقت ۽ هڪ الله، هڪ رسول، هڪ قرآن ۽ هڪ امت هجڻ کي تسليم ڪرڻ، اسلام جي موزون وصف آهي.

"جهاد" عربي زبان جو لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ڪوشش ڪرڻ. اصلاح خاطر الله تبارڪ وتعاليٰ جي راهه، يادين اسلام، سان متعلق هرجاني، مالي، انفرادي خواهه اجتماعي، قرباني ۽ ڪوشش کي "جهاد" چئجي ٿو. ڪجهه حديثن جي مد نظر، پنهنجي نفس، يا نفساني خواهشن، سان جنگ ڪرڻ ۽ انهن کي روڪڻ، جهاد اڪبر آهي. قرآن شريف جي متن مطابق: " ۽ جيڪڏهن توهان الله جي راهه ۾ مارجي ويا، يا پنهنجي موت مري ويا ته جيڪا رحمت ۽ بخشش توهان کي الله ( تعالي) جي طرفان ملندي، سا جيڪي توهان ميڙي گڏ ڪيو ٿا، انهيءَ کان بهتر آهي. ( آل عمران ، آيت ١٥٧)..... " ۽ توهان ڇونه الله جي راهه ۾ جنگ ڪيو جڏهن ڪمزور مرد، عورتون ۽ ٻار پڪاري رهيا آهن ته اي اسان جا رب ! اسان کي هن شهر مان، جنهن جا ماڻهو ظالم آهن، ٻاهر ڪڍ ۽ پنهنجي طرف کان اسان جي لاءِ ڪو محافظ بناءِ ۽ ڪو مددگار موڪل. جيڪي ايمان وارا آهن، سي الله جي راهه ۾ لڙن ٿا ۽ جيڪي ڪافر آهن سي شيطان جي راهه ۾ وڙهن ٿا. سو شيطان جي مددگارن سان لڙائي ڪريو ۽ تحقيق شيطان جو ڦندو ڪمزور آهي. ڇا تو انهن ماڻهن کي نه ڏٺو، جن کي هٿ روڪڻ جو حڪم ڏنو ويو ۽ نماز قائم ڪرڻ ۽ زڪوات ڏيڻ جو حڪم ڏنو ويو، پوءِ جڏهن وڙهڻ مٿن فرض ڪيو ويو، تڏهن انهن مان هڪ ٽولي، ماڻهن کان ايئن ڊڄڻ لڳي جيئن الله کان ڊڄجي، بلڪ اڃا به وڌيڪ ڊني ۽ انهن چيو اي اسان جا رب اسان تي وڙهڻ جو فرض ڇو مقرر ڪيو اٿئي، اسان کي ڇونه مهلت ڏني اٿئي ڪجهه ڏينهن وڌيڪ ( موت کي ويجهو وڃڻ کان !) ..... توهان ڪٿي به هوندو، موت توهان کي ڳولي لهندو، جيڪڏهن ڪٿي توهان بلند ۽ مضبوط برجن ( قلعن) اندر هجو.... ( سورة النساءِ آيات ٧٨ ــ ٧٥).

هجرت کان اڳي، مسلمانن کي قتال ( ويڙهه) کان منع ڪيل هئي. هجرت بعد، اسلامي رياست جي دفاع ۽ مڪي شريف ۾ رهجي ويل مظلوم مسلمانن ۽ سندن خاندانن جي حفاظت لاءِ جنگ جائز قرار ڏني وئي، تاهم قتال ۽ جهاد ۾ فرق رکيو ويو: " ....... جيڪي ماڻهو توهان سان وڙهن انهن سان، في سبيل الله ( يعني الله جي راهه ۾)، وڙهو ۽ زيادتي نه ڪيو،

تحقيق الله ( تعاليٰ) زيادتي ڪندڙن کي پسند نہ ٿو ڪري. ۽ جتي ڪين ڏسو اتي انهن سان جنگ ڪريو، ۽ جنهن سرزمين تان هنن توهان کي بيدخل ڪيو آهي، اتان انهن کي وڙهي، تڙي ڪڍو، ۽ فتنو فساد ڪان بدتر آهي، ۽ "مسجد الحرام" ( يعني ڪعبة الله) ۾ هنن سان جنگ نہ ڪريو، جيستائين هو اتي توهان سان جنگ نہ ڪن. پوءِ جيڪڏهن هو وڙهن تہ توهان بہ وڙهو. ڪافرن لاءِ اها جزا آهي. پوءِ جيڪڏهن هو باز اچن تہ بيشڪ الله ( تعاليٰ) بخشيندڙ ۽ رحم ڪندڙ آهي، ۽ تيستائين هنن سان وڙهندا رهو جيستائين فتنو بند ٿئي ۽ دين خالص الله ( تعاليٰ) لاءِ ٿي وڃي. پوءِ جيڪڏهن هو باز اچي وڃن تہ دشمني نہ رکو سواءِ ظالمن جي. حرمت وارو مهينو، حرمت واري مهيني سان آهي ۽ حرمات جو قصاص ( عيوضو) آهي. پوءِ جيڪڏهن هو توهان سان وڙهن تہ توهان بہ انهي مطابق وڙهو جيئن هو توهان سان وڙهي رهيا هجن ۽ الله ( تعاليٰ) ڪان ڊڄندا رهو، ۽ تحقيق الله ( تعاليٰ) پرهيزگارن ( متقين) جو حامي آهي، ۽ الله(تعاليٰ)جي راهہ ۾ خرچ ڪيو ۽ پنهنجي هٿن سان پاڻ کي برباد نہ ڪيو ۽ احسان ڪيو، تحقيق الله ( تعاليٰ) احسان ڪندڙ ن کي پسند ڪري ٿو ( سورة البقره آيات ، ١٩٥ ـــ ١٩٠)

جهاد دفاعي جنگ آهي، جنهن ۾ الله تبارڪ وتعاليٰ جي طرفان مقرر ڪيل انساني قدرن ۽ اخلاقي اصولن جي خلاف ورزي کان پرهيز ڪرڻ لازمي آهي. جان جي عيوض جان وٺڻ (قصاص) ، معاشري ۾ جان جي اهميت کي ظاهر ڪري ٿو. ( سو رة البقره، آيت ١٩٠)

## مسلمان قوم:

ٻاويهہ سالن جي مختصر عرصي ۾، حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم هڪ قوم بنائي، جنهن جو بنياد ڪنهن هڪ نسل يا ملڪ تي منحصر نہ آهي، بلڪ تمام انسان ذات انهيءَ قوم ۾ شامل ٿيڻ جي مستحق آهي. اها " مسلم امة" يا مسلمان قوم سڏجي ٿي. " ڪنتم امة واحدة" توهان هڪ واحد ( متحد) قوم آهيو. اها ملت اسلامي آهي، جنهن لاءِ مشرق جي مفڪر علامہ اقبال چيو آهي:

" بتان رنگ و خون کو توڑ کر ملت مین گم هوجا،
نہ ايراني رهہ باقي ، نہ توراني نہ ساساني."

مسلمان قوم جو آغاز عرب قوم کان ٿيو. هڪ نئين تهذيب جنم ورتو. ايمان جي قوت سان عسڪري برتري حاصل ٿي ۽ همعصر عظيم تهذيبي علائقہ اسلامي حڪومت هيٺ آيا. مصر، شام، عراق، ايران، ۽ سنڌ کان علاوه، يونچ سمنڊ جي ساحلي تهذيب جي جزيرن، اسپين ۽ افريقا تائين مسلمان قوم اقتدار ۾ آئي ۽ عرب مسلمانن جو قديم ترين تهذيبن سان تعلق قائم ٿيو. علم ادب ۽ فني صلاحيتن ۾ هنن کي مفتوح علائقن جي قومن تي برتري حاصل نہ هئي ليڪن عربن، پنهنجي ذهانت، تجسس ۽ مبهم فطري صلاحيتن جي بدولت، انهن تي عبور حاصل ڪيو. هڪ عالمي اسلامي تهذيب وجود ۾ آئي جنهن جو بنياد، ڪتاب ۽ سنت مطابق، انساني برادري، برابري، ۽ آزادي تي رکيل هو. تاهم انهن قدرن جي وضاحت ۽ فروغ ۾ مقامي تاريخ تهذيب ۽ ثقافت جو قدرتي عمل دخل رهيو. علم جي روشني ۽ اسلامي تهذيب جي ڦهلاء ۾ عربن کان علاوه هندي، سنڌي، ايراني، يوناني، مصري ۽ رومي عالمن اديبن، استادن ۽ مبلغين اهم ڪردار ادا ڪيو آهي. صوفي بزرگن ، شاعرن، مرشدن ۽ مصلحين انهي ۾ جاذبيت جو رنگ ڀريو آهي. فڪري ۽ فني ترقي ۽ يوناني، آرميني ۽ ايراني تهذيبن جي آميزش ٿي آهي. تاهم سماجي ۽ سياسي انداز خالص مشرقي ۽ اسلامي طرز تي قائم ڪيل آهي. عالمي برادري جو تصور، دنيا جي تاريخ ۾ پهريون دفعو، دين اسلام ۽ مسلمان قوم جي ذريعي قائم ٿيو.

## سياسي نظام

حضرت محمد رسول الله صلي الله عليه وسلم ( ٦٣٢ - ٥٧٠ع) جي وفات بعد، سياسي افق تي ٻہ فڪر نمودار ٿا. هڪ مڪتب فڪر مطابق جانشيني عام آهي ۽ ٻئي موجب خاص آهي. خاص نقطہ نظر وارن حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جي جانشيني، قرابت جي بنياد تي، حضرت علي

بن ابي طالب رضہ يا حضرت عباس بن عبدالمطلب رضہ، شرعي وارثن مان
ڪنهن هڪ کي ملڻ جو مطالبو ڪيو. عام نظرئي فڪر موجب ڪوبہ
مسلمان جيڪو لازمي اوصاف جو مالڪ هجي، رنگ ۽ نسل جي فرق بغير،
حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جو سياسي جانشين يعني "خليفو" ٿي
سگهي ٿو. اصولي طور تي اهو نظريو اسلامي تعليمات جي روح مطابق هو،
تنهن ڪري انهي جي مخالفت نہ ٿي.

نيابت، يا خلافت جي منصب جي عمومي نوعيت جو نظريو پيش
ڪندڙ انصار " سقيفہ بني ساعده" ۾ جمع ٿيا، ۽ حضرت سعد بن عباده
انصاري رضہ جي اسلامي اوصاف ۽ خدمات جو ذڪر ڪرڻ لڳا. اجا "رسول
الله صلي الله عليه وسلم جو جسد گرامي تجهيز بنا پلنگ تي رکيل هو."
(حياة محمد ص ١٠٦٤). اهل بيت ۽ عام مهاجرين غم ۾ نڍال هئا، ۽
ڪجهہ قدر، حضرت ابوبڪر صديق رضہ جي واعظ بعد، پنهنجي محبوب
رهبر جي وڇوڙي جي حقيقت قبول ڪئي هئائون، تڏهن هڪ شخص
حضرت ابوبڪر صديق رضہ ۽ حضرت عمر فاروق رضہ کي حضرت سعد بن
عباده رضہ جو پيغام پهچايو تہ " جيڪڏهن توهان کي امت جي مصالح سان
تعلق آهي تہ انصار جي فيصلي کان اڳ " سقيفہ بني ساعده" ۾ پهچي
وڃو." ( ايضا) اتي پهچي ڏٺائون تہ حضرت سعد بن عباده رضہ چادر ويڙهي
زمين تي ليٽيل هو، ۽ هڪ انصاري خطيب چئي رهيو هو: " صاحبو ! سيني
کي خبر آهي تہ اسين " انصار الله" آهيون، ۽ مسلمانن ۾ آزمودگار ۽ بهادر
سپاهي آهيون. اي مهاجرين جا طرفدار ! توهان ماڻهن کي انصار جي فوج جو
هڪ دستو هجڻ جي حيثيت حاصل آهي. افسوس آهي جو ماڻهن جي مختصر
جماعت مديني ۾ اسان جون پاڙون پٽي اسان کي پنهنجي ماتحت رکڻ جو
منصوبو بنائڻ شروع ڪيو آهي." ( ايضا ١٠٦٥)

حضرت عمر فاروق رضہ، جوابي تقرير ڪرڻ چاهي، ليڪن حضرت
ابوبڪر صديق رضہ سندس سخت ڪلامي جي امڪان کي خيال ۾ رکي،
کيس روڪيو ۽ پاڻ هن ريت مجموعي کي خطاب ڪيو: " ايها الناس ! نحن
المهاجرون اول لناس اسلاما واکرمهم احسابا و اوسطهم دارا واحسنهم وجوها
واکثرهم ولادة في العرب وامسهم رحما برسول الله ! اسلمنا قبلکم وقدمنا

في القرآن عليكم. فقال تبارک وتعالىٰ: " والسابقون الاولون من المهاجرين والانصار والذين اتبعوهم باحسان ( سورة التوبة، آيت ١٠٠) فمن المهاجرون وانتم الانصار واخواننا في الدين وشركاؤنا في الفي وانصارنا علي العدد اما ما ذكرتم فيكم من خير فانتم له اهل وانتم اجدرنا بالثناء من اهل الارض جميعا فاما العرب فلن تعرف هذاالامر الا بهذا الحي من قريش فمنها الامراء ومنكم الوزراء." ( ايضـــا ـ صص ١٠٦٦ ـ ١٠٦٥) يعني، اي انســـانو ! اسين مهاجرين سڀني کان اڳ ۾ مسلمان ٿياسون. حسب نسب ۾ معزز آهيون ۽ مرڪزي گهر ( مڪي) وارا آهيون. هر طرف کان بهتر آهيون ۽ عربن ۾ ڪثرت وارا آهيون ۽ رسول الله ( صلي الله عليه وسلم) جا قريبي رشتيدار آهيون. توهان کان اڳي اسلام قبول ڪيوسين ۽ قرآن (نازل ٿيڻ ) ۾ بہ توهان کان اڳرا آهيون. پوءِ ( الله) تبارڪ وتعالىٰ فرمايو آهي تہ " مهاجرن ۽ انصارن مان جن ٻين کان اڳ اسلام قبول ڪيو ۽ جن انهن جي سهڻي پيروي ڪئي...." ۽ مهاجرن مان توهان انصار اسان جا ديني ڀائر آهيو ۽ غنيمت ۾ اسان سان حصيدار آهيو ۽ لڙاين ۾ اسان جا مددگار آهيو ۽ توهان جيڪو پنهنجي محاسن جو اظهار ڪيو آهي، اسان کي انهيءَ کان انڪار نہ آهي، بلڪ اسان انهي حد تائين تسليم ڪريون ٿا تہ توهان دنيا ۾ ٻين انسانن کان وڌيڪ فضيلت وارا آهيو. ليڪن ڪوئي عرب قبيلو قريش قبيلي کانسواءِ ٻئي ڪنهن قبيلي جي اطاعت قبول نہ ڪندو، تنهن ڪري امير قريش مان ٿيندو ۽ وزير انصار مان هوندو."

تقرير ختم ڪندي حضرت ابو بڪر صديق رضہ ٻن قريش معززين جا نالا خلافت لاءِ تجويز ڪيا: حضرت عمر بن الخطاب رضہ ۽ حضرت ابو عبيده بن الجراح. " ٻنهي مان جنهن کي توهان چاهيو انهيءَ کي منتخب ڪريو". انهيءَ تي هر طرف شور برپا ٿيو ۽ باهمي اختلاف جو امڪان پيدا ٿيو. حضرت عمر فاروق رضہ انهيءَ موقعي تي حالتن کي سنڀالي ورتو: بلند آواز سان حضرت ابوبڪر صديق رضہ کي چيائين تہ " اي شيخ ! پنهنجو هٿُ وڌاءِ!" پوءِ هٿُ وٺي چيائين: " الم يامرک النبي بان تصلي انت يا ابابكر بالمسلمين ! فانت خليفة ونحن نبايعک ! فنايع خير من احب رسول الله منا جمعا!" ( ايضا ـ ص ١٠٦٧) يعني، ڇا رسول الله ( صلي الله عليه وسلم)

نہ فرمايو هو تہ اي ابوبڪر تون مسلمانن کي نماز پڙهاءِ ! پوءِ انهيءَ لحاظ کان تون خليفو آهين ۽ اسين تنهنجي بيعت ڪريون ٿا ! ۽ اسين جنهن شخص جي بيعت ڪريون ٿا، اهو اسان سڀني ۾ رسول الله ( صلي الله عليه وسلم) کي وڌيڪ پيارو هو.

ٻئي ڏينهن مسجد نبوي ۾ مسلمانن جو اجتماع ٿيو. حضرت ابوبڪر صديق رضہ منبر تي ويٺو، ۽ حضرت عمر فاروق رضہ خطاب ڪيو: " صاحبو! ڪالهہ مون جو ڪجهہ عرض ڪيو، اهو نہ ڪتاب الله ۾ ڄاڻايل آهي ۽ نہ رسول الله ( صلي الله عليه وسلم) منهنجي روبرو اهڙو بيان فرمايو هو. منهنجو خيال هو تہ رسول الله ( صلي الله عليه وسلم) انهيءَ باري ۾ ڪا خاص تدبير فرمائي سگهندا ۽ سندن رحلت اسان کانپوءِ ٿيندي. تحقيق، الله (تبارڪ وتعاليٰ) توهان ۾ اهو ڪتاب باقي رکيو آهي جنهن جي ذريعي هن پنهنجي رسول ( صلي الله عليه وسلم) جي رهبري فرمائي، ۽ تحقيق توهان انهيءَ کي مضبوطي سان جهليو آهي. الله ( تبارڪ وتعاليٰ) توهانجي رهنمائي فرمائي، ۽ تحقيق الله ( تبارڪ وتعاليٰ) توهان جا معاملا، توهان ۾ بهتر شخص جي حوالي ڪيا آهن، جيڪو رسول الله ( صلي الله عليه وسلم) جو دوست ۽ " ثاني اثنين اذهما في الغار" هو. ( سورة التوبة آيت ٤٠ : ٻن ۾ ٻيو، جڏهن ٻئي غار ۾ هئا) پوءِ اٿو ۽ بيعت ڪريو!" ( ايضا ص ١٠٦٨ – ١٠٦٧) اهڙي طرح عام بيعت ٿي، جڏهن تہ اڳئين ڏينهن " سقيفہ بني ساعده" ۾ خاص بيعت ٿي چڪي هئي.

بعد ۾ منبر رسول الله صلي الله عليه وسلم تان، " خليفة المسلمين" حضرت ابوبڪر صديق رضہ هي خطاب فرمايو: بسم الله الرحمن الرحيم، والصلواة والسلام عليٰ رسوله الکريم. انهي بعد، اي انسانو! مونکي توهان تي حاڪم بنايو ويو آهي، جيستوڻيڪ مان توهان کان بهتر نہ آهيان. جيڪڏهن مان چڱا ڪم ڪريان تہ انهن ۾ منهنجي مدد ڪجو ۽ جيڪڏهن برا ڪم ڪريان تہ انهن کان مونکي روڪجو. سچائي امانت آهي ۽ ڪوڙ خيانت آهي: توهان مان ڪمزور انسان تيستائين منهنجي لاءِ طاقتور آهي، جيستائين مان ڪيس سندس حق نہ وٺي ڏيان، ۽ توهان مان طاقتور انسان منهنجي اڳيان ڪمزور آهي، جيستائين سندس ذمي جيڪو حق رهيل آهي

اهو ڪانئس وٺي نہ ڇڏيان. جيڪا قوم الله جي راهہ ۾ جهاد ترڪ ڪندي آهي، انهيءَ تي الله ( تبارڪ وتعاليٰ) بلائون ۽ عذاب عام ڪري ڇڏيندو آهي. توهان انهي وقت تائين منهنجي اطاعت ڪريو جيستائين مان الله ۽ سندس رسول جي اطاعت ڪريان، ليڪن جيڪڏهن مون کان ڪو اهڙو ڪم سرزد ٿي وڃي جنهن مان الله ۽ سندس رسول جي نافرمانيءَ جو ڪو پهلو نڪرندو هجي تہ توهان مٿان منهنجي اطاعت لازمي نہ آهي. هاڻي نماز لاءِ اٿو، الله توهان تي رحم فرمائي!" ( ايضا ص ۱۰۶۹، اسلامي ص ۸۴)

سيد امير علي لکي ٿو تہ حضرت ابوبڪر صديق رضہ کي " سياڻپ ۽ وچٿري واٽ هلڻ واري شخصيت طور تسليم ڪيو ويندو هو ۽ سندس انتخاب کي حضرت علي ( ڪرم الله وجهہ، رضہ) ۽ اهل بيت جي اهم ارڪان، دين سان پنهنجي دستوري عقيدت مطابق، تسليم ڪيو" ( اشارت هسٽري ..... ص ۲۱) پوءِ مسلمانن جا انبوهہ بيعت ڪرڻ لاءِ اچي گڏ ٿيا. انهن کي خطاب ڪندي، خليفة المسلمين فرمايو: " مونکي ڏسو جنهن تي حڪومت جي ذميدارين جو بارُ وڌو ويو آهي. مان توهان سيني کان بهتر صلاحيتن وارو نہ آهيان. مونکي توهان جي صلاح مصلحت ۽ مڪمل مدد جي ضرورت آهي. جيڪڏهن غلطي ڪريان تہ مون کي مشوره ڏجو. صاحب اقتدار کي سچ چوڻ سائس سچي وفاداري ڪرڻ جي برابر آهي. سچ کي لڪائڻ بغاوت آهي. منهنجي نظر ۾ ڪمزور ۽ طاقتور برابر آهن. مان پنهي سان انصاف ڪرڻ گهران ٿو. مان جيستائين الله ۽ سندس رسول جي اطاعت ڪريان تيستائين توهين منهنجي فرمانبرداري ڪريو، پر جيڪڏهن مان الله ۽ سندس رسول جي قانونن جي انحرافي ڪريان تہ پوءِ مونکي توهان تي حڪمراني ڪرڻ جو ڪوبہ حق نہ آهي" ( ايضا ص ص ۲۲ ـ ۲۱)

اسلامي رياست جي قائم ٿيڻ بعد فقط ڏهہ سال گذريا هئا. رياست ۾ قوم جي باني، حضرت محمد رسول الله صلي الله عليہ وسلم جي وفات سبب افراتفري جا هي آثار نمودار ٿيا: (۱) يمن، يمامہ ۽ اومان جي طاقتور قبيلن " زڪوات" ادا ڪرڻ کان نابري واري، بي صورت ۾ اسلام ترڪ ڪرڻ ( مرتد ٿيڻ) جو اعلان ڪيو. بنو طائي، بنو اسد ۽ بنو غطفان اسلام کان ڦري ويا. (۲) مختلف عرب قبيلن ۾ نبوت جا ڪوڙا دعويدار پيدا ٿيا.

انهن ۾ يمامہ جي قبيلي بنو حنيفہ جو مصنوعي پيغمبر مسيلمہ ( كذاب) سيني كان وڌيڪ سگهارو ۽ چالاڪ هو. "سجاح" نالي هڪ مسيحي جادوگرياڻي پڻ پنهنجي نبوت جو اعلان ڪيو ۽ سندس قبيلي بنو تميم سندس حمايت ڪئي. مسيلمہ انهي نبوت جي دعويدارڻ سان شادي ڪئي ۽ ٻنهي قبيلن بنو حنيفہ ۽ بنو تميم جا چاليهہ هزار جنگجو قبائلي سندس ڪمان هيٺ گڏ ٿيا. يمن، اومان، حضرالموت ۽ بحرين پنهنجو ڌار پيغمبر بنايو، سندس نالو الاسود، معنيٰ ڪارو، هو. ٻئي طرف مرتد ٿيل قبيلن ، طائي، اسد ۽ غطفان ۾ " طلحہ" نالي هڪ شخص پنهنجي نبوت جو اعلان ڪيو. اهي سڀئي نہ صرف اسلام کان ڦري ويا بلڪ مديني شريف جي مرڪزي اسلامي حڪومت کان پڻ بغاوت ڪيائون ۽ دارالخلافت کي هر طرف کان حملي جو خطرو هو. انهيءَ خطرناڪ صورتحال جي مقابلي ۾ خليفة المسلمين جو پهريون فرمان حيرت انگيز هو: اسامه بن زيد جي ڪمان هيٺ، اسلامي سفير جي قتل جو انتقام وٺڻ لاءِ، حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جيڪو لشڪر شام ملڪ تي چڙهائي ڪرڻ لاءِ مقرر ڪيو هو ۽ سندن علالت سبب روانگي ملتوي ٿي هئي، انهيءَ کي ڪوچ جي تياري جو حڪم ڏنو ويو. حضرت عمر بن خطاب رضہ تجويز پيش ڪئي تہ اندرون ملڪ حالات جي مدنظر تيار ڪيل لشڪر کي دارالخلافت جي حفاظت ۽ باغين جي سرڪوبي لاءِ استعمال ڪجي. ليڪن حضرت ابوبڪر صديق رضہ فرمايو تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جي حڪم ۾ ترميم ڪرڻ جو اختيار ڪيس حاصل نہ هو، تنهن ڪري انهيءَ جي تعميل سندس اولين ترجيح هئي.

دنيا جي عسڪري تاريخ ۾، اسلام جي اصولن هيٺ، پهريون دفعو هڪ ضابطہ اخلاق مرتب ٿيو: جڏهن اسلامي لشڪر شام طرف ڪوچ ڪري رهيو هو تہ خليفة المسلمين کين هن ريت خطاب ڪيو: " توهان تي لازم آهي تہ ڏوڪي بازيءَ کان پرهيز ڪريو. ڪنهن بہ طرح حق کان تجاوز نہ ڪجو. ڪنهن کي معذور نہ ڪجو، نہ ڪنهن ٻار، ٻڍي يا عورت کي قتل ڪجو. کجيءَ جي وڻ کي نقصان نہ پهچائجو ۽ نہ انهيءَ کي باهہ ڏئي ساڙجو، ۽ اهڙو ڪوبہ وڻ نہ ڪپجو جنهن ۾ انسان يا جانور لاءِ غذا هجي.

جانورن جا ڌڻ چوپايو مال يا اٺ تيستائين ذبح نہ ڪجو جيستائين پنهنجي ڪاڌي خوراڪ لاءِ ضروري گهربل نہ هجن. مقامي ماڻهو جيڪڏهن پنهنجي ٿانون ۾ رڌل گوشت وجهي ڪٺي اچن تہ الله جو نالو وني پلي ڪائجو، ۽ مٺو ڪوڙيل (راهب) جيڪڏهن پيش پون تہ انهن تي هٿ نہ ڪڻجو. هاڻي الله جو نالو وني پيشقدمي ڪيو ۽ شال هو توهان جي، ترار ۽ وچڙندڙ موذي مرض کان، حفاظت ڪري." (امير علي سيد، اشارت هسٽري .. ص ٢٣) انهي خطاب بعد پاڻ سالار لشڪر جي گهوڙي کي ڏور واڳ وني ڪجهہ پنڌ پيادو هليو، جيئن سپاهين جي نظر ۾ پنهنجي سالار جو شان مٿاهون ٿئي. سندس انهيءَ طرز عمل سبب اهو دستور العمل قائم ٿيو تہ سپہ سالار خليفي جو نمائيندو آهي (ايضا ـ ص ٦۴).

## مسلمانن جي سياسي تاريخ:

مسلمانن جي سياسي تاريخ وسيع آهي ۽ هن مطالعي ۾ تفصيل سان بيان ڪرڻ لاءِ گنجائش گهٽ آهي، تنهن ڪري بيحد اختصار کان ڪم وٺڻو پوندو: مديني منوره ۾ قائم ڪيل اسلامي رياست، وڏي هڪ بين الاقوامي عالمي شهنشاهيت جي حيثيت حاصل ڪئي. ڪل پنج خلافتون ٿي گذريون.

(١) خلافت راشده ( ٦٦١ ـ ٦٣٢ع)
(٢) خلافت اميہ ( ٧٥٠ ـ ٦٦١ع)
(٣) خلافت عباسيہ (١٢٥٠ ـ ٧٥٠ع)
(۴) خلافت فاطميہ ( ١١٧١ ـ ٩٠٩ع)
(۵) خلافت عثمانيہ ( ١٩٢۴ ـ ١۵١٧ع)

انهن بين الاقوامي خلافتن کان علاوه، يورپ جي اهم ملڪ " اسپين" ۾ اسلامي حڪومت جي تاريخ ( ١۴٩٢ ـ ٧١١ع) جو مطالعو الڳ اهميت جو حامل آهي. سنڌ ۽ اسپين ۾ اسلام جي اشاعت جو تقابلي مطالعو پڻ اهم آهي: ( ڏسجي حبيب الله صديقيءَ جي تاريخ باب الاسلام سنڌ، حبيب صديقي اڪيڊمي، ڄامشورو، ١٩٩٦ع)

خلافت راشده جي ٽئين خليفي جي شهادت، اسلامي رياست جي

سياسي بنيادن کي لوڏي ڇڏيو هو. بنوهاشم ۽ بنواميہ جي روايتي عداوت، خلافت کي تختہ مشق بنائي ڇڏيو ۽ آخرڪار اها خانداني شهنشاهي ۾ تبديل ٿي وئي. خلافت راشده ڪل ٽيهہ سال ( ٦٦١ ـ ٦٣٢ع) قائم رهي ۽ تاريخ جي پڙهندڙ کي حيرت ٿيندي تہ انهيءَ دوران هڪ طرف اسلامي رياست عربستان جي ريگستان مان ٿهلجي، ايراني آرين جي ساساني شهنشاهيت ۽ بظنطيني رومي قيصر جي ايشائي علائقن ۽ اتر اولهہ آفريقا جي ساحل تائين وسيع ٿي وئي، جڏهن تہ ٻئي طرف اها خانہ جنگيءَ جو شڪار ٿي پنهنجي اخلاقي، روحاني ۽ ديني حيثيت وڃائي ويٺي.

اهل بيت سان مسلمانن جو سلوڪ بيحد نامناسب رهيو. رياست ۽ دين الڳ ٿي ويا. فتوحات ۽ عسڪري اعزازات اسلامي رياست جي انهيءَ دور جو ورثو هو جيڪو تاريخ تسليم ڪري ٿي، تاهم تاريخي طور تي مسلمانن جي هڪ قوم هجڻ جي دعويٰ ڪري نہ ٿي سگهجي. سياسي طور تي بہ اسلامي تاريخ ارتقائي منظر پيش نہ ٿي ڪري: پهرئين خليفي جي انتخاب وقت، حضرت علي ڪرم الله وجهه جي، باني رياست حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جي، قرابت جي حق تي، اسلام جي عوامي، غير نسلي ۽ جمهوري اصول کي ترجيح ڏني وئي ۽ عرب عوام جي روايتي طريقي، يعني معمر ترين مناسب شخص کي " شيخ" بنائڻ کي تسليم ڪيو ويو. ٻئي خليفي کي سندس ذاتي صلاحيتن ۽ دين سان وابستگيءَ جي بنياد تي پهرئين خليفي پنهنجي وفات وقت نامزد ڪيو. اهل بيت پوءِ بہ ڪو اعتراض نہ ڪيو، جيتوڻيڪ ساڳيون صلاحيتون ۽ وصفون حضرت علي ڪرم الله وجهه ۾ بہ موجود هيون. ٻيو خليفو هڪ يهوديءَ غير مسلم غلام جي زهري خنجر لڳڻ سبب فوت ٿيو. وفات وقت هڪ ڇهہ رڪني انتخابي جماعت مقرر ڪيائين، جيڪا يڪراءِ، يا اڪثريت راءِ سان، پاڻ مان ڪنهن کي خليفو منتخب ڪري سگهي ٿي. انهيءَ دفعي بہ حضرت علي ڪرم الله وجهه کي نظر انداز ڪري اموي شيخ حضرت عثمان رضہ کي منتخب ڪيو ويو. انهيءَ نظراندازيءَ جو نتيجو اسلامي رياست ۽ دين اسلام لاءِ ڪنهن آفت کان گهٽ نہ هو. سيد امير علي جو تجزيو صحيح آهي تہ نظراندازيءَ جو سبب بنواميہ جي بنوهاشميہ سان موروثي حسد ۽ دار الخلافہ مديني

منوره ۾ سندن وڏنڊ اثر رسوخ هو، ۽ نتيجي طور حضرت عثمان رضہ، اموي شيخ ، جو انتخاب " آخر ڪار اسلام (جي سياسي نظام) جي تباهي ثابت ٿيو." ( اشارت هسٽري .... ص ص ۴٦ ـ ۴۵).

حضرت عثمان بن عفان رضہ بيحد عمر رسيده ۽ شريف النفس انسان هو. حضرت عمر رضہ جو قائم ڪيل نظام حڪومت هلائڻ سندس وس کان ٻاهر هو. عجيب و غريب واقعات رونما ٿيا. آخرڪار خانہ جنگي اسلام جي تاريخ ۾ پهريون دفعو منهن ڪڍيو ۽ معزز ترين معمر خليفي کي بيدردي سان، قرآن شريف جي تلاوت ڪندي، شهيد ڪيو ويو ۽ انهي جو الزام پهرين خليفي حضرت ابوبڪر صديق رضہ جي ننڍي پٽ ۽ حضرت علي ڪرم الله وجهه جي پٽيلي محمد تي هنيو ويو، جيڪو ثابت نہ ٿي سگهيو، تاهم سازش ۽ رقابت جي باهہ ٻرندي رهي. تاريخ ١٨ ذوالحج ٣۴ هجري مطابق ١٧ جون ٦۵٩ع تي شهادت حضرت عثمان رضہ جو دردناڪ واقعو رونما ٿيو ۽ مجلس شوريٰ متفق طور تي حضرت علي ڪرم الله وجهه کي خليفو منتخب ڪيو، جيڪو ڪافي ثبوت آهي تہ ٽئين خليفي جي شهادت ۾ اهل بيت يا سندن ڪنهن حليف جو هٿ نہ هو. حضرت علي ڪرم الله وجهه پهرين ٽن خليفن جي وقت ۾ بهترين معاون ۽ صلاحڪار ثابت ٿيو هو. ( ايضا ص ۴٩) ليڪن خود سندس وقت ۾ طرحين طرحين سازشون ۽ خانہ جنگيءَ جون ڪارروايون ٿيون. فرينچ مورخ، سيدلو لکي ٿو تہ " هر ڪنهن سوچيو هوندو تہ هن شاندار انتخاب اڳيان سڀ سرتسليم خم ڪندا، جيڪو خالص ۽ عظيم هو، ليڪن ايئين ٿيٺو نہ هو." ( ايضا ـ ص ۴٩) شروع کان اموين انتقام شهادت جو مطالبو ڪيو ۽ حڪومت کي معمول مطابق هلڻ نہ ڏنو. شام جو حاڪم، امير معاويہ بن ابو سفيان، انتقام جي علامت بنجي ايريو ۽ شام جي مسيحي بظنطيني عوامي طاقت سندس ساٿ ڏنو. هي فقط خليفي جي شهادت جو انتقام نہ هو بلڪ دين اسلام ۽ اهل بيت کان سندن عظمت جو انتقام ورتو ٿي ويو.

## نظام حڪومت:

امير المؤمنين حضرت عمر بن الخطاب رضہ ( متوفيٰ پهرين محرم سن

۲۴ هجري مطابق ٦ نومبر ۶۴۴ع) اسلامي رياست جي نظام حڪومت جو باني هو. سندس دور خلافت ۾ عدالتي نظام، انتظاميہ، ماليات، رفاعي عامہ ۽ سماجي بهبود ۽ فوج ۽ پوليس جا باقاعده ادارا قائم ٿيا: عدالتي نظام جو بنياد، قرآن ۽ سنت جي قانون مطابق، قانون جي حڪمراني تي رکيو ويو. هڪ دفعي ابيہ ابن ڪعب جي دائر ڪيل مقدمي ۾ حضرت عمر رضہ ، خليفة المسليمن، بذات خود هڪ جوابدار جي حيثيت ۾، حاڪم الشرعيه (جج) حضرت زيد ابن ثابت رضہ جي عدالت ۾ حاضر ٿيو. جڏهن خليفي جي تعظيم خاطر، حضرت زيد رضہ اٿڻ جي ڪوشش ڪئي تہ حضرت عمر رضہ ڪيس سختيءَ سان منع ڪندي فرمايو تہ " توهان جو اهو عمل، جانبداريءَ جي برابر ٿيندو." عدليہ کي مڪمل طور انتظاميہ کان الڳ رکيو ويو. قاضين کي، معقول معاوضو ڏيڻ، خليفي جي طرفان مقرري ۽ سڌي جوابدهي ذريعي، صوبن جي والين جي زير دستي ۽ بين ذاتي مجبورين کان آجو ڪيو ويو. قانون جي حڪمراني لاءِ قاضيءَ جي فتويٰ جي تعميل والي جي طاقت جي ذريعي ٿيندي رهي. ( وان هئمر، سيد امير علي، اشارت هسٽري..... ص ٦٢) فتويٰ جو بنياد چئن اصولن تي رکيو ويو: (۱) قرآن (۲) سنت نبوي (۳) اجماءُ (۴) قياس. پوئين ٻن بنيادن جو استعمال فقط برک فقيهن ۽ عالمن تائين محدود هو. مفت قانوني مشوره لاءِ مفتي مقرر ڪيا ويا، جيڪي افتاءَ جي اداري هيٺ ڪم ڪندا هئا ۽ ڪين وڏيون پگهارون ملندبون هيون.

انتظاميہ جي نظام ۾، خليفي جي مرڪزي حڪومت کان علاوه، صوبائي حڪومتون قائم ڪيون ويو. حضرت عمر رضہ جي دور خلافت ۾ ۱۴ صوبا هئا. صوبائي حڪومت جو سربراهہ " والي" سڏيو ويو، جيڪو خليفي وانگر هڪ مجلس شوريٰ جي ذريعي حڪومت جو ڪاروبار هلائيندو هو. مقرريءَ کان اڳ ۽ معزولي بعد، هر هڪ واليءَ جي ذاتي ملڪيت جو حساب لڳايو ويندو هو، ۽ ناجائز آمدنيءَ جي صورت ۾ احتساب جو عمل ناگزير هو، جنهن کان خود خليفو بہ مبرا نہ هو. وڏن صوبن جي والين کي "امير" چيو ويندو هو، ننڍن صوبن جي والين کي " نائب" پڻ چيو ويندو هو، جيڪو عهدو بعد ۾ " نواب" ۾ تبديل ٿي ويو. ( اشارت هسٽري ص

(٦١) مرڪزي دارالخلافت ۾ خليفو جمع جو خطبو پڙهندو هو ۽ صوبائي دارالحڪومت ۾ امير يا ولي انهيءَ جو مجاز هو. ليڪن حضرت عمر رضه جي دور خلافت ۾ صوبائي منتظم ڪان اهو حق ڪسي حاڪم الشرعيه يا قاضيءَ کي ڏنو ويو، جيڪو پيش امامت به ڪندو هو. صوبا ضلعن ۾ ورهايا ويا، جن مان هرهڪ تي هڪ " عامل" ۽ هڪ " قاضي" مقرر ڪيل هئا، ۽ اهي سڏا امير، والي يا نائب ڏانهن جوابده هئا ۽ سيني منتظمين جا فرائض ۽ اختيارات واضح طور تي مقرر ڪيل هئا، جن ۾ ٻئي ڪنهن جي مداخلت خلاف قانون هئي. سيني عملدارن کي مقرري ۽ برطرفيءَ وقت پنهنجي ملڪيت جو حساب ڪتاب ڏيڻو پوندو هو. ( حضرت عمر، ائڊمنسٽريٽر پر ايڪسيلنس، مضمون پروفيسر ضياء الدين احمد جو، ڊان ٢٧ مارچ ٢٠٠١ ع ص ٥).

ماليات جو باقاعده نظام به حضرت عمر رضه جي دور خلافت ( ٦٤٤ ـ ٦٣٤ع) ۾ قائم ڪيو ويو، جنهن کي " ديوان" دفتر يا حساب ڪتاب جو ادارو چيو ويو. " بيت المال" اصل ڪان اسلامي رياست جو خزانو هو، ليڪن حضور صلي الله عليه وسلم ۽ پهرين خليفي جي حڪومت دوران بيت المال ۾ ڪجهه باقي نه بچندو هو، جنهن جو حساب ڪتاب رکيو وڃي. سڀ آمدني بروقت خرچ ٿي ويندي هئي. ٻئي خليفي جي وقت ۾ سرڪاري آمدني ايتري قدر وڌي وئي جو انهي جي باقاعده وصولي ۽ خرچ جي حساب رکڻ جي ضرورت پيش آئي، ۽ بيت المال جو پگهاردار سربراه مقرر ڪرڻو پيو. اهو حضرت عبدالله بن ارقم هو، جنهن ٽئين خليفي جي هڪ ناجائز ادائگي جو حڪم نه مڃي عهدي تان استيفا ڏني. " بيت المال" ۾ آمدني جا خاص ڇهه ذريعا مقرر ٿيا: (١) خراج ( ٢) عشر (٣) زڪوات (٤) جزيه (٥) خمس ۽ (٦) عشور. خراج معنيٰ زمين جي ڍل، عشر معنيٰ زمين جي پيداوار جو ڏهون حصو. زڪوات معنيٰ ڪل ملڪيت جو چاليهون حصو، جزيه معنيٰ غير مسلم رعيت تي دفاعي ڍل جيڪا في ماڻهو وصول ڪئي ويندي هئي، ليڪن ٻڍا، ٻار، عورتون، مسڪين، معذور، بيمار ۽ مذهبي خدمات ادا ڪندڙ انهيءَ ڪان آجا هئا. خمس معنيٰ مال غنيمت، يا جنگ ۾ هٿ آيل مال ملڪيت، جو پنجون حصو ( باقي چار حصا سپاهين ۾ ورهايا

ويندا هئا) ۽ عشور معنيٰ تاجرن ۽ مال درآمد ڪندڙ سوداگرن تي ماليت جي حساب سان ڏهہ سيڪڙو وصولي. " بيت المال" مان انتظامي اخراجات کان علاوه خاص طور تي دفاع ۽ رعيت جي عام ڀلائي جي ڪمن تي خرچ ڪيو ويندو هو. گذر معاش لاءِ هر ضرورتمند جو وظيفو مقرر ڪيو ويو، جنهن ۾ عربي ۽ عجميءَ جو فرق نہ رکيو ويو. " زڪوات" جي آمدني بہ "مستحقين"، يعني انهيءَ جو حق رکندڙ حاجتمندن، ۾ تقسيم ڪرڻي هئي. انهيءَ کان علاوه خيرات ۽ صدقات جو نظام قائم ٿيو. حاجت روائي ۾ مسلمان ۽ غير مسلمان جو فرق نہ رکيو ويندو هو، تاهم غير مسلم وظيفو وٺندڙ لاءِ اسلامي حڪومت جو وفادار هجڻ ضروري هو. ( اشارت هسٽري........ ص ۵٩) ٻيو خاص خرچ عام ڀلائيءَ جي ڪمن تي ڪيو ويندو هو، جن ۾ آبپاشي ۽ واهن جي کوٽائي قابل ذڪر آهن: " نهر امير المومنين"، نيل درياهہ کي ڳاڙهي سمنڊ سان ملائڻ جي قديم تجويز، ٻيهر عمل ۾ آندي وئي، جنهن سان مصر جي پيداوار عربستان ۾ سستي ۽ سهنجي پهچڻ لڳي. نهر ابوموسيٰ، نهر معقل ۽ نهر سعد جهڙا ٻيا واهہ زرعي فصلن جي آبپاشيءَ لاءِ تعمير ڪيا ويا. تعليم کي عام ڪرڻ لاءِ اوقاف، يا وقف جائداد جو نظام قائم ڪيو ويو.

دفاع ۽ امن عامہ جو باقاعده نظام پڻ ٻئي خليفي حضرت عمر رضہ جي خلافت دوران قائم ڪيو ويو. سال ١۵ هجري تائين اسلامي فوج ٻن قسمن ۾ ورهائي وئي. هڪ ڪل وقتي پگهاردار ۽ ٻي جز وقتي رضاڪار فوج مقرر ٿي. فوج جا ٽي شعبہ ناهيا ويا. هڪ پيدل، ٻيو سوار ۽ ٽيون تير انداز.

## سياسي قتل ۽ خانہ جنگي:

سن ٢٣ هجري، مطابق سن ۶۴۴ع، ۾ اسلامي رياستي نظام جو باني حضرت عمر رضہ ابن خطاب، هڪ مسيحي ڪاريگر غلام، ابو لولؤ فيروز ايرانيءَ، جي زهرآلود خنجر جو نشانو بنيو جيڪو موتمار ثابت ٿيو. فجر نماز جي امامت ڪندي، حملو ٿيو. امير المومنين پاڻ سنيالي پڇيو تہ "

منهنجو قاتل ڪير آهي؟" جڏهن ڪيس ٻڌايو ويو تہ ايراني مسيحي غلام هو، جنهن گرفتار ٿيڻ وقت خود ڪشي ڪري ڇڏي، تڏهن پاڻ فرمايائين تہ " الحمد الله، منهنجو قاتل ڪو مسلمان نہ آهي." ( اسلامي انسائڪلو پيڊيا، ص ۱۰۹۸) تاهم، سندس جانشين ٽئين خليفي حضرت عثمان رضہ بن عفان ( ۶۵۶ ـ ۶۴۴ع) جا قاتل مسلمان هئا، ۽ سندس شهادت مسلمانن ۾ خانہ جنگيءَ جو باعث بني. چوٿون خليفو، حضرت علي رضہ بن ابو طالب (۶۶۱ ـ ۶۵۶ع)، حضرت عمر رضہ وانگر نماز پڙهائيندي شهيد ڪيو ويو، سندس قاتل هڪ خارجي فرقي جو رڪن، عبدالرحمان بن ملجم ۽ سندس ساٿي، شبيب ابن بجره هئا.

مسلمانن ۾ پهريون منظم باغي فرقو " خارجيہ" جي نالي سان وجود ۾ آيو. حضرت علي رضہ جي خلافت نشيني، تاريخ ۲۴ محرم سن ۳۵ هجري مطابق ۲۳جون سن ۶۵۶ع، بعد اسلامي رياست ۾ مسلسل اختلاف ۽ خانہ جنگيءَجاري رهي، جيتوڻيڪ سندس انتخاب اتفاق راءِ سان ٿيو هو. خارجي فرقو، انهيءَ اختلاف ۽ خانہ جنگي جي نتيجي ۾ پيدا ٿيو، جيڪا حضرت عثمان رضہ جي شهادت جي ذميدارن کي سزا ڏيڻ جي مطالبي سان شروع ٿي. شام جو اموي والي، امير معاويہ بن ابو سفيان انهيءَ مطالبي جي هڪدم پوري نہ ٿيڻ جو بهانو بنائي بغاوت ڪئي: انهيءَ بغاوت کي منهن ڏيڻ کان اڳ، امير المومنين حضرت علي رضہ کي " جنگ جمل" ۾، ام المؤمنين حضرت بيبي عائشه رضہ ۽ ٻن مقتدر اصحابين، طلحه رضہ ۽ زبير رضہ، جي ڪني ڪيل لشڪر کي، " وادي السبعة" جي ميدان تي، زير ڪرڻو پيو. حضرتين طلحه رضہ ۽ زبير رضہ، ميدان جنگ ۾ماريا ويا ۽ حضرت بيبي عائشة رضہ کي حراست ۾ ورتو ويو، جيڪا جنهن اٺ ( جمل) تي سوار هئي انهيءَ جي جنگهن ڪيڻ سبب هيٺ ڪري پئي هئي، انهيءَ تان مورخين هن پهرين باقاعده اندرون خانہ جنگ کي "جنگ جمل" جو نالو ڏنو آهي. بيبي عائشه رضہ کي عزت سان آزاد ڪري مديني شريف رواني ڪرڻ بعد، حضرت علي رضہ امير معاويہ جي بغاوت ۽ سندس ڪني ڪيل شامي مسيحي ۽ عرب لشڪر کي منهن ڏيڻ لاءِ وڌيو. " سفين" جي ميدان تي لڙائي لڳي ۽ حضرت علي رضہ جي صلح جي پيشڪش هنيلي اموي امير

معاويہ رد ڪري ڇڏي. دوبدو ذاتي مقابلي جي آڇ بہ قبول نہ ڪيائين. پوءِ بہ حضرت علي رضہ اسلامي فوج کي تيستائين حملي ڪرڻ جي اجازت نہ ڏني، جيستائين مٿن حملو نہ ٿي ڪيو ويو. جڏهن باغين حملي جي شروعات ڪئي، تڏهن مسلسل ٽن معرڪن ۾ شڪست کاڌائون، پوءِ مڪر ۽ فريب کان ڪم ورتو، فاتح مصر عمرو بن العاص رضہ، جيڪو امير معاويہ رضہ جي طرفان خليفي جي لشڪر سان وڙهي رهيو هو، شامي لشڪر کي چيو تہ قرآن شريف پنهنجي نيزن ۽ جهنڊن سان ٻڌي مٿي ڪڍو ۽ امن جي التجا ڪريو. خليفي جي لشڪر قرآن شريف جي احترام ۾ شڪست کاڌل شامي لشڪر جو پيڇو نہ ڪيو ۽ خليفي حضرت علي رضہ تي زور پريو تہ باغين سان صلح جو معاهدو ڪيو وڃي ۽ امين مقرر ڪري خلافت جي حقداري، جيڪا امير معاويہ رضہ پنهنجي لاءِ ڄاڻائي رهيو هو، انهيءَ جو فيصلو ڪيو وڃي. حالات جي سنگينيءَ کان مجبور ٿي، حضرت علي رضہ پنهنجي طرفان مشهور اصحابي حضرت ابو موسيٰ الاشعري کي امين مقرر ڪيو ۽ فتنہ پرور عمرو رضہ بن العاص امير معاويہ رضہ جي طرفان امين ٿيو. ٻنهي خفيہ ملاقات ڪري فيصلو ڪيو تہ حضرت علي رضہ ۽ امير معاويہ رضہ ٻئي خلافت جي حق تان دستبردار ٿين ۽ خليفي جو انتخاب، قرآن ۽ سنت مطابق، ٻيهر ڪيو وڃي. عمرو بن العاص وڏيڪ حرفت ويڙهائي، حضرت ابوموسيٰ الاشعري رضہ کي عمر رسيده هئڻ جي حيثيت ۾ اول اعلان ڪرڻ لاءِ عرض ڪيو، جنهن حضرت علي رضہ جي دستبرداري جو اعلان ڪيو. بعد ۾ عمرو بن العاص چيو تہ آءٌ امير معاويہ جي حقدار خليفي هجڻ جو اعلان ڪريان ٿو. حضرت علي رضہ شروع کان هن فتني کي سمجهي رهيو هو ۽ انهيءَ جي انجام کي قبول ڪيائين، ليڪن سندس لشڪر جا اهي سرڪرده امير ۽ سپاهي جن "امين" مقرر ڪرڻ لاءِ مٿس زور رکيو هو، هاڻي نتيجي ۾ ٿيل فيصلي خلاف باغي ٿي، اسلامي لشڪر مان خارج ٿيا، ۽ مٿن " خارجي" نالو پيو." خارجي" اسلامي تاريخ ۾ پهريون منظم سياسي قاتلن جو گروهہ بنجي اڀريو، جنهن جو پهريون شڪار شير خدا حضرت علي ڪرم الله وجهه بنيو. انهن قاتلن جو خفيہ ٺڪاڻو صحرائ عرب جي سرحد تي، " نهروان" جو مقام هو ۽ سندن اولين مقصد ٽن اهم شخصيتن جو قتل ڪرڻ هو. اهي

شخصيتون حضرت علي رضہ، امير معاويہ رضہ ۽ عمرو بن العاص هئا. (هتي ـ ايضا ـ ص ١٨٢). پويان ٻہ ٻچي ويا ۽ ڀهريون عظيم انسان، قاتل ابن ملجم جي زهر آلود خنجر سان، نماز پڙهندي شهيد ٿي ويو. قاتل خارجي فرقي جو نعرو قرآن شريف جي هڪ آيت، " لاحكم الي لله" ( الله كانسواءِ ٻئي ڪنهن جو حڪم نہ هلندو) تي مبني هو. ( هتي ايضا ص ١٨٢) هنن قريش قبيلي جي قيادت تي پڻ اعتراض ڪيو ( ايضا ص ٢۴٧). اسلامي تاريخ جي ڀهرين ٽن صدين ۾ هنن مسلمانن جي خون جون نديون وهائي ڇڏيون. اهي نہ فقط خلافت راشده جي اختتام جو سبب بنيا بلڪ اموين ۽ عباسين جي خلافتن جي پڻ زوال جو باعث بنيا.

تاريخ ٢٧ جنوري سن ٦٦١ع، مطابق ١٧ رمضان سن ۴٠ هجري حضرت علي رضہ جي شهادت جو ڏينهن ۽ مسلمانن ۾ نفاق جي آغاز جو ڏينهن آهي. شهيد خليفي حضرت علي رضہ جي وڏي فرزند حضرت امام حسن رضہ کي دارالخلافہ " ڪوفي" ۾ اتفاق راءِ سان پنجون خليفو منتخب ڪيو ويو. ليڪن شام جي والي امير معاويہ اهو انتخاب رد ڪندي "دمشق" مان ڪوچ ڪيو ۽" ڪوفي" تي ڪاهي آيو. حضرت امام حسن رضہ، خلافت جي هڪ فوجي جنرل، " قيس" کي سندس مقابلو ڪرڻ لاءِ پيشقدمي جو حڪم ڏنو ۽ خود مکيہ فوج ساڻ ڪري " مدائن" طرف ڪوچ ڪيو اتي پهچڻ بعد، فوج ۾ افواهہ پکڙيو تہ " قيس" مارجي ويو ۽ دفاعي فوج شڪست کاڌي آهي. اهو افواهہ ٻڌي خليفي جي مکيہ فوج بغاوت ڪئي. اهي خليفي امام حسن رضہ جي منزل گاهہ ۾ گهڙي پيا ۽ مال اسباب لٽڻ بعد خود حضرت امام حسن رضہ کي پڪڙي سندس دشمن امير معاويہ جي حوالي ڪرڻ جو سوچيائون. ليڪن سندن ارادي جي تڪميل کان اڳي حضرت امام حسن رضہ واپس دارالخلافة ڪوفي طرف روانا ٿي ويا، ۽ عراقين جي بد اعتمادي کان بددل ٿي خلافت تان دستبردار ٿيڻ جو فيصلو ڪيائون. امير معاويہ رضہ وقت جو فائدو وٺي کانئس هڪ معاهدي تي دستخط ڪرايا، جنهن مطابق: (١) امير معاويہ رضہ کي تاحيات خليفو تسليم ڪيو ويو. (٢) امير معاويہ رضہ جي وفات بعد، حضرت علي رضہ جي ٻئي نمبر فرزند حضرت امام حسين رضہ جي خلافت جو حق مڃيو ويو،

۽ (٣) حضرت امام حسن رضہ جي لاءِ تاحيات وظيفو مقرر ڪيو ويو. مستعفي خليفي حضرت امام حسن رضہ پنهنجي عيال سميت مديني شريف ۾ سڪونت اختيار ڪئي، ليڪن زياده دير زنده رهي نہ سگهيو: امير معاويہ جي پٽ يزيد ڪيس زهر ڏياري مارايو. ( اشارت هسٽري ص ص ٧١ ـ ٧٠).

امير معاويہ رضہ جي خلافت سان خلافت امويہ ( ٧٥٠ ـ ٦٦١ع) جو آغاز ٿيو ۽ عرب قوم جو قديم قبائلي نظام، اسلام جي عالمگير سياسي نظام جي خلاف سرگرم عمل ٿيو. خارجين کان علاوه مضيري ۽ حمياري عرب قبيلا باهم دست و گريبان ٿيا. " مضيري" اموي اقتدار جا حليف هئا، ليڪن امير معاويہ جي تدبر " حميارين" کي بہ سندس طرفدار بنائي ڇڏيو. صحيح اسلامي عقيدو رکندڙمسلمان عالم ۽ مدبر دنيوي مال اسباب جي طالب سياستدانن کان الڳ ٿي ويا. گويا " دين" " دنيا" کان الڳ ٿي ويو ۽ "چنگيزي" رهجي وئي. نفاق جي اولين باغي فرقي وارا خارجي "الاحصا" جي پهاڙي علائقہ مان پنهنجون خوني ڪارروايون ۽ پنهنجا الڳ عقيدا، باقي اسلامي دنيا ۾ ڦهلائڻ لڳا. سندن عقيدي مطابق فقط پهريان بہ خليفہ، حضرت ابو بڪر صديق رضہ ۽ حضرت عمر فاروق رضہ، برحق هئا. ( ايضا ـ ص ص ٧٨ ـ ٧٧) تاهم اموي فوج جي بروقت اقدامات سبب " خارجي" پنهنجي پهاڙي پناہ گاهہ اندر محدود رهجي ويا. افريقا ۽ ايشيا ۾ مزيد فتوحات امير معاويہ جي بادشاهي ـ خلافت کي مضبوط ڪيو. پوءِ، امير معاويہ رضہ بصره جي والي ۽ فوجي جنرل " مغيره" جي صلاح سان، حضرت امام حسن رضہ سان ڪيل معاهدي تان ڦري ويو ۽ پنهنجي بدڪردار پٽ يزيد جي وليعهدي جو فيصلو ڪيائين. عراق ۽ خراسان جو والي زياد بن ابيه (پٽ پنهنجي پيءُ جو)، جيڪو سندس ناجائز ڀاءُ هو، انهي فيصلي جي تعميل ۾ سرگرم ٿيو. عراقين، ڪجهہ رشوت ۽ ڪجهہ دٻاءُ سبب " يزيد" جي بيعت ڪئي. شامي خود بخود امير معاويہ رضہ جا تعبيدار هئا. "حجازي" بهر حال اهم فريق هئا، تنهن ڪري امير معاويہ بذات خود مدينہ ۽ مڪي، "حرمين شريفين"، طرف ويو. چئن حجازي عمائدين، يزيد جي بيعت کان صاف انڪار ڪيو: (١) حضرت امام حسين رضہ (٢) حضرت عبدالله بن حضرت عمر فاروق رضہ، (٣) حضرت عبدالرحمان بن

حضرت ابوبڪر صديق رضہ ۽ (۴)حضرت عبدالله بن زبير رضہ . سن ٥١ هجري کان ٦٠ هجري ( ٦٨٠ ـ ٦٧١ع) تائين امير معاويہ رضہ جون يزيد کي وليعهد تسليم ڪرائڻ لاءِ حڪمت عمليون ناڪام ثينديون رهيون، ۽ اپريل ٦٨٠ع ۾ پاڻ گذاري ويو. يزيد جي تخت نشيني سان اسلامي رياست ۾ شاهي خاندان جي حڪمرانيءَ جو آغاز ٿيو. جيڪو اسلامي سياسي نظام جي برعڪس هو. مزيد برآن، يزيد هڪ ظالم ۽ مڪار شخص هو. سندس خراب فطرت ۾ رحم ۽ انصاف شامل نہ هئا. سندس عيش عشرت ايتري ڪريل هئي، جيترا سندس صحبتي ڪميڻا ۽ بدڪار هئا. ديني عالمن جي تذليل خاطر، هڪ پولڙي کي هڪ دستار بند مولوي جو لباس پارائي، هڪ شامي گڏهہ تي ويهاريو ويندو هو، ۽ " يزيد" جنهن طرف ويندو هو، اهو گڏهہ ۽ ان تي سوار پولڙو ساڻ هوندا هئا. شاهي دربار ۾ شراب خوريءَ جي ڪثرت سبب دنگا فساد ٿيندا هئا ۽ دار الخلافة دمشق جي گهٽين ۾ پڻ ساڳو ماحول هوندو هو. ( ايضا ـ ص ٨٣).

انهي صورتحال ۾ سابق دار الخلافة " ڪوفي" جي عوام، خلافت جي اصل حقدار، حضرت امام حسين رضہ ، کي نجات ڏيارڻ جي التجا ڪئي. ڪوفي جي عوام جي سابق ڪردار جي مد نظر، مديني جي عمائدين مان، حضرت عبدالله بن زبير رضہ ڪانسواءِ، باقي سڀني حضرت امام حسين رضہ کي ڪوفين تي ڀروسو ڪرڻ کان روڪيو، ليڪن حضرت امام حسين رضہ " ظلم جي خلاف جهاد" جي مصمم ارادي ۽ مظلومن جي پڪار جي موت ڏيڻ تي بضد رهيو ۽ پنهنجي اهل عيال ۽ حمايتين کي ساڻ ڪري " ڪوفي" طرف سفر شروع ڪيائين. عربستان جو ريگستان لتاڙي جڏهن عراق جي سرحد تي پهتا تہ اتي ڪوفي لشڪر جو ڪو نالو نشان بہ نہ هو، جيڪو وعده مطابق اتي تيار حالت ۾ هجڻ گهربو هو: بس ڪربلا جو دشت هو ۽ هر طرف سڃ واڪا ڪري رهي هئي. حضرت امام حسين رضہ، جنهن کي پنهنجي اڳوات موڪليل سوٽ حضرت مسلم بن عقيل ۽ ڪوفي وارن ڏانهن موڪليل هڪ سفير جي شهادت جي خبر ملي چڪي هئي ۽ ڪوفي وارن جي عهد شڪني کان واقف ٿي چڪو هو. پنهنجي همراهہ ٧٢ رفيقن کي خطاب ڪندي فرمايو تہ " جيڪڏهن هن صورتحال ۾ توهان واپس وڃڻ

چاهيو تہ توهان کي اجازت آهي. " بدوي قبائلي جيڪي وات تي همراهہ ٿيا هئا، سي موٽي ويا، ليڪن " مڪہ" وارا جيڪي منڍ سفر کان گڏ هئا انهن حضرت امام حسين رضہ ۽ اهل بيت معصومن ۽ مستورات کي ڪربلا جي رڻپٽ ۾ " اڪيلو ڇڏي واپس ٿيڻ" کان انڪار ڪيو.

## قضيو ڪربلا جو:

ڪربلا جي واقعي کي بيان ڪرڻ ۽ سمجهڻ لاءِ وڏي دل ۽ دماغ جي ضرورت آهي. هن مرثيہ سان بيان جي شروعات ٿي ڪجي:

"چند محرم جو ڏنو، ياد حسين تي تازه دم،
آب اکين اوتيو، ماتم ڪيو دل دم بدم

ڪربلا جو دشت ۽ معصوم ساٿي گڏ هجن
لڳ فرات وهندي هجي، پاڻي نہ آهي جو پين
مسلمانن جي هٿان، هي اهل بيتن تي ستم.

جنگ ناحق جو ڪري، ان جو فقط ارمان آ،
حق خاطر جنگ ڪرڻ، هي حق جو فرمان آ،
هي دفاعي جنگ آ، جوهر اتم روح امم،

حق باطل جو ٽڪر، هي معجزو ايمان جو،
باهتر جو قافلو، لشڪر وڏو شيطان جو،
بيعت باطل نہ ٿي، ٿي بيعت باطل وهم."

(اقتباسات، "رچنائون" حبيب الله صديقي، ص ص ٢٣ ـ ٢٢).

شهدائ ڪربلا جو قافلو، تاريخ ٨ ذي الحج ٦٠ هجري مطابق ٩ سپٽمبر ٦٨٠ع تي مڪي شريف کان ڪوفي طرف روانو ٿيو. صحرائ عرب

پار ڪري، جڏهن عرب ـ عراق سرحد تي پهتا، تڏهن " ڪوفي" وارن مان اتي ڪوبہ موجود نہ هو. سفر جاري رکندي جڏهن " سراف" جي بستيءَ کان اڳتي وڌيا، تڏهن ڪوفي جي والي، عبيد الله ابن زياد ( ملقب قاصائي) جي موڪليل فوجي جٿي، حر بن يزيد تميمي جي ڪمان هيٺ، سندن رستو روڪيو. حضرت امام حسين رضہ انهن سان مخاطب ٿيندي فرمايو، " اسين توهان ماڻهن جي پيغامن جي جواب ۾، هتي آيا آهيون...... جيڪڏهن توهان اسان جي حمايت ترڪ ڪئي آهي، تہ اسانکي واپس وڃڻ ڏيو." حر جواب ۾ چيو تہ، " مونکي حڪم مليو آهي تہ توهان کي ابن زياد جي روبرو ڪوفي ۾، پيش ڪريان، مونکي جنگ ڪرڻ جي ضرورت نہ آهي. توهان ڪوفي يا مديني مان ڪوبہ رستو وٺي وڃو. شال الله تعاليٰ ڪا عافيت جي واٽ ڪڍي ۽ آءٌ هن آزمائش ۾ ڪامياب ٿيان." ( اسلامي انسائڪلو پيڊيا، ص ١٢٧٥)

حضرت امام حسين رضہ، " قاديہ" جي واٽ ڇڏي، " نينوا" وارو رستو ورتو، ۽ اموي سپاهي حر جي ڪمان هيٺ سندن پيڇو ڪندا آيا. "نينوا" جي مقام وٽ، حر کي، ابن زياد جو هي حڪم مليو تہ " حسين (رضہ) جي قافلي کي اهڙي هنڌ وٺي اچ جتي نہ ڪو قلعو هجي ۽ نہ پاڻي موجود هجي." اهڙي ترڪيب سان تاريخ ٢ محرم سن ٦١ هجري، مطابق ٢ آڪٽوبر سن ٦٨٠ع تي هي قافلو ڪربلا جي دشت ۾ داخل ٿيو، ٻئي ڏينهن ٣ محرم الحرام تي ابن زياد جو موڪليل چار هزار سپاهين جي لشڪر اهل بيت ۽ سندن ساٿين جي تنبن کي گهيرو ڪري ورتو. مشهور مسلمان فاتح سعد بن ابي وقاص جو فرزند عمرو هن لشڪر جي قيادت ڪري رهيو هو. حضرت امام حسين رضہ ڪيس اهوئي چيو جيڪو حر بن يزيد تميمي کي چيو ويو هو: " اسين ڪوفي وارن جي دعوت تي هتي پهتا آهيون. جيڪڏهن ڪوفي وارن کي اسان جو هتي اچڻ ناگوار آهي تہ اسين واپس وڃون ٿا." عمرو بن سعد اهڙو اطلاع ڪوفي ۾ ابن زيادکي موڪليو تہ حضرت امام حسين رضہ واپس وڃڻ لاءِ تيار آهي. جواب ۾ ابن زياد ڪيس حڪم ڪيو تہ " يزيد جي بيعت ڪري نہ تہ درياهہ فرات جو پاڻي روڪيو وڃي". ( ايضا) ۴ محرم کان پاڻي بند ڪيو ويو. چاڪاڻ تہ حضرت امام

حسين رضہ، يزيد جي بيعت ڪرڻ کان صاف انڪار ڪيو، مصالحت خاطر، حضرت امام حسين رضہ، تي باعزت شرط وڌا: (١) ياتہ اسان کي مديني شريف موٽي وڃڻ ڏنو وڃي، (٢) يا مغربي سرحد تي ترڪن جي مقابلي لاءِ قائم ڪيل ڪنهن چانوٽي ۾ رهڻ ڏنو وڃي، (٣) يا اسانکي يزيد جي سامهون پيش ڪيو وڃي." ( اشارت هسٽري، ص ٨٥).

اهي معقول ۽ مانائتا شرط هئا. عمرو بن سعد انهن جو اطلاع ابن زيادکي ڪيو، جيڪو انهن تي غور ڪرڻ لاءِ تيار ٿيو، ليڪن سندس ماتحت سالار فوج شمر تجويز ڏني تہ حضرت امام حسين رضہ بنا شرط ابن زياد جي اڳيان پاڻ کي پيش ڪري ۽ پوءِ ابن زياد جيئن چاهي تيئن سندس فيصلو ڪري. ابن زياد، شمر کي هن پيغام سان عمرو بن سعد ڏانهن روانو ڪيو تہ " حسين" (رضہ) کان بيعت وٺ، نہ تہ جنگ ڪري ڪيس قتل ڪري ڇڏ ۽ جيڪڏهن توکي هن حڪم مڃڻ کان انڪار آهي تہ فوج جي ڪمان شمر جي حوالي ڪر." تاريخ ٩ محرم ٦٠ ھہ تي عمرو بن سعد جنگ ڪرڻ لاءِ وڌيو، چاڪاڻ تہ حضرت امام حسين رضہ وري بہ يزّيد جي بيعت ڪرڻ کان صاف انڪار ڪيو هو. جنگ لاءِ تيار ٿيڻ واسطي حضرت امام حسين رضہ هڪ ڏينهن جو وقفو گهريو، جيڪو ڏنو ويو. رات جو پنهنجي ساٿين کي صلاح ڏنائون تہ سلامتيءَ سان واپس هليا وڃو. " هي ماڻهو منهنجي سر وٺڻ جي پنيان آهن." ليڪن ساٿين واپس وڃڻ کان معذرت طلب ڪئي.

١٠ محرم ٦١ ھہ مطابق ١٠ آڪٽوبر ٦٨٠ع، فجر جي نماز بعد، ڪربلا جا شهيد صف آرا ٿيا. اموي سالار، حربن يزيد تميمي پنهنجي ٽيهن ساٿين سان هن عظيم شهادت ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ اچي مجاهدن سان مليو، سخت جنگ لڳي، تاهم مجاهدين جو قليل تعداد هڪ ٻئي پنيان شهادت جو پيالو پيئندو ويو، تان تہ حضرت امام حسين رضہ اڪيلا ميدان ۾ رهجي ويا. آخر دم تائين کانئس بيعت وٺڻ جي ڪوشش ڪئي وئي ليڪن، جيئن حضرت خواجہ معين الدين چشتي رح فرمايو آهي:

" سـر دار نـہ داد دست دردست يـزيـد،
حـقـا كـہ بنائ لاالـلـہ است حـسـين
دين است حـسـين، دين پناهہ است حـسـين."

يزيد جي بيعت ڪرڻ سان، حضرت امام حسين رضہ، پنهنجي ۽ پنهنجي پياري اولاد مٿان، شهادت جي هيءَ سختي ٽاري سگهيو ٿي، ليڪن هن آخر دم تائين ائين نہ ڪيو. شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رح فرمائي ٿو تہ:

"سـختي شـهـادت جي، نـسـورو ئي نازُ
رنـد پـروڙيـن راز، قـضـيـي ڪربلا جو."
(سرڪيڏارو)

هيءُ صرف پنهنجو سر قربان ڪرڻ جو واقعو نہ هو، بلڪ هڪ بيمثال واقعو هو پنهنجي پيارن جي هڪ ٻئي پٺيان بي رحميءَ سان پنهنجي اکين اڳيان ۽ پنهنجي گود ۾ شهيد ٿيڻ ۽ تڙبي دم ڏيڻ جو ، ۽ پوءِ بہ يزيد باطل جي بيعت نہ ڪرڻ جو: " حقا کہ بنائ لاالہ است حسين"!

مورخ لکي ٿو تہ حضرت امام حسين رضہ، سيد الشهداءُ، جو سر مبارڪ وڍي، نيزي تي ڪٽي، آڻي ڪوفي جي اموي والي ابن زياد کي پيش ڪيو ويو. هن تڪبر وچان چپن مبارڪن تي ڇهبڪ وهائي ڪڍيو. اتي موجود هڪ اصحابي دانهن ڪري چيو " مون انهن چپن تي رسول الله (صلي الله عليہ وسلم) جا چپ رکيل ڏٺا هئا." افسوس صد افسوس! ( اشارٽ هسٽري، ص ٨٧).

بي حيا، عبيدالله بن زياد بن ابيہ سوچيو تہ باقي بچيل بيمار نرينی اولاد علي ثاني ( عرف حضرت امام زين العابدين) کي بہ چونہ ختم ڪري، هن محترم مقبول عام خاندان کي هميشہ لاءِ ختم ڪري ڇڏجي ! سو هو معصوم امام طرف وڌيو، ليڪن شهيد امام حسين رضہ جي ڀيڻ حضرت بيبي زينب رضہ جي غضبناڪ نظرن سندس رستو روڪيو ۽ سندس جسم تي لرزه طاري ٿيو. هڪدم حڪم ڏنائين تہ هنن جنگي قيدين کي " دمشق" وٺي وڃي خليفي يزيد جي روبرو پيش ڪجي. ( ايضا) علامه اقبال کهڙو نہ خوب چيو آهي:

" نگاهہ فقر مين شانِ سڪندري ڪيا هي
خراج ڪي جو قدح هو، وه قيصري ڪيا هي!"

اهل بيت جون قيدي عورتون، معصوم علي ثاني عرف امام زين العابدين جي همراهہ، قاتل ٽنل، ڪپڙن ۽ وارن ۾ مٽي پريل، هڪ مظلوم ترين قافلي جي صورت ۾، ڪوفي کان دمشق روانيون ٿيون، ۽ سندن شهيدن جا سر نيزن ۾ ٽنبي مٿي ڪٽي، اموي سپاهي پويان اچي رهيا هئا. (ايضا) جڏهن دمشق پهتا، تڏهن يزيد جي محلات جي فصيل هيٺيان هي مظلوم اهل بيت عورتون، قديم عرب " بين" ( فراق، جدائي) جي انداز ۾ ماتم ڪرڻ لڳيون. سندن آواز يزيد جي دل ڏڪائي ڇڏي. هن کي ڊپ لڳو تہ دمشق جو عوام هي ماتم ڏسي ڀڙي بغاوت ڪندو. سو حڪم ڏنائين تہ اهل بيت جي مستورات کي هڪدم حفاظت سان مديني ( شريف) پهچايو وڃي. ( ايضا) مديني جي عوام کي ٿڌو ڪرڻ لاءِ، هڪ قابل اعتماد "والي" مقرر ڪري روانو ڪيو ويو، جنهن کي اتان جي عوام پڄائي ڪڍيو ۽ شهيد امام حسين رضہ جي ماسات حضرت عبدالله بن زبير ( ڏوهٽو حضرت ابوبڪر صديق رضہ) جي هٿ تي بيعت ڪري سندس خلافت جو اعلان ڪيو ويو. يزيد، حجازين کي حق جي حمايت ڪرڻ جي سزا ڏيڻ واسطي شامي مسيحين جو هڪ لشڪر، ظالم يڪچشم پوڙهي سالار، مسلم بن عقبہ جي ڪمان هيٺ، حرمين شريفين کي فتح ڪرڻ ۽ عوامي بغاوت بند ڪرائڻ لاءِ روانو ڪيو: تاريخ ٢٦ آگسٽ سن ٦٨٣ع کان ٽن ڏينهن تائين " مدينة النبي" ( صلي الله عليه وسلم) ۾ قتل عام ۽ پاڪ جائين جي بيحرمتي ڪئي وئي. ( هٽي، ايضا - ص ص ١٩٢ - ١٩١). اتان مڪي شريف طرف وڌندي ڪاٺو ظالم واٽ تي جهنم رسيد ٿيو ۽ سندس جانشين نائب، حسين بن نمير، وڌي وڃي، ڪعبة الله شريف کي گهيرو ڪيو. سنگباري ۾ پاڪ عمارت کي نقصان پهتو ۽ حجر اسود تي ٺڪر ٿي ويو، تاهم مزيد خون خرابي کان اڳ، يزيد جي موت جي خبر آئي ۽ جارح اموي شامي لشڪر دمشق طرف روانو ٿيو. تاهم محاصره وقت، ڪعبة الله شريف کي باهہ لڳي ۽ اهو سڙي خاڪ جو ڍير ٿي ويو. ( هٽي، دهسٽري آف

د عربئس، ص ١٩٢).

يزيد بن معاويہ جي ٽن سالن (٦٨٣ ـ ٦٨٠ع) جي سياھہ دور حڪومت بعد سندس حليم سڀاءُ فرزند معاويہ ثاني تخت نشين ٿيو. اھو اموين جي گناھن کان بيزار ھو، چند مھينن بعد مستعفيٰ ٿي، گوشي نشيني اختيار ڪيائين، جتي جلدي گذاري ويو. سمجھو وڃي ٿو تہ ڪيس زھر ڏئي ماريو ويو. اھڙي طرح ابو سفيان جي شاھي اموي خاندان جو خاتمو ٿيو. سندس دور حڪومت بابت مورخن مختلف رخن کان جائزو ورتو آھي ۽ ڪجھہ عالمن ڪربلا جي سانحي جي جذباتي شدت کي گھٽائڻ خاطر، هن خاندان جي خوبين ۽ خدمات کي ساراھيو آھي ۽ يزيدکي حضرت امام حسين رضہ جي شھادت ۽ اقدامات ڪربلا جي ڪنورتا کان بري الذمہ قرار ڏنو آھي. ( ڏسجي اسلامي انسائڪلوپيڊيا ص ص ١٢٧٦ ـ ١٢٧٥م ھتي ـ ايضا ـ ص ص ٢٧٨ ، ٢٠١ وغيره) يزيد ، ھڪ شاعر ۽ موسيقار ھو، جنھن دمشق جي دربار ۾ راڳ ۽ ساز جي ابتدا ڪئي. ( ھتي ـ ايضا ـ ص ٢٧٨) تاھم يزيد جي نالي تي چنبڙيل لعنت ۽ مسلمان قوم جي ڏانھنس مجموعي نفرت جو ھڪ مثال ست صديون پوءِ، ايراني شاعر حافظ شيرازي ( ١٣٩١ ـ ١٣٢٤ع) جي ھڪ تذمين مان ملي ٿو، جيڪا سندس ديوان جي ابتدائي شعر ۾ آندل آھي. يزيد جي عربي مصرع:

"الا يا ايھا الساقي ادر ڪاسا و نو ولھا"

تي فارسي گرھہ لڳائي، حافظ شيرازي فرمايو:

"کہ عشق آسان نمود اول، ولي افتاد مشڪلھا."

جڏھن ڪانئس پڇيو ويو تہ اھڙي ملعون شاعر جي تذمين، ديوان جي ابتدا ۾ چو آندي اٿو؟ تڏھن چيائين تہ " موتي، جيڪڏھن ڪنھن ڪتي جي وات مان ڪرندا ھجن تہ اھي ميڙي ونجن". حتمي نفرت ۽ ملامت جو دائمي مثال " عاشوره محرم" جو اھتمام آھي، جيڪو عالم اسلام ۾ اڄ تائين ھر سال ڪيو وڃي ٿو.

## اخلاقي ڪمزوريون:

يزيد جي موت بعد، سندس زال مروان بن حڪم سان شادي ڪئي ۽

بعد ۾ کيس زهر ڏئي ماريائين. امير معاويہ، " خلافت" جي عيوض، مسلمانن جي جيڪا " شهنشاهيت" قائم ڪئي، سا غير اسلامي طرز عمل ۾ مبتلا رهي: يزيد جي شراب نوشيءَ جي رسم وڌي: ڪيس " يزيد الخمور" يعني شرابن وارو يزيد، لقب ڏنو ويو. (ـ نويري، نڪاية، ج ۴، ص ۹۱، هتي ، ايضا ـ ص ۲۲۷). يزيد روز شراب پيئندو هو، خليفو وليد اول هڪ نہ ٻئي ڏينهن پيئندو هو. خليفو هشام هر جمع نماز پڙهائڻ بعد اهو شغل ڪندو هو ۽ خليفو عبدالملڪ بن مروان مهيني ۾ فقط هڪ دفعو شراب پيئندو هو، ليڪن ايترو گهڻو پيئندو هو، جو آخرڪار شاهي طبيب کيس التي ڪرائيندڙ دوا پياري آجو ڪندو هو. ( هتي ـ ايضا ـ ص ۲۲۷ بحوالہ "اغاني" وغيره). " اغاني"، "ڪتاب العيون" وغيره اموي خليفن جي اخلاقي ڪمزورين جون مصدق خبرون ڏين ٿا: خليفو يزيد ثاني ٻن ڳائڻين، سلامه ۽ حبيبه جي عشق ۾ ايتري قدر مبتلا هو، جو پوئينءَ جي غم ۾ روئندي ساهہ ڏنائين، ۽ سندس فرزند، جيڪو هشام کانپوءِ تخت نشين ٿيو، وليد ثاني ( ۴۴ ـ ۷۴۳ع) هڪ ناقابل اصلاح ڇڙواڳ شخص هو: شراب جي تلاؤ ۾ ٽبيون ڏئي، شراب پيئندو هو ۽ خوشامند ڪندڙ حسينائون کيس چونديون هيون تہ حضور توهان تلاؤ جو سطح گهٽائي ڇڏيو ۽ هو خوشيءَ مان هنبوشون هڻندو هو. سندس دور ۾ " شاهي حرم" جي ابتدا ٿي، جنهن ۾ حسين يوناني ڪدڙا بہ شامل هئا.

اسلامي معاشره ۾ اخلاقي ابتري شاهي اموي خاندان کان شروع ٿي امير طبقي ۾ آئي، ۽ سرڪاري ڪامورا ۽ وچون طبقو انهيءَ کان متاثر ٿيو ۽ تنهي طبقن گڏجي غريب ۽ اشراف طبقن جو اخلاق خراب ڪيو، يا انهن کي قومي حالات کان بيگانو بنايو. وليد ثاني جي دور خلافت ( ۷۴۴ ـ ۷۴۳ع) ۾ شريف خاندانن پنهنجون عورتون پرده نشين ڪيون، ڇاڪاڻ تہ هو ڪابہ حسين نوجوان عورت ڏسندو هو تہ انهيءَ کي هٿ ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو هو، ۽ زوريءَ ماڻهن جي گهرن ۾ گهڙي پوندو هو. (اشارٽ هسٽري، ص ۱۹۹) انهي سال کان مسلمان قوم جي عورتن ۾ "حجاب" بدران " برقعي" يعني پوري جسم کي ڍڪڻ ، جو رواج پيو.

## ١٦٠

## سياسي انتشار جو عسڪري حل:

اموي خلافت جي قيام ۽ ڪربلا جي سانحي بعد، مسلمان قوم ۾ سياسي انتشار جو آغاز ٿيو:سن ٧١ هجري، مطابق سن ٦٩١ع عيسوي، جي حج جي موقعي تي چئن اسلامي حڪومتن جا جهنڊا " عرفات" جي ميدان تي ڦڙڪاياويا: عبدالله بن زبير جي خلافت جو جهنڊو، اموي خليفي عبدالملڪ بن مروان جو جهنڊو، امام محمد الحنيفہ جو جهنڊو، ۽ خارجين جو اسلامي جهنڊو، سيئي هن اوائلي انتشار جي نشاندهي ڪري رهيا هئا. مصالحت ۽ مشاورت، جيڪا حج جو اهم مقصد هو، ترڪ ڪري فوجي ڪاروائي کي ترجيح ڏني وئي. تاهم حج جي احترام ۾ هڪ ٻئي تي حملہ آور نہ ٿيا. ٻئي سال حجاج بن يوسف ، شامي لشڪر وني حجاز ۾ داخل ٿيو، يزيد اول جي وقت ۾ مسمار ٿيل سڙيل ڪعبة الله جي عمارت ٻيهر تعمير ڪئي وئي هئي، ليڪن اها بہ ٻيهر اموين جي فوجي ڪاروائين جو نشانو بني،ڇاڪاڻ تہ عبدالله بن زبير انهي اندر پناهہ گزين ٿي مقابلو ڪري رهيو هو. تاريخ ٢ مارچ ٦٩٢ع تي مڪي شريف ۽ خاص ڪعبة الله شريف جو محاصره ڪيو ويو. ڇهن مهينن تائين ڪعبة الله شريف تي سنگباري ٿيندي رهي. ساٿين حجاز جي خليفي، عبدالله بن زبير، جو ساٿ ڇڏڻ شروع ڪيو، آخر پنهنجي والده بيبي اسمه بنت حضرت ابوبڪر صديق رضہ کان پڇيائين:"قابل نفرت اموين جي آڏ مجان، يا وڙهندي مارجي وڃان؟"

نابين والده ڪيس چيو تہ، " جيڪڏهن توکي پنهنجي مقصد جي سچائيءَجو يقين آهي تہ آخر دم تائين جنگ جاري رکڻ تنهنجو فرض آهي. پر جيڪڏهن تون سمجهين ٿو تہ غلطي ڪئي اٿئي، تہ پوءِ توکي پيش پوڻ گهرجي". بي يار و مددگار عبدالله بن زبير جڏهن خدشو ظاهر ڪيو تہ وڙهندي شهيد ٿيڻ جي حالت ۾ اموي سندس لاش جي بي حرمتي ڪندا، تڏهن سندس والده وراڻيو، " جڏهن روح پنهنجي خالق ڏانهن پرواز ڪري وڃي تہ پوءِ جسم سان جو ڪجهہ بہ ٿئي، سو ڪا اهميت نہ ٿو رکي." امڙ جي پيشاني چمي وڃي اڪيلو وڙهيو ۽ مارجي ويو.

حضرت امام حسين رضہ جي سرمبارڪ وانگر، عبدالله بن زبير جو بہ

سر ودي، دمشق جي شاهي دربار ۾ پيش ٿيڻ لاءِ موڪليو ويو ۽ باقي ڌڙ، مڪي شريف ۾، ڪجهه ڏينهن سر عام لٽڪائڻ بعد ٻه پوڙهي نابينه ماءُ جي حوالي نه ڪيو ويو. اهو آڪٽوبر ٦٩٢ع جو واقعو آهي. ( اشارت هستري ـ ايضا ـ ص ص ٩٦ ـ ٩٥). هن وحشي رسم جي ابتدا محمد بن ابوبڪر صديق رضہ ( ٦٥٨ ـ ٦٣٢ع) جي انجام ڪان ٿي هئي. ( باب الاسلام، ايضا ـ ص ٩٩). سندس سسي ويڌل ڌڙ کي گڏهه جي پيٽ ۾وجهي باهه ڏني وئي. ( نهج البلاغه، جامع سيد شريف رضي، اردو ترجمو ص ٢٦٦).

عبدالله بن زبير جي قتل بعد حرمين شريفين ۽ عراق جو علائقو پوري طرح اموين جي قبضي هيٺ اچي ويو. اموين جي عسڪري قوت ڪين وسيع علائقن جو مالڪ بنائي ڇڏيو. ايشيا، يورپ ۽ افريقا کنڊن ۾ مسلمانن جون فتوحات، سنڌ، اسپين ۽ اتر افريقا ۾ اسلامي حڪومتن جو قيام، مرڪزي خلافت جي مجموعي شهنشاهيت، اموي قوت بازو ۽ اسلامي مفڪرن جي قوت قلم، انسان جي تاريخ جو هڪ اهم باب بنجي وئي. اموي خلافت ۾ ١۴ خليفا ٿي گذريا. انهن جا نالا ۽ دور خلافت/ شهنشاهيت هن طرح آهي: (١) امير معاويہ رضہ ( ٦٨٠ --- ٦٦١ع)، (٢) يزيد اول (٦٨٣ --- ٦٨٠ع)، (٣) معاويہ ثاني (٦٨٣ع)، (۴) مروان بن حڪم ( ٦٨٥ - ٦٨٣ع)، (۵) عبدالملڪ بن مروان ( ٧٠۵ - ٦٨۵ع، (٦) وليد بن عبدالملڪ (٧١۵ --- ٧٠۵ع، (٧) سليمان بن عبدالملڪ (٧١٧ -- ٧١۵ع)، (٨) عمر بن عبدالعزيز (٧٢٠ --- ٧١٧ع)، (٩) يزيد بن عبدالملڪ (٧٢۴ - ٧٢٠ع)، (١٠) هشام بن عبدالملڪ ( ٧۴٣ -- ٧٢۴ع)، (١١) وليد ثاني ( ٧۴۴ - ٧۴٣ع)،، (١٢) يزيد ثالث (٧۴۴ع)، (١٣) ابراهيم (٧۴۵ع)، ۽ (١۴) مروان ثاني (٧۵٠ - ٧۴۵ع).

## اموي - عباسي خلافتون ۽ دين ۾ تفرقو:

اموين جي اقتدار ۾ اچڻ سان اسلام ۾ بادشاهيت (ملوڪيت) جو آغاز ٿيو ۽ خلافت محض هڪ سياسي ادارو بنجي وئي. اموي خلافت ۾ نوي

شمسي سالن ( ٧٥٠ ـ ٦٦١ع) يعني امير معاويہ کان مروان ثاني تائين، کل ١٤خليفا ٿي گذريا. سياسي ۽ عسڪري قوت ۾ اضافو ٿيندو رهيو، ۽ اسلامي خلافت جون سرحدون وسيع ٿيون. ٻئي طرف دين کي لاحق اندروني خطري خلاف اهل بيت ۽ سني فقيهن ۽ امامن اڻ ٿڪ ڪوششون ڪيون. شيعہ فقه ۽ مسلڪ هڪ مڪمل الڳ صورت اختيار ڪئي، ڪل ١٢ ( اثنا عشري) شيعا امامن مان، چار پويان امام اموي دور ۾ حذب مخالف جو موثر ڪردار ادا ڪندا رهيا: حضرت علي ڪرم الله وجه کان شيعا امامن جو سلسلو شروع ٿيو، جنهن سن ٤٥هہ / ٦٦١ع ۾ جام شهادت پيتو، (٢) حضرت امام حسن بن علي عليہ السلام ( شهادت ٥٠هہ / ٦٧٠ع). (٣) حضرت امام حسين بن علي عليہ السلام (شهادت ٦٠هہ / ٦٨٠ع) (٤) حضرت امام علي زين العابدين بن حسين عليہ السلام ( متوفيٰ ٩٤هہ / ٧١٢ع) (٥) حضرت امام محمد الباقر (متوفيٰ ١١٤هہ ٧٣٢ع)، (٦) حضرت امام جعفر الصادق ( متوفيٰ ١٤٨هہ/ ٧٦٥ع). حضرت امام جعفر الصادق کان فقهہ جعفري مروج ٿيو.

## فڪر جي آزادي ۽ معتزلہ فرقو:

اموي دور ۾، دين اسلام جن فلسفانہ تحريڪن کان متاثر ٿيو، انهن ۾ معتزلہ تحريڪ مشهور آهي. انهي تحريڪ جوباني ، ايراني مسلمان عالم واصل بن عطا ( ٧٤٨ ـ ٧٠٠ع)، مشهور صوفي بزرگ خواجہ حسن بصري (٧٢٨ ـ ٦٤٢ع) جو شاگرد هو، جنهن بصره ۾ فلسفي جي تعليم جو آغاز ڪيو هو ۽ حضرت امام جعفر الصادق ( متوفيٰ ٧٦٥ع) جو بہ معتقد هو. هن تحريڪ اسلام ۾ فڪر جي آزادي جو اصول شامل ڪيو: انهيءَ دور ۾ "قدريہ" ۽ " جبريہ" مڪاتب فڪر اڳئي قائم ٿي چڪا هئا. انهن ۾ قدريہ فڪر جي آزادي جا حامي هئا ۽ جبريہ ، فڪر جي قوت جي مقابلي ۾، لازمي اطاعت يا جبر کي مقدم ڄاڻايو ٿي. هي تفريق يوناني ۽ مسيحي فڪر جي اسلام ۾ آميزش جو نتيجو هئي. بہ اموي خليفا معاويہ ثاني (٦٨٣ع) ۽ يزيد ثالث (٧٤٤ع ) "قدريہ" عقيدو رکندا هئا. ( هتي، ايضا ـ ص

٢۴٥. بحوالہ ابن العبري ۽ يعقوبي) معتزلہ، فڪر جي آزادي سان گڏ چاڻايو تہ الله تعاليٰ جي ذات واحد آهي، تنهنڪري انهي سان سندس صفات شريڪ ٿي نہ ٿيو سگهن. اهڙي طرح طاقت،حڪمت ۽ حياتي وغيره الاهي قدرت جي تابع نہ سمجهيا ويا ۽ انهن کي انساني عمل سان وابستہ ڪيو ويو. معتزلہ فرقي پاڻ کي عدل ۽ اتحاد جو علمبردار سڏايو. هن فرقي عباسي خلافت ۾ ڪجهہ عرصو سرڪاري مذهب جو درجو حاصل ڪيو. خليفي مامون الرشيد جو دور (٨٣٣ -- ٨١٣ع) خاص طور تي هن مذهبي فڪر جي فروغ جو زمانو هو ۽ پروفيسر فلپ هٽي جي بيان مطابق " جتي بصره ۽ ڪوفي دنگ ڪيو، اتان بغداد آغاز ڪيو." ( ايضا).

قاضي ابن ابي دائود معتزلي جي مشوره تي سن ٨٢٧ع ۾ عباسي خليفي مامون الرشيد هڪ تاريخي متنازع فرمان جاري ڪيو، جنهن ۾ " خلق القرآن" جي عقيدي جي تصديق ۽ تاڪيد ڪيل هو. اهو عقيدو بنيادي "ام الڪتاب" ۽" لوح محفوظ" جي عقيدي سان متصادم هو. پنجن سالن بعد، وفات کان ٿورو اڳ خليفي ٻيو فرمان جاري ڪيو، جنهن مطابق " خلق القرآن" جي عقيدي کان انحراف ڪندڙ ڪوبہ عالم قاضي جي عهدي تي قائم رهي نہ ٿي سگهيو. ( هٽي ايضا ـ ص ۴٢٩) ازانسواءِ هڪ استفساري عدالت مقرر ڪيائين جيڪا انهيءَ عقيدي جي مخالفت ڪندڙن کي سزا ڏيڻ جي مجاز هئي. عجيب صورتحال هئي، جنهن ۾ اها تحريڪ جيڪا فڪر جي آزاديءَ کان شروع ٿي هئي، اها هاڻي انهيءَ ساڳيءَ حق جي خلاف رياستي طاقت استعمال ڪري رهي هئي.

انهيءَ وقت هڪ سني فقيهہ ۽ مجتهد، امام احمد ابن حنبل رح ( ٨٥٥ --- ٧٨٠ع) مزاحمت ڪئي. کيس قيد ۽ ڦٽڪن هڻڻ جي سزا ڏني وئي ۽ خلق القرآن جي عقيدي مڃڻ تائين انهيءَ سزا جو وقت مقرر ڪيو ويو، ليڪن تصديق جرم و سزا لاءِ کيس خليفي مامون الرشيد جي دربار ۾ پيش ڪرڻ لاءِ وٺي وڃي رهيا هئا تہ واٽ تي خليفي جي موت جي خبر ملي، تنهن ڪري فقط قيد جي صعوبت باقي رهي. جانشين خليفي المعتصم جي

روبرو پيش ڪيو ويو ۽ انڪار سبب ڪيس بري طرح مار ڪٽ ڪئي وئي، ليڪن انهي ڪانپوءِ سندس قيد جي سزا معاف ڪئي وئي ۽ هو گوشہ نشين ٿي ويو. ( اسلامي انسائڪلو پيڊيا. ص ١١٣) خليفي المعتصم ( ٨٤٢ --- ٨٣٣ع) ۽ خليفي الواثق ( ٨٤٧ --- ٨٤٢ع) جي دور خلافت ۾ "معتزلہ" سرڪاري مذهب رهيو. ليڪن خليفي المتوڪل ( ٨٦٢ --- ٨٤٧ع) جي دور ۾ انهي کي رد ڪري، اصل دين، جيئن مروج هو تيئن، ٻيهر نافذ ڪيو ويو. روايت مطابق اهو بہ هڪ اتفاق هو: هڪ ڏينهن خليفي المتوڪل جي حجتي وزير ڪانئس پڇيو تہ " جيڪڏهن قرآن مري ويو تہ مسلمانن جو ڇا حال ٿيندو؟" خليفي سندس سوال کي غير معقول چئي رد ڪيو. تڏهن وزير چيو تہ " جيڪڏهن قرآن محض هڪ تخليق آهي تہ پوءِ هر مخلوق تي موت لازم آهي." خليفي اتفاق ڪندي، معتزلہ فرقي ۽ خلق القرآن جي عقيدي کي رد ڪرڻ جو فرمان جاري ڪيو. اهو سال ٨٤٨ع هو. ( هتي -- ايضا -- ص ٤٣٠).

معتزلہ تحريڪ جي نفاذ جو زمانو ( ٨٤٨ --- ٨٢٧ع) فقط ٢١ سال هو. ليڪن اسلامي عقيدن تي انهيءَ جو بيحد دور رس اثر پيو: سيد امير علي متعزلہ نظريات جي وضاحت ڪندي لکي ٿو تہ " مامون پنهنجي ذهانت جي اک سان.... ڪٽر مذهبي نظريات جو انسان جي ذهن تي پوندڙ ڏنگو ڦڏو (ذاتي جي ڳن جهـــڙو) اثر اڳواٽ ڏسي ورتو. تنهن ڪري پنهنجي دور حڪومت جي آخري ڇئن سالن ۾ رياست کي لادينيت طرف موڙڻ جي زبردست ڪوشش ڪيائين....... هو قرآن جو وڏو عالم ۽ (شيعہ) امام (علي) رضا جو معتقد هو....... واصل بن عطا جا اختلافي عقيدا اڳئي منظر عام تي اچي چڪا هئا....... اختلاف ۽ عقيدن جي علحدگي سبب انهن اختلافي عقيدن رکندڙن کي متعزلہ، معنيٰ وروڌي يا مختلف راءِ رکندڙ سڏيو ويو ۽ سندن عقيدن کي " مذهب الاعتزال" نالو ڏنو ويو...... (مروج عقيدن جي برخلاف) معتزلين شيعا امامن سان اتفاق ڪيو تہ (١) نيڪي ۽ بدي جي معاملي ۾ انسان پنهنجي مرضيءَ جو مالڪ آهي، (٢) قيامت

جسماني طور تي نہ ٿيندي ۽ نہ الله تبارڪ وتعالىٰ کي اکين سان ڏسي سگهبو، ڇاڪاڻ تہ انهيءَ جو مطلب ٿيندو تہ الله تعالىٰ جو هڪ جسم آهي، ۽ (٣) الله جي ذات پنهنجي صفات کان الڳ نہ آهي ۽ قرآن هڪ تخليق آهي. هنن مزيد ڄاڻايو تہ "ازل" ۽ " ابدي قانون" ڪوبہ نہ آهي، جيڪو انسان جي روش بابت قانون مقرر ڪري. انساني روش جا قانون واڌ ۽ ترقي جو نتيجو آهن ۽ تبديلي جي ساڳي ڪاروائي جي تابع آهن، جنهن هيٺ خالق، هن ڪائنات کي تابع ڪيو آهي. ( معتزلہ نظريات جي مزيد مطالعي لاءِ سيد امير علي جو ڪتاب د اسپرٽ آف اسلام، نيو ايڊيشن، ص ص ٤٢٢ --- ٤١٦، ڏانهن رجوع ڪجي). خليفي مامون الرشيد انهن عقيدن کي مڪمل طور تي اسلامي خلافت ۾ رائج ڪرڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪئي، ليڪن اسلامي عالمن ۽ فقيهن جي مذاحمت ۽ ڪانئس پوءِ سندس ڄڻ جانشين جي عدم دلچسپي سبب اهو سلسلو جاري رهي نہ سگهيو، تاهم هڪ ذهني انقلاب يا انتشار ضرور عمل پذير ٿيو.

"معتزلہ" جو مقابلو ڪرڻ وارو سني فرقو يا مڪتب فقهہ "حنفي" (الاشعري) ، باقي عباسي دور خلافت ۾ سرڪاري مذهب ٿي رهيو. شافعي فقهہ خاص عالمانہ حلقن کي متاثر ڪيو. حنبلي فرقي يا فقهہ جا پيروڪار وڏيڪ جوشيلا هئا ۽ فرقيوارانہ ڪشيدگيءَ جو باعث بنيا. چوٿون فرقو، سني فقهہ جي لحاظ کان "مالڪي" هو. اهل تشيعت ۾ پڻ ٻہ خاص فرقا وجود ۾ آيا: حضرت امام جعفر صادق جي وفات ( ١٤٨ هہ / ٧٦٥ع) بعد سندس ننڍي فرزند حضرت امام موسىٰ ڪاظم کي اڪثريت راءِ سان اهل تشيعت جو امام تسليم ڪيو ويو، ليڪن جيئن تہ وڏو فرزند حضرت امام اسماعيل اڳئي امام جعفرصادق طرفان سندس حياتي ۾ جانشين مقرر ڪيل هو، ليڪن فوت ٿي چڪو هو، تنهن ڪري هڪ گروهہ سندس فرزند امام محمد الحبيب کي امام تسليم ڪيو ۽ اتان اسماعيليہ اماميہ شيعي فرقي جو آغاز ٿيو: مصر جي فاطمي خلافت (١١٧١ - ٩٠٩ع) انهي فرقي جي دعوت ۽ عسڪري ڪاروائي جو نتيجو هئي. خليفي معز اسماعيلي مذهب جي

اشاعت ۽ تعليم واسطي " جامع الاظهر" جو بنياد رکيو، جيڪو ادارو هڪ بين الاقوامي يونيورسٽي جي حيثيت ۾ اڄ به " قاهره" ۾ قائم آهي. (تفصيلات بمع حوالن تاريخ باب الاسلام سنڌ. ص ص ٢١ --- ٢٠ ۾ ملاحظه ڪري سگهجن ٿا.) ٻئي طرف اسلامي تصوف جا چار مکيه سلسلا: سهروردي، قادري، چشتي ۽ نقشبندي روحانيت، علم ۽ تبليغ جي فروغ ۾ مشغول هئا. شيخ عمر بن محمد شهاب الدين سهروردي ( ١٢٣٤ --- ١١٤٤ع) عباسي خليفي الناصر جي دور ( ١٢٢٥ --- ١١٨٠ع) ۾ سرڪاري طور" شيخ الشيوخ" مقرر ڪيو ويو. بغداد جي نظاميه يونيورسٽي ( جامع نظاميه) ۾ سندس مرشد ۽ چاچو شيخ ابو نجيب عبدالقاهر ( ١١٦٨ --- ١٠٩٧ع) سهروديه صوفي سلسلي جو درس ڏنو ۽ شيخ الشيوخ ڪثير تصنيفات ۽ خطبات ذريعي انهيءَ جي تبليغ ڪئي، جنهن ۾ " عوارف المعارف" هڪ درسي ڪتاب جي حيثيت رکي ٿو. انهيءَ مذهبي پابندي ۽ روايتي فقهي ماحول ۾، امير طبقي پنهنجي مفاد ۽ مرضي مطابق مسلماني عقيدو اختيار ڪيو ۽ عوام الناس تقليدي مذهبي جوش و خروش جو مظاهرو ڪيو ٿي، تڏهن مسلمان مفڪرن جي هڪ مختصر جماعت، احيائ اسلام خاطر، وجود ۾ آئي، جنهن کي " اخوان الصفا" جي نالي سان ياد ڪيو وڃي ٿو. سندن صدر مقام "بصره" شهر ۾ هو ۽ خلافت جي اهم شهرن ۾ انهيءَ جون شاخون قائم هيون. سندن اجلاس ۾ اخلاقيات تي فلسفانه بحث مباحثه ٿيندا هئا ۽ سائنسي طريقي ڪار سان نتيجا اخذ ڪيا ويندا هئا. "رسالات الاخوان الصفا" ۾ مسلمانن جي سماجي ۽ سياسي مسئلن تي جمع ڪيل مضامين: رياضي، فلڪيات، طبعي جغرافيه، طبعيات، علم ڪيميا، ارضيات، حياتيات، مابعد طبعيات، علم البدن، ڪلن جي ڪاريگري ( مڪئنڪس)، علم نباتات، علم حيوانات، موسميات، علم منطق، صرف و نحو ( گرامر وغيره)، اخلاقيات، علم موسيقي، حيات بعد ممات وغيره تي انتهائي عملي ۽ انسانيت جي مفاد تي مبني، انهيءَ دور جي علم ۽ عرفان جو مجموعي ذخيرو آهن. دراصل، اهي ( مضامين) انهي زماني

۾ دستياب معلومات جي مروج مهاڪوش ( انسائڪلو پيڊيا) فراهم ڪن ٿا." ( سيد امير علي، اشارت هسٽري .... ص ٤٧٢).

## فڪري ۽ فني ترقي:

اعليٰ اسلامي علم و ادب جو پهريون ادارو " بيت الحڪمت"بغداد ۾ عباسي خليفي المامون جي دور ۾ ٨٣٠ ع ڌاري قائم ٿيو. انهي اداري سان فلڪيات جو هڪ رسدگاهه منسلڪ هو جنهن ۾ علم نجوم جي تعليم به ڏني ويندي هئي. ٻيو ءِ سائنس جو هڪ مثالي ادارو، سلجوقي سلطان الپ ارسلان جي دور ۾ قائم ٿيو ۽ سندس وزير نظام الملڪ ۽ عظيم فلسفي رياضيدان ۽ ماهر فلڪيات، حڪيم عمر خيام، جي ڪاوش سان " جامعيه نظاميه" جي نالي هڪ اسلامي يونيورسٽي قائم ٿي. جامعيه نظاميه سان وقت جا وڏا عالم ۽ انهن جا وڏا ڪارناما وابسته آهن.

## حڪيم الرازي (٩٢٥ - ٨٦٤ع)

مغرب ۾ جنهن عرب ايراني طبيب کي " رهيزز" (Rhazes) جي نالي سان ياد ڪيو ٿو وڃي، انهيءَ جو اصلي نالو ابوبڪر محمد بن زڪريا هو، ۽ " رازي" سندس ڪنيت يا تخلص هو. هن علم طب ، فلسفي، مذهب، رياضي ۽ علم نجوم تي تقريبا ٢٠٠ ڪتاب لکيا، جن مان ڪجهه ڪتاب لاطيني/ لاٽن زبان ۾ ترجمو ڪيا ويا، مثال طور " لبرڊي پيسٽيلينشئا" (Liber de pestilentia)، "ڪتاب الجدري والحصبه" جو لاٽن ترجمو آهي، جنهن ۾، طب جي تاريخ ۾ پهريون دفعو " چيچڪ" يا " ماتا" (Small pox) کي خسره يا " ارڙي" (Measles) کان الڳ ڪيو ويو هو، ٻيو هڪ لاٽن ترجمو حڪيم الرازي جي مرتب ڪيل "طبي انسائيڪلوپيڊيا" جو آهي، جنهن جو اصل عنوان " ڪتاب الحادي" آهي ۽ عربي زبان ۾ هڪ " دائرة المعارف" يعني انسائيڪلوپيڊيا مڃيو ويو

آهي. (چئمبرسس ج ١١، ص ٦٤٠) "مابعد طبعيات" (Metaphysics) جي موضوع تي سندس لکيل ڪتاب مشرق مان غائب آهن ( اسلامي انسائيڪلوپيڊيا، ص ٨٩١) ۽ مغرب ۾ عدم دلچسپي سبب انهن مان ڪنهن بہ ڪتاب جو ترجمو نہ ڪيو ويو. مغرب جي محققين ۽ مترجمين جي حڪيم الرازي جي تصنيفات ۾ خاص دلچسپي انهي سبب هئي جو انهن ۾ تمام يوناني ۽ عرب طبيبن جي تحقيقات سمايل هئي، ازانسواءِ حڪيم الرازي هڪ ماهر طبيب کان علاوه ڪيميادان ۽ هڪ فلسفي بہ هو. فلسفي ۾ هو پاڻ کي سقراط جي قريب ۽ طب ۾ بقراط جي برابر سمجهندو هو. ( اسلامي، ايضا) سندس فلسفي جو بنيادي اصول سائنس ۽ فلسفي جو ارتقاءُ آهي، " ارسطاطاليس" جو پيروڪار مسلمان مفڪر " يحيٰ بن عدي" حڪيم الرازي جي ابتدائي سبقن بعد حڪيم فارابي جو شاگرد ۽ يعقوبي فرقي جو معتقد ٿيو.

دراصل حڪيم الرازي، قديم يوناني، ايراني ۽ هندستاني طب کي يڪجا ڪري، اسلامي ۽ مغربي طبي تحقيقات کي اڳتي وڌايو. مغرب جي نئين سجاڳي (Renaissance) ۾ مشرق جي عالمن، شاعرن، فلسفين ۽ حڪيمن جي تصنيفات وڏي مدد ڪئي. علم جي دنيا، ملڪن، قومن ۽ نظرين ۾ ورهائي نہ ٿي سگهجي، جيتوڻيڪ ويهين صدي جي منافع خوريءَ جي دور ۾ اڳين جي لفظن ، بيانن ۽ نظرين کي نئين معنيٰ ۽ مفهوم ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي وئي جيئن اهي سرمائيداري يا اشتراڪيت، جديديت، لادينيت، يا اهڙي ڪنهن بئي جديد فلسفي جو مقصد بيان ڪرڻ وقت استعمال ڪيا وڃن ، تاهم جيڪي انسان بدلجندڙ نظريات ۽ انتظامات جو شڪار ٿين ٿا. اهي الفاظ کي آفاقي معنيٰ ۽ مفهوم ۾ سمجهن ٿا ۽ دنيوي مقصدن کي علمي ذريعن سان حاصل ڪرڻ کي ثانوي حيثيت ڏين ٿا.

علم ۽ عشق جي پاڻ ۾ دوستي آهي ۽ ٻئي حق جا متلاشي آهن. حڪيم الرازي جي حلاج سان دوستي هئي. جنهن " اناالحق"جو نعره هنيو، (يعني آءٌ حق (الله) آهيان!) اسلامي انسائيڪلوپيڊيا جو مدير لکي ٿو تہ "داتا گنج بخش رح جي ( ڪتاب) " ڪشف المحجوب" ۾ مشهور صوفي حسين بن منصور حلال ۽ " رازي" جي درميان تعلقات جو ذڪر ڪيل

آهي". (ايضا -- ص ٨٩١).

## حسين بن منصور حلاج:

حسين ابن منصور حلاج (٩٢٢ --- ٨٥٧ع) تاريخ جو هڪ مظلوم ڪردار آهي، جهڙي طرح قديم يونان ۾ حڪيم سقراط کي واجب القتل بنائڻ ۾ سندس سياسي مخالفين جو هٿ هو، تهڙي طرح سندس تصنيف "طواسين" جي مدير مطابق " ابن الفرات ۽ شلمغاني، جيڪي شيعه هئا، اهي حڪاج جي قتل ۽ صلب جا اصل ذميدار آهن. ( " طواسين"، اردو ترجمه عتيق الرحمان عثماني، المعارف لاهور ١٩٨٣ع ص ٢٠) " ان وقت جو خليفو ( المڪتفي) ۽ سندس والده آخري وقت تائين ڪوشش ڪندا رهيا ته حلاج کي ڪو گزند نه رسي مگر دربار جي بااثر اميرن اهڙو چار ڦهلايو جو حلاج بچي نه سگهيو." ( ايضا) تاريخ ١٨ ذيقعده ٣٠٩هه مطابق ٢٠ مارچ ٩٢٢ع تي ڪيس " ڪفر" جي الزام هيٺ هيءَ سزا ڏني وئي: "ڪيس ( حسين بن منصور حلاج کي) ڪوڙا ( درا) هنيا وڃن، پوءِ هٿ پير وڍيا وڃن، بعد ۾ سر وڍي تن کان جدا ڪيو وڃي ۽ پوءِ سندس عضون کي باهه ۾ ساڙي " دجله" ( نديءَ) جي پاڻي ۾ لوڙهيو وڃي." ( اسلامي، ايضا - ص ٨١١) مغربي ذريعن مطابق " سج لٿي کان ٿورو اڳ ( ابن) منصور حلاج کي " باب الطاق" ( بغداد ) جي قتل گاهه ۾ شهيد ڪيو ويو: پهريائين مٿس پٿر اڇلايا ويا، پوءِ انهن سندس ٻئي هٿ ۽ پير وڍيا ۽ بعد ۾ سندس اکيون ڪڍيون ويون، رت ۾ ٻڏل منهن مٿي ڪري چيائين، " يا الله! هنن کي پنهنجي جوار رحمت مان خارج نه ڪجانءِ، جو تنهنجي واسطي هنن مونکي عذاب ڏنا آهن." ( ملاحظ ڪجي، ادريس شاهه" د وي آف د صوفي" وليم ستودرٽ، " صوفي ازم" رينالڊ نڪلسن، " استڊيز ان اسلامڪ مستسزم"، وغيره) هڪ عام روايت مطابق جڏهن سندس استاد، شيخ جنيد بغدادي، پٿر عيوض گل مٿس اڇلايو ته ابن منصور حلاج کان رڙ نڪري وئي ۽ چيائين ته " توهان ته منهنجي حال کان واقف آهيو!" شيخ فريد الدين عطار ڪيس " شهيد حق" جو خطاب ڏنو ۽ مولانا جلال الدين

رومي سندس اعلانيہ تعريف ڪئي. ( اسلامي -- ايضا -- ص ٨١١).

حسين بن منصور حلاج جي عقائد جو احاطو ڪندي، اسلامي انسائيڪلوپيڊيا جي مدير ٽن امرن جو ذڪر ڪيو آهي: (١) انسان جي ذات ۾ الله تعاليٰ جو حلول (بمطابق وحدت الوجود )، (٢) حقيقت محمدي جو قسم، ۽ (٣) توحيد اديان ( مذهبن جي وحدت).

## مزيد مسلمان مفڪر ۽ سائنسدان

محمد بن موسيٰ الخوارزمي، ( متوفيٰ سن ٨٣٥ يا ٨٤٧ع) همہ وقت هڪ ماهر فلڪيات، رياضيدان ۽ مورخ ٿي گذريو آهي، بغداد جي " بيت الحڪمت" سان سندس تعلق هو. سندس ايجادات ۾ آلجبرا، اعداد و شمار ۽ انگي حساب ۾ ٻڙي ( Zero -- صفر) جو استعمال ۽ ڪائنات جو نقشو شامل آهن. سندس تصنيفات ۾ " ڪتاب التاريخ" " حساب الجبر" " ڪتاب الجمع والتفريق" ، فلڪيات تي " في ربج" ، " ڪتاب النجوم" وغيره موجود آهن، ليڪن بہ اهم ڪتاب " ڪتاب العمل بالاصطرلاب" ۽ " ڪتاب عمل الاصطرلاب" ناپيد آهن.

ابوبڪر محمد بن ابن زڪريا الرازي ( ٩٢٥ --- ٨٦٤ع) جو ماتا ۽ خسره تي لکيل ڪتاب ١٤٩٨ع کان ١٨٦٦ع تائين چاليهہ دفعا لئٽن، انگريزي ۽ ٻين مغربي زبان ۾ ڇپجي شايع ٿيو. ابو علي حسين ابن سينا (١٠٣٧ --- ٩٨٠ع) جي ڪتاب " قانون حڪمت" بابت پروفيسر هٽي لکي ٿو تہ " عربي متن ١٥٩٣ع ۾ روم ۾ ڇپيو، تنهن ڪري انهن قديم ترين ڪتابن ۾ شامل آهي جيڪي طباعت هيٺ آيا..... ١٢ صدي کان ١٧ صدي تائين، مغرب ۾ هي ڪتاب " ميڊيڪل سائنس" تي مکيہ ذريعي طور استعمال ٿيو". ڊاڪٽر اوسلر لکي ٿو تہ " هي ( ڪتاب) ٻئي ڪنهن ڪتاب کان وڌيڪ عرصو هڪ " طبي بائيبل" طور مروج رهيو." اطالوي ڏاهي ڊانٽي (Dante) کيس يوناني حڪيم بقراط جي صف ۾ شامل ڪيو آهي. محمد ابن موسيٰ خوارزمي ( متوفيٰ غالبا ٨٤٧ع) جديد آلجبرا جي علم جو باني آهي. سندس مشهور تصنيف " حساب الجبر الحقابلہ جو ١٢ صدي عيسوي ۾ لئٽن زبان ۾، جيرارڊ آف ڪريمونا (                ) ترجمو ڪيو جيڪو ١٦ صدي عيسوي تائين مغرب جي درسگاهن ۾ رياضي جي مکيہ درسي ڪتاب طور استعمال ٿيندو رهيو. جارج سارٽن (G. Sarton)

پنهنجي ڪتاب ” د هسٽري آف سائنس، ١٩٣٦ع“ ۾ لکي ٿو تہ الخوارزمي ” پنهنجي نسل جو عظيم ترين سائنسدان هو ۽ پنهنجي زماني جو عظيم ترين ( انسان) هو“ . الخوارزمي انگن جي استعمال جو پهريون استاد هو، جنهن ٻڙي ( صفر يا زيرو) جو استعمال سيکاريو. اهڙي طرح حڪيم جابر ابن الحيان ( (Chemistry) جديد علم ڪيميا ) جوابو آهي.

## حڪيم عمر خيام ( متوفيٰ ١١٢٣ع)

حڪيم عمر خيام نيشاپوري، شيخ حسن بن صباح ۽ خواجہ حسن عرف نظام الملڪ طوسي، ” نيشاپور“ ۾ امام موافق جي مدرسي ۾ گڏ پڙهندا هئا. نظام الملڪ جي ڪتاب ” وصيت“ ۾ سندس همدرس دوستن جو مصدق احوال ملي ٿو. مدرسي ۾ داخلا جو ذڪر ڪندي لکي ٿو تہ ”جڏهن پهريائين مان اتي آيس، تڏهن مون ڏٺو تہ منهنجي عمر جا ٻہ ٻيا ڪتابي بہ آيا هئا: حڪيم عمر خيام ۽ بدقسمت بن صباح. ٻئي تيز فهم ۽ اعليٰ قدرتي صلاحيت وارا هئا. ۽ جلدي اسان ٽنهي جي پاڻ ۾ گهري دوستي ٿي وئي. هڪ ڏينهن حسن مونکي ۽ خيام کي چيو تہ: ” عام عقيدي مطابق امام موافق جا شاگرد خوش بخت ٿيندا آهن، هاڻي جيڪڏهن اسان ٽنهي کي خوشبختي نصيب نہ بہ ٿئي تڏهن بہ يقينا اسان مان ڪو هڪ تہ نصيب وارو ٿيندو، انهيءَ حالت ۾ اسانجي وچ ۾ ڪهڙو وعدو رهندو؟“ اسان چيو ”جيئن تون چاهين.“ حسن چيو ”چڱو، اچو تہ هڪ ٻئي سان قسم کڻون تہ اسان مان جيڪو بہ بخت وارو ٿئي تہ انهيءَ بخت مان باقي ٻن کي هڪ جيترو حصو ڏيندو ۽ برتري پاڻ لاءِ مخصوص نہ رکندو.“ اسان ٻنهي چيو تہ ”ڀلي، اسان کي قبول آهي.“ سال گذرندا ويا ۽ آءٌ خراسان مان ماوراءالنهر پهتس ۽ غزني ۽ ڪابل ۾ ڦرندو رهيس ۽ جڏهن واپس وريس تڏهن مونکي عهدو عطا ٿيو ۽ سلطان الپ ارسلان جي بادشاهيءَ ۾ ترقي ڪري امور سلطنت جو منتظم بنجي ويس“ . نظام الموڪ طوسي لکي ٿو تہ سالن پڄاڻان سندس ٻنهي همدرس دوستن کيس ڳولي لڌو ۽ مدرسي واري زماني جو عهد ياد ڏياري پنهنجي حصي جي طلب ڪئي. سخي دل وزير پنهنجو وعدو پاڙيو. حسن حڪومت ۾ وڏو عهدو طلب ڪيو. جيڪو نظام الملڪ جي سفارش تي سلطان کيس عطا ڪيو. عمر خيام ڪنهن بہ عهدي

يا حيثيت جي طلب نہ ڪئي. هن چيو تہ" سڀ ڪان وڏي عنايت جيڪا توهان مون تي ڪري سگهو ٿا اها هيءَ آهي تہ پنهنجي اقبال جي ڇانءِ هيٺ مونکي هڪ ڪنڊ وٺي ويهڻ ڏيو، تہ مان حڪمت ( سائنس) جي فائدن کي وسيع علائقن ۾ ڦهلايان ۽ توهانجي اقبال ۽ دراز عمري لاءِ دعاگو رهان."
نظام الملڪ جڏهن ڏٺو تہ حڪيم عمر خيام واقعي ڪنهن منصب جو خواهشمند نہ آهي تڏهن نيشاپور جي سرڪاري خزاني مان سندس لاءِ ٻارنهن سو سونا مثقال ساليانو وظيفو مقرر ڪيائين.

نظام الملڪ جي تحرير ( وصيت) مطابق: " اهڙي طرح عمر خيام نيشاپور ۾ مقيم رهيو (۽ اتي ئي وفات ڪيائين.) ڀاڻ ڪي هر قسم جي علم حاصل ڪرڻ ۾ مشغول رکيائين. خاص طور تي علم فلڪيات ۾ بيحد عاليٰ شهرت حاصل ڪيائين. سلطان مالڪ شاهہ جي زماني ( ١٠٩٢ - ١٠٧٣ع) ۾ " مرو" آيو ۽ اتي حڪمت ۾ سندس مهارت جي بيحد پزيرائي ٿي، ۽ سلطان مٿس نوازشن جي بارش ڪئي. جڏهن سلطان مالڪ شاهہ ڪئلينڊر يا تقويم جي نظام ( جنتري) جي اصلاح جو پڪو ارادو ڪيو، تڏهن اتي ماهرن جي جماعت انهيءَ ڪم لاءِ مقرر ڪئي وئي، جنهن ۾ حڪيم عمر خيام شامل هو. سندس ڪاوش سان " جلالي تقويم" تيار ٿي." سلطان مالڪ شاهہ، جلال الدين جي لقب سان، معروف هو. مغربي مورخ " گبن" لکي ٿو تہ " جلالي ڪئلينڊر وقت جو اهڙو تخمينو هو جيڪو " جولين ڪئلينڊر" ڪان بهتر ۽ گريگورين ڪئلينڊر جي طريقي جي پختائي جي قريب هو." حڪيم عمر خيام ڪجهہ فلڪياتي جدولون بہ تصنيف ڪيون، انهن کي " زج مالڪشاهي" عنوان ڏنائين. سندس عربي زبان ۾ لکيل "آلجبرا" تازو فرينچ زبان ۾ ترجمو ڪئي وئي آهي. تاهم سندس رباعيات شعري ادب جو هڪ انمول خزانو آهي: سندس رباعين ۾ عظمت جي خطري کان انتباهہ، بخت جي بي ثباتي، تمام انسانن سان سخاوت ۽ ڪنهن سان بہ گهري رغبت نہ رکڻ جو سبق ملي ٿو. خواجہ فريد الدين عطار لکي ٿو تہ "جڏهن نظام الملڪ طوسي وفات ڪري رهيو هو تڏهن پنهنجي دوست عمر خيام جي هڪ رباعي جي هيءَ مصرعہ چيائين: يا خدا آءٌ هوا جي هٿ ۾ هي جهان ڇڏي رهيو آهيان". دراصل رباعي هن طرح آهي:

" مي خور كه سمن بسي هوا خواهد شد
خوش زي كهسهي بسي سها خواهد شد
برطرف چمن ز زندگاني برخور
زيراچمن بسي چوما خواهد شد".

(رباعيات عمر خيام، ٢٨)

هڪ گمنام مصنف جو لکيل ديباچو، جيڪو رباعيات عمر خيام جي ڪجهہ اشاعتن ۾ شامل ڪيو ويو آهي، هن طرح آهي: "قديم عالمن جي لکيل واقعات ۾ ڄاڻايل آهي تہ هي سياڻن جو سلطان، عمر خيام، سن ٥١٧ هجري ( ١١٢٣ع) ۾ نيشاپور ۾ فوت ٿيو. حڪمت ۾ سندس ڪو ثاني نہ هو بلڪ پنهنجي زماني جو هڪ مثالي ڪامل شخص هو.... جيتوڻيڪ سلطان مٿس نوازشن جي بارش ڪئي هئي، تاهم هو پنهنجي زماني ۽ ملڪ ۾ سواليہ نظرن سان ڏٺو ويندو هو، جنهن جو سبب سندس خيال ۽ انهيءَ جي اظهار جو بيباڪ انداز هو. تاهم حافظ شيرازي جي ڪلام ۾ سندس سخن جو انداز شامل آهي، جيتوڻيڪ انهيءَ کي تصوف جي رنگ ۾ آندو ويو آهي." حڪيم عمر خيام صوفي نہ هو، سندس بياض جا منتشر مسودا مختلف هنڌن تي مليا آهن: ١٨٣٦ع ۾ ڪلڪتہ ۾ ڇپيل ديوان ۾ ٤٣٨ رباعيون آهن ۽ ضميمي ۾ ٥٤ ٻيون رباعيون شامل ڪيون ويون آهن جيڪي باقي دستياب مسودات ۾ شامل نہ آهن. مغربي ٻولين ۾ ترجما ڪيا ويا آهن. اسانجي تحقيق ۾ شامل مجموعو ٿيهن مغربي ۽ مشرقي زبانن ۾ ترجمو ڪيل آهي. تاهم اهو هڪ انتخاب آهي. انگريزي زبان ۾ ايڊورڊ فٽزجيرالڊ جو ترجمو بيحد مشهور آهي، ليڪن فارسي زبان کان واقف پڙهندڙ محسوس ڪندو تہ اصل ۽ ترجمي ۾ ڪافي تفاوت آهي. بهرحال نقطہ خيال ملي وڃي ٿو. هڪ رباعي جيڪا اصل فارسي زبان جي انتخاب ۾ ملي نہ سگهي، انهيءَ ۾، انگريزي ترجمي مطابق، عمر خيام پنهنجي باري ۾ چوي ٿو تہ: " خيام جيڪو حڪمت جا تنبو جوڙيندو هو اوچتو غم جي آڙاهہ ۾ ڪري، سڙي پيو آهي. " ازل" جي ڪينچيءَ سندس زندگي جي تنبوءَ جا رسا ڪپي ڇڏيا آهن، ۽ " اميد" جي گماشتہ کيس مفت ۾ وڪڻي ڇڏيو آهي." بهرحال پنهنجي دور جو هي املهہ انسان، اڄ کان اٺويهہ صديون اڳ، هي جهان ڇڏي ويو.

## حسن بن صباح (متوفي ١١٢٤ع)

وزير نظام الملڪ جي سفارش تي حسن بن صباح کي جيڪو سرڪاري عهدو مليو هو انهي تي هو راضي نہ رهيو. بلڪ پنهنجي محسن جا پير ڪڍڻ لاءِ سازشون ڪرڻ لڳو، جيڪي ظاهر ٿي پيون ۽ کيس فقط برطرف ڪيو ويو. بعد ۾ هن مصر جي فاطمي خلافت سان تعلق قائم ڪري اسماعيلي فرقي جي اشاعت جو ڪم شروع ڪيو ۽ " شيخ الجبل" جي نالي سان سڏيو ويو.

شيخ الجبل حسن بن صباح، اسماعيلي تحريڪ ۾ منظم سياسي قتلن جو آغاز ڪيو ۽ هڪ خفيہ تنظيم قائم ڪئي، جنهن کي حشيشين ( ڀنگ پيئندڙ) يا " اساسين" ( قاتل) چئجي ٿو. انهيءَ تنظيم ۾ " آقائ اعظم" خود حسن بن صباح هو، جنهن کي " سيدنا" چيو ويندو هو. همعصر مورخين کيس " شيخ الجبل" جو خطاب ڏنو. سندس محافظن کي "فدائي" چوندا هئا، جيڪي فرمانبردار قاتل هئا. آقائے اعظم کانپوءِ داعي ڪبير جو منصب هو. ٽي داعي ڪبير ڌار ڌارانهن ٽن علائقن ۾ مقرر ڪيا ويا، جن ۾ هي قاتلانہ تحريڪ شروع ٿي ۽ اهي علائقا، الجبال، ڪوهستان ۽ شام هئا. انهن جي هيٺان داعي هئا، جيڪي عام ماڻهن کي هن خفيہ تنظيم ۾ ڀرتي ڪندا هئا. عام ڀرتي ڪيل معتقدن تي شريعت جي سخت پابندي لازمي هئي، ليڪن فدائين تي فقط انڌي تعبيداري فرض هئي. انهن کان علاوه " رفيق" فدائين جا مختلف درجا مقرر ڪندا هئا ۽ انهن جي ڪمان ڪندا هئا. هن تحريڪ جو صدر مقام " قلعہ المُوت" هو. الموت جو قلعو قزوان جي اتر اولهہ ۾ ڪئسپين سمنڊ جي ڏکڻ طرف جابلو علائقو ۾ واقع هو ۽ " رودبار" جي صوبي اندر هو. قلعي جي اوچائي ١٠٢٠٠ فٽ سطح سمنڊ کان مٿي هئي. " حشيشين" ڀنگ جي استعمال سبب نالو ڏنو ويو، يا " حسنين" يعني حضرت امام حسن بن علي عليہ السلام جي پوئلڳي سبب اهو نالو پيو.؟

ڦهريون خيال وڌيڪ درست آهي جيڪو ايراني آرين جي قديم روايت سان مناسبت رکي ٿو. ازانسواءِ زماني کي قريب ترين مورخ مارڪوپولو جي تحقيق موجب اهو درست آهي. هن سن ١٢٧١ ۽ ١٢٧٢ع ۾ انهيءَ علائقي

جو دورو ڪيو ۽ مقامي معلومات حاصل ڪئي. ( هتي ص ٤٤٧).

قلعہ الموت، يعني عقاب جي آکيري جو قلعو، مزدران ( ايران) جي هڪ ايڪيري پهاڙي تي نهيل هو. سن ٤٨٣ھ مطابق ١٠٩٠ع ۾ حسن بن صباح ڪجھ زور زبردستي، ۽ ڪجھ دوکي ذريعي انهي قلعي تي قبضو ڪيو ۽ اتان سياسي قتلن جا احڪامات جاري ڪندو رهيو. سندس قلم خوني خنجرن جو رخ مقرر ڪندو هو. سن ١٠٩١ع ۾ هن پنهنجي محسن ۽ همدرس، خواجہ حسن عرف نظام الملڪ طوسيءَ، جو قتل ڪرايو. سلطان مالڪ شاھ هن خوني تنظيم کي ختم ڪرڻ لاءِ ٻہ دفعا فوجي ڪاروائي ڪئي جيڪا ڪامياب نہ ٿي سگهي. ستت پوءِ هو پاڻ گذاري ويو. ( ١٥ شوال ٤٨٥ھ مطابق ١٨ نومبر ١٠٩٢ع) بعد ۾ سلجوقي شاهي خاندان ۾ گهرو ويڙھ لڳي، جنهن جو فائدو وٺي حشيشين پنهنجون خوني ڪاروايون جاري رکيون، ۽ اتر ايران، عراق ۽ شام ۾ ڪجھ مضبوط قلعن تي قبضو ڪري ورتو. مسلمان قوم جون بهترين شخصيتون سندن زهري خنجرن جو شڪار ٿي ويون ( ايضا ص ٣٢٠) سن ١٢٥٦ع ۾ هلاڪو خان قلعہ الموت تي قبضو ڪيو ۽ سن ١٢٧٢ع ۾ مملوڪ سلطان بيبرس شامي حشيشين جو خاتمو آندو. ( هتي، ص ص ٤٤٨ _ ٤٤٧) حسن ابن صباح سن ١١٢٤ع ۾ مري چڪو هو، تاهم سندس خوني تنظيم پوءِ بہ ڏيڍ صدي قائم رهي.

اسماعيلي تاريخ ۾ حسن ابن صباح جي تحريڪ کي " نزاري" گروھ سڏجي ٿو ۽ هن تحريڪ ۽ انهيءَ جي بانيءَ متعلق تصوير جو ٻيو رخ پيش ڪيو ٿو وڃي: (١) " قلعہ الموت ۾ حسن جي زندگي نفس ڪشي، زهد ۽ ترڪ لذت تي مبني هئي. سندس فدائي انهن صفتن جا مالڪ هئا...... هن پنهنجي فرزند محمد کي شراب نوشي، ۽ ٻئي فرزند حسين کي قتل جي الزام تي، موت جي سزا ڏني. پنهنجي هڪ پياري فدائي کي قلعہ الموت مان فقط انهي ڪري نيڪالي ڏني جو هن بنسري وڄائي هئي. اسان ايئين بہ پڙهيو آهي تہ سندس زال ۽ ڌيئرون ڌاس ڪتي روزي ڪمائينديون هيون." (حسن بن صباح تاليف جواد المسقطي، اردو ترجمو شيعہ امامي اسماعيليہ ايسوسيئيشن برائ پاڪستان، ڪراچي، ١٩٨٠ع ص ٨: تاريخ

جهانڪشاج٣ ص ٢١١ وغيره). (٢) ينگ ۽ بهشت بابت تاريخي حوالا محض افسانوي نوعيت رکن ٿا. " انهن جو سرچشمو مغرب آهي ۽ اهي افسانا غالبا ان صليبين جي ذهن جي پيداوار آهن جن باطنين جي ضرب جو مزو چکيو هو... انهن هي ڳالهيون يوربي ملڪن ۾ ڦهلائي ڇڏيون." ( حسن صباح ـ ايضا ـ ص ٣، بحوالہ ڪريم ڪشاورز ص ص ١٧٠ ـ ١٧١) حسن جي جنت، انهيءَ جون حورون ۽ حشيش اهي سڀ خرافات انهيءَ قسم جي بنيادن تي قائم آهن. حسن صحيح معنيٰ ۾ هڪ عظيم انسان هو ( ايضا ص ٣١)

## ابن العربي جي " وحدت الوجود" جو نظريو:

" ابن العربي" محمد ابن علي الاندلسي محي الدين ( ١٢٤٠ - ١١٦٥ع) " اسپين" جي شهر " مرسيا" (Murcia) ۾ ڄائو، جوانيءَ ۾ مصر، عربستان، عراق ۽ شام جو سفر ڪيائين ۽ دمشق ۾ مستقبل سڪونت اختيار ڪيائين، هو اسلامي تصوف جو عظيم شارح هو. سندس خاص تصنيفات ۾ (١) " فصوص الحڪم" ۽ (٢) "فتوحات المڪيه" اهم ڪتاب آهن. سندس شعري مجموعو " ذخائر الاخلاق" وڌيڪ آسان فهم آهي ۽ سندس نظريہ " وحدت الوجود" کي سندس مناجات مان بهتر طور تي سمجهي سگهجي ٿو: فرمائي ٿو تہ:، " بزرگ ۽ برتر آهي اها ذات جنهن هر شيءِ کي پيدا ڪيو ۽ جو خود انهيءَ جو اصلي جوهر ( اعيانها) آهي..... تون، جنهن سيني شين کي پنهنجي ذات ۾ تخليق ڪيو، هر انهيءَ شيءِ کي جمع ڪرين ٿو، جنهن کي تون خلقين ٿو، تون اها شيءِ پيدا ڪرين ٿو، جنهن جو وجود تنهنجي ذات ۾ ملي ڪڏهن فنا نہ ٿو ٿئي. اهڙي طرح تون ٿئي وسيع آهين!" ( اسلامي ، ص ٦٩) سندس آخري تصنيف " فصوص الحڪم" مبهم ترين آهي. سندس فڪر ۽ استدلال ۾ تسلسل جي ڪمي آهي. سندس الفاظ، محاوره ۽ اصطلاح غير واضح آهن. شايد عالمن جي طرفان ڪفر جي فتويٰ ملڻ کان بچڻ خاطر، هن ابهام جو طريقو اختيار ڪيو، ليڪن پوءِ بہ انهيءَ کان بچي نہ سگهيو، " اسپين" ۽ " مصر" ۾

عام مسلمانن جي انبوهن متس ( احتجاجي) حملا ڪيا. ( چئمبرسس، ج ٧ ص ٣۴٩) ڪجهہ عالمن جي راءِ مطابق، " ابن العربي ڪامل ولي، قطب زمان ۽ " علم باطني" تي هڪ سند آهي. ٻين جيد عالمن ۽ اسلام جي اصل روح جي محافظن ، ڪيس بدترين قسم جو ملحد ۽ ڪافر قرار ڏنو آهي، جن ۾ ابن تيميہ، ابن خلدون ۽ ابن حجر عسقلاني بہ شامل آهن: " ابن العربي" جي نظريہ وحدت الوجود مطابق هڪ واحد وجود " الله" جو آهي، باقي تمام موجودات سندس مظهر آهي. سندس دعويٰ مطابق سندس نظريہ جو ماخذ فقط قرآن شريف آهي.

## زوال جا اسباب:

"ايراني آرين" جي باب ۾ خلافت عباسيہ جي ڪمزوريءَ جو ذڪر ڪيو ويو آهي. سلجوق اقتدار جي آغاز ( هجري سن ۴۵۵ مطابق ١٠٦٣ع) وقت، اسلامي دنيا انتشار جو شڪار هئي: اهو انتشار عباسي خلافت جي آغاز کان جاري ٿيو هو، جڏهن ٧۵٦ع ۾ عبدالرحمان الداخل اسپين ۾ الڳ اموي سلطنت قائم ڪئي. ٽين صدي هجري کان پنجين صدي هجري تائين الڳ اسلامي سلطنتون قائم ٿينديون رهيون. انهن ۾ اخشيدي مصر ۾ ،فاطمي اتر مغربي افريقا ۾، حمداني حلب ۽ سرحدي علائقن ۾، ديلمي عراق ۾ قابض هئا. يمامہ، بحرين، عمان ۽ بصره جي اندرين علائقن ۾ قرمطي عملداري هئي. اهواز ۽ فارس ۾ آل بويہ اقتدار جا مالڪ هئا. خراسان ۽ ماوراءُ النهر، ساماني قبضي هيٺ هئا. هندستان ۽ افغانستان جي طرف سبڪتگين جي خاندان جو غلبو هو ۽ طبرستان ۾ علوي حڪمراني هئي. خليفي قائم بامرالله جي زماني ۾ سلجوقي ترڪ قبائل، تغرل بيگ جي قيادت ۾ ايشيا جي عظيم قوت بنجي ويا. هو پڪا مسلمان هئا. يارهين صدي عيسوي جي پوئين اڌ ۾ هنن بظنطيني رومن شهنشاهيت جي ايشيا ۾ دراندازي جو مقابلو ڪيو. سن ١٠٦٠ع ۾ تغرل بيگ رومين کي ڪپا ڊوشيا ۽ فريگيا مان تڙي ڪڍيو. تغرل بيگ سن ۴۵۵هہ / ١٠٦٣ع ۾ وفات ڪئي ۽ سندس ڀائٽيو الپ ارسلان بن جگري بيگ دائود سندس جانشين

ٿيو. الپ ارسلان، معنيٰ سورهيہ شينهن، کي عباسي خليفي سلطان جو لقب ۽ حڪمرانيءَ جو پروانو عطا ڪيو. ٻئي طرف بظنطيني رومي فوج مغربي ايشياتي قبضي ڪرڻ لاءِ پيشقدمي ڪئي. ٻہ لک فوج اناطوليہ ( ايشيامائينر) ۾ داخل ٿي ۽ بغداد کي برباد ڪرڻ لاءِ اڳتي وڌي. اسلامي لشڪر پسپائي اختيار ڪندي " ملاز ڪرد" جي مقام وٽ پهتو تہ سلطان الپ ارسلان بہ سلجوقي سپاهہ ساڻ ڪري اچي اتي پهتو ۽ وڏنڊڙ رومي فوج کي زبردست شڪست ڏئي ايشيا مان تڙي ڪڍيو. جنگ ۾ بظنطيني قيصر رومانس عرف ارمانيوس قيد ٿيو، جنهن کي سلطان جي حضور ۾ پيش ڪيو ويو. سلطان الپ ارسلان ساڻس سندس منصب مطابق برتاؤ ڪيو ۽ ٻنهي هڪ عهدنامي تي صحيح ڪئي، جنهن مطابق قيصر رومانس پنهنجون ڌيئرون سلطان الپ ارسلان جي پٽن سان پرڻائڻ، ڏهہ لک دينار تاوان ۽ ٽي سو سٺ سونا سڪا ساليانو خراج ڏيڻ ۽ تمام مسلمان جنگي قيدين کي آزاد ڪرڻ جو عهد ڪيو. بعد ۾ ڪيس محافظ دستي سان رخصت ڪيو ويو. تاهم واٽ تي معلوم ٿيو تہ ڪيس معزول ڪيو ويو آهي. ( د اشارٽ هسٽري .... ص ٣١٣) سلطان الپ ارسلان سن ٤٦٦ / ١٠٧٣ع ۾ هڪ باغيءَ جي لڳايل زخم سبب فوت ٿيو. مورخ ابن الاثير لکي ٿو تہ هو " هڪ شريف، فياض، انصاف پسند ۽ عاقل حڪمران هو، ذاتي زندگي ۾ پرهيزگار پارسا ۽ متقي هو. انسان دوست دل جو مالڪ، سخي ۽ غريبن جو دوست هو. ڪڏهن بہ ڪنهن قابل مذمت فعل جو مرتڪب نہ ٿيو ۽ پنهنجي اندر ۾ بهادر ۽ باهمت هو. ( ايضا ـ ص ٣١٢). سندس واحد وزير، نظام الملڪ طوسي، سندس هم مزاج هو. الپ ارسلان جي جانشين فرزند مالڪ شاهہ نظام الملڪ جي وزارت کي برقرار رکيو ۽ مزيد ڪيس " اتابيڪ" جو لقب ڏئي مختيار ڪل بنايو. نظام الملڪ جو تحرير ڪيل " سياست نامہ" حڪومت ۽ نظم و ضبط تي سندس ڪامل عبور ۽ ذهانت جو يادگار آهي. سلجوقي اقتدار مغرب ۾ چين جي پهاڙي علائقي کان بحر روم ( يونچ سمنڊ) تائين ۽ ذڪڻ ۾ يمن ۽ اتر ۾ " جارجيا" تائين قائم ٿيو. سلطان سخي ۽ انسان دوست هو ۽ سندس رعيت خوشحال هئي. تاهم مذهبي ماحول، عرب شاعر، ابوالعلا معري، جي هن شعر مطابق هو:

اثنان اهل الارض دوعقل
بلا دين والاخر دين لاعقل له."

يعني ڌرتي جا واسي ٻن قسمن جا آهن. هڪ اُهي جن کي عقل آهي ليڪن دين نہ اٿن ۽ ٻيا اهي جن وٽ دين آهي ليڪن عقل ڪونہ اٿن.

## صليبي جنگيون (١٢٩١-١٠٩٧ع)

سن ٦٣٨ع ۾ جيروسلم اسلامي رياست ۾ شامل ٿيو هو. هي شهر ۽ فلسطين جو علائقو دنيا جي ٽن عظيم مذهبن، يهوديت، مسيحيت ۽ اسلام جو پاڪ آستان آهي. اسلامي حڪومت هيٺ، مڪمل مذهبي آزادي سبب، مسيحي اڪثريتي آبادي پرسڪون هئي. يهودين جي طاقت بظنطيني رومن مسيحي شهنشاهيت هيٺ ختم ٿي چڪي هئي. ٩٦٩ع ۾ شام ۽ فلسطين، مصر جي فاطميہ خلافت هيٺ آيا ۽ مسيحين جي تجارت ۽ سرپرستي ۾ اضافو آيو. سهوليتن ۽ سرپرستيءَ مسيحي آباديءَ ۾ اضافو آندو. ٻارهين صدي عيسوي ۾، فلسطين جو علائقو هڪ ترڪ مسلمان قبيلي ارتوڪ جي قبضي هيٺ هو، جن سلجوقين جي شامي نائب جي نالي ماتر اطاعت ڪئي ٿي. مسيحي زائرين جي جيروسلم ۾ آمد اچانڪ بي ضابطہ ٿي وئي ۽ حڪومت طرفان امن امان قائم رکڻ لاءِ سخت اقدامات ڪيا ويا، جن يوربي زائرين کي مشتعل ڪيو. انهن جي شڪايت کي سبب بنائي، مسيحي دنيا جي قائد ۽ سرپرست، پوپ اربن ثاني، مارچ ١٠٩٥ع ۾ هڪ مسيحي ڪليسائي ڪائونسل منعقد ڪئي، جنهن ۾ مسلمانن کي ڪافر قرار ڏنو ويو ۽ مسيحي پاڪ مقامات کي انهن جي حڪمراني مان آزاد ڪرائڻ لاءِ تجويزون تيار ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ويو. ساڳئي سال نومبر مهيني ۾ انهيءَ ڪائونسل جو ٻيو اجلاس ٿيو، جنهن جي اختتام تي پوپ اربن ثاني ڪافرن (مسلمانن) جي خلاف مذهبي ويڙهہ (جهاد) جو اعلان ڪيو، جيڪي مسيح (حضرت عيسيٰ عليه السلام) جي مرقد (قبر) تي قابض هئا ۽ انهن لاءِ گناهن جي معافيءَ جو وعدو ڪيو، جيڪي انهيءَ مسيحي جنگ ۾ شامل ٿيندا ، ۽ انهن لاءِ بهشت جي بشارت ڏني، جيڪي جنگ ۾ مارجي ويندا.

اتان، مذهبي جنونيت ۽ ايشيا جي عيش عشرت جي حرص، يورپ جي نيم وحشي مسيحي قبيلن ۾ جوش جاڳايو ۽ خونريز لڙايون شروع ٿيون جن ٻن صدين تائين انسان جي تاريخ کي رت سان رڱيو.

١٠٩٦ع ۾ صليبي رضاڪارن جو پهريون جٿو، والٽر د پيني ليس، جي قيادت ۾ اڳتي وڌيو تہ مخالف بلغيريا جي مسيحين هٿان مارجي ويو. ٻيو جٿو پيٽر دهرمت جي اڳوائيءَ ۾ انهيءَ ڪوس جي انتقام وٺڻ لاءِ بلغيريا ۽ هنگريءَ ۾ ڪاهي پيو ۽ اتي بربريت بنائي ڇڏيائين. انهي جٿي ۾ چاليهہ هزار مرد، عورتون ۽ ٻار هئا، جن ميليويل شهر ۾ ست هزار شهرين جو قتل عام ڪيو. باسفورس ٽپي ايشيا ۾ داخل ٿيا. جتي ٿج پياڪ ٻارن کي قتل ڪيائون، سندن عضوا وڍي هوا ۾ اڇليائون ۽ نائيس شهر جي ديوارن تائين ظلم ۽ بربريت جو مظاهرو ڪيائون. آخرڪار اسلامي لشڪر ١٥ هزار جي تعداد ۾ هنن وحشي قاتلن تي حملہ آور ٿيو. سندن سالار ريگينالڊ ۽ چند ساٿين مسلمان ٿي پنهنجي جان بچائي، باقي سڀ قتل ڪيا ويا. ( اشارت هسٽري ... ص ٣٢٣) صليبي جنگجو رضاڪارن جو ٽيون جٿو، مغربي مورخ گبن جي بيان مطابق، بيحد بيوقوف ۽ وحشي انساني گند تي مشتمل هو. سندن مذهبي عقيدت ۾ شراب نوشي، زنا ۽لٽ مار جي وحشانہ عام اجازت شامل هئي. هنگري جي مسيحين هٿان اهي بہ تهس نهس ٿي ويا. هيءُ جنون جي چوٿين لهر، انگلئنڊ، فرانس، فلينڊرس ۽ لورين مان اٿي، ترڪ مسلمان پري هئا، تنهن ڪري يهودي ٻاڙيسري هزارن جي تعداد ۾ قتل ڪيا ويا ۽ ڪلون ويران ٿي ويو. رائين ۽ موسيل ندين جي ڪنارن سان يهودي آباديون ظلم ۽ بربريت جو شڪار ٿي ويون. هي سفاڪ خوني بہ آخر هنگري جي فوج هٿان پائمال ٿيا. ورندي سال ١٠٩٧ع ۾ يورپ جي جاگيردار حاڪمن وڏيڪ منظم طريقي سان حملن جو آغاز ڪيو. قتل غارتگيري ۽ عصمت دري، ايشيا ۾ سندن پيشقدمي جو نشان هئي. مغربي مورخ وان سبل ملز جي بيان مطابق عام صليبي جنگجو وحشين ۾ آدم خوري بہ عام هئي. انهي جي تصديق ٻيا تاريخ نويس بہ ڪن ٿا. ( ايضا ص ٣٢٥) انٽيوچ شهر جو محاصرو نو مهينا هليو. صليبي لشڪر جي کاڌ خوراڪ کٽي وئي ۽ هنن انساني گوشت کائڻ شروع ڪيو. سلجوقي نائب

حڪمران جو پٽ سندن هٿ چڙهي ويو. تاوان طور شهر جو قبضو طلب ڪيائون، انڪار ملڻ تي نوجوان شهزادي کي هڪ مهيني تائين چيچلائيندا رهيا ۽ پوءِ شهر جي فصيل هينان هن کي باهہ ڏئي جيئري ساڙيائون. (ميڪاد جي تاريخ ج١ ، ص ٤٦٢) آخر جون ١٠٩٨ع ۾ ٽڪيءَ سان شهر تي قبضو ڪيائون ۽ هڪ وحشتناڪ قتل عام ٿيو. ڪم از ڪم ڏهہ هزار انسان دردناڪ عذاب، ذلت ۽ موت جو شڪار ٿيا ۽ شهر تباهہ ٿي ويو، پوءِ مرات النعمان شهر جو ساڳيو حشر ڪيو ويو. آدم خوريءَ جا مثال اتي بہ بيان ڪيا ويا آهن. اتان جيروسلم جي پاڪ شهر تي اوچتو حملو ڪيائون. مسلمانن ۽ يهودين جي ڪوس جو عيني شاهد فرينچ مورخ ريمنڊ لکي ٿو تہ " بيت المقدس / مسجد الاقصيٰ جي ڏيڏيءَ ۾ گوڏن تائين رت پريل هو ۽ اهو گهوڙي جي لغام تائين پهتو ٿي." ( ج١ ص ٢٣٦. اشارت هسٽري.... ص ٣٢٧) ستر هزار کان وڌيڪ انسان جيروسلم جي گهٽين، رستن، گهرن، مسجدن ۽ عام جائن تي بيدرديءَ سان ڪنا. ساڙيا ۽ چيچلائي ماريا ويا. قتل غارتگيري جو هي انساني / حيواني عمل هڪ هفتو جاري رهيو. خاص نفرت جو نشانو يهودي هئا. ليڪن اهو بہ حڪم هو تہ مسلمانن تي رحم نہ ڪيو ويندو. مڪمل قبضي ڪرڻ بعد گاڊفري فرينچ سردار کي جيروسلم جو بادشاهہ بنايو ويو. سال بعد بالدون سندس جانشين ٿيو، جنهن "قيصريہ" تي ڪاهہ ڪئي. سلجوقي ڇانوڻي وارن سان عزت پرئي برتاؤ جو معاهدو ٿيو، ليڪن جيئن شهر جا دروازا کليا درنده صفت صليبي سپاهہ، معاهدي جو لحاظ نہ ڪيو ۽ غير مسلحہ شهرين جو قتل عام ڪيو. ساڳيو حال بين شهرن ٽريپولي ( طرابلس)، ٽائر ۽ سدون جو ٿيو. فونيقين جي ساحلي آبادين ۾ ان وقت خوشحالي عروج تي پهتل هئي.

طرابلس ( ٽريپولي) جي تباهي جو سال ١١٠٩ ع هو. لبيا، شام ۽ فلسطين تي فرينچ نو آباديت جو آغاز انهيءَ سال کان ٿيو. مسلمان آبادي غلام بنائي وئي. جيئن انوقت يورپ ۾ عام رواج هو، غلامن کي زنجير پارائي بازارن ۽ گهٽين ۾ سندن وڪري لاءِ هوڪا ڏنا ويندا هئا. امير اسامہ جنهن چند سالن بعد جيروسلم جو سير ڪيو، هنن مظلوم انسانن مان ڪجهہ خريد ڪري آزاد ڪيا. سندس بيان مان صليبي سپاهين جي ظلم ۽

بربريت جا وڏيڪ مثال ملن ٿا. ( اشارت هسٽري ...... ص ص٣٠٠ ـ ٣٢٩) سلجوقين جي خانہ جنگي جو فرينچن خوب فائدو ورتو. جاگيرداري نظام ويتر اسلامي دنيا کي تباهيءَ طرف ڌڪي ڇڏيو هو.

سلطان الپ ارسلان، ايشيا مائينر ۾ پنهنجي سوٽ سليمان سلجوقي کي مختيار ڪل بنايو هو: سلطان مالڪ شاهہ پنهنجي ڀاءُ تتوش کي شام جو ملڪ جاگير ڪري ڏنو. ميسوپوٽيميا، شام ۽ فلسطين ۾ ٻيون بہ ڪيتريون جاگيرداريون ۽ فعل المختيار حڪومتون قائم ٿيون، جيڪي فقط دفاعي ضرورتن جي پورائي لاءِ سلجوق سرڪار جون فرمانبردار هيون. عباسي خليفو تہ خود بخود حڪمراني جي حق کان محروم هو. جيستائين سلجوقي وزير باتدبير نظام الملڪ ۽ سلطان مالڪشاهہ زنده هئا، تيستائين نظام حڪومت عام طور تي ڪاميابي سان هلي رهيو هو. سندن وفات ۽ حشيشين فدائين جي ڪاروائن سبب، اسلامي دنيا تي يوروپي مسيحن جي يلغار آسان ٿي پئي. خلافت عباسيہ جي حدن اندر ترڪ سلجوقي اقتدار باهم رساڪش ننڍين حڪومتن ۾ ورهايل هو. فاطميہ خلافت بدترين بدنظمي جو شڪار هئي. تاهم سلطان محمد سلجوقي جي دور ( ١١١٨ ـ ١١٠۴ع) ۾ ڪجهہ استحڪام آيو ۽ هڪ بہ دفعا خود مختيار مسلمان حاڪمن فرينچ دراندازن جو گڏجي مقابلو ڪيو. جڏهن جيروسلم جي فرينچ بادشاهہ بالدون دمشق تي حملو ڪيو، تڏهن موصل، دمشق، سنجار ۽ ماردين جي گڏيل فوجن فلسطين ۾ داخل ٿي طبريس جي ميدان جنگ ۾ فرينچن کي سخت شڪست ڏني. سن ١١١٩ع ۾ ٻيهر ماردين جي حاڪم الغازي فرينچ صليبين کي "بلات" جي لڙائي ۾ شڪست ڏني. تاهم صليبين جي پنيرائي ۾ تمام يورپ سرگرم هو. تازين ڪمڪن ذريعي مسيحي دارنداز وجايل علائقا ٻيهر هٿ ڪندا رهيا. خلافت عباسيہ ۽ سلجوقي سلطاني ۾ تبديلي آئي. ١٨ اپريل ١١١٨ع تي سلطان محمد وفات ڪئي ۽ ٦ آگسٽ ١١١٨ع تي خليفو مستظهر فوت ٿيو. پوءِ موصل جي اتابيڪ حڪومت جو دور شروع ٿيو. نئين خليفي المسترشد بالله، سلطان محمد جي فرزند محمود کي سلطانيءَ جو پروانو ڏنو. سلطان محمود جي حڪومت ۾ اسلامي دنيا جو اهو سورمو پيدا ٿيو جنهن فرينچ غاصبن کي چپي چپي تي شڪست ڏئي

بيدخل ڪيو. اهو سورمو سپهه سالار عمادالدين زنگي جي نالي سان تاريخ ۾ مشهور آهي. مغربي مسيحي مورخ کيس سئنگئين (Sanguine) جي نالي سان لکن ٿا. انگريزي زبان ۾ انهيءَ لفظ جي معنيٰ ريتو، يا رت جي رنگ جهڙو ڳاڙهو، آهي.سندس والد قاسم الدولہ سلطان مالڪ شاهہ جي خاص اميرن مان هو ۽ سلطان جي وفات بعد پيدا ٿيل پر آشوب حالات ۾ سٺو ڪردار ادا ڪيو هئائين. عمادالدين چوڏهن سالن جو هو جڏهن سندس والد وفات ڪئي.

عمادالدين زنگي موصل جي اتابيڪ خاندان جو بنياد وڌو. سن ١١٢٢ع ۾ سلطان محمود کيس " واسط" جو شهر مدد معاش طور عطا ڪيو ۽ بصره شهر تي " شاهنہ" منصب سندس حوالي ڪيو. خليفي المسترشد، سن ١١٢٦ع ۾ کيس " اتابيڪ" ( معنيٰ شهزادن جو استاد) لقب عنايت ڪيو ۽ موصل ۽ مٿين ميسوپوٽيميا جو علائقو سندس حڪومت هيٺ ڏنو. ٻن سالن اندر هن فرنيچن کي ميسوپوٽيميا مان ڀڄائي ڪڍيو. سن ١١٢٨ع ۾ " اليپو" (حمص) شهر جي عوام طرفان عرض ڪرڻ تي انهيءَ شهر کي پنهنجي حڪومت ۾ داخل ڪيائين. هن صليبي قابضن هٿان گهڻا ظلم سٺا هئا. پوءِ حمهہ جي شهرين بہ کيس پنهنجو حاڪم بنايو. ٻئي سال ١١٢٩ع ۾ هن ٻيهر صليبين کي شڪست ڏني. تاهم سلطان محمود جي وفات بعد، سلجوقي شاهي خاندان ۾ گهرو ويڙهہ لڳڻ سبب، صليبين سان صلحنامي تي صحيح ڪري، مسلمانن جي اندروني حالت طرف متوجہ ٿيو: سلطان محمود جو جانشين سندس ڀاءُ مسعود ٿيو. جنهن جي مخالفت ٻئي ڀاءُ سلجوق شاهہ ڪئي. مختصر ڇٽا ڀيٽيءَ بعد پاڻ ۾ ٺهي ويا ۽ گڏجي پنهنجي چاچي " سنجر" تي حملو ڪيائون ۽ شڪست کاڌائون، تاهم معاف ڪيا ويا. پوءِ مسعود ۽ خليفي مسترشد جي وچ ۾ اٽيٽ ٿي ۽ خليفي کي قيد ڪيو ويو، جنهن کي مسعود جي لشڪر گاهہ ۾ ڪنهن باطنيہ (حشيشي) فدائي قتل ڪري ڇڏيو. اها تاريخ ١٦ ذوالقعده ٥٢٩هہ، مطابق ٢٨ آگسٽ ١١٣٥ع جي ڳالهہ آهي. ڇهن مهينن ۾ نئين خليفي راشد بالله کي معزول ڪري، المڪتفي لامرالله جي لقب سان ٽيون خليفو ٿاڦيو ويو. انهي دور ۾ مسلمانن جي حالت زار جو احوال ابن الاثير جي تاريخ الڪامل ۾

ڄاڻايل آهي. يوربي صليبي يورش مسلسل زور وٺي رهي هئي. خليفو برائ نام ۽ مقتدر سلجوقي سلطاني خاندان زوال پذير هو. نئين خليفي عراق ۽ ڪالديہ ۾ تسلط قائم ڪيو، ۽ اتابيڪ عمادالدين زنگي شام طرف متوجہ ٿيو، جتي صليبين کي يورپ مان وڏي ڪمڪ ملڻ بعد، عرب مسلمانن جو ڪوس ٿي رهيو هو. بظنطيني قيصر روم، جان ڪمنينس، يوناني فوج وٺي خود حملي آور ٿيو هو. " بضعا" شهر جا سڀ مرد قتل ڪيا ويا ۽ عورتون ۽ ٻار غلام بنايا ويا. (اشارٽ هسٽري .... ص ٣٣٨) قيصره ( شيزار) جي قلعي جو محاصره جاري هو، تڏهن عمادالدين زنگي اسلامي لشڪر وٺي اتي پهتو. سندس آمد اهڙي طوفاني ۽ سرتوڙ هئي جو فرينچ ۽ يوناني فوجون محاصرو ختم ڪري پسپا ٿي ويون. اسلامي فوج وڏي " ارڪره" تي قبضو ڪيو، جيڪو تريولي جي نواب جو مضبوط قلعو هو. اوچتو حملو ڪري ان کي مسمار ڪيو ويو. نواب بالبيڪ جنگي قيدي بنجي " نجم الدين ايوب" جي تحويل هيٺ آيو. سن ١١٤٠ع ۾ " برين" جو مضبوط ترين قلعو بہ صليبين کان خالي ڪرايو ويو. سن ١١٤٥ع ۾ " روحا" جي فتح عمادالدين زنگي جي عسڪري قوت کي مستحڪم ڪيو. " روحا" مسيحين جو پاڪ مقام هو. " يروشليم" ( جيروسلم) ڪانپوءِ ائنٽيوچ، روم، قسطنطنيہ ۽ پوءِ " روحا" اهي مقامات هئا، جن جو مسيحي قبضي هيٺ رهڻ، صليبي قوتن لاءِ لازمي هئو. " روحا" جي مسيحي آبادي سان، سندن مهاڏي ۽ صليبين جي طرفان مسلمانن جي شهرن تي قبضي ڪرڻ وقت ڪيل ظلمن جي باوجود، عمادالدين زنگي انساني سلوڪ ڪيو. ( ايضا ـ ص ٣٣٩، بحوالہ ابن الاثير) اهو ڊسمبر ١١٤٤ع جو واقعو آهي. تاريخ ٥ ربيع الثاني ٥٤١هہ . مطابق ١٤ سيپٽمبر ١١٤٦ع تي، " قلعات الجابر" جي محاصره وقت، رات جو ننڊ ۾، غازي عمادالدين زنگي پنهنجي هڪ مملوڪ (غلام) جي هٿان شهيد ٿي ويو. ابن الاثير کيس شهيد قرار ڏنو آهي ۽ سندس اخلاق ۽ انتظام متعلق تفصيلي بيان قلمبند ڪيو آهي.

شهيد عمادالدين زنگي جو فرزند جانشين نورالدين محمود نہ فقط پنهنجي والد جي عسڪري ۽ انتظامي صلاحيتن جو وارث هو بلڪ هڪ عالم دين فقيهہ بہ هو. پهرين باقاعده اسلامي عالي عدالت " دارالعدل"

ساٹس منسوب آهي. تفصيلي اصلاحات ۽ انتظامات. ابن خلڪان جي حوالي سان سيداميرعلي جي مختصر تاريخ ۾ ڏنل آهن ( اشارت هسٽري...... ص ص ٣٤٢ ـ ٣٤١) طائر جي بشپ وليم ۽ مسيحي مورخ گبن سندس صلاحيتن جي تعريف ڪئي آهي ۽ جيئن گبن لکي ٿو تہ " بادشاهن جي سچي تعريف اها آهي جيڪا سندن موت بعد سندن دشمن جي واتان ٻڌجي، تيئين نورالدين محمود زنگي انهي دور جو باصلاحيت مسلمان حڪمران هو. جنهن جي مجتا ۾ سڀ مورخ متفق آهن. سندس دور ۾ ٻي صليبي جنگ لڳي. (٥٤٢هہ / ١١٤٧ع) نور الدين محمود ۽ سندس پاءُ سيف الدين غازي صليبين کي واپس يورپ طرف پجائي ڪڍيو. ( ٢٥ جولاءِ ١١٤٨ع) بعد ۾ نورالدين محمود فرينچن جي خلاف ڪامياب جنگي ڪاروايون شروع ڪيون. جرمنيءَ جو قيصر ڪونرد ٽيون ۽ فرانس جو بادشاهہ لوئي ستون نولک لشڪر هوندي شڪست فاش ڪائي ويا. تاريخ ١٠ صفر ٥٤٩هہ مطابق ٢٦ اپريل ١١٥٤ع تي نورالدين محمود دمشق فتح ڪيو ۽ خليفي مڪتفي کيس شام جو سلطان تسليم ڪيو.

مصر جي فاطمي خلافت ( ١١٧١ ـ ٩٠٩ع) جا ڏينهن اچي پورا ٿيا هئا. آخري فاطمي خليفو اعزد لدين الله پنهنجي وزير " شاورالسعدي" جي هٿ وس هڪ دائم المريض انسان هو. هڪ محلاتي سازش هيٺ جڏهن عام مختيار وزير " شاور" کي برطرف ڪرڻ جا احڪامات جاري ٿيا، تڏهن هن وچي دمشق جي سلطان نورالدين محمود جي امداد طلب ڪئي. تاريخ پهرين جمادي الاول ٥٥٩هہ مطابق اپريل ١١٦٤ع تي سلطان پنهنجي آزموديگار سپهسالار " اسدالدين شيرڪوهہ" جي ڪمان ۾ امدادي فوج رواني ڪئي، جنهن " شاورالسعدي" جو مصر ۾ اقتدار بحال ڪيو. تاهم احسان فراموش " شاور" صليبي فرينچن سان ساز باز ڪري شيرڪوهہ کي مصر مان نڪري وڃڻ تي مجبور ڪيو. باطني حشيشين ۽ شاور جهڙا مفاد پرست مسلمان وقت بہ وقت صليبين سان سازباز ۾ شامل رهيا ٿي ۽ دفاع جي ذميداري سلجوق سلطانن پئي ادا ڪئي. سلطان مسعود سلجوق جي وفات سن ٥٤٧هہ / ١١٥٢ع بعد سندس پاٽيو سلطان محمود تخت نشين ٿيو ۽ اهو آخري سلجوقي سلطان هو. سن ١١٦٠ع ۾ خليفو مڪتفي فوت

ٿيو (١٢ مارچ ١١٦٠ع) ۽ سندس فرزند المستنجد بالله جي لقب سان نامر نهاد خليفو بنيو. ساڳي سال شام ملڪ ۾ زبردست زلزلو آيو، جنهن ۾ تاريخ ۽ ثقافت جا ڪيترا آثار تباهه ٿي ويا. صليبين سان هڪ عارضي صلح ٿيو جيڪو آگسٽ ١١٦٤ع ۾ فرينچن ۽ يونانين جي گڏيل حملي ڪرڻ سبب ختم ٿيو. فرينچن زبردست شڪست کاڌي. سندن سردار قيد ٿي ويا ۽ اسلامي دفاع وڌيڪ مضبوط ٿيو.

سن ٥٦٢هه / ١١٦٧ع ۾ جنرل شيرڪوهه، هڪ هزار گهوڙيسوارن سان مصر ۾داخل ٿيو. فاطمي وزير " شاور" فرينچ صليبين جي مدد سان سندس مقابلو ڪيو. " بابين" جي مقام وٽ جنگ لڳي، جنهن ۾ اتحادين هارايو ۽ شيرڪوهه وڌي وڃي " اسڪندريه" تي قبضو ڪيو. آخرڪار آخري فاطمي خليفي اعزلدين الله ، فرينچ صليبين ۽ پنهنجي غدار وزير جي خلاف، سلطان نورالدين محمود کان امداد طلب ڪئي. تاريخ ٨ جنوري ١١٦٩ع تي شيرڪوهه ٻيهر " قاهره" ۾ داخل ٿيو. عوام سندس بيمثال آجيان ڪئي، خليفي پنهنجي غدار وزير " شاورالسعدي" کي ڦاسيءَ تي چاڙهيو ۽ شيرڪوهه کي سندس جاءِ تي پنهنجو وزير مقرر ڪيو. ٻن مهينن بعد شيرڪوهه وفات ڪئي ۽ سندس ڀائٽيو صلاح الدين يوسف، " الملڪ الناصر" جي لقب سان سندس جانشين مقرر ٿيو. فاطمي خليفو اعزلدين الله محرم ٥٦٧هه مطابق سيپٽمبر ١١٧١ع ۾ فوت ٿيو ۽ فاطمي خلافت عباسي خلافت ۾ ضم ٿي وئي. عباسي خلافت جو روحاني سربراهه خليفو مستعز بامرالله هو ۽ حقيقي اقتدار زنگي سلطان نورالدين محمود جي هٿ هيٺ هو، جنهن تاريخ ١١ شوال ٥٦٩هه مطابق ١٥ مئي ١١٧٤ع تي وفات ڪئي ۽ سندس اڪيلو پٽ اسماعيل زنگي ان وقت فقط ١١ سالن جو نابالغ ٻار هو. تنهن ڪري سلطان صلاح الدين ايوبي مصر جو خود مختيار بادشاهه بنجي ويو ۽ سندس حڪمراني حجاز، يمن ۽ نبيا جي ڪجهه حصي تائين وسيع ٿي وئي.

سلطان غازي صلاح الدين ايوبي ( ١١٩٣ ـ ١١٣٧ع) اسلامي تاريخ جو هڪ ناقابل فراموش ڪردار آهي: جڏهن خلافت عباسيه سياسي طور تي انتشار جو شڪار هئي ۽ عظيم اسلامي تهذيب ۽ ثقافت کي نيم وحشي

يوربي صليبين کان فوري خطرو لاحق هو، تڏهن عراق جي هڪ خاندان ۾ هي سورمو پيدا ٿيو. اهو سال ٥٣٢هه مطابق ١١٣٧ع هو. سندس والد نجم الدين ايوب بن شادي، سلطان نور الدين محمود زنگي جي سپهسالار شيرڪوهه جو ڀاءُ هو. ٻئي ڀائر زنگي حڪومت ۾ عاليٰ عهدن تي فائز هئا. غازي صلاح الدين ايوبي پڻ ڪيترن اهم عهدن تي ڪم ڪرڻ بعد پنهنجي چاچي شيرڪوهه سان گڏجي مصر ۾ آيو هو. اهو سال ١١٦٤ع هو. سندس طبعي لاڙو فقهه، شڪار ۽ پولو راند طرف هو. ٻي دليءَ سان فوجي فرائض سنڀاليائين. سندس چاچي جي وفات بعد زنگي سلطان نورالدين محمود ٻه گذاري ويو، تڏهن مشرق جي امير ترين ملڪ مصر جي بادشاهي هن ٻي غرض سپاهيءَ جي سپرد ٿي. سلطان نورالدين محمود جي پونئيرن ۾ ان دور جي مطلوب عسڪري ۽ سياسي صلاحيت نه هئي. سن ١١٨٣ع ۾ سلطان صلاح الدين دمشق ۽ اليپو (حمص) فتح ڪري، مصر ۽ شام جي گڏيل سلطنت قائم ڪئي. سن ١١٨٦ع ۾ هن، فرينچ صليبين جي خلاف، جهاد جو اعلان ڪيو. فرينچن جي جيروسلم ۾ بادشاهي هئي ۽ يورپ جا مسيحي جاگيردار، مسلسل ڪمڪ ۽ رسد پهچائي، انهيءَ جي پشت پناهي ڪري رهيا هئا. اسلامي دنيا ۾ صدين بعد هڪ برجسته باصلاحيت ۽ مصمم ارادو رکندڙ بادشاهه پيدا ٿيو هو، جنهن پاڻ ۾ وڙهندڙ مسلمان حاڪمن ۽ جاگيردارن کي متحد ڪيو. بظاهر اهو ناممڪن ڪم هو، جنهن کي غازي صلاح الدين پنهنجي همه گير شخصيت سان ممڪن بنايو: سندس سياسي تدبر، عسڪري صلاحيت، ديني وجدان ۽ شخصي روب تاب سبب مشرق وسطيٰ ۾ استحڪام پيدا ٿيو.تاريخ ٢ جولاءِ ١١٨٧ع جي شام جو صليبي فرينچ ۽ اسلامي جهادي فوجون طبرس/ حطين جي ميدان تي آمهون سامهون ٿيون: ڏهه هزار صليبي فوجي ميدان جنگ تي مارجي ويا ۽ سندن مک سردار ياته قتل ٿيا يا جنگي قيدي بنجي ويا. سلطان صلاح الدين چابڪ دستيءَ سان وڏي وجي طبرس جي شامي محل تي قبضو ڪيو. طرابلس جي مسيحي بادشاهه ريمنڊ جي مهاراڻيءَ کي سلطان جي خدمت ۾ پيش ڪيو ويو. ”هن کي مڪمل تواضع ۽ عزت سان سندس مڙس ڏانهن موڪليو ويو، ڪنهن عورت جي عزت کي هٿ نه لاتو ويو ۽ نه ڪنهن ٻار کي ڪو ايذاءُ

رسايو ويو." ( اشارٽ هسٽري .... ص ٣٥٥). مقابلي جو اصل محاذ جيروسلم هو، جتي قلع بند فوجين جو تعداد سٺ هزار هو ۽ بي شمار شهري آبادي اندر مقيم هئي. قلعي کي گهيرو ڪرڻ بعد مک شهرين کي مذاڪرات لاءِ مدعو ڪيو ويو. انهن کي خطاب ڪندي، سلطان صلاح الدين فرمايو "جهڙي طرح توهان کي معلوم آهي ۽ مان بہ ڄاڻان ٿو، تہ يروشليم (جيروسلم) هڪ پاڪ جاءِ آهي. مان نہ ٿو چاهيان تہ رت وهائي انهيءَ کي پليت ڪيان. پنهنجا مورچا ڇڏي مون وٽ اچو. مان توهان کي پنهنجي شاهي خزاني مان رقم ڏيندس ۽ جيتري زمين توهان آباد ڪري سگهو ٿا اوتري زمين توهان کي ڏني ويندي." .( ايضا ـ ص ٣٥٦) پهريائين صليبين صلح ڪرڻ کان صاف انڪار ڪيو، ليڪن ڪجهہ عرصو محاصرو جاري رهڻ بعد صليبي همت هاري وينا ۽ سلطان کي رحم جي درخواست ڪيائون جنهن جو عنوان هو: "انسان ذات جي گڏيل ابي جي نالي" ( ايضا) سلطان کي رحم آيو ۽ فاتحن جي تاريخ ۾ اهو نقش ڇڏيائين جيڪو هميشہ سندس يادگار رهندو. تاريخ ٢٠ سيپٽمبر ١١٨٧ع تي، فاتح صلاح الدين ايوبي جيروسلم ۾ داخل ٿيو ۽ عام معافيءَ جو اعلان ڪيائين: " يوناني ۽ شامي مسيحين کي مڪمل شهري حقوق سان سلطان جي بادشاهيءُ ۾ رهڻ جي اجازت ڏني وئي ۽ فرينچ ۽ لاطيني، جن فلسطين ۾ سلطان جي رعيت بنجي رهڻ چاهيو، انهن کي بہ اهڙي طرح اجازت ڏني وئي. شهر اندر موجود تمام دشمن فوجين کي چاليهہ ڏينهن اندر پنهنجا ٻار ٻچا وني سلطان جي محافظ دستن سان " طائر" يا " طرابلس" ۾ وڃي رهڻ لاءِ روانو ڪيو ويو، جنگي تاوان جو نرخ ڏهہ شامي دينار في سپاهي مقرر ڪيو ويو. عورت جي آزادي لاءِ پنج دينار ۽ ٻار لاءَ هڪ دينار تاوان رکيو ويو. تاوان ادا نہ ڪرڻ جي حالت ۾ انهن کي غلام بنجي رهڻو هو، تاهم تاوان جي ادائگي محض هڪ رسمي شرط هو. سلطان پاڻ ڏهہ هزار جنگي قيدين جو تاوان ادا ڪري کين آزاد ڪيو. سندس ڀاءُ سيف الدين ست هزار قيدين جو تاوان ادا ڪيو ۽ باقي هزارين جنگي قيدين جي رحم جي درخواست منظور ڪئي وئي. مسيحي پادري ۽ عام شهري پنهنجو مال متاع بنا رنڊ روڪ جي کڻي ويا. غريب مسيحي پنهنجي پيرسن والدين ۽ زخمي دوستن کي ڪلهي تي کڻي وڃي

رهيا هئا. اهو لقاءُ ڏسي سلطان انهن جي مالي امداد ڪئي ۽ بار برادري لاءِ خچر مهيا ڪيا. جڏهن جيروسلم جي مهارائي "سبيلا" شهر ڇڏڻ جي اجازت وٺڻ لاءِ سلطان وٽ پيش ٿي، تڏهن هن سندس غمـــزدگيءَ تي همدردي جو اظهار ڪيو ۽ ساڻس بيحد نرم گفتگو ڪئي. مهارائيءَ جي پويان متعدد عورتون پنهنجا ٻار هنج ۾ کڻي رئنديون روانيون ٿيون. انهن مان ڪيترن سلطان جي اڳيان اچي ڪيس هن طرح مخاطب ڪيو: " توهان اسان کي پيـرين پيـادو ڏسـو ٿـا. اسين انهن جنگي جوڌن جون زالون، مـائرون ۽ ڌيئـرون آهيـون، جيڪي توهان جا قيـدي آهن. اسين هميشہ لاءِ هي ملڪ ڇڏيو پيا وڃون. انهن حياتي ۾ اسانجي پرداخت ڪئي آهي. ھاڻي انهن کي ڇڏي اسين پنهنجو آخري آسرو ۽ اميد ڇڏي پيون وڃون. جيڪڏهن توهان اهي اسـان کي ڏيندا تہ اسـانجي مصيـبتن جو ازالو ڪندا ۽ اسين دنيـا ۾ بي سهارا نہ ٿينديون سين". ( ايضا ـ ص ٣٥٧) سلطان جي دل ڀرجي آئي، نہ فقط وارث بي سهارا عورتن جي حوالي ڪيا ويا، بلڪ سندن مالي امداد بہ ڪئي وئي. هي واقعو ادبي دنيا ۾ ضرب المثل بنجي ويو. مختلف ملڪن جي مختلف زبانن ۾ انهيءَ تي قـصا ۽ نظم لکيا ويا آهن. هن محقق، سنڌ تي انگريزن جي راڄ ۾ پرائيمري چوٿون درجو پڙهڻ وقت، سنڌي درسي ڪتاب ۾ هڪ بيت پڙهيــو هو جنهن ۾ بنانالي ڄاڻائڻ جي سلطان صـلاح الدين ايوبيءَ جو هي قصو بيان ڪيل هو:

"مـــاريو مـــرد مـــڙيئي، زالن ڇهـــونہ وارُ،
لڏي وڃن شـــهـــر مـــان، نڪـــري ٿين نروارُ،
ساڻ کـڻن مـالي قـيـمـتي، آهي کين اختـيـارُ،
سـيـڪـا کـڻي پـتـارُ، پُٺيءَ تي پنهنجي هلي."

(سنڌي چوٿون ڪتاب، مئڪملن ائنڊڪو، سال ١٩٠٨،ص ١٠٥)

سلطان صلاح الدين جي رحمدلي، سخاوت ۽ انسان دوستيءَ جي مقابلي ۾ ائنٽيوچ ۽ ٽريولي جي مسيحي حڪمرانن جيروسلم جي مهاجرن سان جيڪي عقوبتون ڪيون سي پڻ تاريخ جو هڪ عبرتناڪ حصو آهن. صلاح الدين سان صلح ڪرڻ بدران يورپ جي مسيحي حڪمرانن ٽين صليبي جنگ جوٽڻ جو فيصلو ڪيو. سن ١١٩١ع ۾ انگلئنڊ جي بادشاهہ "رچرڊ"

۽ فرانس جي بادشاهہ " فلپ آگسٽس" جي ڪمان هيٺ يوروپي صليبين جو هڪ جم غفير سلطان صلاح الدين سان پلاند ڪرڻ لاءِ وچ ايشيا ۾ داخل ٿيو. انگلئنڊ جو شيردل بادشاهہ رچرڊ، سپاهين ۽ جنگي اسلحہ سان ڀريل ويهہ جهاز، ڪاهي آيو هو. اها ١٣ جمادي الاول ٥٨٧هہ ، مطابق ٨ جون ١١٩١ع جي تاريخ هئي. ايندي ئي ٻنهي بادشاهن کي بخار ٿي پيو. سلطان صلاح الدين سندن بيماريءَ جو ٻڌي کين لبنان جي برف، ٿڌا شربت ۽ تازو ميوو موڪليندو رهيو، جيستائين هو تندرست ٿيا.(سارن ايضاً ع٣٦٦) صليبين بي رحميءَ سان " اڪري" تي قبضو ڪيو ۽ اتي قتل عام ڪيو. پوءِ ٽوليميز فتح ڪيائون جنهن ۾ سٺ هزار صليبي مارجي ويا. اتي پنهنجي دستوري عيش عشرت بعد تازه دم ٿي اسڪلان تي ڪاهيائون. سلطان صلاح الدين، انهي قلعي مان ماڻهو ڪڍي، قلعو ڊاهي پٽ ڪيو. انگلئنڊ جي بادشاهہ رچرڊ پنهنجي ملڪ ۾ گڙٻڙ سبب، ۽ وچ ايشيا ۾ بيسود قتل غارتگيري کان تنگ ٿي، صلح جي ڪوشش ڪئي. هن بہ شرط رکيا: (١) ساحلي علائقا صليبين جي قبضي هيٺ رهڻ ڏنا وڃن. ۽ (٢) اصلي صليب جي ڪاٺ سميت جيروسلم سندن حوالي ڪيو وڃي. سلطان صلاح الدين جيروسلم جي واپسيءَ جو شرط سختيءَ سان رد ڪيو، ليڪن اصلي صليب جو ڪاٺ مسيحن جي حوالي ڪرڻ لاءِ انهي صورت ۾ رضامند ٿيو تہ صلح جو عهدنامو سندس مرضي مطابق لکيو ويندو. آخرڪار رچرڊ هڪ اهڙي صلحنامي تي صحيح ڪرڻ لاءِ تيار ٿيو، جنهن جي طفيل مسيحين ۽ مسلمانن جي وچ ۾ دشمني جي پاڙ پٽجي وڃي ها: صلح جا شرط هن ريت هئا: (١) سلطان صلاح الدين جي ڀاءُ سيف الدين سان، انگلئنڊ جي بادشاهہ رچرڊ جي ڀيڻ، ۽ سسلي جي بادشاهہ جي بيوهہ، جي شادي ڪرائي وڃي. رچرڊ پنهنجي قبضي هيٺ آيل ساحلي علائقا ڀيڻ کي ڏاج ۾ ڏئي ۽ سلطان صلاح الدين پنهنجا مفتوح علائقا ڀاءُ کي بخشش ڪري، (٢) جيروسلم ٻنهي زال مڙس جي گڏيل قبضي هيٺ رهي ۽ ٻنهي مذهبن جي پوئلڳن لاءِ کليل رهي، (٣) قيدين جو عام تبادلو ڪيو وڃي، (۴) اصلي صليب مسيحين جي حوالي ڪيو وڃي ۽ (۵) "اسپتالين،" يعني مسيحي حڪيمن ۽ " ٽيمپلرن" جون خصوصي مراعتون قائم رکيون وڃن. سلطان خوشيءَ سان اُهي شرط

قبول ڪيا. ليڪن عيسائي پادرين " رچرڊ" کي انهن شرطن تان هٽ ڪٽڻ لاءِ مجبور ڪيو. رچرڊ چاهيو ته سيف الدين عيسائي ٿئي ته پادرين جو اعتراض رد ٿئي، ليڪن هن مسلمان ايئين ڪرڻ کان صاف انڪار ڪيو. (ايضا ـ ص ٣٦٩) مسيحي حليفن ۾ مونٽفيرات جو مارقس ،ڪونارڊ، شيردل رچرڊ لاءِ دقت پيدا ڪري رهيو هو، تنهن ڪري هن مسيات جي حشيشي شيخ سان رابطو رکي ڪونارڊ کي ٻن فدائين جي هٿان قتل ڪرايو. اهو تاريخ پهرين مئي ١١٩٢ع جو واقعو آهي. پوءِ تاريخ ٢ سيپٽمبر ١١٩٢ع تائين جيروسلم تي قبضي ڪرڻ جي ناڪام ڪوشش ۽ صلح جي مسلسل ڪوششن بعد آخرڪار ٽين صليبي جنگ جي ٻن سالن جي قتل غارتگيري جو خاتمو ٿيو. مسلمان ڪامران ۽ مستحڪم ٿيا. مشهور سياح عبداللطيف، سلطان غازي صلاح الدين بابت، ذاتي مشاهدات قلمبند ڪيا آهن. سيد امير علي جي تاريخ ۾ همعصرن مورخين ابن الاثير ۽ ابن شداد جي حوالن ۽ مسيحي مستشرقين جي تحريرن جي مطالع مان، تفصيلي معلومات حاصل ٿئي ٿي.

تاريخ ٢٧ صفر ٥٨٩هه هجري، مطابق ۴ مارچ ١١٩٣ع، اربع جي ڏينهن، اسلامي تاريخ ۾ هڪ بيحد المناڪ واقعو ٿي گذريو: فقط ٥٢ شمسي سالن جي عمر ۾ سلطان غازي صلاح الدين ايوبي، دمشق ۾ معمولي علالت سبب، هيءَ دنيا ڇڏي ويو. انا لله وانا اليه راجعون. مورخ لکي ٿو ته: "سندس وفات جو ڏينهن اسلام ۽ مسلمانن لاءِ اهڙي بدبختي هئي جهڙي پهرين چئن خليفن کان محروم ٿيڻ بعد هنن ڪڏهن نه ڏٺي هئي، شاهي محل، شهنشاهيت ۽ سڄو عالم غم ۾ ٻڏي ويو. سڄو شهر ( دمشق) غمگين هو. عوام سندس جنازي پٺيان رئندو ۽ سڏڪاپريندو وڃي رهيو هو." ( ايضا ـ ص ٣٧٢).

مسلمانن جي تاريخ جي هر موڙ تي مصيبت جو سبب، بيروني عوامل بجاءِ، اندروني اختلافات ۽ خانه جنگي رهيو آهي، سلطان غازي صلاح الدين جي وفات بعد ايوبي شهنشاهيت سندس ٽن وڏن پٽن علي، عثمان ۽ غازي جي رقابت سبب ٽن حصن ۾ تقسيم ٿي وئي. ٽئي جوڌا سورما هئا ليڪن پاڻ ۾ اتحاد ۽ اتفاق قائم نه رکي سگهيا. ٻئي طرف چوٿين صليبي سيلاب

اسلامي دنيا جو رخ ڪيو: وري مسلمانن جي رتوڇاڻ ٿي. سلطان سيف الدين، الملڪ العادل، فرينچ صليبين کي، وڏي جانفشاني بعد ٽن سالن لاءِ صلح ڪرڻ تي مجبور ڪيو. پوءِ پنجين صليبي جنگ ڪر کنيو، ليڪن خوش قسمتي سان انهيءَ جو رخ شام بجاءِ قسطنطنيہ ڏانهن ٿي ويو. همعصر مسلمان مورخ ابن الاثير جو بيان مسيحي مورخن جي بيانن سان مطابقت ۾ آهي: ڪيٿن غاصب پنهنجي پيءُ کي انڌو ڪري قيد ڪيو ۽ سندس پاڻ ڀڄي وڃي صليبين جي لشڪر گاهہ ۾ پناهہ ورتي. اهو لشڪر فلسطين تي چڙهائي ڪرڻ لاءِ تيار ڪيو ويو هو، ليڪن هاڻي نابين بظنطيني شهنشاهہ جي حمايت ۾ تخت گاهہ قسطنطنيہ تي حملي آور ٿيو. شهر کي نذر آتش ڪرڻ ۽ صليبي جوڌن جي مسيحي شهر تي ڪيل قهري ڪاروائي جو بيان مختصر نموني ڪيو ويو آهي: " آتش زدگي، جنهن قسطنطنيہ جو چوٿون حصو ساڙي خاڪ جو ڍير ڪيو" ( ابن الاثير). گبن انهي جو ڪارڻ بيان ڪيو آهي: فليندر ( بيلجم) جي ڪجهہ صليبين شهر ۾ ڪا مسجد يا يهودين جو عبادت خانو، سنگاگ، ڏسي اعتراض ڪيو تہ اتي هڪ خدا جي عبادت، بغير پيئيوار يا فرزند جي، ٿي رهي آهي. سندن اعتراض جو عملي انداز هي هئو تہ ڪافرن کي ترار سان ۽ سندن گهرن کي باهہ سان ختم ڪجي.... اٺ ڏينهن ۽ اٺ راتيون باهہ جا شعلا...... شهر جي گنجان آبادي جي مٿان پڙڪندا رهيا". ( گبن، امير علي، ايضا ـ ص ٣٧٧). جڏهن صليبين زوريءَ شهر تي قبضو ڪيو، تڏهن جيڪو يوناني نظر آيو، قتل ڪيو ويو. پوپ انوسينٽ ثالث، جنهن سلطان صلاح الدين جي وفات کان بہ سال پوءِ چوٿين صليبي جنگ جي ناڪامي جي باوجود، سن ١٢٠٠ع ۾ هن پنجين صليبي جنگ جو اعلان ڪيو هو، خود ششدر ٿيو. مظلوم مسيحي عوام، مرحوم غازي صلاح الدين جي رحمدلي جا مثال ڏئي، صليبين کان رحم جي طلب ڪئي، ليڪن " صليبي رحم جي پهچ کان باهر هئا." (ايضا ص ٣٧٨) ايڏي خانہ بربادي بعد بہ ساڳئي پوپ، ڇهين صليبي جنگ جو اعلان ڪيو. اهو سال ١٢١٦ع هو. اڪثر لک صليبي جن ۾ اڪثريت جرمن مسيحين جي هئي، پهريائين شام ۾ داخل ٿيا ۽ ڪجهہ ساحلي علائقا تباهہ ڪري، مصرطرف وڌيا. سلطان سيف الدين الملڪ العادل اتر شام کان مصر

طرف ڪوچ ڪندي، دمشق جي پسگردائي ۾ فوت ٿيو. اها تاريخ ٢١ آگسٽ سن ١٢١٨ع هئي، جڏهن مسلمانن جو آخري سورمو سلطان بہ هي دنيا ڇڏي ويو ۽ سندس مستحڪم بادشاهي سندس پٽن ۾ ورهائجي وئي، تاهم هڪ فرزند عيسيٰ عرف شرف الدين، الملڪ المعظم جي سرجوشيءَ، آخرڪار وڏي خونريزي بعد فرينچ صليبين کي صلح ڪرڻ تي مجبور ڪيو ۽ ٨ سيپٽمبر ١٢٢١ع تي ڇهين صليبي يورش بہ ماضي جي دستوري انجام کي پهتي. صليبين جي واپسيءَ کان هڪدم پوءِ ڀائرن جي وچ ۾ اٿبٽت شروع ٿي. عيسيٰ شرف الدين ( الملڪ المعظم) پنهنجي ڀاءُ محمد( الملڪ الڪامل) جي خلاف علاؤالدين خوارزم شاه جي پٽ جلال الدين کان مدد طلب ڪئي جيڪو خود اقتدار جو بکيو هو، ۽ الڪامل جرمني جي شهنشاه فريدرڪ ثاني سان امداد لاءِ مذاڪرات شروع ڪيا، جيڪو پوپ جي مرضيءَ خلاف، خود پنهنجي طور تي ستين صليبي جنگ جون تياريون ڪري رهيو هو. پهريون ڀاءُ المعظم ١٢٢٧ع ۾ گذاري ويو ۽ ٻئي ڀاءُ الڪامل ٨ مارچ ١٢٣٨ع تي هيءَ دنيا ڇڏي. جرمن شهنشاه فريدرڪ ڪجھ وقت لاءِ غازي صلاح الدين ايوبي جي فتوحات ۽ اصلاحات کي درهم برهم ڪيو ۽ مسلمانن جي ناحق خون سان هٿ رڱيا، ليڪن پوپ جي مخالفت آخرڪار کيس پنهنجي ملڪ موٽي وڃڻ تي مجبور ڪيو. سن ١٢٤٠ع ۾ حران جي والي ابو نصر دائود ٻيهر جيروسلم کي مسيحين جي قبضي مان ڇڏائي شهر جو فصيلون مسمار ڪري ڇڏيون. جلال الدين خوارزم شاه جي والد علاؤالدين محمد، صليبين کان علاوه وحشي منگول قبائل کي اسلامي دنيا تاراج ڪرڻ جو موقعو فراهم ڪيو.

خوارزم ( جديد خيوا) جي رياست سلطان مالڪ شاه سلجوقي پنهنجي تشتدار ( ساقي) ” نشتگين“ کي جاگير طور عطا ڪئي هئي، کانئس پوءِ سندس فرزند قطب الدين محمد خوارزم جو جاگيردار ٿيو، جنهن کي سلطان سنجر ” خوارزم شاه“ جو لقب ڏنو. سندس جانشين فرزند ”اتسيز“ سلطان سنجر جي آخري ڏينهن ۾ بغاوت ڪري خود مختيار سلطنت قائم ڪئي. سندس پوٽي تڪش عراق عجم تي قبضو ڪري سلطنت کي وسيع ڪيو ۽ آخري سلجوقي سلطان تغرل جي قتل بعد عباسي

خليفي خوارزم شاهه کي خوارزم، ايران ۽ خراسان جو بادشاهه تسليم ڪيو. تڪش ڪانپوءِ سندس فرزند علاؤالدين محمد، خوارزم شاهه بنيو. سلطنت کي مزيد وسيع ڪرڻ بعد، هن ١٢١٤ع ۾ بغداد طرف رخ ڪيو ۽ خلافت تي قبضي ڪرڻ جو ارادو هوس. سخت سياري جي موسم ۾ همدان کان ڪرمان شاهه جو رستو مسافرن لاءِ موت جو رستو آهي. علاؤالدين محمد جو لشڪر انهي رستي تي هڪ برفاني طوفان ۾ گهيرجي ويو ۽ گهٽي تڪليف سان اسد آباد جي جبلن کان موٽي پنهنجي ماڳ تي آيو. چار سال پوءِ ١٢١٨ع ۾ خوارزم شاهه علاوالدين محمد خود موت کي دعوت ڏني: منگوليا مان سوداگرن جو هڪ قافلو سندس سرحدن تي پهتو تہ اتي مقرر سالار انهن کي جاسوس قرار ڏئي قتل ڪرائي ڇڏيو ۽ سندن مال اسباب تي قبضو ڪيو. منگول خاقان چنگيز خان جوابدار سالار جي ٻانهن ۽ مال اسباب جي واپسي جو مطالبو ڪرڻ لاءِ پنهنجو سفير خوارزم شاهه جي دربار ۾ موڪليو تہ منگول سفير کي قتل ڪيو ويو. پوءِ ڏهہ لک منگول وحشي لشڪر مهذب اسلامي معاشري تي عذاب بنجي ڪڙڪيو، جنهن صدين جي عظيم تمدن ۽ ثقافت کي مليا ميٽ ڪرڻ کان علاوه خود عباسي خلافت جو خاتمو ڪيو. ١٢١٨ع کان ١٢٥٨ع جا چاليهہ سال وحشت جي واچوڙي جو زمانو هو، جنهن مغربي ايشيا کي خون ۽ خاڪ جي ڍير ۾ تبديل ڪري ڇڏيو.

صليبين جو يلغارون اڃا جاري هيون، مٿان منگولن جي مصيبت بہ نازل ٿي. ڇهين صليبي يلغار ( ١٢١٧ _ ١٢١٦ع) بعد آگسٽ ١٢١٨ع تي سلطان صلاح الدين جو ڀاءُ سيف الدين الملڪ العادل، آخرين لائق فائق ايوبي سلطان بہ گذاري ويو. ايراني سلجوقي شهنشاهيت اڳئي ختم ٿي چڪي هئي. منگولن جي پيشقدمي وقت موصل جي زنگي شاهي خاندان جو بہ خاتمو ٿي چڪو هو. آخري اتابيق حڪمران نورالدين ارسلان شاهہ، هڪ معصوم پٽ مسعود پنهنجي وفادار غلام ( مملوڪ) بدرالدين لولو جي ڪفالت هيٺ ڇڏي، گذاري ويو هو. انهي بدقسمتي جي سال ١٢١٨ع ۾ اهو وارث ۽ پٽ بہ ماريا ويا، تڏهن موصل جي سلطنت تي مملوڪ بدرالدين لو لو قبضو ڪيو. جون ١٢١٩ع ۾ الاهي عذاب چنگيزخان سمر قند پهتو.

مورخ ابن الاثير جي تاريخ الڪامل ۾ مڪمل سفاڪيءَ جو مفصل احوال ڏنل آهي: هرات ۽ بلخ جي شهرن مان هرهڪ ۾ ڏهه لک مهذب انسان آباد هئا. بخارا ۽ سمرقند انهن کان به وڌيڪ گنجان آبادي وارا متمدن شهر هئا. خوارزم شاهه جو لشڪر پهرين سٽ تباهه ٿي ويو. ٻهراڙيون ۽ ننڍا شهر ڇڏي فقط وڏن شهرن جو احوال لڳ ڪانداربندڙ آهي. " خوجند" شهر ڊاهي پٽ ڪيو ويو ۽ شهرين کي ته تيغ ڪيو ويو. بخارا کي خاڪ جو ڍير بنايو ويو. " سوگد" جي حسين واديءَ کي انساني خون سان رڱيندي، ماوراءالنهر جي دارالحڪومت سمرقند تي الاهي عذاب نازل ٿيو ته لشڪر گاهه ۾ موجود سٺ هزار ترڪ سپاهين منگول حملي آورن کي پنهنجو هم نسل سمجهي سندن مقابلو نه ڪيو ۽ بهتر برتاءُ جي اميد رکي، ليڪن باقي پنجاهه هزار تاجڪ ۽ ايراني سپاهين سان گڏ انهن کي به قتل ڪيو ويو. امام ۽ عمائدين شهر اڳي پيش پيا. ليڪن سمرقند بچي نه سگهيو. بيشمار انسان قتل ڪيا ويا. ٽيهه هزار هنر مند غلام بنائي چنگيز خان جي پٽن ۾ ورهايا ويا ۽ ايتري تعداد ۾ ٻيا صحتمند انسان جنگ ۽ باربرداريءَ جي ڪمن لاءِ غلام بنايا ويا. ڏهن لکن جي آباديءَ ۾ فقط پنجاهه هزار هن مصيبت جو داستان بيان ڪرڻ لاءِ باقي بچيا. بخارا ۽ سمرقند وارو ساڳيو حال " بلخ" شهر جو ٿيو، قديم خيوا " ارگنج" جي شهرين بي جگري سان دفاع ڪيو، تاهم مئي ١٢٢٠ع ۾ منگولن شهر تي قبضو ڪري، قتل عام ڪيو ۽ جيڪي بچيو انهي کي آمون درياهه جي بند ڀڃي ٻوڙي ڇڏيو. " نيسا" شهر ۾ سترهزار مردن، عورتن ۽ ٻارن کي ميدان تي ٻڌي سمهاري مٿن تيرن جو وسڪارو ڪيو ويو. اپريل ١٢٢١ع ۾منگولن نيشاپور کي مسمار ڪيو ۽ انهيءَ تي جون جي پوک ڪرائي، جيڪي سندن گهوڙن لاءِ گهربل هئا. اتان صرف چار سؤ هنرمند جان بچائي پڳا. مير خوند جي بيان مطابق سترهن لک ستيتاليهه هزار انسان نيشاپور ۽ انهي جي پسگردائي ۾ قتل ٿي ويا. هرات ۽ انهيءَ جي پسگردائيءَ ۾ هڪ هفتي تائين باهه ۽ خون جي بازار گرم رکي وئي، جنهن ۾ سورهن لک انسان قتل ٿيا. شهر انساني آباديءَ کان خالي ٿيو ۽ پسگردائي بيابان ٿي وئي. باقي شهر ري، ديناور ۽ همدان ساڳي ريت برباد ڪيا ويا ۽ آبادي جو وڏو حصو ترار جو ٻڪ بنيو. پوءِ چنگيز خان جو

وحشي لشڪر دارالخلافہ بغداد طرف وڌيو، ليڪن خليفي مستنصر بالله جي لشڪر ڪين في الوقت پسپا ڪيو.

هن تباهي ۽ بربادي جو اصل جوابدار علاؤالدين محمد خوارزم شاهہ دربدر ڀٽڪندو رهيو. سندس خاندان جا سمورا افراد منگولن جي هٿ چڙهيا، سيني مردن کي قتل ڪيو ويو، تاهم سندس ٽي فرزند جان بچائي پهچي ويا جن مان فقط هڪ مڙس ماڻهو هو، جنهن جو منگول مسلسل تعاقب ڪندا رهيا. اهو جلال الدين خوارزم شاهہ هو. علاؤالدين محمد خوارزم شاهہ ڪئسپين سمنڊ جي هڪ ٻيٽ تي روپوشي، جرسام ( ڦڦڙن جي سوڄ) جي بيماري، اڪيلائي ۽ بي يارو مددگاري جي حالت ۾ گذاري ويو. مورخ لکي ٿو تہ " هن اسلام تي جيڪا تباهي آندي، هيءَ انهيءَ جي بيحد گهٽ سزا هئي". ( سيد امير علي، اشارٽ هسٽري ....... ص ٣٩٤)

سندس فرزند جلال الدين، خوارزم، هرات ۽ غزني مان فوج ڀرتي ڪري ٻہ دفعا منگولن تي ڪامياب حملا ڪيا. چنگيزخان خود مٿس ڪاهيو. باميان ۽ غزني جي ڀريان ڪابل مان ڪيس ڀڄائيندو، اچي سنڌو نديءَ جي الهندي ڪناري تي سوڙهو ڪيو. جلال الدين بهادري سان وڙهيو. ٻہ گهوڙا سندس هيٺان مري چڪا هئا، تنهن تي لانگ ورائي ٽيهہ فٽ بلند بند تان سنڌو نديءَ ۾ گهوڙي سميت ٽپو ڏنائين ۽ تري اڀرندي ڪناري تي سلامتيءَ سان پهچي ويو. اتي بيٺل سلطان بلبن جي فوج کي ڏسي، چنگيز خان وڌيڪ تعاقب نہ ڪيو.

وچ ايشيا ۽ پرشيا ( ايران) کي ويران ڪري، چنگيزخان ٦٥ سالن جي عمر ( ١٢٢٧ ـ ١١٦٢ع) ۾ منگوليا طرف موٽيو، جتي سن ١٢٢٦ع ۾ قدرتي موت مئو. چنگيزخان جو پٽ چغتائي خان ايشيا ۾ مفتوح علائقن جو مالڪ بنيو. جلال الدين خوارزم شاهہ سن ١٢٢١ع ۾ چنگيز خان کان شڪست کائي، ملتان ۽ دهليءَ سرڪارين کان مدد حاصل ڪرڻ لاءِ پهتو هو، ليڪن انڪار ملڻ سبب واپس ٿيندي وات تي جيڪا آبادي ڏنائين انهي کي نيستَ و نابود ڪندو ويو. اچ شريف کي نذرآتش ڪيائين. چغتائي خان بہ سندس تعاقب ۾ ملتان پهتو ۽ شهر جو چاليهہ ڏينهن محاصرو ڪيائين. صورتحال کان واقف ٿيڻ بعد واپس ٿيو. تيستائين جلال الدين پنهنجي اباڻي

بادشاهيت جا ڪجهہ علائقا واپس هٿ ڪري ورتا هئا. ليڪن چغتائي خان جي حملي بعد پڇي وڃي ڪردستان جي پهاڙن ۾ لڪو، جتي مقامي ماڻهن مان ڪنهن ڪيس دوکي سان قتل ڪري ڇڏيو. اهڙي طرح تاريخ ۾ خوارزم شاهي دور جو خاتمو ٿيو.

خلافت عباسيہ ۽ خود مختيار شاهي خاندانن جو زوال مسلسل جاري رهيو . آخر ڪار تاريخ پاسو مٽايو. تاريخ ١٠ جمادي الثاني ٦٤٠ هجري مطابق ٥ ڊسمبر ١٢٤٢ع تي، عباسي خليفي المستنصر بالله انتقال ڪيو ۽ سندس فرزند ابواحمد عبدالله آخري عباسي خليفي جي رسمي مسند نشيني عمل ۾ آئي. المستعصم بالله ( معنيٰ الله جي حڪم سان مضبوط) لقب سندس شخصي صلاحيتن جي مطابق نہ هو. ستين صدي هجري ۾ مسلمان قوم ۽ سندن مذهبي سياسي نظام ڪمزوري جي آخري حد تي پهچي چڪو هو. حنفي ۽ حنبلي سني فقهي اختلافات فرقيوارانہ فسادات جي صورت اختيار ڪئي ۽ دارالخلافہ بغداد دائمي بدامني جو شڪار هو. ٻئي طرف شيعا . سني فساد ڪڙو ٿيو. بدمعاش طبقو بدامني کي تيز ڪري، ذاتي مفادات حاصل ڪرڻ لڳو. اهڙي صورتحال ۾ خليفي المستعصم پنهنجي مرحوم والد المستنصر جي فوج کي برخواست ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ۽ سپاهين کي چيو ويو تہ وڃي واپار ڪيو يا مال چاريو. " ڪرخ" جي مغربي ديهات ۾ شيعا فرقي جي اڪثريت هئي. جڏهن اتي شيعا ـ سني فساد ٿيو، تڏهن خليفي جي حڪم سان سندس فرزند ابوبڪر پنهنجو سپاهہ ساڻ ڪري شيعن جي آبادي تباهہ ڪئي ۽ انهن کي غلام بنايو. ان وقت عباسي خلافت جو وزير "مويد الدين محمد بن القمي" خود شيعي مذهب سان متعلق هو. عرب مؤرخين ابن الخلدون، ابوالغدا، مقريسي ۽ سيوطي، لکن ٿا تہ هو غدار هو، جنهن منگولن کي بغداد تي حملي ڪرڻ لاءِ اڪسايو. تاهم "جامعة التواريخ" جي مؤلف رشيدالدين، وزير کي وفادار ۽ خليفي جي ڪمزور ۽ ڦرڻي گهرڻي شخصيت کي منگولن جي آخري ڪاري ضرب لاءِ ذميدار ڄاڻايو آهي. هلاڪو خان، پنهنجي ڀاءُ منگوُ خان جي پاران ايران ۾ حڪمراني ڪري رهيو هو. حشيشين ۽ سندن قلعن ۽ پناهہ گاهن کي ناس ڪري، جڏهن "تبريز" طرف وڌيو، تڏهن عباسي خليفي المستعصم ڏانهن سفير

موڪلي ڪيس هنن لفظن ۾ چتاءُ ڏنائين: ” جڏهن اسين ” رودبار“ تي چڙهائي ڪري رهيا هئاسين، تڏهن اسان توهان ڏانهن سفير موڪلي امداد طلب ڪئي. توهان وعدو ڪيو ليڪن هڪ بہ ماڻهو نہ موڪليو. هاڻي توهان کي عرض ٿا ڪريون تہ توهان پنهنجي روش بدلايو ۽ پنهنجي انهيءَ سرڪشي کان باز اچو جنهن سان توهان فقط پنهنجي شهنشاهيت ۽ مال خزانو وڃائي سگهندا“. (اشارت هسٽري .... ص ٣٩٦) جواب ۾ ڪمزور خليفي هٺ وڏائيءَ جو اظهار ڪيو ۽ سندس دربار مان منفي موٽ ملڻ بعد جڏهن منگول سفير واپس وڃڻ لڳا تڏهن باهر جمع ٿيل ماڻهن جي انبوهہ سندن تذليل ڪئي. خليفي مستعصم ساڳي تباهہ ڪن غلطي ڪئي، جيڪا سلطان علاوالدين محمد خوارزم شاهہ ڪئي هئي. نتيجي ۾ انهي کان وڌيڪ تباهڪاري ٿي، جيڪا چنگيزخان ڪئي هئي.

## بغداد جي تباهي ۽ خلافت عباسيہ جو خاتمو:

تاريخ ٻهرين ربيع الاول ٦٥٥ هجري، مطابق ١٩ مارچ ١٢٥٧ع بروز سومر، هلاڪو خان بغداد جو چوطرف گهيرو ڪيو. بہ دفعا گهيري ٽوڙڻ جي ڪوشش ڪئي وئي جيڪا ڪامياب ٿي نہ سگهي. پوءِ منگولن بغداد جي ناڪہ بندي ڪئي. چاليهہ ڏينهن بعد خليفي مذاڪرات جي ڪوشش ڪئي، جيڪا نفرت سان رد ڪئي وئي. تاريخ ۴ صفر ٦٥٦ هجري بروز آچر مطابق ١٠ فيبروري ١٢٥٨ع تي، خليفو پنهنجي پاءُ، ٻن پٽن ۽ تقريبا ٽي هزار امامن، شيخن، عالمن ۽ درٻارين کي ساڻ ڪري، اچي هلاڪو خان جي پيش پيو. فقط خليفي، ٽن شاهي فردن ۽ ٽن درٻاري عالمن ۽ فقيهن کي شرف باريابي نصيب ٿيو. هلاڪو خان منو ڳالهائي کين فريب ڏنو ۽ سندس خواهش تي خليفي حڪم ڏنو تہ سڀ هٿيار بند پنهنجا هٿيار ڦٽي ڪري ٻاهر ميدان تي گڏ ٿين جيئن سندن ڳڻپ ٿي سگهي. پوءِ انهن دفاع ڪندڙن کي سوگهو ڪري، ٻئي ڏينهن سج اڀرڻ سان هلاڪو خان بغداد جي ڦرلٽ ۽ هٿين خالي شهرين جي قتل عام جو حڪم ڏنو. گبن جي بيان مطابق ”عورتون ۽ ٻار جن قرآن شريف کڻي گهرن مان نڪري رحم جي التجا ڪئي

تن کي لناڙي ماريو ويو. ناز نعمت ۾ پليل حسين شهزاديون، جن ڪڏهن ماٿهن جا ميڙ نہ ڏٺا هئا، انهن کي گهٽين ۽ رستي تي آندو ويو ۽ ساڻن بدترين قسم جون عقوبتون ۽ بي حرمتون ڪيون ويون. چند ڪلاڪن ۾ صدين جا جمع ڪيل علمي، ادبي ۽ ثقافتي خزانا ساڙي خاڪ ڪيا ويا. قديم ايراني تهذيب جون باقيات بہ ناس ڪيون ويون.ٽن ڏينهن تائين بغداد جي گهٽين ۽ رستن تي رت جي پوڏ آيل هئي ۽ ميلن ۾ دجلہ نديءَ جو پاڻي رت سان ڳاڙهو ٿي ويو هو. ڇهن هفتن تائين قتل غارتگري ۽ انسانيت جي تذليل جاري رهي. محلاتون، مسجدون ۽ مقبرا، سونن گنبدن ۽ منارن سميت، مسمار ڪيا ويا. مدرسن ۽ اسپتالن ۾ طالب العلم ۽ مريض ڪُٺا ويا. قبرن مان شيخن ۽ پارسا امامن جا هڏا ۽ مدرسن مان جيد عالمن جون تصنيفون ڪڍي، انهن کي ساڙيو ويو. ڪتابن کي باهہ ۾ اڇلايو ، يا دجلہ ندي ۾ لوڙهيو ويو. اهڙي طرح پنجن صدين جي گڏڪيل علمي ۽ ثقافتي ذخيري ۽ ورثي کان انسان ذات هميشہ لاءِ محروم ٿي وئي. ڇئن ڏينهن جي آتش زدگيءَ بعد، خليفي مستنصر بالله کي پٽن ۽ اهل خانہ سميت مار ڏئي ماريو ويو. ابن خلدون جي بيان موجب، هن بربايءَ اڇڻ کان اڳ بغداد جي آدم شماري ويهہ لک هئي، جن مان ڇهن ڏينهن جي ڪوس ۾ سورهن لک انسان قتل ٿيا. ابن الاثير لکي ٿو تہ " تاتارين ( منگولن) جي ڪاهہ، دنيا تي عموماً ۽ مسلمانن تي خصوصاً، آيل تمام مصيبتن ۽ ڏڪائيندڙ آفتن ۾ بدترين هئي."

بغداد جي تباهي (١٢٥٨ع) بعد پنج سؤ سالہ عباسي خلافت جو خاتمو ٿيو. وحشي منگول گروهہ فرات ندي پار ڪري. انساني تهذيب جي قديم آماڃگاهہ، ميسوپوٽيميا ( عراق) ۾ داخل ٿيا ۽ هر طرف تباهي ۽ بربادي مچائي ڇڏيائون. حلب ۾ پنجاهہ هزار انسان قتل ٿيا ۽ ڏهہ هزار عورتون ۽ ٻار غلام بنايا ويا. " حران" جا شهري امن جي وعدي تي پيش پيا، ليڪن سفاڪ منگولن ٽج پياڪ ٻارن سميت سيني کي قتل ڪري ڇڏيو. سندن مرغوب مشغلو ٻارن کي هوا ۾ اڇلائي پوءِ ترار جي نوڪ تي انهن کي جهٽڻ هو. پوءِ مغرب طرف ويا، آخر فلسطين ۾ " عين جالوت" جي مقام وٽ سلطان بيبرس سندن مقابلو ڪيو ۽ کين شڪست فاش جو

مزو چکايو. حلب، شام ۽ عراق منگولن جي ناپاڪ موجودگي کان پاڪ ٿيو ۽ " بيبرس" آڪٽوبر ١٢٦٠ع ۾ "الملڪ الظاهر" جي لقب سان مصر ۾ تخت نشين ٿيو. هن خلافت کي ٻيهر قائم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. تاريخ ١٢ مئي ١٢٦١ع تي قاهره (مصر) ۾ هڪ بچي ويل عباسي شهزادي ابوالقاسم احمد کي " المستنصر بالله" جي خطاب سان خليفو بڻايو ويو. سلطان بيبرس اهڙي طرح پنهنجي حڪمراني جو جواز پيدا ڪيو. خلافت جو مجوزه ادارو مصر ۾ سورهين صدي عيسوي تائين قائم هو، جڏهن ترڪي جي سلطان سليم مصري خليفي کان پنهنجي حق ۾ دستبرداري لکائي، خلافت عثمانيہ جو آغاز ڪيو.

## خلافت عباسيہ جا ڪل ٣٧ خليفا ٿي گذريا:

(١) ابوعباس عبدالله السفاح ( ٧٥٤ ـ ٧٤٩ع)، (٢) ابو جعفر عبدالله المنصور ( ٧٧٥ ـ ٧٥٤ع) (٣) محمد المهدي ( ٧٨٥ ـ ٧٧٥ع) ، (٤) موسيٰ الهادي ( ٧٨٦ ـ ٧٨٥ع)، (٥) هارون الرشيد ( ٨٠٩ ـ ٧٨٦ع)، (٦) محمد الامين ( ٨١٣ ـ ٨٠٩ع)، (٧) مامون الرشيد ( ٨٣٣ ـ ٨١٣ع)، (٨) ابو اسحاق محمد المعتصم بالله (٨٤٢ ـ ٨٣٣ع)، (٩) ابو جعفر هارون الواثق بالله ( ٨٤٧ ـ ٨٤٢ع)، (١٠) ابو الفضل جعفر متوڪل علي لله (٨٦١ ـ ٨٤٧ع)، ( ١١) ابو جعفر احمد مستنصر بالله ( ٨٦٢ ـ ٨٦١ع)، (١٢) ابو العباس احمد مستعين بالله (٨٦٥ ـ ٨٦٢ع)، (١٣) المعتز بالله ( ٨٦٩ ـ ٨٦٥ع)، (١٤) المهتدي باالله (٨٧٠ ـ ٨٦٩ع)، (١٥) المعتمد علي الله (٨٩٢ ـ ٨٧٠ع)، (١٦) المعتزد بالله (٩١٢ ـ ٨٩٢ع)، (١٧) المڪتفي بالله ( ٩١٧ ـ ٩١٢ع)، (١٨) مقتدر بالله (٩٣٢ ـ ٩١٧ع)، (١٩) القاهر بالله ( ٩٣٤ ـ ٩٣٢ع)، (٢٠) الراضي بالله (٩٤٠ ـ ٩٣٤ع)، (٢١) المتقي بالله (٩٤٤ ـ ٩٤٠ع)، (٢٢) المستڪفي بالله (٩٤٦ ـ ٩٤٤ع)، (٢٣) المطيع بالله (٩٧٤ ـ ٩٤٦ع)، (٢٤) الطائي بالله ( ٩٩١ ـ ٩٧٤ع)، (٢٥) القادر بالله ( ١٠٣١ ـ ٩٩١ع)، (٢٦) القائم بامر الله ( ١٠٧٥ ـ ١٠٣١ع)، (٢٧) المقتدي بامر الله ( ١٠٩٤ ـ

١٠٧٥ع)، (٢٨) المستظهر بالله (١١١٨ ـ ١٠٩٤ع)، (٢٩) المسترشد بالله ( ١١٣٥ ــ ١١١٨ع)، (٣٠) الراشد بالله ( ١١٣٥ ــ ١١٣٥ع)، (٣١) المكتفي لامرالله (١١٦٠ ــ ١١٣٥ع)، (٣٢) المستنجد بالله (١١٧٠ ــ ١١٦٠ع)، (٣٣) المستعزي باامرالله (١١٨٠ ـ ١١٧٠ع)، (٣٤) الناصر لدين الله ( ١٢٢٥ ــ ١١٨٠ع)، (٣٥) الظاهر بامر الله (١٢٢٦ ـ ١٢٢٥ع)، (٣٦) المستنصر بالله (١٢٤٢ ـ ١٢٢٦ع) ۽ (٣٧) المستعصم بالله (١٢٥٨ ـ ١٢٤٢ع)،

## خلافت عثمانيه:

خلافت عثمانيہ جو آغاز سن ١٣٠٠ع ڌاري بظنطيني شهنشاهيت ۽ سلجوقي سلطنت جي زوال بعد. سن ١٣٢٦ع ۾ انهيءَ ترڪ امارات سان ٿيو، جنهن سن ١٣٦٦ع ۾ يورپ اندر هڪ باقاعده سلطنت جي صورت اختيار ڪئي. سن ١٤٥٣ع ۾ سلطان محمد ثاني فاتح ( ١٤٨١ ـ ١٤٥١ع) بظنطيني دارالشهنشاهيت قسطنطنيہ فتح ڪري اسلامي شهنشاهيت " دولت عثمانيہ" جو بنياد وڌو. ڪانئس اڳ ڇهہ عثماني حڪمران ٿي گذريا هئا، جن جو تاريخ ۾ هن ريت اندراج ڪيل آهي: (١) عثمان اول ( ١٢٩٩ع) (٢) ارخان ( ١٣٢٦ع) (٣) سلطان مراد اول (١٣٥٩ع) (٤)سلطان بايزيد اول (١٤٠١ ـ ١٣٨٩ع)، (٥) سلطان محمد اول ( ١٤٢١ ـ ١٤٠٣ع) ۽ (٦) سلطان مراد ثاني ( ١٤٥١ ـ ١٤٢١ع) ، سلطان محمد ثاني جي قائم ڪيل شهنشاهيت، باسفورس جي ڪناري هڪ قدم يورپ ۽ ٻيو قدم ايشيا ۾ رکي، ڀهرين بين البراعظمي سياسي قوت بني. سن ١٥١٢ع ۾ سلطان سليم اول جي سياسي حڪمت عملي هيٺ اتحاد المسلمين خاطر دولت عثمانيہ کي خلافت عثمانيہ ۾ تبديل ڪيو ويو. مسلمان قوم جي نشاة ثانيہ جو هي دور سن ١٩٢٢ع تائين قائم رهيو، دنيا جا سني مسلمان جذباتي طور تي خلافت عثمانيہ سان منسلڪ هئا.

عثمانيہ شاهي خاندان جا ڪل ٣٦ حڪمران ٿي گذريا. مٿي ڄاڻايل ڇهين اوائلي حڪمرانن بعد، ستين سلطان محمد ثاني ( ١٤٢١ع) کان

مسلمان قوم جي ترقي جو باقاعده آغاز ٿيو. انين حڪمران بايزيد ثاني (١٤٨١ع) ۽ نائين سلطان سليم اول ( ١٥١٢ع) مسلسل فتوحات جي ذريعي دولت عثمانيه کي دنيا جي واحد غالب قوت بنائي ڇڏيو.خليفي سلطان سليم اول کان وٺي خلافت عثمانيه جا ڪل ٢٨ خليفا ٿي گذريا: (١) خليفو سليم اول ( ١٥١٢ع) (٢) خليفو سليمان اول (١٥٢٠ع). (٣) خليفو سليم ثاني ( ١٥٦٦ع) (٤) خليفو مراد ثالث (١٥٧٤ع). (٥)خليفو محمد ثالث ( ١٥٩٥ع). (٦) خليفو احمد اول (١٦٠٣ع) ، (٧)خليفو مصطفيٰ اول (١٦١٧ ع ۽ ١٦٢٢ع). (٨) خليفو عثمان ثاني (١٦٢١ع ـ ١٦١٨ع). (٩) خليفو مراد چوٿون ( ١٦٢٣ع) (١٠) خليفو ابراهيم ( ١٦٤٠ع). (١١) خليفو محمد چوٿون ( ١٦٤٨ع). (١٢) خليفو سليمان ثاني ( ١٦٨٧ع). (١٣) خليفو احمد ثاني (١٦٩١ع). (١٤) خليفو مصطفيٰ ثاني (١٦٩٥ع). (١٥) خليفو احمد ثالث (١٧٠٣ع). (١٦) خليفو محمود اول ( ١٧٣٠ع) (١٧) خليفو عثمان ثالث (١٧٥٤ع) (١٨) خليفو مصطفيٰ ثالث (١٧٥٧ع). (١٩) خليفو عبدالحميد اول (١٧٧٤ع). (٢٠) خليفو سليم ثالث ( ١٧٨٩ع) . (٢١) خليفو مصطفيٰ چوٿون ( ١٨٠٧ع). (٢٢) خليفو عبدالعزيز ( ١٨٦١ع). ( ٢٥) خليفو مراد پنجون (١٨٧٦ع). (٢٦) خليفو عبدالحميد ثاني ( ١٨٧٦ع). (٢٧) خليفو محمد پنجون راشد (١٩٠٩ع) ۽ (٢٨) خليفو محمد ڇهون وحيد الدين (١٩٢٢ ـ ١٩١٨ع). اهڙي طرح جملي ٣٦ عثمان جي شاهي خاندان جا افراد ويهين صدي عيسويءَ جي پهرين چوٿائي تائين هڪ متحده اسلامي قوت جو نشان بنيا رهيا.

هن اسلامي قوت جا اولين مدمقابل، " فرينج"، جن صليبي جنگن ذريعي خلافت عباسيه ۽ ايشيا جي امن کي ڪمزور ڪيو هو، هاڻي اتر افريقه ۾ سرگرم ٿيا. الجزائر ( الجيريا) پهريون مسلمانن جو ملڪ هو، جيڪو سن ١٨٣٠ع ۾ خلافت عثمانيه کان الڳ ٿي فرانس سرڪار جي قبضي هيٺ آيو. نيويارڪ ٽائيمس ٢١ نومبر ١٨٤٢ع مطابق، جڏهن نومبر ١٨٤٢ع ۾ امريڪي فوجون الجزائر ۾ داخل ٿيون تڏهن فرانس انهيءَ ملڪ تي پنهنجي حاڪيمت جو حق ڄاڻايو. سن ١٨٨١ع ۾ " تيونس" تي قبضو

ڪيو ويو ۽ ١٩٠١ع ۾ ” مراقش“ فرينچ قبضي هيٺ هليو ويو. پنجن سالن (١٩١٢ ـ ١٩٠٧ع) اندر فرينچ افريقي شهنشاهيت قائم ٿي وئي. اسپين پنهنجي ساحلي حدن کان اڳتي وڌي پنهنجو الڳ بينڪي راڄ قائم ڪيو. اٽلي، فرانس ۽ اسپين جون يورپي قوتون، ٨٢ سالن ( ١٩١٢ ـ ١٨٣٠ع) اندر، اتر افريقہ تي قابض ٿي ويون. اتر افريقا جون عرب رياستون هڪ ٿي خطو ثابت ٿيون آهن. يورپي قبضي بعد، سفيد فام ۽ سياھ فام افريقا جو فرق شروع ٿيو ۽ اتان جديد دنيا جي نسلي امتياز، ”رئسلزم“ جي تاريخ شروع ٿي. ڏکڻ افريقہ ۾ سفيد فام حاڪميت هيٺ نسلي امتياز جي باقاعده پاليسي ” اپارٿيڊ“ انهي تاريخي تسلسل جو نتيجو هئي.

مصر جو ملڪ، ارضياتي اعتبار کان، ” افريقا کنڊ“ جو حصو آهي، ليڪن تاريخي ۽ ثقافتي طور تي قديم زماني کان هي ملڪ ” مغربي ايشيا“ ۾ شامل رهيو آهي. هتي غازي صلاح الدين کانپوءِ سلطان بيبرس صليبي حملہ آورن خلاف مسلمانن جي ڍال بنيو ۽ وحشي منگول گروهن کي، بغداد ۽ خلافت عباسيہ جي تباهي بعد، شڪست فاش ڏني، مغربي ايشيا کي پيهر اسلامي حڪومت هيٺ آندو ۽ مملوڪ شاهي خاندان جو بنياد وڌو. آخري ايوبي سلطان الصالح جي غلام محافظن کي مملوڪ چيو ويندو هو. سندس وفات ( نومبر ١٢٤٩ع) بعد سندس فرزند توران شاھ کي مملوڪن ١٢٥٠ع ۾ قتل ڪري، مملوڪ ”ايبڪ“ کي مصر جو سلطان بنايو، جيڪو مملوڪ شاهي خاندان جو باني هو. چوٿين مملوڪ سلطان الملڪ الظاهر بيبرس ( ١٢٧٧ ـ ١٢٦٠ع) کان مسلمان قوم جو نئون دور شروع ٿيو، تاريخ ٣ سپٽمبر ١٢٦٠ع تي جيڪڏهن هي مملوڪ سلطان، منگول حملي آورن کان مصر جي حفاظت نہ ڪري ها، تہ تهذيب جي تاريخ ۾ هڪ بيو المناڪ باب لکجي وڃي ها. تمام قديمي تهذيبي آثار مٽجي وڃن ها، تاريخي مسودات خاڪ ٿي وڃن ها ۽ نوادرات جا خزانا لٽجي ۽ برباد ٿي وڃن ها.

سلطان بيبرس جي طفيل مسلمانن جي ٻي خوشقسمتي مصر ۽ شام جو مستقل الحاق هو، جيڪو خلافت عثمانيہ جي قيام تائين، مملوڪ حاڪيمت هيٺ اڍائي صدين کان مٿي عرصي ( ١٥١٧ ـ ١٢٦٠ع) تائين

قائم رهيو. مملوڪ شاهي خاندان جا ٢٤ بحري مملوڪ ۽ ٢٣ برجي مملوڪ سلطان ٿي گذريا، سندن دور جو تاريخي مطالعو بيحد دلچسپ آهي. هن دور جي آخري حصي ۾ شامي سلطنت کي يورپي بحري تجارت مان ڇيهو رسيو. سن ١٤٩٧ع ۾ پرتگالي ملاح، واسڪوڊيگاما ، ڪيپ آف گڊهوپ کان، جيڪو نئون بحري تجارتي رستو ڳوليو ڪڍيو، انهي مان هندستان سان هلندڙ منافع بخش تجارت جي نقصان کان علاوه، بحر احمر ۽ هندي وڏي سمنڊ ۾ مسلمانن جي جهازن تي يورپي بحري ٻيڙن جا حملا وڌي ويا. هندستان ۽ عربستان جو تجارتي مال، مصر ۽ شام جي بندرن تي اچڻ بند ٿي ويو. سن ١٥٠٠ع ۾ پرتگالي تاجرن ۽ ملاحن هندستان جي مغربي ساحل تي " ڪئليڪٽ" وٽ قبضو ڄمايو ۽ ١٣ سالن بعد سن ١٥١٣ع ۾ سندن جنرل، الفانسو، عربستان جي بندر " عدن" تي بارودي حملو ڪيو. ( هتي، دعربس ... ص ص ٦٩٧ ـ ٦٩٦).

مصر جو ملڪ ٢٨٠ سال ( ١٧٦٩ ـ ١٤٨٩ع) خلافت عثمانيه ۾ شامل رهيو. اندروني معاملات مملوڪ " بي" ۽ فوجي ضابطو ترڪ "پاشا" جي هٿ هيٺ رهيو. سن ١٧٦٩ع ۾ " علي بي" خلافت عثمانيه جي مقرر ڪيل " بي" کي بي دخل ڪري، مصر جو بادشاهه بنيو. جولاءِ ١٧٧٠ع ۾ مڪي شريف جي " شريف" حاڪم ۽ ١٧٧١ع ۾ شام ملڪ کي زير ڪرڻ بعد " علي بي" جي غلام نائي " ابو ضحاب" سندس خلاف بغاوت ڪئي. اپريل ١٧٧٢ع ۾ " علي بي" ڀاڄ ڪاڍي. ٽي هزار البانوي فوج ڪني ڪري ٻيهر تخت حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪيائين، ليڪن جنگ ۾ زخمي ٿيڻ يا زهر ملڻ سبب ١٧٧٣ع ۾ فوت ٿيو. " علي بي" جي عروج خلافت عثمانيه جي ڪمزوريءَ کي پڌرو ڪري ڇڏيو هو ۽ ابو الضحاب جي مصر تي حڪمراني، مملوڪ حق کي خلافت طرفان تسليم ڪرڻ جي برابر هئي.

جولاءِ ١٧٩٨ع ۾ اوچتو، فرانس جو شهنشاهه، نيپولين بوناپارٽ ، اسڪندريه ۾ وارد ٿيو. هن جو اصل مقصد انگريزن جي مشرقي ملڪن ۾ وڌندڙ تجارت کي روڪڻ هو، جنهن ۾ هو ناڪامياب ٿيو. پهرين آگسٽ ١٧٩٨ع تي فرينچ جنگي ٻيڙي ( آرماڙ) کي " ابوقير بي" جي بندرگاهه تي

زبردست نقصان پهتو. ١٧٩٩ع ۾ ” اڪا“ جي مهم ناڪام ٿي ۽ ٢١ مارچ ١٨٠١ع تي اسڪندريہ جي لڙائي ۾ شڪست کائڻ بعد فرينچ فوج مصر خالي ڪري وئي. هن کان اڳ، خلافت عثمانيہ لاءِ مصر فقط آمدني جو ذريعو ۽ شام ۽ عربستان تي قابض رهڻ جو وسيلو هئي، ليڪن اڻويهين صدي عيسوي جي آغاز سان مصر جي بين الاقوامي حيثيت بنجي وئي: مصر کي هندستان ۽ ڏور مشرق جو دروازو سمجهيو ويو. نيپولين جي حملي يورپ جو ڌيان قديم هندستاني خشڪي رستي طرف ڇڪايو ۽ رد عمل جو هڪ سلسلو شروع ٿي ويو، جنهن ۾ مشرق قريب يورپي سازشن ۽ سفارتڪاري جو هڪ طوفاني مرڪز بنيو.

## جديد مصر:

خلافت عثمانيہ جي ترڪ فوج جنهن نيپولين کي مصر مان ڀڄائي ڪڍيو، انهي ۾ مقدونيہ جو هڪ جوان فوجي عملدار ” محمد علي“ شامل هو، جنهن کي تاريخ ۾ ” جديد مصر جو باني“ تسليم ڪيو ويو آهي. خلافت طرفان ڪيس ١٨٠٥ع ۾ ” پاشا“ مقرر ڪيو ويو هو، تاهم مصر جي حالات مطابق هن محض نالي ماتر خلافت عثمانيہ جي بالادستي قائم رکي. اصل ۾ مصر جي تاريخ اڻويهين صديءَ جي پهرين اڌ ۾ فقط هڪ بالادست حڪمران جو احوال پيش ڪري ٿي ۽ اهو محمد علي پاشا هو. تمام آمدني ۽ طاقت جا ذريعا هن قومي ملڪيت ۾ ورتا ۽ عرب دنيا ۾ قوميائڻ جي پاليسي (Nationalization) جو آغاز ڪيو.

ترقياتي ڪمن جي تڪميل لاءِ زرعي ۽ پيشورانہ تعليم ۽ تربيت جو انتظام ڪيائين. سن ١٨١٣ع کان، سندس وفات سن ١٨٤٩ع تائين، تعليم تربيت اصلاحات ۽ فتوحات ذريعي محمد علي پاشا مصر کي خلافت عثمانيہ کان الڳ هڪ جديد ترقي يافتہ آزاد خود مختيار ملڪ بنايو ۽ سندس پوٽين انهيءَ عمل کي جاري رکيو. ١٨٣١ع ۾ شام ملڪ پڻ خلافت مان نڪري مصر جي پاشائيءَ ۾ داخل ٿيو. مصر ۾ مملوڪ حڪمراني جو ڇهہ صديون پراڻو سلسلو بہ ختم ڪيو ويو. عربستان ۾ وهابي تحريڪ کي

ختم ڪرڻ لاءِ ڪامياب ڪاروائي ڪئي وئي. پوءِ بہ ترڪ - مصري اسلامي اتحاد قائم رهيو. انگريز - فرينچ - روسي گڏيل يورپي آرماڙ هن اتحاد کي ٽوڙڻ ۽ خلافت عثمانيہ کي ڪمزور ڪرڻ لاءِ بحري فوجي طاقت جو استعمال ڪيو. تاريخ ٢٠ آڪٽوبر ١٨٢٧ع تي نوارنو جي بحري لڙائي ۾ ترڪ - مصري آرماڙ جي ٧٨٢ جنگي جهازن مان صرف ٢٩ جهاز باقي بچيا. بعد ۾ خلافت جي وعده خلافي سبب اهو اتحاد بہ ٽٽي ويو ۽ يورپي طاقتون پنهنجي مفادات خاطر خلافت عثمانيہ جي طرفداري ڪرڻ لڳيون.

تاريخ ١٣ فيبروري ١٨٤١ جي ٻن فرمانن ذريعي مصر جي پاشايت محمد علي پاشا جي خاندان ۾ موروثي بنائي وئي ۽ سوڊان کي مصر جي حڪومت هيٺ آندو ويو. هن شاهي خاندان جا ڪل ڏهہ حڪمران ٿي گذريا : (١) محمد علي پاشا (١٨٤٨ - ١٨٠٥ع)، (٢) ابراهيم پاشا (١٨٤٨ع)، (٣) عباس پاشا اول ( ١٨٥٤ - ١٨٤٨ع)، (٤) سعيد پاشا ( ١٨٦٣ - ١٨٥٤ع)، (٥) اسماعيل پاشا (١٨٧٩ - ١٨٦٣ع). سن ١٨٦٦ع ۾ اسماعيل پاشا " خديو مصر" جو لقب اختيار ڪيو. (٦) خديو توفيق ( ١٨٩٢ - ١٨٧٩ع) ، (٧) خديو عباس ثاني حلمي ( ١٩١٤ - ١٨٩٢ع)، (٨) خديو حسين ڪامل ( ١٩١٧ - ١٩١٤ع) - حڪومت جي آخري سال ۾ هن " سلطان" جو لقب اختيار ڪيو. ( ٩) سلطان فواد (١٩٣٦ - ١٩١٧ع) - سن ١٩٢٢ع هن " شاهہ" جو خطاب ورتو ۽ (١٠) شاهہ فاروق ( ١٩٥٢ - ١٩٣٦ع)، تاريخ ٢٢ جولاءِ ١٩٥٢ع تي فوج حڪومت تي قبضو ڪري، بادشاهيت جو خاتمو ڪيو.

خديو اسماعيل پاشا جي دور حڪومت ۾ "سوئيز ڪئنال" جي ٺهي راس ٿيڻ سبب مصر جي اهميت ۾ اضافو آيو. اهو سال ١٨٦٩ع هو. قديم زماني کان مصري، بحر روم ( يونچ سمنڊ ) کي بحر احمر ( ڳاڙهي سمنڊ سان ڳنڍڻ جي ڪوشش ڪندا رهيا هئا. ڇهين صدي ق - م ۾ اٽڪل پنجاهہ سالن تائين نيل ندي کي بحر احمر سان ملائيندڙ جهاز راني جي لائق هڪ واهہ جاري هو. بعد ۾ ٦٤٢ع کان ٧٧٦ع تائين اسلامي دور خلافت ۾ انهي واهہ کي استعمال ڪيو ويو. اڻويهن صدي عيسويءَ ۾ هڪ فرينچ انجنيئر ڊي ليسيپس، خلافت عثمانيہ جي اجازت سان، سئيز ڪئنال جي

کوٺائي شروع ڪئي، جيڪا دراصل قديم پنجن ڏينهن کي ملائي قديم واهه کي جديد طرز تي بنائڻ جي رٿا هئي. ڏهن سالن جي مسلسل ڪوشش ۽ اٽڪل هڪ ڪروڙ ستر لک پائونڊن جي لاڳت سان نومبر ١٨٦٩ع ۾ سئيز ڪئنال بين الاقوامي آمد رفت لاءِ کوليو ويو. جولاءِ ١٩٥٦ع ۾ مصر جي صدر ڪرنل جمال عبدالناصر ( ١٩٧٠ع ـــ ١٩١٨ع) سئيز ڪئنال کي قومي ملڪيت ۾ ورتو. بعد ۾ فرانس، برطانيه ۽ اسرائيل ٢٩ آڪٽوبر ١٩٥٦ع تي گڏيل حملو ڪري، سوئيز ڪئنال تي زبردستي قبضي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، جيڪا مصر جي حڪومت جي استقلال ۽ اقوام متحده جي مداخلت سبب ناڪام ٿي. مصر جي ڪل آبادي ٽن ڪروڙن کان مٿي آهي. جنهن ۾ ٩٢ فيصد مسلمان آهن. هتي اسلامي نشاة ثاني لاءِ سلطان غازي صلاح الدين ايوبي کان وٺي الشيخ محمد عبده ( ١٩٠٥ع ـــ ١٨٢٩ع) تائين ڪوششون ٿينديون رهيون. هتي ١٨٧٢ع کان سيد جمال الدين افغاني ( ١٨٩٧ع ـ ١٨٣٨ع) درس ڏنو، ۽ انهي حوالي سان علامه اقبال هي شعر چيو آهي:

” رنگ لايا هے جمال الدين افغاني کا درس
اٹهه رها هے ” نيل“ کي موجون سے شور انقلاب“

سن ٢٠ هجري مطابق ٦٤١ع ۾ ” مصر“ اسلامي خلافت ۾ شامل ٿي ۽ چئني خلافتن ۽ فاطمي خلافت هيٺ هتي اسلام جي اشاعت ٿيندي رهي هئي. خلافت عثمانيه جي خاتمي (مارچ ١٩٢٤ع ) ۽ پهرين مهاڀاري لڙائي (١٩١٨ع ـــ ١٩١٤ع) جي نتيجي ۾ هتي انگريزن جو قبضو ٿيو، جيڪو ١٩٣٦ع ۾ شاهه فاروق جي تخت نشينيءَ سان بادشاهيت ۾ تبديل ڪيو ويو. جولاءِ ١٩٥٢ع ۾ فوجي انقلاب ذريعي بادشاهيت جو خاتمو ٿيو. جنرل نجيب ۽ ڪرنل جمال عبدالناصر جي قيادت ۾ مصر جي جديد تاريخ جو دور شروع ٿيو.

## خلافت جي تاريخ

علامه الشهرستاني ( متوفي ١١٥٣ع) جي قول مطابق، ” امامت (خلافت) کان وڌيڪ سنجيده اسلامي مسئلو، اهڙو ڪو پيدا نه ٿيو جنهن ۾ گهڻي خونريزي ٿي هجي.“ پهرين خلافت راشده ( ٦٦١ ـــ ٦٣٢ع) جو آغاز بغير خونريزيءَ جي ٿيو تاهم انجام تي پهچڻ تائين. محض ٽيهن سالن جي

عرصي اندر، اسلامي تاريخ مسلمانن جي باهمي خونريزيءَ سان رڱجي وئي. اموي خلافت ( ٧٥٠ ـ ٦٦١ع) ۾ حسنين جي شهادت، امامت جي مسئلي کي اجاگر ڪيو، خلافت موروثي بادشاهيت ۽ شهنشاهيت ۾ تبديل ٿي وئي ۽ دين اسلام " سني" ۽ "شيعہ" مذهبن ۾ تقسيم ٿيو. عباسي خلافت (١٢٥٨ ـ ٧٥٠ع) شيعہ تحريڪ جي ذريعي قائم ٿي، ليڪن شيعہ دشمني جي پاليسيءَ تي عمل پيرا رهي. فاطمي خلافت ( ١١٧١ ـ ٩٠٩ع) پهرين الڳ شيعہ خلافت هئي، جنهن جي ذريعي عباسي خلافت اندر خفيہ تنظيمون قائم ٿيون. قرمطي ۽ باطني ( حشيشي) تنظيمن خود مسلمانن جي قوت ۽ اتحاد کي نقصان پهچايو. يورپ کنڊ ۾ بي اموي خلافت " اسپين" جي سرزمين تي هڪ صدي کان مٿي ( ١٠٣١ ـ ٩٢٩ع) تائين قائم رهي، جنهن کي خلافت قرطبہ چئجي ٿو. اسپين ۾ مجموعي اسلامي بالادستي جو دور ( ١٤٩١ ـ ٧١١ع) اٺ صديون قائم رهيو. آخري اسلامي خلافت، خلافت عثمانيہ (١٩٢٤ ـ ١٥١٧ع) واحد غير عرب خلافت هئي. پهرين مهاڀاري لڙائي (١٩١٨ ـ ١٩١٤ع) جي خاتمي بعد ترڪ قوم خلافت جي دعويٰ ترڪ ڪري پنهنجي قومي رياست قائم ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. نومبر ١٩٢٢ع ۾ سلطان خليفي محمد رابع کي معزول ڪري سندس سوٽ عبدالمجيد ثانيءَ کي نالي ماتر خليفو بنايو، ليڪن ١٦ مهينن گذرڻ بعد، مارچ ١٩٢٤ع ۾ خود خلافت جي اداري کي ختم ڪري جمهوريت جو آغاز ڪيو ويو.

جديد ترڪي جي باني غازي مصطفيٰ ڪمال " اتاترڪ" ( ١٩٣٨ ـ ١٨٨١ع) جي تحريڪ " اسلام" جي نالي ۾ شروع ٿي. بر صغير هندستان پاڪستان ۾ خلافت تحريڪ (١٩٢٤ ـ ١٩١٩ع ) ڏيکاري ٿي تہ انهيءَ وقت تائين اتحاد المسلمين جو عالمي اسلامي نظريہ مسلمانن ۾ مقبول هو. ترڪي جو هاري طبقو، خلافت عثمانيہ کي غير اسلامي يوربي غلبي مان آزاد ڪرائڻ لاءِ، مصطفيٰ ڪمال جي مذاحمتي فوج ۾ ڪثرت سان ڀرتي ٿيو ۽ بي جگريءَ سان وڙهيو. سيد احمد ، مفتي اعظم، يوناني بالادستيءَ کان بچڻ لاءِ "اناطوليہ" ۾ مصطفيٰ ڪمال جي ڀربور حمايت ڪئي. تاهم ڪاميابي بعد ترڪ عوام ۽ مسلمان عالمن جي اميدن تي پاڻي ڦري ويو،

غازي مصطفيٰ ڪمال پاشا، خلافت ۽ اسلام جي نشاۃ ثانيہ بجا ترڪ قوميت ۽ لادينيت جي فروغ جو فيصلو ڪيو.

عالمي اسلامي نظريہ کي ترڪي ۾ پهتل نقصان بعد، عرب ملڪن عالمي عرب نظريہ (Pan Arabism) طرف توجہ ڏنو. مارچ ۱۹۴۵ع ۾ ”عرب ليگ“ جو قيام عمل ۾ آيو: مصر شام، عراق، سعودي عربيہ، يمن، لبنان، تيونس ۽ الجزائر انهيءَ جا باني رڪن ملڪ آهن.

## بلخ جو برمڪي خاندان

(هڪ يادگار داستان)

جڏهن ابو مسلم خراساني، اموي خلافت جي لشڪر سان وڙهي رهيو هو، تڏهن سندس جوڌن جوانن ۾ خالد بن برمڪ نالي هڪ ايراني شامل هو، جنهن جا ابا ڏاڏا بخطر ( بلخ) جي ” نوبهار“ ، ٻڌمندر، جا متولي هئا. بعد ۾ زرتشتي ۽ آتش پرست ٿيا. مسلمان ٿيڻ بعد خالد برمڪي اسلامي فوج ۾ شامل ٿيو. بغاوت جي ڪاميابي ۽ عباسي خلافت جي اعلان بعد، پهرين عباسي خليفي، ابو العباس عبدالله ( السفاح) - ۷۵۴ - ۷۵۰ع) خالد برمڪي کي پنهنجو ڪاتب مقرر ڪيو، جيڪو عهدو وزير جي برابر هو ۽ پهريون دفعو هڪ ايراني نومسلم اسلامي خلافت جي اعليٰ منصب تي فائز ٿيو. ٻئي عباسي خليفي، ابو جعفر عبدالله المنصور ( ۷۷۵ - ۷۵۴ ع ) جي دور ۾ بغداد جي تعمير ٿي، جنهن ۾ خالد برمڪي اهم ڪردار ادا ڪيو ۽ ماليات جو محڪمہ سندس زير نگراني رهيو. بعد ۾ خالد برمڪي فارس (ايران) ۽ پوءِ تبرستان جو والي ٿيو ( ۷٦۹ - ۷٦۵ع) ، ۽ ” مصدره“ ۾ اتڪل ٽيهہ لک درهم جمع ڪرائڻ جي عيوض کيس موصل جو والي مقرر ڪيو ويو جتي ڪرد قبائلين جي يورش تي ضابطو رکيائين. خالد برمڪي (متوفي ۷۸۲ع) پنهنجي صلاحيتن، خدمات ۽ عباسي شاهي خاندان سان وفاداريءَ سبب، پنهنجي خاندان لاءِ وزارت جو عهدو موروثي بنائي ڇڏيو. هن ۷۵ سالن جي عمر ۾ وفات ڪئي سندس فرزند ” يحيٰ“ ، آذربائيجان جو حاڪم مقرر ٿيو. خليفي المهدي جي دور ( ۷۸۵ - ۷۷۵ع) ۾ يحيٰ بن خالد برمڪيءَ کي واپس بغداد طلب ڪيو ويو، ليڪن سال ۷۷۷ع ۾،

جڏهن شهزادي هارون کي، مغربي علائقن ( آرمينيا ۽ آذربائيجان سميت) جو والي مقرر ڪيو ويو، تڏهن يحيٰ بن خالد برمڪي کي سندس حڪومت جو اعليٰ نگران ۽ سرڪاري دستاويزات ۽ لکپڙهہ جومحافظ بنايو ويو. جڏهن خليفي هادي ( ٧٨٦ - ٧٨٥ع) شهزادي هارون کان تخت نشيني جي حق تان دستبرداري وٺڻ جي ڪوشش ڪئي تڏهن يحيٰ برمڪي، هارون جي حمايت ڪئي ۽ ڪجهہ وقت قيد و بند جي صعوبت برداشت ڪئي، وفاداري جي عيوض خليفي هارون الرشيد پنهنجيدور ( ٨٠٩ - ٧٨٦ع) ۾ برمڪي ( برامڪہ) خاندان کي خلافت جو خاص معتمد بنايو، يحيٰ برمڪي وزير هو، سندس فرزند فضل برمڪي مشرقي علائقن جو والي هو ۽ ٻيو فرزند جعفر برمڪي خليفي جو خاص مقرب هو ۽ سندس اخراجات لاءِ ڪجهہ علائقا سندس جاگير بنايا ويا، جعفر برمڪي خود بغداد ۾ مقيم هو ۽ سندس ملازم جاگير سنڀاليندا هئا. سترهن سال لاڳيتا (٨٠٣ - ٧٨٦ع) برمڪي خاندان لامحدود اختيارات جو مالڪ رهيو.

برمڪي خاندان جي اقتدار جو دور ، تاريخ ٢٩ جنوري، ٨٠٣ ع تي يڪسر ختم ٿي ويو: انهي رات جعفر برمڪي جو سر قلم ڪري بغداد جي مرڪزي پُل تي ٽنگيو ويو ۽ سندس جسم جا ٻہ ٽُڪر ڪري هرهڪ حصو ٻين ٻن پلين تي لٽڪايو ويو، سندس والد وفادار يحيٰ برمڪي ۽ اعليٰ منتظم ڀاءُ فضل برمڪي گرفتار ڪري قيد ڪيا ويا ۽ سندن سموري ملڪيت ضبط ڪئي وئي، اکين وارن لاءِ هيءَ عبرت هئي ( بروڪلمن، - ايضا - ص ص ١١٥ - ١١٤)

هنن مقتدر ، باصلاحيت ۽ معزز انسانن جي اهڙي عبرتناڪ انجام جو ڪهڙو ڪارڻ هو؟ سنڌيءَ ۾ چوندا آهن تہ باهہ ۽ بادشاهہ کي گهٽو ويجهو نہ وڃجي. برمڪين جو مثال انهيءَ سنڌي چوڻيءَ جي سچ هجڻ جي ثابتي آهي خالد برمڪي، عباسي شاهي خاندان ۾ ايتري قدر قربت حاصل ڪئي جو سندس ڌيءَ کي ڀهرين عباسي خليفي جي زوجہ ٿيڻ پياري ۽ عيوضي ۾ خليفيجيڌيءُ، خالدبرمڪيءَ جي زال جي ٿڃ ڌاتي، ٻيو برمڪي وزير، يحيٰ بن خالد، هارون الرشيد جي تعليم ۽ تربيت لاءِ " اتاليق" بنيو. خليفي هادي، هارون الرشيد کي تخت تان دستبردار نہ ٿيڻ لاءِ برغلائڻ جي ڏوهہ ۾

يحيٰ برمڪي کي قيد ڪيو ۽ ڪيس ڦاسي اچڻي هئي، انهيءَ جي رات، خود خليفو هادي پنهنجي محل ۾ مئل لڌو ويو. ( اسلامي انسائڪلوپيڊيا، - ايضا- ص ٣٢١) هارون الرشيد، خلافت جي مسند تي ويهڻ بعد، تمام اقتدار اعليٰ يحيٰ برمڪيءَ جي سپرد ڪيو ايتري قدر جو پنهنجي شاهي مُهر بہ کيس ڏئي ڇڏي تہ جيئن مرضيءَ مطابق شاهي فرمان جاري ڪري سگهي. بئي جي ذميداري ۽ اختيارات پنهنجي بلي ڪرڻ بہ عقلمندي نہ آهي ۽ لامحدود اختيارات، اڪثر حاسد پيدا ڪرڻ ۽ خود غير هوشمندي يا ناعاقبت انديشي جي عمل جو باعث بنجن ٿا.

يحيٰ برمڪي، خليفي هارون جو اتاليق ۽ بعد ۾ وزير هو ۽ سندس فرزند جعفر برمڪي، خليفي جو ٿڃ شريڪ ڀاءُ هو. تنهن ڪري ٻنهي کي هن عظيم عباسي خليفي جي بيحد قربت ۽ اعتماد حاصل هو، مستقبل جي خليفي " الامين" جي تعليم ۽ تربيت فضل برمڪيءَ جي سپرد ٿي. يحيٰ برمڪيءَ کي ڪل چار پٽ هئا: فضل، جعفر، موسيٰ ۽ محمد. پويان ٻہ غير معروف رهيا، ليڪن پهرين ٻن فرزندن تاريخ ۾ پنهنجو نالو پيدا ڪيو، ۽ ذاتي صلاحيتن سبب اسلامي خلافت ۾ خاص شهرت حاصل ڪئي. ڇڻني ڀائرن ۾ جعفر برمڪي هڪ وڌيڪ قابل ۽ باصلاحيت شخص هو قربت ۽ ڪامل اعتماد، اعتدال جي حد کان گذري ويا، تڏهن خليفي هارون الرشيد محسوس ڪيو تہ کيس هڪ نام نهاد حڪمران سمجهو وڃي ٿو ۽ اصل حڪمراني برمڪين جي هلي رهي آهي؛ جيڪي سندس احڪامات کي نظر انداز ٿا ڪن ۽ بوقت ضرورت گهربل رقم فراهم نہ ٿا ڪن ايراني شيعا عقائد رکڻ ۽ اهل تشيعت سان عباسي خلافت جي پاليسيءَ مطابق پيش نہ اچڻ بہ عيان هو. اهو " اوور ڪانفيڊنس" يعني پنهنجي طاقت جو زائد اعتماد، برمڪين جي زوال جو هڪ اهم ڪارڻ هو.

ابن خلدون لکي ٿو تہ " حسد جي وڇوڻ" برمڪين کي ڏنگيو. حاجب، فضل بن ربيع، برمڪين خلاف، خليفي هارون الرشيد جا ڪن ڀريا، سيد امير علي، برمڪي وزيرن جي دور ۾ خلافت جي خوشحالي جي تعريف ڪندي، افسوس ظاهر ڪري ٿو تہ پيڙهين جون وفاداريون ۽ خدمتون مطلق العنانيءَ جي غصي ۽ شڪ جي اندائيپ ۾ فراموش ڪيون ويون ۽ ڇي گوين

جي پرمار تي ويساهه ڪيو ويو. هجري سال ١٨٧ ( ٨٠٣ع) جي هن واقعي، نه فقط ( هارون) رشيد جي دور جي چمڪ دمڪ کي ڏنڌلائي ڇڏيو، بلڪ سندس باقي زندگي کي بيقدري جي احساس ۽ پڇتاء سان ڪارو ڪري ڇڏيو. ( اشارت هستري - ايضا - ص ص ٢٤٥ - ٢٤٣) وفادار پيرسن يحيٰ سن ١٩٠هجري ———— (٨٠٦ ع) ۾، اسيريءَ ۾ فوت ٿيو ۽ ٽن سالن بعد سندس باڪمال فرزند فضل گذاري ويو. موسيٰ ۽ محمد، والد جي وفات بعد آزاد ڪيا ويا. هن خاندان مان عبدالملڪ، خليفي امين جي دور (٨٠٩ - ٨١٣ع ) ۾ قيد مان آزاد ٿي، " شام" جو والي بنيو ۽ جڏهن مامون الرشيد خليفو بنيو ( ٨١٣ - ٨٣٣ع) تڏهن برمڪين جي املاڪ ۽ رتبو بحال ڪيو ويو. ( ايضا - )

# فهرست مضامين

# باب ٽيون

## منگول ۽ ترڪ قومن جي تاريخ

### قدامت:

منگول قوم جو خاص ملڪ، " منگوليا "، مشرقي ايشيا جو هڪ متاهون پٽُ آهي، جنهن جي ايراضي ڏهہ لک چورس ميل آهي. هن ملڪ ۽ قوم جي قديم تاريخ معلوم نہ آهي، تاهم آثار قديمہ ۽ قديم ادب جي متبادل ذريعن مان منگول نسل جو ڪجهہ ڏسُ پتو ملي ٿو؛موئن جي دڙي مان لڌل هڪ انساني کوپري منگول نسل جي ڄاڻائي ٿي وڃي. ( پشم، ص ص ٢٤ ۽ ٢٠).

### خدوخال:

منگول نسل جا عام منهن مهاندا هن طرح بيان ڪيا ويا آهن: گول مٿو، وچولو قد ۽ ڪارا وار. چمڙيءَ جو رنگ اچو، پيلو، يا ڳاڙهسرو، اڪثر عورتن جا ڳل گلابي ٿين ٿا. خون جي اعتبار کان منگول، الپائين (Alpine) ۽ آرميني (Armenoid) نسلن سان تعلق رکن ٿا. (چئمبرسس ج ٩، ص ص ٤٨٨ ---- ٤٨٧).

### منگول سماج ۽ سياسي نظام:

منگوليا جي آبهوا ۽ زميني صورتحال سبب، منگول قوم اصل کان خانہ بدوش زندگي اختيار ڪئي. سياري ۽ اونهاري جي الڳ چراگاهن ۾ مالُ چاريندا هئا. بهترين گهوڙيسوار، چتا ويڙهاڪ ۽ چالاڪ ڏنار هئا. اڪثر اٺ جي ڏاس مان نهيل تنبن ۾ رهندا هئا، جن کي ڪاٺ جي بوتن سان مضبوط

ڪندا هئا ۽ انهن کي " يرٺ" (Yurts) چوندا هئا. تجارتي قافلن جي رستي سان ڪجهه پڪيون جايون، مندر، قلعا ۽ واپاري ڪوٺيون ٺاهيائون. روسي، فرينچ ۽ چيني زبانن ۾، اصل فولاد جي پڙچن تي اڪريل، " منگول قانون" جا ترجما موجود آهن، جن مان معلوم ٿو ٿئي ته: (١) بدن جي صفائي، گهوڙن جي چوري ۽ زنا جي سزا موت هئي. منگول ٻار فقط ڄمڻ وقت وهنجاريو ويندو هو، پوءِ ساري ڄمار وري ڪڏهن نه وهنجندو هو. (ايضا ---- ص ٤٨٥)، (٢) هر منگول فرد پنهنجي " خان" ( سردار، يا جاگيردار) سان ٻڌل هو ۽ هر "خان"، پنهنجي "خان خانان" جي ماتحت هو. ( ايضا ) هندي -- آرين جي ڌرم پستڪ، " مهاڀارت" ۾ هڪ زال جي گهڻن مڙسن هجڻ جو ذڪر، پشم جي تحقيق مطابق، منگول روايت سان ملي ٿو. ( پشم، ايضا --- ص ١٧٤). مهاڀارت جي روايتي داستان جي هڪ متبادل متن مطابق، ڪورون کي شڪست ڏيندڙ، هڪ منگول قسم جو جابلو قبيلو هو ( ايضا -- ص ٣٩) پوءِ، گوتم ٻڌ جي زماني ۾، "جنڪ " (Janaka) آريائي قبيلي جي بادشاهي ختم ڪري، گڏيل قبائلي نظام حڪومت قائم ڪندڙ، لڪڇوي (Licchavis) قبيلو، به شايد هڪ جابلو منگول قبيلو هو، ۽ هندستان ۾ آرين جي آبادڪاريءَ ۾ شامل هو. ( ايضا -- ص ٤٠).

ٻارهين صدي عيسويءَ ۾، جڏهن چنگيز خان منگول، " منگوليا" کان ٻاهر نڪتو، تڏهن سڄي ملڪ جي مرد آبادي سندس لشڪر ۾ شامل هئي. پوئتي سندن عورتون ايتريون سگهاريون ۽ ڪارائتيون هيون جو پنهنجو ۽ پنهنجي ملڪ جو دفاع پاڻ ڪري سگهيون ٿي. (چئمبرسس ايضا -- ص ٤٨٥)

## منگول تاريخ:

ٻارهين صدي عيسوي ۾، منگول، وحشي خانه بدوش قبائل جي صورت ۾، چين جي تاشين جبل جي اتر ۾ واقع گوبي جي رڻ پٽ جا رولاڪ گروهه هئا، جيڪي چشمن ۽ چراگاهن جي وسيلن تي هڪ ٻئي

سان وڙهندا رهندا هئا. ان وقت سنڌ ۾ سومرن ۽ ترڪ غلام نسل جي دهلي سلطنت جو راڄ هو. راڄ مهاڄڻ سهروردي صوفي بزرگن شيخ الاسلام غوث بهاءُ الدين زڪريا ملتاني رح، مرشد قلندر لعل شهباز رح، پير پٺو ۽ ٻين اولياءُالله جي تبليغي سرگرمين سبب اسلامي ثقافت سان سرفراز هئا. منگول غير مهذب هئا ليڪن شماني مذهب جي پيشوا شمانن جا معتقد هئا. وچ ايشيا ۾ " منگوليا" سندن اصل ملڪ هو، جتي ٻين ترڪ قبيلن سميت صدين کان آباد هئا ۽ کين " تاتاري" سڏيو ويندو هو. سن ١١٦١ع ۾ چين جي شاهي خاندان ڪن (KIN) ، " بيرنور" جي ڏنڊ تان منگولن کي بيدخل ڪري اها سندن هڪ حريف قبيلي جي قبضي هيٺ ڏني ۽ منگولن کي نهايت بيدردي سان تباهه و برباد ڪيو ويو. ان وقت منگول قبيلي مان هڪ باصلاحيت ۽ غيرتمند فرد اڀريو جنهن اعلان ڪيو ته غاصب قبيلي ۽ سندس ساٿارين لاءِ مان " خدا جو عذاب" بنجي نازل ٿيو آهيان. گوبي جي صحرا مان جيڪي انساني نسل اڀريا انهن ۾، اسپخور ( ڏهه هزار سال ق - م) ، آريا ۽ چيني (ٽي هزار ق - م) ، سٿين ( هڪ هزار ق - م)، يوچي (هڪ صدي ق - م) ، ترڪ ( ٥٠٠ع) ۽ تاتاري ( ١٢٠٠ع) سڀ تاريخ جو رخ موڙڻ وارا ثابت ٿيا.

ڇهين صدي عيسوي ۾، عربستان جي صحرا مان اسلام جو پيغمبر صہ فاتح ٿي اڀريو. هو ٻنهي جهانن لاءِ رحمت بنجي آيو ۽ سندس بدولت پوري مهذب دنيا دين اسلام سان منور ٿي. ٻيون ڇهه صديون گذريون ته گوبي جي رٽيٽ مان اهو وحشي انسان، پوري مهذب دنيا لاءِ، خدا جو عذاب بنجي اڀريو جنهن واقعي عذاب الاهي بنجي ڏيکاريو ، هن ايشيا ۽ يورپ جي تهذيب جا گهوارا برباد ڪيا ۽ مهذب انسانن جو بيدردي سان قتل عام ڪيو. ڇا اها تهذيب ۽ اسلامي ثقافت جي علمبردارن جي شامت اعمال هئي؟ انهيءَ سوال جو جواب، اسلامي تاريخ جي ڇهين صدين ( ٦٣٢ کان ١٢٥٨ع) جي مطالعي مان آسانيءَ سان ملي ويندو.

## ٢٢٠. چنگيز خان جو عروج

تموچن ولد يسوڪائي برچگ عرف چنگيزخان (١٢٢٧ -- ١١٦٢ع) پنهنجي سياسي زندگي جو آغاز انتقام جي نعري سان ڪيو. هن خانہ بدوش منگول گروهن کي پنهنجي جهنڊي هيٺ گڏ ڪري، هڪ پارليمينٽ قائم ڪئي جنهن کي ”ڪرولتائي“ نالو ڏنائين. سندن مذهبي پيشوا ”شمان“ کيس ” چنگيز خان“ جو لقب ڏنو. تاتاري ٻولي ۾ چنگيز خان جو مطلب ” عالمي شهنشاهہ“ هو. چنگيز خان کي منگولن جو بادشاهہ مقرر ڪيو ويو. ڪرولتائي جي اجلاس ۾ منگول سلطنت جو جهنڊو بہ منظور ڪيو ويو جنهن ۾ نوسفيد گهوڙن جا پڇ ڏيکاريا ويا. فوج ۾ باقاعدي طور تي ڏهہ هزار سپاهي ڀرتي ڪيا ويا، جن مان هڪ هزار سپاهي چنگيزخان جي ذاتي ڪمان ۾ ڏنا ويا. سپاهين جي سخت جنگي مشقن جي نگراني هو پاڻ ڪندو هو ۽ رنگروٽ يا تجربيڪار سپاهي ۾ ڪوبہ تفاوت رکيو نہ ويندو هو. هن باقاعده فوج کان علاوه، منگولن جي نسلي ۽ سماجي ساخت خود وحشت ۽ بربريت جي پيڪر هئي. منگول عورتون مردن جي مٽ هيون. سندن خاص هٿيار تيرڪمان هو جيڪو هرمنگول مرد ۽ عورت سان هميشہ گڏ هوندو هو. سندن کاڌو گوشت هو، پوءِ جيڪو بہ هٿ لڳي. قتل غارتگيري ۾ هو ڪنهن تي رحم نہ ڪائيندا هئا: عورتون ۽ ٻار بہ ڪهي ڇڏيندا هئا. هو سيٽاهہ جي مدد سان اونهان درياهہ پار ڪري ويندا هئا يا پنهنجي گهوڙن جي پڇن ۽ بشڪن ۾ چنبڙي گهوڙن سان گڏ تري ويندا هئا جو سندن گهوڙا بوجارا ( گهٽي بج وارا) هوندا هئا. منجهن ٽڪجڻ ڪونہ هو، نہ موت کان ڊڄندا هئا ۽ نہ ٻين انسانن تي رحم ڪائيندا هئا. ليڪن پاڻ ۾ فرق نہ رکندا هئا. تاريخ جو اونهو مطالع ڪرڻ وارا هنن وحشين جي جمهويت کي ضرور نوٽ ڪندا ۽ اقوام عالم جي ڪمال ۽ زوال کي انهي آئينہ ۾ ڏسي سگهندا.

# چنگيزخان عذاب الاهي جي مهذب دنيا تي يورش:

چنگيز خان پنهنجي حملن جو آغاز، مخالف قبيلن کان انتقام وٺڻ ۽ سندن عورتون هٿ ڪرڻ سان ڪيو، جيئن دشمن ماري سندن عورتن مان منگول لشڪر لاءِ آئينده جا سپاهي پيدا ڪيا وڃن. ١٢١٩ع تائين چنگيزخان چين ۽ چين جو سمورو مٿانهون پٽ فتح ڪري ورتو. چين جي حڪمران ”ڪن“ خاندان مان شادي ڪري، پنهنجي قوم جي عورتن جي بي حرمتي جو بدلو ورتائين . اها شادي هڪ عهدنامہ هيٺ سن ١٢١۴ع ۾ ڪيائين ۽ ٻئي سال اهو عهدنامو رد ڪري حڪومت پنهنجي هٿ هيٺ آندائين ۽ ”پيڪنگ “ڪي تختگاهہ مقرر ڪيائين.

اسلامي دنيا ۾ ان وقت، سنڌ ۾ سومرا ۽ دهلي سلطنت جا غلامہ سلطان پاڻ ۾ اقتدار خاطر وڙهي رهيا هئا ۽ باقي اسلامي دنيا ۾ ” خلافت“ کي قبضي هيٺ رکڻ وارا ، وچ ايشيا جا حڪمران، سلجوقي، پنهنجي همہ نسل باغي ترڪمان، قبيلي، اوغز هٿان مغلوب ٿيڻ بعد طاقت جو توازن وڃائي چڪا هئا. سلطان سنجر پنهنجي پياري راڻي ترخان خاتون سان گڏ چار سال قيد ۾ گذاريا ۽ سندس فوت ٿيڻ کانپوءِ پڇي نڪتو تہ ” نيشاپور“ ۽ ”مرو“ کي نيست و نابود اچي ڏٺائين ۽ انهيءَ غم ۾ گذاري ويو. سندس ڀائٽيو، تغرل خان، سلجوتي تخت تي ويٺو ليڪن جلد قتل ڪيو ويو ۽ درباري اميرن سلجوقي سلطنت تي قبضو ڪيو. انهيءَ سلطنت مان خوارزمہ ( خيوا) جو علائقو، جيڪو سلطان مالڪ شاهہ پنهنجي هڪ ساقيءَ ”نشتگين“ کي جاگير طور عطا ڪيو هو، سلطان سنجر جي دور ۾، اتي قطب الدين ولد نشتگين حڪومت هلائي رهيو هو. ڪيس سلطان سنجر، ”خوارزمہ“ جو لقب عطا ڪري، پنهنجي ئي دور ۾ خود مختيار بادشاهہ جي حيثيت ڏئي ڇڏي هئي جنهن کي قطب الدين محمد جي فرزند ۽ جانشين ”اتسيز“ (Atsiz) هڪ بغاوت جي ذريعي عملي صورت ڏني. سندس پوٽي ”تاڪش“ خوارزم جي سلطنت کي عراق عجمہ تائين وسيع ڪيو ۽ سلطان سنجر جي جانشين تغرل خان جي قتل ٿيڻ بعد، خليفي ڪيس ايران، خوارزمہ ۽ خراسان جي حڪمراني جو پروانو عطا ڪيو. تاڪش کانپوءِ

سندس فرزند علاؤالدين محمد هن سلطنت ۽ عباسي خلافت جي سرپرستي جو وارث بڻيو. هن بلخ ۽ هرات فتح ڪري خراسان تي مڪمل قبضو ڄمايو ۽ مزيد، مزندران، ڪرمان، غزني ۽ آخرڪار ماوراءالنهر تي قبضو ڪيو. ماوراءالنهر جو علائقو ان وقت منگول نسل جي ”ڪاراختائي“ گروهه جي ”خان“ طرفان سندس هڪ نائب جي قبضي ۾ هو. علاؤالدين محمد خوارزم شاهه باآخر خود خلافت تي قبضي ڪرڻ لاءِ پيشقدمي ڪندي همدان تائين پهتو ۽ خليفي الناصرلدين الله جي سفير شيخ الشيوخ عمر شهاب الدين سهروردي رح جي استدلال کان متاثر ٿيڻ جي باوجود پنهنجي ارادي کان باز نه آيو. ليڪن قدرت جي طرفان سندس لشڪر تي اسد آباد جي پهاڙي علائقي ۾ برفاني طوفان نازل ٿيو، جنهن سبب هو لاچار ٿي واپس روانو ٿيو. قدرت جي انتقام پوءِ به سندس پيڇو ڪيو ۽ سندس ٽڪر خدائي عذاب چنگيزخان جي منگول سلطنت سان ٿيو.

اهو قصو هن ريت آهي ته مٿئين واقعي کان چار سال پوءِ، جڏهن چنگيز خان پنهنجي پٽ جو چي خان جي هٿ هيٺ هڪ منگول لشڪر چين جي اولهه ۾ ”ڪرغر“ جي علائقي مان ”مرڪٽ“، قبيلي کي بيدخل ڪرڻ لاءِ روانو ڪيو، تڏهن انهيءَ مهم دوران علاؤالدين محمد خوارزم شاهه جو لشڪر جيڪو ”ڪپچڪ“ قبيلي تي ڪاهي وڃي رهيو هو، سو هن منگول لشڪر سان سامهون ٿيو. مقابلو بي نتيجي رهيو ۽ جوچي خان بظاهر انهيءَ کي نظر انداز ڪيو. پوءِ ١٢١٨ع ۾ چنگيز خان، ماوراءالنهر جي ٽن مسلمان سوداگرن جي هڪ سفارت خورازم شاهه جي دربار ۾ رواني ڪئي، جيڪي قيمتي تحفا کڻي حاضر ٿيا ۽ پاڻ کي ”منگول خان“، جا ايلچي ظاهر ڪيائون. سفارت نامه ۾ خوارزم شاهه کي ، منهنجا پيارا پٽ، سان مخاطب ڪيو ويو هو، جنهن جي معنيٰ ان وقت جي سفارتي اصطلاح ۾ هڪ نائب حڪمران جي هئي. علاؤالدين محمد خوارزم شاهه انهيءَ بي عزتي ۽ جرئت جو بدلو انهي سفارتي قافلي کي واپس وات ويندي قتل ڪرائڻ سان ورتو. انهيءَ واقعي چنگيزخان کي خوارزم شاهه تي حملي ڪرڻ جو موقعو ڏنو. منگول يورش جو مقابلو خوارزم شاهه جي وس کان ٻاهر هو. هي وحشي دراندازسمرقند کان بلخ ۽ اتان نيشاپور تائين اسلامي

تهذيب ۽ تمدن جا مرڪز پامال ڪندا پهتا تہ بخارا. اڳ ئي خود چنگيز خان جي ڪمان هيٺ خاڪ جو ڍير بنجي چڪو هو. خوارزم شاهہ جو پيڇو ڪندي، منگول باقي وچ ايشيا جا سرسبز علائقا باهہ جي پينٽ چاڙهيندا اڳتي وڌندا رهيا. آخرڪار جاءِ پناهہ جي تلاش ۾ علاؤالدين محمد خوارزم شاهہ تاريخ ١١ ڊسمبر ١٢٢٠ع تي ڪئسپين سمنڊ جي هڪ ننڍي ٻيٽ ۾ موت سان همڪنار ٿيو. سندس وڏو پٽ جلال الدين خوازم شاهہ پيءُ جو جانشين ٿي نہ سگهيو ڇاڪاڻ تہ ترڪ اميرن سندس ننڍي ڀاءُ اوسلگ کي خوارزم شاهہ تسليم ڪيو، تنهن ڪري هو غزني ۾ پنهنجو الڳ لشڪر تيار ڪرڻ لڳو. انهيءَ وچ ۾ منگولن جو مڇريل لشڪر ڪئسپين جو ڏاکڻيون علائقو تباهہ و برباد ڪري، ڪاڪيشس يا ڪوهہ قاف جي علائقي ۾ ڪاهي پيو ۽ اتان ڏکڻ روس لتاڙيندو وولگا (Volga) جي واديءَ وچان واپس چين پهتو. جڏهن جلالدين خوارزم شاهہ ڪجهہ طاقت ڪٺي ڪئي تڏهن چنگيزخان، ٻيهر الاهي عذاب بنجي، حملہ آور ٿيو ۽ خوارزم کان خراسان تائين سمورو علائقو زير ڪيائين. جلال الدين خوارزم شاهہ جان بچائي وادي سنڌ جو رخ ڪيو. ملتان ۽ دهلي جي غلام ترڪ سلطانن طرفان امداد نہ ملڻ بعد پوري علائقي کي انتقامي ڪاروائي جو نشانو بنائيندي، جڏهن سنڌوءَ نديءَ جي اولهائين ايڪپرين ۾ پهتو تہ، اتي تاڙ ۾ ويٺل منگول لشڪر سندس بچيل لشڪر جو خاتمو آڻي ڇڏيو ۽ پاڻ درياهہ ۾ ٽپو ڏئي جال بچائي اتي پڳو. آخرڪار لاڳيتين ناڪامابين بعد ١٦ آگسٽ ١٢٣١ع تي هڪ ڪرد پلانديءَ هٿان قتل ٿي ويو. سنڌ ۾ پاچ ڪائيندي، چنگيز خان جي پٽ چغتائي خان جيڪو سندس پيڇو ڪيو، انهيءَ منگولن کي وادي سنڌ کان واقف ڪري ڇڏيو.

آگسٽ ١٢٢٧ع ۾ چنگيز خان جي موت سبب منگولن جو توجہ سنڌ جي وادي کان عارضي طور هٽي ويو. منگول دستور مطابق، چنگيز خان پنهنجي بادشاهي، پنهنجي جٺري، پنهنجي پٽن ۾ ورهائي ڇڏي هئي. وڏ پٽ جوچي خان سندس وفات کان ڇهہ مهينا اڳ گذاري ويو هو، تنهن ڪري سندس حصو سندس پٽ باتوخان کي مليو،چنگيزخان جو ٻيو نمبر پٽ چغتائي خان ( مغل اعظم) ١٢٤٢ع ۾ فوت ٿيو. ٽيون نمبر پٽ

اوغوتي خان انهيءَ کان هڪ سال اڳ ١٢٤١ع ۾ فوت ٿي چڪو هو. سندن اولاد ۾ گهرو نفاق سبب اسلامي دنيا ۾ ڪجهه وقت ناپر رهي، ليڪن ١٢٤٨ع ۾ تولي خان ولد چنگيزخان جي اقتدار سنڀالڻ بعد، وچ ايشيا وري منگول يورش هيٺ اچي وئي. انهيءَ وچ ۾ باتوخان جي ڪمان هيٺ، مشرقي يورپ ( روس) منگولن جي قبضي هيٺ اچي چڪو هو. تولي خان کان پوءِ سندس وڏو پٽ منگوخان تخت تي وينو ته مشرق قريب جو علائقو سندس ننڍي پٽ هلاڪو خان جي هٿ هيٺ ڏنو ويو. هلاڪو خان، هڪ نئون عذابَ الاهي بنجي، اولهه ايشيا ۾ پيشقدمي ڪئي ۽ آمو درياهه پار ڪري ماوراءالنهر کي بيهر وحشي منگولن جي نذر ڪيائين. اها تاريخ پهرين جنروي ١٢٥٦ع هئي. ايران ۾ ڪوهه قاف جي ننڍن حڪمرانن هڪدم سندس اطاعت قبول ڪئي. حشيشين، جو آخري حڪمران، جنهن جي هٿ هيٺ ڪافي مضبوط قلعن جا سلسلا هئا، پيش پوڻ لاءِ ايندي، واٽ تي قتل ڪيو ويو ۽ سندس وزير، اسلامي دنيا جو مشهور ماهر فلڪيات ۽ رياضي دان، نصير الدين طوسي، پنهنجي نئين آقا هلاڪو خان جو خاص صلاحڪار بنيو، جنهن مرغا (Margha) جي مشهور آبزرويٽري قائم ڪئي. هو شيعو مسلمان هو. آخرڪار هلاڪو خان جي يورش، بغداد جي تباهي ۽ پوري مشرق وسطيٰ جي بربادي جو باعث بني. منگولن جا بر صغير ۽ وادي سنڌ تي حملا انهيءَ کان به اڳي ٿيندا رهيا هئا، ليڪن اِتي ڪين ڪاميابي حاصل نه ٿي. هتي سندن ترڪ هم نسل غزنوين جي زماني کان مقامي سومرا ۽ ٻين سني قومن ۽ قبيلن تي غزنوي، غوري ۽ سندن ترڪ غلام سلطانن جي حڪومت قائم ٿيندي ۽ ختم ٿيندي رهي. ١٢٢١ع ۾ جڏهن جلال الدين خوارزم شاهه جو پيڇو ڪندي منگول لشڪر ملتان کان ديبل تائين تباهه ڪاري ڪئي، ۽ خود جلال الدين خوارزم شاهه سيستان کان سيوهڻ ۽ اتان ديبل پهتو، تڏهن مقامي حڪمران چنيسر سومرو سندس ترڪ لشڪر جو تاب نه سهي بيٽري ۾ چڙهي ڀڄي ويو. ان وقت دهلي سلطنت جي غلام گهراڻي طرفان سنڌ جي سرحدن تي ڪوبه دفاعي انتظام نه ڪيو ويوهو، جنهن مان سمجهجي ٿو ته سومرا ڏکڻ سنڌ ۾ سيوهڻ کان ديبل تائين خود مختيار حڪمران هئا. خود دهلي سلطنت منگول دشمني جي خوف سبب

خوارزم شاهہ کي پناهہ ڏيڻ يا سانس فوجي اتحاد ڪرڻ کان مجبور هئي جنهن سبب ٻنهي حڪومتن هيٺ آيل علائقن جي رعيت ناحق ظلم ۽ بربريت جو شڪار ٿي رهي هئي. سن ١٢٢٣ع ۾ چغتائي خان مڪران تائين بلوچستان فتح ڪيو، جنهن ڪري سنڌو ندي جو الهندو ڪنارو مستقل طور تي، منگول يورش جي منهن ۾ اچي ويو، ان وقت سيوهڻ تي منگول حملي جو هر وقت خطرو هوندو هو. آخرڪار دهلي سلطنت طرفان منگول يورش جي مقابلي ڪرڻ لاءِ پنج فوجي ڇانوڻيون: لاهور، ملتان، ديبالپور، ٻکر ۽ سيوهڻ ۾ قائم ڪيون ويون.

غياث الدين تغلق، جنهن بعد ۾ تغلق شاهي خاندان جو بنياد وڌو، علاؤالدين خلجي جي زماني ( ١٣١٦ ـ ١٢٩٦ع) ۾ سيوهڻ ڇانوڻي ۾ هڪ سپاهيءَ جي حيثيت ۾ ڀرتي ٿيو هو. هن تاتاري منگولن جا ٤٩ حملا ناڪام بنايا، جنهن ڪري ڪيس "ملڪ الغازي" جو خطاب ڏنو ويو. سيوهڻ کي هٿ ڪرڻ ۾ ناڪامياب ٿيڻ بعد، منگولن ديبالپور تي يورش شروع ڪئي تہ غياث الدين ملڪ الغازي کي ان طرف بدلي ڪيو ويو: بياس درياهہ جي پراڻي پيٽ وٽان موجوده اوڪاڙه ريلوي اسٽيشن کان ١٧ ميل ڏکڻ طرف ۽ پاڪپتن (اجوده) کان ٢٨ ميل اوڀر طرف، پنجاب جي ساهيوال ضلع ۾. ديبالپور جو تاريخي قلعو واقع آهي، جيڪو جنرل ڪننگهام جي تحقيق مطابق راجا ديوپال جو نهرايل آهي، ۽ عجائب الاسفار مطابق، تيمور ۽ بابر جي حملن جو نشانو بنيو هو. قلعو ٣ ميل ڊگهو هو ۽ منجهس ٨٤ مسجدون هيون. ملتان جي اهم ڇانوڻي سلطان بلبن جي لائق فرزند شهزاده محمد قان جي ڪمان ۾ هئي . هو اتي منگولن جو مقابلو ڪندي مارجي ويو ۽ کيس " خان شهيد" جو بعد از مرگ خطاب ڏنو ويو. ( ١٢٨٥ع.)

منگولن جي حملن خلاف، دهلي سلطنت جي ترڪ حڪمرانن مضبوط دفاعي انتظامات ڪيا هئا، جن ۾ باقاعده فوج ۽ مضبوط قلعا، هر وقت جاري رسد ۽ چوڪسي جو انتظام، شامل هئا، بغداد جي تباهي (١٢٥٨ع) بعد هلاڪو خان دهلي سلطنت جي ترڪ غلام سلطان ناصرالدين محمود (١٢٦٦ ـ١٢٤٦ع ) ڏانهن سفارتي وفد موڪليو. جنهن انداز سان تاتاري سفارتڪارن جو استقبال ڪيو ويو، انهيءَ مان فوجي قوت ۽ شان شوڪت

جو مظاهرو ڪرڻ مقصود هو: وزير مملڪت، خان اعظم الغ خان، چمڪندڙ فولادي هٿيارن پنهوارن سان جرڪندڙ فوجي وردي ۾ ملبوس پنجاهه هزار سوار ۽ ٻه لک ساده سپاهه، ٻه هزار جنگي هاٿي ۽ ٽي هزار آتشي بندوقن ۽ توپن، نقارن، بانسرين ۽ هارمونين تي فوجي ڌنون وڄائيندي، متوازي قطارن ۾ پوزيشن سنڀالي، تاتارين جو استقبال ڪيو.

سنڌي سپاهي، دهلي سلطنت جي هن باقاعده فوج ۾، سلطان علاؤالدين خلجي جي زماني ( ١٢١٦ ـــ ١٢٠٦ع) ۾ ڀرتي ٿيا هئا: گجرات هٿ ڪرڻ لاءِ ٻن خلجي سردارن نصرت خان ( باني نصرپور) ۽ الغ خان وزير مملڪت اهي سنڌي سپاهي ڀرتي ڪيا هئا. بعد ۾ تغلق سلطان محمد تغلق (١٣٥١ ـ ١٣٢٥) جي فوج ۾ پڻ سنڌي سپاهي ۽ ڪماني موجود هئا. ٻئي طرف لاڙ ۽ سنڌ جي ساحلي علائقه ۾، سومرا حڪومت جو فوجي نظام قبائلي طرز تي قائم هو، جنهن ۾ بادشاهه جي ذاتي محافظ دستي کان سواءِ باقي لشڪر سومرا سردارن، جاگيردارن، راڄن ۽ حليف قبيلن طرفان ضرورت وقت ڇيڙ جي صورت ۾ گڏ ڪيو ويندو هو.

## چنگيز خان جو ڪردار:

تموچن عرف چنگيزخان هڪ معمولي منگول سردار جو پٽ هو. سندس پيءُ قبائلي لڙائي ۾ مارجي ويو. ننڍپڻ ۾ دائمي خوف ۽ يتيميءَ جي حالت ۾ رهيو. ٿورو وڏو ٿيو ته هڪ مخالف قبيلي جي حملي ۾ گرفتار ٿي غلام بڻايو ويو . سندس ڳچي ۾ ڪاٺ جي پانجاري جڪڙي وئي. همت ۽ موقعي جي ذريعي ڀڄي جان ڇڏايائين ۽ پنهنجي پيءُ جي دوست هڪ منگول قبيلي جي سردار، " تغرل"، جي سام ورتائين.منگول خانه جنگي ۾ حصو وٺندو رهيو ۽ پنهنجي صلاحيتن کان ڪم وٺي آخرڪار سڀني خانه بدوش منگول قبائلين جو سردار بڻجي ويو، فوجي چابڪدستي، سفارتڪاري، سفاڪي ۽ انتظامي صلاحيتن سبب، ١٢٠٦ع ۾ باهم رساڪش منگول قبيلن، پنهنجي مذهبي پيشوا سميت، تموچن کي پنهنجو سردار تسليم ڪيو ۽ کيس چنگيزخان جو خطاب ڏنو، جنهن جي معنيٰ سندن زبان مطابق عالمي

شهنشاهه جي هئي.

تيرهين صدي عيسوي جي آغاز ۾، چنگيزخان جيڪا ناقابل شڪست منظم منگول فوج تيار ڪئي، تنهن منگوليا کي متحده ڪرڻ بعد اتر چين جو رخ ڪيو ۽ پراڻا پلاند ڪيا. اتر چين جي " ڪن" شهنشاهيت منگول فوج جي پيشقدمي سبب پاش پاش ٿي وئي.

سن ١٢٧٩ع تائين، جڏهن قبلائي خان مڪمل طور تي " چين" فتح ڪري ورتو، تڏهن منگول دنيا جي تاريخ جي وسيع ترين شهنشاهيت جا مالڪ بنجي ويا هئا. سندن حڪمرانيءَ هيٺ چين روس وچ ايشيا پرشيا (ايران) ۽ ڏکڻ اولهه ايشيا جا اڪثر علائقا اچي چڪا هئا. چنگيز خان جي تربيت يافته منظم منگول فوجن ڪاميابي سان پولنڊ کان پاڪستان تائين حملا ڪيا ۽ سندس پوٽي قبلائي خان جي شهنشاهت ڪوريا، تبيٽ ۽ ڏکڻ اوبر ايشيا جي ڪجهه حصن ۾ قائم هئي.

منگول شهنشاهيت جي نامناسب وسعت تڪڙي تقسيم جو سبب بني، ليڪن منگول تسلط، ڪيترين صدين تائين پوءِ به ڌار ڌار رياستن ۽ بادشاهتن جي صورت ۾ ايشيا کنڊ اندر قائم رهيو. ١٣٦٨ع ۾ چين جي اڪثر علائقن مان منگول قوم بيدخل ٿي وئي، تاهم روس ۾ هو ڪافي عرصو پوءِ به قابض رهيا. روس ۾ باتو خان جي بادشاهت "گولڊن هورڊ" سورهين صدي تائين قائم رهي. ڪريميا جي منگول " خانيت" ١٧٨٣ع تائين قائم هئي. چنگيز خان جي ٻين پٽن ۽ پوٽن، ڪيترا شاهي خاندان قائم ڪيا جن وچ ايشيا ۽ ايران تي حڪمراني ڪئي. ١٢١٩ع ۾ چنگيز خان، وچ - ايشيا ۽ ايران فتح ڪيا ۽ سندس فوج جو هڪ وڏو حصو يورپ ۾ ڪاهي پيو ۽ پاڻ باقي فوج وٺي موجوده افغانستان ۽ پاڪستان ( اتر اولهه هندستان) کي زير ڪندو، سن ١٢٢٥ع ۾ واپس منگوليا پهتو، جتي ٻن سالن بعد ١٢٢٧ع ۾ وفات ڪيائين.

سندس ٽئين نمبر پٽ اوگدائي خان ان وقت جي مهذب دنيا طرف پيشقدمي جاري رکي؛ روس کي مڪمل طور تي پامال ڪيو ويو ۽ سن ١٢٤١ع تائين پولنڊ، جرمني ۽ هنگريءَ جون طاقتور يوروپي رياستون منگولن جي قبضي هيٺ اچي ويون. بداپيسٽ پهچندي اوگدائي خان پاڻ

مري پيو ۽ ڪنهن متفق لائق جانشين جي عدم موجودگي ۾، منگول لشڪر واپس وطن وريو ۽ وري يورپ تي منگولن جو وبال ڪڏهن ڪونہ پيو. تاهم منگولن جي آئينده ٻن خانن، چنگيزخان جي پوٽن، منگوخان ۽ قبلائي خان جي قيادت هيٺ، ايشيا کنڊ ٻيهر منگولن جي آزار هيٺ آيو.

چوڏهين صدي عيسويءَ ۾، چنگيزي نسل مان صاحب القرآن امير تيمور خان (١٤٠٥ ـ ١٣٣٦ع) جون فتوحات تمام تاريخن ۾ بيان ڪيل آهن. سندس شاهي خاندان پندرهين صدي عيسويءَ تائين هلي پورو ٿيو. تاهم سندس پڙ پوٽن مان ظهيرالدين بابر سورهين صدي عيسويءَ جو هڪ اهم سورمو ٿي گذريو آهي. بر صغير هند ـ پاڪ ۾ سندس قائم ڪيل "مغل شهنشاهيت" اڻويهين صديءَ جي وچ ( ١٨٥٧ع) ۾، آخري طور تي تاريخ جو هڪ اٽلايل ورق بنجي وئي.

تاريخ جي مختلف دورن ۾، دنيا فتح ڪرڻ جو عزم رکڻ وارن جنگي جو ڌن جو، هڪ سلسلو هلندو نظر اچي ٿو: سڪندر اعظم، چنگيزخان نيپولن بوناپارٽ ۽ ادولف هٽلر سڀ ناڪام حريص ٿي گذريا آهن. سڪندر اعظم جي وصيت مطابق سندس ٻئي هٿ ڪفن کان ٻاهر رکيا ويا تہ جيئن دنيا وارن کي خبر پوي تہ سڪندر دنيا مان خالي هٿين ويو. هي چارئي نامزد فاتح عالم ڪي عام رواجي ڌاڙيل ۽ خون خوار فوجي نہ هئا. هنن دنيا جي وسيع علائقن کي فتح ڪيو ۽ اتي قائم ڪيل سياسي، سماجي ۽ اقتصادي نظام کي متاثر ڪيو. هنن انسان جي تاريخ جو رخ موڙيو، تنهن ڪري تاريخ انهن کي نظر انداز ڪري نہ ٿي سگهي. اهڙن ڄاڻايل چئن تاريخ ساز هستين ۾چنگيزخان جو ڪردار وڌيڪ اهم آهي.

امير تيمور طرغائي برلاس تاتاري ترڪ، ساڪن شهر " ڪيش" (٨٠٧ ـ ٧٣٦ هہ مطابق ١٤٠٥ ـ ١٣٣٦ع) قتل و غارتگيري بعد، انساني کوپڙين جا منارا کڙا ڪري پنهنجي دهشت ڏيکاري باقي فاتحن جي مقابلي ۾ هن دنيا جي وسيع تر علائقن تي، وڌيڪ وڏي عرصي تائين پنهنجو اثر قائم ڪيو. نيپولن ، مسولني ۽ هٽلر تہ پنهنجي زندگي ۾ شڪست جو منهن ڏسي ويا ۽ سندن فتوحات تمام ٿورو عرصو باقي رهيون. سڪندر اعظم موت تائين " نات آئوٽ" يا ناقابل شڪست رهيو. تاهم هن جو

ڪوهڪڙو مقرر ڪيل جانشين نہ هو، تنهن ڪري هن جا فتح ڪيل علائقا سندس فوجي ڪمانين ۾ ورهائجي ويا. ليڪن چنگيزخان جو اولاد ۽ نسل صدين تائين دنيا تي حڪمراني ڪندو رهيو ۽ آندل تباهي بعد تهذيب ۽ تمدن جي نئين اوسر ۽ ڪمال جو ضامن بنيو.

چنگيزي مثال مان تاريخ جو هڪ بنيادي اصول واضح ٿئي ٿو: تهذيب ۽ تمدن جي ترقي، جيڪا خلافت عباسيہ جي دور (١٢٥٨ ـ ٧٥٠ع) تائين اوج کي پهتي، سا بذات خود پنهنجي بقاء جو ضامن نہ هئي. داخلي انتشار، نا انصافي، سماجي ناهمواري ۽ نااهل حڪمراني، پنهنجي پير تي پاڻ ڪهاڙو هنيو. هڪ مظلوم، ناتوان ۽ بي سهارا غير مهذب منگول قبيلي جو هڪ ناقابل توجہ نوجوان، تموچن، خدا جو غضب بنجي ظالم طاقتور مهذب انساني معاشرن مٿان از غيبي اچي نازل ٿيو.

چنگيزي دور جي تاريخ ۾ هڪ ٻيو بنيادي اصول پڻ نظر اچي ٿو. اهو هيءُ تہ حضرت آدم عليہ السلام کان شروع ٿيل مذهب ۽ تهذيب جو ورثو بني آدم جي وحشي ۽ سفاڪ نسلن بہ آخرڪار قبول ڪيو جيئن منگولن اسلام قبول ڪيو ۽ جهڙي ريت ايشيا ۾ مغل ثقافت، تهذيب ۽ تمدن عروج تي پهتو. دنيا تي وحشت ۽ بربريت جا جيڪي بہ دور ٿي گذريا آهن، اهي عذاب الاهي هئا. انهن منافقت، ظلم ۽ انساني نابرابري جي بنياد تي قائم ڪيل معاشرن ۽ نظامن کي متائي، انسان ذات کي هڪ نئين شروعات جو موقعو فراهم ڪيو. جيئن طوفانِ نوح بعد انساني تهذيب ۽ مذهب جي نئين سر اوسر ٿي . اهڙا موقعا بعد جي انسان جيِ تاريخ ۾ بار بار ايندا رهيا آهن. مسيحيت جي هڪ عقيدي مطابق انسان پيدائشي مجرم آهي. ڇا چنگيزي سيڪت ۽ صليبين جون وحشي ڪارروايون، ان وقت جي اسلامي معاشري جي اخلاقي بدحالي جي سزا نہ هئي؟

چنگيز خان ۽ سندس نسل جي تباهڪارين جي باوجود، هڪ دور جي تخريب مان هڪ نئين دور جي تعمير جو رستو تعمير ٿيو، منگول شهنشاهيت تجارتي شاهراهن ۽ وسيلن کي کولي ڇڏيو، ايشيا يورپ کان ۽ يورپ ايشيا کان آشنا ٿيو. يورپ جي جاڳرتا ۽ بين الاقوامي صنعتي ۽ تجارتي انقلاب جي راهہ هموار ٿي.

منگول خاقانَ جي شاهي مهر تي منگول زبان ۾ هي تحرير اُڪريل هئي: " خدا آسمان تي، "خاقان" خدا جي طاقت، زمين تي --- انسان ذات جي شهنشاهه جي مهر. -(ترجمو چئمبرسس، ج ٩ ص ٤٨٥) چين ۾ منگول اقتدار خاقان چنگيز خان کان آخري منگول شهنشاهه ييسيم تيمور تائين، هڪ صديءَ کان مٿي ( ١٣٦٨ ---- ١٢١٥ع) عرصو قائم رهيو، جنهن دوران ڏهه شهنشاهه تي گذريا: (١) خاقان چنگيز خان ( ١٢٢٧ --- ١٢١٥ع)، (٢) اوغتائي خان (Ogotai)، ٻيو نمبر پٽ ( متوفي، ١١ ڊسمبر ١٢٤١ع)، (٣) تولي خان ٽيون پٽ (Tule) (٤) منگو خان پٽ، تولي خان، ( ١٢٥١ع) (٥) قبلائي خان ( ١٢٩٤ ----- ١٢٥٩ع)، (٦) تيمور خان پٽ قبلائي خان، (٧) خيسان خان، ڀائٽيو تيمور خانَ جو، (٨) بيانتو (Buyanta) خان، ڀائٽيو خيسان خان جو ( ١٣١١ع)، (٩) گيگن / چيچن (Gegen) خان پٽ بيانتو خان، جيڪو سن ١٣٢٣ع ۾ قتل ٿيو، ۽ (١٠) ييسيم تيمور (Yessim Timur) جيڪو سن ١٣٦٨ع ۾ هڪ ٻڌ ڀڪشو، " چويئان چانگ" جي بغاوت سبب معزول ٿيو ۽ چين ۾ منگ شاهي خاندان (Ming Dynasty) جي حڪومت قائم ٿي. بعد ۾ منگول پنهنجي ملڪ " منگوليا" ۾ آزاد رهيا. ليڪن سن ١٦٣٦ع ۾ اندروني منگوليا ۽ سن ١٦٨٨ع ۾ بيروني منگوليا چيني شهنشاهيت جي سرپرستي قبول ڪئي. آخرڪار ١٦٩١ع ۾ منگوليا جا ٻئي حصا " چين" ۾ شامل ڪيا ويا. پوءِ سن ١٧١٩ع ۾ " منگوليا" جي اندروني خود مختياريءَ تي ڪجهه پابنديون عائد ڪيون ويون. چيني تسلط کان بيزار منگولن کي سن ١٩١١ع ۾ آزاديءَ جو موقعو مليو. جڏهن " چين" ۾ انقلاب آيل هو. " منگوليا" ۾ " زنده ٻڌ" جي خطاب سان هڪ ٻڌ ڀڪشو کي بادشاهه بنايو ويو ۽ ١٩١٣ع ۾ " تبيت" جي ٻڌ مذهبي حڪومت سان يڪجهتي جو معاهدو ڪيو ويو. تاهم ڇهن سالن بعد ١٩١٩ع ۾ "منگوليا" جو ملڪ ٻيهر " چين" جي قبضي هيٺ آيو. ليڪن " زنده ٻڌ" جي سربراهيءَ ۾ منگوليا جي اندروني خود مختياري پوءِ به برقرار رهي، جنهن کي روسي ڪميونسٽ حڪومت جي پشت پناهي حاصل هئي. فيبروري ١٩٢١ع ۾، هڪ خرمغز منگول امير ، " منگوليا" جي دار

الحڪومت، " ارگا" تي قبضو ڪيو، هو روسي ڪميونسٽ اثر رسوخ جي خلاف هو. " زنده بڌ" کي گرفتار ڪري، ڪائنس پنهنجي حق ۾ هڪ شاهي فرمان تي زبردستي دستخط ڪرايائين، ليڪن ٽن مهينن بعد، " جپان" سرڪار کان متوقع امداد نہ ملڻ سبب، ڪميونسٽ فوجن هٿان گرفتار ٿيو. مقدمي هلائڻ بعد باغي منگول کي ڦاسي ڏني وئي. سن ١٩٢٢ع ۾ بچيل باغي لشڪر بہ ختم ٿي ويو. ١٩٢٤ع جي معاهدي تحت "بيروني منگوليا" کي " چين" جو حصو بنايو ويو ۽ "اندروني منگوليا" کي آزاد رياست تسليم ڪري، " چين" کي انهيءَ جي معاملات ۾ مداخلت ڪرڻ کان منع ڪئي وئي. انهيءَ سال " ارگا" جو نالو مٽائي، " الان بتور" رکيو ويو. (چئمبرسس، ج ٩ ، ص ص ٤٨٦ --- ٤٨٥).

ايران ۾، "منگول خانيت" آمودرياھ کان شام جي سرحدن ۽ ڪوھ قاف پهاڙي سلسلي کان هندي وڏي سمنڊ تائين، پکڙيل هئي، انهيءَ جو باني، عباسي خلافت کي مسمار ڪندڙ، " هلاڪو خان" "الخان" جي لقب سان انهيءَ وسيع منگول بادشاهيت جو حڪمران هو. "الخان" جي خطاب مان ظاهر آهي تہ " هلاڪو خان" منگوليا ۽ چين جي منگول " خاقان" جو تعبيدار هو. ستين الخان، غازان محمود ( ١٣٠٤ --- ١٢٩٥ع) شيعہ اسلام قبول ڪيو ۽ انهيءَ کي سرڪاري مذهب قرار ڏنو. ( هٽي، د عربئس ...... ، ص ٤٨٨) جڏهن مسلمانن جي عسڪري طاقت ڪمزور هئي، تڏهن سندن دين اسلام فاتحن کي فتح ڪيو. هلاڪو خان جي سفاڪي ، قتل و غارتگيري ۽ اسلامي ثقافت، جي تباهيءَ کان اڌ صديءَ اندر سندس جانشين پڙپوٽو، الخان غازان محمود، خود دين اسلام اختيار ڪيو. منگول قوم، آندل تباهيءَ ۽ بربادي جو ازالو ڪيو ۽ اسلامي علوم و فنون، تهذيب ۽ ثقافت امارت ۽ عسڪري قوت جي ترقي ۽ عروج خاطر جدوجهد ڪئي. انهي جدوجهد ۾ منگولن سان سندن همنسل ترڪ قبيلا شامل هئا.

## ترڪ قوم:

ترڪ قوم جو ذڪر تاريخ ۾ پهريون دفعو، سن ٥٤٥ع ۾ " چين"

جي سرحد تي آباد هڪ قبائلي گروهه " توڪيو" (Tu ___ Kiu) جي حوالي سان ڪيل آهي. " توڪيو" قبيلو " اوار" قبيلي جي حڪمراني هيٺ هو. سن ٥٥٢ع ۾ هنن ڪاميـاب بغاوت ذريعي آزادي حاصل ڪئي. خالص " ترڪ" نسل، مغربي سائبيريا، التائي پهاڙي سلسلي ۽ وولگا جي واديءَ ۾ آباد رهيـو آهي ۽ انهي کي غلط نالي سـان " تاتار" (Tatars) سڏيو وڃي ٿو. عثماني ترڪ قبيلو، جنهن سن ١۴٥٣ع ۾ بظنطيني رومن شهنشاهيت جو خاتمو آڻي، انهيءَ جي دارالحڪومت قسطنطنيه تي قبضو ڪيو ۽ " دولت عثمانيه" يا، "خلافت عثمانيه" جو بنياد رکيو، اهي انهن اصل ترڪ نسل " تاتارين" کان الڳ نسلي گروهه هئا.

ترڪ قوم بهرحال، ايشيائي آهي ۽ نسل جي قطع نظر ، جاگرافيءَ جي لحاظ کان، ٻن گروهن، مغربي ۽ مشرقي ترڪ قبيلن ۾ورهايل آهي. " مغربي ترڪ" ايران ۽ افغانستان تائين، مغربي ايشيا ۾، آباد سيني ترڪي زبان ڳالهائيندڙ قبيلن کي چيو وڃي ٿو. ڪوهه قاف (Caucasus)، ڪريميا (Crimea) ۽ وولگا وادي (Volga basin) ۾ آباد ترڪ، زبان جي لحاظ سان مغربي ترڪ قبيلن سان وابسته آهن، تاهم ثقافتي طور تي، مشرقي يورپ جي تهذيب ۽ ثقافت سان واسطو رکن ٿا. عثمانيه ترڪ ثقافت، جنوبي يورپ ۽ مغربي ايشيا جي ثقافتن جو ميلاپ ڏيکاري ٿي. " مشرقي ترڪ" جيڪي " ترڪستان" ۽ وچ ايشيا ۾، مشرق طرف، منگوليا ۽ چين ۾ آباد رهيا آهن، ٻن گروهن ۾ ورهايل آهن: " ايراني" ۽ " توراني". ايراني ترڪ گروهه، ترڪستان ۽ ڪئسپين سمنڊ جي بغير درخت، گاهه وارن علائقن ۾ آباد، ترڪمان قبيلي سميت، ترڪن تي مشتمل آهن، جيڪي طبعي ۽ ثقافتي لحاظ کان گهڻي ڀاڱي ايراني قوم سان ڳنڍجي ويا آهن. ترڪمانن کان علاوه، سارت (Sarts) ، ازبيڪ (Uzbeks)، ڪپچڪ (Kipchak)، ڪارا ڪلپڪ ڪزاخ (Karakalpak Kazakhs) ۽ ترنچي تاتار (Taranchi Tatars) ايراني ترڪ گروهه ۾ شامل آهن. توراني ترڪ گروهه ۾، يا قوت (Yakut) ، ڪرغيز (Kirghiz) ۽ سائبيريا جا تاتاري شامل آهن، جيڪي گاهي علائقن، جنوبي سائبيريا، شمالي منگوليا ۽ دزنجريا (Dzungaria) ۾ رهن ٿا.

يورپ ۽ ايشيا جي تاريخ ۾ ترڪ قوم اهم ڪردار ادا ڪيو آهي. ۷۳۳ع جو هڪ ڪتبو قديم ترڪي زبان ۾ لکيل دريافت ٿيو آهي. جنهن مان ڪنهن اوائلي دور ۾ هڪ ترڪ رياست جا بظنطيني شهنشاهيت سان تعلقات معلوم ٿيا آهن. يوئغور (Uighur) ترڪ سلطنت ۾ ڪاشغر ۽ خوتان (Khotan) جا علائقا شامل هئا. اها يارهين صدي عيسوي هئي. ساڳي صدي ۾ سن ۱۰۴۰ع ڌاري سلجوقي ترڪ قبيلي، ايران مان پنهنجي اقتدار جو آغاز ڪيو ۽ ايندڙ ٻن صدين ۾ مشرق قريب جي اڪثر علائقن ۾ واحد عظيم طاقت بنجي ويا. ترڪستان جي البري ترڪن ۱۳ صدي عيسوي ۾ هندستان ۾ دهلي سلطنت قائم ڪئي، ساڳي صدي ۾ سن ۱۲۳۷ع ڌاري عثماني ترڪن اقتدار جي ميدان ۾ قدم رکيو. انهي صدي ۾ " بحري مملوڪ" هڪ مخلوط ترڪ --- منگول نسل، اهم عسڪري قوت ۽ شاهي خاندان جي حيثيت اختيار ڪئي. ۱۴ صدي عيسوي جي اختتام تائين ۲۴ بحري مملوڪ سلطان ٿي گذريا، جيڪي هڪ ٻئي جو اولاد نہ هئا پر آقا ۽ غلام هئا: (۱) ايبق ( ۱۲۵۷ --- ۱۲۵۰ع)، (۲) نور الدين علي ( ۱۲۵۹ --- ۱۲۵۷ع)، (۳) قتز ( ۱۲۶۰ --- ۱۲۵۹ع)، (۴) بيبرس ( ۱۲۷۷ --- ۱۲۶۰ع)، (۵) بارڪ ( ۱۲۷۹ --- ۱۲۷۷ع)، (۶) سلامش (۱۲۷۹ع)، (۷) قلاوون ( ۱۲۹۰ --- ۱۲۷۹ع)، (۸) خليل اشرف ( ۱۲۹۳ ---- ۱۲۹۰ع)، (۹) الناصر (۱۲۹۴ ---- ۱۲۹۳ع) ، ( ۽ ۱۳۴۰ ---- ۱۲۹۸ع)، (۱۰) قتبغہ (۱۲۹۶ ---- ۱۲۹۴ع)، (۱۱) لاجين ( ۱۲۹۸ ---- ۱۲۹۶ع)، (۱۲) بيبرس ثاني ( ۱۳۰۹ ----- ۱۳۰۸ع)، (۱۳) ابوبڪر ( ۱۳۴۱ ----۱۳۴۰ع)،(۱۴) قجوق ( ۱۳۴۲ ------ ۱۳۴۱ع)، (۱۵) احمد ( ۱۳۴۲ع)، (۱۶) اسماعيل ( ۱۳۴۵ -----۱۳۴۲ع)، (۱۷) شعبان الڪامل ( ۱۳۴۶ --- ۱۳۴۵ع)، (۱۸) حاجي المظفر ( ۱۳۴۷ ---- ۱۳۴۶ع)، (۱۹) الحسن ( ۱۳۵۱ ---- ۱۳۴۷ع) ۽ (۱۳۶۱ ----- ۱۳۵۴ع)، (۲۰) الصالح ( ۱۳۵۴ --- ۱۳۵۱ع)، (۲۱) محمد ۱۳۶۳---- ۱۳۶۱ع)، (۲۲) شعبان الاشرف ( ۱۳۷۶ --- ۱۳۶۳ع)، ( ۲۳) علاوالدين علي ( ۱۳۸۱ --- ۱۳۷۶ع)، ۽ (۲۴) حاجي الصالح

(١٣٨٢ ---- ١٣٨١) ۽ ( ١٣٩٠ ---- ١٣٨٩ع). (هتي، --- ايضا --- ص ٦٧٣). بحري مملوڪ، خاص طور تي ترڪ ۽ منگول نسل مان هئا. ( ايضا ---- ص ٦٧٢ بحوالہ ابن خلدون، ج ٥ ، ص ٣٦٩، سيوطي انهن کي ترڪ شاهي خاندان ڄاڻايو آهي.

مغربي ترڪ قبيلن ۾ ، غزنوي شاهي خاندان ( ١١٨٦ ---- ٩٦٢ع) خاص قابل ذڪر آهي: " الپتگين"، هڪ ترڪ غلام، ايران جي ساماني شاهي خاندان جي محافظ دستي جوڪماني هو. اهليت جي بنياد تي، سن ٩٦١ع ۾ڪيس خراسان جو سترپ مقرر ڪيو ويو، ليڪن نئين ساماني سلطان سان سندس اختلاف ٿيو. تنهن ڪري مشرقي سرحد طرف فرار ٿيو ۽ اتي " غزني" ( افغانستان) جي علائقي تي قابض ٿيو. اهو سال ٩٦٢ع هو. الپتگين " غزني" جي تخت تي ١۴ سال ( ٩٧٦ ---- ٩٦٢ع) برقرار رهيو. سندس وفات بعد، سندس غلام ۽ نائب، سبڪتگين، ٢١ سال ( ٩٩٧ --- ٩٧٦ع) حڪومت ڪئي. هن " پشاور" ۽ " خراسان" فتح ڪري غزنوي سلطنت ۾ شامل ڪيا. سندس فرزند سلطان محمود غزنوي ( ١٠٣٠ ---- ٩٩٧ع) مشرق جي تاريخ جو اهم ڪردار ٿي گذريو آهي: هن ايران جي بويهہ شيعا اقتدار ڪان عراق عجم، ري ۽ اصفهان جا اهم علائقا کسي ورتا. عباسي خليفي " القادر" ( ١٠٣١ --- ٩٩١ع) ڪيس " يمين الدولہ" جو شاهي خطاب ڏنو. چيو وڃي ٿو تہ اسلامي سياسي نظام ۾ محمود غزنوي پهريون دفعو " سلطان" جو لقب اختيار ڪيو. ( هتي -- ايضا -- ص ۴٦۴، بحوالہ ابن الاثير، ج ٩، ص ٩٢ ) تاهم سڪن جي بنياد تي، معلوم ٿيو آهي، تہ سلجوقي ترڪ بادشاهن اهولقب استعمال ڪيو هو. ( ايضا -- ص ۴٦٥ ) تغرل بيگ جي سڪن تي " سلطان" لقب اڪريل هو، پوءِ سڀني سلجوقي حڪمرانن اهولقب اختيار ڪيو.

سلطان محمود غزنوي، سن ١٠٠١ع ۾ " ڪابل وادي" رستي اتر -- اولهہ بر صغير ۾ داخل ٿيو ۽ هندو راجائن جا مندر، جيڪي سون ۽ جواهرات جا خزانا هئا، سندس خاص نشانو رهيا. سن ١٠٢۴ع تائين مسلسل ١٧ ڪامياب حملن جي باوجود پنجاب، ملتان ۽ سنڌ جي ڪجهہ

حصي کان علاوه باقي مفتوح علائقا غزنوي سلطنت ۾ شامل نہ ڪيا ويا ۽ مقامي راجپوت راجائن جي قبضي هيٺ رهڻ ڏنا ويا. سلطان محمود غزنوي جو ٻيو خاص حدف اسماعيلي شيعا هئا. ١٠١٠ع ۾ ملتان جي اسماعيلي شيعا حڪومت، سلطان محمود غزنوي جي قبضي هيٺ آئي. پوءِ اسماعيلين منصوره ۾ هباري عرب خاندان جي حڪومت تي قبضو ڪيو، سن ١٠٢٥ع ۾ اها شيعہ حڪومت بہ سلطان محمود غزنوي ختم ڪري ڇڏي. سنڌ جا مقامي قبيلا جيتوٽيڪ سني مسلمان هئا، تاهم انهن غزنوي سلطنت جي تعبيداري قبول نہ ڪئي. سن ١٠٢٨ ---- ١٠٢٧ع ۾ سنڌو ندي تي هنن غزنوي فوج جو مقابلو ڪيو، ليڪن پڄي نہ سگهيا. سن ١٠٥٢ع تائين لاهور کان لاهري بندر تائن غزنوي سلطنت قائم رهي. ڪل ١٦ غزنوي سلطان ٿي گذريا. سلطان محمود غزنوي ( متوفيٰ ١٠٣٠ع) جي قائم ڪيل سلطنت ۾ غزني ( افغانستان) کان علاوه ، اوپر ۾پنجاب ۽ سنڌ، اولهہ ۾خراسان، تخارستان ۽ بلخ، اتر ۾ ماوراءُ النهر جو ڪجهہ علائقو ۽ ڏکڻ ۾ سجستان شامل هئا.

سلطان محمود غزنوي اسلامي تعليم ۽ علم و ادب جي سرپرستي ڪئي. لاهورتي غزنوي قبضي بعد جڏهن شيخ اسماعيل اتي وارد ٿيو، تڏهن هن ڪي مدرسي قائم ڪرڻ لاءِ چيو ويو، جنهن ۾حديث، تفسير ۽ فقه جي تعليم جاري ڪئي وئي. ( تذڪره علماءِ هند، ص ١٧٩) سلطان هندستان جي مال غنيمت مان هڪ حصو مدرسن قائم ڪرڻ لاءِ وقف ڪيو. سندس دربار ۾ وقت جا ٣ جليل القدر عالم ۽ شاعر شامل هئا: (١) عرب مورخ العتبي، جنهن جو ڪتاب "اليميني" سلطان محمود غزنوي جي شاندار دور حڪومت بابت لکيل آهي. (٢) البيروني، جنهن هندستان جي تمام تر علمي ۽ رياضي علوم ۽ ٻولين تي تحقيق ڪئي ۽ سندس "ڪتاب الهند" جو اڪثر مغربي ۽ مشرقي ٻولين ۾ ترجمو ٿيو آهي ۽ (٣) مورخ شاعر فردوسي جنهن جي تخليق " شاهنامو" اڄ بہ مشهور ۽ معروف آهي. انهن کان علاوه ٤٠٠ ٻيا شاعر سلطان محمود غزنوي جي حلقہ علم و ادب ۾ شامل هئا. فارسي شعرا غزنوي دربار جا دلداده هئا. سلطان خود بہ فارسي گو شاعر هو.

هي غزل سائس منسوب آهي:

" امروز ديگرم بفراق تو شام شد،
در آرزوئ وصل تو عمر تمام شد،
خيال تو دانہ دانہ، زلف تو دام دام،
مرغ کہ دانہ ديد گرفتار دام شد،
بستم بس خيال کہ بينم جمال دوست،
آن هم نہ شد ميسر وسودائ خام شد،
آمد نماز شام نہ آمدنگار من،
اي ديده پاسدار کہ خوابم حرام شد."

عام تاريخ ۾ سلطان محمود غزنوي کي فقط هڪ فاتح يا لٽيري جنگي سردار جي حيثيت ۾ پيش ڪيو ويو آهي، جيتوڻيڪ هو پنهنجي دور جي لوڪ ادب ، تذڪرن ۽ شعري مجموعن ۾ محبت، انصاف ۽مروت جي وصفن سان بيان ڪيل آهي. مغربي ايشيا جي لوڪ ادب ۾ "محمود ۽ اياز" جو قصو وثوق سان بيان ڪيل آهي: " اياز" غلام جي انڪساريءَ تي سلطان محمود عاشق هو. چون ٿا تہ شاهي اعزاز ۽ خلعت جي باوجود، " اياز" اڪيلائي ۾ پنهنجي غلامي وارو ويس پائيندو هو. هڪ دفعي درٻارين جي حسد کي دور ڪرڻ لاءِ، سلطان حڪم ڪيو تہ اياز کي کوهہ ۾ وجهي گهوتا (غوطہ) ڏيارو، جڏهن گهوتا کائي اياز ٻاهر نڪتو تڏهن سلطان محمود پڇيس تہ "ڪپڙا جو پسايا اٿئي؟" ۽ اياز ڪنڌ هيٺ ڪري جواب ڏنو." حضور اهو منهنجو قصور آهي." پوءِ سلطان حاسد درٻارين کان پڇيو: " ڇا توهان ائين ڪري سگهندا؟" " عتبي" جي " تاريخ اليميني" کان علاوه همعصر تذڪرن ۾ هن ترڪ سلطان جي ذاتي زندگي ۽ اسلامي اوصاف جو ذڪر ڪيل ي، ليڪن انهن جا فقط عنوان ۽ چند حوالا باقي بچيا آهن: سلطان محمود غزنوي جي مير منشي بهيقي جو لکيل ڪتاب "طبقات" سندس درٻاري شاعر حڪيم فرني سيستاني، جيڪو منصورہ (سنڌ) جي فتح ( ١٠٢٥ع) وقت موجود هو. ( قدوسي تاريخ سنڌ ج١ ، ص ص ٣٢٣، ٣٢١ بحوالہ ديوان فرني ، ص ٧۴). ۽ ملا محمد غزنوي ۽

محمود وڙڪ جا واقعات نامہ، تي چار صديون بعد جي لکيل تذڪرن ۾ آندا ويا آهن. تاهم اڪثر اصل مسودن ۽ انهن جي ڪتابت نقلن جي صورت ۾ آهي.

درباري شاعر " عنصري" قصہ خواني ۾ ڪمال حاصل ڪيو، ليڪن " فردوسي" خود داري ۽ " شاهنامہ" جي شاهڪار سبب، لازوال شهرت حاصل ڪئي: ابوالقاسم حسن فردوسي ( ١٠٢٠ ---- ٩٤٠ع) پنهنجي ڌيءَ جي ڏاج گڏ ڪرڻ لاءِ، سلطان محمود غزنوي جي دربار ۾ ملازمت اختيار ڪئي ۽ ڇهن سالن ۾ پنهنجو شاهڪار " شاهنامہ" لکي مڪمل ڪيو. پنجاهہ بابن تي مشتمل شاهنامہ الله تبارڪ وتعاليٰ جي حمد و ثنا سان شروع ٿو ٿئي، جنهن بعد عقل ۽ دانش جو بيان ڪيل آهي، پوءِ حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم ۽ اصحاب ڪرام رضي الله عنهم جو ذڪر ۽ پوءِ " شاهنامہ" جي مواد حاصل ڪرڻ بابت ڪوشش جو احوال ۽ بعد ۾ هر هڪ بادشاهہ متعلق هڪ باب مرتب ڪيو ويو آهي، انهن پنجاهہ بابن ۾ رستم ، ارد شير، بالڪان، جمشيد، فريدون، ڪيخسرو، نوشيروان، خسروپرويز ۽ آخري ساساني تاجدار يزدگرد جو خاص طور تي ذڪر ڪيو ويو آهي. فردوسيءَ کي سلطان محمود غزنوي کان معقول انعام ملڻ جي اميد هئي، ليڪن حاسد درٻارين جي بيجا تنقيد کان متاثر ٿي، سلطان فقط ويهہ هزار درهم ڏني، فردوسيءَ جي دل آزاري ڪئي. درٻار مان انعام جي رقم وٺي، فردوسي هڪ حمام ۾ اچي غسل ڪيو ۽ انعام جي رقم حمام جي عملي ۽ عطر فروشن ۾ تقسيم ڪري، پنهنجي ڳوٺ " باز" ("طوس" جي علائقي ۾ " طابران" شهر جي قريب) روانو ٿيو. اتي سلطان محمود غزنوي جي خلاف هڪ هجو لکيائين. جديد تحقيق مطابق اها هجو خود فردوسيءَ نہ لکي هئي، ليڪن اها بعد ۾ " شاهنامہ" ۾ درج ڪئي وئي. ( اسلامي انسائڪلو پيڊيا، ص ١١٥٢) "البيروني" جي "ڪتاب الهند" جو انگريزي مترجم، ڊاڪٽر ايڊوڊ ساچو (Dr. Eduoad. Sachau) لکي ٿو تہ "بادشاهہ بمقابل شاعر جي مقدمي ۾ بادشاهہ هارايو. جيستائين دنيا جي ذهني ڪاميابين جي تاريخ ۾ فردوسي جو نالو احترام سان ورتو ويندو، تيستائين محمود جي نالي تي اهو داغ لڳو رهندو تہ جنهن ايترو دنيوي مال

اسباب جمع ڪيو، جيترو ڪڏهن بہ جمع نہ ڪيو ويو هو، انهيءَ ڪي اها خبر نہ هئي تہ جنهن شاعري ڪي دواميت حاصل ٿيندي، انهيءَ جو قدر ڪهڙي طرح ڪيو وڃي." (البيرونيز انديا ج١، ص VIII) عام روايت مطابق، سلطان محمود غزنوي، پنهنجي غلطي محسوس ڪري، ويهہ هزار دينار ( سوناسڪا) فردوسي ڪي پيش ڪرڻ لاءِ " طوس" شهر ڏانهن ڏياري موڪليا، ليڪن جڏهن سندس اهلڪار اها رقم ڪٺي شهر جي دروازي وٽ پهتا تڏهن فردوسيءَ جي ميت دفنائڻ لاءِ اتان نڪري رهي هئي. فردوسي سن ١٠١٠ع ۾ غزني جي دربار مان فرار اختيار ڪيو ۽ سندس وفات سن ١٠٢٠ع ۾ ٿي. انهيءَ مان معلوم ٿو ٿئي تہ سلطان پنهنجي غلطي محسوس ڪرڻ ۾ ڏهہ سال صرف ڪيا، جنهن دوران فردوسي ڪسمپرسيءَ جي حالت ۾ پٽڪندو رهيو. تنهن ڪري شايد قدرت، محمود غزنوي جي غلطيءَ جو ازالو قبول نہ ڪيو ۽ فردوسي پنهنجي خود داري ۽ عزت نفس سان هن دنيا مان رخصت ٿيو.

## ترڪ -- دور ۾ اسلامي علوم و فنون جي ترقي:

ابو ريحان البيروني ( ١٠٤٨ --- ٩٧٣ع) جو اصل نالو محمد بن احمد الخوارزمي هو. البيروني هڪ عظيم سائنسدان، ارضيات، لسانيات، تاريخ ، رياضي ۽ فلڪيات جو ماهر ٿي گذريو آهي. ننڍ پڻ ۾ خوارزم شاهہ احمد بن محمد جي سوٽ ابو نصر منصور بن علي سندس ڪفالت ۽ تعليم جي ذميداري سنڀالي. آل عراق جي حڪومت ختم ٿيڻ بعد، البيروني، جرجان جي حڪمران قابوس بن دشمگير جي دربار ۾ ملازمت اختيار ڪئي. اهو سال ٩٩٥ع هو، ۽ پنجن سالن بعد سن ١٠٠٠ع ۾ سندس پهرين عظيم تصنيف، " آثار الباقيہ" جي عنوان سان منظر عام تي آئي. خوارزم جو ن حالتون ڪجهہ بهتر ٿيون تہ واپس پنهنجي وطن اچي، وقت جي حڪمران، علي بن مامون، جي دربار سان وابستہ ٿيو. اتي سندس ملاقات حڪيم بوعلي سينا ( ١٠٣٧ --- ٩٨٠ع) سان ٿي. خوارزم شاهہ علي بن مامون جي وفات بعد سندس ڀاءُ ابو العباس مامون جي دور

حڪومت ( ١٠١٦ ------ ١٠٠٩ع) ۾، اسلامي دنيا جا هي ٻہ عظيم دانشور سندس دربار ۾ گڏ ڪم ڪندا رهيا. جڏهن سلطان محمود غزنوي سن ١٠١٧ع ۾ خوارزم ( خيوا) جو علائقو پنهنجي سلطنت ۾ شامل ڪيو، تڏهن حڪيم بوعلي سينا، اتان فرار ٿي ويو، ليڪن علامہ البيروني سلطان محمود غزنوي ڪي هٿ لڳو، جنهن کيس " غزني" ۾ آڻي پنهنجي ملازمت ۾ رکيو. ٻئي سال سن ١٠٩٨ع ۾ البيروني هڪ رصد گاهہ ، يا فلڪيات جي مطالع لاءِ هڪ آبزرويٽري قائم ڪئي جتي تحقيقات ۾ مصروف رهيو. هندستاني فتوحات دوران سلطان جي اجازت سان اجمير شريف ۾ اچي، پنهنجو مطالعاتي مرڪز قائم ڪيائين. اتي هندو پنڊتن کان قديم هندي آريا علوم ۽ سنسڪرت زبان سکيائين،۽ هندو تهذيب ۽ ثقافت جو ڳوڙهو مطالعو ڪيائين. هندو پنڊتن کيس " وديا ساگر" يعني علم جو سمنڊ، خطاب ڏنو. البيروني، " ڀگودگيتا" جو عربي ترجمو ڪيو ۽ هندستان جي تهذيب ۽ علم و ادب تي مشهور ڪتاب، " ڪتاب الهند" تصنيف ڪيو. بعد ۾ پنجاب جي هڪ ڳوٺ " نندنا" ( تعلقو پنڊ دادن خان، ضلع جهلم) ۾ هڪ دڙي تي قيام ڪري، ڌرتي جي محيط ( گهيري، يا گول) ۽ قطر ( يعني مرڪز کان ٻنهي طرف محيط تائين مفاصلي) جي پيمائش ڪيائين، جيڪا بلڪل درست ثابت ٿي. سن ١٠٢٩ع ۾واپس غزنوي پهتو ۽ ٻئي سال، سن ١٠٣٠ع ۾ سلطان محمود غزنوي جي وفات بعد، سندس فرزند جانشين سلطان مسعود جي دربار سان وابستہ رهيو، جتي علم هيئت ۽ نجوم تي " قانون مسعودي" جي عنوان سان هڪ ڪتاب لکيائين. جڏهن سن ١٠٤٠ع ۾ سلطان مسعود قتل ٿيو ۽ سندس فرزند سلطان مودود تخت نشين ٿيو، تڏهن سندس دور ۾ جواهرات جي خصوصيات تي هڪ ڪتاب لکيائين. پوءِ سن ١٠٤٨ع ۾ ، ٧٥ شمسي سال هن دنيا ۾ گذارڻ بعد، رخصت ٿيو.

اسلامي علوم و فنون ۾، هندي فلسفي ، تهذيب ۽ مذهبي ادب کي متعارف ڪرائڻ جو اعزاز البيروني حاصل ڪيو. يوناني فلسفي، سائنس ۽ علم و ادب، کي متعارف ۽ شامل ڪرائڻ وارامسلمان عالم ۽ حڪيم، ٽن نسلن مان پيدا ٿيا: ( ١) عرب نسل، الڪندي، (٢) ايراني، آريا نسل، ابن

سينا، (٣) ترڪ نسل، الفارابي. ابو يوسف يعقوب بن اسحاق بن صباح الڪندي. ( ٨٦٦ ---- ٨٠٠ع) اسلامي علوم ۾ فلسفي ۽ سائنس کي شامل ڪيو. بن عباسي خليفن، " المامون" ۽ " المعتصم" جي سرپرستي ۾ ترجمي ۽ تحقيق جو آغاز ڪيو. سندس والد "ڪوفي" جو امير ( حاڪم) هو. " بصره" ۾ پيدا ٿيو ۽ اعليٰ تعليم بغداد ۾ حاصل ڪيائين. يوناني ۽ سرياني زبانن ۾ مهارت حاصل ڪيائين ۽ رياضي، طبعيات، هيئت، جغرافيہ (جاگرافي)، طب، فلسفي ۽ موسيقيءَ تي ڪتاب لکيائين. ويهين صدي عيسوي جي وچ ڌاري استبول ( ترڪي) مان سندس تصنيفات جو ذخيره حاصل ٿيو. "الفهرست" ۾ سندس تصنيفات جو ڪل تعداد ٻہ سو چاليهہ ڄاڻايل آهي. سندس شاگردن مان ابو معشر بلخي ۽ احمد ابن طيب السرخسي، سندس بهترين شارح ٿي گذريا آهن. "الڪندي" زندگيءَ جا آخري ١٢ سال گوشہ نشينيءَ ۾ گذاريا، ڇاڪاڻ تہ خلافت عباسيہ جي درٻارين، المعتصم جي وفات بعد، سندس جانشين خليفي المتوڪل کي ڏانهنس بدظن ڪيو ۽ ڪيس درٻار مان خارج ڪرايو هو. ( اسلامي انسائڪلوپيڊيا، ص ٢١٢). سندس همعصر مشهور محدث ۽ مفسر، " ابن ماجہ" ( ٨٨٦ ------ ٨٢٤ع) هو. جنهن " سنن ابن ماجہ" تصنيف ڪئي، جيڪو " صحاح ستہ" جو چوٿون ڪتاب آهي.

" ابن ماجہ" ابوعبدالله محمد بن يزيد بن عبدالله ابن ماجہ، ايران جي صوبي آذربائيجان جي مشهور شهر " قزوين" ۾ پيدا ٿيو، جتي علم جو مرڪز قائم هو. هن اسلامي ملڪن ۾ وسيع سيرو سفر ڪيو ۽ پنهنجي تصنيفات لاءِ مواد ڪٺو ڪيو. "سنن ابن ماجہ" کان علاوه تفسير القرآن تي هڪ ضخيم ڪتاب مرتب ڪيو ۽ هڪ ٽيون ڪتاب "التاريخ" جي عنوان سان تصنيف ڪيو، جيڪو صحابہ ڪرام رضہ کان سندس دور تائين اسلامي تاريخ تي هڪ مستند ڪتاب هو. ابن خلڪان انهي کي " تاريخ مليح" ۽ ابن ڪثير، " تاريخ ڪامل" جي نالي سان سڏيو آهي. اها تاريخ ۽ تفسير ٻئي هن وقت ناپيد آهن. ( ايضا ، ص ص ٧٥ -- ٧٤).

حڪيم" ابن سينا" ، (١٠٣٧ --- ٩٨٠ع) "بخارا" جي ڀسگردائيءَ ۾ پيدا ٿيو. سندس والد عبدالله ابن سينا، ايران جي اسماعيلي

شيعہ فرقي سان تعلق رکندڙ هو. " ابن سينا"، ابو علي الحسين، ڇهن ورهين جي عمر ۾ بخارا پهتو ۽ ڏهن سالن ۾ قرآن، فقہ ۽ اسلامي ادب جي مطالعي مان فارغ التحصيل ٿيو. پوءِ علوم عقلي، منطق ، فلسفي ، رياضي، طبعيات ۽ طب ۾ مهارت حاصل ڪيائين. اجا سترهن سالن جي عمر ۾هو تہ بخارا جي حاڪم، نوح بن منصور جو ڪامياب علاج ڪيائين ۽ انعام خاطر شاهي ڪتب خاني جي مهتمم جو عهدو حاصل ڪيائين. هڪ سال بعد، حاڪم جي وفات ڪانپوءِ، سن ١٠٠١ع ۾، خوارزم شاهہ علي بن مامون جي دربار ۾ داخل ٿيو، جتي البيروني، العراقي ۽ ابوالخير جهڙا عظيم مفڪر ۽ عالم اڳئي موجود هئا. سن ١٠١٧ع ۾، جڏهن سلطان محمود غزنوي، " خيوا" (خوارزم) فتح ڪري، درباري اميرن ۽ عالمن جي وٺ پڪڙ شروع ڪئي تڏهن حڪيم بوعلي سينا ڪڙي ڪنئين. هن اڳئي " خيوا" ۾ هڪ هنڌ ويهي ڪم نہ ڪيو هو. ڪڏهن عراق، ۽ جرجان( ١٠٠٩ع) ۽ ڪڏهن " ري" (١٠١٥ع) ۾ مقيم رهيو هو ۽ اتي ڪيس خاص پزيرائي حاصل هئي. انهن ننڍين شهري رياستن ۾ مختلف حيثيتن سان فرائض ادا ڪندو، سن ١٠٢٢ع ۾ " اصفهان" پهتو، جتي زندگي جا آخري ١٤ سال امير علاوالدين جي سرپرستي ۾ تصنيف ۽ تاليف ڪندي گذاريائين. انهي دوران سندس زياده وقت بيماري ۾ گذريو. فقط ٥٧ شمسي سال جئرو رهيو ۽ سن ١٠٣٧ع ۾ همدان جي شهر ۾ مقيم هو تڏهن " قولنج" جي مرض ۾ گذاري ويو. سندس بيشمار تصنيفات ۾ " الشفاء" ( فلسفو)، " القانون" ۽ " الادويہ" ( طب )هڪ انسائڪلو پيڊيا جي حيثيت رکن ٿا. ١٢ صدي عيسوي ۾ حڪيم بوعلي سينا جي تصنيفات جا يوربي زبانن ۾ ترجما ٿيا ۽ هو اويسينا (Avicena) جي نالي سان مغربي علوم ۾ متعارف ٿيو. سندس نظريہ ڪافي دلچسپ ۽ قابل توجہ آهن: انهن جو خلاصو هن طرح آهي تہ (١) ذات ۽ وجود ٻہ الڳ حيثيتون آهن. (٢) اهڙي طرح روح ۽ جسم الڳ حيثيت رکن ٿا. (٣) روح، مادي جو نہ بلڪ صورت جو هڪ قسم آهي، (٤) تاهم، روح جسم ڪانسواءِ بيڪار آهي، جيتوڻيڪ جسم جي تابع نہ آهي، بلڪ انهي کي پنهنجو ادراڪ آهي، عقل انهي جو ڪمال آهي، جنهن جي هڪ خاصيت آهي ۽ اها خاصيت هيءَ آهي تہ عقل سان نہ فقط خودشناسي

حاصل ٿي ٿئي. بلڪ انهيءَ جي مسلسل ترقي بہ ٿيندي رهي ٿي، جڏهن تہ جسم ، هڪ خاص عمر بعد، زوال طرف مائل ٿئي ٿو. (۵) تنهن ڪري ثابت ٿو ٿئي تہ مادي ۽ صورت جي تبديلي جي باوجود، روح ۽ عقل ۾ ڪنهن قسم جي ڪا تبديلي نہ ٿي ٿئي. (٦) هر مادي جي هڪ صورت آهي، ۽ هر صورت لاءِ مادي جوهجڻ لازمي آهي، اهي هڪ ٻئي لاءِ هڪ ڪارڻ جي حيثيت رکن ٿا، جنهن کي " علت" چئجي ٿو. (٧) انهي علت جا چار قسم آهن: ( الف) علت مادي، ( ب) علت صوري ( صورت جي) . (ج) علت غائي ( آخري) ، ۽ (د) علت حرڪي ( تحريڪ ڏيندڙ). انهن مان گڏجي هڪ ٻي علت پيدا ٿي ٿئي، جيڪا انهن سڀني علتن کي حرڪت ۾ آڻي ٿي. انهي آخري، " علت العقل" کي خدا جي هستي سمجهڻ گهرجي، جيڪا هڪ ئي وقت " علت فاعلہ، يعني ڪم ڪرڻ جو ڪارڻ ۽ علت الغايت ( آخري علت) بہ آهي". (هہ) تنهن ڪري اهڙي علت يا ڪارڻ جو هجڻ لازمي آهي، جنهن سان ٻيون سڀئي علتون يا ڪارڻ ( اسباب) پيدا ٿين ٿا. اها هستي " عقل اول" آهي، جنهن ههڙي عاليشان ڪائنات پيدا ڪئي آهي ۽ انهيءَ کي قائم رکيو آهي، (و) انهيءَ هستي مان بيشمار وجود ظاهر ٿيا آهن، مگر خود هڪ ذات واحد آهي. تنهن ڪري " ذات" ۽ " وجود" بہ الڳ حقيقتون آهن. تاهم وجود لاءِ ذات جو هجڻ لازمي آهي، ليڪن ذات جي لاءِ وجود لازمي نہ آهي.... (ز) خدا عين ذات آهي، اهوئي عقل مطلق آهي، جنهن کي پنهنجي ذات جو شعور بہ آهي ۽ پنهنجي خلقيل ڪائنات جو شعور بہ رکي ٿو..... هو " امڪان" کان پاڪ آهي ۽ "واجب" آهي. آخر ۾ فلسفي جي چڪرن مان نڪري، " ابن سينا" لکي ٿو تہ: "(١) عقل ۽برهان ذريعي خدا جو ادراڪ ممڪن نہ آهي..... هيءَ ڪائنات ۽ موجودات سندس ذات جي ثابتي آهي..... هو ( خود) ڪائنات کان الڳ، بغير جسم، بغير مادي ، بغير حيات هڪ هستي آهي ۽ اها ڪامل هستي آهي، جنهن کي حرڪت ڪرڻي نہ ٿي پوي...... هو موجودات تي لطف و ڪرم ڪندو رهي ٿو، انهيءَ لاءِ سندس خوبي جو عڪس موجودات تي پوندو رهي ٿو. (٢) خير ۽ شر ، ٻئي خدا جي طرفان آهن...... خير اول ۽ آخر آهي. شر فقط جهالت ، ناداني ۽ رنج و غم سبب پيدا ٿو ٿئي. پوءِ جڏهن " شر" کي

علم . عقل ۽ خوشي حاصل ٿي ٿئي، تڏهن اهو " خير" ۾ تبديل ٿي وڃي ٿو. (٣) عقل ۽ ايمان هڪ ٻئي جي ابتڙ ( ضد ) آهن، تاهم عقل ايمان جي ابتدا ۽ ايمان عقل جي انتها آهي. تنهن ڪري پيغمبرن جو درجو فلاسافرن ۽ دانشور عقل پرستن کان، اعليٰ آهي، ۽ "وحي" جي حيثيت ، ادراڪ (سمجهہ يا شعور) جي طاقت کان مٿاهين آهي، منطق ۽ علم، انسان کي ايترو جلد خدا جي قريب ڪري نہ ٿو سگهي جيترو " ايمان" ۽ " تصوف" ايئين ڪري ٿو. طبعيات ۾، ابن سينا روشني، حرارت، خلا، توانائي، حرڪت ۽ ذرات جو مطالعو پيش ڪيو آهي: (١) روشني جي هڪ مقرر رفتار آهي. (٢) هر شيءِ جو هڪ وزن آهي.(٣) ذرات هڪ ٻئي ۾ تبديل ڪري نہ ٿا سگهجن. وغيره، " ابن سينا" ڪيمياگري کي رد ڪيو. ارضيات ۾، ابن سينا جبلن جي ساخت جي وضاحت ڪئي. معدنيات تي سندس لکيل رسالو ، مغرب ۾ هڪ مستند ماخذ طور استعمال ٿيندو رهيو آهي. طب ۾ سندس متعلق هڪ عمده بيان ڏنو ويو آهي. چون ٿا تہ "جڏهن طب جو علم نہ هو، تڏهن بقراط انهي کي جنم ڏنو، ۽ جڏهن مري ويو، تڏهن جالينوس انهي کي جيارو، پوءِ جڏهن وڪرجي ويو، تڏهن رازيءَ انهي کي سهيڙيون، ليڪن اهو ناقص هو ۽ ابن سينا انهيءَ کي مڪمل ڪيو." ( اسلامي انسائڪلوپيڊيا، -- ايضا --- ص ص ٦٧ ---٦٦).

هن دور ۾، ترڪ نسل مان هڪ بيحد مشهور عظيم شخصيت پيدا ٿي. " الفارابي"، مغرب ۾ " الفارابيوس (Alpharabius) جي نالي سان مشهور آهي. ابو النصر محمد بن محمد ترخان الفارابي، ( ٩٩٠ ---- ٨٧٠ع) مسلمان مفڪرن ۾سيني کان اڳ، دين اسلام ۽ فلسفي جي علم جي باهمي مناسبت ۽ ٻنهي جي وچ ۾ فرق ۽ اختلاف تي بحث ڪيو. سندس حاصل مطلب هن طرح هو تہ " هڪ خوش فهم درويش جو انداز ڏسي، مذهب ۽ فلسفي جي باهمي تعلقات جو اندازو لڳايو وڃي." ( ايضا --- ص ١١٢٣). فارابي اسلامي فلسفي جو باني آهي. ڪيس مشرق ۽ مغرب ۾ برابر شهرت حاصل ٿي. هن علم منطق جي ذريعي علم فلسفي جو مطالعو ڪيو ۽ مابعد طبعيات تي ٻڻ غور و فڪر ڪيو. هن جنهن طرح ارسطو جي تصانيف جي عربي ترجمن جي تشريح ڪئي، انهيءَ جي بدولت

طبعي فلسفي بجاءِ ذهني فلسفي جو آغاز ٿيو. هن افلاطون ۽ ارسطو جي فلسفن ۾ بين فلسفين جي نظرين کي مربوط ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، انهيءَ ڪري مشترقين کيس هم وقت مطابقت پيدا ڪندڙ (Syncretist) جو خطاب ڏنو آهي. محجوب ۽ اڪيلائي ۾ مطالعي ۽ تصنيف ۾ مشغول رهندڙ هو. شاعر به هو. هڪ نظم ۾ چيو اٿس ته " آءٌ پنهنجي گهر جي گوشه تنهائي ۾ ويهي رهيو آهيان، مون ڏنو آهي ته زمانو ڪنڌ مونن ۾ وجهو وينو آهي، صحبت منجهان ڪوبه فائدو ٿيڻو نه آهي، وڏن عهدن تي فائز سڀ انسان غم جو شڪار آهن،هر ڪو مٿو ڪنهن نه ڪنهن سور ۾ مبتلا آهي."( ايضا -- ص ١١٣٢).

سندس فقط ست تصنيفون باقي بچيون آهن: ( المجموع" جنهن ۾ سندس مقالا جمع ڪيل آهن. (٢) فصوص الحڪم، (٣) السياست المدينه، (۴) ڪتاب تحصيل السعادت، (۵) رساله في اثبات المنارقات ( جنهن جو ابن سينا جي فلسفي تي گهرو اثر آهي)، (٦) التعليقات ۽ (٧) احصاءُ العلوم والتعريف باغراضها، جيڪا عربي زبان ۾ پهرين انسائڪلوپيڊيا آهي، جنهن ۾ علمن جي تقسيم ۽ تعريف ۽ انهن جي موضوعات کي باقاعده درج ڪيو ويو آهي. خدا، روح ۽ مادي متعلق سندس نظريات ابن سينا سان متفق آهن.

فارابي ، پنهنجي وطن ترڪستان مان، فارغ التحصيل ٿيڻ ۽ قاضيءَ جو عهدو ملڻ بعد، بغداد پهتو ۽ اتي عربي زبان جي تعليم مڪمل ڪيائين. اتان شام ملڪ ۾ ويو ۽ اتي حمداني خاندان جي امير سيف الدوله جي دربار ۾ ملازمت اختيار ڪيائين، ليڪن معاوضي طور فقط چار درهم روزانو وٺڻ قبول ڪيائين. بغداد، حلب، دمشق ۽ قاهره ۾ ۽ جتي به ڪنهن هنڌ ويو، اتي کيس ترڪي لباس پاتل هوندو هو، ۽ وضع قطع ۾ خالص ترڪ نظر ايندو هو. سن ٩٩٠ع ۾، زندگيءَ جا هڪ سو ويهه سال پورا ڪري، دمشق ۾ فوت ٿيو.

ترڪ ۽ منگول هم نسل آهن. عرب واقع نگارن انهن غير ايراني قبيلن کي " ترڪ" چاٿايو آهي، جيڪي آمو درياهه جي پريان " ماوراء النهر" جي اتر اوير ۾ رهندا هئا. ( هتي، ايضا ، ص ٢١٠) عباسي خليفي مامون الرشيد جي دور ( ٨٣٣ ---- ٨١٣ع) ۾ وچ ايشيا مان ترڪ غلام خريد

ڪيا ويا. ( ايضا --- ص ٣٠٥ ) خليفي المعتصم ( ٨٤٢ ---- ٨٣٣ع) فرغانہ جا ترڪ غلام اسلامي فوج ۾ شامل ڪيا ( ايضا --- ص ٣٢٨. بحوالہ المسعودي ج ٧ ، ص ١١٨) ۽ اڳتي هلي، اهي ترڪ سپاهي، عباسي خليفن جا ذاتي محافظ ۽ رشتيدار بنجي، خلافت عباسيہ جي زوال جا باعث بنيا، اهي عباسي شاهي خاندان جي اخلاقي ڪمزوري لاءِ ذميوار هئا. ( ايضا -- ص ٣٤١) سلجوقي ترڪن، خليفي القائم جي دور ( ١٠٧٥ --- ١٠٣١ع) ڪان لاڳيتو ١٣٩ سال ( ١١٩٤ ---- ١٠٥٥ع) خلافت تي بالادستي قائم رکي.

امير تيمور (١٤٠٥ --- ١٣٣٦ع) وچ ايشيا ۾، سمرقند کان ٥٠ ميل ڏکڻ طرف "ڪيش" / " سيبز" جي بستيءَ ۾ پيدا ٿيو، ٽيٽيهہ سالن جي عمر ۾ سمرقند جي تخت تي ويٺو، ۽ باقي عمر جا ڇٽيهہ سال جنگ و جدل ۾ گذاريائين، يورپ جي تاريخ ۾ ڪيس " تيمرلين" (Tamerlane) جي نالي سان لکيو وڃي ٿو، ۽ ايشيا ۾ ڪيس " امير تيمور صاحب القرآن" جي نالي سہ ياد ڪيو وڃي ٿو، ويڙهہ ۾ وحشت ناڪ ۽ صلح جي حالت ۾ رحمدل ۽ انصاف پسند هو. علم و فنون جي سرپرستي ۽ تعميرات سبب سارهايو ويو آهي. هن مشرقي ڪپچڪ تاتارين کي مطيع ڪيو ( ١٣٩٠ع) مغربي ڪپچڪ قبيلن خلاف طويل ڪاروائي بعد هن تخطامش جي تاتاري شهنشاهيت جو خاتمو ڪيو، هندستان ۾ دهلي سلطنت کي مغلوب ڪيو. (١٣٩٨ع ). " ترڪ" قبائلين کي " انقره" جي ميدان تي شڪست فاش ڏني. " ايران" ( پرشيا) ۽ " جارجيا" کي فتح ڪيو. شام جي علائقن ۽ دمشق جي بادشاهيت کي مغلوب ڪيو. وفات کان ٿي سال اڳ "چين" فتح ڪرڻ جي تياري ڪيائين. " ارمچي" جي رستي چين تي ڪاهي وڃي رهيو هو تہ " اوترار" جي مقام وٽ پساهہ پورا ٿي ويس، انسان جي تاريخ جو هي هڪ منفرد ۽ اعليٰ ڪردار آهي جنهن کي هڪ ئي وقت سارهايو ۽ نديو وڃي ٿو. (چ، ج ١٣ ، ص ٦٥٧)

# فهرست مضامين

## باب چوٿون

# مغربي قومن جي تهذيب ۽ تاريخ

مغربي تهذيب، يورپ ۽ امريڪا کنڊن جي، گڏيل تهذيب کي چيو وڃي ٿو. مشرقي تهذيب انهيءَ کان قديم ۽ مختلف آهي. ڪنهن ڏاهي چيو آهي ته " مغرب مغرب آهي ، مشرق مشرق آهي ۽ اهي ٻئي ڪڏهن به پاڻ ۾ ملي نه ٿا سگهن." انسان جي تاريخ جو مطالعو ڪندي، معلوم ٿو ٿئي ته مذهب ۽ تهذيب جو آغاز ۽ ترقي، مشرق کان ٿي آهي. مغرب انهي انساني ورثي کي قرون وسطيٰ ۾ حاصل ڪيو ۽ پنهنجي مخصوص طرز ۽ انداز سان وڌايو آهي. مشرق انهيءَ مغربي تهذيب ۾ پوري طرح شامل نه ٿي سگهيو آهي ۽ مشرق اڄ به مشرق آهي. تاهم انساني اتحاد ار ساڳيا آهن.

مغربي ملڪن ۾، امريڪا جا سيئي ملڪ بعد جي دريافت آهن. ليڪن يورپ جا ملڪ قديم تاريخ ۽ اوائلي تهذيب جاٿائن ٿا. مشرق ۾ ايشيا کنڊ کان تهذيب جو سفر مغرب ۾ يورپ کنڊ اندر داخل ٿيو. ٻنهي کنڊن جي سرحد پهريون دفعو فونيقي ۽ يوناني ملاحن مقرر ڪئي: يونچ سمنڊ (بحر روم) جو مشرقي علائقو، جتي خشڪ زمين کي پاڻي الڳ ڪري ٿو چڏي، اتي مغرب ۽ مشرق، يعني يورپ ۽ ايشيا جون سرحدون ملن ٿيون. پوءِ روايتي طور تي ، جتي اتر طرف واقع يورل (Eural) ﭘﮩاڙي سلسلو ۽ يورل درياهه ڏکڻ طرف وڃي، ڪئسپين سمنڊ جي ساحل سان اچي ملي ٿو، اهاجاءِ يورپ کنڊ جي سرحد ۽ نالي جو سبب آهي. اتان مغرب طرف"مئنيڪ" جي لاهي وٽ يورپ کنڊ دنگ ڪري ٿو، تاهم "ڪوهقاف" ﭘﮩاڙي سلسلي جي چوٽي وڏيڪ مناسب حد سمجهڻ گهرجي. ڪل ايراضيءَ تي اختلاف آهي، تاهم اٽڪل ٣٨ لک چورس ميل شمار ڪيا وڃن ٿا. (چئمبرسس، ج ٥ ص ٤١٠) هتي ٥٩ ڪروڙ ٧٠ لک آدم رهي ٿو. (١٩٦١ع جي مردمشماري موجب). بني آدم جي هتي بودوباش بابت، ابتدا جو اندازو، ٣٥٠٠٠ ق ـ م لڳايو ويو آهي ( ايضا ـ ص ٤١٦)، جيتوڻيڪ

خود حضرت آدم عليه‌السلام جي خصوصي تخليق اجا نہ ٿي هئي. آثار قديمہ جا ماهر بهرحال" ڪومب ڪئپيل" جي لڏل ڪوپڙي کي انهيءَ " انساني نسل" جي ڇاڻائن ٿا. جيڪو ڊگهي مٿي، ڊگهي منهن، مضبوط ڄاڙين وارو روبدار انسان هو، جيڪو " فرانس" جي ڊورڊون علائقي ۾ رهندو هو. پوءِ مختلف نسلن جا شواهد ملن ٿا. جيڪي پٿر جي قديم دور کان ترقي ڪندي جديد دور جي تهذيب، نئين پٿر جي دور جي تهذيب ۾ داخل ٿيا. تاهم سندن نسلي شناخت قائم نہ رهي. انهي دور جي لڌل ڪوپرين مان ٣٣ گول مٿي واريون آهن ( ايضا). نسلي اختلاف ۽ آميزش جو عمل پٿل جي دور کان لوهہ ۽ ڌاتن جي دورن تائين جاري رهيا. انهن مان قومن ۽ قوميتن جا الڳ جسماني ۽ ثقافتي روپ ظاهر ٿيا.

"اسڪئنڊينيويا" جنهن ۾ ناروي ۽ سويڊن کان علاوه فنلئنڊ جو هڪ حصو اچي ٿو وڃي، يوربي قومن ۾ لئپس قوم جو اصل ملڪ آهي. انهن جي الڳ ديومالا، مخصوص قومي زبانون ۽ خاص منهن مهانڊا آهن: لوهہ جي زماني ۽ وائڪنگس قبائلين جي دورن تائين " ناروي" جو ملڪ پوري طرح انساني آباديءَ هيٺ اچي ويو هو. ناروي جا ماڻهو قد جا ڊگها، سونهري وارن ۽ مناسب جسم وارا آهن، "سويڊن" ۾ پڻ بنيادي نسل اهو آهي، تاهم " لئپس" ۽ "فنس" نسلن جي منجهن پڌري آميزش ٿيل آهي. ڊينمارڪ تاريخ جي دور کان اڳي، هڪ ثقافتي مرڪز هو. بعد ۾ اتان جرمن قومون ڏکڻ ۽ اولهہ طرف وڌيون، اهڙي طرح بالٽڪ سمنڊ جو علائقو، جيڪو وچ يورپ جي ميداني علائقي کي " اسڪئنڊينيويا" کان الڳ ڪري ٿو ۽ اتان اتر اولهہ ۾ واقع آهي، اتي مشرقي بالٽڪ ۾ ٻہ لساني گروهہ آباد آهن " فنس" ، " ايسٽونين، " ، " لٿونين، " " ليٽ" وغيره هتان جون ٻوليون آهن، جيڪي لٿونين، لٽوين يا ليٽش ۽ قديم پروشن ( جرمن) زبانون سڏجن ٿيون . انهن کي گڏي، ايڊو ـ يوروپين لساني گروهہ چئجي ٿو. اُهي سلاؤڪ ٻولين سان وڌيڪ مشابهت رکن ٿيون، انڊو- يوروپين ٻولين ۾، بالٽڪ گروهہ کان علاوه، سلاؤنڪ، فارسي، سنسڪرت، آرمينيائي، البانوي ۽ ڪجهہ ناپيد زبانون شامل آهن. قديم پروشين ( جرمن) زبان ١٧ صدي عيسوي ۾ ناپيد ٿي وئي. ( ايضا ـ ج ٢ ، ص ٨٣.)

ڏکڻ اوڀر يورپ ۾ بلقان جو اپٻيٽ (Balkan Peninsula)، پنهنجي ارضياتي بيهڪ سبب، مشڪل تاريخي دورن مان گذريو آهي. ٽن طرفن کان سمنڊ آهي: اولهه ۾ ائنڊرياٽڪ، ڏکڻ ۾ يونچ سمنڊ ۽ اوڀر ۾ بحر اسود يا ڪارو سمنڊ، باقي چوٿين طرف کان هن ٽڪنڊي سرزمين ، تاريخ ۾ يورپ ۽ ايشيا ( يعني مغرب ۽ مشرق) جي وچ ۾ پل جو ڪردار ادا ڪيو آهي: هتان جي حڪمرانن جو بحر روم ( يونچ سمنڊ) ۽ بحر اسود جي تجارت ۽ آمد رفت تي هميشه ضابطو رهيو آهي. هتي ٽي نسلي، قومي، يا لساني گروهه آباد آهن: (١) سلاوينو ـ ائنٽين گروهه، جيڪو يونان جي علائقن مقدونيه، ٿريس ۽ موسيه ۾ قديم زماني کان آباد رهيو آهي ۽ ٨ صدي عيسوي ۾ "منگول" ۽ "بلغار" مهاجرين انهن ۾ شامل ٿي ويا هئا، (٢) سرب ـ ڪروٽ گروهه، ۽ (٣) اهي جن هتان هجرت ڪري ڏکڻ طرف بظنطيني علائقن، ٿيسلي وغيره ۾ سڪونت اختيار ڪئي. سلاو نسل به منگول ۽ بلغار نسلن وانگر بعد ۾ بلقان ۾ آباد ٿيو.

قرون وسطيٰ ۾ بظنطيني شهنشاهيت هن رومن ميراث کي پنهنجي قبضي هيٺ رکڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪئي ۽ ظاهر آهي ته هنان جو عوام مصيبت هيٺ آيو. تاهم بظنطيني قبضو فقط ڏکڻ بلقان ۾ ١٢٠٤ع تائين قائم رهي سگهيو. ڪروٽن جون آباديون ، جيڪي اتر ـ اولهه بلقان ۾ واقع هيون، رومن شهنشاهيت جي زوال بعد " هنگري" جي اثر هيٺ رهيون. هتي لاطيني تهذيب جو ڳڙهه قائم هو، جيڪو مجموعي طور مشرق کان وڌيڪ مغرب طرف راغب هو. تاهم ١٤ ـ ١٥ صدي عيسوي دوران هتي خلافت عثمانيه جو قبضو ٿي ويو ۽ ڪافي تعداد ۾ بلقان جي آبادي اسلام طرف راغب ٿي. اهو يورپ جي مسيحي قومن جي باهمي نااتفاقيءَ جو نتيجو هو. پهرين مهاياري لڙائي ( ١٩١٨ ـ ١٩١٤ع) بعد خلافت عثمانيه جا يورپي علائقا مسلمانن جي حڪمراني کان آزاد ٿيا. ١٩١٤ع ۾ اڳئي صورتحال اها هئي جو " سربيا"، " بلغاريه" ۽ " يونان" ۾ ڪافي علائقا شامل ڪيا ويا هئا ۽ " البانيه" جي خود مختيار حڪومت قائم ٿي هئي، لڙائي جي اختتام (١٩١٨ع) بعد هڪ ٻي خود مختيار حڪومت "يوگوسلاويه" جي نالي سان هڪ بادشاهيءَ جي صورت ۾ قائم

ٿي ۽ ١٩٢٣ع جي معاهدي موجب ترڪي جي يورپ ۾ حد بندي ڪئي ڙئي. جنهن موجب قسطنطنيه ۽ مشرقي ٿريس جي پسگردائي ۾ باقي يوربي علائقو ترڪي ۾ شامل رهيو. ۽ خود ترڪي کي، يا ترڪ قوم کي.يورپ جو بيمار شخص سڏيو ويو.

مختلف يوربي قومن ۽ سندن علائقن جي برعڪس برٽش آئيلس۾ اسڪاٽلئنڊ، آئرلئنڊ ۽ ويلس نسلي اختلاط کان قدري آجا رهيا. انگلئنڊ، جيڪو بعد ۾ برٽش آئيلس ۾ شامل ٿيو، رومن شهنشاهيت جو حصو هو ۽ پوءِ اينگلوسئڪسن قومن اتي پنهنجو راج قائم ڪيو. برٽش آئيلس ۾ اٽڪل ٢٠٠٠ ق ـ م ڌاري، غالبا فرانس مان، نوان آبادڪار آيا جن زراعت جو هنر رائج ڪيو. ( چئمبرسس، ج ۵ ص ٤٣١) جنوب ـ مشرقي ۽ وچ يورپ ۾ مشترڪ زراعتي طريقن جا آثار پٿر جي نئين دور (Neolithic period) کان معلوم ڪيا ويا آهن ۽ " ماتا ديوي" (Mother goddess) جي پوڄا جيڪا انهيءَ دور ۾ سنڌو ماٿري جي مذهب ۾ ملي ٿي، هت بہ ڏني ملي ٿي، ( ايضا ـ ص ٤٢٩) يورپ جي نئين پٿر جي دور ۾ گڏيل زرعي معيشت جا آثار ملن ٿا. ڏکڻ روس جي ميداني علائقي ۾ مالوندو خانہ بدوش قبيلن جا بہ ثبوت موجود آهن. هن طرز جي زندگي يورپ جي ايجاد نہ هئي بلڪ اها مشرق قريب مان اتي مروج ٿي. جڏهن ڪنجهي (Bronze) جي دور جا شهري جيڪي قلعي ۽ ٽامي جو گڏيل ڌاتو استعمال ڪندا هئا. وچ مشرق ۾ تعليم يافتہ تهذيب قائم ڪري رهيا هئا. تڏهن يورپ ۾ اڃا پٿر جي وچين دور واري جهنگلي ۽ وحشي زندگي هلي رهي هئي. يونان کان علاوه باقي يورپ ۾ زراعت بہ ايجاد نہ ٿي هئي. يورپ جي جهنگلي زندگي مان وحشي طرز حيات ۾ تبديلي، مشرق ۾ شهري تهذيب جي اوسر سبب آئي:" جڏهن نيل ۽ دجلہ جي ڪنارن سان تعمير ٿيل شهرن جي ٻاهران زرعي فارم هئا. تڏهن ڊينيوب ۽ رهائين ندين جي ڪنارين سان ڳوٺ ٻڌجي رهيا هئا. ( ايضا ـ ج ۵ ص ٤٢٩). دراصل مشرقِ وسطيٰ کان اتر آفريڪا تائين قائم مختلف قديم ثقافتن، يورپ کي متاثر ڪيو.

اتر يورپ ۾ وچين پٿر جي دور واري طرز زندگي زياده دير تائين

محدود رهي. خاص طور تي ڊينمارڪ، اتر جرمني ۽ ڏکڻ سويڊن ۾ انهي دور جا آبادڪار اجا نہ پهتا هئا. ڪنجهي يا ڪانسي جو دور اٽڪل ٢٠٠٠ ق ـ م کان ١٠٠٠ ق ـ م تائين جاري رهيو، جنهن بعد لوهہ جو زمانو شروع ٿيو، جيڪو اترين يوروپين علائقن ۾ دير سان شروع ٿيو. انگلئنڊ ۽ برٽش آئيلس جي باقي علائقي ۾ ٤٠٠ ق ـ م تائين لوهہ جي ثقافت جو دور نہ آيو هو. ( ايضا ص ـ ٤٣٢) ليڪن مشرقي يونچ سمنڊ جي علائقي ۾ "مينون ثقافت" ٢٥٠٠ ق ـ م کان گهڻو اڳي، " ڪريٽ" ۾ قلعي ۽ ٽامي جي استعمال واري معيشيت هيٺ قائم هئي.

## يونان جي تهذيب

بلقان (Balkan) اُبيٽ جو ڏاکڻون علائقو، جيڪو ڏکڻ اوڀر يورپ ۾ اچي وڃي ٿو، يونان (Greece) جي نالي سان تاريخ ۾ مشهور آهي. هي پهاڙن، ٻيٽن ۽ اپبيٽن جو ملڪ، انسان جي تاريخ ۽ تهذيب ۾ نمايان حيثيت جو مالڪ آهي. اوائلي آبادي، يورپ مان لڏي آيل مهاجرن آبادڪارن جي هئي، جيڪي قديم يوناني ٻولي ڳالهائيندا هئا. اهو زمانو اٽڪل ٢٠٠٠ ق ـ م هو. قريب واقع ڪريٽ (Crete) جي ٻيٽ ۾ مشرقي تهذيب رائج هئي. ايجن سمنڊ جي ڪناري تي واقع، يونان انهيءَ تهذيب جي اثر هيٺ آيو ۽ ١٦٠٠ ق ـ م ڌاري ميسيني تهذيب ۽ تمدن يوناني تهذيب جا بنياد وڌا. ميسيني (Mycenae) جي آبادي انهيءَ قديم يوناني تهذيب جو مرڪز بني، جنهن ٻن صدين بعد سن ١٤٠٠ ق ـ م ۾ ڪريٽ جي شهرن کي تباهہ ڪري، ايجن سمنڊ جي علائقي ۾ برتري حاصل ڪئي ۽ قبرص (Cyprus) کي پنهنجي ڪالوني بنائي، اُتي آبادڪاري شروع ڪئي. ٽراءِ جو محاصرو (The Siege of Troy) يوناني تاريخ جو منڍ ليکجي ٿو. شايد سن ١٢٥٠ ق ـ م ڌاري، ميسيني بادشاهہ اگاميمنن (Agamemnon) ٽراءِ جو شهر نذر آتش ڪيو. ١٩٥٢ع ۾ ميسيني دستاويزن جي پڙهڻي (decipherment) بعد يقين سان چئي سگهجي ٿو تہ ميسيني لوڪ يوناني هئا، جن کي ١١٠٠ ق ـ م کان ڪجهہ وقت اڳي

هڪ ٻي آبادي جي لوڪن، شايد ڊورين (Dorian)، بيدخل ڪيو ۽ ميسيني جي آبادي جا ٻه مکيه مرڪز ڪورنٿ (Corinth) ۽ اسپارٽا (Sparta) تباهه ڪري ڇڏيا. ٻه صديون پوءِ (٩٠٠ - ١١٠٠ ق - م) جي يوناني تاريخ کي پروٽوجيوميٽرڪ دور (Protogeometric age) سڏيو وڃي ٿو، جيڪو هڪ خالي ۽ ويران دور هو. انهيءَ کانپوءِ يونان جي تاريخ جو مشرقي دور شروع ٿيو. ميسيني لوڪ لڏي وڃي قبرص ۽ رهوڊس ۾ آباد ٿيا ۽ سندن تهذيب جا نشان وحشي فاتحن، شايد ڊورين (Dorian) هٿان مٽجي ويا.

يوناني قوم ٻيهر سن ١٠٠٠ ق - م کان ٧٠٠ ق - م تائين تقويت حاصل ڪئي ۽ ايجن سمنڊ جي تقريبا سموري علائقي تي قابض ٿي وئي ۽ سمنڊ پار ايشيائي ساحل ۽ ٻيٽن ۾ آبادڪاري شروع ڪئي: فونيقي رسم الخط (Phoenician script) جي بنياد تي هڪ يوناني رسم الخط تيار ڪئي وئي، جيڪا اڃا تائين يورپي زبانن جي الف - ب ۾ استعمال ٿئي ٿي. اهو عظيم ڪارنامو ٨٠٠ ق - م کان ٧٠٠ ق - م تائين مڪمل ٿيو. انهيءَ دور ۾ شايد يوناني شاعر هومر، جنهن متعلق فقط سندس شاعري ڪجهه ٻڌائي ٿي، ۽ هيسائڊ ٻه يوناني عالم رهندا هئا. اهو يونان ۾ جهالت جو دور هو: ٨٥٠ ق - م ڌاري " اليڊ" (Iliad) ۽ اوڊيسي (Odyssey) جي عنوانن سان ٻه طويل نظم لکيا ويا جيڪي هومر جي تصنيف چيا وڃن ٿا. هومرڪان اڳ يونان جي پنڊن ۽ ميراسين کي جنگي جوڌن جا داستان برزبان ياد هوندا هئا، جيڪي فنلئنڊ ۽ يوگوسلاويه جي پنڊن جي طرز تي ڳايا ويندا هئا. انهن داستانن ۾ ٽراءِ شهر جي بربادي جو داستان ٻه شامل هو، جيڪو هڪ تاريخي واقعو هو: ١٢ صدي ق - م ڌاري "اليوس" يا " اليان" نالي هڪ يوناني شهر ۾ " اڪائيئنس" (Achaians) قبيلي جي راڄڌاني هئي. "هساراڪ" جا آثار قديمه انهيءَ شهر جي نشاندهي ڪن ٿا. اڪائي ئنس جو بحر اسود جي واپار تي قبضو هو. انهيءَ ڪري، يا ٻين ڪن سببن ڪري، ميسينينس ۽ اڪائي ئنس جي وچ ۾ جنگ لڳي، جنهن سان متعلق مشهور داستان" ٽراءِ جي هيلن" اڄ تائين ادبي دنيا جي زينت آهي. ٽراءِ جو شهزادو پئرس (Paris) اسپارٽا جي شهزادي هيلن کي ڀڄائي وڃي ٿو،

جنهن جي ميسيني جي بادشاهہ اگاميمنن جي ننڍي ڀاءُ مينيلاس (Menelaus) سان اڳئي شادي ٿيل هئي. ٻانهن واپس گهري وئي، جيڪا نہ ملڻ تان جنگ لڳي. ٽراءِ جي آبادي " ٽروجن" قبائل تي مشتمل هئي جيڪي هيلن جي حفاظت ڪندي تباهہ ٿي ويا. هن قصي ۾ هيلن کي " زيوس" مهاديوتا جي ڌيءَ ڄاڻايو ويو آهي جيڪا بيحد حسين هئي. اهڙي طرح "اوڊيسي" جي منظوم داستان مان پڻ قديم يوناني تاريخ ۽ مذهب جو پتو پوي ٿو.

ٽروجن جي لڙائي ( غالبا ١٢٠٠ ق - م) ۽ مهاڀارت جي يُڌ ( اٽڪل ٩٠٠ ق - م) جي وچ ۾ مشابهت معلوم ٿئي ٿي. هيلن آف ٽراءِ ۽ "پنڪلا" جي راجڪماري " دروپدي" ٻنهي لڙاين جو مرڪزي ڪردار آهن. ٻنهي "سويمبر" جي رسم ذريعي شادي ڪئي. ٻنهي کي اغوا ڪيو ويو ۽ سندن بازيابي خاطر دنيا جون هي ٻہ عظيم جنگيون لڳيون. انهيءَ کان علاوه ٽروجن جو هيرو، اڪليس ۽ مهاڀارت جو مهاتما، سري ڪرشن مهراج، هڪ ئي ڪردار جي غمازي ڪن ٿا. ٻنهي جو ساهہ ڪڙيءَ ۾ هو، جنهن کان علاوه جسم جي ٻئي ڪنهن بہ عضوي يا هنڌ تي ضرب لڳي نہ ٿي سگهي. ٻئي روحاني طاقت رکندڙ هئا، جنهن ذريعي فاتحن کي فتح نصيب ٿي. جيئن تہ ٻنهي لڙاين جو زمانو اجاتائين بحث طلب آهي، تنهن ڪري چٽي نہ ٿو سگهجي تہ ڪهڙو واقعو اڳ ۽ ڪهڙو پوءِ ٿي گذريو آهي. تاهم منجهن مماثلت صاف ظاهر آهي، جنهن ۾ مذهبي عقيدن جو هڪ جهڙو طرز عمل پڻ شامل آهي. اهو پڻ قابل توجہ آهي تہ ٻنهي تهذيبن، يوناني ۽ هندي تهذيبن ۾ ادب جي شروعات رزميہ شاعري، جنگين ۽ جوڌن جي داستانن تي مشتمل ادبي ڪاوشن، سان ٿي آهي.

يونانين هيلن (Helen) کي هڪ ديويءَ (goddess) جو درجو ڏنو. هن کي وڏڪار ۽ عام پيدائش جي ديويءَ طور لئڪونيا (Laconia) جي علائقي ۾ پوڄيو ويندو هو. يوناني ديومالا مطابق هيلن، عظيم ديوتا، زيوس جي ڌيءَ هئي، جنهن کي اسپارٽا (Sparta) جي مهاراڻي ليڊا (Leda) آني ( بيضي) مان ڦوڙي پيدا ڪيو هو، جيڪو نيميسس ديويءَ جو لاٽل هو. جڏهن زيوس هيلن جي ماءُ وٽ آيو تہ هو هنس پکيءَ جي

شڪل ۾ هو. هيلن ۽ دروپديءَ جي ڪردارن ۾ هڪ عورت جي هڪ ئي وقت گھڻن مردن سان شاديءَ جومثال پيش ڪيو ويو آهي. يونان ۽ هندستان جي قديم مذهب ۽ تهذيب ۾ هڪ جهڙائي نوٽ ڪرڻ ناگزير آهي.

گھڻيون صديون پوءِ ، جڏهن سڪندر اعظم (٣٢٣ _ ٣٥٦ ق ـ م) سنڌو ماٿري کي لتاڙيو ۽ ايشيا ۾ هڪ عظيم فاتح ٿي اڀريو، تڏهن يونان ۾ هڪ مخلوط تهذيب جو بنياد پيو، جنهن کي هيلينزم (Hellenisun) چئجي ٿو. اهو يوناني تهذيب تي مفتوح علائقن جو اثر ۽ انهن تي يوناني اثرات جو مجموعو آهي ۽ انهيءَ جي باعث يونانين جي تهذيب دنيا ۾ آشڪار ٿي. تاهم سڪندر اعظم جي فتوحات کان گھڻو اڳ يوناني تهذيب پنهنجي سرحدن اندر وڌندي ويجهندي رهي هئي جنهن کي ذهن ۾ رکڻ ضروري آهي. سڪندر اعظم جو ڪردار خود صدين جي انساني تاريخ جي پيداوار هو: غالبا ٧٥٠ ق ـ م کان ٦٠٠ ق ـ م تائين يونانين، ٿريس (Thrace) ۽ مقدون (Macedon) جي شهري آبادين کان علاوه ، ايجن سمنڊ ٽپي آسپاس جي علائقن ۾ آباد ڪاري ڪئي. وڌندڙ آبادي ۽ گھربل کاڌ خوراڪ جي پورائي ڪرڻ لاءِ ايئن ڪرڻ ضروري هو. انهيءَ زماني ۾ هومر جي ابتڙ هيسئڊ (Hesoid) اهو شاعر هو جنهن تاريخ کي ڇڏي حال جي اقتصادي گھرجن جي اپٽار ڪئي. هن جو مرڪزي خيال پنهنجي ملڪ سان وابسته هو. هن جو نظم جنهن کي " ڪم ۽ ڏينهن" (Work and Day) جو عنوان ڏنو ويو آهي، ان وقت جي انسان جي ذاتي معاملات ۽ ملڪ جي همعصر حالات بابت اهم معلومات فراهم ڪري ٿو. انهيءَ دور ۾ ٻه ٻيا يوناني شاعر ٿي گذريا: آرڪيلوڪس (Archilochus) غالبا ٦٦٠ ق ـ م ۾، ۽ ڪولائيوس (Colaeus) ٦٤٠ ق ـ م ڌاري يوناني قوم ۾ بيداري پيدا ڪرڻ جو سعيو ڪندا رهيا؛ ٻه صديون اڳ ٨٥٠ ق ـ م ڌاري جڏهن هومر يوناني جوڌن جاڳڻ ڳائيندو هو، تڏهن يونان ۾ بادشاهي تقريبا ختم ٿي چڪي هئي. اقتدار جي رساڪشي، مذهبي پيشوائن ۽ جاگيردارن جي خودمختاري ۽ سرمائيدار تاجرن جي ڇڙواڳي تي آرڪيلوڪس ۽ ڪولائيوس خواهه هيسائڊ جي تنبيهن جو ڪو اثر نه ٿيو ۽ آخر يونان جي

تاريخ ۾ اها صدي آئي، جنهن کي ظالم صدي (Tyrant Century) جو نالو ڏنو ويو آهي: اها ظالم صدي ٦٥٠ ق - م کان ٥٥٠ ق - م تائين جاري رهي. تائرنٽ (Tyrant) لفظ انهيءَ دور جي ايجاد آهي، جنهن کي يوناني بولي ۾ مطلق العنان بادشاهه جي معنيٰ ۾ ورتو ويندو آهي ۽ هاڻي عام طور تي ظالم حڪمران ۽ بي رحم انسان کي انگريزيءَ ۾ تائرنٽ چئجي ٿو. انهيءَ دور جو هڪ تائرنٽ ( ظالم شخص) گائگيز (Gyges) نالي مشهور آهي جيڪو هڪ غاصب حڪمران هو ۽ ظلم ذريعي وڏو ڌن ۽ مال ملڪيت گڏڪئي هئائين. جن يوناني شهري رياستن ۾ تائرنٽ نه هئا، اتي قانون ساز پيشوا پيدا ٿيا جن انساني زندگي تي قيد بند لڳايو. انهن شهرن ۾ اسپارٽا (Sparta) ، ٿيبز (Thebes) ۽ ڪئٽانا (Catana) شامل هئا. اٿينس (Athens) جي قانون دان، سولون (Solon) ٥٩٤ ق - م ۾ اهي قوانين ناهيان جن تي عمل ڪرڻ سان، سندس خيال مطابق ، ڪنهن تائرنٽ يا ظالم بادشاهه کي اقتدار ۾ اچڻ جو موقعو ملي نه سگهندو. واقعي جمهوريت جي بقا، بهتر قانون سازي ۽ انهيءَ تي مڪمل عمل درآمدڪرڻ ۾ سمايل آهي، يونان جي تاريخ جي انهيءَ دور ۾ ظالم بادشاهتون جيتوڻيڪ مؤثر حڪمراني جو مثال هيون تاهم اهي فقط پنجاهه سالن کان هڪ سؤ سالن جي عرصي تائين قائم رهي سگهيون، جڏهن ته اٿينس، اسپارٽا، ٿيبز ۽ ڪئٽانا جهڙيون شهري رياستون، پائدار جمهوري روايتن سبب جديد دور جي آغاز تائين، دنيا جي لاءِ هڪ مثال طور، قائم رهيون. اسپارٽا ۾ بادشاهه جو ڪم جنگ جي حالت ۾ اڳواڻي ڪرڻ تائين محدود هو. بادشاهي جو تصور سورهائي ۾ سمايو ويو. نج يوناني مزاج ۾ جسماني ورزش، راندين ۽ دوبدو مقابلن جو ٻج پيل هو. ٧٧٦ ق - م ۾ اولمپڪ راندين جو رواج پيو. جيڪي هر چوٿين سال اولمپيا (Olympia) شهري رياست ۾ منعقد ٿينديون هيون. مقابلي ۾ ڊيلفي (Delphi) جي شهري رياست ۾ پٿين رانديون (Pythian games) چارسالہ هلندڙ هيون. ڊيلفي راندين کان وڌيڪ تقرير جي فن ۾ شهرت حاصل ڪئي، تقرير يا واعظ کي اپالو ديوتا جو آواز قرار ڏنو ويو: جنهن جو خاص پيغام انتقام جي جذبي کي ٿڌو ڪرڻ يا ان جو رخ موڙي راندين ۾

پلاند ونڻ ۽ انساني قدر قائم ڪرڻ بابت هو. انهيءَ ڪي غيب جو آواز (Oracle) سڏيو ويو. هڪ مقدس لڙائي جو پڻ ذڪر ملي ٿو. پينگريز (Panegyris) معنيٰ ميٽنگ يا اجلاس هڪ يوناني رسم آهي جنهن جو يونانين جي زندگي ۾ وڏو عمل دخل هو. انهيءَ مان يوناني قومي اتحاد جو آغاز ٿيو.

سن ٧٠٠ ق - م ڌاري ميداس بادشاهه (King Midas) هڪ ٿائرنت ٿي گذريو آهي، جنهن يونان ۾ سون جا ڍير لڳائي ڇڏيا هئا. ٿيسالئين (Thessalian) هڪ بين الاقوامي قوت بنجي سن ٦٠٠ ق - م ڌاري سون جي بادشاهي ڪرسا (Crisa) تي قبضو ڪري ان ڪي تباهه ڪري ڇڏيو. " ڪرسا" بندر ذريعي " ڊيلفي" ڪي سمنڊ تائين رسائي حاصل هئي. ملڪي بچاءَ ۽ مذهبي جهاد خاطر يونان جي شهرن جو هڪ اتحاد قائم ڪيو ويو جنهن کي "ليگ آف گريڪس" ( امفي سٽيانس Amphicytyons) جونالو ڏنوويو آهي. ( امفي سٽيانس جي اصلي معنيٰ آسپاس رهندڙ آهي) ٿيليسين جي سياسي ۽ خارجي نظام جي اها اهم پيش رفت باقي دنيا جي لاءِ بين الاقوامي اتحاد جو مثال بنجي وئي.

حڪيم سقراط ( ٣٩٩ ـ ٤٦٩ ق - م) ۽ سندس شاگرد افلاطون (٣٤٧ ـ ٤٢٧ ق - م) جي زماني ۾ "اٿينس" ( يونان) جو شهر دنيا ۾ علم ۽ ادب جو مرڪز هو، جتي تاريخ ۽ ڊراما نويسي کان علاوه شاعري جو فن، سنگ تراشي ۽ عمارتسازي ڪمال حاصل ڪيو هو. ان وقت " ايران"، " يونان" جي مدمقابل هو.

حڪيم افلاطون (Plato) جي " پيار جو فلسفو"، جديد علمي دنيا ۾، " افلاطونيت" (Platonism) جي عنوان سان زير بحث آهي: شهواني خواهش بغير محبت جيڪا روحن جي پاڻ ۾ ٿئي ٿي، هن فلسفي جو مرڪزي نقطو آهي.

# حڪيم سقراط (Socrates) ٣٩٩ـ ٤٦٩ ق-م.

سن ٤٦٩ ق ـ م ڌاري " اٿينس" جي هڪ سنگتراش "سافرونسڪس" (Sophroniscus) ڪي پٽ ڄائو، جنهن جو نالو "ساڪريٽيز" (Socrates) رکيو ويو. مشرق ۾ " ساڪريٽيز" حڪيم سقراط جي نالي سان مشهور آهي. سندس ماءُ فائناريٽي (Phaenarete) خود هڪ دائي (midwife) هئي. ابتدائي تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ "سقراط" کي " اٿينس" جي ٻين نوجوانن وانگر مروج نصاب مطابق سکيا ڏني وئي. هن جاميٽري ۽ علم هيئت (فلڪيات Astronomy ) ۾ خاص دلچسپي ورتي. طبعي ڪائنات (Physical universe) بابت قياس آرائي، انئڪس گوراس (Anaxagoras) جي فلسفي مطابق، سندس شاگرد آرڪيلاس (Archelaus) کان معلوم ڪيائين.. انئڪس گوراس (غالبا، ٤٢١ ـ ٤٦١ ق - م ) سج ۽ چنڊ گرهڻ جي ڪارڻ بابت وضاحت ڪئي هئي. بعد ۾ جنهن نظريہ کي هومو يومريز (Homoeumeries) جو نالو ڏنو ويو، انهيءَ جي ابتدا بہ انئڪس گوراس جي فلسفي کان ٿي، جنهن مطابق تمام طبعي مادا لاتعداد حصن ۾ ورهائجي سگهن ٿا ۽ هر حصو اصلي مادي جون خصوصيتون رکي ٿو. انهيءَ کان علاوه هن اهو نظريو پيش ڪيو تہ سيني شين ۾ ٻين سيني شين جا ڪجهہ جزا موجود آهن، تاهم شيءِ اها آهي جيڪا وڌيڪ جزن جو جوڙ آهي. انهيءَ ڪري طبعي ۽ ڪيميائي شين ۾ تبديليون اچن ٿيون ۽ هڪ شيءِ مان ٻي شيءِ نهي سگهي ٿي. اهم ترين تاريخي اهميت جو حامل سندس هي نظريو آهي تہ" ذهن دنيا جي بناوت لاءِ ذميدار آهي، تاهم اهو فقط بنيادي تحرڪ جو سبب آهي، باقي تمام ڪاروائي ڪسبي (عملي) اسباب جي آهي." بعد ۾ حڪيم سقراط جي شاگرد افلاطون، انهي نظريہ تي تنقيد ڪئي، ڇاڪاڻ تہ انهن ناهيل طبعي شين جو مقصد يا ڪارج ظاهر نہ ٿو ٿئي. حڪيم سقراط خود بہ انئڪس گوراس ۽ ٻين يوناني ڏاهن جي نظرين کان متاثر نہ ٿيو. هن چيو تہ " فطرت يا قدرت کي سمجهڻ کان وڌيڪ ضروري ڪم آهي پاڻ کي سڃاڻن." هن ڪجهہ ٻين همعصر يوناني ڏاهن وانگر قدرتي مسئلن کان

وڏيڪ انساني معاملن جي عملي نوعيت تي سوچڻ شروع ڪيو. هن ڪنهن خاص فلسفي جو اظهار نہ ڪيو، ليڪن پنهنجي دور ۽ بعد جي تمام فلسفن جو بنياد وڌو.

حڪيم سقراط جو زمانو ( ٣٩٩ ـ ٤٦٩ ق ـ م) اٿينس ( يونان) تي ٻن ناڪام ايراني حملن ڪانپوءِ ، سن ٤٨٠ ق ـ م ۾ " سسلي" تي ڪارٿيج وارن جي قبضي ۽ وڏين سياسي تبديلين اچڻ کان بعد جو زمانو هو، جنهن ۾ يوناني تهذيب، ناٽڪ نويسي، تاريخ نويسي، عمارت سازي ۽ سنگ تراشي ۾ گهڻي ترقي ڪئي. تاهم تعليمي نظام ناقص هو ۽ ابلاغ عامہ جا ذريعا مختصر هئا. انهيءَ زماني ۾ " اٿينس" هڪ ڳوٺ هو، جنهن ۾ هر ڪو هڪ ٻئي کي سڃاڻندو هو. جڏهن خبرن جي ضرورت ٿيندي هئن تڏهن بازار جي چوڪ ۾ گڏ ٿيندا هئا، جتي هڪ عمارت، ڪشادن ڪمرن ۽ وڏن ورانڊن سان، جمهوري مقصدن، انتخابات، اجلاسن ۽ شهري فيصلن لاءِ مخصوص هئي. انهيءَ جاءِ کان علاوه ڳوٺ کان ٻاهر جسماني ورزشن ۽ رانڌين لاءِآکاڙا موجود هئا، جتي ٻڻ عام مجموعا لڳندا هئا. هڪ دفعو حڪيم سقراط بہ اٿينس جي پنج سؤ رڪني پارليامينٽ جو منتخب ميمبر رهيو، ليڪن سياست سان دلچسپي نہ هئس ۽ سچ گو حق پرست هو. اهو سن ٤٠٦ ق ـ م هو، جڏهن هو ٦٣ سالن جي عمر کي پهچي چڪو هو ۽ مزاج ۾ ڪنهن تبيلي جو امڪان نہ هو. هن محسوس ڪيو تہ ڪو غيبي آواز هن جي رهنمائي ڪري رهيو هو ۽ کيس ڪجهہ مخصوص ڪمن ڪرڻ کان منع ڪري رهيو هو، جنهن ۾ سياست بہ شامل هئي. سندس شارحين مان زينوفون (Xenophon) لکيو آهي تہ اهو غيبي آواز حڪيم سقراط کي ڪجهہ ڪمن ڪرڻ ۽ ڪجهہ نہ ڪرڻ بابت هدايتون ڏيندو هو.ليڪن افلاطون لکي ٿو تہ کيس فقط ڪجهہ ڪمن ڪرڻ کان روڪيو ويندو هو، ايارپو نہ ويندو هو. بهرحال گمان گذري ٿو تہ حڪيم سقراط " اٿينس" ۽ تمام يوناني قوم وارن جو پيغمبر ٿي سگهي ٿو. يونان ۾ ان وقت ١٢ ديوتا (gods) ۽ متعدد ديويون (goddesses) پوڄيون وينديون هيون.

"اٿينس" کي عظيم ديوتا "زيوس" (Zeus) جي ڌيءَ ۽ يوناني جنگي جوڌن جي محافظ سمجهيو ويندو هو. سندس شبيهہ ۾ لوهي ٽوپلو،

ڍال ۽ نيزو ڏيڪاريو ويو هو، ۽ عقيدي مطابق " اٿينس" جي مقام وٽ
سندس قيام هو، تنهن ڪري انهيءَ جي نالي هي شهر اڏيو ويو هو.
"زيوس" جي نالي " اولمپيا" جو شهر ٻڌو ويو، جتي سقراط جي زماني کان
ٽي صديون اڳ، سن ٧٧٦ ق - م ۾ اولمپڪ راندين جو آغاز ٿيو ۽ هڪ هزار
سال پوءِ مسيحي رومن شهنشاهه "ٿيوڊوسئس اول" (٣٩٥ - ٣٧٩ع) انهيءَ
ڪري اولمپڪ راندين جي هيءَ روايت بند ڪرائي، جو اٿي ڪفر جون
رسمون ادا ڪيون وينديون هيون. تنهن ڪري چئي سگهجي ٿو ته حڪيم
سقراط وحدانيت ۽ حق جو داعي هڪ پيغمبر هو، جنهن کي سندس قوم
انهيءَ ڏوهه ۾ موت جي سزا ڏني.

## شخصيت:

پست قد ۽ بلند همت، سقراط، ٻين يوناني کان هر لحاظ ۾ مختلف
هو: يوناني شڪل صورت ۾ سهڻا پر سقراط ڪوجهو هو. سڌو ڊگهو نڪ،
ٿلها چپ ۽ وڏيون اکيون، هو بي ڊولو ۽ اڪثر گدلو لڳندو هو. پيرين اگهاڙو
گهمندو هو ۽ گرميءَ توڙي سرديءَ جي موسم ۾ هڪ جهڙو ٿلهو ويس
پهريندو هو. عيش ته پري رهيو عام رواجي فرحتن کان به بيزار هو. بيحد
سخت جان هو. پنهنجي پيٽ تي مڪمل ضابطو هوس، ليڪن مجلسن ۾ ٻين
کان وڌيڪ شراب پي ويندو هو ۽ پوءِ به سڀني کان وڌيڪ هوش ۾ هوندو
هو، ٽي دفعا جنگ ۾ شريڪ ٿيو. اهو ڏهن سالن جو عرصو (٤٢٢ - ٤٣٢
ق - م) سندس پهلواني ۽ بهادريءَ جي قصن جو دور هو، جيڪي ساٿس
شريڪ سپاهين ۾ عام هئا: بهادري، غير معمولي جسماني طاقت ۽
ٿڪاوٽ، تڪليف يا سردي خواهه گرميءَ کان بي نيازي،ڪيس عام انسانن
کان مختلف بنائي ڇڏيو هو. سقراط هڪ سنو شهري هو ۽ "اٿينس" جي
سڀني قاعدن قانونن جي مڪمل پيروي ڪندو هو. حد درجي جو صابر انسان
هو. سندس زال زئنٿپي (Xanthippe) هڪ زود رنج ۽ جهڳڙالو عورت
هئي. هڪ ڏينهن جڏهن جهيڙو ڪندي ٿڪجي پئي ۽ سقراط موٽ ۾
ڪجهه نه ڪڇيو، تڏهن امالڪ گندي پاڻيءَ جي ٻاٽلي ڪٽي مٿانئس هاريائين.

تنهن تي سقراط ڪلندي چيو تہ " مون اڳئي سمجهوتي تہ تون گجي گجي نيٺ مينهن وسائيندينءَ." هو هميشه پنهنجي وڏي پٽ " لئمپروڪليس (Lamprocles) کي سمجهائيندو هو تہ پنهنجي ماءُ سان نيڪ منديءَ جو سلوڪ ڪر.

حڪيم سقراط ڪوبہ ڪتاب نہ لکيو ۽ نہ ڪنهن کي پنهنجو شاگرد بنايو، سواءِ ڪجهہ مخصوص مداحن جي، جن کي هو پنهنجو دوست سڏيندو هو ۽ انهن ۾ افلاطون سرفهرست هو. اڄ حڪيم سقراط متعلق اسانکي جو ڪجهہ معلوم آهي سو بنيادي طرح گهڻي ڀاڱي افلاطون جي تحريرن مان حاصل ٿيو آهي. حڪيم سقراط کان افلاطون جو ڪجهہ ٻڌو انهيءَ کي ذري پرزي قلمبند ڪيائين جنهن کي سقراط جون ملفوظات چئي سگهجي ٿو.

حڪيم سقراط جي درس جو طريقو نرالو هو. اڄ اسين انهيءَ طريقي کي " ڊائليڪٽڪ " طريقو سڏيون ٿا. انهيءَ طريقي کي فلسفي ۽ رياضيءَ ۾ " انڊڪٽو ميٿڊ " بہ چيو وڃي ٿو: سقراط، ٻڌندڙن کي سوچڻ لاءِ همٿائيندو هو، ۽ انهن کي پنهنجي خيالن تي پاڻ تنقيد ڪرڻ لاءِ اڀاريندو هو. سندس پنهنجو قول آهي تہ " مان پنهنجي امڙ وارو ڪم ڪريان ٿو ۽ ٻين جي خيالن کي ڄڻائيان ٿو."

## تعليمات

حڪيم سقراط "آخرت" ۽ "روح" جي ابدي زندگي بابت ڪوبہ قطعي نظريو پيش نہ ڪيو. اهو ٻڌ پتو نہ ٿو پوي تہ يوناني ديوتائن ۾ ڪيتري قدر يقين رکندو هو. يقينا سندس مذهبي عقيدو افلاطون جي عقيدي سان، عام اٿينس وارن جي عقيدي کان وڌيڪ، هڪ جهڙائي رکندو هو. " اخلاقيات" سندس خاص موضوع هو، جنهن تي هن هڪ قاعدو ڏاهيو: " نيڪي علم آهي، بدي جهالت آهي." انهيءَ بنيادي اصول جو هڪ فرع مقرر ڪيائين: جيڪو ڪم نيڪ آهي، سو انسان لاءِ ڀلو آهي ۽ ڪوبہ انسان پنهنجي لاءِ برائي پسند نہ ٿو ڪري، ليڪن حقيقت ۾ ڪوبہ انسان نہ

ٿو ڄاڻي سگهي تہ نيڪي ڇا آهي. تنهن هوندي بہ اهو ڪجهہ ڪري سگهي ٿو جيڪا بدي آهي. انهي صورتحال ۾ سقراط هڪ نظريو قائم ڪري ٿو، جنهن کي ” ڪار آمد اخلاقيات“ چئجي ٿو. هنرمند ڪاريگر، وادا، موچي، ڪنير،لوهار وغيره ڄاڻن ٿا تہ هڪ ڪارآمد شيءِ ڪيئن تيار ڪجي، تنهن ڪري هو پنهنجي ڄاڻ مان ڪا ڪار آمد شيءِ ناهن ٿا، جيڪو نيڪي جوڪم آهي ۽ اهو ڄاڻي ٻجهي ڪن ٿا.

حڪيم سقراط انهي ”ڪار آمد اخلاقيات“ جي ڪڏهن بہ وضاحت نہ ڪئي. جيڪڏهن انهي نظام جي وضاحت ڪري ها تہ اها سندس تعليمات جي روح جي منافي ٿئي ها. ڇاڪاڻ تہ سندس تعليمات جو مرڪزي خيال اهو هو تہ“ انسان لاءِ واحد اهم ڳالهہ اها آهي تہ هو پنهنجي روح جو فڪر ڪري. تنهن ڪري سقراط انسان جي ڀلائيءَ کي مادي خوشحاليءَ سان پيٽي نہ ٿي سگهيو. (چئمبرسس ج ١٢، ص ٦٧٤)

## ڪفر جي فتويٰ ۽ حياتيءَ جو انت:

سن ٣٧٥ ق - م ۾ ، جڏهن ” اٿينس“ جي چوڪ بزار ۽ آڪاڙي ۾ حڪيم سقراط نوجوانن جي سوالن جا همت افزا جواب ڏيندو هوءِ نوجوانن جي صحبت ۾ فرحت ۽ زندگي محسوس ڪندو هو، تڏهن شهر جي قدامت پسند سافست، ”ارسٽوفينس“ مٿس الزام عائد ڪيو تہ هو رياست جي ديوتائن کي نظر انداز ڪري رهيو آهي ۽ نوان معبود بنائي رهيو آهي ۽ نوجوانن جو اخلاق بگاڙي رهيو آهي. ان وقت حڪيم سقراط خلاف ڪا بہ تاديبي ڪاروائي عمل هيٺ نہ آئي، ليڪن ٢٤ سال پوءِ جڏهن ” اٿينس“ ۾ جمهوري نظام موٽي آيو تہ پراڻي مقدمي کي جياريو ويو. ” اٿينس“ جو عوام برداشت جي قوت رکندو هو، ليڪن وقتي طور تي مذهبي ڪٽرپڻي جوپڻ آسانيءَ سان شڪار ٿي ويندو هو. مذهب، هر يوناني رياست جي سماجي ۽ سياسي ادارن جو اٽوٽ انگ هو. ويتر حڪيم سقراط جو تعلق انهن ڪيترن سرڪرده سياستدانن سان هو، جيڪي سابق مخصوص ٽولي جي حڪومت ۾ شامل هئا. تنهن ڪري مذهب جي آڙ ۾ سياسي انتقام وٺڻ

جو وجهہ ملي ويو ۽ حڪيم سقراط کي عدالت جي ڪٽهڙي ۾ بيهاريو ويو ۽ پنج سو رڪني پارليامينٽ ۾ فقط سٺ ووٽن جي اڪثريت سان مذمت جو ووٽ بحال ڪيو ويو. سزا بعد ۾ مقرر ڪرڻي هئي. عدالت ۾ حڪيم سقراط پنهنجو خوب دفاع ڪيو. جج صاحبان سندس بي خوفي ۽ بي باڪيءَ تي طيش ۾ اچي ويا ۽ موت جي سزا جو فيصلو ڏنائون. هڪ مهينو سزا تي عمل روڪيل رهيو. انهيءَ وچ ۾ دوستن سقراط جي جيل مان ڀڄي نڪرڻ جو بندوبست ڪيو، ليڪن هن سترسالن جي پوڙهي ڏاهي ايئين ڇئي انڪار ڪيو تہ " مان اٿينس جي قانون جي خلاف ورزي ڪري نہ ٿو سگهان". زندگي جا آخري ڏينهن دوستن سان جيل ۾ ڪچهريون ڪندي گذاريائين ۽ هڪ شام "هيملاڪ" زهر جو پيالو پي هن دنيا مان موڪلائي ويو. افلاطون پنهنجي ڪتاب فائدو (Phaedo) ۾ مک ڪردار جي واتان هي لفظ چورائي ٿو: " اسانجي دوست جو اهو انجام ٿيو، هن لاءِ پڪ سان چئي سگهان ٿو تہ هو انهن ماڻهن ۾ جن سان منهنجي ڪڏهن واقفيت رهي آهي، سڀني کان وڌيڪ ڏاهو، انصاف پسند ۽ بهتر انسان هو." (ايضا) بعد جا مصنفين چاڻائن ٿا تہ " اٿينس" جي عوام الزام رکندڙن کي ڪهڙيون سزائون ڏنيون. تاهم چوٿين ق - م جي تصنيفات ۾ انهن جو ذڪر نہ ٿو ملي. البتہ تاريخ ڏيکاري ٿي تہ " سقراط" جي " عدالتي قتل" بعد يوناني هڪ ٻئي جو خون وهائيندا رهيا.

## يوناني مفڪر:

يونانين جي تهذيب، جيتوڻيڪ سنڌين، سامين ، حامين ۽ آرين کان قديم نہ آهي، تاهم قديم زماني ۾ جنهن شاندار تهذيب کي هنن دنيا ۾ پکيڙيو، انهيءَ جا خدوخال ۽ اثرات جديد زماني تائين واضح ۽ موثر رهيا آهن. جن عظيم مفڪرن، شاعرن، اديبن ۽ سائنسدانن يوناني تهذيب، علم و ادب ، فلسفي ۽ سائنس کي فروغ ڏنو، اُهي اڄ بہ علم جي دنيا ۾ حوالي طور پيش ڪيا وڃن ٿا: انهن ۾ حڪيم سقراط ( ٣٩٩ _ ٤٦٩ ق - م)، حڪيم بقراط ( ٣٧٧ _ ٤٦٠ ق - م)، حڪيم افلاطون ( ٣٤٧ _ ٤٢٧

ق - م)، حڪيم ارسطو ( ٣٢٢ ـ ٣٨٤ ق - م) ۽ تاريخدان هيرودوٽس (٤٢٥ ـ ٤٨٥ ق ـ م) ، ڪوي هومر ( غالبا ٨٥٠ ق - م) ۽ هسيوڊ (ايضا) شاعره سپفو ( ولادت اٽڪل روءِ ٦٥٠ ق - م)، ڊرامہ نويس ارسٽو فينيس (غالبا ٤٢٠ ـ ٥٥٠ ق ـ م)، الميہ ڊرامہ نويس سوفوڪليس (Sophocles، ٤/ ٤٠٥ ـ ٩٤/ ٤٩٧ ق ـ م)، فلسفي ڊيموڪرائيٽس (Democritus غالبا ٣٧٠ ـ ٤٦٠ ق - م) ۽ خطيب ڊيمو سٿينيز (Demosthenes غالبا ٣٢٢ ـ ٣٨٣ ق - م)، خاص مشهور آهن. ازانسواءِ، قديم رياضيدان، مستري ۽ انجنيئر (Archimedes) آرڪمديز (٢١٢ ـ ٢٨٧ ق ـ م)، حڪيم ارسطو جو قريبي ساٿي، ماهر طبعيات، مضمون نگار ۽ فلسفي، ٿيوفراسٽس (Theophrastus غالبا ٢٨٧ ـ ٣٧٢ ق - م) ۽ واقع نگارن يا مؤرخن ۾ هيرودوٽس کان علاوه، "ٿيوسيڊائيڊس" (Thucydides، ٣٩٩ ـ ٤٦٠ ق - م) ۽ زينوفون (Xenophon غالبا ٣٥٥ ـ ٤٣٠ ق - م) زينوڪريٽيز ( -Xeno crates، ٣١٤ ـ ٣٩٦ ق - م) جنهن اٿينس ۾ افلاطون جي اڪادمي جي نظامت سنڀالي (٣١٤ ـ ٣٣٩ ق - م) ۽ اجا بہ ڪي ٻيا يوناني عالم، اديب ۽ موجد ٿي گذريا آهن جن جي علم ادب جي دنيا ۾ اج بہ هاڪ آهي.

حڪيم سقراط عمل جو سبق ڏنو. هن چيو تہ " جيڪو دنيا کي هلائڻ چاهي، سو پهريائين پاڻ کي هلائي." حڪيم افلاطون ذهني سکيا سان گڏجسماني تربيت تي زور ڏنو. هن چيو تہ " هڪ ڪلاڪ جي راند ۾ توهان ڪنهن شخص جي باري ۾ وڌيڪ ڄاڻي سگهو ٿا، انهي کان جو توهان هڪ سو سال انهي شخص سان گفت و شنيد ڪندا رهو." قديم ترين يوناني شاعر ۽ اديب هومر ( غالبا ٨٥٠ ق - م ۾ ٿي گذريل) نابين هو، ليڪن سندس ادبي تخليق جا بہ شاهڪار " اليڊ" (Iliad) ۽ "اوڊيسي" (Odysse) اج بہ دنيا جي رزمي ادب ۾ عظيم ترين مڃيا وڃن ٿا. شاعره سپفو (Sappho) غالبا ٦٥٠ق - م ۾ ڄائي ۽ مقامي ٻولي " ايولڪ " (Aeolic) ۾ شعرچوندي هئي. سندس عشقيہ، نغميہ ۽ وجداني گيت روح پرور هئا. حسن تي هن جي باريڪ نظر هئي ۽ سندس الفاظ نهايت شائستہ ها. (چيمبرسس، ج ١٢، ص ٢١٧) هڪ قديم زبان جي

انگريزي ترجمي جو سنڌي زبان ۾ ترجمو ڪرڻ آسان نہ آهي، ۽ نہ اصلي مزو ڏيندو، تاهم ادب جي تاريخ ۾ اضافي خاطر هي چند سٽون سهيڙي چڏجن: جڏهن سندس پياري سهيلي پرڻجي پرديس وئي، تڏهن جذبات کان مجبور ٿي چيائين:

"اهو شخص مون کي ديوتائن جو همسر لڳي ٿو، جيڪو تنهنجي آمهون سامهون ويٺو آهي، جيڪو تنهنجو اهو مٺو آواز ۽ پياري ڪل روبرو ٻڌي رهيو آهي، جنهن منهنجي من ۾ هڪ بين وڄائي ڇڏي آهي. مان توکي هڪ گهڙيءَ لاءِ بہ ڏسان ٿي تہ منهنجو آوازِ نہ ٿو نڪري، منهنجي زبان تي فالج ڪري پئي ٿو، منهنجي تن بدن ۾ هڪ تيز باهہ لڳي وڃي ٿي، منهنجيون اکيون انڌيون ٿي پون ٿيون، منهنجا ڪن وڄڻ لڳن ٿا، پگهر نڪري اچي ٿو، مان سڄي ڏڪڻ لڳان ٿي، ۽ ذري گهٽ مرڻ لڳان ٿي" (ايضا).

ٻئي هڪ شاديءَ جي سهري (گيت) ۾ ڪنوار جي حسن جي تعريف ڪندي، چوي ٿي تہ:

" هڪ مٺي صوف وانگر، جيڪو ٽاريءَ جي چوٽ تي شرمائي رهيو آهي، بلند کان بلند ڏار تي، جنهن کي ميوو گڏ ڪندڙن وساري ڇڏيو آهي، نہ انهن وساريو نہ آهي، بلڪ انهيءَ کي پهچي نہ ٿا سگهن" ( ايضا).

"سيفو" جي پيار جي ڪهاڻي چوٿين صدي قبل مسيح ۾ گهڙيل سمجهي وڃي ٿي، ۽ انهيءَ جي ڪا تاريخي ثابتي نہ ٿي ملي. الميہ ناٽڪ نويسي جي ابتدا سوفوڪليس ۽ مزاحيہ ڊرامن جي شروعات ارسٽو فينيس کان ٿي، تاهم انهن کان علاوه يوريپائيڊيس (Euripides ٤٠٦ - ٤٨٠ ق - م) جنهن ٩٦ الميہ ڊراما لکيا ۽ مينينڊر (Menander ٢٩١ - ٣٤٣ ق - م) جنهن ١٠٠ مزاحيہ ڊراما لکيا، هن فن کي عروج تي رسايو. سيفوڪليس جي الميہ ڊرام " اوڊيپس ريڪس" (OedipusRex) مان نفسيات جي ماهرن اوڊيپس ڪامپليڪس (Oedipus Complex) جو محاورو وضع ڪيو، جيڪو عام طور تي استعمال ٿي رهيو آهي. هن ڊرامي ۾ هڪ ماءُ غلطي وچان پنهنجي پٽ سان پرڻائي وئي هئي. " سيفو" کان "ارسطو" تائين ناٽڪ نويسي ۽ شاعري مسلسل ترقي ڪندي رهي.

## حڪيم بقراط (Hippocrates) (٣٧٧ـ٤٦٠ ق ـ م)

ايشيا ڪوچڪ جي قريب، ” ڪوس“ (Cos) ٻيٽ تي ، سن ٤٦٠ ق ـ م ڌاري مشهور يوناني طبيب بقراط (Hippocrates) پيدا ٿيو، جنهن کي ”طب جو ابو“ (Father of Medicine) چيــو وڃي ٿــو. سندس تصنيفات مان سائنسي رجحان جي ابتدا جو پتو پوي ٿو. ستر ( ٧٠) جي قريب تصنيفات کي ” هپوڪريٽڪ ڪليڪشن“ جي عنوان سان محفوظ ڪيــو ويو آهي. انهن ۾ ” مقـدس بيـماريءَ (Sacred disease) بابت مرضن جو نشانيون، (Prognostics) ڪهڙين بيمارين ۾ ڪري يا رک جو ڪاڏو، وبائي (وچڙندڙ) بيـماريون (epidemics)، هوائـون ، پاڻـي، مقامات، چوٽيون يا تمثيلات ، هڏيچڻ ۽ مغز جا زخم وغيره تصديق سان چئي سگهجن ٿا ته واقعي حڪيم بقراط جي تصنيف آهن. باقي مواد بابت اجا تحقـيق جاري آهي، چاڪاڻ تـه حـڪـيم بقـراط جي سـوانح حـيات سندس وفات کان اٽڪل ڇهه صديون پوءِ، ” سورانس“ (Soranus) جي نالي، ٻي صدي عيسوي ۾ لکي وئي آهي. بعد جي تصنيفات کي قديم مـشهور عالمن جي نالي سان ڄاڻائڻ جا مثال ٿي گذريا آهن.

” هپوڪريٽڪ ڪليـڪـشنس“ ۾، مجموعي طور تي بيـمارين جو بيان، ” مـزاج مـطابـق علاج جو نظريو (Humoral pathology)، وچڙندڙ ( وبائي) بيمارين بابت نظريا، عام چوٽين ۾ سمايل طبي حقيقتون ۽ جراحي بابت سمجهاڻيون، خاص طور تي ، علم طب ۾ بيش بها اضافو آهن. بقراط جو چئن عنصرن، چئن خاصيتن ۽ چئن خلطن يا طبيعتن بابت نظريو ١٨ صـدي عيـسـويءَ تائين علم طب جي دنيـا ۾ عـام هو، جنهن مطابق بيماري کي خلطن، طبيعتن يا خيالن ۾ اٿبٽت جو نتيجو سمجهو ويندو هو. بقـراط جي طب ۾ بدن جي ڍانچو،جيـري، تري، دل ۽ ڦـڦـڙ جي پوري طرح شناخت ڪيل آهي. دماغ کي هڪ ڪلي يا ڳلڦڙو ڪري ڄاڻايو ويو آهي، جنهن ۾ بلغم گڏ ٿئي ٿو، جنهن سان رت ٿڌو ٿئي ٿو. حرارت يا گرمي اهم شيءِ آهي جيڪا دل ۾ پيدا ٿئي ٿي ۽ ساهه کڻڻ جي سرشتي جو ڪم آهي دل کي ٿڌو ڪرڻ. ڪجهه بيمارين ۾ موت کان اڳ منهن جو رنگ ۽ بيمار

کي لوڏڻ سان سيني ۾ جمع ٿيل پونءِ يا پس جو آواز معلوم ڪرڻ بقراط جي ايجاد آهن.

جن بيمارين جي حڪيم بقراط اڄ کان تقريباً اڍائي هزار سال اڳ شناخت ڪئي، انهن ۾ مليريا، نمونيا، ملو ۽ تپ دق ( ڦڦڙن جي سلهه يا ٽائي سس) شامل آهن. هن طب جي هڪ نئين شاخ ايجاد ڪئي جنهن کي ايپيڊيميولاجي (Epidemiology) چئجي ٿو، ( يعني وچڙندڙ بيمارين بابت علم)، جنهن ۾ هن انهن بيمارين جي ڪارڻن کي آبهوا، نسل، خوراڪ ۽ ماحول جي ڪارگذاري يا عوامل سان وابسته ڪيو آهي. جراحي بابت سندس تصنيفات، ڪمال جي اوزارن ۽ هڏن جوڙڻ جي طريقن ۽ پس يا بلغم ڪڍڻ جي اعليٰ طريقن بابت آهن. طب جي دنيا وارن دنيا جي هن عظيم طبيب حڪيم بقراط،کي شايان شان اعزاز ڏنو آهي. " هپوڪريٽڪ اوٿ" اڃا تائين، طبي اخلاقيات جي پابندي جي قسم کڻڻ جي طور تي رائج آهي. (چئمبرسس، ج ٧ ص ١١٣)

## شخصيت:

حڪيم بقراط جي شخصيت ۽ ذاتي زندگي متعلق معلومات، سندس ايجادات ۽ ڪارنامن جي مقابلي ۾، تمام گهٽ ميسر آهي. دستياب معلومات مطابق هن وسيع سيرسفر ڪيو ۽ ذاتي مشاهدا ۽ تجربا ڪيا. ٿريس، ۽ ائٿينس جي درسگاهن ۾ درس و تدريس ۾ مشغول رهيو. سندس تصنيفات جا عربي ترجما، اسلامي علوم و فنون جي دور ۾، ڪيا ويا، ڇاڪاڻ ته حڪيم بقراط مشرق ۾ معروف هو ۽ سامي عالم حڪيم بقراط جي تصنيفات کان اڳئي واقف هئا. سندس عربي مترجمين ۾ ، حنين بن اسحاق، قسطابن لوقا، عيسيٰ بن يحيٰ ۽ عبدالرحمان بن علي ڪافي مشهور آهن. مسلمان طبيبن ۽ علم طب جي متعلمين حڪيم بقراط جي عربي ترجمن مان خاص بنيادي فائدو حاصل ڪيو.(اسلامي انسائڪلوپيڊيا، ص ٣۴۴)

وبائي امراض متعلق ڪتاب جو ترجمو حنين بن اسحاق ڪيو. "ڪهڙين بيمارين ۾ ڪريءَ جو ڪاڏو" عيسيٰ بن يحيٰ جو ترجمو ڪيل

آهي، جنهن جو عنوان : " كتاب الامراض الحادة" ركيو ويو آهي. نامور مسلمان طبيبن نہ صرف حڪيم بقراط جي تحقيقات مان استفادو ڪيو بلڪ انهن تي حاشيہ لکيا ۽ انهن ۾ اضافو ڪيو. اهڙن مسلمان محققين ۽ ماهر طبيبن ۾ خاص هي شخصيتون شامل آهن. (١) حڪيم الرازي ( ٩٢٥ ـ ٨٦٥ع )، (٢) حڪيم ابن هيثم ( متوفي ٩٦٥ع)، (٣) حڪيم ابن سينا (١٠٣٧ ـ ٩٨٠ع )، (۴) حڪيم الزهروي ( متوفي ١١٣٣ع)، (۵)حڪيم ابن رشد ( ١١٩٨ ـ ١١٢٦ع) ۽ (٦) حڪيم عبداللطيف بغدادي ( متوفي ١٢٣١ع).

هپوڪريٽيز عرف حڪيم بقراط جي زماني تي عالمن ۾ اختلاف رهيو آهي: مغربي محققين جي اندازي مطابق حڪيم بقراط غالبا سن ۴٦٠ ق ـ م ۾ پيدا ٿيو ۽ تقريبا ٨٣ سالن جي عمر ۾ سن ٣٧٧ ق ـ م ڌاري وفات ڪيائين. عرب مترجمين ۽ مصنفين جي راءِ موجب حڪيم بقراط جو زمانو، سڪندر اعظم کان هڪ صدي اڳ ٿي گذريو، يعني ۴۵٦ ق ـ م يا ۴٦٠ ق ـ م جو زمانو هو. تاهم سندس وفات " عين جواني جي عالم" ۾ ڏيکارن ٿا. اهو عمر جو اندازو مغربي تحقيق مطابق نہ آهي. مزيد معلومات "تاريخ الحڪماء" جي مؤلف کان ملي ٿي جنهن مطابق بقراط " حمص" شهر ۾ رهندو هو، بعد ۾ دمشق ۾ رهيو.(ايضا)

حڪيم بقراط جي شخصيت متعلق هڪ روايت عام آهي جنهن مان سندس قومپرستيءَ جي بوءِ اچي ٿي: ايران جي ڪياني شهنشاهيت روايتي طور تي يونان جي شهري رياستن جي دشمن هئي. انهن شهنشاهہ ارتازرڪس اول عرف ارتخشتا جي زماني ( ۴٢۵ ـ ۴٦۵ ق ـ م) ۾ ايران ۾ هڪ وبائي بيماري منهن ڪڍيو. حڪيم بقراط جي ساک ڏيهان ڏيهہ مشهور هئي. ايراني شهنشاهہ هن ڏانهن قوس پيٽ تي پنهنجو ايلچي موڪليو جنهن کيس ايرانين جي علاج ۽ وبا جي روڪ ٿام ڪرڻ لاءِ ڪثير رقم جي آڇ ڪئي ليڪن حڪيم بقراط ايئن چئي پنهنجون خدمات پيش ڪرڻ کان انڪار ڪيو تہ: " مان پنهنجي ملڪ جي دشمنن جي خدمت ڪري نہ ٿو سگهان. منهنجو اولين فرض پنهنجي ملڪ جي ماڻهن جي خدمت ڪرڻ آهي". (ايضا)

حڪيم بقراط جو قسم يا حلف، جيڪو طبي اخلاقيات جي ادائگيءَ

بابت ڪنيو وڃي ٿو سو سندس ذاتي مثال کان مختلف آهي: هڪ حڪيم جو فرض آهي ته هو تمام انسانيت جو، رنگ ۽ نسل خواهه سماجي حيثيت جي امتياز ڪرڻ بغير، علاج ڪري.

## حڪيم افلاطون (Plato) ٣٤٧ ــ ٤٢٧ ق.م :

مشرق ۾ " افلاطون" لفظ جي اصطلاحي معنيٰ آهي چالاڪ ۽ تيز فهم. مغرب ۾ پڻ پليٽو (Plato) جي حوالي سان اصطلاحي محاورو "پليٽونڪ " (Platonic) مستعمل آهي، جنهن جي لغوي معنيٰ آهي اهو جيڪو پليٽو ( افلاطون) يا سندس " فلسفي محبت" سان تعلق رکي ٿو، يعني اهو پيار جو روحن جو پاڻ ۾ ٿئي ٿو جنهن ۾ شهواني خواهشن جو ڪوبه عمل دخل نه آهي. پليٽو جي فلسفي کي مجموعي طور افلاطونيت يا پليٽونزم چئجي ٿو. يوناني فلسفي جو ڪوبه مڪتب فڪر افلاطون جي فلسفي افلاطونيت کان خالي نظر نه ٿو اچي. مسيحي فڪر گهڻي ڀاڱي افلاطوني آهي. سڪندريه (Alexanderia) ۾ مصري يهودي، افلاطون جي فلسفي کان متاثرٿيا، اتان پليٽونسٽ (Platonist) يا افلاطوني مفڪرن ۽ نيوپليٽونسٽ (Neoplatonist)، نون افلاطوني مفڪرن، جا اختلافات شروع ٿيا. افلاطون جي فڪر کي سمجهڻ لاءِ سندس جزوي خيالن کي ونئي ويهڻ کان سندس مجموعي مطالعو ڪرڻ وڌيڪ ضروري آهي. چوٽي آهي ته جيڪڏهن افلاطون کي ڪنهن سمجهو ته اهو سندس شاگرد ارسطو هو، جيڪو کيس سمجهي نه سگهيو. سندس تنقيد اڪثر غير معمولي طور تي سخت هوندي هئي . تاهم افلاطون جي فلسفي کي سمجهڻ لاءِ ارسطو جو مڪمل مطالعو ڪرڻ ضروري آهي.

### شخصيت ۽ سوانح حيات:

افلاطون اٽڪل ٤٢٧ ق - م ڌاري هڪ امير گهراڻي ۾ پيدا ٿيو. سندس والد آئر ستن (Ariston) ۽ والده پيرڪشن (Perictione) هئي

هڪ يوناني خدا (god) "پوزيڊن" (Poseidon) سان رشتيداريءَ جا دعويدار هئا. ڪين ڪل چار ٻار ٿيا، جن مان " افلاطون" هڪ منفرد مزاج جو ٻار هو. پيءُ جي وفات بعد ماءُ پنهنجي چاچي سان ٻي شادي ڪئي. ويڳي پيءُ پيري لئمپيز (Pyrilampes) جي گهر ۾ افلاطون پلجي وڏو ٿيو. اُتي هن جمهوري نظام جي تعريف ٻڌي، جيڪو ان وقت " اٿينس" ۾ رائج هو، ۽ ساڳي وقت پنهنجي ٻن مامن شارمڊيز (Charmides) ۽ ڪرٽياس (Critias) جي واتان انهيءَ نظام ۽ ان جي مشهور اڳواڻن جي خلاف سخت تنقيد به ٻڌائين، جيڪا هن بعد ۾ پنهنجي استاد سقراط ڏانهن منسوب ڪري قلمبند ڪئي. سقراط تي الزام تراشي ڪرڻ واري انيٽس (Anytus) وانگر " اٿينس" جاڪجهه شهري سائنسي تفتيش جا مخالف هئا. ليڪن اڪثر عوام سقراط ۽ ٻين يوناني سافسٽن ( مفڪرن) جا مداح هئا. افلاطون حڪيم سقراط کان علاوه حڪيم " ڪريٽائيلس" (Cratylus) کان متاثر ٿيو، جنهن کان هن سکيو ته " اسانجا حواس دنيا ۾ جيڪا استقامت ڏسن ٿا، طبعي دنيا ۾ اها به موجود نه آهي. اها سيربين جي بدلجندڙ رنگن وانگر آهي، جنهن مان علم کي دوام حاصل ٿي نه ٿو سگهي." اهو سبق افلاطون کي هميشه ياد رهيو. ٻئي طرف سقراط هن کي ذهن نشين ڪرايو ته "نيڪي ۽ بدي، يا حقُ ۽ ناحقُ، به عام ويچار آهن، جن کي چڱي طرح سمجهڻ لاءِ انسان کي انهن جي تلاش ۾ مستحڪم رهڻ گهرجي". اهي ٻئي ويچار افلاطون جي شخصيت ۾ گهر ڪري ويا.

سن ٤٠٤ ق ـ م ڌاري ڪانپوءِ افلاطون جي زندگيءَ ۾ انقلاب آيو، انهيءَ سال سندس ماءُ جي سوٽ "ڪرٽياس" ، " اٿينس" تي " اسپارٽا" جي قبضي جو ناجائز فائدو ورتي، " اٿينس" ۾ چند مخصوص قابض اميرن جي حڪومت (Oligarchy) قائم ڪئي. افلاطون ان وقت ٢٣ سالن جو عاقل بالغ شهري هو. ليڪن هو، مصلحتا، ڪناره ڪش رهيو ۽ حڪومت ظلم تي ڪمربسته رهي. سندس استاد حڪيم سقراط پنهنجي جان تي کيڏي ظلم جي خلاف آواز بلندڪيو، جنهن جي نتيجي ۾ جمهوري نظام موٽي آيو. ليڪن ساڳئي نظام هيٺ، معمولي اڪثريت سان منصفين جي فيصلي موجب سقراط کي زهر جو پيالو پياريو ويو انهيءَ ڏوهه هيٺ ته هو

نوجوان نسل کي يوناني ديوتائن کان گمراهہ ڪري رهيو آهي. افلاطون جي نظر ۾، يونانين پنهنجي عقلمند ترين انسان کي، پنهنجي جمهوري اڳواڻن جي ذريعي، زنده رهڻ جي حق کان ناحق محروم ڪري ڇڏيو. سقراط ٿي حڪمرانيءَ جي فن جي انتها کان آشنا هو. هن کيس ڪافر قرار ڏنو ليڪن هن پنهنجي خدا طرفان مٿس عائد ڪيل فرض کي عمر جي آخري گهڙيءَ تائين نڀايو: حق جو طرفدار رهيو ۽ ناحق خلاف نوجوان نسل کي خبردار ڪندو رهيو. افلاطون ائٿينس کان بد دل ٿي ،سقراط جي ڪجهہ ٻين شاگردن کي ساڻ ڪري، " ميگارا" (Megara) جي بستيءَ ۾ وڃي ڪجهہ سالن تائين گوشہ نشيني اختيار ڪئي.

آگاهيءَ ڪڏهن گوشہ نشيني برداشت نہ ڪئي آهي. "ائٿينس"، سقراط جي ناحق قتل ۽ سندس خلاف مسلسل بهتان بازيءَ جي اثر هيٺ، روز بروز اخلاقي تباهي طرف گهلجي رهي هئي. افلاطون لکڻ شروع ڪيو. هن کي يقين هو تہ انساني فلاح ۽ خوشحالي جي تقاضا آهي تہ زبردست سماجي انقلاب آڻجي ۽ انهيءَ جي ابتدا موزون تعليمي نظام قائم ڪرڻ سان ڪرڻ گهرجي. انهيءَ لاءِ هن ٻہ سال ( ٣٨٨ــ ٣٩٠ ق . م) سفر ۽ مشاهداتي مطالعي ۾ گذاريا. "مصر" جي علمي مراڪز جي دوري بعد، افلاطون، " سائرين" (Cyrene) ۾ مشهور رياضيدان ٿيوڊورس (Theodorus) جي اقامت گاهہ تي پهتو. اتان ڏکڻ " اٽلي" جي متمدن يوناني شهرن جو سير ڪيائين. انهيءَ علائقي ۾ ماديت ۽ عيش پرستيءَ جي عام رجحان افلاطون کي بيحد رنج رسايو. انهيءَ دفعي، يا ٻيهر سن ٣٦٧ ق . م ۾ ، اتي اچڻ بعد هن اتان جي سرڪرده مدبر ۽ نئين پٿيگورين مڪتب فڪر (Revised Pythagorean School) جي سربراهہ آرڪيتاس آف ٽيرنٽم (Archytas of Tarentum) جو نياز حاصل ڪيو. آخر ۾ افلاطون سيراڪيوس جو سير ڪيو، جتي ڊايونيسس اول (Dionysius. I) آمرانہ طرز حڪومت جو عملي مظاهرو ڪري رهيو هو ۽ ڪارٿيج وارن جي امڪاني حملي جي خوف کان آسپاس جو راڄ مهاڄڻ سندس تعبيداري ڪرڻ لاءِ مجبور هو. هڪ راويت مطابق افلاطون آمر حڪمران کي مند جي ٻڌائي ۽ انهيءَ ڏوهہ ۾ غلام بنائي ايجينا

(Aegina) ۾ فروخت ڪرڻ جي سزا ڏني ويس، ليڪن شاهي خاندان جو هڪ شهزادو " ڊيان" (Dion) افلاطون جو معتقد ٿيو ۽ سندس سرتان غلاميءَ جي مصيبت ٽري وئي.

## افلاطون جي اڪادمي

٣٨٨ ق ـ م ۾ افلاطون واپس " اٿينس" ۾ آيو ۽ پنهنجي جڳ مشهور " اڪادمي" جو بنياد رکيائين. جنهن ارسطو جهڙو ظاهري علمن جو ابو پيدا ٿيو. " افلاطون جي اڪادمي" جو " نصاب" جسماني ۽ ذهني تعليم تي مشتمل هو. " اٿينس" جي مغربي ٻهراڙي جي ماحول ۾، جسماني راندين ۽ ورزشن جي ميدان تي، جسماني تربيت سان گڏوگڏ فڪري تحقيق جو سلسلو شروع ڪيو ويو جنهن ۾ علم رياضي کي ترجيح حاصل هئي ۽ انهيءَ سان گڏ حڪمراني ۽ قانون سازي جي عملي پهلو کي بحث جو موضوع بنايو ويو. افلاطون پنهنجا مباحثا شايع ڪندو رهيو. چونڊ شاگردن کي خود مخاطب ٿيندو هو ۽ سندس خطبا اڪادمي جي نصابي مواد ۾ شامل هئا. "افلاطون" پنهنجي تحريرن تي باقاعدگيءَ سان نظر ثاني ڪندو رهندو هو. سندس طريقو سائنسي هو. جيڪو زماني جي عام مزاج مطابق نہ هو.

## اڪادميءَ کان غير حاضري:

ويهن سالن جي مسلسل درس و تدريس ( ٣٦٨ ـ ٣٨٨ ق ـ م) بعد انن سالن جو وقفو آيو. ( ٣٦٠ ـ ٣٦٨ ق ـ م)، جنهن ۾ افلاطون پنهنجي معتقد شهزادي " ڊيان" جي مدد خاطر ٻہ دفعا سيراڪيوس ( سسليءَ) جو سفر اختيار ڪيو. سن ٣٦٨ ق ـ م ۾ جابر حاڪم ڊايونيسس فوت ٿيو ۽ "ڊيان" جي مرضي هئي تہ نئون حڪمران هڪ فلسفي بادشاهہ (Philosopher _ King) بنجي جنهن لاءِ افلاطون کي سندس خاص تعليم و تربيت جي غرض سان گهرايو ويو. بگڙيل شهزادو افلاطون کان

سڌري نہ سگھيو، مورڳو " ڊيان" کي ملڪ نيڪالي ملي ۽ افلاطون پنھنجو بسترو گول ڪيو. وري سن ٣٦١ ق - م ڌاري افلاطون سسلي بيٺ تي قدم رکيو. ھن دفعي ڊايونيسس ثاني ۽ " ڊيان" جي وچ ۾ مصالحت ڪرائڻ جو ارادو ھوس، جيڪو پوري ٿيڻ بجاءِ الٽو افلاطون جي سر وڃڻ جو باعث بنجڻ وارو ھو ليڪن افلاطون جي"آرڪائيٽس" سان نياز مندي ڪم اچي وئي ۽ ھو سر بچائي سن ٣٦٠ ق - م ۾ خير سان پنھنجي اڪادمي ۽ شاگردن ۾ " اٿينس" پھچي ويو.

## حڪيم ارسطو (Aristotle) ٣٢٢ - ٣٨۴ ق - م:

ايجن سمنڊ (Aegean Sea) جي اتر - اولھہ ساحل سان، مئسيڊونيا / مقدونيہ (Macedonia) جي ڪئلڪيڊائيس (Chalcidice) اپيٽ تي، چوٿين صدي قبل مسيح ۾، ھڪ يوناني بينڪ (Greek colony) قائم ھئي، جنھن کي " استيگيرا" (Stagira) جي نالي سان سڏيو ويندو ھو. " مئسيڊونيا" جي حاڪم امينتاس ثاني (Amyntas II) جو ذاتي طبيب ،" نڪوميڪس" (Nicomachus) استيگيرا ۾ رھندو ھو، جتي سن ٣٨۴ ق - م ۾ کيس ھڪ پٽ ڄائو، جنھن جو نالو ارستوٽل (Aristotle) رکيوويو. مشرق ۾ ان کي " حڪيم ارسطو" جي نالي سان ياد ڪيو وڃي ٿو. انسان جي تاريخ ۾ اھڙا انسان بہ ٿي گذريا آھن، جن وقت ۽ فاصلي جي حدن کان نڪري ، دائمي بين الاقوامي حيثيت حاصل ڪئي ھجي، حڪيم ارسطو انھن انسانن جي صف ۾ شامل آھي. سندس فڪر جي ڇاپ جديد دنيا جي اڪثر علوم تي لڳل آھي ۽ يوناني ۽ رومي تھذيب کان ٻاھر مسيحي ۽ اسلامي علوم و فنون ڪانئس متاثر ٿيل نظر اچن ٿا. ھن انسان جي سوانح حيات تي گھڻو ڪم نہ ڪيو ويو آھي، ڇاڪاڻ تہ سندس فڪر، سندس زندگي جي حالات کان وڌيڪ، عالمن ۽ محققن کي متاثر ڪيو آھي. اسان سندس شخصيت ۽ علميت بنھي پاسن تي طائرانہ نظروجھنداسين.

ننڍڙو ارسطو اڪثر گھر کان ٻاھر، جبلن ٽڪرن ۾ جيتن، ٻوٽن ۽ پکين

جي سنگت ۾، خوش گذاريندو هو. هن ڏنو تہ انهن سيني ۾ واڌ اچي ٿي. هن جي ڪچي ذهن ۾ اها ڳالهہ ويهي وئي تہ واڌ زندگيءَ جو اصول آهي. ڏهن سالن جي عمر جو ٿيو تہ پيءُ گذاري ويس. ماءُ اڳئي فوت ٿي چڪي هئي. چاچي، يا پيءُ جي هڪ دوست، پراڪسينس (Proxenus) جي ڪفالت هيٺ آيو. جنهن کيس شاعري ۽ خوش بياني جي تعليم ڏني. ١٧ سالن جي عمر ۾ وڌيڪ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ ملڪ جي مشهور درسگاهہ، افلاطون جي اڪيڊمي، واقع اٿينس شهر، ۾ داخل ٿيو. لاڳيتا ٢٠ سال حڪيم افلاطون جو شاگرد ٿي رهيو ليڪن سندس هم خيال ٿي نہ سگهيو، استاد ۽ شاگرد جي وچ ۾ اختلاف، فڪر جي بنيادي اصول تان پيدا ٿيو. استاد جي نظرئي مطابق " شيون وڌن نہ ٿيون ليڪن ڏسجي ٿو تہ وڌي رهيون آهن، چاڪاڻ تہ دنيا نظر جو ڌوڪو آهي." شاگرد کي سمجهايو ويو تہ "حقيقي دنيا آدر...ن جي دنيا (World of ideals) آهي، جتان جي اصلي شين جو عڪس اسان کي پنهنجي پرفريب دنيا ۾ نظر اچي ٿو. آدرشن جي دنيا ۾، هر شيءِ پنهنجي حاصل ڪيل مڪمل صورت ۾ موجود آهي. هڪ فلاسفر جو فرض آهي تہ هن ڌوڪيباز دنيا جي غار مان ٻاهر نڪري ، حقيقت جي افق (Iorizen of reality) ي نظر ڪري، جتي " آدرشن جي دنيا" آباد آهي."

ارسطو جي ذهن " آدرشن جي دنيا" جو وجود تسليم نہ ڪيو. هن سوچيو تہ آدرشي دنيا ۽ آدرشي انسانُ ڪٿي بہ موجود نہ آهن. حقيقت اها آهي جيڪا نظر اچي ٿي. انهيءَ سان عقل يا منطق جو شامل هجڻ ضروري آهي، ٻيءَ صورت ۾ زندگيءَ جو تجربو انهيءَ بظاهر نظر ايندڙ حقيقت سان شامل ڪرڻ گهرجي. تاهم پنهنجي استاد افلاطون جي زندگي ۾ ارسطو سندس آدرشي دنيا جي فلسفي جي مخالفت نہ ڪئي. سن ٣٤٧ ق - م ۾ افلاطون گذاري ويو. سندس پاڻ اڪيڊمي کي پنهنجي قبضي هيٺ ڪيو ۽ افلاطون جي فلسفي کي وڌيڪ شد مد سان ڦهلائڻ لڳو. وقت اچي ويو جڏهن ارسطو کي "اٿينس" شهر ڇڏڻو پئجي ويو. ان وقت سندس عمر ٣٧ سال هئي.

ويهہ سال ( ٣٤٧ _ ٣٦٧ ق - م) " اٿينس" ۾ گذارڻ بعد، ارسطو

جي زندگيءَ جو ٻيون دور شروع ٿيو، جنهن ۾ سانده ١٢ سال سفر ۽ مشاهدي ۾ گذاريندي، هن پنهنجي مخصوص مڪتب فڪر جي تڪميل ۽ تبليغ ڪئي: ننڍائپ ۾ ذهين نشين ڪيل "واڌ جي اصول" تي هن وڌيڪ سوچ ويچار ڪيو: هن سوچيو تہ ٻج جي داڻي ۾ اهي سڀ عناصر موجود آهن، جيڪي سنڌس واڌ جي قوت ۽ ٻي وسي ٻنهي حالتن جو سبب آهن. صنوبر جي ٻج مان صنوبر جو وڻ ڦٽندو. اها سنڌس امڪاني قوت (Potential) آهي. ليڪن انهيءَ ٻج مان شاهہ بلوط جو درخت ڦٽي نہ سگهندو. اها سنڌس لاچاري يا حد بندي آهي. انهيءَ بنيادي ويچارکي وڌائي هن انساني نسل جي امڪاني قوت ۽ حد بنديءَ تي سوچڻ شروع ڪيو، جنهن کي اڃا بہ وسيع ڪندي قومن، هنرن ۽ تمام ڪائنات بابت پنهنجو فڪرپيش ڪيائين.

ارسطو جي فڪر جو بنياد چئن اصولن تي ٻڌل هو: (١) شيون انهيءَ ڪري وجود ۾ اچن ٿيون جو انهن جو ڪو ناهيندڙ آهي، (٢) شيون نهن ٿيون جاڪاڻ تہ انهن جو مادو موجود آهي، (٣) شين جون شڪليون مقرر آهن جن مطابق اهي وڌن ۽ وڌجن ٿيون ۽ (٤) سڀني شين جي وجود ۾ اچڻ جو ڪو خاص مقصد آهي. پوئين اصول يعني مقصد تي هن خاص زور ڏنو آهي: هڪ ڪرسي نيستائين ڪرسي آهي جيستائين اوهان اُن تي ويهي سگهو ٿا. ڪرسي تڏهن ڪرسي نہ رهندي جڏهن اُن مان ويهڻ جو مقصد پورو ٿي نہ سگهندو. جيتوڻيڪ ڀوءِ بہ اها ڪنهن ڪاريگر جي نهيل هوندي، انهيءَ ۾ ڪاٺ استعمال ٿيل هوندو ۽ اها هڪ ڪرسيءَ جي صورت ۾ نظر ايندي هوندي. مقصد کانسواءِ هر شيءِ بيڪار آهي. مينهن جو مقصد ٻوٽن کي واڌ ۾ مدد ڪرڻ آهي. پر جسڪڏهن مينهن پوڻ سان ٻوٽا سڙي وڃن تہ اُن کي مينهن نہ پر تيزابي بارش سڏبو. اهو مينهن پنهنجو مقصد وڃائي، رحمت مان زحمت بڻجي ويندو.

انهيءَ فڪري نظام کي ڪٺي ارسطو ١٢ سالن جي مطالعي ۽ مشاهدي بعد (جنهن کي يوناني ادب ۾ "واندر جهر" (Wanderjahre) جو عنوان ڏنو ويو آهي)، ٤٩ سالن جي عمر ۾ پيهر "ايٿنس" شهر ۾ داخل ٿيو، جتي ليسيم (Lyceum) جي عوامي باغ ۾ پنهنجي درس تدريس جو

سلسلو شروع ڪيائين. انهيءَ دور جي تصنيف ۽ تاليف هن دور جي تحقيق جو بنيادي ماخذ آهي.

افلاطون جي وفات سن ٣٤٧ ق ـ م بعد، ارسطو، اسسوس (Assos) جي شهر ۾، اتان جي حاڪم " هرمياس" (Hermias) جي درباري عالمن جي صحبت اختيار ڪئي هئي. حاڪم سندس دوست ٿي ويو ۽ پنهنجي گود ورتل ڌيءُ پٿياس (Pythias) جي سانس شادي ڪرائي، جنهن مان هڪ پٽ ڄائو، جنهن جو نالو به " پٿياس" رکيائين. ٻيو پٽ هڪ ڪنيز هر پيلس (Herpyllis) مان ڄائو جنهن تي ارسطو پنهنجي پيءُ "نڪوميڪس" جو نالو رکيو. هرمياس سان ارسطو جي رفاقت فقط ٽن سالن ( ٣٤٤ ـ ٣٤٧ ق ـ م) تائين رهي. سالن ۾ ڪجهه اختلاف آهي، ڇاڪاڻ ته هرمياس ايرانين سان لڙائيءَ ۾ مارجي ويو هو. ۽ اهو سن ٣٤١ ق ـ م هو. بهرحال اسسوس تي ايرانين جي قبضي ٿيڻ بعد يا ان کان اڳي ارسطو " هرمياس" جي دربار ڇڏي پنهنجي دوست " ٿيوفراسٽس" (Theophrastus) جي آبائي بيٽ ليسبوس (Lesbos) ۾ وڃي رهيو، جتان سن ٣٤٣ ق ـ م ۾ سڪندر اعظم جي پيءُ فلپ ثاني کيس "ميسيڊونيا" جي گاديءَ جي شهر پيلا (Pella) ۾ طلب ڪيو ۽ کيس پنهنجي واحد حلالي پٽ اليگزينڊر (Alexander) عرف سڪندر اعظم کي بهترين تعليم ڏيڻ لاءِ چيائين. ارسطو جو پيءُ فلپ ثاني جي پيءُ جو ذاتي طبيب ٿي رهيو هو، تنهن ڪري هيءَ شاهي ملازمت قبول ڪرڻ ۾ ارسطو کي ڪو عار نه هو. ليڪن ارسطو هڪ خود دار انسان هو ۽ فلپ ثاني هڪ سفاڪ حاڪم هو، جنهن سندس جنم جي شهر اسٽيگيرا (Stagira) کي برباد ڪري اتان جي يوناني آبادڪارن کي غلام بنائي وڪرو ڪري ڇڏيو هو. تنهن ڪري ارسطو سندس ملازمت قبول ڪرڻ لاءِ ڳرا شرط وڌا. پهريون شرط اسٽيگيرا جي ٻيهر تعمير، ٻيو غلام بنائي وڪرو ڪيل باشندن جي بازيابي ۽ آزادي ۽ اتي ٻيهر آباد ڪاري ۽ ٽيون شرط مروج پگهار کان ٽيڻ وڌيڪ معاوضو. فلپ ثاني ٽئي شرط قبول ڪيا ۽ پورا ڪيا، جنهن بعد ارسطو ١٣ سالن جي اليگزينڊر جي تعليم جو بار کنيو.

اليگزينڊر د گريٽ عرف سڪندر اعظم فقط ٽي سال ( ٣٤٠ ـ ٣٤٣

ق - م) ١٦ سالن جي عمر تائين، ارسطو جي زير تعليم رهيو. ارسطو کيس فلسفي، حڪمت ۽ سائنسي تحقيق جي تعليم ڏني. ارسطو جي ڏنل تعليم ۽ تربيت جو سڪندر اعظم جي شخصيت تي گهٽ اثر ٿيو. سڪندر عاشق مزاج هو، جڏهن ته عورتن جي باري ۾ ارسطو سخت بدظن هو.

ارسطو عورتن کي ڪريل انسان چوندو هو. سندس خيال موجب عورتن ۾ عقلي سوچ جو مادو نه آهي، جيئن سندس هم خيال سنڌي ڏاهن چيو آهي ته " عورت کي عقل ڪُڙيءَ ۾، سچ لڻي ڪانپوءِ اهو به چِٽ" ، اها هڪ غلامانه دور جي سوچ آهي ۽ ارسطو جو دور انسانن جي غلامي ۽ تجارت جو دور هو. سڪندر اعظم انهي دور ۾ هڪ انوکو شهزادو هو، جيڪو صلاحيتن مطابق انسانن جي برابري ۽ تعظيم ۾ يقين رکندو هو، جنهن جو مثال ايران جي فتح بعد ايراني عهديدارن ۽ ماهرن کي برقرار رکڻ مان ملي ٿو، جيتوڻيڪ سندس استاد ارسطو، ايرانين کي وحشي باربيرئنس (Barbarians) قرار ڏنو هو ۽ عموما مفتوح قومن جي عام و خاص کي غلام بنائي رکڻ جي حق ۾ هو. سندس پاٽئيو، جنهن کي سڪندر اعظم سان گڏ ايران فتح ڪرڻ لاءِ روانو ڪيو هئائين انهيءَ، جڏهن کيس احوال موڪليو ته سڪندر يوناني تهذيب کي ايران ۾ رائج ڪرڻ بدران خود ايراني تهذيب کي همٿائي رهيو آهي، تڏهن ارسطو کي پنهنجي ڏنل تعليم ۽ تربيت جي ضايع ٿيڻ جو بيحد ڏک ٿيو. سڪندر اعظم جي آزاد خيالي، سورهيائي ۽ فتوحات سبب سندس باري ۾ روايتن جي ڪثرت آهي: هڪ روايت موجب جڏهن ارسطو کي معلوم ٿيو ته سڪندر هڪ عورت تي عاشق ٿي پيو آهي ۽ روز سبق پڙهي وڃي ٻاهر انهي عورت سان رهاڻ ڪري ٿو، تڏهن کيس سختيءَ سان ايئين ڪرڻ کان منع ڪيائين.

## آخري عمر:

آخري عمر ۾ افلاطون وڌيڪ تيرهن سال ( ٣٤٧ _ ٣٦٠ ق ـ م) پنهنجي اڪادمي ۽ اٿينس جي شهر ۾ گذاريا. هڪ رات شاديءَ جي دعوت ۾ اوچتو موت جو وقت اچي ويو ۽ دنيا جو هي عظيم استاد ۽ ڏاهو انسان ،

٨١ ورهين جي عمر ۾ دنيا کان رخصت ٿيو.

## جانشين:

افلاطون جي علم ۽ فڪر جو حقيقي وارث ارسطو هو، ليڪن سندس آزاد خيالي ۽ افلاطون جي فڪر تي تنقيد سبب افلاطون جي اڪادمي جو وارث سندس ڀائج اسپيوسيپس (Speusippus) بڻيو. ارسطو جي فڪر جا وارث مغربي ۽ مشرقي علوم جا اڪثر استاد موجود آهن.

## سڪندر اعظم (Alexander, the Great) ٣٢٣ — ٣٥٦ ق ـ م

سڪندر اعظم متعلق روايتون، دنيا جي اڪثر ملڪن ۽ قومن ۾، اڄا تائين قائم آهن. هو هن دنيا ۾ فقط ٣٣ سال رهيو، جن مان پويان ڏهه سال پنهنجي عزم مطابق، دنيا کي فتح ڪرڻ ۾ گذاريائين. اها به هڪ پائدار روايت آهي ته مرڻ وقت، سڪندر وصيت ڪئي ته سندس ٻئي هٿ ڪفن کان ٻاهر کولي رکجن، جيئن ماڻهو ڏسن ته " دنيا جو فاتح هن فاني دنيا مان هٿين خالي ويو." تاريخ کي، پنهنجي هن نرالي فرزند جي فتوحات کان وڌيڪ، سندس مزاج ۽ شخصيت تي توجه ڏيڻ گهرجي، جيڪو اڪثر تاريخ جي ڪتابن ۾ نه ڏنو ويو آهي.

جيتوڻيڪ اها هڪ حقيقت آهي ته هن يونان ۽ ايران کي، سندن ماتحت علائقن سميت، فتح ڪيو ۽ سن ٣٣٠ ق ـ م ۾ ايران جي فتح بعد، " رهوڊئن نقش (Rhodian inscription) مطابق، سڪندر اعظم کي" ايشيا جو مالڪ" قرار ڏنو ويو، تاهم هن ڪامراني جي پٺيان موجود شخصيت تاريخي اعتبار کان وڌيڪ اهم آهي.

ايران جي آخري ڪياني شهنشاهه دارا ٽئين (٣٣٠ ـ ٣٣٦ ق ـ م) کيس بار بار صلح جي آڇ ڪئي ۽ هن مسلسل رد ڪئي. آخري دفعي، طائر جي محاصره وقت، سندس خاندان جي خدمت خاطر ڏهه هزار ٽئلينٽس، يعني خصوصي صلاحيتن واريون حسين دوشيزائون، ۽ سندس حڪمرانيءَ لاءِ

فرات جي مغرب ڪناري سان تمام ايراني علائقا ڏيڻ جي آڇ ڪئي وئي. سندس اعليٰ ترين جنگي حڪمت جي صلاحڪار پارمينيو (Parmenio) انهيءَ آڇ کي قبول ڪرڻ تي زور ڏنو. يوناني مورخن سندن گفتگو رڪارڊ ڪئي آهي: پارمينيو چيو ” جيڪڏهن آءٌ سڪندر هجان ها تہ اها آڇ قبول ڪريان ها.“ سڪندر وراڻيو، ” آءٌ پڻ ائين ڪريان ها، جيڪڏهن پارمينيو هجان ها.“ پوءِ جولاءِ ٣٣٢ ق - م ۾ طائر جي فتح، سڪندر اعظم جو عظيم ترين فوجي ڪارنامو ثابت ٿيو. ( برٽانيڪا، ج١ ، ص ٥٧٣) انهيءَ مان سندس عزم جي بلندي ۽ حوصلي جو پتو پوي ٿو.

ايران جي مڪمل فتح” گوگاميلا“ (Gaugamela) جي ميدان تي حاصل ٿي، ليڪن انهيءَ کان اڳ، ايراني فوج جي رٿ گاڏين جي سخت حملن کان بيزار ٿي، فوجي ماهرن تجويز پيش ڪئي تہ ايراني فوج تي رات جو اوچتو حملو ( شبِ خون) ڪيو وڃي. سڪندر اعظم فورا اها رٿ بہ رد ڪئي ۽ چيو تہ ” آءٌ ڪنهن چور وانگر، فتح نہ چورائيندس.“ ( د ڊان روپو، جولاءِ ١٩ ـ ١٣ سن ٢٠٠٠ع، ص ص ١٢ ۽ ١٣) اهو سندس اعليٰ ظرف جو مثال آهي.

سڪندر جي شخصيت، ننڍاڻپ کان، عظمت طرف مائل هئي: سندس متڪبر ماءُ ”اولمپئس“ (Olympias) جو چوڻ هو تہ عظيم يوناني ديوتا، ” زيوس“ کانسواءِ ٻيو ڪو مرد کيس حامل ڪري نہ سگهندو. سو جڏهن ” اليگزينڊر“ ( سڪندر) ڄائو، تڏهن چيائين تہ:” هي زيوس جو پٽ آهي.“ پوءِ جڏهن وڏو ٿيو ۽ سندس پيءُ فلپ سندس ماءُ کي طلاق ڏني، تڏهن تخت تاج جي پرواهہ ڪرڻ بغير پنهنجي ماءُ سان هليو ويو. انهيءَ واقعي کان اڳ ١٦ سالن جي عمر ۾، پٽس کيس ” مقدونيہ“ (ميسيڊونيا) ۾ قائم مقام بنائي، قسطنطنيہ علائقي تي ڪاهي ويو هو. اهو سال ٣٤٠ ق ـ م هو. سڪندر کي ٻار سمجهي، ”ٿريشيا“ جي مائيدي (Maedi) قبيلي بغاوت ڪئي ۽ تاريخ ۾ گهڻو بعد ۾ پيدا ٿيندڙ صغير سن سپهہ سالار، محمد بن قاسم وانگر، سڪندر بهادري ۽ فوجي صلاحيت جا جوهر ڏيکاريا. انهيءَ بغاوت کي ڪچلڻ بعد، ١٨ سالن جي عمر ۾، جڏهن مختلف يوناني شهري رياستن پاڻ ۾ اتحاد ڪري، ” مقدونيہ“ تي حملو ڪيو،

تذهن سڪندر پنهنجي پيءُ جي          بي ڪمان سنڀالي ۽ ٿيبس جو مقدس الحاق (The Sacr.          l of Thebes) نوجوان سڪندر جي جوانمردي سبب ٽٽي ويو. اهو سال ٣٣٨ ق - م هو ۽ ٻئي سال ماءُ کي طلاق ملڻ سبب سڪندر پيءُ کان الڳ ٿي ويو ۽ شاهي ورثہ کان عاق ڪيو ويو. ورندي سال، سن ٣٣٦ ق - م ۾ سندس پيءُ، فلپ ٻيو، قتل ٿي ويو ۽ مقدونيہ ۾ شاهي خاندان خلاف بغاوت ٿي. سڪندر هڪدم "مقدونيہ" جي تخت گاهہ پيلا (Pella) ۾ وارد ٿيو، فوج سندس استقبال ڪيو ۽ کيس پنهنجو بادشاهہ بنايو. سندس پهريون قدم "لنڪيسٽس" (Lyncestis) جي نوابن خلاف کڄيو، جن سندس پيءُ جي قتل جو منصوبو رٿيو هو. سپني شرارتين ۽ امڪاني مخالفن کي ترار جو ٻڪ بنايائين، ۽ پوءِ "ٿيسلي" طرف وڌيو، جتي سندس تخت نشيني بابت اڃا ابهام موجود هو. آخرڪار يونان ۾ کيس اعليٰ اڳواڻ تسليم ڪيو ويو.

سڪندر جي والد فلپ پنهنجي حياتي ۾ ايشيا تي ڪاهہ ڪرڻ جو منصوبو رٿيو هو، جنهن ۾ "ڪارونيا" (Chaeronea) جي لڙائي (سن ٣٤٠ ق - م) ۽، ٿيبس جي مقدس الحاق ٽٽڻ ڪانپوءِ، سپني يوناني شهري رياستن شموليت جو ارادو ڪيو هو. ليڪن فلپ جي وفات، (سن ٣٣٦ ق - م) تائين ڪا خاص پيش رفت نہ ٿي هئي. سڪندر، ڪورنٿ ۾ "يوناني اتحاد" (Greek League) جو اجلاس سڏايو، اهو سال ٣٣٥ ق - م هو. انهيءَ اجلاس ۾ سڪندر کي ايشيا تي ڪاهہ ڪرڻ لاءِ "جنرلسمو" (Generalismo) منتخب ڪيو ويو. پٿين پادرين (Pythean priests) کيس "انونسبل" (Invincible) يعني ناقابل شڪست جو خطاب ڏنو.

"ايشيا" تي ڪاهہ جو آغاز،موسم بهار سن ٣٣٤ ق - م ۾ ڪيو ويو. يوناني فوج ۾ ٽيهہ هزار پيادا ۽ پنج هزار گهوڙيسوار سپاهي شامل هئا. انهن سان گڏ هڪ وسيع انتظاميہ، سروين، سائنسدانن، درباري عملدارن ۽ تاريخ نويسن، جي بہ شامل هئي. (چئمبرسس، ج ١ ص ٢٤٤). ايران جي يوناني علائقن، اناطوليہ (ايشيا مائينر) جي مقتدر شهرن، ۽ آخرڪار، ٣٣٣ ق - م ۾، تاروس جبلن جي قطارن کي لتاڙي، تارسس شهر ۾ سڪندر

اعظم ڪجھ وقت قيام ڪيو، ڇاڪاڻ تہ سدنس نديءَ ۾ وهنجڻ بعد بيمار ٿي پيو هو. اتي ڪيس هڪ گمنام خط مليو، جنهن ۾ لکيل هو تہ سندس طبيب "فلپ" کي دارا کان رشوت ملي هئي انهيءَ لاءِ تہ هو ڪيس زهر ڏئي. سڪندر اهو خط فلپ کي ڏنو ۽ جيڪا دوا خط ۾ تجويز ڪيل هئي اها کاڌائين. تندرست ٿيڻ بعد، سليشا طرف پيشقدمي ڪيائين، جتي دارا ڪثير فوج سان مقيم هو. نومبر ٣٣٣ ق - م ۾ پهاڙن ۽ سمنڊ جي وچ ۾ سوڙهي ميدان تي لڙائي لڳي، جنهن ۾ ايراني فوج سخت شڪست کائي پسپا ٿي ۽ دارا جو خزانو ۽ خاندان سڪندر جي قبضي ۾ آيو. شاهي خاندان سان سڪندر وڏي فراخدليءَ سان پيش آيو. اتان ڏکڻ طرف مڙي، شام ۽ لبنان (Phoenicia) تي ڪاهيائين. دمشق شهر ۽ ان جي ڌن دولت تي قبضو ڪري، ساحلي شهرن تي مقدوني فوجين کي مقرر ڪيائن، جيئن ايراني جنگي ٻيڙي جو رسد بند ٿئي. طائر شهر مقابلو ڪيو، ليڪن ستن مهينن جي محاصره بعد سن ٣٣٢ ق - م ۾ شڪست کائي تباھ ٿيو. فلسطين جي واحد شهر " غزه" پڻ مقابلو ڪيو ۽ ساڳي انجام کي رسيو. مصر وارا ايراني حڪمرانيءَ کان تنگ اچي چڪا هئا، تنهن ڪري اتي سڪندر مقدونيءَ جو استقبال ٿيو. هن بہ مصرين جي سياسي، مذهبي ۽ سماجي نظام کي قائم رکيو ۽ سن ٣٣١ ق - م ۾ اسڪندريہ (Alexanderia) جي نالي هڪ بحري بندرگاھ ۽ شهر تعمير ڪرايو، جيڪو سندس يادگار طور انهيءَ نالي سان اڄ بہ قائم آهي. آمون جي استخاره واري عبادتگاھ مان ڪيس " فرعون ولد آمون" جو خطاب مليو. ( - ايضا - ص ٢۴٥) مصر جي حڪومت منظم ڪري، ٻيهر ڪياني بادشاھ " دارا" جو تعاقب (پيڇو) ڪيائين ۽ آڪٽومبر ٣٣١ ق - م ۾ " نينوا" ۽ " اربيلا" جي درميان "گوگاميلا" جي ميدان تي زبردست جنگ لڳي. جنهن ۾ سڪندر پاڻ بي جگريءَ سان وڙهيو ۽ آخرڪار دارا گهوڙو ڊوڙائي جان بچائي ۽ سندس سمورو سازو سامان سڪندر کي هٿ لڳو. پوءِ مشرق جي خزانن وارن شهرن " بابل" ۽ "سوسہ" سندس لاءِ پنهنجا دروازا کوليا. اتان فاتح سڪندر ڪياني دارالحڪومت" تخت جمشيد" (Persepolis) ۾ وڏي شان شوڪت سان داخل ٿيو.

"تخت جمشيد" ۾ داخل ٿيڻ بعد انهيءَ انتقام جو وقت اچي ويو هو، جنهن لاءِ يوناني اتحاد، سڪندر مقدونيءَ کي "جنرلسمو" بنائي موڪليو هو، ليڪن سڪندر يونانين جي اها آس پوري نہ ڪئي. سڪندر فقط رسمي طور تي "زرڪس" جي محلات کي نذرآتش ڪيو، تاهم روايتي طور تي لکيو ويو آهي تہ دنيا جي عجوبي "پرسيپولس" (تخت جمشيد) کي سڪندر اعظم شراب جي نشي ۾ مست ٿي ساڙائي خاڪ جو ڍير بنايو. (ايضا) واقعات ڏيکارن ٿا تہ سڪندر انتقام بجاءِ يوناني ۽ ايراني قومن جي جي اتحاد لاءِ عملي اقدامات ڪيا: ايران ۾ ايراني مقدوني گڏيل راڄ قائم ڪيو، باهمي سڱابندي ڪرائي، ۽ ايراني عالمن ۽ اميرن جي حيثيت برقرار رکي، خود ايراني پوشاڪ ۽ تهذيبي وضع قطع اختيار ڪيائين، جنهن سبب يوناني فوج ۽ انهن سان گڏ آيل عالم ۽ عملدار ڪانئس بددل ٿيا. اڄ بہ ڪيترا يوناني مورخ منجهيل آهن تہ سڪندر اعظم کي يوناني قوم جو سورمو ڄاڻائڻ يا ترڪ قوم جو مربي لکن. بهرحال ايرانين ڏانهن سندس نرم ۽ مهربان رويي سبب سڪندر کي خود پنهنجي يوناني ساٿين مان جان جو خطرو لاحق ٿيو: سندس مک نائب جنرل "پارمينين" ۽ سندس پٽ "فلوٽاس" سندس قتل جي منصوبي ۾ ملوث ثابت ٿيا ۽ ٻنهي کي موت جي سزا ڏني وئي. فتح جي ٽئين سال، سن ٣٢٨ ق ـ م ۾ سڪندر، ايران جي هڪ امير جي ڌيءَ "رخسانہ" سان شادي ڪئي ۽ ٻين يوناني اميرن ۽ عملدارن کي ايراني عورتن سان شادي ڪري گڏيل نسل پيدا ڪرڻ لاءِ زور ڀريائين. شراب نوشيءَ جي هڪ محفل ۾ سندس ويجهو ياءُ "ڪليٽس" غالبا انهيءَ پاليسيءَ تان ساڻس وڙهي پيو ۽ سڪندر جي هٿان مري پيو. پوءِ سندس قتل لاءِ هڪ نئين سازش تيار ٿي، جنهن ۾ سندس استاد "ارسطو" جو ڀائٽيو "ڪالس ٿينيز" (Callisthenes) ڪنهن طرح شامل هو، ۽ کيس موت جي سزا ڏني وئي. (ايضا) ڪياني تخت ڊٺي، دارا ٿيون، اڃا زنده هو، تنهن ڪري انهيءَ جي تلاش ۾ سڪندر، بخطر جي علائقي ۾ داخل ٿيو ۽ اتان جي ايراني سترپ جي قيد ۾ وڃي ڳولي لڌائينس. دارا کي سخت زخمي حالت ۾ ڏسي، سندس جان بچائڻ جي ڪوشش ڪيائين، ليڪن دارا جا پساهہ پورا ٿي ويا. سڪندر پنهنجي مغلوب دشمن جي لاش

تي رنو ۽ كيس مكمل شاهي اعزاز ڏنائين. اهو سال ٣٣٠ ق - م هو. جڏهن آخري ڪياني شهنشاهه جي موت سان انهي شهنشاهيت جو به خاتمو ٿيو. دارا جي موت جو ذميدار باغي سترپ ، آمون درياهه تي سوگديانه پهتو ۽ ايراني تخت جي دعوي ڪرڻ لڳو. سڪندر سندس ڪڍ لڳو ۽ وات تي " سيردريا" جي ڪناري سان آباد " ستين" قبائل کي زير ڪيائين. اهو سال ٣٢٩ ق - م هو. ٻئي سال ٣٢٨ ق - م ۾ سموري "سوگدانيه" سندس پيرن ۾ ٿي. اتان جي حاڪم" اسپتامينيز (Spitamenes) سخت مقابلو ڪيو، ليڪن سڪندر جي حملي اڳيان پڇي نه سگهيو. پوءِ سن ٣٢٧ ق - م ۾ سڪندر " بلخ" مان بر صغير جي سنڌو ماٿري ۾ داخل ٿيو.

سڪندر، " هندوڪش" ٽپي، بنير ندي جي اتر طرف "پيرسر" جي ناقابل تسخير ڪوٽ تي، قبضو ڪيو.پوءِ " اٽڪ" وٽان سنڌو ندي پار ڪيائين، جنهن ۾ مقامي حاڪم سندس مدد ڪئي. سوات ۽ گنڌارا اڳيئي سندس قبضي هيٺ اچي چڪا هئا. سن ٣٢٦ ق - م جي سوسم بهار ۾ سڪندر ٽئڪسيلا ۾ داخل ٿيو. داخلي رقابت هميشه ٻروني حملي آور لاءِ مددگار ثابت ٿي آهي. " ٽئڪسيلا" يونانين جو ڏنل نالو آهي ۽ اتان جي راجا جو نالو به " ٽئڪسيلس" لکيو اٿن. جيڪو نه فقط پيش پيو، بلڪ هاٿين ۽ سپاهين جي ڪمڪ پيش ڪيائين، انهيءَ لاءِ ته "جهلم" جي راجا"پورس" کي مات ڪيو وڃي. راجا پورس جهلم ندي ۽ چناب ندي جي دوآبي ۾ راج ڪندو هو. جون ٣٢٦ ق - م ۾ جهلم جي ڪابي ڪناري سان زبردست ويڙهه لڳي، ليڪن سڪندر، مقدر جو سڪندر هو، ۽ ڪٽي ويو. خوشي وچان هن فتح جي يادگار طور " اليگزيندريا نڪايا" (Alexanderia Nicaea) جي نالي سان هڪ شهر بڏڻ جو حڪم ڏنو ۽ هڪ ٻيو شهر، پنهنجي وفادار گهوڙي، " بوسيفالس" جي ياد ۾ " بوسيفالا" جي نالي سان تعمير ڪرايائين. اهو گهوڙو هن خوفناڪ جنگ ۾ زخمي سڪندر جي جان بچائيندي مئو هو. جڏهن راجا " پورس" گرفتار ٿي سندس اڳيان پيش ٿيو، تڏهن سائس هن طرح مخاطب ٿيو: " توهان ڪهڙي طرح پيش اچڻ پسند ڪندا؟ پورس جواب ۾ چيو ته " جهڙي طرح هڪ

بادشاهہ سان پيش اچجي." تنهن تي سڪندر چيو تہ " اهو منهنجي طرفان هوندو، توهان پنهنجي طرفان پيو ڪجهہ گهرو". پورس چيو تہ: " سڀ ڪجهہ منهنجي پهرين جواب ۾ سمايل آهي." هن جواب سڪندر کي لاجواب ڪري ڇڏيو ۽ هن حڪم ڏنو تہ " راجا پورس جو ملڪ ۽ هن علائقي ۾ منهنجا سڀ فتح ڪيل شهر، راجا پورس جي حوالي ڪيا وڃن." اهڙي سخاوت ۽ دشمن سان بيجا مروت، يوناني فوج کي بغاوت تي اڀاري رهي هئي. جڏهن فوج کي اڳتي وڌڻ جو حڪم مليو تہ " بياس" ندي تائين پيشقدمي ڪرڻ بعد، فوج اڳتي وڌڻ کان نابري واري. يوناني فوج جي چئن سپهسالارن مان هڪ، جنرل ڪوئنس، فوج جي ترجماني ڪندي واپسيءَ جو مطالبو ڪيو. سڪندر اعظم جي ذاتي خاصيتن مان هڪ اها بہ هئي تہ هن کي معلوم هو تہ ڪنهن ڳالهہ کي ڪٿي ختم ڪجي. سو هن پنهنجو حڪم واپس ورتو.ليڪن انهيءَ علائقي ۾ پنهنجي پيشقدمي جي آخري حد، يعني بياس ندي جي ڪناري تي ١٢ يوناني (اولپين) ديوتائن جا قربان گاهہ ٿنين جي صورت ۾ تعمير ڪرايائين ۽ آسپاس جي ٻيلن جو ڪاٺ ويرائي اٽڪل هڪ هزار ٻيڙا ٺهرايائين ۽ پوءِ فوج کي واپسيءَ جي اجازت ڏنائين. فوج موٽي سنڌونديءَ ۾ داخل ٿي. اڌ فوج کي ٻيڙن ۾ ۽ باقي اڌ فوج کي ٽن حصن ۾ ورهائي، سنڌوندي جي ساڄي ۽ کابي ڪناري سان خشڪ رستي اڳتي وڌڻ جو حڪم ڏنو ويو. انهيءَ زماني ۾ سنڌوندي تي سيوهڻ ۾ هڪ مضبوط مقامي حڪومت قائم هئي جنهن جي راجا " سامبس" اطاعت مڃي، ليڪن عوام پنهنجي ڏاهن جي چوڻ تي مقابلو ڪندو رهيو، انهن سنڌي ڏاهن جي گرفتاري ۽ سندن ڏاهپ جو احوال " سنڌو سڀيتا ۽ سنڌي قوم" جي باب ۾ بيان ڪيل آهي. ستن مهينن جي مختصر عرصي ۾ يوناني فوج" سنڌ" مان نڪري وئي.

عربي سمنڊ جي ساحل تي پهچي، سڪندر اعظم پنهنجي امير البحر (Admiral) نيئرڪس (Nearchus) کي ايراني نار (Persian Gulf) طرف هاڪارڻ جو حڪم ڏنو ۽ باقي فوج جي خشڪي رستي، بلوچستان (Gedrosia) وچان، پاڻ ڪمان سنڀالي ۽ سوسہ طرف پيشقدمي ڪئي. انهي سفر م ان پاڻيءَ جي اڻاٺ سبب يوناني فوج جو برو

حال ٿيو. اهو سال ٣٢٤ ق ـ م هو.

" سوسہ" ۾ واپس پهچڻ بعد سڪندر مقدوني، ايراني ۽ يوناني قومن کي هڪ ڪرڻ جي پنهنجي پاليسيءَ تي تڪڙو عمل ڪرڻ شروع ڪيو: دارا جي دختر " برسين" سان ہي شادي ڪيائين ۽ ٨٠ مقدوني عملدارن کي ايراني ڪنوارن سان پرڻجڻ تي آماده ڪيائين. علاوه ازين ڏهہ هزار يوناني سپاهين جون پڻ اهڙي طرح شاديون ڪرايائين. وڏا انعام اڪرام ورهايائين ۽ ڪيترن مغربي سترپن کي سندن نااهلي سبب معزول ڪيائين. يوناني ملڪ بدر مهاجرين جي يونان ۾ واپسي جو فرمان جاري ڪيائين جتي ڪيس ديوتائي درجي ڏيڻ جون تياريون ٿي رهيون هيون. اوپس جي شهر ۾هڪ سنگين بغاوت پڙڪي، جيڪا بند ڪرائي، مقدوني ۽ ايراني عوام جي اتحاد لاءِ دعائون گهريون ويون. " اڪباتانا" (Ecbatana) ۾ سڪندر جو پيارو دوست هيفاسشن (Hephaestion) فوت ٿيو، جنهن کي شاهي اعزازات سان دفن ڪرائي، پاڻ "بابل" طرف روانو ٿيو. رستي تي، علائقي جي طاقتور قبيلن جا ايلچي، اطاعت جي يقين دهاني لاءِ سندس اڳيان حاضر ٿيا: سڪندر جي مورخن مطابق، ليبيا، اٽلي، ڪارٿيج، ۽ يونان جي قبيلن کان علاوه " سٿين" ڪليت ۽ آئبرين قبيلن جا نمائنده پڻ حاضر خدمت ٿيا. ( چئمبرسس، ج١ ص ٢٤٥) بابل ۾ پهچي سڪندر اعظم انهيءَ عظيم تهذيبي مرڪز جي ٻيهر آبادڪاري ۽ تعميرات جو منصوبو تيار ڪيو، جنهن ۾بابل جي چوگرد فرات ندي جي آب نڪاسي ۽ آبپاشي جي رٿا، عربستان جي ساحل سان جهاز راني ۽ هندستان ڏانهن بحري رستي جي تلاش جون تجويزون شامل هيون، ليڪن انهن تي عمل درآمد ڪرڻ کان اڳي، تاريخ ١٣ جون ٣٢٣ ق ـ م تي هي منفرد انسان، پنهنجون فتوحات ۽ عوامي مقبوليت پويان ڇڏي، فوت ٿي ويو، هڪ دعوت ۾ گهڻو شراب واپرائڻ سبب بيمار ٿيو، يا مليريا جي بخار وگهي سندس موت واقع ٿيو. بهرحال ٣٣ سالن جو جوان، ١٣ سال بادشاهي ڪرڻ بعد اوچتو هيءَ دنيا ڇڏي ويو.

سڪندر هڪ باهمت ۽ بااصول انسان هو، جنهن هرحال ۾ پنهنجي انفراديت برقرار رکي. سندس شخصيت ۾ يوناني قوم جي اعليٰ فطرت سمايل هئي. حڪيم سقراط کان سڪندر اعظم تائين فڪر ۽ عمل جي

آزادي يوناني مشاهير ۾ نمايان نظر اچي ٿي: حڪيم سقراط مروج مذهبي وهمن ۽ انساني تذليل جي مخالفت ڪئي ۽ خوشي سان زهر جو پيالو پي دنيا مان رخصت ٿيو. افلاطون، ارسطوءِ ۽ سڪندر، استادي ـ شاگرديءَ جي مضبوط اثر ڪي ٿوڙي پنهنجي انفرادي فڪر ۽ عمل جي راهہ تي گامزن رهيا. سيني علم، عقل، تحقيق ۽ اعليٰ انساني قدرن جي پاسباني ڪئي. ليڪن انسان دشمني، قومي تعصب ۽ غلامي خلاف فقط سڪندر مقدوني پنهنجي زندگي وقف ڪئي ۽ هڪ شاندار زندگيءَ جو حق ادا ڪيو. پليوٽارڪ جي سوانح نگاري ۾ سڪندر اعظم جي ذاتي خصلتن ۽ اصولن جو عڪس نمايان آهي: " اشراف خاندان جي اولاد ڪي فقط عمل جي زندگي سونهين ٿي." پليوٽارڪ اهي واقعا بيان ڪيا آهن جيڪي سڪندر جي فوجي زندگي ۾ محبت، خلوص ۽ همدردي جي نشاندهي ڪن ٿا. جنگي معاملن ۾ نيڪي جي سربلندي سان گڏ، ذاتي مخالفت کان لاپرواهي، مصلحت سازي کان انڪار، موقعي جو غلط فائدو نہ وٺڻ ۽ اعليٰ حسن انتظام، خبرداري ۽ ذاتي مثال قائم ڪرڻ، سڪندر اعظم جي شخصيت جا اهم پهلو آهن. سندس فيصلن ۽ حڪمن تي شديد اعتراض جي باوجود ڪنهن ڪي سندس خلاف کلي بغاوت ڪرڻ جي همت نہ ٿي. پنهنجي ذاتي محافظ دستي جي آزموديگار سالار، "پارمينيو" ۽ سندس پٽ "فلوٽاس" خلاف انتظامي ڪاروائي ڪندي، سڪندر اعظم نہ گهبرايو ۽ نہ مصلحت کان ڪم ورتو، تاهم "بياس" ندي جي ڪناري کان اڳتي نہ وڌڻ جي بظاهر نافرمانيءَ تي ناراض نہ ٿيو. احساس ۽ لچڪ جا اعليٰ انساني گڻ بہ منجهس موجود هئا. گرم موسم، چوماسي جي تيز بارش، يوناني فوج جي ٿڪاوٽ ۽ بددلي جو ڪيس احساس هو، تنهن ڪري هن اڳتي وڌڻ جو فيصلو واپس ورتو، ليڪن پوءِ بہ فوج ِ کان ١٢ ٽنياڪڙا ڪرڻ ۽ اٽڪل هڪ هزار پيڙا ناهڻ جو ڪم وٺي پوءِ واپسي جو حڪم ڏنو. يوناني ۽ ايراني قومن جي اتحاد لاءِ سندس عملي اقدامات قابل ستائش آهن، جن جو انهي زماني ۾ ڪو فاتح، تصور بہ ڪري نہ ٿي سگهيو. سڪندر هڪ سحر انگيز جسماني حسن، طاقت ۽ اخلاقي عمدگي جي علامت بنجي دنيا جي قومن جي لوڪ ادب جو ڪردار بنجي ويو. جن ملڪن ۽ قومن سان سندس ڪوبہ واسطو نہ رهيو، اهي بہ ڪيس

هڪ مثالي انسان جي حيثيت ۾ اچ تائين ياد رکيو اچن ٿا. هن نہ ڪنهن مذهب جو بنياد وڌو، نہ ڪنهن شهنشاهيت جو باني هو. نہ سندس ڪنهن سائنسي يا فني ايجاد انسان ذات کي فائدو رسايو. هو نہ عالم هو، نہ مصنف، نہ فلاسافر، نہ هن جو ڪو شاگرد يا مڪتب فڪر هو، پوءِ بہ هو، اوائلي چوٿين صدي قبل مسيح کان جديد اڪويهين صدي بعد مسيح تائين، هڪ مقبول ۽ محبوب شخصيت طور ياد ڪيو پيو وڃي سوچو؟ چاڪاڻ تہ هن اعليٰ انساني قدرن جو عملي مظاهرو ڪيو ۽ ٻين اهڙن انسانن جي عزت ڪئي، جيتوڻيڪ هو مغلوب ٿي، غلامن جي حيثيت ۾ سندس اڳيان پيش ٿيا. تازو پاڪستان ۾ هن عظيم شخصيت جي يادگار قائم ڪرڻ بابت ڪن دل وارن انسانن هڪ منصوبو تيار ڪيو آهي، ليڪن قومي آزادي جي علمبردارن انهن کي غلاماني ذهنيت رکڻ جو طعنو ڏنو آهي جنهن جي باوجود ڪم جاري آهي. (ڊان، ٣ ڊسمبر ٢٠٠٠ع ص ٥). اهڙو مهٽو سيوهڻ جي ڏاهن خود سڪندر اعظم کي ڏنو هو تہ تون پنهنجو ملڪ ڇڏي هتي ڇالاءِ آيو آهين ۽ هن اهو سهي ستن مهينن اندر سنڌ خالي ڪئي هئي. آفاقي ۽ عالمي نوعيت کان خالي انساني اصول ۽ نظريہ انسان جي ڪنهن ڪم جا نہ آهن، قوم پرستي، نسل پرستي، قدامت پرستي ۽ خود پرستي، شيطاني بت آهن جن کي پڄي پورا ڪرڻ ۾ انسانن جي ڀلائي آهي. ازانسواءِ تاريخ جو مطالعو، فقط تڏهن مفيد ٿي سگهي ٿو، جڏهن زمان ۽ مڪان کي خيال ۾ رکي ڪيو وڃي. ماضي جي ڪردارن ۽ واقعن کي حال جي نظرين ۽ مشتهر اصولن جي ڪسوٽي تي پرکڻ جي ڪوشش نہ ڪرڻ گهرجي. دائمي ۽ بنيادي سچائي فقط هڪ آهي ۽ اها انسان ۽ سندس خالق سان منسلڪ آهي. هڪ انسان دوست ۽ خدا پرست شخص، سچو ۽ سنو آهي پوءِ سندس تعلق ڪهڙي بہ قوم، مذهب يا ملڪ سان هجي. هو هڪ يادگار شخصيت سمجهڻ گهرجي.

## سڪندر اعظم جا وارث:

سڪندر جي وفات بعد سندس ايراني زال رخسانہ هڪ پٽ ڄڻيو.

جنهن جو نالو اليگزينڊر چوٿون رکيو ويو، جيڪو ١٢ سالن جي عمر ۾ قتل ڪيو ويو، ( چئمبرسس، ج١ ص ٢۴۵) اقتدار جي جنگ ۾ سڪندر جي والده، زالون ۽ ٻار سڀ قتل ڪيا ويا. ( مائيڪل هارٽ، د هنڊريڊ، ص ١٩٦) ڪجهہ وقت لاءِ، سندس غير حلالي ويڳي ڀاءُ ۽ اڌ مغزي، مرگهي جي مريض، ارهيڊايوس (Arrhidaeus) کي هڪ صوبي جو سترپ مقرر ڪيو ويو.ليڪن ٣١٧ ق ـ م ۾ انهيءَ کي بہ قتل ڪيو ويو. سڪندر اعظم خود پنهنجي جانشيني بابت ڪا وصيت نہ ڇڏي هئي، تنهن ڪري يوناني جنرلن کي سندس وسيع مفتوح علائقن ۾ پنهنجو ذاتي اقتدار قائم ڪرڻ ۾ ڪا رڪاوٽ نہ ٿي: ٽوليمي (Ptolemy)، جنهن سڪندر اعظم جو لاش، سوني صندوق ۾ وجهي، پهرياڻين " ميمفس" ۽ پوءِ آئي " اسڪندريہ " ۾ دفن ڪيو. سو مصر جو بادشاهہ بڻيو.ائنٽي گونس (Antigonus) جيڪو اناطوليہ، يا ايشيا مائيز ۾ سڪندر جو مقرر ڪيل سترپ (governor) هو. تنهن پنهنجي بادشاهيت جو اعلان ڪري سن ٣٠۵ ق ـ م ۾ پاڻ کي شاهہ جو خطاب ڏنو ۽ ٻين بہ ائين ڪيو. سيليوڪس (Seleucas) جنهن کي ڏور اوڀر ۾ سترپ مقرر ڪيو ويو هو، سن ٣١٦ ق ـ م ۾ ائنٽي گونس کان شڪست کائي وڃي ٽوليمي وٽ پناهہ ورتي. ائنٽي گونس پاڻ کي سڪندر اعظم جو واحد جانشين بنائڻ جو ڪوشش ڪئي، تنهن ڪري باقي دعويدار سندس خلاف متحد ٿيا. سن ٣٠١ ق ـ م ۾ انهن کيس شڪست ڏئي، قتل ڪري ڇڏيو، ۽ سيليوڪس ايشيا ۾ پنهنجو اقتدار قائم ڪيو.

يورپ ۾ ائنٽي پيٽر (Antipater) سڪندر اعظم جو اهل معتمد ۽ وارث هو، جنهن کي هن ايشيا طرف پيشقدمي ڪرڻ وقت سن ٣٣۴- ق ـ م ۾ مقدونيہ ۾ پنهنجو نائب مقرر ڪيو هو. هن مڪمل اهليت جو مظاهرو ڪندي، سڪندر جي غير حاضري ۾ ٿريس ۽ اسپارٽا ۾ بغاوت بند ڪرائي، تاهم اولمپيا وارن جي مخالفت سبب، ڪريٽيرس (Craterus) سندس جانشين بنجڻ وارو هو، جڏهن سڪندر وفات ڪئي. مقدونيہ وارن سڪندر جي وفات بعد کيس پنهنجو بادشاهہ تسليم ڪيو. ليڪن ڪريٽيرس کي بہ ساڻس اقتدار ۾ شامل ڪيو. تاهم يوناني شهري رياستن

جي گڏيل فوج مٿس ڪاهي آئي. سن ٣٢٢ ق - م ۾ انهن کي شڪست ڏيڻ بعد ٻئي سال ٣٢١ ق - م ۾ جڏهن سندس مک مخالف پرديڪس (Perdiecas) مصر ۾ فوت ٿيو، تڏهن ائنٽيپيٽر کي شريڪ بادشاهن طرفان قائم مقام حاڪم تسليم ڪيو ويو. ٻن سالن بعد ٣١٩ ق - م ۾ سندس وڏي ڄمار ۾ وفات ٿي. (چئمبرسس ج١ ص ٤٨٢) پوءِ ائنٽي گونس جي هڪ پٽ ڊيميٽروس (Demetrius) مقدونيه ۾ پنهنجو خانداني راڄ قائم ڪيو جنهن ۾ ائنٽي گونس گوناٽاس (٢٣٩ ـ ٢٧٧ ق - م) ۽ ائنٽي گونس ڊوسن ( ٢٢١ ـ ٢٢٩ ق - م) مشهور بادشاهه ٿي گذريا. (- ايضا - ص ٤٧٩).

سڪندر اعظم مقدوني جيڪا دنيا فتح ڪئي سا سندس موت بعد پنجن سالن اندر ڌار ڌار علائقائي شهنشاهيتن ۾ ورهاجي وئي. بابيلونيا( بابل) جي يوناني حاڪم سيليوڪس نڪتر جنهن سنڌ پنهنجي ڌي کي ڏاج ۾ ڏئي ڪيس چندر گپت موريا سان پرڻايو، سو خود مشرقي ايران، بابل (عراق)، شام، فونيشيا ( لبنان)، فلسطين ۽ موجوده ترڪي جي مشرقي علائقن تي مشتمل هڪ شهنشاهيت جو مالڪ بڻجي وينو ۽ برصغير سنڌ هند موريا شهنشاهيت هيٺ اچي ويو. جنهن کي "سليوڪيا" نالو ڏنو ويو.

مذهبي لحاظ کان هن دور جي فتوحات جو مطلب اهو ڪديو ويندو هو تہ نہ فقط مفتوح قومن جي فوجن هارايو آهي بلڪ انهن جي خدائن پڻ شڪست کائي فاتح فوج جي خدا، ديوين ۽ ديوتائين ، جي غلامي قبول ڪئي آهي، تنهن ڪري فاتح قوم جي خدائن جي پوڄا ڪئي وڃي.

٢٨١ ق - م:۾ سليوڪس فوت ٿيو، سندس پٽ ۽ "سلوڪيا" جي نئين شهنشاهہ " ائنٽيوڪس اول" ( ٢٨١ کان ٢٦١ ق - م)، سندس لاش ساڙي انهيءَ جي رک مندر ۾ رکائي اعلان ڪيو تہ " سليوڪس" دراصل يوناني عظيم خدا " زيوس" هو، جنهن عارضي طور تي زمين تي لهي اچي يوناني قوم کي سرخرو ڪيو، ۽ سندس نالو "سليوڪس نڪتر" رکيو ويو. شهنشاهہ ائنٽيوڪس اول پاڻ کي خدا زيوس نڪتر جو پٽ ۽ "سارتر" نالو سڏايو. هو زميني خدا بڻيو ۽ پنهنجي پيءُ آسماني خدا سيلوڪس نڪتر جا بيشمار بت نهرائي، هر شهر ۽ هر مندر اندر رکرايا ۽ حڪم ڏنو تہ سڀ

ان جي پوڄا ڪن.

جڏهن سن ۲۷۹ ق - م ۾ جرمن گال قبيلي " مقدونيہ" ۾ تباهي مچائي تڏهن ڪيترا يوناني قبيلا لڏي اچي ترڪيءَ ۾ آباد ٿيا. ۲٦۱ ق - م ۾ "سليوڪيا" (موجوده ايران، مشرقي ترڪي، عراق، اردن، شام، لبنان ۽ فلسطين جي ملڪن) جو ٻيو نمبر شهنشاهہ ۽ زميني خدا ، ائنٽيوڪس اول (۲۸۱ کان ۲٦۱ ق - م) فوت ٿيو ۽ سندس پٽ ائنٽيوڪس ٻيو "ٿيوس" زميني خدا ۽ شهنشاهہ بڻيو.

انهي سال ( ۲٦۱ ق - م) ۾ ڏکڻ ايشيا جي شهنشاهہ اشوڪ (آسوڪا اعظم) " ٻڌمت" اختيار ڪئي. اهو ڪالنگا (موجوده اوڙيسا) جي سوبي جو نتيجو هو، جنهن ۾ هڪ لک کان وڌيڪ ماڻهو قتل ٿيا ۽ مهاتما گوتم ٻڌ جي اهنسا جي اصول سندس دل تي اثر ڪيو. آسوڪا جي شهنشاهيت: ڏکڻ هندستان جي تامل علائقن کان اتر طرف افغانستان تائين پکڙيل هئي ، جنهن ۾ آريا هندو ڌرم کي " ٻڌمت" متاثر ڪيو. آسوڪا جون ڇهہ لک فوجون ٻڌ ڀڪشن سان گڏجي هن پوري شهنشاهيت ۾ پکڙجي ويون ۽ ٻڌ ڌرم کي عام ڪرڻ لاءِ هر قسم جا حيلا وسيلا هلائڻ لڳيون. سريلنڪا ( سرانديپ) جي هندو راجا ، آسوڪا جي پٽ ۽ ڌيءُ تي مشتمل موڪليل سفارت ذريعي، " ٻڌ مت" اختيار ڪئي، آسوڪا جا ٿنيا، جن تي ٻڌ مت جا اصول اڪريل آهن، اڄ بہ هن دور جي تاريخي حقيقت جي شاهدي ڏئي رهيا آهن.

## رومن شهنشاهيت جي اوسر:

۲۷۳ ق - م ڌاري مصر جي فرعون، ٽوليمي ٻئي، روم سان سفارتي ناتا قائم ڪيا. ٽائيميئس (Timaeus) کي روم جو پهريون تاريخ نويس قرار ڏنو ويو آهي. هن ۲٦۴ ق - م ڪانپوءِ وفات ڪئي ( - ايضا- ص ۵۱۴) هو پهريون يوناني مصنف آهي جنهن روم جي ابڀرندڙ طاقت کي اهميت ڏني. ۲٦۴ ق - م کان ۲۴۱ ق - م تائين پيونڪ لڙاين جو دور گذريو. ۲۵٦ ق - م ۾ سوپارو ٿيڻ بعد، " رومين" افريقا ۾ "ڪارٿيج" جي

سلطنت تي ڪاهه ڪئي. ٢٤١ ق - م ۾ انهن بہ آڻ مڃي.

١٣٣ - ٢٠١ ق - م تائين "رومين" مغرب ۾ پيشقدمي ڪئي هئي ۽ ١١٨ - ٢٠٠ ق - م دوران هو مشرق طرف بہ وڌندا رهيا. ١٩٤ ق - م تائين هو "يونان" خالي ڪري چڪا هئا. ليڪن هنن پنهنجي مفادات جو اعلان ڪري ڇڏيو هو جنهن موجب "يورپ" ۽ "ايشيا" ۾ رهندڙ سڀ يوناني آزاد ۽ خود مختيار بنايا ويا. ( - ايضا- ص ٥١٧) اهڙي طرح "رومين" "يونانين" جي سرپرستيءَ جو ڪردار اختيار ڪيو ۽ آهستي آهستي "يوناني" رومين جي تعليم، تهذيب، فڪر ۽ قديم روايتن تي اثر انداز ٿيندا ويا. آخرڪار ١٣٣ ق - م تائين تعليم يافتہ "رومين" جي اڪثريت رومن ۽ يوناني ٻولين جو ٻنهي استعمال ڪرڻ لڳي. (- ايضا- ص ٥١٩) رومين جي "تروجن" اصل نسل کان وڌيڪ سندن قومي جاڳرتا لاطيني ادب جو بنياد بڻي. يوناني عمارت سازي عام ٿي. يوناني مجسمہ سازي ۽ چترڪاري عام مقبول ٿي ( - ايضا- ص ٥١٩).

## رومن تهذيب:

"يوناني قوم" ڪانپوءِ "يورپ کنڊ" ۾ "رومن" قوم ابري. سندن تاريخ "روم" جي شهري آباديءَ کان شروع ٿئي ٿي، جيڪا آثار قديمہ جي آڌار تي، ڇهين صدي ق - م کان، آسپاس جي ڳوٺاڻي آبادي ۽ يونان مان لڏي آيل مهاجرن مان نهي ٿي ڏسجي ( برٽانيڪا ج ١٩ ، ص ٥٠٧). اٽڪل ٥٧٥ ق - م ۾ روم شهر جو بنياد رکيو ويو. پهرين بادشاهي ٤٥٠ ق - م ڌاري ختم ٿي وئي. فرينچ زبان دان "دمزل" (Dumezil) روم جي شهري ادارن جو بنياد "اندو - يوربين" معني آريا نوآبادڪاري سان ڳنڍي ٿو ( ايضا). "اينسائيڪلوپيڊيا برٽانيڪا" جا مصنفين مجموعي ثابتين جي آڌار تي روم جي ابتدا اٺين صدي ق - م ۾ "پئلاٽائين Palatine " ٻهاڙن تي ڏيکارن ٿا جنهن ۾ پاڙيسري جابلو آباديون ملي ويون ( ايضا). "رومين" جا اوائلي مذهبي ۽ سياسي تعلقات انهن ٻين لاطيني قومن سان رهيا جيڪي جيوپيٽر جي مندر "مونٽي ڪيوو" ۽ ٻين تيرٿ گاهن تي قائم ٿيا ٿا

ڏسجن (ايضا ص ٥٠٨). لاطيني قومن ۾ " البا" جي تباهي سبب "رومين" کي ڪافي شـــهـــرت ملي. بعـــد ۾ " ڊيانا" ديوي جو مندر "روم" ۾ ناهيوويو.

مذهب ڪان وڌيڪ، سياسي مصالحتي نظام حڪومت، فن عمارت سازي، قانون ۽ ادب جي ڪري، دنيا ۾ رومن تهذيب مشهور آهي. پهريون مشهور قيصرروم " ترڪئينئس اول" (Tarquinius) اٽڪل ٦٠٠ ق - م ۾ ٿي گذريو. ٥١٠ ـ ٥٣٤ ق - م دوران ترڪئينئس پيو تخت نشين هو. ٥٠٨ ق - م ۾ "روم" ۽ " ڪارٿيج" حڪومتن جي وچ ۾ هڪ معاهدو ٿيو جنهن ۾ روم سيني لاطيني قبيلن جي نمائندگي ڪئي ( جيئن ١٩٦٤ ع ۾ ڪئري (Caere) جي علائقي ۾ لڌل ، فنيقي ۽ ايٽروسڪن ٻولين ۾ لکتون، جيڪي ٥٠٠ ق - م ۾ بيونڪ ديوي لاءِ بادشاهه جون مناجاتون آهن، ڏيکارين ٿيون - ايضا - ص ٥٠٨. آرڪيولاجيا - ڪلاسيڪا"، ج ١٤ ص ص ١١٧ ـ ٤٩، ١٩٦٤ع).

٥٠٠ ق - م ۾ پهريون رومن ڊڪيٽٽر مقرر ٿيو ( ايضا ص ٥٠٩) ٤٨٤ ق - م ۾ ڪئسٽوريس (Castores) جو مندر تعمير ٿيو. ٤٤٣ ق - م : ۾ " سينسر" (Censor) ڊڪٽيٽر مقرر ٿيو، جيڪو بعد ۾ طاقت وٺي ويو ۽ " ڪوميٽيا ڪيورياٽا" يعني مصالحتي اداره يا سينيٽ مان ڪنهن بہ سينٽر کي غلط روش سبب نيڪالي ڏئي سگهيو ٿي. انهيءَ ڪان اڳ، "پليبئن" ۽ پٽتريشين (Plabian & Patrician) رومين جو تفاوت پيدا ٿيو هو. پلبئين جو پرڏيهي واپار متاثر ٿيو ۽ لاڳيتين لڙائين سبب هنن جي حالت سقيم ٿي وئي. ٤٨٦ ق - م ڌاري "روم" جي مشهور شخصيت سپيورئس ڪيسئس (Spurus Cassius) پلبئين جي امداد ڪرڻ سبب قتل ڪيو ويو. ٤٩٤ ق - م : پليبئن " هڙتال" ۽ عدم تعاون ذريعي زبردست احتجاج ڪيو. " سيريس" (Ceres)جي مندر ۾ دستاويزات جي ٻن نگرانن سندن حمايت ڪئي ۽ "پليب" (مقامي) آبادي حڪومت اندر ڌار پنهنجي حڪومت قائم ڪئي. "پٽتريشن" مهاجر آبادڪار حڪومت سندن ادارن کي تسليم ڪرڻ لاءِ مجبور ٿي هئي، پوءِ، ٤٥١ ق - م ۾ رومن دستور معطل ڪيو ويو ۽ پٽتريشنس کي هڪ قانون جو ڪتاب ، يا رياست

جو نئون بنيادي قانون، جوڙڻ لاءِ چيو ويو.

پوئين ٻن قانوني جدولن مطابق پليبئنس جا حقوق مجروح ٿيا ٿي ۽ پئٽريشنس مان هو شاديون بہ ڪري نہ ٿي سگهيا. تاهم پئٽريشن حڪمران " ائپيئس ڪلاڊيئس" هڪ پليبيئن حسين ڇوڪري "ورجينيا" ( معنيٰ ڪنواري ڇوڪري) سان هٿچراند ڪئي ۽ " ورجينيا" جي پيءُ پنهنجي ڌيءُ کي عصمت دري کان بچائڻ لاءِ ڪيس پنهنجي هٿن سان قتل ڪري ڇڏيو ( برٽانيڪا ج ١٩ ص ٥٠٩) آخرڪار هڪ نئين حڪمران قانون ساز اداري "ڪوميٽيا ٽريبيوٽا" جي قيام سان قبائلي پليئبن ۽ شهري مهاجر پئٽريشن جي وچ ۾ گڏجي ڪم ڪرڻ جي واٽ هموار ٿي.

١٧ / ١٨ جون، ٤٣١ ق - م واري الگائيڊس لڪ (Algidus Pass) جي تاريخي لڙائي ۾ رومن ڊڪٽيٽر " پوسٽيومئس" " ٽيوبرٽس ايڪيوئي" قبيلي کي شڪست ڏني. " وولسي" ۽ ايڪيوئي قبيلا آهستي آهستي هٽندا ويا ۽ "رومن" نوآباديون لاطيني شراڪت سان قائم ٿينديون رهيون. ٤٢٥ ق - م ۾ فداينا ۽ ٣٩٠ ق - م ۾ جرمن گال قبيلي " ايليا" جي ميدان تي، " رومين" کي شڪست ڏني. ٣٩٦ ق - م ۾ رومن ڊڪٽيٽر فيوئس ڪئميلس ، وي (Veii ) جو قلعو فتح ڪيو هو جتان فداني قبيلن وارن کي مدد ملندي هئي.

٣٣٨ _ ٣٦٦ ق - م دوران رومين جي عسڪري طاقت ۽ داخلي استحڪام سبب رومن معاشره ۽ مذهب:متاثر ٿيو. اتاهين امير طبقي جو مذهب زراعت ۽ خانداني " خدائن" کان ڦري مرڪزي رياستي خدائن ڏانهن رجوع ٿيو: ڪئپيٽولين ثمورتي: جيوپيٽر، جونو ۽ مائينروا، ۽ " ويسٽا" جي پرستش رومين جو مرڪزي مذهب ٿيو. مريخ (منگل Mars) اعليٰ فوجي خدا ٿيو. سيريس ديوي ۽ اپالو ديوتا " يونان" مان درآمد ڪيا ويا. (برٽانيڪا ج ١٩ ص ٥١٢)

## رومين جو مذهب:

---

قديم رومين جو مذهب ڇئن دورن ۾ ورهائي سگهجي ٿو: (١) مقامي

(۲) لاطيني) (۳) يوناني (۴) ايشيائي (مشرقي).

دنيا ۾ مذهب جو تهذيب جي ترقيءَ سان گهرو تعلق رهيو آهي. ٻين هڪ جهڙن مغربي قومن وانگر "رومن" بہ تاريخ جي اوائلي دور تائين ڪجهہ "اعليٰ خدا" بنائي ورتا هئا. انهن مان مکيہ " جيوپٽر" (Jupiter) خدا هو، جنهن جي برابر " يونان" ۾ " زيوس" (Zeus) ۽ هندستان ۾ "ديوس" (Dyaus) تئي آسماني ۽ فضائي خدا هئا. جيڪي زمين جي آبادگارن لاءِ اهم هئا. روم ۾ جيوپٽر سان گڏ بہ ٻيا خدا: مارس يا مريخ، (منگل Mars) ۽ ڪئرينس ( روميولس پٽمارس Quirinus)هئا. جن رومن ٽمورتي قائم ڪئي، انهن مان " مارس" ( مريخ) بچائيندڙ خدا هو جيڪو پنهنجي پوڄارين، سندن فصلن، بيمارين، جنگين ۽ ٻين دنيوي ڪاروباري معاملن جي حفاظت ڪندڙ هو: هندو ( ڪرشن پنٿ) ٽمورتيءَ ۾ هو " وشنو" جي برابر اختيارات جو مالڪ سمجهڻ گهرجي ۽ اوائلي قديم خدا ۽ روم جي طاقتور خدا جي حيثيت ۾، هو لشڪري (عسڪري) خدا هو. ( برٽانيڪا ج ١٩ ص ٥٥٥) "ڪئرينس" رومن شهرين جو خدا هو. هن رومن ( اندو - يورپين) ٽمورتي جا ڏڻ ڏار ڏار ملهائبا هئا (- ايضا- ص ٥٥٦). انهن سان گڏ هڪ ديوي "جونو" اوائلي ڄاتل دور ۾ اهم هئي. سندس نالي جي پاڙ " يوني" لفظ مان نڪري ٿي جيڪو موئن جي دڙي مان لڌل پيدائش جي ديويءَ جو نالو آهي. اهو نالو متجي " ايوني" (Iuni) ٿيو جنهن مان رومين، اطالوين جي ڪليندر ۾ " جون"، ۽ "اطالوين" "ايونيس"، مهيني جو نالو مقرر ڪيو ۽ رومين هن ديوي جو نالو 'جونو' (Juno) رکيو، جنهن جو رومين جي عظيم خدا "جيوپيٽر" سان ڪوبہ بنيادي تعلق نظر نہ ٿو اچي ( برٽانيڪا ج ١٩ ص ٥٥٦). سندس واحد مغربي تعلق " جئنس" خدا سان ٿي سگهي ٿو، جنهن تان جنوري مهيني تي نالو رکيل آهي ۽ سندس ٻيو نالو " آيونئس" آهي، جهڙي طرح سنڌو ماتري جي پيدائش جي خدا " ديوس" جا بہ ٻيا بہ نالا آهن ۽ "شو" انهن ۾ مقبول نالو آهي. روم ۾ "يوني"کي " جونوليوسينا" يعني پيدائش ( جم) جي ديوي بہ سڏيو ويندو هو. سندس مندر تي پهرين مارچ جو ڏينهن سڪائن ۽ عبادت جو ڏينهن ڪري ملهايو ويندو هو. انهيءَ ڏينهن

تي پرٽيل عورتون " مٽترونااليا" جو ميلو لڳائيندڙيون هيون. " روم" ۾ "يوني" يعني جون جو خاص ساليانو ميلو "نوني ڪئپروٽائي" ٧ جولاءِ تي ملهايو ويندو هو. انهي نالي جو مطلب جهنگلي انجير جون نونز آهي. "نونز" (Nones) قديم روم ۾ ٽپهريءَ جي عبادت ( نماز) کي چيو ويندو هو جيڪا مارچ ، مئي، جولاءِ ۽ آڪٽومبر مهيني جي ٧ تاريخ ۽ باقي مهينن جي ٥ تاريخ ادا ڪئي ويندي هئي. ( چئمبرس ٽوينٽي ايٿ سينچري ڊڪشنري ١٩٦٠ ع ص ٧٢٨).

انهيءَ کان علاوه هر مهيني جي پهرين تاريخ تي " جئنس" خدا سان گڏ " جونو" (يوني) ديويءَ جي مندر تي قرباني ڪئي ويندي هئي. (برتانيڪا ج ١٩ ص ٥٥٦): " جونو" (يوني) جو خاص ساليانو ميلو عجيب ڪرامتي انداز ۾ ملهايو ويندو هو. روم جون عورتون " جونو" جو قسم کڻنديون هيون." اي آئيونو،" منهنجي جونو ( يوني) جو قسم !" معلوم ٿئي ٿو ته شروع ۾ گهٽيون جونيون ( يونيون) هيون. هر عورت لاءِ هڪ جونو (يوني) هوندي هئي پوءِ انهن کي گڏي جونو ( يوني) ديوي بڻائي وئي، ليڪن ذاتي يوني جا ثبوت پوءِ جي دور ۾ به ملن ٿا. "آگسٽس" جي دور ( ١٤ع - ٦٣ق - م) کان اڳ شايد ذاتي يونيون ڪونه هونديون هيون ( برتانيڪا ج ١٩ ص ٥٥) " روم" کان ٻاهر جونو ( يوني) ديويءَ جي عام جام پوڄا ٿيندي هئي. ڪڏهن ته هوءَ رياست جي مکيه معبود جي صورت ۾ نظر اچي ٿي ۽ ڪٿي منجهس جنگجو اهڃاڻ نظر اچن ٿا، جيئن موئن جي دڙي جي " درگا" ديوي، يا بعد جي " ڪالي ديوي،" "لئنيووئيم" جي مندر ۾ جونو (يوني) ديوي جي مجسمه ( بت) کي ٻڪريءَ جي کل سان ڍڪيل ۽ ڀالي ۽ ڍال سان مسلح ڏيکاريو ويو آهي ۽ سندس نالو " جونو سوسپتا مٽتر ريجينا" لکيل آهي، جنهن جي معنيٰ هي ٿي سگهي ٿي " يوني سوس واري هن علائقي جي ماءُ" ( - ايضا- ص ٥٥٦). "جونو" ( يوني) ديويءَ کان علاوه روم ۾ ويسٽا ديوي (Vesta)ڪنوارين ڇوڪرين جي حفاظت ڪندڙ ۽ بدفعلي جي سزا ڏيندڙ ديوي هئي. سنڌو ماٿري جو مذهب وانگر قديم رومين جي مذهب ۾ به بت پرستي نه هئي. اٽلي ( اطاليه) جي "ايٽريوسڪن" ڇهين صدي ق - م جي

پوئين اڏ ۾ اها پرستش " روم" ۾ رائج ڪئي (- ايضا- ص ٥٥٧)
جيتوڻيڪ مقامي مذهب جي روح تي ان جو ڪو خاص گهڻو اثر نہ ٿيو.
مختلف مذهبن جا بت تراشيا ويا جيڪي اڳي ڪونہ هئا. اهڙي طرح "
مندرن" ناهڻ جو رواج پيو. يوناني اثر هيٺ "جيوپيٽر" سان گڏ، جونو
(يوني) ۽ " مائينروا" جي ٽمورتي ڪڙي ڪئي وئي. انهن پوئين ٻن ديوين کي
" زيوس"جي زال "هيرا" ۽ ڌيءَ "اٿينا" سان مشابهت ڏني وئي. مقامي
اطالوي آبادگارن جي اثر هيٺ "وينس"، "فورچونا" ۽ " ديانا" ديويون پڻ
پوڄيون ويون جيڪي يوناني اصل رکندڙ اڳ گهٽ درجي واريون ديويون
هيون. "هرڪيولس" ۽ " اپالو" خالص يوناني خدا هئا. يوناني بت تراشن
پٿر جا انيڪ بت پوڄا جي لاءِ ناهي ورتا. انهن ۾ ١٢ خالص يوناني خدا
هئا. " آگسٽس" جو خدا " اپالو" هو. پئلٽائين (Palatine) جبل تي
"اپالو جي مندر" مرڪزي ڪردار ادا ڪيو. هي مندر "روم" جي وچ شهر
۾ هو. اتي ١٩١ ق - م ۾ " يوني" " ترڪيءَ" مان آئي ٿي ڏسجي، جيئن
سندس مندر مان معلوم ٿئي ٿو. "جئنس" روم جو قديم ترين خدا هو،
اڳيان پويان چار منهن هئس. صبح شام سندس پوڄا ڪئي ويندي هئي.
جنگ جي وقت سندس مندر جا دروازا کليل رهندا هئا ۽ امن جي حالت ۾
بند رهندا هئا. ستين ڪان پهرين صدي ق - م تائين بہ دفعا اهي دروازا بند
ڪيا ويا هئا يعني ستن صدين ۾ فقط بہ دفعا امن جو زمانو آيو.

انسائيڪلوپيڊيا برٽانيڪا جي محققين جو چوڻ آهي تہ " ٢٠۴ ق -
م ۾" مشرق" پهريون دفعو " روم" ۾ پير ڪوڙيا، جڏهن پيسينس ( ايشيا
مائينر موجوده ترڪي) مان " خدائن جي عظيم ماءُ" (Mater deum
magna ldaea) درآمد ڪئي وئي ۽ سن ١٩١ ق – م ۾ روم جي وچ
شهر اندر پئلٽائين جبل تي انهيءَ لاءِ مندر تعمير ڪيو ويو. ( ج ١٩ ص
٥٥٨) سندس ڪرياڪرم ( پاٺ پوڄا) ڪڍڻ ڪان ڪرائي ويندي هئي.

## مشرقي تعلقات:

"روم" جي شهنشاهہ تراجن، (غالبا، ١١٧ - ٥٣ع، Trajan)

"پارٿيا" جي تخت گاهہ ڪيسٽي فون (اصفهان) تي، قبضو ڪري تباهي مچائي ۽ " آرمينا"فتح ڪري سلطنت روم ۾ شامل ڪئي. پوءِ سال ۱۲۵ ق - م ۾ "پارٿين" سلوڪيا تي قبضو ڪيو. هوُ " مترا" کي عظيم خدا مڃيندا هئا. " پارٿيا" وچ ايشيا ۾ هڪ ننڍي قبائلي رياست هئي جيڪا سائرس اعظم ۽ دارااول جي دور ۾ زرتشتي خدا " اهورامزدا" سان متعارف ٿي هئي ليڪن پارٿي " مترا" کي اصل وڏو خدا سمجهندا هئا. جڏهن سڪندر اعظم هتي قبضو ڪيو هو تڏهن يوناني عظيم خدا " زيوس" ۽ ٻين ديوتائن جو دور هو. ۲۴۹ ق - م ۾"پارٿين" يونانين جي غلامي کان آزادي حاصل ڪري، " ارساسيس اول" جي حڪمراني ۾ آزاد "پارٿيا" جو پايو پيو. ٻئي هڪ بادشاهہ " مترادِيٽس" جي دور ( ۱۳۸ - ۱۷۱ ق - م) ۾ " پارٿين" سلوڪيا جا ڪجهہ علائقا فتح ڪيا ۽ آخرڪار سن ۱۲۵ ق - م ۾ سموري "سلوڪيا" " پارٿيا" بڻجي وئي.

اتڪل سن ۵۳ ق - م ۾ رومي جنرل ڪراسس " پارٿيا" جي شهنشاهہ " فراز تئين" تي حملو ڪيو ۽ هار کاڌي. " روم" جو مقدس جهنڊو " پارٿين" قبضي ۾ ڪري، "رومين" کي ذليل ڪيو ۽" ڪراسس" جي ڳچي وڍي سندس منڍي شهر شهر گهمائي ." ميسوپوٽيميا" جو علائقو " رومين" کان ڇڏايو ويو. " جوليس سيزر" کي رومي سينٽ " زميني خدا" جي حيثيت ڏني. مرڻ کان اڳ هن "اوڪٽي وين" کي پٽيلو بنائي ڪيس " آگسٽس" جو لقب ۽ زميني خدا جو پٽ قرار ڏنو. ۲۸ ق - م ۾ پارٿي جنرل ترديتس ثاني (Tiridates II) فراز چوٿين کي قتل ڪري "پارٿيا" تي قبضو ڪيو ۽ عوامي بغاوت کي منهن ڏيڻ لاءِ روم جي شهنشاهہ " آگسٽس" کان مدد طلب ڪئي، جيڪو بذات خود فوج وٺي آيو. ڪيس روم جو مقدس قومي جهنڊو واپس ڏنو ويو ۽ ڏهہ هزار رومي جنگي قيدي آزاد ڪيا ويا. ان کان علاوه ايران ۽ ڏکڻ ايشيا ( هند سنڌ) ڏانهن ويندڙ رستا پڻ رومي فوج لاءِ کوليا ويا.

۱۴ - ۲۱ ق - م: روم جي شهنشاهہ " آگسٽس" جنهن پنهنجي بت جي پوڄالاءِ مندر ٺهرائي پاڻ کي آسماني خدا ڄاڻايو هو، تنهن پنهنجي ڌيءَ"جوليا" سان شادي ڪري، ڪيس جونو ( يوني) ديوي جو درجو ڏنو.

جيڪا اڳ "جوپيٽر" خدا جي پيڻ ۽ زال قرار ڏني وئي هئي. " جوليس سيزر" جي مندر سان گڏ بليدان (قربان گاهه) تعمير ڪرائي اتي " انساني قرباني" جي رسم شروع ڪئي وئي. هڪ دفعي ۳۰۰ فوجين کي اتي ذبح ڪري پنهنجي آقا خدا جوليس سيزر جي بت اڳيان نذرانو پيش ڪيائين. سندس نالي تي " جولاءِ" ۽ پنهنجي نالي پنيان " آگسٽ" مهيني جا نالا رکيائين ـ خاص طبقي کي عام طبقي مان شادي ڪرڻ کان منع ڪيائين.

## مذهب ۽ سياست:

دراصل ۱۳۱ ـ ۱۳۳ ق ـ م کان رومن رعيتي راڄ جي زوال جو زمانو شروع ٿي چڪو هو. ۱۰۹ ـ ۱۱۹ ق ـ م تائين سيسلائي ميٽلي ( Caeci-lii Metelli) رومن سياسي اقتدار تي ڇانيل رهيو. هن رومي جنرل "ماريوس" (۸٦ - ۱۵۷ ق ـم Marius ) جي سرپرستي ڪئي جنهن رومن سينٽ ۽ فوج ۾ عام ماڻهن جي شموليت شروع ڪرائي. هن اهو رستو ڏيکاريو جنهن سان روم جي حڪمراني انهيءَ جي حوالي ٿي جنهن جي فوج تي حڪمراني هئي ( برٽانيڪا، ج ۹ ص ۹۳). سن ٦۴ ق ـ م ڌاري رومي جنرل پامپي (Pompey) جيروسلم تي قبضو ڪيو. شام کي هڪ صوبي طور رومن شهنشاهيت ۾ شامل ڪيو ويو.ڪريٽ ۽ سائپرس (قبرص) ۵۸ ق ـ م ۾ رومن شهنشاهيت ۾ ضم ٿيا. ايشيا مائنر ۾ تابعدار بادشاهتن جي ازسرنو تنظيم ڪئي وئي. پامپي هڪ نئين سڪندر اعظم وانگر شهرن ۽ قلعن جي تعمير تي زور ڏنو. "فرات ندي" جي پرين پر، پارٿين شهنشاهيت، "پارٿيا"، جي سرحد ملي ٿي. " مصر" ۾ ٽوليمي ۱۲ هين ( اوليٽيز _Auletes) جي اقتدار کي خطرو پيدا ٿيو ليڪن ان کي رومن شهنشاهيت هيٺ آڻڻ بابت رٿ رومن ڪائونسل رد ڪري ڇڏي. هن دور ۾ جوليس سيزر جي عام مقبوليت، ڪراسس جي دولت ۽ پامپي جي فوجي صلاحيت هڪ ٽڙيو اتحاد قائم ڪيو. پامپي " سيزر" جي ڌي جوليا سان شادي ڪئي، جتان سن ۴۹ ق ـ م ۾ خانه جنگي شروع ٿي. ڪلوڊئس (Clodius) سسيرو (Cicero) کي جلا وطن ڪرايو ڇاڪاڻ

تہ هن بنا مقدمي هلائڻ جي " ڪئٽلينيا" جي سازشين کي قتل ڪرايو هو.
هن پوءِ "پامپي" تي حملو ڪيو جنهن جنرل ميلو (Milo) کان مدد ورتي
ءِ ٥٧ ق - مر ۾ " سسيرو" جي واپسي ممڪن بنائي. انوقت " اسپين"
پامپيءَ جي جاگير هئي جتي هو نوابن ذريعي حڪومت هلائيندو هو. ٥٣ ق -
مر ۾ ڪراسس، پارٿين سان وڙهندي، قتل ٿي ويو ۽ هن ٽڏري اتحاد ۾ ڏار
پيو ، ڇاڪاڻ تہ هو " سيزر" ۽ " پامپي" جي وچ ۾ اتحاد جو ذريعو هو.
٥٤ ق - مر ۾ " جوليا" بہ فوت ٿي وئي. ٥٢ ق - مر ۾ ميلو (Milo)
ڪلوڊئس (Clodius) کي قتل ڪيو ۽ "رومر" ۾ افراتفري انتها کي پهچي
وئي. ان وقت سيزر ۽ پامپي جي وچ ۾ فاصلا اجان بہ وڌي ويا. سيزر "
گال" ۾ رومي فوجين جي ڪمان ڪري رهيو هو. سندس مدو ختم ٿيڻ
وارو هو. انهيءَ ۾ توسيع لاءِ پامپي هن جي ڪابہ مدد ڪانہ ڪئي. ان وقت
ڪيوريو ( Curio ) هن جي حمايت ڪئي. " سيزر" جڏهن "رومر"
موٽي آيو تڏهن ڪيس " ڊڪٽيٽر" منتخب ڪيو ويو. سن ٤٨ ق - مر ۾ هن
"پامپيءَ" کي يونان ۾ شڪست ڏني. هو ڀڄي مصر ويو جتي اينڊي ئي قتل
ڪيو ويو. " سيزر" مصر ۾ سندس پيڇو ڪندو آيو. سيارو " اسڪندريہ"
۾ "ڪلوپيٽرا" سان گذاريائين . جيڪا پنهنجي ڀاءُ ٽوليمي ١٣ هين جي
وفات بعد مصر جي حڪمران بني هئي. ٤٧ ق - مر ۾ "زيلا" (Zela)
جي ميدان تي" فارينسس" کي تڪڙي شڪست ڏيڻ بعد " سيزر" موٽي
"اٽلي" ۽ "رومر" پهتو جتي گڙٻڙ هئي. سندس غير حاضري ۾ اتي ڪيس
ٻيو دفعو آڪٽومبر ٤٨ ق - مر کان هڪ سال لاءِ ڊڪٽيٽر منتخب ڪيو ويو
هو ۽ سندس گهوڙيسوار فوج جو سربراهہ مارڪ ائنٽوني (Marcus
Antonius) امن امان قائمر ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو. "سيزر"
ڪجهہ اقتصادي اقدامات ڪيا. "پامپي" جي طرفدارن کي پيش پوڻ تي عامر
معافي ڏنائين ۽ سن ٤٦ ق - مر ۾ افريقا وجهي " ٿاپس" جي ميدان تي پامپين
جي باقيات جي صفائي ڪيائين. سندس واپسي کان اڳ ڪيس وڌيڪ ڏهن
سالن لاءِ " ڊڪٽيٽر" منتخب ڪيو ويو.

فيبروري ٤٤ ق - مر ڌاري "جوليس سيزر" کي تاحيات ڊڪٽيٽر
بنايو ويوهو. (برٽانيڪا ج ١٩ - ٥٢٤). رومن " ريڪس" بادشاهي، جيڪا

۵ صديون اڳ قائم ٿي هئي، انهي جي جيارڻ ۽ خود بادشاهہ بنجڻ جي ڪوشش جو مٿس الزام هو. "ريڪس" ( بادشاهي) لفظ کان رومين کي نفرت هئي.

ڪن جو خيال آهي تہ هن يوناني بادشاهن وانگر خدائي بادشاهت قائم ڪرڻ گهري ٿي، جنهن ۾ سڀ مشرقي خدائي بادشاهتن جا عنصر موجود هجن، ٻين جي راءِ مطابق هن جي نظر "پارٿين" کي زير ڪرڻ تي هئي. (ايضا ص ۵٢۵) چاڪاڻ تہ" جوليس سيزر" مطلق العنان بنجي ويو هو، تنهن ڪري " بروٽس"، گائيٽس ڪيسس" ۽ ٻين سٺ رومي اميرن هن جي خلاف هڪ سازش سٽي. جيتوٽيڪ "رومن سينٽ" جوليس سيزر جي جان جي حفاظت جو عهدو ڪيو هو، تاهم هنن ١۵ مارچ ۴۴ ق - م تي مٿس خوني حملو ڪيو ۽ " جوليس سيزر" پامپي جي مجسمہ جي پيرن ۾ ڪري مري ويو. ان بعد ١٣ سالن جي گهرو ويڙهہ شروع ٿي. ٣٠ ق - م ۾ ڪلوپيٽرا ۽ انٽوني مصر فرار ٿيا ۽ اُتي خود ڪشي ڪيائون. ان کان اڳ ،پارٿين " شام" تي حملو ڪيو هو، ليڪن ٣٩ ق - م ۾ کين رومين شڪست ڏني ۽ هيرودِ اعظم جيروسلم جو حڪمران بنايو ويوهو. سن ۴٠ - ۴١ ق - م جو سيارو انٽوني، تارسس ۾ ،ڪلوپيٽرا سان گڏ گذاريو هو. سن ٣٧ ق - م ۾ پنهنجي زال " آڪٽيويا" کي " اٽلي" ڏياري موڪليائين ۽ ڪلوپيٽرا سان شادي ڪئي هونداٿين ، جيڪا مصر جا ذريعا ڏيکارن ٿا پر رومي ان جي ترديد ڪن ٿا. "جوليس سيزر" پنهنجي مختصر ڊڪٽيٽر شپ دوران ڪافي اصلاحات ڪيا جنهن ۾ ڪلئنڊر جو اصلاح بہ شامل هو. پرڏيهي واپار کي هٿي ڏني وئي، ۽ گال ، اسپين ۽ افريقا جي نوآبادين کي سڌاريو ويو. پارٿين سان بہ پاڻي ڪرڻ وارو هو تہ قتل ڪيو ويو.

انگريز قوم ۾ راڻي " بوديڪا" (Boudius) پهرين صدي عيسوي جي، هڪ قومي سورمي آهي، تازو انگريزي اخبار " دسن" (The Sun) سندس ذڪر ڪندي لکيو آهي تہ هوءَ " برطانوي" (British) هجڻ تي فخر ڪرڻ جو سبب آهي. عورتن جي راءِ دهي ( ووٽ) جي حق بابت اوائلي ادب ۾ باقاعدگي سان سندس ذڪر ڪيو ويو. تاريخ جي ڪتابن ۾ ڪيس مظلوم نسوانيت جو شعلہ نما وارن وارو مجسمو بيان ڪيو ويو آهي،

سندس مجسمو " لنڊن" ۾ پارليامينٽ هائوس جي قريب " ويسٽ منسٽر" پل تي، اڃا تائين موجود آهي. مهارائي وڪٽوريا جي زماني ( ١٩٠١ -- ١٨٩١ع) ۾ مجسمه سازن ۽ نقاشن لاءِ " رائي بوديڪا" هڪ دلچسپ نمونو هو. تاهم قديم تختگاهه " ڪولچيسٽر" (Colchester) جي ڪوٽائي مان، هاڻي معلوم ٿيو آهي ته " هوءَ هڪ منصوبه ساز، منتقم مزاج ۽ وحشي جنگي سردارڻ هئي، جنهن باضابطه ( منصوبه بنديءَ سان)شهرن جا شهر ڊاهي پٽ ڪيا.... سندس حملا خوني هوندا هئا جيڪي سوچيل سمجهيل، شديد ۽ سعيو ڪري ڪيل هئا. هن جنگي قيدي ڪونه بنايا، مرد عورتون ۽ ٻار سڀ قتل ڪيا ويندا هئا." ( د آبزرورنيوز سروس، ڊان ۴ ڊسمبر ٢٠٠٠ع، ص ١٨ د ورلڊ ان فوڪس) اهو سڀ ڪجهه صحيح آهي، ليڪن انهيءَ جو سبب ڇا هو؟ تاريخ ڏيکاري ٿي ته سال ۴٣ع ۾ رومن شهنشاهه ڪلاڊيئس اول ( ۵۴ع - ١٠ ق م) انگلئنڊ تي قبضو ڪيو. بادشاهه وڙهندي مارجي ويو ۽ سندس رائي " بوديڪا" جي اکين اڳيان سندس نوجوان ڌيئرن جي عصمت دري ڪئي وئي ۽ پوءِ ڪيس بيرحميءَ سان ڦٽڪا هڻي قيد ڪيو ويو. شاهي قبيلي آئسيني (Iceni) جو قتل عام ڪيو ويو. پوءِ تختگاهه ڪولچيسٽر جي تعمير ۾ اهڙو سامان ۽ مصالحو استعمال ڪيو ويو جيئن انهي کي باهه نه لڳي سگهي، ( پڪي مٽي ۽ عمارتي ڪاٺ استعمال ڪيل هو) ۽ انهي تي رومي نالو: " ڪميولو ڊيونوم" (Camulodunum) رکيو ويو. رائي " بوديڪا" ڪنهن طرح قيد مان فرار ٿي " نارفوڪ" جي علائقي ۾ " آئيسيني" قبائل کي جمع ڪيو ۽ ٣٧ سالن جي تربيت ۽ تياري بعد، سال ٦٠ ع کان ٦٢ع تائين ، رومين سان سندن ظلمن جو حساب چڪايو: باهه نه لڳڻ جوڳيون رومي عمارتون خاڪ جو ڍير بنجي ويون، اٽڪل ستر هزار رومي ۽ سندن حواري اجل جو شڪار ٿيا. شهري آبادي نسلي صفائي جي طرز تي قتل ڪئي وئي. تاهم رومن شهنشاهيت ۾ اڃا دم هو، سال ٦٢ع ۾ " بوديڪا" سخت شڪست بعد زهر کائي پنهنجو انت آندو. ڇاهوءَ فطري طور تي سفاڪ ۽ بيرحم هئي، يا هن کي انهيءَ لاءِ مجبور ڪيو ويو، تاريخ ۾ انهيءَ سوال جي ايتري اهميت نه آهي جيتري انهيءَ حقيقت جي ته هن ظلم ۽ زبردستيءَ جو

مقابلو ڪيو ۽ قومي آزادي جي جذبي جو مثال قائم ڪيو ۽ انهيءَ سان گڏ نسواني اهليت ۽ قيادت جو مظاهرو ڪيو.

" تبريوس" (Tiberius,) (۳۷ع ـ ۴۲ ق، م) کي ايشيا ۾ خدائي بادشاهہ تسليم ڪري، مندر تعمير ڪيو ويو، ليڪن هن انهيءَ شهنشاهہ پرستي کي رد ڪيو ۽ يورپ ۾ اسپين جي رعيت طرفان ڪيل اهڙي فيصلي کي پڻ مسترد ڪيو. هن چيو تہ " مون کي انسان هجڻ ۽ انسانن ۾ اول هجڻ تي اطمينان آهي. مون کي موت ڪانپوءِ بہ انهيءَ حيثيت تي راضي رهڻو آهي، ڇاڪاڻ تہ مونکي خدائي اختيارات نہ ڏنا ويا آهن.... ( برتانيڪا ، ايضا ـ ص ۵۳۰) سندس ٿيون جانشين "نيرو" هڪ پاڳل هو جنهن ٦۴ ع ۾ روم کي ساڙڻ جو حڪم ڏنو. " نيرو" ڪلائيڊس اول جو ويڳو پٽ هو جيڪو سندس پوئين زال اگرپنا Agrippina کي اڳئين مڙس مان ڄائو هو."اگرپنا" سن ۵۴ ع ۾ " ڪلائيڊس" کي زهر ڏئي ماريو ۽ سن ۵۵ع ۾" نيرو" ڪلائيڊس جي سڳي پٽ برتانيڪس کي مارائي ڇڏيو. سن ۵۹ع ۾ هن پنهنجي ماءُ اگرپنا کي پڻ مارايو ۽ سن ٦۲ ع ۾ پنهنجي زال "آڪٽيويا" کي بہ مارائي ڇڏيو. تنهن ڪان پوءِ " روم" جي اميرن ۽ خود قديم تاريخي شهر جو وارو آيو. هو ۱۷ سالن کان بہ گهٽ عمر ۾ " روم" جو شهنشاهہ بنيو ۽ " اتاليق" " سينيڪا" جي هدايتن تي هلندو هو پر آخر ان کي بہ زوري پينشن تي لاهي ڇڏيائين. " نيرو" بہ خدائي جي دعويٰ ڪئي ۽ سينٽ ان کي بحال ڪري سندس عبادتگاهہ تعمير ڪرڻ جو بل پاس ڪيو. " نيرو" جي باهہ ۾ اڌ شهر خاڪ جو ڍير ٿي ويو جنهن جي مٿان هن پنهنجو سونو محل تعمير ڪرايو. عيسائي مذهب رکندڙ رعيت تي وڏا ظلم ڪيائين ۽ روم جي باهہ جو مٿن الزام رکيائين (ايضا ـ ص ۵۳۱). سندس خر مغزي ۽ چسائي جا داستان مغربي ادب جو حصو آهن: " جڏهن روم سڙي رهيو هو تڏهن " نيرو" ڳائي رهيو هو". نيرو هڪ وهمي انسان هو ۽ پنهنجي ذاتي نجومي "بالبيلئس" جو معتقد هو. هڪ رات تارو ڪِرڻيو جنهن بابت ان وقت جي نجومين ۽ نجوم پرست عوام جو اعتقاد هو تہ ضرور ڪو وڏو ماڻهو مرڻ وارو آهي." نيرو"کي پنهنجي موت جو وهم اچي وينو. " بالبيلئس" ڪيس چيو تہ اهڙي حالت ۾ بادشاهہ پنهنجا سرڪرده

رعيتي ( امير) مارائي، آسماني آفت ٽاريندا آهن ۽ پوءِ "نيرو" اچي رومن سينيٽرن جي ڪڍ پيو، انهن سيني تي الزام هنيائين تہ هو ڪيس حڪومت تان هٽائڻ لاءِ سازشون ڪري رهيا آهن . سن ٦٦ع ۾ "نيرو" سيني يهودين کي غدار ٺهرائي فوج کي حڪم ڪيو تہ هنن کي چونڊي مارن ڇاڪاڻ تہ هنن ڪيس خدا مڃي سجدو ڪرڻ کان انڪار ڪيو ٿي. ان دور جي روم جي جمهوري ۽ ترقي يافتہ معاشري ۾ جوتش وديا ۽ نجوم پرستي جا مثال ملن ٿا جن ۾ وقت جا وڏا ماڻهو شامل هئا. مثال طور جڏهن جوليس سيزر، سڪندر اعظم جو مجسمو ڏٺو، تڏهن دل ۾ خيال آيس تہ: جنهن عمر ۾ "سڪندر" دنيا فتح ڪري ورتي هئي ان عمر تائين هن ياڻ ڪوبہ ڪارنامو سرانجام نہ ڪيو هو. انهيءَ خيال ڪيس ڏاڍو پريشان ڪيو. رات جو خواب ۾ ڏٺائين تہ هو پنهنجي ماءُ سان زوري زنا ڪري رهيو آهي. صبح جو وڌيڪ پريشان ٿي ويو. هن پنهنجي درباري جو تشين ۽ خواب جو تعبير ڪندڙ عالمن سان مشوره ڪيو جن چيس تہ " دنيافتح ڪرڻ تنهنجو مقدر آهي ۽ دنيا سيني جي ماءُ آهي". تنهن تي هو ڏاڍو خوش ٿيو. جوليس سيزر جا خواب ۽ خيال اڌوگابرا رهجي ويا. هُو " پارٽين" سان بہ پلاند نہ ڪري سگهيو هو تہ " روم" ۾ ڪيس قتل ڪيو ويو ( ١۵ مارچ ۴۴ ع) انهيءَ واقعي کان اڳ رومن جنرل آڪٽويئن آگسٽس ۽ سندس محبوبہ اگرپا. جينيس نجومي جي آبزرويٽري ۾ پنهنجي قسمت جو حال پڇڻ ويا، نجومي پهريائين " اگرپا" جي ستارن جو نقشو ڪڍي هن کي اهڙي خوشخبري ٻڌائي جو " آگسٽس" انهيءَ خيال کان پنهنجي ستارن جو حال پڇڻ کان گهبرايو تہ مون کي ضرور گهٽ خوشخبري ملندي. ليڪن جڏهن نجومي جي زور ڀرڻ تي پنهنجو صحيح تعارف ڪرايائين تڏهن نجومي سندس پيرن تي ڪري پيو ۽ عظيم بادشاهہ بنجڻ جي اڳ ڪٿي ڪيائين. جلدي"جوليس سيزر" قتل ٿيو ۽ هو واقعي عظيم بادشاهہ ثابت ٿيو. سندس ستارو " جدي" هو. تخت نشيني بعد پنهنجو هورس ڪوپ شايع ڪرايائين جيڪو شايد پهرين اهڙي اشاعت هئي. هن پنهنجي سڪي تي هڪ طرف "گوٽ" (ٻڪريءَ) جي شڪل اڪرائي. " نيرو" ڪانپوءِ، " وتيليوس" کي جوتشين ٻڌايو تہ جيڪڏهن سندس ماءُ جي عمر کان سندس عمر وڌيڪ ٿي تہ سندس راڄ ڊگهو ۽ مضبوط ٿيندو. تنهنڪري جڏهن هوءَ بيمار ٿي تڏهن ڪيس بکون ڏياري

مارائي ڇڏيائين.

## قلوپطره (١٢ آڪٽوبر ٣٠ - ٦٩ ق- م)

مصر جي فرعونيہ، " قلوپطره" (Cleapatra) شايد دنيا جي پهرين حڪمران عورت هئي. تاريخ ۾ سندس مشهوري سڪندر مقدوني (٣٢٣- ٣٥٦ ق - م ) وانگر عالمگير آهي. هن دنيا فتح نہ ڪئي ليڪن ٻن رومن جنرلن ۽ شهنشاهن جون دليون فتح ڪيون ۽ پنهنجي قوم جي حفاظت ڪئي. مصر جي يوناني شاهي خاندان جي تخت جي وارث ٿي، سن ٥١ ق - م ۾ ١٨ سالن جي عمر ۾ تخت نشين ٿي ۽ ١٢ آڪٽوبر سن ٣٠ ق - م ۾، ٣٩ سالن جي عمر ۾ خود ڪشي ڪري، هيءَ دنيا ڇڏيائين. اڄ ڏينهن تائين علمي ادبي حلقن ۽ دل وارن جي دنيا ۾، ياد ڪئي وڃي ٿي.

مصر جي ديومالائي معاشري ۾ ، هن پيدائش جي ديوي " آئسس" (Isis) جي اوتار هجڻ جي دعويٰ ڪئي. حڪمرانيءَ جي قانون هيٺ، پنهنجي ١٢ سالن جي ڀاءُ سان شادي ڪيائين، جنهن کي ٽوليمي تيرهون قرار ڏنو ويو، ليڪن تاج ۽ تخت ۽ فرعون لقب قلوپطره کي ڏنو ويو.ٻن سالن جي حڪمراني بعد مصري اميرن جي ڀاڙيتو فوجن کيس سر بچائي ڀڄڻ تي مجبور ڪيو، ۽ سندس ڀاءُ ١٤ سالن جي عمر ۾ فرعون ٽوليمي ١٣ جي خطاب سان تخت نشين ٿيو.

ڀيڻ آرسينو (Arsinoe) کي ساڻ ڪري، " قلوپطره" مصر ڇڏي وئي. ملڪ کان ٻاهر ٻنهي ڀيڻن گڏجي ڀاڙيتوفوج ڀرتي ڪئي. انهيءَ زماني ۾ روم ۾ رعيتي راڄ هو، جنهن ۾ جوليس سيزر (Julius Caesar) (٤٤ - ١٠١ ق م) طاقتور جنرل هو. مصر، رومن رعيتي راڄ جي زير حفاظت هئي. قلوپطره پنهنجي پيءُ اوليٽيز (Auletes) کان حڪمرانيءَ جو هڪ سبق سکيو هو. جڏهن پاڻ ١٥ سالن جي هئي ۽ سندس وڏي ڀيڻ بيرينائيس (Berenice) پيءُ جي خلاف بغاوت ڪري تخت هٿ ڪرڻ چاهيو هو. مارڪ انٽوني (Mark Antony,) (٣٠ -- ٨٢ ق م) هڪ نوجوان رومن جنرل سندس پيءُ جي مدد ۾ آيو. بيرينائيس جي فوجن

شڪست کاڌي ۽ پيءُ پنهنجي باغي ڌيءُ جي قتل جو حڪم ڏنو. ان وقت قلوپطره هڪ عمر ۾ جو سبق سکيو ته ” فرعون تي پهريون فرض پنهنجي اقتدار جي حفاظت جو آهي.“ هاڻي هن پنهنجي سحر انگيز حسن ۽ حيرت انگيز ذهن ذريعي ” جوليس سيزر“ کي پنهنجو ڪري، پنهنجي پاءُ فرعون ٽوليمي ۱۳ جي سر وڃائڻ جو پهه ڪيو: سيزر جو دوست اپالو ڊورس (Apollodorus) سندس فرمائشون پوريون ڪرڻ لڳو. هڪ ڏينهن انگل ڪيائين ته ڪيس غاليچي ۾ ويڙهي، جوليس سيزر جي اڳيان ڪوليو وڃي. ايئن ڪيو ويو ۽ جڏهن ڪليل غاليچي مان قلوپطره جو حسن نروار ٿيو ته هن پنهنجي بيحد سريلي آواز ۽ مست انداز رقص سان سيزرکي موهي وڌو. تاريخ نويسن ۾ انهيءَ ڳالهه تي اختلاف آهي ته سيزر ”قلوپطره“ تي عاشق ٿي پيو هو. ڇاڪاڻ ته هڪ ته ان وقت سندس عمر ۵۲ سال هئي ۽ قلوپطره فقط ويهن سالن جي جوان عورت هئي ۽ ٻيو ته جوليس سيزر هڪ چالباز ۽ رنديباز رومن هو، جنهن تي عشق جو غلبو شايد ممڪن نه هو. بهرحال سيزر ۽ قلوپطره دنيا جي داستانن ۾ عاشق معشوق ٿي گذريا آهن.

سن ۴۸ ق - م ۾، جوليس سيزر مصر جي تخت جو فيصلو ڪيو: ٽوليمي ۱۳ هين کي ملڪ نيڪالي ملي ۽ ”قلوپطره“ جي ٻيهر تخت نشيني ٿي. مصر جي مذهبي دستور مطابق قلوپطره پنهنجي ننڍي ۾ ننڍي ۱۱ سالن جي ڀاءُ سان نالي ماتر شادي ڪئي، جنهن کي ٽوليمي ۱۴ هون قرار ڏنو ويو. انهيءَ فيصلي خلاف مصر جي مذهبي پيشوائن ”قلوپطره“ جي ننڍي ڀيڻ ”آرسينو“ کي اڳيان ڪري جنگ جوتي، جنهن ۾ هنن هميشه لاءِ هارايو. جوليس سيزرجي رومي لشڪر سندن صفايو ڪري ڇڏيو ۽ ” آريسينو“ کي ملڪ نيڪالي ڏني وئي، ۽ ” قلوپطره“ جو پنهنجي ننڍڙي بادشاهيت تي مڪمل قبضو ٿي ويو.

سن ۴۷ ق - م جي موسم بهار ۾، نيل ندي جي ڪناري، جوليس سيزر ۽ ”قلوپطره“ تفريح ڪري رهيا هئا، ان وقت قلوپطره جي پيٽ ۾ سيزر جو پٽ هو، جنهن کي جمڻ بعد ( ۲۳ جون ۴۷ ق - م) ” هورس“ نالو ڏنو ويو ۽ وڏو ٿي هن پنهنجي پيءُ جي قتل جو انتقام ورتو، جيتوڻيڪ سندس پيءُ پنهنجي حياتي ۾ ڪيس ڪڏهن به پنهنجو پٽ تسليم نه ڪيو

هو. جڏهن قلوپطره جوليس سيزر سان گڏجي نيل نديءَ جي ڪناري، ”ديندرا“ جي بتخاني ۾ داخل ٿي، تڏهن ”قلوپطره“ کي سيني سجدو ڪيو، ليڪن سيزر کي اهو اعزاز حاصل نہ ٿيو. ويهہ سال اڳ جڏهن سيزر ٻتيهہ سالن جي عمر ۾ هو، تڏهن اهو سوچي ڪيس صدمو ٿيو هو تہ ٻتيهہ سالن جي عمر ۾ سڪندر اعظم فوت ٿيو ۽ ان وقت هو دنيا جو شهنشاهہ هو، پر پاڻ اجا فقط هڪ رومي جنرل هو. هو سڪندر اعظم سان ريس ڪرڻ لڳو ۽ هاڻي انهي جو اولاد مان هيءُ عورت ڪانئس مرتبي ۾ مٿي هئي. ٻن مهينن بعد جڏهن جوليس سيزر واپس روم پهتو تہ سندس سر تي شهنشاهيءَ جو ڀوت سوار هو: هن رومن سينٽ کان هڪ قانون بحال ڪرايو جنهن مطابق جوليس سيزر ڏهن سالن لاءِ ”روم“ جو مطلق العنان حڪمران قرار ڏنو ويو.

”قلوپطره“کي ساڻ ڪري ، جڏهن ”جوليس سيزر“ روم ۾ شاهي جلوس وني داخل ٿيو، تڏهن رومنس ۾ هر طرف چميگويون ٿيڻ لڳيو. هو هڪ عورت جي اهڙي عزت افزائيءَ تي سخت برهم ٿيا.خود سيزر جا سپاهي قلوپطره تي فحش راڳ ناهي ڳائڻ لڳا. اهو سڀ ڪجهہ انهيءَ ڪري ٿي رهيو هو، جو رومن تهذيب ۾ عورت هڪ ڪنيز ۽ استعمال جي خسيس شيءِ هئي ۽ عورت جو احترام مرد جي توهين سمجهي ويندي هئي. هاڻي سيزر جي حڪم مطابق حسن جي ديوي زهره ( وينس) جي بتخاني ۾ قلوپطره جو مجسمو نصب ڪيو ويو. رومن سينيٽرن لاءِ جوليس سيزر جا شهنشاهي عزائم قابل قبول نہ هئا. سو سازش سٽي وئي ۽ سينيٽ جي هلندي اجلاس ۾ جوليس سيزر کي خود پنهنجي حمايتي دوستن قتل ڪري ڇڏيو. اهو تاريخ ۱۵ مارچ سن ۴۴ ق ــ م جو واقعو آهي.اپريل ۴۴ ق ــ م ۾ قلوپطره ننڍڙي ”هورس“ کي ساڻ ڪري، روم مان فرار ٿي ۽ ڊجندي پنهنجي ملڪ مصر ۾ پهتي: سيزر جي مقرر ڪيل حفاظتي فوج هٽي وئي هئي ۽ سندس ننڍو ڀاءُ ٽوليمي ۱۴ يقينا ڪيس ۽ سندس ننڍڙي پُٽ کي مارائي ڇڏي ها. ليڪن قسمت قلوپطره جو ساٿ ڏنو ۽ فرعون ٽوليمي ۱۴ هون پاڻ آخرت جي راهہ وٺي هلي پيو. هڪ روايت مطابق قلوپطره پنهنجي ڀاءُ کي زهر ڏئي مارايو هو. هاڻي هن پنهنجي ٽئن سالن جي ننڍڙي

پٽ هورس کي ” ٽوليمي ١٥ - هون“ قرار ڏنو ۽ خود سندس سنپالينڊڙ بنجي راڄ ڪرڻ لڳي.

”روم“ ۾ جوليس سيزر جي خون رنگ لاتو. سيني پشيمان ٿي کيس ديوتا (god) جو درجو ڏنو ۽ سندس مخالفن کي مات ڪيو ويو، ٿي رومن جنرل حڪومت هلائڻ لاءِ منتخب ڪيا ويا: اهو واقعو پهرين جنوري سن ٤٢ ق - م جو آهي. انهيءَ ڪاروائي ۾ ” قلوپطره“ جي مالي مدد شامل هئي، تاهم سندس روانو ڪيل بحري جنگي ٻيڙو سخت طوفان لڳڻ سبب ” روم“ پهچي نہ سگهيو هو. ٽئين رومن حڪومت سان تعلقات پوءِ بہ مشڪوڪ هئا، ڇاڪاڻ تہ رومن سينيٽر ۽ جنرل مصر تي هڪ نسواني (زناني) فرعون جي بادشاهي جي خلاف هئا.

ٽئين رومن حڪومت ٽن مختلف مزاج ۽ ذاتي حيثيت وارن جنرلن تي مشتمل هئي: مارڪ انٿوني، جنهن قلوپطره جي پيءُ جي مدد ڪئي هئي، آڪٽاوئن (Octavian) جنهن دعويٰ ڪئي تہ هو جوليس سيزر جو وارث رشتيدار آهي، ۽ ” ليپيڊس (Lepidus) جيڪو هڪ غير معروف شخصيت هئي. هي ٽروئڪا، يا ٽن ڄڻن جي حڪومت جو نظام هلي نہ سگهيو. آڪٽاوئن سيزر، ”آگسٽس“ جي لقب سان روم جو شهنشاهہ ٿي ويو، بلڪ خدائي جي دعويٰ ڪيائين ۽ جوليس سيزر جي بت اڳيان ٽي سؤ سپاهين جي انساني قرباني پيش ڪري، روم جي مذهب ۾ اها رسم جاري ڪيائين. رومن ڪئلينڊر ۾ جولاءِ ۽ آگسٽ جا مهينا جوليس سيزر ۽ پنهنجي نالي پويان مقرر ڪيائين. ” انٿوني“ انهيءَ صورتحال ۾ مشرقي رومي علائقن ۾ بخت آزمائي ڪرڻ لڳو. هن شراب جي ديوتا ”ڊائيونيسس“ (Dionysus) جو اوتار (Incarnation) سڏائي، اڇي ايراني پارسين جي سرحد ” يوفيسس“ (Euphesus) وٽ خيما کوڙيا،پارسين سان لڙائين ۽ فضول خرچيءَ سبب جلد سڃو ٿي ويو، اتان وڏي ” طارسوس“ جي بحري بندر تي اچي قيام ڪيائين ۽ اتان مصر جي فرعونڻ ڪلوپيٽرا ( قلوپطره) کي مالي امداد ڪرڻ لاءِ چوائي موڪليائين. شايد قلوپطره کي انهيءَ گهڙيءَ جو انتظار هو.

اسڪندريا جي بندر تان فرعونڻ قلوپطره جو شاهي بحري جهاز

طارسوس جي بندرگاهہ طرف روانو ٿيو. مورخ لکن ٿا تہ جڏهن طارسوس جي بندر گاهہ ۾ قلوپطره جو شاهي جهاز داخل ٿيو تہ انهي جا سونا پڙچ ۽ چاندي جا ونجهہ سج جي روشنيءَ ۾ چمڪي رهيا هئا. هوا سرهاڻ سان معطر هئي، حسين ڪنيزون ونجهہ هلائي رهيون هيون ۽ سندن سرن ۽ جهاز مان اندران ايندڙ موسيقي جي آواز ماحول کي سحر انگيز بنائي ڇڏيو هو. جهاز جا سڙهہ، سڪندر اعظم جي پسنديده گهري واڱڻائي رنگ جا هئا، جيڪو ايندڙزماني ۾ شاهي رنگ شمار ڪيو ويو ۽ خود قلوپطره هڪ سوني چبوتره ۾ ليٽيل هئي. ائنٽوني سوچيو تہ جوليس سيزر صحيح هو، جنهن حسن جي ديوي زهره (Venus) جي بتخاني ۾ قلوپطره جو مجسمو رکرايو هو. هيءَ تہ خود وينس ديوي آهي!

اهو سال ۴۱ ق ـ م هو، ٻن سالن کان مصر ۾ ڏڪار پيل هو، ليڪن قلوپطره مصر جي ماضيءَ جي عظمت کي برقرار رکيو هو. ائنٽوني مالي خواهہ جذباتي دولت سان مالامال ٿي ويو. قلوپطره ائنٽوني کي وٺي مصر آئي ۽ سندن معاشقو گهٽيءَ گهٽيءَ مشهور ٿي ويو. ڪجهہ مهينن جي عيش ۽ طرب جي محفلن بعد، هڪ ڏينهن روم کان هڪ قاصد آيو جنهن ائنٽوني جي زال " فلويا" (Fulvia) جي موت جي خبر آندي، لاچار ائنٽوني کي "روم" وڃڻو پيو. اتي آڪٽاون آگسٽس کيس مجبور ڪري پنهنجي ڀيڻ "آڪٽاويا" (Octavia) سان سندس شادي ڪرائي ڇڏي ۽ کيس مشرقي رومي علائقن جو خود مختيار بادشاهہ بنايو. رومن قانون موجب هڪ کان وڌيڪ شاديون ڪ ڻ قابل سزا جرم هو. قلوپطره کي ائنٽوني مان ٻہ جاڙا ٻار ڄاءُ ۽ پٽ ڄاوا. ـ ـهن ڪجهہ سالن گذرڻ بعد ائنٽوني، قلوپطره ۽ پنهنجي ٻارن سان اچي مصر ۾ مليو تہ جذبات ۾ اچي شام ۽ يهوديہ جا رومي علائقا قلوپطره ۽ سندس ٻارن جي نالي ڪيائين. ٻوءِ سال اندر قلوپطره سندس ٽئين ٻار، هڪ پٽ کي جنم ڏنو، جنهن جو نالو سيزرئن (Caesarion) جوليس سيزر جي ياد ۾ رکيو ويو. ائنٽوني ۽ قلوپطره جي باقاعده شادي رچائي وئي ۽ انهي موقعي تي " سيزرئن" کي " شهنشاهہ" ۽ قلوپطره کي " شاهن جي مهاراڻي" جا خطاب ڏنا ويا.

رومن حڪومت لاءِ ائنٽوني ۽ قلوپطره خلاف اعلان جنگ ڪانسواءِ ٻيو

ڪو چارو نہ رهيو: رومن علائقا مصر سان شامل ڪيا ويا هئا ۽ رومن قانون
جي ڪلمر ڪلا خلاف ورزي ڪئي وئي هئي، تنهنڪري رومن سينيٽ مصر تي
حملي ڪرڻ جي اجازت ڏني. " ائڪٽيمر" (Actieem) جي مشهور بحري
لڙائي ۾، قلوپطره ۽ انٽوني پنهجي جان ڇڏائي. اهو سن ٣١ ق - مر جو واقعو
آهي. "قلوپطره" پنهنجي لاءِ نهرايل اهرامر ۾ روپوش ٿي وئي. " انٽوني"
کيس ڳوليندو اچي اتي پهتو. قلوپطره پنهنجي پهريدارن جي معرفت کيس
خبـر ڏني تہ قلوپطره مـري وئي آهي. اهو ٻڌي هن خود ڪشي ڪئي ۽
قلوپطره جي آغوش ۾ دمر ڏنائين. رومن سپاهي بہ ٻنهي کي ڳوليندا اچي اتي
نڪتا ۽ قلوپطره کي قيد ڪري رومر وڃڻ جا سانباها ڪرڻ لڳا، جتي رٿيل
پروگرامر موجب قلوپطره کي اگهاڙو ڪري گهٽين ۾ گهليو وڃي ها، جيئن
رومن قـومر جا جذبات ٿـڌا ٿين. قلوپطره خود ڪشيءَ کي ذلت تي ترجيح
ڏني. تاريخ ١٢ آگسـٽ سن ٣٠ ق - ۾ قلوپطره پنهنجي قيـد خاني ۾ مـئل
لڌي وئي، ٻنهي ٻانهن تي نانگ جي ڏنگن جا نشان هئا.

## جوليس سيزر کان پوءِ رومر جي تاريخ:

: "جوليس سيزر" جي جانشين، آڪٽيوين Octavian ( آگسٽس)،
نئين رومن شهنشاهيت جو بنياد رکيو، جيڪا بہ صديون قائمر رهي. (جنوري
سن ٢٧ ق - مر) آڪٽيوين کي " آگسٽس" Augustus جو خطاب ڏنو
ويو. ١۴ع - ٢٧ ق - مر تائين آڪٽيوين آگسٽس، ٣٧ -١۴ تبريئس -Ti
berius، ۴١ - ٣٧ع گـائيـئس Gaius (ڪالي گـولا)، ۵۴ - ۴١ع
ڪلاڊيئس اول، ٦٨ - ۵۴ع نيرو، ٦٨ کان ٦٩ع گالبا Galba، ٦٩ع ۾
اوٿو ۽ وائٽيلئس Vitellius، ٦٩ کان - ٧٩ع ويسپاسئين، -Vespa
sian، ٧٩ کـان ٨١ع ٽراجن Trajan، ١١٧ کـان ١٣٨ع هڊرين -Ha
drian، رومي مـذهب جو اجراء ، ١٣٨ کـان ١٦١ع انٽـوني نس پايس
Antoninus pius، ١٦١ کـان ١٦٩ع مـارڪس آريلئس ۽ ليـوبئس
ويرس (Marcus Aureluis & Lubius Verus) ١٦٩ کـــــان
١٧٧ع مـارڪس آريلئس ( سن ١٧۵ ع ۾ مـشـرقي عـلائقـا ائويڊسيـئس

ڪاسيئس Avidius Cassius جي هٿ هيٺ هئا.) ١٧٧ کان ١٨٠ع مارڪس آريلئس ۽ ڪموڊس رومن شهنشاهيت جا ڊڪٽيٽر رهيا. ۽ خدا سڏائيندا هئا. " تبريئس" جي دور (١۴ کان ٣٧ع) دوران حضرت عيسيٰ عليه السلام کي صليب تي چاڙهيو ويو. مورخ" ٽئسيٽس" (Tacitus) تبريئس کي هڪ منحوس ظالم ڪري ڄاڻايو آهي. (ايضا ـ ص ۵٢٩) " جوڊيا" Judea ۾ پائليٽ جي انتظاميه ( ٢٦ کان ٣٦ع) ڪم ڪري رهي هئي، جنهن حضرت عيسيٰ عليه السلام کي صليب تي چاڙهڻ جي سزا تي عمل ڪيو.

## مغرب ۾ مسيحيت جو ڦهلاءُ:

حضرت عيسيٰ عليه السلام جي بعثت، اٽڪل سن ٣٠ ع ۾، يهودين جي " مسيحا" جي حيثيت ۾ ٿي. هن جوڊيا( يهودياه) ۾ تبليغ ڪئي ته "خدا" فقط هڪ آهي........... سيني کي ان خدا ڏانهن موٽي وڃڻو آهي...... قتل نہ ڪريو. گناهن کان پاسو ڪيو ۽ خداوند ڪريم کان پنهنجي گناهن جي معافي وٺو، ۽ قيامت جو احوال ٻڌايائين، جيڪو " رومين" لاءِ نئون هو. اهو روم جي شهنشاه " تبريئس" جو دور هو، ( ٣٧ ـ ١۴ع). جوڊيا ( يهودياه) ۾ ان وقت طاقتور رومي جنرل پائليٽ جي انتظاميه (٣٦ ـــ ٢٦ع) ڪم ڪري رهي هئي، جنهن حضرت عيسيٰ عليه السلام کي گرفتار ڪري يهودي ججن جي عدالت ۾ چالان ڪيو. ججن سنگساريءَ جي فتويٰ ڏني ليڪن رومي جنرل پائليٽ ان کي صليب تي چاڙهڻ ۾ تبديل ڪيو. " تبريئس" طرفان ڪابہ مداخلت ڪئي نہ ٿي ڏسجي. هو پاڻ سن ٣٧ع ۾ گذاري ويو ۽ سندس جانشين گائيئس عرف "ڪالي گولا " روم" جي مذهب ۾ تبديلي آندي: هن انوقت جي عظيم مصري ديوتا "اوسائيرس" (Osiris) هجڻ جي دعويٰ ڪئي. جيئن "اوسائيرس" لاءِ عام هو تہ هن پنهنجي ڀيڻ " آئيسس" (Isis) سان شادي ڪئي هئي، تيئن هن بہ پنهنجي ڀيڻ " دروسلا" کي اڳئين مڙس کان طلاق ڏياري پاڻ ان سان شادي ڪئي. ازنسواءِ ڪنهن اميرخاندان جي ڇوڪري يا

زال وٽي ويندي هئس تہ انهيءَ کي بہ هڪ رات لاءِ زوري پنهنجي محلات ۾ آڻيندو هو. سندس پوڄا لاءِ ٺهيل مندر ۾ روزانو هزارين ماڻهو قربان ڪيا ويندا هئا. هن ڏورانهن شهرن ڏانهن بہ پنهنجا بت موڪليا تہ ماڻهو ان جي پوڄا ڪن ۽ جيڪي انڪار ڪن تن کي اذيتون ڏئي ماريو وڃي. آخر وارو گنجن ماڻهن جو آيو جيڪي کيس نہ وڻندا هئا: انهن کي ايمفي ٿيئيٽر (بڪايل شينهن جي ڪوٽ) ۾ وجهي مارائي ڇڏيائين. جڏهن سندس زوال آيو تہ هو پاڻ گنجو ٿي چڪو هو. تنهن ڪري خود سندس محافظن کيس جهلي سندس قانون مطابق بڪايل شينهن جي پڃري ۾ وڌو جنهن کيس ڦاڙي کائي ڇڏيو. گائيئس ڪالي گولا ڪانپوءِ، ڪلائيڊس اول ۴۱ع کان ۵۴ع تائين روم جو شهنشاهہ هو. ڪلائيڊس هڪ عالم فاضل ۽ منصف مزاج حاڪم هو، يوناني زبان ۾ ڪتاب لکيائين، گائيئس جا بت ۽ بدڪاريون ختم ڪرايائين. هن " خدا" بنجڻ کان انڪار ڪيو. سڀني قيدين کي عام معافي ڏنائين ليڪن جنهن محافظ " گائيئس" کي جهلي بڪايل شينهن اڳيان اڇلايو هو ان کي ائين چئي معاف نہ ڪيائين تہ " روم جي شهنشاهہ جي قاتل کي معاف نہ ٿو ڪري سگهجي." " يونان" مان زوري آندل "زيوس" خدا جا بت واپس ڪيائين. يهودين کي مذهبي آزادي ڏنائين ۽ جيروسلم ۾ هيڪل سليماني جي مقدس يهودي عبادتگاهہ مان گائيئس جو بت هٽائي ڇڏيائين. ان وقت " مسيحيت" کي "يهوديت" جو هڪ فرقو سمجهيو ويندو هو.۴۳ع ۾ "ڪلائيڊس اول" ڏکڻ برطانيہ تي قبضو ڪيو ليڪن اتان جي بادشاهہ "ڪئريڪٽيڪس" (Caractacus) کي قتل نہ ڪرايائين. روم جي قانون ۾ اصلاحات ڪيائين ۽ عدالتي نظام جي ذاتي نگراني ڪندو هو. ۵۴ع ۾ ڪلائيڊس جي پنجين زال " اگرپنا" (Agrippina) کيس زهر ڏئي ماريو.

هيڊرين کان مارڪس ايرليس تائين يعني ١١٧ کان ١٧٧ع تائين، سٺ سالن جو عرصو، رومي شهنشاهيت ۾ عيسائيت يا، مسيحيت (Christianity) جي پکڙجڻ جو دور هو، ليڪن رومن جنرل " مترا" کي جنگ جو خدا مڃيندا رهيا ۽ مارڪس ايريس کي حقيقي خدا بنايائون جيڪو سندن قول مطابق مخلوق جي مدد لاءِ آسمان تان هيٺ زمين تي لهي

آيو هو. ان وقت " پارٿيا" ( وچ مشرق ) ۾ زرتشتي مذهب رائج هو جنهن جو خدا "اهورامزدا" سندن عقيدي موجب " مترا" خدا جو پيءُ هو ۽ "مترا" کي دنيا ۾ روشني ڦهلائڻ لاءِ موڪليو هئائين . ۲۵ ڊسمبر " مترا" جو يوم پيدائش ۽ عيد جو ڏينهن، اڳيئي يورپ ۾ ڌام ڌوم ۽ عيش عشرت سان ملهايو ويندو هو. مترا خدا جي مندر ۾ باهه کي هميشه روشن رکيو ويندو هو، ڪنواريون ڇوڪريون داسيون هيو ۽ هرروز هڪ نوجوان، ڍڳي کي اڪيلو پٽ تي ڪيرائي ان کي ڪهي، قرباني ڪندو هو.

سن ۷۰ع: ويسپاسئن Vespasian جي پٽ ۽ وليعهد ٽائيٽس جيروسلم تي قبضو ڪري ان کي تباهه ڪيو ۽ جوڊيا کي روم جو هڪ صوبو بڻايو ويو ۽ اتي رومي فوجي ڇانوڻي قائم ڪئي وئي." بيت المقدس" لاءِ يهودين طرفان جمع ٿيندڙ نذرانا جيوپيٽر جي مندر لاءِ مخصوص ڪيا ويا. (ايضا ص ۵۳۲) ۷۹ع ۾ " ويسپاسئن" گذاري ويو ۽ بعد از مرگ " خدا" بنايو ويو. ( ايضا).

سن ٦٨ع ۾ " گالبا" روم جو شهنشاهه بنجڻ بعد "نيرو" وانگر خدائي جي دعويٰ ڪئي ۽ پنهنجي اباڻي نسب جو سلسلو روم جي جيوپيٽر ديوتا سان ڳنڍيائين ۽ ناناڻو رشتو يونان جي زيوس خدا جي پٽ مينوس Minos جي زال " پئسيفاء" (Pasiphae) جي خاندان سان ڏيکاريائين جنهن مان سندس ماءُ هئي، ليڪن اهو ڍونگ صرف ست مهينا هلي سگهيو. ، هڪ ٻئي رومي سينيٽر "مارڪس اوٿو" (Marcus Otho) محلاتي سازش ذريعي سندس عبرت ناڪ انت آندو: محل جي شاهي محافظن "گالبا" جا هٿ پير ۽ زبان وڍي، پوءِ سندس منڍي لاهي نئين شهنشاهه، مارڪس اڳيان ڇهه ٿي شيون پيش ڪيون ليڪن ان کي به اهو سوڻ سٺو نه لڳو: ٽن مهينن اندر جرمني ۾ مقيم رومي جنرل وائٽيلئس Vitellius پنهنجي شهنشاهيت جو اعلان ڪري مٿس ڪاهي آيو ته آپگهات ڪرڻ ڪانسواءِ سندس لاءِ ڪا وات نه بچي.

سن٦٩ع ۾ وائٽيلس تخت نشين ٿيو مس ته وچ مشرق ۽ مصر ۾ مقرر ٿيل رومي جنرل ويسپاسئن مٿس ڪاهي آيو ۽ رومي فوجون پاڻ ۾ وڙهڻ لڳيون. وڏي خونريزي بعد وائٽيلس جي طرفدار فوجن هارايو، هو پاڻ بچي

وچي شاهي محل ۾ لڪو جتان کيس پڪڙي ڳچي ۾ ڪتي جو پٽو ٻڌي روم شهر ۾ سندس سرگس ڪڍيو ويو. پوءِ کيس آهستي آهستي اذيتون ڏئي ماريو ويو ۽ سندس لاش لوهي ڏاندارين ۾ ٽنبي "روم" جي رستن تان گهليو ويو ۽ آخر ان کي "ٽائبر" ندي ۾ ٻوڙيو ويو.

سن ٦٧ ۽ ٦٨ع "نيـــرو" جي حــــڪم مطابق رومي جنرل "ويسپاسئن" ( Vespasian ) پنجاهه هزار فوج سان ٻه ڀيرا جيروسلم تي ڪاهه ڪري، يهودين ۽ عيسائين جو قتل عام ڪيو هو. سن ٦٨ع ۾ روم جي سينيٽ "نيرو" کي روم جو غدار قرار ڏنو ۽ هن گرفتاري کان بچڻ لاءِ خود ڪشي ڪئي. ان وقت سندس عمر ٣١ سال هئي.

سن ٧٩ع ۾ ٽائيٽس روم جو شهنشاهه ٿيو. ٻن سالن بعد روم ۾ پليگ پئي جنهن ۾ هو به مري ويو، ليڪن انهن ٻن سالن ۾ روم ۾ هڪ دفعو وري باهه لڳي جنهن ۾ شهر جو وڏو حصو سڙي ويو جن ۾ رومي ٺمورتي: "جيوپيٽر، جونو ۽ منروا" جا عبادتگاهه به سڙي ويا.

١١٧ ـ ٨١ع دوران ، "ٽائيٽس" کان پوءِ سندس ڀاءُ "ڊوميٽئن Domitian تخت نشين ٿيو. هن حڪم ڪيو ته سڀئي رعيتي کيس "يا مالڪ يا معبود" (Oh Lord, Oh God) ڪري پڪارن، سندس پير چمن ۽ کيس سجدو ڪن. يهودين، عيسائين ۽ ڪيترن رومي عالمن اديبن انڪار ڪيو جن کي هزارن جي تعداد ۾ ماريو ويو.

٣٠٥ ـ ٢٨٤ع دوران رومي شهنشاهه "ڊايوڪليشن" کي خدا واحد لاشريڪ مڃڻ کان انڪار ڪرڻ تي يهودين ۽ عيسائين کان روم جا شهري حق کسيا ويا ۽ کين غلام قرار ڏنو ويو. عيسائي ديولن ۽ انجيل مقدس کي هرهنڌ ساڙڻ جو حڪم ڏنو ويو. هيسائڻ جي انتها ڪرڻ لاءِ ٻه هزار عيسائين کي لوهي سيخن ۾ ٽنبي هلڪي باهه تي سيڪيو ويو جن آخر بسمل وانگر ڦٿڪي ڦٿڪي ساهه ڏنو. پوءِ به وحدانيت جا متوالا مسيحي پنهنجو مذهب تبديل ڪرڻ لاءِ تيار نه ٿيا. "ڊايوڪليشن" ٢١ سال ظلمي ڪاروايون ڪرڻ بعد پنهنجي مرضي سان پنهنجي ڌيءَ وئليريا (Valeria) جي مڙس گئليرس کي تخت تاج حوالي ڪري پاڻ وڃي پنهنجي ڳوٺ "اسپالٽو" Spalato ( موجوده ڪروشيا اندر) پنهنجي شاندار محل ۾ زندگي جا باقي

٢ سال عيش عشرت ۾ گذاريا. هن پنهنجي نائب شهنشاهہ مئگزيمئن کي خدا جو درجو ڏئي ڪيـ هرڪيولس جو اوتـر قرار ڏنو. گـئليـرئس خوني ڪارروايون جاري رکيون. ڊايوڪليشن کان گئليرئس (٣١١ ـ ٢٨٤ع) تائين هر عيسائي سڏائيندڙ واجب القتل هو. ٣١١ ع ۾ " گـئليرئس" پنهنجي موت وقت هي وصيت ڪئي: " مون" روم" کي اڳوڻن شهنشاهن وانگر هلائڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ قديم روم جي مذهب کي پڪيڙڻ لاءِ سڀ حيلا وسيلا استعمال ڪيا جيئن روم پنهنجي سابق (مذهبي) روايتن سان زنده رهي، ليڪن ان ۾ مون کي ناڪاميابي ٿي. مون ڏٺو تہ " عيسائيت" بدلجندڙ حالتن جي ضرورت بنجي چڪي آهي، تنهن ڪري وصيت ڪيان ٿو تہ جيڪڏهن " روم" کي بچائڻو آهي تہ عيسائين کي مذهبي آزادي ڏني وڃي."

٣٢٧ ـ ٣١١ع ڪانسٽنٽائين اول (Constantine I) انهيءَ وصيت تي عمل ڪيو. سندس ماءُ اڳئي عيسائڻ هئي. " عيسائين" کي غلامي مان آزاد ڪري سندن ديولون موٽائي ڏنيون ويون ۽ " عيسائيت" کي هڪ مذهب طور تسليم ڪيو ويو، ان کان اڳ عيسائيت کي يهوديت جو هڪ فرقو سمجهيو ويندو هو. حضرت عيسيٰ عليه السلام جي زماني کانوٺي روم جي شهنشاهہ ڪانسٽنٽائين اول جي تخت نشيءَ تائين، ٽن صدين دوران، ماڻهو لڪ ڇپ ۾ عيسائي مذهب قبول ڪندا رهيا ۽ مقامي پادرين جي هدايتن موجب خدا وحده لاشريڪ لہ جي عبادت ڪندا رهيا. "انجيل" مقدس جي باقاعده تعليم ۽ مڪمل مسوده تيارڪرڻ لاءِ حالتون سازگار هيون. " روم" جي شهنشاهيت طرفان هڪ مذهب تسليم ٿيڻ بعد ضروري ٿيو تہ " عيسائي مذهب" جو متفق ۽ مڪمل مواد پيش ڪيو وڃي جنهن مطابق سيني ديولن ۾ هڪ جهڙي تعليم ۽ عبادت جو انتظام ٿئي.ليڪن ٽي سؤ سال گذري وڃڻ سبب انجيل جي اصلي متن ۽ يڪسان نظرياتي بنياد تي اتفاق ٿي نہ سگهيو.

٢٢٢ ـ ٢١٨ع:" ايليگا بالس" تخت نشيني بعد " بعل" خدا جي عبادت جو نئين سر حڪم جاري ڪيوهو. سندس شاهي خاندان اڳئي شام ملڪ ۾ رهندو هو. هن طوهر ڪرائڻ جو حڪم پڻ جاري ڪيو ۽ سيني اڻ

طوهريل ماڻهن جا زوريءَ طوهر ڪيا ويا. ” شام“ مان هڪ ڪاروپٿر ”روم “ ۾ آندو ويو ۽ اعلان ٿيو تہ اهو پٿر ” بعل“ خدا جي نشاني ۽ اهڃاڻ آهي. ان کي چمڻ وڏي خوشبختي ۽ ثواب آهي. جيوپيٽر جي مندر کي بعل خدا جي مندر ۾ تبديل ڪري اهو پٿر اتي رکايو ويو ۽ جيوپيٽر جي ڪرسيءَ کي بعل خدا جي ڪرسي قرار ڏنو ويو.

٢٣٨ ـ ٢٢٢ع دوران، ڇئن پنجن سالن بعد، وري شاهي محل جي محافظن پنهنجي شهنشاهہ ( ايليگا بالس) کي قتل ڪري سندس سوٽ” اليگزينڊر سويرس Alexander Severus کي تخت تي ويهاريو. هو قديم رومي مذهب جو معتقد هو تنهن ڪري ”بعل خدا“ کي رد ڪري ”جيوپيٽر“ جي پوڄا وري جاري ڪرايائين. ١٣ سالن بعد هوبہ شاهي محل جي محافظن هٿان سن ٢٣٥ع ۾ قتل ٿيو ۽ قاتل ڪمانڊر خود شهنشاهہ ٿيو. ٢٣٨ ـ ٢٣٥ع جي ٽن سالن جي حڪومت بعد اهو فوجي آمر بہ هڪ فوجي ڪمانيءَ هٿان قتل ٿيو.

٢٧٠ ـ ٢٣٨ع دوران ١۴ فوجي جنرل هڪ ٻئي پٺيان اقتدار ۾ ايندا ۽ قتل ٿيندا ويا. انهن مان فقط هڪ پليگ وگهي مئو. ٢٧۵ ـ ٢٧٠ع: آخرڪار ” ايرلين ڊوميٽس“ کي روم جو شهنشاهہ منتخب ڪيو ويو. هن دعويٰ ڪئي تہ هو زمين تي ” مترا“ خدا جو نائب ٿي آيو آهي، جيوپيٽر جي مرڪزي عبادتگاهہ کي مترا جي مندر ۾ تبديل ڪيائين. هن چيو تہ ”مترا“ خدا کي سڀ قومون مڃن ٿيون ليڪن هن کي جدا جدا نالن سان پڪارين ٿيون، شام جا ماڻهو ڪيس ”بعل“ سڏين ٿا تہ ” ايران“ وارا ان کي ”مترا“چون ٿا. اهڙي طرح يهودي ۽ عيسائي پڻ ” مترا“ کي پنهنجا نالا ڏين ٿا. دراصل ” مترا“ پوري ڪائنات جو خدا آهي، جيڪو هر شيءِ تي قادر آهي. فقط سندس ئي عبادت جڳائي ٿي.ليڪن پنجن سالن بعد سن ٢٧۵ع ۾ رومي فوجن هن کي قتل ڪيو. ٢٨۴ ـ ٢٧۵ع: آريلين جي قتل ڪانپوءِ نو سال روم ۾ افراتفريءَ جو دور رهيو ، آخرڪار ٢٨۴ع ۾ هڪ آزاد ڪيل غلام جو پٽ” ڊايوڪليشن“ ، جيڪو هڪ سخت مزاج رومي جنرل هو، تخت تي قابض ٿيو ۽ پاڻ کي ” مترا“ آسماني خدا جو پٽ ۽ زميني خدا سڏايو: ”مان، ”مترا“عرف جوپيٽر ۽ ” بعل“ خدا جو پٽ ”ڊايوڪليشن“

اوهان سان مخاطب آهيان. آءُ خدا جو خاص نائب ۽ زمين تي خدا واحد لاشريڪ آهيان...... منهنجي روبرو سڀ ماٺهو سجدي ۾ هليا وڃن."

٣٥٣ ـ ٣٣٧ع: ڪانسٽنٽائين اول مرڻ وقت عيسائي مذهب قبول ڪيو ۽ وصيت ڪيائين تہ رومن شهنشاهيت کي ٽئن حصن ۾ ورهايو وڃي: وڏي پٽ ڪانسٽنٽائين بئي کي يورپ ۾ گال ( فرانس) ۽ اسپين، ٻئي نمبر پٽ ڪانسٽنٽيس ٻئي کي ايشيا ۾ شام ، مصر ۽ ايشيا مائيز ( ترڪي) ننڍي پٽ ڪانسٽنس کي اٽلي ۽ اليريم ( البانيا، سلووينيا، ڪروشيا، سربيا، بوسنيا ۽ بلغاريا) ۽ ٽن پائٽين کي ڏار ڏار آرمينيا، مقدونيا ۽ ٿريس (يونان) جا ملڪ ورثي ۾ ڏنا وڃن. پٽن سندس وصيت کي نہ مڃيو. ٽن سالن بعد سن ٣٤٠ع ۾ وڏي پٽ ڪانسٽنٽائين ٻئي پنهنجي ننڍي ڀاءُ ڪانسٽنس کي "اڪيليا" (Aqaileia) جي ميدان تي شڪست ڏئي قتل ڪري ڇڏيو ۽ پوري يورپ ۾ پنهنجي شهنشاهيت قائم ڪئي. هو تثليث جو قائل عيسائي هو تنهن ڪري عيسائيت جي انهي فرقي کي يورپ ۾ پکيڙيائين. سندس ايشيا تي حڪمراني ڪندڙ ٻيو نمبر ڀاءُ "ڪانسٽنٽيس" وحدانيت جو قائل هو جنهن جو مبلغ مصري پادري " ايريگس" هو، تنهن ڪري انهي فرقي کي " ايرينس" (Arians) سڏيو ويو ۽ ڪانسٽنٽيس انهي فرقي کي مصر کان شام ۽ ايشيا مائينر ترڪي، بلڪ يونان ۽ مقدونيا تائين ڦهلائي ڇڏيو. ٣٥١ع تائين ڪانسٽنٽيس جو افريقا، اسپين ۽ اٽلي جي علائقي تي قبضو ٿي ويو.

٣٥٣ع ۾ رومي فوجن وري هڪ دفعو پنهنجي يوربي شهنشاه (ڪانسٽنٽيس) کي قتل ڪيو. هن بت پرستيءَ تي پابندي لڳائي هئي ۽ بت پرستن جي ملڪيت ضبط ڪرڻ ۽ سندن موت جي سزا جو فرمان جاري ڪيو هو ۽ ٻين مذهبن جي عبادتگاهن تي قبضو ڪري اهي عيسائي وحداني فرقي جي حوالي ڪيا هئا.

سندس قتل بعد، هڪ فوجي جنرل مئگنينٽس (Magnentus) کي سندس جانشين مقرر ڪيو ويو، هو قديم رومي مذهب جو معتقد هو ۽ "عيسائيت" کي يورپ مان ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو ليڪن ڪانسٽينٽائين جڏهن مٿس حملو ڪيو تڏهن جان بچائي وڃي گال (فرانس)

۾ پناھ جي ڪوشش ڪيائين. اُتي نااميد ٿيڻ سبب خودڪشي ڪيائين.

٣٦١ ـ ٣٣٧ع ڪانسٽينٽائين جي دور ۾ ايرين وحداني عيسائيت کي يورپ ايشيا ۽ افريقا ۾ ڦهلجڻ جو سٺو موقعو مليو. هن عيسائي ڪليسا جي ڪائونسل سڏائي، ناسيہ ڪانفرنس جي پدرنامي کي رد ڪرڻ جو اعلان ڪيو. سندس ٢۴ سالہ دور حڪومت ۾ تنهي بر اعظمن ۾ عيسائي وحدانيت عام ٿي. انهن ”ايرينس“ جي وحدانيت جي نظريہ جي حمايت ۾ آرمينيا ( وچ ايشيا) ۽ اٿوپيا ( افريقا) جا پادري شامل هئا. ليڪن شهنشاھ ڪانسٽنٽائين جيڪو خود اڻ پڙهيل هو، حريف پادري ايٿينيس جي اڳ تيار ڪيل تثليث جي اعلان تي مهر لڳائي جيڪو هن ريت هو: ” اسان جو ايمان آهي تہ خدا هڪ آهي، اهوئي ” پيءُ“ آهي، اهوئي عظيم آهي جيڪو زمين ۽ آسمان جو خالق حاضر ۽ غائب سڀ جو خالق آهي. (٢) اسان خداوند يسوع مسيح ( حضرت عيسيٰ عليه السلام) تي بہ ايمان رکون ٿا جيڪو ”خدا“ جو واحد ” پٽ“ آهي جنهن پنهنجي پيءُ کان امر زندگي حاصل ڪئي، خدا کان خدائي ۽ روشني کان روشني حاصل ڪئي، خدا حقيقي مان سچو خدا نہ ناهيو ويو بلڪ پنهنجي پيءُ جي وجود مان ڦٽي نڪتو جنهن جي معرفت سڀ پيون شيون وجود ۾ آيون. اسان انسانن لاءِ ۽ اسان کي نجات ڏيارڻ لاءِ هو بهشت مان هيٺ لهي آيو ۽ هڪ مقدس روح جي طاقت وسيلي هن ڪنواري مريم جي پيٽ مان جنم ورتو ۽ انسان جو روپ اختيار ڪيو. اسان خاطر ” پونٽيس پائليٽ“ ( جوڊيا جي رومي حاڪم) جي حڪم تي هن کي صليب تي چاڙهيو ويو. هن تڪليفون سنيون ۽ موت قبول ڪيو. هن کي دفن ڪيو ويو ( تہ) ٽئين ڏينهن وري ظاهر ٿيو ( ليڪن) الهامي ڪتاب ( انجيل مقدس) کي مڪمل ڪرڻ لاءِ بهشت ڏانهن موٽي ويو، ۽ پنهنجي پيءُ جي کابي پاسي وڃي وينو آهي. وري وڏي شان مان سان ( هن دنيا تي) موٽي ايندو تہ جيئن مئلن جئرن جو حال معلوم ڪري. تڏهن سندس بادشاهي جي ڪا حد نہ هوندي، (٣) اسان مقدس روح، مالڪ ۽ زندگي عطا ڪندڙ تي مڪمل ايمان رکون ٿا، جيڪو پيءُ ۽ پٽ کان جاري ٿئي ٿو ۽ ”پيءُ“ ۽ ”پٽ“ سان گڏوگڏ ” مقدس روح“ عبادت ۽ تعظيم جي لائق آهي، جنهن نبين ( پيغمبرن) جي معرفت گفتگو ڪئي. (۴)

اسان " ڪيٿولڪ " ۽ اپيوسٽولڪ چرچ ( ڪليسا) تي پڻ ايمان رکون ٿا. گناهن جو ڪفاره ادا ڪرڻ لاءِ آتشي بپتزم کي بہ مڃون ٿا. هڪ ڏينهن اسان اکين سان ڏسنداسين تہ مردا جئرا ٿيندا ۽ " زندگي" ڪائنات طرف موٽي ايندي. آمين".

" ناسيا" جي هن پڌرنامي تي روم جي شهنشاهہ ڪانسٽنٽائين اول جي مهر لڳڻ بعد، وحدانيت جي حامي، آرمينيا ۽ اٿوپيا جي پادرين ۽ مصري موحد " ايرس" سميت سڀني کي گرفتار ڪري ملڪ بدر ڪيو ويو. ڪانسٽنٽائين پاڻ ايران جي " مترا"، روم جي"سول" (Sol) ۽ يونان جي "زيوس "خدائن تي ايمان رکندو هو. تاهم حضرت عيسيٰ عليه السلام جي خدائيت ۽ تثليث جي توثيق جو پڌرنامو سندس مهر سان جاري ٿيو. ان وقت روم جي شهرين جي اڪثريت " مترا" جي پوڄاري هئي. ناسيا ڪانفرنس کان هڪ سال پوءِ ڪانسٽنٽائين خود خدا هجڻ جو اعلان ڪيو.

٣٧٩ع ۾ ١٥ سالہ دور حڪومت بعد، مشرقي رومي شهنشاهہ وئلينس تي، جرمني جي گاٿ، هُن ۽ ائلنس قبيلن حملو ڪيو. ترڪي جي سرحد تي ائنڊريانوپل (Andrianople )جي لڙائي ۾ " وئلينس" مارجي ويو. ( دشمن کيس باهہ جي مچ ۾ اڇلائي ساڙي ماريو).

٣٧٩ع:ٿيوڊوسس اول Theodosius I روم جي مشرقي علائقن جو شهنشاهہ ٿيو. هو تثليث جو قائل عيسائي هو ۽ " وحدانيت" جي معتقدن لاءِ موت جي سزا مقرر ڪيائين. پنهنجي دارالحڪومت قسطنطنيہ ۾ " بي ناسيا ڪانفرنس" ڪوٺائي، " تثليث" کي آرٿوڊڪس Orthodox اصل عيسائيت تسليم ڪرايائين، جيڪا اڳتي هلي ڪئٿولڪ ڪليسا (Catholic Church) سڏجڻ لڳي.

٣٨٣ ـ ٣٧٥ع ـ روم جي مغربي سلطنت جو شهنشاهہ وئلنٽين اول فوت ٿيو ۽ شاهي محل جي محافظن سندس پٽ گريشئن (Gratian) کي تخت نشين ڪيو، جيڪو ٨ سالن جو صغير ٻار هو. رومي فوجين اهو فيصلو رد ڪري گريشئن جي ويڳي ڀاءُ وئلنٽين ٻئي جي تخت نشيني جو اعلان ڪيو، جيڪو ان کان بہ چار سال ننڍو هو. ٻنهي صغير ٻارن کي مغربي رومي سلطنت ورهائي ڏني وئي جنهن تي سندن مائرن حڪومت هلائي. ان

وقت جو فائدو وني  اٽلي جي ميلان (Milan) شهر جي عيسائي پادري سينٽ امبروز  (St, Ambrose) هڪ شاهي فرمان جاري ڪرايو جنهن مطابق روم جي شهنشاهه کي پابند ڪيو ويو تہ هو " رومن ڪليسيا" جي هدايتن ۽ حڪمن مطابق هلي. اتان ڪيٿولڪ " پاپائيت" جنم ورتو. گريشئن، مهاپوچاري جو پدُ ، درجو يا لقب، چڏي ڏنو ۽ طاقت جو سرچشمو " پوپ" بنيو. وحداني عيسائي فرقي وارن تي سخت تشدد ڪيو ويو، جنهن جي نتيجي ۾ برطانيہ ۾ مقيم رومي جنرل " مئگنس مئگزيمس" (Magnas Maximus) فوجي مهم ذريعي ٻنهي پائرن، گريشئن ۽ وئلنٽين ٻئي، جي علائقن تي قبضو ڪيو ۽ مشرقي رومي سلطنت طرف وڌيو. ٣٨٨ع ۾ ٿيوڊوسس، ميگنس کي شڪست ڏئي  گرفتار ڪيو ۽ ڦاسيءَ تي لٽڪايو. اٽلي جو علائقو وئلنٽين کي ٻيهر حوالي ڪيائين جنهن ٣٩٢ ــ ٣٨٨ع دوران وڌيڪ چئن سالن تائين حڪومت ڪئي. بعد ۾ پنهنجي فوجي جنرل آربوگاسٽ (Arbogost) هٿان قتل ٿيو. ان وقت سندس عمر ١٧ سال هئي.

٣٩٢ ـ ٣٧٥ع " آربوگاسٽ" پنهنجي استاد يوجينئس -Uugenius کي شهنشاه مقرر ڪيو، جنهن " عيسائيت" تي پابندي ۽ قديم رومي مذهب جي اجراء جو اعلان ڪيو. انهي اعلان بعد مشرقي رومي سلطنت جي شهنشاهہ، ٿيوڊوسس اول، حملو ڪري يوجينئس کي قتل ڪيو ۽ متحده رومي سلطنت جون واڳون سنڀاليون ۽ عيسائي تثليث کي سرڪاري مذهب طور نافذ ڪيو. يهودين ۽ وحداني عيسائين بغاوت ڪئي. انهن کي هزارن جي تعداد ۾ پڪڙي ساڙيو ويو.

## رومن شهنشاهيت جو زوال ۽ مسيحيت جو بقاءُ:

"روم" جي بنياد بابت هڪ قديم روايت آهي، جنهن مطابق مريخ (Mars) کي جاڙا پٽ ڄاوا: روميوليس ۽ ريمس، مريخ خدا جي ياءُ ايسيليس پنهنجي پائٽين روميولس ۽ ريمس کي هڪ ٽوڪريءَ ۾ وجهي سمنڊ جي حوالي ڪيو، جن کي هڪ بگهڙ پالي وڏو ڪيو ۽ انهن پنهنجي

چاچي ايسيليس کي قتل ڪيو، پوءِ پنهنجو شهر اڏڻ جو اعلان ڪيو. ليڪن شهر جي سرزمين تان پاڻ ۾ وڙهي پيا. روميوليس پنهنجي ڀاءُ ريمس کي ماري وڌو ۽ پنهنجي مرضي مطابق پئلٽائين جبل کي پاڪ قرار ڏئي اتي پنهنجي نالي "روم" شهر اڏايو ۽ اعلان ڪيائين تہ مارس خدا پنهنجي پٽ روميولس، عرف ڪئرينس خدا، جي شهر جي حفاظت پاڻ ڪندو رهندو.

٤١٠ع جي آخر ڌاري ونڊل جرمن قبيلي روم کي تباهہ ڪيو ۽ اڌائي لکن مان آبادي گهٽجي وڃي پنجاهہ هزارن کي پهتي. روم جي تاريخ ۾ انساني جانين جي قربانين جو سلسلو طويل آهي. آخري دفعي سن ٤١٠ ـ ٤٠٨ع ۾ جڏهن آنرئس اول عيسائيت جي تثليثي مذهب کي زوري عوام مٿان مڙهيو ۽ سندس مقابلي ۾ وزي گاٿ جرمن قبيلي جي سردار ، الارڪ اول ( ٤١٠ ـ ٣٧٠ع)، وڏي اچي "روم" کي گهيرو ڪيو، تڏهن "رومن" سينيٽرن روم جي شهرين کي اپيل ڪئي تہ قديم رومي مذهب مطابق انساني جانين جي قرباني ڏئي هيءَ آفت ٽاريو. ان تي ڪئٿولڪ ڪليسا جي پوپ انوسينٽ اول عمل ڪري خوب بدلو چڪايو. ٽي ڏينهن ۽ ٽي راتيون قتل عام جاري رهيو. ويهن لکن مان اڍائي لک آبادي بچي، روم جي شهنشاهہ آنرئس ڪوبہ اعتراض نہ ڪيو. صرف ايترو چيائين تہ اهي قربانيون لڪي ڪجن ها. انهن خوني قربانين روم جو بچاءُ نہ ڪيو ۽ ٤١٠ع ۾ الارڪ روم تي قبضو ڪيو. انساني قربانين جي تاريخ سن ٣٠٠٠ ق ـ م ( ٽي هزار قبل مسيح) کان شروع ٿي جڏهن " آئبرين" قوم ۾ اها رسم پئي، ان کانپوءِ ڪيلٽ کان رومن قوم تائين اها خوني رسم وڌندي رهي. ڏهين صدي عيسوي ۾ اها رسم عيسائيت جي اثر هيٺ ختم ٿي.

گاٿ (Goth) ۽ ونڊال (Vandal) جرمن قومن جي حملن ۽ تباهڪاري بعد، جيڪا ٤٥٥ ـ ٤١٠ ع تائين جاري رهي، روم جي اهم علائقي گال تي جرمن مهاجر قبيلي الاماني ۽ برگنڊين حملو ڪيو. گال جي علائقي ۾، موجوده فرانس ، جرمني، بيلجيم ۽ نيدرلئنڊ جا ملڪ اچي ويا ٿي. انهن مان ڪجهہ علائقا پئي جرمن قبيلي "فرئنڪ" جي هٿ لڳا. ٤٠٦ع ۾ رومن شهنشاهہ آنرئس اول برطانيہ کي آزادي ڏني ۽ اتان جا ماڻهو رومن ڪئٿولڪ چرچ کي ڇڏي پيهر پنهنجي قديم مذهبن ۾ داخل ٿيا. نيٺ

٤٧٦ع ۾ مغربي رومي سلطنت جو خاتمو ٿيو. آخري شهنشاهه روميولس آگستولس، جيڪو اجا ٻار هو، قتل ڪيو ويو يا وڃائجي ويو. ٤٩٣ع ۾ آسٽروگاٿ جي سردار ٿيوڊورڪ اول اٽلي تي قبضو ڪيو ۽ " ايرئين" وحداني عيسائيت کي فروغ ڏنائين ." اٽلي" جا اڳوڻا قبضيدار وزيگاٿ وڏي وڃي "اسپين" تي قابض ٿيا ۽ اتان ونڊال گاٿ قبيلي کي بيدخل ڪيائون. ونڊال قبيلي وڃي اتر افريقا وسائي، جيڪو اڳ مشرقي رومن شهنشاهيت جو حصو هو، ۽ اتان جو عوام وحداني عيسائيت جو قائل هو. ونڊال هم مذهب قبيلي جي آمد سندن مٿان ٿيندڙ رومين جي ظلمن جو خاتمو ڪيو، جيڪي هنن کي تثليث يا رومن ڪئٿولڪ فرقي ۾ داخل ٿيڻ لاءِ مجبور ڪندا هئا.

٥٢٦ ـ ٤٩٣ع دوران ٿيوڊورڪ اول " اٽلي" جوبادشاهه، رومين جي ذلت ۽ خواري جو سبب بنيو. ٥٥٤ع ۾ " لمباردز"، هڪ ٻئي جرمن قبيلي، آسٽروگاٿ قبيلي کان " اٽلي"کسي ورتي ليڪن جيئن ته اهي به وحدانيت جا قائل هئا تنهن ڪري ايرين عيسائي فرقو بدستور وڌندو ويجهندو رهيو. هنن ٧٧٤ع تائين حڪومت ڪئي. اهڙي طرح اٽلي ۾ لاڳيتو ٽي صديون وحداني عيسائيت کي فروغ ملندو رهيو.

١٨٦ ق ــ م ۾، " جنس پرستي" اٽلي ۾ منهن ڪڍيو هو: ڊايونسس جي مذهب ۾ راتين جي جنسي عبادت ۽ مذهب ۾ داخلا جي رسمن هر قسم جي گناهه ۽ جنس پرستيءَ کي هٿي ڏني هئي.

"روم" ۾ " جوتش وديا" ۽ " نجوم پرستي" آگسٽس جي زماني ۾ تڪڙا قدم ڄمايا. جادومنتر ذريعي آسماني خدائن کي ڌرتي تي رهندڙن تي راضي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي. غيبي خبرچار لهڻ لاءِ " گپت وديا" جو دور هليو، جيڪو هڪ قسم جي تصوف جي صورت هئي: انهي جا ٽي مکيه قسم هئا (١) آئيسز (اصل مصري فرقو، يونان مان اٿر وٺندو روم ۾ داخل ٿيو)، (٢) " اتيز" جيڪا عظيم ماءُ جي فرقي جي هڪ شاخ هئي ۽ (٣) مٿرا. انهن جو اصل " ايراني" هو. هنن صوفي فرقن ۾ فقط مردن کي عبادت جو حق هو ۽ ٽئي فرقا فوج ۾ خاص مقبول هئا. انهن جا درجا هئا ۽ بلند اخلاقي سندن معيار هو. ڪجهه وقت انهن فرقن " عيسائيت" تي ـ

ڪيو.

٣١٢ع:۾ ڪانسٽنٽائين روم جي شهنشاهه، عيسائيت اختيار ڪئي ۽ " ٿيوڊوسئس اول سن ٣٩١ع ۽ ٣٩٣ع ۾ سيني سرڪاري خواهه خانگي "بت پرستي"جي رسمن تي بندش وجهي ڇڏي. "شام" مان آندل سج پرستي ڪجهه وقت عيسائيت ۽ بت پرستي ۾ پل ٻڌڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ هڪ قسم جي وحداني سورج پرستي اختيار ڪئي وئي، ليڪن ڪانسٽئنٽا ئين جي ڪوشش " عيسائيت" کي هميشه لاءِ روم ۽ يورپ ۾ مقبول بنائي ڇڏيو.

سن٢٢٤ع تائين " روم" ۽ " پارٿيا"، وچ مشرق تي قبضي ڪرڻ لاءِ، ٢ سؤ سال لاڳيتو جنگيون جوٽيون، آخرڪار " پارٿيا" ۾ وڳوڙي حالتون پيدا ٿيون، جن جو فائدو وٺي هڪ فوجي عملدار " اردشير" محلاتي سازش ذريعي پارٿيا تي فوجي راج لاڳو ڪيو ۽ " ارتبانس" پنجين کي قتل ڪرائي ڇڏيو. اهڙي ريت " پارٿين" جي پنج سؤ ساله حڪومت ختم ٿي وئي. هاڻي " پارٿيا" جو نالو " پرشيا" ٿيو. ( "پارسا" ارد شير جي اصل ڳوٺ جو نالو هو.) اردشير پنهنجو اصل نسل " سوسا" جي شاهي خاندان سان ڏيکاريو، جنهن سائرس اول جي سرڪردگي ۾ ڇهين صدي قبل مسيح دوران يورپ ۽ ايشيا جي وسيع علائقن تي قبضو ڪيو هو. " پارٿيا" جو تخت گاهه ڪيسٽي فون ( تخت جمشيد) بحال رکيائين.

جرمن مهاجر قومن هڪ مرڪزي حڪومت ( شهنشاهيت) بدران آزاد قبائلي ملڪ ٺائي اتي بادشاهتون قائم ڪيون ۽ پنهنجون ٻوليون رائج ڪيون: ڪيلٽ (ڪئلڪ)، گريڪ ( يوناني) ۽ آئبيرين ٻولين جي جاءِ تي انگريزي، جرمن، فرينچ ، اٽالين ( اطالوي)، ڊئنش Danish پولش Polish، فنش Finish ، رومن ۽ نارويجئن ٻوليون اسريون.

يورپ جون فاتح جرمن مهاجر قومون " وحدانيت" جون قائل هيون، ليڪن انهن مان سيلين فرئڪ قبيلي (Salian _ Franks) جو بادشاهه ڪلووز اول (Clovis ___ I) حريف جرمن قبيلي " الاماني" کان جنگ کٽڻ بعد پنهنجي زال جي چوڻ تي " تثليث" جو قائل ٿيو. هن ٤٨٦ع ۾ گال جي آخري رومن حڪمران کي سايوسنس ويجهو شڪست ڏني. ٥٠٦ع

۾ الامانين جي باقي علائقن تي قابض ٿيو، ٥٠٧ع ۾ اسپين جي وزيگاٿ بادشاهه الارڪ ٻئي کي قتل ڪري پرنيز (Pyrenes) جو اهم فوجي علائقو هٿ ڪيائين ۽ آخر ” فرئنڪ “ قبيلي جو واحد سردار بڻجي ويو ۽ ريمس شهر مان پنهنجو تختگاهه ” پئرس “ منتقل ڪيائين. هو پوري ” گال “ جو مالڪ هو ۽ اتي تثليث کي مڃرائڻ لاءِ ماڻهن تي ايترا تہ ظلم ڪيائين جو مٿس وحشي (Barbaric) نالو پئجي ويو ۽ رومن ڪئٿو لڪ ڪليسا ڪيس آگسٽس جو خطاب ڏنو ۽ بازنطيني ( مشرقي رومن سلطنت) حڪومت طرفان سندس پذيرائي ڪئي وئي. ” ڪلووز “ جي ” گال “ ملڪ تي، سندس فرئنڪ قبيلي جي سرداري سبب، ” فرانسيا “ نالو پيو ۽ ١٩ صدي عيسوي تائين هي شاهي گهراڻو ” فرانس “ تي قابض رهيو. جنهن ڪري عوام ڪليسائي تثليث جي مذهب ۾ شامل ٿي ويو.

٥٣١ع ۾ ” اسپين “ جي بادشاهه امالارڪ (Amalaric) جي زال ڪلاٿڊ (Clothid) جيڪا ڪلووز اول جي ڌيءَ هئي پنهنجي ڀاءُ چائلڊ برٽ اول (Childbert I) جيڪو ” فرانس “ جو بادشاهه هو. تنهن ڏانهن خط لکيو تہ سندس مڙس امالارڪ ” اسپين “ ۾ وحداني عيسائيت کي فروغ ڏئي رهيو آهي ۽ ڪيس بہ زور پري ٿو تہ ايرين جي وحدانيت جي قائل ٿئي. هن هڪدم ” پئرس “ مان ڪوچ ڪري ” اسپين “ تي حملو ڪيو، جنگ ۾ اسپين جوبادشاهه امالارڪ مارجي ويو ۽ اتي ” تثليث “ کي مڃڻ لاءِ عوام تي سختيون شروع ٿيون.

اتر افريقہ ۾ پڻ ” وحدانيت “ جو زور هو. اتي ٥٣٤ع ۾ بظنطيني (مشرقي رومن شهنشاهيت جو ) قبضو ٿي ويو ۽ ” وندالن “ جو بادشاهه گيليمر گرفتار ٿي قسطنطنيہ پهتو جتي ڪيس اگهاڙو ڪري فقط ڪڇي ۾، منهن ڪارو ڪري شهر ۾ سرگس ڪرايو ويو ۽ پوءِ آهستي آهستي اذيتون ڏئي ماريو ويو ۽ اتر افريقا مان ” وندال “ قوم جو نسل ڪشي ذريعي خاتمو آندو ويو جو هاڻي تاريخ ۾ فقط سندن نالو بچيو آهي. اهڙي طرح اتي بہ ”تثليث “ کي نافذ ڪيو ويو. بظنطيني شهنشاهيت جو سرڪاري مذهب تثليث يعني رومن ڪئٿولڪ هو، ليڪن افريقا ۽ ايشيا ۾ عوام جي اڪثرت وحدانيت يعني ايرئن عيسائيت تي ايمان رکندي هئي. هن شهنشاهيت ۾

يورپ جا بلقان ملڪ، افريقا ۾ موجوده " تيونس" ، " الجزائر" ، لبيا، ماريطانيه، مراڪش ۽ مصر جا ملڪ ۽ ايشيا ۾ موجوده ترڪي شامل هئا.

## مسيحيت ۽ رومن شهنشاهيت:

قلوپطره ڪانپوءِ يهوديه ۾ بيبي مريم پيدا ٿي جنهن حضرت عيسيٰ عليه السلام کي جنم ڏنو ۽ انهيءَ جي جاري ڪيل مذهب نيٺ رومن شهنشاهيت کي پنهنجي اثر هيٺ آندو.

يورپ ۾ " رومن شهنشاهيت" سال ٣١ ق - م ۾ قائم ٿي ۽ ٤٧٦ع ۾ ختم ٿي وئي. انهيءَ زماني ۾ مسيحيت جو آغاز ۽ عروج واقع ٿيو. جنهن جو مختصر سالن پٽاندر تفصيل هن طرح آهي.

(١) حضرت مسيح ابن مريم عرف حضرت عيسيٰ عليه السلام سال ٤ ق - م کان ٣٠ عيسوي تائين پنهنجي مذهب جا بنياد وڌا. (٢) سندس حواري پال، سندس صليب تي چڙهڻ کان پنج سال پوءِ، تيهن سالن ( ٦٥ - ٣٥ع) تائين، مسيحيت جي تبليغ ڪئي. (٣) رومن شهنشاهيت طرفان، متواتر اڍائي صدين ( ٣١٣ - ٦٤ع) تائين، مسيحي رعيت تي، مذهب تبديل ڪرڻ لاءِ، بيپناهه ظلم و ستم ٿيندو رهيو. (٤) پوءِ ٨٢ سالن ( ٣٩٥ - ٣١٣ع) تائين مسيحيت کي هڪ مذهب، يا يهوديت جي هڪ فرقي طور برداشت ڪيو ويو ۽ ( ٥) آخرڪار " مسيحيت" کي رومن شهنشاهيت جو سرڪاري مذهب تسليم ڪيو ويو. رومن شهنشاهه " ڪانسٽنٽائين" اهو مذهب اختيار ڪيو هو ۽ " ٿيوڊوسئس اول" ( ٣٩٥ - ٣٧٩ع) قديم ديوتائن جي عبادت تي بندش وجهي " مسيحيت" کي رومن شهنشاهيت جو واحد مذهب قرار ڏنو. رومن شهنشاهيت جي يورپ ۾ زوال بعد، متعدد غير مهذب قومن (Barbarians) پنهنجو اقتدار قائم ڪيو. رومن شهنشاهيت جي زوال کان به اڳي غير مهذب جرمن قبيلن مان ڪيترن " مسيحيت" قبول ڪئي هئي ۽ اعليٰ رومن تهذيب کان متاثر ٿيا هئا: " انهن روم فتح ڪرڻ چاهيو ٿي، رومن تهذيب کي تباهه ڪرڻ نه ٿي چاهيو." ( ........ نامڪمل سفر ، - ايضا - ص ١٠٤). اهي وحشي فاتح روم ڪير هئا؟

## جرمن وحشي قبيلا:

۴ صدي عيسوي ۾ رهائين ندي جي مشرق ۽ ڊئنيوب ندي جي شمال ۾ متعدد جرمن قبيلا آباد هئا. اها رومن شهنشاهيت جي شمالي سرحد هئي، ۽ انهن غير مهذب جرمن قبيلن کي رومن " باربئرين" سڏيندا هئا. اصل ۾ اهي شمال يورپ جي ٻيلن ۽ پوسل وارن علائقن جا رهاڪو هئا. وڌندڙ آدم ۽ گهٽجندڙ گذران سبب، انهن ڏکڻ طرف لڏ پلاڻ ڪئي. چوڪسيءَ جي باوجود انهن مان ڪيترا لڪچوري رومن سرحد اندر داخل ٿي ويا ۽ نيٺ رومن فوج ۾ ڀرتي ٿيا.

رومن مورخ ٽئيٽس ( ۱۲۰ ـ ۵۵ع ) انهن باربينين جرمن قوم جون خصوصيتون بيان ڪيون آهن: پنهنجي ڪتاب " جرمينيا" ۾ لکي ٿو ته "جرمن ماڻهن کي امن جو ذوق نه آهي..... جڏهن لڙائي جهڳڙي ۾ مشغول نه آهن، تڏهن ڪجهه وقت شڪار ڪرڻ ۽ باقي بيڪار سستي ۾ گذارن ٿا. گهٽو کائڻ ۽ گهٽي ننڊ ڪرڻ جا ڪوڏيا آهن. سڀ سورما ۽ سخت ويڙهاڪ (آهن، پر) پنهنجو وقت اجايو وڃائن ٿا ء سندن گهرن، رڌي پڪي ۽ پوکي راهي جي ذميداري عورتن ۽ خاندان جي پوڙهن ۽ ضعيفن تي عائد ٿيل آهي. (۲) جرمن قوم ڪان وڌيڪ، دعوتن ۽ تفريحات ۾ ٻي ڪابه قوم اهڙي طرح مڪمل طور تي مشغول نه آهي. ڪنهن به انسان کي در تان خالي موٽائڻ هڪ گناهه سمجهن ٿا. ميزبان پنهنجي وسيعت آهر مهمان کي بهترين ڪاڌو ڪارائي ٿو. (۳) شراب جا دور ڏينهن رات جاري رکن ٿا ۽ انهيءَ کي ڪو عيب نه ٿا سمجهن. جڏهن جهيڙو ڪن ٿا، تڏهن ڌڪن ۽ زخمن سان انهيءَ جو فيصلو ڪري ڇڏن ٿا. اڪثر اهم معاملن کي نبيرڻ لاءِ دعوت ڪن ٿا، جنهن ۾ دشمنن ۾ پرچاءُ، سڱابندي، نئين سردار جو انتخاب ۽ صلح يا جنگ جا معاملا شامل هوندا آهن. (۴) ڊاري تي جواڪيڏن ٿا....... جڏهن ٻيو سڀ ڪجهه هارائي ڇڏن ٿا، تڏهن پنهنجي ذاتي آزادي به داءَ تي لڳائن ٿا ۽ آخري داءُ هارائيندڙ بغير شڪايت غلام بنجي وڃي ٿو.
(حوالو....... نامڪمل سفر، ايضا ـ ص ۱۰۲)

چوٿين صدي عيسوي جي آخري حصي ۾ روم تي جرمن حملو، وچ

ايشيا مان آيل وحشي " هن" قبيلي کان شروع ٿيو، هن (Hun) قبائل جتي ويندا هئا، اتي دهشت پکيڙي ڇڏيندا هئا. جنگجو جرمن قبائل کي بہ هنن ڏڪائي ڇڏيو. هنن جي حملي کان هڪ جرمن قبيلي " وزيگاٿ" ڀڄي اچي رومن سرحد اندر پناه ورتي. اهو ٣٧٦ع جو سال هو. رومن شهنشاهہ، بدل ناخواستہ، کين " ڊئنيوب ندي" پار ڪرڻ جي اجازت ڏني ۽ ٻن سالن بعد سال ٣٧٨ع ۾، هي پناهگير " وزيگاٿ" روم تي حملہ آور ٿيا. ايڊرهان وهپل جي لڙائي ۾ رومن شاهي فوج هارايو. انهي بعد، جرمن (German) ۽ هن (Hun) قبائل رومن سرحدن اندر ڪاهي پيا. سال ٤١٠ع ۾ "وزيگاٿ" قبائل" روم" ۾ ڦر لٽ ڪئي. چاليهہ سال پوءِ هن قبيلي "اٽيلا" جي ڪمان هيٺ " اٽلي" تي حملو ڪيوجيڪو جرمن قبيلن جي مدد سان ٽاريو ويو ۽ " اٽيلا" جي موت سبب رومن شهنشاهيت کي درپيش "هن" خطرو بہ ٽري ويو. ڪجهہ "هن" قبائلين " هنگري" ۾ سڪونت اختيار ڪئي ۽ ٻيا" ايشيا" طرف واپس موٽي ويا، ليڪن باربئرين جرمن قبائلين جا "روم" تي حملا مسلسل جاري رهيا. سال ٤٥٥ع ۾ هڪ جرمن قبيلي "وندل" " روم" ۾ تباهي مچائي، اهي شمال مشرقي جرمني جا ڇتا ويڙهاڪ وحشي هئا، جن گال ( فرانس) اسپين ۽ اتر افريقا ۾ وحشت پکيڙي ۽ لئٽن زبان ۾ سندن نالو ضرب المثل ٿيو، جنهن مطابق " وندل" معنيٰ اهو انسان جيڪو هڪ خوبصورت شيءِ برباد ڪري، يا جيڪو سعيو ڪري جائداد تباهہ ڪري. " وندلن" بيشمار ڪليسائون ( چرچون) ڊاهي پٽ ڪيون.

عظيم رومن شهنشاهيت، جرمن سردارن ورهائي ڪنئين ۽ سندن جدا جدا بادشاهيتون قائم ٿيون ۽ " روم" ۾ آخري رومن شهنشاهہ، روميولس آگسٽلس پنهنجي جرمن سپاهين جي قبضي ۾ هو. سال ٤٧٦ع ۾ انهن کيس هٽائي هڪ جرمن سردار " اوڊوهيسر" کي رومن تخت تي ويهاريو ۽ مغرب ۾ "رومن شهنشاهيت" جو هميشہ لاءِ خاتمو ٿي ويو. مشرقي رومن شهنشاهيت جو تخت گاهہ (Byzantium) " بظينطم" جي نالي سان پوءِ بہ هڪ هزار سالن تائين قائم رهيو.

## ٣٣٠. يورپ جو وچون زمانو: (Middle Ages)

يورپ ۾ رومن شهنشاهيت جي زوال کان پوءِ جي زماني کي "مدل ايجز"، قرون وسطيٰ، يا "وچون زمانو" چئجي ٿو. انهي زماني جي شروعات کان، مغربي يورپ ۾ هڪ نئين تهذيب اسرڻ لڳي، جنهن جا ترڪيبي عناصر ڪجهه هن طرح هئا: (١) يوناني - رومن تهذيب جي باقيات (٢) مسيحيت، ۽ (٣) باربيرئن جرمن دراندازن جون روايتون ۽ تجربا. ازانسواءِ رومن قانون ۽ عالمي شهنشاهيت جو نظريو، جديد مغربي تهذيب ۾ شامل ٿيو. قديم روم جي لئٽن ٻولي، رومن زوال کانپوءِ به ڪافي عرصو مغربي مذهبي ۽ تخليقي ادب جي زبان رهي. لئٽن زبان مان ٻيون يوربي ٻوليون نڪتيون، جهڙوڪ: اطالوي، اسپيني، پرتگالي، فرينچ، رومانيائي ۽ رومنش. انگريزي ٻوليءَ جا اڪثر الفاظ لئٽن زبان مان ورتل آهن. مغربي تهذيب جي تشڪيل ۾ "روم" جو وڏو حصو آهي.

رومن شهنشاهيت جي زوال بعد، يورپ جو وچون دور شروع ٿيو، انهيءَ دور ۾ اسپين تي وزيگاٿ جرمن قبيلي قبضو ڪيو. وزيگاٿ دور حڪومت (٧١٢ --- ٤٩٦ع) ۾ رومن قانون جا بنيادي اصول، انتظامي طريقو ۽ رومن ثقافت کي جاري رکيو ويو، تاهم قانون شڪن مسلح گروهه، ٻهراڙي جي علائقن ۾، آزاديءَ سان قتل ۽ ڦر لٽ جون ڪارروايون ڪندا رهيا. وچين دور جو ٻهريون عرصو اونداهو دور (Dark Ages) چيو وڃي ٿو، ڇاڪاڻ ته انهيءَ عرصي ۾ تشدد، افراتفري ۽ بدنظمي جو دور دوره هو. (... نامڪمل سفر، ايضا - ص ١٣٢) مارون پيري جي بيان مطابق "اهو زوال خاص طور تي، يونچ سمنڊ ۽ انهي جي تجارت تي قبضي ٿيڻ بعد، جاري رهيو، ڪيترا شهر ذري گهٽ ويران ٿي ويا، اڪثر ماڻهو وڏين جاگيرن ۾، طاقتور اميرن جي حفاظت هيٺ، وڃي رهيا..... انهن مان مشڪل سان چند ماڻهون لکي پڙهي ٿي سگهيا. هنن جو خاص مسئلو زنده رهڻ جو هو ۽ ڪين ڪتابي علم ۾ ڪا به دلچسپي نه هئي.... بادشاهن جو اقتدار گهٽجي ويو. طاقتور حڪمرانن جي ڪميءَ سبب هڪ نئون نظام حڪومت ۽ زميداري (جو سرشتو) شروع ٿيو. انهي کي "فيوڊلزم"

(Feudalism) جو نالو ڏنو ويو. ( - ايضا- ص ص ١٣٣ - ١٣٢).

" فيوڊلزم" ( جاگيرداري) جي نظام هيٺ، اقتدار " لارڊس" (اميرن) جي قبضي ۾ آيو، جن کي پنهنجي علائقي ۾ رهندڙ انسانن جي جان، مال ۽ صلاحيتن جي استعمال تي مڪمل اختيار حاصل ٿيو، انهن پنهنجا لشڪر ۽ حڪمراني جا قانون، قائم ڪيا. امير جاگيردار (Lords) اڪثر هڪ ٻئي سان جنگ جي حالت ۾ هوندا هئا ۽ انهن کي راڄن جي چڱن مڙسن ( وڏيرن) جي حمايت درڪار هئي، تنهن ڪري اهڙن حليفن کي ڪجهه زمين ڏئي، ننڍين جاگيرن جو نظام قائم ڪيو ويو. وڏين جاگيرن ۽ ننڍين جاگيرن ، يا " فيفس" جا مالڪ سماج جي امير طبقي (Nobility) ۾ شمار ڪيا ويا. هڪ امير مان اها توقع رکي ٿي وئي تہ هو هڪ شريف مسيحي جي روش اختيار ڪندو. ( ايضا - ص ١٣٥). ليڪن اهو ممڪن نہ هو، ڇاڪاڻ تہ مال ملڪيت جي هوس ۽ انسانن جي جان، مال ۽ حقن تي جائز ناجائز قبضو، هڪ امير (Lord) کي سچو مسيحي ٿي رهڻ نہ ٿي ڏنو. سندس هارين جي حالت غلامن واري هئي. انهن کي "سرف" (Serf) سڏيو ويندو هو. ڪين جاگيردار امير جي طرفان هڪ جهوپڙي مليل هئي، جنهن ۾ رهي ۽ زمين جو ٽڪرو ڏنل هو، جنهن کي پوکي، اهي جهوپڙيون ۽ زرعي ايراضيون، امير جي جاگير سڏبيون هيون ۽ سرف هارين کي انهيءَ جاگير کان ٻاهر جي دنيا جي خبر نہ هوندي هئي. جاگيرون انساني، حيواني ۽ مادي ذريعن جي لحاظ کان خود ڪفيل هيون. سرفن جو موت ۽ زندگي، شادي ۽ اولاد ، سڀ جاگير ۽ جاگيردار امير سان وابستہ هئا. جيتوڻيڪ معاشره جي قانون مطابق " سرف" ( هاري) "سليو" ( غلام) نہ هو. غلام (Slave) ۽ آزاد انسان جي وچ ۾ اهو نئون طبقو، مرڪزي اقتدار ( رومن شهنشاهيت) جي درهم برهم ٿيڻ جي نتيجي ۾ پيدا ٿيل بدامني ۽ ڏاڍ سبب، پيدا ٿيو هو. اڪثر آبادڪارن پنهنجون زمينون، پنهنجي جان مال ۽ عزت جي تحفظ جي عيوض، طاقتور اميرن جي حوالي ڪيون. ٻين جون زمينون قرضن ۾ ضبط ٿيون. پوءِ اهي پنهنجن زمينن تي اميرن، جي هارين جي حيثيت ۾ آبادي ڪرڻ لڳا، ليڪن تحفظ جي ضرورت ۽ امير جاگيردار جي طاقت، هنن کي انهن زمينن ۽ جاگيرداري نظام

(Feudalism) سان جڪڙي ڇڏيو هو. وچولي طبقي ، " برگهرس" جي حالت ، هيٺين طبقي " سرفس" ڪان بدتر هئي.

## هڪ مثالي حڪومت:

انهيءَ وچين دور جي وچ ۾ مسلمانن اسپين فتح ڪري اتي اسلامي حڪومت قائم ڪئي، پروفيسر اسٽينلي لين پول جي تحرير مطابق " تقريبا اٺن صدين تائين. پنهنجي مسلمان حاڪمن جي دور ۾، " اسپين" تمام يورپ لاءِ هڪ مهذب ۽ روشن خيال رياست جو مثال قائم ڪيو." ( موئرس ان اسپين، iii مقدمو) شاعر مشرق علامہ اقبال فرمائي ٿو:

" اي گلستان " اندلس" هين دن وه ياد تجهـ ڪو
تها تيري ڈاليون مين، جب آشيان همارا."

عرب ، "اسپين" کي " اندلس" سڏيندا هئا. " لين پول" لکي ٿو تہ " اندلس تي ڪڏهن بہ اهڙي نرمي ۽ انصاف سان راڄ نہ ٿيو هو، جهڙو سندس عرب حاڪمن قائم ڪيو." ( - ايضا- ص ٤٣) سال ٧١٢ع کان ٧٥٦ع تائين دمشق جي اموي خلافت طرفان ٢٤ اميرن اسپين تي حڪومت ڪئي. بعد ۾ عباسي خلافت جي قيام ۽ اموين جي قتل عام بعد هڪ اموي شهزادي عبدالرحمان الداخل، بربر قبيلي جي مدد سان، اسپين جي آخري امير، يوسف بن عبدالرحمان کي بيدخل ڪري، اسپين ۾ هڪ الڳ اموي خلافت قائم ڪئي، جنهن جا ڏهہ بااختيار خليفا، ٧٥٦ع کان ١٠٣١ع تائين، ٿي گذريا. پوءِ طوائف الملوڪي ۽ اسپين جي اموي خلافت جو زوال شروع ٿيو، انهيءَ انحطاط جي دور ۾، ڇهہ بادشاهي ادوار ٿي گذريا: (١) بنو حمود (١٠٥٨ -- ١٠١٦ع)، (٢) بنو عباد ( ١٠٩١- ١٠٥٨ع)، (٣) مرابطين ( ١١٤٧ --- ١٠٩٣ع)، (٤) موحدين ( ١٢٢٨ -- ١١٤٧ع)، (٥) بنو هود ( ١٢٣٦ -- ١٢٢٨ع) ۽ (٦) يوسف ابن الاحمر جي قائم ڪيل غرناطہ سلطنت ( ١٤٩٢ -- ١٢٣٦ع). پوءِ اتر اسپين جي ٽهاڙي مسيحي رياستن، ڪئسٽائيل (Castile)، اراگون (Aragon) ۽ ليون (Loan) جي مشترڪ حڪمرانن، فرڊيننڊ ۽ سندس مهارائي اسابيلا (Ferdinand & Isabella)، اسپين ۾ مسيحي بادشاهيت قائم ڪئي.

## فهرست مضامين

## جلد پيو
## باب پنجون

# باب پنجون

## جديد مغربي تهذيب ۽ سياسي تاريخ

سورهين صدي عيسوي ۾، انگلئنڊ جي نارفوڪ (Norfolk) علائقي ۾، هڪ شاعره، ” ارسلا سائوٿ هل“ (١٥٦١ - ١٤٨٨ع، Ursula South hill) پنهنجي ڪلام ۾، مغربي تهذيب جو مستقبل بيان ڪيو، جيڪو حيرت انگيز طور تي صحيح ثابت ٿيو آهي. هن اڳڪٿي ڪئي ته:

Carriages without horses shall go,
Disasters shall fill the world with woe.
Around the world men,s thoughts shall fly,
Quick as the twinkling of an eye.
In water iron then shall float,
As easily as a wooden boat.
And men shall fly as birds do now,
And give away the horse and plough.
The women shall adopt a craze,
To dress like men and trousers wear,
And cut off their lovely locks of hair,
They,ll ride astride with brazen brow,
As witches on a broomstick now,
Then Love shall die and marriage cease,
And nations wane as babies decrease,
And wives shall fondle cats and dogs,
And men shall live much the same as hogs.

هن پيشگوئي مطابق: ( ۱) گاڏيون گھوڙن بنا هلنديون ( ان وقت اجا موٽر ڪار ايجاد نہ ٿي هئي). (۲) دنيا جي ڪنهن ڪنڊ ڪڙڇ ۾ آيل آفت سڄي دنيا کي غمزده ڪندي ( جيئن هاڻي ترقي يافتہ مواصلاتي نظام ذريعي هرڪا خبر هڪدم پوري دنيا ۾ ڦهلجي وڃي ٿي.) ( ۳) اک ڇنڀ ۾ انساني فڪر دنيا کي معلوم ٿي ويندو. ( هينئر ڪمپيوٽر، انٽرنيٽ ۽ ڊش اٿينيا تڙي ڪڙي فڪر ونڊڻ جو عالمي ذريعو آهن.) ( ۴) پاڻي ۾ لوهي جهاز ايئن ترندا جيئن ڪاٺ جا ٻيڙا. ( جهاز سازيءَ ۾ لوهہ ۽ رڪ جو استعمال ، يورپ جي صنعتي ترقيءَ بعد ٿيو) (۵) ماڻهو پکين وانگر اڏامندا ۽ هرڦار ۾ گھوڙن جو استعمال ڇڏي ڏيندا. ( هوائي جهاز ۽ ٽرئڪٽر بعد جي ترقي يافتہ دور جي ايجاد آهن).

(٦) عورتن کي مردن جو لباس پهرڻ جو خفت ٿيندو ۽ اهي پنهنجي وارن جون سهٽيون چوٽيون ڪتري ڇڏينديون. بغير حياءُ شرم ( گھر کان) پيراندر پير ٻاهر رلنديون وتنديون، جيئن هاڻي ( منهن کي ميڪ اپ جي) پوچي ڏئي ڏائٽيون ڦرنديون وتن ٿيون. ( جديد مغربي فئشن کان اڳي، عورتون پنهنجي سڄي جسم کي پيرن تائين زناني لباس ۾ ڍڪينديون هيون، وڏا وار ۽ چوٽيون ان وقت جو فيشن هو، جنهن ۾ مرد بہ شامل هئا. عورتون، جديد قسم جي ميڪ اپ نہ ڪنديون هيون ۽ گھر ٻار جي سنڀال ۾ مشغول رهنديون هيون ( جديد مغربي سماج ۾ انهيءَ جي ابتڙ فئشن آهي).

(۷) پيار مري ويندو ۽ شاديون بند ٿي وينديون. ( هن وقت مغرب جو عام مهذب انسان اڪثر ڪري محبت کي جهالت ۽ شاديءَ کي مرضي مطابق، عارضي رشتو تصور ڪري ٿو.)

(۸) قومون ڪومائجي وينديون جيئن ٻارن جو تعداد گھٽبو ويندو (خانداني منصوبہ بندي، صنعتي انقلاب کان پوءِ جو نظريو آهي، جنهن کي مذهب ۽ ثقافت رد ڪن ٿا.)

(۹) زالون ڪتن ٻلن سان پيار ڪنديون ۽ مرد اڻ ڪتريل ان وارن گھيٽن وانگر گدلا ۽ پيٺو هوندا. ( تبصرو غير ضروري آهي.)

## ترڪيب ۽ تاريخ:

جديد مغربي تهذيب ۽ تاريخ، جا ترڪيبي واقعات ۽ ادوار هن ريت ٿي گذريا آهن:

(۱) اسپين ۾ مشرقي اسلامي تهذيب جو دور: ( ۱۴۹۲ --- ۷۱۲ع)

(۲) يورپ ۾ قومي رياستن جو آغاز: ( ۱۲۰۰ع)

(۳) انگلئنڊ ۾ " مئگناڪارٽا" جو اجراء" : ( ۱۲۱۵ع)

(۴) يورپ ۾ سؤ ساله لڙائيءَ جو دور: ( ۱۴۵۳ --- ۱۳۳۷ع)

(۵) يورپ جي نئين تشڪيل : ( ۱۵۰۰ - ۱۴۵۰ع)

(٦) تجارتي انقلاب : ( ۱۷۰۰ - ۱۴۵۰ع)

(۷) نوآباديت يا بينڪيت (Colonialization) جو آغاز: (۱۴۹۳ع)

(۸) نشاة ثاني (Renaissance): (۱۹۱۴ - ۱۵۰۰ع)

(۹) (مذهبي) اصلاح جو دور (Reformation): (۱۵۱۷ع)

(۱۰) سائنسي انقلاب: (۱٦۸۷ - ۱۵۴۳ع)

(۱۱) انگلئنڊ جي راڻي ايلزبيٿ اول جو دور: ( ۱٦۰۳ - ۱۵۵۸ع)

(۱۲) اسپين ۽ آسٽريا جي ٽيهه ساله لڙائي: ( ۱٦۴۸ - ۱٦۱۸ع)

(۱۳) برطانوي بينڪيت / شهنشاهيت: (۱۹۴۷ - ۱٦۰۰ع)

(۱۴) صنعتي انقلاب (Industrial Revolution): (۱۸۵۱ - ۱۷٦۳ع)

(۱۵) امريڪي انقلاب : (۱۷۷٦ - ۱۷٦۳ع)

(۱٦) فرينچ انقلاب : (۹۹/ ۱۷۹۵ - ۹۱ / ۱۷۸۹ع)

(۱۷) نيپولين جو دور ( ۱۸۱۴ - ۱۷۹۹ع)

(۱۸) روشن دماغيءَ جو دور (Enlightenment) (۱۸ صدي عيسوي)

(۱۹) ڪارل مارڪس ۽ سندس نظريه اشتراڪيت ( ۱۸۸۳ - ۱۸۱۸ع)

(٢٠) اٽليءَ ۾ قوم پرستي جي تحريڪ ( ١٨٤٨ - ١٨٣٢ع)
(٢١) انقلابي تحريڪن جو دور ( ١٨٤٨ - ١٨٢٠ع)
(٢٢) انقلابي دور ( ١٨٧١ - ١٨٤٨ع)
(٢٣) جرمن اتحاد ۽ توسيع جو فيصلو (١٨٧١ - ١٨٧٠ع)
(٢٤) شهنشاهيت جو دور ( ١٩١٤ - ١٨٧١ع)
(٢٥) پئسفڪ سمنڊ ۾ امريڪي توسيع جو دور ( ١٩١٤ - ١٨٦٧ع)
(٢٦) جرمني جو انقلابي آمر " هٽلر": (١٩٤٥ - ١٨٨٩ع)
(٢٧) اٽلي جو انقلابي آمر، " مسولني": (١٩٤٥ - ١٨٨٣ع)
(٢٨) پهرين مهاڀاري لڙائي (World War I) (١٩١٨-- ١٩١٤ع)،
(٢٩) روس ۾ ڪميونسٽ انقلاب ( ١٩٩١ --- ١٩١٧ع)
(٣٠) ٻي مهاڀاري لڙائي ( ١٩٤٥ - ١٩٣٩ع)
(٣١) سرد جنگ (Cold War) (١٩٩١ -- ١٩٤٥ع)
(٣٢) بوسنيا جي لڙائي (١٩٩٥ -- ١٩٩٢ع)

## جديد مغربي ۽ مشرقي تهذيبن ۾ تفريق جو آغاز:

جڏهن روم جي زوال بعد جديد مغربي تهذيب جا بنياد پئجي رهيا هئا، تڏهن رومن شهنشاهيت جي ٻچي ويل مشرقي علائقن ۾ بظنطيني تهذيب اسرڻ شروع ڪيو. مغربي تهذيب وانگر، هي مشرقي تهذيب به پرائين روايتن ۽ نون لاڙن جو مرڪب هئي. انهيءَ وچين زماني ۾، جڏهن مغربي يورپ وڳوڙ ۽ بدامني ڪي منهن ڏئي رهيو هو ۽ بظنطيني شهنشاهيت زور وٺي رهي هئي، تڏهن مشرق ڪان هڪ نئون سج اڀريو ۽ عربستان جي صحرا مان هڪ نئين عالمگير مذهب " اسلام" جو آغاز ٿيو: ٨ صدي عيسويءَ جي وچ تائين هڪ بين الاقوامي اسلامي شهنشاهيت ( خلافت) وجود ۾ اچي وئي ۽ اسلامي تهذيب بظنطيني تهذيب جي معيارڪي پهچي وئي.

بظنطيني تاريخ جا ڪجهه اهم واقعا هن طرح ڏيان طلب آهن: (١)

سال ٣٣٠ع ۾ قسطنطنيہ (استنبول) شهر کي مشرقي رومن شهنشاهيت جو تخت گاهہ بنايو ويو، (٢) ڇهين صدي عيسوي ۾ ٥٢٧ع کان ٥٦٥ع تائين، بظنطيني شهنشاهيت ۾ توسيع ڪئي وئي ۽ مسيحيت جي تبليغ لاءِ انتظامات ڪيا ويا. (٣) سلاؤ قوم استنبول ۾، سال ٨٦٣ع ۾، مسيحيت اختيار ڪئي (۴) اندازا ٩٧٥ع کان ١٠٢٥ع تائين بظنطيني تهذيب ۽ مسيحيت جي تبليغ عروج تي پهتل هئي. (٥) سال ١٠٥۴ع ۾ مسيحيت جي راسخ الاعتقاد ڪليسا " روم"کان علحدگي اختيار ڪئي. ( ٦) مسيحي صليبين، سال ١٢٠۴کان ١٢٦١ع تائين، پنهنجي ڪاروائين ۾ قسطنطنيہ تي قبضو ڪري، اتي لاطيني شهنشاهيت قائم ڪئي، (٧) آخرڪار سال ١۴٥٣ع ۾ مسلمان ترڪ خلافت عثمانيہ جو قسطنطنيہ تي مستقبل قبضو ٿي ويو ۽ بظنطيني رومن شهنشاهيت بہ تاريخ جو هڪ ورق بنجي اٿلائجي وئي.

## يورپ جو اونداهون دور:

رومن شهنشاهيت جي زوال بعد، يورپ ۾ جيڪو وچون دور شروع ٿيو، انهيءَ ۾ جرمن سردارن فرانس، اٽلي، انگلئنڊ ۽ اسپين ۾ ڌار ڌار بادشاهيتون قائم ڪيون. انهي دور جو پهريون حصو ساڍن پنجن صدين (١٠٥٠ ـ ٥٠٠ع) تي محيط هو، جنهن کي" اونداهون دور" چيو ويو آهي، چاڪاڻ تہ مضبوط رومن انتظاميہ جي خاتمي بعد، بدمعاش عادي ڌوهاري چڙواڳ ٿي ويا ۽ اوائلي جرمن فاتح خود بہ انهن کان مختلف نہ هئا. تاهم انين صدي عيسوي جي پوئين اڌ ۾ فرانس جي بادشاهہ " شارلمين" ( ٨١۴ ـ ٧۴٢ع)، مغربي ۽ وسطي يورپ ۾ هڪ مضبوط شهنشاهيت قائم ڪئي،جيتوڻيڪ اها سندن موت بعد ٽٽي وئي ۽ يورپ ٻيهر نااتفاقي جي دلدل ۾ ڦاسي پيو. جاگبرداري، جيڪا رومن شهنشاهيت جي آخري دور ۾ عروج تي هئي، فرينچ شهنشاهيت جي مختصر وقفي ( ٨١۴ ـ ٧٦٨ع) بعد يورپ ۾ عام رائج ٿي وئي، ۽ عام انسانن جي ڳچين ۾ غلاميءَ جو رسو مضبوطيءَ سان ٻڌو ويو. انهيءَ دور ۾ مغربي يورپ تي ٻي هڪ مصيبت ڪڙڪي: ڪمزور بادشاهن جي سرحدن تي ٻاهريان حملا وڌي ويا، انگلئنڊ

کان اسپين تائين سڀ ساحلي علائقا، ” اسڪئنڊينيويا“ جي اترادي قبيلن ڦري ناس ڪيا. وچ ايشيا مان منگول قبائل ۽ ٻين ايشيائي درانداز مشرقي ۽ وسطي يورپ ۾ افراتفري مچائي، ۽ اتر افريقا جي بحري اڏن تان اسلامي خلافت جي فوجن اٽلي ۽ يونچ سمنڊ جي ٻيٽن تي عام جام حملا ڪيا. انهن حملن سبب يورپ جي بادشاهن جي طاقت گهٽجي وئي ۽ جاگيرداري نظام زور ورتو.

”وائيڪنگس“، اسڪئنڊينيويا جا سامونڊي ڌاڙيل، سال ٧٨٧ع ۾ يورپ جي تاريخ ۾ نمودار ٿيا ۽ ٩٠٠ع تائين ٻنارڊ ٻروڪ، بحر شمالي ۽ بالٽڪ سمنڊ پار ڪري آسپاس جا ملڪ لٽيندا ۽ ماڻهن کي غلام بڻائيندا رهيا، ان وقت هو غير مهذب ۽ لادين هئا. انهن کي مغربي يورپ جا اترادي يا ” نارمن“ جي نالي سان ياد ڪيو ٿو وڃي. وائيڪنگ، يا نارمن دور ٧٨٧ع کان شروع ٿو ٿئي. ”اينگلو - سئڪسن ڪرانيڪل“ ۾ ڄاڻايل آهي ته انهيءَ سال، هو ” مغربي ناروي“ کان ” انگلئنڊ“ جي ”ويسيڪس“ بادشاهيت ۾ ڪاهي پيا، جيڪا اينگلوسيڪسن شاهي خاندان جي حڪمرانيءَ هيٺ هئي، جيڪي ٥ صدي عيسوي کان اتي قابض هئا. (چئمبرسس ج ١٤، ص ٥٠٧) ٨ صدي عيسوي جي وچ کان انگلئنڊ، آئرلئنڊ، فرانس ۽ جرمني جي تاريخي واقعن ۾ وائيڪنگس، نارمنس، يا ڊينش جي حملن ۽ تباهڪاري جو اڪثر ذڪر ڪيو ويو آهي. ڪليسائن ۾ دعائون گهريون وينديون هيون:” يا خدا! اسان کي نارمنس جي غيض و غضب کان آجو ڪر“. ( ايضا - ص ٣٠١) ناروي جي وائيڪنگس اتر جو رخ ڪيو ۽ اسڪاٽلئنڊ، آئرلئنڊ ۽ آئيل آف مئن تائين علائقن تي قابض ٿي ويا. ڊينش وائيڪنگس، ڏکڻ طرف وڌي، انگلئنڊ، نيدرلئنڊس ( ڊچ ملڪ هالئنڊ ۽ بيلجم) ۽ فرانس تي قبضو ڪيو ۽ اڪثر ناروي جي وائيڪنگس سان فوجي اتحاد به ڪندا رهيا. ڊينش وائڪنگس، ڏکڻ بالٽڪ جي علائقي ۾ پنهنجو ڏاڪو ڄمايو. انهن مان سويڊس، جن مشرقي بالٽڪ ساحل کي تباهه و برباد ڪيو، ”روس“، يا روسي سڏجڻ لڳا. انهن مان ” نارمنس“، رياستي نظام جا معمار ثابت ٿيا.

نارمن رياستي نظام هيٺ، ڊينمارڪ، ناروي ۽ سويڊن

(اسڪئنڊينيويا) ۾ هڪ ئي وقت تي ڌار ڌار بادشاهيتون قائم ٿيون. سال ۱۰۱۳ع ۾ ڊينمارڪ جي بادشاهہ، سوين، سڄو انگلئنڊ فتح ڪري ورتو. اسڪئنڊينيوياجي فاتحن مفتوح علائقن ۾ مضبوط حڪومت ۽ عدالتي نظام قائم ڪيو ۽ وائيڪنگ ساموندي ڌاڙيلن جو خاتمو بہ انهن بادشاهن جي ڳڻڀير ڪوشش سان ممڪن ٿيو. تنهن ڪري " وائيڪنگ دور" کي مورخن ٻن حصن ۾ ورهايو آهي. (۱) غير مهذب قاتلن ۽ لٽيرن جو دور ۽ (۲) مهذب بادشاهن ۽ سندن سڌارن جو دور.

جنوب مغربي يورپ ۾ اسپين جو ملڪ، رومن شهنشاهيت جي آخري صديءَ ۾ ، ونڊل، الان ۽ سيوويس وحشي قبيلن جي ور چڙهيو. " آئبيريا" جي اپيبيت تي هي ملڪ قديم تاريخ ۽ ثقافت ( آئبرين تهذيب) جو مالڪ هو، جيڪا ستين صدي قبل مسيح کان ڇاتل آهي. يورپ جي وچين دور ۾، مغربي جرمن قبيلي "وزيگاٿ" "اسپين" ۾ بادشاهيت قائم ڪئي. اهو سال اٽڪل ۴۹۶ع جي لڳ ڀڳ هو. وزيگاٿ بادشاهيت (۷۱۱ ـ ۴۹۶ع) هڪ بيرحم نظام قائم ڪيو، جنهن ۾ همعصر يورپ جي سيني زيادتين ، جاگيرداري، ٻانهپ ۽ غلامي، طبقاتي ۽ نسلي امتياز وغيره کان علاوه مذهبي نفاق شامل هو. آخري ونڊل بادشاهہ گونٿامنڊ (۴۹۶ ـ ۴۸۴ع) هڪ افريقي مسيحي شاعر" ڊريڪونٽيئس" کي محض سندس مناجات سبب قيد ڪيو ۽ سندس قصيدن جي باوجود تيستائين آزاد نہ ڪيو، جيستائين سندس ساهہ جو پکي جسم جي پڃري مان پرواز نہ ڪري ويو. وزيگاٿ دور ۾ يوجينيس ( ۶۵۲ ـ ۶۴۱ع) خدائي رحم ۽ معافي جي موضوع تي "لاڊيزڊيو" جي عنوان سان هڪ مدح لکي. هو ٽوليڊو جي ڪليسا جو پادري هو، ۽ اها وزيگاٿ بادشاهہ جي فرمائش هئي. (چئمبرسس ج ۴، ص ۶۲۰).

" وزيگاٿ" بظاهر پڪا مسيحي هئا، ليڪن سندن عبادت صرف گناهن بخشائڻ ۽ وري وڏيڪ گناهہ ڪرڻ لاءِ هئي. " سندن مسيحيت جي انداز ڪين رعيت جي حالت بهتر بنائڻ طرف راغب نہ ڪيو." ( دموئرس ان اسپين، ص ۷) وزيگاٿ بادشاهہ "وٽيزا" تمام اسپين کي گناهہ ڪرڻ سيکاريا. "وٽيزا" جي معزولي، يا شايد قتل بعد " راڊرڪ" بادشاهہ بنيو. "راڊرڪ" جي بادشاهيءَ ۾ تاريخ پاسووراپو ۽ ٻن صدين کان قائم

”وزيگات“ جي مضبوط فوجي بادشاهي، هڪ قليل اسلامي فوجي جٿي کان شڪست کائي، هميشہ لاءِ ختم ٿي وئي. ”اسپين“ مسلمانن جي حڪومت هيٺ، اٽڪل اٺ صديون( ١٤٩٢ - ٧١١ع) تائين مغرب لاءِ مشرق جي تهذيب، تمدن مذهب ۽ علم ادب، سائنس، فن ۽ ثقافت جو روشن مثال بڻي، جنهن جي لاٽ مان يورپ اونداهي وچين دور مان نڪري نئين روشني ۽ جاڳرتا جي دور ۾ داخل ٿيو. اهو ڪيئن ٿيو، انهيءَ جو مختصر احوال هن ريت آهي:

## اسپين ۾ اسلامي حڪومت جو قيام:

اٺين صدي عيسوي شروع ٿيڻ وقت، خلافت اموي جي طرفان اتر افريقا ۾” قيروان“ جي نالي سان فوجي ڇانوڻي قائم هئي، جنهن ۾ اڪثر مسلمان ٿيل ” بربر“ قبائلي ڀرتي ٿيل هئا. اهي ائٽلانٽڪ سمنڊ ۾ ”هرڪيولس جي سوڙهي لنگهہ“ وٽان ” اندلس“( اسپين) جي جرڪندڙ سرزمين کي ڏسي رهيا هئا. وچ سمنڊ ۾” سيوٽا“ نالي هڪ بيٽ هو، جيڪو بظنطيني شهنشاهہ ، قيصر روم جي ملڪيت هو، ليڪن دور درازيءَ سبب، اسپين جي وزيگات بادشاهہ جي فوجي حفاظت هيٺ ڏنل هو. اتان جو گورنر، ” ڪائونٽ جولين“ اسپين جي معزول وزيگات بادشاهہ”وتيزا“ جوناٽي ( داماد) هو. سندس ڌيءَ ”فلورينڊا“ گهاٽ دستور مطابق رادرڪ جي شاهي محل ۾ مهاراڻي جي زير تربيت هئي. هڪ رات شراب جي نشي ۾ ڌت بادشاهہ هن بيحد حسين اميرزاديءَ جي لڄ لٽي ڇڏي. ” فلورينڊا“ صبح سان هڪ تيز رفتار محافظ جي معرفت پنهنجي پيءُ ڪائونٽ جولين کي اها خبر رسائي، جيڪو مشرقين، يعني قيروان جي مسلمان لشڪر، کان فوري خطري جو بهانو بنائي، اسپين جي بادشاهہ ” رادرڪ“ سان صلاح مشوره ڪرڻ لاءِ هڪدم شاهي محل ۾ پهچي ويو. بادشاهہ پنهنجي گناهہ جي بارهيٺ سندس بيحد خوشامد ڪئي ۽ ڪائونٽ جولين جي تقاضا مطابق پنهنجي فوج جو بهترين سپاهہ ۽ اسلحہ سندس حوالي ڪيو تہ جيئن ڪافر مسلمانن کي جوڳي سيکت ڏني وڃي. شهزادي فلورينڊا کي ماءُ سان ملائڻ

جي بهاني وٺي وڃڻ لڳو تہ ان وقت ڪائونٽ جولين تي شاهہ رادرڪ هڪ فرمائش رکي تہ " شڪار واسطي ڪي مخصوص قسم جا باز وٺي موڪل." جولين وراڻيو، " جي جهان پناهہ ! توهان کي اهڙا باز موڪليندس جهڙا توهان اڳي ڪڏهن نہ ڏٺا هوندا" ( موئرس ان اسپين - ص ١٢).

گاٿ امدادي فوج ۽ اسلحہ کي " سيوٽا" ۾ ٺمائي، ڪائونٽ جولين ڳجهہ ڳوهہ ۾ قيروان پهچي ويو. اتر افريقا جي عرب والي، موسيٰ بن نصير، سان مذاڪرات ڪيائين ۽ اسپين تي حملي ڪرڻ لاءِ پنهنجي اتحاد جي آڇ ڪيائين. موسيٰ بن نصير هڪ خبردار جنرل هو، هن کي ڏوڪي جو گمان ٿيڻ لڳو ۽ سمنڊ ٽپي، يورپ ڪنڌ ۾ جنگ جوٽڻ لاءِ اموي خليفي جي منظوري ۽ فوجي امداد بيحد ضروري هئي، تنهن ڪري جولين جو احوال دمشق جي دربار ۾ لکي موڪليائين. ٻئي طرف جولين جي سچائي ۽ اسپين جي غير محفوظ سرحدي صورتحال جي ڇڪاس واسطي، هڪ نائب سالار، طارف، جي ڪمان هيٺ فقط ٥٠٠ سپاهي، جولين جي چئن بحري جهازن تي چاڙهي روانا ڪيائين. " سيوٽا" ائٽلانٽڪ ۽ يونچ سمنڊ جي سنگم تي اسپين جي جنوبي ساحل سان لڳ هڪ ٻيٽ هو. مسلمان ملاح اجا بحري جهاز راني ۾ اهڙا پڙ نہ ٿيا هئا. جولاءِ ٧١٠ع ۾ " طارف" پنهنجي مهم مڪمل ڪري آيو. اسپين جي سرزمين تي جنهن هنڌ هن منزل ڪئي انهي کي اڄاتائين " طارفہ" جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو . " اسپين" جي اها سرحد واقعي غير محفوظ هئي ۽ ڪائونٽ جولين جيَ سچائيءَ ۾ ڪوبہ شڪ نہ هو.

دمشق مان خليفي وليد بن عبدالملڪ ( ٧١٥ - ٧٠٥ع) وٽان جواب آيو تہ " ڪنهن بہ حالت ۾ سموري مسلمان فوج کي نامعلوم خطري ۾ نہ موڪليو وڃي، فقط ٿوري تعداد ۾ ڇاپامار مهمن جي اجازت ڏجي ٿي". (ايضا - ص ١٣) هدايتن مطابق هڪ ٻيو ڇاپامار جٿو روانو ڪيو ويو، ليڪن انهيءَ جو تعداد ٧٠٠٠ هو. بربر جنرل " طارق بن زياد" ڪمان ڪري رهيو هو ۽ سپاهين جي اڪثريت جو تعلق بہ " بربر" نسل سان هو. جولاءِ ٧١١ع ۾ هي افريقي مسلمان جانبازن جو ٻيڙو " باب المنداب" جي ننگهہ وٽان سمنڊ ۾ لٿو.

ائٽلانٽڪ ۽ يونچ سمندن کي ملائيندڙ آبي گذرگاهه هن وقت جبرالٽر جو ڳچي سمنڊ سڏجي ٿو . انهيءَ زماني ۾ فونيقي ملاح انهي کي ” باب المنداب“ يعني ڳوڙهن جو دروازو، سڏيندا هئا. ڇاڪاڻ ته سادا اڻ ميل ويڪري گذرگاهه ۾ هميشه اوندهه هوندي هئي، هڪ طرف افريقا جي اوچي سرزمين ۽ ٻئي طرف يورپ جو پهاڙي ڪنارو ۽ پاڻي جو رنگ ١٧٥ فٽ تم اونهائيءَ سبب بلڪل ڪارو، چوطرف اوندهه اندهوڪار هوندي هئي. جيستائين جهاز باب المنداب ٽپي يونچ يا ائٽلانٽڪ سمنڊ جي کليل سطح تي نه پهچندا هئا، تيستائين مسافر ۽ ملاح روئي رب کي ٻاڏائيندا هئا ته اسان کي خير سان هتان پار اڪار ۽ اسان جا گناهه بخش ڪر. يوناني ملاح انهي خطرناڪ لنگهه کي ” هرڪيولس جا ٿنيا“ سڏيندا هئا. انهن مان هڪ ٿنيو، جبرالٽر جي پهاڙي چوٽي هئي، جيڪا يونچ سمنڊ جي مغربي ساحل سان ١٣٥٦ فٽن جي بلندي تان هيٺ سنوت تي اسپين جي سرزمين تي پهچائي سگهي ٿي. اهو اتفاق هو، يا معلومات جو ڪمال هو، جو بربر مسلمانن جو بيڙو انهيءَ جاءِ تي لنگر انداز ٿيو، ۽ تاريخ - جاگرافيءَ ۾انهيءَ جاءِ جو نالو”ڪالپ“ جيئن يوناني انهيءَ کي سڏيندا هئا، انهي مان مٽجي ”جبل الطارق“ ٿيو، جنهن کي جديد صورت ۾ ” جبرالٽر“ چئجي ٿو. انهي زماني ۾ انهي کي ”شينهن جي ٽڪري“ به چوندا هئا.

” طارق“ هن ٽڪري تي پهچي چوطرف جائزو ورتو. آسپاس ڪيس ڪابه فوجي چونڪي نظر نه آئي. هن سوچيو ته فقط اهو احوال ڪٽي واپس ورڻ مناسب نه هو، تاهم تڪڙو قاصد موڪلي موسيٰ بن نصير کي صورتحال کان واقف ڪيائين ۽ قريب واقع هڪ بستي کي، جنهن کي عرب واقع نگارن ” الجزيره“ ۽ يوناني تاريخ نويسن ”الجيسيراس“ لکيو آهي، بنا مقابله قبضي ڪرڻ جو پڻ ارادو ڄاڻايائين. موسيٰ بن نصير وڌيڪ پنج هزار فوج موڪلي، کيس تاڪيد ڪيو ته اڳتي نه وڌجانءِ، ليڪن طارق انهي تاڪيد کي نظر انداز ڪيو.

جتي تاريخي شهادت نه ٿي ملي، اتي روايت بيان ڪئي ٿي وڃي. اسين هن مطالعي ۾ تاريخي شهادتن کي روايتن سان شامل ڪري پوري قصي جون تمام ڪڙيون ملائي، سمجهڻ جي ڪوشش ڪنداسين. هن انقلابي واقعي

بابت مغربي ۽ مشرقي مؤرخن ۽ اديبن ” رادرڪ “ ۽ ” طارق“ جي باري ۾ ڏند ڪٿائن ۽ رومانوي طرز بيان کان ڪم ورتو آهي، تنهن ڪري تاريخي خواهہ روايتي مواد کي، عقل جي ڪسوٽي ۽ اضافي شهادت جي بنياد تي تسليم ڪنداسين.

عام روايت مطابق، ” طارق“ ٻيڙن ساڙڻ جو حڪم ڏنو ۽ سندس ”بربر“ سپاهين اهي ساڙي ڇڏيا، جيئن راهہ فرار يا واپسي جو امڪان باقي نہ رهي. اهڙو ڪو ٻيو مثال يورپ يا دنيا جي تاريخ ۾ نہ ٿو ملي، سواءِ انهي جي تہ شڪست ۽ پيش پوڻ کان اڳ ايئن ڪيو ويو هجي. تنهن ڪري يورپ جي ادب ۾ اهو واقعو ضرب المثل ٿي ويو. انگريزي زبان ۾ هڪ محاوره آهي: ”To burn ones boats“، لفظي معنيٰ ٿيندي پنهنجا ٻيڙا ساڙڻ ۽ انهيءَ جي اصطلاحي معنيٰ آهي: پسپائيءَ جا سڀ امڪان ختم ڪري ڇڏڻ: ڪاميابيءَ لاءِ سڀ ڪجهہ داءَ تي لڳائي ڇڏڻ ( چئمبرسس انگلش ڊڪشنري، ايڊيشن ،. ١٩٩، ص ١٩) طارق واقعي ايئن ڪيو هو، تاريخي رڪارڊ مطابق جنرل طارق بن زياد ٧٠٠٠ بربر قبائلين جي ڪمان ڪندي، شينهن جي ٽڪري ( ڪلپ بعد ۾ جبل الطارق ۽ پوءِ جبر الٽر) تي، تاريخ ٨ رجب ٩٢هہ بروز خميس، مطابق ٣٠ اپريل٧١١ع تي پهتو. (اشارت هسٽري، ايضا ـ ص ١٠٨) ٽڪري تي دفاعي انتظامات ڪري،طارق الجزيره ( الجيسيراس) تي حملو ڪيو، جيڪا ” رادرڪ“ جي طرفان ”تيودومير“ کي جاگير ۾ مليل بستي هئي. اتي موجود ” وزيگاٿ“ سڀ ”بربرن“ جي ترار جو ٻڪ ٿي ويا. مزيد پنج هزار مسلمان فوج جي آمد بعد، طارق فقط ١٢٠٠٠ فوج وٺي، وزيگاٿن جي تخت گاهہ” توليدو“ طرف وڌيو. سندس مقابلي ۾ ” رادرڪ“ جي شاهي فوج هڪ لک جي تعداد ۾ هئي، ڇهوٽي وڏي ۽ آزمودگار فوج شڪست کاڌي . (ميدينا سدونيا جي لڙائي، وچ رمضان شريف ٩٢ هجري، سپٽمبر ٧١١ع)، ”.رادرڪ“ جو پتو نہ پيو، اسپين جا شهري وزيگاٿ جي ظالم حڪمراني مان نجات ملڻ تي خوش ٿيا ۽ شهرن پنيان شهر، مسلمان فوج لاءِ، پنهنجا دروازا کوليندا ويا. ٻن سالن کان گهٽ عرصي اندر سڄو اسپين، پرنيز جبل تائين، مشرقي مسلمانن جي قبضي هيٺ اچي ويو. تاهم آسٽيورياس جي ٻهاڙن ۾ اسپيني

مسيحي ايندڙ اٺ صدين تائين پنهنجي وطن جي آزادي لاءِ وڙهندا رهيا.

جڏهن طارق بن زياد جي " بربر" فوجين جي عظيم ڪاميابيءَ جي خبر " قيروان" ۾ اتر افريقا جي والي، " موسيٰ بن نصير" کي ملي تڏهن هو، عرب يمني ۽ شامي فوجين تي مشتمل ١٨ هزار فوج وٺي، هن حيرت انگيز ڪارنامي ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ اسپين ۾ داخل ٿيو. مشرقي علائقي ۾ پيشقدمي ڪنديٰ " سيويل" (Seville) ۽ " مريڊا" (Merida) فتح ڪري، "توليڊو" پهتو، جتي" فاتح اسپين" طارق بن زياد سندس استقبال ڪيو. اسي سالن کان مٿي عمر رسيده عرب جنرل، موسيٰ بن نصير، حسد ۽ طيش وچان، " طارق" کي ڇهبڪ هنيا ۽ پابزنجير ڪيو، ( ابن عبدالحڪيم، ص ٢١٠، هٽي، دعرئبس، ص ٤٩٦). اهو واقعو جون ٧١٣ع ۾ ٿي گذريو. پوءِ جلدي ئي ٻنهي ۾ ناهه ٿيو ۽ عرب شامي ۽ بربر فوجين باقي اتراسپين تي قبضو ڪيو. فرانس جو اهو علائقو جيڪو وزيگاٿ جي حوالي هو، اهو به فتح ڪيو ويو. " پرنيز" جي چوٽيءَ تي چڙهي، موسيٰ بن نصير " فرانس" جونظارو ڪيو ۽ ذهن ۾ سڄي يورپ جي فتح جي رٿا بندي ڪئي. سيد امير علي لکي ٿو ته" عين ممڪن هو ته جيڪڏهن ڪيس پنهنجي ارادي تي عمل ڪرڻ ڏنو وڃي ها ته ڪامياب ٿئي ها. مغرب پوري طرح سندس پيرن هيٺان هو..... اجا ڪو اهڙو اڳواڻ نه ايريو هو، جيڪو مسيحي طاقتن کي متحد ڪري، مسلمانن جو مقابلو ڪري ها. دمشق جي دربار جي محتاط پاليسي ۽ تذبذب اهو موقعو وڃائي ڇڏيو ۽ نتيجه طور يورپ وڌيڪ اٺ صديون ذهني اونداهيءَ ۾ وڪوڙيل رهيو". (اشارت هسٽري، ص ١١١).

"آسٽيورياس" جا مسيحي قبيلا هڪ هڪ ڪري زير ڪيا ويا ۽ موسيٰ بن نصير انهي باقي پهاڙي علائقي کي به مڪمل قبضي هيٺ آڻڻ بعد " فرانس" طرف پيشقدمي ڪرڻ وارو هو ته دربار خلافت مان ڪيس ۽ "طارق بن زياد" کي حڪم عدولي جي جواب طلبي لاءِ حاضر ٿيڻ جو حڪم مليو. موسيٰ، قديم رومي دارالحڪومت " سيويل" کي " توليڊو" بجاءِ نئون دارالحڪومت مقرر ڪري، پنهنجي فرزند عبدالعزيز کي اسپين جو حاڪم ( امير) مقرر ڪيو ۽ ٻئي فرزند عبدالله کي اتر افريقا جو قائم مقام

والي نامزد ڪري، مغرب الاقصيٰ ( مراقش) تي پنهنجي ننڍي فرزند عبدالملڪ کي الڳ امير مقرر ڪيو ۽ عبدالصالح کي ساحلي علائقي ۽ بحري بيڙي جو مدار المهام بنايو. جنهن " تانجير" (Tangiers) ۾ پنهنجو صدر مقام بنايو. پوءِ اسپين جو مال غنيمت، جنگي قيدي ۽ ڪثير سپاهه ساڻ ڪري، دمشق طرف روانو ٿيو. مورخين هن ڪاروان فتح جي قديم رومن طرز سان مشابهت ڏيکاري آهي: چار سؤ جرمن وزيگاٿ امير ۽ شهزادا، مٿي تي سونا تاج ۽ چيلهه سان سون جا پٽا ٻڌل، انهن جي پٺيان بيشمار غلام ۽ جنگي قيدي، مال غنيمت جي بي انداز خزانن سان سٽيل، هي قافلو منزل بہ منزل مغرب ( اتر افريقا) کان مشرق ( شام ۽ دمشق) طرف، شان شوڪت سان وڌي رهيو هو، ( هٽي، ايضا ـ ص ٤٩٦). " تبريئس" جي منزل وقت، دمشق مان هڪ شاهي قاصد پهتو، جنهن ٻڌايو تہ خليفو وليد بستره مرگ تي آهي ۽ سندس وليعهد ڀاءُ سليمان بن عبدالملڪ جو حڪم آهي تہ فتح جي قافلي کي سندس تاجپوشي جي وقت " دمشق" ۾ آڻجي ۽ تيستائين توقف ڪجي. " موسيٰ" انهي تجويز کي نظر انداز ڪري، تيز رفتاري سان دمشق طرف وڌيو ۽ فيبروري ٧١٥ع ۾، عليل خليفي جي حضور ۾ حاضر ٿيو. " مسجد اموي" ۾ فتح جو جشن منعقد ٿيو. پروفيسر هٽي لکي ٿو تہ، " تاريخ ۾ پهريون دفعو سوين مغربي امير امراء ۽ هزارين يورپي قيدي امير المؤمنين (مسلمانن جي خليفي) کي نذرانہ اطاعت پيش ڪندي ڏٺا ويا. ( ايضا ـ ص ٤٩٧).

مال غنيمت ۾ هڪ عمدي ميز ( مائده) شامل هئي، ليڪن انهيءَ جي هڪ ٽنگ غائب هئي. روايت مطابق اها ميز حضرت سليمان عليه السلام جي لاءِ جنن ناهي هئي." رومن" هي شاهڪار چيز ، " جيروسلم" مان هٽ ڪري " روم" آندي ۽ " وزيگاٿن" اها ڪٽي ، آٽي "توليدو جي ڪليسا" ۾ رکي. وزيگاٿ بادشاهن انهي کي هيرن جواهرن سان سينگارڻ ۾ هڪ ٻئي کان گوءِ ڪڍين هئي. هاڻي ٽن ٽنگن تي بيٺل هي شاهڪار ميز، خليفي کي اها حسرت ڏياري رهي هئي تہ ڪاش هي ميز سالم حالت ۾ هجي ها. انهي وقت " طارق بن زياد" لڪايل چوٿين ٽنگ ڪڍي پيش ڪئي ۽ سيني کي معلوم ٿيو تہ اصل فاتح ڪير آهي. ( ابن خلڪان، ج ٣ ص ص

۲۷ ـ ۲٦، وغيره، هٽي، ايضا ـ ص ۴۹۷). بيحد مسرور خليفي ” وليد بن عبدالملڪ “ جي علالت جلد پنهنجو ڪم ڪيو. انسان تي موت جي فتح، سيني فتوحات کان وڌيڪ اٿتر هئي. جمادي الثاني ۹٦ هجري، مطابق فيبروري ۷۱۵ع ۾ چاليهن سالن جي عمر ۾، نو سال ۽ ست مهينا، ڪاميابي ۽ ڪامراني سان اموي خلافت جي تخت تي رونق افروز رهڻ بعد، وليد گذاري ويو. سندس جانشين خليفي سليمان بن عبدالملڪ ( ۵۱۷ ـ ۵۱۵ع)، سنڌ ۽ اسپين جي فاتحن کان حسد هيٺ سخت انتقام ورتو: پهرئين کي نوجواني ۾ عذيتون ڏئي ماريو ويو ۽ ٻئي سان انتهائي عقوبتن ڪرڻ بعد پيرسني ۾ کيس عربستان جي ” وادي القرا“ ۾ گداگري ڪرڻ تي مجبور ڪيو ويو. مال ملڪيت، عزت، عهدا ۽ ڪامياب ڪاروايون سڀ ماضي جو هڪ خواب بنجي ويون.

مسيحي يورپ ۾ اسلامي اقتدار جو احوال طويل آهي، رومن شهنشاهيت جي زوال بعد ” اٽلي“ ۾ ”اوستروگات“ (Ostrogoths) جرمن قبيلي پنهنجو اقتدار قائم ڪيو هو. اهي اسپين جي وزيگات بادشاهن جا عزيز هئا. ( موئرس ان اسپين، ايضا ـ ص۴) عباسي خلافت ۾، افريقا الڳ تي ۽ اتي ابراهيم بن اغلب جي خاندان جي بادشاهي قائم ٿي، جيڪا خليفي کي هڪ لک درهم ساليانه خراج ڏيندي هئي. سن ۲۰۸هه / ۸۲۳ع ۾ انهيءَ خاندان جي ٽئين بادشاهه زيادت الله اغلب ” سسلي“ جو ٻيٽ فتح ڪري خلافت سان شامل ڪيو. ” اٽلي“ ۾ مسلمانن جي حملي جا امڪان وڌي ويا. پروفيسر هٽي جي بيان مطابق هيءُ ( اغلبي) گهراڻو، يورپ ۽ ايشيا جي طويل تصادم ۾ تاريخ جو هڪ مرڪزي نقطو بنجي ويو. سندن مسلحه بحري ٻيڙا، اٽلي، فرانس، ڪورسيڪا (Corsica) ۽ ساردينيا (Sardinia) جي ساحلي علائقن تي حملا ڪندا رهيا.“ ( .... د عرئبس، ايضا ـ ص ۴۵۱ع). سيد امير علي جي ذريعه مطابق سن ۸۲۳ع ۾ ۽ پروفيسر هٽيءَ جي بيان مطابق سال ۸۲۷ع ۾ زيارت الله اغلب ( ۸۲۸ ـ ۸۱۷ع) سسلي فتح ڪئي ۽ اهو ٻيٽ سال ۹۰۲ع تائين مڪمل طور تي مسلمانن جي قبضي هيٺ رهيو، سندس ذرائع ابن الاثير ۽ ابن خلدون آهن. بهرحال سسلي جي فوجي اڏي تان، مسلمان آسانيءَ سان اٽلي تي حملو

ڪري سگهيا تي، جيڪو نہ ڪيو ويو ۽ اسپين مان فرانس تي قبضي ڪرڻ جو موقعو بہ رائيگان ٿيو.

## قومي رياستن جو دور:

شهري رياستن مان مطلق العنان بادشاهتون وجود ۾ آيون، جن ڪمزوريءَ جي حالت ۾ جاگيرداري نظام کي اسرڻ جو موقعو ڏنو: مثال طور، وچين دور ۾ بغداد جو عباسي خليفو ۽ فرانس جو بادشاهہ، محض نالي ماتر تخت نشين هئا. اصل اقتدار جاگيردارن ۽ جنگجو قبيلن جي سردارن جي هٿ ۾ هو. مشرق ۾ اهڙا جاگيردار ۽ قبائلي سردار خود بادشاهہ بنجي ويا، ليڪن مغرب ۾ بادشاهن ، جاگيردارن جو مقابلو ڪيو ۽ طاقت جو توازن گهڙيال جي لڏڻي وانگر، ڪڏهن هڪ طرف تہ ڪڏهن ٻئي طرف ٿيندو رهيو. ٻنهي حالتن ۾ عوامي طاقت فيصلي ڪن ڪردار ادا ڪيو ۽ مختلف قومن ۽ قبيلن ۾ پنهنجي علائقن، زبانن، نسلن ۽ جداگانہ تهذيب ۽ تمدن جو شعور پيدا ٿيو. جنهن کي ٻنهي قسمن جي حڪمرانن، بادشاهن توڙي جاگيردار قبائلي سردارن، هٿي ۽ هشي ڏني ۽ يورپ ۾ قومي رياستن جو رواج پيو. جن باهمي جنگن ۽ هڪ ٻئي جي علائقن تي قبضي ڪرڻ سان پنهنجي عظمت جو اظهار ڪيو. فرانس جي بادشاهہ فلپ آگسٽس ( ١٢٢٣ - ١١٨٠ع) اتر فرانس مان انگريز رياست جي اقتدار جو خاتمو آندو. اهو قوم پرستي جو قدم هو.

## محدود بادشاهيت:

انگلئنڊ جي بادشاهيءَ جي تاريخ ٥ صدي عيسوي ۾ رومن شهنشاهيت جي زوال کان شروع ٿئي ٿي. رومي لشڪر جي ڪوچ ڪرڻ بعد، جرمن قبيلن، اينگلس (Angles) ۽ سئڪسن (Saxons)، اهو خال پرڻ ۽ متعدد ننڍيون بادشاهتون قائم ڪيون. سن ١٠٦٦ع ۾ اتر اولهہ فرانس جي " نارمن" قبيلي اينگلوسئڪسن انگلئنڊ تي قبضو ڪيو. نارمن

قبائل اصل سخت جان اتراڏي اسڪئنڊينيوين. ( جرمن نسلن جن ناروي، سويڊن ۽ ڊينمارڪ ۽ آئيسلئنڊ ۾ بودوباش اختيار ڪئي ۽ تاريخي طور تي اسڪنڊينيويا به هن اتراڏي جرمن قوم جو وطن رهيو آهي) پهريائين فرانس تي حملن جو سلسلو جاري ڪيو ۽ آخر فرانس ۾ آباد ٿي ويا. هنن فرينچ زبان سکي ۽ مسيحي مذهب اختيار ڪيو. انهن جي بادشاهه وليم آف نارمنڊي سن ١٠٦٦ع ۾ جڏهن انگلئنڊ فتح ڪيو ته ان جو فقط ڇهون حصو پنهنجي قبضي هيٺ رکيائين . باقي انگلئنڊ جا ۵ حصا پنهنجي "نارمن" (Norman) اميرن کي ورهائي ڏنائين، جن جنگ جي حالت ۾ پنهنجي لشڪرن سان، بادشاهه جي مدد ڪرڻ جو وعدو ڪيو. شاهه "وليم" کانپوءِ جيڪي بادشاهه ٿيا، انهن شاهي اقتدار ۽ قومي اتحاد کي قائم رکڻ جي ڪوشش ڪئي، تاهم هينري ثاني جي فرزند "ڪنگ جان" جي دور (١٢١٦ ـ ١١٩٩ع) دوران شاهي اختيارات کي ڇيهو رسيو: سن ١٢١۵ع ۾ انگريز نوابن هن کان هڪ پڌرنامي تي زبردستي صحيح ڪرائي ، جنهن کي " مئگناڪارٽا" ( عظيم منشور) سڏيو ويو. تاريخنويس متفق طور تي اها راءِ رکن ٿا ته، مغربي تهذيب ۾ " انسان" جي آزادي جي نظريه جي بنيادن رکڻ ۾ هن عظيم منشور يا مئگنا ڪارٽا (Magna Carta) جو اهم ڪردار رهيو آهي. " مئگناڪارٽا" مطابق، شاهه انگلستان، " جان" اعلان ڪيو ته " اسان جي بادشاهي ۾، عام صلاح مصلحت کانسواءِ، ڪابه غير معمولي ڍل لڳائي نه ويندي." وقت گذرڻ سان ان اقرار جو مطلب اهو ٿيو ته پارليامينٽ جي منظوريءَ کانسواءِ. بادشاهه ڍل مڙهي نه ٿو سگهي ۽ انگريز قوم تي فقط پنهنجي منتخب نمائندن جي طرفان " ڍل" عائد ٿي سگهي ٿي. " مئگناڪارٽا" جي متن جي شق نمبر ٢ موجب " ملڪ جي قانون، يا دارالامراء جي اميرن جي قانوني فتوي، بغير ڪنهن به آزاد انسان (شهري) کي نه هٿ لائي سگهجي ٿو، نه قيد ڪري سگهجي ٿو، نه سندس ملڪيت تي قبضو ڪري سگهجي ٿو، نه ڪيس ملڪ نيڪالي ڏئي سگهجي ٿي ۽ ڪنهن به طرح هن کي برباد ڪري نه ٿو سگهجي". وقت پڄاڻان. هائي انهيءَ جو مطلب اهو ورتو ويجي ٿو ته " ملزم" کي جيوري جي طرفان منصفي هلائڻ جو حق حاصل آهي ۽ هن کي ان وقت تائين حراست ۾ رکي نه

ٿو سگهجي، جيستائين هن تي مقدمو هلي پورو ٿئي ۽ هن کي عدالت طرفان سزا ڏني وڃي. حڪمرانيءَ جو ٽيون اهم اصول جيڪو "مئگنا ڪارٽا" کان شروع ٿيو آهي، ان مطابق بادشاهه پنهنجي مرضي مطابق رعيت تي حڪومت ڪري نه ٿو سگهي، بلڪ بادشاهه لاءِ لازمي آهي ته هو قانون پٽاندڙ حڪومت هلائي.

اهڙي طرح انگلينڊ جي محدود بادشاهيت جو بنياد سن ١٢١٥ع ۾ "مئگنا ڪارٽا" ذريعي پيو. ان بعد انگلئنڊ جي تاريخ جا پيا اهم واقعا هن ريت ٿي گذريا: (١) سؤ سالن جي لڙائي ( ١٤٥٣ - ١٣٣٧ع)، (٢) ٽيوڊر بادشاهي ( ١٦٠٣ - ١٤٨٥ع)، (٣) انگريز ڪليسا جي روم جي ڪئٿولڪ ڪليسا کان علحدگي ( ١٥٣٤ع)، (٤) اسٽوئرٽ بادشاهي جي ابتدا ( ١٦٠٣ع)، (٥) ڊگهي پارليامينٽ ( ١٦٦٠ - ١٦٠٤ع)، (٦) ڪراموليل جو فوجي راڄ (١٦٦٠ - ١٦٥٣.) جنهن کان اڳ انگريزن جي گهرو لڙائي ( ١٦٤٦ - ١٦٤٢ع)، چارلس اول کي ڦاسي ۽ ڪرامويل جو اقتدار تي قبضو ( ١٦٤٩ع) ۽ ڪرامويل جو راڄ بحيثيت لارڊ پروٽيڪٽر ۽ (٧) عظيم الشان انقلاب ٨٩ - ١٦٨٨ع ۽ حقن جو قانون ١٦٨٩ع.

١٧٨٩ع کان ١٨١٥ع تائين، يورپ ۾ مسلسل ٢٥ سال فرينچ انقلاب جي باعث قتل و غارتگري ۽ سياسي عدم استحڪام جو دور رهيو. انهيءَ دور جي خاتمي تي، قدامت پسند طبقو اڳتي وڌيو ۽ هنن تاريخ جي گهڙيال جا ڪانٽا، ٢٥ سال پوئتي، سن ١٧٨٩ع کان اڳ جي حالات ڏانهن موٽڻ جي ڪوشش ڪئي. تاريخ جي هڪ نظريه مطابق "تاريخ پاڻ ورجائيندي رهي ٿي" ليڪن تاريخ جو تجربو ڏيکاري ٿو ته گذريل وقت موٽي نه ٿو اچي. يورپ جي هن اوائلي اڻويهين صدي عيسوي جي مثال مان تاريخ بابت پاڻ ورجائڻ جي نظريه ۽ تاريخي تجربي جي چڪاس جو موقعو ملي ٿو.

## وائنا ڪانگريس:

سن ١٨١٤ع کان ١٨٤٨ع تائين، يورپ جي تاريخ رجعت پسندي ،

آزادي پسندي، ۽ قوم پرستي جي وچ ۾ هلندي رهي. هن ٣٤ سالہ دور جي شروعات "وائنا ـ ڪانگريس" جي انعقاد سان ٿي، جنهن ۾ يورپي مدبرن، "نيپولين" جي شڪست بعد، امن منصوبي تي سوچ ويچار ڪيو. هن دور جو اختتام سن ١٨٤٨ع ۾ سموري يورپ اندر پر تشدد انقلابن جي لهر پيدا ٿيڻ تي ٿيو.

"وائنا" جي ڪانگريس جي اهم شخصيت، شهزادو مٽرنڪ (Matternich) فرينچ انقلاب جي آزادي ۽ برابري وارن نظرين جو سخت مخالف هو. هيءُ حسين، ذهين ۽ شائستہ آسٽريائي اميرزادو " رجعت پسنديءَ" (Reactionarism) جو هڪ مخصوص مثال آهي. عوام هن جي نظر ۾ بيوقوفن ۽ دڄڻين عورتن جي برابر هو، معاشره جا فطري اڳواڻ فقط بادشاهہ، امير ۽ پادري هئا. اهي ئي مهذب دنيا جي رهنمائي ڪري سگهيا ٿي. وچين طبقي " بورزوازي ڪلاس" بابت سندس راءِ هئي تہ اهي سخت خطرناڪ انسان آهن. هنن انقلابين جي آدرشن، آزادي، برابري ۽ پائيپي تي بدل فرينچ انقلاب، بهتر معاشري جي تشڪيل نہ ڪئي بلڪ مسلسل انقلابن، ڦاسين ۽ لڙائين کي جنم ڏنو. هن جي نظر ۾ قوم پرستي پڻ هڪ خطرناڪ رجحان هو. ( چاڪاڻ تہ انهي سان آسٽريا جي شهنشاهيت جي ٽٽڻ جو خطرو هو !) انهيءَ هيٺ آسٽريا شهنشاهيت جي رعيت، اطالوين، هنگرئين، پولن ۽ زيڪن، آخرڪار مخصوص قومن ۽ آزاد وطن وارن انسانن جي حيثيت حاصل ڪئي. مٽرنڪ روسي قوم مان پڻ خطري جو اظهار ڪيو ۽ اها حڪمت عملي تجويز ڪئي تہ " فرانس کي واپس ١٧٩٢ ع جي سرحدن اندر رکڻ کان علاوه ان ملڪ ۽ قوم کي وڌيڪ ڪمزور نہ ڪيو وڃي، جيئن انهن کي پنهنجي شڪست جي پلاند جي هُشي ڏئي، روس جي زار شاهي خلاف ڪڙو ڪري سگهجي.

## شهنشاهيت ۽ انقلابيت:

روس جو زار (Tsar) اليگزينڊر، پولنڊ کي پنهنجي شهنشاهيت هيٺ آڻڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو. فرانس، انگلينڊ ۽ آسٽريا، ڪ [illegible] انهي [illegible]

باز رکڻ لاءِ جنگ جو دڙکو ڏنو. جنهن ڪري هو ” پولئنڊ“ جو فقط هڪ گهٽ حصو والاري سگهيو. ” وائنا سيٽلمينٽ“ کي قائم رکڻ لاءِ آسٽريا، روس، پروشيا ( جرمني) ۽ انگلئنڊ، مزيد فيصلو ڪيو تہ جنگ جي زماني وارو اتحاد برقرار رکيو ويندو. ١٨١٨ع ۾ فرانس جي بوربون (Bourbon) بادشاهيت کي پڻ انهي گڏيل اتحاد ۽ جنگ جي حالت ۾ هڪ ٻئي جي مدد ڪرڻ جي معاهدي ۾ شامل ڪرڻ بعد، ان عهد نامہ کي ڪنسرٽ آف يورپ (Concert of Europe) جو نالو ڏنو ويو. ” وائنا“ جي نهرائن عوامي بي آرامي، انقلاب ۽ افراتفري جي خطرن کي نظر انداز ڪيو: ” بيلجيم“ جي قوم پرستن، ” هالئنڊ“ سان الحاق کي رد ڪيو. اطالوي قوم پرست، ” اٽلي“ جي گهڻين رياستن ۾ تقسيم تي، برهم تيا. جرمن وطن پرستن، جرمني جي ٣٩ رياستن کي هڪ متحده قومي رياست بنائڻ جي گهر ڪئي، ۽ ” پولئنڊ“ جو عوام اجا بہ پنهنجي هڪ آزاد وطن جو خواب ڏسي رهيو هو. ليڪن ”يورپ“ پيهر رجعت پسندي ۽ بادشاهت طرف موٽڻ جو فيصلو ڪيو هو ۽ بادشاهتون بحال ڪيون ويون هيون، جيتوڻيڪ انقلاب جو روح اجا باقي هو ۽ انهيءَ لاءِ اسباب اجا موجود هئا. بلڪ وڌيڪ پيدا ٿي رهيا هئا.

آزادي جي علمبردارن ۽ قوم پرستن يورپ ۾ هر هنڌ انقلاب کي هوا ڏني ۽ انقلابن جي هڪ دور ( ١٨٤٨ ــ ١٨٢٠ع) تاريخ جو رخ برقرار رکيو. ” اسپين“، ” پولئنڊ“ ۽ ” اٽلي“ ۾ انقلاب منهن ڪڍيو، جيڪو ملڪي حڪومتن جي منهن ڏيڻ کان مٿي هو. يورپ جي اتحادي قومن جي وڏين طاقتن: انگلئنڊ، فرانس، پروشيا، ( جرمني)، روس ۽ آسٽريا گڏجي سختي سان انقلابي، آزادي پسند قوم پرستن، جي جٿن کي چيپاٽيو. فرانس جي رجعت پسند شاهہ ” چارلس ڏهين“ کي معزول ڪري،” لوي فلپ“ کي تخت تي ويهاريو ويو. ليڪن اهو بہ مزدور طبقي جي مطالبن کي پورو ڪري نہ سگهيو. جنهن ڪري سن ١٨٤٨ع ۾ اتي مزدورن جو انقلاب آيو جنهن کي ” فرانس“ جي ملڪيت رکندڙ طبقي منهن ڏنو. ان بعد ٻيو رعيتي راڄ قائم ٿيو، ليڪن اهو لوي نيپولين جي وقت ۾ ڊهي پيو، جنهن شهنشاهہ نيپولين ٽئين جي لقب سان حڪومت هلائي تي. ( ١٨٧٠ ــ ١٨٥٢ع).

سن ١٨٤٨ع ۾، لبرل ( آزادي پسند) بلواين، جرمني، ۽ آسٽريا جي قبضي هيٺ آيل علائقن ۾ پڻ اٿل پٿل مچائي. ليڪن انهن کي خاص ڪاميابي حاصل نہ ٿي، ڇاڪاڻ تہ اهي پوري طرح منظم نہ هئا. وچين طبقي ۽ هيٺين طبقي جي مفادات ۾ فرق هو ۽ انقلابي ڪارڪن قوم پرستن جي (قومي) تعصب تي غالب پوڻ ۽ پاڻ ۾ متحد ٿيڻ ۾ ڪامياب نہ ٿي سگهيا. تاهم تاريخ پنهنجو رخ جاري رکيو. سال ١٨٧١ع ڌاري، " اٽلي " ۽ "جرمني" جا قوم پرست، پنهنجون الڳ متحده قومي رياستون قائم ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا. " روم" کي " اٽلي" ۾ شامل ڪيو ويو، ( ڪڏهن "اٽلي" روم جي شهنشاهيت جو حصو هئي).

انهي ڪامياب انقلابي دور ( ١٨٧١ ـ ١٨٤٨ع) هلندي، " وائنا ڪانگريس" هيٺ قائم ڪيل يوربي اتحاد، سن ١٨٥٥ع ۾ ڪريمئن جنگ سبب، ڊانواڊول ٿي ويو. اها لڙائي، " فرانس" ۽ " روس" جي وچ ۾، فلسطين جي مقدس مقامات جي نگراني جي سوال تان لڳي. " دولت عثمانيہ" ۾ روسين بہ "عيسائين" جي مٿان حفاظتي حڪومت قائم ڪرڻ جو مطالبو ڪيو. انهي دور ۾ " پوپ" ، روم ۽ ان سان ملحق علائقن تي، فرينچ فوجن ذريعي، حڪومت ڪندو هو. سن ١٨٦٦ع ۾ " آسٽريا" ۽ پروشيا (جرمني) جي وچ ۾ جنگ لڳي، جنهن ۾ "آسٽريا" هارايو ۽ " پروشيا" جي اتحادي جي حيثيت ۾ وينيشيا (Venetia)" اٽلي" جي حوالي ڪئي وئي.

# جديد مغربي تهذيب جا عوامل ۽ رجحانات:

## (١) مسيحت ۽ رومن تهذيب:

مسيحيت (Christianity) جي ابتدا، رومن شهنشاهيت ۾ ٿي ۽ ان سان رومن قانون ۽ نظام شامل ٿيو. سرڪاري مذهب جي حيثيت ملڻ بعد، مسيحيت جي اشاعت ۾ بي بناه اضافو ٿيو. قرون وسطيٰ ۾، يعني مغربي تهذيب جي وچين هڪ هزاري دور ۾، مغربي يورپ اندر جيڪا تهذيب

اسري، " مسيحيت" ان جو مکيہ عنصر بڻي.

ازانسواءِ " رومن تهذيب" قديم يونان جي فلسفي، ادب، سائنس ۽ فنون لطيفہ کي نہ صرف زنده رکيو پر ان ۾ اضافو ڪيو ۽ ان کي مغربي يورپ ۾ پکيڙيو. علم ادب جي دنيا ۾ "قديم روم" جي " لاطيني" ٻولي شهنشاهيت جي زوال بعد بہ زنده رهي ۽ هڪ هزار سالن تائين علم و ادب جي واحد زبان هئي. " رومن قانون" بہ ساڳي طرح جاري رهيو. هڪ تاريخ دان جي قول مطابق " روم، دنيا کي ٽي دفعا فتح ڪيو: پهرين دفع لشڪر سان ٻئي دفعي پنهنجي مسيحي مذهب سان، ۽ ٽئين دفعي پنهنجي قانون سان."

رومن حڪمرانن جا، يونچ سمنڊ جي علائقي ۽ جرمني خواهہ انگلنڊ ۾ اڏيل شهر اڄ بہ موجود آهن. رومن تهذيب، تمدن، قانون ۽ مذهب (مسيحيت) هڪ بين الاقوامي حيثيت حاصل ڪئي هئي، جيڪا ناعاقبت انديش حڪمرانن ۽ فوجي جنرلن جي تباهڪارين جي باوجود، ختم نہ ٿي، اهي فقط رومن شهنشاهيت کي ختم ڪري سگهيا. هڪ عالمي رياست جو تصور اڃا باقي آهي، جنهن ۾ گلوبلائيزيشن ، ڪامن هيومن ڪلچر ( گڏيل انساني ثقافت)، عالمي بئنڪ ۽ عالمي تجارت جون ڪوششون، ،دنيا کي هڪ گلوبل وليج يا عالمي ڳوٺ ۾ تبديل ڪري ڇڏن تہ ڪو عجب نہ آهي.

مغرب ( يورپ) ۾ رومن شهنشاهيت جي زوال جي باوجود، مشرق جي متمدن ۽ امير علائقن ۾ " بظنطيني رومي شهنشاهيت" هڪ هزار سالن تائين باقي رهي، جيڪا اسلامي فوجن هٿان سن ١۴۵٣ع ۾ اختتام پذير ٿي. قديم دنيا جي ثقافت ۽ شهري تهذيب. يورپ ( مغرب) ۾ رومن شهنشاهيت جي زوال بعد، وحشي قومن جي تسلط هيٺ ، تباهہ ۽ برباد ٿي وئي. ليڪن بظنطيني مشرقي رومن شهنشاهيت انهيءَ ثقافتي ورثي کي ايندڙ اسلامي تهذيب لاءِ زنده رکيو. مشرقي اسلامي تهذيب مغرب ( يورپ) ۾ " نئين جاڳرتا (Reraissance) جو هڪ سبب بني.

## (٢) يورپ جي نشاة . ثانيه ( نئين جاڳرتا -- Renaissance)
### (١۴ - هين کان ١٦ - هين صدي عيسوي)

يورپ کنڊ جي وچين دور جو انسانُ مذهبي طرز جي زندگي گذاريندو هو. خدا جي تعريف ڪندو هو، ۽ " انسان" کي پيدائشي طور تي گنهگار ۽ خطاوار سمجهندو هو.تنهنڪري دنيا جي زندگي کي، آخرت جي ڇوٽڪاري لاءِ استعمال ڪندو هو.

يورپ ۾ جاڳرتا، نشاة ثانيه يا ترقيءَ جو دور (Renaissance) سورهين صدي عيسويءَ ۾ اوج تي هو، جڏهن ڳوٺاڻي زندگي مان نڪري، "يوربي انسان" شهري معاشره ۾ رهڻ لڳو. هن کي آخرت ۾ بهشت جي اڻ ڏٺي ۽ اڻ لکي اميد کان، دنيا جي زندگي جون نعمتون، راحتون ۽ ترقي جا موقعا، وڌيڪ حقيقي ۽ فائديمند نظر آيا، تنهن ڪري سندس توجه انسان شناسي ڏانهن مبزول ٿيو.

پيڪو ڊيلا مرئنڊولا مطابق: " انسانُ ........... سڀ تعريف جي لائق آهي.......... " انسانُ" بجا طور تي ............... سمجهيو وڃي ٿو تہ هڪ عظيم معجزو آهي.......... هڪ اُها هستي، جنهن جي تعريف ڪرڻ گهرجي". وليم شيڪسپيئر (١٦١٦_ ١٥٦۴ع ) فرمايو: " انسان ڪيڏو نہ وڏو شاهڪار آهي! .............. سندس غور و فڪر ڪيڏو نہ بلند آهي! " سن ٩٥ _ ١٥٩۴ع ۾ سندس ڊرامو، " روميو جوليٽ" اسٽيج تي آيو، جنهن شائلاڪ يهوديءَ جي، هڪ شريف اميرزادي سان زيادتي، ۽ " جوليٽ" جي انسان تي رحم ڪرڻ جي عظيم وصف بابت دليل بازي، نئين دور جي انسان جي فهم و فڪر جي نمائندگي ڪئي. انهيءَ کان اڳي، سن ١٥٠٩ع ۾ ارئسمس جو ناول " غلطيءَ جي تعريف" منظر عام تي اچي چڪو هو ۽ ١٥٣٢ع ۾ ميڪياولي جو جڳ مشهور ڪتاب "شهزادو" (The prince) ۽ رابيلليز جو ڪتاب " پئنٽاگروئل" (Pantagruel) شايع ٿي چڪا هئا.

نئين جاڳرتا جي هن دور کي انسانُ جو پاڻ کي ۽ پنهنجي دنيا کي ڳولڻ جو دور سڏيو ويو آهي ۽ انهيءَ کي، انسان دوستيءَ جو دور پڻ چيو

وڃي ٿو. هي دور ٻي انت ڳوڙهي مطالعي جو دور به هو. ميڪياولي لکي ٿو ته: "( مطالعي جي) چئن ڪلاڪن جي عرصي ۾، آءُ دنيا کي وساري ويهان ٿو ۽ واقعي انهن ( ڪتاب لکندڙن) جي دنيا ۾ گم ٿي وڃان ٿو." "يونان" ۽ "روم" جي ادب مان، نئين جاڳرتا جي انسان، دنيا جي زندگي کي سمجهڻ ۽ ان جو لطف حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. يوناني ۽ رومن ذاهن، وچين دور وارن مذهبي عالمن وانگر، زندگي کي محض آخرت لاءِ تياري تصور نه ٿي ڪيو. هنن لاءِ تصور ۽ عمل، ٻئي گڏجي انسان جي دنيوي زندگي جي تشڪيل ڪن ٿا. هنن صحتمند جسم ۾ سٺي ذهن کي ساراهيو ٿي. نئين جاڳرتا جا انسان دوست عالم ۽ مفڪر زندگيءَ سان پيار ڪرڻ واري جذبي ۽ خيال کي ٻيهر سرگرم ڪرڻ لڳا. هنن قديم ادب جي هر بچيل پني ۽ صفحي کي پڙهڻ، ڇاپڻ، ۽ شايع ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. انهن پنن ۾ هنن کي انسان جي فطرت، حڪمراني جي اصولن ۽ حسن جي اصل معنيٰ ۽ مفهوم جو پتو پيو.

"اٽلي" مان نئين جاڳرتا جي شروعات ٿي: اتان جي ٽن شهري، رياستن، فلورينس، وينس ۽ ميلان، وچين دور ۾ تجارت مان ڪافي پئسوڪمايو هو. امير تاجر ۽ بئنڪ ڪار ادب ۽ فن ۾ دلچسپي وٺڻ لڳا. گهرن ۾ يوناني ۽ لاطيني ڪتابن جي هڪ ذاتي لئبرري رکڻ ۽ فن جي شاهڪارن سان سجاوت ڪرڻ هڪ فئشن بنجي ويو.

جيئن " ايشيا" ۾، يوربي نشاة ثانيه کان اڳ واري وچين دور ۾، نيشاپور ۽ بغداد علم و ادب جا مرڪز هئا، تيئن يورپ جي هن نئين جاڳرتا جي دور ۾ فلورينس جو شهر اديبن ۽ فنڪارن جو آماجگاهه بنجي ويو ۽ " اٿينس ثاني" جي حيثيت حاصل ڪيائين. سندس هڪ اديب، پنهنجي دور بابت لکيو آهي ته: " هي هڪ سونهري دور آهي، جنهن شاعري، فصاحت، نقاشي، فن تعمير، مجسمه سازي ۽ موسيقي کي نئين حياتي عطا ڪئي آهي، ۽ اهو سڀ ڪجهه هتي " فلورينس" ۾ ٿيو آهي."

"نئين جاڳرتا" جي انسان ـ دوست اديبن کان اڳي پيٽرارڪ (Petrarch) (١٣٠۴ـ١٣٧۴ع) شايد پهريون وڏو اديب ٿي گذريو آهي. هن ڪتابن بابت لکيو ته ( اهي) خوش آئينده ( پلي ڪري آيل) ساٿي

آهن، جيڪي راحت ڏين ٿا. ( سٺي) صلاح ڏين ٿا ۽ اوهان جي ( ذهني) سار سنڀال رکن ٿا ۽ اوهان کي دنيا جا راز سمجهائن ٿا." " پٽرارڪ" انسان جي اندرين زندگي کي ڦولهڻ جي ڪوشش ڪئي. هن محسوس ڪيو ت، "قدرت جو مشاهدو ڪرڻ، يونان ۽ روم جي ادب جو مطالعو ڪرڻ، شعر لکڻ ۽ اڪيلائي ۾ ويهي سوچڻ سان، " انسان" پنهنجي باري ۾ وڌيڪ معلوم ڪري ٿو ( ت) هو ڪٿان آيو آهي، ڪاڏي پيو وڃي ۽ هو ڇو جيئو آهي؟" "پيٽرارڪ" سڄيون راتيون جاڳي لکندو رهيو. جڏهن هڪ دوست آرام جو مشوره ڏنس ت چيائين! " قلم کان هلڪي شيءِ ڪان آهي ۽ ڪاب شيءِ انهي کان وڌيڪ خوشي ن ٿي ڏئي. جيڪي گهٽو پري آهن: شايد انهن لاءِ ب جيڪي اڄ کان هڪ هزار سال پوءِ پيدا ٿيندا." تاريخ ١٩ جولاءِ سن ١٣٧٤ع تي انسانيت جودوست "فرينسيسڪو پيٽرارڪ" يونيورسٽي آف پئرس جو تسليم شده مسيحي دنيا جو بيحد عمدو شاعر، پنهنجي ڪتب خان ۾ انهيءَ حالت ۾ مئل لڌو ويو جو سندس مٿو هڪ ڪليل ڪتاب تي رکيل هو ۽ سندس قلم هٿ کان ڪري هيٺ پيو هو.

" اٽلي" کان ٻاهر، انسانيت جو پرچار ڪندڙ ن ۾، ڊچ اديب ارئسمس (Erasmus) (١٥٣٦ ــ ١٤٦٧ع) هالنڊ، بيلجيم، جرمن رياستن ۽ انگلئنڊ جي تعليم يافت عوام کي متاثر ڪيو. هن انسان جي برتاء يا روش جو خاص مطالعو ڪيو. سندس شاهڪار ڪتاب " پريز آف فالي" (غلطي جي ساراهه) ۾ پادرين، بادشاهن ۽ فلاسفرن تي ڪڙي تنقيد ڪيل آهي، جيتوڻيڪ هو پاڻ پڪو عيسائي هو. فرانس جي هڪ پادري فرئنسوا رابيلا، ڪليسا کي خيرباد چئي، طب جو مشغلو اختيار ڪيو. هن راهبان زندگي خلاف بغاوت ڪئي ۽ هڪ ڪتاب لکيو، جنهن جو عنوان هو " دنيا ۾ توهان کي ڪجهه ب نامعلوم ن هجڻ گهرجي." ساڳي دور اندر، "اسپين" ۾ هڪ غريب قلمڪار " سابيدرا" جو ڪتاب " ڊون ــ ڪئگسوٽ" بهترين لوڪ پسند ڪتابن ۾ شمار ٿيڻ لڳو. انهي ۾ هو هيرو جي تصوراتي دنيا جو حقيقي زندگي سان مقابلوڪري ٿو ۽ ڏيکاري ٿو ت ڪهڙي ريت، انسان جون آسون اميدون ۽ وهمي تصورات . سندس حقيقت جي تصور جي تشڪيل ڪن ٿيون.

نئين جاڳرتا جي دور جو هڪ متنازعہ ليکڪ " نڪولو ميڪياولي (Niccolo Machiavelli) (١٥٢٧ ـ ١٤٦٩ع) آهي، جنهن مذهب کي علم سياسيات کان الڳ ڪيو. پنهنجي ڪتاب " دپرنس" ۾ ڄاڻائي ٿو تہ اصل ۾ حڪمران ڪهڙي ريت اقتدار حاصل ڪن ٿا ۽ ان کي برقرار رکن ٿا. هو لکي ٿو تہ: " ڪامياب حڪمران، خدا ۽ ڪليسا جي تعليمات جي باري ۾ نہ ٿو سوچي، بلڪ هن جي سوچ اقتدار ۽ رياست جي بقاء متعلق ٿئي ٿي. جيڪڏهن رياست جو ڀلو انهيءَ ۾ آهي تہ حڪمران ڪوڙ بہ ڳالهائي ٿو، عهدنامن جي خلاف ورزي بہ ڪري ٿو ۽ پنهنجي دشمن تي حملوڪري ٿو..... فقط هڪ بيوقوف بادشاهہ ٻئي بادشاهہ جو ڀروسو رکي ٿو." آخر ۾ چوي ٿو تہ:" انسانن جي ڪثير اڪثريت خود غرض، بزدل، ظالم ۽ بدڪار آهي. تنهن ڪري حڪمران کي، حضرت عيسيٰ عليه السلام جي تعليمات تي عمل ڪرڻ بجاءِ، جهنگل جي قانون تي عمل ڪرڻ گهرجي. فقط انهي طريقي سان هڪ رياست پنهنجي دشمن تي فتح حاصل ڪري سگهي ٿي. جيڪڏهن ڪو حڪمران هڪ سني عيسائي وانگر عمل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو تہ ممڪن آهي تہ سندس رياست، انهن رياستن جي تابع ٿي وڃي، جن جا حڪمران وڌيڪ چالاڪ ۽ حرفتي آهن. سياسيات جي ڪن عالمن جو خيال آهي تہ " دپرنس" ۾ دراصل اهو ڄاڻايو ويو آهي تہ حڪمرانن جي هميشه کان ڪهڙي حڪمت عملي رهندي آئي آهي ۽ هميشه لاءِ رهندي ايندي.

يورپ جي نئين جاڳرتا کي تاريخدان هڪ نئين زماني جو آغاز سمجهن ٿا. انهيءَ دور جي انسان جو فڪر ۽ عمل بہ ائين ڏيکاري ٿو تہ هن پاڻ کي وچين دور جي انسان کان مختلف محسوس ڪيو ٿي. دراصل هي دور، لادينيت ۽ دنيوي نظريہ يا، "سيڪيولرزم" (Secularism) جو شروعاتي دور آهي: نئين جاڳرتا جي هڪ ليکڪ خدا جو شڪر ڪندي لکيو آهي تہ "( آءٌ) هن نئين زماني ۾ ڄائس، جيڪو ايڏو پر اميد ۽ حوصلہ افزا آهي، جنهن ۾ اهڙا عمدي صلاحيتن وارا انسان رهن ٿا، جهڙا گذريل هڪ هزار سالن ۾ بہ نہ ٿي گذريا آهن". بهتر زندگي گذارڻ تي زور ڏيڻ، انسان کي همٿائڻ تہ هو پنهنجي عقل ۽ صلاحيتن کي ترقي ونرائي تيز ڪري، ۽ قدرت

جي حسن کي سمجهڻ ۽ ان جو لطف حاصل ڪرڻ جو ڏانءُ ڏيڻ ذريعي، ”نئين جاڳرتا“ جديد دنيوي (سيڪيولر) نظريات جو بنياد رکيو.

## (٣) سائنسي انقلاب: (١٦٨٧-١٥٤٣ع)

يورپ جي نئين جاڳرتا انسان جي ذهن کي آخرت جي زندگيءَ بجاءِ دنيوي حياتيءَ طرف لاڙيو. مذهبي اصلاح جي تحريڪ (Reformation Movement) يورپ کنڊ کي ٻن بلاڪن ۾ تقسيم ڪري ڇڏيو. ڪجھ ملڪ ”ڪئٿولڪ ڪليسا“ سان وابستہ رهيا. باقي پروٽيسٽنٽ مذهب ۾ داخل ٿي ويا. جنهن ڪري وچين دور جو مذهبي اتحاد ختم ٿي ويو. مهم جو ملاحن، نفع خور واپارين ۽ ملڪ گيري جي هوس رکندڙ حڪمرانن گڏجي هڪ نئون زمانو آندو، جنهن ۾ اقتصاديات جو واڌارو ۽ دنيا جي ڪيترن علائقن جون فتوحات ۽ اتي مغربي قومن جي آبادڪاري عمل ۾ آئي، خود يورپ اندر، بادشاهن جي وڌندڙ مطلق العناني سبب جاگيردارن ۽ ڪليسا جي پادرين جو زور ٽٽو ۽ قومي رياستن جو آغاز ٿيو. تاهم اهم ترين انقلاب انسان جي سوچ ۾ آيو، سندس زندگي بابت نقطئہ نظر تبديل ٿيڻ لڳو. انهيءَ کي سائنسي انقلاب چئجي ٿو. جنهن فڪر جي نون طريقن ۽ انسان جي قدرت بابت ڄاڻ کي وسيع ڪيو.

هي سائنسي انقلاب ذري گهٽ ڏيڍ صدي( ١٦٨٧ _ ١٥٤٣ع) تائين جاري رهيو، جنهن ۾ ڪجھ خاص واقعا هينئنءَ ريت رونما ٿيا:

(١) سن ١٥٤٣ع ۾ ڪاپرنيڪس (Copernicus) (١٥٤٣ _ ١٤٧٣ع) جو هيليو سينٽرڪ نظريہ(Helio Centric) ڪتابي صورت ۾ شايع ٿيو، جنهن مطابق سج جي مرڪزي نقطہ جي لحاظ کان نظام شمسي ۽ ڪائنات جو مطالعو ڪيو ويو. اهو ڪتاب (De Revolutio-nisus) تڏهن ڪاپرنيڪس جي هٿن ۾ پهتو، جڏهن هو موت جي بستري تي ساهہ ڏئي رهيو هو. ( چئمبرسس ج ٤، ص ١١١) ساڳئي سال ويساليوس (Vesalius) جو انساني جسم جي جوڙ جڪ ۽ علم الاعضا، يعني عضون جي علم، 'اناٽامي' تي لکيل آخري ڪتاب شايع ٿيو.

(٢) سن ١٦٠٩ع ۽ ١٦١٩ع ۾ ڏار ڏار ڪيپلر (Kepler) سيارن جي تحرڪ جا قانون، ۽ گئليليو (Galileo) جوپيٽر سياره جا اپگرهہ گولي پڌرا ڪيا. سن ١٦١٠ع ۾ انهيءَ تحقيق، ڪيپلر جي سياراتي تحرڪ جي پٺڀرائي ڪئي.

(٣) سن ١٦٢٠ع ۾ فرئنسز بيڪن (Francis Bacon) (١٦٢٦ - ١٥٦١ع) پنهنجي تصنيف (Novum Organum) ذريعي سائنسي طريقہ ڪار تي زور ڏنو.

(۴) سن ١٦٢٨ع ۾ انسان جي جسم ۾ رت جي دوري متعلق هاروي (Harvey) جو ڪتاب شايع ٿيو.

(۵) سن ١٦٣٢ع ۾ گئليليو تي ڪفر جو مقدمو قائم ٿيو، ۽ ڇهہ سال پوءِ، سن ١٦٣٨ع ۾ "گئليلو" پنهنجي تحقيقاتي ڪتاب ۾ تحرڪ، تيز رفتاري ۽ ڪشش ثقل يا ڌرتيءَ جي ڇڪ جا نظريہ پيش ڪيا.

(٦) هڪ اڻ پڙهيل ڏچ اسٽور - ڪيپر "ليووينهوڪ" Leeuwenhoek) ١٧٢٣ - ١٦٣٢ع)، شايد حياتيات جي علم جي اهم ترين دريافت ڪئي. هن "مائڪرو آرگئنزم" گولي لڌا، جيڪي ننڍڙا ساهوارا، پاڻي جي هڪ ڦڙي منجهان هڪ هزار جي تعداد ۾ خوردبين ذريعي نظر آيا ٿي. "ليوين هوڪ" بيحد ذرڙن ساهدارن کي دريافت ڪيو، ۽ نيوٽن، ڪائنات جي لامحدود حدن تائين هليو ويو.

(٧) سن ١٦٨٧ع ۾ سرائزڪ نيوٽن تحرڪ جي قاعدن Laws of motion جو انڪشاف ڪيو.

اهڙي طرح ارسطو ۽ قديم يوناني مفڪرن جي ڪائناتي نظرين کي رد ڪري، يورپ جي سائنسي انقلاب، انسان جي قدرت بابت نقطہ نظر کي هڪ نئون رخ ڏنو. هڪ سائنسي رخ جيڪو ارسطو جي فڪر ۽ بائيبل جي متن کان ٻاهر نڪري ويو. سائنسي طرز عمل جي هڪ آسان وضاحت "ليون هوڪ" جي هنن لفظن ۾ ملي ٿي، "منهنجي تحقيقات جو مقصد حقيقت کي معلوم ڪرڻ آهي، جيتري قدر اها منهنجي وس اندر آهي..... آءٌ چاهيان ٿو تہ جيڪا ٿوري گهڻي صلاحيت مون ۾ آهي، انهيءَ سان آءٌ حقيقت کي سيني جي اکين آڏو آڻيان تہ جيئن جهالت دنيا مان دور ٿئي."

اهو سائنسي انقلاب اجا جاري هو تہ تحقيق ۽ تلاش جو زمانو شروع ٿيو.

## (٤) مذهبي اصلاح پسندي:

يورپ جي نئين جاڳرتا ۾ پندرهين صدي عيسوي جي مذهبي انقلاب جو بہ عمل دخل آهي: وچين دور ۾ ڪئٿولڪ ڪليسا يورپ جي عوام کي مذهبي طور منجمد رکيو هو. اختلاف ڪندڙن کي ڪافر قرار ڏئي انسان سوز سزائون ڏنيون وينديون هيون ۽ سزا ڏيندڙ ظالم جلادن کي خدا جا جنگي جوڌا سمجهيو ويندو هو.

سورهين صدي عيسوي جي آغاز وقت، جرمنيءَ جي هڪ عيسائي پادري مارٽن ليوٿر (Martin Luther, ١٤٨٣ - ١٥٤٦ع) ڪئٿولڪ ڪليسا جي ڪجهہ عقيدن ۽ عملي قدمن خلاف اعتراض ڪيو. "ڪليسا" "ليوٿر" کي ڪافر قرار ڏنو. ليڪن پوپ ۽ سندس عملدار هن کي پنهنجي اعتراضات ۽ عقيدن جي پرچار ڪرڻ کان روڪي نہ سگهيا ۽ مسيحي يورپ ۾ وڏو ڏار پئجي ويو. ڪيترائي عيسائي، ڪئٿولڪ ڪليسا کان منهن موڙي، "پروٽيسٽنٽس" (اعتراض ڪندڙن) ۾ شامل ٿي ويا. هڪ هزار سالن جو اڏيل ڪئٿولڪ ڪليسا جو محل سورهين صدي جي شروعاتي سالن ۾ زوال پذير ٿيڻ لڳو. جنهن مذهبي تحريڪ، پروٽيسٽنزم، اهو پهريون ڏار وڌو، انهي جي باني مارٽن ليوٿر اعلان ڪيو ۽ انهيءَ تي زور ڏنو تہ: بائيبل کي سمجهڻ لاءِ، ڪنهن شخص کي، پادريءَ جي ضرورت نہ آهي. نيڪ نيت سان بائيبل کي پڙهڻ مان، هر شخص کي، ان جي معنيٰ ۽ مفهوم سمجهہ ۾ اچي ويندو. ١٥١٧ع ۾ ليوٿر جون ٩٥ ٿيسز شايع ٿيون. ۽ ١٥٣٤ع ۾ برطانيہ جي ڪليسا، روم جي ڪئٿولڪ ڪليسا سان الحاق ختم ڪيو.

"نئين جاڳرتا" جي انسان دوست عالمن پڻ ڪئٿولڪ - پروٽيسٽنٽ محاذ آرائي ۾ مدد ڪئي. هنن اعلان ڪيو تہ عبادت جا آداب، مذهبي رسمون ۽ ڪ ستائن جون ۽ پيامحض باهريان عمل، خدا وٽ پهچڻ جو

بهترين طريقو نـ آهن. هنن بائيبل مقدس جو آزاد مطالعو ڪرڻ شروع ڪيو ۽ پوپ کي نذرانہ ڏيڻ بجاءِ شهري ترقي ۽ انسان ذات جي ڀلائي لاءِ خرچ ڪرڻ جي ترغيب ڏني.

جينيوا ( سئٽز لئنڊ) ۾ پروٽيسٽنٽ تحريڪ جو سرواڻ، جان ڪالون، انهيءَ متي تي مارٽن ليوٿر سان متفق ٿيو تہ نيڪ عمل انسان کي بهشت ۾ داخلا ڏياري نہ سگهندا. فقط چند انسان بهشت ۾ داخل ٿي سگهندا ۽ اهي جائي ڄم انهيءَ لاءِ منتخب ڪيا وڃن ٿا. ڪالون جي پوئلڳن جو عقيدو هو تہ جيڪو انسان خوشين جي پنيان پوي ٿو دوزخ ان جو مقدر آهي. آمريڪا جي مئسيچوسيٽس رياست مان جيڪي مهاجر يورپ ۾ واپس اچي آباد ٿيا، اهي ”ڪالونزم“ جا معتقد ٿيا ۽ يورپ ۾ جرمني،هالئنڊ ۽ انگلئنڊ جي ڪجهہ علائقن ۾، ۽ آمريڪا جي ڪجهہ حصن ۾ انهيءَ اعتقاد زور ورتو.

انسان جي ذاتي ( شخصي) آزادي تي،” ليوٿر“ ۽ ”ڪالون“ زور نہ ڏنو، بلڪ اولي الامر حڪمرانن جي اطاعت هر حالت ۾ لازمي قرار ڏني. ليوٿر چيو تہ ” جيڪو مسيحي آهي انهيءَ لاءِ مناسب نہ آهي تہ هو پنهنجي حڪومت جي خلاف ڪم ڪري، اها حڪومت انصاف سان هلندي هجي يا بي انصافي سان، ٻنهي حالتن ۾ حڪومت جي تعبيداري لازمي آهي.“ تاهم ڪجهہ تاريخدانن جو خيال آهي تہ اصلاح جي تحريڪ شخصي آزادي کي جنم ڏنو.

## (٥) تجارتي انقلاب ( ١٧٠٠ — ١٤٥٠ع) ، ۽ سرمائيداري نظام:

تهذيب جي ٻين شعبن وانگر، تجارت، ١٥ صدي عيسوي کان ١٨ صدي عيسوي تائين، وچين دور (Medieval time) جي وهنوار مان تبديل ٿي، جديد دور جو عالمي تجارتي نظام اختيار ڪيو. جديد تجارتي نظام هيٺ سرمائيداري نظام قائم ٿيو. سرمائيداري نظام (Capitalism) هيٺ (١) پيداوار جا ذريعا خانگي ملڪيت هيٺ آيا، (٢) منافع لامحدود ٿيو، (٣) منافع لاءِ تاجرن ۽ سرمائيدارن جي وچ ۾ چٽاڀيٽي شروع ٿي، (۴)سرمائيدارن وڌيڪ نفعو ڪمائڻ خاطر بهتر ڪارگردگيءَ تي زور ڏنو ۽ (۵) وڌيڪ نفعو

ڪمائيندڙ معاشره ۾ وڏيڪ حيثيت جو مالڪ بنيو. " ڪارل مارڪس" انهيءَ کي " بورزوائي معاشره" (Bourgeois _ society) سڏيو آهي. هو لکي ٿو تہ، " بورزوائي معاشره ۾ " سرمايو " (Capital) هڪ آزاد انفرادي شخصيت جو مالڪ آهي، جڏهن تہ هڪ زنده انسان ( انهي جي ) تابع آهي ۽ سندس ڪا بہ انفرادي شخصيت نہ آهي." امريڪا جي مزدور اڳواڻ، جان ليوس (١٨٨٠ ـ ١٩٦٩ع) John Lewis هڪ تقرير جي دوران چيو تہ " هتي، هن ملڪ ۾، بدترين " فاشسٽ" اهي آهن، جيڪي " فاشزم" (Fascism) کي رد ڪندي، آزادي (Liberty) ۽ "آئين" (Constitution) جي آڙ ۾ ماڻهن کي سرمائيداري نظام (Capitalism) جو غلام بنائن ٿا." ( ڊان ڪوٽيشن، ٢٠ مئي ١٩٩٧ع) اهڙي نظام ۾ سماجي بيچيني پيدا ٿيڻ لازمي آهي ۽ انهي جو اعتراف ڪندي، پروفيسر شمپيٽر لکي ٿو تہ، " لامحالہ ۽ خود پنهنجي تهذيب جي منطق مطابق، سرمائيداري نظام (Capitalism)، سماجي بيچيني کي جنم ڏئي ٿو، تعليم فراهم ڪري ٿو ۽ انهي ۾ مفاد رکندڙ طبقي (Vested interest) جي مالي مدد ٿو ڪري. (ايضا ـ ١١ جولاءِ ١٩٩٧ع).

جديد عالمي سرمائيداري نظام جو آغاز، دراصل مشرق جي ترقي يافتہ تجارت جي، " اٽلي" تي پيل اثر کان ٿيو. اٽلي جي شهري رياستن ۽ مسلمان آبادين جي مرڪزي شهرن جي وچ ۾ وڌندڙ تجارت وڏو سرمايو پيدا ڪيو جيڪو بيهر سيڙائي وڌيڪ نفعو ڪمايو ويو. تجارتي قرضن ۾ پڻ سرمايو سيڙايو ويو ۽ اتان بئنڪ ڪاري نظام شروع ٿيو. حساب ڪتاب رکڻ جا بهتر طريقا ايجاد ٿيا. شراڪتي تجارت، حصص وغيره ذريعي سرمايو تجارتي دنيا جو بادشاهہ بنجي ويو. اڳي " مال" تي مجرو هو، هاڻي زر (capital) کي سڀ ڪجهہ سمجهيو ويو.

ڪوجنا (Exploration) جي زماني ۾ سرمائيداري نظام وڏي ترقي ڪئي. جڏهن يورپي بحري جهاز سمنڊ جهاڳي، مشرق جا قيمتي جواهرات، غاليچا، ڪافي، مصالحا، چانهہ ۽ ريشم درآمد ڪندا هئا ۽ آمريڪا جي ملڪن مان پشم، اناج، کنڊ، ڪوڪا ۽ مڇي ڪٽي ايندا هئا ۽ جڏهن افريقا جا غلام ۽ هاٿي ڏند ( عاج) سستا فراهم ٿيندا هئا. تڏهن يورپ ۾ فاضل سرمايو گڏ

ٿيو ۽ انهي جي سيڙپ ۽ منافع جي حصول خاطر انقلابي اقدامات ڪيا ويا. يورپ جي شاهي سياست متاثر ٿي. ساڳي وقت وڏي سيڙپ خاطر " جوائنٽ اسٽاڪ ڪمپنيز" جو رواج پيو. انهن مان بہ خاص ڪامياب ڪمپنيون: (١) انگلش ايسٽ انڊيا ڪمپني، ۽ (٢) ڊچ ايسٽ انڊيا ڪمپني، سترهين صدي عيسوي جي منڍ ۾ قائم ٿي چڪيون هيون. سندن ڪاميابي جو اندازو هن حقيقت مان لڳائي سگهجي ٿو تہ، هڪ بيحد نفع بخش بحري (تجارتي) سفر، سرمائيڪارن کي ٢٢٠ ( بہ سؤ ويهہ) سيڪڙو نفع ڏنو. انهن جو تعلق انگلش ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ سان هو. ڊچ ايسٽ انڊيا ڪمپني، پنهنجي اسٽاڪ هولڊرس کي سراسري ١٨ سيڪڙو ساليانہ ڦانڊٽي ڏني. ( انسان جو نامڪمل سفر - ايضا - ص ٣٨٥).

سرمائيداري نظام هيٺ شين جي قيمت ۾ اضافو اٿر هو. جڏهن سال ١٥٢٢ع ۾ ميڪسيڪو کان اسپين ۾ سون ۽ چانديءَ جون سرون پهتيون ۽ انهن " اٽلي" جي " ميلان" ۽ " بيلجيم" جي "اينٽيورپ" سرمائيڪاري جي منڊين جو رخ ڪيو، تڏهن مال جي پيداوار ۽ سون - چانديءَ جي فراهميءَ ۾ وڏو فرق اچي ويو. نتيجي ۾ پوري يورپ اندر، شين جي قيمتن ۾ حيرت انگيز اضافو آيو. ائين سمجهڻ گهرجي تہ انسان جي تاريخ ۾ سرمائي جي راڪاس پهريون دفعو عام ماڻهن جي روزمره جي زندگي کي تباهہ ڪرڻ شروع ڪيو. سال ١٦٥٠ع تائين اڪثر شين جي قيمت جوڻي وڌي وئي. " پئرس" جي اناج منڊيءَ ۾ ڪڻڪ ۽ گاهہ، ١٥٠٠ع وارين قيمتن کان. پندرهوڻو وڌيڪ قيمت ۾ وڪرو ٿيڻ لڳا. زميندارن کي هارين کان مقرر مالڪاڻو ملندو هو، تنهن ڪري انهن جي آمدني سندن ضرورتن کان گهٽجڻ لڳي. اهڙي طرح هاري ۽ مزدورن جو حقيقي اجورو، کين ملندڙ آمدني کان، گهڻو گهٽ ٿيو. هو پنهنجي دستوري آمدنيءَ مان زندگي جون ضرورتون پوريون ڪري نہ پئي سگهيا. ٻئي طرف سرمائيدار تاجر وڌيڪ کان وڌيڪ قيمت وصول ڪري سگهيو ٿي، ڇاڪاڻ تہ "مال" سندس قبضي ۾ هو ۽ انهيءَ جي قيمت وڌندڙ هئي، انهيءَ صورتحال سبب " مرڪنٽلزم" (Mercantilism) وجود ۾ آئي.

"مرڪنٽلزم"، معنيٰ تجارت ۾ نفع کي مقدم رکڻ. ۽ ان جو نتيجو زر - پرستي. هڪ تجارتي نظريہ طور جديد مغربي تهذيب ۾ داخل ٿي. انهيءَ جو

بنياد " عظيم اقتصادي واڌ" ۽ " شهنشاهيت" تي رکيو ويو. سون ۽ چانديءَ جي حاصلات، جديد تجارتي نظريہ، مرڪنٽائيل نظام، جو پهريون اصول هو. بادشاهہ پروانو جاري ڪندو هو ۽ سرمائيدار جوائنٽ اسٽاڪ ڪمپنيون ٺاهي بيروني تجارت مان نفع ڪمائيندا هئا، جنهن مان بادشاهہ کي مقرر حصو ملندو هو. بيروني ملڪن ۽ ڪندن ۾ بينڪن جي نظام مرڪنٽائيلي سوچ کي هٿي ڏني. بينڪن جي پيداوار آقا ملڪ جي ملڪيت سمجهي وئي ۽ اهي فقط انهي آقائي ملڪ مان پنهنجي ضرورت جون شيون درآمد ڪري سگهيون ٿي. تجارتي بندشن لڪ چوري مال جي درآمد - برآمد، " سمگلنگ" ، جي طريقي کي هشي ڏني، اها خرابي بہ اتان شروع ٿي.

" اسپين" ۽ " پورچوگال" بيحد شاهوڪار تجارتي ملڪ هئا. سال ١٥٨٠ع بعد " پورچوگال" تي اسپين جي حڪمراني هئي، انهيءَ زماني ۾ اسپيني بحري جهازن کي ڦرڻ لاءِ ساموندي ڌاڙيل (Pirates) پيدا ٿيا. ٻئي طرف باقي يورپي ملڪ " اسپين" جي تجارتي هڪ هٽي ختم ڪرڻ لاءِ پاڻ ۾ متحد ٿيا. آخرڪار جوائنٽ اسٽاڪ ڪمپنين شاهي حمايت سان " اسپين" جي خلاف هڪ بحري لڙائي شروع ڪئي. بعد ۾ انگلنڊ، فرانس ۽ هالنڊ سرڪارن جي هشيءَ تي اسپين جا قيمتي تجارتي جهاز ڦريا ويا، ۽ سال ١٥٦٢ع ۾ انگريز سمگلر. ملاح" جان هاڪنس"، جنهن کي بعد ۾ "سر" جو خطاب ڏنو ويو، سرجان هاڪنس ( ١٥٩٥ - ١٥٣٢ع)، " چوري سينا زوري" جي مصداق، يورپ جو مال ۽ افريقا جا غلام، ڪئريبين جي اسپيني نوآبادين ۾ وڪڻي وڏو نفع ڪمايو. پوءِ سندس سوٽ ، " فرئنسز دريڪ" جنهن کي بہ " سر" جو خطاب مليو، " سرفرئنسز دريڪ" ( ١٥٩٦ - ١٥٤٠ع)، هڪ آرماڙ (fleet) تيار ڪري، ائٽلانٽڪ مان پئسفڪ سمنڊ ۾ داخل ٿيو. انهن پنجن بحري جهازن جي ٻيڙي جي منزل مقصود خفيہ رکي وئي. ٽن سالن جي عرصي ( ١٥٨٠ - ١٥٧٧) اندر هن " اسپين" جي جهازن تي قبضو ڪيو ۽ "پاناما" ۾ " پيرو" جي چانديءَ جي ساليانہ پيدائش ڦري ورتي. گرفتاري جي خوف کان واپسيءَ ۾ ائٽلانٽڪ سمنڊ بجاءِ پئسفڪ سمنڊ ۾ مغرب طرف ٻيڙو هاڪاريائين ۽ انهيءَ اتفاقي مجبوري جي سفر، ڌرتي جي گولي جي ٻئي گول چڪر کي مڪمل ڪيو. (انسان جو نامڪمل سفر، ايضا - ص ٣٨٦).

سرفرئنسز ڊريڪ، ٥٦ سالن جي عمر ۾، جنوري ١٥٩٦ع ۾ پورٽوبيلو بندرگاھ جي ڀريان پيچش جي مرض ۾ مري ويو. سندس سوٽ هاڪنس جيڪو نائب ڪپتان هو، نومبر ١٥٩٥ع ۾ پورٽو رهيو جي ڀريان گذاري ويو هو. ٻئي انگريز ملاح آگسٽ ١٥٩٥ع ۾ پليمائوٿ کان " ويسٽ انڊيز" جي هن آخري بحري سفر تي روانا ٿيا هئا. " ڊريڪ" برطانيہ کي اسپين تي هڪ فيصلہ ڪن برتري ڏياري. سندس موت بعد، سندس لاش، شيهي جي تابوت ۾ وجهي، ائٽلانٽڪ جي گهرائين جي حوالي ڪيو ويو ۽ هڪ گمنام انگريز شاعر جو هي شعر " سرفرئنسز ڊريڪ" لاءِ انگريز قوم جي خراج تحسين طور، يادگار رهجي ويو:

The waves became his winding sheet,
The waters were his tomb,
But for his fame,
The ocean sea was not sufficient room.

" لهرون سندس وروڪڙ ڪفن،
پاڻي سندس مقبرو هئو،
شهرت سندس جي اڳيان اهو،
پاڻي انهيءَ جيترو نہ هو."

## (٦) اسپين جو اقتدار:

سن ١٤٩٢ع ۾، " اسپين" جي آخري اسلامي حڪومت جو خاتمو ٿيو. سنڌ ۽ اسپين تي هڪ ئي وقت ( ١٢ ـ ٧١١ع) " دمشق" جي اموي خلافت جو قبضو ٿيو هو. " سنڌ" جي فتح، ايران ۽ خراسان تي مسلمانن جي قبضي ٿيڻ جو لازمي نتيجو هئي ۽ " اسپين" جي فتح، اتر افريقہ ۾ قيروان جي اسلامي ڇانوڻي طرفان، بربر جنرل طارق بن زياد جي سربراهي ۾، موڪليل سراغ رساني جي هڪ جٿي جي حيرت انگيز ڪاروائي هئي. انهي دور جا حالات، هن تحقيق ۾ الڳ بيان ڪيل آهن. هتي اٺن صدين جي اسلامي حڪومت بعد، اسپين جي عيسائي قبائل طرفان، آزادي حاصل ڪرڻ ۽ يورپ

۾ " اسپين" جي ڪردار تي روشني وڌي ويندي.

جنوري ١۴٩٢ع ۾ غرناطہ جي اسلامي حڪومت تي قبضي ڪرڻ بعد، شهزادي فرڊيننڊ ۽ راڻي اسابيلا جي حڪومت هڪ شاهي فرمان جاري ڪيو، جنهن ۾ ٻين ڳالهين کان علاوه، حڪم ڪيو ويو تہ " مسلمان پنهنجو مذهب ترڪ ڪن، يا " اسپين" مان نڪري وڃن." مؤرخ لکن ٿا تہ مسلمانن کي نهايت بي رحمي سان " اسپين" مان بي دخل ڪيو ويو، پوءِ بہ ١٥٧٠ع تائين اتي اٽڪل ٢ لک مسلمان مخفي طور تي رهندڙ هئا، جن کي فلپ ٽئين جي دور ۾ " فرانس" ڌانهن ڌڪيو ويو، جتان جيڪي بچيا، تن اسلامي ملڪن ۾ وڃي پناهہ ورتي. اهڙي طرح، سيد امير علي جي لفظن ۾ " اسپين جي سرزمين تان هڪ بهادر، ذهين ۽ متمدن قوم غائب ٿي وئي".

انهي زماني ۾ " اٽلي" جي بندر جينوئا (Genoa) جي هڪ مير بحر "ڪرسٽوفرڪولمبس ". (Christopher Columbus) (١٥٠٦ - ١۴٥١ع) پهريائين پورچوگال جي بادشاهہ " جان" کي رٿ پيش ڪئي تہ سر اولهہ وٽي هندستان جي ساحل تي پهچڻ جو مختصر بحري رستو قائم ڪجي، ليڪن شاهہ پورچورگال، پنهنجي بحري صلاحڪارن جي چوڻ تي، اها رٿ رد ڪئي. " اسپين" جي راڻي " اسابيلا" کي جڏهن اها خبر پئي تہ هن "ڪولمبس" کي پاڻ وٽ گهرائي، هڪ ننڍو بحري ٻيڙو سندس حوالي ڪيو. تاريخ ٦ سيپٽمبر سن ١۴٩٢ع تي، جهازن جو اهو مختصر ٻيڙو ڪئنري ٻيٽن (Canary Islands) جي ڪنارن کان بحراٽلانٽڪ جي لهرن تي محو سفر ٿيو. هڪ مهيني جي سٺائي واءَ ۽ تيز رفتاري بعد، ١٢ آڪٽوبر سن ١۴٩٢ع جي علي الصبح، موڪلائيندڙ چنڊ جي روشني ۾، هنن کي اڇي واريءَ جي هڪ ٽڪريءَ جي چوٽي نظر آئي. اهو هڪ ٻيٽ هو، جنهن کي هاڻي وٽلنگس آئلنڊ (Watlings Island) چون ٿا. ٽامي جي رنگ وارن مقامي ماڻهن دوستانہ برتاءُ ڪيو. ۽ " ڪولمبس" کي، ڏکڻ طرف هڪ امير ملڪ ( شايد ڪيوبا) جو ڏس ڏنائون. انهيءَ ملڪ تي چين جي خان اعظم ( خاقان) جو راڄ هو، جنهن جي نالي راڻي اسابيلا جو لکيل خط، " ڪولمبس" کي ساڻ هو. اسپين موٽي اچي، راڻيءَ کي ٻڌايائين تہ سندس شاهي ٻيڙو هندستان جي ساحل کان ٿي آيو آهي. راڻي خوشيءَ وچان

اعلان ڪيو تہ سندس امير البحر، هندستان تائين سڌو بحري رستو دريافت ڪيو آهي ۽ پوپ اليگزينڊر ڇهين کي اهڙو اطلاع ڪيائين. جنهن هڪدم فرمان جاري ڪيو تہ اگر ڳولي لڌل سڀ ملڪ ۽ هن بعد دريافت ٿيندڙ ملڪ، جيڪي " هندستان طرف ويندڙ ( بحري) رستي سان واقع آهن، سي سڀ " اسپين" جي ملڪيت آهن. انهيءَ فيصلي تان، پورچوگال، اسپين سان جنگ ڪرڻ وارو هو تہ سفارتڪاري ذريعي صلح ڪرايو ويو ۽ فيصلو ٿيو تہ ازورس (Azores) ٻيٽ جي اولهہ واري ڊگهائي ڦاڪ، ٻنهي يوروپي نوآبادياتي طاقتن جي اقتدار جي سرحد سمجهي وڃي. انهي کي "ٽارڊ يسيلس جو عهدنامو" (Tordesillas Treaty) چئجي ٿو. اهو سال ۱۴۹۴ع هو، جڏهن غير مسيحي قومن کي اسپيني ۽ پورچيگيزي بادشاهيتن جي دائري اثر هيٺ آندو ويو.

## (۷) دنيا جي تلاش ۽ ٻيٺڪن جو قيام:
## (Exploration and colonization)

يوربي قومن جي سائنسي تحقيقات ۽ تلاش سان گڏ، سنڌن دنيا جي ٻين کنڊن ۾ آبادڪاري ۽ تجارتي توسيع هڪ نئين صورتحال پيدا ڪئي. اوائلي دور ( ۱۶۲۰ ــ ۱۴۱۵ع) اندر يوربي ملاحن، افريقہ کنڊ جو بحري چڪر ڪاٽي، هندستان پهچڻ جو رستو هٿ ڪيو. هن ائٽلانٽڪ سمنڊ جي پريان هڪ نئين دنيا ( امريڪا کنڊ) ڳولي لڌي ۽ دنيا جي چوگرد بحري سفر مڪمل ڪيو. پوءِ يوربي قومن، هزارين ميل پري ملڪن کي فتح ڪرڻ ۽ اتي پنهنجون نوآباديون قائم ڪرڻ جو عمل شروع ڪيو. تحقيقات جي زماني، شهنشاهي توسيع جو آغاز ڪيو، جنهن سن ۱۹۰۰ع تائين، دنيا جي باقي کنڊن جا وسيع علائقہ يوربي قومن جي غلامي يا حڪمراني هيٺ آڻي ڇڏيا. انهيءَ سان گڏ مغربي تهذيب جي يلغار شروع ٿي، جنهن جا اثرات اڄ تائين جاري آهن. دراصل سائنسي تحقيق ۽ تلاش جي آڙ ۾ ۽ انهيءَ سان گڏ ئي حاصل ڪيل قوت جي زور تي، يوروپي قومن چار مکيہ مقصد حاصل ڪرڻ چاهيا ٿي: (۱) مالي فائدي حاصل ڪرڻ جي خواهش ڪئي، مالدار ملڪن مان پورو [illegible] (۲) مسيحيت جي مذهب کي دنيا ۾ ڦهلائڻ (۳) بحري جهاز راني ۾ جهاز

سازي ۾ ترقي ڪرڻ، ۽ (۴) پنهنجي شان شوڪت ۽ مهم جوئي جي جبلت جي تسڪين ڪرڻ.

تحقيقات ۽ تجارتي توسيع جو سلسلو هن طرح وڌيو:

(١) پورچوگال جي بادشاهه "هينري" پنهنجي ڪاوشن جي دور (غالبا ١۴٦٠ ـ ١۴١٥ع) ۾، پهريائين اتر افريقا جي مسلمانن جي هڪ شهر سيوط (Ceuta) تي سن ١۴١٥ع ۾ قبضو ڪيو. پوءِ هن هڪ بحري پاليسي مرتب ڪئي، جنهن مطابق سمنڊ پار اقتصادي ۽ مذهبي توسيع جو ٽارگيٽ، يا هدف مقرر ڪيو ويو. جڏهن سيوط جو شهر مسلمانن کان کسيو ويو ته ان وقت اتي هڪ هزار کان مٿي مسيحي (عيسائي) حراست هيٺ هئا. انهن کي آزاد ڪري، هينري عهد ڪيو ته هو افريقه کنڊ جي سڀني مسلمان علائقن کي ڪئٿولڪ پورچاگال ۾ تبديل ڪري ڇڏيندو. اتي هينري کي افريقه جي سون جي ذخيرن جو پتو پيو. اڳي يورپ ۾ سمجهو ويندو هو ته عرب تاجر هندستان مان افريقه ۾ سون آڻن ٿا. هاڻي پتو پيو ته صحارا جي پرپان ٽمبڪٽو (Timbuktu) جي کاڻين مان انن ذريعي، سون آندو ويچي ٿو. پورچيگزن نه فقط سون جي انهن ذخيرن کي هٿ ڪرڻ گهريو ٿي پر سندن خاص مقصد مسلمان ۽ وينس جي واپارين جي هٿان هڪ هٽي ختم ڪرڻ هو ۽ سندن ايشيا جي مصالحن آڻڻ نيڻ جي تجارتي رستن تي قبضي ڪرڻ جو به ارادو هو.

پورچوگال جي شهزادي هينري کي "تحقيق ۽ تلاش جو ابو" چيو ويچي ٿو. هن "ساگريس" (Sagres) جي بندر تي هڪ بحري رسدگاهه قائم ڪيو، جنهن ۾ چاليهه سالن تائين جاگرافيائي معلومات ڪٺي ٿيندي رهي. عرب عالمن ۽ پورچوگيزي ملاحن کان شهزادي هينري، ستارن، ساموندي ويرن، هوائن ۽ وهڪرن بابت معلومات حاصل ڪئي، جنهن جي مدد سان افريقه جي ساحلي علائقه جا مخفي نقشه تيار ڪيا ويا. شهزادو هينري نه پاڻ ملاح هو ۽ نه ڪنهن بحري سفر ۾ شريڪ ٿيو. تاهم انگريز بحر شناس عالمن هن کي "نيويگيٽر" يعني ناکئو سڏيو آهي. سندس ساحلي تحقيق ۾ ورتل دلچسپي سبب، هندستان ڏانهن بحري رستي جي تلاش ۽ مصالحن جي زرين تجارت جي واٽ هموار ٿي.

نوآبادين (بينڪن) جي قيام جي شروعات پڻ پورچوگال جي شهزادي هينري جي طريقہ ڪار سان ٿي، هن هر نوآبادي جي هنڌ تي قلعہ بندي ۽ شجر ڪاري جو طريقو اختيار ڪيو، جيڪو پين يوروپي نوآبادياتي طاقتن نقل ڪيو. افريقہ ۾ غلامي جو رواج قديم هو، ليڪن هاڻي ڪاٽين ۽ زرعي فارمن تي انهن غلامن کان ڏينهن رات جانورن کان وڌيڪ مشينين وانگر ڪم ونجڻ لڳو. مذهبي تبليغي جماعتون ڪامياب نہ ٿيون ۽ يوروپين جي هيچ ۽ غير انساني برتاءُ ڏسي افريقي ڪارا انسان، يورپ جي فرشتہ نما اڇن انسانن کان،خوف کائڻ ۽ نفرت ڪرڻ لڳا.

١٤٨٨ع ۾ پورچوگيز ملاح، ڊيئش (Dias) اتفاق سان " ڪيپ آف گڊهوپ" تي پهتو. ڏکڻ ائٽلانٽڪ جي طوفاني هوائن سندس ٻيڙو اچلائي وجي افريقا کنڊ جي هڪ خشڪ ڪنڊ پيڙو ڪيو. اتي ملاحن ڏٺو تہ سج سندن ساڄي طرف کان ابري رهيو هو، جيڪو ائٽلانٽڪ جي جاگرافي مطابق، سندن کابي پاسي کان ابرڻ گهربو هو. تنهن ڪري سمجهي ويا تہ هو هندي وڏي سمنڊ ۾ داخل ٿي چڪا هئا ۽ اتر طرف افريقا جي مشرقي ساحل سان سفر ڪري رهيا هئا. " ڊيئش" انهي خشڪ چوٽي کي "اسٽارمي ڪيپ" يعني " طوفاني ـ راس" نالو ڏنو، ليڪن جڏهن شهزادي هينريءَ کي هي خوشخبري ملي تہ هن ان جو نالو " ڪيپ آف گڊهوپ" يعني "سٺي اميد جي راس" نالو رکيو.

"ڊيئش" جي اتفاقي دريافت، " ڪيپ آف گڊهوپ" (Cape of Good Hope) کان ڏهہ سال پوءِ، سن ١٤٩٨ع ۾ پورچوگال حڪومت، هڪ ماهر ملاح واسڪو ڊيگاما (Vasco da Gama) کي انديز ( غرب الهند) جي علائقي ۾ هڪ سفارتي مهم تي روانو ڪيو، تاهم سندس ٻيڙو جنگي سازوسامان سان ڀريل هو. تنهن ڪري دراصل اهو هڪ مسلح تجارتي جٿو هو. ٽي جهاز، جملي ويهن ننڍين توپن سان، لڏيل هئا ۽ هڪ جهاز ۾ کاڌ خوراڪ ۽ ٻين استعمال جي شين جو ذخيرو ڪيل هو. ملاحن ۽ سپاهين جي تعداد جو ڪاٿو، ١٧٠ کان ٣٢٠ تائين، لڳايو ويو آهي. هن ٻيڙي، ڪيپ ويردي (Cape Verde) جي ٻيٽن کان افريقہ جي ساحل تائين، اٽڪل ٣٨٠٠ ميلن جو عظيم گهيرو طئي ڪيو ۽ ١٤ هفتا خشڪي سندن نظرن

کان غائب هئي. آخرڪار نومبر ١٤٩٧ع جي ڪنهن ڏينهن هن ٻيڙي، ڪيپ آف گڊهوپ کان هڪ سؤ ميل اتر طرف لنگر هنيو. اها هڪ پراسرار طور تي درست جاءِ هئي. " ڊيگاما" ڪيپ آف گڊهوپ جي چوگرد هڪ چڪر ڏئي، پهرين اوپر طرف جهاز هاڪاريا ۽ پوءِ اتر طرف رخ رکيو ته ٿوري مفاصلي تي هن کي موزيمبق (Mozambique) شهر جا منارا ۽ سفيد گهر نظر آيا. هي به هڪ اتفاق هو، جنهن هن يورپي جنگي ٻيڙي کي، اوپر افريقا جي هڪ عظيم متمدن علائقي ۾ آڻي ڪڍيو هو. "مارون پيري" لکي ٿو ته " جيتوڻيڪ عرب تاجرن جي نظر ۾ پورچوگيزي سودو سامان بي ملهه هو، تاهم شهري آبادي دوستانه رويو اختيار ڪيو، جيستائين کين معلوم ٿيو ته سندن مهمان عيسائي آهن. " ڊيگاما جي خوشقسمتي هئي جو هن کي ابن ماجد جهڙو ان دور جو مشهور ماهر ڪپتان ملي ويو. ابن ماجد، پورچوگيز ٻيڙي کي هندي وڏو سمنڊ پار ڪرائي، ملبار جي ساحل تي آباد بندر " ڪئليڪٽ" (Calicut) وني آيو، جتي پورچوگيز ملاح، سن ١٤٢٠ع کان پهچڻ جون اميدون لڳايو وينا هئا. اتي پهچي، ڊيگاماچيو ته " اسان، عيسائين ۽ مصالحن جي تلاش ۾ هتي آيا آهيون". پوءِ پورچوگال جي بادشاهه طرفان " ڪئليڪٽ" جي راجا جي دربار ۾ هي شيون سوکڙي طور پيش ڪيائين: ڇيٽ جي ڪپڙي جا ١٢ ٽڪرا، چار تيز ڳاڙهي رنگ جا ڪلاهه (Hoods). ڇهه ٽوپلا (Hats) مرجان جا چار هار، هڪ ڪوڪي ۾ ڇهه هٿ منهن ڌوئڻ جون گينديون، هڪ ڪنڊ جو ڀريل ڪوڪو، ٻه دٻا تيل جا ۽ ٻه دٻا ماکيءَ سان ڀريل. انهن کي ڏسي عرب تاجر نفرت وچان کلڻ لڳا. انهن چيو ته " سون کانسواءِ راجا کي ٻيو ڪجهه قبول نه آهي." " ڊيگاما" جڏهن ڪئليڪٽ ( هندستان) مان واپس وطن ( پورچوگال) پهتو ته هن سڄي مهم تي آيل خرچ کان ڇهوٽي قيمت جو سامان پاڻ سان آندو. هن اهو مال ڪيئن هٿ ڪيو؟ سندس ملاحن مان هڪ جو بيان آهي ته " ڊيگاما" ٻتيلا روانه ڪيا جن وچي ننڍين (هندستاني) ٻيڙين کي قربو اٿيو............ ۽ جن ٻن جهازن ۾ هئن، چانور ۽ مکڻ ڀريل ڪيترائي مٽ، ۽ سامان سان ڀريل گهڻيون ڳنڍڙيون ڏٺيون...... پوءِ ( ڊيگاما) حڪم ڪيو ته انهن جي سيني ناڪئن ، ملاحن جا هٿ ۽ نڪ ڪپيو ۽ اهي گڏ ڪري سندن هڪ ننڍڙي

ٻيڙيءَ ۾ وجهو. ۽ ان سان ”گڏ بحري سلامتيءَ جي هندستان سفير“ جا کن نڪ ۽ هٿ ڪپي انهيءَ ڪي ان ۾ سوار ڪيو ۽ سندس اهي ڪپيل عضوا ، هار ۾ پوئي سندس ڳچيءَ ۾ وجهو.......... پوءِ جڏهن سڀ هندستاني اهڙي طرح ايذايا ويا. تڏهن هن حڪم ڪيو تہ سندن پير ٻڌو. اهي ٻڌا ويا........ پوءِ انهن کي هڪ ٻئي جي مٿان هڪ ٻيڙيءَ ۾ سٽيو ويو ۽ سندن زخمن مان وهندڙ رت ۾ اهي لت پت هئا ۽ حڪم ڏنو تہ......... سڙهہ کڻو ۽ ٻيڙين کي باهہ لڳايو........ ۽ ننڍڙي ٻيڙي، جنهن ۾ بحري سلامتي جو هندستاني سفير سوار هو، سيني ڪپيل هٿن ۽ نڪن سميت، باهہ ڏيڻ کانسواءِ سمنڊ ۾ هاڪاري وئي. اهڙي طرح دهشتگردي ۽ ايذاء رساني جو مثال قائم ڪري، مشرق طرف ايندڙ يوروپي مهمن لاءِ ” ڊيگاما“ هڪ پاليسي لاڳو ڏني. جن تي سيني عمل ڪيو.

## (٨) نوآباديت (Colonialism) يا غريب ۽ ڪمزور قومن جي استحصال جي پاليسي ( افريقا ۽ امريڪا)

دولت جي متلاشي يوربي ملاحن، تاجرن ۽ حڪمرانن، جا قدم خزانن جي تلاش ۾ ايشيا ۽ افريقا ڪندن ڏانهن وڌندا رهيا. ” ڪولمبس“ کانپوءِ اسپين جي جهنڊي هيٺ ٻيا بحري ٻيڙا روانہ ڪيا ويا. هڪ مهم فرڊيننڊ ميگلان (Ferdinand Magellan) (١٥٢١ ـــ ١٤٧٠ع) جي ڪمان هيٺ، دنيا جي چوگرد چڪر ڪاٽيو. سندس مقصد بہ ”ڊيگاما“ ۽ ”ڪولمبس“ وارو ساڳيو هو، ۽ وهم بہ ساڳيو هو تہ ” ڪو اپسمنڊ ( خليج يا ڪاري) يا ڪا ندي، نئين دنيا ( آمريڪا) جي اوپر ساحل کان اهڙي ملي ويندي، جيڪا هندستان طرف مغربي ( بحري) رستو ثابت ٿيندي. سيپٽمبر ١٥١٩ع ۾ ميگلان جا پنج جهاز ”سيويل“ (Seville) اسپين جي بندرگاهہ تان، سوين سپاهي کڻي روانا ٿيا. ذکڻ آمريڪا جي ڪنڌ کان ٢٠٠ ميل، ٥٠ ڊگريون ڏگهائي ڦاڪ، وٽ پهچندي، هنن موجوده ”ارجنٽائين“ ۽ ” يوراگئي“ ملڪ جي وچان وهندڙ ” پليٽ ندي“ جي ڇڪاس ڪئي. ليڪن انان هندي وڏي سمنڊ ۾ گهڙڻ جي ڪا واٽ نہ ملي. هتي پهچي هنن ڏگهي قدوارا

آمريڪي هندستاني، ائمرينڊس (Amerinds) ڏنا. جن کي يوروپين پيرن اگهاڙا يا ٿلهن پيرن وارا (Patagonians) نالو ڏنو. آخرڪار ميگلان جو بيڙو هڪ سوڙهي لڪ مان لنگهي " عظيم جنوبي سمنڊ" ( پئسفڪ سمنڊ) ۾ داخل ٿيو. جتي رات فقط ٽي ڪلاڪ ٿئي ٿي. انهي سوڙهي بحري لڪ کي هاڻي " آبنائ ميگلان" (Magellan Strait) چئجي ٿو. ميگلان جي هن بحري سفر ثابت ڪيو ته ١٥١٣ع ۾ "بالبو" (Balboo) جيڪو عظيم جنوبي سمنڊ پهريائين ڏٺو هو. سو دراصل اجا به گهڻو وڏيڪ وسيع هو. سندس دنيا جي گولي جي چوگرد چڪر منجهان خاص ٽي اهم ڳالهيون معلوم ٿيون: (١) ڌرتي جا سڀ سمنڊ پاڻ ۾ ڳنڊيل آهن، (٢) ايشيا ۽ يورپ کنڊن، يوريشيا، ۽ آمريڪاس جي وچ ۾ سمنڊ حائل آهي، ۽ (٣) ڌرتي واقعي گول آهي. ازانسواءِ ميگلان جي تحقيق اهو ثابت ڪيو ته " انڊيز" ( غرب الهند) جيڪو ڪولمبس نالو ڏنو هو، اهو غلط نظريه تي مبني هو. غرب الهند، ايشيا جي ساحل جي ٻاهران واقع نه آهي. تاهم اسپين وارن " ويسٽ انڊيز" نالو قائم رکيو، جيڪو اڄ ڏينهن تائين هلندو اچي ٿو.

جڏهن اسپيني دراندازن، هنن ابوجهه" ائمرينڊس" جي محفوظ تنهائي تي اوچتو ڪڙڪيا، تڏهن هو تهذيب جي ابتدائي دور ۾ هئا: ميڪسيڪو ۽ پيرو ۾، سورهين صدي عيسوي جي آغاز وقت، اتان جي انسانن جو پنهنجي ماحول تي هٿ رس جو انداز بلڪل اهو ساڳيو نظر اچي ٿو، جيڪو ٢٥٠٠ ق م ۾ قديم مصرين ۽ ميسوپوٽيميا ( عراق) جي انسانن حاصل ڪيو هو. هنن کي ڪنير جي چڪ، جنهن تي متي جا ٿانو نهن ٿا، ۽ گاڏيءَ جي ڦيٿي جي ڪاخبر نه هئي، ۽ نه ڌاتو جي اوزارن ۽ پاليل جانورن جي استعمال جو منجهن رواج هو. چئن هزار سالن جي تهذيبي ترقي جي فرق، آمريڪا جي اصل ٻاشندن ۽ يورپ جي " اسپيني" قوم جي وچ ۾، " غلام" ۽ " آقا" جو فيصلو ڪرڻ لاءِ ڪافي بنياد فراهم ڪيو.

اسپيني پهريان يوربي دراندازهئا، جن پنهنجي نئين ڳولي لڌل دنيا ۾ آباد ڪاري ڪئي. " ڪولمبس" پنهنجي ٻئي چڪر ( ١٤٩٣ع) ۾ ١٥٠٠ اسپيني آبادڪار ساڻ وٺي آيو، جتان موجوده لاطيني آمريڪي ثقافت جو بنياد پيو. نون آبادڪارن پنهنجو مذهب ڪئٿولڪ مسيحيت ۽ پنهنجون زبانون،

اسپيني ۽ پورچوگالي، ائمريندس مقامي باشندن تي مسلط ڪيون. فلوريڊا رياست ڪان وٺي ڏکڻ چلي تائين، يوروپي تمدني ۽ تهذيبي نمونن جي ابتدا ٿي. شروعات ۾ اسپيني آبادڪار ائمريندي مقامي باشندن کي غلام بڻائي انهن ڪان زمين ۽ ڪاڻين تي سخت پورهيو ڪرائڻ لڳا. ليڪن راڻي اسابيلا سندن غلامي کي انهيءَ اصول هيٺ رد ڪيو ته ”هو عيسائي ٿي چڪا هئا. تنهن ڪري غلام بڻائجي نه ٿي سگهيا.“ ائمريندس عيسائي ضرور ٿيا، ليڪن يوربي ٿي نه سگهيا. هو پنهنجي ڳوٺن ۽ مخصوص معاشره ۾ رهندي، اتي سرڪاري ديول ۽ سڪول ۾ حاضري ڏيندا رهيا. مذهبي طور تي، آبادڪارن جي دنيا ڪان ٻاهر، پنهنجي ابتر حالات ۾ رهڻ سبب، هو تقدير جا قائل ٿيا ۽ پنهنجي خراب مقدر تي راضي ٿي ويا.

سورهين صدي عيسوي جي آخري سالن ۾ هالئنڊ جي ڊچ قوم ”ايشيا کنڊ“ ۾ قدم رکيو. اهي پروٽيسٽنٽ عيسائي هئا. ۱۵۸۰ع ۾ اسپين جي بادشاهه طرفان پوچوگال تي قبضي ڪرڻ بعد، ڊچن ۽ اسپيني قومن جي وچ ۾ رساڪشي شروع ٿي. پهرئين کي پوئين جي غلامي جو اڳ ئي تجربو هو. هاڻي لزبن جو بندر گاهه ۽ هند ۽ غرب الهند جا ساموندي رستا ڊچن لاءِ بند ٿي ويا، تنهن ڪري هنن پنهنجو بندوبست ڪيو. ڊچ بحري ٻيڙو، افريقه کنڊ جي چوڌاري ڦري، هندي وڏي سمنڊ ۾ داخل ٿي ويو ته ان کي ڪنهن مزاحمت جو منهن ڏسڻو نه پيو ڇاڪاڻ ته ڊگهين جنگين ۾ ڪاهي پوڻ سبب اسپيني آزماڙ فقط ائٽلانٽڪ سمنڊ جي رستن جي حفاظت ڪري سگهي ٿي، جيئن امريڪا کنڊ ۾ پنهنجي مفتوح علائقن کي ٻين يوربي طاقتن ڪان محفوظ رکي سگهجي. ٿوري عرصي اندر ڊچ نوآبادڪارن ايسٽ انڊيز (شرق الهند) ۽ ان جي مصالحن جي نفع بخش واپار تي قبضو ڪري ورتو. هنن مسيحي تبليغ لاءِ بلڪل ڪوشش نه ڪئي، سندن واحد دلچسپي تجارت ۽ منافع سان وابسته رهي. هنن شرق الهند جي مصالحن جي واپار تي هڪ هٿي قائم ڪئي، هندستان سان واپار ۾ پائيچارو ڪيو ۽ غلامن جي واپار ۾ ٻين سيني يوربي واپارين ڪان، گوءِ ڪٽي ويا. هڪ چيني سياح جو، سندن باري ۾ هي بيان نقل ڪرڻ جي قابل آهي. هو لکي ٿو ته ” هي ڳاڙها وحشي، هٻچي ۽ مڪار آهن. هنن کي قيمتي وڙن وکرن جي پوري ڄاڻ آهي ۽ نفع ڪمائڻ ۾ پڙ

آهن. نفع جي تلاش ۾ هو جان کي جوکي ۾ وجهڻ لاءِ تيار آهن ۽ کو هنڌ هنن جي پيلڻ کان پري نہ آهي......"

فرينچ قوم، مذهبي ۽ سياسي ڇڪتاڻ سبب، سمنڊ پار نفع خوريءَ ۾ پوئتي رهجي وئي. هينري چوٿين جڏهن مذهبي جنگين جو خاتمو آندو، تڏهن سن ١٦٠٠ع ۾ " سموئل ڊي چئمپلين"، "سينٽ لارينس" نديءَ جي علائقي ۽ عظيم ڍنڍن جي تلاش بعد، کيو بيڪ (Quebec) جو شهر تعمير ڪرايو، جنهن سان ڪئناڊا تي فرينچ قبضي جي شروعات ٿي. سون چانديءَ جي عدم موجودگي سبب "ڪئناڊا" ۾ يورپي آبادڪاري نہ ٿي سگهي، ليڪن ڪجھ فرينچ واپارين پشم جي واپار مان ڪافي نفعو ڪمايو. ١٧١٨ع ۾ نيوآرلينس جي فرينچ ڪالوني قائم ٿي. فرينچن غرب الهند ۾ پڻ ڪجھ ٻيٽ حاصل ڪيا جن تي امير يورپين وڏا زرعي فارم ۽ هڙيون (جنگلات) قائم ڪيون. انهن تي ڪم ڪرڻ لاءِ هزارين افريقي غلام درآمد ڪيا ويا. افريقا ۾ فرينچن واپاري ڪونيون قائم ڪيون. اهي واپاري ڪونيون موجوده ملڪ " سينگال" ۾ کولرايون ويون، جن مان غلامن، عاج، شترمرغ جي کنڀن ۽ سون جي ٻوري جي واپار مان وڏو فائدو ڪمايو ويو. تمام فرينچ نو آبادين، ۽ ڪئريبئن جي ڪنڌ اپائينڊز ڪالوني " سئن - ڊو - منگ" مان، " فرانس" وڏ ۾ وڏ دولت ڪمائي.

تاهم، فرانس جي شهنشاهيت جو خواب، ست سالہ جنگ (١٧٦٣ - ١٧٥٦ع) سبب، شرمنده تعبير نہ ٿي سگهيو. انگريزن جي بحري طاقت ۽ ١٣ امريڪي ڪالونين جي ڪثير عوام، فرانس جي اتر - آمريڪا جي شهنشاهيءَ کي ناممڪن بنايو. فرانس جون ڪئناڊا ۽ هندستان ۾ قائم ڪيل نوآباديون، انگلئنڊ جي حوالي ٿيون. انگلئنڊ جي بحري آرماڙ ۾ هڪ اطالوي مير بحر، جان ڪئبٽ، ائٽلانٽڪ سمنڊ جي انهيءَ علائقي ۾ پهتو ۽ اتي جاچ پڙتال ڪيائين، جنهن کي هاڻي رياستهائ متحده آمريڪا يا USA (United States of America) چئجي ٿو. انگلئنڊ انهي ملڪ تي مالڪيءَ جي دعويٰ ڪئي ۽ سترهين صدي عيسويءَ جي آغاز ۾ اتي پنهنجون مستقل آباديون قائم ڪيون. انگريز آبادڪارن، ائٽلانٽڪ سمنڊ ٽپي، زمين، زياده اقتصادي موقعا ۽ مذهبي آزادي جي زندگي حاصل ڪئي. هنن

غرب الهند ۾ ڪجھ بيٽ پنهنجي قبضي هيٺ آندا. غلام مزدورن جي ذريعي وسيع باغات ۽ زرعي فارم قائم ڪيائون، جنهن مان کنڊ ۽ تماڪ جي پيداوار کين مالدار ڪري ڇڏيو.

" ڊچن" وانگر " انگريزن" بہ " اسپين" جي يورپ ۽ ائٽلانٽڪ علائقي ۾ ملوث رهڻ جو فائدو ورتو، " ايشيا" سان سڌو واپار شروع ڪيو. انگلئنڊ اڳئي ١٦٠٠ع ڌاري، هندستان ۾ قدم ڄمائي چڪو هو ۽ ست ساله جنگ دوران انگريزن کي هندستان ۾ سبقت حاصل ٿي چڪي هئي.

اسپين جو ناٽڪ - نويس ۽ شاعر پيدرو ڪالڊيرون ڊي لابارڪا (١٦٨١ - ١٦٠٠ع) جي خيال مطابق انسان جو سڀ کان وڏو مسئلو هي آهي تہ هو پنهنجي غلط ڪارين سبب ٻين جي غلط ڪارين لاءِ ذميوار ٿئي ٿو، جڏهن تہ هر انسان ٻئي انسان کان الڳ هڪ وجود رکي ٿو، تاهم سڀني ٻين انسانن سان ڳنڍيل آهي، ۽ اهڙين حالتن ۾ قائل آهي، جيڪي سڀني جي گڏيل ذميواري آهن ۽ انهن حالتن جي انجام کان پڻ بيخبر آهي، ڇاڪاڻ تہ هو پنهنجي محدود نظر جو اسير آهي. زندگي اڻکٽ امڪانن سان ڀري پئي آهي. انهن مان ڪهڙن امڪانن جي چونڊ ڪجي ۽ صاف ڏسي سگھجي تہ اڳتي ڇا ٿيڻ وارو آهي، اهو محدود نظر، عقل ۽ ادراڪ سبب انسان جي وس کان ٻاهر آهي. ١٦٣٥ع ۾ لکيل ڊرامي (La Vida es Sueno) ۾ پيدرو زندگيءَ جي علامت کي هڪ خواب سان تشبيھ ڏيندي لکي ٿو تہ " مادي ۽ سماجي فائدا، جيڪي زندگيءَ ۾ حاصل ٿين ٿا، سي سڀ هڪ خواب وانگر آهن، ڇاڪاڻ تہ اهي جٽادار نہ آهن ۽ جلد گذري وڃن ٿا. انهن جي پرپان ڪجھ بہ نہ ڏسڻ سان انسان تباھ ڪن غلطي جو شڪار ٿي سگھي ٿو. رهنمائي جو واحد ذاڳو انهي جذبي جي صورت ۾ موجود آهي، جنهن تحت انسان ذاتي مفاد کي ٻين جي فائدي لاءِ قربان ڪري." پيدرو جا ڊراما ۽ انهن جا ڪردار عجيب تضاد ۽ ڪشمڪش ۾ مبتلا نظر اچن ٿا. عزت نفس، جذبہ محبت جي مقابلي ۾، ۽ اڳتي وڌڻ جو حوصلہ، وفاداري جي جذبي جي برخلاف، امن ۽ انصاف جي ڪشمڪش، مطلب تہ انسان جا جذبات بہ پاڻ ۾ نهيل ڪونہ آهن.

## لاطيني امريڪا:

لاطيني امريڪي ملڪن سال ١٨٢١ع ۾ اسپين کان آزادي حاصل ڪئي، " مايا" (Maya) قوم " اسپين" جي جارحيت جو شڪار ٿي هئي، جڏهن هرنئندو / هرنن ڪورٽيز ( ١٥٤٧ --- ١٤٨٥ع _ Hernan (Hernando Cortes " ميڪسيڪو" جي " ائزٽيڪ" شهنشاهيت تي قبضو ڪري اتي " اسپين" جو بينڪي راڄ قائم ڪيو هو. ( جون ١٥٢١ع)، " ائزٽيڪس قبيلا" " ميڪسيڪو" جا اصل باشندا هئا. هنن پنهنجي شهنشاهيت قائم ڪري، پنهنجي تهذيب کي هڪ اعليٰ سطح تي پهچايو هو. ( چئمبرسس ج٢، ص ١٧) هنن ١٢ صدي عيسوي ۾، " ستن غارن" (Seven caves, Chicomostoe) مان اچي ميڪسيڪو ۾ رهائش اختيار ڪئي هئي. اهي ست قبيلا هئا جن جا ٽي مذهبي پيشوا هئا ۽ هڪ جنگ جو ديوتا هو، جنهن روايت مطابق کين جنگي هٿيار ڏنا ۽ سندن متحده قبيلي جو نالو ميڪسيڪا (Mexica) رکيو. سندن زبان " ناهئا" (Nahua) ۾ انهيءَ نالي جو تلفظ " ميشيڪا" هو. سندن پهريون بادشاهه " اڪامپيچٽلي (Acamapichtli) ٽيپانيڪ (Tepanec) شاهي خاندان طرفان مقرر ڪيل هو. ٻئي بادشاهه، " هيوٽزلي هيوٽ" (Huitzli huit) ، ٽيپانيڪ سردار " تيزوزوموڪ" (Tezozomoc) جي ڌيءَ سان شادي ڪئي، پوءِ هن کي جنگي ديوتا جي قربانگاهه تي کڻي چڙهيو. انهيءَ تان " ٽيپانيڪ" ۽ " ميشيڪا" قبيلن جي وچ ۾ جنگ لڳي، جنهن جي نتيجي ۾ ٽيپانيڪ، ميڪسيڪو مان بيدخل ٿيا ۽ ائزٽيڪس/ ميڪشيڪا قبائل هڪ ٻئي طاقتور قبيلي " ٽيڪسڪوڪن" (Texcocan) سان الحاق ڪيو. آخرڪار انهن جي علائقي ۽ ٻين لاطيني امريڪن قبيلن تي ائزٽيڪس / ميڪشيڪا شهنشاهيت قائم ٿي. " ايڪسايڪٽل" (١٤٨١ - ١٤٦٩ع Axayacatl) جي دور ۾ هي شهنشاهيت عروج تي هئي. جڏهن سال ١٥١٩ع ۾ اسپيني فاتح " ڪورٽيز" حملي آور ٿيو، تڏهن ائزٽڪ شهنشاهيت ۾ قبائلي بغاوت جاري هئي، جنهن ۾ تاراسڪن (Tarascans) قبيلو وڏيڪ طاقتور هو. جيڪڏهن اسپيني قبضو نہ ٿئي

ها تہ اهو مقامي قبيلو " ميڪسيڪو" ۾ پنهنجو راڄ قائم ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا ها. " ائزٽڪ" تهذيب، تمدن ۽ سياست ان وقت جي يورپي تهذيب کان مجموعي طور تي وڌيڪ ترقي يافتہ هئي. ( تفصيلات لاءِ ڏسجي، چئمبرسس انسائڪلوپيڊيا، ج١، ص ص ٣٤٦ -- ٣٤٤).

هن علائقي جي ٻي همعصر طاقت " انڪا" شهنشاهيت (Incas Empire) هئي، جيڪا هڪ ٻئي لاطيني امريڪي ملڪ پيرو (Peru) ۾ قائم هئي. سال ١٥٣٢ع ۾ اها بہ يورپي نوآباديت جي نذر ٿي وئي، يورپي آبادڪارن " انڪا" تهذيب ۽ ثقافت کي بہ قلمبند ڪيو آهي ( ايضا -- ص ص ٣٤٧ -- ٣٤٦). اهي " ڪولمبيا -- کان -- اڳ" جون (Pre _ Columbian) ثقافتون سڏجن ٿيون. ٻين امريڪي قبيلن بابت معلومات ڪٺي ڪرڻ جو روايتي طريقو " ثقافتي علائقن جي ورڇ" ڪرڻ آهي. انهيءَ مطابق ١١ بنيادي امريڪي ثقافتون دريافت ڪيون ويون آهن: (١) آرڪٽڪ جا " ايسڪيمو" شڪاري (٢) اتر اولهہ سامونڊي ڪناري جا مهاڻا، (٣) ڏکڻ - اوڀر امريڪا ۾ رهندڙ ڏوٿي ( ٻج ۽ ٻوٽن جون پاڙون ميڙيندڙ کاهوڙي) (٤) انهيءَ علائقي ۾ قائم سرداري معاشرا ۽ الحاقي قبيلا، (٥) ڏکڻ اولهہ جي ريگستان جي نخلستان۾ ڪاشتڪارن ( هارين) جا ڳوٺ (٦) وسطي امريڪا ۾ ميڪسيڪان ۽ مايان شهنشاهيت، (٧) ڪئريبين (Caribbean) جي چوگرد قائم سرداريون ۽ قبائلي الحاق، (٨) ائميزان (Amazon) نديٰ جي ٻيلن ۾ هارين جا ڳوٺاڻا معاشرا، (٩) وسطي ائنڊين (Andean) شهنشاهيت (١٠) ريگستاني ڳوٺاڻا معاشرا، ۽ (١١) خانہ بدوش شڪاري ۽ کاهوڙي.

**انهن اوائلي امريڪي قبيلن ۽ معاشرن مان " ايسڪيموز" اڃا بہ پنهنجي اصلي تهذيب ۽ ثقافت سميت اتر قطب يا " آرڪٽڪ" جي سرزمين تي موجود آهن. ايسڪيمو قبائل (Eskimos) سائبيريا جي لساني گروهن سان تعلق رکن ٿا. انسان جي تاريخ ۾ سندن اهميت هن لحاظ کان وڌيڪ آهي تہ اهي بيحد ناسازگار قدرتي حالات ۾ انسان جي بقاء جو مثال آهن. برف جي ٽڪرن، " اگلو" مان گهر ٺاهي رهڻ، " شامان" (Shaman) مذهبي طبيبن کان علاوه ٻئي ڪنهن جي بالادستي قبول نہ ڪرڻ، خمدار هٿيار ۽ هڏن جا**

زيورات استعمال ڪرڻ سندن خصوصيتن ۾ شامل آهن. امريڪا کنڊ ۾ اهي سپني کان پوءِ آباد ٿيندڙ قبائل شمار ٿين ٿا. پيا اصلي امريڪي قبيلا ڪاٺ جي گهرن ۾ رهندا هئا. سواءِ خانه بدوش قبائلين جي، جيڪي گهرو زندگي کان ناواقف هئا. ( ايضا - ص ص ٣٤٩ - ٣٤٨)

سورهين صدي عيسوي ۾ يوربي فتوحات سبب امريڪا کنڊ جي آبادي گهٽجي وئي. ڪئريبين ٻيٽن جي " انڊين" آبادي مڪمل طور ختم ٿي وئي. اهڙي طرح باقي علائقن ۾ پنجاهه کان سٺ سيڪڙو انسان مري کپي ويا. يوربي آبادگارن کي ملڪ درڪار هو، ماڻهو گهربل نه هئا. جيڪي موت جي چنبي مان بچي ويا، اهي غلاميءَ جي زنجيرن ۾ جڪڙيا ويا. انهن قديمي امريڪين کي " ڪولمبس"، " انڊين" نالو ڏنو هو. دراصل اهي امريڪا جا مهذب قبائلي هئا، جن جا تهذيبي مرڪز وسطي امريڪا ۾ قائم هئا. " مايا" ، " يوڪتان" جي علائقي ۾، ميڪسيڪو ۾ ائزٽڪ، پيروءِ " انڪا" ۽ "پيوبلو" (Pueblo) قبائل جيڪي جنوب مغربي علائقي ۾ آباد هئا. سيني مستقل رهائش جي طرز زندگي اختيار ڪئي هئي، دولتمند هئا ۽ سندن صدين کان جاري فن ۽ ثقافت ترقي يافته معيار تي پهتل هئي. اسپين جي غلامي کان فرار ٿي " مايا" قبيلي وسطي امريڪا ۾ ڪئريبين سمنڊ (Caribbean Sea) جي ساحل سان، ميڪسيڪو ۽ گوئيمالا جي وچ ۾ اهڪ اهڙي علائقي ۾ وڃي پناهه ورتي ، جتي اڄ به سال جا ڏهه مهينا مينهن وسندو آهي ۽ آبهوا سخت گرم ۽ گهميل آهي. انهيءَ کي "بيلائيز" (Belize) جو ملڪ سڏجي ٿو. ١٨٦٢ع ۾ انگريزن جي بينڪ بنجڻ بعد انهن کي برٽش هانڊوراس (British Honduras) نالو ڏنو ويو. دراصل انگريز آبادڪار اتي ١٨٢١ع کان اڳ قابض هئا. بهرحال تاريخ ٢١ سپٽمبر ١٩٨١ع تي " بيلائيز" پنهنجي اصلي نالي سان هڪ آزاد ملڪ قرار ڏنو ويو. ڪل ايراضي ٢٢,٩٦٠ چورس ميل آهي جنهن ۾، جولاءِ ٢٠٠٠ع جي مردمشماري مطابق اٽڪل اڍائي لک آدم رهي ٿو. انگريزي سرڪاري زبان آهي

---

۽ ٻيون ڪالهايون ويندڙ زبانون، ماين، اسپينش، ڪريولي (Creole) ۽ گئريفيونا (Garifuna) آهن. بيلائيز جو دارالحڪومت بيلموپان (Belmopan) آهي.

## (٩) صنعتي انقلاب (Industrial Revolution)

انگلئنڊ صنعتي انقلاب جو گهر آهي، جتي مشيني ايجادات ذريعي ڪارخانہ قائم ٿيا: ١٧٥٠ع کان اڳ گهرو - صنعت جو رواج هو. ٻاڦ تي هلندڙ انجڻ هوا يا پاڻي تي هلندڙ چڪرين، ڦيٿن ۽ چڪين جي جاءِ ورتي. ١٨ صدي عيسوي جي شروعات ۾، ڪوئلن جي کاڻين ۾ اهي استعمال ٿيون ۽ ڪوئلي جي کوٽيل ذخيرن ڪارخانن هلائڻ ۾ مدد ڪئي. سال ١٧٧٠ع ۾ ، اسڪاٽلئنڊ جي هڪ مستري انجنيئر، جيمس واٽ (١٨١٩ - ١٧٣٦ع) ٻاڦ تي هلندڙ انجڻ ۾ سڌارو آندو: دستوري تعليم سان دلچسپي نہ هئس ۽ نہ پرائي سگهيو هو، ليڪن ڪل پرزن جو عاشق هو ۽ انهن ۾ نيون ايجادون ڪيائين. سندس عملي زندگيءَ جو آغاز سال ١٧٥٤ع ۾ اوزار سازيءَ سان ٿيو، پوءِ هڪ مستريءَ جي حيثيت ۾ گلاسگو يونيورسٽي ۾ ملازم ٿيو. اتي هن هڪ ورڪ شاپ قائم ڪئي ۽ ٻاڦ جي استعمال تي تجربا ڪرڻ شروع ڪيائين. انهن تجربن جي نتيجي ۾ هن " ڪنڊينسر" جي ايجاد ڪئي، جنهن سان انجڻ ۾ استعمال ٿيندڙ ٻاڦ جو مقدار ٧٥ سيڪڙو گهٽجي ويو.انهيءَ سبب پوري ملڪ ۾ ٻاڦ تي انجڻيون هلائڻ جو خرچ گهٽجي ويو ۽ سيني صنعتن انهيءَ جو فائدو ورتي، ڪارخانن جي شڪل اختيار ڪئي. اتان صنعتي ڪارخانن جي شروعات ٿي. سال ١٧٨٥ع تائين گهرو صنعتون مشيني ڪارخانن ۾ تبديل ٿي ويون. ڪوئلي جي ڪثير ذخيرن هن انقلاب کي ڪامياب ٿيڻ ۾ مدد ڪئي ۽ ڪپهہ جي وڌندڙ پيداوار انهي کي ضروري بنايو.ڪپهہ جي صنعت ۾ پهريون قدم مشين جو استعمال هو. سال ١٧٦٩ع ۾ رچرڊ آرڪرائيٽ ( ١٧٩٢ - ١٧٣٢ع) هڪ انگريز موجد ۽ ڪپهہ جي ڪاشتڪار، ڪپهہ ڪتڻ جو چرخو ايجاد ڪيو، جيڪو پاڻي تي هليو ٿي، تنهن ڪري سندس انهيءَ ايجاد کي (Water frame) سڏيو ويو. سندس ٻين ايجادات ( ڪارڊنگ انجڻ ١٧٧٦ع) وغيره جي بدولت آرڪرائيٽ کي " فئڪٽري سسٽم جو ابو" مڃيو ٿو وڃي. ( چئمبرسس، ج١ ص ٦١١).

سال ١٧٠٩ع کان ، لوهہ کي ڳارڻ لاءِ ڪوئلي جي ٿلي (coke) تي تجربا ٿي رهيا هئا. ١٧٨٤ع ۾ هڪ انگريز لوهار، هينري ڪورٽ

(١٨٠٠ ـ ١٧٤٠ع، Henry Cort )، لوهہ کي ڳارڻ جو هڪ آسان طريقو ايجاد ڪيو، جنهن کي "پڊلنگ پروسيس" چئجي ٿو. انهي سان لوهي صنعت ۾ ڪوئلي جو سڌو استعمال ڪيو ويو ۽ انگلئنڊ "ڀاري صنعت" جي ميدان ۾ قدم رکيو. ٻهراڙين ۾ لوهہ جا ڪارخانہ قائم ٿيا هئا، ڇاڪاڻ تہ ٻارڻ جو ڪاٺ اتي مليو ٿي. هاڻي اهي ڪارخانہ ڪوئلي جي ڪاڻين جي قريب قائم ٿيا ۽ اتي صنعتي شهر بڻجي ويا. سستي اگهہ ۾ تيار لوهہ جي فراهمي سبب وڏيڪ سڌريل مشينون ٺهيون ۽ آمد رفت جي تجارتي ذريعن کي بهتر بنايو ويو. ڪارخانہ وڏڻ لڳا ۽ مزدورن جو تعداد هزارن ۾ ٿي ويو.

اهڙي طرح صنعتي انقلاب آيو، جيڪو اڃا جاري آهي. سرمائيداري نظام، انهي جي لازمي پيداوار آهي. صنعتي ترقي کي حقيقي ترقي مڃيو وڃي ٿو، ۽ سرمايو انسان جي ڇهين حس بڻجي ويو آهي، جنهن سان هو پنهنجي اصل پنجن حسن کي تسڪين ڏيڻ چاهي ٿو. ٻئي طرف دنيا جو ماحول دونهي سان ڀرجي ويو آهي، ماحولياتي گدلاڻ کي روڪي نہ ٿو سگهجي، ڇاڪاڻ تہ ائين ڪرڻ سان" معيشيت کي نقصان رسندو".

صنعت ڪاري ۽ صنعتي انقلاب، شروع کان ئي مفڪرن ۽ ذاهن انسانن جي تنقيد جو نشانو رهيا آهن. ٻئي طرف ڪارخانہ دار، سرمايہ دار ۽ ڇهين حس وارا مطلب پرست (Vested interests)مسلسل انهي کي انسان جي ترقي ۽ روشن مستقبل جو ذريعو ڄاڻيندا رهن ٿا.

سال ١٨٥١ع جي اونهاري ۾، جڏهن لنڊن جي ڪرسٽل پئليس ۾ دنيا جي پهرين صنعتي نمائش منعقد ٿي هئي، تڏهن اعلان ڪيو ويو هو تہ "هيءَ نمائش، ترقيءَ جي انهيءَ منزل جي جٿري جاڳندي تصوير ۽ اصل پرک آهي، جنهن تي تمام انسان ذات پهچي چڪي آهي.... ۽ هيءَ هڪ نئين شروعات جو مقام آهي، جتان تمام قومون پنهنجي ڪاوشن جو رخ متعين ڪري سگهنديون". واقعي اڻويهين صديءَ جي وچ کان ترقي جو جيڪو تصور قائم ڪيو ويو، سو مادي وسيلن، واپار ۽ سرمائي جي واڌاري جي طرف وڌندو رهيو آهي. اڄ انساني حيثيت ۽ مادي ترقي مروجہ سڪہ جا ٻہ پاسا آهن. ٻنهي کي ڏٺي ڪنهن قوم جي شاهوڪاري يا غريبيءَ جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو. وچ ١٩ صديءَ ۾ انگلئنڊ کان شروع ٿيل، صنعتي

انقلاب انسان جي تاريخ جو رخ موڙي ڇڏيو، ٻوٺائي تهذيب، شهري تهذيب ۾ تبديل ٿيڻ لڳي، وڏا شهر آباد ٿيا ۽ آباديءَ ۾ تڪڙو اضافو ٿيڻ لڳو، زرعي ۽ صنعتي شين جي مختلف قسمن جي فراهمي انساني زندگي جي معيار کي بلند ڪيو، ليڪن ان سان گڏ زندگي جا ڪثير نوان مسئلا پيدا ٿيا. وڏن شهرن جي گنجان آبادي ۾ گندگي ۽ بيماريءَ ڦهلجڻ لڳي، رهڻ لاءِ گهر، ٻارن جي تعليم ۽ ٻيون سماجي سهوليتون اڻپوريون ٿيڻ لڳيون. ڪارخانن ۾ ڪم ڪندڙن جي صحت ، غير فطري ۽ غير دلچسپ ماحول سبب، بگڙجڻ لڳي، زرعي زمين تي فطري ماحول ۾ ڪم ڪندڙن هارين نارين جڏهن مادي ترقيءَ جي تلاش ۾ لڏي اچي شهر وسايا ۽ ڪارخانن ۾ روزگار حاصل ڪيو، تڏهن سندن ذاتي زندگي جو ڪاروبار ڊانواندول ٿي ويو. ٿامس ڪارلائل (١٨٨١ـ ١٧٩٥ع) پنهنجي نظم The Deserted Village يعني ڦٽل ٻوٺ ۾ انسان جي ماضيءَ ۽ حال جو ذڪر دل ڇهائيندڙ انداز ۾ ڪيو آهي.

تڪڙي صنعتي ترقي، زندگي جي معيار کي وڌائڻ سان گڏ زندگيءَ جي خاصيت کي گهٽائي ڇڏيو. آزادي، پيار، همدردي ۽ احساس جي جاءِ تي پيدا ٿيل تعبيداري، خود غرضي، سرد مهري ۽ لاتعلقي، انسانن جي رشتن کي ڪمزور ڪري ڇڏيو. چارلس ڊڪنس (١٨٧٠ ـ ١٨١٢ع ) جي ناول "دهارڊٽائيمس" ۽ جي ايل هئمنڊ (١٩٤٩ ـ ١٨٧٢ع)جي " دٽاور لئبرر" مان هيٺ پيش ڪيل ٻه اقتباسات، جديد دور جي انسان جي، صنعتي انقلاب کان پوءِ، ٿيل حالت جو عڪس پيش ڪن ٿا.

ڊڪنس، دهارڊٽائيمس ۾ هڪ فرضي شهر ڪوڪ ٽائون جو ذڪر ڪري ٿو: "هيءَ ڳاڙهين سرن جو شهر هو، يا اهي سرون جيڪي جيڪر ڳاڙهيون هجن ها، جيڪڏهن دونهين ۽ دز انهن کي ڳاڙهو رهڻ ڏنو هجي ها. انهيءَ ۾ هڪ ڪارو واهه هو ۽ هڪ ندي هئي، جيڪا بدبودار رنگن ( جي ملاوٽ) سبب واڱڻائي ٿي وئي هئي، ۽ ( هن شهر ۾) گهرن جا وسيع پاڙا هئا جن ۾ هيڪانديون دريون هيون، جتان سڄو ڏينهن ڌوڏن ۽ ڌڏڪن جا آواز ايندا رهندا هئا. انهي ( شهر) ۾ ڪيتريون ڊگهيون گهٽيون ٻه هيون، جيڪي سڀ هوبهو هڪ جهڙيون هيون. انهن ۾ ماڻهو رهندا هئا جيڪي پڻ اوترائي هڪ جهڙا هئا ۽ ساڳئي وقت تي گهرن ۾ ايندا ۽ ويندا هئا. سندن قدمن جو

ساڳيو آواز، ساڳين گهٽين جي پاسن کان، ساڳئي ڪم لاءِ هو ۽ هن انسانن لاءِ هر ڪو ڏينهن ساڳو ڏينهن هو، جيئن ڪالهه تيئن، سڀاڻي ۽ هر سال گذريل سال ۽ ايندڙ سال جهڙو هو."

" دتائون لئبرر" ۾ هئمنڊ لکي ٿو تہ " .... سندن شهر اهڙائي گندا هئا، جهڙا سندن ڪارخانہ: بنهي ۾ ساڳي گندگي هئي، جيڪا انهيءَ ڪم ۽ زندگيءَ جي نشاني هئي، جنهن ۾ مردن ۽ عورتن کي ڪابہ خوشي ملي نہ ٿي سگهي ۽ نہ هو پنهنجي ذات جو اظهار ڪري ٿي سگهيا. هي انهيءَ نسل جو نمونو آهن، جيڪو دنيا جي حسن ۽ فن ۾ پنهنجي آبائي حصہ کان لاوارث ٿي ويو آهي."

تاهم صنعتي انقلاب جي گهر ، انگلئنڊ، ۾ سياسي تحريڪن قانون سازي ۽ سياسي نظريات جي باعث، ۽ عام طور تي دنيا ۾ مزدور انقلاب ۽ مزدور تحريڪ سبب، "سماجي فلاحي مملڪت" (Social Welfare State) جو تصور اڀريو، جيڪو هن انقلاب جو ڪجهہ قدر مثبت نتيجو آهي. سن ۱۹۱۴ع تائين، مغربي يورپ ۾ هڪ وسيع صنعتي تهذيب قائم ٿي چڪي هئي. مزدورن جون جماعتون وڏيڪ منظم ۽ طاقتور ٿي چڪيون هيون. عام شهرين کي ووٽ جو حق ملي ويو ۽ ٻارن جي تعليم لاءِ سرڪاري ۽ خانگي سڪولن جو هڪ بهتر نظام قائم ڪيو ويو هو، تاهم صنعتي ترقي جي منفي نتيجن، مجموعي طور تي، انساني زندگي کي روايتي حالت زار کان ابتر ڪري ڇڏيو آهي. اڻويهين صدي ۾ پيدا ٿيل اميدون ويهين صدي ۾ پاش پاش ٿي ويون. ٻن مهاڀاري لڙاين ۽ ٽين مهاڀاري سرد جنگ، انسان جي ڪيل ترقي، سندس توانائي ۽ ارتقاء جون راهون رد ڪري ڇڏيون آهن.

دنيا جو موجوده نظام، دراصل صنعتي انقلاب جي پيداوار آهي: ڇاڪاڻ تہ صنعتي انقلاب جو مطلب هو روائتي تعلقداري جي بربادي، ۽ انهيءَ سان پريشانين ۽ ذهني ڪشمڪش ۾ اضافو ٿيڻ لازمي امر هو. انهيءَ جي ازالي لاءِ وقت جي حڪومتن سرڪاري ڪامورن جو هڪ وڏو تعداد مستقل بنيادن تي مقرر ڪيو، جن عام شهرين جي سماجي، اقتصادي ۽ عام روزمره جي زندگي ۾، سرڪاري قاعدن قانونن مطابق، مداخلت ڪرڻ شروع ڪئي. ٻيري پنهنجي ڪتاب " انسان جي نامڪمل سفر" ۾ هيءَ روداد هنن لفظن ۾ بيان ڪئي آهي:

” انهن تبديلين جي وچ سير ۾، عام انسان پاڻ کي جيئڻ پوءِ تيئن وڌيڪ بي يارو مددگار محسوس ڪرڻ لڳو. هن محسوس ڪيو تہ زندگي جي وڌنڙ مصنوعيت مٿس حملو ڪيو آهي ۽ شايد ڪيس پنهنجي قبضي هيٺ ڪري ڇڏيو آهي .............. صنعتي واڌارن، انساني مقصد جو بنيادي سوال پيدا ڪيو آهي. سائنس ۽ ٽيڪنالاجي انسان ذات جي ڪثير تعداد لاءِ زندگي جون حالتون سڌاري سگهي ٿي پر، ان سان گڏ، انهيءَ ذريعي عام تباهي جا اوزار بہ ايجاد ڪري سگهجن ٿا ۽ اسانجي قدرتي ماحول کي آلوده ڪري ۽ لٽي بہ سگهجي ٿو.......... ڇا انسان انهيءَ جي قابل ٿيندو جو سائنس ۽ صنعت کي انساني زندگيءَ جي حالت بهتر بنائڻ لاءِ استعمال ڪري؟ ڇاهو ٽيڪنالاجي جي غلام بنجڻ بجاءِ ان جو مالڪ بنجي سگهندو؟“ شايدهلندڙ ايڪويهين صدي پيريءَ جي پڇيل سوالن جا جواب ڏئي سگهي.

## يورپي صنعتي انقلاب جا ڪارناما ۽ امريڪا ۾ صنعتي ترقيءَ جو آغاز:

١٧٣٣ع: جان ڪي (John Kay) . ” فلائنگ شٽل “ (Flying Shuttle) نالي، ڪپڙي اڻڻ جو هڪ ايت ايجاد ڪيو، جنهن سان روايتي طريقي کان بيٽي تيز رفتاريءَ سان ڪپهہ جو ڪپڙو اڻجڻ لڳو.

١٧٥٥ع: مختلف صنعتي ڪمن لاءِ مشينري استعمال ڪئي وئي ۽ مزدورن جي هٿ جي پورهئي کان بيٽي رفتار سان مال تيار ٿيڻ لڳو، ۽ قيمتون گهٽيون.

١٨٤٠ - ١٧٦٠ع: تاڻين صنعتي انقلاب جي تاريخ انگريزي مؤرخ ”آرنولڊ توانبي“ (١٨٨٣ - ١٨٥٢ع) لکي شايع ڪئي.

١٧٨٠: ۾ امريڪي انجنيئر رابرٽ فلٽن ( ١٨١٥ - ١٧٦٥ع . Robert Fulton) ٻاڦ تي هلندڙ انجڻ ايجاد ڪئي.

١٧٩٣ - ١٧٨٩ع: ” سئميوئل سليٽر“ (Samuel Slater) امريڪا ۾ صنعتي انقلاب جو ” ابو“ ليکيو وڃي ٿو. هڪ انگريز سيڪڙاٽ هو جيڪو هڪ ڪپهہ جي ڪارخاني ۾ ڪم ڪندو هو. امريڪا سرڪار ڪپهہ ڪتڻ لاءِ مشين ايجاد ڪرڻ تي انعام رکيو. لڪچوري امريڪا پهچي،

هن سال ١٧٩٣ع ۾ پاٽڪيٽ (Pawtueket) شهر ۾، پاڻي جي زور تي هلندڙ هڪ ڪپڙي ناهڻ جو ڪارخانو (Textile Mill) لڳايو ۽ " ايلي وائيٽني" (Eliwhitney) جي نالي سان هڪ ڪپهه صاف ڪرڻ جو ڪارخانو (Cotton Ginning Factory) لڳايو. انگلئنڊ پنهنجي صنعتي ايجادات کي مخفي رکڻ جي پاليسيءَ تي عمل ڪري رهيو هو ۽ يونائيٽيڊ اسٽيٽس آف امريڪا، هر قيمت تي، صنعتي ترقي جي خواهشمند هئي.

١٨٠٠ع: پهريون امريڪي ڪپڙي ناهڻ جو ڪارخانو، فرئنسز ڪئبوٽ لوويل، لڳايو.

١٨٥٥ع: جديد صنعتي انقلاب جو آغاز، انگريز سائنسدان، مائيڪل فارادي (Michael Farady ١٧٩١ - ١٨٦٧ع) طرفان بجلي جي ڪرنٽ ( برقي رو) پيدا ڪرڻ جي ڪامياب تجربي سان ٿيو. فرينچ ماهر طبعيات مادام ميري ڪيوري (Marie Curie ١٨٦٧ - ١٩٣٤ع) ائٽمي تابڪاري کي توانائي جي ذريعي طور استعمال ڪرڻ جو ڪامياب تجربو ڪيو، جنهن جوهري بمن ناهڻ تي دنگ ڪيو. " ڪٽي هاڪ" _ (Kitty Hawk) _ ( پلڙي ۽ باز) جي مقام تان هوائي جهاز اڏائڻ جو ڪامياب تجربو، " رائيٽ برادرس (Wright Brothers) جي حصي ۾ آيو: آرويل ۽ وليم رائيٽ، ١٩٠٣ع ۾ ، " هوائي جهاز" ايجاد ڪيو، ۽ فضائي جوهري بمباري ممڪن ٿي، جنهن جو ٻـ ١٩٤٥ع ۾ جپان تي ڪامياب تجربو ڪيو ويو.

صنعتي انقلاب ، ڏن دولت ۽ ڪثير پيداوار کان علاوه، فوجي طاقت جو ذريعو بڻيو آهي. مادي ترقيءَ خاطر، انسان ذات جي سلامتيءَ کي خطري ۾ وڌو ويو آهي. صنعتي انقلاب دراصل هڪ زبردست سماجي انقلاب آندو: ٻهراڙيون ڦٽي ويون ۽ اهي خوشحال ۽ صحتمند معاشرا هميشه لاءِ ختم ٿي ويا. شهري صنعتي علائقن ۾ زندگي جو انداز ۽ معيار، مختلف رهيو، جيڪو هاڻي عام ٿي ويو آهي. عورتن ۽ ٻارن جي مزدوريءَ جو آغاز ٿيو جيڪو وڌندو رهي ٿو.

## (١٠) غلامن جي تجارت:

يورپ جي اميري، افريقا جي اسيري ۽ غلاميءَ، جو نتيجو آهي. ١٥

صديءَ کان ٢٠ صدي عيسويءَ تائين يوروبي قومن، افريقي حامي نسل کي غلام بنائي، سندن عام جام تجارت ڪئي. مغربي ڏاهي جين جيڪس روسو (Jacques Rousseau Jean ١٧١٢ع - ١٧٧٨) چيو تہ ” افريقا هڪ شريف غلام آهي.“ غلامي جا انيڪ روپ هئا. پهريائين قبائلي سردارن ۽ بادشاهن سان تجارتي معاهدا ڪيا ويا. غلامن جي عيوض ڪپڙي ، صابڻ، رانديڪا ۽ ٻين خسيس شين جو سودو ڪيو ويو. چند بندوقن جي عيوض غلامن جا ڌڻ خريد ڪيا ويا. بعد ۾ زمين جي خريداري شروع ٿي. سستي اگهہ تي رضا خوشيءَ سان، نگيءَ رستي، يا ڊيجارڻ، ڌمڪائڻ، اغوا ۽ طاقت جي بي دريغ استعمال سان، مقامي ماڻهن جون زمينون ڦٻايون ويون. وڌيڪ ضرورت پوڻ تي فوجي ڪاروائيءَ ذريعي ملڪن، رياستن ۽ آباد بستين تي قبضو ڪيو ويو. انهن ظلمي ڪاروائين سان گڏ مسيحي تبليغي جماعتون آنديون ويون جن مقامي قبيلن کي مسيحيت جي مذهب ۾ داخل ڪيو.

١٥ - هين صدي عيسوي جي آغاز تائين دنيا جا اڪثر ملڪ، يورپ جي ملڪن سميت، پنهنجا علائقا مقرر ڪري چڪا هئا ۽ سندن سرحدون واضح ٿي چڪيون هيون. تاهم يورپ ۾ ڏڦيڙ هو. رومن شهنشاهيت جي زوال بعد، نارمن ( اترادي جرمن) قبيلن، وچ يورپ ۽ ٻين اڪثر يوروبي علائقن ۾ پنهنجون بادشاهيتون قائم ڪري ڇڏيون هيون. پاڻ ۾ وڙهي ڦر مار باهمي ذريعي امير ٿيڻ جي عيوض هنن ٻاهرين دنيا جي تلاش ۽ اتان جي وسيلن ۽ واپار تي قبضي ڪرڻ جي پاليسي اختيار ڪئي. پورچوگيزن انهيءَ پاليسيءَ تي پهريائين عمل ڪيو. سندن انهيءَ تحرڪ جو باعث هڪ اطالوي سياح، انٽونيومالفئنٽي، چيو وڃي ٿو، جنهن ڪولمبس جي امريڪا ڳولي لهڻ کان اڳي، ١٤٤٧ع ۾ افريقي سحارا جو سير ڪيو هو. پنهنجي روزنامچي، يا ڊائريءَ ۾ هن افريقا جي انسانن کي ” گهٽ درجي جا انسان ۽ غلام بنجڻ جي لائق“ قرار ڏنو. انهيءَ مان پورچوگيزن ۽ ٻين يوربي قومن کي اشارو مليو. ساڳي دور ۾ جرمنيءَ جي ماهرين علم الانسان، انٿراپالاجسٽس، حامي نسل بابت هڪ نظريو وضع ڪيو، جنهن کي حاميٽڪ ٿيوري (Hamitic Theory) چئجي ٿو. انهيءَ نظرئي مطابق حامي، هڪ ڪوهقافي (Coucasian) نسل آهي، جنهن وسطي ۽ مغربي يورپ کي تاريخ جي آڳاٽي

دور ۾ ڦريو لٿيو هو. هاڻي جرمن يا ٻيا يوروپي شهري هڪ اعليٰ انساني نسل آهن، جن کي ٻين نسلن تي حڪمراني ڪرڻ جو حق آهي.

هڪ طرف افريقي حامي نسل وارن انسانن جي تهذيبي ۽ اقتصادي بدحالي، ٻئي طرف يوروپي قومن جي اعليٰ انساني نسل مان هجڻ جي دعويٰ ۽ سندن فرضي يا حقيقي سنل سورن جو جاڳي پوڻ، هڪ تحريڪ ٻنجي اپريو، ۽ اها انسانن کي غلام بنائڻ جي هڪ منظم تحريڪ هئي. بحر اوقيانوس (Atlantic Ocean) جي جهـــاز راني، غلامن جي تجارت (Slave trade) ۾ مددگار ٿي. اها هڪ حقيقت آهي ته انهيءَ زماني ۾ " عرب" ۽ " بربر" بہ غلامن جي تجارت ۾ ملوث هئا. ليڪن اهي فقط ڌوهارين ۽ انهن اغوا ڪيل انسانن جن جو تاوان ادا ٿي نہ سگهيو هو، انهن کي غلام بنائي وڪرو ڪندا هئا. اهڙي طرح " مالٽا"، " سسلي" ۽ بر صغير هندستان، ڏانهن غلامن جي تجارت جا مثال ملن ٿا. ليڪن اها غلامن جي تجارت محدود پيماني تي هئي ۽ غلام کي خبر هئي تہ ڪيس ڇو غلام بنايو ويو آهي. يوريي قومن مان پورچوگيزن جڏهن پهريائين هن انساني ڪاروبار ۾ قدم رکيو، تڏهن عربن ۽ بربرن جو ڪاروبار اڳئي ڏيوالي ۾ هليو ويو هو. پورچوگيزن کي ميدان خالي مليو ۽ هنن هن غير انساني تجارت مان بيحد گهڻو نفعو ڪمايو.

پورچوگيزن کي ڏسي، اسپيني بہ انهيءَ ڪاروبار ۾ ڪاهي پيا. ٻنهي قومن گڏجي افريقي حبشي غلام وڏي تعداد ۾ ويسٽ انڊيز ۽ يورپ جي مختلف ملڪن ۾ وڪرو ڪيا. انهيءَ زماني ۾ امريڪا کنڊ، ڪولمبس ڳولي لڌو ۽ غلامن جي تجارت کي چار چنڊ لڳي ويا. هيچ ۽ ساڻ وچان پورچوگال ۽ اسپين جون آزمائيون، جيڪي ان وقت دنيا جي عظيم ترين بحري طاقت هئا. پاڻ ۾ اٽڪي پيون. پوءِ صلح ڪري " تارسي بلاڪس جو عهدنامو" (The Treaty of Torsebilla) صحيح ڪيائون. عهدنامي هيٺ هنن غلامن جي تجارت کي پاڻ ۾ ورهايو ۽ هرهڪ مقرر علائقن ۾ غلامن جي تجارت جي مرڪزن تي پنهنجي هڪ هٽي (Monopoly) قائم ڪئي. پورچوگال جي مخصوص تجارتي حقوق ۾، بين الاقوامي طور تي، برازيل، افريقا، ايشيا، هندي وڏو سمنڊ ۽ بحراوقيانوس، يا ائٽلانٽڪ اوشن، شامل ڪيا ويا، ۽ اسپين جا حقوق برازيل کي ڇڏي، باقي سموري آمريڪا کنڊ ۾ ويسٽ انڊيز ٽاپن

تسليم ڪيا ويا. ڪئريبين (Caribbean) جي علائقي، يعني ڏکڻ امريڪا ۽ وچ امريڪا جي سرزمين ۽ ائنٽليز (Antilles) جي وچ ۾ آيل سمنڊ (Caribbean Sea) جي علائقن ۾، سال ١٥٠٨ع ۾ هڪ ڪاروقانون نافذ ڪيو ويو جنهن هيٺ ڪنهن به مقامي ماٺهوءَ کي ڦاسائي، غلام طور وڪرو ڪرڻ جائز هو، سال ١٥٠٨ع کان ١٥١٣ع تائين چاليهه هزارن کان مٿي " نيگرو" (Negro)، اصل امريڪي ۽ افريقي حبشي ٻاهرين ملڪن ۾ وڪرو ڪيا ويا. فلپ ڪرٽن (Philip Curtin) پنهنجي ڪتاب " د ائٽلانٽڪ سليوٽريڊ" ۾ لکي ٿو ته " نيگرو (Negro) هجڻ جو مطلب آهي تاحيات غلام جو درجو. يورپين لاءِ نيگرو ( ڪاري چمڙي وارو) ۽ غلام هم معنيٰ لفظ آهن. " (حوالا ڏنل، شيخ عزيز ، د اسڪارس آف سليوري، ڊان مئگزين، ٢ سيپٽمبر ٢٠٠١ع، ص ٥ --- )

شيخ عزيز پنهنجي مقالي جي منڍ ۾ " جئميڪا" ( ڪئريبين جي هڪ ٻيٽ) جي راڳي ، " ريگي" (Reggie) . جو هي راڳ نقل ڪيو آهي جيڪو هن مطالعي ۾ آڻڻ گهرجي:

When I remenber the crack of the whip,
My blood runs cold,
I remenber the slave ship,
When they brutalized my very soul,
(Source: Demetri A, Olderroge, The Hamitic Theory Exploded. Unesco, Courier / 1979, P. 24 quoted Ibid)

سادي سنڌي منظوم ترجمي موجب، " ريگي" چوي ٿو ته:

"چهبڪ جو جڏهن چيسر وريو ياد اچي ٿو،
اڄ ياد ڪري خون جمي برف ٿئي ٿو،
وحشت ۾ جتي منهنجو هئن روح ستايو،
سو ٻانهن جو اهو ٻيڙو ياد اچي ٿو."

افريقا ۾ ١٨٨٩، ـــ ١٨٨٦ ع دوران، انگريزن " رايل

نائجرڪمپني"، "برٽش سائوٿ افريقا ڪمپني" ۽ "امپيريل برٽش ايسٽ افريقا ڪمپني" جا چارٽر جاري ڪري انهن جون سرگرميون شروع ڪيون. فرينچن ۱۸۹۵ع ۾ پنهنجي اولهہ افريقي مقبوضہ علائقن کي مستحڪم ڪيو. ۱۹۰۲ _ ۱۸۹۹ دوران ائنگلو - بوئر لڙائي لڳي، ۽ سن ۱۹۰۰ع کان سن ۱۹۱۴ع تائين انگريز، فرينچ ۽ جرمن حڪومتن پنهنجي افريقي نوآبادين تي مڪمل ڪنٽرول حاصل ڪري ورتو. انهيءَ وچ ۾ سن ۱۹۰۸ع ۾ بيلجيم جي پارليامينٽ" ڪانگو" جو انتظام پنهنجي اختيارات هيٺ آندو ۽ سن ۱۹۱۰ع ۾ ڏکڻ افريقا جي يونين هڪ خود مختيار رياست جي حيثيت حاصل ڪري ورتي. افريقا ۾ نئين شهنشاهيت نئين تهذيبي روشني آندي، جنهن کي هو اڳي اونداهو کنڊ سڏيندا هئا. هڪ افريقي قوم پرست جي لفظن ۾ "يورپي طاقتن جي آمد...... نہ صرف غلامي جو خاتمو آندو پر سخت قبائلي لڙايون بہ ختم ٿي ويون." اينڌڙ ڏهاڪن ۾ مغربي تعليم ۽ طبي سهوليتون، سڌريل رسد رسائل ۽ ٻيون ڪوڙ تبديليون، جديد فني صلاحيتن جي استعمال سبب، عمل ۾ آيون. تاهم افريقي قومون اهو ڪڏهن بہ وساري نہ سگهيون تہ هنن تي سندن ئي ملڪ ۾ حڪومت ڪئي وئي ۽ جيئن جديد تعليم ۽ تهذيب، احتجاج ۽ عمل جون نيون راهون نروار ڪيون، تيئن افريقا جي قوم پرستن پنهنجون جماعتون ناهي آزادي لاءِ جدوجهد شروع ڪئي، جيڪا ٻي مهاڀاري لڙائي بعد ڪاميابي سان همڪنار ٿي. ۱۹۶۰ع جي ڏهاڪي ۾ ڪيترن قوم پرست جماعتن پنهنجي ملڪن کي آزاد ڪرايو. ساڳي صورتحال ايشيا ۾ پيدا ٿي.

## تاريخي لاڙا:

۱۷ _ ۱۶ صدي عيسوي دوران، يورپ جي تاريخ جا ڪجهہ لاڙا مختصر طور، هن ريت آهن:

(۱) يورپي قومن پاڻ مان ڪنهن هڪ قوم کي " يورپ" تي مسلط ٿيڻ نہ ڏنو.جڏهن بہ ڪنهن ملڪ يا قوم اهڙي ڪوشش ڪئي ٿي، تہ باقي سيني يورپي حڪومتن گڏجي ان جو مقابلو ڪيو. يورپ ۾ ٽيهہ سالہ لڙائي (۱۶۴۸

۔ ١٦١٨ع) تائين، اقتدار جو پڙ، " اسپين" ۽ " آسٽريا" ۾ مقتدر هئپسبرگ خاندان جي پاسي هو، تاهم فرينچ مزاحمت سبب، سندن پوري يورپ تي حڪمراني جو خواب پورو نہ ٿي سگهيو. جڏهن لوئي ١۴ ۔ اهڙي ڪوشش ڪئي تہ باقي يوربي ملڪن جي اتحاد اها ڪامياب ٿيڻ نہ ڏني.

(٢) اسپين اقتدار جي سطح تي ايري، سنت پوءِ لهي ويو. ان جا بہ مکيہ ڪارڻ، هڪ ڪمزور اقتصادي بنياد ۽ ٻيو مسلسل جنگ جوئي، قرار ڏنا ويا آهن.

(٣) جرمني متحد نہ ٿي سگهي. " آسٽريا" جي هئپسبرگ حڪومت جون تمام ڪوششون ناڪام ٿيون. آخرڪار اٺويهين صديءَ جي آخر ۾ جڏهن اهڙو اتحاد قائم ٿيو تڏهن ان جو سهرو " آسٽريا" جي هئپسرگ خاندان بجاءِ، جرمن رياست "پروشيا" جي مالدار خاندان، هونين زولين (Honen zollen) جي سر تي هو. ارڙهين صدي عيسوي دوران هنن هڪ عظيم فوج تيار ڪري ورتي هئي ۽ انهي جي زور تي نہ فقط آسٽريا جي حملن کي ناڪام بڻايو هو، جنهن مان خود پروشيا جي رياست جو وجود ختم ٿيڻ جو خطرو هو، پر پنهنجو اقتدار آسٽريا ۽ پولئنڊ جي سرحدن اندر وڌايو. اٺويهين صدي عيسوي ۾ انهي توسيع اندر باقي جرمن رياستون اچڻ واريون هيون.

(۴) فرانس ۾ لوئي چوڏهين جي ڊگهي عرصي (١٧١٥ - ١٦٣٨ع) واري مطلق العناني فرينچ انقلاب کي جنم ڏنو.

(۵) " فرانس" ۽ انگلئنڊ" ۾، بادشاهن جي خدائي حق جي سياسي ـــــ مذهبي اصول هيٺ، حڪومتون قائم هيون. انهي اصول مطابق بادشاهہ خدا جي حڪم سان رعيت تي راڄ ڪري ٿو ۽ هن کي خدائي طاقت ۽ حيثيت حاصل آهي. انهيءَ ۾ عوام جي مرضي ۽ انتخاب جو ڪوبہ سوال پيدا نہ ٿو ٿئي. سترهين صدي جي فرانس ۾ مطلق العناني ۽ خدائي حق جي سند عروج تي هئي جڏهن تہ انگريزي ڪاري (English channel) جي هن پار انگلئنڊ ۾ بادشاهہ جي اختيارات گهٽائڻ لاءِ انگريز پارليامينٽ سرگرم هئي. انگلئنڊ ۾ ٽيوڊر گهراڻي جي حڪمراني ( Tudor Rule ١٦٠٣ - ١٦٣٨ع) دوران ڪيترا طاقتور حڪمران ٿي گذريا: هينري انين جي دور (١۵۴٧ـــ ١۵٠٩ع) ۾ پروٽيسٽنٽ تحريڪ انگلئنڊ ۾ ڪاميابي حاصل

ڪئي ۽ ”انگلئنڊ جي ڪليسا“ قائم ڪئي، جنهن جو سربراهه انگلئنڊ جو بادشاهه پاڻ هو. اڳتي هلي هن ”ائنگليڪن چرچ“ جيئن هاڻي ان کي سڏجي ٿو، روم جي ڪئٿولڪ مسيحي مت جي روحاني پيشوا ”پوپ“ سان تعلق منقطع ڪري ڇڏيو. ٽيوڊر حڪمرانن ۾ سڀني کان قد آور شخصيت راڻي ايلزبيٿ اول جي آهي. سندس راڄ (١٦٠٣ – ١٥٥٨ع) دوران جڏهن يورپي ملڪ سول ۽ مذهبي جنگين ۾ ٽٽي ڦٽي رهيا هئا، تڏهن انگلئنڊ ۾ استحڪام هو ۽ آرام سان انگريز، اسپين جي اقتدار جي، نيدرلئنڊس (هالئنڊ، ناروي ۽ سويڊن) ۽ نئين دنيا (آمريڪا ۽ ڪئناڊا) مان، پاڙ پٽي رهيا هئا.

(٦) ايلزبيٿ اول عظيم فوجي ۽ اقتصادي قوت جي مالڪ هئي، ليڪن سندس ڪاميابيءَ جو راز، انهيءَ اقتدار کي عقلمندي سان استعمال ڪرڻ ۾ مضمر هو. هو جمهوريت پسند حڪمران هئي، ۽ پنهنجي هر فيصلي جي پارليامينٽ کان منظوري وٺندي هئي. سندس دور جي انگلئنڊ عظيم دماغ پيدا ڪيا. مثال طور وليم شيڪسپيئر، جنهن انگريزي زبان، ادب ۽ تاريخ کي لازوال ڪري ڇڏيو. تاهم جيئن تاريخ ۾ ٿيندو آيو آهي، آزادي ۽ ڀَرائي اڪثر احسانمندن کي محسن ڪش بنائي ڇڏيندي آهي: انگريز پارليامينٽ کي ڏنل فوقيت ۽ جمهوري طرز عمل، ايلزبيٿ کي ڳچي ۾ پئجي ويا. سندس راڄ جي آخري سالن ۾ پارليامينٽ خود سر ٿيندي وئي ۽ ملڪ جي مضبوط حڪمرانيءَ تي اعتراض ڪرڻ لڳي. انهيءَ دور جا لڳايل ڪجهه الزامات اڃا تائين يورپي حلقن ۾ زير بحث ايندا رهن ٿا. الزبيٿ اول کانپوءِ، اسڪاٽلئنڊجي خاندان، ”استورئرٽ“ جي حڪمراني سن ١٦٠٣ع کان شروع ٿي ۽ خدائي سند ۽ مطلق العناني ۾ يقين رکندڙ جيمس اول جي دور کان انگلئنڊ ۾ ان نظريه جو ڀيهر اجراء ٿيو. سندس پهرين تقريرجا هي لفظ ڪجهه قدر انگريز معاشره جي بنيادي اصولن جي خيال رکڻ جي نشاندهي ڪن ٿا: ”بادشاهيت هن ڌرتي تي عظيم ترين شيءِ آهي، ڇاڪاڻ ته بادشاهه نه فقط خدا جا ڌرتي تي فوجي اهلڪار آهن ۽ خدا جي تخت تي ويهن ٿا، بلڪ خود خدا انهن کي ديوتائون سڏيو آهي.... مذهبي ڪتابن ۾ بادشاهن کي ”ديوتا“ (gods) سڏيل آهي، تنهن ڪري انهن جي طاقت جي مشابهت خدا جي طاقت سان ٿئي ٿي. ...... آخر ۾ آءُ چوندس ته خدا جي عمل تي

اعتراض ڪرڻ ڪفر آهي ۽ اهڙي ريت رعيت لاءِ آهي...... (تاهم) آءٌ صرف انهي تي راضي نه ٿيندس ته منهنجي اقتدار تي اعتراض ( ۽ بحث مباحثه) ٿيندو رهي، بلڪ آءٌ خود پنهنجي قانونن مطابق ڪنيل اقدامات جي وضاحت ڪرڻ لاءِ هميشه رضامند رهندس."

(٧) بهرحال انگلئنڊ جي جمهوري روايت، اسٽوئرٽ بادشاهن جي نظريه حڪومت سان ڪڏهن به نهراءُ نه ڪيو ۽ بادشاهه سان پارليامينٽ جو تصادم شهزادي چارلس اول جي دور ۾ چوٽ رسي ويو، جنهن جا مکيه سبب هڪ ڊلون ۽ ٻيو مذهب هئا. شديد اعتراضات سبب، چارلس اول، پارليامينٽ کي برخواست ڪري، ڪجهه مکيه جمهوري اڳواڻن کي جيل ۾ وڌو. انگلئنڊ ۾ يارهن سالن جي مطلق العنانيءَ جو دور ( ١٦٤٠ ـ ١٦٢٩ع) جمهوريت لاءِ آزمائش جو دور هو، جنهن ۾ ڪئٿولڪ پيوريٽن پارٽي بادشاهه جي اختيارات ۽ اٿنگليڪن چرچ جي اقتدار کي گهٽائڻ، فوج تي پارليامينٽ جي اختيار ۽ خود بادشاهه ۽ سندس وزيرن کي پارليامينٽ جي تحت آڻڻ جي تحريڪ هلائي. فرينچ انقلاب وانگر انگريز انقلاب جا گوشا، خود بادشاهه جي مطلق العناني ۽ ناعاقبت انديشيءِ مان ڦٽا، جنهن جبر ۽ تشدد جي واٽ ورتي. انگلئنڊ جي دارالعوام پنهنجي الڳ فوج تيار ڪئي. بادشاهه جا حمايتي اٿنگليڪن ۽ ڪئٿولڪ، اڪثر، " دارالامراء" جا ارڪان ۽ بادشاهه جا وفادار ارڪان دارالعوام، پاڻ کي "ڪئويليئرس" (Cavaliers) يعني اميرِ جنگي گهوڙيسوار ۽ پارليامينٽ جا جمهوري ارڪان" پيوريٽنس" (Puritans) پاڻ کي گول متي وارا (Round heads) سڏايو، ڇاڪاڻ ته انهن ۾ صفا نوڙهي ٿيڻ جو رواج هو. سندن سرڪرده اڳواڻ اوليور ڪرامويل (Oliver Cromwell ) ( ١٦٥٨ ـ ١٥٩٩ع) هڪ باصلاحيت فوجي جنرل هو. پهرين انگريز گهرو لڙائي ۾ ڪئويليئرس کي شڪست آئي، ليڪن سنت ڪرامويل جي لشڪر، " نيوماڊل آرمي"، ۽ پارليامينٽ جي ميمبرن جي وچ ۾ تنازعه ڪڙو ٿيو. ڪرامويل دارالامراء کي برخواست ڪيو، پنهنجي مخالفين کي پارليامينٽ مان خارج ڪيو ۽ بادشاهه چارلس اول کي قتل ڪرايو. پاڻ بادشاهه نه ٿيو، ليڪن " لارڊ پروٽيڪٽر" جي لقب سان حڪومت هلائڻ لڳو.

ڪرامويل هڪ ظالم خوني هو، يا هڪ ذهين آزاديءَ جو علمبردار هو،

انهي جو فيصلو اڄ تائين تاريخدانن نہ ڪيو آهي. سندس نون سالن جي فوجي حڪومت ( ١٦٥٨ ـ ١٦٤٩ع) دوران آئرلئنڊ جي عوام ۾ خصوصا، ۽ اسڪاٽلئنڊ جي عوام ۾ عام طور تي، بغاوت جا جذبا پڙڪندا رهيا، جيڪي جديد دور جي تاريخ ۾ سندن، انگريزن کان، هڪ الڳ قوم ۽ معاشره جي صورت ۾ نظر اچن ٿا.

ڪراموبل ڪانپوءِ سندس پٽ "رچرڊ" ٿوري عرصي لاءِ حڪومت هلائي ۽ ١٦٦٠ع ۾ مستعفيَ ٿي ويو. پارلبامينٽ مقتول بادشاھ چارلس اول جي پٽ کي چارلس ثاني جو خطاب ڏئي تخت تي ويهاريو. اسٽوئرٽ گهرائي جي ٻيهر راڄ ۾ بادشاھ جا اختيارات، پارلِيامينٽ جي قانونن تحت، محدود ٿي ويا هئا ۽ اها محدود بادشاهيت (Limited Monarchy) تاريخ جي مختلف دورن مان گذرندي اڄا تائين قائم آهي.

چارلس ثاني ڪانپوءِ سندس ڀاءُ جيمس ٻيو انگلئنڊ جي تخت تي ويٺو. هو ڪئٿولڪ عقيدو رکندڙ هو ليڪن سندس ڌيءَ " ميري" پروٽيسٽنٽ هئي. تاهم جڏهن ڪيس پٽ ڄائو تہ چوڪس پارليامينٽ جي ائنگليڪن ارڪان کي انگلئنڊ ۾ ٻيهر ڪئٿولڪ مذهبي اجراء جو خطرو محسوس ٿيو ۽ انهن شهزادي ميري ۽ سندس مڙس" وليم آف آرينج " کي گڏيل حڪمراني جي آڇ ڪئي. شهزادي ميريءَ جو مڙس وليم آف آرينج اڳئي ڊچ ريپبلڪ جو سربراھ هو. اهڙي طرح سن ٨٩ ـ ١٦٨٨ع ۾ جيمس ثاني کي معزول ڪيو ويو ۽ اتان انگلئنڊ جي شاندار انقلاب جي راھ هموار ٿي، جنهن جي ذريعي سترهين صدي عيسوي جي اختتام تائين انگلئنڊ ۾ چار اهم پائدار روايتون قائم ٿيون:

(١) پارليماني حڪومت (Parliamentary Government)

(٢) قانون جي بالادستي (The Rule of law)

(٣) محدود بادشاهيت (Limited monarchy)

(۴) شخصي آزادي جي حفاظت (Protection of individual liberty)

انهن روايتن ، جديد مغربي معاشري ۽ تهذيب کي، دنيا ۾ مقبول بنايو آهي .

اٺويهين صديءَ جي انت ۽ ويهين صديءَ عيسويءَ جي پهرئين اڌ ۾، هربرٽ جارج ويلس ( ايڇ جي ويلس) جي سائنسي ناولن ۽ مختصر ڪهاڻين،

انسان جي ذهن ۾ هيجان پيدا ڪيو: سندس مک ناولن جا عنوان هن ريت آهن: د ٽائيم مشين ( ١٨٩٥ع)، د وار آف د ورلڊس ( ١٨٩٨ع) ، دوار ان د ايئر ( ١٩٠٨ع) ۽ د شيپ آف ٿنگس ٽ ڪم (١٩٣٣ع) اهي سڀ سائنسي ناول آهن. پوئين سائنسي ناول تي هڪ فلم ٺهي، جنهن ۾ مڪمل جنگ جي تباهڪاريءَ جا خوفناڪ منظر ڏيکاريا ويا آهن. تنهن هوندي به طاقت جي نشي ۾ بدمست جنگي جوڏن، ڇهن سالن اندر سن ١٩٣٩ع ۾ ٻي مهاڀاري جنگ جوٽي، جنهن ٧ ڊسمبر ١٩٤١ع ۾ هڪ مڪمل عالمي جنگ جي صورت اختيار ڪئي، جڏهن جپانين، امريڪين جي پرل هاربر تي بحري حملو ڪيو ۽ امريڪين ٦ آگسٽ ١٩٤٥ع تي انهي حملي جو انتقام جپان جي هيروشيما شهر تي ائٽمي بمباري ڪرڻ سان ورتو ۽ ٽن ڏينهن بعد ٻئي جپاني شهر ناگاساڪي کي ائٽم بم سان برباد ڪيو ويو. ساڳي ڏينهن تي روس، جپان خلاف، جنگ جو اعلان ڪيو. هي مغرب ۽ مشرق جي مڪمل جنگ، ايڇ جي ويلس جي ناولن " د وار آف د ورلڊس" ۽ " د وار ان د ايئر" جو عملي مظاهرو هئي. مغرب جي سڌريل انسان جي هن ناعاقبت انديش ڪاروائي جو بنيادي سبب هڪ طاقتور حڪومت يا قوم جي اها خواهش هئي تہ هو پنهنجي مرضي ۽ اقتدار پاڙيسري ڪمزور حڪومت ۽ قوم تي فوجي حملي ذريعي، مسلط ڪري. پولئنڊ تي جرمنئ جي ناجائز حملي سان ٻيءَ عالمي جنگ جو آغاز ٿيو. ڪاش ايڇ جي ويلس جي ناولن کي مستقبل جي پيشنگوئي سمجهي پڙهيو وڃي ها. سندس سماجي ۽ سياسي ناول، جهڙوڪ " ورڪ، ويلٿ ائنڊ هئپينيس آف مئن ڪائينڊ (١٩٣٢ع)"، " د فيٽ آف هوموسئپينس ( ١٩٣٩ع)، " د ڪانٽيمپرري ميلوئر ( ١٩٤٤ -- ١٩٤٢ع)"، ۽ " مائينڊ ائٽ د اينڊ آف ائٽس ٽيٿر (١٩٤٥ع) ساڳي طرح فڪر انگيز آهن جيڪي ذهن سنجيدگيءَ سان پڙهيا وڃن. ٽيٿر (Tether) انگريزي زبان ۾، انهيءَ ڊگهي رسي کي چئبو آهي جنهن سان پالتو جانور کي ٻڌي چرڻ لاءِ خلاصو ڇڏيو ويندو آهي. اصطلاحي معنيٰ ۾ هيءَ اها عملي ۽ ذهني آزادي آهي جيڪا انسان کي حاصل آهي. پوءِ جڏهن انسان جو ذهن

انهيءَ آزاد رسيءَ جي ڇيڙي تي پهچي وڃي ته انهيءَ کي لازمي طرح ڪلي (ڪونٽي) طرف موت ڪاٽي پوندي. اهو ڪلو ڇا آهي؟ تخليق ۽ فطرت جو بنياد! هن عظيم ناول نگار جون ذهني تخليقات ڄاڻائن ٿيون ته انسان ڪهڙي مادي جو نهيل آهي جيڪو سندس ذهن ۽ پڻ روح ۾ سمايل آهي. سندس پيار ، نفرتون، مايوسيون ۽ غلط اميدون انهيءَ جو مظهر آهن.

ايچ جي ويلس جي تصنيف ڪيل " آئوٽ لائين آف هسٽري (۱۹۲۰ع)"، پهرين مهاڀاري جنگ ( ۱۹۱۸ -- ۱۹۱۴ع) بعد، نوجوانن جي ذهن جي تعليم ۽ تربيت ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. سندس خاص هدف (نشانو) حڪومتن جي روڪ ٽوڪ ۽ انهن جي سياسي انتظاميه آهي، جنهن کي ختم ڪري، انهيءَ جي جاءِ تي هڪ عملي نظام قائم ڪرڻ گهرجي جنهن جو بنياد رٿيل اقتصاديات تي ٻڌل هجي ۽ اهو پنهنجي واڌ ۽ فروغ ۾ حياتياتي نوعيت رکندڙ هجي. سندس سوچ موجب مذهب ۽ سياست ۾ پراسراريت جا سيئي قسم انهي عملي اقتصادي واڌ ۾ رڪاوٽ پيدا ڪن ٿا. سندس تمام تصنيفات جو اهو مرڪزي نقطو آهي جنهن مغرب جي عام فڪر کي متاثر ڪيو آهي. ( چئمبرسس، ج ۱۴، ص ۴۹۴).

مجموعي طور، مغربي مفڪرن سائنس، مذهب، فلسفي، فن ۽ ادب جي ميدانن ۾ مروج روايتي نظرين ۽ مستحڪم اخلاقي، سماجي، سياسي ۽ اقتصادي نظام کي للڪاريو. تاهم انهن مان ڪن انسان دوست منطقي ۽ جمالياتي ذهن رکندڙ فلاسفرن ۽ اديبن " انسانيت" جو شان اعليٰ رکڻ جي ڪوشش ڪئي: جيئن " گوئٽي" ( ۱۸۳۲ ـــ ۱۷۴۹ع) ۽ " ٿامس ڪارلائل" ( ۱۸۸۱ ـ ۱۷۹۵ع). اهڙن حق گو ڏاهن جي تصنيفات مغرب ۾ اسلام بابت مثبت انداز فڪر پيدا ڪيو. جنهن کي محسوس ڪندي. هڪ سنڌي مسلمان فلاسفر، علامه آءِ آءِ قاضي ( ۱۹٦۸ ـ ۱۸۸٦ع) لنڊن ۾ اسلام جو هڪ تبليغي مرڪز قائم ڪيو. اسلام يا مسيحيت، مغرب کي متاثر ڪري نه سگهيا ۽ روشن خيالي، مادي ترقي ۽ خوشحالي، جديد دور جي يورپي انسان کي تهذيب کان تخريب طرف قدم وڌائڻ کان روڪي نه سگهي.

پهرين مهاڀاري لڙائي ( ۱۹۱۸ ـ ۱۹۱۴ع) جي وسيع تباهڪاري،

انسان ذات کي پنهنجي سلامتيءَ لاءِ سوچڻ تي مجبور ڪيو هو. ليڪن ٻي مهاڀاري لڙائي (۱۹۴۵ -- ۱۹۳۹ع) جي پڇاڙي جپان جي هيروشيما ۽ ناگاساڪي شهرن جي انسانن مٿان ائٽمي تباهڪاري مچائڻ سان ٿي.

## امريڪي انقلاب: (۱۷۷۶ - ۱۷۶۳ع)

آمريڪا جي برطانوي بينڪن جو آخري بادشاهہ جارج ٽيون (۱۸۲۰ - ۱۷۳۸ع) بابت، هاڻي ۱۹۵۴ع ۾ لکندي، ٻن امريڪي تاريخنويسن لکيو آهي تہ " ۱۷٦۰ع ۾ جارج ٽيون تخت تي ويٺو، ۲۲ سالن جو هڪ نوجوان هو ، انهيءَ خيال سان اتفاق ڪري نہ ٿي سگهيو تہ " بادشاهہ" جا اختيارات محدود هجڻ گهرجن." سندس ماءُ هميشہ کيس چوندي هئي تہ " جارج ! بادشاهہ ٿيءُ!" جڏهن هو حڪمران ٿيو...... هن رشوت جو اوزار استعمال ڪيو ۽ عهدا عام جام ڏنائين ۽ جلد ئي پارليمينٽ ۾ سندس دوست سگهارا ٿي ويا. بادشاهہ جي اقتدار ۾ اضافي اچڻ سان انگلئنڊ ۽ ان جي بينڪن (ڪالونين) ۾ غلط فهميءَ جي خليج وڌيڪ اونهي ٿي وئي.

دولت ۽ تعداد جي گهٽائي، جنگ جي نتيجي تي اثر انداز نہ ٿي ٿئي. تاريخ جي زماني ڪان وٺي، عرب، رومن يا ايراني فتوحات ۾، امريڪي انقلاب جي تاريخ ۾، ۽ ان ڪان ٻہ سؤ سال پوءِ ساڳي آزاد آمريڪا جڏهن دنيا جي وڏي طاقت بنجي وئي، تڏهن " ويٽنام" ۾، ان جي ناڪامي ، تاريخ جا واضح مثال آهن. ساڳي ريت روس ۾ زار جي شهنشاهيت پورهيتن ختم ڪئي (۱۹۱۷ع)، ۽ اها دنيا جي پهرين ڪميونسٽ حڪومت بنجي اڀري. پوءِ آمريڪا ۽ سوويت سوشلسٽ ريپبلڪس ويهين صديءَ ۾ سرد جنگ جا خطرناڪ تجربا ڪيا. آخر طاقتور ڪميونسٽ حڪومت هڪ غريب افغان قوم کي مغلوب ڪندي پاڻ ختم ٿي وئي. " فاعتبرو يا اولي الالباب" پوءِ عقل جا صاحبو عبرت حاصل ڪريو ! جديد مغربي تاريخ ۾ انهيءَ عبرت جي ابتدا آمريڪي انقلاب سان ٿي هئي.

۴ جولاءِ ۱۷۷٦ع تي امريڪي نوآبادين، برطانوي شهنشاهيت ڪان آزاديءَ جو اعلان ڪيو. اعلان جو متن هنن تاريخي لفظن سبب، انسان جي

تاريخ ۾ هڪ يادگار آهي:

” اسين هنن حقيقتن کي، هڪ خود روشن سچائي تسليم ڪيون ٿا تہ (۱) سڀ انسان برابر خلقيا ويا آهن، (۲) سندن خلقيندڙ انهن کي ڪجهہ دائمي حق عطا ڪيا آهن، ۽ (۳) انهن حقن ۾ زندگي، آزادي ۽ خوشي جي تلاش جا حق اچي وڃن ٿا. “

امريڪن قوم، اقوام عالم ۾، هڪ منفرد مقام رکي ٿي. سترهين ۽ اوائلي ارڙهين صدي عيسوي ۾، يورپ کان آيل گورن آبادڪار - مهاجرين کان علاوه ، انهن ۾ افريقي ۽ مقامي ڪاري ڳاڙهي رنگ جا ريڊانڊين، تقريبا تمام ا نساني نسلن ۽ لساني گروهن جي مجموعي، گڏجي امريڪي قوم جي تشڪيل ڪئي آهي. يوربي آبادڪارن ۾ پڻ مختلف قومن، عقيدن، رسمن رواجن ۽ ثقافتي ورثي وارن، پنهنجو ماضي وساري، هڪ قوم، هڪ زبان ۽ هڪ دستور کي پنهنجو ڪيو آهي. امريڪي معاشرو جديد مغربي تهذيب جو هڪ اهم حصو آهي.

## جارج واشنگٽن ( ۱۷۹۹ - ۱۷۳۲ع) جو مثال:

ورجينيا جي نوآبادي ۾ تاريخ ۲۲ فيبروري ۱۷۳۲ع تي، ويسٽ مور لئنڊ جي ڪائونٽي، اهو سپوت پيدا ڪيو، جنهن امريڪي انقلاب جي اڳوائي ڪئي ۽ آزاد ملڪ جو پهريون صدر بڻيو. اهو جارج واشنگٽن هو. سندس پيءُ آگسٽائين واشنگٽن ۽ ماءُ ميري بال، ورجينيا جي ويسٽ مور لئنڊ ڪائونٽيءَ ۾، پنهنجي جاگير سنڀاليندا هئا. ننڍڙائپ ۾ جارج پنهنجي پيءُ جو پوڪيل هڪ پسنديده وڻ وڍي ڇڏيو. جڏهن پڻس سخت ڪاوڙ ۾ نوڪرن چاڪرن کان پڇاڳاڇا ڪري رهيو هو تڏهن هن بي ڊپائي سان اڳيان وڌي اقرار ڪيو تہ اهو ڏوهہ هن ڪيو هو. ۷ سالن جي عمر کان ۱۵ سالن جي عمر تائين ، هڪ گوسڙو شاگرد طور، تعليم حاصل ڪيائين. سندس تعليم ۽ تربيت، سڪول ۽ ڪتابن کان ٻاهر، زندگي جي عملي ميدان ۾ ٿيندي رهي. تماڪ جي پوک ۾ مهارت حاصل ڪيائين ۽ زمين جي ماپ ڪرڻ ۾ پڙ هو. ۱۱ سالن جو هو تہ سندس والد جي وفات ٿي ( ۱۲ اپريل ۱۷۴۳ع) ۽

هو پنهنجي وڏي ڀاءُ لارينس واشنگٽن جي سنڀال هيٺ آيو، جيڪو هڪ اعليٰ اخلاق جو مالڪ هو ۽ پنهنجي ڀاءُ جارج کي سياڻپ ۽ پيار سان پاليائين. وڏو ٿي زمين ماپ ڪرڻ يا سروي جي پيشي ۾ داخل ٿيو. پيءُ جي ورثي مان زمين سان گڏ ۱۸ غلام ڪيس مليا جن ۾ هن اضافو ڪيو، ۽ ۱۷٦۰ع تائين هن وٽ ۴۹ غلام هئا. جن جي مدد سان هن زمين تي واري سان جدا جدا فصل پوکڻ، پاڻ ڏيڻ ۽ چوپائي مال جي افزائش جو سنو انتظام ڪيو. مائونٽ ورنن جي معاشري ۾ هڪ معزز، محنت ڪش ۽ حوصلہ وارو انسان هو. غلامي جي رواج جي خلاف هو، ليڪن وقت جي دستور مطابق ان تي عمل ڪندو رهيو.

نومبر ۱۷۵۲ع ۾ جارج واشنگٽن فوجي پيشي سان وابستہ ٿيو. ۳۱ آڪٽومبر ۱۷۵۳ع تي هن فرينچ بينڪن تي "اوهيو" جي علائقي ۾ پيشقدمي ڪئي. مقامي ريداندين قبيلن هن جي حمايت ڪئي. ۲۸ مارچ ۱۷۵۴ع تي هن فرينچن کي شڪست ڏني ۽ اتان فرينچ انگريز مخاصمت شروع ٿي، جنهن ۾ جارج واشنگٽن لڳاتار ڪاميابيون حاصل ڪندو رهيو.

٦ جنوري ۱۷۵۹ع تي جارج واشنگٽن هڪ بيوه، مارٿاڊئنڊرج ، سان شادي ڪئي، جيڪا عمر ۾ ڪائنس وڏي هئي، ليڪن " ورجينا" جي هڪ امير خاتون هئي. اڳئين مڙس مان ٻہ زنده ۽ ٻہ فوت ٿي ويل ٻار هئس، پندرهن ايڪڙ زمين ۽ ان تي ڪم ڪندڙ غلام پڻ جارج واشنگٽن جي ملڪيت ۾ آيا.

جارج واشنگٽن جي آسوده حال زندگي ۾ ان وقت اضطراب پيدا ٿيو، جڏهن برطانوي شهنشاهيت جي معاملات ۾ هڪ طوفان کڙو ٿيو، جنهن امريڪي انقلاب جي صورت اختيار ڪئي: لڙائين جي ڳوري خرچ ۽ ڪنيل قرض، وڏن داخلي ٽئڪسن ۽ امريڪي ڪالونين جي فوجي اخراجات، شاهي خزاني لاءِ ناقابل برداشت حد تائين اضافو ڪري ڇڏيو. برطانوي مالي وزارت سن ۱۷٦۴ع ۾ ڪالونين تي اهو مالي وزن وجهڻ جو فيصلو ڪيو. ڪالونين جي " وگ پارٽي" برطانيہ جي " توري پارٽي" جي انهي فيصلي خلاف جدوجهد شروع ڪئي. مئي ۱۷٦۵ع ۾ اسٽمپ ائڪٽ خلاف ٺهراءُ پاس ڪيو ويو، ليڪن پوءِ بہ ۱۷٦۸ع تائين جارج واشنگٽن برطانوي تاج جو وفادار رهيو. انهيءَ سال هن مائونٽ ورنن ۾، جارج مئسن سان پنهنجي ارادي جو اظهار ڪندي چيو تہ " جڏهن بہ منهنجو ملڪ مون کي سڏيندو، مان

پنهنجي بندوق ڪلهي تي رکندس." مارچ سن ۱۷۷۵ع ۾ هو فوجي ڪانٽينينٽل ڪانگريس جو ميمبر منتخب ٿيو ۽ هن کي سڀني امريڪي ڪالونين جي گڏيل فوج جو سپهه سالار مقرر ڪيو ويو. برطانوي شاهي فوج جي مقابلي ۾ انقلابين هڪ " نيو انگلئنڊ فوج" کي تحرڪ ۾ آندو، جنهن آخرڪار ۱۹ آڪٽومبر ۱۷۸۱ع تي، جارج واشنگٽن جي ڪمان هيٺ شاهي فوج کي شڪست ڏني.

جڏهن جارج واشنگٽن کي ڪمانڊر انچيف مقرر ڪيو ويو هو تڏهن هن پاڻ ڪنهن ٻئي جنرل جو نالو تجويز ڪيو هو، ۽ جڏهن انقلاب جي ڪاميابي بعد بادشاهه ٻڻجن جي آڇ ڪئي وئي تہ هو سخت ناراض ٿيو. جمهوري حڪومت قائم ڪئي وئي تہ ۱۷۸۹ع جي انتخاب ۾ هن کي بنا مقابلہ صدر منتخب ڪيو ويو. جارج واشنگٽن لاچار اهو عهدو قبول ڪيو ڇاڪاڻ تہ ذاتي طور تي هن امن ۽ سک جي زندگي پسند ڪئي تي ۽ هن کي پنهنجي ذاتي صلاحيتن ۾ شڪ هو ۽ خوف هوس تہ ڪيل ڪارنامي کي غلط رنگ ڏنو ويندو. تاهم ۸ سالن جي دور حڪومت ۾ هن پوري توجہ ۽ محنت سان ڪم ڪيو ۽ پنهنجون خصوصي خوبيون ظاهر ڪيون، جيڪي هيون: احتياط، پختو طريقي ڪار ۽ سنجيده فيصلو. مثال طور سن ۱۷۹۳ع ۾ انگريز فرينچ لڙائي لڳي تہ فرينچن سان اتحاد جي باوجود، جارج واشنگٽن، آزاد امريڪا جي غير جانبداري جو فيصلو ڪيو. هن کي پختو يقين هو تہ امريڪا جي پنهنجي قومي شناخت هئي. سندس هي بيان تہ "............... يورپي طاقتن کي يقين ڏياريو وڃي تہ اسان ( فقط) پنهنجي لاءِ ڪم ڪندا آهيون. نہ ٻين ( جي مفاد) خاطر." خاص توجہ طلب آهي.

ٻهرين صدارتي مدي ڪان وني، جارج واشنگٽن هڪ صدارتي روايت قائم ڪئي تہ " صدر ڪنهن جو مهمان نہ ٿيندو." صدارتي ڪاروبار لاءِ هن فلاڊيلفيا ۽ نيويارڪ شهرن ۾ بهترين جايون مسواڙ تي ورتيون ۽ جارج ڪلنٽن جي مهمان نوازي قبول نہ ڪئي. جارج واشنگٽن نہ موٽ ۾ ڪنهن جي گهر ويندو هو ۽ نہ ڪنهن سان هٿ ملائيندو هو. سلام جو جواب ڪنڌ جي اشاري سان ڏيندو هو. ڇئن يا ڇهن تيز گهوڙن جي گاڏي ۾ سفر ڪندو هو، جنهن جي ٻنهي پاسن نيان عمدن وردين ۾ محافظ دستا هوندا هئا. تعليم، خواهہ

فطري لاڙي، مطابق جارج واشنگٽن خاطر تواضع ۽ تڪلفات کان آجو هو. جڏهن ڪيس ٽئين صدارتي مدي جي آڇ ڪئي وئي ته هن سختيءَ سان رد ڪري ڇڏي.

١٩ سيپٽمبر ١٧٩٦ع تي امريڪي قوم کي الوداعي خطاب ڪرڻ بعد هن تاريخي شخصيت ۽ هڪ عظيم قوم جي ابي، تنهائي ۽ بي فڪريءَ جي زندگي پسند ڪئي. ١٢ ڊسمبر ١٧٩٩ع تي برف باري ۾ ڪيترا ڪلاڪ گهوڙيسواري ڪندي ڪيس ٺڌ لڳي ۽ ١٤ ڊسمبر ١٧٩٩ع تي رات جو ڏهين بجي هيءَ دنيا ڇڏي ويو. سندس آخرين الفاظ، تاريخ هن طرح محفوظ ڪيا آهن: " آءٌ ڏکئي نموني مري رهيو آهيان، ليڪن مون کي وڃڻ جو خوف نه آهي..... مون کي لڳي ٿو ته مان وڃي رهيو آهيان، مان اوهانجي خاطرداري لاءِ شڪرگذار آهيان، ليڪن اوهان کي التجا ڪيان ٿو ته منهنجي لاءِ وڌيڪ تڪليف نه ڪريو. مون کي سانت سان هليو وڃڻ ڏيو، آءٌ وڌيڪ جيئرو رهي نه ٿو سگهان."

سندس موت تي امريڪي قوم جا جذبات هائوس آف ريپريزنٽيٽوز جي پاس ڪيل ٺهراء جي هنن مجتا جي لفظن ۾ محفوظ آهن: "جنگ ۾ اول، امن ۾ اول، ۽ پنهنجي هم وطنين جي دلين ۾ اول."

جڏهن يورپ ۾ اها سڌ پئي ته سندس ياد کي خراج عقيدت پيش ڪرڻ لاءِ برطانوي بحري آرماڙ ۽ نيپولين جي فرينچ فوجن سلامي ڏني ۽ ڪيترن سياسي ۽ ادبي شخصيتن گڏجي تاريخ جي هيرن ۾ سندس نمايان حيثيت کي تسليم ڪيو.

١٩ سيپٽمبر ١٧٨٦ع تي امريڪا جي پهرئين صدر جارج واشنگٽن ٻه دفعا صدر رهڻ بعد ٽيون دفعو صدر ٿيڻ کان انڪار ڪيو ۽ امريڪا جو ٻيو نمبر صدر " جان ائڊمس" منتخب ٿيو. سندس نظريو هو ته " ( امريڪي) انقلاب، " جنگ آزادي" جي شروع ٿيڻ کان اڳ شروع ٿيو هو. انقلاب عوام جي دلين ۽ دماغن ۾ هو."

## ٤٠٦
# فرينچ انقلاب The French Revolution
## (٥ مئي ١٧٨٩ع کان ١٧٩٥ع).

ارڙهين صدي عيسوي جي پوئين ڏهاڪي ۾ فرانس جي عوام هڪ عظيم انقلاب برپا ڪيو: پنهنجي بادشاهه کي ڦاسي ڏني ۽ پنهنجي قومي تاريخ جو رخ موڙي ڇڏيو. اڳئين دور کي پراڻو سرشتو چئجي ٿو. انهيءَ پراڻي سرشتي هيٺ، فرينچ قوم، ڪثير آبادي، طاقتور فوج ۽ شاندار شاهي دربار سان سجاتي ويندي هئي. سندن تختگاهه "پئرس" هڪ ثقافتي مرڪز هو، تمام يورپ جا تعليم يافته طبقا، فرينچ ٻولي ڳالهائيندا هئا، فرينچ ادب پڙهندا هئا، ۽ فرينچ فيشن جو نقل ڪندا هئا. "فرانس" هڪ شاندار زماني جي اڳواڻي ڪري رهيو هو. تاهم ملڪ ۽ معاشره اندر، طبقاتي تفاوت روز افزون مناسب حدن کان تجاوز ڪندو ويو: ان وقت فرينچ سماج ۾ ٽي طبقا هئا، جن کي تاريخ ۾ "ٽري اسٽيٽس"جو نالو ڏنو ويو آهي: شاهي خاندان کي ڇڏي، پهريون طبقو، يا جاگيرداري، عيسائي ڪليسا جي عملدارن جي هئي، ٻيو طبقو نوابن ۽ اميرن وزيرن جو هو ۽ ٽيون طبقو سندن غلامن ۽ عام شهرين جو هو. پهريان ٻه طبقا گڏجي فرانس جي وڏي آدمشماري جو ڪل ٻه سيڪڙو ناهن پيا، باقي ٩٨ سيڪڙو، ٽئين ڪلاس جا شهري تمام حقن ۽ سهوليت کان وانجهيل هئا. فيشن ۽ دولت جي فراواني انهيءَ ٻه سيڪڙو اپر ڪلاس سوسائٽي جو خانو خراب ڪري ڇڏيو هو ۽ انساني همدردي جا تمام جذبات ۽ احساسات منجهائن نڪري ويا هئا. هڪ عام مشهور فرينچ روايت مطابق جڏهن ٽئين طبقي جي ماڻهن، بک کان بيحال ٿي، جلوس جي صورت ۾ بادشاهه لوي ١٤ هين جي محل اڳيان مظاهره ڪيو تڏهن بادشاهه بالڪني ۾ پنهنجو دربان موڪلي پڇرايو ته ڇاڳالهه آهي؟ جڏهن دربان موٽي اچي ڪيس ٻڌايو ته عوام ماني گهري ٿو ته بادشاهه فرمايو ته "جيڪڏهن ماني نه اٿن ته في الحال ڪيڪ بسڪوٽ کائي گذارو ڪن!".

فرانس جي "ٽردسٽيٽ" (ٽئين طبقي جي شهرين) ۾ ٻهراڙي جي هارين ۽ شهرن جي مزدورن کان علاوه وچين طبقي جا واپاري، سرڪاري ڪامورا ۽ ماستر به شامل هئا ۽ ان وقت بادشاهه جي درباري اميرن ۾ اها

شخصيت بہ موجود هئي، جنهن کي آمريڪي انقلاب جي حوالي سان بہ سڃاتو وڃي ٿو. اهو فرينچ درباري امير ”مارڪي ڊي لافهمييت“ هو جنهن فرينچ معاشره جي عيبن کي تسليم ڪيو ۽ فرينچ اميرن جو هڪ هم خيال گروهہ پاڻ سان ملايو جن انگريزن جي محدود بادشاهيت ۽ آمريڪي انقلاب جي سياسي اصولن جو نقل ڪرڻ گهريو ٿي.

سن ١٧٧٢ع ۾ هڪ فرينچ پادري پنهنجي ڪليسا جي ڳوٺ جي سماجي صورتحال بيان ڪندي لکيو آهي تہ: ” منهنجي پارش ( يعني عيسائي ڪليسا جي علائقي) ۾ ٻہ هزار ٻہ سؤ انسان رهن ٿا، انهن مان اٽڪل هڪ هزار اٺ سؤ، پيٽ پرڻ لاءِ پنن ٿا، پر هنن کي پنيو نہ ٿو ملي ۽ انهن مان اڪثر گوبي جا پن........ يا گاهہ اوباري کائن ٿا.“

فرانس جي ٿرڊ ڪلاس شهرين ۾ سماج جو وچون طبقو، ”بورزوازي“ (Bourgeoisie) بہ شامل هو، جن ۾ وڪيل، تاجر، بئنڪ ڪار، ڊاڪٽر ۽ پروفيسر اچي ويا ٿي. انهن وٽ پئسو هو، علم هو ، صلاحيت ۽ عزم هو، ليڪن سندن واحد گهٽتائي اميري خون جي هئي، جنهن ڪري هو سيڪنڊ ڪلاس شهرين يعني امير وزيرن ۽ نوابن ۾ شمار ٿي نہ ٿي سگهيا. انهي ڪري سن ١٦٠٠ع تائين هنن مان امير ماڻهن، پنهنجي دولت سان اميري جون سندون خريد ڪيون، تاهم هنن محسوس ڪيو تہ اميري خون ڪانسواءِ اهي سندون ۽ سندن سرڪاري وڏا عهدا سندن ترقي ۾ ڪنهن ڪم جا نہ آهن، سندن علم ۽ صلاحيت فقط امير طبقي جي مفاد لاءِ استعمال ٿي رهي آهي، ۽ بادشاهہ جو انتظام ڊانواڊول آهي. ڪليسا ۽ امرا طبقو فعل المختيار آهن.

فرانس جو بادشاهہ لوي سورهون (Louis xvi) هڪ حڪمران جي حيثيت ۾ نااهل هو ۽ سندس راڻي فضول خرچ هئي. هن ويهن سالن جي ڄمار ۾ تخت سنڀاليو، سنو شمشيرزن هو، گهٽيون ٻوليون ڄاڻندو هو، شڪار ۽ شراب ڪباب جو شوقين هو، ۽ گهڙيالن سان اجائي ڇيڙڇاڙ ڪري بہ دل وندرائيندو هو. جيتوڻيڪ نيت جو خراب نہ هو، پر موڳو ۽ منجهيل هو. منجهس جلد فيصلي ڪرڻ جي قوت نہ هئي، ۽ هڪ عظيم قوم تي حڪمراني ڪرڻ جي تمام گهٽ ڄاڻ هئس.

فرانس جي راڻي، ميري انٽنيونيت، (Marie Antionette)

"آسٽريا" جي مهارائيءَ جي ڌيءُ هئي. سندس ويڳي ڀاءُ جي بيان مطابق "قدرت ميري انٽيونيٽ کي، تخت تي ويهڻ لاءِ ٺاهيو هو...... سندس شاهي منهن مهانڊي، هڪ اميري حسن، پنهنجي ڪنڌ کي جهلڻ جي انداز..... تعظيم کي اپاريو ٿي." شروع ۾ فرانس جي عوام هن شاهي حسن ۽ ان جي ناز و انداز کي پسند ڪيو. بادشاهه لوي سورهين جي بيڊنگي شخصيت جي مقابلي ۾ هوءَ شاهانه شخصيت جي مالڪ هئي. فرينچ امراء لاءِ پوشاڪ ۽ آداب جو هڪ مثالي نمونو هئي. مگر سندس شاهه خرچي، جيڪا اڳيئي قرض هيٺ آيل فرانس جي اقتصادي حالت کي وڌيڪ ڪمزور ڪري رهي هئي، ۽ سندس خاوند بادشاهه سلامت جي انتظامي نااهلي، هڪ رشوت خور ۽ نااهل انتظاميه برپا ڪئي.

شاهه "لوي" بادشاهت جي خدائي حق ۾ يقين رکندڙ هو ۽ سندس امير طبقي پڻ خصوصي رعايتن کي پنهنجو حق سمجهيو ٿي، تنهن ڪري ضروري اصلاحات جي راهه روڪي بيٺا ۽ ڪمزور بادشاهه هنن کي هٽائي نه سگهيو. تاريخ هن، بظاهر بي قصور ١٨ صدي جي فرينچ بادشاهه جي آخري گهڙين کي هن طرح رڪارڊ ڪيو آهي:

٢١ جنوري سن ١٧٩٣ع جي ڏينهن، هڪ ڪوچ زبردست حفاظت هيٺ پيرس جي گهٽين مان آهستي گڙڪندو وڃي رهيو هو، اندر شاهه لوي سورهون خاموش ويٺو هو. هن چار مهينا اڳ پنهنجو تخت وڃايو هو. ڪوچ جي گهوڙن جي اڳيان دهلاري قطار ۾ وڃي رهيا هئا، ۽ شهري نيزن ڀالن ۽ بندوقن سان مسلح رستي جي پاسن کان بيٺا هئا. بدنصيب بادشاهه ڪوچ مان لٿو ۽ ڦاسيءَ جي تختي طرف وڌيو. اتي هُل هنگامي ۾ هن آخري تقرير ڪئي: " آءٌ انهن الزامن جو قصوروار نه آهيان، جن جي ڪري آءٌ مران ٿو، جيڪي منهنجي موت جا منتظر آهن آءٌ انهن کي معاف ڪريان ٿو". سيڪنڊن ۾ ڪات سندس ڪنڌ ڪپي ڇڏيو ۽ ماڻهن جي گڏتيل ميڙ خوشي وچان نعرو هنيو: " وائوي لاريپبلڪ " (Vive la Republique) يعني رعيتي راڄ زنده باد !. فرينچ انقلاب جي قومي ترانه جا هي لفظ انقلابين جا عزائم ظاهر ڪري رهيا هئا:

" ماتريومي جا سپوتو، سجاڳ ٿيو.

کامـــراني جو ڏينهن اچي ويو آ،
هشــيـــار ڪــٽــو اي شـــهـــريو !
وڏنـــدا هـــلـــو، وڏنـــدا هـــلـــو!"

هن دور جي مشهور شخصيت، " مئڪسي ميلين ڊي روبيزپائير" هڪ پست قد، سنهڙو ۽ ڪمزور آواز وارو انسانُ هو، ليڪن مڪمل خود اعتمادي سان جو ڪجهہ بہ ڪري رهيو هو اهو سندس يقين مطابق صحيح هو ۽ " فرانس" جي ان ۾ ڀلائي هئي. هو جيڪبين (Jacobin) عيسائي فرقي جو ڪٽر پوئلڳ هو. فرينچ معاشره جي اصلاح ڪري هڪ مثالي معاشره قائم ڪرڻ لاءِ هن سختيءَ کان ڪم ورتو: سندس اصولن جو مختصر خاڪو، سندس بيان جي اقتباسات مطابق هن طرح آهي: " اهو قانون، جيڪو " انسان" جي اٽوٽ حقن کي پائمال ڪري ٿو، سو نامناسب ۽ ظالمانہ آهي، اهو قانون ئي نہ آهي..... جهڙي طرح سڀ حقوق محدود آهن، تهڙي طرح ملڪيت جي حق جي بہ حد، ٻين جي حقن جي احترام تائين، مقرر ڪيل آهي........ معاشره کي گهرجي تہ تعليم کي سڀني شهرين جي پهچ اندر آڻي........ انسان جي فرضن ۾ سندس اهم ترين فرض هيءُ آهي تہ هو گمراهہ عقيدن ۽ خود سري کي ڏڪاري، ظالمن ۽ غدارن کي سزا ڏئي، بدنصيب جي امداد ڪري، ڪمزور جي عزت ڪري، مظلوم جو دفاع ڪري، پنهنجي پاڙيسريءَ سان جيتري ڀلائي ڪري سگهي اها ڪري، ۽ سڀني انسانن سان انصاف سان هلي..... جيڪو بہ ڪنهن قوم سان انهي لاءِ جنگ ڪري تہ ان جي آزاديءَ جي راهہ روڪي ۽ انسانن جا حقوق پائمال ڪري، انهيءَ کي سڀئي گڏجي سزا ڏين، هڪ عام رواجي دشمن نہ سمجهي بلڪ ( اهڙن دشمن کي) باغي، ڦورو ۽ قاتل سمجهي (سزا ڏيڻ گهرجي) ."

اهڙي طرح فرينچ انقلابين دهشت جي بازار گرم ڪئي. مقدما انصاف جي توهين برابر هئا. ڪيترن بي قصورن کي ڦاسي ڏني وئي. ويهن هزارن کان چاليهہ هزارن تائين مرد عورتون ۽ ٻار، هن خون جي هوليءَ ۾ وهنجاريا ويا. ٻهراڙين ۽ شهرن ۾ انقلابين پنهنجي اصل يا فرضي دشمن کي ختم ڪرڻ لاءِ قتل عام ڪيو. " روبيزپائير" هن قتل عام کي روڪڻ جي ڪوشش ڪئي، پر هو بہ بي وس هو. ('انسان جو نامڪمل سفر' ـ ايضا ـ ، ص ص ۴۶۰ ـ ۴۵۹)

ايذاء رساني ۽ قتل عام جي نظارن ، فرينچ معاشره جي اصلاح بجاءِ خونريزي، تشدد ۽ بي رحمي جو رجحان پيدا ڪيو: عورتن، ڦاسي جي سامان جهڙا سون ۽ چانديءَ جا نمونا ٺهرائي، ڳچي ۾ وجهي، نئون فيشن شروع ڪيو. ٻارن هٿيارن ۽ ڦاسي جي ڪاٺن ڪهاڙن جهڙن رانديڪن سان ڪيڏي دل وندرائي. " روبيز پائير" هڪ مسيحي پادري مان هڪ هيبتناڪ راڪاس بنجي ويو. انسان کي.انسان جي رت وهائڻ جي چوس پئي. خود پادري اڳواڻ روبيز پائير جا حمايتي، پنهنجي ڪنڌ تي ڦاسي جو تڏو ڪات لاشعوري طور تي محسوس ڪري رهيا هئا، تنهن ڪري هنن پاڻ ۾ صلاح ڪري،خود " روبيز پائير" کي ڦاسي ڏياري ڇڏي. ۹۴ ـ ۱۷۹۳ع جي قتل عام ۽ معاشري جي خوني رجحان کانپوءِ سال ۱۷۹۵ع ۾ اعتدال پسند اڳواڻن، فرينچ حڪومت جي ڊئريڪٽرن جو ادارو قائم ڪيو. اعتدال پسند بورزوازي طبقو واپس اقتدار ۾ آيو. تاهم " فرانس" ۾ جمهوري حڪومت قائم ڪرڻ جو سندن ڪوبہ ارادو نہ هو. هنن محدود بادشاهيت کي پسند ڪيو تي. ٻئي طرف فرينچ معاشري جي صورتحال اها هئي جو جهڙي طرح امير طبقي وچين بورزوازي طبقي کان اميري خون نہ هجڻ سبب نفرت ڪئي ٿي، تهڙي طرح بورزوازي پاڻ کان هيٺين طبقي، يعني عوام کي نالائق ۽ حڪومت ڪرڻ لاءِ نااهل سمجهو ٿي. انهن حالتن هيٺ پنجن ڄڻن جي هڪ ڊئريڪٽوريٽ چار سال ( ۱۷۹۹ ـ ۱۷۹۵ع) فرانس جي حڪومت هلائي. ڊئريڪٽر صاحبان خود ڪمزور، نااهل ۽ بي ايمان هئا. فرانس اڃا بہ حالت جنگ ۾ هو ۽ قرضن ۾ ويڙهيل ڏيو ويو هو، صنعت ۽ واپار کي زبردست ڌڪ لڳو ۽ پئرس جا غريب شهري وڏيڪ مصيبت ۾ هئا ۽ منجهن بي آرامي وڌي رهي هئي. امير طبقي، " بورزوازي ريپبلڪ" جو تختو اونڌو ڪري بادشاهي قائم ڪرڻ لاءِ بغاوت ڪئي، جنهن کي نوجوان فرينچ فوجي آفيسر " نيپولين بوناپارٽ" ڪچلي ڇڏيو، ۽ آخرڪار سن ۱۷۹۹ع ۾ جنهن حڪومت کي بچايو هئائين ان جو پاڻ تختو اونڌو ڪري بادشاهہ بڻجي ويو. " فرانس" ٻيهر مطلق العناني طرف موٽي ويو. تاهم فرينچ انقلاب ڪجهہ اهم بين الاقوامي اثرات ڇڏيا، جيڪي مختصر طور تي هن ريت بيان ڪيا وڃن ٿا:

(۱) فرينچ انقلاب " آزادي" جي نظريہ کي اڳتي وڌايو.

(٢) عيسائي ڪليسا جي اقتدار کي گهٽايو.
(٣) امير طبقي جون خصوصي مرعات ختم ٿيون.
(٤) مطلق العنان بادشاهيت جو زوال ٿيو.
(٥) جديد جنگي حڪمت عملي جو آغاز ٿيو.
(٦) جديد "قوم پرستي" جو نظريہ قائم ٿيو، ۽
(٧) وچولي طبقي " فرانس" جي قيادت سنڀالي.

## نيپولين جو دؤر:

"نيپولين جو دور" نومبر ١٧٩٩ع کان شروع ٿيوهو. هڪ مقبول عام فوجي جنرل هو. ايندڙ ١٥ سالن (١٨١٤ ـ ١٧٩٩ع) دوران هو فرانس ۽ باقي دنيا جي هڪ مشهور معروف شخصيت ٿي رهيو، لکين سپاهين کي "فرانس" لاءِ جنگ ڪرڻ تي آماده ڪيائين ۽ هزارين سپاهين هن جي حڪم تي سر ڏنو. هن وڏيون جنگيون ڪٽيون ۽ يورپ جو ڪافي حصو فتح ڪيائين. سندس سوانح عمري جو مختصر خاڪو هن ريت آهي:

(١) نيپولين بوناپارٽ (١٨٢١ ـ ١٧٦٩) تاريخ ١٥ آگسٽ ١٧٦٩ع تي ڪارسيڪا جي ٻيٽ ۾ جنم ورتو. ننڍپڻ جو ذڪر ڪندي لکيو اٿس تہ " مون کي ڪنهن نہ ڊيڄاريو، مون کي ڪنهن جو ڊپ نہ هو. مون ڪنهن کي ڌڪ هنيو ٿي، ۽ ڪنهن کي رهندبون پاتيون ٿي. آءُ هر ڪنهن لاءِ ڌهڪاءُ بڻيل هوس".

(٢) فرانس ۾ فوجي تربيت مڪمل ڪرڻ بعد، نيپولين توپ خانہ جو هڪ آفيسر مقرر ٿيو ۽ فرينچ انقلاب جي اوائلي ويڙهين ۾ پاڻ ملهايائين. سندس هڪ رفيق عملدار جي لفظن ۾ ( بوناپارٽ ۾) "صلاحيت جو انبار، غير معمولي جرئت ۽ اڻٽڪ طاقت موجود هئي....... ( لڙائيءَ ۾) مون هميشہ هن کي پنهنجي جاءِ تي مستحڪم ڏٺو. جيڪڏهن گهڙي کن آرام ڪرڻ گهرندو هو، تہ اتي ئي زمين تي مٽان ڪوٽ وجهي سمهي پوندو هو."

(٣) فرينچ انقلاب جي سرواڻن، نيپولين جي فوجي مهارت کان متاثر ٿي، هن کي ٢٥ سالن جي عمر ۾ " جنرل" جي عهدي تي ترقي ڏني. آڪٽوبر ١٧٩٥ع ۾ فرينچ امراء جي بغاوت کي ڪچلي، هن عام مقبوليت حاصل ڪئي. چند مهينن بعد " اٽلي" تي حملہ اور ٿيندڙ فرينچ فوج جو سپہ سالار مقرر ڪيو ويو، جتي فوجي رٿابندي ۽ قيادت جو اعليٰ مثال قائم ڪيائين. هو سپاهين سان گڏ وڙهندو هو ۽ انهن ۾ جنگ جو جذبو اڀارڻ خوب

ڄاڻندو هو. سندس هڪ رزميہ تقرير جا ڪجهہ اقتباسات هن طرح محفوظ ڪيا ويا آهن: " اوهان توپ بنا لڙايون ڪٽيون آهن، بغير پيڙين نديون پار ڪيون آهن. بوٽن بغير زبردست پيشقدمي ڪئي آهي. ( جنگي) ڪئمپن ۾...... اڪثر مانيءَ بغير ........ سپاهيو، اسان اوهانجا شڪر گذار آهيون...... اوهان ڪي اجان جنگيون جوٽڻيون آهن، شهرن تي قبضو ڪرڻو آهي....... نديون پار ڪرڻيون آهن..... اوهان ۾ ڪو هڪڙو بہ اهڙو آهي، جنهن جي همت ڪمزور هجي؟...... نہ،....... اوهان سيني ۾ " فرينچ قوم" جي فتحيابيءَ ڪي اڳتي وڌائڻ جو جذبو پريل آهي..... اوهان مان هر ڪو چاهي ٿو تہ جڏهن اوهان پنهنجن ڳوٺن ڏانهن موٽي وڃو، تڏهن فخر سان چئي سگهو تہ " آءٌ اٽلي کي فتح ڪندڙ فوج ۾ شامل هوس."(انسان جو نامڪمل سفر ايضا ـ ص ٤٦٦) خود نيپولين جي عام مقبوليت جو اهو حال هو، جو دڪاندار سندس تصوير دڪان جي درين تي لڳائيندا هئا (جنهن ڪري ماڻهن جا ميڙ انهن جي دڪانن تي گڏ ٿي ويندا هئا.) فرينچ شهري هن کي سڪندر اعظم ۽ جوليس سيزر سان تشبيهہ ڏيندا هئا.

(٤) اٽلي جي فتح بعد، نيپولين کي انگلئنڊ فتح ڪرڻ لاءِ چيو ويو ليڪن هن ايڏي وڏي مهم کي پنهنجي ٿوري لشڪر لاءِ نامناسب سمجهو، ۽ صلاح ڏنائين تہ انگلئنڊ بجاءِ "مصر" تي حملو ڪجي ۽ جيڪڏهن "فرانس" کي مشرق قريب ۾ قدم ڄمائڻ جو موقعو مليو تہ هو انگريزن جي بيحد قيمتي ملڪيت " هندستان" کي خطره ۾ وجهڻ لائق ٿيندو. " مصر" ۾ نيپولين اٽلي وانگر ڪامران رهيو، ليڪن پٺي پاسي " فرانس" لاءِ حالتون خراب ٿيڻ لڳيون. ڏهن سالن جي انقلابي دور فرينچن کي ٿڪائي وڌو هو. رستن ۽ پلين کي مرمت جي ضرورت هئي. انتظاميہ عام طور تي بدعنوان سمجهي ٿي وئي. برطانيہ ۽ روس " فرانس" تي حملي ڪرڻ لاءِ هڪ نئين اتحاد جي تياري ڪري رهيا هئا. وقت جو گهڙيال نيپولين کي للڪاري رهيو هو.

(٥) " مصر" مان ڪوچ ڪري، پونچ سمنڊ ٽپي ، نيپولين تاريخ ١٨ آڪٽومبر سن ١٧٩٩ع تي " فرانس" جي سرزمين تي واپس قدم رکيو. هن فرينچ قوم جي دفاع جو اعلان ڪيو ليڪن اقتدار آسانيءَ سان سندن حوالي نہ ڪيو ويو. هن هڪ اچانڪ فوجي قبضي ذريعي فرانس جو اقتدار اعليٰ

حاصل ڪيو، ۽ ”ڪونسل اول“ بڻيو. ان کان پوءِ، سن ۱۸۰۱ع ۾ نيپولين عيسائي ڪئٿولڪ ڪليسا جي سربراهہ پوپ اعظم سان ربط قائم ڪيو، ۽ ۲ ڊسمبر ۱۸۰۴ ع تي هڪ شاندار تقريب ۾ پوپ سندس تاجپوشي جي رسم ۾ شريڪ ٿيو. سن ۱۸۰۷ ـ ۱۸۰۵ع دوران نپولين، آسٽريا، پروشيا ( جرمني) ۽ روس جي فوجن خلاف حيرت انگيز ڪاميابيون حاصل ڪيون، ۽ ۱۸۱۲ع تائين روس جي اولهہ ۾ اڪثر يورپ کنڊ نيپولين فتح ڪري ورتو. عام ماڻهن هن کي فاتح اعظم چوڻ شروع ڪيو. تاهم فقط ٽن سالن اندر سن ۱۸۱۵ع تائين سندس سوين جو سج ائين غالب ٿيو، جو ڪيتريون لڙايون هارائي، آخري دفعو چاليهہ هزار سپاهہ مارائي، نيپولين خود انگريزن جو قيدي بنجي ويو.

(٦) جون ۱۸۱۵ع ۾ يورپ جي اتحادي فوجن، بيلجيم ۾ ”واٽرلو“ جي ميدان جنگ تي، نيپولين کي آخري فيصلہ ڪن شڪست ڏني ۽ کيس ڏکڻ ائٽلانٽڪ جي ويران ٻيٽ ”هيلينا“ ۾ قيد ڪيو. نيپولين پنهنجي زندگيءَ جا باقي ڇهہ سال هن اداس پٿريلي ٽڪري تي گذاريا. ” نيپولين“ تاريخ جو هڪ غير معمولي ڪردار ٿي گذريو آهي. ٻهريون دفعو تخت وڃائڻ بعد آڪٽوبر ۱۸۱۳ع ۾ جڏهن فرانس ۾ ٻيهر بادشاهيت قائم ٿي ۽ ڦاسي ڏنل بادشاهہ جي ننڍي ڀاءُ لوي ارڙهين کي تخت تي ويهاري، شهنشاهہ نيپولين کي سندس مهاراڻي سميت ”ايلبا“ جي ننڍڙي ٻيٽ ۾ جلاوطن ڪيو ويو، تڏهن هن اقتدار هٿ ڪرڻ جي ٻيهر ڪوشش ڪئي. شايد سندس هي لفظ انهي وقت چيل آهن تہ ” ناممڪن لفظ بيوقوفن جي لغت ۾ هوندو آهي.“

تاريخ ٻهرين مارچ ۱۸۱۵ع تي نيپولين ” البا“ جي ٻيٽ مان فرار ٿي، هڪ هزار سپاهين سميت فرانس جي ساحل تي قدم رکيو. بادشاهہ لوي ۱۸ جو لشڪر مقابلي لاءِ اڳتي وڌيو تہ نيپولين پاڻ شاهي سپاهين جي ويجهو وڃي کين مخاطب ٿيو: ”جيڪڏهن اوهان ۾ ڪو هڪ بہ سپاهي اهڙو آهي، جيڪو پنهنجي شهنشاهہ کي قتل ڪرڻ چاهيندو هجي تہ آءٌ اجهو حاضر آهيان“. شاهي لشڪر جواب ۾ رڙ ڪري چيو ” شهنشاهہ زنده باد“ ۽ نيپولين سان شامل ٿي ويا. هو هڪ سورمي جي حيثيت ۾ پئرس اندر داخل ٿيو. جيتوڻيڪ تخت ڪاٿس ڪسجي چڪو هو.

نيپولين جي خامين ۽ خوبين تي تاريخنويسن خوب تبصرا ڪيا آهن جن ۾ سندس اقتدار جي هوس، انگلئنڊ کي ڪنگال ڪرڻ جي ڪوشش، پرڏيهي بينڪي پاليسي جنهن مان خود فرانس کي نقصان پهتو، فرينچ قوم پرستي جنهن يورپ جي ٻين ملڪن ۾ قوم پرستي کي هوا ڏني ۽ نيپولين جي شهنشاهيت جو خاتمو آندو، شامل آهن. ۱۸۰۵ع ۾ ترفلگر جي لڙائي ۾ انگريز امير البحر لارڊنيلسن هٿان شڪست کائڻ بعد انگريز آرماڙ جي سمنڊ تي حڪمراني تسليم ڪندي به نيپولين انگريزن سان ڪوٽنس ڦٽائي ڪان باز نه آيو. ۱۸۰۸ع ۾ هڪ لک فوج سان اسپين فتح ڪرڻ بعد پنهنجي ڀاءُ "جوزف" کي اسپين جو بادشاهه بنائي، اسپيني گوريلا جنگ جو سبب پيدا ڪيائين. ڪليسا ۽ انگلئنڊ جي مدد سان، آخرڪار قوم پرست اسپيني گوريلا فوج فرينچن کي پنهنجي سرزمين تان تڙي ڪڍيو. اهڙي طرح جرمن رياستن ۾ فرينچ مخالف جذبات پيدا ٿيا ۽ جرمن قوم پرستي ، جنهن ويهين صدي عيسوي ۾ نازي ازم جي صورت اختيار ڪئي، انهيءَ جا بنياد "نيپولين" جي اره زورائين سبب پيا. نيپولين جي عظيم ترين غلطي روس تي حملو ڪرڻ هئي. سن ۱۸۱۲ع جي بهار جي مند ۾ روس طرف پيشقدمي ڪيائين. خوفناڪ خوني ڪاميابين بعد سيپٽمبر ۱۸۱۲ع ۾ "ماسڪو" جي آسپاس پهتو. پولئنڊ جي ماڻهن وٽان رسد ۽ مدد جي سندس اميد غلط ثابت ٿي. روسين جي عزم، سندن ملڪ جي وسعت ۽ سخت آبهوا کان به نيپولين غافل رهيو. آڪٽوبر ۾ خوراڪ جي ڪمي، اٽڪل پنج لک فوج مان باقي هڪ لک وڃي بچڻ، ۽ ايندڙ سياري جي خوف سبب، ۱۹ آڪٽومبر ۱۸۱۲ع تي نيپولين فرينچ فوج کي مغرب طرف واپسي جو حڪم ڏنو. جنهن وڏيڪ تباهي جو منهن ڏنو: روسي هارين نارين، ماهر گهوڙيسوارن، هنن انگ اگهاڙن پيٽ بکين ناڪام موٽندڙ سپاهين تي حملا ڪيا. سيءُ منفي ٽيهه ڊگرين کي پهتل هو، نيپولين جي هڪ جنرل پنهنجي ڊائريءَ ۾ لکيو آهي ته: "رستو لاشن سان سٿيو پيو آهي، جيڪي سرديءَ ۾ سڪي پانو ٿي ويا آهن........ سپاهين بندوقون اجلائي ڇڏيون آهن ڇاڪاڻ ته هو انهن کي. کڻي نه پيا سگهن. سپاهين ۽ عملدارن کي فقط پنهنجي سر جي ڳڻتي لڳل آهي ته ڪهڙي طرح پاڻ کي سخت سرديءَ کان بچائن." ڪل پنج لک فوج

مان صرف چاليهہ هزار سپاهي زنده واپس فرانس پهتا.

نيپولين جا نقاد چون ٿا تہ هو خودغرض ۽ بي رحم انسانُ هو، جيڪو محض اقتدار ۽ فتوحات لاءِ زنده رهيو. هن انسان ذات کي فائدو رسائڻ بدران رهندو نقصان پهچايو. " مئڊرڊ" ( اسپين) کان " ماسڪو" ( روس) تائين، نيپولين جي اقتدار جي هوس، لکين انسانن کي موت ۽ مصيبت جي منهن ۾ وڌو. هو پاڻ کي آزادي جو علمبردار ۽ فرينچ انقلاب جي پيداوار سڏيندو هو، ليڪن عملي طور تي پنهنجي اقتدار وڌائڻ خاطر ٻين قومن کي غلام بنائيندو رهيو، ۽ انقلابيت جي روح سان غداري ڪيائين. ناقدين نيپولين جي عظيم صلاحيتن جا معترف آهن، ليڪن انهن جي غلط استعمال سبب کيس تنقيد جو نشانو بنائن ٿا. ڪوبہ انسان، انساني خوبين کان، سراسر خالي نہ هوندو آهي: نيپولين جي تيز فهمي، اڻٿڪ جسماني طاقت ۽ اٽل ارادو، اصل ۾ خداداد صلاحيتون هيون، انهن جو استعمال ڪندي نيپولين هڪ بيمثال جنرل ۽ فرينچ انقلاب جو ڪامياب اصلاح ڪار بنيو. سندس اصل مقصد يورپ کي، پنهنجي ۽ فرانس جي قيادت هيٺ، متحد ڪرڻ هو. هڪ مؤرخ لکي ٿو تہ "جيڪڏهن نيپولين کي ( آخري) شڪست نہ اچي ها تہ هڪ رياستهائ  متحده يورپ جو قيام عمل ۾ اچي وڃي ها. فرينچ انقلاب سڄي يورپ ۾ پکڙجي وڃي ها ۽ بين الاقوامي لڙاين کي ٻنجو اچي وڃي ها." هڪ سياستدان، تاريخ جي هن  مهم جو ڪردار کي هنن لفظن ۾ خراج تحسين پيش ڪيو آهي: " هن جو ذهن ناقابل يقين ( حد تائين اعليٰ) هو. گذريل هڪ هزار سالن ۾ اهڙو حيرت انگيز ڪردار نہ ڏٺو ويو آهي. زندگي ۾ مون جيڪي تاريخي شخصيتون ڏٺيون آهن، انهن ۾ هو يقينا بيحد غير معمولي انسانُ هو." (ايضا ـ ص ۴۷۵)

## يورپ جي روشن دماغي
## (The European Enlightenment)

۱۸ ـ صدي عيسوي کي يورپ جي روشن دماغي ۽ عقلمندي جو دور

سڏيو ويو آهي. هن صدي جي مفڪرن، چيو تہ ” انسان کي گهرجي تہ عقل جي اکين سان حياتي ( جي وهنوار) تي نظر ڪري.“ دراصل هي دور، سائنسي انقلاب جو لازمي نتيجو هو. ” نيوٽن“ جي سائنسي نظرين کي يورپي فلاسفرن انهيءَ ڪري قبول ڪيو جو هن عقل ذريعي طبعي ڪائنات جي وضاحت ڪئي هئي. اهڙي طرح انهن سماجي ۽ سياسي زندگي متعلق پنهنجا نظريہ قائم ڪرڻ وقت، مذهب ۽ روايت جي مقابلي ۾، عقل ۽ استدلال تي انحصار ڪيو: حڪومت، مذهب، اقتصادي نظام ۽ قانون سڀ عقلي بنيادن تي نئين سر استوار ڪيا ويا. اڪثر فلاسفر فرينچ هئا. يورپ جي هن بيداري کان اڳ سندن نظريات خاص ٽن اصولن تي ٻڌل هئا: (١) فرانس جو بادشاھہ خدائي حق (Divine Right) هيٺ حڪمراني ڪري ٿو، (٢) مسيحي ڪليسا جي تعليمات کي، بغير اعتراض ۽ شڪ ڪرڻ جي، قبول ڪرڻ گهرجي ۽ (٣) امير طبقي کي خاص مرعات حاصل هجن ۽ انهن تي اعتراض ڪرڻ نہ گهرجي. انهيءَ ڪري هڪ مخصوص سماجي نظام قائم ٿيو، جنهن عقل بجاءِ اطاعت ۽ روايت تي زور ڏنو. ” اينلائيٽنمينٽ“ (Enlightenment) هيٺ جيڪو علمي ذخيرو گڏ ٿيو انهي جو خاص مختصر تفصيل هن ريت آهي:

(١) انگريز فلاسفر، جان لاڪ (John locke) (١٧٠۴ ـ ١٦٦٢ع) قدرتي حقن جو نظريہ پيش ڪندي، چيو تہ ”سڀ انسان آزاد ۽ برابر ڄمن ٿا، جن کي زندگي، آزادي ۽ ملڪيت جو قدرتي حق حاصل آهي، ۽ حڪومت جو فرض آهي تہ هو پنهنجي شهرين جي انهيءَ قدرتي حق، جان، مال ۽ آزاديءَ، جي مڪمل حفاظت ڪري.“ انهي سياسي نظريہ کان علاوه، هن انسان جي پيدائشي گنهگاري واري مسيحي عقيدي کي پڻ رد ڪندي چيو تہ ” انسانُ جائي ڄمر، نہ ڀلو آهي نہ برو، نہ عقلمند آهي ۽ نہ جاهل آهي، بلڪ انسان جو علم ۽ ڪردار سندس تجربي جي پيداوار آهن. انسان ذهن جي ميساربل پٽي ڪٽي دنيا ۾ اچي ٿو ۽ پنهنجي حواسن ذريعي حاصل ڪيل معلومات ان تي نقش ڪري ٿو. اهڙي طرح سماجي برايون انسان جي فطرت سبب پيدا نہ ٿيون ٿين ليڪن سماج براين لاءِ ذميوار آهي. تنهن ڪري سماج کي اصلاح جي ضرورت آهي ۽ انسان جي اصلاح جون ڪوششون اجايون

آهن. جيڪڏهن سماج مان جهالت، توهم پرستي، تعصب ۽ ظلم جي پاڙ پٽي وڃي تہ " انسان" خودبہ خود سڌري ويندو."سال ١٦٩٠ع ۾ پروفيسر جان لاڪ جا حڪومت جي موضوع تي بہ ڪتاب شايع ٿيا. سال ١٧٤٨ع ۾ هڪ فرينچ امير، بيرون ڊي مونٽيسڪيو (Baron de Montesquieu) (١٧٥٥ ـ ١٦٨٩ع) جو ڪتاب "اسپرٽ آف دلاز" شايع ٿيو، جنهن ۾ حڪومت جي اختيارات جي ورهاست يا اختيارات جي علحدگي جو نظريو پيش ڪيو ويو. ان مطابق حڪومت جا ٽي حصا آهن: هڪ مقننہ، يعني قانون ساز ادارو ، ٻيو انتظاميہ ۽ ٽيون عدليہ. انهن ڪي هڪ ٻئي جي اختيارات ۾ دخل اندازي نہ ڪرڻ گهرجي، جيئن اقتدار اعليٰ ڪنهن هڪ شخص يا گروهہ جي هٿ هيٺ نہ اچي. مطلق العنان بادشاهيت کان علاوہ، مونٽيسڪيو غلامي، مذهبي عقوبتن، خبرن تي روڪ ۽جسماني ايذاء رساني جي مذمت ڪئي ۽ اصول وضع ڪيو تہ ملزم کي ڏوهہ ثابت ٿيڻ تائين بي ڏوهي سمجهڻ گهرجي. سال ٥٢ ـ ١٧٥١ع ۾ ڊچ عالم، "ڊيني ڊيڊرو" (Denis Diderot) (١٧٨٤ ـ ١٧١٣ع) هڪ اينسائڪلوپيڊيا تاليف ڪئي جنهن جو مقصد سندس لفظن ۾ هيءُ هو تہ: "ڌرتيءَ جي مٿاڇري تي جيڪو بہ علم موجود آهي، انهيءَ کي ڪٺو ڪرڻ گهرجي تہ جيئن گذريل صدين جو ڪيل ڪم ايندڙ صدين ۾ ڪم اچي....... تہ جيئن اسانجو اولاد، وڌيڪ علم حاصل ڪري، همہ وقت وڌيڪ نيڪ ۽ خوشحال ٿئي."

١٨ صدي عيسوي جي "ڊيني ڊيڊرو" جي انسائڪلو پيڊيا (١٧٧٢ ـ ١٧٥١ع) ۾ شايد پهريون دفعو مذهبي جنون يا ڪٽر پڻي (Fanaticism) جي وصف هنن لفظن ۾ بيان ڪئي وئي: " هڪ انڌي ۽ پرجوش سرگرمي، جيڪا وهمي عقيدن مان پيدا ٿئي ٿي، جنهن سبب نامعقول ، ناروا ۽ ظلمي ڪارروايون سرزد ٿين ٿيون، جن کان نہ فقط شرم ۽ پشيماني نہ ٿي ٿئي بلڪ رهندو هڪ قسم جي خوشي ۽ راحت محسوس ٿئي ٿي. تنهن ڪري مذهبي جنونيت توهم پرستي جي عملي صورت آهي." اهڙي طرح " ڊيني ڊيڊرو" جي نظر ۾ صليبي جنگيون، مذهبي مقدما، يهودين سان عقوبتون ۽ ڪيٿولڪ ـ پروٽيسٽنٽ مذهبي رڳڙا ۽ لڙايون، سڀ مذهبي جنونيت جا نمونا هئا. اهڙي طرح هن انسائڪلوپيڊيا ذريعي ڊيني ڊيڊرو،

ارڙهين صدي يورپ جي ٻين خرابين جهڙوڪ غلامي جي رواج ، ظالم معاشره ۽ لڙائين جي مذمت ڪئي. " لڙائيءَ" کي پرتشدد بيماري سڏيو اٿس.

ڊيڊرو جي اينسائيڪلوپيڊيا ( ۱۷۷۲ع) کان ڏهه سال اڳي روسو (Jean Jacques Rousseau) (۱۷۷۸ _ ۱۷۱۲ع) جي "ايملي"، (Emile) همعصر سوچيندڙ ذهنن کي متاثر ڪيو هو: سندس مشهور مقولو اڄ تائين حوالي طور ڪم آندو وڃي ٿو تہ: " انسانُ آزاد ڄائو آهي ۽ جتي ڪٿي زنجيرن ۾ جڪڙيل آهي." "ايملي" ۾ ڄاڻايل صحيح تعليم ذريعي، انسان کي هڪ بهتر شخص بنائي سگهجي ٿو.

"والٽيئر" (Voltaire) ( ۱۷۷۸ _ ۱٦۹۴ع) خدا جو منڪر نہ هو. ليڪن سندس متو هي هئو تہ اسان کي خدا سان تعلق رکندڙ فقط انهن عقيدن کي مڃڻ گهرجي، جيڪي عقل ذريعي قائم ٿيا آهن. جيڪڏهن خدا اسان کي عقل وارو ڪري خلقيو آهي تہ اسان کي گهرجي تہ هن اسان کي جيڪا عقل جي طاقت ڏني آهي، ان جي عزت ڪيون. " والٽيئر" جي نظر ۾ اها معقول ڳالهہ آهي تہ اسان جي منظم ڪائنات خدا جي خلقيل آهي. ليڪن هڪ دفعو جڏهن خدا ڪائنات خلقي ان جا اصول مقرر ڪيا ۽ ان کي حرڪت ۾ آندو ويو تہ ان بعد، انهيءَ جي ڪاروبار ۾ مداخلت نہ ڪيائين " واليٽيئر" سوال اٿاريو تہ ڪير خدا ۾ سچو يقين رکندڙ آهي؟ ۽ پاڻ ئي جواب ڏنائين تہ " اهو جيڪو خدا کي چوي ٿو تہ آءٌ تنهنجي پرستش (عبادت) ڪريان ٿو ۽ توسان مون کي محبت آهي، اهو جيڪو هڪ ترڪ، هڪ چيني، هڪ هندستاني، ۽ هڪ روسيءَ کي چوي ٿو تہ مان توسان پيار ڪريان ٿو. ............ مختلف ڪليسائون پنهنجي انڌن عقيدن ۽ رسومات ذريعي هڪ انسان کي ٻئي انسان سان مناسب روش اختيار ڪرڻ کان روڪين ٿيون، ليڪن جيئن تہ پادري سمجهن ٿا تہ هو خدا جي خدمت ڪري رهيا آهن، تنهن ڪري مذهبي جنوني بنجي وڃن ٿا ۽ عقل جي واٽ نہ ٿا وٺن." هن اندازو لڳايو تہ گذريل صدين ۾ عيسائي جنونين نوي لکن کان وڌيڪ انسان قتل ڪيا آهن. هن، خدا جي آڙ ۾ انسانن تي ٿيندڙ ظلم جي سخت مذمت ڪندي، منظم مذهبي ادارن جي تنگ نظري کي رد ڪيو ۽ " اخلاقيات" کي معقول مذهبيت جو مرڪز قرار ڏنو.

والٽيئر، فرينچ معاشري جي اصلاح خاطر، ان مان اميرن جي خصوصي مراعات ، پادرين جي بالادستي ۽ بادشاهه طرفان ڏلن مڙهڻ خلاف آواز اٿاريو، تاهم هو جمهوريت جي حق ۾ نه هو. هن جي خيال مطابق عوام بي عقل ۽ وحشي صفت آهن، جن تي معقول نظرداري ڪرڻ جي ضرورت آهي..... اهي پاڻ تي حڪمراني ڪرڻ جي صلاحيت نه ٿا رکن. " والٽيئر" لکي ٿو ته " جيڪڏهن هڪ دفعو عام ماڻهن پنهنجو عقل هلائڻ شروع ڪيو ته هرشئي جي ستياناس ٿي ويندي، مونکي عوامي حڪومت جي نظريه کان بيچان لڳي ٿي." " والٽيئر" جي نظر ۾ حڪومت جو بهترين قسم بادشاهي آهي، جنهن ۾ بادشاهه روشن دماغ هجي. اهڙو بادشاهه سڌارا آڻيندو ۽ محنت ڪش قابل اعتماد باشعور وچون طبقو مکيه ڪردار ادا ڪندو.

"روسو" والدين ۽ استادن تي ڪڙي نڪتچيني ڪئي. سندس راءِ مطابق ٻارهن سالن کان گهٽ عمر وارن ٻارن کي ڪتابي تعليم هيٺ دبرائڻ نه گهرجي. " مطالعو نندپڻ جي مصيبت آهي، ......... ٻار جي جسم کي دائمي ورزش ڪرايو. هن کي مضبوط ۽ صحتمند بنايو ته جيئن هو سنو ۽ سياڻو انسان ٿئي. کيس ( هٿن سان) ڪم ڪرڻ ڏيو، ڇڏيوس ته پاڻ ڪم ڪري، ڊوڙي ۽ رڙيون واڪا ڪري، سدائين هل هلان ۾ هجي. هن کي طاقتور انسان بنايو ته هو جلدي عقل وارو انسانُ ٿي پوندو. پر اوهان کي خبرداري کان ڪم وٺڻو پوندو، جيئن هو ( ٻار) اهڙو انسان نه ٿي پوي جنهن کي پنهنجو ذهن نه هجي. جيڪڏهن اوهان هميشه هن کي حڪم ڏيندا رهندا...... ته هن جو پنهنجو ذهن بيڪار ٿي ويندو. هن کي همٿايو ته هو پاڻ تي ڀروسو رکي ۽ آزاد رهي ته جيئن هو انهيءَ جي قابل ٿئي جو پنهنجي خيالن کي عملي جامو پهرائي ۽ اهي پراوا ڏنل خيالات نه هجن."

ٻين همعصر يوربي فلاسفرن جي برعڪس، " روسو" جو "جمهوريت" ۾ يقين هو. هن جي خيال ۾ فقط تعليم کي تبديل ڪرڻ سان معاشره جو اصلاح نه ٿي سگهندو. انهيءَ لاءِ حڪومت جي سرشتي کي تبديل ڪرڻ ضروري آهي. هن کي عام انسانن تي وڏو ڀروسو هو. هن کي يقين هو ته عام انسان گڏجي بهتر فيصلو ڪري سگهن ٿا. فقط حڪومت جي واڳ انهن جي هٿن ۾ ڏيڻ سان هنن کي اها آزادي ملي سگهي ٿي جيڪا ڪڏهن ڪين حاصل

هئي. سائنسي ۽ فني ترقيءَ جي مضر اثرات کان خبردار ڪندي، ” روسو“ لکي ٿو تہ ” انهيءَ تهذيب جي ترقي انسان کي بهتر شحص نہ بنايو آهي. مهذب انسان غمگين، غير محفوظ ۽ خود غرض آهي.“

سن ۱۷٦۴ع ۾ فرينچ فلاسفر، ” فرئنسوا ميري آروي“ عرف ”والٽيئر“ فلاسافيڪل ڊڪشنري تيار ڪئي. هن کي يورپي بيداري جي سرڪرده شخصيت تسليم ڪيو ويو آهي. صدين کان، غير عيسائي عوام تي، مذهبي تشدد ٿيندو رهيو هو. ” والٽيئر“ عيسائي ڪليسا جي انهن ڪارستانين خلاف صدائ احتجاج بلند ڪئي ۽ ۱۸ صدي جي ٻين براين: جهالت، توهم پرستي، ۽ ايذاءَ رساني جي ڀرپور مذمت ڪئي. ڪئٿولڪ ۽ پروٽيسٽنٽ عيسائي فرقن جي هڪ ٻئي خلاف جنگ کي غير انساني ۽ خلاف مذهب ڪرتوت قرار ڏنائين: هن چيو تہ ” ظاهر آهي تہ هر اهو شخص جيڪو هڪ ٻئي انسان کي صرف انهيءَ ڪري ايذائي ٿو...... جو، هو سندس هم خيال نہ آهي، اهو وحشي آهي.“

روسو جمهوري حقن جي ڳالهہ ڪئي. يورپ جي روشن دماغي جي دور جا سڀ مفڪر هم خيال نہ هئا، تاهم سندن مجموعي فڪر جو هڪ مشترڪ خاڪو ڪڍي سگهجي ٿو. مثال طور، هن دور ۾ هنين اصولن تي عام اتفاق نظر اچي ٿو:

(۱) عقل ۽ سائنس تي انحصار ڪجي، (۲) مذهب کي حڪومت ۽ معاشري کان الڳ ٿلڳ رکجي ،(۳) انسان دوستي جي اصول تي عمل ڪجي، مهذب رواداري ۽ انصاف کان ڪم ونجي، (۴) سياسي آزادي جي بنياد تي حڪومت قائم ڪجي، (۵) تعليم جي فروغ ۽ ترقي تي زور ڏجي ۽ (٦) انسان جي بهتر مستقبل تي يقين رکجي.

”انسان“ جي خوش آئينده مستقبل بابت يقين جو اظهار، سن ۱۷۹۵ع ۾ شايع ٿيل، ” هسٽاريڪل پڪچر آف د پروگريس آف د هيومن مائينڊ“ ۾ هن طرح ملي ٿو: مصنف، ” مارڪي ڊي ڪون ڊور سي“ (Marquis de Condorcet) لکي ٿو تہ، ” اهو وقت ايندو جڏهن سج فقط انهن آزاد انسانن تي اڀرندو، جيڪي پنهنجي عقل ڪانسواءِ ٻئي ڪنهن آقا کي سڃاڻندا نہ هوندا........ جڏهن اسان ظلم ۽ توهم پرستيءَ جي بنيادي ٻج ( سبب)

کي سڃاڻڻ، ۽ عقل جي زور تي ان کي تباهہ ڪرڻ، سگهي وٺنداسين، جيڪڏهن پيهر اهي ( ٻئي برايون) اسان ۾ اچڻ جي جرئت ڪري سگهيون..... جڏهن آخرڪار ( دنيا جون) قومون سياست ۽ اخلاقيات ( جي اصولن) تي متفق ٿينديون....... تڏهن اهي سيئي ڪارڻ جيڪي اسان جي قومي تعلقات ( بين الاقوامي لهہ وچڙ) ۾ زهر پرن ٿا، اهي هڪ هڪ ڪري غائب ٿي ويندا، ۽ " لڙائي" جي وحشت کي اپارڻ ۽ زور وٺرائڻ لاءِ ڪجهہ بہ باقي نہ بچندو." تاهم انهي سونهري خواب جي تعبير بنسبت " ڊيڊرو" جا هي الفاظ قابل غور آهن: " اڇو تہ فلسفي جي نصيب تي روئون ۽ پار ڪدون........ اسان ڪنن ڪان ٻوڙن انسانن کي ڏاهپ جو واعظ ٻڌائي رهيا آهيون، اسان سچ تہ عقل جي زماني کان اڃا گهڻو پري آهيون." يورپ جي روشن دماغيءَ ۽ ان جي باقي دنيا تي اثرات کي بہ صديون گذري چڪيون آهن. اسان اڃاتائين انسان جي اظهار، مذهب ۽ خبر رساني جي آزاديءَ ۾ يقين رکون ٿا ۽ مڃون ٿا تہ انهن جي حفاظت ڪرڻ حڪومت جو فرض آهي. اسان اڄ بہ جنگ جي خلاف آهيون، ايذاء رساني، بي انصافي ۽ انساني پيڙا تي لعنت ڪريون ٿا. اسان تعصب، جهالت ۽ توهم پرستي جي پاڙ پٽڻ چاهيون ٿا، ۽ سائنس ۽ علم جي فروغ جي حق ۾ آهيون. تاهم فرينچ مفڪر " ڪونڊور سي" (Condorcet) (۱۷۹۴ ـ ۱۷۴۳ع) جو مڪمل انسان وارو نظريہ اسانجي تصور کان ٻاهر آهي، عملي دنيا ۾ اڃا اهو "مڪمل انسان" نظر نہ ٿو اچي. پيٽرگي (Peter Gay) لکي ٿو تہ: " .... نسل، طبقي ۽ قوميت جي مسئلن، ۽ بوريت ۽ هوند ۾ مايوسي جي صورتحال ، ارڙهين صدي جون فلاسافيون رد ڪري ڇڏيون آهن. اسان اهي خوفناڪ منظر ڏٺا آهن ۽ ڏسندا رهنداسين جيڪي روشن دماغي جي دور جي انسانن خواب جي اوٿارن ۾ بہ نہ ڏٺا هوندا." (.... نامڪمل سفر ـ ايضا ـ ص ۴۳۸).

روشن دماغي (Enlightenment) انسان جي فطرت متعلق بنيادي سوال اٿاريا: ڇا برائي هڪ بيحد نامڪمل ماحول جو نتيجو آهي، بيرحم اڳواڻن، خراب ادارن ۽ جهالت جي پيداوار آهي، يا " برائي" خود انسان جي فطرت ۾ شامل آهي؟ فلاسافرن کي انسان جي ذهانت تي يقين هو. هنن جي خيال ۾ جيڪڏهن انسان ذات کي موقعو مليو تہ هو بهتر دنيا جي تعمير

ڪري سگهي ٿو. ليڪن شايد انسان جي ترقي ۾ خود انسان رڪاوٽ بڻيل آهي: سندس هبچ، ظالم طبيعت ۽ جسماني ايذاء رساني ڏانهن رغبت ٻڌائن ٿيون تہ شايد انسانُ پنهنجي پاڙيسري سان پيار ڪرڻ بدران هن کي نقصان پهچائڻ پسند ڪري ٿو. شايد انسان کي عقل نہ ٿو هلائي پر جذبات هن ۾ تحرڪ پيدا ڪن ٿا. اسان کي پڪ آهي تہ انسان، خلائي جهاز روانہ ڪري سگهي ٿو. ٻين تي غلبو حاصل ڪرڻ ۽ پنهنجي بچاء کي ناقابل تسخير بنائڻ لاءِ، نت نوان موتمار هٿيار ۽ ذريعا پيدا ڪري سگهي ٿو، ليڪن اسان کي پوري پڪ نہ آهي تہ لڙائي جهڳڙي، مذهبي ۽ نسلي منافرت، غربت ۽ ٻين برائين کي ختم ڪري سگهندو. يقينا اجا اسان عقل جي زماني کان پري آهيون، تاهم رستي جا نشان ڪڙا ڪيا ويا آهن، جن کي وٺي اڳتي وڌي سگهجي ٿو.

مغرب جي روشن دماغي (Enlightenment) جا محرڪ سندس شاعر آهن: مثال طور: (۱) انگلئنڊ جي راڻي ايلزبيٿ اول جي ترقي يافتہ دور ( ۱٦۰۳ -- ۱۵۵۸ع) ۾ انگريزي زبان جو مهان شاعر، فلسفي ۽ ڊرامہ نگار، " وليم شيڪسپيئر" ( ۱٦۱٦- ۱۵٦۴ -ع William Shakespeare پيدا ٿيو. سندس نظريہ حيات قابل داد آهي. مستعدي ۽ خوشبختي جو باهم تعلق بيان ڪندي، پنهنجي ڊرامي " جوليس سيزر" ۾ فرمائي ٿو تہ:

There is a tide in the affairs of men,
Which taken at the flood, leads on to fortune,
Omitted, all the voyage of their life,
Is bound in shallows and miseries.

سنڌي زبان ۾ هيئن ترجمو ڪجي:
" انسان جي حيات ۾، هڪ وير تي چڙهي
جي چاڙهہ ۾ ملي وڃي، خوشبخت تي ڪري،
رهجي وڃي تہ زندگي، تانگهو ترو وٺي،
گذري عذاب ۾ سدا، بدبخت ٿي وڃي."

(۲) " وليم وردس ورٿ" (William Words

( ۱۷۷۰ - ۱۸۵۰worth,

وردس ورٿ جون سانيٽس، چوسٽون رچنائون، انسان ۽ قدرت جي باهمي ربط، راز و نياز ۽ رومانويت سان ڀريل آهن. حب الوطنيءَ سان گڏ، ٻين قومن ۽ ملڪن جي آزادي جي حق ۽ سيني انسانن جي شخصي آزادي، سندس شاعريءَ جو اهم موضوع آهي. هن چيو ته ” روح جو قسم! فقط قومون عظيم ۽ آزاد ٿي سگهن ٿيون.“ هڪ شاعر جي حيثيت ۾ هن پاڻ کي هڪ معلم سمجهو ٿي، چيائين ته ” مان چاهيان ٿو ته مونکي هڪ استاد (معلم) سمجهو وڃي، يا ڪجهه به نه سمجهو وڃي.“ ( چئمبرسس، ج ۱۴، ص ٦۴۴)

وليم وردس ورٿ انسان جي وجود سان گڏ هڪ عالمي وجود جي احساس جو ذڪر ڪيو آهي:

I have felt,
A presence that disturbs me with the Joy,
Of elevated thoughts, a sense of sublime,
Of something far more deeply interfused,
Whose dwelling is the light of the setting
suns,
And the round ocean, and the living air,
And the blue sky, and in the mind of man....

سادو سنڌي ترجمو هيئن ڪجي:

پــانيــان تــو ڪو آهي،
مــونکي تــو الجهــائي،
اعليٰ فــڪــر جي ڏن ۾،
احــســـاس وڏائيءَ ۾،
پاتال ۾ گـــــڏ آهي،
نور شـــفق جو واسي،
گـــول بحـــر چوڌاري،

چست هوا ۾ آهي،
نيل فلڪ جي اندر،
ذهن بشر جي اندر،
پاڻ رهي ٿو راهي،
مونکي ٿو الجهائي،
پانيان ٿو ڪو آهي.

(٣) همعصر ٽئين انگريز شاعر " پرسي بشي شيلي" (١٨٢٢ - ١٧٩٢ Bysshe Shelley, مغرب جي هوا لاءِ قصيدو (Ode to the West Wind) لکيو آهي، جنهن ۾ چوي ٿو ته:

Drive my dead thoughts over the universe,
Like withered leaves to quicken a new birth,
If Winter comes, can Spring be far behind!

سنڌ زبان ۾ هن طرح چئجي:

" ڪاهل خيال ڪاهي پؤ ڪائنات ۾،
جيئن خشڪ پن سمايا اينڌڙ حيات ۾،
ايندي جي سرد موسم، پويان بهار هوندي."

اڻويهين صديءَ جي مغربي شاعرن ۽ مفڪرن جي تصنيفات ۾ اميد افزائي، عمل ۽ اعليٰ انساني صلاحيتن جو عام عنصر موجود آهي: جيئن هينري وئڊس ورٿ لانگفيلو" (Henry Wadsworth Longfel) ١٨٠٧ - ١٨٨٢ ۽ " الفريڊ ٽينيسن" (Alfred Tennyson, ١٨٠٩ - ١٨٩٢ جي ڪلام مان هن انتخاب ۾ ڏسي سگهجي ٿو:

(١) " لانگفيلو" فرمائي ٿو ته:

Not enjoyments, and not sorrow
Is our destined end or way,
But to act that each tomorrow,
finds us farther than today.

يعني

"غم ۽ مزا نه آهن، مقصود زندگيءَ جو

گـهـرجي عـمل اهو جو، اڳتي وڌي هلي تـو
هر صبح پوءِ هوندو، اڄ کـان بہ اڳيـرو کو."

(۲) " ٽينيسن" پڇي ٿو تہ:

Shall man live thus, in joy and hope
As a young lamb, who can not dream,
Living but that he shall live on?
Shall we not look into the laws,
Of life and death, and things that seem,
And things that be, and analyse,
Our double nature, and compare,
All creeds till we have found the one,
If one there be!

"ڇا مـاڻهـو جئـرو رهندو ايئن،
کو هکڙو ننڍڙو گهيـٽو جيئن،
جيـکو نہ ڏسي کو خواب سگهي،
جئـــرو آ بس کـــائڻ خاطر،
مـوت حـيـات جي قـانون جو،
جيـــکي آهي جيـــکي هوندو،
تن جو اپـيـاس کيـو ويندو،
پـنـهـنـجي دوئـي جاچڻ خاطـر،
پـيـٽـيـون سـيـني ڌرمن کي جو،
تان تہ ملي کو هکـڙو رسـتـو،
آهي اگـر کو رسـتـو هکـڙو،
( ديـن ڌرم کــي واچڻ خاطـر.)"

(حوالو، چئمبرسس ج ۱۳، ص ۵۴۱)

مغرب جي هڪ گمنام شاعر طرفان مغرب جي هوا کي هن طرح خطاب کيو ويو آهي:

I know, I know ____ though the evidence,

Is lost, and the last,
who might speak are dead,
Blow, west wind blow, and the evidence, O !

سنڌي ترجمو:

" ڄاڻان تـــو مـــان ڄاڻان تـــو
تـوٽـي جو شـــهـــادت گم آ
پـويـان جيـــڪـي ڳالهـــائن
حـــال حـــيـــات نـہ تن مـــان آ
مـــــغرب جي هـوا لـڳنـدي رهـہ
۽ ڪـاش شـــهـــادت........"

## نظريہ افاديت: (Utilitarinism)

جڏهن يورپ ۾ رومانويت (Romantism) جو دور ( ١٩ هين صدي عيسوي ۾) عروج تي هو، تڏهن انگلئنڊ ۾ برطانوي فلاسفر جيريمي بينٿم ( ١٨٣٢ - ١٧٤٨ع، Jeremy Bentham)، مروج سياسي نظريہ سماجي نيڪي " سوشل ڪانٽرئڪٽ" کي رد ڪيو. سندس تصنيف " فرئگمينٽ آف گورمينٽ" ( ١٧٧٦ع) ۾ تجويز ڏني وئي تہ " جائز اختياري" (Legitimate authority) جو ســوال، افــاديت، يا ڪارآمــديت (Utility) جي بنياد تي حل ڪيو وڃي. سندس ٻي اهم تصنيف " ڊفينس آف يوزري" ۾ وياج خوريءَ کي جائز ۽ ضروري قرار ڏنو ويو آهي. سندس ٽيون ڪتاب " ائن انٽروڊڪشن ٽُ پرنسيپلس آف مارلس ائنڊليجسليشن" (١٧٨٩ع) ۾ " نظريہ افاديت" (Utilitarianism) جي مڪمل تشريح پيش ڪيل آهي. " يوٽليٽيرئنزم" لاطيني زبان جي لفظ " يوٽيلس" مان ورتل محاورو آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ڪاگر، يا نفعي بخش. هڪ باقاعده محاوري، يا اصطلاح طور، انهي جو استعمال ٻئي همعصر دوست انگريز فلاسفر، جان اسٽوئرٽ مل ( ١٨٧٣ - ١٨٠٦ع John Stuart Mill ) جي انهيءَ عنوان سان لکيل مضمون (١٨٦١ع) کان، شروع ٿيو. هو

شخصي آزادي، يا آزاد خيالي، " لبرزم" جو حامي هو، ۽ " وليم وردس ورٿ" ( ۱۸۵۰ - ۱۷۷۰ع) جي رومانوي شاعريءَ کان متاثر هو. هن جيريمي بينٿم جي نظريہ افاديت ۾ انساني قدرن کي شامل ڪيو. جديد فلسفي ۾ " افاديت" جو مطلب عمل جو آخر نتجو ورتو وڃي ٿو، جيڪو فوري توجہ جي لائق آهي. ڪلاسيڪل يوٽليٽئرزم مطابق هر عمل جو آخري نتيجو " خوشي" هجڻ گهرجي. جديد نظريہ افاديت جا ٻہ قسم آهن: " عمل جي افاديت (Act _ Utilitarianism) ۽ " قانون جي افاديت" (Rule _ Utilitarianism). ٻنهي صورتن ۾ اخلاقي ضابطن ۽ اصولن جي بنياد تي عملي فيصلو ڪرڻ گهرجي. نظريہ ۽ عمل ۾ ڪيترو فرق آهي، انهي جو مثال " سرمائيداري نظام" (Capitalism) ۾ " نظريہ افاديت" (Utilitarianism) جي استعمال مان ظاهر آهي. منافع خوريءَ جو بنياد ڪن اخلاقي قدرن تي رکيل نہ آهي، بلڪ جنهن عمل مان نفع حاصل ٿئي انهي کي ڪار آمد عمل سمجهيو وڃي ٿو.

## آزاد خيالي (Liberalism):

ويهين صدي عيسويءَ جي آخري وقت ۾ يوئتي نظر ڊوڙائيندي نظر ٿو اچي تہ مادي ترقيءَ انسان جي زندگيءَ کي محدود ۽ مقيد بنائڻ سان گڏ، انساني حقن، آزاديءَ ۽ انفرادي ترقيءَ جي اُصولن کي پڻ طاقت ونرائي آهي. خاص طور تي انسان جي علم ۾ اضافو ٿيو آهي: جديد فڪر ۽ احتجاج جو آغاز، يورپ جي تاريخ ۾سن ۱۷۷٦ع کان شروع ٿيو هو. انهيءَ سال ائڊم سمٿ جو ڪتاب " دويلٿ آف نئشنس"، يا قومن جي دولت، شائع ٿيو. ۲۲ سال پوءِ سن ۱۷۹۸ع ۾ مالٿيوز جو " ايسي آن د پرنسيپل آف پاپيوليشن"، يا آباديءَ جي اصول تي مضمون، منظر عام تي آيو. جنهن ذريعي "مالٿيوز ٿيوري آف پاپوليشن" عام ٿي ۽ ڄم روڪ جي نظريہ (Birth _ Control) جنم ورتو. سن ۱۸۱۳ع ۾ اوون ، " انيو وي آف سوسائٽي" لکيو ۽ سن ۱۸۴۸ع ۾ ڪارل مارڪس ۽ اينگلس گڏجي "ڪميونسٽ مئنيفيسٽو" شايع ڪرايو، جنهن سان " ڪميونزم" جو نظريہ عام ٿيو.

۱۸۵۹ع ۾ " ڊارون" جي ٿيوري سندس ڪتاب، " د اوريجن آف اسپيشيز" سان عام ٿي. ۱۸٦٧ع ۽ ۱۸۹۴ع ۾ ڪارلس مارڪس جو "داس ڪئپيٽل" ۽ ۸۸ - ۱۸۸۳ع دوران ڇپجي ٽن جلدن ۾ آيو، نتشي جا مکيہ ڪتاب شايع ٿي ويا. اڻويهين صديءَ جي آخري سال يعني سن ۱۹۰۰ع ۾ فرائڊ جو ڪتاب خوابن جو تعبير The Interpretation of Dreams شايع ٿيو ۽ ويهين صدي جي سائنسي ڪماليات جو آغاز سن ۱۹۰۵ع ۾ آئنسٽائين جي نظريہ اضافت (Theory of Relativity) سان ٿيو.

اهو سڀ ڪجهہ انگلينڊ ۾ پيدا ٿيل لبرلزم يعني آزاد خيالي جي تحريڪ هيٺ ٿيندو رهيو، جنهن جو آغاز سترهين صدي ۾ بادشاهہ ۽ پارليامينٽ جي رساڪشي وقت ٿيو هو. برطانوي آزاد خيال مفڪرن (Liberals) لئسزفيئر (Laissez faire) جي فرينچ نظريہ جي حمايت ڪئي، جنهن مطابق حڪومت کي تجارت ۾ دخل اندازي جي اجازت نہ هجڻ گهرجي ۽ اهو نظريو وڏي چند اهم اصولن جو موجب بنيو. برطانوي آزاد خيالي موجب مذهبي رواداري، پارليماني نظام حڪومت ۽ قانون جي بالادستي يا" درول آف لا، " پريس جي آزادي ۽ فرد جو زندگي، آزادي ۽ ملڪيت رکڻ جو قدرتي حق ۽ اهو حق تہ هو آمرانہ ۽ ظالمانہ حڪومت، جيڪا سندس قدرتي حقن ۾ مداخلت ڪري، انهيءَ سان مهاڏو اٽڪائي، تسليم ڪيا ويا آهن. انسان جي ذهانت ۾ يقين رکڻ، سائنس جي حمايت ۽ توهم پرستي جي مخالفت ڪرڻ، برطانوي لبرلس جو خاصو رهيو آهي. شروع ۾ مسئلو فرد ۽ حڪومت جي وچ ۾ درست تعلقات جو هو، ليڪن صنعتي انقلاب بعد مزدور طبقي جي مسئلن ۽ صنعتي انقلاب جي اثرات کي منهن ڏيڻ جو مسئلو پيدا ٿيو. حڪومت جي گهٽ مداخلت جو نظريہ اندم سمٿ جي فڪر جو نتيجو هو. " دويلٿ آف نئشنس (۱۷۷٦ع)" ۾ لکي ٿو تہ:

(۱) هڪ صحتمند معيشت، فقط تڏهن قائم ٿي سگهي ٿي، جڏهن هر شخص آزادي سان پنهنجو ڏنڌو اهڙي ريت هلائي جو ان مان هن کي وڌ ۾ وڌ فائدو حاصل ٿئي.

(۲) پنهنجي ذاتي مفاد خاطر ڪم ڪندي، ۽ وڌ ۾ وڌ فائدو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندي، تاجر پوري معاشري کي فائدو پهچائي ٿو،

چاڪاڻ تہ هن جي ڪاوشن جي نتيجي ۾ پيداوار وڌي ٿي، انهيءَ جي ورڇ ۾ اضافو اچي ٿو ۽ ان جي واڌ وڌي ٿو.

(۳) جڏهن حڪومت تاجر طبقي جي ڪم ڪار ۾ دست اندازي ڪري ٿي، تڏهن تجارت ۽ معاشري ٻنهي کي نقصان پهچي ٿو.

(۴) حڪومت جو فرض آهي تہ معاشري اندر امن امان قائم رکي ۽ تجارت جي معاملن ۾ ٽنگ نہ اڙائي.

تاهم لئسز فيئر، يا حڪومت جي عدم مداخلت جي نظريہ، جي حامين جو اهو فڪر ناقص هو تہ غربت هڪ قدرتي امر آهي جنهن کي دور ڪرڻ لاءِ حڪومت ڪجهہ بہ ڪري نہ ٿي سگهي، بلڪ اٽلو حالتن کي وڌيڪ خراب ڪري ٿي.

" مالٿيوز جي نظريہ" مطابق غربت جو باعث ڪثير آبادي آهي، صنعتي انقلاب جي شروعاتي انگريز مفڪر، ٽي، آر، مالٿيوز (Thomas Robert Malthus) ۱۷٦٦ - ۱۸۳۴ع پنهنجي "ڪتاب ايسي آن د پرنسيپل آف پاپوليشن" ۾ ڄاڻايو تہ آبادي هميشہ کاڌ خوراڪ جي رسد کان وڌيڪ وڌندي رهي ٿي، جنهن جي نتيجي ۾ انسان ذات کي هميشہ " بک" جو خطرو لاحق رهي ٿو، اصل ڪارڻ وڌندڙ آبادي آهي. جيستائين غريب ماڻهو پنهنجي خاندان کي حد اندر رکڻ نہ سکندا، تيستائين " بک" جو ڪڏهن بہ خاتمو اچي نہ سگهبو. مالٿيوز لکي ٿو تہ: " جڏهن مزدوري ٻن ٻارن پالڻ لاءِ مس پوري آهي، تڏهن ماڻهو پرڻجي ٿو ۽ پوءِ پنج يا ڇهہ ٻار ڄڻي ٿو. (پوءِ) لازمي آهي تہ هو پاڻ کي انتهائي مصيبت ۾ ورتل ڏسي ٿو...... هو اميرن کي ڏوهہ ڏئي ٿو....... هو معاشري جي بي انصاف ادارن کي ڏوهہ ڏئي ٿو.... آخري شخص جنهن کي ڏوهہ ڏيڻ جو سوچي سو هو پاڻ آهي." مالٿيوز جي نظر ۾ شرح پيدائش گهٽائڻ (مسئلي جو ) واحد حل آهي، ڇاڪاڻ تہ جيئن آبادي وڌي ٿي، تيئن مزدورن جي فراهمي گهرج کان وڌيڪ ٿيندي وڃي ٿي، جنهن جي نتيجي ۾ بيروزگاري يا گهٽ مزدوري دائمي غربت جي صورت ۾ نظر اچي ٿي. غربت جو مقابلو ڪرڻ لاءِ واحد موثر علاج آبادي گهٽائڻ آهي.

پاڪستان جي اتر الهندي سرحدي علائقي ۾ هڪ ڪارخانہ جو مطالعاتي دور ڪندي، هن محقق جڏهن جنرل مئنيجر کان سوال ڪيو تہ

خانداني منصوبہ بندي بابت سندس ۽ عام صنعت ڪارن جي چا راءِ آهي تڏهن هن ان جي حمايت ڪئي، ۽ جڏهن ڪانئس پڇيو ويو تہ ڇا انهيءَ جي نتيجي ۾ مزدورن جي گهٽ فراهمي سندن لاءِ مسئلو نہ ٿيندي، تڏهن هن شايد مزاحيہ طور چيو تہ "اسان کي اوهان جهڙن تعليم يافتہ ماڻهن جي اولاد جي ضرورت آهي!" بهرحال تاريخ ڏيکاري ٿي تہ اڻويهين صدي عيسوي جي برطانوي ماهر اقتصاديات مالٿيوز جي نظريات ان وقت جي ڪارخانہ دارن کي ڏاڍو خوش ڪيو هو، ڇاڪاڻ تہ انهن سان سندن ضمير جي تسڪين ٿي رهي هئي ۽ هو محسوس ڪري رهيا هئا تہ مزدورن جي مصيبت لاءِ هو ذميدار نہ آهن. مزدور طبقي جا مسئلا وڌندا رهيا ۽ ثابت ٿيو تہ حڪومت جي عدم مداخلت جو نظريو غلط هو. تنهن ڪري حڪومت کي قانون سازيءَ لاءِ ذميدار بنايو ويو جنهن جي ذريعي مزدورن جي حقن جي حفاظت ٿي سگهي. پوري دنيا جي جديد آزاد خيال مفڪرن پراڻي لبرلزم کي خدا حافظ چئي مطالبو ڪيو تہ حڪومت قانون سازي جي ذريعي: (١) ڪارخانن ۾ ڪم ڪرڻ جي حالتن ۾ سڌارو آڻي، (٢) مزدورن جي جماعت سازيءَ جي اجازت ڏئي، (٣) ووٽ ڏيڻ لاءِ ملڪيت جو شرط ڪڍي ڇڏي ۽ (٤) غريبن لاءِ تعليم جي حاصل ڪرڻ جا موقعا وڌائي. اهڙي طرح صنعتي انقلاب آزاد خيال مفڪرن کي مجبور ڪيو تہ، نئين پيدا ٿيل حالتن هيٺ، ڪاروباري معاملات ۾، حڪومت جي مداخلت جو حق تسليم ڪيو وڃي. فڪر ۽ حقيقت ۾ هميشه فرق رهيو آهي،ليڪن ٻنهي ۾ واجب ۽ موجب جو فرق ئي اصلي فرق آهي. فڪر واجب آهي ۽ زميني حالتون ان جو نتيجو آهن يا زميني حالتن کي مدنظر رکڻ واجب آهي ۽ فڪر ان جو نتيجو آهي، انهيءَ جو فيصلو هر انسان جي پنهنجي سوچ تي ڇڏيل آهي.

## نئين شهنشاهيت:

صنعتي، سائنسي ۽ ڪاروباري صلاحيتون رکندڙ قومن دنيا جي قدرتي وسيلن تي قبضي ڪرڻ جي صلاحيت حاصل ڪري ورتي . يورپائين آفريڪا کنڊ کي غلام بنايائون ۽ آمريڪا جي نوآبادين بعد، ايشيا ۽ بالخصوص ڏکڻ

ايشيا کي پنهنجي شهنشاهيت هيٺ آندائون. ١٧٨٧ع کان ١٨٧٠ع تائين "آفريقا" يورپ جي اقتصادي ۽ مذهبي يلغار هيٺ رهي. ان جو مختصر تفصيل هن طرح آهي: ١٧٨٧ع ۾ انگريزن سيراليون ڪمپني جو چارٽر جاري ڪيو. اتڪل ١٧٩٥ع ۾ ١٧٩٥ع ذاري يوروپين، افريقا جي اندروني ملڪ علائقي جي، کوجنا ڪرڻ شروع ڪئي. ١٨٠٧ع ۾ انگريزن غلامن جي واپار تي بندش وڌي، ۽ ٻئي سال سيراليون ۾ آزاد ڪيل غلامن جي ڪالوني قائم ڪئي. ١٨١٤ع ۾ " ڊچن" ڪيپ ڪالوني " انگريزن" جي حوالي ڪئي. ١٨٤٧ - ١٨٢٢ع دوران " لائبيريا" جو رعيتي راڄ قائم ٿيو ۽ انهي وچ ۾، ١٨٣٠ع ذاري فرينچن الجيريا ( الجزائر) ۾ نوآبادي قائم ڪرڻ شروع ڪئي. ١٨٤٣ع ۾ انگريزن افريقا جي سوني ساحل (گولڊ ڪوسٽ) تي ٿهيل قلعن تي قبضو ڪيو ۽ نيٽال جي نوآبادي قائم ڪئي، ان بعدانگريزن سن ١٨٦١ع ۾ ليگوس جي نوآبادي قائم ڪئي جيڪا بعد ۾ نائجيريا جي گادي جو هنڌ بني. ١٨٦٧ع ۾ ڏکڻ افريقا ۾ هيرن جون کاڻيون لڌيون ويون. ١٨٦٩ع ۾ " سوئيزڪئنال" جاري ٿيو ۽ ٻئي سال ١٨٧٠ع کان ١٨٨٠ع تائين مسيحي تبليغي جماعتون وچ ۽ اوير افريقا ۾ سرگرم ٿي ويون. انداز سن ١٨٨٠ع کان سن ١٩١٤ع تائين، دنيا ۾ " نئين شهنشاهيت" جو دور رهيو.

## انقلابي قومپرستي:

١٩ صدي عيسويءَ اندر " اٽلي" جي آزادي ۽ خودمختياري جا گذريل مرحلا قابل توجه آهن: جوزيپي مزيني، سن ١٨٣٢ع ۾ هڪ نوجوانن جي جماعت ناهي، جنهن کي " جوان اٽلي" نالو ڏنو ويو. ١٨٤٨ع ۾ سڄي يورپ اندر انقلابين ڪاميابيون حاصل ڪيون. " جوان اٽليءَ" جا ڪارڪن اڪثر شاگرد هئا، جيڪي وڏيڪ پرجوش انقلاب جا داعي هئا. سندن حلف نامي جي متن جا ڪجهہ اقتباسات هن ريت آهن: " آءٌ پنهنجو نالو " اٽلي" تي رکان ٿو....... ۽ وعده ڪريان ٿو.......... پاڻ کي پوري طرح ۽ هميشه لاءِ جدوجهد واسطي وقف ڪرڻ جو......." " اٽلي" کي هڪ

آزاد، خومختيار، قومي عوامي رياست بنائڻ جو."

ٻيو اڳواڻ، ڪائونٽ ڪميلو ڊي ڪاوور، اتر اولهه اٽلي جي بادشاهيت، ساردينيا، جو وزير اعظم هو. "مزيني" ۽ "ڪاوور" پاليسي ۽ شخصيت ۾ مختلف هئا: "مزيني" قوم پرست تحريڪ جو روح هو. سندس تقريرون "متحده اٽلي" جي خواب ۾ حياتيءَ جو تحرڪ پيدا ڪنديون هيون. "ڪاوور" ڪي نه خوابن جي دنيا پسند هئي ۽ نه جوشيلو مقرر هو: هن چيو ته "آءٌ تقرير ڪري نه ٿو سگهان، ليڪن "اٽلي" جي تعمير ڪري سگهان ٿو". "ڪاوور" ڪي عوام جي صلاحيتن تي ڀروسو نه هو، ليڪن "مزيني" عوامي حڪومت جو علمبردار هو.

"اٽلي" جي آزاديءَ جو ٽيون سرواڻ، گاري بالڊي (Garibaldi) (۱۸۸۲ ـــ ۱۸۰۷ع) سرخ قميص وارن (Redshirts) اطالوي قومپرستن جو ڪپتان هو. ۱۸٦۰ع جي بهار جي منڊ ۾ اٽڪل هڪ هزار سرخ قميص جي وردي ۾ ملبوس نوجوانن، جينيوئا، ڏکڻ اٽلي جي بندرگاهه تان، "سسلي" جو ٻيٽ، فرانس جي بوربون شاهي خاندان جي قبضي مان ڇڏائڻ لاءِ، روانا ٿيا. اتي هزارين مقامي قوم پرست هنن سان شامل ٿيا. گاريبالڊيءَ هڪ ڪرشمه ساز شخصيت هئي. نوجوان سندس آواز تي لبيڪ چوڻ ڪانسواءِ رهي نه سگهندا هئا. هن چيو "اطالويو، سسلي وارا اٽلي جي دشمنن خلاف ۽ اٽلي لاءِ وڙهي رهيا آهن. هر اطالوي جو فرض آهي ته زرسان، هٿيارن سان ۽ خاص ڪري جوانن سان سندن مدد ڪري..... پوءِ هٿيار کڻو (۽) اچو ته هڪ ڏک سان پنهنجي دائمي بدبختيءَ جو خاتمو ڪريون. اچو ته دنيا کي ثابت ڪري ڏيکاريون ته هي اها اصل ڌرتي آهي، جتي ڪڏهن عظيم "روۡمن" قوم پنهنجا قدم گهمايا هئا!" ٻن مهينن اندر "سسلي" آزاد ٿي وئي ۽ جلد ئي "اٽلي" جي سرزمين تي قائم ڪيل ٻن سسلين جا علائقه ٻڻ فتح ٿي ويا. ۱۸٦۰ع جي منڊ ۾ "نيپلس" بنامقابلہ قبضي هيٺ آندو ويو. "بوربون" بادشاهه ٻيجي جند ڇڏائي. "نيپلس" جي عوام گاريبالڊي جي، "سرخ انسان" جي خطاب سان، آجيان ڪئي. "ڪاوور" جي نظر ۾ "گاريبالڊي هڪ بيحد جذباتي ، ابهرو ۽ ضدي انسان هو ۽ جمهوري نظرين کان گهڻو متاثر ٿيل هو." عوام ۾ سندس عام مقبوليت، اٽلي جي اتحاد بعد

سندس اقتدار ۾ اچڻ جي علامت هئي. تنهن ڪري " ڪاوور" تجويز ڏني ته اقتدار هر حالت ۾ اتر اولهه اٽلي جي "ساردينيا بادشاهيت" جو حوالي ڪرڻ گهرجي. " ساردينيا جي بادشاهه." وڪٽر ايمنيوئل" ، فرانس جي شهنشاهه جي اجازت سان " گاريالڊي" کي هٽائي، تاريخ ۱۷ مارچ ۱۸۶۱ع تي، خود اٽلي جو پهريون بادشاهه بڻيو. "ڪاوور"، تاريخ ٦ جون ۱۸٦۱ع تي دنيا مان موڪلائي ويو. اٽلي جو شاهه وڪٽرامنيوئل ثاني (۱۸۷۸ ــ ۱۸۴۹ع)، فرانس جي شهنشاهه نيپولن ثالث ( ۱۸۷۰ ــ ۱۸۵۲ع) جو همعصر، سابق ماتحت ۽ دوست هو.

**جرمني :** " اٽلي" کان علاوه، " جرمني" آزادي ۽ طاقت طرف قدم وڌايو: جرمني جي اتحاد جي مختصر تاريخ هن طرح آهي:

(۱)سن ۱۸۱۵ع ۾، جرمن رياستن جي ڪانفيڊريشن، قائم ٿي.

(۲)( ۱۸۹۰ ــ ۱۸٦۲ع) "پروشيا" ۾ چانسيلر "بسمارڪ" جو ۲۸ سالہ دور حڪومت رهيو.

(۳) سن ۱۸٦۷ع ۾ " اتر جرمن ڪانفيڊريشن" جو قيام عمل ۾ آيو.

(۴) سن ۱۸۷۱ع ۾ " پروشيا" جو بادشاهه " ولهيم اول" (۱۸۸۸ ــ ۱۸٦۱ع) متحده جرمني جو "قيصر" ( شهنشاهه) بڻ

جرمني جي اتحاد جو بنيادي سبب، فرينچ ــ پروسيا جنگ ( ۷۱ ــ ۱۸۷۰ع) سمجهڻ گهرجي، جنهن جي نتيجي ۾ وچ يورپ اندر هڪ طاقتور " جرمن" قوم ابري، جيڪا هڪ تعليم يافته، محنتي ۽ باصلاحيت قوم هئي. " جرمن" پڪا قوم پرست هئا، ليڪن ۱۸۷۱ع کانپوءِ سندن قوم پرستي، انتها پسندي ۾ تبديل ٿيڻ لڳي. " قوم پرستي" جو مقصد مزيني جي لفظن ۾ هيءُ هو: " سيني انسانن لاءِ آساني پيدا ڪرڻ......... هڪ انسانُ ٻئي انسان جو ياءُ چئي آدرياءُ ڪندو بوءِ اهو انسان ڪني کهڙي به ملڪ مان آيل هجي". ۱۸۷۱ع تائين قوم پرستي جو مفهوم، مٿئرنڪ دور وارو ساڳو ورتو ويندو هو، يعني ته " جن انسانن جي تاريخ، ٻولي ۽ روايت ساڳي آهي، انهن لاءِ بهتر آهي ته ڌارين جي راڄ کان آزادي حاصل ڪن ۽ ننڍين رياستن کي ملائي هڪ متحد قوم بڻجن". قوم پرستي جو مطلب آزادي به ورتو ويندو هو. جڏهن قومن ۾ اتحاد ٿيندو ۽ اهي خود مختيار

ٿينديون، تڏهن سندن فردن کي وڏيڪ ازادي نصيب ٿيندي. پنهنجي حقن لاءِ وڙهندڙ نيون قومون، دنيا جي ٻين قومن جي حقن جو احترام ڪنديون. ليڪن جرمن قوم ۾ ١٨٧١ع ڪانپوءِ، ۽ پوري دنيا جي ٻين ڪيترن ملڪن ۾، هڪ انتها پسند قوم پرستي جي تحريڪ شروع ٿي جنهن کي تاريخ ۾ "شوونزم" چئجي ٿو.

## شوونزم:

"شوونسٽ" (Chauvinist) تحريڪ ماضيءَ جي ذلتن جو بدلو وٺڻ لاءِ جنگ جي جذبي پيدا ڪرڻ تي زور ڏنو. سندن ٻيو ۽ اصل مقصد ملڪ گيري ۽ دنيا جي معاملات ۾ طاقتور حيثيت ۽ قومي مان شان حاصل ڪرڻ هو، جيڪو سندن خيال مطابق سندن حق هو. اهڙي اتحاد قائم ڪرڻ لاءِ، جنهن ۾ دنيا جي ٻين قومن سان وڙهڻ ۽ انهن جا حق غصب ڪرڻ جو پڪو پهه ڪيل هجي، هڪ آسان طريقو، نسلي امتياز ۽ برتري جي مختلف نظرين کي عام ڪرڻ هو. هنن سائنسي شواهد کي رد ڪري، يا توڙي مروڙي، هڪ اعليٰ ترين انساني نسل جو نظريو بنايو. هنن دعويٰ ڪئي ته انسانن جا ڪي گروهه گهٽ نسلن سان تعلق رکن ٿا، ۽ سندن پنهنجي (جرمن) قوم اعليٰ حياتياتي ورثي سبب هڪ اعليٰ ۽ افضل قوم آهي. انهيءَ اعليٰ نسلي فضيلت کي برقرار رکڻ لاءِ، ٻين گهٽ قومن ۾ شادي نه ڪرڻ جو اصول قائم ڪيو ويو. سندن ٻيو اهم اصول هيءُ هو ته اعليٰ قوم جي حيثيت ۾، اهو سندن حق هو ته هو ٻين قومن کي فتح ڪري مٿن حڪومت ڪن.

آزادي ۽ قومپرستي جي اعليٰ اصولن هيٺ " اٽلي" ۽ " جرمني"، پوئين اڻويهين صدي عيسوي ( ١٩٠٠ ـ ١٨٥٠ع ) ۾، آزاد قومي رياستون قائم ڪيون، ليڪن ويهين صدي عيسوي جي پهرئين اڌ ( ١٩٥٠ـ ١٩٠١ع) ۾، اهي ٻئي قومون پنهنجي بنيادي اصولن جي سراسر انحرافي ڪندي، پنهنجي پاڙيسري قومن لاءِ غلامي، تباهي ۽ بربادي جو سبب بنجي ويون. سندن فاشسٽ ۽ نازي تحريڪون، دنيا جي امن ۽ ترقي جو موت بنجي ايريون. " فاشسٽ" شاندار ماضي ۽ اطالوي قوم جي عظمت کي ٻيهر بحال

ڪرڻ جو عزم ڪيو ۽ "نازين" جرمن قوم جي اعليٰ نسل ( آريا) تي ناز ڪندي، باقي دنيا جي قومن کي پنهنجو محڪوم ( غلام) بنائڻ جو پروگرام ناهيو. فاشسٽ قائد " مسولني" رومن شهنشاهيت جون علامتون، وردي، ٽوپ وغيره استعمال ڪيا، ۽ نازي ڊڪٽيٽر ( چانسلر) " هٽلر" آرين جو نشان " سواستيڪا" مقرر ڪيو ۽ سندس قومي جهنڊي جا رنگ ڳاڙهو ۽ اڇو ٻن نظرين جي علامت هئا: ڳاڙهو " سوشلزم" لاءِ ۽ اڇو "نئشنلزم" (قومپرستي) لاءِ استعمال ڪيا ويا.

## انقلابي عوامل:

ارڙهين صدي عيسوي ۾ ٻه اهم انقلاب رونما ٿيا: فرينچ انقلاب ۽ آمريڪي انقلاب. فرينچ انقلاب جو يورپ ۽ باقي دنيا تي زبردست اثر ٿيو. آمريڪي انقلاب جو اٿندي ڪافي گهٽ اثر ٿيو، تاهم دنيا ۾ انقلاب جا اصل محرڪ آمريڪا جي برطانوي نوآبادين جا رهاڪو هئا. تاريخ ۾ انهن هڪ اهم ڪردار ادا ڪيو آهي: آمريڪي آبادڪارن جي برطانيہ جي راڄ کان آزاديءَ لاءِ جدوجهد يورپ ۾ انقلابي تحريڪن تي اثر انداز ٿي ۽ لاطيني آمريڪا ۾ پڻ اسپين جي نوآبادياتي حڪومت خلاف بغاوت کي هٿي ملي.

## جديد تحريڪون ۽ جنگين جون تباهڪاريون:

مغربي تهذيب، باغي دماغ پيدا ڪيا، جيئن جرمني جو " نازي" ڊڪٽيٽر، ادولف هٽلر ( ١٩٤٥ ـ ١٨٨٩ع) ۽ اٽلي جو فاشسٽ مطلق العنان، بينيٽو مسولني ( ١٩٤٥ ـــ ١٨٨٣ع). انهن پنهنجي انسان دشمن تحريڪن، " نازي ازم" ۽ " فئسزم " ذريعي، بي دريغ انساني خون وهايو ۽ انساني تهذيب کي ڪاپاري ڌڪ هنيو. ساڳئي وقت روس ۾ ڪميونسٽ انقلاب برپا ٿيو، جنهن پوري دنيا ۾ سوشلسٽ ڪميونسٽ انقلاب کي ناگزير قرار ڏنو ۽ "بين الاقوامي اشتراڪيت" جو بنياد وڌو، جنهن سبب چين ١٩٤٩ع ۾ ۽ ٻيا يورپي ايشيائي ۽ لٽن امريڪي ملڪ ان نظام هيٺ اچي ويا:

هن نظام هيٺ مزدورن جي حقن جو پرچار ڪيو ويو، ليڪن بنيادي انساني حقن کي نظر انداز ڪيو و يو.

## پهرين مهاڀاري لڙائي: (۱۹۱۸ — ۱۹۱۴ع)

۲۸ جولاءِ ۱۹۱۴ تي ٻن يورپي اتحادين (۱) مرڪزي طاقتون، جن جي قيادت جرمني ، آسٽريا ۽ هنگري ڪري رهيون هيون ۽ (۲) اتحادي طاقتون، جيڪي فرانس ۽ گريٽ برٽن ( برطانيہ) جي اڳواڻي هيٺ هيون، هڪ ٻئي جي خلاف عام جنگ جو اعلان ڪيو. اتحادي طاقتن سان، سال ۱۹۱۷ع ۾، يونائيٽڊ اسٽيٽس آف امريڪا جي حڪومت پڻ الحاق جو اعلان ڪيو.

اصل ابتدا هڪ مهينو اڳ، ۲۸ جون ۱۹۱۴ع تي، ”بوسنيا هر زيگووينيا“ / ” سربيا“ جي شهر ”سراجيوو“ ۾ آسٽريا جي آرچڊيوڪ، فرئنسز فرڊيننڊ، ۽ سندس زال، جي قتل ڪان ٿي. پورو هڪ مهينو پوءِ آسٽريا۔ هنگري حڪومت سربيا خلاف اعلان جنگ ڪيو. ” روس“ ، ” سربيا“ جو اتحادي ۽ محافظ هو، تنهن ڪري انهيءَ حڪومت پنهنجي ڏاکڻي سرحد تي فوجي حرڪت شروع ڪئي. ساڳئي ڏينهن، ۲۹ جولاءِ ۱۹۱۴ع تي، روس خلاف پڻ مرڪزي اتحادين اعلان جنگ ڪيو، جنهن ڪري ”فرانس“ ملوث ٿي ويو. ۳۱ جولاءِ ۱۹۱۴ع تي روس عام لامبندي جو حڪم جاري ڪيو ۽ جرمنيءَ، اتحادين کي ۱۲ ڪلاڪن جو الٽيميٽم ڏنو. آسٽريا۔ هنگري شاهي حڪومت هن وڏيڪ پرجوش اتحاديءَ جي جلد بازيءَ جي سبب جنگ ۾ ڦاسي پئي. پهرين آگسٽ ۱۹۱۴ع جي ٻن پهرن تائين جرمني ۽ روس جي وچ ۾ چٽي جنگ شروع ٿي وئي ۽ ٻئي ڏينهن جرمن فوجون ” فرانس“ ۾ داخل ٿيون. شام جو ستين بجي، بيلجيم ۾ بناروڪ ٽوڪ رستو ڏيڻ لاءِ الٽيميٽم ڏنو ويو. ۳۰ تاريخ ” فرانس“ خلاف باقاعدي جنگ جو اعلان ٿيو ۽ ۴ تاريخ تي جرمن فوجون ” بيلجيم“ جي سرحد پار ڪري ويون. ”برطانيہ“، ” بيلجيم“ جي حفاظت لاءِ ضامن هئي، تنهن ٻم موٽ ۾ اڌ رات مهل جرمني ۽ مرڪزي طاقتن خلاف جنگ جو اعلان ڪيو. ” بيلجيم“ جي عوام جنهن بي جگريءَ سان جرمن دراندا‌ز فوجن جو مقابلو

ڪيو، انهيءَ هن جنگ کي قومر پرستيءَ جي جنگ جو رنگ ڏنو. نتيجي طور " اٽلي" پنهنجي روايتي دشمن " آسٽريا" سان، الحاق جي معاهدي جي باوجود، ساٿ ڏيڻ کان انڪار ڪيو ۽ غير جانبداريءَ جو اعلان ڪيو.

ايشيا ۾، جرمني، پروپيگنڊا ذريعي، برطانيہ جي مسلمان رعيت کي ڀڙڪائڻ جي ڪوشش ڪئي. " جرمني" جو پنهنجو هڪ " جرمن وچ مشرق" جو خواب هو ( بغداد ـ ريلوي انهي جي علامت هئي)، ۽ حرفت سان " ترڪي" جي نون حڪمرانن کي متاثر ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي. انهن جو هڪ سربراهہ " انورپاشا" برلن ۾ فوجي اتاشي رهي چڪو هو ۽ ترڪ فوجن ۾ جرمن انسٽرڪٽرن جي پرمار هئي. جرمني ۽ نوجوان ترڪ حڪمرانن جي وچ ۾ فوجي اقدامات بابت عام مفاهمت هئي، تنهن ڪري ٢٩ آڪٽوبر ١٩١۴ع تي ترڪي پڻ لڙائي ۾ شامل ٿي وئي: " اڊيسا" ۾ روس خلاف ۽ " سينائي" ۾ برطانيہ خلاف فوجي ڪاروائي سبب "ترڪي" يورپ جي مرڪزي طاقتن جرمني ۽ آسٽريا ـ هنگري جي اتحادي طاقت شمار ڪئي وئي. ١٩٠٩ع کان " ترڪي" نوجوان حڪمرانن جي هٿ هيٺ هئي، جن برطانيہ سان روايتي دوستي کي نفرت جي نگاهہ سان ڏٺو ٿي. ١١ مارچ ١٩١٧ع تي بغداد برطانوي جهنڊي هيٺ آيو.

" ترڪي" جي خلافت عثمانيه طرفان جنگ ۾ شموليت ۽ مرڪزي طاقتن سان الحاق ڪرڻ جي نتيجي ۾، " اٽلي" جرمني سان پراڻو معاهدو ۽ پنهنجي غير جانبداري ختم ڪري، لڙائيءَ ۾ ڪاهي پئي. ٢۴ مئي ١٩١۵ع تي " اٽلي"، فرانس ۽ برطانيہ جي اتحاد ۾، شامل ٿي. قيصر جرمني، اٽلي جي بادشاهہ، وڪٽرايمنيوئل ٽئين، ڏانهن هڪ ذاتي نمائندو موڪليو، ليڪن انهي کي هي جواب ڏنو ويو تہ: " اٽلي،( اوهانجي) هڪ ديرينہ اتحادي، کي توهان اونداهيءَ ۾ رکي، ان سان دوکو ڪيو آهي."

مسولني لکي ٿو تہ " هاڻي سوال فقط صحيح وقت ۽ طريقي جو هو، جنهن سان لڙائي ۾ ٽپي پئجي. اسان گورو ساهہ کڻي رهيا هئاسون. دليون تيار هئاسين، ۽ انهيءَ عظيم ساعت جا منتظر هئاسون. اها گهڙي ٢۴ مئي ١٩١۵ع تي اچي وئي. انهيءَ ڪاميابي جي گهڙي تي منهنجا جذبات ڪنهن جي اندازي کان ٻاهر هئا." ( مسولني، آٽوبايوگرافي)

فاشست تحريڪ جو باني، بينيتو مسولني (۱۹۴۵ ـ ۱۸۸۳ع ) اٽلي جي طرفان پهرين مهاڀاري لڙائيءَ ۾ شموليت وقت فوج ۾ ڀرتي ٿيو. هو لکي ٿو تہ ” ڪاميابي، جيڪا ايڪيتاليهہ مهينن جي سخت لڙائي بعد حاصل ٿي، تنهن گهٽيون اونهيون نفرتون جاڳائي ڇڏيون. آخري ڪاميابي........ تمام اطالوي قوم جي ڪاميابي هئي. بيدار ٿي، اسان هڪ هزار سالن بعد، پنهنجي اخلاقي ۽ روحاني سورهيائي جو نوس ثبوت ڏئي رهيا هئاسون. اسان وري هڪ دفعو پنهنجي عسڪري روايت مطابق رهڻ لڳاسين. اسان جي حب الوطني بيهہ ڦلجي وئي هئي. نئين يورپ جي مستقبل تي اسان پنهنجي زبردست دسترس محسوس ڪري رهيا هئاسون.“ (- ايضا- )

يونائيٽڊ اسٽيٽس آف امريڪا (U S A) ٦ اپريل ١٩١٧ع تي يورپ جي مرڪزي طاقتن خلاف، لڙائي ۾ داخل ٿي. اٽلي جي فاشست ڊڪٽيٽر مسولني پنهنجي آتم ڪهاڻي ۾ امريڪن قوم متعلق پنهنجي راءِ ظاهر ڪندي، لکي ٿو تہ: ” امريڪي عوام، پنهنجي زندگي جي پرعزم ۽ متحرڪ تخليقي طريقن سان، مونکي ۽ منهنجي احساس ۽ جذبات کي متاثر ڪيو آهي. چاڪاڻ تہ ......... آءُ انهن انسانن جو آخري حد تائين معترف آهيان، جيڪي تخليقي ڪم ذريعي زندگي جو قانون مرتب ڪن ٿا. اهي جيڪي پنهنجي ذهن ذريعي سرسي حاصل ڪن ٿا ۽ نہ اهي جيڪي پنهنجي فصاحت جي فتني سان ڪامياب ٿين ٿا. آءُ انهن جي حق ۾ آهيان جيڪي فن کي مڪمل ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ٿا، انهي لاءِ تہ عنصرن تي غلبو حاصل ڪري، انسان کي مستقبل ۾ وڌيڪ يقيني ۽ پائدار حيثيت فراهم ڪئي وڃي. امريڪي قوم تخليقي، عقلمند ۽ سدا سنوان نظريہ رکندڙقوم آهي. جڏهن آءُ يونائيٽڊ اسٽيٽس جي ماڻهن سان ڳالهائيندو آهيان تڏهن مونکي اهو خيال ڪونہ ايندو آهي تہ انهن کي پنهنجي پاسي ڪرڻ يا آماده ڪرڻ لاءِ آءُ سفارتي چاپلوسي ڪان ڪم وٺان. امريڪي روح شفاف آهي، ماڻهو کي فقط اهو معلوم هجڻ گهرجي تہ انهي کي ڪيئن هٿ ڪجي ۽ ممڪن هجي تہ خبرداري ۽ ڌيان سان موٽ ڏيڻ ذريعي، نہ چالاڪيءَ جي لفظن سان، انهيءَ کي پنهنجي پاسي ڪري سگهجي ٿو. جيئن تہ دولت جا ذخيره دنيا جي ڪندن مان ڪجي اتر امريڪا ۾ وڃي گڏ ٿيا آهن، تنهن ڪري درست ٿيندو تہ دنيا

جي ڏيان جو وڏو حصو، هن (امريڪي) قوم جي مشغولين ( ۽ ڪارگذارين) تي مبذول ڪيو وڃي، جنهن ۾ وڏا مٽيادار ماڻهو موجود آهن، اصل ڏاهپ وارا اقتصادي ماهر آهن ۽ اهي علم وارا آهن جيڪي جديد سائنس ۽ جديد ثقافت جي بنيادن کي سڌو ڪري رهيا آهن. آءٌ امريڪي عوام جي ضابطي ۽ سنڌن تنظيمي شعور جو معترف آهيان. يقينا هر قوم جا پنهنجا دور ٿين ٿا. يونائيٽڊ اسٽيٽس وارا هاڻي سونهري دور ۾ (داخل) آهن. اهو ضروري آهي تہ سنڌن رجحانات ۽ انهن جي نتيجن جو مطالعو ڪجي، ۽ اهو صرف امريڪا جي مفاد ۾ نہ آهي، بلڪ دنيا جو مفاد انهيءَ ۾ آهي" (مسولني، آٽوبايوگرافي، ص ٣٧)

دنيا جو مفاد امن ۾ آهي. جنگ ڇيڙيندڙ خود جنگ مان آتا نيندا آهن. جرمني جي پارليامينٽ جي ايوان زيرين، "ريهتهہ" (Reichstag) جرمن حڪومت جي خلاف مرضي، تاريخ ١٩ جولاءِ ١٩١٧ع تي " ناهہ جي صلح" (A Peace of conciliation) جو نهراءُ بحال ڪيو. تاريخ ١٦ آگسٽ ١٩١٧ع تي " پوپ" بينيڊڪٽ ١٦ - هين، جنگ ۾ شامل سيني حڪومتن ڏانهن امن جي اپيل رواني ڪئي. جنگ پوءِ بہ جاري رهي. انهيءَ دوران تاريخ ٦ اپريل ١٩١٧ع تي، آمريڪا جي صدر ، " ٿامس ووڊرو ولسن" (١٩٢۴ - ١٨٥٦ع) جنگ ۾ مرڪزي طاقتن، جرمني، آسٽريا ۽ هنگريءَ جي خلاف ۽ اتحادي طاقتن انگلئنڊ، فرانس، وغيره جي طرفداريءَ ۾ آمريڪا جي شموليت جو اعلان ڪيو.

چئمبرسس انسائڪلوپيڊيا جي مديرن مطابق، " يونائيٽڊ اسٽيٽس جي جنگ ۾ شموليت بعد، " ولسن" جو خاص مقصد امن بحال ڪري هڪ عالمي حڪومت (World Government) قائم ڪرڻ هو، جيڪا مستقبل ۾ جنگين کي بنجو ڏئي. سال ١٩١٥ع ۾ هن هڪ " ليگ آف نئشنس" (League of Nations) جو ذڪر ڪيو هو. جنوري ١٩١٨ع ۾ هن هڪ ١۴ - نڪاتي صلح تجويز جو اعلان ڪيو جنهن ۾ "ليگ آف نئشنس" جي قيام جي بہ تجويز ڏنل هئي. انهن ١۴ نڪتن مان ليگ آف نئشنس جي تجويز " پئرس ڪانفرنس" ( ١٩١٨ع) ۾ بحال ٿي. باقي تجويزن تي صدر ولسن کي سمجهوتو ڪرڻو پيو. تاريخ ١١ نومبر ١٩١٨ع تي جنگ بنديءَ جو اعلان ٿيو ۽ تاريخ ٢٨ جون ١٩١٩ع تي

"ورسيليز جو عهدنامو" (The Treaty of Versailles) طئي ٿيو ۽ " پهرين مهاڀاري لڙائي" ختم ٿي. هن لڙائي جا خاص واقعا هن طرح آهن: (١) تاريخ ٢٨ جون ١٩١۴ع تي، آسٽريا جو آرچڊيوڪ، فرئنسز فرڊيننڊ، سراجيوو (بوسنيا) ۾، قتل ٿيو. (٢) ٢٨ جولاءِ ١٩١۴ع تي " آسٽريا" "سربيا" خلاف جنگ جو اعلان ڪيو. (٣) پهرين آگسٽ ١٩١۴ع تي "جرمني" ، " روس" خلاف جنگ جو اعلان ڪيو (۴) ٣ آگسٽ ١٩١۴ع تي " جرمني"، " فرانس" خلاف به جنگ جو اعلان ڪيو. (۵) تاريخ ۴ آگسٽ ١٩١۴ع تي انگلئنڊ ( برطانيہ سرڪار)، جرمني خلاف جنگ جو اعلان ڪيو جڏهن " جرمني" بيلجيم جي سرحدن اندر ڪاهي آئي. (٦) هڪ هفتي ١٢ - ۵ سيپٽمبر ١٩١۴ع دوران جنگ مچي وئي ۽ جرمن فوجن "پئرس" تي چڙهائي ڪئي. (٧) سال ١٩١٧ع جا واقعات اهم هئا: "روس" جي زار شاهي هڪ هفتي ( ١۵ - ٨ مارچ ١٩١٧ع) اندر عوامي انقلاب ذريعي ختم ٿي، ۽ پن ڏينهن ، ٧ ۽ ٨ نومبر ١٩١٧ع ۾ روس هڪ ڪميونسٽ ملڪ بنجي ويو. ساڳي سال ٦ اپريل تي آمريڪا جنگ ۾ شامل ٿيو هو. (٨) سال ١٩١٨ع ۾ جنگ پنهنجي پڇاڙيءَ کي پهتي ۽ ٢٨ جون ١٩١٩ع تي ورسيليز جو امن معاهدو صحيح ڪيو ويو.

## ورسيليز جو عهدنامو:

ورسيليز جي عهدنامي جا مکيه حصا هن طرح آهن:

(١) " ليگ آف نئشنس" جي قيام تي اتفاق ڪيو ويو.

(٢) پهرين مهاڀاري لڙائي جي ذميداري " جرمني" قبول ڪئي.

(٣) جرمني ڀاري جنگي تاوان ڀريو.

(۴) بين الاقوامي مزدور تنظيم (International Labour Organization، " ILO " جي قيام تي اتفاق ٿيو.

(۵) ڪيترا جرمن علائقا، نديون ۽ بندرگاهه، " جرمني" کان کسيا ويا.

" انسان جي نامڪمل سفر" ۾ مارون پيري، پهرين مهاڀاري لڙائي جي نتيجن جي هن ريت چند ڇاڻ ڪئي آهي.

(١) هڪ ڪروڙ سپاهي جنگ ۾ مئا، ٻه ڪروڙ ڏهه لک ڦٽيا، جيڪي موٽي گهر پهتا سي جسماني ۽ ذهني طور تي بيمار ۽ معذور هئا.

(٢) جنگي سازوسامان ۽ حڪمت عملي ۾ انقلاب آيو: ترارن ۽ رائيفل

بندوقن جي بدران تيز رفتار مشين گن ۽ دور مار توبخانو عام جام استعمال ٿيا. جنگ جي تاريخ ۾ پهريون دفعو ٽئنڪ، آبدوز جنگي ڪشتي، هوائي جهاز ۽ زهريلي گئس جو استعمال ٿيو. مڪمل لڙائي (Total Warfare) جو هيءُ پهريون مثال هو. دراصل يورپ جا عام شهري جنگي ڪاروائيءَ جو شڪار ٿيا.

(۳) يورپ جي نقشي ۾ ڦيرڦار ٿي: خلافت عثمانيہ ۽ آسٽرو – هنگيريئن شهنشاهيت جي ٽٽڻ سبب نوان ملڪ وجود ۾ آيا. روس جي زار شاهي ۽جرمنيءَ جي قيصر شاهي زوال پذير ٿي ۽ نئين علائقائي تشڪيل ٿي، جنهن ۾ يوگوسلاويہ، زيڪوسلاويڪا، پولئنڊ، لئٽويا، لٿيونيا ۽ ايسٽونياجا نوان ملڪ ٺهيا، فنلئنڊ، روس کان آزادي حاصل ڪئي ۽ هنگري، آسٽريا کان، ڌار ٿي وئي.

(۴) خلافت عثمانيہ جي زوال جو يورپ کان وڌيڪ مشرق وسطيٰ تي اثر پيو: هن عظيم شهنشاهيت مان فقط " ترڪي" باقي بچي، حجاز، عربستان ۾، هڪ الڳ ملڪ بنيو، شام بمع لبنان ، فرينچ انتظاميہ جي مئنڊيٽ هيٺ آيو، فلسطين، بمع اردن ۽ ميسوپوٽيميا ( عراق) برطانوي مئنڊيٽ هيٺ ڏنا ويا.

(۵) " جرمني" ، " ورسيليز عهدنامہ" هيٺ ناانصافيءَ جو شڪار ٿي، ۽ جرمن قومي جذبات بري طرح مجروح ٿيا، جن ٻي مهاڀاري لڙائي جو بنياد وڌو.

(٦) بي انتها انساني مسئلا، جيڪي پهرين مهاڀاري لڙائيءَ سبب پيدا ٿيا هئا، مروج حڪومتي نظام هيٺ حل ٿي نہ ٿي سگهيا، يا عوام جو انهيءَ نظام تان اعتماد کڄي ويو، تنهن ڪري آمرانہ طرز حڪومت (Dictatorship) جو دور آيو. روس، جرمني، اٽلي ۽ ٻين يورپي رياستن ۾ اهي آمر ( ڊڪٽيٽر) اقتدار ۾ آيا، جن انساني مسئلن کي تڪڙو حل ڪرڻ ۽ قومي ساک کي بحال ڪرڻ جو اعلان ڪيو. اهڙي طرح انهن آمرن جي سرپرستي هيٺ، روس ۾ " اشتراڪيت" (Comnunism) جرمنيءَ ۾ " نازي ازم" (Nazism) ۽ اٽلي ۾ " فاشسٽ" (Fascism) تحريڪون وجود ۾ آيون. ( مارون پيري، مئنس انفنشڊ جرني، صص ۶۲۴ – ۶۲۲)
دراصل، هڪ تصادم جي دنيا برپا ٿي، جيڪا باهمي نفرت، رنجش ۽ شڪ

جي جذبات ۾ هڪ نئين جنگ ۽ خونريزيءَ جي تياري ڪرڻ لڳي. هاڻي عام انسان پاڻ کي جنگ کان الڳ رکي نہ ٿي سگھيا.

## د ليگ آف نئشنس:

ورسيليز جي عهدنامي جي ٢٦ شقن مان اهم ترين ۽ اولين شق هڪ عالمي اداري جي قيام متعلق هئي، جيڪو قومن ۽ حڪومتن جي باهمي تنازعات کي، جنگ بجاءِ صلح جي ذريعن سان حل ڪري. جولاءِ ١٩٢٠ع ۾، ورسيليز عهدنامي جي توثيق بعد، اهو عالمي ادارو ”د ليگ آف نئشنس“ جي نالي وجود ۾ آيو. سئٽزرلئنڊ جو خوبصورت، شهر ”جينيوا“ (Geneva) انهيءَ جو صدر مقام مقرر ٿيو، جتي اڳتي هلي اٺن سالن، (١٩٢٩ - ١٩٣٧ع) ۾ هڪ عاليشان عمارت، ڊپئليس ڊيس نئشنس (The Palais des Nations) تعمير ڪئي وئي. تاهم يوربي قومن جون باهمي رقابتون سال ١٩٣٩ع ۾ ٻي مهاڀاري لڙائي جو سبب بڻيون ۽ ”د ليگ آف نئشنس“ هن ڇهہ سالہ جنگ دوران معطل رهي. جنگ جي خاتمي بعد هڪ نئون عالمي ادارو ”د يونائيٽيڊ نئشنس آرگنيزيشن“ (UNO) جي نالي سان قائم ڪيو ويو، جنهن جو صدر مقام نيويارڪ (USA) ۾ مقرر ٿيو. امريڪا، ليگ آف نئشنس کان ٻاهر هڪ طاقتور ملڪ هو، جيڪو هاڻي نئين عالمي اداري جو مستقبل رڪن ۽ ويٽو رکندڙ طاقت بڻيو. ليگ آف نئشنس ۾ اهو اعزاز جرمنيءَ کي حاصل هو.

پهرين مهاڀاري لڙائيءَ ( ١٩١٨ - ١٩١٤ع) جي نتيجي ۾، مشرقي ۽ وسطي يورپ جو سياسي علائقائي نقشو تبديل ٿي ويو: چئن عظيم يوروبي طاقتن خلافت عثمانيہ، آسٽريا- هنگري شهنشاهيت ، روسي زارشاهي ۽ جرمن قيصري ( شهنشاهيت) جي علائقن مان ڇهہ نوان ملڪ نهيا: (١) يوگوسلاويا، (٢) زيڪوسلوويڪيا، (٣) پولئنڊ، (۴) لئٽويا، (۵) لٿونيا ۽ (٦) ايسٽونيا. پويان ٽي ملڪ بعد ۾ سويت يونين جون ما تحت رياستون بڻيون. پهرئين ٽن ملڪن تي ٻي مهاڀاري لڙائي ( ١٩۴۵ - ١٩٣٩ع) کانپوءِ سرد جنگ جي زماني (١٩٩١ - ١٩۴۵ع) دوران ڪميونسٽ غلبي جون

ڪوششون جاري رهيون. " پولئنڊ" تي جرمني ۽ روس جي حملي تان ٻي مهاڀاري لڙائي شروع ٿي. انهي دورا " يوگوسلاويا" جي بادشاهي حڪومت، ڪميونسٽ ليڊر مارشل جو زپ بروز ٽيٽو ( ۱۹۸۰ --- ۱۸۹۲ع) سان، تاريخ ۱٦ جون ۱۹۴۴ع تي صلح ڪيو ۽ اهڙي طرح "يوگوسلاويا" ۾ ڪميونسٽ پارٽي اقتدار حاصل ڪيو. مارچ ۱۹۴۵ع تي هڪ متحد حڪومت جو قيام عمل ۾ آيو. جون ۱۹۴۸ع ۾ مارشل ٽيٽو، " سوويت يونين" سان نظرياتي علحدگي جو اعلان ڪندي قومي اشتراڪيت (National Communism) جو بنياد وڌو ۽ پنهنجي موت (۱۹۸۰ع) تائين مضبوط هٿن سان " يوگوسلاويا" جي ڪثير نسلي آباديءَ تي حڪومت ڪندو رهيو. جنوري ۱۹۵۳ع ۾ هن يوگوسلاويہ جي صدر جو عهدو سنڀاليو. جيڪو سندس جانشين، روس ۾ ڪميونسٽ " سوويت يونين " جي زوال تائين، سنڀاليندو رهيو.

ڊسمبر ۱۹۹۱ع ۾ مارشل ٽيٽو جي " يوگوسلاويا" ڇئن آزاد رياستن ۾ ورهائجي وئي. پهريائين " سلوونيا" ۽ " ڪروشيا" آزاديءَ جو اعلان ڪيو. پوءِ مارچ ۱۹۹۲ع ۾ " بوسنيا، هرزيگووينا" جي مخلوط النسل شهرين کان عام ووٽ (Referendum) ذريعي معلوم ڪيو ويو تہ اهي وفاق ۾ رهڻ چاهين ٿا يانہ. عام ووٽ آزادي جي حق ۾ ويو ۽ باقي بچيل "سربيا" ، ٽٽل "يوگوسلاويا" جي وفاقي حڪومت جي جاءِ والاري. "يوگوسلاويا" جي وفاقي رياستن ۾ " بوسنيا - هرزيگوينا" مسلم اڪثريتي ملڪ هو. " مسلمان" ۴۴ سيڪڙو " سرب" ۳۱ سيڪڙو، "ڪروٽ" ۱۷ سيڪڙو ۽ باقي ۸ سيڪڙو غير ملڪي آبادي هئي.

## ٻي مهاڀاري لڙائي ( ۱۹۴۵ - ۱۹۳۹ع)

### اسباب:

"ورسيليز جي عهدنامہ" (The Treaty of Versailles) هيٺ

جرمني کان ڪافي علائقا ڪسيا ويا هئا، ۽ سندس اقتصادي ۽ فوجي ترقي تي عالمي پابنديون عائد ڪيون ويون هيون. جيتوڻيڪ جنگ دوران جرمني قيصر جي شهنشاهيت ختم ڪري، جمهوري طرز حڪومت اختيار ڪئي هئي. اهڙي طرح " ورسيليز جو عهدنامو" نئين قائم ڪيل جرمن جمهوري رياست ۾ ان جي عوام تي حوصلي شڪن بار وڌو ۽ اهي يوربي اتحادي طاقتن کان بدظن ٿيا. انهيءَ وقت ( ۲۰ - ۱۹۱۹ع) برطانوي نمائيندي، هرولڊنڪلسن (Harold Nicolson) هي بيان قلمبند ڪيو: " اسين اها اميد ڪٺي "پئرس" پهتاسين تہ نئون نظام قائم تي رهيو آهي: اسين انهيءَ يقين سان اتان موٽياسين تہ نئين نظام پراڻي ( نظام) کي محض (بدتر) بنايو آهي... اسين انهيءَ عزم سان آيا هئاسين تہ انصاف ۽ عقل تي مبني امن جو ناهہ ڪنداسين: اسين موٽي آياسين..... ڄاڻندي تہ اسانجي دشمن تي عائد ڪيل عهدنامي جا شرط نہ انصاف پريا هئا ۽ نہ عقل تي مبني هئا" (پيري - ايضا - ص ۶۲۲) بي انصافي ۽ اقتدار جي بدمستي مظلوم انسانن ۾ بغاوت ۽ انتقام جا جذبات اڀاريندي آهي.

تاريخ ۱۰ نومبر ۱۹۱۸ع تي، فوجي بغاوت سبب، جرمني جي قيصر (Kaiser) / شهنشاهہ " ولهيم ثاني" (Wilhelm II) ڀڄي وڃي "هالئنڊ" ۾ پناهہ ورتي. جرمن شهري ۽ فوجي ، جنگ ۽ بدامنيءَ جون وڌيڪ عقوبتون برداشت ڪرڻ لاءِ تيار نہ هئا. ٻئي ڏينهن ۱۱ نومبر ۱۹۱۸ع تي جرمن وفد " پئرس امن ڪانفرنس" ۾، اتحادين جي طرفان جنگبنديءَ لاءِ وڌل شرط قبول ڪيا. فيبروري ۱۹۱۹ع ۾ هڪ منتخب جرمن اسيمبلي ويمهر (Weimar) ۾، هڪ عوامي راڄ جو دستور (Republican Constitution) بحال ڪيو ويو. سوشلسٽ اڪثريت، فريڊرڪ ايبرٽ (Friedrich Ebert) کي هن جرمن عوامي راڄ، " ويمهر ريپبلڪ" جو پهريون صدر منتخب ڪيو. پارلياماني جمهوريت تي جرمن سياستدان اعتراض اٿارڻ لڳا. ڪابي ڌر وارا سوشلسٽ ، ڪميونسٽ، روسي انقلاب جي طرز تي، جرمني ۾ " سوشلسٽ ريپبلڪ" قائم ڪرڻ جو مطالبو ڪرڻ لڳا. هنن جنوري ۱۹۱۹ع ۾ " برلن" ۾ خوني بغاوت ڪئي هئي، جنهن بعد جرمني جي ٻئي وڏي شهر " ميونخ"

(Munich) ۽ پاڙيسري ملڪن " آسٽريا" ۽ "هنگريءَ" ۾ شورش برپا ڪيائون. تاهم سابق جرمن فوجين هن ڪميونسٽ تحريڪ کي چيپاٽي ڇڏيو، هنن بغاوتن ۽ روس ۾ آيل پر تشدد تبديلين جرمن قوم کي ڊيڄاري ڇڏيو. ٻئي طرف ساڄي ڌر وارن (Rightist) قوم پرستن، فوجين، وڏن صنعتڪارن، زميندارن ۽ عام ماڻهن سابق شهنشاهي نظام جي تقاضا ڪئي. " ويهمر رعيتي راڄ" جي وڏي سياسي پارٽي ، " سوشل ڊيموريٽڪ پارٽي"، جمهوريت جي حمايت ڪئي. زردارن کي اچي ڊپ ورايو تہ سوشل ڊيموڪرئٽ صنعت ۽ وڏين زميندارين کي قومي ملڪيت بنائيندا. آخرڪار فوجين ۽ قومپرستن گڏجي هڪ مفروضو قائم ڪيو تہ دراصل، پهرين مهاڀاري لڙائي ( ۱۹۱۸ - ۱۹۱۴ع) ۾ جرمن فوجن کي شڪست نہ آئي هئي، ليڪن سوشلسٽن، ڪميونسٽن ۽ امن جي حامين، ملڪ اندر انقلاب آڻي جرمن فوجن جي پٺيءَ ۾ خنجر هنيو هو. اهڙي طرح جرمنيءَ ۾ هڪ نئين سياسي تحريڪ شروع ٿي جنهن جا خاص مقاصد هن ريت هئا : (۱) ويهمر حڪومت کي هٽائي هڪ اهڙي حڪومت قائم ڪجي، جيڪا " جرمن فوج" کي ٻيهر منظم ڪري، (۲) ورسيليز جي عهدنامي ۾ ترميم ٿئي ۽ (۳) عالمي معاملات ۾ جرمنيءَ کي ٻيهر طاقتور حيثيت ڏياري وڃي.

انهيءَ صورتحال ۾، جرمنيءَ جو " نازي" آمر " هٽلر" تاريخ ۾ نمودار ٿيو: اڊولف هٽلر ( ۱۹۴۵ - ۱۸۸۹ع) اصل ۾ آسٽريائي هو، ليڪن ۱۹۱۲ع کان جرمنيءَ جي شهر " ميونخ" ۾ رهندو هو. پهرين مهاڀاري لڙائيءَ ۾ " بئويريا" جي فوج ۾ رضاڪار (Volunteer) طور ڀرتي ٿيو. لڙائي جي خاتمي بعد، سال ۱۹۱۹ع ۾ واپس " ميونخ" پهتو، جتي "جرمن ورڪرس پارٽي" ۾ شامل ٿيو. اهو جرمن مزدورن جو هڪ انتهاپسند (extremist) گروهہ هو. سال ۱۹۲۰ع ۾ انهي انتها پسند گروهہ جو نالو بدلائي " نئشنل سوشلسٽ جرمن ورڪرس پارٽي" نالو رکيو ويو، پوءِ جلد " هٽلر" انهيءَ پارٽيءَ جو سربراههہ بنجي ويو. نومبر ۱۹۲۲ع ۾ "بئويريا سرڪار" هن جماعت جو پهريون نشانو بني. بغاوت ناڪام ٿي ۽ " هٽلر" جي پارٽيءَ تي بندش وڌي وئي. تاهم هٽلر جي جرمنيءَ مان نيڪالي جي طالبي تي عمل نہ ٿي سگهيو. هڪ سال کان گهٽ عرصو " لئنڊس برگ"

جي قلعي ۾ قيد رهڻ دوران هن پنهنجو پهريون ڪتاب " مين ڪيمپف" (Mein Kampf) لکيو جنهن ۾ پنهنجي آتم ڪهاڻيءَ کان علاوه، هن قومي سماج واديت (National Socialism) جو نظريو پيش ڪيو، سال ١٩٢٥ع ۾ قيد مان آزاد ٿيڻ بعد، هن پنهنجي پارٽي کي ٻيهر منظم ڪيو ۽ انهيءَ جو مطلق العنان اڳواڻ بڻيو. شعله انگيز تقريرن، سول نافرماني، مظاهرن ۽ وڳوڙن ذريعي، " هٽلر" ، " ويهمر حڪومت" لاءِ مشڪلات پيدا ڪيا ۽ زردار صنعت ڪارن سندس مالي امداد ڪئي، جنهن مان هن ڪي اخبارون ۽ رسالا شايع ڪندڙ ادارا خريد ڪيا ۽ ڪي نوان قائم ڪيا ۽ پروپيگنڊا جو هڪ وڏو محاذ قائم ڪيو. سال ١٩٣٠ع جي عالمي اقتصادي بحران ، " هٽلر" جي " قومي سماج وادي نظريه" کي جرمنيءَ ۾ مقبول ڪيو. انهيءَ سال سيپٽمبر مهيني ۾، جرمن پارليامينٽ، " ريهسٽهه" (Reichstag) جي عام انتخابات ۾ ، " هٽلر" جي پارٽي ١٠۴ نشستون کٽيون، جيڪي جولاءِ ١٩٣٢ع تائين وڌي ٢٣٠ ٿيون ۽ " هٽلر" جي نئشنل سوشلسٽ جرمن ورڪرس پارٽي، واحد اڪثريتي جماعت بڻجي وئي. " ادولف هٽلر" ڪنهن ٻئي جي ماتحت مخلوط حڪومت ۾ وزير بڻجڻ جي آڇ مسلسل رد ڪندو رهيو هو، سو هاڻي جرمني جو " چانسيلر" بڻيو ۽ جرمنيءَ ۾ هڪ جماعتي راڄ (One _ Party rule) قائم ٿيو. جنهن کي " نازي ازم" يا نئشنل سوشلسٽ جرمن ورڪرس پارٽي ( نازي) جو نظام چئجي ٿو. " هٽلر" جي خاص نعري ، يا فلسفي، کي " ليبينسرام" (Lebensraum) نالو ڏنو ويو، جنهن جي معنيٰ هئي " رهائشي ڪمرو" .(Living room)

## نازي ازم: (Nazism)

انتها پسند قومپرست، "ادولف هٽلر" ۽ سندس " قومي سماج و اديت" (National Socialism) جا اصول هن ريت هئا:

(١) جرمن آريا قوم جي عظمت ۽ علائقائي توسيع جو حق.

(٢) يهودي ۽ تمام سامي قومن جي مخالفت ۽ نسل ڪشي.

(۳) عظيم مقاصد، جارحيت جي تقاضا ڪن ٿا.
(۴) عوامي حمايت ضروري آهي.
(۵) ڪاميابيءَ جو دارومدار قيادت تي آهي.
(هٽلر جي تقريرن جي اقتسابات ۽ ٻين حوالن لاءِ ملاحظ ڪجي، پيريءَ جو ڪتاب، انسان جو نامڪمل سفر - ايضا - صص ٦٧٣ - ٦٧٠)

## ٻي مهاڀاري لڙائي (١٩٤٥-- ١٩٣٩ع) جو خلاصو:

تاريخ پهرين سپٽمبر ١٩٣٩ع تي نازي فوجون پاڙيسري ملڪ ”پولئنڊ“ ۾ ڪاهي پيون، پنجاهه منٽن ۾ برطانيه (انگلئنڊ) ۽ فرانس، جرمنيءَ خلاف، جنگ جو اعلان ڪيو. انهيءَ ڪان اڳ، جرمني ۽ اٽلي جي فوجي ڪاروائين، جارحيت ۽ جنگ لاءِ، حالتون سازگار ڪيون: مڪمل اقتدار ۾ اچڻ بعد، مارچ ١٩٣٥ع ۾ ، ” هٽلر“ جرمن فــوج جي ٻيـــهـــر اسلحــــ بندي (Rearmament) جو اعلان ڪيو هو. انهيءَ سال، آڪٽوبر مهيني ۾، ”اٽلي“ افريقا جي ملڪ ” اٿيوپيا“ ( حبش) تي قبضو ڪيو. ٻئي سال، مارچ ١٩٣٦ع ۾،جرمني ” رهائين لئنڊ“ (Rhine Land) کي ٻيهر پنهنجي قبضي هيٺ آندو، انهيءَ سال آڪٽوبر مهيني ۾، اٽلي ۽ جرمنيءَ جو فوجي محور ( اتحاد) (Berlin _ Rome Axis) قائم ٿيو ۽ نومبر ۾ جرمن - جپان معاهدو طي ٿيو، جيڪو ” ڪميونزم“ ۽ ”روس“ جي خلاف هو. ٻئي سال جولاءِ ١٩٣٧ع ۾ ” جپـان“ ” چين“ تي فـوجڪـشي ڪئي. مـارچ ١٩٣٨ع ۾ ” آسٽريا“ ” جرمني“ ۾ شامل ٿي ۽ ساڳي سال سيپٽمبر مهينڻ ۾، ” ميونخ ڪانفرنس“ منعقد ٿي، جنهن ۾ برطانيه ۽ فرانس، ”جرمني“ طرفان ” سڊيٽس“ (Sudetes) جي پهاڙي علائقي تي ڪيل قبضي کي بحال ڪيو. اهو علائقو مشرقي جرمني، پولئنڊ ۽ چيڪوسلوويڪيا جي سرحدن جي وچ ۾ واقع هو. ورندي سال مارچ ١٩٣٩ع ۾، جرمن فوجن چيڪوسلوويڪيا تي قبضو ڪيو ۽ ” اٽلي“ ، اپريل مهيني ۾، ” آلبانيا“ ۾ ڪاهي پئي. ساڳي سـال، آگـسٽ ١٩٣٩ع ۾، ” هٽلر“ ” روس“ جي ڊڪٽيٽر ” اسٽالن“ سان، اتحاد جي معاهدي تي دستخط ڪيا.

تاريخ پهرين سيپٽمبر ۱۹۳۹ع تي جرمن نازي فوجون ” پولئنڊ“ ۾ داخل ٿيون. پنجاهہ منٽن بعد، برطانيہ ۽ فرانس، جرمني خلاف، جنگ جو اعلان ڪيو، روسي ڪميونسٽ فوجون بہ پوئتي نہ رهيون، انهن مشرقي پولئنڊ تي قبضو ڪري، نومبر ۱۹۳۹ع ۾ ” فنلئنڊ“ تي قبضو ڪيو. اپريل ۱۹۴۰ع ۾، جرمني، ” ڊينمارڪ“ تي قبضو ڪري، ” ناروي“ اندر پيشقدمي ڪئي. ٻئي مهيني، مئي ۱۹۴۰ع ۾، نازي فوجن برطانوي ۽ فرينچ فوجن کي بيدخل ڪيو. جون ۱۹۴۰ع ۾ ” فرانس“ شڪست کاڌي، ۽ آگسٽ ۱۹۴۰ع ۾ برطانيہ جي جنگ (Battle of Britain) شروع ٿي. ٻئي طرف جپان جنوبي مشرقي ايشيا ۾ فتوحات جو سلسلو شروع ڪيو. قدرت خدا جي چئجي يا بي اصول سياست جو نتيجو چئجي، جو جون ۱۹۴۱ع ۾ ” جرمني“ ” روس“ تي فوج ڪشي ڪئي ” روس“ جنهن ” نيپولين“ کي ٽوٽا چٻرائي ڇڏيا هئا، سو ” هٽلر“ جي فتح ڪرڻ کان ٻاهر هو. ساڳي سال، ڊسمبر ۱۹۴۱ع ۾، ” جپان“ ، ” پرل هاربر“ تي حملو ڪري، ” يونائيٽيڊ اسٽيٽس آف آمريڪا“ کي جنگ ۾ گهلي وڌو.

سال ۱۹۴۲ع ۾ جرمن جارحيت جو زوال اچڻ شروع ٿيو: اسٽالنگراڊ ( روس) ، ايل الامين (El Alamein )، شمالي افريقا ۽ مڊوي (پئسفڪ) ۾، جرمن نازي فوجين کي لڳاتار شڪستون ۽ ذلتون نصيب ٿيون. ٻئي سال ۱۹۴۳ع ۾ اتحادي فوجين، پيشقدمي ڪري، ” اٽلي“ کي پيش پوڻ تي مجبور ڪيو ۽ ورندي سال، تاريخ ٦ جون ۱۹۴۴ع تي، جرمن جارحيت لاءِ ، ”دومس ڊي“ (D _ Day) يا قيامت جو ڏينهن مقرر ٿيو، جڏهن اتحادي فوجن ” فرانس“ ۾ داخل ٿي جوابي جارحانہ ڪاروائي شروع ڪئي. ٻئي سال ، ۱۹۴۵ع ۾، بي مهاياري لڙائي هن طرح انتها کي پهتي جو (۱) جنوري ۱۹۴۵ع ۾ روسي ڪميونسٽ فوجون، جوابي ڪاروائي ڪندي، جرمني ۾ داخل ٿيون. (۲) مارچ ۱۹۴۵ع ۾ اتحادي فوجون جرمني ۾ داخل ٿي ويون ۽ (۳) مئي ۱۹۴۵ع ۾ جرمن نازي فوجن هٿيار ڦٽا ڪيا. ” جپان“ اڃا باقي هو، تنهن تي امريڪي هوابازن، پرل هاربر جو انتقام وٺندي، بہ ائٽم بم ڪيرايا ۽ جپان آڻ مڃي. ساڳي وقت ڪميونسٽ روس (سويت يونين) ” منچوريا“ تي قبضو ڪري ورتو.

هن جنگ جا تمام معرڪا، عبرتناڪ هئا، جن تي ڊار ڊار، افسانا، فلمون ۽ تاريخي مطالعا موجود آهن. مثال خاطر، روسي قوم جي سخت جان ۽ وطن پرست ڪردار، هڪ تاريخي نقش ڇڏيو آهي: جون ۱۹۴۱ع ۾ نازي فوجون پنهنجي اتحادي روس جي سرحدن اندر، بحر اسود کان بالٽڪ سمنڊ تائين ڊگهي علائقي ۾ ڪاهي پيون. ” ليننگراڊ“ شهر تي مسلسل زميني ۽ هوائي بمباري جي باوجود، نازي فوجون ” ماسڪو“ طرف پيشقدمي نه ڪري سگهيون، جيڪو فقط پنجاهه ميل پري هو. شروع ۾ روسي فوجي طاقت کي ڪاپاري ڌڪ لڳو. پهرين ٽن مهينن ۾ ۳۵ لک روسي فوجي مري، قتجي يا قيدي بنجي چڪا هئا. چوڏهن هزار روسي ٽئنڪون لاپته هيون ۽ روسي فضائي فوج جو خاتمو اچي چڪو هو. پوءِ جڏهن نازي فوجن ” ليننگراڊ“ شهر جو محاصرو شروع ڪيو تڏهن اهو ڏهه مهينا ( نو سؤ هيبتناڪ ڏينهن راتيون) جاري رهيو ۽ ليننگراڊ جا بهادر شهري پيش نه پيا، انهن مان تقريبا ڏهه لک مجاهد مري ويا. باقي شهرين ، بک، بيماري ۽ هراس جو مقابلو ڪيو. (پيري - ايضا - صص ۶۹۶ - ۶۹۵) ڪثير تعداد نازي فوجون ليننگراڊ وارن جي جوان همت ۽ روس جي همت شڪن سرديءَ جي وچ ۾ ڦاسي پئي. تاريخ ۵ ڊسمبر ۱۹۴۱ع تي روسي ڪميونسٽ فوجن مٿن حملو ڪيو ۽ اونهاري جي وردين ۾ ملبوس جرمن نازي سپاهي ڏڪندا ٺرڪندا مرندا جهرندا، روسي سرحدن مان پچي نڪتا. اهڙا مثال ” فرانس“ ۾ جرمن پيشقدمي ۽ ” لنڊن“ تي بمباري وغيره متعلق جديد تاريخ جي ڪتابن ۾ تحسين ۽ مجتا سان بيان ڪيل آهن.

## نتيجا:

بي مهاپاري لڙائي ۾ بي انداز بربادي ٿي. فوجي ۽ شهري جانين جي نقصان جو ڪاٿو ڪل ٽي ڪروڙ لڳايو ويو آهي. سويٽ يونين ( ڪميونسٽ روس) ۾ سترهن سؤ شهر ۽ ستر هزار ڳوٺ برباد ٿيا. ستر سيڪڙو ڪارخانا ۽ سٺ سيڪڙو سواريءَ جا ذريعا، والاربل علائقن ۾ تباهه ٿي ويا. ” جرمني“ جي دارالحڪومت ” برلن“ ۾ ۷۵ سيڪڙو رهائشي جايون ڊهي پٽ ٿيون يا

انهن کي شديد نقصان رسيو، ڪجهہ شهرن ۾ مثال طور، ڊسيل ڊرف (Dusseldorf) ۾، ۹۵ سيڪڙو گهر رهائش جي قابل نہ رهيا. "فرانس" جي هيناهين وارن علائقن ۽ " جرمني" ۾ اڪثر واهہ ۽ بندرگاهہ لڙجي بند ٿي ويا. اڪثر پليون ڊهي پيون. ريلوي نظام کي گهڻي ڀاڱي نقصان رسيو ۽ قابل استعمال نہ رهيو. "انگلئنڊ" ۾ "وچ لنڊن" ۽ ٻين صنعتي شهرن کي بمباري ذريعي ويران ڪيو ويو. يورپ کنڊ ۾ جتي ڪٿي صنعتي ۽ زرعي پيداوار گهٽجي وڃي اڌ ٿي. کاڌ خوراڪ، ڪپڙو لٽو ۽ روزمره جي استعمال جون شيون اڻلڀ ٿي ويو. ڪالونين ۾ راشن ڪارڊ جي سرشتي هيٺ ضروري شيون وڪرو ٿيڻ لڳيون. عالمي تجارت کي ڪاپاري ڌڪ لڳو. سڄريل ۽ خوشحال يورپ، پنهنجي جنوني فوجي ڪاروائين سبب، وحشتناڪ ۽ برباد ٿي ويو.

(۲) مغربي يورپ ۾ قومپرستي زوال پذير ٿي، رومانوي قومپرستي جنهن هٽلر ۽ مسولني جهڙا انسان دشمن جنگي سردار پيدا ڪيا، " نازي ازم" فئسزم" ۽ " ڪميونزم" جهڙن آمرانہ ( آپي شاهي) نظرين جي نذر ٿي وئي. بين الاقوامي، عالمي ڪميونزم ( اشتراڪيت) جي خوف سبب مغربي طاقتن باهمي اتحاد ۽ الحاق جي پاليسي اختيار ڪئي، جنهن ۾ يونائيٽيڊ اسٽيٽس آف امريڪا کي مرڪزي حيثيت حاصل ٿي. سويت يونين ۽ امريڪا، دنيا جي ٻن عظيم تر طاقتن جي حيثيت ۾ دنيا کي ٻن حصن، سويت (ڪميونسٽ) بلاڪ ۽ امريڪي ( ڪئپيٽلسٽڪ/ سرمائيدارانہ) بلاڪ ۾ ورهائي ڇڏيو، بعد ۾ هڪ غير جانبدار / نان، الائينڊ بلاڪ بہ ناهيو ويو تاهم اهو نہ ايترو موثر رهيو ۽ نہ مڪمل طور تي اهي ملڪ غير جانبدار رهي سگهيا.

"هيروشيما" تي ڪيرايل ائٽم بم جو نالو هو. " ننڍڙو ٻالڪ" (Little Boy) ۽ ناگاساڪيءَ جي مٿان اڇلايل ائٽم بم کي " ٿلهو ماٺهو (Fat Man) نالو ڏنو ويو هو. " ننڍڙي ٻالڪ" هڪ لک هيروشيما جا پر امن شهري ماريا، ۽ " ٿلهي ماٺهو" ناگاساڪيءَ جا فقط چاليهہ هزار انسان دردناڪ نموني ماري ڇڏيا. بمن جي ڌماڪيَ بعد گرميءَ جو درجو ٽن کان چار هزار پد سيلسئس ( سينٽي گريڊ) تي پهچي ويو. پوءِ بہ ڪجهہ انسان بچي ويا، جيڪي جسماني عذاب ۾ زندگي گذاري انسانن کي ٻڌائي رهيا آهن تہ هي هيبتناڪ واقعو ڪڏهن وساريو نہ ويندو.

ٻي مهاڀاري لڙائيءَ (۱۹۴۵ - ۱۹۳۹ع) ۾ لڳايل اندازي مطابق ڪل هڪ ڪروڙ چوويهہ لک، اٺيتاليهہ هزار غير فوجي انسان مارجي ويا. انهن اٽڪل سوا ڪروڙ مارجي ويل ماڻهن جو وچورهن طرح آهي: (۱) برطانوي ۽ سندن رعيتي ۳,۰٦۰۰۰، (۲) جرمن ۲۸,۵۰,۰۰۰، (۳) جپاني ۱۵۰٦۰۰۰، (۴) روسي ۷۵,۰۰,۰۰۰، ۽ (۵) امريڪي ۲,۸٦,۰۰۰. ( چئمبرسس، ج ۱۴، ص ۴۰۴). (٦) يورپ ۾ آباد يهودين جي نسل ڪشي جي ڪاروائيءَ ۾ اٽڪل ڇهہ لک يهودي ، فقط هڪ موت جي ڪئمپ، "اوش وٽس" (Auschwits)، ۾ ماريا ويا. انهيءَ ڪئمپ جو ڪامانڊر رڊولف هوز (Rudolf Hoess)، جنهن کي لڙائيءَ جي خاتمي بعد انسانيت سوز ڏوهن هيٺ ڦاسي ڏني وئي، تنهن پنهنجي بيان ۾ چيو تہ، " منهنجي اندازي موجب ڪم از ڪم ۲۵ لک مظلوم، گئس ۽ ٻاهہ ذريعي ماريا ويا. وڌيڪ ۵ لک، بک ۽ بيماريءَ سبب مري ويا. ڪل تعداد اٽڪل ٽيهہ لک هو. اهو انگ " اوش وٽس" ۾ موڪليل قيدين جو سٽر يا اسي سيڪڙو هو. باقي قيدين کي ڪانسنٽريشن ڪئمپ جي ڪارخانن ۾ غلام بنائي مزدوري ڪرڻ لاءِ چونڊيو ويو هو." ( پيري - ايضا - ص ٦۹۱)

جرمني ۾ نازي " ڪانسنٽريشن ڪئمپون" (Concentration Camps) بيگناهہ انسانن لاءِ بدترين عذاب گهر ۽ عقوبت گاهہ هئا: جن کي گئس جي ڪوٺين (Gas _ Chambers) ۾ بند ڪري نہ ماريو ويندو هو، انهن کي سخت پورهئي ۾ پيڙي نستو ڪيو ويندو هو. ڪنور دل پهريدار انهن جي جسم تي ڇهبڪ وهائيندا هئا. بکون ۽ عذاب ڏئي انهن کي ماري ڇڏيندا هئا. ٻين کي جيئري، بيرحم طبي تجربن لاءِ استعمال ڪندا هئا. ننڍي عمر وارن ٻارن کي اڪثر ماريو ويندو هو، ڇاڪاڻ تہ اهي ڪنهن ڪم جا نہ هئا. اٽڪل ۱۵ لک ٻارڙا قتل ڪيا ويا ( ايضا - ص ٦۹۸) ا.

(۳) اقوام متحده (United Nations ) جو ادارو قائم ٿيو، جنهن ۾ امريڪا، برطانيہ، چين ۽ روس، يعني سامراجيت ۽ اشتراڪيت جي مک علمبردارن، حصو ورتو. مستقبل ۾ جنگ جي روڪ ٿام ۽ دنيا مان بک ، بيماري، غربت ۽ نا انصافي جو خاتمو، خاص مقاصد هئا. منڍ ( بهار ۱۹۴۵ع) ۾ پنجاهہ ملڪ هن عالمي ادارا جا رڪن بنيا. هن وقت انهن جو

تعداد ۱۷۹ آهي. تاريخ ۲٦ جون ۱۹۴۵ تي امريڪا جي شهر سئنفرئنسسڪو ۾ اقوام متحده جي اداري جو منشور منظور ڪيو ويو ۽ نيويارڪ ۾ صدر مقام مقرر ٿيو .

(۴) جرمني ۽ جپان ، مغربي اتحادي طاقتن جي قبضي هيٺ آيا. جپان ۾ تمام قابض فوجون امريڪي هيون، ليڪن جرمني چئن اتحادي طاقتن، امريڪي، برطانوي ، فرينچ ۽ روسي فوجن جي قابض حصن ۾ ورهائجي وئي. پهرين ٽن طاقتن مغربي جرمني ۾ هڪ آزاد جمهوري حڪومت قائم ڪئي ۽ روسين مشرقي جرمنيءَ ۾ پنهنجي زير اثر هڪ ڪميونسٽ ريپبلڪ جو قيام عمل ۾ آندو. " برلن" کي ٻن حصن ۾ تقسيم ڪيو ويو. مغربي ۽ مشرقي "برلن" جي وچ ۾ هڪ ديوار تعمير ڪئي وئي. " برلن وال" جي تعمير تاريخ ۱۷ آگسٽ ۱۹٦۱ع تي شروع ٿي ۽ مشرقي جرمني جي ڪميونسٽ حڪومت جي زوال ۽ جرمني جي ٻيهر متحد ٿيڻ بعد. تاريخ ۹ آگسٽ ۱۹۸۹ع تي ڊاني وئي، اهي ۲۸ سال جرمن خاندانن جي نامناسب وڇوڙي ۽ پٽ ٽيي مغربي برلن ۾ داخل ٿيڻ جي ڪوشش ڪندڙن جي قتل جي واقعن ۾ گذريا. بهرحال جرمني جي جائز حيثيت بحال ٿي. هاڻي جرمني، يورپي اتحاد (E. U) جي هڪ بااثر رڪن آهي.

(۵) مغرب ۾ طاقت جو توازن بگڙي ويو. مغربي يورپ جي ملڪن عالمي معاملات ۾ پنهنجو اثر رسوخ وڃائي ڇڏيو ڇاڪاڻ تہ جنگ سبب هنن ملڪن جي مالي اقتصادي ۽ فوجي طاقت ڪمزور ٿي وئي. مشرقي يورپ ڪميونسٽ غلبي هيٺ اچي ويو. دنيا ۾ فقط ٻہ طاقتون قائم ٿيون: امريڪا ۽ سويت يونين. (روس). ٻنهي جي وچ ۾، دنيا تي قبضو ڪرڻ لاءِ هڪ " سرد جنگ" (Cold War) شروع ٿي جيڪا ۱۹۹۰ع ۾ " سويت يونين" جي ٽٽڻ بعد ماني ٿي. دنيا امريڪي جي هڪ ٽنيي اقتدار _ Uni) (Polar Power هيٺ اچي وئي، جنهن کي " سپر پاور" چئجي ٿو. اها عظيم طاقت، هاڻي " عالميت" (Globalization) لاءِ ڪوشان آهي. شايد مرحوم صدرووڊرووولسن جي عالمي حڪومت -World Govern) (ment جي تجويز اجا زير ويچار آهي. ۽ قابل عمل سمجهي وڃي ٿي[1].

(٦) سڀني نتيجن ۾، ائٽمي تباهي جي صلاحيت، بدترين نتيجو آهي ۽

يوربي بينڪن جو افريڪا ۽ ايشيا مان خاتمو بهترين نتيجو آهي.

(۷) اقوام متحده جي اداري جو قيام ( ۲٦ جون ۱۹۴۵ع) ۽ عالمي انساني حقوق جو پڌرنامو ( ۱۰ ڊسمبر ۱۹۴۸ع) ، ٻي مهاڀاري لڙائيءَ جي تجربن جو بهترين رد عمل آهن.

## "نيٽو" (NATO: North Atlantic Treaty Organization)

اپريل ۱۹۴۹ع ۾، ڏهن مغربي يورپين ۽ ٻن اتر امريڪي ملڪن، ڪميونسٽ جارحيت خلاف، هڪ فوجي اتحاد قائم ڪيو جنهن کي " نارٿ ائٽلانٽڪ ٽريٽي آرگنائيزيشن" مخفف " نيٽو" چئجي ٿو. بنيادي رڪن ملڪن ۾ ناروي، ڊينمارڪ، آئيسلئنڊ، برطانيہ (UK) ، فرانس ۽ ٽي " اقتصادي اتحاد" وارا ملڪ (Benelex Countries) يعني بيلجيم، هائلنڊ (نيدرلئنڊس) ۽ لگزيمبرگ (Luxembourg)، پورچوگال، اٽلي، ڪئناڊا ۽ يونائٽيڊ اسٽيٽس (USA) شامل هئا. هي وسيع مغربي اتحاد، دراصل "سويت يونين" جي ائٽمي طاقت بنجڻ جي خبر بعد، مغربي جرمني، يونان ۽ ترڪي تي امڪاني حملي جي روڪ ٿام ۽ يورپ کي ڪميونسٽ جارحيت کان بچائڻ لاءِ قائم ڪيو ويو هو.

"نيٽو" جي قيام سبب جيڪي اهم نتيجا نڪتا، اهي هن ريت آهن:

(۱) باهمي دفاع جو معاهدو طي ٿيو جنهن موجب " يورپ"، اتر امريڪا ۽ رڪن ملڪن مان ڪنهن هڪ يا وڌيڪ ملڪن خلاف مسلح حملو سڀني رڪن ملڪن تي حملو قرار ڏنو ويو.

(۲) مغربي يورپ ۾، امريڪي فوجن ۽ ائٽمي هٿيارن سان ڀريل جنگي جهازن جي موجودگيءَ کي بحال ڪيو ويو. اهڙي طرح مغربي جرمني تي سويت حملي خلاف مضبوط دفاع قائم ٿيو، ۽ ٻين مغربي يوربي ملڪن کي دفاعي ضمانت حاصل ٿي.

(۳) جوزف اسٽالن جارحانہ طرزعمل ترڪ ڪري مصالحانہ انداز اختيار ڪيو ۽ سويت فوجن مغربي برلن جو محاصرو ۽ يونان ۽ ترڪيءَ تي دباءُ ديرر

ڪيو. تاهم ”سرد جنگ“ ۾ مزيد اضافو ٿيو.

(۴) ” سرد جنگ“ جو ميدان يورپ کان مشرق بعيد ( ايشيا) ڏانهن منتقل ٿيو، جتي ” نيٽو“ جي قيام واري ساڳي سال ۱۹۴۹ع ۾، ” چين“ جي قـومي حـڪـومت جو تختـو اونڌو ڪري، ” مـائوزيتنگ“ (MaoTsetung) ڪمونسٽ راڄ قائم ڪيو هو. ٻئي سال ڪوريا جي جنگ ( ۱۹۵۳ع - ۱۹۵۰ع) جو آغاز ٿيـو. سرد جنگ گـرم ٿيڻ لڳي. امريڪي طاقت ڏکڻ ڪوريا کي ڪميونسٽ اتر ڪوريا ۾ ضم ٿيڻ کان بچائي ورتو.

## ” وارساپئڪٽ“ (Warsaw Pact)

”نيٽو“ جي مقابلي ۾، ” سويت يونين“ ” وارسا معاهدو“ عمل ۾ آندو، جنهن جو مقصد مشرقي يورپ ۾ نيٽو جي مداخلت کي روڪڻ هو. ” پولئنڊ ۽ ” زيڪوسلوويڪيا“ خوشي سان هن سويت ضابطي ۽ گڏيل دفاع جو خيرمقدم ڪيو، ڇاڪاڻ تہ انهن کي جرمني جي ٻيهر مسلح ٿيڻ (German Rearmament) جو خطرو هو. تاهم مشـرقي يورپ جي ملڪن جو مجموعي رجحان ملڪي ۽ قومي آزادي ۽ سالميت طرف هو، جيئن ۱۹۵٦ع ۾ سويت ضابطي خلاف عوامي مظاهرا ۽ فسادات ٿيا، جن کي فوجڪشي ذريعي دٻايو ويو. آڪٽوبر ۱۹۵٦ع ۾ هنگري جي ڪميونسٽ پارٽيءَ جي چئرمن ۽ حڪمران، ” امريهہ نوج“ (Imre Nagy) ” وارسا معاهدي تان دستبردار ٿي، ” نيٽو اتحاد“ کي روسي (سويت) مداخلت خلاف مدد جي اپيل ڪئي، ليڪن مغربي اتحادي، نيٽو جا ٻہ اهم رڪن ملڪ، برطانيہ ۽ فرانس، مصر تي اسرائيلي حملي جي حمايت ۽ ”سئيزواهہ“ کي قوميائڻ خلاف اتي بمباري ڪري چڪا هئا. هاڻي ”هنگري“ ۾ امريڪي، يا نيٽو اتحادي مداخلت جي نتيجي ۾ ٽين مهاڀاري لڙائي ڇڙڻ جو خطرو هو، تنهن ڪري ” هنگري“ کي ” سـويت بلاڪ“ مـان آزاد ڪرائڻ لاءِ ڪابہ عملي ڪاروائي نہ ڪئي وئي.

## .ائٽمي طاقت ۾ اضافو:

فيبروري ۱۹۴۶ع ۾ ” مارشل“ ٻيٽن جو بادشاهه ” جوڊا“، امريڪي عملدارن جي انسان دوستيءَ جي جذبي کان متاثر ٿي، ”بڪني“ ٻيٽ، مقامي آباديءَ کان خالي ڪرائي، سندن حوالي ڪرڻ تي راضي ٿيو، ڇاڪاڻ ته هن کي يقين ڏياريو ويو هو ته ائين ڪرڻ، انسان ذات جي ڀلائي ۽ سيني عالمي لڙائين جي خاتمي آڻڻ لاءِ بيحد ضروري هو. يونائيٽڊ اسٽيٽ آف امريڪا کي پنهنجي آندل عملي ائٽمي تباهي بعد مزيد ائٽمي تجربا ڪرڻا هئا، جن لاءِ پنهنجي ملڪ کان ڏور هي ٻيٽ ( بڪني) هنن کي گهربل هو. شاهه جوڊا جي انسان دوستي جي جذبي ۽ فراخدلي جي نتيجي ۾ اڏ صدي تائين جوهري تابڪاري مارشل ٻيٽن جو مقدر بنجي وئي. آمريڪا جي ”نيواڊا“ بيابانن ۾ ڪيل ائٽمي تجربن کان سو دفعا وڌيڪ طاقتور ائٽمي ۽ هيڊ روجني ماحولياتي ڌماڪا، بڪني جي سرزمين تي ڪيا ويا. اڪثر جوهري تابڪاري ۽ دز واپس ” بڪني“ ۽ ” انيويٽوڪ“ ٻيٽن تي ڪري يا اتر طرف سمنڊ ۾ لڙهي وئي.

فيبروري ۱۹۵۴ع جي هڪ پرڀات مهل بڪني اٽول ٻيٽن جي لڙهي مان هڪ تي امريڪا جي اوائلي هئڊروجن بمن مان هڪ جو تجربو ڪيو ويو. ڪلاڪن اندر هوا جو رخ بدلجي اوپر طرف آباد اٽولن طرف ٿي ويو. امريڪن مانيٽرنگ جهاز کي حرڪت ۾ آندو ليڪن مقامي آباديءَ کي خبردار ڪرڻ ۽ محفوظ هنڌ ڏانهن منتقل ٿيڻ ۾ مدد ڪرڻ لاءِ ڪجهه به نه ڪيو ويو. انهيءَ هئڊروجن بم جو نالو ”ڪئسل بريوو“ رکيو ويو هو يعني بهادريءَ جو محلات ! اهو بم ” هيروشيما“ تي ڪيرايل بم کان هڪ هزار دفعا وڌيڪ طاقتور هو، يعني ۱۵ ملين ٽي اين ٽي ٽنن جي طاقت وارو هئڊوجن بم ”بڪني“ ٻيٽ جي هڪ اٽولا مٿان ڪيرايو ويو، جنهن انهي ٻيٽاريءَ ( اٽولا) کي هڪ ۲۴ ڏاڪن جو اونهو کندر بنائي ڇڏيو جيڪو ۶۰۰۰ فوٽ ويڪرو هو ۽ ملبي ۽ دز جو ڪڪر هڪ لک ۱۴ هزار فٽ آسمان طرف بلند ٿيو، جنهن مان ڪجهه واپس آسپاس جو ماحول ۾ موٽي اچي ڪريو. واهه جو انساني بهادري جو محلات هو ! تابڪار دزي (Radioactive dust) جن انسانن تي ڪري انهن ۾ ۲۸ امريڪي موسماتي مشاهد نگار به هئا، جيڪي ”

رانگرڪ اٽول" تي هئا. انهن کان علاوه ۲٥۳ شهري ۽ ۲۳ جپاني ملاح بہ شامل هئا، جيڪي ۹۰ ميل پري سمنڊ ۾ هئا. ڪلاڪن اندر انهن مان اڪثر ماڻهن کي دستن Diarrhoea جي تڪليف پيدا ٿي وئي ۽ انهن مان ڪجھ پنهنجي مٿي جا وار ۽ آڱرين جا نهن وڃائي ويٺا. تابڪاري اثرات اڃا تائين نسل بہ نسل هلندا اچن ٿا: ۷۹ سيڪڙو رانگلئپ ٻيٽاري جا ٻار جيڪي ڏهہ سالن يا ان کان گهٽ عمر جا آهن، واڌ جي روڪ جو شڪار آهن يا ڳلي جي تڪليف اٿن يا ماڳهين ڪئنسر جي موذي مرض ۾ گرفتار ٿي چڪا آهن. چيو وڃي ٿو تہ "بريوو" جو صحت تي مضر ترين اثر ڳلي جي ٿيورائڊ تي ٿيو آهي جيڪو ٿيورائڊ گلئنڊ ( ڳلين) ۾ تابڪار آيو ڊين Radioactive Iodine جي جمع ٿيڻ سبب ڳلي جي بيماري جي صورت ۾ ظاهر ٿيو آهي. ۱۹۹۴ع ۾ غير جانبدار سائنسدانن مارشليز حڪومت کي صلاح ڏني تہ ڇٽن متاثر ٽيل ٻيٽارين تي ٻيهر ماڻهو آباد ڪرڻ کان اڳي اتي تابڪاري اثرات ضايع ڪرڻ لاءِ اپاء وٺڻ ضروري آهن. عام مارشليز شهرين جو چوڻ آهي تہ تابڪاريءَ سندن قدرتي دفاعي نظام کي متاثر ڪيو آهي. اڪثر ڪري حمل ضايع ٿئي ٿو يا ٻار ڏنگا ڦڏا پيدا ٿين ٿا. سائنسي تجربات ۾ انساني جانين جو نذرانو ڏيڻ کي انهيءَ لاءِ ساراهيو ۽ جائز سمجهيو ويو آهي تہ انهن سان لا تعداد انسانن جي ڀلائي ٿئي ٿي، ليڪن تابڪاري ۽ ماحولياتي تباهي مچائڻ لاءِ ڪهڙو معقول جواز آهي؟

## اشتراڪيت / ڪميونزم (Communism)

يورپ جي سياسي تاريخ ۾ " ڪميون" (Commune) جو محاوره ٻهريون دفعو، اونداهي وچين دور ۾ انهن شهري حڪومت لاءِ استعمال ٿيو، جيڪي شهرين جي بغاوت ۽ طاقت جي استعمال سان آزادي حاصل ڪري، قائم ڪيون ويون هيون. ( چيمبرسس ج۳، ص ۸۰٥) "ڪميون" جو منفي پهلو بغاوت ۽ طاقت جي استعمال ذريعي اقتدار حاصل ڪرڻ هو ۽ ان جي مثبت پهلو شهري اتحاد هو. [illegible] انقلاب بعد مزدورن جون ڪاليونيون، مقامي خودمختيار حڪومتن جا ادارا ۽ زرعي بستيون وغيره "ڪميون"

سڏجڻ لڳيون ۽ انهن ۾ آباد انساني گروهن کي " ڪميونٽي" سڏيو ويو. سال ۱۸۷۱ع ۾ پئرس ( فرانس) ۾ هلايل تحريڪ کي " د ڪميون" The) (Commune ناليو ڏنو ويو، جيڪا قومي حڪومت جي خلاف بغاوت جي تحريڪ هئي. " دڪميون" جو مطالبو هو تہ هر شهر ۽ ضلعي تي پنهنجي مقامي حڪومت، يا " ڪميون" قائم ڪئي وڃي. انهي تحريڪ جي ڪارڪن يا حمايتيءَ کي " ڪميونرڊ" (Communard) نالو ڏنو ويو، پوءِ مقامي ڪميون جي رڪن کي " ڪميونسٽ (Communist) سڏيو ويو ، ( چئمبرسس ڊڪشنري، ص ص ۸۹ - ۲۸۸)

هارين، مزدورن، ڪامورن ۽ عام شهرين جي " ڪميونن" ۾، سرمائيداري صنعتي نظام سبب، انساني مسئلا پيدا ٿيا. فرانس جي هڪ پادري ۽ سفير سيلس مئن، " چارلس فوريي" (Charles Fourier) (۱۸۳۷ - ۱۷۷۲ع) شايد پهريون مغربي مفڪر هو، جنهن صنعتي انقلاب جي مضر سماجي اثرن تي توجہ ڏنو. بذات خود " فوريي" مهرباني، سادگي ۽ ديانت جو مجسمو هو. (چئمبرسس انسائڪلوپيڊيا، ج ۵، ص ۷۸۵). سال ۱۷۹۹ع ۾هن کي چانورن جي هڪ وڏي ذخيره کي ناس ڪرڻ جو حڪم ڏنو ويو، جيڪو وڏي قيمت حاصل ڪرڻ لاءِ ذخيره اندوز ڪيو ويو هو ۽ اتي ئي سڙي خراب ٿي ويو هو، جڏهن تہ فرانس ۾ قحط هو. ( - ايضا- ) " فوريي" جي ذهن هڪ نئين سماجي ۽ اقتصادي نظام بابت سوچيو ۽ پنهنجي جاري ڪيل رسالي ۾ انهيءَ جي " فئلئنڪسز" (Phalanxes) جي نالي سان تشريح ڪيائين. هر " فئلئنڪس" ۾ هڪ هزار ماڻهو رهندا ۽ گذر بسر لاءِ انهن کي چار سو ايڪڙ زرعي زمين، ملڪيت ۽ پيداوار ۾، شراڪت جي بنياد تي ڏني ويندي. اتان اشتراڪيت، يا گڏيل ملڪيت جو نظريو شروع ٿيو، ليڪن عملي طور تي ڪامياب نہ ٿي سگهيو (پيري .... نامڪمل سفر - ايضا - ص ص ۵۲۸ - ۵۲۷. ملاحظہ ڪجن) تاريخ ۸ آڪٽوبر ۱۸۳۷ع تي، " پئرس" ۾ هن دردمند سماج سڌارڪ جو انتقال ٿيو. هو غريب هو، ليڪن پنهنجي مداح پوئلڳن ۾ گرمجوشيءَ سان ساراهيو ويندو هو. سندس حياتي ۾ ،خواهہ بعد ۾، قائم ڪيل " فئلئنڪس" ڪميونٽيون هڪ ناڪام سماجي تجربو ثابت ٿيون.

سنڌس همعصر برطانوي صنعتڪار "رابرٽ اوون" (۱۸۵۸ - ۱۷۷۱ع، Robert _ Owen) مزدور اڳواڻ ٿي اڀريو. خود سرمائيدار هجڻ جي باوجود، سرمائيداري نظام جي خلاف پرچار ڪيائين: هن چيو ته "محنت ڪش طبقا، پاڻ ۾ متحد ٿي، سرمائيداري کي تباهه ڪري سگهن ٿا ۽ هڪ نئين اخلاقي دنيا جي آغاز ڪرڻ جي طاقت رکن ٿا. (چيمبرسس انسائيڪلوپيڊيا ، ج ۱۰ ص ص ۳۰۲، ۳۰۱). سال ۱۷۹۴ع ۾ رابرٽ اوون ، شورلٽن ٽوٽس ڪمپني نالي هڪ ڪپهه جي ڪارخاني جو مالڪ هو. سال ۱۸۰۰ع ۾ نيولانارڪ مل ۾ مک حصيدار بنيو ۽ اتان " مثالي سهڪاري ڳوٺ" قائم ڪرڻ جي تحريڪ شروع ڪيائين. مل اندر هن مزدورن لاءِ اهڙو " سهڪاري ڳوٺ" قائم ڪيو. پوءِ اسڪاٽلئنڊ ۾، ۽ سال ۱۸۲۵ع ۾ امريڪا جي " انڊيانا" رياست ۾ " نيوهارمني" جي مقام وٽ " مثالي سهڪاري ڳوٺ " قائم ڪري، سرمائيدارانه نظام کي چئلينج ڪيائين. ۱۸۳۴ - ۱۸۳۰ع دوران مزدون جي تحريڪ ۾ حصو ورتائين ۽ سال ۱۸۳۳ع ۾ " گرانڊ نئشنل ڪنساليڊيٽيڊ ٽريڊيونين" جي قيام ۾ مددگار ٿيو. اهڙي طرح مزدورن جي منتشر ٽريڊيونين کي متحد ڪري، دنيا ۾ "ٽريڊيونين" جي رواج کي مستحڪم ڪيائين. سنڌس جاري ڪيل هلچل جي نتيجي ۾، سال ۱۸۱۵ع ۾، برطانيه جي پارليمينٽ " فئڪٽري ائڪٽ" پاس ڪيو هو. "اوون" پنهنجي ڪارخانن ۾ ڪم ڪندڙ مزدورن لاءِ زندگيءَ جون بهتر سهوليتون ميسر ڪيون: رهائش، ٻارن جي تعليم لاءِ قرض ، بالغ مزدورن جي تعليم، سيڙپ جي عيوض نفع جو محدود حصو ڪڍڻ ۽ باقي رقم مزدورن جي سماجي ڀلائي لاءِ مخصوص ڪرڻ، مزدوري جو روزانه وقت گهٽائڻ ۽ ڪم ڪار جون بهتر سهوليتون پيدا ڪرڻ جي ذريعي، " اوون" واقعي هڪ " اخلاقي دنيا" طرف قدم وڌايو ۽ هڪ نئين سماجي نظام جو نظريو پيش ڪيو جيڪو چٽاپيٽيءَ بجاءِ سهڪار تي ٻڌل هو. هن چيو ته انساني اخلاق، سنڌس ماحول جي پيداوار آهي.

"رابرٽ اوون" جي تحريڪ کي سال ۱۸۳۴ع ۾، گهٽين اتحادين جي الڳ ٿي وڃڻ سبب، نقصان رسيو، ليڪن هو بلڪل دل شڪسته نه ٿيو. جيڪي حمايتي ۽ پوئلڳ باقي بچيا، تن " رئشنل سوسائٽي" جي نالي هڪ جماعت

ناهي، جنهن کي بعد ۾ ” سوشلسٽ“ ( انٽرنئشنل) جو نالو ڏنو ويو. هن جماعت هڪ ” رئشنل رليجن“ ( شائسته مذهب) جو پرچار ڪيو، جنهن ۾ ”مافوق الفطرت ( انساني طاقت کان مٿاهين) دينيات جو عمل دخل نه هو رابرٽ اوون ، ” ڪليسا“ ۽ ” ڪئپيٽلزم“ ٻنهي جي خلاف هو. تعليم جي معاملي ۾ ڪتابن کان وڌيڪ عملي، ۽ مشاهدن تي مبني تعليم جي حق ۾ هو. هن هر ٻار جي انفرادي مزاج، مرضي، برتاءُ ۽ فطري رجحان تي زور ڏنو. عمر جي آخري ڏينهن، ١٧ نومبر ١٨٥٨ع، تائين مسلسل لکندو رهيو ۽ پنهنجيون تصنيفات شايع ڪرائيندو رهيو: انهن مان خاص تي ڪتاب قابل ذڪر آهن: (١) ” نيوويو آف سوسائٽي“ ( ١٨١٣ع)، (٢) ” رپورٽ ٽُ د ڪائونٽي آف لانارڪ“ ( ١٨٢٠ع) ۽ (٣) سندس مخطوطات، جيڪي ”ڪوآپريٽيو يونين مئنچيسٽر“ جي آرڪائيوز ۾ محفوظ آهن. سندس وفات جي هنڌ ، ” نيوٽائون“ ۾ جتي ٻاڻ پوربل آهي، سندس باقيات هڪ ميوزم ۾ سانديل آهن.

## سوشلزم:

يورپ ۾ آزاد خيالي جي تحريڪ سترهين صديءَ ۾ شروع ٿي، جيڪا صنعتي انقلاب جي نتيجي ۾ حڪومت جي عدم مداخلت جي اصول تان دستبردار ٿي ۽ جمهوري آزاد خيالي هيٺ چونڊيل نمائندن جي حڪومت کي قانون سازي ذريعي مداخلت جي حق ڏيڻ تي راضي ٿي، ليڪن انسان جي آزاد خيالي جي انهيءَ پسپائي اتي دنگ نه ڪيو، بلڪ فڪر جي هڪ نئين مکتب کي وجود ۾ آندو جنهن کي سماجواديت يا ”سوشلزم“ جو نالو ڏنو ويو. سماج وادي مفڪرن، جمهوريت پسند آزاد خيال مفڪرن کان اڳتي وڌي، اعلان ڪيو ته غربت، بک ۽ بيماريءَ جو واحد علاج انهيءَ ۾ آهي ته پيداوار جا سيئي ذريعي حڪومت جي هٿ هيٺ ڏناوجن ۽ ڪنهن به فرد کي ذاتي ملڪيت رکڻ جو حق نه هجڻ گهرجي. اڻويهين صدي عيسوي جو اهڙو فڪر رکندڙ مشهور ترين انسانُ ، ڪارل مارڪس (Karl Marx) (١٨٨٣ ـ ١٨١٨ع) هو، ليڪن انهيءَ کان علاوه اوائلي ارڙهين صديءَ جون به مشهور

شخصيتون بہ عظيم سماج وادي مفڪر، چارلس فوريئر ۽ رابرٽ اوون، ٿي گذريا آهن، جن کي " يوٽوپين سوشلسٽ" چئجي ٿو. سندن اعتقاد هو تہ سندن نظرين تي عمل ڪرڻ سان انسانُ هڪ مثالي معاشرو قائم ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيندو، جن کي هنن " يوٽوپيا" جو نالو ڏنو. (رابرٽ اوون (١٨٥٨ ـ ١٧٧١ع. Robert Owen)

"فوريئر" ويلس جو سماج سڌارڪ هو، ۽ چارلس فوريئر (Charles Fourier) (١٨٣٧ ـ ١٧٧٢ع) هڪ فرينچ سماج وادي هو. هن جي مجوزه يوٽوپيا (Utopia) ۾ شاديءَ جو رواج نہ هو، ڇاڪاڻ تہ شادي شده عورتن جو سمورو وقت گهرو ڪم ڪار ۽ ٻارن نپائڻ ۾ صرف ٿئي ٿو ۽ هنن وٽ زندگيءَ جي لذت حاصل ڪرڻ لاءِ وقت نہ آهي ۽ منجهن سگهہ باقي نہ ٿي بچي. شادي شده زندگي مرد کي بہ خود غرض بنائي ڇڏي ٿي، جيڪو فقط پنهنجي خاندان جي پرواهہ ڪري ٿو. فوريئر جو خيال هو تہ آخرڪار خاندان يا فئملي جو سماجي ادارو ختم ٿي ويندو ۽ ٻارن جو نيپاج، تعليم ۽ تربيت پوري معاشري جي ذميداري بنجي ويندي، ليڪن هن جيڪي مثالي معاشره قائم ڪيا سي سڀ ناڪام ثابت ٿيا ۽ سندس نظريہ جي ڪنهن بہ تائيد نہ ڪئي.

اوون سوچيو تہ خرابيءَ جي پاڙ انسان جي فطرت ۾ نہ آهي ليڪن خراب سماجي ماحول انهي لاءِ ذميوار آهي. غريب انسان، سندن گدلائي، اڄاڻائي، نشي جي علت ۽ ڏوهن ڪرڻ لاءِ، ڏوهي نہ آهن. جيڪڏهن اهي بهتر سماج ۾ رهندا هجن ها تہ سنا شهري ٿين ها. اها غربت آهي، جنهن هنن کي خراب ڪيو آهي. خراب حالتن انسان کي مجرم بنايو آهي. آخرڪار اوون تجويز پيش ڪئي تہ سماج وادي معاشره قائم ڪيا وڃن جيئن سرمائيدارن جي نفعي لاءِ ڇناپٽيءَ جي پاڙ پٽي سگهجي. آمريڪا جي انديانہ رياست ۾ نيوهارمني جي مقام وٽ سن ١٨٢٥ع ۾ اهڙو هڪ معاشرو قائم ڪيو ويو، جتي ماڻهن پنهنجي لاءِ نہ پر پوري معاشري لاءِ ڪمايو ٿي. ليڪن اهو تجربو ناڪامياب ٿيو ۽ اوون انگلنڊ واپس اچي ان وقت اسرندڙ هڪ مزدور تحريڪ جو اڳواڻ بنيو.

ڪارل مارڪس جي نظر ۾ يوٽوپيائي سوشلسٽ خوابن جي دنيا ۾

رهندڙ هئا ۽ انهن جي برخلاف سندس نظريہ اميدن ۽ خوابن بجاءِ انسان جي تاريخ جي سائنسي ۽ صحيح تجربہ تي ٻڌل هو. سندس نظريہ مطابق (١) اقتصادي قوتون تاريخ ناهن ٿيون، (٢) سرمائيدارن ۽ پورهيتن جي وچ ۾ طبقاتي جنگ جاري رهي ٿي، (٣) انسان جي جسم ۽ روح جي غربت لاءِ سرمائيداري نظام جوابدار آهي ۽ آخرڪار (٤) طبقاتي جنگ ۾ سرمائيداريءَ نظام ختم ٿي ويندو. مارڪس جي نظريات جو عالمي اثر ٿيو. هن جي سڏ تي پورهيت طبقو سرمائيداري خلاف اٿي کڙو ٿيو. مارڪس جا انقلابي وارث ويهين صدي ۾ عالمي تاريخ جا معمار بنيا. انهن مان چين ۾ مائوزي تنگ، روس ۾ لينن، ڪيوبا ۾ ڪاسترو ۽ ويٽنام ۾ هوچي منهہ هلندڙ تاريخ جا عظيم قومي رهنما ۽ ڪامياب سياستدان ثابت ٿيا آهن. تاهم ڪميونسٽ سوشلزم جا مختلف روپ ۽ نظريہ پڻ نظر اچن ٿا: انهن مان ڪيترن اٽر ڪميونسٽ انقلاب جي عالمي ۽ تاريخي عمل جي نظريہ کي رد ڪري انهيءَ جي جاءِ تي سماجي ارتقاء جو نظريو قائم ڪيو آهي ۽ دنيا جي ڪيترن ملڪن ۾ اڄ سوشلسٽ پارٽيون اهم سياسي ڪردار ادا ڪري رهيون آهن. تاريخ جي مارڪسي وضاحت هيٺ تاريخ نويسن سماجي انقلابن ۾ اقتصاديات جي ڪردار تي وڌيڪ توجہ ڏنو آهي. رومن شهنشاهيت جي زوال جا اسباب، سترهين صدي عيسوي ۾ اسپين جي عالمي حيثيت جي خاتمي جا سبب، فرينچ انقلاب ۽ آمريڪي انقلاب، اقتصادي بنيادن تي بيان ڪيا وڃن ٿا. پروفيسر وليم ايبنسٽين جي لفظن ۾ " سياسي، فوجي ۽ بين الاقوامي معاملات ۾، اقتصادي قوتن ۽ اختلافن جي تعلق تي، ڪم از ڪم ڪجهہ توجہ ڏيڻ کانسواءِ، اڄڪلهہ تاريخ لکڻ جو ڪم تقريبا ناممڪن بنجي ويو آهي." تاهم تاريخي طور تي مارڪسي نظريات صحيح ثابت نہ ٿيا آهن. انهن مان ڪيترا رد ۽ تبديل ٿي چڪاآهن. مارڪس جون ڪيتريون اڳ ڪٿيون غلط ثابت ٿيون آهن. ايئن چوڻ تہ مارڪس جي نظريہ ۾ تاريخ جي وضاحت ڪجهہ قدر درست آهي هڪ ڳالهہ آهي ۽ اهو سمجهڻ تہ اها سموري حقيقت آهي سا ٻي ڳالهہ آهي.

# ڪارل مارڪس جو نظريہ : تاريخ ، انسان ۽ " انساني روح" جي نئين وضاحت

مارڪسي سوشلسٽ نظريہ مطابق،" تمام تاريخ، انساني فطرت جي هڪ مسلسل تبديليءَ ڪانسواءِ، ٻي ڪجهہ بہ نہ آهي، " ۽ " انسان" جو "روح" هڪ خيالي جسماني ڪردار نہ آهي، بلڪ ان ( انسان جي روح) جو سماجي معيار آهي." " انسان" بذات خود هڪ حياتياتي ۽ سماجي مخلوق آهي: ڌرتيءَ تي مادي ۽ روحاني ثقافت جي ترقي، هڪ سماجي تاريخي ڪاروائي آهي، جنهن تحت " انسان" هڪ حياتياتي ـ سماجي پيداوار آهي ( يعني هڪ سماجي جانور آهي) جنهن ڪي واضح گفتار ۽ شعور حاصل آهي، ( تاهم) سندس پيدائش جو تعلق حياتيات ( زنده شين) جي ٻين قسمن سان آهي، جن منجهان، " انسانُ" اوزار ـ سازي ۽ محنت جي صلاحيت سبب ارتقاء ڪيو آهي.

نظام اشتراڪيت (Communism) جي باني فلاسفر " ڪارل مارڪس" ( ١٨٨٣ ـ ١٨١٨ع) جي نظريہ جوبنياد، اشتراڪيت آهي، جنهن جو پرچار، هن پنهنجي ڪتاب "ڪميونسٽ مئنيفيسٽو" سان شروع ڪيو. هو هڪ جرمن يهودي گهراڻي جو چشم چراغ هو ليڪن ١٨٢۴ع ۾ خاندان سميت عيسائي ( مسيحي) مذهب اختيار ڪيائين. پوءِ ٻن مشهور مغربي فلاسافرن، فريڊرڪ هيگل ( ١٨٣١ ـ ١٧٧٠) ۽ فريڊرڪ انگلس (١٨٩٥ ـ ١٨٢٠ع) جي اثر هيٺ، هڪ " سوشلسٽ" مفڪر بنجي ويو. سندس سماج وادي فڪر ۾ آزادي. انساني روايت جو روح آهي، جنهن مان بين الاقوامي " سوشلسٽ" تحريڪ جنم ورتو هو. تاهم سندس فڪر جو سياسي فائدو وٺي، روس ۾ جيڪو انقلاب آندو ويو، انهي انساني آزادي جي برخلاف سماجي جبر جو نظام قائم ڪيو. نازي ۽ فاشسٽ نظرين وانگر، ڪميونسٽ نظريہ بہ پنهنجي جاءِ پيدائش تان تقريبا غائب ٿي ويو آهي، تاهم ڏکڻ اوڀر ايشيا ۽ لاطيني امريڪا ۾ اجا باقي آهي. " روس" ۾ ان جي نشاة ثانيہ لاءِ پڻ ڪوششون جاري آهن. انسانُ ڪنهن هڪ نظام تي تيسائين متفق نہ ٿي سگهندو، جيستائين انهيءَ نظام ۾، انساني آزادي، برابري، انصاف ۽ ترقي جا هڪ جهڙا موقعا سڀني انسانن کي ميسر نہ ٿي سگهندا. ويهين صديءَ جي

انقلابي " لاادراڪيت" (Agnosticism) جو نظريو رکندڙ ناول نگار، مسٽر اي ايم فارسٽر (E. M. forster) جو تجزه، اشتراڪيت ۽ ماده پرستي جي بنيادي تضاد ۽ ڪمزوريءَ جي نشاندهي ڪرڻ لاءِ ڪافي آهي: هو لکي ٿو تہ " ڌرتي تي اسان جي زندگي مادي ۽ جسماني آهي ۽ هج، گهرجي، ليڪن اسين ماده پرستي ۽ جسمانيت کي درست نموني منظم نہ ڪري سگهيا آهيون.

## مارڪسزم ليننزم

" ولئديمير اليچ اليانوف لينن" (Vladimir Ilyich Ullya-nov Lenin) ١٨٧٠ - ١٩٢۴ع، جي سياسي، اقتصادي ۽ سماجي اصولن کي " لیننزم" (Leninism) چئجي ٿو، انهيءَ مطابق حڪومت جو اختيار پورهيت (Proletriat) کي حاصل آهي. جديد اشتراڪي نظريہ " ڪميونزم" جي باني ڪارل مارڪس (١٨٨٣ - ١٨١٨ع Karl Marx) لينن جي بنيادي نظريہ کي عملي جامو پهرائڻ خاطر انهيءَ جا اصول وضع ڪيا. ٻنهي جي گڏيل اصولن کي " مارڪسزم - لیننزم" چئجي ٿو، تاهم ڪارل مارڪس جا پنهنجا الفاظ قابل غور آهن تہ " آءٌ " مارڪسٽ" نہ آهيان." مارڪسزم جا مختلف مڪاتيب فڪر، انهيءَ ١٩ صدي جي عظيم مفڪر جي اصولن کي ٢٠ صدي جي بدليل حالات ۾ لاڳو ڪرڻ وقت وضاحتي اختلافات سبب پيدا ٿيا. ( چئمبرسس ج٩، ص ١٢٦).

## اسٽالنزم ۽ سويت يونين:

جڏهن ١٩٠١ع ۾ " جارجيا" جي هڪ موچي گهراڻي جو هڪ فرد "جوزف وساريو نووچ اسٽالن" (١٩٥٣ -- ١٨٧٩ع Joseph V.Stalin,)روس جي " انقلابي مزدور تحريڪ" جو رڪن بڻيو، تڏهن "لينن" کي سندس سخت گير " عوامي آمريت" واري (Bolshevik) مڪتب فڪر لاءِ هڪ فعال ڪارڪن ملي ويو. آڪٽوبر [illegible]ع وارو

"ڪميونسٽ انقلاب. " پيٽرگراڊ" جي سويت ڪمانڊر، ٽراٽسڪي (Trotsky) ، جي ڪاروائي جو نتيجو هو. ليڪن ڪميونسٽ پارٽي جي سربراهي ٽن هفتن تائين " اسٽالن" جي حوالي رهي، جيستائين سئٽزلئنڊ مان "لينن" روس ۾ وارد ٿيو. اسٽالن خود سائبيريا جي جلاوطني ( جولاءِ ١٩١٣ --- مارچ ١٩١٧ع) بعد واپس آيو هو. ٽراٽسڪي - اسٽالن اختلافات. "لينن" جي ٽياڪڙي ۾ حل ٿيندا رهيا. ليڪن نئين نظام ۾ اندروني اختلافات ۽ روسي رياستن ۾ خانہ جنگي جي انجام تائين، " جوزف اسٽالن"، لينن سرڪار جو وزير براءِ قوميتون، ڪجهہ وڌيڪ فعال ٿي چڪو هو. ڊسمبر ١٩٢٢ع ۾ اسٽالن " د يونين آف سويت سوشلسٽ ريپبلڪس" جي نالي سان هڪ نئين ، نسلي تعلقات تي مبني، سياسي جوڙ جڪ يا رياست جو اعلان ڪيو. هو مزدورن ۽ هارين جي نگران اداري جو سربراهہ بہ هو. انهيءَ اداري طرفان افسر شاهي تي جمهوري دٻاءُ وجهڻ جو سلسلو جاري ٿيو. اپريل ١٩٢٢ع ۾ اسٽالن کي ڪميونسٽ پارٽي جو سيڪريٽري جنرل مقرر ڪيو ويو. انهي مرڪزي اقتدار جي منصب تي اسٽالن پنهنجي وفات تاريخ ۵ مارچ ١٩۵٣ع تائين برقرار رهيو.

تاريخ ٢١ جنوري ١٩٢۴ع تي " لينن" وفات ڪئي. هو بي اولادي هو. سندس وفات بعد " اسٽالن" ۽ " ٽراٽسڪيءَ" جا اختلافات وڌي سامهون آيا. " اسٽالن" ملڪي وسيلن ذريعي " روس" کي ترقي ونرائڻ جي حق ۾ هو. ۽ " ٽراٽسڪي" مغرب جي ترقيءَ ۾ ڀاڱي ڀائيواري ڪرڻ ٿي چاهي. ( چئمبرسس ج ١٣، ص ١٢٠). سال ١٩٢٧ع تائين، " اسٽالن" پنهنجي حريفن، " ٽراٽسڪي" ۽ " بخارين" (Bukharin) ۽ سندن حامين تي غلبو حاصل ڪري ويو. سندس قومي ترقي جي طريقي موجب "زراعت" اجتماعي نظام (Collective farming) هيٺ آئي، ۽ تمام ملڪي وسيلا صنعتي ترقيءَ لاءِ مخصوص ڪيا ويا. سال ١٩٣٦ع ۾ " د يونين آف د سويت سوشلسٽ ريپبلڪس" (USSR) جو دستور (Constitution) پڌرو ڪيو ويو. مئي ١٩۴١ع ۾ اسٽالن، وزير اعظم جو عهدو سنڀاليو ۽ موت تائين هو انهيءَ عهدي تي برقرار رهيو. سندس سادي ۽ بي تڪلف ادبي طرز بيان ۽ بيرحم سنگدلانہ طرز حڪومت گڏجي

هڪ سماجي اقتصادي ۽ سياسي نظام کي جنم ڏنو، جيڪو ٣٢ سالن جي طويل اقتدار دوران مضبوط ٿي ويو. بين الاقوامي تعلقات ۽ خارجي پاليسيءَ ۾ " لينن" بيحد محتاط رهيو. ٻاهرين ملڪن ۾ ڪميونسٽ تحريڪن جي عملي مدد ڪرڻ بجاءِ انهن کي روسي مقاصد خاطر استعمال ڪرڻ جي پاليسي اختيار ڪئي وئي. جنگ جي خطري کي گڏيل تحفظ (Collective se-curity) جي نظريه ذريعي ٽارڻ جي ڪوشش ڪئي وئي، ليڪن وقت اچڻ تي گڏيل دفاع جي عيوض علحده مصلحت ذريعي امڪاني حملي آورن سان ڌار ڌار مصالحت ڪئي وئي. سندس دور حڪومت ۾ انقلابي عناصر جي بيخڪني ڪئي وئي؛ خود ساخته مقدما ۽ گرفتاريون، ڪميونسٽ پارٽيءَ اندر موجود انقلاب جي جذبي کي ڪچلڻ لاءِ عمل ۾ آيون. چون ٿا ته انهن ڪاروائين ڪرڻ ۾ " اسٽالن" عوامي مزاج جي عڪاسي ڪري رهيو هو. (- ايضا-). تاهم ١٩٣٦ع جي " اسٽالن ڪانسٽيٽيوشن" جي، انهن ڪاروائين سبب، انحرافي ٿي رهي هئي، ڇاڪاڻ ته انهيءَ ۾ مضمر بنيادي جمهوري حقن جو وعدو، گرفتارين جي سلسلن سان سخت مجروح ٿيو.

ذاتي حيثيت ۾ اسٽالن پنهنجي تصنيفات ذريعي " مارڪسزم" جي نظريه کي مستحڪم ڪيو: " ڊائليڪٽيڪل ائنڊ هسٽاريڪل مٽيريلزم" (١٩٣٨ع) کان " اڪنامڪ پرابلمس" ( ١٩٥٢ع) تائين. " مارڪسزم" جا فلسفانه، تاريخي ۽ اقتصادي بنياد استوار ٿي ويا، جن تي روس جي نئين نظام، نظريه ۽ صنعتي ترقي جي هڪ آهني ديوار تعمير ٿي. انهي ديوار جي اندر سخت استحصال، ۽ انساني حقن جي پائمالي کي مخفي رکيو ويو، ۽ مغربي حلقن ۾ انهي کي " آهني پردو" (Iron Curtain) سڏيو ويو.

روس جي ڪميونسٽ انقلاب (١٩٣٦ - ١٩١٧ع) مان روسي عوام کي ڇا حاصل ٿيو؟ زار شاهي جو ظلم ۽ تشدد، " لیننزم" ۽ " اسٽالنزم" جي آمريت هيٺ وڌيڪ سخت ٿيو. (انسان جو نامڪمل سفر - ايضا - ص ٦٦٠: تفصيلات ۽ تشبيهات قابل غور آهن) تاهم مغربي ذرائع ابلاغ، روسي آهني پردي جي پنيان رونما ٿيندڙ واقعات کي، ڪافي شواهد ۽ اطلاعات جي عدم موجودگي جي باوجود، هر طرح قابل مذمت بنايو. علم ۽ اطلاعات جي دنيا ٻن حصن ۾ تقسيم ٿي وئي: آزاد دنيا ( مغرب) ۽ ڪميونسٽ دنيا

(روس ۽ ٻيا ملڪ جتي " ليننزم - مارڪسزم" پنهنجي قومي انداز ۾ رائج هئا.) انهيءَ تقسيم علم ادب کي بہ متاثر ڪيو: مغربي ( سرمائيداري) ادب ۽ اشتراڪي ادب، الڳ الڳ انداز ۾ تاريخ، ادب، اقتصاديات، معاشيات ۽ معاشرتي علوم کي بيان ڪرڻ لڳا. نظام ۽ نظريہ جو هيءُ ٽڪر هڪ طويل ۽ انوکي جنگ ۾ تبديل ٿيو، جنهن کي " انسان جي تاريخ" ۾ پهرين " سرد جنگ" (Cold War) جي نالي سان ياد ڪيو ويندو. قومن ۽ ملڪن جا بہ بلاڪ، مغربي ۽ ڪميونسٽ بلاڪن جي صورت ۾، قائم ٿيا، ۽ ٽيون " غير جانبدار بلاڪ" بہ وجود ۾ آيو. مجموعي طور " سويت يونين" ۽ مغربي اتحادي، " امريڪا" جي سربراهيءَ ۾، هن " سرد جنگ" جا مک حريف بنيا.

" سويت يونين" جي " خروشچيف دور" (۱۹٦۴ - ۱۹۵۳ع) "سرد جنگ" کي سخت ڪيو. اقوام متحده جي اجلاس ۾ پير مان پادر لاهي ميز وڄائڻ وارو، نڪيتا سرگوي وچ خروشچيف (Nikita Sergeyevich Khrushchev)، پنهنجي پيشرو، " جوزف اسٽالن" کان مختلف مزاج ۽ اصول وارو انسان هو. سال ۱۹۵٦ع ۾ " اسٽالن" تي ڪڙي تنقيد ڪندي چيائين تہ " اسٽالن هڪ غير متوازي بيمار شخصيت وارو ڊڪٽيٽر (Dictator) هو." (چئمبرسس ج۸، ص ۲۱۵). سندس جنگي حڪمت عملي تي پڻ ڇتي تنقيد ڪيائين ( ايضا - ج ۱۳، ص ۱۲۰). خود خروشچيف جو طرز عمل مخالفين کي بيرحميءَ سان ختم ڪرڻ ۽ شخصي اقتدار کي طول ڏيڻ تي مبني هو. پارٽي جنرل سيڪريٽري جي عهدي تي، اسٽالن جي موت بعد، ۱۹۵۳ع ۾ قابض ٿيڻ بعد، فيبروري ۱۹۵۵ع ۾ " مالنڪوف" کي وزير اعظم جي عهدي تان هٽائي پورو اقتدار پنهنجي هٿ هيٺ رکيائين. مارچ ۱۹۵۸ع ۾ پارٽي قيادت ۽ وزارت عظميٰ کي ملائي هڪ ڪرڻ بعد خروشچيف هڪ ناقابل شڪست آمر بڻجي ويو، ليڪن ڇهن سالن بعد سال ۱۹٦۴ع ۾ وقت جي حالتن کيس خود سبڪدوش ٿيڻ تي مجبور ڪيو. سندس جانشين بہ رڪني قيادت مقرر ٿي: " ليونڊ بريزنيف" (Leonid Brezhnev) ۽ " اليڪسي ڪوسيجن" (Aleksei Kosygin)، ڌار ڌار، پارٽي سربراهہ ۽ وزير اعظم بنيا. "خروشيچيف"جي پڙڪايل " سرد جنگ" کي ٿڌو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي. بين الاقوامي

امور ۾ مرڪزي ڪردار ادا ڪرڻ لاءِ اقدامات ڪيا ويا. هندستان ۽ پاڪستان جي وچ ۾ ڪشمير جي تنازع تان لڳل جنگ (٦ کان ٢٣ سپٽمبر ١٩٦٥ع) ۽ بعد ۾ ٿيل " تاشقند معاهدي" ( ١٠ جنوري ١٩٦٦ع)، خواهہ اوڀر پاڪستان جي علحدگي جي جنگ ( ٣ کان ١٧ ڊسمبر ١٩٧١ع) ۾ ، روسي قيادت نتيجہ خيز بين الاقوامي ڪردار ادا ڪيو. "چين" جي ڪميونسٽ قيادت سان تنازع ۽ مشرقي يورپ جي ڪميونسٽ حڪومتن تي بالادستي قائم ڪرڻ لاءِ جارحانہ فوجي اقدامات، " سويت يونين" جي خود ڪميونسٽ بلاڪ ۾ نامقبوليت جو سبب بنيا. اندروني ملڪ عوام جي مايوسي وڌندي رهي. بي تحاشہ سائنسي، خلائي ۽ صنعتي ترقيءَ جو سمورو بار عوام جي ڪلهن تي هو. سندن حريف مغربي ملڪن ۾ انهيءَ ترقي جي ڪمال جي باوجود عوام جو معيار زندگي بلند هو. آهني پردو هٽڻ لڳو. سال ١٩٦٩ع ۾ هڪ روسي قلمڪار "اناتولي ڪزنيتسوف" فرار ٿي " آزاد دنيا" ۾ پهچي ويو. هن جي بيان مطابق، "(مارڪسزم -- ليننزم)، مڪمل طور تي هڪ فرسوده، بيرحم ۽ بي سمجهہ ( نظام آهي، جيڪو) جديد سماج جي اختلافات کي حل ڪرڻ جي قابل نہ آهي..... جنهن جي نتيجي ۾ خوفناڪ سماجي الميہ رونما ٿين ٿا". (..... نامڪمل سفر، - ايضا - ص ٧٦٥) انهي بيان کان ٤١ سال اڳ سال ١٩٢٨ع ۾ " فلاڊيلفيا" (امريڪا) جي ميئر تقرير ڪندي چيو هو تہ، " جيستائين انسان کي ويهڻ لاءِ زمين ۽ مٽي ڊڪڻ لاءِ ڇت ميسر آهي، تيستائين ڪوبہ دليل سندس ذهن ۾ اهي " درآمد ڪيل بيماريون" ڦهلائي نہ سگهندو، جن کي " سوشلزم" ۽ "بولشيوزم" چئجي ٿو. ( ڊان، ٢٩ نومبر ١٩٩٨ع)، ارد شيرڪائوسجي جو ڪالم.)

تاريخ ٢٧ ڊسمبر ١٩٧٩ع اهو هاجيڪار ڏينهن هو جڏهن روسي فوجون افغانستان ۾ داخل ٿيون. پاڪستان مخالف دفاعي محاذ قائم ڪيو. افغان مهاجرين جو مسئلو، ۽ پاڪستان ۾ ڪلاشنڪوف، هيروئن، مافيا ڪلچر جو قبضو، انهيءَ ناعاقبت انديش سويت جارحيت جو نتيجو هو، جيڪو اڃا جاري آهي. انهيءَ وچ ۾ تاريخ ٢٥ ڊسمبر ١٩٩١ع تي " ديونين آف د سويت سوشلسٽ ريپبلڪس (USSR)، عرف " سويت يونين " جي

شهنشاهيت خود پنهنجي منطقي انجام کي پهتي: آخري صدر ميخائل گورباچيف ، جيڪو افغان جنگ جي ناڪامي ۽ روسي فوجين جي واپسي بعد "بريزنيف" جو جانشين بنيو هو، مستعفي ٿي ويو. سوويت يونين جي ٽٽڻ جو سلسلو تاريخ ٨ ڊسمبر ١٩٩١ع کان شروع ٿي چڪو هو، انهي تاريخ تي "بيلوروس" (Byelorussia) ۽ " يوڪرين" (Ukraine) الڳ اتحاد جو نظريو پيش ڪيو. ٢١ ڊسمبر ١٩٩١ع تي ٨ ٻين رياستن انهيءَ جي حمايت ڪئي. فقط " جارجيا" ۽ ٽي بالٽڪ رياستون باقي رهيون. انهيءَ انحطاط جو آغاز دراصل جنوري ١٩٩٠ع کان ٿيو هو، جڏهن آذربائيجان جي صدر مقام " باڪو" ۾ سوويت فوجين ١٣٠ سياسي ڪارڪنن جو قتل ڪيو. "لٿونيا" (Lithuania) جي T V اسٽيشن تي قبضي دوران، "ولنوس" (Vilnius) جي شهرين مٿان ٽئنڪون چاڙهيون ويون. خفيہ جاسوسي اداري KGB جو سربراهہ " ولڊيمير ڪريوچڪوف" انهي سانحہ جو جوابدار هو، ليڪن گورباچوف سندس خلاف انتظامي قدم نہ کنيو. نتيجي ۾ پيدا ٿيندڙ عوامي بيچيني کي اڀرندڙ روسي قائد، " بورس ييلٽسن" (Boris Yeltsin) جي طرفان " روس جو مسئلو" ڪڙو ڪرڻ جو سبب جاڻايو ويو. جون ١٩٩٠ع ۾ روس جي پارليامينٽ " سپريم سوويت" ، ييلسٽن جو پيش ڪيل روس جي اقتدار اعليٰ جو نعراءُ بحال ڪيو. ساڳي سال " البانيا" ۾ ڪميونسٽ راڄ ختم ٿيو ۽ " ڊيموڪريٽڪ پارٽي آف البانيا" اقتدار ۾ آئي. سيپٽمبر ١٩٩٠ع ۾ " مارڪيٽ ايڪانامي" طرف تڪڙا قدم کڻڻ جي رٿ ماهرين طرفان پيش ٿي، جيڪا گورباچيف ان وقت قبول نہ ڪئي. انهيءَ کان اڳ جون ١٩٨٨ع کان ڪل ١٢٠ رپورٽون پيش ٿي چڪيون هيون، جن ۾ " جمهوري سوشلزم" اختيار ڪرڻ جو مشوره ڏنل هو. " گورباچيف" خود انهن رپورٽن جو ذڪر ڪيو آهي: " جون ١٩٨٨ع ۾ هڪ انتها پسندي جو مجموعو جاري ٿيو، جنهن جو عنوان هو: " ٻيو ڪوبہ رستو نہ آهي." اندازا ١٢٠ رپورٽون، جيڪي منهنجي ڪٻٽ ۾ رکيل آهن. اسانجي بيحد اهم ادارن ۽ تحقيقاتي مرڪزن جون تيار ڪيل آهن، سو، اسين چانا ڪري سگهون. اسين سڀ پنهنجي زماني جي پيداوار آهيون."
(ڊان، ورلڊ ان فوڪس. ١٠ مارچ ١٩٩٥ع) آگسٽ ١٩٩١ع ۾ سخت

موقف رکندڙ روسي سياستدانن، " گوربچوف" کي اقتدار تان هٽائڻ جي ڪوشش ڪئي. ڇهن مهينن جي ناڪامي ۽ دلخراشي بعد، گوربچوف (Gorbachev) جي استعيفا سان گڏ " ڪميونسٽ پارٽيءَ" جو اقتدار به ختم ٿي ويو. سندس " پيريسترو ڪا" (Perestroika) يا تعمير نو، ۽ گلاسناسٽ (Glasnost) يعني ظاهر ظهوري يا کليل پڻ جي پاليسين ڪم نه ڪيو.

## ڪميونسٽ اقتدار جو ڪمال ۽ زوال:

روسي ڪميونسٽ شهنشاهيت " دسويت سوشلسٽ ريپبلڪس" (USSR) جي زوال جا بنيادي اسباب اهي ساڳيا هئا جن جي ڪري رومن شهنشاهيت جو زوال آيو هو: (١) گهرو زندگيءَ جي بربادي ۽ (٢) جنگي جنون: رومن، شاديءَ جي سماجي رواج کي ختم ڪري، سماج جي قدرتي ايڪائي، يعني خاندان يا گهرُ، کي ختم ڪري ڇڏيو. روسين، پنهنجي مخصوص اشتراڪي قوانين ۽ طرز حڪومت ذريعي عوام جي دلين ۽ گهرن ۾ خوف و حراس پيدا ڪري ڇڏيو، زال مڙس کان مڙس زال کان خوف کائڻ لڳا ته ڪٿي هو هڪ ٻئي تي جاسوسي ۽ نظرداري ته نه ڪري رهيا آهن! حڪومت جي اهلڪارن، يعني ڪميونسٽ پارٽي جي اهم عهديدارن ، کي عام انسانن جي زندگي تي قبضو حاصل هو. نظام سان اختلاف ۽ ذهني آزاديءَ هڪ وڏي مصيبت کي دعوت ڏيڻ جي برابر هئي. ٻئي طرف ملڪي سرحدن کان ٻاهر مسلسل جنگي ڪاروايون، اندروني سماجي ۽ اقتصادي حالتن جي مدنظر، سياسي خودڪشيءَ جي برابر هيون.

## سرمائيداري نظام (Capitalism)

يورپ ۾ آيل تجارتي، صنعتي ۽ نوآبادياتي انقلابن هڪ اقتصادي ۽ سياسي نظام کي جنم ڏنو، جنهن کي سرمائيداري نظام يا " ڪئپيٽلزم" ڇئجي ٿو. گذريل ويهين صدي عيسوي ۾ مغربي تهذيب جا چار خاص معيار قائم ٿيا: (١) جمهوريت، (٢) مناسب هلت (Rationalism)، (٣)

ترقي ۽ (۴) سرمائيداري اخلاقيات. سرمائيداري اخلاقيات (Capitalist ethics) مطابق: (۱) پيداوار جا ذريعا خانگي ملڪيت هيٺ هجڻ گهرجن. (۲) نفعي جو سيڪڙو يا حد مقرر نہ ڪرڻ گهرجي، (۳) نفعي خاطر، واپارين جي ويڙهہ جائز آهي، (۴) زياده نفعو ڪمائڻ لاءِ بهتر ڪارگردگي ضروري آهي، ۽ (۵) زياده کان زياده نفعو ڪمائيندڙ قابل تعريف ۽ قيادت لاءِ قابل اعتماد آهي. ( پيري، انسان جو نامڪمل سفر - ايضا - ص ۳۸۳)

## سرد جنگ (Cold _ War) - (۱۹۹۱ - ۱۹۴۶ع) - جو زمانو:

روس ۽ امريڪا، ٻي مهاڀاري لڙائي ۾ فتح حاصل ڪئي پوءِ جلدي هڪ ٻئي جا حريف بڻجي ويا. مختصر طور تي هيٺيان واقعا ذهن نشين ڪجن:

(۱) سال ۱۹۴۶ع ۾. روس جي سربراهہ " اسٽالن " ، ائٽم بم تي ضابطي جي رٿا رد ڪئي. يونان ۾ ڪميونسٽ پارٽي، گهرو ويڙهہ (Civil War) شروع ڪئي. ۽ " سوويت يونين" رٿ پيش ڪئي تہ " بحر اسود" (Black Sea) ۾ داخلا جي سوڙهن لڪن، " آبناءِ بحر اسود " تي روس " ۽ " ترڪي " جو گڏيل قبضو هجڻ گهرجي.

(۲) امريڪا جي صدر، " هئري ٽرومن" ( ۱۹۵۲ - ۱۹۴۵ع)، پنهنجي ٻن صدارتي مدن دوران، سوويت جارحيت جي خلاف، هڪ مضبوط محاذ قائم ڪيو. جنهن سال ۱۹۴۹ع ۾ " نيٽو (NATO) جي شڪل اختيار ڪئي. سندس نيتي " ٽرومن ڊاڪٽرين" (Truman _ Doc-trine) هيٺ. روسي جارحيت کان امڪاني طور تي متاثر ٿيندڙ ملڪن، يونان، ترڪي وغيره کي امداد ڏني وئي، " مارشل پلان" هيٺ شمالي يورپ جي بحالي لاءِ مزيد اقدامات ڪيا ويا. ساڳي سال ۱۹۴۷ع ۾ مشرقي يورپ تي ڪميونسٽ ( سوويت) ضابطي کي مضبوط ڪرڻ لاءِ هڪ " ڪميونسٽ انفرميشن بيورو (Cominform) قائم ڪيو ويو. ٻئي سال، ۱۹۴۸ع ۾ ، "ڪميونسٽ پارٽيءَ" جو "چيڪوسلوويڪيا" تي قبضو ٿي ويو. ( سال ۱۹۱۸ع ۾ آزادي حاصل ڪرڻ بعد، مسلسل ٽيهہ سال، "چيڪوسلوويڪيا"

۾ جمهوري راڄ قائم هو جنهن جو فوجي بغاوت جي ذريعي تختو اونڌو ڪيو ويو) " اسٽالن" مغربي يورپ ۾ ڪميونسٽ انقلاب آڻڻ لاءِ بيتاب هو. خطري هيٺ آيل ملڪن، برطانيہ، فرانس، بيلجيم، نيدرلئنڊس ۽ لڪسيمبرگ، انهيءَ ئي سال " بروسلس ٽريٽي" (Brussels Treaty) نالي باهمي دفاعي معاهدي تي دستخط ڪيا. ٽن مهينن بعد "يوگوسليويا" " ڪمنفارم" کان الڳ ٿيڻ جو اعلان ڪيو. " يوگوسليويا" جي ڪميونسٽ سربراهہ "مارشل ٽيٽو" سويت سربراهہ " جوزف اسٽالن" کان الڳ راهہ اختيار ڪري، حاصل ڪيل آزادي کي بچايو ۽ پنهنجي الڳ "ڪميونسٽ - مارڪسزم" جو اعلان ڪيو، اهو ساڳيو سال ۱۹۴۸ع هو. پوءِ اپريل ۱۹۴۹ع ۾ جڏهن اسٽالن ، "برلن" مان مغربي اتحادين کي بيدخل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، تڏهن " نيٽو" جي مضبوط فوجي تنظيم وجود ۾ آئي، ساڳي سال " چين" تي ڪميونسٽ انقلاب ذريعي، مائوزي تنگ (Mao Tse Tung) جو قبضو ٿي ويو. اهڙي طرح " ڪميونزم" جا ٽي عظيم رهنما، مغربي طاقتن جا مدمقابل بنيا: (۱) جوزف اسٽالن، (۲) مارشل ٽيٽو ۽ (۳) مائوزيتنگ . جون ۱۹۵۰ع ۾ اتر ڪوريا جي ڪميونسٽ اڳواڻن ڏکڻ ڪوريا تي قبضو ڪري، ڪوريا کي ٻيهر متحد ليڪن ڪميونسٽ بنائڻ جي ڪوشش ڪئي، جنهن جي نتيجي ۾ بيسود ڪوريائي جنگ سبب ٽي سال (۱۹۵۳ - ۱۹۵۰ع) بيگناهہ انسانن جو خون وهندو رهيو.

(۳) مارچ ۱۹۵۳ع ۾ اسٽالن جو انتقال ٿيو ۽ خروشچيف نئون سويت سربراهہ بنيو. سرد جنگ جي بئي باني، " هئري ٽرومن" پنهنجا ٻہ ميعاد پورا ڪيا ۽ ۱۹۵۲ع ۾ ٻي مهاڀاري لڙائي جو امريڪي سورمو، جنرل ڊوائيٽ ڊي، آئزنهاور (Dwight, D. Eisenhower) نئون امريڪي صدر منتخب ٿيو. " خروشچيف" پنهنجي پيشرو اسٽالن جي آمريت کان انحراف ڪيو. " ڪئپيٽلزم" سان اقتصادي برابري حاصل ڪرڻ لاءِ " ڪميونزم" کي. اسٽالن جي دهشت ۽ شخصيت پرستي کي خيرباد چئي، تخليقي آزاديءَ طرف اڳتو پيو. ليڪن ڪوريائي لڙائي بعد " نيٽو" هڪ زبردست حريف بنجي ويو. خروشچيف، في الوقت، بين الاقوامي سياست ۾ "ڪئپيٽلزم" ۽ "ڪميونزم" جي " پرامن بقاء باهمي"(Peacefuco _ existence)

تي زور ڏيڻ لڳو. دراصل " روس" ۽ "آمريڪا" پنهنجي جوهري طاقت (Nuclear Power) ۽ ائٽمي اسلحه جي تڪميل ۾ مصروف هئا. مقابلو راڪيٽ ٽيڪنالاجي تي پهچي ويو. آڪٽوبر ۱۹۵۷ع ۾ روس پهريون خلائي راڪيٽ "اسپوتنڪ" (Sputnik) ڌرتي جي مدار جو چڪر ڪاٽڻ لاءِ، ڇوڙيو. ڪميونسٽ دنيا ۾ خوشيءَ جي لهر ڊوڙي ۽ "مائوزيتنگ" پيشگوئي ڪئي ته " اڄ کان پوءِ مشرقي ڪميونسٽ هوا، مغربي ڪئپيٽلسٽ هوا کي پڇائي ڇڏيندي." ( مارون، انسان جو نامڪمل سفر - ايضا - ص ۷۳۲)

سال ۱۹۵۲ع کان " سرد جنگ" جي حڪمت عملي نوان رخ اختيار ڪيا: (۱) انهيءَ سال يونان ۽ ترڪيءَ کي " نيٽو" ۾ شامل ڪيو ويو. (۲) مشرق بعيد ۾ " جپان" ۽ " تائيوان" جي دفاع جي پاليسي اختيار ڪئي وئي، (۳) مئي ۱۹۸۴ع ۾ جڏهن ويٽنام جي قومي آزادي جي مجاهدن، "هوچي منهه" جي سرڪردگيءَ ۾ فرينچ فوج کي " ڊين بين فو" (Dien bien phu) _ جي مقام وٽ شڪست ڏني، تڏهن خطرو پيدا ٿيو ته "انڊو - چائنا" جو سمورو علائقو ڪميونسٽ اقتدار هيٺ اچي ويندو. تنهن ڪري جنيوا ( سئٽزرلئنڊ) ۾ هڪ هنگامي ڪانفرنس ڪوٺائي وئي، جنهن ۾ انڊو - چائنا، يعني هندستان ۽ چين جي وچ واري جنوب مشرقي علائقي جي ٽن ملڪن لائوس، ڪمبوڊيا ۽ ويٽنام جي نمائندن کان علاوه، سويت روس، ڪميونسٽ چين، فرانس، برطانيه ۽ امريڪا جا نمائندا به شريڪ ٿيا. جنيوا، ڪانفرنس ۾ انڊو - چائنا جي ٽن ملڪن جي علائقائي سالميت جي ضمانت سان گڏ، ويٽنام کي عارضي طور تي تقسيم ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ويو، جيستائين اتي عام انتخابات ڪرائي قيادت جو فيصلو ڪيو وڃي.

امريڪا جي صدر " آئزنهاور" ۽ سيڪريٽري آف اسٽيٽ جان فاسٽر ڊليس (John Foster Dulles) . " جنوب مشرقي ايشيا" ۾ ڪميونسٽ واڌ کي روڪڻ لاءِ، "نيٽو" جي طرز تي. سيپٽمبر ۱۹۵۴ع ۾ هڪ نئون دفاعي معاهدو (Defence pact) عمل ۾ آندو، جنهن کي "سيٽو" (SEATO) يعني سائوٿ - ايسٽ ايشيا ٽريٽي آرگنائيزيشن، نالو ڏنو ويو. امريڪا کان علاوه برطانيه، فرانس، آسٽريليا، نيوزيلنڊ، ٿائيلنڊ ۽ پاڪستان " سيٽو" جا رڪن ملڪ بنيا، پوئين ٻن ملڪن کي ڇڏي باقي سڀ

رڪن ملڪ غير ايشيائي هئا. اهڙي قسم جو ٻيو دفاعي معاهدو مشرق وسطيٰ (Middle East) ۾ ڪميونسٽ يلغار کي روڪڻ لاءِ " بغداد پئڪٽ" جي نالي سان، ١٩٥٥ع ۾، طي ڪيو ويو. ترڪي، عراق ۽ برطانيہ بنيادي رڪن بنيا. چند مهينن بعد ايران ۽ پاڪستان کي بہ شامل ڪيو ويو. انهن ملڪن جا امريڪا سان گهرا فوجي ۽ سياسي تعلقات هئا. سال ١٩٥٩ع ۾ عراق الڳ ٿي ويو ۽ معاهدي جو نالو مٽائي، " سينٽو" (CENTO) يعني " سينٽرل ٽريٽي آرگنائيزيشن" رکيو ويو.

سال ١٩٥٧ع ۾ "روم جو معاهدو" (The Treaty of Rome) طي ٿيو، انهي معاهدي تحت " يورپ جو اقتصادي معاشرو، اي - اي - سي (EEC) ، يعني " يوروپين اڪنامڪ ڪميونٽي" قائم ٿي. "مشرقي برلن" مان ماهرين جي لڪچوري " مغربي برلن" ڏانهن فرار کي روڪڻ لاءِ مشرقي جرمني جي البرچٽ حڪومت (Ulbrict Regime) " برلن" جي تقسيم واري سرحد تي ڪانڪريٽ جي ڀت تعمير ڪرائي. جنهن کي "برلن جي ديوار" (The Berlin Wall) جي نالي سان نٽديو ويو. اهو آگسٽ ١٩٦١ع جوواقعو آهي. ساڳي سال ڪميونسٽ پارٽيءَ جي ٢٢ - هين اجلاس مان چيني ڪميونسٽ پارٽي ٰجي وفد جي سربراهہ " چو اين لائي" (Chou En _ Lai) ، " البانيہ" جي ڪميونسٽ رهنما، "هوڪسها" (Hoxha) تي خروشچيف (Khruschev) جي طرفان غداري جي الزام لڳائڻ سبب، " واڪ آئوٽ" ڪئي. انهي وقت کان "سويت يونن" ۽ "پيپلس ريپبلڪ آف چائنا" جي "ڪميونسٽ" پارٽين الڳ فڪرو عمل جا رستا اختيار ڪيا.

سال ١٩٥٩ع ۾ " ڪيوبا" ( لئٽن امريڪا) جي ڪميونسٽ رهنما، فيديل ڪاسترو (Fidel Castro)، اتان جي آمر حڪمران، " فول جين سيو بتيستا" (Fulgencio Batista) جي حڪومت جو تختو اونڌو ڪري، " مارڪسٽ - لينسٽ" حڪومت جو اعلان ڪيو. سال ١٩٦١ع ۾ جڏهن جان فٽزجيرالڊ ڪينيڊي (John. F . Kennedy) امريڪي صدارت جو عهدو سنڀاليو، تڏهن ڪيوبا جي ڪجهہ جلاوطن جنگجوئن امريڪي اشاري تي " فيديل ڪاسترو" جي خلاف " ڪيوبا" تي **چڙهائي**

ڪئي، جيڪا ناڪام تي، امريڪي امداد اڳئي بند ٿي چڪي هئي، تنهن ڪري " ڪيوبا" کي سوويت يونين جو سهارو وٺڻو پيو. " خروشچيف" اقتصادي امداد سان گڏ، درميانه وار جا روسي جوهري ميزائيل، يونائيٽيڊ اسٽيٽس جي دروازي تي ، " ڪيوبا" ۾ نسب ڪرڻ لاءِ روانا ڪيا. آڪٽوبر ١٩٦٢ع ۾ صدر ڪينيڊيءَ کي پڪي ثابتي ملي ته " ڪيوبا ۾ سوويت ميزائيل موجود آهن. هن کي فورا " ڪيوبا" تي حملو ڪري انهن خطرناڪ هٿيارن تي قبضو ڪرڻ ڪانسواءِ ٻيو چارو نه هو. خروشچيف جي هوڏ ۽ ڪينيڊيءَ جي دفاعي مجبوري، سرد جنگ کي انتهائي منزل تي پهچائي ڇڏيو. ڀيـــرين جوهري جنگ (Thermonuclear War) لڳڻ جو خطرو، ڪيترن ڏينهن تائين دنيا تي ڇانيل رهيو. نيٺ خروشچيف هوڏ ڇڏي ۽ " سوويت ميزائيل" هٽايا ويا.

سال ١٩٦٤ع ۾ خروشچيف " اقتدار تان هٽي ويو، سوويت يونين جي نون سربراهن، يونائيٽڊ اسٽيٽس سان راهه رسم پيدا ڪرڻ جي پاليسي اختيار ڪئي. اهم دفاعي هٿيارن کي محدود ڪرڻ جا طويل مذاڪرات، " سالٽ" (SALT) جي عنوان سان شروع ٿيا. سرد جنگ ، چوٽ تان لهي، " ڊيٽانهٽ" (Detente) جي اصول تي آئي، اهو فرينچ ٻوليءَ جو لفظ ڊرو ڪرڻ. ( اصل تلفظ " ڊيٽئٽ" (Da_tat) آهي)، تاهم، جيئن فيبروري ١٩٧٦ع ۾ سوويت صدر "بريزنيف" (Brezehnev) فرمايو، "ڊيٽانهٽ (Detente)، طبقاتي جدوجهد (Class Struggle) جو متبادل نه آهي." ( پيري، انسان جو نامڪمل سفر - ايضا - ص ٧٣٧).

## بوسنيا جي لڙائي ( ١٩٩٥ -- ١٩٩٢) جو آخري منظر:

ٻه سرب مسلمان رٽائرڊ جنرل ، محمد الاجڪ (Muhammad Alagic) ۽ انور هدزي حسنووڪ (Enver Hadzihasanovic) ۽ هڪ برگيڊيئر امير ڪبرا (Amir Kubura) رضاڪارانه طور تي هيگ جي عدالت ۾ حاضر ٿيا آهن. مٿن الزام آهي ته بوسنيا جي لڙائيءَ ۾ هنن ڪروٽ شهرين جو قتل عام ڪيو هو.

۱۹۹۵ع ۾ ” سربرينيڪا (Srebrenica) جي قتل عام جي مجرم سرب جنرل راديسلاو ڪريسٽڪ (Radislav Krstic) کي ۴٦ سال جيل جي سزا ملي چڪي آهي. ” سربرينيڪا“ کي اقوام متحده طرفان هڪ محفوظ پناهه گاهه قرار ڏنو ويو هو، جتي ” سربيا“ جي مسلمانن امن ۽ حفاظت جي اميد تي پنهنجا ٻار ۽ عورتون گڏ ڪيون هيون. تاريخ ۱۱ جولاءِ ۱۹۹۵ع تي، بوسنيائي سربن جي ڊرائنا جٿي (Drina Corps) پنهنجي ڊپٽي ڪمانڊر ” راديسلاو ڪريسٽڪ“ جي قيادت ۾ اينڪليو (Enclave) تي قبضو ڪري وڙهڻ لائق سيني مسلمان مردن کي گرفتار ڪيو. انهن کي ٽرڪن ۾ سٽي، قتل گاهه طرف ڪٽي ويا ۽ سيني کي فورا قتل ڪري ڇڏيو. انٽنشنل ريڊڪراس ڪاميٽي جي انگن اکرن موجب ۷۴۷۵ مسلمان مرد غائب ڪيا ويا، جيڪي معلوم ٿو ٿئي ته حملي وقت ۽ بعد ۾ قتل عام دوران ماريا ويا. (اي ايف پي / ڊان ۱۳ آگسٽ ۲۰۰۱ع ص ۱۴) ” سربرنيڪا“ جي علائقي ۾ هن وقت تائين ٻن هزارن کان مٿي لاشا زمين مان کوٽي ڪڍيا ويا آهن ۽ قتل گاهن جي نشاندهي ٿي چڪي آهي. هن کان اڳ ” هيگ“ ۾ قائم انٽرنيشنل ڪرمنل ٽربيونل فار د فارمر يوگوسلاويا“ (ICTY) جيڪا ۱۹۹۳ع ۾ قائم ٿي هئي. مارچ ۲۰۰۱ع ۾ بوسنيائي ڪروٽ جنرل ” ٿهومير بلاسڪڪ“ (Tihomir Blaskic) کي ۴۵ سال قيد جي سزا ڏني هئي. هن تي الزام ثابت ٿيو ته هن ”وچ - بوسنيا“ جي لاسواماٽري (Lasva Valley) ۾ ۱۹۹۲ع کان ۱۹۹۴ع تائين منظم نموني ۾ مسلمانن تي حملا ڪرايا. هو جنگي ڏوهن ۽ انسانيت خلاف ڏوهن جو مجرم ثابت ٿيو.

## يوني پولر ( يڪ ٿنڀي) دنيا:

جديد دور جي موجوده صورتحال انهن اقتصادي تبديلين ۽ جنگن جو نتيجو آهي، جيڪي گذريل پنجن صدين ( ۲۰۰۰ -- ۱۵۰۰ع) دوران زبردستي مڙهيون ويون: اقتصادي مفادات خاطر جنگي صلاحيتن ۾ بي تحاشه اضافو ڪيو ويو، جنهن جي انتها، جوهري اسلحه، ائٽم بم ۽ انهيءَ جي

انسانن مٿان استعمال ، جي صورت ۾ اڳيئي ظاهر ٿي چڪي آهي. هاڻي خلائي برتري ۽ يڪ ٿنڀي دنيا (Unipolar world) جا خواب انسان کي جنگ کان نجات ڏيارڻ جا اشارا ڏئي رهيا آهن. تاهم پنجن صدي جو تجربو ٻڌائي ٿو ته اهڙو خواب شرمنده تعبير نه ٿي سگهندو. علم ۽ دولت جي ذريعي ضروري نه آهي ته انسان جي حقيقي ڀلائي ٿئي.

جنگ خلاف انساني جذبات جو هڪ اظهار انهيءَ رات نظر آيو. جڏهن سراجيوو ٽيليويزن جي بوسنيائي سربراهه ٽيليويزن اسٽيشن کي، جنگ سبب، بند ڪرڻ جو اعلان ڪيو: پوءِ ناظرين کي اپيل ڪيائين ته، " سياستدانن ۽ حڪومت جي خوني ڪاروائين جي خلاف احتجاج طور، سڀ روشنيون وسائي ڇڏيو ۽ امن جي حق ۾، جنگ هيٺ آيل انسانن جي يڪجهتي جي ثابتي پيش ڪريو". اک ڇنڀ ۾، " سراجيوو" کان " بيلگريڊ" تائين لکين گهرن جون بتيون وسامڻ شروع ٿي ويون.

اها ئي يڪ ٿنڀي (Uncpolar ) دنيا آهي. جيڪا عام انسانن جي دنيا آهي، ۽ اُهي امن جي حمايت ۾ متحد آهن. علم، دولت ۽ سماجي حيثيت جو فرق مصنوعي آهي، گهٽ علم، دولت ۽ سماجي حيثيت رکندڙ انسان وڏيڪ سماجي، معاشي ۽ سائنسي ترقي جو باعث بنجن ٿا.

جمهوريت انهي يڪ ٿنڀي دنيا جو روح آهي، جيڪو ضمانت ڏئي ٿو ته عام انسانن ۾ لياقت جا غير معمولي امڪانات موجود آهن.

لکيل پڙهيل عالمن کان علاوه، عام انسانن ۾ ذهين ۽ محنتي ماڻهن، انسان ذات جي ڀلائيءَ لاءِ اهم ايجادون ڪيون آهن: مثال طور، امريڪي موجد " ايڊيسن" ۽ اطالوي انجنيئر مارڪوني، سندس ڀلائيءَ جو مختصر احوال هن ريت آهي:

## ٿامس الوا ايڊيسن ( ١٩٣١ - ١٨٤٧ع Thomas Alva (Edison,

امريڪي موجد، ايڊيسن پنهنجي ڪثير ايجادات سبب، هميشه ياد رهندو: هن جديد دور جو ٽرانسمٽر ايجاد ڪيو ( ٧٨ - ١٨٧٧ع) ساڳي

سال، ۱۸۷۷ع ۾، فونوگراف (Phonograph) ايجاد ڪيائين، جيڪا سندس خالص ايجاد آهي. سال ۱۸۸۳ع ۾ "ايڊيسن افيڪٽ" جو متو وضع ڪيائين، جنهن سان بجلي جي بلب جو اهو وال (Volve) وجود ۾ آيو، جيڪو روشني کان علاوه ريڊيو ٽيليگرافي ۽ ٽيليفوني جي ترقي جو باعث بڻيو. هڪ ثانوي سيل (Secondary Cell) ايجاد ڪيائين ، جنهن کي " اڪميوليٽر" (Accumulator) چئجي ٿو. جيڪو شيهي جي سيل (Lead Cell) کان ڪافي هلڪو آهي، تاهم بجلي جي تحرڪ (Electromotive force) ۾ گهٽ طاقت وارو آهي. (چئمبرسس ج۴ ، ص ۷۸۹)

ايڊيسن نہ ڊاڪٽر هو نہ سائنسدان هو. ڇاڪاڻ تہ سندس زندگيءَ جو آغاز روزگار ڪمائڻ سان ٿيو. ٻارهن سالن جي عمر ۾ اخبارون وڪڻندو هو. پوءِ ٽيليگراف آپريٽر ٿيو ۽ سندس اندر جيڪي قدرتي صلاحيتون هيون، سي ظاهر ٿيڻ لڳيون. ميلان ( اوهيو Ohio) جو باشندو هو. ليڪن پنهنجي نفع بخش زندگي سبب سڄي دنيا جو ڪارگر شهري سمجهڻ گهرجي.

## گگلي ايلمو مارڪوني ( ۱۹۳۷ - ۱۸۷۴ع، Guglielmo (Marconi

بنا تند تار نشريات جو موجد، اطالوي برقياتي انجيئر، مارڪوني بغير استاد علم پرايو، ۽ دنيا جو مشهور انسان ٿي گذريو. سندس تحقيق ۽ ايجاد سبب دنيا ۾ مواصلاتي ۽ نشرياتي انقلاب آيو: ريڊيو، ٽيليوزن، مصنوعي سياره (Satellites) ، ريدار (Radar) ، يا سيليولر فون وغيره سڀ انهيءَ بنيادي ايجاد جون سهوليتون آهن، جيڪي اڄ اسان کي حاصل آهن. تاريخ ۱۲ ڊسمبر ۱۹۰۱ع تي ، مارڪوني، ائٽلانٽڪ مهاساگر جي آرپار، ڪارنوا کان نيو فائونڊلئنڊ، بنا تندتار پهرين نشريات جو ڪامياب تجربو ڪيو. شروع ۾ سندس هموطن سائنسدانن ۽ ٽپال کاتي جي اهلڪارن مٿس ٺٺوليون ڪيون: ۲۰ سالن جي نوجوان مارڪوني سال ۱۸۹۴ع ۾، برقي مقناطيسي لهرن (Electromagnetic waves) تي تجربا ڪرڻ شروع ڪيا. ٻن سالن جي مسلسل تنقيد ۽ حوصلي شڪني بعد، سال ۱۸۹۶ع ۾، مارڪوني ، "اٽلي" مان هجرت ڪري " انگلئنڊ" ۾ اچي رهيو، ٻئي سال ۱۸۹۷ع ۾

هن پنهنجي خانگي ڪمپني قائم ڪئي (مارڪوني - ڪمپني ) بعد ۾ هن شارٽ ويو وائرليس (Shortwave Wireless) جي ترقي ۾پڻ اهم ڪردار ادا ڪيو. پوءِ سندس هموطن اطالوي مٿس ناز ڪرڻ لڳا: سال ١٩٢٩ع ۾، اٽلي جي بادشاهہ کيس موروثي اميري جو منصب عطا ڪيو. سال ١٩٣١ع ۾ پوپ اعظم کيس " پانٽيفيڪل اڪيڊمي آف سائنس" جو ميمبر مقرر ڪيو. سال ١٩٠٩ع ۾، مارڪونيءَ کي، نوبل انعام ڏنو ويو هو. ( چيمبرسس ج ٩ ، ص ٨٥) اهو انعام طبعيات (Physics) ۾ ڪماليت سبب ڏنو ويو. ازانسواءِ مغرب جي متعدد يونيورسٽين کيس " اعزازي ڊاڪٽوريٽ" جي ڊگري ڏني. هن سال ٢٠٠١ع ۾ سندس تاريخي ڪارنامي جي صد سالہ تقريب، تاريخ ١٢ ڊسمبر تي " روم" ۾ ملهائي وئي. اها دنيا جي هرهڪ ملڪ ۾ ملهائجڻ گهربي هئي، ڇاڪاڻ تہ ترقي انسانذات جو ڳڏيل ورثو آهي. تاهم اها سائنسي ۽ فني ترقي جنهن سان وسيع پيماني تي انسان ذات جي تڪڙي تباهي ممڪن بنجي ٿي، هر لحاظ کان قابل مذمت آهي. مثال طور هائڊروجن بم جي ايجاد انسان ذات جو قابل فخر ورثو ٿي نہ ٿو سگهي.

## هئڊروجن بم جي ايجاد:

تاريخ پهرين نومبر سال ١٩٥٢ع تي " انسان جي دنيا" ۾ ، "هائڊروجن بم" جي ايجاد ٿي، ڌماڪي جي جاءِ، اينيويٽوڪ ( اڪريما) جي قريب بيٺل بحري جهازن جي ملاحن چيو تہ اهو " دوزخ جو بم" (Hell bomb) هو. امريڪي ائٽمي توانائي ڪميشن جي چيئرمن، ١٥ ڏينهن جي خاموشي بعد اعلان ڪيو تہ تاريخ جي پهرين " هائڊروجن بم" جو ڌماڪو ( ڪامياب تجربو) ڪيو ويو آهي. مسٽر گورڊن ڊين چيو تہ دنيا جي امن کي لاحق خطرن جي موجودگي ۽ هٿيارن تي ضابطي رکڻ لاءِ موثر انتظامات جي عدم موجودگي جي پيش نظر، " يونائيٽيڊ اسٽيٽس" جي سرڪار کي گهرجي تہ آزاد دنيا جي دفاع خاطر، " وسيع توانائين" (Vast Energies) حاصل ڪرڻ لاءِ تحقيقات جاري رکي. امريڪي صدر " ٽرومن" فرمايو تہ ڪنهن امڪاني جارح جي حملي خلاف پنهنجي ملڪ کي قابل دفاع بنائڻ سندس ذميداري آهي. (ذريعا: نيويارڪ ٽائيمس ٢ نومبر ١٩٥٢ع: " ڊان" رويو، ( ٢٧ ڊسمبر ٢٠٠١ - ٢ جنوري ٢٠٠٢ع ، ص ١۴)

## عالمي انساني همدردي جو مثال:

جنگ خواهہ امن جي دور ۾، انسان ذات جي مرهم پٽيءَ لاءِ، انٽرنئشنل ريڊڪراس هڪ فلاحي ادارو آهي. جنگ ۾ زخمي ٿيندڙ سپاهين جي امداد لاءِ، سال ١٨٦٤ع ۾ " پهرين جينيوا ڪنوينشن" بحال ٿي، پوءِ ١٩٢٩ع ۾ جيڪا روايت قائم ٿي، انهيءَ جو تعلق جنگي قيدين جي انساني حقن سان هو. ٻي مهاڀار لڙائي ( ١٩٤٥ - ١٩٣٩ع) دوران لکين جنگي قيدين کي هن بن الاقوامي عالمي روايت، يا معاهدي مان انساني همدردي ۽ امداد حاصل ٿي. تاريخ ١٢ آگسٽ ١٩٤٩ع تي ، بين الاقوامي ريڊڪراس ڪاميٽي (I R C C) چار جينيوا ڪنوينشنز بحال ڪيون: (١) ميدان جنگ ۾ بيمار ۽ زخمي سپاهين جي سار سنڀال، (٢) بحري فوجين ۽ تباهہ ٿيل بحري جهازن جي عملي جي امداد، (٣) جنگي قيدين سان انساني سلوڪ ، ۽ (٤) جنگ جي حالت ۾ عام شهرين جو بچاءُ ڪرڻ.

## ڪلاشنڪوف (Kalashanikov)

جنرل مخائيل ڪلاشنڪوف (Mikhail Kalashanikov) جنهن ١٩٤٧ع کان اسلحہ سازي ۾ هلڪي رائيفل " ڪلاشنڪوف" متعارف ڪرائي آهي، هاڻي ٨٢ سالن جو ٻڍو ٿي ويو آهي هن کي پنهنجي ايجاد تي اڃا بہ ناز آهي، ليڪن افسوس انهيءَ ڳالهہ جو اٿس تہ اها ڌاڙيلن ۽ دهشتگردن جي هٿ ۾ آهي. رائٽر نيوز ايجنسي برلن مان سندس هي بيان بہ نقل ڪيو آهي، جنهن ۾ سندس اندر جو انسان ڳالهائي رهيو آهي: " انهيءَ کان جيڪر آءٌ اهڙي ڪا شيءِ ايجاد ڪريان ها، جيڪا انسانن جي ڪم اچي ها، ۽ آبادگارن لاءِ آساني پيدا ڪري ها، جيئن ڇېر ڪٽڻ جي مشين ..... آءٌ انهيءَ ( ڪلاشنڪوف جي ايجاد) تي فخر محسوس ڪريان ٿو ۽ غمگين بہ آهيان جو دهشتگرد اهو هٿيار استعمال ڪري رهيا آهن. ( ڊان، ينگ ورلڊ، ٣ آگسٽ ٢٠٠٢ع ص ١٥)

## ابراهم لنڪن جو مثال، امريڪي غلامن جي آزادي:

سال ١٩٣٦ع ۾ ، هڪ امريڪي اديبہ، " مارگريٽ مشيل" جو ناول ، " هوا سان گڏ هلي وئي" (Gone with the wind) شايع ٿيو، جيڪو " امريڪن سول وار" ( ١٨٦٥ - ١٨٦١ع) جي پس منظر ۾ لکيو ويو هو.

تازو انهي ناول جي ڪردارن جو هڪ مضحڪ خيز نقل (Parody ) شايع ٿيو آهي. سياهه فام " ائلس رنڊل (Alice Randall) جي ناول ، يا پئرڊي، جو عنوان آهي " هوا ڪي پـجائي ڪڍيو ويو" The wind ) Done Gone) "اپريل ۲۰۰۱ع ۾ هڪ هيٺين ڪورٽ انهي جي اشاعت تي بندش وڌي، تاهم جارجيا رياست جي وفاقي اپيل ڪورٽ انهي جي اجازت ڏئي ڇڏي، ڇاڪاڻ تہ طنز نگاري امريڪا جي دستور جي پهرين ترميم مطابق جائز آهي، تاهم " ڪاپي رائيٽ" (Copyright) جي قانون هيٺ مارگريٽ جي وارثن کي مالي معاوضو ادا ڪرڻ جو معاملو زير غور آهي. ( رائيٽرس / ڊان ۱۲ آڪٽوبر ۲۰۰۱ع، ص ۱۴)

امريڪا جي گهرو لڙائي (Civil War) جو سبب انهن ۱۱ جنوبي امريڪي رياستن جي وفاق کان علحدگي هو. جن جي معيشت جو دارومدار سياهه فام حبشي (Negro) غلامن جي مزدوري ني هو. انهن رياستن هڪ الڳ جنوبي امريڪي وفاق جو اعلان ڪيو، ڇاڪاڻ تہ هنن کي خطرو هو تہ صـــــدر " ابراهم لنڪن" ( ۱۸۶۵ - ۱۸۶۱ع) غلامن جي رواج (Slavery) کي ختم ڪري ڇڏيندو ۽ سندن معيشيت تباهہ ٿي ويندي. مارچ ۱۸۶۱ع ۾ " ابراهم لنڪن" جي صدر بنجڻ جو اصل ڪارڻ بہ جنوبي رياستن جي ووٽن جو ورهائجي وڃڻ هو، پنجن سالن ( ۲۰ جولاءِ ۱۸۶۱ع کان ۱۹ اپريل ۱۸۶۵ع) ۾ تقريبا ڏهہ لک انساني جانيون ضايع ٿيون (چئمبرسس ج ، ص ۳۶۰) ۽ آخر ۾ امريڪي نيگرو غلامن کي تاريخ ۲۲ جولاءِ ۱۸۶۲ع تي آزاد ڪرائيندڙ ابراهم لنڪن ( ۱۸۶۵ - ۱۸۰۹ع) تاريخ ۱۴ اپريل ۱۸۶۵ع تي هڪ سفيد فام اداڪار، " جان ولڪس بوٿ" (John Wilkes Booth) جي گوليءَ جو شڪـار ٿي، بئي ڏينهن گذاري ويو. انسانيت جي شهيد لنڪن کي وڏي عزت ۽ احترام سان ياد ڪيو وڃي ٿو. سندس نالي پنيان دنيا جا عظيم ادارا قائم ڪيا ويا آهن. علم ادب ۽ سياست ۾ سندس نالو روشن آهي.

**رومي روايتون:**

---

انساني تهذيبون، وقت گذرڻ سان، متجي وڃن ٿيون، يا ارتقائي عمل هيٺ هڪ نئين تهذيب کي جنم ڏين ٿيون، ليڪن انساني جذبات ۽ احساسات سان وابستہ قديم تهذيبن جون روايتون صديـن گذرڻ بعد بہ اصلي روپ ۾ زنده

رهن ٿيون. جديد مغربي تهذيب، قديم رومي تهذيب جي ارتقائي صورت آهي، تاهم انهيءَ ۾ قديم " روم" جي روايتن جي تا حال پذيرائي ٿيندي رهي ٿي.

" اپريل فول" ملهائڻ جي رسم هن طرح شروع ٿي، جو قديم روم ۾ سال جي شروعات اپريل کان ٿيندي هئي ۽ رومن شهنشاهيت جي زوال بعد بہ يورپ ۾ پهرين اپريل، سال جو پهريون ڏينهن شمار ڪيو ويندو هو. سال ۱۵۸۲ع ۾ پوپ گريگوري ۱۳ - هين نئون شمسي ڪئلينڊر ايجاد ڪيو، جنهن ۾ سال جي شروعات پهرين جنوري کان ڪئي وئي. قديم رومن رواج پوءِ بہ جاري رهيو، فرانس جي شهنشاھ، چارلس نائين نئين گريگورين ڪئلينڊر مطابق نئين سال جو جشن پهرين جنوريءَ تي ملهائڻ لاءِ فرمان جاري ڪيو، پوءِ بہ ڪيترن سالن تائين اڪثر فرينچ عوام، قديم دستور مطابق پهرين اپريل تي نئين سال جون خوشيون ملهائيندا رهيا، امير طبقي انهن کي " اپريل فول" چيو ۽ نوجوان ٿي، هڪ ٻئي کي بيوقوف بنائڻ لاءِ پهرين اپريل جو ڏينهن مقرر ڪيو. يوربي آبادڪارن اها رسم پنهنجي امريڪي، افريقي ۽ ايشيائي، بينڪن ۾ ڦهلائي. هاڻي اها ڪهني رسم سڄي دنيا ۾ عام ٿي وئي آهي. غلط اطلاعن ڏيڻ سبب ڪيترا اڻ وڻندڙ واقعا ٿين ٿا، تاهم پهرين اپريل تي خبردار رهڻ ۽ بيوقوف نہ بڻجڻ، لاءِ هي رسم ڪارگر آهي، جيئنوٽيڪ مشرقي اقدار جي خلاف آهي مشرق جي انساني قدرن مطابق ڪنهن انسان تي چٿر ڪرڻ، هن کي بيوقوف بنائڻ، يا غلط اطلاع ڏيڻ بداخلاقي آهي.

اهڙي ٻي مغربي رسم، جيڪا رومن روايت سان منسلڪ آهي، "وئلنٽائين ڊي" ملهائڻ جي رسم آهي، جنهن مطابق هر سال ۱۴ فيبروري تي عاشق معشوق دلڪش تحفن جو تبادلو ڪن ٿا ۽ هڪ ٻئي سان محبت جو اظهار ڪن ٿا. رومن روايت موجب، سال ۲۷۰ع ۾، روم جي شهنشاھ ڪلائيڊيس ثاني، سنت وئلنٽائين جو سر قلم ڪرايو. " وئلنٽائين" (Valantine) هڪ مسيحي پادري هو، جنهن شهنشاھ ڪلائيڊيس ثانيءَ جي فرمان جي انحرافي ڪئي هئي. شاهي فرمان مطابق " شادي" تي پابندي وڌي وئي هئي. شهنشاھ جي سوچ مطابق رومن سپاهي پنهنجي زالن ۽ گهر بار جي فڪر ۾ ، ميدان جنگ تي ٻي جڳريءَ سان نہ ٿا وڙهن. پادري وئلنٽائين، پابنديءَ جي باوجود، نڪاح پڙهائيندو رهيو، تنهن ڪري گرفتار ڪري قيد

ڪيو ڙيو، اتي جيلر جي ڌيءُ تي عاشق ٿي پيو ۽ انهيءَ کي پيار جي سوکڙي پيش ڪيائين. تنهن ڪري سندس سسي ڌڙ کان ڌار ڪئي وئي.

" وئلنٽائين" جي لفظي معنيٰ، پکين جي، لڳ جي موسم ۾، هڪ ٻئي کي سڏڻ جو آواز، " ٽيون ٽيون" آهي. تنهن ڪري هي لفظ، محبت جي راڳ جي معنيٰ ۾ پڻ استعمال ٿئي ٿو. اسم خاص طور، انسان جي تاريخ ۾ ڪيترائي " سينٽ وئلنٽائين" ٿي گذريا آهن. انهن ۾ عارف (Gnostic) ، يا گياني، " وئلنٽينس" (اول) غالبا ١٦٠ع ڌاري گذاري ويو.

## تهذيبن جو تصادم (Clash of Civilizations)

سرد جنگ جي خاتمي بعد، هڪ مغربي مورخ، هيٽنگٽن (Hattington) تاريخ جي لغت ۾ هڪ نئون محاوره استعمال ڪيو: (Clash of Civilization) يعني، " تهذيبن جو تصادم" همعصر مورخين ۽ اهل علم ، انهيءَ محاوره جي استعمال تي اعتراض ڪيو، ڇاڪاڻ تہ انسان جي تاريخ ۾ مختلف قومن جي تهذيبن، تعاون ۽ باهمي ترغيب جو مظاهرو ڪيو آهي. " هيٽنگٽن" جو چوڻ آهي تہ جيتوڻيڪ مذهب ڪنهن بہ تهذيب جو واحد عنصر نہ آهي، تاهم انهن متعدد عنصرن مان هڪ عنصر آهي، جيڪي تهذيب جي تشڪيل ڪن ٿا. مختلف مذهبن تي منحصر تهذيبون، تنهن ڪري، باهم متصادم ٿين ٿيون. هيٽنگٽن، مستقبل ۾، مغربي تهذيب کي، اسلام ۽ ( چيني ۽ جپاني) ڪنفيوشئن (Confucion) مذهب سان تصادم جو خطرو آهي.

غير مهذب قومن جو تهذيب يافتہ قومن سان ٽڪر ٿيندو رهيو آهي، ۽ مذهب قومن درميان بہ جنگون لڳنديون رهيون آهن، ليڪن هڪ تهذيب جي طرفان بي تهذيب کي بربادڪرڻ جي ڪاروائي خلاف تهذيب سمجهي ويندي، ڪارل مارڪس ( ١٨٨٣ - ١٨١٨ع) طبقاتي تصادم کي انسان جي تاريخ جو بنياد قرار ڏنو هو ۽ جڏهن سماجن ۾ تصادم نہ هوندو، تڏهن تاريخ اختتام پذير ٿيندي، سندس همعصر مورخين تاريخ جي انهيءَ نظريہ کي رد ڪيو، ڇاڪاڻ تہ " تصادم" کان اهم تر عنصر " تعاون" آهن، جيڪو مثبت تاريخ جو بنياد

فراهم ڪري ٿو ۽ انهيءَ سان انسان جي تاريخ ۾ تهذيب جو سلسلو جاري رهي ٿو.

موجوده مغربي تهذيب، " رومن تهذيب" جو تسلسل آهي، رومن شهنشاهيت، دنيا کي ٻن حصن ۾ تقسيم ڪيو هو: (١) مهذب دنيا، يعني رومن تهذيب هيٺ آيل ملڪ ۽ معاشره ۽ (٢) غير مهذب وحشي قومون ۽ سندن آماجگاهه. تاريخ ثابت ڪيو ته غير مهذب وحشي قومون، مهذب رومن قوم کان وڌيڪ سگهاريون هيون، جن رومن شهنشاهيت جو خاتمو ڪيو.

رومن تهذيبي تجربي ، بعد مغرب ۾ اونداهون دور آيو، جيڪو، پندرهين سورهين عيسوي صدين دوران، " نئين مغربي تهذيب جي فڪر، فن، سائنس ۽ ايجادات سبب نئين روشني ۾ تبديل ٿيو، تاهم تجربو وساريو ويو. امريڪا ايشيا ۽ افريقا ۾ بينڪون قائم ڪري، استحصالي يورپي قوتن، رومن معيار مطابق، پاڻ کي مهذب ۽ قابل اقتدار ۽ مقامي قومن، قبيلن ۽ معاشرن کي غير مهذب وحشي ۽ قابل غلامي قرار ڏنو. نئين تهذيب، نئين روشني ۽ روشن خيالي جو مغربي فاتحن تي ڪوبه اثر نه ٿيو. " آريا" ۽ " اڻ آريا" جو قديم خود ساخته معيار، جيڪو جرمن رومن قومن کي ورثي ۾ مليو هو، اهو غلام قومن تي لاڳو ڪيو ويو. تاهم غلام قومن جي تهذيب ۽ ثقافت، جديد مغربي تهذيب سان تصادم جي نتيجي ۾ ختم نه ٿي، بلڪ تعاون تقليد ۽ تتبيع ذريعي فائديمند عناصر جهڙوڪ تعليم، تربيت، سائنسي ۽ فنيصلاحيت مان فائدو حاصل ڪيو ۽ پنهنجي تهذيبي تشخص کي پڻ برقرار رکيو.

جڏهن مغرب جي اقتدار، مالي وسيلن ۽ متاثر ڪندڙ تهذيبي عوامل جي باوجود مشرق جي محڪوم، غريب ۽ پٺتي پيل معاشرن مقامي تهذيبن ۽ ثقافتن کي ختم ڪرڻ ۾ ڪاميابي نه ٿي سگهي تڏهن مغرب جي ڏاهن، عالميت، يا " گلوبلائيزيشن" جو درس ڏيڻ شروع ڪيو آهي. سڀني تهذيبن، ثقافتن، مقامي معاشرتي نظامن، ريتن رسمن ۽ رواجن کي، ملائي هڪ عالمي تهذيب قائم ڪريو، جيڪا لازمي طور تي مغربي تهذيب مطابق هوندي، انهيءَ تهذيبي ادغام، يا ميلاپ، جو فقط هڪ بنياد ٿي سگهي ٿو ۽ اهو آهي سائنسي ۽ فني ترقي ۾ شراڪت. ڇا مغربي طاقتون انهيءَ لاءِ تيار آهن؟ انهيءَ ساڳئي بنياد تي شراڪت ڪرڻ سان مغربي ۽ مشرقي تهذيبن ۾ تصادم جو امڪان گهٽجي

ويندو.

امريڪا جي صدر، جارج ڊبلو بش، ”پينٽگن“ جي عمارت جو تباهه ٿيل حصو ڏسي، دهشتگردي جي خلاف ڪاروائي ڪرڻ جو اعلان ڪيو. جنهن لاءِ دهشتگردي خلاف ”ڪروسيڊ“ (Crusade) جو لفظ استعمال ڪيو، جنهن قرون وسطيٰ ۾، مسيحي ۽ اسلامي ملڪن جي وچ ۾ لڳل طويل ۽ تباهه ڪن صليبي جنگن طرف توجهه ڇڪايو. هر طرف، ۽ خود امريڪي اندر، انهيءَ لفظ جي استعمال خلاف اعتراض اٿيا ۽ امريڪا سرڪار ”ڪروسيڊ“ بجاءِ ”وار“ (جنگ) لفظ استعمال ڪرڻ جو اعلان ڪيو. ٻيو لفظ جنهن تي خصوصا اسلامي حلقن اعتراض ڪيو، اهو ”انفنيٽ جسٽس“ يعني ”لامحدود انصاف“ جو استعمال هو. اسلامي تعليمات مطابق لامحدود انصاف فراهم ڪرڻ جي طاقت فقط الله تعاليٰ جي ذات کي حاصل آهي. پوءِ، امريڪا ۽ مغربي ملڪن ۽ مسيحي آبادين ۾، مسلمانن ۽ سکن خلاف دهشتگرد ڪاروايون شروع ٿيون، جن جي سرڪاري بيانن ذريعي مذمت ڪئي وئي ۽ مجريل مسيحي نوجوانن کي تشدد جي ڪاروائين ڪرڻ کان منع ڪئي وئي. ”نيويارڪ“ جي ميئر ”جيولياني“ ۽ صدر ”بُش“ امريڪي مسلمانن ۽ اسلام جي تعريف ڪئي.

ٻئي طرف يورپ ۾ ”اٽلي“ جي وزير اعظم ، ”سلويو برلوسڪوني“ (Silvio Berlusconi)، ”برلن“ ۾ صحافين اڳيان ڳالهائيندي، اسلامي تهذيب تي مغربي تهذيب جي فوقيت جو اعلان ڪيو. رائيٽرس (Reuters) جي ”روم“ مان ڏنل رپورٽ، تاريخ ٢٦ سيپٽمبر ٢٠٠١ع مطابق هن چيو ته، ”مغرب کي يقين ڪرڻ گهرجي ته سندس قدرن جو نظام (Value System)، اسلامي دنيا جي نظام کان بهتر آهي... اسانکي پنهنجي تهذيب جي برتري جو احساس هجڻ گهرجي، جيڪا قدرن جي انهيءَ نظام تي قائم آهي، جنهن ، انهي تهذيب کي اختيار ڪندڙ ملڪن ۾، عوام کي وسيع خوشحالي فراهم ڪئي آهي ۽ جنهن ۾ انساني حقوق ۽ مذهب جي احترام جي ضمانت موجود آهي، اهو احترام يقينا اسلامي ملڪن ۾ عدم موجود آهي.“ (رائيٽرس / ڊان ، انٽرنئشنل ٢٧ سيپٽمبر ٢٠٠١ع ، ص ١٥) تاهم هيءَ ارب پتي اطالوي واپاري جيڪو سياستدان بنجي ويو آهي،

اطالوي دانشور سياستدانن جي خيالن ۽ مصلحتن جي نمائيندگي نہ ڪري رهيو هو، " جيووني برلنگر" اطالوي ڪابي ڌر جي اڳواڻ، پنهنجي بيان ۾ سندس خيال جي مذمت ڪئي. (- ايضا - )

تاريخ ۱۱ آڪٽوبر ۲۰۰۱ع تي " ادب جو نوبل پرائيز" هڪ هندستان نژاد برطانوي اديب، مسٽر وي - ايس نئيپال (V.S. Naipaul) ، کي ڏنو ويو. ڪماليت جي ثابتي (Citation) ۾ چيو ويو تہ سندس طرز بيان پڙهندڙن کي آماده ڪري ٿو تہ " دٻڙائيل تاريخن" (Suppressed his-tories) جي موجودگيءَ کي ڏسن." (Reuters/dpa ڊان انٽرنئشنل ۱۲ آڪٽوبر ۲۰۰۱ع، ص ۱۴). سندس تازه تحريرن ۾ " ٽين دنيا" (The Third World) تي بيـنـڪيت (Colonialism) ۽ قومپرستي (Nationalism) جي اثرات جو ذڪر ڪيل آهي. مذهب (Religion) کي " انسانيت تي عذاب" (Scourge of humani-ty) قرار ڏنو ويو آهي. انعام ڏيندڙ سويڊن جي اڪيڊمي بورڊ جي هڪ رڪن، پر واسٽبرگ (Per Wastberg) جي بيان مطابق، " جيڪڏهن توهان " نئيپال" جي تمام تصنيفات جو مطالعو ڪندا تہ توهان کي معلوم ٿيندو تہ هو سيني مذهبن جي خلاف آهي، سندس سوچ موجب مذهب انسانيت جي مٿان نازل ٿيل خدائي عقوبت آهي، جيڪا اسانجي وهمن ، خيالن ۽ تصور اپاريندڙ قوتن کي آلو ڪري ٿي ڇڏي ۽ سوچ ۽ تجربي جي بي بيقرار تمنا کي ٽڏو ڪري ڇڏي ٿي..... سندس سڀ مضمون، مغربي هندستان ۽ ٻين سماجن بابت، هڪ تشويشناڪ کوجنا آهن." ( - ايضا-) خاص طور تي سندس قلم، اسلام ۽ مسلمان قوم جي خلاف، ڪم ڪري ٿو.

مذهب خلاف غير ذميدارانہ بيان بازيءَ کان بهتر آهي تہ نسل پرستيءَ جي روڪ ٿام لاءِ عملي اقدامات ڪيا وڃن. اقوام متحده طرفان سڏايل نسل پرستي (Racism) تي هڪ نوروزه (۳۱ آگسٽ - ۱۸ سمتمبر ۲۰۰۱ع) ڪانفرنس، ڊربن ( جنوبي افريقا) ۾ منعقد ٿي: يونائيٽيڊ اسٽيٽس ۽ اسرائيل ڪانفرنس مان واڪ آئوٽ ڪري (اٿي) ويا، ڇاڪاڻ تہ " اسرائيل خلاف گندي زبان استعمال ٿي رهي هئي". يورپي اتحاد (E. U) ، بالخصوص برطانيہ (U . K)، کان مطالبو ڪيو ويو تہ، ماضيءَ ۾، لاطيني

امريڪا ۽ افريقا ۾ ڪيل غلامن جي تجارت بابت معافي وٺن ۽ انهيءَ جو معاوضو پرين ڏين، جنهن کان هنن صاف انڪار ڪيو.

## مغرب جي عالمي برتري (Western Global Supremacy)

اڄ مغربي ملڪ، هر لحاظ کان، ترقي يافته آهن ۽ اڪثر مشرقي ملڪ، ترقي پذير شمار ڪيا وڃن ٿا. مغرب جي عالمي برتري جا ڪجهه اسباب هن طرح آهن:

(۱) آبهوا ۽ ماحول جو انساني ڪارڪردگيءَ تي اثر پوي ٿو. گرم آبهوا ۽ گندي ماحول ۾ انسان جي ڪم ڪرڻ جي صلاحيت گهٽجي ٿي وڃي، جڏهن ته سرد ۽ معتدل آبهوا ۽ صاف سٿري ماحول ۾ ڪم ڪندڙ انسان وڌيڪ وقت ڪم ڪري سگهن ٿا ۽ سندس ڪم جو معيار به بهتر ٿئي ٿو، اهڙي طرح صحت به آبهوا ۽ ماحول کان متاثر ٿئي ٿي. اڪثر يورپي ۽ امريڪي ماڻهو صحت مند ۽ ڏٺا مٺا نظر اچن ٿا ۽ ڪم به جهجهو ٿا ڪن .

(۲) پاڻيءَ جي سهوليت، جيڪا مغربي ملڪن کي، برسات ۽ بهتر آبپاشيءَ جي انتظامات سبب حاصل آهي، مشرقي ملڪن ۾ هڪ مسئلو آهي، زرعي ۽ صنعتي، ٻنهي قسمن جي، پيداوار پاڻيءَ جي اڻاٺ سبب گهٽ ٿي ٿئي، جڏهن ته مغربي ملڪن ۾ آبپاشي ۽ بجلي جي مڪمل فراهمي آهي. فصل پلا ٿين ٿا، ۽ صنعتي پيداوار وڌ ۾ وڌ حد تائين حاصل ٿئي ٿي.

(۳) هر قسم جي محنت ، ادبي خواهه عملي خدمات جي مزدوري يا معاوضو، مشرقي ملڪن جي ڀيٽ ۾، مغربي ملڪن ۾ تمام گهڻو ڏنو وڃي ٿو تنهن ڪري ڪم ڪندڙ معاشي فڪرات کان آجو ٿي ڪم ڪن ٿا.

(۴) شخصي آزادي ۽ قانون جي حڪمراني، (Individual liberty and the rule of law) ، مغرب جي شهرين ۾ خود اعتمادي ۽ حب الوطني پيدا ڪئي آهي، انهيءَ معاملي ۾ اڪثر مشرقي ملڪن جو رڪارڊ خراب آهي.

(۵) سائنسي ۽ فني صلاحيتن ۾ مغرب مسلسل ترقي ڪندو ٿو وڃي

۽ مشرق سندس نقل ڪرڻ جو بہ عقل گهٽ ٿو رکي، تاهم چند مشرقي سائنسدان، عالم ۽ فنڪار مغرب کان خراج تحسين حاصل ڪري چڪا آهن ۽ انهن مان ڪي مغرب جي ترقي ۽ برتريءَ ۾ معاون آهن. مثال طور، سال ۱۹۷۹جو، فزڪس ۾ نوبيل پرائيز، ٻن امريڪي سائنسدانن سان گڏ هڪ پاڪستاني سائنسدان پروفيسر عبدالسلام، کي ڏنو ويو، جن انهي " واحد طاقت" جي تلاش کي اڳتي وڌايو. جيڪا آئنسٽائين جي تحقيق مطابق ڪائنات کي متحد رکي ٿو ( ۱۵ آڪٽوبر ۱۹۷۹ع). مرحوم ڊاڪٽر عبدالسلام (۱۹۹٦ - ۱۹۲٦) " اٽلي" ۾ ٽربسٽي جو انٽرنئشنل سينٽر فار ٿيورا ٽيڪل فزڪس" قائم ڪيو. ٽين دنيا جي سائنسي ۽ فني ترقي سندس خواب هو، جيڪو پورو نہ ٿي سگهيو.

(٦) مغرب جي تڪڙي ترقي، مادي ۽ مالي برتري، جو هڪ اهم سبب، سرمائيداري نظام هيٺ مذهبي، اخلاقي ۽ روايتي پابندين کان آزادي حاصل ڪرڻ ۾ بہ سمايل آهي: سائنسي، فني، صنعتي ۽ ڪاروباري معاملات ۾، مذهب ۽ اخلاقيات حائل نہ ٿا ٿين. " سيڪيولرزم" ۽ " لبرلزم" جي نظرين ما تحت، مذهب هر فرد جو هڪ ذاتي مسئلو آهي ۽ رياستي سياست جو انهيءَ سان واسطو نہ آهي. خيال جي آزادي آهي ۽ تنقيد تي بہ ڪا پابندي نہ آهي.

(۷) يورپ جي نشاة ثانيہ، ۽ امريڪي ۽ فرينچ انقلابن، مذهب ۽ اخلاقي قدرن کي عوامي ذهن ۾ ثانوي حيثيت ڏئي ڇڏي، دنيوي زندگي جي اخلاقي وضاحت کي " نتشي" رد ڪيو. هن جرمن فلاسافر واضح طور تي چيو تہ " اخلاقي وضاحت هڪ بار آهي، جيڪو انسان کي زندگيءَ جي نفي (Nihilism) طرف ڌوهي رهيو آهي." هن " سپرمئن" ( يا فوق البشر) جو تصور پيش ڪيو، جيڪو هر مذهبي ، سماجي، سياسي ۽ روايتي اخلاقي پابندين کان آجو هو. سندس سوچ مطابق: (۱) ماڻهو سڀ برابر نہ آهن: اهم ڪامياب شخصيتون اداڪار ۽ بازيگر آهن. جڏهن تہ عام رواجي ماڻهو زهريليون مکيون آهن، انهن ۾ ڏاها ماڻهو ايئن سمجهو جيئن ڪي ڳڌهہ آهن. جيڪي عوام جو ڳاڏو گهلي رهيا آهن، (۲) بار ڀنگهي اندر اخلاقيات جي وزني لفظن: " برو" ۽ " ڀلو"، ۽ ٻين اخلاقي قدرن ، ۾ جڪڙيو وجي ٿو،

"انهيءَ جي عيوض اسانجي زنده رهڻ جي خطا معاف ڪئي ٿي وڃي،" (۳) "انتم سچائي " (Absolute Truth) جو ڪو وجود نہ آهي. نيڪ ۽ بد جو تضاد، يا قدرت ۾ متضاد حقيقتن جو وجود، هڪ وهم آهي: ٿي سگهي ٿو تہ متضاد شيون لازمي طور هڪ جهڙيون هجن " حقيقت ۽ خيالي تصوير (Reality and illusion) بنيادي طور تي هڪ ئي شيءِ جو عڪس ٿي سگهن ٿا." (۴) زندگيءَ جي هر پهلو ڪي اخلاقيات جي نقطہ نظر سان ڏسڻ تباهہ ڪن آهي. عام ماڻهو اخلاقيات کي مذهب سان وابستہ ڪن ٿا، جيتوڻيڪ اخلاقيات جا الڳ فڪري بنياد آهن. سماج جي بقا لاءِ اخلاقيات جي پابندي ضروري آهي، ليڪن مذهب جي اهڙي خاص ضرورت نہ آهي.

(۸) شخصي بقا جي جبلت (Instinct of Self preservation) بنيادي انساني فطرت ۾ شامل نہ آهي. فقط ، " طاقت حاصل ڪرڻ جو عزم" (Will to power) ئي سيني انساني لاڙن ۾ وڏيڪ بنيادي جبلت (Instinct) آهي.

(۹) انسان ذات ڪي، اخلاقيات جي زنجيرن مان آزاد ڪرائڻ گهرجي. نٽشي، بائيبل مقدس جي حڪم ڪي چئلينج ڪيو: بائيبل ۾ حڪم آهي تہ "تون مهربان ٿي رهندين!" نٽشي پنهنجي ڪتاب، " نيڪ ۽ بد جي پريان" (Beyond Good and Evil) ۾ لکي ٿو تہ " آءٌ مهربان ٿي رهندس، ليڪن ٻي طرح ٿيڻ جو حق بہ پاڻوٽ محفوظ رکانٿو."

نٽشي جو فلسفو، جديد مغربي تهذيب ۾ نمايان طور تي موثر نظر اچي ٿو، مثلاً: (۱) مهرباني ۽ خطا معاف ڪرڻ کي " نٽشي" بزدلي ۽ ازالي جي احساس جي ڍڪيل صورت قرار ڏنو. انتقام، احتساب ۽ مخالفت ڪشي، مغربي سياست ۽ سماج جو اهم عنصر آهي. (۲) انسان دوستي، خود روڪ ۽ ڀلائي، جيڪي نٽشي جي ڪردار " زرتستر" جا خاص ڳڻ هئا، انهن کي (مشروط طور تي)، مغربي معاشرن ۾ تسليم ڪيو ويو آهي، بشرطيڪ: انهن اصولن جي ابلاغ ۾ مذهب ۽ اخلاقي قدرن جي ٻيساکي، يا سهاري (Crutch) جو استعمال نہ ڪيو ويندو. آخرت جو يقين نہ ڪيو ويندو، ۽ ڪنهن بہ ڳالهہ کي حتمي واجب الوجود ، يا غير مشروط (Absolute) نہ سمجهيو ويندو، ۽ متضاد ڳالهين جي قطعي حد بندي نہ ڪئي ويندي.

مغربي فڪر ۾ واجب الوجود ، ما ورائي زمان و مڪان، ذات مطلق (Absolute Reality) جو ذڪر موجود آهي. حتمي حقيقتون ۽ تضاد جون قطعي حد بنديون، غير مذهبي مفڪرن ۽ سائنسدانن جي تحريرن ۾ بہ نظر اچن ٿيون، مثال طور لارڊ برٽرنڊرسيل لکي ٿو تہ " جڏهن اسين، ڪائناتي قوتن جي مقابلي ۾ پنهنجي بي طاقت ذرڙي جي حيثيت کي محسوس ڪيون ٿا، تڏهن انسان ذات جي ڪمالات کي ڏسي حيرت ۾ پئجي وڃون ٿا." (ڊان، ڪوٽيشن، ٣٠ آڪٽوبر ١٩٩٩ع) انسان جي قوت ڪمالات ۽ قدرت جي بيپناهہ وسعت مان زندگي جي حقيقت واضح ٿئي ٿي: اسپين جي فلاسافر، آرٽيگا جيسي جوز (١٩٥٥ - ١٨٨٣ع Ortega, Y. Gas-set) مئڊرڊ يونيورسٽي جي شاگردن سان مخاطب ٿيندي چيو تہ " تمام زندگي هڪ جدوجهد آهي. زندگي جي اها جدوجهد پنهنجي اصليت کي حاصل ڪرڻ جي لاءِ آهي. مونکي پنهنجي وجود کي حاصل ڪرڻ لاءِ جيڪي مشڪلاتون درپيش آيون، انهن ئي منهنجي ڪاوشن ۽ قوتن کي بيدار ڪري تحرڪ ۾ آندو." ( ايضا ، ١٠ جون ١٩٩٨ع، چئمبرسس - ايضا - ، ج ١٠ ، ص ٢٦٩) مشرق جي مفڪر علامہ اقبال زندگي جو ساڳيو نظريو هن طرح بيان ڪيو آهي:.

" تند هي باد مخالفت سہ نہ گهبرا اي عقاب!
يہ تو اُرتي ه تجهہ اونچا اڙانہ ڪيلئہ ."

انسان جي ارتقائي قوت، ذهني ۽ جسماني طاقت، قدرت جي لامحدود قوتن مان حاصل ٿئي ٿي ۽ قدرت هڪ واجب الوجود، مڪمل ۽ دائمي حقيقت آهي جنهن جو هڪ اٽموت قانون آهي، جنهن کي قدرت جو قانون (Law of Nature) چئجي ٿو. اسلامي عقيدي موجب اها " سنة الله" آهي جنهن ۾ ڪڏهن بہ ڪا تبديلي ، يا ترميم، نہ ٿي ٿئي. انهيءَ قانون تي عمل ڪندڙ، انحرافي ڪندڙ جي مقابلي ۾، برتري حاصل ڪري ٿو، پوءِ انهيءَ جو تعلق ڪهڙي بہ قوم، ملڪ، مذهب يا نسل سان هجي.

# فهرست مضامين

| نمبر | عنوان | صفحو |
|---|---|---|
| | **جلد پيو** <br> **باب ڇهون** | |

جلد پيو

# باب ڇهون

## جديد مشرقي تهذيب ۽ سياسي تاريخ

### مشرق جو مفهوم:

دنيا جو " مشرق" ، طلوع آفتاب جو طرف آهي. ليڪن جاگرافيءَ جي فني محاوره مطابق، " مشرق" (East) آسمان جو اهو حصو آهي، جتي سج نقطئہ اعتدال (Equinox) تي ايري ٿو. نقطئہ اعتدال اهو وقت آهي جڏهن سج خط استوا (Equator) پار ڪري ٿو ۽ ڏينهن رات برابر ٿين ٿا. اهو وقت تقريبا ٢١ مارچ ۽ ٢٣ سپٽمبر تي هر سال اچي ٿو. عام محاوري ۾ جنهن " مشرق" جو ذڪر ٿئي ٿو، اهو يورپ ۽ امريڪا کنڊن کان علاوه باقي دنيا بابت آهي. تهذيب جي لحاظ کان يورپ ۽ امريڪا جي تهذيب کي " مغربي تهذيب" چئجي ٿو، تنهن ڪري ايشيا ۽ افريقا " مشرقي تهذيب" جا گهوارا سمجهڻ گهرجن، تاهم اها تقسيم مڪمل نہ آهي. هر کنڊ ۽ هر ملڪ ۾ مغرب ۽ مشرق جو فرق معلوم ڪيو ٿو وڃي. افريقا جي چئن ملڪن لبيا، ماريطانيہ، الجزائر ۽ "مراڪش" کي " المغرب" چئجي ٿو.

قديم انساني تهذيبون، جيڪي مشرق قريب، مصر، سنڌو ماٿري ۽ وچ مشرق (ميسوپوٽيميا) مان اسريون، اُهي " مشرقي تهذيب" جو بنياد آهن. مجموعي طور تي، جهڙي طرح " مغربي تهذيب" جو خاص عنصر "مسيحيت" مڃيو وڃي ٿو، تهڙي طرح " مشرقي تهذيب" جو نمايان نمونو " اسلامي تهذيب" ۾ نظر اچي ٿو، تاهم انهيءَ ۾ هندو ٻڌ تهذيب، جپاني، چيني، ايراني، ترڪ ۽ ٻيون مقامي ثقافتي ۽ مذهبي تهذيبون بہ شامل آهن.

## ايشيا کنڊ:

ايشيا کنڊ، پنجن ننڍن کنڊن ۾ ورهايل آهي:

(١) اتر ايشيا، يا وچ ايشيا جون ڇهه رياستون: ازبڪستان ڪازڪستان، تاجڪستان، ڪرغيستان، ترڪمانستان ۽ آذربائيجان.

(٢) ڏکڻ ايشيا، جنهن ۾ بر صغير هندستان ، پاڪستان، بنگلاديش ميانمار ( برما)، سريلنڪا، مالديپ،ڀوتان، نيپال ۽ افغانستان شامل آهن.

(٣) ـ ـيشيا، جنهن ۾ چين، جپان، ڪوريا، منگوليا، منچوريا، هانگ ڪانگ، تائيوان ۽ مڪائو جا ملڪ اچي وڃن ٿا.

(۴) ڏکڻ - اولهه ايشيا، يعني ايران، ترڪي ( ايشيا ئي حصو)، بحرين، عراق، اردن، شام، لبنان، فلسطين، اسرائيل، متحده عرب امارتون، اومان، قطر، ڪويت، سعودي عرب ۽ يمن.

(۵) ڏکڻ - اوڀر ايشيا جنهن ۾ ٿائلنڊ، ملائيشا، فلپائين، سينگاپور، ڪمبوڊيا، ويٽنام، لائوس، برونائي ۽ انڊونيشيا جا ملڪ واقع آهن.

پورو ايشيا کنڊ دنيا جي ڪل پکيڙ جي ٽئين حصي کان وڌيڪ ايراضي، اٽڪل ۵ ڪروڙ ١٢ لک چورس ڪلوميٽرن، تي پکڙيل آهي. تهذيب تمدن، مذهب، تاريخ ۽ ثقافت جي لحاظ کان ايشيائي ملڪ هڪ گلدستہ مثال آهن، ۽ انهي گلدستہ جو مجموعي منظر " مشرقي تهذيب" جي غمازي ڪري ٿو. "تهذيب" ۽ " ثقافت" ۾ هڪ فرق آهي: " تهذيب" انسان جي سڌريل حالت، عام ثقافت ۽ مجموعي ترقي جي نشاندهي ڪري ٿي. " ثقافت" مقامي طور تي انسان جي رهڻي ڪهڻي، اوزارن ۽ استعمال جي شين، کاڌ خوراڪ ، لباس ، گهرو زندگي، ادب ۽ فن، وندر وغيره جو نالو آهي.

ايشيائي ( مشرقي) ثقافتن کي ڇهن مک گروهن ۾ تقسيم ڪري سگهجي ٿو.

(١) اترادي ايشيائي ثقافت، اتر ايشيا جي ڇهن وچ ايشيائي رياستن ، چين جي سنڪيانگ صوبي ( چيني ترڪستان) ، شنگهائي ۽ اتر " ڪان" صوبن، داخلي ۽ بيروني منگوليا، ڏکڻ سائبيريا جي ڪجهه حصن ۽ بيٽن ۾ نما... ـي. روايتي طور تي هي مالوند خانہ بدوش شڪاري ۽ ڪجهه قدر

آبادگار گروهن ۽ قبيلن جو قديمي ثقافتي علائقو آهي.

(۲) شمالي سائبيريا جي ثقافت، جنهن هيٺ وٽن کان خالي " تندرا" ، اتريون ساموندي ڪنارو، هيناهان پٽ ۽ ٻيلا اچي وڃن ٿا. اتي آباد معاشرن جي معيشيت ۽ گذران، مڇي مارڻ، " رينڊيئر" پالڻ، خشڪي ۽ پاڻيءَ جي جانورن جي شڪار وغيره ، تي منحصر آهي. سماجي تنظيم ۽ ڪاريگري مختصر آهي.

(۳) اوڀر ايشيائي ثقافت هيٺ چين جي مک سرزمين، جپان ۽ ڪوريا وسيع زرعي معيشيت ۽ ثقافت جا حامل آهن، تاهم اتي صنعتي پيداوار، جديد دور ۾، سبقت حاصل ڪئي آهي. " منچوريا" ، قدرتي ۽ ثقافتي لحاظ کان، سائبيريا، اوڀر ايشيا ۽ اتر ( اندروني) ايشيائي معاشرن جو مجموعو آهي.

(۴) ڏکڻ - اوڀر ايشيائي ملڪن ۾، ميانمار ( برما)، ٿائلئنڊ، ملائيشيا، لائوس، ڪمبوڊيا ۽ ويتنام هڪ الڳ ثقافت جا آئينہ دار آهن. هي درياهي ۽ خط استوائي علائقو آهي. هتي ثقافتي امتياز مکيہ طور تي ٻن طبقن ۾ نظر اچي ٿو:

(الف) اصل مقامي آبادي، جيڪا سادن فني طريقن ۽ قديم سماجي نظام مطابق مڇي مارڻ، شڪار ڪرڻ ۽ جهنگلي جڙين ٻوٽين گڏ ڪرڻ تي گذران ڪري ٿي.

(ب) مهذب گروهہ ۽ معاشرا جيڪي ترقي يافتہ زرعي ۽ صنعتي طريقن ۽ ترقي يافتہ فني صلاحيتن، ادبي روايتن ۽ پنهنجي بهتر سماجي ۽ سياسي تنظيم سبب، مقدر ۽ نمايان آهن.

(۵) ڏکڻ - اولهہ ايشيا جي اڪثر ريگستاني علائقن ۾، نخلستان (Oasis) ۽ درياهي وادين خواهہ جابلو پاسن ۾ آباد قومون ۽ قبيلا پنهنجي مخصوص تهذيب ۽ ثقافت جا علمبردار آهن. سندن بنيادي معيشيت ۽ ثقافت زراعت ۽ جانورن پالڻ تي منحصر آهي. انهن ۾ ملڪي جاگرافي جو فرق آهي ليڪن ثقافتي ايڪائي قائم آهي. انهيءَ ثقافت هيٺ، افغانستان، ايران، سعودي عرب، شام، عراق، اردن، لبنان، يمن، ڪويت، بحرين، اومان، فلسطين، اسرائيل ۽ ترڪي جا ڪجهہ علائقا اچي وڃن ٿا. انهن ۾ "اسرائيل" کي ڇڏي باقي سڀ ملڪ " اسلامي دنيا" يا " مسلم ورلڊ" جوحصو آهن.

جن ۾ اسلام جا سڀ ” فرقا“ نظر اچن ٿا.

(٦) جنوبي ايشيا، يعني بر صغير هندستان - پاڪستان ، سريلنڪا، مالديپ، نيپال، ڀوٽان، ڪشمير وغيره ۾ ثقافتي اختلاف، علائقي ۽ آب و هوا مطابق ، وسيع آهي. مقامي تاريخي ۽ روايتي بنيادن تي، مذهب ۽ ثقافتون الڳ الڳ آهن. معيشيت بنيادي طور تي زرعي ۽ آب رساني تي نسبتا وڌيڪ انحصار رکندڙ آهي. تاهم جديد دور جي صنعتي ، سائنسي ۽ فني ترقي خاطر سيئي ڪوشان آهن.

## قوم ، تهذيب ۽ ثقافت جا بنياد:

سال ۱۹۴۷ع ۾ برصغير جي ورهاڱي ۽ پاڪستان جي قيام ثابت ڪيو تہ ٻن قومن وارو نظريو (Two _ nation theory) درست آهي، يعني مقامي ثقافت جي ساڳي پس منظر ۽ جاگرافيائي حدن اندر رهندڙ انسان لازمي طور تي هڪ ” قوم“ تي نہ ٿا سگهن، ڇاڪاڻ تہ تاريخ، مذهب ۽ مخصوص ثقافت جو فرق قومي يڪجهتي جي ضمانت ڏئي نہ ٿو سگهي. پوءِ بہ پاڪستان ۾ چئن، بلڪ پنجن ، قوميتن پنجابي، سنڌي پختون، بلوچ ۽ بعد ۾ پيدا ڪيل مهاجر قومپرستي، جا مسئلا. قوم، ثقافت ۽ تهذيب جي وصفن ۾ ابهام پيدا ڪن ٿا. اهڙي طرح هندستان يا ڀارت ۾ بہ ڪا هڪڙي قوم تهذيب ۽ ثقافت نظر نہ ٿي اچي: هتي نسلي تفاوت ايشيا جي باقي سيني قومن کان زياده آهي. اٽڪل ۱۵۰۰ ق - م کان ٻاهران آيل آرين ۽ مقامي قبيلن، دراوڙ، مندا، ڪول، چيني، تبيتي ۽ ڪجهہ ننڍن قبيلن جو هڪ مخلوط نسل، ڌار ڌار ثقافت ۽ تهذيب سان تعلق رکي ٿو: ورهاڱي بعد خاص چار لساني ۽ ثقافتي گروهہ، هندي آريا، دراوڙ، مندا ۽ چيني - تبيتي، علائقائي ، لساني ۽ ذات پات جو فرق رکن ٿا. مکيہ لساني گروهن ۾ پڇمي (مغربي) هندي ڀاشا، دهلي جي آسپاس ۽ انهي جي جديد شاخ اردو زبان، عربي، فارسي ۽ ترڪي لفظن جي ڪثير اندراج سان، هڪ بين الاقوامي رابطي جي ٻولي نہ صرف هندستان، بلڪ پاڪستان ۾، هڪ الڳ حيثيت ۽ ڪارج رکي ٿي. پوربي ( مشرقي) هندي ٻوليءَ جا چار مکيہ لهجا آهن: بهاري

رياست ۾ ” بهاري“ ، اوڙيسا ۾ ” اوريا“ ، آسام ۾ آسامي ۽ مغربي بنگال ۽ بنگلاديش ۾ بنگالي، قومي ٻولين جي حيثيت ۾ ڳالهايون وڃن ٿيون ۽ انهن جو عام لهجو هندي آهي. انهن مقامي قومي ٻولين کان علاوه گجراتي، راجستاني، ڪڇي، ٿري، ڍاٽڪي وغيره ۽ اهم علائقائي زبانون، پنجابي ۽ سنڌي به جديد هندستان ۾ مروج آهن. پاڪستان جي اترين علائقن ۾ داردي (Dardic) قديم ٻولي جي بنياد تي، ڪشميري، چترالي، بالتستاني، گلگتي وغيره مقامي ٻوليون آهن، جيڪي ايراني آريا لساني گروهه جي بنسبت هندي، سنڌي ۽ بر صغير جي ٻين ٻولين جي گروهه سان نسبت رکن ٿيون.

افغانستان ۾ به ڇئن قوميتن ۽ سندن ڌار ڌار زبانن جو وجود آهي: پختون ( پشتو) ، هزاري ( هندڪو) ، تاجڪ ۽ ازبڪ قوميتون ۽ زبانون الڳ ثقافت ۽ معاشرن جي نمائيندگي ڪن ٿيون. اتر سريلنڪا، ڏکڻ ۽ وچ هندستان ۾ ” دراوڙي“ قديم ڀاشا جي بنياد تي، تامل، تيليگو، سنهالي، ملايالم ۽ ڪناريسري ( ڪنڊا) مکيه علائقائي زبانون آهن، جن جا الڳ مقامي لهجا آهن. بلوچستان ۾ بلوچي، فارسيءَ جي بنياد تي ۽ ” براهوي“ ، دراوڙي زبان جي بنياد تي، ڳالهايون وڃن ٿيون.

## هندستان ۾ برطانوي سامراج (British imperialism)

نوآبادياتي نظام، طاقتور قومن جو قديم ورثو رهيو آهي: عربن، آرين، يونانين، فونيقين ۽ رومن قومن، قديم دور ۾ بيرون ملڪ بينڪون قائم ڪيون ۽ پنهنجي اصولن مطابق اتي حڪمراني ڪئي. جديد دور ۾ مغربي قومن، اسپيني، پرتگالي، انگريزن، فرينچن، جرمن، بيلجمي ۽ ڊچن، يورپ کان ٻاهر امريڪا، ايشيا ۽ افريقا کنڊن ۾ پنهنجون بينڪون قائم ڪيون ۽ سرمائيدارانه نظام جي اصولن مطابق اتي راڄ ڪرڻ لڳيون. انهن مان يوربي نسلن جي بينڪن يا نوآبادين اٽڪل ۱۸۶۰ع تائين خود مختياري يا اندروني خود مختياري حاصل ڪري ورتي ، ليڪن غير يوربي آباديءَ وارين بينڪن ۾ شاهي راڄ قائم رهيو ۽ نوآبادياتي نظام جو مسئلو دراصل انهن سان تعلق ٿو رکي.

انگلش ۽ ڊچ ايسٽ انڊيا ڪمپنين، ڏکڻ ايشيا ۾ بينڪي برتري حاصل

ڪرڻ لاءِ سٿون ڏنيون: آخر انگريزن کي سوڀ ملي. فرانس ۽ پورچوگال ٻـ انهيءَ رساڪشيءَ ۾ شامل هئا، پر ٽيو چا، جو انگريزن پنهنجي سفارتي ۽ تجارتي چالاڪيءَ سان هندستان جي مغل شهنشاهہ جهانگير کي متاثر ڪيو ۽ هندستان ۾ تجارتي سرگرمي جاري رکڻ جو فرمان جاري ڪرايو، " سرٿامس رو" (Thomas Roe, ١٥٦٨ع - ١٦٤٤) ١٦١٢ ۽ ١٦١٣ع ۾ جاري ٿيل ٻن فرمانن بعد ٽن سالن لاءِ ( ١٦١٨ - ١٦١٥ع).جهانگير مغل شهنشاهہ جي دربار ۾ انگلئنڊ جي بادشاهہ جيمس اول (١٦٢٥ - ١٦٠٣ع) جي طرفان سياسي نمائندو بنجي آيو. سندس اعليٰ سفارتي مهارت سبب انگريزن جا هندستان ۾ پير پختا ٿيا، ۽ ترڪن جي خلافت عثمانيہ کان پونچ سمنڊ ۽ مشرق قريب تائين، انگريزن لاءِ تجارتي سهوليتون ميسر ٿيون. هندستان ۾ تجارت ڪرڻ لاءِ انگلش (پوءِ، لنڊن) ايسٽ انڊيا ڪمپني کي مهاراڻي ايلزبيٿ سال ١٦٠٠ع ۾ پروانو ڏنو هو. مغل شهنشاهہ جهانگير ٻـ سال لاڳيتو ( ١٦١٣ ۽ ١٦١٢ع ۾) انگريزن کي اهڙي تجارت ڪرڻ جو پروانو جاري ڪيو. لنڊن ايسٽ انڊيا ڪمپني انهن پروانن کان اڳيئي سال ١٦٠٨ع ۾ " سورت" بندر تي پنهنجي پهرين فئڪٽري،" د انگلش فئڪٽري"قائم ڪري ڇڏي هئي. سال ١٦٣٢ع ۾ گولڪنڊي جي سلطان، آگره جي مغل شهنشاهہ جي ريس ۾، لنڊن ايسٽ انڊيا ڪمپني کي هڪ سونو فرمان عطا ڪيو ۽ مغل شهنشاهہ شاه جهان، پنهنجي عظمت جو پرم رکندي، ڪمپني کي بنگال ۾ نجا تجارتي حقوق عطا فرمايا. پنجن سالن اندر ڪمپني " مدراس" ۾ هڪ قلعو تعمير ڪيو، ۽ انهيءَ جو نالو " فورٽ سينٽ جارج" رکيو ويو. درويشن جي دعائن ۾ اجا انگريزن جو اعتقاد هو. اهو سال ١٦٣٩ع هو ۽ ١٢ سالن جي ڪثير تجارتي منافع ڪمائڻ بعد سال ١٦٥١ع ۾ ٻي انگلش فئڪٽري، " هگلي" جي اهم بندرگاهہ تي قائم ڪئي وئي. پوءِ انگريزن جي نظر گجرات علائقي جي نظر انداز ڪيل ساحلي بستي "ممبئي" تي پئي. اها بستي، سال ١٥٣٤ع ۾ گجرات جي سلطان بهادر شاهہ ( متوفي ١٥٣٧ع)، پورچيگيز تاجرن کي انهي خدمت جي عيوض عطا ڪئي هئي، جيڪا هنن ڪمبي، سورت ۽ بروچ جي بندرگاهن تي ادا ڪئي. سال ١٦٦١ع ۾، جڏهن انگلئنڊ جي بادشاهہ چارلس ثاني (١٦٨٥

-- ١٦٣٠ع Charles II) جي " برگنزا" جي شهزادي " ڪئٽرين" سان شادي ٿي، تڏهن " ممبئي" جي ساحلي بستي، شهزاديءَ کي ڏاج ۾ ڏني وئي. ( ائن ائڊوانسڊ هسٽري آف انڊيا، ص ٦٢٩). ايسٽ انڊيا ڪمپني اهو سونهري موقعو هٿان نہ وڃايو ۽ فقط ڏهن پائونڊن جي ساليانہ مقاطع تي "ممبئي" حاصل ڪئي، ۽ مٿس " بمبئي" نالو رکيو . "بروڊا" ۽ " بروچ" ۾ بہ انگلش فئڪٽريون قائم ٿيون. بمبئي ترقي ڪري ١٦٨٧ع ۾ "سورت" کان وڌيڪ اهميت حاصل ڪئي. پوءِ فئڪٽرين جو چار وچائجي ويو. مغربي هندستان ۾ بمبئي انگريز اقتدار جو پهريون مرڪز بنيو: هڪ هزار ميل لمبي ۽ ٽي سؤ ميل ويڪري هندستاني سرزمين تي، سنڌو ماٿري جي مشرقي سرحدکان مغربي ساحل جي وچ وات تائين، ڪمپني بهادر جو راڄ قائم ٿي ويو ۽ مغل شهنشاهہ اورنگزيب اڃا تخت نشين هو.

تاريخ جي انهي موڙ کان انگريزن جارحيت جي وات ورتي، چار سال سانده ( ١٦٩٠ ـ ١٦٨٦ع)، مغل شهنشاهيت جي خلفشار ۾. مقامي ۽ شاهي فوجن سان وڙهندا رهيا ۽ آخرڪار " بيجاپور" تي قبضو ڪري ويا. سال ١٦٩٠ع ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپني بنگال ۾ " ڪولڪتا" (ڪلڪتہ) جو بندرگاهہ تعمير ڪيو. پوءِ سال ١٦٩٨ع ۾ ستانتي، ڪلڪتي ۽ گوند پور جي علائقن ۾ زميندارِي حقوق حاصل ڪيا ويا. سال ١٦٨٠ع کان ١٧١٧ع تائين مغل سرڪار کان انگريز ڪمپني کي مسلسل پروانا ملندا رهيا ۽ ڪمپني بهادر توسيع پسندي جي پاليسي تي عمل پيرا رهي. اها ڪار جاري هئي، جڏهن ١٧٣٩ع ۾ نادرشاهہ، دهلي فتح ڪري، قتل عام ۽ مغل شهنشاهہ محمد شاهہ کان اطاعت ۽ خراج حاصل ڪرڻ بعد، واپس پنهنجي ملڪ موٽي ويو. چالاڪ اهو آهي جيڪو ڏڪئي وقت نظر نہ اچي. ڪمپني بهادر بہ انهيءَ وقت ڪٿي نظر نہ آئي. سلطان محمود غزنوي وانگر، نادرشاهہ ۽ سندس جانشين احمد شاهہ ابدالي بہ، شينهن وارو شڪار ڪري، اوبر گدڙن لاءِ ڇڏي ويا. ليڪن انگريز چالاڪ چيتا ثابت ٿيا. هو خوش هئا تہ مسلمان فاتح مال خزانو ڪٽي ويا، ليڪن هندستان جي سرزمين سندن لاءِ ڇڏي ويا.

ان وقت هندستان ۾، مرهٽا ۽ راجپوت علائقن کان علاوه ، متعدد مسلمان رياستون قائم هيون: بينگال، اوڌ، ميسور، حيدرآباد دکن ۽ سنڌ

جون مسلمان حڪومتون، اتحاد بغير، اڪيلي ڪمزوري جي حالت ۾ هيون.
پنجاب، پشاور تائين، رنجيت سنگهه جي سک سرڪار هيٺ، ڪشمير سوڌو،
محڪوم هو. بنگال ۾ نواب سراج الدوله جي ١٨ مهينن جي حڪومت جو
خاتمو هندستان جي تاريخ ۾ هڪ بيو موڙ ثابت ٿيو. هن قوم پرست حڪمران
سن ١٧٥٦ع ۾ انگريزن جي صدر مقام ڪلڪتي تي قبضو ڪيو هو. ٻئي
سال احمد شاهه ابدالي "دهلي" ۽ "مترا" جا خزانا ڪٺي ويندو رهيو ۽،
انگريزن تي دٻاءُ وڌائڻ بجاءِ، سندن حوصله افزائي جو باعث بنيو. تاريخ ٢٣
جون ١٧٥٧ع تي پلاسيءَ جي جنگ ۾ سراج الدوله جي شڪست، ۽ مير
جعفر جي غداري هندستان جي قسمت جو فيصلو ڪري ڇڏيو. تاهم مرد
مجاهد اجا به دل شڪسته نه ٿيا. ميسور جي سلطان ٽيپو شهيد (١٧٩٩ -
١٧٤٠ع) انگريزن سان مهاڏو اٽڪايو. هن فرينچ سرڪار کان فوجي ماهرن
جي مدد حاصل ڪئي ۽ خلافت عثمانيه ڏانهن سفارتڪار موڪلي "اتحاد بين
المسلمين" جي تحريڪ هلائڻ جي ڪوشش ڪئي، ليڪن جيئن محمد شاهه
بادشاهه گرفتاري وقت چيو هو، ته "شآمت اعمال ما صورت نادرگرفت"،
تيئن هندستاني مسلمانن، مرهٽن ۽ راجپوتن تي، باهمي رقابت جي اعمال جي
شامت انگريزن جي صورت ۾ نازل ٿي. بهادر ٽيپو سلطان انگريزن جي
پرفريب صلح جي آڇ کي رد ڪندي، چيو ته "گدڙ جي سؤ سالن جي
زندگيءَ کان مون کي شينهن جي هڪ ڏينهن جي زندگي پسند آهي،" ۽ ٤
مئي ١٧٩٩ع تي سرنگاپٽم جي قلعي جي ٻاهران وڙهندي شهيد ٿي ويو.
حيدرآباد دکن جو نظام خوش ٿيو ۽ غيرن جي دوستي تي ٻانور ڪرڻ لڳو.
هندستاني قومون، خاص طور تي مسلمان، لائق اڳواڻن بغير، انگريزن جي
هيسائيندڙ دهشت گرد ظلمن جو شڪار هيون.

سنڌ، ارڙهين صدي عيسوي جي شروعات ۾، مغل سرڪار کان آزادي
حاصل ڪري چڪي هئي. ڪلهوڙا مقامي حڪمران هئا ۽ انگريز ڪمپني جي
متن اک هئي. سال ١٦٠٨ع ۾ سورت جي انگلش فئڪٽري جي قيام بعد
ڪمپني جا تجارتي بحري جهاز گجرات ۽ سنڌ جي ساحل سان ايندا ويندا هئا.
تاريخ ٢٢ سيپٽمبر ١٦١٣ع تي انگريز سفارتڪار، "سر ٿامس رو" سنڌ جي
سرزمين تي قدم رکيو ۽ ٢٢ سالن جي جائزي ۽ رٿابندي بعد سال ١٦٣٥ع

۾ " ٺٽي" ۾ انگلش فئڪٽري قائم ڪئي ويئي. جڏهن ميان نور محمد ڪلهوڙو سنڌ ۾ تخت نشين هو ۽ چو طرف فوجي ڪاروائين ۾ رڌل هو. تڏهن کيس جديد هٿيارن جي ضرورت پئي، جيڪي برٽش ايسٽ انڊيا ڪمپني فراهم ڪري ٿي سگهي، ۽ ڪمپني کي گولہ بارود ٺاهڻ لاءِ" قلمي شوري" جي ضرورت هئي، جيڪو سنڌ ۾ وڏي مقدار ۾ موجود هو. تاريخ ١٧ مئي ١٧٤٩ع تي ميان نور محمد ڪلهوڙي ٦٣,٨٥٢ روپين جي ملهہ سان ڪمپنيءَ کان ٺامي جون بندوقون خريد ڪيون ۽ ٢٤ سيپٽمبر ١٧٥١ع تي پتل جي توپ خريد ڪرڻ جو آرڊر ڏنائين. ڪمپنيءَ جي بورڊ آف ڊئريڪٽرس جي پريزيڊنٽ ڪمپني بهادر کي سفارش ڪندي لکيو تہ، "هيءُ ( ميان نور محمد ڪلهوڙو) تمام وڏي قيمت ڏيندو...... ۽ اهي (بندوقون ۽ توپن) ڪڏهن بہ مانواري ڪمپني جي مفاد جي خلاف استعمال نہ ٿينديون، ڇاڪاڻ تہ اهي اندروني ملڪ ( سنڌ اندر) استعمال ڪرڻ لاءِ خريد ڪيون ٿيون وڃن." ڪمپني بهادر ڪٽڪ جي صورت ۾ قيمت جي ادائگي جي طلب ڪئي، ليڪن ميان نور محمد ڪلهوڙي روڪ رقم ادا ڪئي.

ٺٽي ۾ قلمي شوري جي خريداري، انگلش فئڪٽري جي طرفان ٢٧ سال جاري رهي ( ١٦٦٢ - ١٦٣٥ع). پوءِ عوامي حملي سبب بند ٿي وئي هئي. هاڻي ميان نور محمدڪلهوڙي جي سرپرستي ۾ اها ٻيهر کولڻ جي ڪوشش ڪئي وئي،ليڪن ڪلهوڙي بادشاهہ سياڻپ کان ڪم وٺي انڪار ڪيو. جڏهن تاريخ ٩ ڊسمبر ١٧٥٣ع تي ميان نور محمد ڪلهوڙو خناق جي مرض سبب وفات ڪئي، تڏهن سندس فرزندن جو تخت، تان تڪرار شروع ٿيو. انگريزن جي دلي خواهش هئي تہ ميان غلام شاهہ ڪامياب ٿئي ۽ واقعي هو ڪامياب ٿي ويو. سنڌ جا ڀاڳ وريا، ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي جو دور (١٧٧٢ - ١٧٥٩ع) تعمير، ترقي ۽ خوشحاليءَ جو زمانو هو. سال ١٧٥٨ع ۾ سنڌو ندي پنهنجو وهڪرو مٽائي نيرون ڪوٽ ۽ ڪوٽڙي جي وچان وهڻ شروع ڪيو. ميان غلام شاهہ انهيءَ جو فائدو وٺي نيرون ڪوٽ تي سال ١٧٦٨ع ۾ حيدرآباد جو شهر ٻڌو ۽ ٻئي سال ١٧٦٩ع ۾ حيدرآباد جو پڪو قلعو تعمير ڪرائي انهي جي صدر دروازي تي ڪتبہ لکرايائين: "يارب اجعل هذا البلد آمنا" جيڪو ابجد جي حساب سان سال ١١٨٢ هجري، مطابق

١٧٦٩ع جي برابر، هڪ قرآني آيت جو حوالو ھو. حڪومت مضبوط ٿي ۽ انگريزن جي ايسٽ انڊيا ڪمپني کي اڳئي مهربانيءَ طور ٺٽي ۾ ٻيهر قلمي شوري خريد ڪرڻ لاءِ واپاري ڪوٺي کولڻ جي اجازت ڏني وئي هئي. ٺٽهن ڪري ڪمپني سان بهتر تعلقات جي اميد هئي. تاهم ميان غلام شاهه ڪلهوڙي ڪانپوءِ ميان سرفراز جي دور کان ڪلهوڙا سرڪار جي عسڪري بازو، ٽالپر بلوچن، طرفان جيڪا بغاوت شروع ٿي ۽ افغان سرڪار جي سنڌ ۾ مداخلت، مدد خان پٺاڻ جي ڦرلٽ ۽ آخر هالاڻي جي ميدان تي ٽالپرن طرفان ڏنل آخري شڪست ۽ ڪلهوڙا خاندان جي زوال سن ١٧٨٢ع تائين ڪمپني ڪلهوڙن جي ڪابه مدد نه ڪئي ۽ اها ڪالونلزم جي مستقل پاليسي هئي. پوءِ ميرن کي، افغان بادشاهه سان ساليانه خراج جي معاملي ۾، ۽ پنجاب جي راجا رنجيت سنگهه جي حملي جي خوف ۾، ڪمپني ڦاسائيندي وئي. آخرڪار ١٧ فيبروري ١٨۴٣ع تي مياڻي جي ميدان ۾ ميرن هارايو ۽ ڪمپني بهادرجي ڪمانڊر، سرچارلس نيپيئر ( ١٨٥٣ ـ ١٧٨٢ع) سنڌ فتح ڪري برٽش انڊيا جون سرحدون آٽي افغانستان ۽ ايران سان ملايون. پوءِ مهاراجا رنجيت سنگهه ( ١٨٣٩ ـ ١٧٨٠ع) جي موت بعد، برٽش ايسٽ انڊيا ڪمپني جي حڪومت، ڪشمير ۾ جموں سرينگر کان، انڊ الهندي سرحدي علائقي ۾ پشاور ۽ خيبرلڪ تائين، قائم ٿي وئي. اڻويهين صدي عيسوي جي پهرين اڌ ۾ انگريز واپاري، بر صغير جا حاڪم بڻجي ويا.

پنجاب جي سک رياست ١٨۴٩ع ۾ برٽش انڊيا جو حصو بڻي ۽ ١٨٥٦ع ۾ اٿوڌ (اوڌ)جي رياست به انهي ۾ ضم ڪئي وئي . ١٨٥٧ع ۾ آخري مغل بادشاهه بهادر شاهه ظفر ( ١٨٥٧ ـ ١٨٣٧ع) جي حمايت ۾ انگريزن جي حڪومت خلاف عوامي بغاوت ٿي، جنهن کي فريب ۽ بيرحمي سان ڪچليو ويو. ٢٢ سيپٽمبر ١٨٥٧ع تي امن امان ۽ جان بخشيءَ جي وعده تي، آخري مغل بادشاهه، ابو المظفر سراج الدين محمد بهادر شاهه غازي (١٨٦٢ ـ ١٧٧٥ع) انگريز فوجي عملدارن اڳيان پيش پيو. ميجر هڊسن جي حڪم تي هڪ شهزادي، ” جوان بخت“ ۽ هڪ شهزادي ” زينت محل“ کي ڇڏي، باقي تمام شاهي خاندان قتل ڪيو ويو. ” سرجان لارينس“ جي قيد ۾، ٨٧ سالن جو پيرسن بهادر شاهه. هڪ سال ذلت ۽ عقوبت ۾

گذاريا. پوءِ مٿس انگريز سرڪار جي خلاف بغاوت جي ڏوهه هيٺ مقدمو هلايو ويو. تاريخ ٧ آڪٽوبر ١٨٥٨ع تي کيس برما جي دارالحڪومت رنگون جي قيد ۾ منتقل ڪيو ويو، جتي غاصبن جا ظلم سهندي تاريخ ٧ نومبر ١٨٦٢ع تي سندس دم پرواز ڪري ويو. اسيري جي دور ۾ سندس چيل غزل اڄ به اردو ادب جو خزانو آهن، ۽ سندس هڪ غزل جي هيءَ مقطع انسان جي تاريخ تي هڪ عبرتناڪ شعر آهي:

” کتنا ہے ، بد نصیب ظفر کہ دفن کیلئے
دوگز زمین بھي نہ ملي کوئے یار میں.“

اهڙي طرح ٣٣٢ سالن کان قائم هندستاني مغل شهنشاهيت، مغربي يلغار هيٺ برطانوي شهنشاهيت ۾ تبديل ٿي وئي. پوءِ اهو وقت آيو جڏهن چيو ويو ته (Sun never sets on British Empire) برطانوي شهنشاهيت تان سج ڪڏهن به نه لهندو آهي، ڇاڪاڻ ته يورپ، آمريڪا، افريقا ۽ ايشيا، چارئي کنڊ ۽ دنيا جا چار طرف هن يورپي طاقت جي اثر هيٺ اچي ويا. بين يورپي قومن به وس آهر بيشڪي راڄ قائم ڪيا، ۽ اتي حڪومتي انتظامات کان علاوه رفاع عام ۽ رعيت جي تعليم جو بندوبست ڪيو. مسيحيت جي اشاعت جو مقصد ڪجهه قدر حاصل ٿيو. ليڪن يورپي نشاة ثانيه جي ادبي ۽ فڪري تعليم جو غلام قومن جي نوجوانن تي خاطر خواهه اثر ٿيو ۽ اهي آزادي ۽ آزاد خيالي جي راهه وٺي هلڻ لڳا. رفته رفته غلام قومون آزاد ٿيڻ لڳيون. ليڪن نااتفاقي ۽ رقابتون سندن حقيقي آزادي ۽ ترقي جي راهه ۾ رڪاوٽ بڻيل آهن. هاڻي قومن جي حقيقي آزادي سندن اقتصادي صحت ۽ ايماندار قيادت تي منحصر آهي. ”گلوبلائيزيشن“ هيٺ وڏيڪ سرمائيدار تاجر ۽ جوهري صلاحيت رکندڙ قوم، يا قومن جو اتحاد، ” آمريڪا“ يا ” يوروپين يونين“ يا ڪا بي طاقت، انسانن جي عالمي حقوق ۽ حقيقي آزادي، ۽ پنهنجي سر زمين تي اعليٰ حاڪميت ۽ عالميت جي درميان، فيصلو ڪندي نظر اچي ٿي.

## ٥.٦
## هندستان جي آزادي ۽ پاڪستان جو قيام:

راجا رام موهن راءِ (١٨٣٣ - ١٧٧۴ع)، هندو سماج سڌارڪ "برهموسماج" جي تحريڪ شروع ڪئي ۽ " بت پرستيءَ" کي " ويدن" جي اصل روح جي خلاف قرار ڏنو. هو چئن علمي ادبي زبانن سنسڪرت، عربي، فارسي ۽ انگريزيءَ جو ماهر هو. انهيءَ دور ۾، هندستاني مسلمانن جو مصلح رهنما، سرسيد احمد ( ١٨٩٨ - ١٨١٧ع) انگريزي زبان جي افاديت ۽ مغربي تهذيب جي مثبت اثرات جي نشاندهي ڪئي. هو " نظريہ افاديت" جو قائل هو. ڪٽر قومپرست ۽ مذهبي رهنما سندس نقاد هئا. جنگ آزادي، يا انگريز حڪومت خلاف بغاوت ( سن ١٨٥٧ع) جي موقعيٰ تي هن فرمايو تہ " انسانن کي فقط ٻن گروهن ۾ ورهائي سگهجي ٿو: اهي جيڪي عقل جي ڳالهہ ٻڌن ٿا ۽ اهي جيڪي نہ ٿا ٻڌن. اخلاقي فيصلا ڪرڻ جا فقط اهي انسان مجاز آهن جيڪي عقل کان ڪم وٺن ٿا ۽ جذبات کان مٿاهان آهن. ( ڊان رويو ٨ - ٢ آگسٽ ٢٠٠١ ع، ص ١٢) هو علي ڳڙهہ يونيورسٽي ۽ مسلمانن جي جديد تعليم جو باني هو. سندس همعصر، مولانا شبلي نعماني ( ١٩١۴ - ١٨٥٧ع) انهي دور ۾ اسلامي تعليم جي مشهور اداري " دار العلوم ندوه" جو معتمد هو. شروع ۾ هڪ قومي سڪول ۽ " ندوة العلماء" جي بنياد رکڻ ( ١٨٨٢ع) بعد، عليڳڙهہ مسلم ڪاليج ۾ اسسٽنٽ پروفيسر ٿي رهيو ( ١٨٩٨ - ١٨٨٣ع) ۽ سرسيد احمد جو هم خيال رفيق هو، ليڪن سندس وفات بعد سندس تعليمي نظريات ۽ جديد تعليم جي مخالفت ڪيائين ۽ ديني سياست تي زور ڏنائين. دار الندوة جي پهرئين ساليانہ اجلاس ۾ تقرير ڪندي مولانا شبلي فرمايو تہ " رسول الله صلي الله عليه وسلم جا امتي " قوميت" جي سڏ تي لبيڪ نہ ٿا چون، دين جي نالي تي ڪين سڏيو ۽ ڏسو تہ ڪهڙي نہ شاندار موٽ ملي ٿي".

مولانا شبلي نعماني جو ديني سياست ۽ تعليم جو سلسلو مولانا ابوالڪلام آزاد ( ١٩٥٨ - ١٨٨٨ع) جاري رکيو. " جمعيت علماءِ هند" جي قيام جو روح روان هو، ۽ سرسيد احمد جي قائم ڪيل مسلم يونيورسٽي ( ڪاليج) عليڳڙهہ جي افاديت کان انڪاري هو. اهڙي طرح

سندس نظر ۾ ” مسلم ايدوڪيشنل ڪانفرنس“ ۽ ” آل انڊيا مسلم ليگ“ بيسود ادارا هئا. اسلامي ديني تعليم جي فروغ لاءِ شاهه ولي الله دهلوي (١٧٦٣ - ١٧٠٤ع) جي ” مدرسه رحيميه“ بعد ” دار العلوم ديوبند“ ۽ بعد ۾ مخالف مڪتب فڪر جي صوفي عالم مولوي احمد رضا خان ( متولد ١٨٥٥ع) جي قائم ڪيل ” جامعه مناظر الاسلام“، روهل کنڊ ۾ هماليه جي ڳوٺ ” بنس بريلي“ ۾ ديني جوش و خروش سان هندستاني مسلمانن جي تعليم ۽ تربيت جو سلسلو جاري رکيو. لاديني سياست ۽ جديد تعليم جي سربراهي، آل انڊيا مسلم ليگ ۽ انهيءَ جي قائد، قائد اعظم محمد علي جناح ( ١٩٤٨ - ١٨٧٦ع) جي ذمي رهي ۽ انجام ڪار ” پاڪستان“ جو قيام عمل پذير ٿيو.

مصور پاڪستان، علامه سرمحمد اقبال ( ١٩٣٨ - ١٨٧٧ع) سرسيد احمد جي تحريڪ جو روحاني وارث ثابت ٿيو ۽ ” خلافت تحريڪ“ (١٩٢٤ - ١٩١٩ع) جي حق ۾ نه هو. ١٩٢٠ع جي ڍاڪي ۾ سندس ڪيل هڪ تقرير جو حوالو هن طرح نقل ڪيو ويو آهي. ” خلافت تحريڪ، سياسي فتوائن ذريعي، مسلمانن جي ذهن تي مولوين جو قبضو بيهر بحال ڪري، سرسيد احمد جي ڪاوش تي پاڻي ڦيري ڇڏيو آهي. هن وقت لڳي ٿو ته ڪوبه شخص انهيءَ ڪان آگاهه نه آهي، ليڪن اڳتي هلي انهي جو تباهه ڪن اثر ظاهر ٿيندو“. ( ڊان - ايضا - ص ١٣).

## ٻن قومن جو نظريه ۽ علحدگي بعد حالات:

ٻي مهاڀاري لڙائي جي اقتصادي نقصان، ۽ نوآبادياتي بيٺڪن ۾ قومي آزاديءَ جي تحريڪن، برطانوي شهنشاهيت کي، مشرقي، ايشيائي ۽ افريقي، ملڪن ۾ ختم ٿيڻ تي مجبور ڪيو. بر صغير ۾، انهيءَ وقت ٻه عظيم سياسي رهنما پيدا ٿيا، جن جنگ ۽ خونريزيءَ بغير، اهو ڪجهه حاصل ڪيو جيڪو هٽلر ۽ اسٽالن، لکين انسانن جي رت ۾ ٽٻيون هڻي به حاصل ڪري نه سگهيا. اهي هئا: ( ١) مهاتما موهن داس ڪرمچند گانڌي ۽ (٢) قائد اعظم محمد علي جناح ( ١٩٤٨ع - ١٨٧٦ع). تاهم ٻنهي ۾ نقطئه نظر جو فرق

هو. مهاتما گانڌي " هندستاني قوم" جو نعرو بلند ڪيو. ليڪن هندو اڪثريت ۽ مذهبي ڪٽرپڻي جي باعث، اهو نعرو هندستاني مسلمان اقليت لاءِ قابل قبول نہ هو. قائد اعظم محمد علي جناح جو موقف هو تہ " اهو هڪ خواب آهي تہ هندو ۽ مسلمان ڪڏهن هڪ قوم بنجي ويندا..... هنن جو ٻن مختلف مذهبن، فلسفن، سماجي ريتن رسمن ۽ ادب ( جي ٻن مختلف قسمن) سان تعلق آهي. هو نہ باهمي شاديون ڪن ٿا ۽ نہ گڏجي کائن ٿا...... دراصل هنن جو تعلق ٻن مختلف تهذيبن سان آهي. قوميت جي هر وصف جي لحاظ سان، مسلمان هڪ قوم آهن ۽ هنن جو هڪ ( ڌار) وطن، علائقو ۽ ( آزاد) رياست هجڻ گهرجي." ( قائد اعظم جناح، اسٽڊيز ان انٽر پرٽيشن، ڪراچي ١٩٨١ع، ص ص ٩٣ - ۴٩٢، مدير شريف المجاهد، ناشر قائد اعظم اڪيڊمي ، ڪراچي)

تاريخ ١۴ آگسٽ ١٩۴٧ع تي هندستاني مسلمانن جو آزاد وطن "پاڪستان" بر صغير ۽ دنيا جي نقشي تي نروار ٿيو ۽ تاريخ ١۵ آگسٽ ١٩۴٧ع کان باقي بچيل برطانوي هندستان، هڪ سيڪيولر جمهوري رياست " انڊيا" ۽ " هندستان" ۽ ڪڏهن " ڀارت" جي نالي سان قائم آهي. ٻنهي آزاد رياستن ۾ شروع کان " ڪشمير جو مسئلو" جنگ و جدل جو سبب بڻيل آهي.

هڪ بيباڪ اديب، امر جليل، هندستان جي ورهاڱي بابت لکي ٿو تہ، "منهنجي خيال ۾، ١٩۴٧ع وارو هندستان جو ورهاڱو، بيحد هيبتناڪ واقعو هو......... هن صدي ( ويهين صدي عيسوي) جو سڀني واقعن کان وڌيڪ خوفزده ڪندڙ واقعو انسان جي تاريخ ۾ بي مثال قتل عام جو باعث هو، جنهن هندن ۽ مسلمانن جي درميان ڀائيچارو ختم ڪري ڇڏيو. ٻنهي قومن کي پنهنجي اباڻن گهرن مان بيدخل ڪري، لٽيو ۽ برباد ڪيو ويو. دنيا اڳ ڪڏهن بہ، بدحال انسانن جا اهڙا اڻڳڻ انبوهہ نہ ڏٺا هئا. ورهاڱي ڪانوني هنن ٻن دشمن قومن کي امن جو هڪ ڏينهن بہ نصيب نہ ٿيو آهي، هنن ٻن ملڪن ۾ ٻار، انهي لاءِ جمي وڏا ٿيندا آهن تہ هڪ ٻئي سان نفرت ڪن. ( ڊان مئگزين، ٢٦ ڊسمبر ١٩٩٩ع ص ٢٧)

معتبر اعداد و شمار مطابق تخمينا ست لک مسلمان مهاجرين پاڪستان جي سرحدن ۾ داخل ٿيا، ۽ اندازا ۴۵ لک سک ۽ هندو، پنهنجو اباڻو وطن

ڇڏي، وڃي هندستان ۾ آباد ٿيا. آبادي جو اهو تبادلو، وحشتناڪ ظلم ۽ رتو ڇاڻ سان، ٿي گذريو: اٽڪل روءِ پنج لک انسان بيگناهه ماريا ويا. ( اسوبيل، پاڪستان هئنڊبڪ هانگ ڪانگ، ١٩٨٩ ، ص ٢٩)

ڀارت ( هندستان) ۽ پاڪستان، آزاديءَ جي آغاز کان دشمنيءَ جي راهه تي هلي رهيا آهن. ڪشمير ، جهوناڳڙهه ۽ حيدرآباد جون رياستون زبردستي هندستان ۾ شامل ڪيون ويون، جن مناوِدر" آزاد ڪشمير" جو علائقو بچي ويو. ٻيو اهم تنازعه پاڻيءَ جي تقسيم تي ٿيو جيڪو " ورلڊ بئنڪ" جي مصالحت سان، سال ١٩٦٠ع ۾، " سنڌو طاس معاهدي" جي صورت ۾ حل ٿيو. انهي مطابق ٽي مشرقي نديون: راوي، ستلج ۽ بياس، هندستان جي حوالي ٿيون، باقي ٽن مغربي درياهن، سنڌو ندي، جهلم ۽ چناب ندين مان ٻه ١٣ لک ايڪڙ زمين جي آبپاشي جيترو پاڻي، هندستان کي ڏنو ويندو، انهيءَ جي عيوض، مغربي پاڪستان جي ڇئن صوبن ۾، بيروني امداد ( قرض) ذريعي ٽيوب ويل لڳائي پوک ڪرڻ جو پروگرام ناهيو ويو ۽ ڊئم ناهي پاڻي جو ذخيرو ڪرڻ جو طريقو اختيار ڪيو ويو. انهيءَ معاهدي بعد، محدود پاڻيءَ جي ڇئن صوبن ۾ انصاف سان ورهاست ڪرڻ جو مسئلو پيدا ٿيو. "واپڊا" ، يعني واٽر اينڊ پاور ڊيولپمينٽ اٿارٽي، پاڻي جي مسئلي کي حل ڪري نه سگهي آهي. تازو، هند - پاڪ ڪشيدگي دوران، هندستان جي مقتدر حلقن ظرفان پاڪستان جو پاڻي بند ڪرڻ ۽ پاڪستانين کي پاڻي جي ڦڙي لاءِ محتاج ڪرڻ جي ڌمڪي ڏني وئي، جيتوڻيڪ هندستان سان پاڻي جي ورهاست جو معاهدو، بين الاقوامي ضمانت هيٺ ڪيل آهي، تاهم زميني حقيقت اها آهي ته سنڌو ندي کي پرتي ڪندڙ چار درياهه، جهلم، چناب، راوي ۽ ستلج، هندستان جي علائقي مان وهي ٿيون اچن ۽ انهن جو پاڻي بند ڪرڻ هندستان جي وس ۾ ٿي سگهي ٿو. هيءَ دائمي دشمني، دوستي يا علائقائي تعاون ۾ تبديل ٿي سگهي ٿي، ليڪن انهي انقلابي واقعي جي رونما ٿيڻ لاءِ سازگار سياسي حالات ۽ جرئتمند قيادت جي ضرورت آهي.

" هندستان" ۽ پاڪستان" جي گذريل اڌ صدي جي تاريخ، علم التاريخ (Chronology) ذريعي هن طرح ذهن نشين ڪري سگهجي ٿي:

## سال ١٩٤٧ع:

برطانيہ سرڪار اعلان ڪيو تہ جون ١٩٤٨ع کان اڳ، هندستان جو اقتدار اعليٰ، ” ذميدار هٿن ۾“ منتقل ڪيو ويندو، لارڊ ويول جي جاءِ تي لارڊ مائونٽبيٽن کي ” وائيسراءِ هند“ مقرر ڪيو ويو. اها تاريخ ٢٠ فيبروري هئي. تاريخ ٣ جون تي لارڊ مائونٽبيٽن تقسيم هند جي رٿا جو اعلان ڪيو ۽ ١٥ آگسٽ تي، ” انڊين انڊ پينڊنس ائڪٽ“ بحال ٿيو.

## سال ١٩٤٨ع:

تاريخ ٣٠ جنوري تي، مهاتما گانڌي کي، هڪ هندو انتها پسند قتل ڪيو. لارڊ مائونٽبيٽن جي جاءِ تي، سري چڪروتي راجگوپال آچاريہ ٢١ جون تي هندستان جي پهرئين ديسي گورنر جنرل جي حيثيت ۾ عهدي جو حلف کنيو. تاريخ ١١ سيپٽمبر تي پاڪستان جو پهريون گورنر جنرل قائد اعظم محمد علي جناح گذاري ويو، ۽ خواجہ ناظم الدين اهو عهدو سنڀاليو. انهيءَ سال هندستاني فوجن حيدرآباد دکن رياست ۾ داخل ٿي، نظام دکن کي بيدخَل ڪري، حڪومت تي قبضو ڪيو ۽ رياست کي هندستان ۾ شامل ڪيو.

## سال ١٩٤٩ع کان سال ١٩٦٤ع:

تاريخ ٢٦ نومبر ١٩٤٩ع تي، ” هندستان جوآئين“ بحال ٿيو، جيڪو ٢٦ جنوري ١٩٥٠ع کان نافذ ٿيو. آئين تحت شري راجيندر پرساد صدر ٿيو ۽ ١٩٥٢ع ۾ عام انتخابات منعقد ٿيا، جنهن ۾ پنڊت جواهر لال نهرو جي قيادت ۾ انڊين نئشنل ڪانگريس اڪثريت حاصل ڪري،مضبوط سياسي حڪومت قائم ڪئي. سال ١٩٥٧ع ۾ ٻيهر عام انتخابات منعقد ٿيا ۽ ڪانگريس پارٽي جي اڪثريت بحال رهي. سال ١٩٥٩ع ۾، تبت جو ٻڌ روحاني رهنما، ” دلائي لاما“ چين جي تبت تي قبضي دوران، فرار ٿي، سياسي پناھ لاءِ هندستان ۾ داخل ٿيو ۽ کيس سياسي پناھ ڏني وئي. اتان

هند - چين مخاصمت جو آغاز ٿيو ۽ سرحدي جهڙپون شروع ٿيون. ساڳي سال گوا، ڊمن، ڊيو تي قبضي خالي ڪرائڻ لاءِ پورچيگيز سرڪار سان تنازع شروع ٿيو. سال جي پڇاڙي ۾ تاريخ ٩ ڊسمبر ١٩٥٩ع تي، آمريڪا جي صدر، ڊوائيٽ - ڊي آئزنهارو، هندستان جو دورو ڪيو. سال ١٩٦٠ع بيروني سربراهن جي هندستان ياترا جو سال هو. سويت يونين جي صدر، وورو شلوف ۽ وزير اعظم، خروشچيف، مصر جي صدر، جمال عبدالناصر ۽ جپان جي شهزادي ۽ شهزاديءَ، اڪيهيٽو ۽ مچيڪو، خيرسگاليءَ جا دورا ڪيا. ساڳي سال نئين دهلي ۾ " افرو - ايشين ڪانفرنس" منعقد ٿي. ٻئي سال، ١٩٦١ع جي ٢١ جنوريءَ تي، برطانيہ جي ملڪہ، ايلزبيٿ ثاني ۽ سندس شوهر، پرنس فلپ (ڊيوڪ آف ايڊ مبرگ) هندستان جو، هڪ آزاد ۽ خود مختيار ملڪ جي حيثيت ۾، خير سگالي دورو ڪيو. انهيءَ موقعي تي ڀارت جي جنتا يا هندستاني عوام، جي جذبات کي دنيا محسوس ڪيو ، جڏهن سابق مطلق العنان حڪمران، هڪ دوست ۽ همسر جي حيثيت ۾، خود دهلي هلي آيو. انهيءَ سال بنگالي هندو قومي شاعر، ۽ نوبيل انعام يافتہ، " رابندر ناٿ ٽئگور" جي، تاريخ ٨ مئي تي ورسي ملهائي وئي ۽ عوامي قومي جذبات کي اجاگر ڪيو ويو.

سال ١٩٦٢ع ۾، ڊاڪٽر راڌا ڪرشنن ۽ ڊاڪٽر ذاڪر حسين، هندستان جي صدر ۽ نائب جا عهدا سنڀاليا. ساڳي سال آڪٽوبر مهيني ۾ سرحدي تڪرار تان هند - چين جنگ لڳي، جنهن کي " نهرو - سرڪار" دانشمندي سان منهن ڏنو ۽ ڪشمير تي ٻہ پنهنجو قبضو جاري رکيو. تاريخ ٢٧ مئي ١٩٦٤ع تي، هندستان جو مقبول عوامي اڳواڻ ۽ شاطر سياستدان، پنڊت جواهر لال نهرو ديهانت ڪري ويو.

## پاڪستان جا حالات ۽ ١٧ - هين صدي کان ٢٠ هين صدي عيسوي دوران بر صغير هند پاڪ جو مجموعي سياسي جائزو:

١٧ - هين صدي عيسوي ۾ مغل شهنشاهيت عروج تي پهتي. ١٨

صدي عيسوي ۾ نادر شاھ جي حملي ( ١٧٣٩ع) ۽ محمد شاھ جي مغلوبي، مغل شهنشاهيت جو پرم ٽوڙي ڇڏيو. انگريز اڳئي هندستان ۾ پنهنجا پير ڄمائي چڪا هئا. سال ١٧٥٧ع ۾ پلاسي جي جنگ ۽ نواب سراج الدولھ جي شڪست ١٧٩٩ع ۾ سرنگاپٽم جي لڙائي ۽ ٽيپو سلطان جي شهادت ۽ ١٨٥٧ع ۾ جنگ آزادي جي ناڪامي بعد مغل شهنشاهيت جي جاءِ تي برطانوي شهنشاهيت قائم ٿي. ١٨٨٥ع ۾ آل انڊيا نئشنل ڪانگريس ۽ ١٩٠٦ع ۾ آل انڊيا مسلم ليگ جي قيام ۽ آزاديءَ لاءِ ڪيل ڪوشش جي نتيجي ۾، ١٩٤٧ع آزادي جو سال ثابت ٿيو. جينوٽيڪ انساني آبادي جو قتل عام دربدري ۽ ورهايل ٻن ملڪن هندستان ۽ پاڪستان ۾ سماجي اقتصادي ۽ سياسي حالات جي ابتري شروع ٿي. ١٩٤٨ع ۾ آزادي جا اصل اڳواڻ مهاتما گانڌي ۽ قائد اعظم محمد علي جناح هي دنيا ڇڏي ويا. ١٩٤٩ع کان ڪشمير جي تنازع کان علاوه اقتصادي عداوت شروع ٿي. انهيءَ سال هندستان، پاڪستان کي، ڪوئلي جي فراهمي بند ڪئي. ٥٢ – ١٩٥١ع ۾ عام انتخابات ذريعي، پنڊت جواهر لال نهرو، هندستان جو مضبوط قومي رهنما ٿي اڀريو ليڪن پاڪستان ۾، " قوم جي ابي" کان پوءِ "ملت جو قائد" ، نوابزاده لياقت علي خان، بہ هي دنيا ڇڏي ويو ۽ سياسي قيادت ٻي صف جي اڳواڻن سنڀالي، جن ۾ سياستدانن سان گڏ برطانوي راڄ جي ڪامورن بہ شموليت اختيار ڪئي. ١٩٥٨ع ۾ پهريون فوجي انقلاب آيو ۽ پوءِ پاڪستان جي سياست ۾، اهڙن انقلابن لاءِ دروازو کليل رهيو. فيلڊ مارشل ايوب خان کانپوءِ ٻئي فوجي انقلاب ذريعي پاڪستان جي حڪومت جي واڳ جنرل يحيٰ خان جي حوالي ٿي، جنهن بہ اهم اقدامات ڪيا: " ون يونٽ" ختم ڪري مغربي پاڪستان جا صوبا: سنڌ، بلوچستان، اتر الهندي سرحدي علائقوءِ پنجاب ٻيهر بحال ڪيا. ۽ پهريون دفعو عام انتخابات منعقد ڪرايا جيڪي آزادانہ ۽ حقيقي هئا: مشرقي پاڪستان ۾ بنگلہ بنڌو شيخ مجيب الرحمان جي عوامي ليگ، ۽ مغربي پاڪستان ۾ قائد عوام ذوالفقار علي ڀٽي جي پاڪستان پيپلس پارٽي، حڪومت ڪرڻ لاءِ منتخب ٿيون. عوامي ليگ ڇهہ نڪاتي نسخي ذريعي، علحدگي جي حد تائين صوبائي خود مختياري جي رٽ رٽي ۽ پيپلس پارٽي انتهائي مرڪزيت جي اصول تي زور ڏنو. ٻنهي

صدي عيسوي ۾ نادر شاهه جي حملي ( ١٧٣٩ع) ۽ محمد شاهه جي مغلوبي، مغل شهنشاهيت جو پرم ٽوڙي ڇڏيو. انگريز اڳئي هندستان ۾ پنهنجا پير ڄمائي چڪا هئا. سال ١٧٥٧ع ۾ پلاسي جي جنگ ۾ نواب سراج الدولہ جي شڪست ١٧٩٩ع ۾ سرنگاپٽم جي لڙائي ۾ ٽيپو سلطان جي شهادت ۽ ١٨٥٧ع ۾ جنگ آزادي جي ناڪامي بعد مغل شهنشاهيت جي جاءِ تي برطانوي شهنشاهيت قائم ٿي. ١٨٨٥ع ۾ آل انڊيا نئشنل ڪانگريس ۽ ١٩٠٦ع ۾ آل انڊيا مسلم ليگ جي قيام ۽ آزاديءَ لاءِ ڪيل ڪوشش جي نتيجي ۾، ١٩٤٧ع آزادي جو سال ثابت ٿيو. جينوٽيڪ انساني آبادي جو قتل عام دربدري ۽ ورهايل ٻن ملڪن هندستان ۽ پاڪستان ۾ سماجي اقتصادي ۽ سياسي حالات جي ابتري شروع ٿي. ١٩٤٨ع ۾ آزادي جا اصل اڳواڻ مهاتما گانڌي ۽ قائد اعظم محمد علي جناح هي دنيا ڇڏي ويا. ١٩٤٩ع کان ڪشمير جي تنازع کان علاوه اقتصادي عداوت شروع ٿي. انهيءَ سال هندستان، پاڪستان کي، ڪوئلي جي فراهمي بند ڪئي. ٥٢ - ١٩٥١ع ۾ عام انتخابات ذريعي، پنڊت جواهر لال نهرو، هندستان جو مضبوط قومي رهنما ٿي ابريو ليڪن پاڪستان ۾، " قوم جي ابي" کان پوءِ "ملت جو قائد" ، نوابزاده لياقت علي خان، بہ هي دنيا ڇڏي ويو ۽ سياسي قيادت بي صف جي اڳواڻن سنڀالي، جن ۾ سياستدانن سان گڏ برطانوي راج جي ڪامورن بہ شموليت اختيار ڪئي. ١٩٥٨ع ۾ پهريون فوجي انقلاب آيو ۽ پوءِ پاڪستان جي سياست ۾، اهڙن انقلابن لاءِ دروازو کليل رهيو. فيلڊ مارشل ايوب خان کانپوءِ ٻئي فوجي انقلاب ذريعي پاڪستان جي حڪومت جي واڳ جنرل يحيٰ خان جي حوالي ٿي، جنهن بہ اهم اقدامات ڪيا: " ون يونٽ" ختم ڪري مغربي پاڪستان جا صوبا: سنڌ، بلوچستان، اتر الهندي سرحدي علائقوءِ پنجاب ٻيهر بحال ڪيا، ۽ پهريون دفعو عام انتخابات منعقد ڪرايا جيڪي آزادانہ ۽ حقيقي هئا: مشرقي پاڪستان ۾ بنگلہ بنڌو شيخ مجيب الرحمان جي عوامي ليگ، ۽ مغربي پاڪستان ۾ قائد عوام ذوالفقار علي ڀٽي جي پاڪستان پيپلس پارٽي، حڪومت ڪرڻ لاءِ منتخب ٿيون. عوامي ليگ ڇهہ نڪاتي نسخي ذريعي، علحدگي جي حد تائين صوبائي خود مختياري جي رٽ رٽي ۽ پيپلس پارٽي انتهائي مرڪزيت جي اصول سي زور ڏنو. ٻنهي

جي ڪشمڪش ۾ هندستان جي خاتون وزير اعظم مسز اندراگانڌي جانبدار مداخلت جو حربہ استعمال ڪيو ۽ مشرقي پاڪستان ، فوجي ڪاروائي ذريعي، پاڪستان کان ٽٽي هڪ الڳ ملڪ ، " بنگلاديش" بنيو. اهو سال ١٩٧١ع هو. تاريخ ١٦ ڊسمبر ١٩٧١ع تي ڍاڪا جي پلٽن ميدان تي پاڪستان جي فوجين ، هندستاني جارح فوج جي اڳيان هٿيار ڦٽا ڪيا.

انهي تاريخي سانحہ کان اڳ ٽي دفعا هندستان ۽ پاڪستان جي وچ ۾ مغربي سرحدن تي جنگيون لڳيون. ١٩٤٨ع ۾ ڪشمير ، ١٩٦٥ع ۾ ڪڇ جو رڻ ۽ ساڳئي سال ٻيهر ڪشمير لڙائين جا محاذ هئا. ٽنهي لڙائين جو انجام، جنگبندي تي ٿيو. ڪڇ جي رڻ جو فيصلو بين الاقوامي عدالت ذريعي ٿي ويو، ليڪن ڪشمير جو مسئلو، تاشقند معاهدي، اقوام متحده جي ٺهرائن، پاڪستان جي ٻن حصن ۾ تقسيم ٿي وڃڻ بعد، سملا ٺهراءُ ۽ بعد جي مذاڪرات ۽ ٺهرائن، يا اڻ ٺهرائن جي دبيز تهن هيٺ دٻبو ويو. هاڻي اهو هند - پاڪ تعلقات جو ناسور بنجي چڪو اهي.

سال ١٩٧٤ع ۾ هندستان پهربون ائٽمي ڌماڪو ڪيو ۽ مسلسل جوهري آزمائش ذريعي هڪ ائٽمي طاقت بنجي ويو. لازمي طور تي پاڪستان کي بہ جوهري طاقت حاصل ڪرڻي پئي، جنهن جي ابتدا، ڀٽو حڪومت کان ٿي ۽ انجام نواز شريف جي مسلم ليگ حڪومت ۾ مڪمل ائٽمي صلاحيت حاصل ڪرڻ تي ٿيو. هاڻي ٻئي ملڪ، جيڪڏهن ٽڪرايا تہ اها ائٽمي جنگ ٿي سگهي ٿي، جنهن جا اثرات جنوبي ايشيا جي علائقي کان ٻاهر تائين تباهڪاري ڪندا. الله پناهہ ڏيندو!. بين الاقوامي برادري هند - پاڪ فوجي تصادم کي روڪڻ لاءِ سياسي حيلا وسيلا هلائي رهي آهي.

هندستان ۾، جنهن لاديني نظام حڪومت ۽ آئين جو آغاز ١٩٤٧ع ۾ ڪيو ويو هو، سو پڻ هڪ خطرناڪ انجام طرف وڌي رهيو آهي: هندو وشوپريشد، راسترپہ شيوڪ سنگهہ، بجرنگ دل وغيره جهڙيون هندو انتها پسند سياسي ۽ عسڪري جماعتون، هندستان جي لاديني سياست جو پردو ڦاڙي رهيون آهن جنهن مان علحدگي ۽ ورهاڱي جو اصل ڪارڻ چٽو نظر اچي ٿو. مسلمان اقليت کان علاوه سک، عيسائي ۽ هندو دلت، هندو ڌرمي سياست ۽ دهشتگرديءَ جو شڪار آهن. سال ١٩٨٤ع ۾ سکن جي گولڊن

ٽيمپل ( سوني مندر) ، واقع امر تسر ( مشرقي پنجاب) ۾ هندستاني فوجن داخل ٿي، سک مذهب جي بيحرمتي ڪئي. سک نيتا، سنت جرنيل سنگهہ ڀندراوالا جي قتل بعد، محترمہ اندرا گانڌي، وزير اعظم هندستان ، پنهنجي هڪ سک محافظ جي هٿان قتل ٿي وئي. تاريخ ٢١ مئي ١٩٩١ع تي سندس جانشين فرزند، راجيو گانڌي جو، هڪ خود ڪش تامل ناريءَ جي هٿان قتل ٿيو. ٻئي سال هندو انتها پسندن " ايوڌيہ" ۾ واقع " بابري مسجد". کي مسمار ڪري ڇڏيو.

ورهاڱي بعد، هندستان ۾ مقيم مسلمانن سان هندو اڪثريت جو برتاءُ، " ٻن قومن واري نظريہ" جي سچائيءَ جو عملي ثبوت آهي. پاڪستان ۾، هندستان جي مسلسل دشمني ۽ بيروني خواهہ اندروني حالات سبب، تاريخ مشڪل مرحلن مان گذرندي رهي آهي. مختصر تفصيل هن طرح آهي:

١: پاڪستان جو قيام : ١٤ آگسٽ ١٩٤٧ع

٢: ڪشمير ۾ هندستان سان پهرين لڙائي : ٢٧ آڪٽوبر ١٩٤٧ع.

٣: باني پاڪستان جي وفات: ١١ سيپٽمبر ١٩٤٨ع.

٤: اقوام متحده جي سلامتي ڪائونسل جي نهراءَ هيٺ ڪشمير ۾ جنگبندي: پهرين جنوري ١٩٤٩ع.

٥: لياقت نهرو معاهدو. ( اقليتن جي حفاظت جو اقرار) : ٨ اپريل ١٩٤٩ع.

٦: لياقت علي خان پهريون وزير اعظم پاڪستان، راولپنڊي ۾، قتل ٿيو: ١٧ آڪٽوبر ١٩٥١ع.

٧: پاڪستان جي دستور ساز اسيمبلي ۾، اردو ۽ بنگالي زبانن کي سرڪاري حيثيت ڏيڻ جو فيصلو ٿيو: ٣ جنوري ١٩٥٤ع.

٨: يونائيٽڊ اسٽيٽس آف امريڪا سان باهمي تحفظ جو معاهدو ٿيو: مئي ١٩٥٤ع.

٩: " بغداد پيڪٽ" جي تالي سان، يونائيٽيڊ ڪنگڊم ( برطانيہ) ، پاڪستان ترڪي ۽ عراق جي وچ ۾ باهمي تحفظ جو معاهدو طي ٿيو: ٢٣ سيپٽمبر ١٩٥٥ع.

١٠: پاڪستان جو پهريون آئين، دستور ساز اسيمبلي بحال ڪيو جنهن مطابق پاڪستان، اسلامي جمهوريت بنيو: ٢٣ مارچ ١٩٥٦ع.

١١: پهريون " مارشل لا" آئين رد، سياسي جماعتن تي بندش، ايوب دور جي ابتدا: ٧ آڪٽوبر ١٩٥٨ع.

١٢: جنرل محمد ايوب خان پاڪستان جي فوج جو سپهہ سالار پاڪستان جو وزير اعظم بنيو: ٢٤ آڪٽوبر ١٩٥٨ع.

١٣: بنيادي جمهوريتن جي اٺ سذي انتخابات ذريعي، جنرل ايوب خان پاڪستان جو منتخب صدر بنيو: ١٧ فيبروري ١٩٦٠ع

١۴: ساڳي طريقي سان قومي اسيمبلي جا انتخابات ٿيا : ٢٨ اپريل ١٩٦١ع.

١٥: هندستان سان ڀهرين پربور لڙائي: تاريخ ٦ کان ٢٢ سيپٽمبر، ١٩٦٥ع.

١٦: پاڪستان جي ڀهريون " ائٽمي ريئيڪٽر" ڪم ڪرڻ شروع ڪيو: تاريخ ٢٢ ڊسمبر ١٩٦٥ع.

١٧: " سويت يونين" جي مصالحت ذريعي تاشقند معاهدي تي دستخط ٿيا: تاريخ ٣ جنوري ١٩٦٦ع.

١٨: پاڪستان جو ٻيو " مارشل لا" : تاريخ ٢٦ مارچ ١٩٦٩ع.

ڏهہ سالہ ايوب دور ( ١٩٦٩ع - ١٩٥٨ع) جو خاتمو ۽ جنرل يحيٰ خان جو دور: ( ١٩٧١ - ١٩٦٩ع)

١٩: ٻي هند - پاڪ پربور لڙائي، : تاريخ ٣ کان ١٧ ڊسمبر ١٩٧١ع.

٢٠: يحيٰ خان جي برطرفي ۽ قائد عوام ذوالفقار علي ڀٽو، شهري چيف مارشل لا ائڊمنسٽريٽر ۽ صدر پاڪستان بنيو: تاريخ ٢٠ ڊسمبر ١٩٧١ع.

٢١: ٻئي مارشل لا جو خاتمو ۽ عارضي آئين جو انعقاد: تاريخ ٢٠ اپريل ١٩٧٢ع.

٢٢: هندستان سان سملا صلح معاهدو طي ٿيو: تاريخ ٢ جولاءِ ١٩٧٢ع.

٢٣: قومي اسيمبلي نئين آئين جي منظوري ڏني: تاريخ ١٠ اپريل ١٩٧٣ع

٢۴: پاڪستان جي اٽڪل نوي هزار جنگي قيدين جي رهائيءَ لاءِ هندستان سرڪار رضامند ٿي: تاريخ ٣٨ آگست ١٩٧٣ع.

٢٦: ڀهرين ڀٽو سرڪار ( ١٩٧٧ - ١٩٧١ع) جو فوجي بغاوت ذريعي تختو اونڌو ٿيو، ۽ پاڪستان سان ٽيون مارشل لا لاڳو ٿيو.: تاريخ ۴ جولاءِ ١٩٧٧ع.

٢٦: پاڪستان جي ڀهرئين منتخب وزير اعظم ، قائد عوام ذوالفقار علي ڀٽو کي قتل جي سازش ۾ ملوث هجڻ جي الزام هيٺ ڦاسي ڏني وئي: تاريخ ۴ اپريل ١٩٧٩ع.

٢٧: غير جماعتي بنيادن تي عام انتخابات منعقد ٿيا، جنهن جي نتيجي

۾ پاڪستان مسلم ليگ جو صدر، ميان محمد خان جوڻيجو وزير اعظم بنيو فيبروري ١٩٨٥ع.

٢٨: ٽيون مارشل لا ( ١٩٨٥ع -- ١٩٧٧ع) ختم ٿيو ۽ هڪ ريفرنڊم ذريعي جنرل ضياءُ الحق پاڪستان جو با اختيار صدر رهيو ۽ سندس دور ۾ ڪنيل اقدامات کي آئيني تحفظ ڏنو ويو: تاريخ ٣٠ ڊسمبر ١٩٨٥ع.

٢٩: جنرل ضياءُ الحق بهاولپور جي قريب هوائي حادثي ۾ فوت ٿيو: تاريخ ١٧ آگسٽ ١٩٨٨ع.

٣٠: عام انتخابات ۾ محترمه بينظير ڀٽو جي قيادت ۾ پاڪستان پيپلس پارٽي ٣٩ سيڪڙو ووٽن جي اڪثريت سان ڪامياب ٿي ۽ ڀٽو PPP سرڪار ٺاهي: تاريخ ١٦ نومبر ١٩٨٨ع.

٣١: هندستان سان ائٽمي تنصيبات تي حملي نہ ڪرڻ جو معاهدو ٿيو. تاريخ ٣١ ڊسمبر ١٩٨٨ع.

٢٢: ڪشمير ۾ عام بغاوت ۽ آزادي لاءِ مقامي جدوجهد جو آغاز ٿيو: جنوري ١٩٩٠ع.

٣٣: صدر پاڪستان، جناب غلام اسحاق خان، جنرل ضياءُ الحق جي طرفان دستور ۾ ڪيل ترميم ( شق ب - ٥٨) تحت، پيپلس پارٽي جي بينظير ڀٽو سرڪار کي ڊسمس ڪيو ۽ رئيس غلام مصطفيٰ خان جتوئي نگران وزير اعليٰ مقرر ٿيو: تاريخ ٦ جولائي ١٩٩٠ع.

٣٤: عام انتخابات ذريعي پاڪستان مسلم ليگ جو صدر ميان نواز شريف پاڪستان جو وزير اعظم ٿيو: تاريخ ٦ نومبر ، ١٩٩٠ع.

٣٥: ساڳي صدر، غلام اسحاق خان ، مسلم ليگ جي نواز شريف گورنمينٽ کي بہ ڊسمس ڪيو ۽ ميان معراج محمد نگران وزير اعظم مقرر ٿيو. تاريخ ١٨ اپريل ١٩٩٣ع.

٣٦: ٻيهر عام انتخابات ۾، محترم بينظير ڀٽو جي پاڪستان پيپلس پارٽي اڪثريت حاصل ڪري، ٻي ( ٽين ڀٽو) سرڪار ٺاهي: تاريخ ١٩ آڪٽوبر ١٩٩٣ع.

٣٧: جناب غلام اسحاق خان جي جاءِ تي، سردار فاروق لغاري صدر منتخب ٿيو: تاريخ ١٣ نومبر ١٩٩٣ع.

٣٨: هندستان سان مصالحتي مذاڪرات ناڪام ٿيا: جنوري ١٩٩٤ع.

٣٩: صدر فاروق لغاري پنهنجي پارٽي جي سرڪار ۽ وزير اعظم محترمہ بينظير ڀٽو کي ڊسمس ڪيو: تاريخ ٥ نومبر ١٩٩٦ع ۽ نگران وزير اعظم مقرر ٿيو.

٤٠: ٻيهر عام انتخابات جي نتيجي ۾ ميان نواز شريف ٻيهر وزير اعظم منتخب ٿيو: تاريخ ٣ فيبروري ١٩٩٧ع.

٤١: ٽن سالن ( ١٩٩٧ - ١٩٩٤ع) جي وقفي بعد، هند - پاڪ مذاڪرات ٻيهر شروع ٿيا، جيڪي خارجہ سيڪريٽري جي سطح تي هئا: تاريخ ٢٨ مارچ ١٩٩٧ع.

٤٢: صدر لغاري مستعفيٰ ٿيو ۽ رٽائرڊ جج،ضدر منتخب ڪيو ويو: تاريخ ٢ ڊسمبر ١٩٩٧ع.

٤٣: هندستان جي ائٽمي ڌماڪن جي موٽ ۾ پاڪستان پنج ڪامياب ائٽمي ڌماڪا ڪري، " ائٽمي ڪلب" ۾ شامل ٿي ويو: تاريخ ٢٨ مئي ١٩٩٨ع.

٤٤: محترمہ بنظير ڀٽو جي خلاف انڌا ڌنڌ احتسابي مقدما قائم ڪيا ويا، جن مان هڪ ۾ ڪيس ۽ سندس خاوند ، آصف علي زرداري کي، پنج سال قيد ۽ سياست مان نيڪالي جي سزا ٻڌائي وئي. ( جيڪا بعد ۾ سپريم ڪورٽ معطل ڪئي): تاريخ ٥ اپريل ١٩٩٩ع.

٤٥: ڪشمير جي ڪرگل چوٽين تي فوجي ڪاروائي ذريعي قبضو ڪيو ويو، جيڪو امريڪي صدر بل ڪلنٽن جي مداخلت بعد هٽايو ويو: جون جولاءِ ١٩٩٩ع.

٤٦: ٽن مهينن بعد، نواز شريف سرڪار کي هٽائي، چيف آف آرمي اسٽاف، جنرل پرويز مشرف فوجي حڪومت قائم ڪئي، ليڪن " مارشل لا" جو اعلان نہ ڪيو. تاريخ ١٢ آڪٽوبر ١٩٩٩ع.

هن وقت مشرف سرڪار جي ڏنل " روڊ مئپ" يا جمهوريت ڏانهن واپسيءَ جي پروگرام مطابق ايندڙ آڪٽوبر ۾ عام چونڊون ٿيڻيون آهن، جنهن بعد ۾ هڪ نئون سياسي پئڪيج عمل ۾ آندو ويندو.

تاريخي لحاظ سان ١٩٤٧ع جو واقعو، هندستان جو ورهاڱو ، پاڪستان جو قيام ۽ انسان جي تاريخ جي بيحد وڏي ۽ بدترين لڏپلاڻ، هڪ

حقيقت آهي، ليڪن تاريخ جو اصل بنياد خود واقعات نہ آهن. تاريخي واقعات اوچتو پيدا نہ ٿي پوندا آهن. انهن واقعن ۾ هڪ ربط ۽ منطق سمايل هوندو آهي هڪ قوم جي تاريخ ۾ حادثات جو عنصر تمام گهٽ هوندو آهي ۽ انهي ڪان بہ گهٽ اهڙن واقعن جو وجود هوندو آهي، جيڪي تاريخ جو رخ موڙي ڇڏين. مختصر عرصي تائين واقعات جو اثر رهي ٿو ۽ جيڪڏهن انهن واقعن جو عوام جي رخ ۽ رغبت تي اثر نہ ٿيو تہ اهي واقعات درگذر ٿي وڃن ٿا ليڪن پاڪستان جو قيام، واقعاتي ربط ۽ منطق جو هڪ مثال آهي.

ٻارهين صدي عيسوي کان اٺويهين عيسوي تائين ست صديون مسلسل مسلمانن جي هندستان تي حڪمراني رهي. تاهم هندستان ۾ هندن جي اڪثريت هئي ۽ انهن کي زبردستي مسلمان نہ ڪيو ويو. هندو اڪثريت تي حڪومت هلائڻ لاءِ مسلمان سلطانن ۽ شهنشاهن کي، صوفي بزرگن ۽ پنهنجي هم نسل ۽ هم مذهب لشڪر جي اثر رسوخ ۽ زور بازو تي انحصار ڪرڻو پيو. حڪومت جي معاملات ۾ هندو اهليت جو بہ ڀرپور فائدو حاصل ڪيو ويو ليڪن هڪ هندو مسلمان مشترڪ معاشرو قائم نہ ٿي سگهيو. ڇاڪاڻ تہ هنن ٻن قومن ۾ مذهب کان علاوه سماجي ۽ فڪري اختلاف هو، پوءِ بہ هڪ ٻئي کي برداشت ڪرڻ ۽ انصاف سان هلڻ جي هڪ روايت قائم ٿي، جيڪا هڪ هزار سالن کان مٿي عرصي لاءِ قائم رهندي آئي. انهي روايتي ربط ۽ منطق ۾ تڏهن خلل پيدا ٿيو، جڏهن هندستان مسيحي انگريزن جي حڪمرانيءَ هيٺ آيو. انهن، " ورهايو ۽ راڄ ڪيو" (Divide and Rule) جو طريقو اختيار ڪيو. صوبائي سياست ۽ شهرن ۽ ٻهراڙي جي الڳ قيادت مقرر ڪرڻ سان، تفريق ۽ علحدگيءَ جو سلسلو شروع ٿيو. شهري قيادت ٻهراڙي جي وڏيره شاهي کان مختلف ۽ ٻهراڙي جي اڪثريت کان خائف ٿيندي وئي. سال ١٩٠٩ع ۾ انگريز حڪمت عملي واضح طور تي عمل پذير ٿي: " منٽومورلي رفارمس" کان " مانٽيگو چيلمسفورڊ رفارمس" (١٩١٩ع) ۽ آخرڪار ١٩٣٥ع وارن سڌارن، ڌار ڌار هندو ۽ مسلمان اڪثريتي صوبن ۾، انگريز راڄ کي مستحڪم ڪيو. ان وقت مسلمان اڪثريتي صوبن جو مطالبو، هلنديءَ کي هلائڻ (Status Quo) ۽ مسلمانن جي حقن جي حفاظت ڪرڻ هو. سياسي نظام ۾، جداگانہ انتخابات

” ڪميونل ايوارڊ“ ” لوڪل سيلف گورمينٽ“ ، مسلمانن لاءِ حڪومت ۾ شموليت جي ڪافي گنجائش پيدا ڪئي ۽ هنن صوبائي خود مختاريءَ کي پنهنجو نصب العين بنايو. بمبئي کان ” آزادي“ ملڻ بعد، ” سنڌ“ علائقائي سياست طرف رخ رکيو. پنجاب سک، هندو ۽ مسلمان مفادات جي چڪري ۾ ڦرندو رهيو. بنگال جو محور اقتصادي هو ۽ سال ١٩٣٧ع جي چونڊن ۾ ڪنهن بہ سياسي پارٽيءَ کي اڪثريت حاصل نہ ٿي سگهي. مولوي فضل الحق جي ” پروجا سميتي“ پارٽي، قائد اعظم جي ” آل انڊيا مسلم ليگ“ سان گڏجي مخلوط صوبائي حڪومت ناهي، جنهن لاءِ ” آل انڊيا نئشنل ڪانگريس“ راضي نہ هئي. بنگال ۾ مسلمان وزير اعليٰ ”ڪانگريس پاليسي“ موجب قابل قبول نہ هو. اتر الهندي سرحدي علائقہ ۾ فقط ٨ سيڪڙو هندو ۽ سک آبادي هئي، تنهن ڪري مسلمان اڪثريت، ”مسلم ليگ“ جي محتاج نہ هئي. ليڪن جڏهن عام راءِ ورتي وئي تہ پاڪستان سان الحاق جي حق ۾ وئي. مجموعي طور تي هندستان جي مسلم عوام اجا هڪ قومي اسلامي اتحاد قائم نہ ڪيو هو تہ ” پاڪستان“ جو قيام عمل ۾ اچي ويو. ديوبند جي علماءِ ۽ مسلمان ڪانگريسي رهنمائن جي مخالفت جي باوجود هندستان ۾ هڪ الڳ مسلم اڪثريتي رياست قائم ٿي ۽ هندستاني مسلمانن جي اڪثريت جيڪي هندو اڪثريتي صوبن ۾ آباد هئا، هندستان ۾ ئي رهيا. جڏهن تہ فسادن ۽ خونريزي جو نشانو ٿيل، بي سروسامان مسلمان جڏهن پاڪستان ۾ پناهہ وٺڻ لاءِ روانہ ٿيا، تڏهن مزيد ظلم وستم جو نشانو ٿيا. پاڪستان ۾ انهن جي آبادڪاري خاص طور تي سنڌ جي شهرن ۾ ٿي ۽ وقت گذرڻ سان سندن سياسي مطالبن هڪ مهاجر قوميت ۽ سندن سياسي جماعت مهاجر قومي موومينٽ (MQM) کي جنم ڏنو. پاڪستان مسلمان اڪثريتي آبادي جو ملڪ هو، ليڪن صوبائي سياست ۽ علائقائي ثقافت سبب، الڳ مقامي شناخت ۾ ورهايل هو، تنهن ڪري پاڪستان سرڪار شروع کان قومي يڪجهتي، سالميت ، نظريہ پاڪستان ۽ نظريہ اسلام تي زور ڏنو. ليڪن مقامي حالتن ۽ عوامي رجحان، علائقائي ثقافت ۽ صوبائي خود مختياري طرف رخ رکيو. ” بنگال“ ۾ اردو ” قومي زبان“ طور رائج ڪرڻ ۽ بنگالي زبان کي فقط علائقائي حيثيت ڏيڻ تان، فساد ۽ علحدگي جي

شروعات ٿي، جيڪا اقتصادي استحصال ۽ اڪثريتي سياسي حقوق کان محرومي جي سوالن کان ٿيندي، آخر شيخ مجيب الرحمان جي ڇهن نڪاتي پروگرام کي پهتي ۽ تاريخ ١٦ ڊسمبر ١٩٧١ع تي "مشرقي پاڪستان" بنگله ديش" بنجي ويو.

"پاڪستان" پوءِ به قائم آهي، ڇاڪاڻ ته پاڪستان جو عوام محنت ڪش محب وطن ۽ پڪي ايمان وارو آهي. تاهم داخلي سياسي ڪمزوري، بيروني امداد سان دور ٿي نه ٿي سگهي. امن اتحاد ۽ ترقي، قومن ۽ ملڪن جي طاقت جي ضمانت آهن. انصاف، پائيچارو ۽ برابري، پائداري جو اصل بنياد آهن. حب الوطني، صحيح تعليم ۽ تربيت ۽ صحيح جمهوريت جوان نسلن جي زندگي جي راه آسان بنائيندڙ آهن. انهن سڀني عملي صورتن جي عدم موجودگيءَ ۾، محض تلقين ۽ مرڪزي ضابطو، گهربل اهداف حاصل ڪري نه ٿا سگهن، هي تاريخ جو سبق آهي، جنهن کي ياد نه رهندو، اهو بينچ تي اٿي بيهندو ۽ تاريخ جو سبق پيهر پڙهندو. علامه اقبال جو خواب، "دنيا جي امامت" مسلم امه جو نصب العين هجڻ گهرجي، جنهن لاءِ صداقت، امانت ۽ شجاعت لازمي شرط آهن. انسانن کي انسان- دوست رهبرن، سرواڻن ۽ انصاف پسند حاڪمن جي ضرورت آهي.

## رياست جمون ۽ ڪشمير:

جيئن يورپ ۾ سئٽزرلئنڊ، تيئن ايشيا ۾ ڪشمير، ڌرتي تي بهشت آهن، ليڪن اتي آباد انسانن جي تاريخ مختلف آهي. ڪشمير جي تاريخ ۾ "لتادتيه" جو راڄ (٧٥٢ - ٧١٥ع) ۽ سلطان زين العابدين جي بادشاهي (١٤٧٠ - ١٤٢٠ع)، سونهري دور سڏيا وڃن ٿا. سال ١٥٨٦ع ۾ هندستان جي مغل شهنشاه اڪبر اعظم (١٦٠٥ - ١٥٥٦ع) ڪشمير فتح ڪري، پنهنجي حڪومت هيٺ آندو. سال ١٧٥٦ ۾ احمد شاه ابدالي (١٧٧٣ - ١٧٤٧ع) ڪشمير فتح ڪري، افغانستان جي دراني بادشاهت هيٺ آندو. پنجاب جي سک مهاراجا رنجيت سنگهه (١٨٣٩ - ١٧٨٠ع) سال ١٨١٩ع ۾، ڪشمير تي قبضو ڪري اتي هڪ باصلاحيت ليڪن گهٽ سماجي

حيثيت جي هندو، گلاب سنگهہ کي ڪشمير جو راجا مقرر ڪيو، جنهن ”لداخ“ ۽ ”بلتستان“ جا علائقا زير ڪري ڪشمير رياست ۾ شامل ڪيا. مهاراجا رنجيت سنگهہ جي موت بعد، جڏهن سکن ۽ انگريزن جي لڙائي شروع ٿي (١٨٤٦ع) ، تڏهن راجا گلاب سنگهہ انگريزن جو ساٿ ڏنو. پنجاب جي سک شاهي جي خاتمي ۽ انگريز راڄ جي قيام بعد، ڪشمير جي سرزمين، پنجهتر لک روپين جي نالي ماتر قيمت تي، برٽش ايسٽ انڊيا ڪمپني، راجا گلاب سنگهہ کي وڪرو ڪري ڏني. اهو سندس وفاداريءَ جو انعام هو. انگريزن هن سرزمين کي ”جموں ۽ ڪشمير رياست“ جو نالو ڏنو، ۽ سندن سرپرستيءَ ۾ ”ڊوگراشاهي“ جي مطلق العناني، مسلمان اڪثريت واري هن رياست جو مقدر بڻجي وئي.

رياست جموں ۽ ڪشمير، جاگرافيءَ جي لحاظ کان، ٽن مکيہ علائقن تي مشتمل آهي: (١) ڏکڻ ۽ اولهہ ۾، جموں – پونڇ علائقو. (٢) مرڪزي علائقي ۾، ڪشمير جي وادي ۽ ملحق ايراضيون ۽ (٣) اتر ۾ مٿاهين سنڌوندي جو بلند علائقو. جملي ايراضي ٨٦١، ٨٥ چورس ميل شمار ڪئي ٿي وڃي. جموں – پونڇ علائقو زميني طور تي پنجاب جي مٿانهين پٽ جي توسيع آهي. هندو آبادي ڪافي تعداد ۾ آهي. پونڇ جي غريب آبادي ۾ ڪافي صحتمند ۽ برجستہ انسانن جي موجودگي سبب، انگريز سرڪار هتان فوجيڀرتي ڪندي هئي.جموں ۽ ڪشمير رياست جي اڪثرآبادي ڪشمير جي واديءَ ۾ مقيم آهي. ڪشميرين جو ٧٧ سيڪڙو مسلمان آهي. واديءَ جي جملي ايراضي، اتر – اولهہ کان ڏکڻ – اوڀر تائين ، اٽڪل ٢٠٠٠ (ٻہ هزار) چورس ميل آهي، جيڪا پنجن کان ڇهن هزار فٽن جي بلندي تي، مٿاهين ”جهلم ندي“ سان سيراب ٿئي ٿي. ”بارامولا“ وٽ، هڪ خوبصورت گهاٽي (سوڙهي لڪ) ذريعي ”جهلم“ ، ”ڪشمير“ کان جدا ٿي، ”پنجاب“ ۾ داخل ٿئي ٿي. (ڪشمير جي مسئلي ۾ پاڻي جي اهميت، هڪ خاص عنصر آهي) واديءَ ڪشمير جون سرحدون، جنوب ۾ پير پنجل ۽ شمال ۾ ”هرامک“ پهاڙي سلسلي (١٥٠٠٠ – ١٢٠٠٠ فٽ بلند) سان ملن ٿيون. انهيءَ جي پريان ”ڪشن – گنگا“ جي اونهي وادي، ڪشمير جي وادي سان متوازي آهي. پوءِ هماليہ جبل، ويهہ هزار فٽن جي بلندي تي

"زوجي لا" لڪ ( ١١,٥٧٨ فٽ بلند) ذريعي پار ڪجي ٿو ۽ " لداخ" جو پهاڙي علائقو شروع ٿو ٿئي. " چمپ" جي گهٽ آبادي واري ڏورانهين علائقي سان متصل مٿين چناب وادي، به ڪشمير واديءَ سان شامل ڪئي وجي ٿي. مٿاهين سنڌو ندي " لداخ" ۽ " بلتستان" مان گذري ٿي. " ڪرگل" ۽ "اسڪردو" جي وچين طاس ( سيرابي علائقو) وٽان اقوام متحده جي نظر داري هيٺ قائم جنگندي لائين گذري ٿي ۽ اها، " لداخ" جي " ٻڌ ڌرم" واري اڪثريتي علائقي ۽ " بلتستان" جي مسلمان اڪثريتي علائقي جي ڪم و بيش سرحد به ليکي ٿي وجي. ( چئمبرسس - ايضا - ج ٨ ، ص ١٨٨) لداخ پهاڙي سلسلي ۽ شيوڪ مددي ندي جي پرپان قراقرم پهاڙي سلسلي جي مشرقي سرحد ملي ٿي. " روندو" جي مقام وٽ، " سنڌوندي" عجيب انداز ۾ " بلتستان" جو مٿاهون پٽ ڇڏي، هڪ وسيع گهاٽي جي وچان ورڪائي، " گلگت" جي " هنزه" ندين سان ملي وڃي ٿي ۽ پوءِ " ناگا پربت" جي هيٺان وهي، پنجاب جي مٿاهين پٽ طرف وڌي ٿي.

## ڪشمير جو مسئلو:

" ڊوگرا راڄ" ۾، تاريخ ١٣ جولاءِ ١٩٣١ع تي، هڪ پٺاڻ مسلمان عبدالقدير تي، سرينگر جي سنٽرل جيل ۾، بغاوت جو مقدمو، بند ڪمري ۾ هلي رهيو هو. ٻاهر جمع ٿل احتجاج ڪندڙن کليل عدالت ۾ مقدمو هلائڻ جو مطالبو ڪيو. سرينگر جي ڊوگرا حاڪم، ترلوڪچند، گولي هلائڻ جو حڪم ڏنو. ٻاويهه احتجاجي گوليءَ جو شڪار ٿيا ليڪن ڪنهن کي به پُٺ ۾ گولي لڳل نه هئي. شهر ۾ مڪمل هڙتال ٿي ۽ هڪ هفتي تائين " شهيدن جو سوڳ" ملهايو ويو. ٻئي طرف جمون شهر ۾ هڪ درجن کان وڌيڪ مسلمان ڪشميري ماريا ويا ۽ ڪرفيو نافذ ڪيو ويو. سيالڪوٽ ڇانوڻي کان انگريز سرڪار جا سپاهي آيا، جن اچي شهر تي ڪنٽرول ڪيو. تاريخ ١٣ جولاءِ ١٩٣١ع ڪشمير جي تاريخ ۾ " شهيدن جو ڏينهن" ڪري ملهايو وڃي ٿو.

انگريزي سرڪار جي فوجي حمايت سان، جمون ۽ ڪشمير رياست جي عوام مٿان، " ڊوگرا راڄ" جو ظلم و ستم جاري هو، جڏهن هندستان

جا مسلمان هڪ الڳ آزاد وطن جي تحريڪ هلائي رهيا هئا. آل انڊيا مسلم ليگ جي الهه آباد واري اجلاس ۾ علامه محمد اقبال، هندستان ۾ مسلمانن جي الڳ مملڪت جو واضح تصور پيش ڪيو هو ۽ انهيءَ جي سرحدن ۾ ڪشمير شامل هو. پوءِ جڏهن علامه اقبال جو تصور حقيقت بنجڻ لڳو ۽ برطانوي هندستان جي صوبن ۽ مقامي رياستن، هندستان ۽ پاڪستان مان ڪنهن هڪ سان، الحاق ڪرڻ جا نهراءُ بحال ڪيا. تڏهن تاريخ ١٩ جولاءِ ١٩٤٧ع تي، سرينگر ۾، ” آل ڄمون ائنڊ ڪشمير ڪانفرنس“ جي اجتماع ۾ پاڪستان سان الحاق جو نهراءُ بحال ڪيو ويو. ان وقت ڊوگرا فوج، هن اجتماع جي چوگرد، موجود هئي ۽ ڪشميري مسلمانن جو قائد، چوڌري غلام عباس، اڳئي زير حراست هو.

جڏهن ١٤ آگسٽ ١٩٤٧ع تي پاڪستان جو قيام عمل ۾ اچي ويو، تڏهن ڪشمير جي راجا ” هري سنگهه“ هندستان سان الحاق جو اعلان ڪيو ٻن مهينن آڪٽوبر – نومبر، جي جابرانه ڪاروائين ۾ ٻن لکن کان مٿي ڪشميري – مسلمان، ڊوگرا فوج جي گولين ۽ سنگينن سان شهيد ڪيا ويا. ان وقت آزاد هندستان جي پتا، مهاتما گانڌي، پوڄا سميلن کي پاٺ ڏيندي فرمايو هو ته، ” جيڪڏهن ڪشمير جو عوام، پاڪستان سان الحاق جي حق ۾ آهي ته هن پرٿوي جي ڪا شڪتي، انهن کي ائين ڪرڻ کان روڪي نه سگهندي. ڪين پنهنجو فيصلو پاڻ ڪرڻ ڏنو وڃي.“ ( اسٽينلي لين پول جي ڪتاب، ” گانڌيز پئشن“ تان ورتل اقتباس، ڊان ڀهرين سپٽمبر ٢٠٠١ع ۾ ايم بي پنڊارا جو آرٽيڪل، گانڌي ائنڊ د فرسٽ ڪشمير وار.)

هندستان جي سياسي نيتا، ڀهرئين پرڌان منتري، پنڊت جواهر لال نهرو کي، مهاتما گانڌيءَ جي صلاح نه وڻي: تاريخ ٢ نومبر ١٩٤٧ع تي ، هن وراڻيو ته ” توهان ( مهاتما گانڌي) جي انهيءَ اشاري تي آءٌ حيرت زده آهيان ته ڪشمير، پاڪستان جي حوالي ڪيو وڃي..... حقيقت اها آهي ته ڪشمير، هندستان واسطي بيحد اهم آهي...... ڪشمير ٻلي اسانجي وسيلن جو زيان ڪري، اهو پاڪستان جو وڏيڪ زيان ڪندو.....“ ساڳي ڏينهن تي عوام کي خطاب ڪندي، پنڊت جواهرلال نهرو فرمايو ته: ” ....... جيڪڏهن ڪشمير پاڪستان جي حوالي ٿيو ته، منهنجي راءِ مطابق، اهو هڪ سانحو

ٿيندو..... ظاهر آهي ته جيستائين مڪمل امن امان قائم نه ٿيو آهي، تيستائين " استصواب راءِ" جو انتظام ٿي نه ٿو سگهي. مونکي انهيءَ جو امڪان نظر نه ٿو اچي." سندس انهيءَ اظهار خيال بعد، " برلاهائوس" ۾ منعقد ڪيل هڪ پوڄا سميلن ۾، تاريخ ٢٩ ڊسمبر ١٩٤٧ع تي. مهاتما گانڌي پنهنجي موقف جي هن طرح وضاحت ڪئي:

" مون ڪشمير بابت جو ڪجهه چيو هو، انهي تي منهنجي سخت سرزنش ڪئي وئي آهي، مون جيڪا صلاح ڏني، اها اهڙي صلاح آهي جيڪا هڪ ڪمترين انسان ڏئي ٿو سگهي...... بعض اوقات، اهڙي قسم جي صلاح ڏيڻ، فرض ۾ شمار ٿئي ٿي..... ڇاپامار ( اتر الهندي سرحدي علائقي مان ڪشمير ۾ داخل ٿيندڙ مجاهدين) چون ٿا ته ڪشميري مسلمان، هندو راڄ جي چڪيءَ ۾ پيسجي رهيا آهن ۽ اسين سندن امداد واسطي آيا آهيون..... مونکي ظاهر نظر اچي ٿو، جيئن ڪنهن ٻئي کي نظر اچڻ گهرجي، ته جيڪڏهن شيخ عبدالله ڪشمير جي اقليتي ۽ اڪثريتي آباديءَ کي پنهنجي قيادت هيٺ، متحد ڪري نه ٿو سگهي ته پيو ڪو فقط فوجي طاقت سان ڪشمير کي حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي نه ٿو سگهي. جيڪڏهن هن سلسلي ۾ درست واٽ سان درست قدم کنيو ويندو ته ملڪ جي موجوده اونداهي حالت ۾ ڪشمير لاءِ روشنيءَ جو هڪ ڪرڻو ثابت ٿي سگهي ٿو. اچو، پاڻ ۾ گڏجي ويهي، غير جانبدار ٽياڪڙي ذريعي، مسئلي کي حل ڪريون..... ڇا هندستان ۾ ڪوبه غير جانبدار نه آهي!".

انهيءَ زماني ۾ شيخ عبدالله هڪ مقبول ڪشميري رهنما هو. پنڊت جواهر لال نهرو سان قريبي دوستانه تعلقات هئس. تاهم سندس محدود الحاق جي شرط سبب قيد ڪيو ويو. الحاق جي دستاويز مطابق هندستان کي فقط دفاع، خارجي معاملات ۽ مواصلات جا کاتا ڏنا ويا هئا. باقي سرڪاري معاملات ۽ محڪمات متعلق جمون ۽ ڪشمير جي رياست کي اندروني خودمختياري ڏنل هئي، ليڪن پنڊت جواهر لال نهرو جو جانشين، مسٽر مورار جي ڊيسائي انهي الحاق جي دستاويز تان ڦري ويو، جيئن پنڊت جواهر لال نهرو خود پنهنجي تجويز مطابق اقوام متحده جي بحال ڪيل نهراءُ تان ڦري ويو هو، جنهن مطابق، ڪشمير ۾ براه راست راءِ شماري يا استصواب راءِ، ذريعي

الحاق جو فيصلي ڪرڻوهو. تاريخ ۳۰ آڪٽوبر ۱۹۵۰ع تي، سرينگر ۾، ڪشمير نئشنل ڪانفرنس جي ڪارڪنن کي خطاب ڪندي، پنڊت جواهر لال نهرو چيو تہ: " هڪ ڪشميري ۽ هڪ پارٽيءَ جي حيثيت ۾ مان نہ ٿو چاهيان تہ ڪشمير، پاڪستان جو حصو بنجي...... مان چاهيان ٿو تہ ڪشمير هندستان جو حصو ( بلڪ اٽوٽ انگ) رهي....." (ڊان ، ففٽي ييئرس اگو ۳۰ آڪٽوبر ۲۰۰۰ ع ص ۱۲). پهرين وزير اعظم جي هيءَ مرضي ،پارت ( هندستان) سرڪار جي مستقل پاليسي بنجي وئي ۽ جانشين وزير اعظمن مان ڪنهن بہ انهيءَ پاليسيءَ ۾ ڦيرڦار ڪرڻ جي جرئت نہ ڪئي.

هن محقق کي، آزاد ڪشمير ۾ هڪ مطالعاتي دوري دوران، " سڌن گليءَ" ۾، هڪ ڪشميريءَ سان گفتگو ڪندي، ڪشمير جي مسئلي جو جذباتي پهلو معلوم ٿيو. هن چيو: " آپ نہ تو سن ۱۹۴۷ع مين آزادي حاصل ڪرلي، ليڪن همين هندستانيون ڪي غلامي مين رهنہ ديا". انهيءَ ميار کان علاوه، معاشي ۽ اقتصادي لحاظ کان، ڪشمير پاڪستان جي شهرڳ آهي، ڇاڪاڻ تہ پاڪستان جا درياهہ اتان نڪرن ٿا. هندستان جي ورهاڱي ۽ ٻين قومن جي تسليم شده اصول مطابق، ڄمون ۽ ڪشمير جي سڄي رياست پاڪستان جو حصو هجڻ گهرجي. تاهم زميني صورتحال مختلف آهي، جيڪا فوجي طاقت جي ذريعي ۽ وڏي فضول خرچي سان گذريل اڌ صدي کان مٿي عرصي لاڪر قائم رکي وئي آهي. هندستان جي هٺڌرمي ۽ طاقت جي استعمال سبب تي جنگون لڳي چڪيون آهن ۽ چوٿينءَ جو خطرو موجود آهي. الله خير ڪري!

شروع ۾ ڪشمير جي تنازع ۾ ٻہ فريق هئا: پاڪستان ۽ هندستان، هاڻي ، ظلم و تشدد ۽ مسلسل فوجي دٻاء سبب، خود ڪشمير جو عوام، "حريت ڪانفرنس" ۽ انهيءَ جي عسڪري گروهن جي صورت ۾، ٽيون فريق اڀريو آهي. دراصل ڪشمير جي عوام ئي اصل فريق آهي، تاهم اقوام متحده جي قراردادن مطابق، استصواب راءِ جي ذريعي، هنن کي ٻن قابض فريقن، هندستان ۽ اصولي طور تي دعويدار فريق پاڪستان، مان ڪنهن هڪ سان الحاق جو فيصلو ڪرڻو آهي، ليڪن فيصلي لاءِ " استصواب راءِ" کي اڌ صدي کان مٿي عرصو ملتوي رکڻ، دٻاء ، قتل غارتگيري ۽ فوجي قبضي کان

تنگ آيد. بجنگ آيد ڪشميري عوام پنهنجي آزاد خودمختيار رياست جي حق ۾ راءِ ظاهر ڪرڻ جو مطالبو ڪري سگهي ٿو.

ڪشمير، جڏهن مسئلو بنيو هو، تڏهن عوامي سياست جو محور "پاڪستان" هو ۽ " هندستان" جي حد دخلي، داخلي ۽ عالمي طور تي ، "جارحيت" شمار ڪئي ٿي وئي. اڄ " پاڪستان" تي " سرحد پار دهشتگرديءَ" جو الزام لڳايو ٿو وڃي. هندستان جنهن " ڪشمير جو مسئلو" پيدا ڪيو، سو انهيءَ کي حل ڪرڻ کان نابري واري بيٺو آهي. اڌ صديءَ کان مٿي عرصي لاڳر جاري جبر و استداد، انهي دوران اسريل نوجوان ڪشميري نسل ۾ قومي آزادي لاءِ ذاتي جدوجهد کي جنم ڏنو آهي. ڏهاڪو سالن کان، آزاديءَ جي جنگ جاري آهي، جنهن کي نه هندستان، پنهنجي ست لک فوج جي مستقل قيام ۽ ڏهڪاءَ سان ختم ڪري سگهي ٿو ۽ نه پاڪستان کي " جهادي تنظيمن" تي ضابطو حاصل آهي. پاڪستان ڪشمير جي حاڪميت تان دستبردار به ٿي نه ٿو سگهي، ڇاڪاڻ ته اتان سندس درياهه وهي اچن ٿا. سال ١٩٦٥ع جي جنگ ۽ تاشقند معاهدي کانپوءِ، عالمي برادري ڪشمير جي مسئلي کي حل ڪرڻ جي سڌي ذميداريءَ کان اجتناب ڪري رهي آهي. " ٻه طرفه مذاڪرات" جي اصول، عملي حل جون راهون روڪي ڇڏيون آهن. هندستان جي پاڪستان دشمني "بنگله ديش" جي الڳ رياست بنجڻ جو باعث ٿي ۽ پوءِ شمله ٺاهه هيٺ " ٻه طرفه مذاڪرات" جي لاحاصل اصول کي، مسئلي جي حل ۾ طوالت لاءِ استعمال ڪيو ويو. " لاهور جي ٺاهه" مان ڪڙتيل نه نڪتو. " ڪرگل" ۾ پاڪستاني فوج جي ڪامياب ڪاروائي ( جون - جولاءِ ١٩٩٩ع) جنگ جو خطرو ڪڙو ڪيو. امريڪي صدر جي مداخلت سبب، پاڪستان جون فوجون هٽايون ويون ته خود پاڪستان ۾ فوجي انقلاب آيو ( ١٢ آڪٽوبر ١٩٩٧ع). سرينگر ۾ صوبائي اسيمبلي ۽ دهليءَ ۾" لوڪ سڀا" تي ٿيل حملن بعد، هن وقت هندستان ۽ پاڪستان جي جملي فوجي طاقت، سرحدن تي آمهون سامهون جمع آهي ۽ ٻنهي ملڪن کي ائٽمي طاقت به حاصل آهي. عالمي برادري ، خاص طور تي جنوبي ۽ مغربي ايشيا، چين، جپان، ۽ جنوب مشرقي ايشيا، ائٽمي لڙائي جي ممڪن اثرات کان ششدر آهي.

” آگره“ جي تاريخي شهر ۾ مذاڪرات ذريعي ، ٻہ طرفي ٺاهہ خاطر، تاج محل جي سايہ هيٺ، ٽن ڏينهن ( ١۴ کان ١٦ جولاءِ ٢٠٠٠ع) تائين، پاڪستان جي صدر جنرل پرويز مشرف ۽ هندستان جي وزير اعظم اٽل بهاري واجپائي پاڪ - هند تعلقات جي سڌاري تي ڳڻ ڳوت ڪئي هئي. معتبر حلقن مطابق ٺاهہ جو مسوده بہ تيار ٿيو، ليڪن آخري وقت تي اهو ترڪ ڪيو ويو، تاهم مذاڪرات کي جاري رکڻ جو فيصلو ڪيو ويو هو. بعد جي حالات، اهو امڪان بہ رد ڪري ڇڏيو آهي. عالمي برادري، ٻنهي ملڪن جي ٻيهر باهمي مذاڪرات لاءِ ڪوشش ڪري رهي آهي.

## افغانستان جي تاريخ:

احمد شاهہ ابدالي ( ١٧٧٣ - ١٧٢٢ع) جي وفات بعد، سندس فرزند جا نشين ” تيمور شاهہ“جي دور ( ١٧٩٣ - ١٧٧٣ع) ۾ قبائلي بغاوتون شروع ٿيون. حفاظت جي لحاظ کان دارالحڪومت ” قندهار“ مان ”ڪابل“ منتقل ڪيو ويو. تيمور شاهہ جي وفات بعد سندس پٽن جو تخت تان تڪرار شروع ٿيو، جنهن ۾ پنجون پٽ زمان شاهہ،بار ڪزئي سردار پائينده خان جي مدد سان، ڪامياب ٿيو. سندس ٻن ڀائرن، قندهار جي والي همايون خان ۽ هرات جي حاڪم محمود خان بغاوت ڪئي. همايون خان کي پڪڙي انڌو ڪيو ويو ۽ محمود خان ڀڄي وڃي ايران ۾ پناهہ ورتي. پوءِ احمد شاهہ ابدالي جي فتوحات ۽ عائد ڪيل خراج مان خرچ پوري ڪرڻ لا، زمان شاهہ سنڌ ۽ هند طرف متوجہ ٿيو، جتي انگريز مخالفت سندس رستو روڪيو. انگريزن کي ان وقت ڏکڻ ايشيا ۾ فرينچن ۽ افغانن جي حملي جو خوف هو. ايران جي شاهہ، فتح علي شاهہ، جي دربار ۾ انگريز سفير، ڪئپٽن جان مالڪم (John Malcolm) تجويز پيش ڪئي تہ افغان حڪومت تي ايراني دٻاءُ وڌو وڃي. اهو سال ١٨٠٠ع هو. ايران سرڪار، زمان شاهہ جي ڀاءُ محمود خان کي اڀاريو، جنهن قندهار تي قبضي ڪرڻ بعد ڪابل طرف پيشقدمي ڪئي، زمان شاهہ ان وقت سنڌ جي ٽالپر اميرن کي سيڪت ڏيڻ ۽ خراج وصول ڪرڻ لاءِ سنڌ ۾ هو. بهاولپور ۾ محمود خان جي ڪابل طرف

پيشقدمي جي خبر ملڻ بعد، تڪڙو دارالحڪومت طرف روانو ٿيو. اتي پهچي، محمود خان جي لشڪر کان مغلوب ٿيو. جهڙي طرح وڏي ڀاءُ "همايون خان" کي انڌو ڪرايو هئائين، تهڙي طرح سندس اکيون ڪڍيون ويون ۽ بالاحصار جي قلعي ۾ قيد ڪيو ويو. (١٨٠١ع)

محمود شاهه جي عياشي، نااهلي ۽ وزير فتح خان تي انڌي اعتماد سبب، افغان قبائل ۾ بغاوت پڙڪي ۽ زمان شاهه جي سڳي ڀاءُ شاهه شجاع الملڪ کي بادشاهه بنايو ويو. اهو سال ١٨٠٣ع هو. هن پنهنجي ويڳي ڀاءُ ۽ معزول بادشاهه محمود شاهه جون نه اکيون ڪڍرايون ۽ نه کيس قتل ڪرايو، فقط ساڳي " بالاحصار" جي ڪوٽ ۾ قيدي بنايو. محمود شاهه جي طرفدار ايراني سرڪار، مغربي سرحد تي دٻاءُ وڌايو. مشرقي سرحدن کان خالصا سرڪار جو باني، مهاراجا رنجيت سنگهه ( ١٨٣٩ - ١٧٨٠ع) پنهنجون سرحدون وسيع ڪري رهيو هو. اهڙي صورتحال ۾ افغان قوم اندروني انتشار جو شڪار هئي. وزير فتح خان جي سرڪشي ۽ افغان قبائل جي خود سري انتها کي پهتل هئي. هر قبيلي پنهنجي علائقي ۾ آزاد حڪومت قائم ڪري ڇڏي هئي. مايوسيءَ جي عالم ۾ شاهه شجاع کي انگريز دوستيءَ جي آڇ ٿي، جيڪا هن هڪدم قبول ڪئي. تاريخ ٧ جون ١٨٠٩ع تي، افغان - انگريز دوستي جي معاهدي تي، صحيحون ڪيون ويون.

دراصل ، انگريزن کي فرينچ - روس اتحادي فوجن جو افغانستان وچان گذري ، هندستان طرف، پيشقدمي ڪرڻ جو رستو روڪڻو هو. شاهه شجاع اهڙو وعدو ڪيو، ليڪن اجا انگريز سفارت ڪابل مان رواني مس ٿي ته بيشڪر ڀاءُ محمود خان ۽ سرڪش وزير فتح خان، شاهه شجاع جي حڪومت جو تختو اونڌو ڪري ڇڏيو. سال ١٨١٠ع ۾ آخري ناڪام مقابلي بعد، شاهه شجاع گرفتار ٿيو ۽ ڪشمير جي جنت نشان واديءَ ۾ قيد ڪيو ويو. ٻن سالن بعد قيد مان فرار ٿي، شاهه شجاع لاهور پهتو ۽ مهاراجا رنجيت سنگهه جي پناهه ۽ امداد جو طالب ٿيو، جنهن مورڳو " ڪوهه نور" هيرو ڪائنس کسي ڇڏيو. اهو سال ١٨١٢ع هو، ۽ پوءِ هو " لڌاياڻه" ۾ انگريزن جي سرپرستي جو طلبگار ٿيو. انگريزن، شاهه شجاع کي سنڌ جي ٽالپر اميرن کان خراج ڏيارڻ جي بهاني، انهي حڪومت خلاف استعمال ڪيو.

شاهہ شجاع کي ملڪ مان تڙي، افغان قوم چڱا ڏينهن ڪونہ ڏنا:
دراني شاهي خاندان جي آخري بادشاهہ محمود شاهہ جي وليعهد ڪامران خان
جي پيڻ، دراني شهزادي ۽ هرات جي واليءَ جي ننهن، ان وقت وزير فتح خان
۽ سندس ڀاءُ دوست محمد خان جي بدسلوڪيءَ جو شڪار ٿي، جڏهن اهي
اتي ايراني حملي کي روڪڻ لاءِ موڪليا ويا هئا. تنهن ڪري ڪامران خان
بارڪزئي قبيلي خلاف انتقامي ڪاروائي شروع ڪئي جيتوڻيڪ ان وقت
پوري افغانستان ۾ بارڪزئي قبيلو مقتدر هو. بارڪزئي وزير فتح خان کي
پڪڙي انڌو ڪيو ويو ۽ سندس ٢١ ڀائر، دراني خاندان سان پلاند ڪرڻ لاءِ
مشتعل ٿيا. دوست محمد پڇي وڃي ڪشمير پهتو هو، انهيءَ کي واپس
گهرائي ڪابل تي قبضو ڪيو ويو ۽ بارڪزئي اميرن جو شاهي خاندان
(١٨٢٦ع کان ١٩١٩ع ) شروع ٿيو.

سال ١٨٣٦ع ۾ ، امير دوست محمد، سکن کان پشاور واپس حاصل
ڪرڻ لاءِ، " جهاد" جو اعلان ڪيو. شاطر رنجيت سنگهہ اهڙي حرفت
ڪئي جو، جهادي لشڪر جا ڪماني پاڻ ۾ وڙهي پيا ۽ فيصلي ڪرائڻ لاءِ
"ڪابل" موٽي ويا. اهڙي طرح انهيءَ سال، " پشاور" هميشه لاءِ
"افغانستان" کان ڪٽجي ويو. ( برٽانيڪا ، ج١ ، ص ٢٤٣) انهي کان اڳ،
درانين کان تخت ڇڏائيندي، افغانستان جي علائقائي سالميت کي نقصان رسي
چڪو هو. انن سالن ( ١٨٢٦ - ١٨١٨ع) جي خانہ جنگيءَ ۾، بخارا جي
سلطان " بلخ" تي قبضو ڪيو. سنڌو ندي جي ٻئي ڪناري سان خالصا
سرڪار جو قبضو قائم ٿي ويو. سنڌ ۽ بلوچستان تان افغان بالادستي ختم ٿي
وئي. باقي افغانستان کي بارڪزئي ڀائرن پاڻ ۾ ورهايو. غزني، ڪابل ۽ جلال
آباد، امير دوست محمد جي حصي ۾ آيا، تنهنڪري هو سيني حاڪم
سردارن ۾ مک سردار بنجي ويو. اهو سال ١٨٢٦ع هو. سال ١٨٣٦ع ۾
پشاور جي مهم جي ناڪامي بعد امير دوست محمد انگريزن جي مدد حاصل
ڪرڻ جو فيصلو ڪيو، ليڪن انگريزن کي پنهنجو مقصد حاصل ڪرڻو هو:
نومبر ١٨٣٧ع ۾ ايران سرڪار انهي اقدام جي حمايت ڪئي، تنهنڪري
انگريزن کي افغانستان ۾ اثر رسوخ حاصل ڪرڻ جي ضرورت پيش آئي،
جيئن ايراني روسي پيشقدمي کي " هرات" وٽ روڪي سگهجي، جيڪو

”هندستان جو دروازو“ سمجهيو ويو ٿي. امير دوست محمد پشاور هٿ ڪرڻ ۾ مدد جو شرط وڌو، جيڪو رنجيت سنگهه سان ڪيل معاهدي جي خلاف هو، تنهنڪري انگريزن ، امير دوست محمد کي معزول ڪري، دراني شاهه شجاع کي ٻيهر ڪابل جي تخت تي ويهارڻ جو فيصلو ڪيو، انهي فيصلي تي عمل درآمد ڪرڻ لاءِ هندستان جي انگريز گورنر جنرل، لارڊ آڪلئنڊافغانستان تي حملي ڪرڻ جو حڪم ڏنو، اها پهرين انگريز – افغان جنگ هئي جيڪا چار سال ( ١٨٤٢ - ١٨٣٨ع) جاري رهي.

دوستيءَ جي باوجود، راجا رنجيت سنگهه پنجاب وچان، خيبرلڪ ذريعي، انگريز فوج جي افغانستان طرف پيشقدميءَ جي اجازت نه ڏني، ليڪن سنڌ جي ٽالپر اميرن سنڌ بلوچستان شاهراهه ڪان بولان لڪ ذريعي، انگريز فوجن کي واٽ ڏني. افغان قوم فقط پنهنجي ڪنهن قبيلي يا قبائلي اتحاد کان شڪست کاڌي آهي ۽ هن آزمائش ۾ به هو انگريز فوج هٿان مغلوب نه ٿيا.

جنرل سرجان ڪين (John Keane) جي ڪمان هيٺ انگريز فوج، مشڪل رستي جون مصيبتون ۽ رهزنيون برداشت ڪندي، اپريل ١٨٣٩ع ۾ ” قندهار“ پهتي ۽ اتي احمد شاهه ابدالي جي مقبره سان لڳ مسجد ۾ شاهه شجاع جي رسمي تاجپوشي ڪرائي وئي. جولاءِ – آگسٽ ١٨٣٩ع ۾ ڪابل ۽ غزني تي قبضي ڪرڻ بعد، ڪابل ۾ ٻيهر شاهه شجاع جي تاجپوشيءَ جي رسم ادا ڪئي وئي. امير دوست محمد بلخ طرف فرار ٿيو، آخربخارا ۾ کيس ڏوڪي سان گرفتار ڪيو ويو. تاهم افغان قبيلا پنهنجي سرزمين تي ڌاريو قبضو برداشت ڪري نه سگهيا ۽ ٻاهران ٿاڦيل بادشاهه هنن لاءِ قابل قبول نه هو تنهنڪري چوطرف بغاوت جي باهه ڀڙڪي وئي. امير دوست محمد بارڪزئي قيد مان فرار ٿي، انگريز قبضي خلاف پنهنجي حمايتين جي قيادت ڪئي. تاريخ ٢ نومبر ١٨٤٠ع تي ” پروورندره“ جي مقام وٽ هنن کي ڪاميابي حاصل ٿي. ليڪن ٻئي ڏينهن معلوم ٿيو نه امير دوست محمد ، ڪابل ۾، انگريزن اڳيان پيش پيو، جن کيس سندس اڪثر افراد خانه سميت ، باعزت هندستان روانو ڪري ڇڏيو. افغانن پوءِ به آڻ نه مڃي ۽ مقابلو جاري رکيو. افغانستان جي ناقابل برداشت سرديءَ جي موسم اچي وئي ۽ ڪابل ۾ انگريز ڇانوڻي وڌيڪ وقت برقرار نه ٿي رهي سگهي. امير دوست محمد جي

فرزند، اڪبر خان، سان انگريز فوج جي انخلاءُ بابت مذاڪرات ڪيا ويا. جاڪاڻ تہ فقط بارڪزئي قبيلي جو سردار سلامتي سان واپسي جي ضمانت ڏئي سگھيو ٿي. تاهم مذڪرات ڪي جاٽي واٽي ڏگھو ڪيو ويو. دراصل انگريز پوليٽيڪل ايجنٽ، سروليم هي مئڪناٽن (William Hay Macnaghten) ، ڪابل ڇڏڻ نہ ٿي چاهيو. آخري ملاقات ۾ اڪبر خان غصي ۾ اچي ڪيس پنهنجي هٿن سان قتل ڪري ڇڏيو ۽ انگريز فوجن کي هڪدم افغانستان خالي ڪرڻ جو حڪم مليو. تاريخ ٦ جنوري ١٨٤٢ع تي سخت سرديءَ ۾ اٽڪل ٤٥٠٠ انگريز ۽ هندستاني فوجي ڪماني ۽ سندن ١٢٠٠٠ سپاهي ڪابل مان ڪوچ ڪري ويا ۽ افغانين شاهہ شجاع کي قتل ڪري ڇڏيو. پوءِ سندن هٿيار بند گروهن پسپا ٿيندڙ انگريز فوج تي ڏڙا ڏڙ حملا ڪيا ۽ انهن مان ٿورا بچي هندستان پهتا.

ساڳي سال ١٨٤٢ع ۾، اونهاري جي موسم ۾، انگريز فوج ٻيهر ڪابل تي قبضو ڪيو، ليڪن نئين گورنر جنرل، لارڊ ايلنبرو (Ellenborough) فوجي ڪاروائيءَ کي سياسي حڪمت عملي ۾ تبديل ڪيو: امير دوست محمد کي آزاد ڪري، افغانستان روانو ڪيو ويو، جنهن ١٨٤٣ع کان ١٨٦٣ع تائين اتي انگريز دوست حڪومت هلائي. افغانستان ۾ ناڪاميءَ جي ڪسر سنڌ فتح ڪرڻ سان پوري ڪئي وئي. (١٧ فيبروري ١٨٤٣ع)

امير دوست محمد پنهنجي پوئين ويهہ سالہ دور حڪومت ( ١٨٦٣ - ١٨٤٣ع) دوران، قندهار، مزارشريف، ڪتغان ۽ هرات فتح ڪري پنهنجي حڪومت ۾ شامل ڪيا. ليڪن سندس وفات بعد سندس پٽن ۾ تخت تان تڪرار ڪڙو ٿيو. پنجن سالن ( ١٨٦٨ - ١٨٦٣ع) جي خانہ جنگي بعد ٽيون نمبر فرزند شير علي خان ڪامياب ٿيو، جنهن " روس " ڏانهن لاڙو رکيو. انگريزن ٻيهر فوجي ڪاروائيءَ جو فيصلو ڪيو ۽ ٻي انگريز - افغان ويڙهہ ٽن سالن ( ١٨٨١ - ١٨٧٨ع) تائين جاري رهي. انهيءَ وچ ۾ انگريز فوجن، افغانستان ۾ داخلا جا ٽي لڪ، خيبر، گومل ۽ بولان پار ڪيا (٢١ نرمبر ١٨٧٨ع) ۽ سال جي پڇاڙيءَ تائين جلال آباد ۽ قندهار تي قبضو ڪري ورتو. " روس" کي مد لاءِ پڪاريو ويو، ليڪن اتان صلح ڪرڻ جو مشورو

مليو. انهيءَ غم ۽ بيماريءَ جي حالت ۾ امير شير علي، تاريخ ٢١ فيبروري ١٨٧٩ع تي، مزار شريف ۾ دم ڏنو ۽ سندس فرزند يعقوب خان تخت نشين ٿيو ۽ ١٤ مئي ١٨٧٩ع تي " گندامڪ جي معاهدي" تي دستخط ڪيائين، جنهن موجب، انگريز حمايت جي عيوض، ڪابل ۾ مستقل انگريز سفارتخانو ۽ انهيءَ جي صلاح سان افغان خارجه پاليسي ۽ سرحدن جي نئين سرتعين جا شرط قبول ڪيا ويا. افغان قبائلي سردارن اهو معاهدو رد ڪيو ۽ تاريخ ٣ سپٽمبر ١٨٧٩ع تي انگريز سفير، ميجر سر پيري لوئي ڪئوگنري ۽ سندس محافظ دستي کي، بالا حصار ۾، قتل ڪيو ويو. انگريز فوجن حملو ڪري ڪابل تي قبضو ڪيو ۽ امير يعقوب خان کي معزول ڪري هندستان موڪليو ويو، ( جتي هو سال ١٩٢٣ع ۾ هڪ قيديءَ جي حيثيت ۾ گذاري ويو) سال ١٨٧٩ - ٨٠ جو سيارو انگريز فوج ڪابل ۾ گذاريو. جولاءِ ١٨٨٠ع ۾ امير دوست محمد بارڪزئي جو هڪ پوٽو عبدالرحمان خان ڪابل جي سياسي افق تي ابريو، ۽ انگريز، جيڪي ڪنهن طرح افغان مسئلي کي حل ڪرڻ لاءِ آتا هئا، انهن کيس افغانستان جو " امير" تسليم ڪيو ۽ مستقل سفارتخانه جو شرط واپس ورتو . وري انگريز فوج افغانستان مان ڪوچ ڪيو، ۽ ٻيهر مٿن، ٣١ آگسٽ ١٨٨٠ع تي، قندهار جي قريب، ميوند وٽ حملو ٿيو، يعقوب خان جو ڀاءُ ايوب خان انهيءَ لاءِ ذميدار هو، جنهن کي آخرڪار امير عبدالرحمان، ايران ۾ پناهه وٺڻ تي مجبور ڪيو. امير عبدالرحمان جي دور حڪومت ( ١٩٠١ - ١٨٨١ع) دوران سال ١٨٩٣ع ۾ ، برٽش انڊيا ۽ افغانستان جي سرحد مقرر ٿي، جنهن کي " ڊيورنڊلائين" (Durand Line) چئجي ٿو. برطانوي ماهر پيمائش، سرمارٽيمر ڊيورنڊ (Mortimer Durand) اها سرحدي لائين ٺاهي، تنهنڪري انهي تي سندس نالو پيو.

سال ١٩٠١ع ۾ امير عبدالرحمان وفات ڪئي ۽ سندس وڏو پٽ امير حبيب الله خان تخت نشين ٿيو، جنهن مرحوم امير جي اصلاحي ۽ جدت پسند پاليسيءَ کي جاري رکيو. افغان قوم جديد دور ۾ داخل ٿي رهي هئي: انهيءَ جو مثال ، حبيب اسڪول جي قيام، پڪن رستن ۽ پلين جي تعمير ۽ جديد مشينري ۽ اوزارن جي استعمال مان ملي ٿو. هڪ هفتيوار اخبار "سراج

الاخبار" جي سرخي سان فارسي زبان ۾ شايع ٿي. مشهور افغان مصنف، محمود طرزي جي ادارت ۾، انهيءَ اخبار سياسي سجاڳي پيدا ڪئي. فيبروري ١٩١٩ع ۾، پهرين مهاڀاري لڙائي جي خاتمي ۽ انهيءَ ۾ افغانستان جي غير جانبردار ڪردار جي بنياد تي، امير حبيب الله خان، مطالبو ڪيو تہ " پئرس امن اجلاس" ۾ " افغانستان جي مڪمل آزادي، خودمختياري ۽ مستقل آزاد حيثيت تسليم ڪئي وڃي." ( برتانيڪا - ايضا - ص ٢۴۴) ساڳي مهيني ۾ ٢٠ تاريخ جي رات، امير حبيب الله خان قتل ٿي ويو. سندس ٽيون نمبر پٽ امير امان الله خان، سندس ننڍي ڀاءُ امير نصر الله خان کي معزول ڪري، افغانستان جو بادشاهہ بڻيو ۽ پنهنجي ملڪ جي مڪمل بيروني ۽ اندروني خودمختاريءَ جو اعلان ڪيائين، جنهن تان ٽين انگريز - افغان ويڙهہ ، اڍائي سال، ٣مئي ١٩١٩ع کان ٨ آگسٽ ١٩٢١ع تائين لڳي، جنهن جي پڄاڻي تي امن معاهدو طي ٿيو ۽ انهيءَ مطابق افغانستان جي خود مختياري (Independence ) تسليم ڪئي وئي. نتيجي جي طور تي، امير امان الله خان، ٻاهرين ملڪن سان سفارتي تعلقات قائم ڪيا. ساڳي وقت مغربي تهذيب ۽ بين الاقوامي معيار رائج ڪرڻ جي ڪوشش ڪيائين، جنهن ۾ قدامت پسند افغان سردارن جي سخت مخالفت ڏسڻي پيس ۽ انهيءَ خانہ جنگي ۾ هڪ افغان ڌاڙيل، حبيب الله " بچہ سقہ"، ڪابل تي قابض ٿي، پنهنجي بادشاهيءَ جو اعلان ڪيو. اهو جنوري ١٩٢٩ع جو واقعو آهي، جڏهن امير امان الله خان تخت تان دستبردار ٿي قندهار روانو ٿيو ۽ بعد ۾ ملڪ ڇڏي ويو. نون مهينن جي دهشت انگيز حڪمراني بعد تاجڪ ڌاڙيل بادشاهہ " بچہ سقہ" ۽ سندس اقتدار جو خاتمو ٿيو. آڪٽوبر ١٩٢٩ع ۾ فرانس جي شهر نائيس (Nice) ۾ مقيم، امير امان الله جو زير علاج سوٽ، سردار نادرخان، افغان " لويہ جرگہ" طرفان، ملڪ جو بادشاهہ مقرر ڪيو ويو. سندس دور ( ١٩٣٣ - ١٩٢٩ع) ۾ بين اهم اصلاحات سان گڏ هڪ اهم قدم، سال ١٩٣٠ع ۾ هڪ افغان آئين (Constitution) جو اجراءُ هو. هن متعدد نوان اسڪول، هڪ ميڊيڪل ڪاليج، هڪ ملٽري ڪاليج ۽ هڪ ادبي اڪيڊمي ۽ ٻيا ادارا قائم ڪيا. تاريخ ٨ نومبر ١٩٣٣ع تي، سڪولي ٻارن ۾ انعام ورهائيندي، هي نيڪ ۽ صالح افغان بادشاهہ بہ قتل

ڪيو ويو. بادشاهي جو بار، ١٩ سالن جي اڪيلي فرزند ظاهر شاهہ جي ڪلهن تي پيو. ٻي مهاڀاري لڙائي (١٩٤٥ - ١٩٣٩ع) ۾ سابق افغان روايت مطابق غير جانبداري اختيار ڪئي وئي. بعد ۾ پاڪستان جي قيام (١٩٤٧ع) وقت " ديورنڊ لائين" تي اعتراض ڪندي پختونستان جو مسئلو ڪڙو ڪيو ويو، جيڪو تقريبا ٻن سالن (سپٽمبر ١٩٦١ع کان مئي ١٩٦٣ع) جي عدم سفارتي تعلقات بعد ، شاهہ ايران جي مصالحت سان طي ٿيو. انهي کان اڳ مارچ ١٩٦٣ع ۾، سردار دائود خان، ظاهر شاهہ جي سوٽ، وزير اعظم جي عهدي تان استيفا ڏني، جيڪا منظور ڪري محمد يوسف خان کي سندس جاءِ تي مقرر ڪيو ويو، جنهن افغان دستور کي جمهوري اصولن تي ٻيهر مرتب ڪرڻ لاءِ هڪ جماعت مقرر ڪئي. انهي جماعت جي سفارش مطابق تاريخ ١٩ سپٽمبر ١٩٦٤ع تي " افغان لويہ جرگہ" جي خاص اجلاس ۾ نئون آئين بحال ڪيو ويو، جنهن ۾ شاهي خاندان جي افراد کي حڪومت جي اهم عهدن کان الڳ رکڻ جو اصول شامل هو. سپٽمبر ١٩٦٥ع ۾ عام انتخابات ٿيا، جنهن ۾ محمد يوسف خان وزير اعظم جي عهدي تي بحال ٿيو ليڪن آڪٽوبر ١٩٦٥ع ۾ منعقد ڪيل نئين منتخب اسيمبلي ۾ انهيءَ تقرري جي مخالفت ٿي ۽ شاگردن جا مظاهرا شروع ٿيا. محمد يوسف خان کي استيفا ڏيڻي پئي ۽ بادشاهہ ظاهر شاهہ، محمد هاشم خان ميوندوال کي نئون وزيراعظم مقرر ڪيو، جنهن جي اسيمبلي هڪدم منظوري ڏني. محمد هاشم خان، بادشاهہ جو مامو هو، ۽ ٻين ٻن مامن، شاهہ ولي خان ۽ شاهہ محمود خان، سان ملي حڪومت جي جملي اختيارات تي قابض هو. هنن مذهبي اثر رسوخ کي ضابطي هيٺ رکڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ افغانستان کي جديد دور ۾ داخل ڪرڻ لاءِ زناني تعليم تي زور ڏنو.

## افغانستان جي سياسي تاريخ جو خاڪو:

### دراني شاهي خاندان:

(١) احمد شاهہ ابدالي ، " دُرِ دُران" ١٧٧٣ - ١٧٤٧ع

(٢) تيمور شاهه ( فرزند) ١٧٩٣ - ١٧٧٣ع

(٣) زمان شاهه ( فرزند) ١٨٠٠ - ١٧٩٣ع

(٤) محمد شاهه اول ( برادر) ١٨٠٣ - ١٨٠٠ع

(٥) شاهه شجاع الملڪ اول ( برادر) ١٨٠٩ - ١٨٠٣ع

(٦) محمد شاهه ثاني ( ؟) ١٨١٨ - ١٨٠٩ع

(٧). طوائف الملوڪي ١٨٢٦ - ١٨١٨ع.

## بارڪزئي اميرن جو دور:

(١) امير دوست محمد اول ١٨٣٨ - ١٨٢٦ع، دستبرداري.

(٢) شاهه شجاع الملڪ ( دراني) جو ٻيو دور ١٨٤٢ - ١٨٣٨ع، قتل ڪيو ويو.

(٣) امير دوست محمد اول جو ٻيو دور - ١٨٤٢ع . مئي ١٨٦٣ع ۾ قتل ڪيو ويو.

(٤) امير شير علي خان ( فرزند) ١٨٦٦ ١٨٦٣ع . مئي ١٨٦٦ع ۾ معزول ڪيو ويو.

(٥) امير افضل خان ( برادر) ١٨٦٧ - ١٨٦٦ع، آڪٽوبر ١٨٦٧ع ۾ معزول ڪيو ويو.

(٦) امير اعظم خان ( برادر) ١٨٦٨ - ١٨٦٧ع. مارچ ١٨٦٨ع ۾ معزول ڪيو ويو.

(٧) امير شير علي خان جو ٻيو دور ١٨٧٩ - ١٨٦٨ع. فيبروري ١٨٧٩ع ۾ فوت ٿيو.

(٨) امير يعقوب خان ( فرزند) ١٨٧٩ - ١٨٧٩ع. ڊسمبر ١٨٧٩ع ۾ دستبردار ٿيو.

(٩) امير موسيٰ خان ( فرزند) ١٨٨٠ - ١٨٧٩ع مارچ ١٨٨٠ع ۾ معزول ٿيو

(١٠) امير ايوب خان ( چاچو) ١٨٨١ - ١٨٨٠ع ، آڪٽوبر ١٨٨١ع ۾ معزول ٿيو.

(۱۱) امير عبدالرحمن ولد افضل خان ۱۹۰۱- ۱۸۸۱ع، آڪٽوبر ۱۹۰۱ع ۾ فوت ٿيو.

(۱۲) امير حبيب الله خان ( فرزند) ۱۹۱۹ - ۱۹۰۱ع فيبروري ۱۹۱۹ع ۾ قتل ڪيو ويو.

(۱۳) امير نصر الله خان ( ڀاءُ) فيبروري ۱۹۱۹ - ساڳي مهيني ۾ معزول ٿيو.

## افغانستان جي بادشاهن جو دور:

(۱) شاهہ امان الله خان ولد حبيب الله ۱۹۲۹ - ۱۹۱۹ع جنوري ۱۹۱۹ع ۾ دستبردار ٿيو.

(۲) شاهہ عنايت الله خان ( ڀاءُ) جنوري ۱۹۲۹ع ۾ " بچہ سقہ" جي فوجي ڪاروائي ۾ معزول ٿيو ۽ " بچہ سقہ" حبيب الله غازي جي لقب سان اقتدار تي قبضو ڪيو.

(۳) حبيب الله غازي ( غاصب " بچہ سقہ") ، ۱۷ جنوري ۱۹۲۹ع کان آڪٽوبر ۱۹۱۹ع، ڦاسي چاڙهيو ويو.

(۴) شاهہ محمد نادر ( امير دوست محمد جو پڙپوٽو) ۱۹۳۳ - ۱۹۲۹ع: قتل ڪيو ويو.

(۵) محمد ظاهر شاهہ ( فرزند) ۱۹۷۳ - ۱۹۳۳ع. سردار محمد دائود بادشاهي ختم ڪري ، جمهوريت جو اعلان ڪيو.

## افغان رعيتي راڄ:

(۱) سردار محمد دائود ( ظاهر شاهہ بادشاهہ جو سوٽ) جولاءِ ۱۹۷۳- اپريل ۱۹۷۸ع، معزول ٿيو، ۽ خاندان سميت قتل ڪيو ويو.

(۲) نور محمد ترهڪي، اپريل ۱۹۷۸ع کان سپٽمبر ۱۹۷۹ع، معزول ڪري ڦاسيءَ تي چاڙهيو ويو.

(۳) حفيظ الله امين، سپٽمبر ۱۹۷۹ع کان ڊسمبر ۱۹۷۹ع ، معزول

ڪري قتل ڪيو ويو.

(۴) ببرڪ ڪارمل، ڊسمبر ١٩٧٩ع کان مئي ١٩٨٦ع، معزول ڪيو ويو.

(۵) محمد نجيب الله، مئي ١٩٨٦ع کان مارچ ١٩٩٢ع، معزول ٿيو. ۽ ١٩٩٦ع ۾ " طالبان" جي قبضي بعد، ڦاسيءَ تي چاڙهيو ويو.

(٦) صبغت الله مجددي مارچ - جون ١٩٩٢ع ، معزول ڪيو ويو.

(٧) برهان الدين رباني ، جون ١٩٩٢ع کان ٢٦ سپٽمبر ١٩٩٦ع.

(٨) ملا عمر ( ٢٠٠١ - ١٩٩٦ع).

## افغانستان ۾ روسي مداخلت:

جولاءِ ١٩٧٣ع ۾، ليفٽيننٽ جنرل ۽ سابق وزير اعظم، سردار دائود خان، ظاهر شاهه جي برادرنسبتي ۽ سوٽ، بادشاهيت جو تختو اونڌو ڪري، جمهوريت جو اعلان ڪيو ۽ پاڻ صدر ۽ وزير اعظم جي گڏيل منصب تي فائز ٿيو. اپريل ١٩٧٨ع ۾ ڪابل ذر جي روس - نواز فوجي گروهه بغاوت ڪئي ۽ سردار دائود خان قتل ٿي ويو. جنرل نور محمد ترهڪي جي دور ( ٧٩ - ١٩٧٨ع) ۾ افغان قبائلين گوريلا جنگ ذريعي جهاد شروع ڪيو ۽ اتان "مجاهدين" جو لشڪر وجود ۾ آيو. سپٽمبر ١٩٧٩ع ۾ جنرل نور محمد ترهڪي به قتل ڪيو ويو ۽ روس نواز گروهه، جنرل حفيظ الله امين کي سندس جانشين مقرر ڪيو، جيڪو پڻ ٽن مهينن ( سپٽمبر کان ڊسمبر ١٩٧٩ع) اندر معزول ڪري قتل ڪيو ويو.

سوويت يونين جي صدر بريزنيف مشتعل ٿي، هڪ لک روسي فوج افغانستان ۾ داخل ڪئي، جنهن ڪابل تي قبضو ڪري افغان جنرل ببرڪ ڪارمل کي مقتول صدر جنرل حفيظ الله امين جو جانشين بنايو. روسي فوجي مداخلت جي افغان قبائلين ڀرپور مزاحمت ڪئي. امريڪا ۽ يورپ جي ڪميونسٽ مخالف ملڪن، افغان مجاهدين کي بيشمار امداد فراهم ڪئي، ۽ " پاڪستان" ، روسي جارحيت جي خلاف ، هراول رياست (Frontline State) بنجي ويو. هي جنگ ڏهن سالن ( ١٩٨٩ - ١٩٧٩ع) تائين جاري

رهي. انهيءَ دوران، هراول رياست، پاڪستان ۾ ڪلاشنڪوف ڪلچر (Kalashnikov culture)، قائم ٿي ۽ " هيروئن" جي نشي جو عام استعمال شروع ٿيو. افغان مهاجرين ٿيهن لکن کان وڌيڪ تعداد ۾ پاڪستان ۾ داخل ٿيا، جن منافع بخش ڪاروبار تي قبضي ڪرڻ کان علاوه، مسلح گروهه تشڪيل ڪيا ۽ انهن جي ذريعي ، مذهبي منافرت ، فرقيوارانه فسادات، قتل ۽ غير قانوني حرڪتون عام ٿي ويون، جن کي جنرل ضياءُ الحق جي فوجي حڪومت روڪڻ جي سنجيده ڪوشش نه ڪئي. سخت جان ۽ پرعزم افغانين هن جنگ کي پنهنجي روايتي انداز ۾ منهن ڏنو ۽ ناقابل شڪست رهيا. سويت يونين هن ناڪامي ۽ انهيءَ تي تلف ٿيل مالي ۽ جاني وسائل جي بار هيٺان دٻجي وئي ۽ اپريل ١٩٨٩ع ۾ روسي فوجون افغانستان مان نڪري ويون.

## مجاهدين جي حڪومت:

محمد نجيب الله جي حڪومت ( ١٩٩٢ع - ١٩٨٦ع) جو زوال، روس مخالف افغاني مجاهدين جي لشڪر آندو. مجاهدين جي حڪومت (١٩٩٦ - ١٩٩٢ع) ، روسي فوجن جي انخلاء بعد، افغان عوام جي مصيبتن ۾ اضافو آندو: ڦرڻ خوري، قتل ۽ زوري زنا روز مره جو معمول بڻجي ويو. ( ڊان ، ٧ آڪٽوبر ٢٠٠١ع ، ايم اسماعيل خان جو ڪالم (Situationer): " ڇا تاريخ پاڻ کي ورجائيندي؟") انهيءَ صورتحال جو اصل ڪارڻ اهو هو جو " مجاهدين" مختلف نسلي اقليتن جو هڪ بي ضابطه گروهه هو. انهن کي ضابطي هيٺ آڻڻ ۾، مجددي ( مارچ - جون ١٩٩٢ع ) ۽ رباني ( ١٩٩٦ع - ١٩٩٢ع) ڪامياب نه ٿي سگهيا. انهن مجاهدين جي لشڪر ۾ هڪ افغان ملان ڀرتي ٿيو هو، جنهن جو نالو " ملاعمر" آهي.

## طالبان جو قبضو:

ملا عمر ، سال ١٩٥٩ع ۾ قندهار جي قرب هڪ ڳوٺ، " نوديهه" ۾

هڪ غريب هاريءَ جي گهر ۾ ڄائو. ننڍائپ ۾ والد جي وفات سبب، خاندان جي ڪفالت جو بار سندس ڪلهن تي پيو ۽ ڳوٺ جي مسجد ۾ "ملو" ٿي گذر بسر ڪرڻ لڳو. سال ١٩٨٩ع ۾ جڏهن " مجاهدين" محمد نجيب الله جي حڪومت جو تختو اونڌو ڪرڻ لاءِ سرگرم هئا، تڏهن " ملاعمر" سندن لشڪر ۾ شامل ٿيو. شايد مجاهدين حڪومت جي بدنظمي ۽ بدامني ڪان بدظن ٿي، سال ١٩٩٤ع ۾ پنهنجو هڪ الڳ گروهه ناهيائين، جنهن تي "طالبان" نالو رکيائين. ساڳي سال طالبان لشڪر قندهار تي قبضو ڪيو ۽ ٻئي سال ١٩٩٥ع ۾ " هرات" فتح ڪيو. هن حيرت انگيز لشڪر، تاريخ ٢٦ سپٽمبر ١٩٩٦ع تي، ڪابل ۾ داخل ٿي طالبان سرڪار جي قيام جو اعلان ڪيو، ۽ پوءِ مجاهدين اتحاد ڏهه سيڪڙو علائقي تي قابض رهي سگهيا ۽ "شمالي اتحاد" نالي پنهنجي سياسي حيثيت قائم رکيائون. گذريل پنجن سالن (١٩٩٦ - ٢٠٠١ع) دوران ڪيترين ئي جنگين ۾ متعدد مصالحاتي امن مذاڪرات جون ڪوششون ٿينديون رهيون آهن، ليڪن نه ملا عمر جي طالبان سرڪار دٻجي سگهي ۽ نه شمالي اتحاد جي قبضي هيٺ آيل علائقا فتح ڪري سگهي.

دراز قد، دراز ريش، ٤٢ ساله - " ملا عمر" پنهنجي ڌُن جو پڪو ۽ سخت مزاج انسان ڄاتايو ٿو وڃي، سندس تصوير دستياب نه آهي.

## افغانستان جو ملڪ ۽ نسلي آبادي:

ايشيا ۾ ، افغانستان جو ملڪ، ساڍا ڇهه لک چورس ڪلوميٽرن (٢٥٠٩٦٥ چورس ميلن) تي پکڙيل آهي. آخري مردمشماري مطابق هتي ڏيڍ ڪروڙ ڪان وڌيڪ ( ١٥٥٠٠٠٠٠) آدم آباد آهي، جن کي " افغاني" چئجي ٿو ۽ سندن سڪي جو به اهوئي نالو آهي. اتر ۾ ٽن وچ ايشائي رياستن، ترڪمانستان، ازبڪستان ۽ تاجڪستان جون سرحدون متصل آهن. اهڙي طرح افغانستان خشڪي ۾ گهريل هڪ ملڪ آهي، جنهن ۾ ٻه هزار بلند پهاڙي چوٽيون ۽ اڌ هزار ڪان وڌيڪ پرپيچ غارون ۽ جابلو پيچرا ۽ لڪ آهن. هن ملڪ ۾ سورنهن نسلي گروهه: افغان، تاجڪ، پامير تاجڪ، ازبڪ، ترڪمان، ڪيغيز، بربري هزاره، ديهه، زينت هزاره، بلوچ، جمشيدي، فيروز

ڪوهي، نورستاني، قراقلپڪ، تيماني، تيموري ۽ نو آمد عرب، پنهنجي قبائلي نظام ۽ عسڪري روايتن مطابق زندگي گذاري رهيا آهن.

" افغان" لفظ جو ماخذ " اوغان" ڄاڻايو وڃي ٿو . اوغان " هيبريو" (عبراني) زبان ۾ ، آهه و بقا، يا روڄ راڙي کي چئجي ٿو. روايت مطابق، "بابل" جي بادشاهه " بخت نصر" جڏهن جيروسلم کي تهس نهس ڪيو ۽ هزارين يهودي غلام بنايا ويا ۽ ڪجهه پاڻ بچائي ڀڄي ويا، تڏهن انهن مان ڪجهه افغانستان جي علائقي " غور" ۾ اچي آباد ٿيا ۽ پنهنجي عزيزن جي غم ۾ ماتم ڪندا رهندا هئا. سندن آهه و زاري جو ٻيو سبب هڪ ٻي روايت مطابق اهو هو تہ جڏهن حضرت دائود عليه السلام ، " جالوت" کي قتل ڪيو، تڏهن جالوت جي اولاد گهڻو ماتم ڪيو ۽ مٿس " ماتمي" نالو پيو جيڪو مروج زبان ۾ " افغان" چيو ويو. انهيءَ وضاحت جي ڪڙي هڪ ٽين روايت سان ملي ٿي، جنهن مطابق " افغان بن ارميہ" بني اسرائيل قوم ۾ حضرت دائود عليه السلام جي زماني ۾ پيدا ٿيو. جالوت سندس ڏاڏو هو. حضرت سليمان عليه السلام سندس پرورش ڪئي ۽ هيڪل سليماني" جي تعمير تي کيس ناظم مقرر ڪيو هو.

روايت آهي تہ " ارميہ" جو اولاد لڏي اچي افغانستان ۾ آباد ٿيو ۽ اتان جي قديم باشندن، " تاجڪ" ۽ " هزاره" قبيلن جي سرسبز علائقن تي قابض ٿيو، جيڪي " لاهور" جي راجا وٽ دانهين ٿيا. راجا ڪيترا دفعا مٿن ڪاهيو، ليڪن کين زير ڪري نہ سگهيو، تنهن ڪري علائقي ۾ هنن آبادڪارن خلاف دانهن پڪار عام ٿي ۽ مٿن " افغان" معنيٰ " دانهن پڪار" نالو پئجي ويو. " افغان" جي متبادل لفظ " پٺاڻ" جي معنيٰ فتح جي خوشخبري ڏيندڙ آهي. تاهم هڪ تاريخي ذريعي مطابق پٺاڻ قوم افغانستان ۾ اچڻ کان اڳ هندستان جي " پٽنا" علائقي ۾ آباد هئي ۽ هنن کي " پٽان" چيو ويندو هو، انهي مان " پٺان" مروج ٿيو. سنڌي ٻولي ۾ " پٺاڻ" چئجي ٿو.

" افغانستان" جو ملڪ ، اصل " ايران" جو حصو هو، ايراني روايت مطابق افغان فارسي زبان جي ٻن لفظن جو مرڪب آهي: " اف" معنيٰ پونڪ ۽ " غان" معنيٰ " ڪان ڪان" : اهڙي طرح افغانن جي قديم زبان کي ايراني آرين ناپسند ڪيو. پوءِ انهيءَ ۾ فارسي لفظن کي شامل ڪرڻ بعد، " پشتو"

نالو ڏنو ويو ۽ انهيءَ زبان ڳالهيئندڙن کي " پشتون" سڏيو ويو، جنهن کي "پختون" بہ اچاريو وڃي ٿو. ( انهن روايتن جي تصديق خاطر ملاحظ ڪجن "تاريخ فرشتہ" مؤلف محمد قاسم فرشتہ ( اصل فارسي متن) ۽ " د مسلم ريسز" ( انگريزي) مرتب شيخ صادق علي شير علي انصاري ( ١٩٠١ع) بيو ڇاپو ، ١٩٥٤ع، سنڌ گورنمنٽ پريس ڪراچي ، ص ص ١٠ - ٩)

پوئين ذريعي مطابق افغانن جا خاص قبيلا هن ريت آهن: اصل وڏي ڏاڏي جو نالو " قيس" هو، جيڪو " سرياني" يا " عبراني" زبان جو لفظ هو. اسلام قبول ڪرڻ بعد سندس نالو عبدالرشيد رکيو ويو. ڪيس ٽي پٽ هئا. سربان، بيتان ۽ غرغست ( غارغيج). پوءِ چار قبيلا ٿيا. (١) سرباني (٢) بيتاني (٣) غرغست، ۽ (٤) ڪيراني. پويون قبيلو " ڪيراني" جي اولاد مان آهي، جيڪو ڪاڪڙ قبيلي جي هڪ بي اولادي شخص لڌو هو ۽ پٽ بنائي پالي وڏو ڪيو. ( شيخ محمد صادق - ايضا - ص ١٥) انهن چئن خاص قبيلن جا متعدد پاڙا، ( ننڍا قبيلا) آهن: مثلا، شيراني، تارين، ببرڪ، ( ببرج) ميانري، بابر ۽ " تارين" جا خاص ٽي پاڙا آهن: طور، اسپين ۽ ابدال.

ابدال قبيلي ، افغانستان جو علائقو " ايران" کان الڳ ڪري، هڪ آزاد ملڪ بنايو. ( ١٧٤٧ع) پوءِ اهو هميشه آزاد رهندو آيو آهي. آزادي جي اڳواڻ احمد شاهہ " دراني" پاڻ کي " ابدالي" سڏيو. سندس مک قبيلو "تارين" هو. تارين بن شرف الدين، عرف شرخيون بن ساربان بن قيس عرف عبدالرشيد، جي ٽئين پٽ کي " ابدال" سڏيو ويندو هو. انهيءَ جي اولاد مان " دران" نالي هڪ شخص جي اولاد کي " دراني" سڏيو ويو. انهي نسبت سان احمد شاهہ ابداليءَ کي " دُرِ دُران" جو خطاب ڏنو ويو. ڪجهہ مورخين ڪيس مشهور بزرگ " حسن ابدال" جي اولاد مان ڄاڻايو آهي. ( شيخ محمد صادق - ايضا - ص ١١) ابدال بن تارين کي بہ پٽ هئا: سليمان ۽ راحل عرف راخر، راخر کي ٽي پٽ هئا: علي، ادو ۽ عيسيٰ. انهن جا ڌار ڌار پاڙا، عليزئي، ادوزئي ۽ عيسيٰ خيل جي نالن سان مشهور ٿيا. عيسيٰ هڪ اهم ابدالي سردار ٿي گذريو آهي. سندس اولاد مان افغانستان جا شاهي خاندان، دراني، پوپلزئي، بارڪزئي ۽ مهمندزئي، پيدا ٿيا. وڌيڪ تفصيلات ۽ افغان قبيلن جي شناخت لاءِ، شيخ محمد صادق جو ڄاڻايل ذريعو مطالع ڪجي.

## پاڪستان ۽ افغانستان جا تعلقات:

جڏهن پاڪستان وجود ۾ آيو (١٩٤٧ع) تڏهن افغانستان جي بادشاهه ظاهر شاهه (١٩٧٣ - ١٩٣٣ع) جي حڪومت "پختونستان" جو مطالبو ڪيو ۽ اتر الهندي سرحدي علائقي ۽ بلوچستان جي پختون آبادي واري حصي تي مشتمل الڳ ملڪ يا افغانستان جي ملڪ ۾ شامل علائقي ڪي پاڪستان کان الڳ ڪرڻ تي زور ڏنو. ١٩٧٣ع تائين "پختونستان" جو مسئلو موجود رهيو. انهيءَ سال سردار محمد دائود اقتدار ۾ آيو (١٩٧٨ - ١٩٧٣ع) سندس دعوت تي پاڪستان جي وزير اعظم ذوالفقار علي ڀٽو تاريخ ٧ کان ١٠ جون ١٩٧٦ع تائين، ڪابل ۾ پاڪ - افغان تعلقات جي بهتري بابت مذڪرات ڪيا. تاريخ ٥ جولاءِ ١٩٧٧ع تي آيل فوجي انقلاب بعد، چيف مارشل لاءِ ائڊمنسٽريٽر جنرل ضياءُ الحق، ١٠ ۽ ١١ آڪٽوبر ١٩٧٧ع تي، بهتر تعلقات قائم ڪرڻ خاطر ڪابل ۾ گفت و شنيد ڪئي. بعد ۾ تاريخ ٥ کان ٨ مارچ ١٩٧٨ع دوران صدر افغانستان سردار دائود خان اسلام آباد ۽ لاهور ۾ دوستيءَ جي سلسلي ڪي اڳتي وڌايو ۽ موڪلائڻ وقت جنرل ضياءُ الحق سان هن ريت مخاطب ٿيو: "هيءُ هڪ پناڻ جو هٿ آهي، جيڪو پاڪستان سان مضبوط ۽ پائدار دوستي جي وعده سان ملايو ويو آهي، گذريل ٽيهن سالن (١٩٧٨ - ١٩٤٨ع) دوران اسان هڪ معاملي تي موقف اختيار ڪيو آهي. مونکي ڪجهه وقت ڏيو ته پنهنجي ملڪ ۾ عام راءِ ناهي (انهيءَ موقف ۾) تبديلي آڻيان. منهنجو ارادو آهي ته "لويا جرگه" منعقد ڪري، پاڪستان سان معياري تعلقات قائم ڪرڻ بابت فيصلو ڪرايان". (ڊان ، نومبر ١٤، ٢٠٠١ع ليٽرس ٽو د ايڊيٽر، چوڌري محمد سليم جو مراسلو ، ص ٦)

انهيءَ ملاقات ۽ وعده کان هڪ مهيني بعد، اپريل ١٩٧٨ع ۾ جنرل نور محمد ترهڪي، افغانستان ۾ ٻيو فوجي انقلاب آندو ۽ سردار محمد دائود ٻارين ٻچي ڪسجي ويو. ترهڪيءَ جي دور حڪومت (سپٽمبر ١٩٧٩ - اپريل ١٩٧٨ع) ۾ ان وقت هندستان جي وزير خارجه ۽ هاڻي وزير اعظم "اٽل بهاري واجپائي" سپٽمبر ١٩٧٨ع ۾ افغانستان جو دورو ڪيو ۽ هڪ

ڳجهو ناهہ ڪيو. سپٽمبر ١٩٧٩ع ۾ نور محمد ترهڪي کي معزول ڪري قتل ڪيو ويو ۽ " جنرل حفيظ الله امين" جو اقتدار ( سپٽمبر - ڊسمبر ١٩٧٩ع شروع ٿيو. انهيءَ وقت کان افغانستان ۾ " سويت يونين" جي فوجي مداخلت جو ڏهہ سالہ دور شروع ٿيو. جنهن ۾ هندستان " سويت يونين" ۽ پاڪستان " افغان مجاهدين" جي حمايت ڪئي.

" شمالي اتحاد" جا سڀ سرڪرده رهنما، پروفيسر رباني، گلبدين حڪمت يار، احمد شاهہ مسعود، صبغت الله مجددي ۽ صياف، پاڪستان حڪومت ۽ مغربي طاقتن جي پٺڀرائي تي، سويت يونين جي هٿ ٺوڪي حڪومت خلاف وڙهندا رهيا. سويت يونين جي پسپائي بعد، ساڳيا، مجاهد رهنما، اقتدار تي قبضي خاطر پاڻ ۾ وڙهڻ لڳا ۽ افغانستان، جديد دور جي بدترين بدامني ۽ بدنظمي جو شڪار ٿيو. انهيءَ صورتحال ۾ " طالبان" تحرڪ ۾ آيا ۽ نوي فيصد کان وڌيڪ علائقي تي قابض ٿي ويا. اهو سال ١٩٩٦ع هو. سيپٽمبر ٢٠٠١ع جي امريڪي سانحي بعد، " طالبان" ۽ " القاعده" تحريڪ کي افغانستان ۾ ڪچليو ويو آهي ۽ " بون ائگريمينٽ هيٺ" افغانستان هڪ نئين سياسي، مستقبل طرف گامزن آهي، في الحال هڪ عبوري حڪومت قائم ڪئي وئي آهي، جنهن جو ڪابل کان ٻاهر ڪو خاص ڪنٽرول نہ آهي، بين الاقوامي امن فوج موجود آهي. سابق بادشاهہ محمد ظاهر شاهہ بہ واپس افغانستان پهچي ويو آهي، جيڪو لوياجرگي جي صدارت ڪندو. ايران ۽ پاڪستان، افغانستان جي تعمير نو ۾ اتحاد ڪرڻ جو فيصلو ڪيو آهي.

## ايشيا ۾ آخري يورپي بينڪ:

هانگ ڪانگ جي بندرگاهہ کان ٧٠ ڪلوميٽر مغرب طرف، ڏکڻ چيني سمنڊ ۾، " مڪائو اپبيٽ" واقع آهي، جتي هڪ چورس ڪلوميٽر ايراضيءَ ۾ ١٩٠٠٠ ( اڻويهين هزار) ماڻهو رهن ٿا. ڪل ايراضي اٽڪل ٢٢ چورس ڪلوميٽر آهي. نئين زمين، سمنڊ کان آجي ڪري، آباد ڪئي پئي وڃي. "ڪوٽائي" (Cotai) شهر، اهڙي نئين تيار ڪيل زمي تي تعمير ڪيو ويو آهي.

ڪل آبادي ساڍا لک آهي، جن جو ٩٨ سيڪڙو چيني زبان ڳالهائي ٿو، باقي فقط ٻه سيڪڙو پورچوگيزي زبان استعمال ٿو ڪري. هي سرزمين ٤٤٣ سال ( ١٩٩٩ - ١٥٥٦ع) پورچيگيزن جي قبضي ۾ رهي. ايشيا ۾، پورچوگيزن جي هيءَ پهرين واپاري ڪوٺي هئي، جيڪا ١٥٥٧ع ۾ کولي وئي. ١٧ هين صدي عيسوي ۾، " ڊچن" هتي پير کوڙڻ جي باربار ڪوشش ڪئي، ليڪن ڪامياب نه ٿي سگهيا. پورچوگيزن رسمي طور تي، تاريخ ٢٨ آگسٽ ١٨٨٨ع تي، " مڪائو" مٿان پنهنجي حاڪميت اعليٰ جو اعلان ڪيو. ٻي مهاڀاري لڙائي ( ١٩٤٥ - ١٩٣٩ع) دوران، " مڪائو" چيني پناهه گزينن جو آماجگاهه بنيو، جڪي جپاني فوجن جي چين ۾ پيشقدمي سبب، اتان فرار ٿي هتي پهتا هئا.

ڊسمبر ١٩٦٦ع ۾، جڏهن چين ۾ " ثقافتي انقلاب" آيو، تڏهن "مڪائو" جي چيني شهرين، چين جي ڪمونسٽ حڪومت جي حمايت ۾ پرجوش مظاهرا ڪيا، ۽ " پوچوگيز" حڪومت " مڪائو" سان مارشل لا لاڳو ڪيو. اپريل ١٩٧٤ع ۾ پورچوگيز آمريت، فوجي انقلاب ذريعي ختم ٿي ۽ هڪ شهري حڪومت قائم ڪئي وئي، جنهن ڪجهه شرطن تي " چين" سان الحاق جو فيصلو ڪيو، ليڪن چيني حڪومت شرط قبول نه ڪيا تاهم " مڪائو" تي پنهنجي حاڪمت اعليٰ جي دعويٰ تي زور ڏيڻ لڳي. ٽيهن سالن بعد، ١٩٨٧ع ۾ سائنو پورچوگيز مشترڪ اعلاميه (Sino Portuguese Joint Declaration) جاري ٿيو، جنهن ۾ هڪ نئون اصول وضع ڪيو ويو: " هڪ ملڪ، ٻه سرشتا" انهيءَ اصول مطابق "مڪائو" تي"چين"جي حاڪميت اعليٰ تسليم ڪئي وئي، ليڪن ضمانت فراهم ڪئي وئي ته ايندڙ پنجاهه سالن تائين ، " مڪائو" جو مقامي سياسي سماجي ۽ اقتصادي نظام قائم رهندو ۽ چيني ڪميونسٽ نظام اتي رائج نه ڪيو ويندو. اهڙي طرح، ١٢ سالن جي تياري جي مدت (١٩٩٩ - ١٩٨٧ع) ختم ٿيڻ بعد، تاريخ ١٩ ڊسمبر ١٩٩٩ع جي آچر جي اڌ رات وقت "مڪائو" ، چين جي مک سرزمين سان متحد ٿي ويو. ٻيا ٻه ٻيٽ، تائپا ۽ ڪولون اني، به پورچيگيز حاڪميت کان آزاد ٿي، " چين" ۾ شامل ٿي ويا. ايشيا کنڊ ـ هي آخري مغربي بينڪ هئي. چينين، هن سرزمين تي پهريون

دفعو سال ٥٥٧ع ۾ قبضو ڪيو هو. اٽڪل ڏيڍ هزار سالن بعد، تاريخ پاڻ ورجايو. ساڳي اصول، " هڪ ملڪ ٻہ سرشتا" مطابق " هانگ ڪانگ" انگريزن جي قبضي کان آزاد ٿي، " چين" ۾ شامل ٿيو آهي. ١٩ – صدي عيسويءَ کان انگريزن جي " هانگ ڪانگ" تي استحصالي قبضي " مڪائو" جي معيشيت کي بہ بري طرح متاثر ڪيو هو. هاڻي هي ايشيائي خطہ پنهنجي قدرتي چيني الحاق سبب ترقي جي راهہ تي گامزن ٿي سگهي ٿو.

## ايشيا جي عرب ملڪن جي تاريخ ۽ سياست:

" سعودي عربيہ" عربستان جي نوي سيڪڙو ايراضي تي مشتمل هڪ جديد ملڪ آهي، جيڪو تاريخ ٢٣ سپٽمبر ١٩٣٢ع تي بين الاقوامي طور تي وجود ۾ آيو. هن ملڪ جي باني، شاهہ عبدالعزيز بن عبدالرحمان الفيصل السعود ( ١٩٥٣ – ١٨٨٠ع) ٣٢ سالن جي مسلسل ڪوشش ۽ اعليٰ حڪمت عمليٰ ذريعي " خلافت عثمانيہ" ۽ " برطانيہ سرڪار" جي قبضي مان، " نجد" ۽ " حجاز" کي محفوظ ڪري، هڪ متحده عرب رياست قائم ڪئي، ۽ انهيءَ کي " المملكة العربيه السعوديه" جو نالو ڏنو . " رياض" هن اسلامي مملڪت جو دارالخلافة آهي. تيل جي ڪثير پيداوار ۽ ساليانہ حج جي آمدني سبب، عرب ملڪن ۾ هي امير ترين ملڪ آهي.

" سعودي عربيہ" جي تاريخ ١٨ – هين صدي عيسوي جي وچ ڌاري شروع ٿي، جڏهن امام محمد بن سعود، شيخ محمد ابن عبدالوهاب سان اتحاد ڪيو، جنهن جو مقصد دين اسلام کي صدين جي خرافات ۽ توهم پرستيءَ کان پاڪ ڪرڻ هو. شيخ محمد ابن عبدالوهاب انهيءَ مقصد سان "وهابي تحريڪ" شروع ڪئي ۽ امام محمد ابن سعود ، والي " داريہ"، هن تحريڪ جي ذريعي سعودي عرب رياست قائم ڪئي. ٻئي ڪاوشون ديرپا ثابت نہ ٿيون.

وهابي تحريڪ هيٺ سال ١٧٤٣ع ۾ " رياض" جي شيخ، وهامن بن دواس، جي حڪومت جو تختو اونڌو ڪيو ويو، ۽ وسطي خواهہ مشرقي عربستان ۾ هن اسلامي فرقي کي ڦهلايو ويو، مختصر طور تي " وهابي

فرقي" جا عقيدا هن ريت آهن:. (١) عبادت ۾ ڪنهن بزرگ، نبي يا فرشتي کي وسيلو بنائڻ شرڪ آهي. (٢) الله کان سواءِ ڪنهن کان شفاعت طلب ڪرڻ به شرڪ آهي، (٣) الله کانسواءِ ڪنهن جي اڳيان التجا ڪرڻ ڪفر آهي، (٤) اها تعليم ڏيڻ جيڪا قرآن ۽ سنت مطابق نه هجي، ڪفر آهي، وغيره ( اسلامي - ايضا - ص ١٤٢٥) جيئن ته امت محمدي ۾ حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جي شفاعت تي مجموعي اتفاق آهي، تنهن.ڪري " وهابي تحريڪ" ڪامياب نه ٿي سگهي، تاهم دنيا جي مختلف اسلامي ملڪن ۾ موجود آهن، جيڪي " موحدين" يا وحدانيت جا قائل، فقط الله کي وسيلو، معبود ۽ قابل اطاعت سمجهندڙ ، سڏيا وڃن ٿا ۽ انهن جو "سني" اسلامي فرقي سان تعلق آهي.

" داريه" جي سعودي عرب بادشاهيت جو وليعهد شيخ سعود بن عبدالعزيز " وهابي تحريڪ" جو عسڪري قائد هو، جنهن خلافت عثمانيه جي صوبيدار، سليمان پاشا، کي شڪست ڏئي، ڪربلا جو قصبو ڊاهي، سال ١٨٠٣ع ۾ " مڪه" فتح ڪيو. هو وهابي تحريڪ جي باني امام محمد بن عبدالوهاب جو ڏوهٽو هو. شيخ محمد ابن سعود، سال ١٧٦٥ع ۾ وفات ڪئي. سندس فرزند شيخ عبدالعزيز، تحريڪ ۽ تسلط کي عربستان جي سرحدن تائين وسيع ڪيو. وڏي مشڪل سان خلافت عثمانيه، سال ١٨١٣ع ۾ حجاز مان " وهابي تحريڪ" جي زور گهٽائڻ ۾ ڪامياب ٿي. ٻئي سال ١٨١٤ع ۾، شيخ سعود بن عبدالعزيز وفات ڪئي ۽ سندس فرزند عبدالله بن سعود، وهابي تحريڪ ۽ مملڪت جي قيادت سنڀالي، چئن سالن بعد، سال ١٨١٨ع ۾ خلافت عثمانيه جي جنرل " ابراهيم پاشا" شيخ عبدالله بن سعود کي شڪست ڏئي، گرفتار ڪيو. بعد ۾ قسطنطنيه جي قيد خاني ۾ کيس ڦاسي ڏني وئي. ( محمود بريلوي، مسلمس ......، ايضا ص ٣١)

١٢ سالن جي ماٺ بعد، سال ١٨٣٠ع ۾، شيخ فيصل، مشرقي عربستان ۾ ٻيهر، " وهابي مملڪت" قائم ڪئي، ۽ " رياض" کي دارالخلافه بنايو. شيخ فيصل سال ١٨٦٦ع ۾ وفات ڪئي ۽ شيخ عبدالله سندس جانشين ٿيو. سال ١٨٨٠ع ۾، شيخ عبدالعزيز بن عبدالرحمان هن شاهي خاندان ۾ پيدا ٿيو. ننڍ پڻ ۾ ڪنهن سبب، والدين سان گڏ عربستان

۾ جلاوطن ٿيو. هن خاندان کي جلاوطن ڪندڙ نجد جو راشدي گهراڻو هو.

شيخ عبدالعزيز " ابن سعود" وڏو ٿي، پلاند ڪيو: سال ١٩٠١ع ۾ جڏهن سندس عمر ٢١ سال هئي، فقط چاليهه جانباز ساڻ ڪري، " رياض" تي رات جو حملو ( شب خون) ڪيائين ۽ قبضو ڪري ورتائين. " راشدي" حڪمرانن جي مدد لاءِ خلافت عثمانيه فوجي ڪمڪ رواني ڪئي. ١٢ سال چِٽي ويڙهه.هلي، ليڪن "نجد" تي شاهه عبدالعزيز جي حڪمراني برقرار رهي ۽ سال ١٩١٣ع ۾ " راشدي گهراڻي" کي مشرقي عربستان مان بيدخل ڪيو ويو.

ورندي سال، ١٩١٤ع ۾، پهرين مهاڀاري لڙائي شروع ٿي، شاهه عبدالعزيز، اتحادي قوتن جو ساٿ ڏنو ۽ " نجد" جي علائقي کي ترڪ ۽ جرمن مداخلت کان آجو رکيو. اتحادي قوتن جي فتحيابي سبب، نجد جي سعودي مملڪت وڌيڪ مضبوط ٿي، ۽ سال ١٩٢١ع تائين، راشدين کي سندن علائقي "شمر" ۾، ۽ حجاز جي حڪمران، " شريف المڪه" کي حجاز ۾ مڪمل شڪست ڏيڻ بعد ، " حرمين شريفين" مڪه ۽ مدينه تائين نجد ۽ حجاز جي گڏيل بادشاهي قائم ٿي وئي. ڇهن سالن جي استحڪام بعد، سال ١٩٢٧ع ۾، برطانيه سرڪار، شاهه ابن سعود سان " جده جو معاهدو" ڪيو ۽ سندس حڪومت جي خود مختيار حيثيت کي تسليم ڪيو. سال ١٩٣٢ع ۾ شاهه عبدالعزيز ابن سعود، " نجد" ۽ " حجاز" جي الحاق ۽ پنهنجي موروثي بادشاهت جو اعلان ڪيو. سندس قيادت ۾، سال ١٩٤٥ع ۾ "عرب ليگ" جو قيام عمل ۾ آيو، سندس بادشاهت امن امان ۽ قانون جي حڪمراني جو اهو بنياد وڌو، جيڪو اڃان تائين " سعودي عربيه" ۾ قائم آهي. بين الاقوامي طور تي، " سعودي عربيه" جي جديد حيثيت به " شاهه عبدالعزيز ابن سعود" جي حڪمت عملي سان وابسته آهي. امريڪا جي ان وقت جي صدر، " روزويلٽ" سان، " بٽرليڪ" ، معنيٰ سئيز ڪئنال تي، هڪ جنگي جهاز ۾، فلسطين جي مستقبل بابت شاهه عبدالعزيز السعود جي ملاقات ( ١٩٤٥ع) شايد سعودي - امريڪي تعلقات جي شروعات هئي، جيڪي وقت جي گرمن سردين جي باوجود اڃا جاري آهن. شاهه " ابن السعود" محض امريڪي تعلقات جو متمني نه هو. انهيءَ ساڳئي سال،

١٩٤٥ع ۾، هن مصر جي شاهہ کي پاڻ وٽ مدعو ڪيو، ۽ " يينبو" جي بندرگاهہ پرسان صحرا ۾ هنن ٻن مسلمان - عرب بادشاهن، بدلجندڙ دنيا ۽ عرب ملڪن کي درپيش خطرن متعلق، خيالن جي ڏي وٺ ڪئي. جيڪا ٻئي سال ١٩٤٦ع ۾ " شاهہ ابن سعود" جي " مصر" ۾ دعوت دوران جاري رهي.

ايستائين شاهہ ابن سعود کي ٣٦ فرزند عطا ٿي چڪا هئا، جيڪي سندس " المملڪة العربيه السعوديه" جي آئينده استحڪام ۽ مسلسل حڪمراني جي ضمانت هئا. مصر جي دوره وقت ١٣ فرزند، شاهي وفد ۾ شامل هئا، جن مان " امير سعود ولي عهد هو. ( مسلمس - ايضا - ص ٣٤) تاريخ ٩ نومبر ١٩٥٣ع تي شاهہ عبدالعزيز بن عبدالرحمان الفيصل السعود هي فاني جهان ڇڏي ويو. سندس جانشينن جو زمانو هن ريت آهي:

(١) عظيم المرتبت شاهہ سعود ١٩٦٤ ----- ١٩٥٣ع
(٢) ====== فيصل ١٩٧٥ ---- ١٩٦٤ع
(٣) ====== خالد ١٩٨٢ - -- ١٩٧٥ع
(٤) شاهہ فهد بن عبدالعزيز، ١٣ جون ١٩٨٢ع تي تخت نشيني بعد، " خادم الحرمن شريفين" جو لقب اختيار ڪيو ۽ ساڳئي ڏينهن ( آچر ، ٢١ شعبان ١٤٠٢هہ) تي پنهنجي شهزادن کي سرڪاري عهدن تي مقرر ڪيو. شاهي خاندان جي فردن کي حڪومت جي ذميدارين ۾ شامل ڪرڻ جي پاليسي ڪاميابيءَ سان ڪم ڪري رهي آهي، تاهم شاهہ فيصل (١٩٧٥ -- ١٩٦٤ع) جو پنهنجي ڀائٽي هٿان قتل اجا تائين هڪ حل طلب معمو آهي.

## " شام" :

"شام" جي سرزمين، قديم زماني کان، جنگ وجدل ۽ انقلابن جي آماجگاهہ رهي آهي: ٽئين قرن قبل مسيح ۾، ڪنعاني ۽ فونيقي هتي قابض هئا. ٻئي قرن ق - م ۾، آرميني ۽ عرب بدوي، " شام" ۾ اقتدار جا مالڪ هئا. ڇهرين صدي ق --- م کان اڳ هتي مصرين، هٽي آرين، ايراني آرين ۽ مقدوني يونانين حملا ڪيا. آخر ڇهرين صدي عيسوي ۾ " رومن" " شام"

تي قبضو ڪيو. پوءِ " يرموڪ" جي تاريخي لڙائي ۾ اسلامي لشڪر فتحياب ٿيو ۽ سڄي " شام" ملڪ کي خلافت راشده ۾ شامل ڪيو ويو خلافت عباسيہ ۾ " بغداد" جي عروج سان، " دمشق" (شام) پس منظر ۾ هليو ويو.

پهرين صليبي جنگ دوران " انٽيوچ" صليبين جي پهرين فتح هئي. سال ١١٨٣ ع ۾ سلطان صلاح الدين ايوبي ، " حمص" سميت اهم شامي شهر فتح ڪري ورتا ۽ " شام" کي ايوبي سلطنت ۾ شامل ڪري، ان جو مصر سان الحاق ڪيو . " مملوڪ" غلام خاندان سال ١٥١٧ع تائين "شام" تي راڄ ڪو، پوءِ شام ترڪن جي خلافت عثمانيہ هيٺ چار صديون گذاريون، پهرين مهاڀاري لڙائي ( ١٩١٨ - ١٩١٤ع) حي خاتمي بعد. سال ١٩١٦ع ۾، برطانيہ، فرانس ۽ روس جي درميان هڪ خفيہ معاهدو ٿيو، جنهن مطابق " شام" ، " فرانس" جي اقتدار هيٺ ڏنو ويو. ( هو ازهو ان د عرب ورلڊ ، - ايضا - ص ٥١٣)

سال ١٩٢٠ع کان شامي قومپرستن، " عظيم شام جي خودمختيار ملڪ" جو اعلان ڪيو، ليڪن جولاءِ ١٩٢٠ع ۾ فرينچ فوجن، شام تي مڪمل ڪنٽرول حاصل ڪري ورتو . ٻي مهاڀاري لڙائي ( ١٩٤٥ - ١٩٣٩ع) جي خاتمي بعد، دنيا جو نقشو بدليو، مارچ ١٩٤٩ ۾ " شام" ۾ قائم ڪيل غير فوجي شهري حڪومت فوجي انقلاب جو نذر ٿي وئي. ڪرنل حسني الزائم، صدر شڪري الڪواتلي جي حڪومت جو تختو اونڌو ڪيو، جنهن کي آگسٽ ١٩٤٩ع ۾ ڪرنل سميع الحناوي اقتدار کان الڳ ڪيو ۽ ڊسمبر ١٩٤٩ع ۾ ٽئين فوجي انقلاب ذريعي، ڪرنل فوزي ۽ ڪرنل اديب الششڪلي، " شام" ۾ اقتدار تي قبضو ڪيو. نومبر ١٩٥١ع ۾، چوٿين فوجي انقلاب ۾ " ششڪلي" ڪرنل فوزي کي اقتدار کان الڳ ڪري ڇڏيو. فيبروري ١٩٥٤ع ۾ هو خود بہ اقتدار کان محروم ٿي ويو.

## متحده عرب جمهوريہ جو تجربو:

" شام" ۾ " ششڪلي" جي اقتدار کان الڳ ٿيڻ بعد. مصر ۾ "جمال عبدالناصر" جو اقتدار مضبوط ٿيو ۽ هو "بين العرب اتحاد" جي تحريڪ

جو بنا مقابلي قائد بنجي ويو. عراق، ان وقت مغرب جو اتحادي هو، ۽ ”شام“ ۾ سندس مداخلت جاري هئي. تنهن ڪري، فيبروري ۱۹۵۸ع ۾ ”شام“ پنهنجي الڳ خودمختيار حيثيت ۽ اقتدار اعليٰ تان دستبردار ٿي، ” مصر“ سان الحاق ڪيو، ۽ ” متحده عرب جمهوريہ“ (UAR) ۾ شامل ٿيو. جنهن جو صدر ،جمال عبدالناصر هو.

سادن ٽن سالن ، فيبروري ۱۹۵۸ع کان.سپٽمبر ۱۹٦۱ع تائين قائم ”متحده عرب جمهوريہ“ ، ” شام“ جي ساڄي ڌر جي فوجي عملدارن ختم ڪري ڇڏي ۽ ” شام“ ٻيهر هڪ آزاد ۽ خومختيار عرب ملڪ جي حيثيت اختيار ڪئي. ان وقت شامي ” بعث پارٽي“ لاءِ هڪ اهم مسئلو ڪڙو ٿيو: جيتوڻيڪ ” بعث پارٽي“ شام جي سياستدانن جي قيادت هٺ ڪم ڪري رهي هئي، تاهم انهيءَ جي نوعيت ” بين العرب“ هئي ۽ تنظيم جون شاخون عراق، لبنان ۽ اردن ۾ قائم هيون. ” دمشق“ جي صدر دفتر ۾، مرڪزي ڪاميٽي جي غير شامي ميمبرن کي ڪافي دسترس حاصل هئي. انهي صورتحال ۾ ” شام“ جي ” بعث پارٽي“ اتحاد قائم رکي نہ سگهي ۽ ورهائجي وئي. اهو واقعو مئي ۱۹٦۵ع جو آهي ۽ فيبروري ۱۹٦٦ع ۾ ” شام“ ۾ نائون فوجي انقلاب آيو. جنهن ” شام“ جي الڳ ” بعث پارٽي“ جي حڪومت قائم ڪئي. جيڪا اڄا قائم آهي. پهريون ” مرد آهن“ قائد. ڪرنل ” صلاح الجديد“ هو. جنهن کي نومبر ۱۹۷۰ع ۾ اقتدار کان الڳ ڪري. ” حافظ الاسد“ کي قائد بنايو ويو. جنهن ۱۴ مارچ ۱۹۷۱ع تی صدارت جو حلف کنیو.

” شام“ جو صدر ” حافظ الاسد“ ( ) استقامت. ۽ آزاد جرئتمندانہ پاليسيءَ سبب، عرب - اسرائيل تنازع ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. جنتوڻيڪ ” گولان“ جون اهم دفاعي ٽڪريون، اسرائيل جي قبضي مان آزاد ڪرائي نہ سگهيو. ” لبنان“ ۾، اسرائيلي ۽ امريڪي مفادات خلاف ، اني مضبوط محاذ قائم ڪيائين. سندس سياسي وابستگي ” بعث پارٽيءَ“ سان رهي. سياست ۾ اچڻ کان اڳي، ” هومز مليٽري ائڪيڊمي مان“ ” پائلٽ گريجوئيشن“ ڪرڻ بعد سال ۱۹۵۵ع ۾ فضائي فوج جي ائڪيڊمي ۾ شامل ٿيو. ۱۹۵۸ع ۾ ” روس“ ۾ فضائي تربيت حاصل ڪيائين سال ۱۹۵۹ع ۾ ” مصر“ ۾ مقرر ٿيل هو ۽ ۱۹٦۱ع ۾” مصر “ سان ” شام“ جي الحاق

جي مخالفت ڪرڻ سبب برطرف ڪيو ويو. سياست ۾ اچڻ ۽ " بعث پارٽي" جي رڪنيت اختيار ڪرڻ کان پوءِ سال ۽ فيبروري ١٩٦٦ع ۾ وزير دفاع بنايو ويو. تاريخ ١٣ نومبر ١٩٧٠ع تي، وزير اعظم نور الدين العطاشي کي فوجي انقلاب ذريعي برطرف ڪيو ويو ۽ حافظ الاسد کي سندس جانشين بنايو ويو. ٽن ڏينهن بعد، ١٦ نومبر ١٩٧٠ع تي، حافظ الاسد صدارت جو عهدو سنڀاليو ۽.مارچ ١٩٧١ع ۾ صدارتي انتخاب منعقد ٿيو جنهن ۾ ٩٩ سيڪڙو ووٽ حاصل ڪيائين.

اپريل ١٩٤٦ع ۾ " شام" برطانوي تسلط کان آجو ٿيو. ڊسمبر ١٩٤٧ع ۾ برطانيه فلسطين کي آزاد ڪرڻ وقت " اسرائيلي رياست" قائم ڪري فلسطين جو ورهاڱو ڪيو. جيئن بر صغير هندستان - پاڪستان ۾ ڪيو ويو هو. عرب – اسرائيلي جنگ شروع ٿي. سال ٤٩ - ١٩٤٨ع ۾ "شام" انهيءَ ۾ شامل هو. شڪست جي ذميداري فوج تي مڙهي وئي. تاريخ ١٤ آگسٽ ١٩٤٩ع تي، ڪرنل حسني زائم جي سربراهي ۾ پهريون فوجي انقلاب برپا ٿيو، جنهن ۾ امريڪي حمايت سان ١٩٤٨ع ۾ قائم ڪيل حڪومت جو تختو اونڌو ٿيو. پوءِ ڪيئي فوجي بغاوتون ۽ انقلاب رونما ٿيا، ليڪن شامي عرب " امريڪا" کان هميشه لاءِ بدگمان ٿي ويا. هن وقت مرحوم حافظ الاسد جو فرزند، بشر الاسد، شام جو صدر آهي.

## عراق:

پهرين مهاڀاري لڙائي ( ١٩١٨ع - ١٩١٤ع) جي نتيجي ۾ " خلافت عثمانيه" زوال پذير ٿي ۽ سال ١٩٢٠ع ۾ عراق جو ملڪ انگريزن جي سنڀال هيٺ ڏنو ويو، جن سال ١٩٢١ع ۾ شريف مڪہ. حسين بن علي جي ٽئين پٽ کي شاهه فيصل اول جو خطاب ڏئي عراق جو بادشاهه بنايو. خلافت عثمانيه جي خلاف جنگ ۾ شريف حسين انهيءَ خيال سان انگريزن جو ساٿ ڏنو هو ته کيس عربستان جو بادشاهه بنايو ويندو. حجاز جي هن سيد گهراڻي جي شاهه، فيصل اول ( ١٩٣٣ع - ١٨٨٣ع)، ٻارهن سال عراق تي حڪومت هلائي. هو. " اردن" جي بادشاهه، شاهه عبدالله جو ويڄو ڀاءُ هو.

تاريخ ٨ سپٽمبر ١٩٣٣ع تي سندس وفات بعد سندس فرزند " شاهہ غازي" تخت نشين ٿيو جنهن پنج ڇهہ سال ( ١٩٣٩ --- ١٩٣٣ع) حڪومت هلائي ۽ سندس انتقال بعد سندس پٽ شاهہ فيصل ثاني تخت نشين ٿيو، ليڪن سندس صغير سني سبب سندس چاچو " امير عبدالله" حڪومت هلائڻ لڳو. شاهہ فيصل ثاني ( ١٩٥٨ - ١٩٣٥ع)، سال ١٩٥٣ع ۾ بالغ ٿيڻ بعد تخت نشين ٿيو ۽ پنجن سالن جي بادشاهي بعد، ٢٣ سالن جي عمر ۾، خاندان سميت، جولاءِ ١٩٥٨ع جي فوجي بغاوت ۾، بيدرديءَ سان قتل ٿيو.

سال ١٩٥٨ع ۾عراق جي نوجوان بادشاهہ شاهہ فيصل ثاني جي قتل بعد، ڪرنل عبدالڪريم قاسم هڪ فوجي حڪومت قائم ڪئي. هو امريڪا دشمن عراقي قومپرست ثابت ٿيو. سال ١٩٦٣ع ۾ هڪ ٻي فوجي بغاوت ذريعي عبدالسلام عارف اقتدار ۾ آيو ۽ ڪرنل عبدالڪريم قاسم کي ڦاسي ڏني وئي. ٽن سالن بعد عبدالسلام عارف هڪ هوائي حادثي ۾ فوت ٿيو ۽ سندس ڀاءُ عبدلرحمان عارف برسر اقتدار آيو.ان وقت تائين، علائقائي سياست نئون رخ اختيار ڪري ورتو هو.

سال ١٩٥٤ع ۾ قومپرست ايراني وزير اعظم ڊاڪٽر محمد مصدق (١٩٥٤ - ١٩٥١ع) هٽائي ، محمد رضا شاهہ پهلوي ( ١٩٧٩ع - ١٩٤١ع) مطلق العنان بادشاهہ بڻيو. سال ١٩٧٩ع جو اسلامي انقلاب انهيءَ پاليسي جو منطقي نتيجو ثابت ٿيو. سال ١٩٥٥ع ۾ مصر جي قومپرست صدر ڪرنل جمال عبدالناصر کي قتل ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي وئي. نتيجي طور مصر، " سويت يونين" ڏانهن دوستي جو هٿ وڌايو.

## اسرائيلي جارحيت:

تاريخ ٥ جون ١٩٦٧ع تي، اسرائيلي فضائيہ، پاڙيسري ملڪن، مصر، شام ۽ اردن تي اوچتو ڀرپور حملو (Blitzkrieg) ڪيو ۽ فقط ٨٠ ڪلاڪن اندر وسيع عرب علائقن تي " اسرائيل" جو قبضو ٿي ويو. اقوام

متحده جي اپيل تي، اسرائيل - عرب جنگي بندي، تاريخ ١٠ جون ١٩٦٧ع تي عمل ۾ آئي. ڇهن ڏينهن جي مسلسل بمباري ۽ فوج ڪشي، ٿنهي عرب ملڪن کي ڪمزور ڪري ڇڏيو ۽ وچايل علائقن جي واپسي لاءِ اقوام متحده ۽ يونائيٽڊ اسٽيٽس جي حڪومت سان اميدون وابسته ڪيون ويون. اهي اجا تائين پوريون ٿينديون نظر نه ٿيون اچن.

عراق جو صدر، صدام حسين ( ولادت ١٩٣٧ع تڪريت ( عراق) قاهره يونيورسٽي ۽ المستنصريه يونيورسٽي بغداد جو گريجوئيٽ، ڊپلوما ان "لئسينشيئيت آف لاز") سال ١٩٥٦ع ۾ بعث پارٽي جو رڪن ٿيو. عراق جي جنرل قاسم جي حڪومت ( ٦٣ - ١٩٥٩ع) خلاف بغاوت ۽ جنرل جي قتل جي سازش ۾ ڪيس موت جي سزا ڏني وئي. ليڪن جنرل صدام حسين "شام" ۽ مصر ۾ روپوش ٿي ويو. سال ١٩٦٣ع ۾ واپس عراق پهتو ۽ آڪٽوبر ١٩٦٤ع ۾ صدر عبدالسلام عارف جي حڪومت جو تختو اونڌو ڪرڻ جي سازش جي الزام هيٺ گرفتار ڪيو ويو. سال ١٩٦٥ع ۾ آزاد ٿيڻ بعد، " بعث نئشنل ڪمانڊ ڪائونسل" جو ميمبر مقرر ٿيو. جولاءِ ١٩٦٨ع جي انقلاب ۾ قليدي ڪردار ادا ڪيائين، ۽ نومبر ١٩٦٩ع ۾ انقلابي ڪمانڊ ڪائونسل جو نائب چيئرمن منتخب ڪيو ويو. جنوري ١٩٧٦ع ۾ " جنرل" جي عهدي کي پهتو، ۽ سال ١٩٧٩ع جي اونهاري ۾ ريپبلڪ آف عراق جو صدر بنيو. گذريل ٢٣ سالن کان جنرل صدام حسين ۽ بعث پارٽيءَ جو عراق ۾ اقتدار قائم ۽ مستحڪم آهي.

## اردن (Jordan)

ترڪي جي خلافت عثمانيه کان، پهرين مهاڀاري لڙائي ( ١٩١٨ - ١٩١٤ع) جي نتيجي ۾، ٿني ڌار ٿيڻ بعد، عراق، شام، سعودي عربيه ۽ ٻين عرب ملڪن وانگر ، " اردن" به هڪ الڳ ملڪ جي حيثيت حاصل ڪئي ليڪن اهو سيني کان آخر ۾ علحده حيثيت جو مالڪ بنيو. تاريخي لحاظ کان " اردن" درياهه جو هي ملڪ، هميشه هڪ الڳ شناخت رکندو آيو

آهي: ادومين، نباطين ۽ فلسطينين، هيءَ دشوار گذار ۽ ويران پهاڙي سرزمين آباد ڪئي، قديم عبراني انهيءَ جا اولين آبادگار هئا. اسلام جي فروغ بعد عربن هي ملڪ فتح ڪيو. سن ۱۴ هجري، مطابق ۶۳۵ع تائين، حضرت ابو عبيده رض، خالد بن وليد رض ۽ عمرو رض بن العاص، اردن درياهه جي پنهي ڪنارن سان آباد شهر ۽ بستيون اسلامي خلافت جي انتظام هيٺ آندا. پوءِ خلافت عباسيه تائين " اردن" هڪ الڳ اسلامي صوبي طور قائم رهيو. خلافت جي زوال ۽ صليبي جنگين جي تباهڪاري دوران، سلطان صلاح الدين ايوبي انتظاميه. اردن کي هڪ ملڪ جي حيثيت ڏني. خلافت عثمانيه هيٺ، چار صديون ( ۱۹۰۰ --- ۱۵۰۰ع)، " اردن" اسلامي نظام حڪومت هيٺ رهيو. پهرين مهاڀاري لڙائي بعد، " فرانس" جو مقبوضه علائقو بنجي ويو ۽ " شام" سان ملائي هڪ گڏيل ملڪ بنايو ويو ( ۱۹۱۹). امير فيصل هن گڏيل ملڪ تي " دمشق" کان حڪمراني ڪرڻ لڳو. جڏهن سال ۱۹۲۰ع ۾ فرانس دمشق تي قبضو ڪيو هو، تڏهن درياهه اردن جي پار علائقي (TransJordan) تي فلسطين جي انگريز سرڪار جو قبضو هو. فيبروري ۱۹۲۱ع ۾، امير فيصل جو ڀاءُ امير عبدالله هن علائقي ۾ ، "حجاز" کان ڪاهي آيو، انهي ارادي سان ته فرينچ قابض فوجن کي " شام" مان بيدخل ڪري. انگريزن اتڪل ويڙهائي ڪيس انهي ارادي کان باز رکيو، ۽ عيوضي ۾ کيس اردن درياهه جي پار علائقن جو حاڪم تسليم ڪيو. سال ۱۹۲۲ع ۾ " ليگ آف نئشنس" اهڙي حڪمراني جي حق کي بحال ڪيو. مئي ۱۹۲۳ع ۾ برطانيه سرڪار " ترانس جاردن" ملڪ جي آزادي جو اعلان ڪيو، جنهن ۾ بن شرطن جي پوئواري شامل هئي. (۱) عراق سان ٺيل معاهدي وانگر معاهدو ڪيو ويندو، ۽ (۲) آئيني حڪمراني قائم ڪئي ويندي. (چئمبرسس - ايضا - ج ۸ ، ص ۱۳۸) سعودي عربيه سان سرحدي تڪرار ۾ به برطانيه سرڪار ٺياڪڙ هئي. جده جي معاهدي ( تاريخ ۲۰ مئ ۱۹۲۷ع) ۾ اردن سان سرحدي صورتحال متعلق، " جيڪو جتي آهي، اتي رهي" جي شق شامل ڪئي وئي. آخر، تاريخ ۲۷ جولاءِ ۱۹۳۳ع تي، جيروسلم ۾، سعودي - اردن ناهه تي صحيحون ٿيون.

ٻي مهاڀاري لڙائي ( ۱۹۴۵ --- ۱۹۳۹ع) دوران، " عراق" ۾

بغاوت کي دٻائڻ ۽ ” شام“ تي قبضي ڪرڻ ( ۱۹۴۱ع) ۾ اردن جي فوجن ڪجهه مدد ڪئي، جنهن جي نتيجي ۾ شاهه عبدالله کي برطانيه سرڪار طرفان ۱۹۴٦ع ۾، خودمختيار بادشاهه تسليم ڪيو ويو. جڏهن فلسطين تقسيم ٿيو ۽ عرب اسرائيل تنازع ڪڙو ٿيو، تڏهن اردن جي عرب عوام ۾ انگريز مخالف جذبات پيدا ٿيا، اردن جي بادشاهيءَ ۾ شديد بحران پيدا ٿيا، جن جي انتها ، سال ۱۹۵۱ع ۾ خود شاهه عبدالله جي قتل تي ٿي. سندس وڏو فرزند ” طلال“ دماغي مريض هو، تنهن ڪري سندس پوٽو، شاهه حسين بن طلال، اردن جو بادشاهه ٿيو، سندس دور طوفاني هو، ليڪن سندس ذاتي صلاحيتون تمام مشڪلاتن کي منهن ڏيڻ لاءِ ڪافي هيون.

شاهه حسين جي ذاتي صلاحيتن جي باوجود، اردن برطانوي ۽ امريڪي اثر رسوخ کان آجو نه ٿي سگهيو، بلڪ اردن درياهه جي مغربي علائقي ۽ مشرقي جيروسلم جي حڪمرانيءَ مان هٿ ڌوئي وينو . دوستي ۽ دغا جو سلسلو ڪجهه هن طرح هليو: پهريائين عرب فوج جي برطانوي ڪمانڊر ”گلب پاشا“ کي اچانڪ برطرف ڪيو ويو. اهو سال ۱۹۵٦ع هو، ۽ ان وقت اردن جي فوج، علائقي جي بهترين فوج هئي. ۱۹۵۷ع ۾ اردن جي دستور تحت، منتخب قومي سوشلسٽ حڪومت، برطانيه سان ڪيل معاهدي کي ڪالعدم قرار ڏنو، ليڪن فوجي بغاوت ذريعي خود اقتدار کان محروم ٿي وئي. شاهه حسين کي امريڪي ۽ سعودي مالي امداد حاصل هئي، جنهن سان هن ڪافي اصلاحات ڪيا، جن ۾ فوج جي ترقي ۽ تربيت شامل هئي. سال ۱۹۵۸ع ۾ ” عراق“ ۾ آيل خوني انقلاب ، ” اردن“ لاءِ به خطرو هو. ان وقت برطانوي ۽ امريڪي هوائي فوج اردن کي دفاعي ڇٽي مهيا ڪئي، ليڪن ۵ جون ۱۹٦۷ع تي، جڏهن اسرائيل اچانڪ مڪمل طاقت سان عرب سرحدي ملڪن تي هوائي حملو ڪيو ۽ اسي ( ۸۰) ڪلاڪن اندر گهربل عرب علائقن تي قابض ٿي ويو، تڏهن برطانيه ۽ امريڪا ، اردن جي ڪا به مدد نه ڪئي، جڏهن اقوام متحده جي بار بار اپيلن ڪرڻ بعد، تاريخ ۱۰ جون ۱۹٦۷ع تي جنگ بنديءَ لاءِ ” اسرائيل“ راضي ٿيو تڏهن عرب دنيا جي صورتحال هن ريت هئي:

(۱) مصر ، شام ۽ اردن جي هوائي طاقت تقريبا تباهه ٿي چڪي هئي.

(٢) اسرائيل ، پيشقدمي ڪري، مصر ۽ شام جا اهم علائقا والاري ورتا هئا ۽ اردن درياهہ جو مغربي علائقو ۽ جيروسلم جو قديم شهر سندس قبضي هيٺ اچي چڪو هو. ( چئمبرسس - ايضا - ج ٨، ص ١٣٨)

شاهہ حسين جي دور ۾ اردن جي هاشمي سلطنت کي هر طرف کان خطره لاحق رهيا. اندروني طور تي، فلسطيني مهاجرين ۽ مقامي عرب قومپرستن تي ضابطو رکڻ، شايد، سڀني کان وڏو مسئلو هو. هن وقت سندس فرزند جانشين، شاهہ عبدالله، انهن مسئلن کي منهن ڏئي رهيو آهي.

## اسرائيل جو قيام ۽ فلسطين جو مسئلو:

١٤ مئي ١٩٤٨ع تي "اسرائيل" جي قيام جو اعلان ٿيو: " اسين عالمي صيهوني تحريڪ ۽ فلسطين ۾ يهودي قوم جي نمائينده قومي ڪائونسل جا ارڪان، فلسطين ۾ يهودي رياست جي قيام جو اعلان ٿا ڪريون، جنهن کي " اسرائيل" سڏيو ويندو. ( ڊان ، ١٥ مئي ١٩٤٨ع)

ايشيا ۾ برطانوي تسلط کان آزاد ٿيندڙ، هندستان بعد ٻيو ملڪ "فلسطين" (Palestine) هو. اهو ملڪ بہ تقسيم تي آزاد ٿيو. انهيءَ جو مختصر احوال هن ريت آهي:

تاريخ جو علم رکندڙ کي معلوم آهي تہ جنوب - مغربي ايشيا ۾، "فلسطين" جو علائقو هزارين سالن کان مذهبي ۽ قومي جذبات جو مرڪز رهيو آهي. يهودي، مسيحي ۽ مسلمان عرب انهيءَ کي پنهنجو پاڪ ملڪ سمجهن ٿا ۽ واري واري سان انهيءَ تي پنهنجي حڪومت قائم ڪري چڪا آهن. پهرين مهاڀاري لڙائي ( ١٩١٨ - ١٩١٤ع) کان اڳ هتي خلافت عثمانيہ جي اسلامي حڪومت قائم ڪئي. انهيءَ دور ( ١٩١٤ - ١٥١٧ع) ۾، هتي " صيهونيت" (Zionism ) جي تحريڪ شروع ٿي: ١٨٥٥ع ۾، " جافہ" جي قريب، يهودين جي آبادڪاريءَ لاءِ زمين خريد ڪئي وئي، پوءِ " روس" ۽ " رومانيا" مان مسلسل يهودي آبادڪار هتي اچي آباد ٿيندا رهيا. ١٩١٤ع تائين اٽڪل هڪ لک يهودي فلسطين ۾، آباد ٿي چڪا هئا. (چئمبرسس، ج ١٠ ص ٣٩٦) ١٨ - ١٩١٧ع ۾، انگريزن، ڪجهہ عرب ۽ هڪ يهودي، فوجي مددگارن جي ذريعي، " فلسطين" تي قبضو ڪيو. برطانوي سرڪار " بالفور اعلاميہ" جاري ڪيو، جيڪو ١٦ - ١٩١٥ع ۾ ڪيل برطانوي وعده جي خلاف هو: سرهينري مئڪ مهن

(Mac Mahon) برطانيہ سرڪار جي طرفان، مڪہ جي شريف حسين سان خط و ڪتابت ۾، وعده ڪيو هو تہ، دولت عثمانيہ يا عثمانيہ خلافت جي خاتمي بعد عربي زبان وارن علائقن ۾ آزاد عرب رياست قائم ڪئي ويندي ، جنهن مان ڪجهہ ايراضي، جيڪا واضح نہ ڪئي وئي هئي، ڌار ڪئي ويندي. هاڻي خلافت عثمانيہ جي خاتمي ۽ فلسطين تي برطانيہ جي قبضي بعد، بالفور اعلاميہ ۾ وعده ڪيو ويو تہ فلسطين ۾ يهودين جي قومي وطن جي قيام ۾ مدد ڪئي ويندي. اتان عرب - يهودي تنازعہ ڪڙو ٿيو، جيڪو اڄ ڏينهن تائين جاري آهي.

انهيءَ وچ ۾، تاريخ ١٥ مئي ١٩٤٨ع تي، جڏهن فلسطين تي اقوام متحده طرفان برطانيہ کي ڏنل اختيار ختم ٿيو، تڏهن اقوام متحده جي ٺهراءَ تاريخ ٢٩ نومبر ١٩٤٧ع مطابق، فلسطين جو ورهاڱو عمل ۾ آيو. عرب رياستن، مصر، اردن ۽ عراق، انهي ورهاڱي کي روڪڻ لاءِ پنهنجون فوجون فلسطين ۾ داخل ڪيون. تاهم اپريل ١٩٤٩ع ۾ جنگبندي قبول ڪئي وئي ۽ زميني قبضي مطابق عارضي سرحدون قائم ٿيون، جيڪي پڻ اڃا تائين عارضي آهن.

## ايشيائي معاهدا:

" سارڪ (SAARC) سائوٿ ايشين ائسوسيئيشن فار ريجنل ڪو آپريشن، ستن ملڪن: بنگلاديش، ڀوتان، مالديوز ( مالديپ)، نيپال، هندستان، پاڪستان ۽ سريلنڪا ( سلون) تي مشتمل هڪ سماجي - اقتصادي اتحاد آهي، جيڪو ١٩٨٥ع ۾ قائم ڪيو ويو هو. اقتصادي ۽ تجارتي تعلقات جو، گهٽي ڀاڱي، بهتر سياسي تعلقات تي دارومدار آهي. هندستان ۽ پاڪستان، " سارڪ" جا ميمبر ملڪ آهن ليڪن سندن باهمي اقتصادي تعاون ۽ تجارتي ترجيحات نہ هجڻ جي برابر آهن. سياسي معاملات تي، هن اداري ۾ بحث ٿي نہ ٿو سگهي. سال ١٩٩٣ع جي سربراهي اجلاس ۾ " سيپٽا" ( سائوٿ ايشين پرفرنشل ٽريڊ اگريمينٽ) تي اتفاق راءِ ۽ سال ١٩٩٦ع ۾ سيني ميمبر ملڪن طرفان انهيءَ جي منظوري ملڻ بعد، اميد پيدا ٿي آهي، جيتوڻيڪ اميد ڪندي پنج سال گذري چڪا آهن تہ جنوبي ايشيا جا هي ست ملڪ تجارت ۾ هڪ ٻئي کي ترجيح ڏيندا.

اهڙي طرح اولهہ ايشيا جا ڏهہ ملڪ: ترڪي، ايران ۽ پاڪستان افغانستان ۽ وچ ايشيا جون رياستون: آذربائيجان، ترڪمينستان، ازبيڪستان، قازقستان، تاجڪستان ۽ ڪرغيزستان، " ايڪو" ( ECO - اڪنامڪ ڪو آپريشن آرگنائيزيشن) ۾ منسلڪ آهن. " ايڪو" جو پهريون سربراهي اجلاس تهران ( ايران) ۾ تاريخ ١٦ ۽ ١٧ فيبروري ١٩٩٢ع ۾ منعقد ٿيو هو. ٻيو اجلاس تاريخ ٦ ۽ ٧ جولاءِ ١٩٩٣ع تي استنبول (ترڪي) ۾ منعقد ٿيو، جنهن ۾ افغانستان جو صدر پروفيسر برهان الدين رباني بہ شامل ٿيو ۽ ميمبر ملڪن جو ڪل تعداد ڏهہ ٿي ويو، ڇاڪاڻ تہ وچ ايشيا جي ڇهين رياست قازقستان بہ شموليت اختيار ڪئي. اقتصادي ترقي جي متعدد رٿائن تي اتفاق راءِ آهي، ليڪن سرمايو اصل مسئلو آهي. ٽيون سربراهي اجلاس، اسلام آباد ( پاڪستان) ۾ تاريخ ١۴ ۽ ١۵ مارچ ١٩٩۵ع تي منعقد ٿيو.

انن عظيم سرمائيدار ملڪن (G _8) جي طرز تي انن اسرنڊڙ مسلمان غريب ملڪن جو " ڊولپنگ ايٽ" (D _8) جي نالي هڪ اقتصادي اتحاد قائم ڪيو ويو آهي: پاڪستان، بنگلہ ديش، انڊونيشيا، ملائيشيا، ايران، ترڪي، مصر ۽ انهي اتحاد جا ميمبر ملڪ آهن.

## شترسوار ٻالڪ (Camel _ jockegs)

انن جي ڊوڙ، عرب قوم جي قديم مرغوب تفريح آهي. انن کي تيز ڊوڙائڻ لاءِ، انهن تي ننڍن ٻارن کي سوار ڪري، انهيءَ جي رڙين واڪن تي اُٺ تيز تر ڪرڻ، هڪ انسانيت سوز تفريح آهي. سال ١٩٩٩ع جي رپورٽ مطابق، ڪم ازڪم ٽيهہ ٻار پاڪستان مان اغوا ڪري انهي خطرناڪ تفريح ۾ استعمال ڪيا وڃن ٿا. گذريل ٻن سالن ۾ ٻہ هزار ڇوڪرا انهي ڪاري ڪاروبار ۾ ڪم آيا آهن. ( انٽي - سليوري انٽرنئشنل رپورٽ ١٩٩٩ع ۽ ڊان، ١٠ آگسٽ ٢٠٠٢ع، ص ١۴). ڏکڻ - ايشيا جا غريب والدين ٻار وڪرو ڪن ٿا، يا انهن کي بهتر زندگي جي لالچ تي تحويل ۾ ورتو وڃي ٿو، تاهم اڪثر مظلوم ٻارڙا اغوا ڪري وڪرو ڪيا وڃن ٿا.

## جاگيرداري ۽ زمينداري:

جديد جمهوري سياسي نظام، وچين زماني (Middle Ages) جي جاگيرداري سياسي ۽ معاشي نظام سان، متصادم آهي. ٻي مهاڀاري لڙائي بعد، جپان، تائيوان ۽ ڏکڻ ڪوريا، امريڪي جنرل مئڪ آرٿر جي انتظاميہ هيٺ آيا، جنهن انهن ٽن ملڪن جي جاگيرداري نظام کي ختم ڪري، حاصل ڪيل زرعي زمين بي زمين هارين ۾ ورهائي ڇڏي. " چين" ۾، ڪميونزم يا اشتراڪيت، جي نظام قائم ٿيڻ بعد، جاگيرداري ناممڪن ٿي وئي. ترڪيءَ ۾، پهرين مهاڀاري لڙائيءَ بعد، جمهوري نظام هيٺ، اتاترڪ ڪمال پاشا، زمينداري جو نئون نظام قائم ڪيو، جنهن ۾ جاگيرداري جي گنجائش نہ رهي. پاڪستان ۾ قانوني طور تي جاگيرداري ختم ڪئي وئي آهي، ۽ متعدد دفعا زرعي اصلاحات نافذ ڪيا ويا آهن، ليڪن پوئين دفعي، جنرل ضياءُ الحق جي دور ۾، پاڪستان جي وفاقي شريعت عدالت جي ڏنل فتويٰ مطابق، "اسلام ۾ زرعي ملڪيت تي ڪا حد بندي عائد ڪيل نہ آهي" تنهن ڪري اسلامي جمهوري مملڪت پاڪستان ۾، نوابن، سردارن، مٿڪن ۽ چوڌرين جي هزارين ايڪڙ زرعي زمينن ۽ انهن جي بنياد تي سندن علائقائي سياسي بالادستيءَ کي ڪوبہ خطرو نہ آهي.

## ترقياتي اتحاد:

جنوب مشرقي ايشيا جي ڏهن ملڪن: برونائي، ڪمبوڊيا، انڊونيشيا، لائوس، ويٽنام، ٿائيلينڊ، ملائيشيا، ميانمار ( برما) فلپائن ۽ سنگاپور، هڪ ترقياتي اتحاد قائم ڪيو آهي، جنهن کي " ايسيان" ( Association of Southeast Asian Nations: ASEAN) چئجي ٿو. حقيقي اتحاد ۽ جديد اقتصادي نظام جي نفاذ ۾ رڪاوٽون اڃا بہ موجود آهن.

## عرب رياستن جي صورتحال:

متحده عرب امارات (UAE ) ۾ ست عرب رياستون شامل آهن: ابو ظهبي، دبئي، شارجہ، اجمان، ام القوين ۽ فجريره، جيڪي گذريل ڏيڍ صدي (١٩٧١ - ١٨١٩ع ) کان برطانيہ جي تسلط هيٺ هيون ۽ الڳ الڳ آزادي حاصل ڪري چڪيون هيون، سي تاريخ ٢ ڊسمبر ١٩٧١ع تي هڪ متحده امارات قائم ڪرڻ تي متفق ٿيون. بعد ۾ " راس الخيمہ" جي عرب بادشاهيت

۾ انهيءَ الحاق ۾ شامل ٿي وئي. ابو ظهبي جو بادشاھ، شيخ زيد بن سلطان النهيان، شروع کان هن متحده امارات جو صدر آهي. هن وقت سندس عمر ٨٣ سال آهي، ”دبئي“ جو بادشاھ، شيخ مڪتوم بن راشد المڪتوم، هڪ مختصر وقفي کان علاوه، سال ١٩٩٠ع کان تمام عرصو هن عرب وفاق جو نائب صدر رهيو آهي، هاڻي کيس وزير اعظم جو عهدو ڏنو ويو آهي. هن علائقي مان برطانيہ جي موجودگي تاريخ ٻهرين ڊسمبر ١٩٧١ع تي ختم ٿي. هاڻي ”گلف وار“ (سال ١٩٩١ع) بعد، برطانيہ ۽ امريڪا جي ايراني نار (Persian Gulf) ۾ موجودگي، هنن ملڪن جي حفاظت جي بهاني ضروري سمجهي وڃي ٿي.

”بحرين“ ۾ هڪ امريڪي تيل ڪمپني سال ١٩٣٢ع ۾ تيل تلاش ڪري ورتو. سال ١٩٥٩ع تائين بحرين جي تيل جي پيداوار سادا ٻاويهہ لک ميٽرڪ ٽن تي وئي ۽ هي عرب ملڪ امير ٿي ويو، پوءِ برطانيہ سرڪار سان تجارتي تعلقات قائم ٿيا. سال ١٩٥٩ع ۾ ڪل آدمشماري هڪ لک ٽيئيتاليهہ هزار ۽ سو تيرهن هئي. عرب عوام کان علاوه ايراني ۽ هندستان تجارتي خاندان هتي آباد آهن. ”ميامي“ دارالحڪومت هڪ بين الاقوامي تجارتي مرڪز آهي.

”بحرين“ جي تاريخ قرون وسطيٰ کان شروع ٿئي ٿي، جڏهن ”حصه“ جي نالي سان هي ملڪ شمال مشرقي عربستان جو هڪ صوبو هو. هن وقت ”بحرين“ (معنيٰ ٻہ سمنڊ) عربستان جي ”حصه“ ساحل کان ويهہ ميل اندر هڪ ٻيٽن جو ميڙ آهي، جنهن ۾ ”بحرين“ خاص ٻيٽ آهي، تنهن ڪري سڄو ملڪ انهي نالي سان سڏجي ٿو. ساحل کان پري، هنن ٻيٽن تي، سال ١٥٥٩ع ۾ ، پورچوگيزن قبضو ڪيو. سال ١٦٠٢ع ۾ ايران جي شاھ ”عباس اعظم“ پورچوگيزن کي هتان بيدخل ڪيو. سال ١٧١٧ع ۾، ”اومان“ جي ملاحن هنن ٻيٽن تي قبضو ڪيو. جن کان ايران سرڪار، سال ١٧٣٦ع ۾، قبضو خالي ڪرايو. سال ١٧٨٣ع ۾، عتبي عرب خاندان، هتي موروثي بادشاهت قائم ڪئي ۽ حڪمران کي ”خليفو“ سڏيو ويو. هن بادشاهت ۾ قطر جو ملڪ ۽ ”حصه“ جو بندرگاھ بہ شامل هو. سال ١٨٧١ع ۾ ترڪن جي خلافت عثمانيہ طرفان ”حصه“ تي قبضو ڪيو ويو. سال ١٨٣٩ع ۾ جڏهن مصر جي حڪومت ”قطر“ تي دعويٰ ڪئي هئي،

تڏهن ١٨٢٠ع جي معاهده تحت، برطانوي فوج مدد ۽ دفاع لاءِ آندي وئي هئي. پوءِ ١٨٦١ع ۾ برطانيه سان دائمي معاهدي، رنڊڪ وڌي.

پوءِ جيئن سنڌ ۾ برطانوي سامراجيت پير کوڙيا، تيئن خليفي کي پابند ڪيو ويو ته برطانيه کان علاوه ٻئي ڪنهن به بيروني ملڪ سان تعلقات نه رکي. اهڙا معاهدا سال ١٨٨٠ع ۽ ١٨٩٢ع ۾ طي ٿيا. سال ١٩٠٠ع ۾ سعودي عرب جي شاه ابن سعود برطانيه طرفان " بحرين" ۽ "ڪويت" سان ڪيل معاهدن کي تسليم ڪيو، ليڪن سال ١٩٠٨ع ۾ ايران جي شاه " بحرين" تي حڪمراني جي حق جي دعويٰ ڪئي هئي. ( چئمبرسس - ايضا - ج ٢، ص ص ٥٤ - ٥٣)

اهڙي طرح " ايراني نار" جي علائقي ۽ عرب دنيا ۾ اختلافات جي شروعات برطانوي مفادات ۽ حڪمت عمل کان ٿي. " سعودي عرب" جي شاه هڪ طرف عراق جي باغي اڳواڻ کي عرب روايت جي بنياد تي پناه ڏني ۽ ٻئي طرف ايران جي " بحرين" تي دعويٰ کي رد ڪيو. تازو "ڪويت" جي معاملي تان عراق ۽ باقي سرحدي عرب ملڪن ۾ زبردست اختلاف پيدا ٿيو، ۽ امريڪا، برطانوي ۽ ٻين يورپي ملڪن جي اتحاد سان "گلف وار" ۽ " آپريشن ڊيزٽ فاڪس"، " عراق" کي عالمي پابندين ۽ جنگي ڪاروائين ذريعي اڪيلو ڪري ڇڏيو آهي. " ڪويت" جو معاملو ڇا آهي؟

" ڪويت "معنيٰ ننڍو قلعو، " ايراني نار" جي شمال مغربي ساحل تي واقع آهي. هتان جي امارت کي سال ١٩٦١ع جي جون مهيني ۾ آزاد خودمختيار حيثيت حاصل ٿي. انهيءَ کان اڳ جي تاريخ مختصر طور تي، هن طرح گذري آهي: " بحرين" جي عتبي عرب خاندان، ١٨ صدي عيسويءَ ۾ " ڪويت" جي علحده حڪومت قائم ڪئي، هن خاندان جي شيخ حڪمرانن " الصباح" لقب اختيار ڪيو. هن عربستان جي وهابي عسڪري طاقت خلاف آزاديءَ جو دفاع ڪيو ۽ " ڪويت"کي هڪ خوشحال ملڪ بنايو. خوشحالي، استحصال کي دعوت ڏني، ۽ سال ١٨٧١ع ۾خلافت عثمانيه جي ترڪ فوج " ڪويت" تي قبضو ڪري، انهيءَ کي " بصره" جي صوبي ۾ ضم ڪري ڇڏيو." بصره" هن وقت " عراق" ۾ شامل آهي.

سال ١٩٠١ع ۾ " ڪويت" تي شيخ مبارڪ جي حڪمراني هئي، ١٨٩٩ع ۾ جڏهن " ڪويت" تي روسي حملي جو شڪ پيدا ٿيو، تڏهن

شيخ مبارڪ ۽ برطانيہ سرڪار جي درميان هڪ دفاعي معاهدو ٿيو هو، پوءِ جڏهن ١٩٠١ع ۾، جرمن رٿاهيٺ، بغداد ريلوي کي " ڪويت" تائين وڌائڻ جو فيصلو ٿيو، تڏهن برطانوي فوجون، " ڪويت" ۾ داخل ٿي ويون. پوءِ سال ١٩٠۴ع ۾ ڪوبت جي شيخ سان هڪ معاهدو طئي ٿيو، جنهن تحت " ڪويت" ۾ انگريز " سياسي ايجنٽ" مستقل طور تي مقرر ڪيو ويو، جيئن اڳ ۾ " سنڌ" ۾ ڪيو ويو هو. تاهم ترڪ خلافت عثمانيہ جي حڪمراني جي حق جو دعويٰ بدستور موجود هئي. تنهن ڪري برطانيہ سرڪار، ڪويت تي ترڪ بالادستي کي برائي نام تسليم ڪرڻ جي عيوض، ڪويت سان ڪيل معاهدن تي خلافت عثمانيہ جي تصديق حاصل ڪئي. ليڪن سال ١٩١۴ع ۾ پهرين مهاڀاري لڙائي جي شروع ٿيندي، برطانيہ سرڪار " ڪويت" جي خودمختياري جو اعلان ڪري،انهيءَ کي پنهنجي تحويل هيٺ آندو. شيخ مبارڪ جي عتبي شاهي خاندان جي اندروني خود مختياري برقرار رهي. ڊسمبر ١٩٢٢ع ۾ " نجد" ۽ " ڪويت" جي سرحديٰ حد بندي ڪئي وئي. جنهن سان " ڪويت" جو ڪافي علائقو "سعودي عرب" ۾ شامل ٿي ويو. ( چئمبرسس - ايضا - ج ٨ ص ٢٨١)

ٻي مهاڀاري لڙائي ( ١٩۴٥ع - ١٩٣٩ع) کان بعد جي عالمي صورتحال ۾ "ڪويت" اهميت حاصل ڪئي: تيل جي پيداوار، امير ملڪن کي هرڪايو " برغن" جي آئل فيلڊ، تيل جي بيحد اهم پيداوار مهيا ڪئي ٿي، تنهن ڪري سال ١٩٣۴ع ۾ هڪ گڏيل ائنگلو۔ امريڪي تيل ڪمپني، خصوصي مراعات حاصل ڪري، هتي تيل جي پيداوار کي وڌايو. پوءِ سال ١٩٦١ع ۾ " عراق" ڪويت تي پنهنجي حڪمراني جي حق بابت شديد موقف اختيار ڪيو ۽ برطانيہ بہ پنهنجي روايتي انداز ۾ اتي فوجون لاٿيون. بعد ۾ جڏهن " ڪويت" عرب ليگ ۾ شموليت اختيار ڪئي، تڏهن گڏيل عرب فوجن، ڪويت جي دفاع جي ضمانت ڏني ۽ برطانوي فوجن " ڪويت" خالي ڪيو.

## ايشيائي تهذيب، مذهب ۽ سياست جي رنگارنگي:

ايشيا کنڊ ۾، اوائلي تاريخي دور کان ، ئي مکيہ انساني معاشرا قائم هئا، جن پنهنجون منفرد تهذيبون، ثقافتون ۽ قوميتون تشڪيل ڪيون. هند - سنڌ، چين ۽ جپان ۾ انهن الڳ طور تي ترقي ڪئي. " سنڌو ماٿري" جي

عظيم تهذيب جا آثار، ٣٠٠٠ ق - م کان ، ۽ " چين" جي " پيلي درياهہ جي تهذيب" ٢٠٠٠ ق - م کان ( مغربي تهذيب جي قديم يوناني بنيادن وانگر) مسلسل ترقي جا اهڃاڻ ڏيکارن ٿا. جن ۾ هڙپا - موئن جو دڙو جو ترقي يافتہ دور ( ١٥٠٠ - ٢٥٠٠ ق - م) ، آريا هندو تهذيب، مذهب ۽ فلسفي جو دور ( ٥٠٠ - ١٥٠٠ ق - م)، جيڪو چين جي پيلي درياهہ جي تهذيب جو همعصر هو، گوتم ٻڌ ۽ مهاوير سوامي جي ٻڌ ۽ جين ڌرمن ۽ ثقافتن جو دور ( ٤٨٣ - ٥٦٣ ق - م ۽ پوءِ مسلسل)، جيڪو چين ۾ "ڪنفيوشس" جي زماني ( ٤٧٩ - ٥٥١ ق - م) ۽ تاؤ (Tao) مذهب ۽ چيني تهذيب جي ترقيءَ جي صدي ( ٤٠٠ - ٥٠٠ ق - م) جو همعصر هو ۽ ٻنهي تهذيبي علائقن ۾ اخلاقيات جي ترقي ۽ ترويج جو زمانو هو. ٽين صدي ق - م ( ٢٠٦ - ٢٢١ ق - م) ۾ چيني زبان معياري صورت حاصل ڪئي. " چي - ان" شهنشاهيت ۾ سائنسي ۽ فني ترقي نمايان ٿي ، جيڪا جانشين " هئن" گهراڻي جي بادشاهي ( ٢٢٠ع - ٢٠٦ ق - م) ۾ جاري رهي. انهيءَ زماني ۾ " جپان" جي ياماتو (Yamato) قبيلي، باقي سيني جپاني قبيلن تي فوقيت حاصل ڪئي، ۽ سن ٢٠٠ع ۾ هڪ باقاعده رياستي نظام جو آغاز ڪيو.

بعد مسيح دورن ۾، هند - سنڌ، چين ۽ جپان ۾، ڪجهہ وڌيڪ اهم مذهبي، تهذيبي ۽ ثقافتي پيش رفت ٿي. مثال طور . (١) ٻڌ مت جو "چين" ۾ آغاز ( ٢٥ع) ، (٢) هندستان جي گپتا شهنشاهيت ( ٣٣٥ - ٣٢٠ع) دوران، فنون لطيفہ، سائنس ۽ طب جي ترقي، (٣) ٻڌمت جو "جپان" ۾ فروغ ( ٦٠٤ - ٥٥٢ع) ۽ شهزادي " شوڪوتو" جي ترقي يافتہ حڪمراني ( ٦٢٢ - ٥٩٢ع)، (٤) " چين" ۾ " تئنگ" گهراڻي جو راڄ ۽ ڪينو (ننڊي نارنگي جي هڪ قسم) مان شراب ڪشيءَ جي صنعت جو ڪاروبار (٩٠٧ - ٦١٨ع) ، (٥) " جپان" ۾ " تائڪا" (Taika) جي سڌارن جو دور ( ٦٦٩- ٦٥٣)، (٦) سنڌ ۾ اسلامي رياست جو قيام (١٢ - ٧١١ع) ۽ اوائلي مسلمان آبادڪاري جو دور ( ٧٤٣ - ٧١٢ع) (٧) "جپان" ۾، هيئان (Heian) حڪمراني هيٺ ثقافتي ترقي جو زمانو (١١٨٥ - ٧٩٤ع)، (٨) " چين" ۾، سنگ (Sung) گهراڻي جي ترقي يافتہ حڪمراني جو دور ( ١٢٧٩ - ٩٦٠ع) (٩) ايشيا ۾، جاگيرداري

نظام جو دور ( ١٥٦٨ - ١١٨٥ع). (١٠) منحول (Yuan) گهراڻي جي " چين" تي حڪمرانيءَ جو دور ( ١٣٦٨ - ١٢٧٩ع) ۽ " منگ" (Ming) شهنشاهيت جو زمانو ( ١٦٤٤- ١٣٦٨ع) ۽، (١١) بر صغير هندستان - پاڪستان ۾ عظيم مغل تهذيب ۽ ثقافت جو عام اجراء ( ١٨٥٧ - ١٥٢٦ع). هنن ا يشيائي قومن جي تاريخ تهذيب، مذهب ۽ ثقافت تي، مذڪور واقعن ديرپا بنيادي اثر وڌا آهن.

## جپاني ۽ چيني قومون :

جپان ۾ اصل اقتدار قبائلي جاگيردارن جي هٿ ۾ هو. ١٤ - هين صدي عيسوي جو مرڪزي اقتدار قبائلي يورشن تباه ڪري ڇڏيو هو. يورپ ۾ سندن همعصر اسڪاٽلئنڊ جا قبيلا هئا. جن جي بہ ساڳي روش هئي. بين الاقوامي تجارت لاءِ اها صورتحال مفيد نہ هئي، ليڪن مسلح محافظن، جنگي سردارن ۽ پنهنجي فوج رکڻ ڙ جاگيردارن، مشرقي ايشيا ۾ بحري تجارت جي نفعُ بخشي کي خوب محسوس ڪري ورتو هو، تنهن ڪري معاوضو وصول ڪري، حفاظت جي ضمانت ڏيندا هئا ۽ يورپ جو تيار ڪيل مال جپان جي بندرگاهہ تي پهچي ويندو هو. جنهن کي جپانين پسند ڪيو ۽ مغرب جي ڊچ ۽ پورچوگيز تاجرن سان جپاني مال جي مٽاسٽا ڪرڻ لڳا. مڪنيل لکي ٿو تہ " مسيحي تبليغي جماعتون" (Christian missions) ۽ يوربي تجارتي سامان، منگ شهنشاهيت (چين) جي دورباش ۽ خود بند سماج جي مقابلي ۾، جپان جي معاشره ۾ بيحد آسانيءَ سان داخل ٿي ويا". ( مڪنيل - Mcneil ، " درائيز آف د ويسٽ (The Rise of the West) شڪاگو ١٩٦٧، ص ص ٦٤٩ - ٦٤٥ ۾ مڪمل تفصيلات ڏنل آهن.) پوءِ يوربي هٿيارن جي درآمد شروع ٿي ۽ جيئن بين مشرقي ملڪن ۾ ٿيو، جديد هٿيارن، گولہ بارود، بندوقن ۽ توپن جي زور تي هڪ زور آور جنگي سردار ملڪ جو مرڪزي سربراه بنجي ويو. " هائڊي يوشي" (Hideyoshi) سال ١٥٩٨ع تائين مڪمل اقتدار جو مالڪ رهيو. هن پنهنجي فوجي طاقت پنهنجي پاڙيسري ملڪ " ڪوريا" تي استعمال ڪئي. بہ دفعا حملا ڪيائين ۽ ٻئي دفعا ناڪام ٿيو، تاهم جنهن جي چرچ تي

اهو غلط قدم کنیائين، انهيءَ جو مقصد پورو ٿيو. جپان وري خانہ جنگيءَ ۾ مبتلا ٿي ويو ۽ مخصوص مفاد رکندڙن جي ٻيگهي متي. چند سالن اندر جپاني قوم پاڻ سنڀاليو، " ٽوڪيو گاوا" (Tokugawa) قبيلي جي شوگن (Shogun) شاخ، ليياسيو (Leyasu) جي قيادت هيٺ، هڪ مضبوط فوجي حڪومت قائم ڪئي، جنهن اڳينءَ صدي ۾ يورپ اندر قائم ٿيل بادشاهيتن جون خصوصيتون اختيار ڪيون، ليڪن ٻاهرين دنيا سان تعلقات ۽ سمنڊ پار توسيع پسنديءَ کان پاسو ڪيو. سال ١٦٣٦ع ۾ بحري جهازن جي صنعت بند ڪئي وئي ۽ جپاني عوام کي بحري سفر ڪرڻ کان بہ منع ڪئي وئي. فقط مجاز " ڊچ" بحري جهاز، " ناگاساڪي" جي بندرگاهہ تي لنگرانداز ٿي سگهيا ٿي. غير ملڪين، خاص طور تي مقامي خواهہ ٻاهرين مسيحين، کي شڪ جي نگاهہ سان ڏٺو ويو ٿي. اهو رجحان مشرق ۾ بہ طرفو شروع ٿيو. هڪ طرف اهي طبقا ۽ قبيلا هئا جيڪي غير ملڪي ماڻهن ۽ شين کي پسند ڪندا هئا ۽ انهن کي ولايتي، بمعنيٰ اعليٰ معيار، چوندا هئا. هند - سنڌ ۾ بہ اهو رجحان عام هو. انگريزي ٻوليءَ ۾ انهن کي " زينو فائيل" (Xenophile) چئجي ٿو. ٻئي طرف چين ۽ جپان وانگر انهن کان ڊپ يا نفرت ڪئي ويندي هئي. انگريزي زبان ۾ انهي رجحان کي " زينوفوبيا" (Xenophobia) چئجي ٿو. جپان جي امير طبقي ۾ يورپ جا ماڻهو ۽ سندن شيون دلڪش هيون ۽ قبائلي جپاني انهن کان سخت نفرت ڪندا هئا. ننهن ڪري جاگيردار جپاني ڇهہ مهينا شهر ۽ ڇهہ مهينا ٻهراڙي ۾ پنهنجي زمين جي نظرداري لاءِ گذاريندا هئا. انهن ٻهراڙي وارن مهينن ۾ بہ پنهنجو اهل عيال دار الحڪومت " ييدو" / " ٽوڪيو" (Yedo _ Tokyo) ۾ رهائيندا هئا. چاڪاڻ تہ قبائلي، غير ملڪين سان گڏ پنهنجي اميرن ۽ جاگيردارن کي بہ پنهنجو ۽ پنهنجي ملڪ جو دشمن سمجهندا هئا. ( پال ڪئنيڊي، - ايضا - ص ١٨).

مغرب سان بن صدين لاڪر تعلق قائم ٿيڻ جي باوجود، جپاني قوم، "زينوفوبيا" جي اثر هيٺ، مغرب جي سائنسي ۽ فني ترقي مان فائدو حاصل نہ ڪيو. نتيجي طور جڏهن ١٨٥٣ع ۾ ڪموڊور "پيريءَ" (Perry) جا مشهور ڪارا جهاز، ٽوڪيو جي اپسمنڊ ۾ زبردستي داخل ٿيا، تڏهن، خوفزده

جپاني سرڪار مجبور ٿي، آمريڪا کي ڪوئلي جي فراهمي ۽ ٻين تجارتي سهوليت ڏيڻ لاءِ رضامند ٿي. هن دفعي به جپاني قوم پنهنجي ڪمزوري ۽ مغرب جي غلبي کي محسوس ڪيو ۽ سال ١٨٦٨ع ۾ قوم جي مختلف بااثر افراد متحد ٿي عزم ڪيو تہ جپان کي مغرب جي تسلط ۽ آبادڪاريءَ کان آجو رکيو ويندو. ( پال ڪئنيڊي، - ايضا ص - ٢٦٥)

انهي مقصد سان جپان جديد دور جي سائنسي، فني ۽ تجارتي خواهہ فوجي ترقيءَ جي ڊوڙ ۾ شامل ٿيو. صنعتي ترقيءَ جي ڪوشش ۾، ٢٣ سالن (١٩١٣ -- ١٨٩٠) اندر، شهري آبادي اڳي کان ٻيڻي ٿي وئي ، جيتوڻيڪ جپاني آبادي جي سٺ سيڪڙي جو زراعت تي انحصار هو، جنهن ۾ ماهيگري ۽ جهنگلات جي پيداوار شامل هئي. جپان جي سرزمين پاڻي سان وڪوڙيل آهي ۽ ٻيٽن جي گروهن تي مشتمل آهي. پئسفڪ سمنڊ ۽ مشرقي ايشيا جو هيءُ ملڪ زرعي ايراضي ۽ قدرتي وسيلن ۾ خود ڪفيل نہ آهي. تاهم اڄ دنيا جي عظيم طاقتن ۾ شمار ٿئي ٿو. اهو انسان جي همت ۽ محنت جو هڪ جيئرو جاڳندو مثال آهي. جپاني قوم پرست آهن. پنهنجي ملڪ جو نالو " جپان" بدران " نپان" وڌيڪ پسند ڪن ٿا. جاڪاڻ تہ جپاني ٻوليءَ ۾ اهو صحيح تلفظ آهي. ( چيمبرسس ج٨. ص ١٩) .

جپان ۾ مغربيت جو آغاز سال ١٨٦٨ع کان ٿيو. جڏهن جاگيرداري راڄ ختم ڪري، جپاني قوم عملي جمهوري نظام ۽ علامتي شهنشاهي روايت تي اتفاق ڪيو. هي بيحد محنتي، ذهين ۽ بااصول انسان آهن. منجهن فقط ٻہ مختلف نسلي قسم آهن: اينيو (Ainu) ۽ جپاني (Japanese) اينيو ڪوهقافي نسل آهن ۽ جپاني منگول نسل سان تعلق رکن ٿا. تاهم سندن سماجي نظام، طبقاتي لحاظ ۽ نيازنوڙت کين هڪ منظم ۽ مضبوط قوم بڻايو آهي. ملڪ گيري جي هوس يا ضرورت ۽ ملڪي دفاع، جپانين کي پنهنجي پاڙيسري ملڪن سان جنگ جوٽڻ تي آماده ٿي ڪيو آهي ۽ مغرب انهيءَ جو سڌو، يا اڻ سڌو فائدو حاصل ڪيو آهي. سال ٩٥ - ١٨٩٤ع ۾ چين - جپان لڙائي لڳي، سال ٥ -- ١٩٠٤ع ۾ روس - جپان جنگ لڳي، سال ١٩١٠ع ۾ "ڪوريا" کي ضم ڪيو ويو ۽ سال ١٩١٤ع ۾ پهرين مهاڀاري جنگ ۾ جپان جرمني خلاف اعلان جنگ ڪيو. جنگ جي خاتمي بعد سال

١٩١٩ع ۾ "بروسيلز جي معاهدي" هيٺ پئسفڪ علائقي ۾ جرمنيءَ جي مفادات تي جپان جو حق تسليم ڪيو ويو. ١٩٤٥ - ١٩١٠ع دوران، "ڪوريا" جو ملڪ ٣٥ سال جپاني شهنشاهيت هيٺ رهيو. ٻي مهاڀاري لڙائي (١٩٤٥ -- ١٩٣٩ع) کان ٻه سال اڳ جپان، چين اندر پيشقدمي ڪئي. مارون پيريءَ جي ڪتاب، " مئنس انفنشڊ جرني" مطابق: "١٩٢٠ جي ڏهاڪي ۾، مغربي طاقتن جهڙوڪ يونائيٽيڊ اسٽيٽس (USA) ۽ برٽين (برطانيه، انگلئنڊ اسڪاٽلئنڊ آئرلئنڊ. يونائيٽيڊ ڪنگڊم، UK)، جپان جي فوجي طاقت ۽ توسيع ( جي پاليسي) کان خبردار ٿي، زوردار مطالبو ڪيو ته پئسفڪ ۾ جپان جي بحري طاقت کي محدود ڪيو وڃي. ليڪن ١٩٣٠ع جي ڏهاڪي ۾ فوج ۽ بحريه جي سربراهن...... جو هي استدلال هو ته مشرقي ايشيا ۾ مغربي قومن جي جاءِ والارڻ جپان جو مقدر آهي. ( ص ٥٩٧) سال ١٩٣١ع ۾، "منچوريا" تي قبضو ڪري اتي هٿ ٺوڪي سر[illegible] قائم ڪرڻ سان، "جپان" ايشيا جي مک سرزمين تي قدم رکيو. بعد ۾ [illegible]ي چين جي سرحدن اندر مسلسل دراندازي جاري رکي وئي. سال ١٩٣٧ع ۾ هڪ اتفاقي فوجي جهڙپ کي بهانو بنائي، جپاني فوجن جولاءِ ١٩٣٧ع کان چين اندر ڀرپور پيشقدمي شروع ڪئي. پهرئين سال اندر چين جي سڀني اهم ساحلي شهرن تي قبضو ڪيو ويو ۽ جپان کي اميد هئي ته جلد چين جي سرڪار امن جي التجا ڪندي، ليڪن چيني ڪنهن جي آڻ مڃڻ وارا نه آهن، سا هڪ تاريخي حقيقت آهي. پنهنجي آزادي لاءِ بيشمار جاني نذرانا پيش ڪري هنن پنهنجي ملڪ جو دفاع ڪيو ۽ جنگ ڊيگهه وٺي وئي، جنهن مان جان ڇڏائڻ جپان لاءِ آسان نه هو. هن صورتحال مان مغرب کي سياسي، عسڪري ۽ تجارتي فائدو حاصل ٿيو.

يورپ جي صنعتي انقلاب جي نتيجي ۾ ١٨ اهم ملڪ پنهنجي صنعتي پيداوار مشرقي ملڪن ڏانهن برآمد ڪرڻ جي فڪر ۾ هئا. برطانيه، فرانس، بيلجيم، نيدرلئنڊس ( هالئنڊ، " ڊچ" قوم)، جرمني، ڊينمارڪ، ناروي ۽ سويڊن ( اسڪئنڊينيوين ملڪ)، فنلئنڊ، سئٽزر لئنڊ، آسٽريا، اٽلي، چيڪوسلوويڪيا، هنگري، پولئنڊ، رومانيه، يونان ( گريس) ۽ اسپين ، سڀ وڏا صنعتي ملڪ بنجي چڪا هئا. ( ڪينيڊي، - ايضا - ص ٣٦١ تي

عالمي تقابلي صنعتي پيداوار جا انگ اکر چاٽايل آهن.) جپان ويهين صديءَ جي آغاز کان برطانيہ جو، هڪ باقاعده معاهدي مطابق حليف هو، تنهن کري برطانيہ جي برآمدات کي جپان ۾ ڪاروڪ ٽوڪ نہ هئي. جڏهن جنگي اخراجات جپان جي معيشيت کي ڪاپاري ڌڪ هنيو، تڏهن نئين اسريل مغربي طاقت، يونائيٽيڊ اسٽيٽس آف امريڪا، ايشيا پئسفڪ جي علائقي ۾ قدم رکيو: "چائنا انسيڊنٽ" سبب جپان کي روزانہ پنجاهہ لک ڊالر درڪار هئا. (بارنهارٽ، "جپانس ايڪانامڪ سڪيورٽي اينڊ د اوريجنس آف د پئسفڪ وار"، د جنرل آف اسٽريٽيجيڪل اسٽيڊيز، ج ۴، ۱۹۸۱ع.) انهي تصادم جي نتيجي ۾ چين جي "ڪميونسٽ پارٽي" زور ورتو. (چئمبرسس ج۳ ص ۴۷۷).

يورپ ۾ پهرين مهاڀاري لڙائي شروع ٿيڻ سبب برطانيہ، جپان جي مدد ڪرڻ کان قاصر هئي. روس، چين کي هر قسم جي فوجي ۽ اقتصادي امداد ڏيڻ شروع ڪئي، آگسٽ ۱۹۴۱ع ۾ يونائيٽڊ اسٽيٽس جپان خلاف تجارتي بندش عائد ڪئي. برٽش ڪامنويلٿ ۽ نيدرلئنڊس جي سرڪارين انهيءَ جي تائيد ڪئي ( - ايضا- ج۸، ص ۵۳) آڪٽوبر ۱۹۴۱ع ۾ جنرل توجو جپان جو سربراهہ بنيو، اها انهيءَ سياسي جماعت جي آخري فتح هئي، جنهن "مشترڪ خوشحالي جي علائقي (The Coprosperity Sphere) جي نعره هيٺ مشرقي ايشيا ۾ جپان جي بالادستي قائم ڪرڻ جو اعلان ڪيو هو. ليڪن اقتدار ۾ اچڻ بعد چند مهينن اندر جڏهن "يونائيٽڊ اسٽيٽس آف امريڪا" سان اقتصادي بندش هٽائڻ لاءِ مذاڪرات ڪرڻ لازمي سمجهي، نومبر ۱۹۴۱ع ۾ صدر روزويلٽ (Roosevelt) ڏانهن هڪ سفير موڪليو ويو، تڏهن تاريخ ۲٦ نومبر ۱۹۴۱ع تي امريڪي سيڪريٽري آف اسٽيٽ "ڪارڊيل هل" (Cardell Hull) اعلان ڪيو تہ جپان سان معمول مطابق اقتصادي تعلقات بحال ڪرڻ لاءِ امريڪا جو شرط آهي تہ جپان، چين ۽ انڊو -- چائنا ( ويتنام، ڪمبوڊيا ۽ لائوس -- سائوٿ ايسٽ ايشيا) مان، پنهنجون فوجون ڪڍي وڃي. جيڪڏهن انهيءَ موقعي تي جپان جي فوجي حڪومت سياسي تدبر جو مظاهرو ڪري ها، تہ شايد جپاني شهرين تي بعد ۾ آيل دنيا جي پهرين ۽ واحد ائٽمي مصيبت رونما نہ ٿئي ها!

امريڪي شرط سختيءَ سان رد ڪرڻ جو اطلاع تاريخ ۷ ڊسمبر

١٩٤١ع تي ٻہ لڳي ويھن منٽن تي امريڪي سيڪريٽري آف اسٽيٽ کي پهچايو ويو. انهي کان هڪ ڪلاڪ اڳ جپان، امريڪي جي بندرگاهہ " پرل هاربر" (Pearl Harbor) تي اوچتو حملو ڪري امريڪا سان جنگ جو آغاز ڪري چڪو هو. ( چئمبرسس، ج ٨ ، ص ٥٣) تنهن ڪري امريڪا ٻہ هڪدم جپان سان جنگ جو اعلان ڪيو. جلد پوءِ جرمني ۽ اٽلي ٻہ امريڪا جي خلاف جنگ جو اعلان ڪيو. امريڪا سندن مخالف اتحادي محاذ ۾ شامل ٿي، برطانيہ ۽ روس جو اتحادي بڻيو. يورپ ۾ نازي ۽ فاشسٽ تحريڪن جي خلاف اشتراڪي ۽ سرمائيدارانہ قوتن جو هي اتحاد تاريخ جي هڪ اهم حقيقت جو غماز آهي: سربچاءَ وقت، فڪر ۽ نظريا ثانوي حيثيت رکن ٿا.

" پرل هاربر" تي حملي ڪرڻ بعد، جپان جي فوجين وڏيڪ جنگي ڪاميابيون حاصل ڪيون: مئي ١٩٤٢ع تائين، فرينچ انڊو - چائنا، ٿائيلئنڊ، برما، ملايا (ملائيشا) ، د ڊچ ايسٽ انڊيز ( انڊونيشيا) ۽ چين جو ساحل، هانگ ڪانگ، د فلپائينس ( فلپائين) ۽ پئسفڪ سمنڊ جا ٻيا ٻيٽ، جپاني شهنشاهيت ۾ شامل ڪيا ويا.

شروع ۾ مغربي طاقتن جي اوپر ايشيا مان بيدخلي ۽ شڪست تي علائقي جي قومپرست اڳواڻن ۽ جماعتن خوشيءَ جو اظهار ڪيو. تاريخ مشرق جي، طلوع آفتاب واري سرزمين، " جپان"، کي هڪ مزيد موقعو فراهم ڪيو هو تہ جنوب مشرقي ايشيا جي قومن کي هڪ مقبول سياسي قيادت فراهم ڪري، ليڪن هن اهو موقعو وڃائي ڇڏيو. جپاني نوآبادياتي استعماريت (Imperialism) مغرب جي تسلط کان آزاد ٿيل قومن جي اميدن کي سخت مايوس ڪيو. امريڪي مورخ " ولارڊ ايلسبري" لکي ٿو تہ "جنوبي مشرقي ايشيائي قومن جي وفاداري حاصل ڪرڻ ۾ جپاني ناڪامي جو نقشو هن طرح چٽي سگهجي ٿو تہ سندن جنوب مشرقي ايشيا ۾ آمد وقت ڪيترو آڌر ڀاءُ ٿيو ۽ پوءِ ڪهڙي حالت ۾ سندن اتان روانگي ٿي انهي ۾ ڪيڏو تضاد هو! فلپائن ۾ جتي ڪٿي (جپاني) گوريلا قومپرستن جي حملن هيٺ هئا، برما ۾ برمي فوج ۽ انڊو چائنا ۽ انڊونيشيا ۾ سندن حمايتين مٿن حملا ڪيا ٿي. جيتوڻيڪ سفيد فامن ( گورن) جي واپس اچڻ جو ڪنهن کي

شوق نہ هو، تاهم جپانين جي مدد لاءِ مشڪل ڪو هٿ مٿي ڪجيو ٿي.`` (.... نامڪمل سفر - ايضا - ص ٧٠٠). جون ١٩٤٢ع واري " مدوي بئٽل" جپاني جارحيت کي دفاعي نوعيت ۾ تبديل ڪري ڇڏيو، امريڪي تارپيڊو پائلٽن، باھہ جي شعلن ۾ جپاني بحري جهازن تي پاڻ اڇلائي، جيڪا قرباني ڏني، انهي امريڪي حملي کي ڪامياب ڪيو، هڪ جپاني مورخ مطابق امريڪي ڊائيو بامبرس جي ڪاميابي سندن تارپيڊو جهازن جي اڳ ڏنل قرباني جي سبب ممڪن ٿي. ( ايضا - ص ٧٠٢).

سال ١٩٤٣ع جي اونهاري جا پويان ڏينهن هئا ۽ جپاني قوم ۾ خزان جي مايوسي ڇانئجي رهي هئي:. ويتر " اٽلي" جي بيوفائي حڪومت کي ڊيڄاري ڇڏيو: تاريخ ٢٩ آڪٽوبر ١٩٤٣ع تي جپان جي وزير اعظم "دائيت" (قومي اسيمبلي) ۾ اعلان ڪيو تہ جپان جي ( دفاعي) حالت واقعي نازڪ آهي ۽ عظيم قومي جدوجهد جي ضرورت آهي. سال ١٩٤٤ع دفاعي حالت ۾ گذريو ۽ بحري خواھہ هوائي ڪڙو جپان جي چوڌرن تنگ ٿيندو رهيو. انهيءَ صورتحال ۾ " توجا" سرڪار معزول ٿي ۽ انهيءَ جي جاءِ تي بحريہ، فضائيہ ۽ سول ( شهري) ٽرائڪو، يا ٽڏري حڪومت، قائم ڪئي وئي، مارچ ١٩٤٥ع تائين جپان جي دفاعي حالت بہ ايتري قدر ڪمزور ٿي وئي جو خود جپان تي قبضي جو خطرو پيدا ٿيو. تاريخ ٦ اپريل ١٩٤٥ع تي جپاني ڪابينہ استعفيٰ ڏني ۽ مسٽر " سوزوڪي" نئون وزير اعظم مقرر ٿيو جنهن عليٰ الاعلان چيو تہ قومي سلامتي خطري ۾ آهي.

ڪجھہ جپاني ذاهن جو خيال هو تہ امڪاني حملي جو مقابلو ڪجي، ممڪن آهي تہ جيئن ١٢٨١ع ۾ مقدس هوا حالتن جو رخ ڦيرائي منگولن جي حملي کان جپان کي بچايو هو، تيئن هاڻي بہ ٿئي. ڪجھہ مصمم ارادو رکندڙ جنگي سردار مستعد هئا، ليڪن سياستدان امن مذاڪرات جي حق ۾ هئا ۽ سوزوڪيءَ جو انتخاب انهيءَ مقصد سان ڪيو ويو هو ( چئمبرسس، ج٨ ص ص ٥٤ - ٥٣). ليڪن " پرل هاربر" تي حملي جو انتقام مذاڪرات ذريعي ممڪن نہ هو. تاريخ جو ڀهريون ائٽمي حملو جپان تي ٿيو. تاريخ ٦ آگسٽ ١٩٤٥ع تي " هيروشيما" شهر جي مڪمل تباهي ۽ ٩ آگسٽ ١٩٤٥ع تي " ناگاساڪي" جي بربادي، جپان جي طاقت ۽ مقابلي جي حوصلي کي بلڪل

ختم نہ ڪيو، ليڪن انهيءَ کي ختم ڪرڻ لاءِ ٻين طاقتن جي اشتراڪ سان تڪڙا قدم کنيا ويا: سويت سرڪار جنهن کي جون ١٩٤٥ع ۾ مصالحت ڪرائڻ لاءِ چيو ويو هو، تنهن ٨ آگسٽ تي خود جپان خلاف جنگ جو اعلان ڪيو ۽ روسي فوجن تيزيءَ سان جپان جي علائقن، منچوريا، جنوبي سڪلين (S. Sakhalin) ۽ ڪيورائيل ٻيٽن (Kurile islands) اندر پيشقدمي ڪئي. تاريخ ٢٦ جولاءِ ١٩٤٥ع تي، پوٽسڊئم مان، يونائيٽڊ ڪنگڊم (برطانيہ) ۽ يونائٽيڊ اسٽيٽس ( امريڪا) طرفان، جاري ڪيل گڏيل اعلانيہ ذريعي غير مشروط شڪست تسليم ڪرڻ لاءِ جپان کي مجبور ڪيو ويو هو. بعد ۾ چين ۽ روس بہ انهيءَ جي پٺ پرائي ڪئي. تاريخ ١٠ آگسٽ ١٩٤٥ع تي انهيءَ طاقتور مطالبي جي جواب ۾ پيش پوڻ لاءِ جپاني سياستدانن اهو شرط رکيو تہ جپان جي شهنشاهہ جي حاڪميت برقرار رهندي. تاريخ ١٤ آگسٽ ١٩٤٥ع تي اتحادي طاقتن فيصلو ڪيو تہ: (١) جپان جي پيش پوڻ بعد شهنشاهہ ۽ جپان سرڪار جا اختيارات اتحادي فوجن جي سپهہ سالار کي منتقل ٿيندا. ليڪن (٢) جپان سرڪار جي حتمي نوعيت، جپاني عوام جي آزادانہ راءِ دهي ذريعي طي ڪئي ويندي. تاريخ ١٥ آگسٽ ١٩٤٥ع تي جپان سرڪار اهو فيصلو قبول ڪيو ۽ تاريخ ٢٩ آگسٽ ١٩٤٥ع کان امريڪي فوجن جپان جي سرزمين تي قدم جمائڻ شروع ڪيا.... امريڪي ۽ برطانوي ڪامنويلٿ جي فوجي سربراهہ " جنرل مئڪ آرٿر" (Mac Arthur) جپان تي قبضو ڪيو. تاريخ ٣ نومبر ١٩٤٦ع تي هڪ نئين جمهوري طرز عمل جو اعلان ڪيو ويو: شهنشاهہ رياست جو سربراهہ هوندو، ليڪن حڪومت جو ڪاروبار وزيرن جي هٿ هيٺ رهندو، جيڪي عام بالغ راءِ دهي جي بنياد تي منتخب پارليامينٽ جي طرفان مقرر ڪيا ويندا. اهو نظام ١٩٤٧ع کان رائج ڪيو ويو ۽ سابق سياستدانن کي هٽائي سياسي جماعتن جي ذريعي نئين قيادت کي اڀاريو ويو. پوءِ ٽريند يونين جو قيام، عورتن جي ووٽ جو حق ۽ مردن سان برابري جو حق ۽ ٻيا اصلاحات ڪيا ويا، جن ۾ تعليمي نظام کي يڪسر تبديل ڪيو ويو.

تاريخ ١٤ آگسٽ ١٩٤٥ع تي جپان، مغربي اتحادي طاقتن اڳيان پيش پيو، ۽ ساڳي تاريخ تي، برطانيہ ۽ آمريڪا جي اسرار تي، سويت يونين

(ڪميونسٽ حڪومت) ۽ چين جي قوم پرست حڪومت هڪ معاهدي تي دستخط ڪيا. انهي سان روس جا ”بيروني منگوليا“ ۽ ”منچوريا“ ۾ اهم مفادات محفوظ ٿيا، ليڪن ڪميونسٽ تحريڪ جي مقابلي ۾ قوم پرست حڪومت جي حمايت جو وعدو پورو نہ ٿيو. امريڪي سرڪار انهيءَ وقت چين ۾ خانہ جنگيءَ جي خلاف هئي، ڇاڪاڻ تہ انهي ۾ ڪميونسٽن جي ڪاميابي يقيني هئي. جنرل مارشل ١٩٤٦ع جو سڄو سال صلح ڪرائڻ جي ناڪام ڪوشش ۾ گذاريو. ڊسمبر ١٩٤٦ع ۾ قومپرست حڪومت مڪمل جمهوري طرز جي آزاد حڪومت هجڻ جو اعلان ڪيو ۽ ٻئي طرف مائوزيتنگ (Mao Tse _ tung) جي ڪميونسٽ فوجن پنهنجون ڪاروايون تيز ڪيون: ١٩٤٧ع ۾ جڏهن ڪميونسٽ مرڪز ”ينان“ تي قومپرست فوجن قبضو ڪيو تہ اها سگهي ڪاميابي ثابت ٿي. ڪميونسٽن جو مرڪز ”منچوريا“ ڏانهن منتقل ڪيو ويو هو، جتي مقامي حمايت ۽ هٿيارن جي روسي ذريعن سان فراهميءَ سبب قوم پرست فوجن شڪست کاڌي. سال ١٩٤٨ع ۾ ”مڪدين“ (Mukden) ۽ سال ١٩٤٩ع ۾ ”ڪئنٽن“ (Canten) ڪميونسٽ قبضي هيٺ اچي ويا. سال ١٩٤٩ع جي پڇاڙيءَ تائين قوم پرست چينين جون بچيل فوجون، آفيسر ۽ شهري حمايتي، جان بچائي ”فارموسا“ جي ٻيٽ تي وڃي سهڙيا. آگسٽ ١٩٤٩ع ۾ پيڪنگ کي دارالحڪومت بنائي، ”پيپلس ڊيموڪريٽڪ ريپبلڪ آف چائنا“ جي نالي سان چين ۾ ڪميونسٽ اقتدار قائم ٿيو ۽ ”جپان“ جي برعڪس ”چين“ ۾ مغربي خواب شرمنده تعبير ٿي نہ سگهيا.

## جديد دور جي ابتدا، ۽ تاريخ:

تاريخ جو هي عبرتناڪ دور مغربي دنيا جي پيداوار آهي. انهي کي جديد دور (Modern times) چئجي ٿو. سال ١٥٠٠ع کان هن جديد دور جي ابتدا شمار ڪئي وڃي ٿي. ( د ٽائيمس اٽلس آف ورلڊ هسٽري، لنڊن ١٩٧٨ع، ص ١٥٣) انهي زماني ۾ مشرق جي شهنشاهيتن ۽ امير معاشرن جي يورپ ۾ هاڪ هئي. فقط اڻ سال اڳ سال ١٤٩٢ع ۾ غرناطہ

( اسپين) جي مسلمان بادشاهيت جي زوال مان حاصل ڪيل مال غنيمت يوربي جنگي سردارن ۽ نفع خور سوداگرن جو وات پاڻي ڪري ڇڏيو هو. ٻئي طرف مسيحي رومي بظنطيني شهنشاهيت جي، سال ١٤٥٣ع ۾ مسلمانن هٿان مغلوبي ۽ قسطنطنيہ جي فتح، ڪين فوجي طاقت وڌائڻ لاءِ آماده ڪري رهي هئي. عثماني ترڪن جي خلافت عثمانيہ جون سرحدون يورپ ۾ وسيع ٿيڻ لڳيون. ١٥ صدي عيسوي جي اختتام تائين، يونان ۽ آيونين ٻيٽ، بوسنيا، آلبانيہ ۽ باقي بلقان جو وڏو حصو مشرقي مسلمانن جي حڪمرانيءَ هيٺ اچي ويو. نئين صدي آئي تہ سال ١٥٢٠ع کان شروع ٿيندڙ ڏهاڪي اندر، ترڪ جانثاري فوجون بداپيست ۽ وائنا، بعد هنگري ۽ آسٽريا جي ملڪن ۾ ڪاهي پيون. اتان ڏکڻ طرف " اٽلي" جا بندرگاهہ عثماني جنگي ٻيڙن جي خوف کان خالي ٿي رهيا هئا. هڪ جديد محقق جي قول مطابق ، "پوپن (Popes) کي اچي فڪر ورايو تہ " روم" جو بہ " قسطنطنيہ" (Constantinople) جهڙو حشر ٿيڻ وارو آهي." ( پال ڪينيڊي، د رائيز اينڊ فال آف د گريٽ پاورس، ١٩٩٥ع، ص ٤).

مشرق جي ٻي عظيم طاقت، چين ولايت، مغرب کي مزيد خوفزده ڪري رهي هئي: تجارت ۽ جنگي صلاحيت ۾ منگ شهنشاهيت (١٦٤٤ -- ١٣٧٢ع) لاثاني هئي. رڪارڊ ڪيل تخميني مطابق سال ١٤٢٠ع ۾ منگ بحري ٻيڙي ۾ ١٣٥٠ جنگي جهاز شامل هئا. انهن کان علاوه خانگي تجارتي جهاز هئا جيڪي ڪوريا، جپان، ڏکڻ ايشيا ۽ اوپر افريقا تائين تجارت ڪري شاهي خزاني ۾ ٽئڪس ڀياريندا هئا. ( - ايضا- ص ٧) انهي زماني کي جديد دور کان اڳ جو زمانو (Premodern times) چيو ٿو وڃي. تاريخ جو مطالعو ڪندڙ کي معلوم هئڻ گهرجي تہ انهي زماني ۾ ڊچ، پور چوگيز ۽ ٻين يوروبي بحري فاتحن جي برخلاف ايشيائي چيني ملاحن ڪڏهن بہ هندي وڏي سمنڊ ۾ ڦرلٽ ۽ قتل غارتگري نہ ڪئي ( - ايضا- ) اهڙي سڌريل ۽ ترقي يافتہ قوم، سال ١٤٣٣ع جي عظيم بحري مهم بعد جهاز راني ۽ بحري تجارت ترڪ ڪري ڇڏي ۽ اهو ميدان مغربي بحري طاقتن لاءِ خالي ڪري ڇڏيو. انهيءَ جو خاص سبب اتر چين جي سرحدن تي منگولن جا مسلسل حملا هئا جن کي منهن ڏيڻ لاءِ سڀ وسيلا ميداني جنگي طاقت وڌائڻ

لاءِ وقف ڪيا ويا. انهيءَ فيصلي ۾ ڪنفيوشن انتظاميہ جي قدامت پرستي بہ شامل هئي. ڪنفيوشن قانون مطابق جنگ هڪ افسوس ناڪ عمل آهي. هٿيار بند فوج فقط وحشي قبائل جي حملن ۽ اندروني بغاوتن کي بند ڪرڻ لاءِ ضروري آهي، ٻئي طرف چين جي محنت ڪش عوام، خواهہ عالمي عملدارن، تاجر طبقي ۾ دولت جي فراواني، سستو خريد ڪري مهانگو وڪڻڻ جي دستور ۽ نئين مان نواب ٿيندڙ زردارن (Nouveau riche) کي پسند نہ ٿي ڪيو.

اهڙي طرح ١٦ - هي صدي عيسوي ۾ "چين" جي پوئتي هٽي وڃڻ بعد، عالمي تجارتي ۽ فوجي ميدان ۾ هڪ واحد مشرقي مسلمان طاقت "دولت عثمانيہ" هئي، جيڪا وڏيڪ قريب هجڻ سبب مسيحي يورپ لاءِ خطري جو باعث هئي. انهي زماني ۾ نہ فقط عثماني ترڪ مغرب طرف پيشقدمي ڪري رهيا هئا، بلڪ انهن کان علاوه ايراني صفوي طاقت عروج تي هئي، بالخصوص اسماعيل اول ( ١٥٢۴ -- ١٥٠٠ع) ۽ عباس اول (١٦٢٩ - ١٥٨٧ع) جي دورن ۾ فوجي قوت، خوشحالي ۽ اعليٰ ثقافت ايراني قوم کي هڪ عظيم طاقت جي حيثيت ڏني هئي. ازانسواءِ مضبوط مسلمان خانيتن جو اچا تائين قديم شاهراهہ ريشم (Silk _ route) تي "ڪاشغر" ۽ " تفتان" ذريعي " چين" تائين قبضو قائم هو. اهڙي طرح مغربي افريقا ۾ بورنيو، (Bornu)، سوڪوتو (Sokoto) ۽ تمبڪتو (Timbuktu) جون مسلمان رياستون قائم هيون. " جاوا" جي هندو شهنشاهيت تي ١٦ هين صدي جي اوائل ۾ مسلمانن قبضو ڪري ورتو هو. سال ١٥٢٦ع ۾ هڪ عظيم تر مسلمان شهنشاهيت جو بنياد پيو. برصغير هندستان پاڪستان ۾ مغل سهنشاهيت قائم ٿي. مغل اعظم شهنشاهہ جلال الدين اڪبر جي دور ( ١٦٠٥ -- ١٥٥٦ع) ۾ " دين الاهي" جي نالي سان هڪ مخلوط مذهب جو تجربو ڪيو ويو، جنهن کي مغرب ۾ سنڪريٽزم (Syncretism) چئجي ٿو. جنهن ۾ مسيحيت جي مختلف فرقن کي ملائي هڪ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي هئي. جورج ڪئلڪسٽنس (١٦٥٦ --- ١٥٨٦ع) (Georg Calixtons) جي سنڪريٽزم، اڪبر جي دين الاهي جي همعصر تحريڪ هئي. ٻئي تحريڪون

بلڪل ناڪام ثابت ٿيون. انهيءَ زماني ۾ اسرندڙ يورپي قومن، انگريزن، ڊچن ۽ فرينچن، سمنڊ ٽپي، مشرق ۾ پيشقدمي ڪئي جيڪا انجام ڪار انگريزن جي هندستاني شهنشاهيت جي قيام ڪي پهتي. مسلمانن جي دنيوي ترقي سان گڏ سندن تعداد ۾ اضافي تي يورپي مسيحي قومون پريشان ٿيڻ لڳيون. ڏکڻ ايشيا کان علاوه افريقا ۽ امريڪن انڊيز ۾ اسلامي تبليغ جي ڪاميابيءَ، ”ڪرسچن مشنري تحريڪ“ (Christian Missionary Move-ment) کي اڪسايو. تجارت ۽ فوجي طاقت کان علاوه مسيحيت جي تبليغ ۾ سمنڊ پار قومن کي مسيحي مذهب ۾ داخل ڪرڻ يورپي نوآبادياتي نظام جو هڪ لازمي مقصد قرار ڏنو ويو.

يورپ ۾ ”هنگري“ انُ وقت مسيحيت جو مشرقي مرڪز هو. خلافت عثمانيہ جي يورپي توسيع ۾ ”بلغاريہ“ ۽ ”سربيا“ اڳئي اچي چڪيون هيون. هڪ تاريخي اتفاق چئجي جو سال ١٥٢٦ع ۾، جڏهن مرزا ظهير الدين محمد ”بابر“ (١٥٣٠ - ١٤٨٣ع) هندستان ۾ مغل شهنشاهيت جو بنياد وڌو، تڏهن عثماني خليفي سليمان اول (١٥٦٦ -- ١٥٢٠ع) ساڳي سال موهڪس جي ميدان جنگ تي ”هنگري“ فتح ڪري، يورپي مسيحين جي مشرقي مرڪز تي قبضو ڪيو. پوءِ ”وائنا“ (آسٽريا) جي ذريعي مقدس رومن شهنشاهيت جو قديم ڳانڍاپو شمالي هنگري تائين قائم ڪيو ويو. ليڪن ”وائنا“ تي سال ١٥٢٩ع ۽ پوءِ سال ١٦٨٣ع ۾، عثماني ترڪ مسلمانن جي ڪيل حملن، خود يورپ مان ”مسيحيت“ جي اخراج جو انديشو پيدا ڪيو هو. خلافت عثمانيہ جي مذهبي ۽ نسلي رواداري جي پاليسيءَ سبب ڪيترا باصلاحيت يوناني، يهودي ۽ بت پرست نوجوان اسلامي حڪومت جي ملازمت ڪرڻ لڳا. اهو سلسلو ١٥ هين صدي عيسوي کان شروع ٿيو هو. ”قسطنطنيہ“ جو ٢٨ مارچ ١٩٣٠ع تي استنبول نالو رکيو ويو. هن رومن بظنطيني تخت گاهہ کي ”ڪانسٽئنٽينوپل“ (Constantinople) چيو ويندو هو ۽ اهو مشرق ۾ مسيحيت جي فروغ ۽ ابلاغ جو منبہ (بنيو) هو. سال ١٤٥٣ع جي ٢٨ مئي تي عثماني سلطان محمد فاتح (١٤٨١ -- ١٤٥١ع) قسطنطنيہ تي قبضو ڪري، اهو بنيُ بند ڪري ڇڏيو هو، تنهن ڪري مغرب ۾ مسيحيت جون علمبردار قومون دفاعي حالت ۾ هيون. سال

١٥٧١ع ۾ قبرص، يونچ سمنڊ ۾ مغرب جو اهم دفاعي بيٺ، به ترڪ مسلمانن جي قبضي هيٺ اچي ويو. جديد يونان اڄ به قبرص کي ٻيهر هٿ ڪرڻ لاءِ ڪوشان آهي ۽ جديد ترڪي انهيءَ تان هٿ ڪڍڻ لاءِ هرگز تيار نه آهي. تاهم سائپرس ( قبرس) ٻن حصن ۾ تقسيم ٿيل آهي ۽ آخري فيصلو اڃا ٿيڻو آهي.

## مشرقي شهنشاهيتن جي زوال جا اسباب:

سورهين صدي جي پوئين اڌ ۾ وسيع خلافت عثمانيه مزيد وسعت جي قابل نه رهي. چين جي منگ شهنشاهيت وانگر، اندروني استحڪام جي فوري ضرورت بيروني پيشقدميءَ کي روڪي ڇڏيو.بعد ۾ اسرندڙ يورپي بينڪي شهنشاهيتن، اسپيني، ڊچ ۽ انگريز (برطانيه) وانگر، خلافت عثمانيه پنهنجي وسعت مان اقتصادي ترقي جي ڪابه ڪوشش نه ڪئي هئي، تنهن ڪري وسيع انتظاميه جي مالي اخراجات برداشت ڪرڻ جي قابل نه رهي. وچ يورپ ۾ هڪ ڪثير فوج جي قيام ، يونچ سمنڊ ۾ ڀاري خرچ تي " بحريه" جي موجودگيءَ کي برقرار رکڻ، شمالي افريقا ۾ فوجي ڪاروائين کان علاوه ايجن، قبرص ۽ بحر احمر جي علائقن ۾ فوجي موجودگيءَ جي ضرورت ۽ اسرندڙ روسي طاقت کان ڪريميا (Crimea) جو دفاع، سڀ زميني حقيقتون مزيد توسيع جي منافي هيون. مشرق قريب ۾ پڻ حالتون پر امن نه هيون، اسلامي دنيا ۾ شيعه – سني فرقي پرستي زور وٺي رهي هئي. يورپ ۾ به، جرمني کان مسيحي اتحاد ۾ شگاف پوڻ شروع ٿيو: ڪئٿولڪ ڪليسا جي خلاف پروٽيسٽنٽ مسيحي فرقي جون ڪاروايون تيز ٿيون ۽ جوابي ڪاروائين، حاصل ڪيل ترقي کي، پٺتي ڌڪڻ شروع ڪيو. مذهبي اختلاف سياسي اتحاد جي هڪ عجيب صورت پيدا ڪئي. شيعه ايران جو مقتدر شاهه عباس اعظم (١٦٢٩ -- ١٥٧١ع) ، سني خلافت عثمانيه جي خلاف يورپي تجارتي طاقتن، انگلش ايسٽ انڊيا ڪمپني ۽ ڊچ ايسٽ انڊيا ڪمپني، سان اتحاد ڪيو ۽ ايران ۾ سندن تجارت کي فروغ ڏنو. جيتوڻيڪ في الوقت عباس اعظم ايران کي هڪ عظيم طاقت بنايو، تاهم ايندڙ حڪمرانن لاءِ مغربي

مداخلت جو مسئلو پيدا ڪري ڇڏيو. (برٽانيڪا ج١، ص ٩). ٻئي طرف انهي دور ۾ " فرانس" خلافت عثمانيہ سان، مقدس رومن شهنشاهيت ( پوپ جي مسيحي سياسي اقتدار جي) خلاف اتحاد ڪيو. ( پال ڪئنيڊي، - ايضا - ص ١٣).

تاريخ جي انهيءَ موڙ تي عظيم عثمانيہ سلطنت ۽ خلافت جو زوال شروع ٿيو: سال ١٥٥٠ع بعد فتوحات بند ٿيڻ سبب، مال غنيمت جو مکيہ مالي ذريعو بند ٿي ويو. سال ١٥٦٦ع کان نااهل سلطانن جو سلسلو شروع ٿيو جنهن ۾ ١٣ سلطان - خليفہ مسلسل هن مسلمان شهنشاهيت کي ڪمزور ڪندا رهيا، پروفيسر پال ڪئنيڊي لکي ٿو تہ " هڪ بيوقوف سلطان جهڙي طرح سموري عثماني شهنشاهيت کي بيوس ڪري سگهيو ٿي، تهڙي طرح هڪ " پوپ" يا مقدس رومن شهنشاهہ، سڄي يورپ کي ڪنهن بہ طرح ڪمزور ڪري نہ ٿي سگهيو." ( - ايضا - ص ١٤). مشرقي آمريت ۽ مرڪزيت پڻ صدين جي قائم ڪيل اسلامي سياسي نظام کي زوال پذير ڪري رهي هئي. مشرق جي ٻي عظيم طاقت " منگ چيني شهنشاهيت" جي زوال جا بہ ساڳيا سبب هئا: زبان، قلم ۽ خيال تي پابندي، اختلاف جي حق کان محرومي ۽ ڪٽر مذهبي عقيدن هيٺ پهل قدمي، جدت ۽ مروج تجارت جي حوصلہ شڪني، اهي عوامل ترقي پسندي جي خلاف هئا. آمريت ۽ مرڪزيت سبب پيدا ٿيندڙ بدنظمي، رشوت خوري ڌاڙ، ظلم ۽ زيادتي جو ڪوبہ سدباب نہ هو. بدامني، بدڪاري ۽ ناانصافي جهڙين حالتن ۾، مصيبت انسانن جو مقدر بنجي ويندي آهي، اها تاريخ جي گواهي آهي. اهڙي طرح، خلافت عثمانيہ زوال طرف گامزن رهي: مذهبي جذبات هيٺ "شيعہ" اختلافي فرقي خلاف غير ضروري سخت ڪاروايون، آزاد صحافت جي بيخڪني، دقيانوسي اقتصادي ۽ تجارتي طريقي ڪار، مغربي درآمدات جي اجازت، ليڪن برآمدات تي پابندي ۽ اسرندڙ سرمائيداري نظام جي سخت مخالفت جي رياستي لائحہ عمل، خود رياست جي خلاف عمل پيرا هو. دفاعي نظام ۾ جديد اصلاحات ۽ اضافي آٽڻ بجاءِ قديم ڀاري توپن ۽ گهٽ پگهار ڪٽندڙ جانثارن تي انحصار ڪرڻ ۽ يوروپي طرز تي وڏن بحري جهازن ناهڻ بجاءِ، پراڻن بحري ٻيڙن کي، بحر احمر ۽ ايراني نار جي محفوظ علائقي اندر محدود رکڻ، هڪ

مداخلت جو مسئلو پيدا ڪري ڇڏيو. (برٽانيڪا ج١، ص ٩). ٻئي طرف انهي دور ۾ " فرانس" خلافت عثمانيہ سان، مقدس رومن شهنشاهيت ( پوپ جي مسيحي سياسي اقتدار جي) خلاف اتحاد ڪيو. ( پال ڪئنيڊي، - ايضا - ص ١٣).

تاريخ جي انهيءَ موڙ تي عظيم عثمانيہ سلطنت ۽ خلافت جو زوال شروع ٿيو: سال ١٥٥٠ع بعد فتوحات بند ٿيڻ سبب، مال غنيمت جو مکيہ مالي ذريعو بند ٿي ويو. سال ١٥٦٦ع کان نااهل سلطانن جو سلسلو شروع ٿيو جنهن ۾ ١٣ سلطان - خليفہ مسلسل هن مسلمان شهنشاهيت کي ڪمزور ڪندا رهيا. پروفيسر پال ڪئنيڊي لکي ٿو تہ " هڪ بيوقوف سلطان جهڙي طرح سموري عثماني شهنشاهيت کي بيوس ڪري سگهيو ٿي، تهڙي طرح هڪ " پوپ" يا مقدس رومن شهنشاهہ، سڄي يورپ کي ڪنهن بہ طرح ڪمزور ڪري نہ ٿي سگهيو." ( - ايضا - ص ١۴). مشرقي آمريت ۽ مرڪزيت پڻ صدين جي قائم ڪيل اسلامي سياسي نظام کي زوال پذير ڪري رهي هئي. مشرق جي ٻي عظيم طاقت " منگ چيني شهنشاهيت" جي زوال جا بہ ساڳيا سبب هئا: زبان، قلم ۽ خيال تي پابندي، اختلاف جي حق کان محرومي ۽ ڪٽر مذهبي عقيدن هيٺ پهل قدمي، جدت ۽ مروج تجارت جي حوصلہ شڪني، اهي عوامل ترقي پسندي جي خلاف هئا. آمريت ۽ مرڪزيت سبب پيدا ٿيندڙ بدنظمي، رشوت خوري ڏاڍ، ظلم ۽ زيادتي جو ڪوبہ سدباب نہ هو. بدامني، بدڪاري ۽ ناانصافي جهڙين حالتن ۾، مصيبت انسانن جو مقدر بنجي ويندي آهي، اها تاريخ جي گواهي آهي. اهڙي طرح، خلافت عثمانيہ زوال طرف گامزن رهي: مذهبي جذبات هيٺ "شيعہ" اختلافي فرقي خلاف غير ضروري سخت ڪاروايون، آزاد صحافت جي بيخڪني، دقيانوسي اقتصادي ۽ تجارتي طريقي ڪار، مغربي درآمدات جي اجازت، ليڪن برآمدات تي پابندي ۽ اسرندڙ سرمائيداري نظام جي سخت مخالفت جي رياستي لائحہ عمل، خود رياست جي خلاف عمل پيرا هو. دفاعي نظام ۾ جديد اصلاحات ۽ اضافي آڻڻ بجاءِ قديم ياري توپن ۽ گهٽ پگهار ڪٽندڙ جانثارن تي انحصار ڪرڻ ۽ يوروبي طرز تي وڏن بحري جهازن ناهڻ بجاءِ، پراڻن بحري ٻيڙن کي، بحر احمر ۽ ايراني نار جي محفوظ علائقي اندر محدود رکڻ، هڪ

١٩ هين صدي عيسوي مسلمان قوم جي سياسي آزادي ۽ اقتدار لاءِ هاڃيڪار ثابت ٿي: خلافت عثمانيہ جو ٽڪرن زوال شروع ٿيو ۽ مغل شهنشاهيت زوال پذير ٿي، قومي درد رکندڙ مفڪرن عالمي اتحاد المسلمين (Pan Is-lamism) جي قيام لاءِ ڪوششون تيز ڪيون، ليڪن اهي ڪامياب ٿي نہ سگهيون.

## قومون ۽ تهذيبون ، جديد مغربي نظام جي آئيني ۾:

اطالوي حب الوطني جي انقلابي ڪردار، " مزيني" (Giuseppe Mazzini) ( ١٨٧٢ - ١٨٠٥ع)، جي سوانح حيات کي "جديد يورپ جو پيغمبر" عنوان ڏنو ويو آهي. ( جي اوگرفت، " مزيني" پرافيٽ آف مادرن يورپ، ١٩٣٢ع) سندس قول مطابق " افراد وانگر، قومون بہ زنده رهن ٿيون ۽ مري وڃن ٿيون، ليڪن تهذيبون مري نہ ٿيون سگهن". هڪ جرمن سوشلسٽ ليڊر ۽ مصنف ، " ڪئوتسڪي" ( ١٩٣٨ - ١٨٥٤ع) (Johann Kautsky) لکي ٿو تہ " جديد قومن جي تقدير، سرمائيداري (Capitalism) جي مقدر سان منسلڪ آهي." هو " لينن" جي مارڪسي نظريات جي وضاحتن جي سخت برخلاف هو. ( چئمبرسس ج٨ ، ص ١٩١) سرمائيداري نظام مغرب جي قومي رياستن (Nation States) کان شروع ٿيو. هاڻي اهو " گلوبلائيزيشن" جي رٿا هيٺ هڪ بين الاقوامي اقتصادي، ثقافتي ۽ سياسي نظام بنجڻ جي صلاحيت رکي ٿو. اقتصادي طور تي سرمائيداري نظام ، سياسي نظام جو ٻيو اڌ (Counterpart) بنجي رهيو آهي. دنيا جي اشتراڪي حڪومتن بہ بيروني سرمائيداري ۽ آزاد تجارت کي پنهنجي اقتصادي رٿابنديءَ ۾ شامل ڪيو آهي. مختلف قومن جي گڏيل تجارتي ادارن قومي رياستن جي سرحدن کي اورانگهي ڇڏيو آهي. اقتدار اعليٰ جو سياسي عقيدو، اقتصادي مصلحتن هيٺ ترڪ يا نرم ڪيو ٿو وڃي. قومي رياست جو نظريو، " يورپي اتحاد" (The European Union) جي قيام بعد، محض هڪ خيالي پيڪر بنجي ويو آهي ۽ علائقائي نظام هڪ حقيقت بنجي رهيو آهي. علائقائي اقتصاديات جي وڌندڙ نظام هيٺ آخر ڪار

نسل ، ٻولي ۽ ثقافت بہ ماضي جو هڪ قصو بنجي ويندا. آمريڪا جي ٣٥ هين صدر ، جان ايف ڪينيڊي (John Fitzgerald Kennedy, 1917 _ 1963) صحيح چيو هو تہ " اهي معاشره جيڪي اطمينان سان پنهنجي نفس پروري ۽ ساده لوحي ۾ مبتلا آهن، جاڻ تاريخ جو ملبو ( گند) بنجي ٻهارجي ويندا."

هن کي ٢٢ نومبر ١٩٦٣ع تي " ڊلاس" ( ٽيڪساس) جي شهر ۾ قتل ڪيو ويو، ۽ سندس عظيم معاشره سندس قاتلن جي صحيح ڏس پتي ۽ جوڳي سزا جو مسئلو اجا تائين حل نہ ڪيو آهي. هي عظيم انسان بہ تاريخ جو هڪ عبرتناڪ حصو بنجي ويو آهي.

## افريقا کنڊ جي تاريخ ، جاگرافي، آزادي ۽ ترقي:

افريقا کنڊ ڇهن طبعي حصن ۾ ورهايل آهي:

(١) اتر اولهہ افريقا، جنهن ۾ آلجيريا، مراڪش، تيونس، نائيجر، مالي، ماريطانيہ، مغربي صحارا ۽ برڪينافاسو، جا ملڪ واقع آهن.

(٢) مغربي افريقا ۾، بينن، ڪئمرون، گئمبيا، گهانا، گني، گني بسائو، آوريڪوسٽ، لبيريا، نائجيريا، سينيگال، سيراليون ۽ ٽوگو، جا ملڪ اچي وڃن ٿا.

(٣) اتر – اوڀر افريقا ۾، چاڊ، ڊجيبوتي، مصر، اٿيو پيا ( حبش)، لبيا، سومالي ڊيموڪريٽڪ ريپبلڪ ۽ سوڊان جا ملڪ شامل آهن.

(۴) وچ – افريقا، ۾ انگولا، سينٽرل افريقن ريپبلڪ، ڪانگو، اڪيٽوريل گني، گيبن، سائو توميئي پرنسيپي ( Sao Tomee Prin-cipe)، زائر ۽ زئمبيا جا ملڪ واقع آهن.

(٥) مشرقي افريقا ۾، برونڊي، ڪينيا، ملاوي، موزئمبيق، رواندا، تنزانيہ ۽ يوگنڊا جا ملڪ اچي وڃن ٿا.

(٦) جنوبي افريقا ۾، بوتسوانا، ليسوٿو، نئمبيا، جنوبي افريقا، سوازيلئنڊ ۽ زمبابوي شامل آهن.

افريقا کنڊ جي ڪل پکيڙ بہ ڪروڙ، ستانوي لک ۽ ٽيهہ هزار چورس

ڪلوميٽر ( يا هڪ ڪروڙ، ڇوڏهن لک ۽ اسي هزار چورس ميل) آهي، جنهن ۾ پنجاهہ ڪروڙ کان مٿي انسان رهن ٿا. عام خيال آهي تہ انسان جو جديد نسل (Homo Sapiens) هتي، اوائلي زماني ۾ آباد هو. اهو خيال افريقي قومن لاءِ باعث فخر آهي. ازانسواءِ قديم مصري تهذيب ۽ حامي نسل جي تاريخ ، بر اعظم افريقا جي عظمت جا شاهد آهن. مغربي تاريخنويس انهيءَ کي "اونداهو کنڊ" لکن ٿا، هتي مغربي قومن جي تسلط، آباد ڪاري ۽ بيٺڪيت، استحصال ۽ غلامن جي تجارت، متعلق هن مطالعي جي واسطيدار بابن ۾ ذڪر ڪيو ويو آهي. هن باب ۾ آزادي جي تحريڪن، بيٺڪي راڄ جي خاتمي ۽ جمهوريت ۽ آمريت جي راڄن جو ذڪر ڪيو ويندو.

## ڪانگو جو مثال:

مغربي وسطي افريقا ۾، خط استوا جي لڳ ڀڳ، " ڪانگو" جو ملڪ، ١٥ آگسٽ ١٩٦٠ع تي، فرينچ قبضي کان آزاد ٿيو. هن ملڪ جي تاريخ ١٣ - هين صدي عيسويءَ کان معلوم ٿي سگهي آهي، جڏهن هتي "ايمبنزا ڪانگو" (Mbanza Kongo) جي نالي سان بادشاهيت قائم ٿي هئي. ١٥ - هين صدي عيسويءَ ۾ هتي، ٽن قبيلن، باڪانگو ( Bakan-go ، بيٽڪي (Bateke) ۽ سانگا (Sanga)، جو قبضو هو. يورپي قومن مان پورچيگيزن، هتي دراندازي ڪئي. سال ١٤٨٥ع ۾ هڪ پورچوگيز ملاح هتي پهتو، ۽ پوءِ ١٨٠ سالن تائين، فرينچ نوآبادياتي شهنشاهيت ۽ غلامن جي تجارت جو دور هليو، جنهن ۾ ڪانگو بادشاهيت تباهہ ٿي وئي. سال ١٨٨٩ع ۾ " ڪانگو" جو ملڪ فرينچ انتظاميہ هيٺ آيو ۽ ١٩١٠ع ۾ انهيءَ کي " فرينچ ايڪئٽوريل افريقا" جو حصو بنايو ويو. فرينچ سامراجيت هيٺ " ڪانگو اوشن ريلوي پروجيڪٽ" تي ڪم شروع ٿيو، جيڪو ١٣ سالن ( ١٩٣٤ - ١٩٢١ع) تائين جاري رهيو ۽ انهيءَ ۾ اندازا ويهہ هزار مقامي مزدور موت جو شڪار ٿيا. پوءِ آزاديءَ جو احساس ٿيو. ڪانگو جي قبيلن سال ١٩٤٠ع ۾ " فري فرينچ فورسز" جو ساٿ ڏنو ۽ سال ١٩٤٦ع ۾ فرانس جي سمنڊ پار علائقن ۾ " ڪانگو" کي شامل ڪيو

ويو. ١٩٥٨ع ۾ " فرينچ ڪميونٽي" اندر، " ڪانگو" کي خود مختيار جمهوريت جو درجو ڏنو ويو. " مسيحي ڪليسا" جو هڪ معطل پادري "يولو" (Youlou) ، جيڪو ڪانگو جي سياست ۾ ملوث هو، تاريخ ١٥ آگسٽ ١٩٦٠ع تي " ڪانگو" کي آزادي ملڻ بعد ، پهريائين " وزير اعظم" ۽ پوءِ ملڪ جو صدر بنيو. سال ١٩٦٣ع ۾، صنعتي بيچيني سبب صدر "يولو" مستعفي ٿيو، ۽ " مسمبا دبٽ" اقتدار سنڀاليو. پنجن سالن بعد ، ١٩٦٨ع ۾ فوجي بغاوت ذريعي، ڪئپٽن مارين نگوبي (Marien Na-goubi) اقتدار ۾ آيو، ٻن سالن ( ١٩٧٠ - ١٩٦٨ع) اندر قومي اسيمبلي بدران قومي انقلابي ڪائونسل قائم ٿي ۽ هڪ جماعتي نظام هيٺ "ڪانگو ليبر پارٽي" ، " پيپلز ريپبلڪ آف ڪانگو" جو اقتدار اعليٰ حاصل ڪيو.

ويهن سالن جي تجربي ( ١٩٩٠ - ١٩٧٠ع) بعد هڪ جماعت نظام ختم ڪري، سياسي سڌارا آندا ويا، ملڪ جو نالو ٻيهر جمهوريہ ڪانگو (Republic of Congo) رکيو ويو ( ١٩٩١ع) ۽ نئون دستور بنايو ويو ( ١٩٩٢ع). مارچ ١٩٩٢ع ۾ ڪثير جماعتي انتخابات ۾ " پئن - افريقن يونين فارسوشل ڊماڪرسي" (UPADS ) جي اتحادي جماعتن کٽيو ۽ " پاسڪل لزوبا" (Pascal Lissoaba) صدر منتخب ٿيو، ليڪن مٿس نسلي طرفداري ۽ عام طور تي انتخابات ۾ ڏانڌليءَ جا الزام لڳايا ويا. ١٩٩٣ع ۾ ٻيهر چوندون منعقد ٿيون جن ۾ قومي اسمبليءَ جون اڌ کان مٿي نشستون سوشل ڊماڪرسي جي پئن افريقن اتحاد (UPADS) کٽيون. ٻن سالن بعد ، ١٩٩٥ع ۾ هڪ مخلوط حڪومت وجود ۾ آئي، تاهم وڌيڪ ٻن سالن بعد، ١٩٩٧ع ۾ ڪانگو جي گهرو لڙائي شروع ٿي. " فرانس"، ڪانگو ۾ مقيم پنهنجي ١٢٥٠ فوجين جي تقويت خاطر، ٽئنڪون روانيون ڪيون. ليڪن چند ڏينهن بعد، صورتحال کي ڏسندي، "ڪانگو" مان پنهنجون فوجون ڪڍڻ جو فيصلو ڪيو. بعد ۾، " ساسو نگيسو" (Sas-sou Nguesso) قومي مفاهمت جي عزم سان اقتدار سنڀاليو. "ڪانگو" جي اڌ کان مٿي آبادي روايتي مذهبن جي پيروڪار آهي. باقي مسيحي ۽ ڪي ڳاڻ ڳٽيا مسلمان هتي آباد آهن. آخري آدمشماري مطابق ڪل آبادي ساڍا ستاويهہ لک ( ٢٧٥٠,٠٠٠) آهي. فرينچ سرڪاري زبان آهي، ليڪن عوام

۾ متعدد افريقي ۽ " بانتو" زبانون مروج آهن: ڪيڪانگو، لنگالا ۽ تيڪي زبانون اڪثريت سان ڳالهايون وڃن ٿيون. سورهن سالن جي عمر تائين تعليم مفت ۽ لازمي آهي، تنهنڪري ٻين افريقي ملڪن جي مقابلي ۾ هتي خواندگي جي شرح وڌيڪ آهي.

ڪانگو جي آزادي جوابو، پيٽرس لممبا (١٩٦١ - ١٩٢٥ع Pa-trice Lumumba ) بيلجيم سرڪار طرفان مهيا ڪيل مغربي تعليم حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو، جيسوئيٽ هڪ هاريءَ جو پٽ هو. نومبر ١٩٥٩ع ۾ انهيءَ ڪري گرفتار ڪيو ويو، جو گورنر جنرل کي ڪانگو جي آزادي لاءِ هڪ چٺو (Memorandum) لکيو هئائين. سندس گرفتاري آزادي جي تحريڪ کي تيز ڪيو. بيلجيم سرڪار، " بروسلس" ۾ ڪانگو جي آزاديءَ لاءِ مذاڪرات منعقد ڪيا، جن ۾ آزادي ۽ انتخابات تي اتفاق راءِ ٿيو، جنوري ١٩٦٠ع ۾ بروسلس مذاڪرات ۾ شرڪت ڪرڻ لاءِ " لممبا" کي آزاد ڪيو ويو هو. جون ١٩٦٠ع ۾ انتخابات منعقد ٿيا، جن ۾ ١٣٧ ميمبرن جي پارلامينٽ ۾ لممبا جي پارٽي فقط ٣٣ نشستون حاصل ڪيون، تاهم اڪثريتي پارٽي رهي ۽ مخلوط حڪومت ناهيائين.

چيمبرسس انسائڪلوپيڊيا جو مدير لکي ٿو تہ " جولاءِ ١٩٦٠ع کان، هڪ بلڪل بي تجربيڪار ڪانگو حڪومت ، صدر " ڪاساووبو" ۽ وزير اعظم " لممبا" (Lumumba) جي سربراهيءَ ۾، علحدگي پسند صوبن ۽ باغي قبيلن تي پنهنجي اختياري قائم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي." (چيمبرسس - ايضا - ج ۴ ص ١٢) حقيقت هن طرح هئي تہ " لممبا" جي رسم حلف برادري کان پنجين ڏينهن، سفيد فام فوجي آفيسرن بغاوت ڪئي ۽ بيلجيم سرڪار ، جولاءِ ١٩٦٠ع ۾ پنهنجون فوجيون ٻيهر ڪانگو ۾ داخل ڪيون. ڪتنگا صوبي علحدگيءَ جو اعلان ڪيو. انهيءَ صورتحال ۾ "سويت يونين" فضائي نظرداري خاطر هوائي فوج رواني ڪئي ۽ " لممبا" تي هڪدم ڪميونسٽ هجڻ جو الزام لڳايو ويو. چيمبرسس جي احوال ۾ پڻ " لممبا" کي " روس جو پٺو" لکيو ويو آهي ۽ سندس قتل جو فقط ٽن لفظن ۾ ذڪر ڪيو ويو آهي. ( ايضا )

ٿيو هن طرح جو ، سپٽمبر ١٩٦٠ع ۾ "لممبا" تي " ڪميونسٽ

ليبل" لڳڻ شرط. ڪرنل موبوتو (Mobutu) ڪانگو جي منتخب حڪومت جو تختو اونڌو ڪري ڇڏيو ۽ وزير اعظم " لممبا" کي تشدد جو نشانو بنائي قيد ڪري، " ڪٽنگا" باغي حڪومت جي والي ڪيو ويو، جتي ١٩٦١ع ۾ ڪيس قتل ڪيو ويو.

## آزاديءَ جي لهر:

ٻي مهاڀاري لڙائي ثابت ڪيو تہ يوروپي قومون اهڙيون طاقتور نہ هيون جهڙي انهن جي حشمت مشرقي ملڪن، خاص طور تي افريقا ۾ محڪوم قومن جي دل دماغ تي ويٺل هئي. جنگ ۾ برطانيہ ۽ فرانس پنهنجي افريقي بينڪن کان امداد طلب ڪئي هئي. اهي افريقي جيڪي سندن امداد ۾ يورپ وڃي جنگ ۾ شامل ٿيا، واپسي ۾ نوان خيال، امنگ ۽ ارادا کڻي آيا. پئسفڪ سمنڊ جي علائقيءَ ۾ انهن جي ايشيائي سپاهين سان ڏيٺ ويٺ ٿي، جن جا ملڪ ٻہ افريقي ملڪن وانگر يوربي قومن جي غلاميءَ هيٺ هئا. سندن امريڪي سپاهين سان پڻ ميل ملاقات ٿي، جن ۾ ڪيترا سندن وانگر سياھ فام هئا. عام يوربي ماڻهن کي ڏنائون، جيڪي سندن نوآبادين جي آقائن وانگر روبدار نہ هئا. ازانسواءِ برطانوي وزير اعظم چرچل ۽ امريڪي صدر روزويلٽ جون تقريرون ٻڌائون جن جو زور، آزادي، خود اختياري ، ۽ انساني حقن، تي هو. هنن سوچيو تہ انهن اصولن جو اطلاق، يا لاڳاپو، افريقي عوام سان ڇو نہ ٿو ٿئي؟

گهانا، " سوني ساحل" (Gold Coast) جي قومي رهنما، ڪواهمي انڪرومه (Kwame Nkrumah) چيو تہ بائيبل مقدس ۾ لکيل آهي تہ " پهريائين سياسي بادشاهيت هٿ ڪريو، پوءِ ٻيو سڀ ڪجهہ انهيءَ ۾ شامل ٿي ويندو" ( انسان جو نامڪمل سفر - ايضا - ص ٨٠٧) " گهانا" جي آزاديءَ کان پوءِ ٻيا افريقي ملڪ. سال ١٩٧٥ع تائين ، آزاد ٿي ويا. انهن جو وچور هن ريت آهي: (١) سال ١٩٧٥ع ۾ گهانا آزاد ٿيو (٢) سال ١٩٥٨ع ۾ " گني" کي آزادي ملي ، (٣) سال ١٩٦٠ع ۾ ١٧ ملڪ آزاد ٿيا: ( ڪانگو ( برازيويل)، ڪانگو ( زائر)، نائيجر، نائيجيريا، مالي، ماريطانيہ، سينيگال، سومالي لئنڊ، ٽوگو، اپر وولٽا، مالاگاسي، چاڊ،

سينٽرل افريقن ريپبلڪ، ڪيمرون، ڊهومي، گيبن ۽ آوري ڪوسٽ. (۴) سال ۱۹٦۱ع ۾ ٻن ملڪن، سيراليون ۽ ٽانگانيڪا آزادي حاصل ڪئي. (۵) سال ۱۹٦۲ع ۾ ٽي ملڪ، برونڊي، رواندا، ۽ يوگنڊا آزاد ٿيا. (٦) سال ۱۹٦۳ع ۾ ٻه ملڪ، ڪينيا ۽ زئنزيبار آزاد ڪيا ويا. (۷) سال ۱۹٦۴ع ۾ ٻه ملڪ، ملاوي ۽ زئمبيا آزاد ٿيا. (۸) سال ۱۹٦۵ع ۾ فقط هڪ ملڪ، گئمبيا، آزاد ٿيو. (۹) سال ۱۹٦٦ع ۾ ٻه ملڪ، بوٽسوانا ۽ ليسوٿو آزاد ٿيا. (۱۰) سال ۱۹٦۸ع ۾ ٻه ملڪ، ايڪئيٽوريل گني ۽ سوازيلئنڊ آزاد ٿيا. (۱۱) سال ۱۹۷۴ع ۾ ٻه ٻه ملڪ ، گني بسائو ۽ موزيمبق آزاد ٿيا. (۱۲) سال ۱۹۷۵ع ۾ ، انگولا، ڪبيوڊا (Cabiuda) ۽ مغربي صحارا جا ملڪ آزاد ٿيا.

" جنوبي افريقا" سيني کان پوءِ آزاد ٿيندڙ ملڪ آهي ڇاڪاڻ تہ اتي سفيدفام آبادڪارن، برطانيہ کان آزاد، پنهنجي الڳ حڪومت قائم ڪري ڇڏي ۽ نسلي امتياز جي پاليسي (Apartheid) تي ڪاربند ٿي، جنهن هيٺ سياهہ فام اڪثريت کي ٻئي درجي جي شهريت ڏئي هر معاملي ۾ سفيدفام اقليت کان الڳ ڪيو ويو.

## الجزائر جو مثال:

" الجزائر" ( الجيريا، اتر اولهہ افريقا) ، " بربر" قبيلن جو ملڪ آهي. سال ٦۴۷ع ۾ عرب مسلمانن هي ملڪ فتح ڪيو، سال ۷۴۷ع ڌاري "خارجين" جي اثر هيٺ ، اموي خلافت کان الڳ ٿيو ۽ بربري ساحل ( اتر اولهہ افريقا) سان متعدد ننڍيون " بربر" ۽ " خارجي" رياستون قائم ٿيون. مشرقي سرحد سان " اغلبي" گهراڻي جي بادشاهي قائم ٿي، جنهن جو دارالحڪومت " قيروان" ، موجوده" تيونس" ۾ واقع هو، هن شاهہ گهراڻي راسخ اسلامي عقيدي کي فروغ ڏنو. ٻن صدين، نائين صدي عيسوي کان يارهين صدي عيسوي، تائين مسلسل تبليغ جاري رهي، جنهن بعد " خارجي" فرقي جو اتر افريقا مان تڏو پٽجي ويو. ڏهين صدي عيسوي ۾ شيعا فاطميہ خلافت جي قيام ۾ " بربر" قبيلن اهم ڪردار ادا ڪيو. يارهين صدي عيسوي جي پوئين اڌ ۾ " الجزائر" ، " الموردين" جي شهنشاهيت هيٺ آيو ۽

" بر بر" قبيلا اتر افريقا کان ڏکڻ يورپ جي ملڪ اسپين تائين حڪومت ڪرڻ لڳا. " المُوردين" جو دارالحڪومت " مراقش" هو.

عرب - بدوي ۽ بربر قبيلن جي باهمي رساڪشي سبب " الجزائر" جي سرزمين ، انساني خون سان رنگبي رهي آهي ۽ اها خونريزي جديد دور تائين جاري آهي. جڏهن عربن " الجزائر" فتح ڪيو ( ٦٤٧ع) تڏهن بربر قبائلين، پنهنجي بن سردارن، " قصيلہ" ۽ " الڪاهنہ" جي قيادت هيٺ سخت مزاحمت ڪئي، جيڪا ٧١١ع ۾، محض اسلامي جذبي سبب، ۽ ڪجهہ قدر اسلامي فتوحات جي ڪارڻ، ختم ٿي. پوءِ بہ عرب آبادڪاري محدود تعداد ۾ چند شهرن اندر ٿي سگهي ۽ ٻهراڙين ۾ " بربر" قبائلي نظام قائم رهيو. ( چئمبرسس - ايضا - ج ١ ، ص ٦٢٢) خارجي تحريڪ هيٺ انهن ٻهراڙين کان رتو ڇاڻ شروع ٿي، جنهن جي نتيجي ۾ " الجزائر" ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويو. " بربرن" جي هڪ قبيلي " زيري" سال ٩٧٢ع ۾ "خرطوم " ۾ پنهنجي حڪومت قائم ڪئي، ۽ ٻئي هڪ قبيلي " حمادين" " قلعہ" نالي شهر ۾ راڄ ڪيو ٿي، ٻنهي قبيلن " خارجين" کان الڳ ٿي، راسخ العقيدت اسلام طرف موٽ ڪاڌي. " قاهره" ( مصر) جي فاطمي خلافت کين سزا ڏيڻ لاءِ ٽن عرب قبيلن کي ڪاروائي ڪرڻ جو حڪم ڏنو. " بني هلال" ، "بني سليم" ۽ " بني مقيل" جا جنگجو " الجزائر" ۾ ڪاهي پيا انهن بہ عرب قبيلن، فاطمي خلافت جي حڪم ۽ ذنل اختياري جي آڙ ۾، "الجزائر" کي سُجو ڪري ڇڏيو؛ زرعي اقتصاديات تباهہ ٿي وئي ۽ شهري سماجي نظام، خانہ بدوش زندگي ۾ تبديل ٿي ويو. هڪ صدي تائين مشرقي الجزائر ۾ انهن ٽن بدوي قبيلن جي آبادڪار ٿيندي رهي ۽ انهيءَ دوران هتي " عربي" زبان رائج ٿي. ( - ايضا- ) مغربي الجزائر ۾ بن " بربر" قبيلن، " آلموردين " ۽ " الموحدين" جي حڪمراني رهي. پوءِ " بربر" قبيلا، مزيد هڪ صدي تائين باهمي نفاق ۽ خونريزيءَ ۾ مبتلا رهيا. تيستائين " اسپين" جي مسيحي قبيلن، مسلمانن جي انن صدين کان قائم اسلامي حڪومت جو خاتمو آڻي، مسلمانن کي اتان تڙي ڪڍيو ( ١٤٩٢ع). راڻي اسابيلا ۽ شاهہ فرڊيننڊ " الجزائر" تي بہ قبضي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، ليڪن "ترڪيءَ" جي " خلافت عثمانيہ" جي بروقت ڪاروائي سبب، اها ڪوشش ڪامياب نہ ٿي. خلافت عثمانيہ " الجزائر" کي اندروني

خودمختياري ڏني. اسپين جي متعدد ناڪام حملن بعد، سال ١٨١٦ع ۾ باقاعده جنگ جو آغاز ٿيو. سترهن سال (١٨٤٧ - ١٨٣٠ع) جنگ جاري رهي. سيد محي الدين الحسني ۽ سندس فرزند امير عبدالقادر، انهيءَ زماني ۾ الجزائر جا قائدين هئا. سال ١٨٤٧ع ۾، سازشين ذريعي، ” فرانس“ جوالجزائر تي قبضو ٿي ويو. پنج سال (١٨٥٢ع - ١٨٤٧ع) فرانس جي قيد ۾ رهڻ بعد امير عبدالقادر کي نيپولين ثالث جي حڪم تي رها ڪيو ويو.

فرينچ شهنشاهيت هيٺ اچڻ وقت الجزائر جي عرب - بربر آبادي اڌ لک کان بہ گهٽ هئي، ( اسلامي انسائڪلوپيڊيا، ص ٢٠١) فرينچن هتي آبادڪاري شروع ڪئي ۽ الجزائرين بہ مذاحمت جاري رکي. ارڙهن سالن (١٨٦٥ - ١٨٤٧ع) جي ناڪام شهنشاهي نظام بعد، الجزائر کي اندروني خودمختياري ڏني وئي ۽ الجزائرين کي فرينچ شهريت جو حق ڏنو ويو. قومي مذاحمت پوءِ بہ بند نہ ٿي ۽ سال ١٨٧٠ع ۾ الجزائري قوم پرستن هڪ انقلابي حڪومت قائم ڪئي جنهن سال ١٩٠٠ ع تائين مڪمل مالي ۽ انتظامي خود مختياري حاصل ڪري ورتي. تاهم فرينچ سرڪار جو بيروني تسلط قائم رهيو، جنهن جي خلاف سال ١٩٥٤ع ۾ ” فرنٽ فار نئشنل لبريشن“ يا قومي آزادي جي محاذ نالي تحريڪ شروع ٿي ۽ فرانس انهيءَ کي ڪچلڻ لاءِ تمام حيلا وسيلا استعمال ڪيا.

الجزائر جي جنگ آزادي ( ١٩٦٢ع -- ١٩٥٤ع) ڪاميابيءَ سان همڪنار ٿي. انهيءَ دوران پنجن کان ڏهہ لک الجزائري قوم پرست قتل ٿي ويا. اجتماعي قبرن جي نشاندهي اجاتائين جاري آهي. قومي آزادي محاذ (FLN) جي خلاف ، فرانس سرڪار هڪ ” خوني جٿو“ (Death Squad) مقرر ڪيو، جنهن چار لک فرانسيسي فوج جي پٺڀرائي ۾، الجزائرين جو قتل عام ڪيو، جنهن جي ذميواري قبول ڪرڻ لاءِ ” فرانس“ اجا تائين تيار نہ آهي.

ڪنهن ملڪ جي مخلوط آبادي، جيئن الجزائر جي عرب - بربر آبادي، جڏهن بيروني جارحيت جو شڪار ٿيندي آهي، تڏهن اها هڪ ” قوم“ بنجي ويندي آهي. انهي اتحاد جي نتيجي ۾ اها مخلوط آبادي، ڌارين جي غلامي مان آزاد ٿيندي آهي تاهم، آزادي بعد، اقتدار جي هوس ۾ آزاديءَ جا اڳواڻ خود، نفاق جو باعث بنجڻ لڳندا آهن. جيئن سرڪرده سياستدانن:

عبدالرحمن فاس، فرحت عباس، محمد بن بيلا ۽ هڪ فوجي ڪرنل بومحي الدين (بومدين) ، سيپٽمبر ١٩٥٨ع ۾ مصر جي دارالحڪومت قاهره ۾، آزاد الجزائر حڪومت جو اعلان ڪيو. سياسي مذاڪرات جي نتيجي ۾ "فرانس" تاريخ ٧ اپريل ١٩٦٢ع تي عبدالرحمن فاس جي صدارت ۾ هڪ عارضي حڪومت قائم ڪرڻ جي اجازت ڏني ۽ انهيءَ جي حق ۾ "رفرينڊم" جي ذريعي فيصلو ڪيو ويو. ٽن مهينن بعد، تاريخ ٣ جولاءِ ١٩٦٢ع تي، فرانس جي صدر، جنرل ڊيگال، " الجزائر" جي آزاديءَ جو اعلان ڪيو ۽ ٢٥ سيپٽمبر ١٩٦٢ع تي قومي اسيمبلي ( مجلس ملي) نئين حڪومت منتخب ڪئي، جنهن ۾ فرحت عباس صدر ۽ بن بيلا وزير اعظم مقرر ٿيا. هڪ سال بعد، سيپٽمبر ١٩٦٣ع ۾ فرجت عباس جي جاءِ تي بن بيلا صدر بنيو. بن سالن جي مختصر عرصي اندر، تاريخ ١٩ جون ١٩٦٥ع تي، فوجي بغاوت (Coup detat) ذريعي " ڪرنل بومدين" " بن بيلا" کي برطرف ڪري، الجزائر جو فوجي صدر بنجي ويو. ٽين دنيا جي تاريخ ۾، جيڪا مشرق جي تاريخ آهي، فوجي حڪومت، منتخب قيادت جي مقابلي ۾، وڌيڪ پائدار ثابت ٿي آهي. " ڪرنل بومدين" ١٣ سال ( ١٩٧٨ --- ١٩٦٥ع) بغير ندامت بغير مذاحمت آمرانہ حڪومت هلائي ۽ فقط موت ئي کيس پنهنجي منصب تان هٽائي سگهيو. پروفيسر اسٽينلي لين پول ، اسپين جي تاريخ لکندي سوال اٿاريو هو تہ آمر جي موت بعد سندس جانشين ڪير ٿيندو آهي، ۽ خود ئي جواب ڏنو هو تہ "بدنظمي" ۽ الجزائر ۾ بہ، ڪرنل بومدين جي وفات، سال ١٩٧٨ع بعد، صدر شاذلي کان موجوده فوجي اقتدار تائين مسلسل قتل و غارتگيري ٿيندي رهي آهي، جنهن جو بظاهر سبب، اسلام پسند منتخب جماعت کي اقتدار نہ ملڻ بعد آمريت ۽ جمهوريت جي وچ ۾ اقتدار جي جنگ آهي.

نظريہ افاديت جي حامي جمهوري مغرب پوءِ بہ " الجزائر" کي اڪيلو نہ ڇڏيو آهي. زياده تر تجارت، فرانس، جرمني، امريڪا، اٽلي ۽ روس طرفان جاري آهي، ڇوتہ تيل، گئس، گاسليٽ ۽ لوهہ جي ذخيرن کي ڪيئن ڇڏي ڏجي. جمهوريت يا آمريت، سرمائيداري نظام ۾ اهم آهي منافعت.

# مشرق جي ڪمزوريءَ جا اسباب:

## (الف) خفيہ ڪاروايون: ( جاسوس عالم ۽ محقق)

” لارينس آف عربيا“ ( مصنف آر. آلڊنگٽن، ١٩٥٥ع) هڪ اهڙي شخصيت جو داستان آهي، جيڪو عرب نہ هو، ليڪن عرب دنيا کان پوري طرح واقف هو ۽ پهرين مهاڀاري لڙائي دوران انگريزن ۽ عربن جي اتحاد ۾ حيرت انگيز ڪردار ادا ڪيائين. انهي داستان تي مبني فلم، هن محقق جي ذڪر آهي.

” ٿامس ايڊورڊ لارينس“ ( ١٩٣٥ - ١٨٨٨ع) ، انگريز مصنف، فوجي ۽ ماهر آثار قديمہ، خود بہ هڪ پراسرار شخصيت جو مالڪ هو. عرب معاشره ۽ عربي ٻوليءَ تي سندس معلومات ۽ دسترس وسيع هئي. عرب پوشاڪ ۾ بلڪل عربن جهڙو لڳندو هو. سال ١٩١٣ع جي سياري ۾، سينا جي دشت پيمائي لاءِ موڪليل فوجي سروي ٽيم ۾ شامل ٿيو. سندس تيار ڪيل نقشو برطانيہ جي وار - آفيس لاءِ بيحد ڪارگر ثابت ٿيو.

سال ١٩١٥ع ۾، جڏهن ترڪي، برطانيہ ۽ اتحادي طاقتن خلاف، جرمني ۽ متحده طاقتن سان، پهرين مهاڀاري لڙائيءَ ( ١٩١٨ع - ١٩١٤ع) ۾ شامل هئي، تڏهن ” مصر“ ۾ ترڪي انٽيليجنس ( جاسوسي) سروس، ۾ ” لارينس“ هڪ اهم رڪن هو. تاريخ ٥ جون ١٩١٦ع تي، ترڪي جي خلافت عثمانيہ خلاف، عرب دنيا ۾ رونما ٿيل بغاوت، زياده تر سندس ڪامياب جاسوسي ۽ خفيہ پروپيگنڊا جو نتيجو هئي. انهيءَ سال آڪٽوبر مهيني ۾ مڪي جي شريف حسين سان جده ۾ ملاقات ڪيائين ۽ بعد ۾ سندس وليعهد فيصل جو فوجي صلاحڪار مقرر ٿيو. پوءِ عرب باغي فوج جون ڪاروايون، ” اتحادي طاقتن“ جي جيروسلم تي قبضي ( ١٩١٧ع) تائين، تيز تر ٿينديون ويون. وليعهد فيصل جون فوجون چار سو ميل اتر طرف وڌي آيون ۽ اها ريلوي لائين ڪاٽڻ جي ڪوشش ڪيائون جنهن تي مدينہ شريف جي مواصلات ۽ معيشت جو دارومدار هو. آگسٽ ١٩١٧ع ۾ ، اتحادي فوجن جي جنرل ايلنبي (Allenby) جي پيشقدمي سان پاسي ۾ عرب باغي فوجون اڳتي وڌي رهيون هيون ۽ ” عقبہ“ تي قابض ٿي ويون.

ترڪ فوجون نہ عربستان جي دفاع جي قابل هيون ۽ نہ جيروسلم کي بچائي سگهيون ٿي. " لارينس" انهي وقت موجود هو، جڏهن اتحادي فوجون جيروسلم ۾ داخل ٿي رهيون هيون. فلسطين ۾ جهڙپن دوران بہ " لارينس" انهن ۾ شامل هو. ( چئمبرسس - ايضا - ج ٨، ص ۴٢٠) پوءِ جڏهن عرب باغي فوجن " دمشق" ( شام) تي قبضو ڪيو (سيپٽمبر ١٩١٨ع) تڏهن ڪجهہ هفتا، شهري ۽ فوجي انتظامات، " لارينس" جي ذمي هئا. ( - ايضا - )

پهرين مهاڀاري لڙائي جي خاتمي بعد ورسيلز جي امن ڪانفرنس ۾، "لارينس" پهربائين برطانيہ جي وفد ۾ شامل هو. پوءِ عرب وفد ۾ شيخ فيصل بن شريف حسين جي طرفان شامل ڪيو ويو. شايد انهيءَ واقعي سبب، انگريز کيس " لارينس آف عربيا" سڏڻ لڳا ۽ فيبروري ١٩٢١ع ۾ کيس برطانيہ جي ڪالونيل آفيس ۾ وچ مشرق بابت سياسي صلاحڪار مقرر ڪيو ويو. سال ١٩٢٢ع ۾ هن برٽش رايل ائر فورس (RAF) ۾ شموليت اختيار ڪئي جتي پنهنجو نالو جي. ايم. راس (J.M. Ross ) لکرايائين. سندس تصنيف. " د منٽ" ( ١٩٢٧ع The Mint) ۾ " لارينس" پنهنجي انهيءَ ڀهروپي دور جا تجربا لکيا آهن. وڌيڪ مشهور ٿيڻ لڳو تہ نوڪري ڇڏي ويو. ٻيهر " ٽئنڪ ڪور" (Tank Corps) ۾، " ٽي - اي - شا" (T. E. Shaw) جي نالي سان ڀرتي ٿيو ۽ آگسٽ ١٩٢۵ع ۾ وري " رايل ايئر فورس" جو آفيسر بنجي ويو ۽ انهي حيثيت ۾، برٽش انديا ائر فورس ۾ سال ١٩٢٧ع کان ١٩٢٩ع تائين فرائض ادا ڪندو رهيو. "لارينس" جي جنوب ايشيا ۾ ڪارگذاريءَ جو رڪارڊ موجود نہ آهي. ازانسواءِ هو هڪ فرضي نالي سان ڪم ڪري رهيو هو. سال ١٩٢٩ع ۾ بدلي ٿي واپس انگلئنڊ پهتو ۽ رايل ايئر فورس جي موٽر بوٽ ڪارخاني ۾ ڪم ڪرڻ لڳو، جتان سال ١٩٣۵ع ۾ رٽاير ڪيائين، ۽ چند هفتن بعد، هڪ موٽر سائيڪل جي حادثي ۾ فوت ٿي ويو.

" لارينس" خود پنهنجي قريبي دوستن لاءِ، هڪ پراسرار ڪردار هو: شهرت کان هن کي نفرت هئي، جيتوڻيڪ هڪ مصنف هو. شايد سندس اندر جو جاسوس کيس وڌيڪ پسند هو، جيڪو پاڇن جي پويان رهندو هو. سندس ڪتاب " د سيون پلرس آف وزڊم" ( عقل جا ست ٿنڀا) ، (١٩٢٦ع) سندس ڪجهہ غير اهم فوجي مهمن جو رزميہ داستان آهي ۽ بعد

۾ يوناني ڏاهي " هومر" جي تصنيف " اوڊيسي" (Odyssey) جو انگريزي زبان ۾ ترجمو ڪيائين ( ١٩٣٢ع). سندس اندر جو جاسوس هڪ فوجي بہ هو. تاهم سندس شخصيت اڃا تائين سوانح نگارن لاءِ هڪ دلچسپ ( قابل تحقيق) موضوع بنيل آهي. " آلڊگٽن" جي " لارينس آف عرٿبيا" ( ١٩٥٥ع) ڪانپوءِ ساڳي عنوان سان " نٽنگ" (A. Nuthing) هڪ ڪتاب لکيو (١٩٦١ع) علاوه ازين متعدد ڪتاب هن پر اسرار شخصيت جي زندگي بابت لکيا ويا آهن، ليڪن اڻپورا ۽ اڌورا آهن. في الحال، تاريخ جي مواد خاطر، سندس " عقل جا ست ٿنيا " ( Seven Pillars of Wisdom) ڪتاب، " ڀهرين مهاڀاري لڙائي" جي ادبي رڪارڊ ۾ خاص معيار جو حامل آهي. ( هتي ، - ايضا - ص.٧).

" لارينس" اڪيلو انگريز جاسوس نہ هو، جنهن ويس بدلائي عربن ۽ مسلمانن جي قريبي جاسوسي ڪئي ۽ ممڻ مچايا. سر رچرڊ فرئنسز برٽن (١٨٩٠ -- ١٨٢١ع) ، جنهن مشهور عربي داستان " الف ليلة" جو انگريزي ترجمو ڪيو، سال ١٨٥٣ع ۾ پناڻ لباس پائي ۽ " عبدالله" نالو سڏائي، حج ڪيو. ( - ايضا - ) هن صاحب سنڌ ۾ ٽي سال ( ١٨٤٧ - ١٨٤٤ع) گذاريا ۽ سنڌ تي چند اهم ڪتاب لکيا. هڪ زبان دان، ۽ جاسوس، سنڌ بابت انهيءَ ڪان گهٽي وڌيڪ ڄاڻ حاصل ڪئي، جيڪا سندس همعصر انگريز ۽ مقامي محقق گڏ ڪري رهيا هئا. سندس سفرنامي جو عنوان آهي: " ناخوش وادي" تفصيلي معلومات سان گڏ، " برٽن" سنڌي قوم، معاشره ۽ سماجي زندگي جي ڀرپور ندا ڪئي آهي. تاهم سندس ڪتاب اڃاتائين پڙهيا وڃن ٿا ۽ انهن جا نوان ڇاپا شايع ٿيندا رهن ٿا. هن سنڌ لاءِ فوجي حڪومت جي تجويز ڏني هئي.

سررچرڊ برٽن، ايشيا ۽ افريقا جا اڻ ڄاتل حصا گهمي ڏٺا، ۽ اکين ڏٺو احوال، نسلي ۽ تهذيبي تعصب جي اثر هيٺ قلمبندڪيو. ١٨٤٢ع کان سرچارلس نيپيئر جي زير دستيءَ ۾، سنڌ ۾ پنهنجا جاسوسي فرائض انجام ڏنائين. هو اردو، فارسي ۽ عربي زبانون اصل لهجي ۾ ڳالهائي سگهندو هو. سال ١٨٥١ع ۾ واپس انگلئنڊ پهتو جتان پنهنجو ڀهريون اهم ڪتاب ، "سنڌ، ائنڊ د ريسز د ٿٽ انهئبٽ ذ ويلي آف د انڊس" ۽ ٻيو قدري مختصر ڪتاب " گوا،ا ئنڊ د بليو مائونٽينس" شايع ڪرايائين. ساڳئي سال

١٨٥١ع ۾، هڪ پناڻ جي روپ ۾، عربستان جي جاسوسي ڪرڻ لاءِ روانو ٿيو. شايد ” لارينس“ جون عرب دنيا ۾ ڪامياب حرڪتون، ” برٽن“ جي مثال ۽ فراهم ڪل خفيہ معلومات، جي باعث هيون. ڪعبت الله شريف ۾ غير مسلمانن جي داخلا ممنوع آهي، ليڪن ” رچرڊ برٽن“ عبدالله پناڻ جي روپ ۾ سال ١٨٥٣ع ۾ حج ڪيو ۽ ڪعبت الله شريف ۾ ٻين حاجين سان گڏ هو. ( هتي - ايضا - ص ٧).

سررچرڊ برٽن جي جاسوسي ڪاروائين جو ٻيو مرڪز، مشرقي افريقا جو ملڪ، ” سوماليا“ هو. بعد ۾ انگريز جنرل بيٽسن جو ” ڪريميا“ ۾، ”چيف آف د اسٽاف“ مقرر ٿيو. سال ١٨٥٦ع ۾ ٻيهر ” افريقا“ ۾ داخل ٿيو ۽ اتي عظيم ڍنڍ، ”. ٽانگا نيڪا“ جو سراغ لڳايائين ۽ پوءِ ” شمالي امريڪا“ ۾ پنهنجون ڪاروايون جاري رکيائين. سال ١٨٦١ع ۾ شادي ڪيائين ۽ سفارتي خدمات جو آغاز ڪيائين. انهيءَ حيثيت ۾، ” ڪئمرون“ جي جبلن جي جانچ پڙتال ڪيائين ۽ ” ڊهومي“ جي بادشاهہ سان مذاڪرات ڪيائين، پوءِ ” برازيل ۽ شام“ ۾ نائب سفير ٿي رهيو. ١٨٧٢ع ۾ ” ٽريسٽيءَ“ ۾ ” برٽش ڪونسل“ هو. سال ١٨٧٦ع کان ١٨٧٨ع تائين، ٻہ دفعا مشرقي عربستان ۾ ” مديان“ جو دورو ڪيائين. سال ١٨٨٢ع ۾، سون اپائيندڙ افريقي ملڪ، گني ڪوسٽ (Guinea Coast) ، جو جائزو ورتائين. (چئمبرسس ، - ايضا - ج٢، ص ص ٧٠٠ - ٦٩٩)

سررچرڊ برٽن ٣٥ ٻولين ۽ لهجن کان واقف هو. جاگرافي جي تحقيق ۽ ڇاڻ سبب، برٽش ۽ فرينچ جاگرافيڪل سوسائٽيز طرفان کيس ” سونو ٻلو“ ڏنو ويو ۽ برطانيہ سرڪار کيس ١٨٨٦ع ۾ ” سر“ جو خطاب عطا ڪيو. هن ” لارينس آف عربيا“ کان وڌيڪ اهم ۽ بنيادي ڪم ڪيو. تنهن ڪري اعزازات سان وڌيڪ نوازيو ويو. سندس ليڊي، رومن ڪئٿولڪ عقائد سان بهرور هئي ۽ شادي جي سال ١٨٦١ع کان هميشه ” برٽن“ سان همراهہ هوندي هئي. برٽن جي شايع شده تصنيفت جو تعداد ١٨ آهي: (١) سنڌ ، ائنڊ د ريسز.... ( ١٨٥١ع) ، (٢) گوا، ائنڊ د بليو مائونٽينس (١٨٥١ع)، (٣) فرسٽ فُٽ اسٽيپس ان ايسٽ افريقا ( ١٨٥٦ع)، (٤) د ليڪ ريجنس آف سينٽرل افريقا ( ١٨٦٠ع) (٥) د سٽي آف د سينٽس (١٨٦١ع ) ، (٦) وانڊرنگس ان ويسٽ افريقا ( ١٨٦٣ع)، (٧) د نائيل

بئسن ( ١٨٦٤ع)، (٨) ايڪسپلوريشنس آف د هائيلئنڊس آف برازيل (١٨٦٩ع)، (٩) وڪرم ائند د وئمپائر ( ١٨٧٠ع)، (١٠) التماتلي ١٨٧٥ع ، (١١) سنڌ ريوزيٽيڊ (١٨٧٧ع)، (١٢) د گولڊ مائينس آف مديان ائنڊ د مائنڊ مدياناثيت سٽيز. (١٨٧٨ع) ، (١٣) د لئنڊ آف مديان ريوزيٽيڊ ( ١٨٧٩ع)، (١٤) پرسنل نئريٽو آف ا پلگرميج ٽُ المدينہ ائنڊ ميڪا ( ١٨٧٩ع کان ١٨٨٦ع تائين ٽي نوان ڇاپا شايع ٿي چڪا آهن). (١٥) " اوس لوسياڊاس آف ڪيموس" (Os Lusiadas of Ca-moes) جو انگريزي ترجمو ( ١٨٨٠ع)، (١٦) لائيف ائنڊ ڪمينٽري (١٨٨١ع)، (١٧) د سوورڊ ( ١٨٨٣ع) ۽ (١٨) انيو ائنڊ لٽرل ٽرانسليشن آف د عرئبين نائيٽس ( ١٠ جلد ۽ ٦ جلد اضافي ( ١٨٨٨ - ١٨٨٥ع).

علاوه ازين، " ليڊي برٽن" جا ٽي ڪتاب: (١) انر لائيف آف سيريا پئلسٽائين وغيره ( ١٨٧٥ع)، (٢) عرئبيا، ايجپٽ، انڊيا ( ١٨٧٩ع) ۽ (٣) لائيف آف برٽن (١٨٩٣ع -- ١٨٨٧ع)، هنن جوڙي جي محنت، تحقيق ۽ پنهنجي ملڪ جي مفاد خاطر جان جوکم ۾ وجهي ڌورانهن ملڪن ۾ وڃي جاسوسي ڪرڻ ۽ اهم معلومات ڪٺي ڪرڻ جا زنده مثال آهن. هي ڪتاب مغرب کان وڌيڪ مشرق ۾ پڙهيا وڃن ٿا.

## (ب) بيروني مداخلت ۽ طاقت جو استعمال:

جديد دور ۾، بين الاقوامي سياست جو هڪ عام اصول، لاطيني زبان جي هن فقري ۾ بيان ڪيو ٿو وڃي: " جيڪو مونکي روڪيندو سو سزا کان بچي نہ سگهندو." (Nemo me impune Lacessit) ڪڏهن طاقت جي استعمال کي مجبوري بيان ڪيو ٿووڃي. ڪڏهن حالات مطابق حڪمران پنهنجي طاقت هڪ طرف کان ٻئي طرف ڦيرائي استعمال ڪري ٿو، جنهن کي مستعاري، مجازي يا تشبيهي طاقت جو استعمال چئجي ٿو. تاهم طاقت جي واقعي استعمال کان وڌيڪ طاقت جي استعمال جو دڙڪو ڏنو وڃي ٿو. بهرحال طاقت اڄ بہ قومن جي تقدير جو فيصلو ڪري ٿي. اها هڪ زميني حقيقت آهي. جنهن کي نظر انداز ڪري نہ ٿو سگهجي. انهيءَ ڪري حقيقي

آزاديءَ جو دارومدار طاقت تي آهي.

طاقت ٻن قسمن جي آهي: فوجي طاقت ۽ اقتصادي طاقت ۽ ٻنهي قسمن جي طاقت جي استعمال، انسان جي جديد دور ۾ سندس دنيا کي، ٻهرٽين ٻئي ۽ ٽئين درجي ۾ تقسيم ڪري ڇڏيو آهي. مشرق جا اڪثر ملڪ . ”ٽين دنيا“ ۾ شمار ٿين ٿا. اهي طاقت جي ٽئين قسم کان واقف آهن، جيڪو انسان جي بنيادي فطرت ۾ شامل آهي، يعني تشدد ۽ دهشتگردي جي ذريعي دشمن جو مقابلو ڪيو ٿو وڃي. طاقت جو اهو قسم رياستي تشدد ۽ خانگي دهشتگردي جي صورت ۾ ٻـ نظر اچي ٿو، ۽ طاقتور ملڪ، خفيہ تنظيمن ذريعي، انهي قسم جي طاقت کي ٽين دنيا ۾، استعمال ڪن ٿا. هاڻي عالمي دهشتگردي جو مسئلو، ساري دنيا کي پريشان ڪري رهيو آهي.

ڪمزور ملڪن جي سلامتيءَ جو سهارو، اقوام متحده جي سلامتي ڪائونسل بنجي نہ سگهي آهي، ڇاڪاڻ تہ مستقل ميمبر ملڪن جي رضامندي کانسواءِ، هڪ ملڪ جي ٻئي ملڪ خلاف جارحيت جو سدباب ٿي نہ ٿو سگهي ۽ اهي مستقل ارڪان خود طاقتور ملڪ آهن، جن جون پنهنجون عالمي مصلحتون ۽ ارادا آهن، ڪين ويٽوپاور آهي ڀلي تہ جنرل اسيمبلي ۾ ڪارٽ وڏي اڪثريت سان بحال ٿئي. سلامتي ڪائونسل جو هڪ مستقل ميمبر ملڪ، ” ويٽو“ ( ٽڏي ڇڏڻ جو حق) استعمال ڪري انهيءَ کي ٽڏي سگهي ٿو ۽ ڪمزور ملڪن جي مفادات ۽ حفاظت جي معاملن ۾ اڪثر ايئن ٿيندو رهيو آهي.

ايئن ڇو ٿو ٿئي؟ انهيءَ جو منڍ ، مغرب جي تاريخ ۾، ٻن عالمي جنگن جي درمياني عرصي جي سياست ۾ ملي ٿو: برطانيہ ۽ فرانس انهن جارح آمرن خلاف قدم کڻڻ کان نٽايو ٿي، جيڪي ڪمزور ملڪن خلاف کلي جارحيت ڪري رهيا هئا. اتان اها روش شروع ٿي تہ جارح ڀلي پنهنجي ڪاروائي ڪري ڇڏي، پوءِ انهيءَ جو تدارڪ ڪبو ۽ پوءِ بہ تدارڪ جي ڪاميابي جو دارومدار جارح جي طاقت ۽ طاقتور تعلقات تي هوندو آهي. اسرائيل جي عربن خلاف جارحيت کي سلامتي ڪائونسل روڪي نہ ٿي سگهي. اهڙي هر تجويز خلاف ” ويٽو“ استعمال ڪيو ويندو. هندستان - ڪشمير متعلق سلامتي ڪائونسل جي متعدد ٺهرائڻ تي عمل نہ ڪري تہ سندس خلاف ”عالمي برادري“ ڪوبہ قدم نہ کڻندي. ليڪن تقسيم ڪيل ” ڪوريا“ ۾

”ڏکڻ ڪوريا“ جي دفاع خاطر، اقوام متحده، سلامتي ڪائونسل جي اجازت سان فوجي قدم کنيو ( ١٩٥٣ - ١٩٥٠ع) ۽ ساڳي طرح گلف وار (١٩٩١ع) اقوام متحده جي جهنڊي هيٺ لڙي وئي، جتي عراق جي خلاف ” ڪويت“ جو دفاع لازمي سمجهيو ويو. ۽ امريڪي فوج ٻنهي موقعن تي، اقوام متحده جي فوج جي اصل طاقت هئي. اهڙي طريقي سان ” يونائيٽيڊ اسٽيٽس آف امريڪا“ ”لبنان“ ۾ امن امان قائم ڪرڻ لاءِ ڪاروائي ڪرائي. اهو سال ١٩٥٨ع هو. سال ١٩٦٠ع کانپوءِ، ” انڊو - چائنا“ ۾ ”ڪميونسٽ غلبي“ کي روڪڻ لاءِ ۽ سال ١٩٦٥ع ۾، ” ڊومينيڪن ريپبلڪ“ ۾ امريڪا مخالف حڪومت جي قيام کي روڪڻ لاءِ فوجي مداخلت ٿي.

يورپ ۾ يونائيٽيڊ اسٽيٽس آف امريڪا جي مستقل حليف برطانيہ، سال ١٩٥٦ع ۾، اسرائيل ۽ فرانس سان ملي، ” سئيز ڪئنال“ تي قبضي ڪرڻ لاءِ ، مصر تي حملو ڪيو ۽ صدر جمال عبدالناصر جي حڪومت جو تختو اونڌو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي. سال ١٩٥٨ع ۾ اردن جي شاهہ حسين جي حمايت ۾ فوجي مداخلت ۽ طاقت جي نمائش ڪئي وئي، ۽ سال ١٩٦١ع ۾، عراق جي حملي جي خوف کان، هوائي جهازن رستي، برطانوي فوج ” ڪويت“ ۾ لاٿي وئي. افريقا ۾، ٦٦ - ١٩٦٥ع دوران، مختصر مدت لاءِ ، برطانوي فوجون تنزانيہ، يوگنڊا ۽ ڪينيا ۾ استحڪامت آڻڻ لاءِ، داخل ٿيون. فرانس، جيڪو ” سئيز وار“ ۾ برطانيہ سان شريڪ هو، افريقا ۾ بہ فوجي مداخلت ڪندو رهيو: سال ١٩٦٨ع ۽١٩٧٢ع جي درمياني عرصي ۾، فرينچ فوجون، ” چاڊ“ (Chad) ۾ صدر ” ٽام بالبي“ (Tombolbaye) جي حڪومت کي برقرار رکڻ لاءِ موجود هيون.

” سويت يونين“ جي فوجي مداخلت، امريڪن بلاڪ جي غلبي سبب، ” ٽين دنيا“ ۾ ايتري قدر نہ ٿي سگهي، جيتري يورپ ۾ ٿي. تاهم ١٩٦٢ع کان ١٩٦٧ع جي عرصي دوران مصر ۾ سويت فوجون وڏي تعداد ۾ روانيون ڪيون ويون. ( نارٿ ايج، - ايضا - ص ١٤٨) سويت يونين سال ١٩٥٦ع ۾ ” هنگري“ ۾ کلم کلا فوجي مداخلت ڪئي، ۽ ١٩٦٨ع ۾ ” چيڪوسلوواڪيا“ ۾ فوجي ڪاروائي ڪئي. تاهم ” نيٽو“ ممالڪ ۽ امريڪا سان وڏي جنگ ڇڙڻ جي خطري سبب، جارحيت جا ارادا تڪميل کي پهچي نہ سگهيا.

مشرق ۾ مغربي طاقتن جي فوجي مداخلت ڪافي مهانگي هئي: سڀني
ڪان مهانگي مداخلت " ويٽنام وار" (ڊسمبر ١٩٦١ع ڪان اپريل ١٩٧٥ع)
۾ امريڪا کي برداشت ڪرڻي پئي. جنگ جو خرچ لکين ڊالر روزانو هو،
اصل خرچ جو اندازو شايد ڪڏهن به نه ٿي سگهي. " ڪوريا وار" (١٩٥٣
- ١٩٥٠ع) ۾ خرچ جو ٽوٽل تخمينو ٨٣ هزار ملين يعني ٨٣ ارب ڊالر
هو. ( - ايضا - ) بين مختصر فوجي مداخلتن تي به هزارين ڊالر روزانو خرچ
ٿين ٿا. "لبنان" ۾ امريڪي مداخلت تي لکين ڊالر خرچ ٿيا. اهو خرچ اڃا به
ٻيڻو ٽيڻو ٿي وڃي ٿو، جڏهن من پسند حڪومت کي مستحڪم ڪرڻ لاءِ
مالي امداد فراهم ڪرڻ ضروري ٿي ٿئي. " ڊومينيڪن ريپلڪ" ( ويسٽ
انڊيز) ۾ صدر " هيڪٽر گار زيا گوڊواءِ" (Hector Garzia _ Go-
doy) جي ٿاڦيل حڪومت کي مستحڪم ڪرڻ لاءِ هڪ سو ملين ڊالر جي
هنگامي امداد فراهم ڪئي وئي.

جيڪو خرچ ڪندو، تنهن نفعو نه لهڻو، ليڪن آزاد ملڪن ۾ فوجي
مداخلت جي حالت ۾، نفعي بجاءِ نقصان ئي ٿيندو رهيو آهي ۽ هميشه ڪان
ائين ٿيندو رهيو آهي، ليڪن جديد دور جو متڪبر انسان تاريخ جو قائل نه
آهي. دولت سان گڏ نيڪنامي ۽ سياسي فائدو به داءَ تي لڳائي ٿو. محض اهو
ڄاڻائڻ لاءِ ته " جيڪو مونکي روڪيندو سو سزا ڪان بچي نه سگهندو".
(Nemo me, Impune Lacessit)

" نيموس" (Nemos) جرمن لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي جهنگ
وچان رستو (Glade) ۽ " ليسيسٽ" ، لاٽن ٻولي جي لفظ " لئسرير"
(Lacerare) ۽ آتم (Atum) جو مرڪب آهي، جنهن جي معنيٰ آهي
چيري ڦاڙي ٽڪرا ٽڪرا ڪرڻ. ( چئمبرسس ڊڪشنري، ١٩٩٢ع
ايڊيشن). هي رومن تهذيب ۽ شهنشاهيت جو ورثو، جديد مغربي تهذيب ۾
موجود آهي، ۽ مشرقي ملڪ، معاشره ۽ سياسي نظام، مغرب ۾ هڪ
"جهنگ" جي نظر سان ڏٺا وڃن ٿا. انهي جهنگ وچان رستو ناهڻ لاءِ طاقت ۽
اره زورائي، يا جارحيت جو استعمال، جهنگ وارن جي دلين ۾ هنن مهذب قومن
خلاف نفرت ۽ انتقام جا جذبات جاڳائي ٿو. جيڪڏهن سڌو مقابلو ڪري نه ٿا
سگهن ته خود پنهنجي نامنهاد جهنگ کي باهه لڳائي انهيءَ جا الا جارح تائين
پهچائڻ جي ڪوشش ڪن ٿا، بلڪ هاٿي نه خود انهيءَ جي باغ ۾ مهذب

معاشرن ۾ دهشت ڦهلائن ٿا.

مغربي قومون ۽ سندن مهذب معاشرا، انساني قدرن ۽ اخلاقي اصولن کان خالي نہ آهن. اونداهي دور مان سندن نئي روشني ۽ سجاڳي جي دور ۾ داخلا جو بنياد سندن شاعرن ۽ اديبن جو استوار ڪيل آهي. مغرب جي، مشرق ۾، هر جارحانہ ڪاروائي جو، خود مغربي سياسي حلقن ۾ مخالف رد عمل ظاهر ٿيو آهي: مثال طور " الجزائر" ۾ فرانسيسي ظلم و ستم تي اڄا تائين تنقيد ٿي رهي آهي ۽ معافي جو مطالبو ڪيو ٿو وڃي. اهڙي طرح ويٽنام ۾ امريڪي انسانيت سوز ڪاروائين خلاف خود امريڪا ۽ باقي دنيا ۾ ، يورپ سميت، عام ندا ڪئي وڃي ٿي. " سوويت يونين" افغانستان ۾ مداخلت سبب جارحيت جي منطقي انجام تي پهچي وئي.

انسانن جي دنيا هڪ آهي، مظلوم سان همدردي جو مظاهرو اڄ بہ ٿي رهيو آهي. ڪٿي بہ ڪنهن ڪنڊ ڪڙڇ ۾، ڪن انسانن کي ڪو اهنج رسي ٿو تہ هڪدم اها خبر سڄي دنيا ۾ پکڙجي وڃي ٿي. جارح جي مذمت ۽ مظلوم سان همدردي جو اظهار ڪيو وڃي ٿو. ليڪن جارح جو هٿ ڪوبہ روڪي نہ ٿو سگهي. جڏهن ائين ٿي سگهندو، تڏهن مغرب خواهہ مشرق امن جو گهوارو بنجي ويندا ۽ هي دنيا واقعي قابل رهائش ٿيندي، جنهن ۾ انسان پنهنجي ارتقائي منزلن طرف اطمينان ۽ عزت سان وڌندو رهندو.

# فهرست مضامين

| نمبر | عنوان | صفحو |
|---|---|---|
| | **جلد پيو**<br>**باب ستون** | |

جلد پهريون

# باب ستون

## ذهني ارتقا ـ فلسفو ، سائنس ۽ مابعد طبعيات:

### فلسفي ۽ سائنس جي تاريخ:

" فلسفي" جو علم يونانين جي ايجاد سمجهي وڃي ٿي، ڇاڪاڻ ته اهو لفظ يوناني زبان جي مادي " فلو" معنيٰ شوق ۽ " سوفيه" معنيٰ سياڻپ مان نهيو آهي. تاهم چند عالم انهيءَ راءِ جا آهن ته " افلاطون" جي فڪر ۾ مشرق جو اثر سمايل هو. بهرحال " اسڪندريه" ( مصر) اهو مرڪز هو، جتي يهودي ( عبراني) ۽ يوناني فڪرن جو ميلاپ ٿيو. پوءِ اهو يوناني ذهن هو، جنهن " ديومالا" کي " سائنس" يا " فلسفي" جو درجو ڏنو. تاهم چيني ۽ هندستاني فلسفن جي اوسر الڳ ٿلڳ ٿي آهي ۽ اسلامي فلسفو انهن سيني فلسفن جو نچوڙ آهي.

يوناني فلسفي ۾، سقراط ( غالبا ٣٩٩ ـ ٤٧٠ ق ـ م) کان اڳ، دنيا جي ابتدا، موجوده حالت ۽ عامل قوتن بابت، مناسب خيال آرائي ڪئي وئي هئي. انهيءَ ۾ طبعي دنيا تي توجه مرڪوز ڪرڻ بجاءِ " انسان" جي وجود متعلق مجموعي بحث ڪيل هو. " سقراط" ۽ " سوفسٽن" ( اوائلي يوناني مفڪرن) انهيءَ ۾ سائنس جي تحقيق جو نئون روح ڦوڪيو ۽ ان کي همٿايو. اهو يوناني فلسفي جو پهريون دور هو.

ٻئين دور ۾، اوائلي ٽين صدي قبل مسيح کان پهرين صدي عيسوي تائين جاري رهندڙ خود مختيار شهري رياستن جي خاتمي سبب، انسانن جون سماجي حالتون تبديل ٿي ويون. هڪ طرف فڪر جو جذبو گهٽجڻ لڳو ته ٻئي طرف فلسفي جا مختلف سرشتا شروع ٿيا، جن جو مقصد دنيا جي اهڙي تصوير پيش ڪرڻ هو، جنهن مان " انسان" کي ذهني آسودگي حاصل ٿئي. انهيءَ دور ۾ "سائنس" ، " فلسفي" کان، علحدگي اختيار ڪئي. اهو دور ارسطو ( ٣٢٢ ـ ٣٤٨ ق ـ م) کان شروع ٿي پهرين صدي عيسوي ۾ اچي ختم ٿيو ۽ پوءِ رومن تهذيب ۽ فڪر جو دور شروع ٿيو.

٨ صدي عيسوي کان ١٢ صدي عيسوي تائين، مشرقي فڪر ذريعي، مغرب جي جديد يوناني فلسفي ۽ جديد سائنس جا بنياد رکيا ويا. يمن جو ڪيميادان ابو موسيٰ جابر بن حيان ( ٨١٧ ــ ٧١٢ع) اڄ بہ مغرب ۾ جبر يا، گبر (Gaber) ، جي نالي سان هڪ مشهور ۽ مجيل عالم شمار ٿئي ٿو. هو يوناني، عبراني ۽ عربي زبانن جو ماهر هو ۽ سندس طفيل يوناني ادب براهہ راست عربي زبان ۾ ترجمو ٿيو. سندس اهم ترين ڪارنامو تجرباتي تحقيق جو اصول آهي. سندس قول مطابق، فقط انهيءَ علم کي صحيح سمجهڻ گهرجي جيڪو عملي تجربي ذريعي حاصل ٿيو هجي. سندس اهو نظريہ ١٨ صدي عيسوي تائين مغرب ۾ مقبول رهيو. اهڙي طرح جرجيس بن جبريل (متوفيٰ ٧٧١ع) ۽ عبدالمالڪ اصمعي ( ٨٣١ ــ ٧٤٠ ع) ١٩ صدي عيسوي تائين يورپ ۾ پڙهيا ويندا رهيا. پوئين عالم جي تصنيفات جيڪا اصل عربي زبان ۾ هئي، ويانا ( آسٽريا) ۾ انهي صدي اندر ترجمو ٿي ۽ شايع ڪئي وئي.

يورپ ۾ جديد فلاسافي جي ابتدا ١٧ صدي عيسوي کان ٿي. انهي کان اڳ اصلاح پسندي (Reformation) ۽ سائنسي تحريڪ جو دور هو. جيڪو ڪوپرنيڪس ( ١٥٤٣ ـ ١٤٧٣ع) کان شروع ٿيو هو، ڪيپلر ( ١٦٣٠ ــ ١٥٧١ع) ان کي جاري رکيو ۽ گئليلو ( ١٦٤٢ ـ ١٥٦٤ع) ان کي زور ونايو. اصلاح جي حامين جو زور، استدلال ۽ علم بجاءِ، ايمان ۽ وجدان تي هو. ليڪن ١٨ صدي عيسوي ۾ مغرب جي ذهني زندگيءَ ۾ هڪ اهڙو نمايان انقلاب آيو جو روايتي مسيحي ۽ عبراني عقيدا، هڪ عجيب انداز ۾، ماڻهن جي ذهن تان کڄندا ويا؛ سرائزڪ نيوٽن ( ١٧٢٧ ـ ١٦٤٢ع)، انگريز ماهر طبعيات ۽ رياضي دان ، بذات خود هڪ متقي مسيحي هو. سندس همعصر گاهي ماهي پاڻ کي " اٿيسٽ" يا "مٽيريلسٽ" سڏائڻ لڳا. مجموعي طور ١٨ صدي عيسوي جو علمي ادبي ماحول مغرب ۾ مذهب لاءِ سازگار نہ هو. " سائنس"، جنهن قدرت جي عجائبات کي واضح ڪرڻ لاءِ اڳئي ڪافي پيشقدمي ڪئي هئي، تنهن کي انساني معاملات جي اصلاح ۽ ترقي جو واحد ذريعو سمجهيو ويو ۽ مذهبي عقيدن ۽ مابعد طبعيات جي نظرين کي رد ڪيو ويو.

انهيءَ مغربي پس منظر ۾، ” ڪانٽ“ (Immanuel Kant) ۽ سندس پوئلڳن جو دور شروع ٿيو. امنيوئل ڪانٽ( ١٨٠۴ ـ ١٧٢۴ع) جرمني ۾ ڪرسچن وولف (١٧۵۴ ـــ ١٦٧٩ع) جو فلسفو پرايو ۽ ان ۾ ”نيوٽن“ جي فڪر ۽ تحقيق جو اضافو ڪيائين. ازانسواءِ ” ڪانٽ“ جي فڪر تي، جين جيڪس روسو ( ١٧٧٨ ـ ١٧١٢ع) جو اثر پيو، جنهن جي تصنيفات ١٨ صدي عيسوي جي سياسيات ۽ سماجيات جي مضمونن تي گهرو اثر ڪيو هو. ” روسو“ فرينچ سُئس گڏيل قوميت رکندڙ، اخلاقيات جو علمبردار عالم فاضل شخص تي گذريو آهي. سندس قول مطابق: انسان جي فطرت تي، ذهني صلاحيت کان وڌيڪ ، اخلاق جو اثر ٿئي ٿو. پنهنجي ڪتاب ” خالص استدلال تي تنقيد“ (Critique of Pure Reason) جي مهاڳ ۾ لکي ٿو تہ ” هن ( ڪتاب) جو مقصد هيءُ آهي تہ، ايمان لاءِ جاءِ پيدا ڪرڻ واسطي علم کي نيڪالي ڏني وڃي.“ (برٽانيڪا ج ١٧، ص ٨٨٠)” ڪانٽ“ سائنس جو معترف هو ۽ ان جي انساني فائدن جو حامي هو، پر انهيءَ نظريہ جي بلڪل خلاف هو تہ سائنس انسان جي اخلاقي فطرت جو احاطو ڪري سگهي ٿي. جي ڊبليو ايف هيگل ( ١٨٣١ ـــ ١٧٧٠ع)، ان کان بہ اڳتي وڌي، ” سائنس“ جي همہ جهتي صلاحيت کي رد ڪيو ۽ قدرت جي انهي مڪينيڪل تشريح جو مخالف هو، جيڪا ڪانٽ ۽ طبعيات جي ماهرن ڪئي ٿي.

## ماورائيت:

علامہ اقبال رح (١٩٣٨ ---- ١٨٧٧ع). ڪانٽ، وليم جيمز، ۽ نٽشي، جي نظريات ۾، نظريہ ” ٽرانسدينٽلزم“ يعني ماورائيت جو مختصر جائزو وٺڻ گهرجي. امئنيول ڪانٽ ( ١٨٠۴ ـ ١٧٢۴ع) جرمن فلاسفر، جديد دور جي اهم مفڪرين ۾ شمار ٿئي ٿو. هن تنقيدي ٽرانسڊنيٽلزم يا رسمي آدرشيت جو بنياد وڌو: ڪانٽ جي نظريہ مطابق، ” خلا“ ۽ ”وقت“ ابتدائي الهامي ڪيفيتون آهن. يعني اهي انساني ذهن جي انهيءَ اولين صلاحيت سان تعلق رکن ٿا، جنهن جي ذريعي، ذهن ڏسڻ سان شين جي حقيقت سمجهي وڃي ٿو ۽ ان بابت دليل بازي ۽ ڇنڊڇاڻ جي ضرورت محسوس نہ ٿو ڪري. اهڙي طرح معلوم ڪيل حقيقت کي ٽياڪڙ جي

ضرورت نہ آهي. الهامي طور تي حقيقت جي ڄاڻ جي نظريہ کي انٽيوشنلزم (Intuitionalism) چئجي ٿو. حواسن ذريعي حاصل ٿيندڙ معلومات شين جي ظاهري روپ ظاهر ڪري ٿي، جڏهن تہ اصل روپ ڪجهہ ٻيو ٿي سگهي ٿــو. ڪانٽ ۽ سندس مــوضــوعي نظريہ " ٽرانســدينٽلزم " (Transcendentalism) ( ماورائيت جي نظريہ) جي حمايتي مفڪرن جو يقين ڪامل هو تہ علم جو حــصــول هڪ داخلي ۽ ذهني عــمل آهي، خارجي شواهد مان ان جي محض تصديق ٿئي ٿي.

## مرڪزيت:

وليم جونز ( ١٩١٠ ـــ ١٨٤٢ع) جي راءِ مطابق " ڪائنات هڪ مرڪزي حقيقت، هڪ لامحدود قوت ۽ زندگي جي طاقت آهي، جنهن مان هر شيءِ پيدا ٿئي ٿي. " موجودات جي انهي باطني روح کي هو " خدا" سڏي ٿو، ۽ چوي ٿو تہ " جيڪڏهن انسان انهي ڪل حقيقت کي پهچي تہ کيس معلوم ٿيندو تہ اهوئي اول ۽ اهوئي آخر آهي. هر شيءِ انهيءَ مان پيدا ٿئي ٿي ۽ انهي کان ٻاهر ڪنهن بہ شيءِ جو ڪو وجود نہ آهي. اسين انفرادي روح آهيون ۽ هو (خدا) لامحدود روح ڪلي آهي. " انسان" ۽ " خدا" ۾ جوهر روح جو فرق نہ آهي، مگر درجي ۽ گهٽتائي جو فرق آهي." علامہ اقبال رح ۽ وليم جونز جا نظريات، ڪجهہ فروعي اختلافات جي قطع نظر، يڪسان آهن: ٻئي هڪ اهڙي ڪائناتي نظريي جي حمايت ڪن ٿا جنهن ۾ چر پر ۽ واڌ ٿيندي رهي ٿي ۽ ان ۾ انسان آزاديءَ سان ارتقاء ڪندو رهي ٿو ۽ منجهس انسانيت جا گڻ ۽ صلاحيتون موجود رهن ٿيون. ٻنهي جو زور انسان جي ارادي تي آهي ذهني زندگي بي مقصد نہ آهي. زندگي ۽ ڪائنات مسلسل ارتقاء ڪنديون رهن ٿيون، تاهم حقيقتن جي علم حاصل ڪرڻ لاءِ تجربو لازمي آهي. (اقبال ڪا تصور بقائ دوام، ص ص ١٦٣--- ١٦٠)

ڊارون جي " نظريہ ارتقاء" جي اثر هيٺ، اڻويهين صدي عيسوي جي پوئين اڌ ۾، روحاني ۽ ذهني ڪيفيتن ۽ عملن جي تشريح بہ مادي ۽ سائنسي نقطہ نظر سان ڪئي ٿي وئي ۽ انهن کي " دماغ" جي ڪاروائي سمجهيو ويوٿي، جنهن جو مطلب هو تہ انسان جي موت سان گڏ، روح ۽ ذهن بہ ختم ٿي وڃن ٿــا. وليم جونز، ســائنس جي زبان ۾ مــادي نظريہ جو رد پيش ڪندي لکي ٿو تہ " روح يا شعور کي، انسان جي دماغ جي پيداوار سمجهڻ

ائين آهي، جيئن چنڊجي تہ پاڻ چانهہ جي ڪٽلي جي پيداوار آهي، يا روشني برقي رو مان پيدا ٿئي ٿي يا بجلي جي طاقت آبشار جو ڪارنامو آهي. جنهن طرح روشني جو ترورو، جڏهن هڪ منشور (پرزم) مان گذري ٿو تہ اهو قوس و قزح جي ستن رنگن ۾ ورهائجي وڃي ٿو، ليڪن اهي ست رنگ پرزم ( منشور) جي پيداوار نہ سمجهڻ گهرجن، بلڪ اهي پرزم جي، يعني منشور جي، ترسيل (Transmission) يا رخصت ڏيڻ (Permission) جي عمل جو نتيجو آهي، جنهن سفيد روشني ۾ شامل ستن رنگن کي نروار ڪيو. اهڙي طرح شعور (Consciousness) کي بہ دماغ جو ترسيلي يا ترخيصي عمل سمجهڻ گهرجي، جنهن ۾ وقتي طور تي شعور دماغ کان ڪم وني ٿو، تنهن ڪري دماغ جي ضايع ٿيڻ سان اصل شعور فنا نہ ٿو ٿئي. علامہ اقبال رح جو تصور بقائي دوام اجا انهي کان اڳتي وڃي ٿو: دماغ جي ضايع ٿيڻ بعد بہ انسان جي احساس ۽ سمجهہ جو حقيقي ثمر مسلسل قائم رهي ٿو. ( تشڪيل جديد، ص ١٧٠)

## تڪرار ابدي:

فريدرڪ نٽشي ( ١٩٠٠ _ ١٨٤٤ع) جي فڪر تي " شوپنهار" ۽ "ڊارون" جي نظريات جو نمايان اثر ٿيو. " شوپنهار" جي نظريہ مطابق ڪائنات جو بنيادي اصول " ارادو" آهي ۽ " ڊارون" جي نظريہ مطابق "ارتقائي عمل" ناگزير آهي. تاهم نٽشي انهن نظرين جي وضاحت ڪندي، پنهنجو هڪ الڳ مڪتب فڪر قائم ڪيو، جنهن ۾ قوي جبلت هڪ اهم ترين عنصر آهي. علم جي حصول جي جبلت بہ انهيءَ بنيادي جبلت جي ماتحت آهي، جيڪا زندگي کي اڳتي وڌائڻ لاءِ ديومالا، مذهب ۽ اخلاقيات جو فريب ڪڙو ڪري ٿي. نٽشي ٽي دفعا خود ڪشي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، جنهن بعد هن اهو نظريو قائم ڪيو تہ فن هڪ خوبصورت دوکو آهي، جيڪو زندگي پاڻ کي قائم رکڻ لاءِ پيدا ڪري ٿي. اهڙي طرح هاڻي علم جي جبلت، سائنس جو دلچسپ فريب انهي لاءِ وضع ڪيو آهي تہ جيئن زندگيءَ جو " ارتقاء" جاري رهي سگهي. نٽشي جي تصور مطابق، "انسان" ماضيءَ سان تعلق نہ ٿو رکي، بلڪ انهيءَ کي اڃا پيدا ٿيڻو آهي. " ارتقاء" جي مسلسل عمل جو مقصد بہ انهيءَ فوق البشر جي تخليق جا اسباب پيدا ڪرڻ آهي. جڏهن اهو " سپرمئن" پيداٿيندو تڏهن " خدا " جي تصور

جي ضرورت باقي نہ رهندي ۽ دواميت هڪ باقاعده ڪائناتي اصول بڻجي "انسان" کي لافاني بنائي ڇڏيندي. انهيءَ تڪرار ابدي (Eternalism) بابت نتشي لکي ٿو تہ، " هر شيءِ هلي وڃي ٿي، هر شيءِ موٽي اچي ٿي، ۽ وجود جو ڦيٿو سدائين ڦرندو رهي ٿو. هر شيءِ مري وڃي ٿي. هر شيءِ ٻيهر ظاهر ٿئي ٿي. وجود جو سال ابدي طور تي جاري رهي ٿو: سڀ شيون ابدي طور تي واپس اينديون رهن ٿيون ۽ اسين پاڻ بيشمار دفعاپيدا ٿي چڪا آهيون ۽ اسان سان گڏ ٻيون سڀ شيون بہ واپس اچي چڪيون آهن."
............ توهان جي شعور جي آخري گهڙي ۽ توهان جي نئين زندگي جي صبح جي پهرين شعاع جي وچ ۾ وقت ڪونہ لڳندو. اهو وقفو يا مفاصلو بجلي جي ليڪ وانگر گذري ويندو. جيتوڻيڪ زنده انسانن لاءِ اهو وقفو هزارن سالن جو هوندو، بلڪ اهي انهيءَ کي شمار بہ ڪري نہ سگهندا. جيڪڏهن اسان عقل جي پچر ڇڏي ڏيون تہ " لازوا ليت" (دواميت) ۽ " پيدائش نو" ( ٻيهر پيدا ٿيڻ) تي اسانکي عجب نہ لڳندو. (ڊاڪٽر نعيم احمد، اقبال کا تصور بقائ دوام، ص ١٦٨، بحوالہ جئڪ ڪرون، ڊيٿ ائنڊ ويسٽرن ٿاٽ، ص ٢٠٢)

علامہ اقبال رح جو چوڻ آهي تہ " نتشي" کي سندس تخيل جي اندروني طاقت متاثر ڪيو آهي. هُن ۽ انهيءَ خيال ڪيترن مفڪرن کي هڪ ئي وقت متاثر ڪيو: انگريز فلاسفر هر برٽ اسپينسر ( ١٩٠٣ ـ ١٨٢٠ع) جي فڪر ۾ بہ انهيءَ خيال جو عڪس نظر اچي ٿو. هر برٽ اسپينسر فرد جي سماج تي، ۽ سائنس جي مذهب تي، برتري ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. نتشي پهريون مغربي مفڪر آهي جنهن باقاعده طور تي فوق البشر (Super man) جي لافاني وجود جو ڪائناتي نظريو پيش ڪيو.

نتشي دعويٰ ڪئي تہ تڪرارابدي (Eternalism) جو نظريو مٿس وحي ذريعي نازل ٿيو. سندس قول مطابق تڪرار ابدي يعني مسلسل واپسي جو نظريو، هن جي ذهن تي آگسٽ ١٨٨١ع ۾ هڪ ڏينهن وحي جي صورت ۾ القا ( ظاهر) ٿيو هو. "جڏهن آءٌ " سلواپلانا" ڍنڍ جي ڀيلي ۾ سير ڪندي هڪ تمام وڏي جبل جي هيٺان رڪجي ويو هوس." ( جئڪ ڪرون، ايضا --- ص ٢٠١) دراصل نتشي پنهنجي تڪرار ابدي يا انسان جي مسلسل واپسي جي نظريہ کي سائنسي طريقي سان ثابت ڪرڻ جي

ڪوشش ڪئي. انهيءَ مقصد سان هن فلڪيات، طبعيات، رياضيات ۽ حياتيات جو باقاعده مطالعو ڪيو، ليڪن انهن سائنسي علمن مان سندس نظريه جي تصديق نه ٿي سگهي، تنهن ڪري هن " فلسفي " جو سهارو ورتو. التروئزم (Altruism) معنيٰ ٻين جي ڀلائي جو جذبو، ايثار ۽ قرباني جو گڻ، ايگوازم (Egoism) معنيٰ خود غرضيءَ جو فلسفو، انائيت ۽ خودبيني جو ضد آهي. ايثار ۽ ٻين جو خيال ڪرڻ زندگيءَ جو هڪ اصول آهي ۽ انهيءَ ۾ سيني جي ڀلائي آهي: امريڪا جي مقتول سابق صدر، جان - ايف ڪينيڊي ( John F. Kennedy ) جا هي الفاظ تاريخ ۾ نوٽ ڪرڻ جوڳا آهن ته " جيڪڏهن هڪ آزاد سماج انهن گهڻن ( انسانن) جي مدد ڪري نه ٿو سگهي جيڪي غريب آهن ته انهن ٿورن ( انسانن) کي به بچائي نه سگهندو جيڪي امير آهن."

## قنوطيت:

ٻئي طرف ڪي تارڪ لذت ڪلبي (Cynicism) فلسفي ۾ ورتل خشڪ مزاج انسان اهڙا به آهن، جيڪي ٻين جي ڀلائي واري جذبي ۽ فلسفي تي تنقيد ڪن ٿا: مثال طور ساره جينيٽ ڊنڪن جو هي سوال ته " ايئين ڇو آهي جو جيڪي ( انسان) ذاتي فائيديمندي جي صلاحيت نه ٿا رکن انهن جي حفاظت لاءِ ٻيا ايتري ڳڻتي رکن ٿا؟ " (ڊان، حوالا ٥ جنوري ١٩٩٦ع) آرٿر پينڊنيز هڪ ٻئي طرف اشارو ڪندي لکي ٿو ته " ڪنهن واعظ ڪان وڌيڪ، پيٽ ڀري سٺي ماني کائڻ سان ، انسان پوري دنيا لاءِ سخي مرد بنجي وڃي ٿو. (ايضا ٨ جنوري ١٩٩٦ع) " آدين" اجا به وڌيڪ خشڪ لهجي ۾ چوي ٿو ته "اسين سڀ هن ڌرتيءَ تي ٻين جي مدد ڪرڻ لاءِ آهيون ته پوءِ آخر ٻيا هتي ڪهڙي ڪم لاءِ آهن، سا مونکي خبر نه آهي." (ايضا --- ٥ جنوري ١٩٩٦ع)

## جذبه ايثار:

جذبه ايثار (Altruism) جي بهترين وضاحت اين رئنڊ (Ayn Rand) جي هنن لفظن ۾ ملي ٿي: التروئزم ظاهر ڪري ٿي ته ٻين جي ڀلائي خاطر کنيل هر قدم نيڪ آهي ۽ خود پنهنجي فائدي خاطر کنيل قدم بد آهي. اهڙي طرح هر قدم جو واحد اخلاقي قدر هي آهي ته انهيءَ قدم کڻڻ سان ڪنهن جو فائدو ٿيو، ۽ جيستائين فائدو حاصل ڪندڙ پاڻ ڪانسواءِ

بيو ڪو آهي ، تيستائين هر قدم جائز آهي." ( ايضا --- حوالہ، پهرين نومبر ١٩٩٥ع)

**انائيت:**

انائيت (Egoism) پڻ هڪ فلسفہ حيات ۽ هڪ نظريو آهي جنهن مطابق هر انسان فقط اهو ڪم ڪرڻ پسند ڪري ٿو جنهن ۾ هن جو ذاتي فائدو آهي. متبادل نظريو هي آهي تہ انسان کي فقط اهو ڪم ڪرڻ گهرجي جنهن مان هن کي ڪو فائدو ٿيندو هجي. انتهائي نظريو ڄاڻائي ٿو تہ انسان پنهنجي فائدي کانسواءِ بيو ڪو ڪم ڪري ئي نہ ٿو سگهي. اهڙا تمام نظريا، نظريہ ايثار جي خاص طور تي نفي ڪن ٿا.

" انائيت" جي نظريہ کي ڪڏهن ڪڏهن خودي جي فلسفي تحت آندو وڃي ٿو ۽ ڪڏهن ان جو مفهوم هڪ موضوعاتي مايا ( آدرشيت) جي ما بعد طبعيات سرشتي جي صورت ۾ معلوم ڪيو وڃي ٿو، جنهن مطابق "انا"، يا خودي، زندگيءَ جي واحد حقيقت آهي. انهيءَ کي خود پسندي ۽ خود ثنائي جي معنيٰ ۾ پڻ ورتو وڃي ٿو.

ڪلبي فلسفو (Cynicism) جنهن جو مٿي ذڪر ڪيو ويو آهي، سو پڻ انسان جي فلسفي جو هڪ عجيب انگ آهي: قديم روم جا شڪي قلب رکندڙ فلاسفر راحت ۽ آرام جا دشمن هئا. سندن فلسفي مغرب ( يورپ) کي متاثر ڪيو. ويهين صدي عيسوي جو برطانوي فلاسافر، برٽرنڊرسيل لکي ٿو: "سنڪسزم (Cynicism)جيڪا مغرب جي نوجوان مردن ۽ عورتن ۾ نظر اچي ٿي، سا راحت ۽ بي وسيءَ جي امتزاج جو نتيجو آهي." (ايضا --- ١٢ ڊسمبر ١٩٩٥ع) بيو مشهور مغربي فلاسافر ڪينيٿ ڪلارڪ لکيتو تہ: " اسان پاڻ کي، سنڪسزم ( شڪ ۽ نفرت) ۽ نراسائي ذريعي، اهڙي مؤثر انداز ۾ تباھ ڪري سگهون ٿا، جهڙي بمن ذريعي ٿي سگهي ٿي. ( ايضا) نتشي، جرمن فلاسفر شڪايت ڪري ٿو تہ " اسان ( انسان) نہ فقط انهيءَ شخص سان بيحد بيجاروش اختيار ڪريون ٿا جيڪو اسان جو ڪوڙوھ ڪري ٿو، بلڪ انهيءَ کي بہ نہ ٿا بخشيون جنهن جو اسان سان ڪوبہ واسطو نہ آهي." (ايضا --- ٢٧ مارچ ١٩٩٦ع) وڌيڪ هڪ مغربي فلاسفر بالتسرگريشين (Baltasar Gracian) هڪ مثبت راءِ پيش ڪندي لکيو آهي تہ "عقلمند انسان سيني ماڻهن کي سنو سمجهندا

آهن، چاڪاڻ تہ هنن کي هر ڪنهن ۾ هڪ خاص چڱائي نظر ايندي آهي ۽ هو ڄاڻندا آهن تہ ڪنهن بہ شيءِ کي سنو بنائڻ ڪيترو نہ مشڪل ڪم آهي!".

دراصل طنزيہ مزاج رکندڙ انسان (Cynics) آخرڪار انساني لياقت ۽ سچائي کان بدگمان ٿي وڃن ٿا ۽ سمجهن ٿا تہ انسان ذات مان ڪا بہ چڱائي ٿيڻي نہ آهي. تنهن ڪري هو انسان جي عظمت ۽ لامحدود صلاحيت جي نظريہ تي طنز ڪن ٿا ۽ اهڙن واعظن ۽ نصيحتن کي منافقي يا بيوقوفي قرار ڏين ٿا.

انساني ذهن، فلسفي ۽ روش، جي انهيءَ سلسلي جي هڪ ٻي ڪڙي توهم پرستي، انڌي عقيدت ۽ اجائي تقليد آهي، جنهن جي مقابلي ۾ اهي منڪرانہ ناستڪي ۽ شڪي ذهن جا حامل انسان آهن جيڪي هر عقيدي، اصول ۽ نظريہ کي شڪ جي نگاهہ سان ڏسن ٿا. تاهم توهم پرستي، عقيدت ۽ تقليد انسان جي سرشست ۾ اهڙيءَ ريت سمايل آهي جو جيڪڏهن ڪنهن تي صحيح عقيدو ۽ حقيقت واضح بہ ٿي وڃي ٿي تڏهن بہ هو پنهنجي آسرن اميدن ۽ پروسي کي ترڪ ڪرڻ لاءِ تيار نہ ٿو ٿئي. شايد انهيءَ مان هن کي نفسياتي فائدو ۽ سڪون ملي ٿو.

**وجوديت:**

جين پال سارتر (Jean paul Sartre) ٢١ جون سن ١٩٠٥ع ۾ پئرس ( فرانس) ۾ ڄائو. سن ١٩٦٤ع ۾ کيس ادب جو نوبيل پرائيز ڏنو ويو، جيڪو هن وٺڻ کان انڪار ڪيو. هن جي ياس، يا قنوطيت، سندس ناولن ۽ ناٽڪن مان پڌري آهي. سندس نظريات ۾ پڻ يڪسانيت جو فقدان آهي: مثال طور سندس ١٩٤٣ع ۾ لکيل فرينچ ناول جنهن جو ١٩٥٦ع ۾ انگريزي ۾ " وجود ۽ عدم وجود" (Being and Nothingness) جي عنوان تحت ترجمو ڪيو ويو، انهيءَ ۾ هن وجوديت جي نظريہ (Existentialism) جي تشڪيل جي ڀرپور ڪوشش ڪئي آهي. سندس استدلال آهي تہ " ڪنهن اخلاقي قانون جو ڪٿي بہ وجود نہ آهي، " انسان" محض هڪ بيڪار جذبي جو نالو آهي ۽ انساني تعلقات جو واحد بنياد تضاد آهي، دراصل ڪوبہ انسان ٻئي انسان جي آزاديءَ جو احترام ڪري نہ ٿو سگهي." ٻئي طرف ١٩٤٦ع ۾ سندس لکيل ناول، جنهن جو

١٩٤٨ع ۾ انگريزي ۾ " ايگزسٽينشلزم ائنڊ هيومنزم" جي عنوان هيٺ ترجمو ٿيو، سو سندس نظريہ اخلاق جي وضاحت ڪري ٿو. انهيءَ ۾ سارتر جو منطق آهي تہ "پنهنجي آزاديءَ خاطر، انســان ڪي ٻين جي آزادي جي حمايت ڪرڻي پوي ٿي، ۽ هر انسان پنهنجي طرز زندگي مان پيدا ٿيندڙ قدرن لاءِ تمام انسان ذات اڳيان جوابدار آهي." انسان دوستي جا اصول سندس ناولن ۾ ١٩٦٠ع کان ظاهر ٿيا ۽ انهيءَ ساڳئي سال هن هڪ ناول ذريعي مارڪسي سماجيات کي نئين قوت ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي، جنهن ۾ سندس وجوديت جو نظريو بہ اچي ويو ٿي. بعد جي ناولن ۾ هن انساني ڪشمڪش کي شين جي اڻاٺ جو نتيجو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ چيو تہ دراصل ڪنهن بہ شيءِ جي اڻاٺ نہ آهي، ليڪن غلط عمل سبب اڻاٺ پيدا ٿئي ٿي. ان جو مطلب ٿيو تہ انسانن جي تعلقات ۾ تضاد قابل حل آهي. سارتر، ادب ۽ فن ذريعي انسان جي نجات جو نظريہ ترڪ ڪندي، مارڪسي نظريہ اختيار ڪيو، جنهن مطابق انسان جي نجات عمل ۾ آهي، يعني پورهئي ۽ لاڳيتي ڪم ڪرڻ سان انسان پنهنجي مسئلن کان نجات حاصل ڪري سگهي ٿو. اهو نظريہ ١٩٤٣ع ۾ ٻي عالمگير جنگ جي زماني کان سارتر جي ناولن ۾ نمايان نظر اچي ٿو.(برٽانيڪا، ج ١٩، ص ص ١٠٧٩ -----١٠٧٨).

سن ١٩٥٥ع ۾، مائيڪل لئنڊمن (Michael Landmann) جو جرمن زبان ۾ لکيل هڪ ڪتاب برلن مان شايع ٿيو، جنهن سان ڪلچرل فلاسافيڪل انٿراپالاجي جي مضمون جو آغاز ٿيو. انهي مضمون هيٺ "انسان" جو مطالعو هڪ اڻوٽ ايڪائي جي حيثيت ۾ ڪيو وڃي ٿو. اها اڻوٽ ايڪائيءَ سندس قدرتي حياتياتي وجود ۽ روحاني عمل جو اتحاد آهي. مائيڪل لئنڊمن، انسان جي فطرت کي سمجهڻ ۾ حياتياتي ارتقائي اجزا کي مڪمل طور تي رد ڪيو آهي ۽ هڪ آبجيڪٽو اسپرٽ ( حقيقي غير مادي روح) جو ذڪر ڪيو آهي، جيڪو انسان کان اڳي موجود هو. "ڪلچرل فلاسافيڪل انٿراپالاجي" ( ثقافتي ۽ فلسفيانہ علم الانسان) جو مضمون طبعي سائنسن سان گهرو تعلق رکي ٿو ۽ ان ۾ سائنسي تحقيقات جو لاڳيتو استعمال ٿيندو رهي ٿو. هن مضمون جي متبادل حياتياتي ۽ نفسياتي نظرين ۾ خاص طور تي "وجوديّت" جو نظريہ شامل آهي.

" سـارتر" جو نظريہ وجوديت" (Existentialism) هڪ اهم نظريو آهي. جين پال سارتر، ڪرل جئسپرس ۽ تيلهارڊ ڊي شارڊن، دراصل انهيءَ " آبجيڪٽو اسپرٽ" ( حقيقي غير مادي روح ) جي تلاش ۾ آهن جيڪو انسان جي تخليق ۽ فطرت جو باعث آهي ۽ ڪائنات اڳ موجود هو.

" ڪارل جئسپرس" (Karl Jaspers) ڪي يقين آهي تہ عام طور تي انسان جي شخصيت، تاريخ سان ڪنهن واسطي بغير، پنهنجو وجود رکي ٿي. تاريخ فقط بيروني طور تي شخصيت تي اثر انداز ٿئي ٿي. اصل جنهن شيءِ جو شخصيت تي مڪمل اثر آهي اها ڪل آهي، دائمي آهي، زماني کان بي نياز آهي، ۽ تاريخ کان بالاتر آهي." ٽيلهارڊ" طبعي سائنسدانن جي تجرباتي طريقي کي مذهبي عالمن جي فلسفانہ استدلال سان ملايو آهي ۽ انساني ساخت ( بناوت) ۾ قدرتي حياتياتي عمل ۽ سماجياتي جزن جي وچ ۾ ڳانڍاپو ڏيکاريو آهي. " ٽيلهارڊ" مزيد چوي ٿو تہ " انسان هڪ (تير جو) نشان آهي جيڪو زندگيءَ جي معنيٰ ۾، دنيا جي آخري اتحاد جو رستو ڏيکاري ٿو. فقط انسان ئي آهي جيڪو سيني ڪانپوءِ پيدا ٿيو، تازه ترين آهي، بيحد منجهيل مسئلو آهي، ۽ زندگي جي لاڳيتن تهن ۾ سيني کان زياده نازڪ پرڪارگر تہ آهي". ( پيري ٽيلهارڊ ڊي شارڊن، " د فنامينن آف مئن، فونٽانابڪس ، ڪولنس ١٩٥٥، ص ٢٤٧)

## توانائيت:

اهڙي طرح " ٽيل هارڊ" جي سوچ مطابق، " اعليٰ زندگي" لازمي طور تي، هڪ حيتياتي انقلاب آهي، جيڪو انسان جي نفسيات، حياتيات ۽ تخليقات (Genetics) ۾ شعوري تبديلي آڻي ٿو. اسان انهيءَ سوال تي تمام گهڻ توجہ ڏنو آهي تہ قدرتي انتخاب جي ناتمام انتخاب جي قوتن کي جيڪڏهن اسان دبائڻ چاهيون تہ ڪهڙا طبي ۽ اخلاقي عنصر يا جزا انهن جي جاءِ پري سگهن ٿا. تيل هارڊ انهيءَ نتيجي تي پهتو آهي تہ ايندڙ صدين دوران نسليات جو هڪ عمدو انساني قسم پيدا ٿيڻ ناگزير آهي. ( ايضا ، ص ٣١٠). انسان جي ترقي ( يا ارتقاء) انساني توانائي جي علم طرف وڌي رهي آهي ۽ انسان جي قوت يا توانائي، نہ صرف طبعيات، حياتيات ۽ نفسيات جي مدد سان پيدا ڪئي وڃي ٿي، پر اصل ۾ انهن علمن جي تمام وصفن کان مٿاهين آهي. انهي توانائي جي تخليق ڪندي، جيڪا اڳئي مخفي انداز ۾

شـروع ٿي چڪي آهي، اها سـائنس جنهن کي " انرجيـتـڪس" (Energetics) چئجي ٿو، انسان تي توجہ مرڪوز ڪندي، ڏسندي تہ اها وڌ کان وڌ (وڌندڙ انداز ۾) مذهب سان منهن مقابل آهي." ( ايضا ـ ص ٣١١) "ٿيل هارڊ" واضح طور تي، انسـان جي سـائنسي ۽ مادي وضـاحت جي خلاف آهي. سندس نظريہ مطابق، " انسان" محبت ۽ سماجي ورثي جي قانونن ذريعي، هڪ اعليٰ زندگي، " سپر لائيف" ۽ اعليٰ شخصيت طرف پرواز ڪري ٿـو. " سـماجي ورثي جي قـانون " مـان سندس مراد انسـاني تجربي جي نفسياتي، روايتي ( زباني) يا تحريري، منتقلي آهي ( جيڪا نطفي جي جينس ذريعي والدين کان اولاد کي ورثي ۾ ملندي رهي ٿي.)

" ايرڪ فرام" ، فرائڊ جي تحليل نفسي ۽ مارڪسي نظريہ شخصيت کي ملائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، جيتوڻيڪ انهن ۾ بنيادي اختلاف آهي، هو لکي ٿو تہ " سـماج ۽ تاريخي عمل جو تجزيو لازمي طور هڪ انسان، کـان شـروع ڪرڻ گـهـرجي ۽ اهو هڪ تصـوراتي يا خيـالي انسـان بجاءِ، جسماني ۽ نفسـياتي صلاحيتن واري حقيقي نـوس انسان جو تجزيو هجڻ گـهرجي. انهيءَ تجزيہ جي ابتـدا، انسـان جي " روح" جي نظريہ کـان ٿـيڻ گهرجي. اقتـصاديات ۽ سـماجيات جو مطالعو، صرف انهيءَ حقيقت کي سـمجهڻ ۾ ڪم اچي ٿـو تہ ڪهڙي طرح حـالات انسان کي معذور ڪري ڇڏيو آهي. ڪهڙي طرح هو پاڻ کـان ۽ پنهنجي طاقت کـان بيگانو ٿي ويو آهي. ( ايرڪ فـرام، دسين سـوسـائٽي، اتينبـرٽ ائنڊ ڪمپني نيـويارڪ ٽورنٽو، ١٩٥٥ع ص ٢٥٤).

## فلسفي جو نقطہ نظر:

" تاريخ" ۽ "فلسفي" جا مضمون باقاعده طور تي ٥ صدي ق ـ م ۾ يونان ( يورپ کنڊ) ۾ هيـرو ڊوٽس (٤٢٥ ---- ٤٨٥ ق --- م ) ۽ سقراط ( ٣٩٩ ــ ٤٦٩ ق ـ م) شروع ڪيا. ڪجهہ عالمن جو خيال آهي تہ افلاطون (پليٽو) جي فڪر تي مشرق جو اثر آهي. ٻين جو خيال آهي تہ فلسفـو خالصتـا يوناني ايجاد آهي. ( برٽانيـڪـا ج ١٧ ص ٨٦٩) بعد ۾ افلاطون جي ائڪيڊمي ايران جي مذهب جي ٻٽي نظام ۾ دلچسپي ور تي، بابل ۽ مصر جون ڏند ڪٿائون، جن ۾ سائنس جو جز شامل ڪيو ويو هو،

تن يوناني فڪر کي متاثر ڪيو. يونانين جو ٻاهرين مذهبن سان تعلق غير مسلسل ( ڳاهي ماهي) رهيو آهي. " اسڪندريا" ( مصر) اهو مرڪز هو جتي يهودي ۽ يوناني فڪرن جو ميلاپ ٿيو، تاهم اهو يوناني ذهن هو جنهن ڏندڪٿا کي سائنس يا فلسفي ۾ تبديل ڪري ڇڏيو. چيني ۽ هندستاني فلسفو بلڪل الڳ طور تي اڀريو. اهڙي طرح مغرب ۽ مشرق جي فڪر ۾ فرق آهي.

سقراط کان اڳ جي يوناني مفڪرن " دنيا" جي منڍ ۽ موجوده حالت ۽ جيڪي قوتون دنيا ۾ برسرپيڪار آهن انهن بابت مناسب خيال آرائي ڪئي. پرمينيڊيز (Parmenides) ۽ ايل ايٽڪس (Eleatics) انهي پهرين دور ۾ اچن ٿا. هنن طبعي دنيا تي توجه مرڪوز نه ڪيو، پر وجود تي مجموعي طور خيال آرائي ڪئي. انهن جو تاريخي ڪارنامو هي آهي ته هنن تبديلي ۽ تحرڪ جي نظرين جي پيچيدگي ۽ مشڪلات کي ظاهر ڪيو. " رياضي جي سائنس" شايد هن دور ۾ شروع ٿي. ٻيو دور سقراط ۽ سوفسٽس جو دور هو. سقراط سائنس کان منع ڪانه ڪئي، بلڪ ان کي همٿايو ۽ ان ۾ نئون روح ڦوڪيو.

ٽيون دور اوائلي ٽين صدي ق - م کان شروع ٿيو ۽ پهرين صدي عيسوي تائين جاري رهيو. خود مختيار شهري رياستن جي زوال سبب سماجي حالتون تبديل ٿي ويون ۽ ساڳئي وقت فڪر جو جذبو گهٽجڻ لڳو ۽ فلسفي جا مختلف سرشته شروع ٿيا جن ۾ دنيا جي اهڙي تصوير پيش ڪئي وئي جيڪا فرد کي ذهني اطمينان بخشي. هن دور ۾ سائنس فلسفه کان الڳ ارتقاء شروع ڪيو. چوٿين ۽ آخري دور ۾ قديم دور جي فلسفي کي ٻيهر اجاگر ڪيو ويو.

جديد فلاسافي جي ابتدا ١٧ صدي عيسوي کان ٿي، ان جي پس منظر ۾ اصلاح ۽ سائنسي تحريڪ جو دور هو. جيڪو ڪاپرنيڪس (١٥٤٣ ـ ١٤٧٣ع) کان شروع ٿيو، ان کي ڪيپلر ( ١٦٣٠ ـ ١٥٧١ع) جاري رکيو ۽ گئليلو ( ١٦٤٢ ـ ١٥٦٤ع) ان کي زور ورتايو. اصلاح جي حامين جو بنيادي زور ايمان ۽ وجدان تي هو، نه ڪي استدلال ۽ علم تي.

امينوئل ڪانٽ (١٨٠٤ ---- ١٧٢٤ع ) جي زماني ۾ پروٽسٽنٽ تحريڪ ۾ فلسفي جو اظهار ٿيو. ان جي مقابلي ۾ سائنسي تحريڪ شروع

ڪان فلسفانہ فڪر تي سڌو ۽ پرزور اثر رکيو آهي. جي - ڊبليو - ايف هيگل (١٨٣١ ـ ١٧٧٠ع) قدرت جي انهيءَ مڪينيڪل تشريح جو مخالف هو، جيڪا ڪانٽ ۽ طبعيات جي ماهرن ڪئي ٿي ليڪن هو قدرت جي فلسفي سمجهائڻ ۾ ڪامياب نہ ٿيو.

ڪانٽ سائنس جو معترف هو ۽ ان جي انساني فائدن جو حامي هو، تاهم نئچرلزم طرف رجحان جو مخالف رهيو. مذهب نہ پر اخلاق جي بنياد تي هن انهيءَ عقيدي کي بلڪل غلط قرار ڏنو تہ انسان جي اخلاقي فطرت، سائنس ذريعي يا سائنس جي اصولن مطابق، احاطي اندر آڻي سگهجي ٿي. هن ڪان پوئين مفڪرن ۾ هيگل ان ڪان بہ اڳتي ويو ۽ سائنس جي همہ جهتي صلاحيت کي رد ڪيائين.

امنيول ڪانٽ ( ١٨٠٤ ـ ١٧٢٤ع) ڪان اڳ ،جرمني ۾ ڪرسچن وولف ( ١٧٥٤ ـ ١٦٧٩ع) جو فڪر يونيورسٽين ۾ پڙهايو ويندو هو. امنيوئل ڪانٽ کي " نيوٽن" جو فڪر مزيد حاصل ٿيو. هن سائنسي ايجادات جو قريبي مطالعو جاري رکيو. ڪانٽ جي فڪر تي جين جيڪس روسو (Jean Jacques Rousseau) (١٧٧٨. -- ١٧١٢ع) جو بہ اثر هو، جنهن مطابق انسان جي فطرت ۾ اخلاق کي ذهني صلاحيت تي فوقيت حاصل آهي. پنهنجي ڪتاب (Critique of pure Reason) (خالص استدلال تي تنقيد) جي مهاڳ ۾ لکي ٿو تہ: " هن (ڪتاب) جو مقصد آهي تہ ايمان لاءِ جاءِ پيدا ڪرڻ واسطي، علم کي نيڪالي ڏني وڃي." تاهم سائنس ۾ عقل ۽ استدلال تي زور ڏنائين : "هر طرف شور آهي. پراڻي زماني جي ماڻهن جا ڪم ۽ قول اسانجي کهڙي ڪم جا آهن؟ اسان پاڻ پڙهيل آهيون. اسان جي جوانن پاڻ علم حاصل ڪيو آهي، اسان جي پيڙهي، پوڙهن جا عقيدا قبول نہ ٿي ڪري. اسان سندن قولن جي پوئواري جو بار پاڻ تي نہ ٿا وجهون. " روم" يلي " يونان" جي ليڪڪن جي ساراهہ جا ڏڪ پري. " پيٽٽ پانٽ" (Petit Pont)کي پڙهان ٿو ۽ علم فنون ۾ هڪ نئين سند آهيان. اها تحقيق اڳي بہ ٿي سگهي ٿي پر مون کي فخر آهي تہ اها منهنجي تحقيق آهي." هي جدت جو جذبو ١٢ صدي عيسوي ۾، پئرس ( فرانس) ۾ عام هو جنهن تي جان آف سئلسبري مٿين هجو لکي آهي. ( اينٿيٽيڪس Entheticus ).

١۴ صدي عيسوي کان ١٦ صد عيسوي جي اوائلي سالن تائين، يورپ ۾ نئين جاڳرتا (Renaissance) جو دور رهيو، جنهن ۾ انسان ۽ مڪمل انسان جي تلاش ڪئي وئي. انهيءَ مان فرد تي توجهہ مبذول ٿيو. انفراديت هڪ نظريو بنيو ۽ انهيءَ سان گڏ سوال پيدا ٿيو تہ اخلاقي ۽ سماجي شعور ڪانسواءِ انسان جي تڪميل ڪيئن ٿي سگهندي.

## نظريہ افاديت (Utilitarianism)

جڏهن يورپ ۾ رومانويت (Romanticism) جو دور ( ١٩ هين صدي عيسوي ۾) عروج تي هو، تڏهن انگلنڊ ۾ فلاسفر جيريمي بينٿم ( ١٨٣٢ - ١٧۴٨ع ,Jeremy Bentham) مروج سياسي نظريہ سماجي سودي " سوشل ڪانٽرئڪٽ" کي رد ڪيو. سندس تصنيف " فرئگمينٽ آن گورمينٽ" ( ١٧٧٦ع) ۾ تجويز ڏني وئي تہ " جائز اختياري ٻجيبنيادکي حل ڪيو وڃي. سندس ٻي اهم تصنيف " ڊفينس آف يوزري" ۾ وياج خوريءَ کي جائز ۽ ضروري قرار ڏنو ويو آهي. سندس ٿيون ڪتاب، " ائن انٽروڊڪشن ٽُ د پرنسيپلس آف مارلس ائنڊ ليجسليشن" ( ١٧٨٩ع) ۾ " نظريہ افاديت" (Utilitarianism) جي مڪمل تشريح پيش ڪيل آهي. " يوٽليٽيرئنزم" لاطيني زبان جي لفظ "يوٽيلس " (Utilis) مان ورتل محاورو آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ڪارگر، يا نفعي بخش (Useful) هڪ باقاعده محاوري، يا اصطلاح طور، انهيءَ جو استعمال، ٻئي همعصر دوست انگريز فلاسفر، جان اسٽوئرٽ مل (١٨٧٣ - ١٨٠٦ع John Stuar t Mill) جي انهي عنوان سان لکيل مضمون (١٨٦١ع) کان، شروع ٿيو. هو شخصي آزادي، يا آزاد خيالي، "لبرلزم" جو حامي هو ۽ " وليم وردس ورٿ" ( ١٨٥٠ - ١٧٧٠ع) جي رومانوي شاعريءَ کان متاثر هو. تنهن جيريمي بينٿم جي نظريہ افاديت ۾ انساني قدرن کي شامل ڪيو. جديد فلسفي ۾ "افاديت" جو مطلب عمل جو آخر نتيجو ورتو وڃي ٿو، جيڪو فوري توجہ جي لائق آهي. ڪلاسيڪل يوٽليٽئرزم مطابق هر عمل جو آخري نتيجو " خوشي" هجڻ گهرجي. جديد نظريہ افاديت جا بہ قسم آهن: " عملَ جي افاديت" (Act _ Utilitari-anism) ۽ قانون جي افاديت" (Rule _ Utilitarianism) ٻنهي صورتن ۾ اخلاقي ضابطن ۽ اصولن جي بنياد تي عملي فيصلو ڪرڻ گهرجي.

نظريہ ۽ عمل ۾ ڪيترو فرق آهي، انهي جو مثال " سرمائيداري نظام " (Capitalism) ۾ " نظريہ افاديت " (Utilitariaism) جي استعمال مان ظاهر آهي. منافع خوريءَ جو بنياد ڪن اخلاقي قدرن تي رکيل نہ آهي، بلڪ جنهن عمل مان نفع حاصل ٿئي انهي کي ڪار آمد عمل سمجهيو ويجي ٿو.

## مابعد طبعيات:

سائنس جو بنياد طبعيات (Physics) آهي، طبعيات کان ٻاهر، انسان جو ذهن ۽ تجربو جيڪي جاچائي ٿو، انهي کي مـا بعـد طبـعـيـات (Metaphysics) چئجي ٿو.

طبعيات جا ماهر سائنسدان، " مابعد طبعيات" کي هڪ باقاعده علم جي حيثيت نہ ٿا ڏين. سندن راءِ مطابق اها فلسفي جي هڪ شاخ آهي، جنهن ۾ فطرت ۽ خيال جا بنيادي اصول معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ٿي وڃي. اها ڪوشش، علم طبعيات (Physics) جي اصولن کان ٻاهر رهي، ڪئي وڃي ٿي، تنهنڪري ميٽا فزڪس يا " فزڪس ( طبعيات) جي پريان" نالو رکيو ويو آهي. سن ١٧٢٨ع ۾ وولف (C. Wolf) هن علم جي چئن ڀاڱن جو ذڪر ڪيو: (١) آنٽالاجي ( علم موجودات يا هستي ۽ بود جي ڄاڻ Ontology). (٢) ڪازمالاجي (Cosmology) سرشٽي يا دنيا جي ڄاڻ، جنهن ۾ خاص طور تي دنيا، روح ۽ خدا متعلق مطالعو ڪيو ٿو وڃي. (٣) سائڪالاجي (Psychology) ، روح جي ڄاڻ جي معنيٰ ۾ ۽ (٤) ٿيئالاجي (Theology) ، معرفت الاهي يا خدا جي سڃاڻ، جنهن کي نئچرل ٿيئالاجي (Natural Theology) يا قدرتي فطرتي خدائي سڃاڻ، يا طبعياتي طور تي خدا جي وجود محسوس ڪرڻ کي چيو وڃي ٿو.

ميٽافزڪس جو محاورو پهريون دفعو ارسطو (Aristotle) جي تحريرن جو تجزيو ڪندي، دمشق جي عيسائي عالم نڪولس (Nicholous) استعمال ڪيو. روهڊس (Rhodes) جي عالم، ائڊرونيڪس (Andronicus) ارسطو جي علم طبعيات (Physics) جي مواد کان پوءِ ڏنل مواد کي شايد انهيءَ خيال کان گڏي ترجمو ڪيو تہ خود ارسطو جي فڪر مطابق طبعيات (Physics) بنيادي طور تي ناقص

علم آهي. تاهم اها جلدي سمجهہ ۾ اچي وڃي ٿي، تنهن ڪري جيڪا ڄاڻ طبعيات جي دائري کان ٻاهر آهي، انهيءَ کي طبعيات سان ملائي معلوم ڪيو وڃي. ٽيرهين صدي عيسوي جي ڏاهن جو اهو نظريو هو. ارڙهين صدي عيسوي ۾ وولف انهي علم کي ٽئن قسمن ۾ ورهايو: علم موجودات، علم دنيا، علم روح ۽ خدا جي وجود جو فطرتي مشاهدو يا ان تي طبعياتي يقين.

وولف جنهن مطالعي کي آنٽلاجي ( علم هستي / موجودات) جو نالوڏنو انهيءَ کي سترهين صدي عيسوي جو انگريز فلاسفر ٿامس هوبس (Thomas Hobbes) ( ١٦٧٩ ـ ١٥٨٨ع) اڳئي رد ڪري چڪو هو ۽ چيو هئائين تہ اهو ڪو موضوع نہ آهي." هوبس" کي " منڪرن جو ابو" (Father of all atheists) سڏيو ويو آهي. سندس فلسفي جو بنياد خود غرضي ۽ حڪومت جي اطاعت جي اصولن تي ٻيڻل هو. هن جي سياسي نظرين ۾ انتهاپسندي موجود هئي. ارڙهين صدي عيسوي جي اسڪاٽلنڊ جي فلاسفر ڊئوڊ هيوم (David Hume) (١٧٧٦ ـ ١٧١١ع) جو فڪر دنيوي (Secular) هو ۽ انسان‌تي مرڪوز هو. هن انهيءَ خيال تي زبردست نڪتہ چيني ڪئي تہ خدا جي وجود جو يقين ڪرڻ منطقي طور تي ممڪن آهي. سندس همعصر جرمن فلاسفر امنيوئل ڪانٽ (Immanuel Kant) (١٨٠٤ ـــ ١٧٢٤ع)، قديم نظريہ مٿنافزڪس کي رد ڪري، هڪ نئين مابعد طبعيات جو بنياد وڌو. ١٧٧٠ع کان ١٧٩٨ع تائين هن تنقيدي ڪتاب لکيا. جن ۾ هن سائنسي مابعد طبعيات (Scientific metaphysics) تي زور ڏنو، جنهن ۾ انساني عقل (Human rea on) جي طاقت ۽ ان جي حد بندي (Limitations) جو مطالعو ڪرڻو هو. انسان جو عقل منطقي ڳالهين ۾ بہ شبهات يا غير يقينيءَ کان خالي رهي نہ ٿو سگهي. اينٽي نومين (antinomian) انهيءَ انسان کي چئجي ٿو، جيڪو اخلاقي ضابطن (Moral law) کي نہ ٿو مڃي. مسيحيت (Chi.stianity) جو هڪ فرقو انهيءَ خيال جو آهي تہ الاهي ڪتاب (Gospel) مسيحين (Christians) کي اخلاقي ضابطن کان آجو ڪري ڇڏيو آهي. سندن لاءِ پڪو ايمان (Faith) ڪافي آهي. "ڪانٽ" جي نظريي مطابق انسان جي عقل کي انهيءَ گمراهي مان ڪڍڻ

لاءِ جامعيت (Totality) جي اصول کي ترڪ ڪرڻو پوندو. مڪمل انسان ڪوبہ نہ آهي. ڪانٽ جي جديد مابعد طبعيات جو، قديم علم ۽ نظريي سان اهڙو تعلق آهي جهڙو ڪيميا (Alchemy) جو علم ڪيميا (Chemistry) سان آهي. هيوم ترددم ۾ ڪانٽ کان بہ اڳتي وڌي ويو. سندس استدلال هو تہ ڪوبہ مطالعو جيڪو علم رياضي (Mathematics) يا ڪنهن تجرباتي سائنس جي اصولن مطابق نہ آهي، ذهني طور تي قابل ترديد آهي. سندس اهو نظريو منطقي اثبات جي اصولن / نظريہ ۾ نمايان نظر اچي ٿو. انهن اصولن مطابق نہ صرف قديم بلڪ ڪانٽ جو جديد سائنسي علم مابعد طبعيات (Scientific Metaphyics) رد ٿي وڃي ٿو. تاهم ڪازمالاجي (Cosmology) ۽ سائڪالاجي (Psychology) پنهنجي مطالعي جي طريقن ۾ اصلاح آڻي، قدرتي سائنس جي صف ۾ شمار ٿيڻ لاءِ تيار آهن. سائنس جون تازيون تحقيقات، مذهب ۽ اخلاقيات جي قديم عقيدن ۽ اصولن ۾ ربط يا ڳانڍاپي طرف اشارو ڪري رهيون آهن. لڳي ٿو تہ سورهين صدي عيسوي کان وٺي مغرب جي سائنسدانن سائنس جو رخ غلط طرف ( ماديت ڏانهن) موڙيو آهي.

خود مادي (Matter) جي وجود ۾ اهو ڪجهہ آهي جيڪو عام طور تي انسانن کي نظر نہ ٿو اچي. انسان جي دنيا سان گڏ ڪيئي متوازي دنيائون (Parallel worlds) موجود آهن. مقداري طبعيات (Quantum Physics) جا ڪجهہ متا (Theories) انهن طرف اشارو ڪن ٿا. انهن مان انيڪ متوازي سچائين جو هڪ وقت موجود هجڻ ممڪن آهي. تاهم اهي متا، تجرباتي طور تي، اڃا عملي صورت وٺي نہ سگهيا آهن، جيتوڻيڪ ڪيترا اهڙا واقعا رونما ٿيا آهن جن جي سائنس جي ميدان ۾ ڪابہ وضاحت ڪري نہ ٿي سگهجي:

مثال طور، سفوڪ (Suffolk) جا سائي رنگ وارا ٻار: انهن جو واقعو هن ريت آهي تہ انگلينڊ جي تاريخي تجارتي شهرڪالن (Calne) جي امير، سررچرڊ ،جي ساموهون وائيڪس (Wikes) جي ڳوٺ وٽ بہ ٻار پيش ڪيا ويا، جن جي بدن جو رنگ سائو هو. ماڻهن هنن کي سفوڪ جي وولف پٽس سينٽ ميريءَ جي ديول جي اڳيان لڌو هو. هڪ ڇوڪرو ۽

هڪ ڇوڪري هئي. ٻئي پاڻ ۾ ڀاءُ ڀيڻ هئا ۽ وچايل ٻار پئي لڳا. مقامي ٻولي نہ ٿي سمجهي سگهيا ۽ ڪجهہ کائڻ پيئڻ لاءِ بہ تيار نہ هئا. فقط زاروقطار روئي رهيا هئا. آخرڪار ڪجهہ ڪچيون مٽرن جون ڦريون کاڌائون.ڪجهہ دير بعد ڇوڪرو مري ويو. پوءِ ڇوڪري ڪيترا سال سررچرڊ جي گهر ۾ رهي. رواجي خوراڪ واپرائڻ بعد سندس بدن جو ساڳو رنگ لهي ويو ۽ انگريزي ٻولي سمجهڻ ۽ ڳالهائڻ لڳي. جڏهن هن کان پڇيو ويو تہ هوءَ ڪٿان آئي آهي تہ هن ٻڌايو: ” مان انهيءَ دنيا مان آئي آهيان جتي سج ايڏو تيز نہ چمڪندو آهي. سج جي روشني مدهم هوندي آهي. انهيءَ ڏينهن مال چاريندا هڪ غار وٽ اچي نڪتاسين غار ۾ اندر گهڙياسين تہ گهنڊن وڄڻ جو آواز آيو. گهڻو وقت اڳتي وڌندا اچي غار جي منهن وٽ نڪتاسين ، جتان اسان کي لتو ويو.“ اهي ساوا ٻار ڪٿان آيا هئا؟

اهڙو هڪ ٻيو پراسرار واقعو ساڳئي ملڪ انگلئنڊ ۾ سن ١٩٥٤ع ۾ ٿيو. مشهور علائقہ سريءَ (Surrey) ۾ ايرڪ بيٽن (Erich Baton) ڪتب فروش ۽ سندس زال ايلين هڪ ڏينهن شام جو سير ڪندي ٻهراڙيءَ طرف نڪري ويا. خيال ڪيائون تہ ان طرف جيڪو ١٧ - هين صدي عيسوي جو نهيل مقبرو آهي اهو هلي ڏسي اچون. پراڻي ديول وٽان هنن کي هڪ سوڙهو ۽ ڊگهو رستو نظر آيو. جيڪو اڳي ڪڏهن نہ ڏٺو هئائون. ڪجهہ وقت پنڌ ڪرڻ بعد هڪ کليل ميدان ڏٺائون جنهن ۾ ڪاٺ جي بينچ رکيل هئي، جنهن تي ٽڪجي ويهي رهيا. ٿوري مهل گذري تہ ايلين جو هنياءُ وسامڻ لڳو. هن کي ڊپريشن ٿي ويو، ليڪن غير معمولي طور تي هن کي بي آرامي محسوس نہ ٿي. کليل ميدان تي هن کي ٽي ماڻهو نظر آيا، جن کي ڪارا ويس ۽ ڊگها ڪارا ٽوپلا پيل هئا، جيڪي ان وقت جي مروج پوشاڪ کان مختلف هئا. پوءِ غائب ٿي ويا ۽ هي ڪرڙوڊ جوڙو موٽي اچي گهر پيڙو ٿيو.ٻئي ڏينهن هنن ساڳي رستي سان ساڳي هنڌ پهچڻ جو پهہ ڪيو پر هنن کي اهو سوڙهو ڊگهو رستو ٻيهر نظر نہ آيو. پراڻي ديول جي پاسي ۾ هڪ ماڻهو گڏين جنهن کان رستي،ميدان ۽ ڪاٺ جي بينچ جو ڏس پتو پڇيائون. هن چيو تہ آءٌ هن علائقي جي چپي چپي کان واقف آهيان، مون کي ڪو اهڙو رستو ميدان يا اتي رکيل ڪاٺ جي بينچ جي ڪا سُڌ نہ

آهي. اتي هن زال مسٽرس کي ياد آيو تہ هنن هڪ ريلوي لائين بہ ڏٺي هئي. انهيءَ ماڻهوءَ چيو تہ اڳين زماني ۾ برابر هتي هڪ ريلوي لائين هوندي هئي پر اها هاڻي اتي ڪانهي. وڌيڪ جاچ ڪرڻ تي معلوم ٿيو تہ ١٧ـ هين صدي عيسوي جو پراڻومقبرو هڪ امير نالي جان ايولن جو آهي. بعد ۾ جان ايولن جي ڊائري ملي جنهن ۾ لکيل هو تہ ٽن پادرين کي ڦاسيءَ جي سزا ڏني وئي، ڇا هن جوڙي کي انهيءَ زماني جو هڪ منظر نظر آيو، جيڪو زماني جي زنجيرن ۾ اجا ڦاٿو پيو هو!

طبعيات جي ماهرن جو چوڻ آهي تہ انسان جو ذهن اها صلاحيت رکي ٿو جو هڪ ئي وقت مختلف لهري فاصلن تي مخصوص قسم جا سگنل نشر ڪري ۽ وصول ڪري سگهي ٿو، جيئن ريڊيو جي سٽي ڦيرائڻ سان ٿئي ٿو. انهيءَ کان علاوه اسان جي چوگرد آڪاش (Space) ۾ اهڙيون ڪيئي فريڪئنسيز ۽ ويولينٿس موجود آهن، جن کي وڌايل آڪاش چئجي ٿو. گهڻن سائنسدانن انهيءَ حقيقت کي تسليم ڪيو آهي تہ اسان ۾ ڪي اهڙا انسان ٿين ٿا جن جو ذهن وڌايل آڪاش مان اهڙا منظر جهٽي سگهي ٿو، جيڪي ٻين کي نظر نہ ٿا اچن، مثال طور هڪ پاسي تصوير ڏسڻ وارا، جن کي پروفائيلر (Profiler) چئجي ٿو.

آئنسٽائين، پنهنجي نظريي اضافت ۾ وقت جي وسعت جو خيال پيش ڪيو آهي، يعني وقت هر طرف ڦهلجي سگهي ٿو. هڪ انسان، جيڪو تيز رفتاري سان سفر ڪري رهيو آهي، سو وقت جي احاطي کان ٻاهر نڪري سگهي ٿو ۽ وقت جي ڪنهن ٻئي احاطي ۾ داخل ٿي سگهي ٿو. مختلف وقتن ۾ سفر ڪرڻ لاءِ آئنسٽائين جي نظريہ اضافت ۾ ڄاڻايل ڪشش ثقل جون لهرون عام آدميءَ کي محسوس نہ ٿيون ٿين . ليڪن هڪ پروفائيلر موقعي تي غير موجود هوندي بہ ڪنهن واقعي جو تفصيل بيان ڪري سگهي ٿو. فلسفي ۽ طبعيات جي ماهرين مان ڪجهہ انهيءَ راءِ جا آهن تہ وقت هڪ سڌي ليڪ ۾ نہ ٿو وڌي پر اهو گول ڦري ٿو، جيئن ذرتي ۽ باقي ڪائنات گردش ۾ آهن. اهوئي آئنسٽائين جو وقت بابت نظريو آهي تہ هر شيءِ ڦري ساڳي جاءِ تي پهچي ٿي ۽ وقت جو ڪو وجود نہ آهي. ٻئي طرف مقداري طبعيات (The Quantum Physics) جي نظرياتي ماهرين کي يقين

آهي تہ جيڪڏهن هڪ سپر مائڪروسڪوپ يا تيز خوردبين سان آڪاش ۾ وقت جي سنهي پردي تي نظر ڪبي تہ ڏسبو تہ متاڇرو سڏو ۾ لسو نہ آهي بلڪ، ان ۾ سنهڙا تنگ يا سوراخ آهن ۾ ڏنگو پاسيرو آهي. اهي سنهڙا سوراخ ۾ بي ضابطگيون هڪ پروفائيلر لاءِ ،موجود آڪاش ۾ وقت جي سنهي پردي جي پويان، گذريل واقعات ڏسڻ ۾ معاون ٿين ٿا.

آمريڪا ۾ سي آءِ اي جي هڪ سابق جاسوس تي هڪ تجربو ڪيو ويو: هن کي پنهنجي مخصوص صلاحيتن جي مدنظر ٻين جاسوسن کي پڪڙڻ لاءِ مقرر ڪيو ويندو هو. هن دفعي هن کي هڪ خالي ڪمري ۾ پنو ۽ پينسل ڏئي ويهاريو ويو ۽ چيو ويو تہ هزارين ميل پري ڪم ڪندڙ ٽيم جي هڪ فرد بابت ٻڌاءِ تہ هن وقت ڪهڙي هنڌ آهي. پروفائيلر پنهنجون اکيون بند ڪري، ۽ ڪجهہ وقت غور ڪرڻ بعد، ٽيم جي ميمبر جي ماحول جو بلڪل صحيح خاڪو ڪڍي ڏنو. انهيءَ کان علاوه هن اهو بہ ٻڌايو تہ ان علائقي ۾ ڪهڙا آواز ٻڌجي رهيا هئا. عام طور تي منجهي پوندڙ سائنسدان اهڙن واقعن کي اوٺارا، ڏيکارا، وهمي خيال ۽ سوداءُ (Hallucination) قرار ڏئي، اصل سوال جي جواب ڏيڻ کان ڪترائي وڃندا آهن.ليڪن عام خيال بلڪ عام عقيدو آهي تہ اسان جي آسپاس الله جي قدرت جا ڪرشما آهن جيڪي اسان کي نظر نہ ٿا اچن ۽ اسان سان گڏ هن ذرتي تي ٻي مخلوقات بہ موجود آهي جنهن کي اسان ڏسي نہ ٿا سگهون. انهن ۾ خاص مثال " جنن" جو آهي. اهو ڪو وهم يا سوداءُ نہ آهي ليڪن هڪ حقيقت آهي تہ زنده انسانن جي دنيا سان گڏ هڪ ٻي دنيا بہ آباد آهي.

پروفائيلرن جا مثال دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ مليا آهن: اسان جي ڳوٺ پاٽ ( ضلع دادو) کان ڪجهہ ڪوهن جي مفاصلي تي ٻاٻوري ۽ ڪاڻين جي ڳوٺن ۾ بہ مايون رهنديون هيون، جڏهن ڪا چوري يا ٻيو ڪو ڏوهہ ٿيندو هو تہ ماڻهو انهن مائين مان ڪنهن هڪ وٽ ويندا هئا، جيڪا چوري جي مال جي منزل ۽ ڏوهارين جي منهن مهاندڻ بابت اکيون پوري ڪجهہ وقت غور ڪرڻ بعد بالڪل صحيح ڏس پتو ڏينديون هئي. چورن ۽ ٻين ڏوهاري بدمعاشن هنن مائين کي گهڻو هيسايو ۽ تنگ ڪيو پر هُو غيبي حقيقت بيان ڪرڻ کان باز نہ آيون.

**همزاد:**

هم زاد" جو نظريو مشرق ۾ عام آهي. مغرب جا سائنسدان ان کي " ائنٽي مئٽر" جو نالو ڏين ٿا. يعني اهو غير دنيوي مادو جيڪو اڃا تلاش ٿي نہ سگهيو آهي: سائنسدانن جي سوچ مطابق انهيءَ غير دنيوي (Extra terrestrial) مادي ۾، دنيوي يا طبعي مادن مان هر هڪ جو نعم البدل (مٽ) ذرات ۽ جزن سميت موجود هوندو ليڪن ان جي برقياتي لهر (Electrical Charge) مخالف سمت يا ابتڙ پاسي اٿندي هوندي. ٻين لفظن ۾ ائنٽي مئٽر جي نيوٽران (Neutron) جو مقناطيسي قطب (Magnetic Pole)، طبعي مادي (Physical matter) جي مخالف طرف هوندو. پر ڏسجي تہ پڪ ٿئي (To See is to believe) جي سائنسي اصول مطابق " ائنٽي باڊي" يا " همزاد" جي وجود کي بظاهر تسليم نہ ٿو ڪيو وڃي.

" همزاد" جي معنيٰ آهي " گڏ ڄاول". يعني " هر انسان" سان گڏ سندس هڪ هم جسم ۽ هم شڪل وجود دنيا ۾ پيدا ٿئي ٿو جيڪو ڏسڻ ۾ نہ ٿو اچي، ليڪن هر وقت پنهنجي هم جسم انسان سان گڏ رهي ٿو ۽ سندس جسم جي حفاظت ڪندو رهي ٿو. اهڙا مثال بہ بيان ڪيا ويا آهن جن مطابق ڪنهن انسان پنهنجي همزاد سان تعلق پيدا ڪيو ۽ پوءِ انهيءَ مان ڦاسجي ويو، ڇاڪاڻ تہ همزاد هن کي هر وقت چوندو رهيو تہ " مون کي ڪم ڏس تہ ڪريان" ۽ هڪدم اهو ڪم پورو ڪري وري ساڳيو سوال پڇندو رهيو. حياتيات جا ماهر (Biologists) " ائنٽي باڊي" (Antibody) کي تسليم ڪن ٿا: يعني اهو دفاعي مادو، جيڪو هڪ ساهہ وارو جسم (Organism) ڪنهن ڌارئي جسم (Antigene) جي عمل کي روڪڻ لاءِ پاڻ ۾ پيدا ڪري ٿو. جيئن ڪنهن زهريلي جيت جي ڏنگ خلاف جسم ۾ مدافعتي رطوبت (Humoral antibodies) پيدا ٿيڻ سبب زهر سرايت نہ ٿو ڪري. اهڙي طرح انساني جسم ۾ هڪ مدافعتي نظام قائم آهي جنهن کي " اميونٽي سسٽم (Immunity System) چئجي ٿو. جڏهن اهو ڪم ڪرڻ بند ڪري ٿو تہ ايڊس (AIDS) جو موذي مرض پيدا ٿئي ٿو. انهي مرض جو ڪارڻ بہ هڪ زهريلو مادو (Virus) آهي، جيڪو قدرتي مدافعتي نظام کي ناس ڪري ڇڏي ٿو ۽ هر

قسمر جي سرايت (Infection ) آسانيءَ سان جسمر جي خلين (Cells)
تي پنهنجو بداثر وچڙندڙ نموني ڦهلائي سگهي ٿي. انهيءَ کي اي آءِ ڊي ايس
جي مخفف نالي سان سڏيو وڃي ٿو جنهن جو مڪمل متن آهي "ايڊس"
(Acquired Immune Deficiency Syndrome): يعني پرايل
(حاصل ڪيل) دفاعي ڪمزوريءَ جون ڪنيون ٿيل علامتون ۽ انهن جو
خاص اثر، سنڌي بوليءَ ۾ عام چوٽي آهي ته "ملهه ڏئي مرگهي ورتي
سون." AIDS جي حالت ۾ به انسان پنهنجي دفاعي ڪمزوري جي
بداثر لاءِ پاڻ جوابدار آهي.

"همزاد" کي عمليات يا رياضت ۽ وظيفن پڙهڻ سان هٿ ڪرڻ
بعد انهيءَ "انٽني مئٽر" جي مقناطيسي لهرن جو رخ فطري مادي يا "نئچرل
مئٽر" وانگر ٿي وڃي ٿو ۽ قدرتي دفاعي نظام درهم برهم ٿئي ٿو. مرحوم
محمد مشقرو مذاق ۾ چوندو هو ته "مون کي نه جهليو، مان پنهنجو خانو
خراب پاڻ ٿو ڪريان!" وڏڙا چئي ويا آهن ته "قدرت جي ڳجهه ۾ هٿ نه
وجهجي". ليڪن ويچاري انسان جو زور آور ذهن ڪٿي ٿو بس ڪري:
سائنسدان، "مئٽر" يعني طبعي مادي ۽ فطرتي مشاهدي Natural )
(Observation ڪان ٻاهر وڃي نه ٿو سگهي، جيتوڻيڪ انهي محدود
ميدان ۾ به شواهد ۽ ثابتين جي ڇنڊڇاڻ ڪرڻ کان قاصر آهي، يا ڄاڻي
ٻجهي نٿائي ٿو.

## برمودا جو مثال:

اهڙو هڪ مثال انهيءَ لقاءَ جو آهي جيڪو
"برمودا ٽرئنگل يا "برمودا" جي ٽڪنڊي ۾ لڳو پيو آهي: ١٩٦٤ع ڪان
وٺي انهيءَ پر اسرار ٽڪنڊي جو دنيا ۾ چرچو هلي پيو، جيتوڻيڪ اسرارُ
(Mystery) ١٩٤٥ع کان آشڪار ٿي چڪو هو، جڏهن انهيءَ سال
تيرهن هوائي جهاز انهي برمودا جي ٽڪنڊي ۾ ڪري غائب ٿي ويا. نه
ڪارڻ معلوم ٿي سگهيو نه باقيات هٿ آيا. اهو هڪ خيالي ٽڪنڊو آهي،
جيڪو بحر اوقيانوس جي اٽڪل پنج لک چورس ميلن جي ايراضيءَ تي
پکڙيل آهي، جنهن ۾ موسم ۽ وهڪرن متعلق اڳ ڪٿي (Forecast)
ڪري نه ٿي سگهجي. هڪ پاسي "برمودا" (Bermuda) جي ٻيٽن جو
ميڙ (Archipelago) آهي جيڪو نيويارڪ جي بين الاقوامي بحري بندر

کان ٦٨٠ ميل ۽ " نارٿ ڪارولائنا" رياست کان ٥٨٠ ميل اوپر طرف آهي، ٻئي پاسي آمريڪا جي " فلوريڊا" رياست جو ساحل اٿس، ۽ ٽئين پاسي پيورٽو ريڪو لاطيني آمريڪي ملڪ جو ڪئريبين يا ويسٽ انڊيز جو سامونڊي ڪنارو آهي.

انهيءَ علائقي جي پراسراريت جو احوال" ڪرسٽوفرڪولمبس" (١٥٠٦ ـ ١٤٥١ع) جي لاگ بوڪ ۾ لکيل مليو آهي: آمريڪا پهچڻ ، يا ان کي ڳولي لهڻ کان هڪ ڏينهن اڳي، سن ١٤٩٢ع ۾، هن سمنڊ ۾ باهه جو هڪ وڏو الو اپرندي ڏنو ۽ متاڇري تي سفيد چمڪندڙ ڌارون (Streaks) نظر آيس. ان ڪانپوءِ انهي هنڌ کي شيطاني ٻيٽ (The Devils Island) جو نالو ڏنو ويو. بعد ۾ ان تي ڪيئي نالا رکيا ويا:لمبو آف د لاسٽ معنيٰ گم ٿي ويلن جوپاتال يا قيد (Limbo of the lost) ، منهن اونداهي يا شفق جو خطو، هوڏو سمنڊ وغيره. يوروپي آبادڪارن ان طرف توجه نه ڏنو ۽ آمريڪا جي پيداوار مان جاوا ڪرڻ ( گهڻو نفعو ڪمائڻ) ۾ لڳي ويا.

٥ نومبر سن ١٨٧٢ع تي هڪ بار بردار بحري جهاز " ميري سيليسٽي" (Marie Celeste) نيويارڪ جي بندرگاهه تان ڪارخانن ۾ ڪم ايندڙ شراب جو سٽ (Industrial alcohol) کڻي، اٽلي جي بندرگاهه جينوئا (Genoa) طرف رواتو ٿيو. ٺيڪ هڪ مهيني گذرڻ بعد، ٥ ڊسمبر سن ١٨٧٢ع تي ٻئي هڪ يورپي بحري جهاز " ديئي گرٽشا" (Dei Gratia) مقرر رستي کان ٤٠٠ ميل پري، " ميري سيليسٽي" جهاز کي بي مقصد ترندو ڏٺو. ملاحن وڃي جهاز جهاز سان ملايو ۽ اندر وڃي ڏٺائون ته سامان سمورو پيو آهي، ماڻهو غائب آهن: ڪپتان بينجامن اسپونر برگس، سندس زال، هڪ ٻن سالن جي ڌيءَ ۽ اٺ ملاح الائي ڪاڏي ويا. سندن ذاتي سامان ۽ تجارتي مال سڀ موجود آهي. هڪ لائيف بوٽ به گم آهي ۽ ائين پيولڳي جڻ ٽڙتڪڙ ۾ جهاز ڇڏيواٽن. اڄ ڏينهن تائين سندن ڪو پتو نه پيو آهي.

ٽيون خاص حادثو ١٨١٢ع ۾ پيش آيو جڏهن ان وقت جي آمريڪي صدر جي ڌيءَ جنهن بحري جهاز ۾ سفر ڪري رهي هئي، اهو اوچتو

"برمودا" جي ٽڪنڊي ۾ گُڙب ٿي ويو ۽ اڄ سوڌو مسافرن جو ڪوپتو نہ پيو ۽ جهاز جو ڏانچو بہ هٿ نہ آيو آهي.

١٩۴۵ع جو سال، جنهن سال آمريڪا جپان جي ٻن شهرن هيروشيما ۽ ناگاساڪي تي ائٽم بم ڪيرائي قهر ڪيو، انهيءَ ساڳي سال تيرهن جهاز برمودا جي ٽڪنڊي ۾ ڪري تباهہ ٿيا ۽ انهيءَ سال هڪ خاص واقعو ٿي گذريو: ۵ ڊسمبر ١٩۴۵ع تي آمريڪا جي بحريہ جا ۵ بمبار جهاز " فلائيٽ ١٩ " برمودا جي سر اتر اڏامندي غائب ٿي ويا. اسڪئيڊرن ليڊر، ليفٽيننٽ چارلس ٽيلر، ڪان آخري دفعو جڏهن " ڪنٽرول ٽاور" وارن پڇيو تہ ڇا " پوزيشن" آهي تڏهن هيڪندي چوڻ لڳو " اسان کي پوزيشن جي پوري پڪ نہ آهي..... لڳي ٿو تہ اسين رستو وڃائي ويٺا آهيون". چند گهڙين گذرڻ بعد هو ڪنٽرول ٽاور کي چوڻ لڳو: اسان کي خبر نہ ٿي پوي تہ اولهہ طرف ڪيڏانهن آهي..... هر شيءِ غلط ڪم ڪري رهي آهي..... عجب لڳي رهيو آهي..... طرف جو پتو نہ ٿو پوي". ......... ۽ پوءِ سڀ ڪجهہ هميشہ لاءِ خاموش ٿي ويو. جهازن يا انهن جي ملبي جي تلاش بيسود ثابت ٿي. انهيءَ پر اسرار گمشدگيءَ کانپوءِ وڌيڪ ڪيئي هوائي ۽ بحري جهاز هتي گم ٿيا آهن. انهن ۾ ٢٠ هزار ٽن وزني جهاز بہ شامل آهن ۽ انهن جو ڪوبہ پتو پئجي نہ سگهيو آهي. گذريل هڪ صديءَ ۾ ويهہ هوائي جهاز ۽ پنجاهہ بحري جهاز برمودا جي ٽڪنڊي ۾ اچي غائب ٿي ويا آهن.

آمريڪا جي بيس اسٽيشن جي عملي جي بيان مطابق جهاز معمول مطابق پرواز ڪري رهيا هئا جڏهن اوچتو هڪ ڏهہ ميل ويڪري ڪڪرن جي تهہ ۾ هليا ويا. دستوري طور تي ڇئن منٽن ۾ ٻاهر نڪرڻ گهربا هئا، ليڪن وري نظر نہ آيا. هوابازن مدد لاءِ نہ پڪاريو ليڪن سيني ڇيو تہ اسانجو پيڇو نہ ڪيو، " شايد هي ماڻهو ٻين دنيائن مان آيا آهن."

ساڳي سال آمريڪا ۾ " اڏامندڙ ٿالهيون" (Flying Saucers) پهريون دفعو ڏٺيون ويون، جيڪي پوءِ يورپ جي اسڪئنڊ نيوين ملڪن ۾ ١٩۴٦ع ۾ ڏٺيون ويون. انهيءَ عجوبي تي اڳتي هلي بحث ڪبو. هتي برمودا جي پراسرار ٽڪنڊي ۾ انهي سال ١٩۴٦ع ۾ هڪ ٻيو بحري جهاز ويهن مسافرن ۽ جهاز جي عملي سميت ٻڏي ويو. پيوروٽيڪو ۽ فلوريڊا جي

قريب اهو حادثو پيش آيو. پنجن ڏينهن جي لاڳيتي تلاش بعد فقط هڪ طوطي جو پڃرو سمنڊ جي مٿاڇري تي ترندو نظر آيو. طوطو چيخون ڪري چئي رهيو هو: اوهان ڪيڏانهن پيا وڃو! "Where are you going "

١٩٥٠ع ۾ بيو هڪ باربردار جهاز پُراسرار نموني انهيءَ علائقي ۾ گم ٿي ويو. جهاز ۾ جيتن مار دوائون لڏيل هيون. جيڪڏهن جهاز ۽ ان جو عملو ٻڏي ويو ته به جيتن مار دوائون پاڻي جي مٿان ترنديون نظر اچڻ گهرجن ها. ليڪن انهن جو به ڪو پتو نه پيو.

انهن سيني پراسرار گمشدگيءَ جي واقعن جي سائنسدانن جاچ ڪئي آهي: ليڊس يونيورسٽي جي ماهر ارضيات (Geologist) ڊاڪٽر بن ڪلينيل (Ben Clennel) جي تحقيق مطابق برمودا جي ٽڪنڊي ۾ هائڊروجن گئس جو هڪ مرڪب گهڻي انداز ۾ موجود آهي ۽ انهيءَ جهڙو مادو دنيا ۾ ٻئي ڪنهن به هنڌ نه ٿو ملي. هن گئس هائڊريٽس جي شفاف مرڪبن ۾ ڪرسٽل ٿيل جزا پاڻي، برف ۽ ميٿين گيس جا آهن. ميٿين پوسل واري آلي مٽيءَ جي گئس ( Marsh gas) آهي، جيڪا هڪ عام رواجي هائڊرو ڪاربان آهي، ۽ اها تڏهن پيدا ٿيندي آهي جڏهن سبزيون پاڻي اندر خراب ٿيڻ لڳنديون آهن يا ڪوئلي جي کاڻين ۾ باهه جي زهريلي ڏپ "هوا" سان گڏبي آهي. کاڻين وارا هڪ اوزار ذريعي انهيءَ ميٿين گئس جي موجودگيءَ جو پتو لڳائيندا آهن، جنهن کي ميٿنو ميٽر (Methanometer) چئبو آهي. اهڙي طرح برمودا ٽڪنڊي يا هوبڊو - سمنڊ ۾ ، ميٿين گئس جي بلبلن جو پتو لڳائي مزيد تحقيق ڪئي وئي ته معلوم ٿيو ته اهي پاڻي، برف ۽ ميٿين گئس جا جميل ڪرسٽل سمنڊ جي تهه ۾ دبيل آهن، جن کي آزاد ڪري سطح سمنڊ تي آڻڻ لاءِ پاڻي اندر مٽيءَ جي ڇپن ڪيرائڻ (Submarine Landslides) جو طريقو اختيار ڪيو ويو. انهيءَ طريقي سان پٽاٽن جهڙا ڳوڙها تري مٿاڇري تي آيا. هٿ لڳائڻ سان گرم لڳا ۽ زور ڏيڻ سان انهن مان گئس خارج ٿيڻ لڳي. جيڪڏهن گهڻي تعداد ۾ اهي ڳوڙها يا لمپس دٻائي خالي ڪيا ٿي ويا ته گهڻي انداز ۾ ميٿين گئس ٻاهر نڪري فضا ۾ پکڙجي ويئي ٿي. هڪ دفعو ميٿين گئس گهڻي انداز ۾ هوا ۾ پکڙجي وڃي ته هوا ۾ اڏامندڙ جهازن جون

انجڻيون ڦاٽي پونديون، ڇاڪاڻ تہ " ميٿين" بيحد ٻرندڙ گئس آهي. تنهن ڪري ڊاڪٽر ڪلينيل جي " ميٿين بلبلن" واري نظريي (Methane Bubble theory) جو عملي پهلو نہ نڪري سگهيو آهي. فقط هڪ سائنسي ڪارڻ معلوم ٿيو آهي جو ممڪن طور تي جهازن جي تباهيءَ جو باعث ٿي سگهي ٿو. ليڪن انهن جي ملبن (Wreckage) جي نہ ملڻ جو مسئلو حل ٿي نہ سگهيو آهي. ملبي ملڻ سان، انهيءَ جي سائنسي ڇڪاس مان معلوم ٿي سگهي ٿو تہ ان تي ميٿين گئس جو اثر آهي يا نہ، ليڪن گمشده جهازن جو ملبو ڪٿان آڻجي؟ انهيءَ کان علاوه گئس هائڊريٽس ٿي ڪم ڪرڻ بيحد خطرناڪ بہ ٿي سگهي ٿو. ڪجهہ گئس هائڊريٽس ۾ هائڊروجن سلفائيڊ جا ڇميل يا برف تيل مرڪب بہ ٿين ٿا ۽ هائڊروجن سلفائيڊ " سائنائيڊ" (Cyanide) کان پنجوٽي وڌيڪ زهريلي آهي. تاهم ڊاڪٽر ڪلينيل جي تحقيق جو هڪ مثبت پهلو بہ آهي: هائڊريٽس جي ذريعي، دنيا ۾ توانائي جي کوٽ جو مسئلو حل ٿي سگهي ٿو. سڪاٽلئنڊ جي شيٽلئنڊس جي ٻريان " گئس هائڊريٽس " جا وسيع ذخيرا موجود آهن ۽ ڊاڪٽر ڪلينيل پنهنجي تحقيق مان معلوم ڪيو آهي تہ اهي توانائي پيدا ڪرڻ جو هڪ زبردست ذريعو بڻجي سگهن ٿا: " اسانجو اندازو آهي تہ سمنڊن جي تري ۾، زمين تي موجود ٻارڻ جي جملي ذخيرن کان، ٻيڻو ٻارڻ موجود آهي".

سائنسي تحقيق جو هڪ ٻيو رخ بہ آهي: برمودا ٽڪنڊي ۾ ٿيل تمام پراسرار گمشدگيءَ جي وارداتن ۾ عام طور تي ڏٺو ويو آهي تہ (١) انهي علائقي، "هودو سمنڊ" ۾ پهچڻ بعد طرفن جو پتو نہ ٿو پوي: ڪمپاس يا جهاز رانيءَ ۾ طرف ڏيکاريندڙ اوزار، مقناطيسي اثر ڏيکاري ٿو، جيڪو اتر قطب کان ويهن ڊگرين تائين مختلف ٿي سگهي ٿو. ليڪن هتي ڪوبہ طرف صحيح طرح معلوم ٿي نہ ٿو سگهي. (٢) برقي مقناطيسي ڪشش ثقل (Electromagnetic gravitation) ۽ ماحول (Atmosphere) ۾ اهڙو خلل پيدا ٿئي ٿو جنهن سان انجڻيون ۽ انهن سان هلندڙ واهڻ يا / لوڪوموٽوز (Locomotives) تباهہ ٿي وڃن ٿيون. (٣) فلائيٽ ١٩ - جي حادثي وقت هڪ باهہ جو بال ڏٺو ويو، جيڪو جهازن جي ٽڪرائجڻ

سان مقناطيسي اثر واري ايراضي (Magnetic field) جي ٽٽڻ (Disintegration) سبب پيدا ٿي سگهيو ٿي. (۴) ماهر ملاحن ۽ سائنسدانن ائٽلانٽڪ سمنڊ جي علائقي ۾ اتر کان ڏکڻ طرف اهڙيون سرنگهون معلوم ڪيون آهن جيڪي بظاهر ڏسڻ ۾ نہ ٿيون اچن. (۵) هڪ حادثي جي شڪار هوابازن ڪنٽرول ٽاور کي چيو تہ .... " شايد هي ماٺهو ٻين دنيائن مان آيا آهن". هڪ وقت ڌرتيءَ تي گهڻين دنيائن جي وجود جي قائل، مابعد طبعيات جي ماهرن، جي راءِ مطابق هڪ دنيا ۾ شگاف جڏهن ٻيءَ دنيا ۾ پيل شگاف سان ملي ٿو، تڏهن هڪ لوڏو اچي ٿو جنهن سان هڪ دنيا جي شيءِ جاندار يا بيجان ٻيءَ دنيا ۾ ٽپي پوي ٿي. (٦) "ائنٽي - باڊي" جي نظام ۾، طبعي دنيا جي هر جاندار ۽ غير جاندار شيءِ جو عڪس يا تمثيل (Counterpart) موجود آهي. (٧) سائنسدانن کي اهو بہ معلوم آهي تہ اسانجي نظام شمسي ۾ هڪ خال (Hole) آهي، جيڪو " ائنٽي مئٽر" سان ڀريل آهي. (٨) " ائنٽي مئٽر" کي ڇهڻ سان، جيڪڏهن اها ڏسڻ ۾ اچي ٿي تہ، تيلي ٻارڻ جهڙو شعاع ٿيندو ۽ اها شيءِ گم ٿي ويندي، يعني همزاد کي هٿ لائي نہ ٿو سگهجي.

انهن راين يا حقيقتن سان گڏ هڪ مقامي روايت بہ قابل توجہ آهي: چون ٿا تہ برمودا ٽڪنڊي جي مرڪز وٽ " ائٽلانٽس" جو شهر آباد هو جيڪو سمنڊ هيٺ اچي ويو ۽ انهيءَ تان ائٽلانٽڪ اوشن (Atlantic Ocean) نالو پيو. اها هڪ تاريخي روايت آهي، افلاطون جي تحريرن ۾ ان کي هڪ گمشده بر اعظم ڄاڻايو ويو آهي، جيڪو ودي ٻوڏ ( طوفان نوح) ۾ پاڻي هيٺ اچي ويو: انهي بر اعظم، ملڪ يا شهرن جي مادي ترقي جو هڪ ڪمال هيءُ هو تہ هنن پاڻي جي ڪرسٽلن مان توانائي حاصل ڪئي ٿي. برقي يا ائٽمي توانائيءَ جي ضرورت نہ هئي. نظرياتي سائنسدانن (Theorists) جي راءِ مطابق اها خطرناڪ توانائي اڃا تائين انهيءَ هنڌ تان خارج ٿي رهي آهي، جنهن مان موٽمار شعاع نڪرن ٿا. تاهم انهيءَ جو مک مرڪز سمنڊ جي تري ۾ آهي ۽ برموداجي ٽڪنڊي ۾ ائٽلانٽڪ سمنڊ جو عميق ترين ترو، پيورٽوريڪوکاهي ۾ آهي جيڪا ٽيهہ هزار هڪ سو فوٽ اونهي آهي. بهرحال برمودا ٽرئنگل جي مسٽري يا پراسراريت پنهنجي جاءِ تي

قائم رهندي، جيستائين ميٽافزڪس کي فزڪس ۾ داخل نہ ڪيو ويو آهي. في الحال سائنس جا X _ file ڏيکارن ٿا تہ هڪ حقيقت سامهون موجود آهي ليڪن معلوم ڪري نہ ٿي سگهجي.

## اڏامندڙ ٿالهيون:

ڌرتي جي سرزمين کان پري زندگي جي تلاش کي هاڻي سائنسي تحقيق ۾ شامل ڪيو ويو آهي. ڇاڪاڻ تہ ڌرتي تي اهڙيون اڻ سڃاتل شيون اڏامندي ڏٺيون ويون آهن جن کي اڏامندڙ ٿالهيون (Flying Saucers) يا اڻ سڃاتل اڏامندڙ شيون (UFO: Unidentified flying Objects) جو نالو ڏنو ويو آهي. جڏهن ١٩٤٥ع جي هڪ سال اندر هڪ سو ٽيهہ هوائي ۽ بحري جهاز برمودا جي پراسرار ٽڪنڊي ۾ غائب ٿي ويا، تڏهن ڪجهہ سائنسدانن خيال ظاهر ڪيو تہ اهي ڪنهن اڻ سڃاتل اڏامندڙ شيءِ تي مخالف ڪشش ثقل جي عمل سبب سندن ڌرتي تي ڪرڻ (Crash Landing) جي ڪري تباهہ ٿيا آهن. جيتوڻيڪ ڪرندڙ ۽ تباهہ ٿيندڙ شين جا ڍانچا يا ملبا (Debris) ملي نہ سگهيا آهن.

جديد طبعيات جي ابي، " البرٽ آئنسٽائين" ( ١٩٥٥ _ ١٨٧٩ع) کان جڏهن پڇيو ويو تہ انهن U F Os (اڻ سڃاتل اڏامندڙ شين) بابت سندس ڇا راءِ آهي، تڏهن چيائين تہ" فلائنگ ساسرس هڪ حقيقت آهي ۽ اهي جنهن گروهہ جي ملڪيت ۽ قبضي ۾ آهن، اهي انسان آهن، جيڪي ويهہ هزار سال اڳي هيءَ ڌرتي ڇڏي ويا هئا". انهيءَ راءِ مان سڌي طرح "هندومت" جي هن روايت جي تائيد ٿي ٿئي تہ " سورج و نسي ۽ چندر ونسي قبيلن جي وچ ۾ ويڙهہ لڳي. سورج ونسين کٽيو ۽ چندر ونسين ڌرتي ڇڏي وڃي چنڊ وسايو. سورج ونسين جو راڄ " ايوڌيہ" ۾ هو ۽ چندرونسي "پرستان" تي حڪومت ڪندا هئا."

هڪ فرينچ سائنسدان خيال ظاهر ڪيو تہ " ڪنهن ٻئي گرهہ تي هڪ ذهين مخلوق جي آباديءَ جو امڪان آهي. اسان جي مقابلي ۾، انهي مخلوق پنهنجي ذهانت ۽ علم جي ذريعي " ائٽم" جا راز معلوم ڪيا آهن ۽ اسان کان هزارين سال اڳتي وڌي ويا آهن." هرمن ائڊبرٽ چيو تہ مون کي يقين آهي تہ خلا ۾ هڪ قسم جي مخلوق رهي ٿي جيڪا حيرت انگيز طاقت جي مالڪ آهي. اها مخلوق اڏامندڙ ٿالهين جي ذريعي ڌرتي ۽ ٻين گرهن جو

مشاهدو ڪري رهي آهي. جان اسپينسر ۽ سندس تحقيقاني ٽيم انهيءَ نتيجي تي پهتا تہ ” برمودا جي ٽڪنڊي ۾ پيش آيل حادثن ۽ اڏامندڙ ٿالهين جي وچ ۾ تعلق آهي. شايد اڏامندڙ ٿالهين جا هواباز، جيڪي ڪنهن ٻئي نظام شمسيءَ مان آيل آهن، اسانجي جهازن، ماڻهن ۽ ٻين شين کي سالم حالت ۾ ڪٺي وجي انهن تي تحقيق ڪرڻ چاهن ٿا. اڪثر محقق سائنسدانن اها ڳالهہ نوٽ ڪئي آهي تہ اڏامندڙ ٿالهيون وقفو رکي اچن ٿيون ۽ انهن جو مقصد تحقيق ڪرڻ آهي.

١٩٤٥ع کان اهي وقفا خاص طور تي رڪارڊ ڪيا ويا جيڪي هي آهن: ١٩٥٦ع کان ١٩٦٤ع ۽ انهيءَ بعد ١٩٩٤ع: پهريون دفعو هي پر اسرار اڏامندڙ ٿالهيون ١٩٤٥ع ۾ آمريڪا ۾ نظر آيون، پوءِ ٻئي سال ١٩٤٦ع ۾ اهي يورپ جي اسڪئنڊينيويا جي ملڪن ناروي ۽ سويڊن ۽ فنلئنڊ جي ڪجهہ حصي ۾ نظر آيون، پوءِ لاڳيتو ١٩٤٧ع کان ١٩٥١ع تائين آمريڪا ۾ نظر اينديون رهيون ۽ ١٩٥٢ع جي وقفي بعد ١٩٥٣ع ۽ ١٩٥٤ع ۾ ۽ ١٩٥٥ع جي وقفي بعد ١٩٥٦ع ۾ بہ انهن جو پرواز آمريڪا مٿان رهيو. پوءِ ١٢ سالن جو وقفو ٿيو، جنهن ۾ طرح طرح جي خيال آرائي ٿيندي رهي. ڪميونسٽ بلاڪ ۽ فرانس جي ڪجهہ مبصرن شڪ ظاهر ڪيو تہ آمريڪا هڪ خاص قسم جي فضائي طاقت حاصل ڪري رهي آهي. انهن تبصرن ۽ امڪانن جي مدنظر ڪميونسٽ روس خلائي تحقيقات جو آغاز ڪيو ۽ آمريڪا پڻ انهيءَ مهم ۾ شريڪ ٿي وئي، جيڪا اجا جاري آهي. شايد روس ۽ فرانس جي تنبيهہ خاطر اڏامندڙ ٿالهين وارن ١٢ سالن جي وقفي بعد ٻيهر سن ١٩٦٤ع ۾ روس ۽ فرانس جي فضائن ۾ پرواز ڪيو، ۽ آخري دفعو اڏامندڙ ٿالهيون١٩٩٤ ۾ ذڪڻ روس ۾ ڏٺيون ويون.

انهن واقعن جون اڪين ڏٺيون شاهديون موجود آهن، جن ۾ رڪارڊ ڪيل وقفن دوران بہ عام ذهين انسانن اڏامندڙ شين کي ڌرتي تي ڏٺو ۽ مڪمل هوش حواس سان انهن جي بناوت ۽ طريقہ ڪار ذهن نشين ڪيا: ٿالهي، ڊڪ، چڪري جهڙي بناوت، يا گول بيضوي يا ويلڻ (Cylinder) جهڙي، يا گول منڊل جهڙي (Spherical) بناوت جا پرماڻ يا هوائي جهاز، مختلف رنگن جون بتيون ٻاري ۽ وسائي رهيا هئا. مشاهدي جو عرصو

اٽڪل چار منٽ. وقت صبح جو ٣ بجہ کان ٦ بجہ اندر يا منجهند کانپوءِ ۽ سج لٿي بعد. اڏامر سڏائي ۽ اوچائي ۾ ٻنهي طريقن جي ۽ جڏهن ڌرتي تي لهن ۽ نظر اچن تہ ان سان گڏ آواز ٿئي جنهن جي شور ۾ وائرليس سيٽن ۾ گڙٻڙ پيدا ٿئي ۽ برقي آلات جي ڪارڪردگي گهٽجي وڃي. ڪڏهن هوا جي رفتار وڌيو وڃي. مقناطيسي سُيون گردش ۾ اچيو وڃن. لهڻ واري جاءِ ڪاري ٿي وڃي ٿي ۽ انهي تي ٻيهر ڪاشت ٿي نہ ٿي سگهي. رڪارڊ ڪيل شاهديون هن ريت آهن:

(١) تاريخ ١٥ آڪٽوبر ١٩٤٨ع . جپان جي مقامي وقت مطابق رات جو ١١ بجہ هڪ فوڪر فائيٽر جهاز (F ـــــ 6 1) جڏهن اڏامر پري تہ آسمان ۾، هواباز کي هڪ روشن شيءِ نظر آئي، جيڪا ڪنٽرول روم ۾ راڊار تي پڻ ڏٺي وئي. ڇهہ دفعا انهي روشن شيءِ کي ڪلوزِ اِن يا ويجهو ڪري ڏسڻ جي ڪوشش ڪئي وئي ليڪن هر دفعي ، اها شيءِ اوچي پرواز ۾ گوهي ڏئي تيزي سان ڀڄي وئي.

(٢) تيرهن سال پوءِ، تاريخ ١٠ نومبر ١٩٦١ع، تي " تينوگ" (TenogLTNA) خبر رسان ايجنسي ٻڌايو تہ ڪروشيا جي فضائي حدن ۾ هڪ غير معمولي شڪل جو ڪارو ڪڪر نمودار ٿيو ۽ جيستائين اهو ڪارو ڪڪر فضا ۾ موجود هو ريڊيواسٽيشن جون روشنيون ٽيهہ سيڪنڊ چمڪات ڪنديون رهيون، ريڊيو ٽرانسميٽر هيٺ ڪري پيو، سوڊيمر سان ٻرندڙ بتيون ازخود ٻري پيون ۽ جڏهن ڪارو ڪڪر هٽي ويو تڏهن هر شيءِ پنهنجي جاءِ تي اڳين وانگر سلامت هئي.

(٣) انهيءَ ساڳئي سال ١٩٦١ع ۾ اٽلي جي سائنسدان، "برٽوفينوليو" هي تجربو رڪارڊ ڪيو: اٽليءَ جي جنگي هوائي جهازن اڏامندڙ ٿالهين جو گروهہ ڏٺو ۽ ميزائيلن سان انهن تي حملو ڪيو، جنهن مان ڪوبہ ڪنهن بہ اڏامندڙ ٿالهي کي نہ لڳو بلڪ انهن ڏانهن وڌندي خود سڙي راک ٿي ويو. بار بار ميزائيل ڇوڙڻ بعد هوائي جهازن جو برقي نظام بند ٿي ويو.

(٤) اٺ سال پوءِ انسان چنڊ تي قدم رکيو. اهو تاريخي ڏينهن ٢١ جولاءِ ١٩٦٩ع هو. انهيءَ کان اڳ هڪ ڏينهن ٩ جون ١٩٦٩ع تي نيل

آرمسترانگ ۽ سندس ساٿي خلاباز آلڊرين، " اپالوٽو" خلائي جهاز ۾، چنڊ جي چوگرد چڪر ڪاٽي رهيا هئا. هنن کي ٻه عجيب قسم جا خلائي جهاز نظر آيا. هڪ وڏو پيو ننڍو. جيڪي دستوري خلائي جهازن کان مختلف انداز ۾ خلا ۾ گُهتون گوهيون ڏئي رهيا هئا. آرمسترانگ جي بيان مطابق "ٻئي جهاز چالو حالت ۾ بيحد روشن ۽ چمڪندڙ هئا. ڪڏهن هڪ ٻئي کان پري نڪري پيا وڃن ۽ ڪڏهن هڪ ٻئي کي ويجهو اچن پيا. هن کان اڳ مون پنهنجي زندگي ۾ ڪڏهن به اهڙيون شيون نه ڏٺيون هيون."

(۵) اپالوٽوُ (Apalo 11) کان پوءِ اپالوسترهين جي خلابازن جو بيان قابل توجه آهي: هئزن (Hasson) ۽ يوجي نين سپرفئن (U. Jine- an Superfan) چنڊ جي چوگرد چڪر لڳائيندي هي ريڊيو پيغام بيس اسٽيشن ڏانهن نشر ڪيو: " اسين هڪ تمام وڏي ٽڪنڊي شڪل جي شيءِ ڏسي رهيا آهيون، انهي مان ڪجهه ڌماڪي جهڙا آواز اچي رهيا آهن، جنهن سان اسان جون مشينون بند ٿي ويون آهن....... اسان کي محسوس ٿي رهيو آهي ته انهي شيءِ جي اندر موجود ساهوارو اسان کي ۽ اسان جي حرڪات کي جاچي رهيو آهي."

(٦) تاريخ ٢٠ مارچ ١٩٧۵ع تي هڪ آمريڪي، نالي فرئنڪ، حد جي شيرف ( پوليس آفيسر) وٽ رات جو ٨ لڳي ۴٢ منٽن تي، حاضر ٿيو ۽ رپورٽ ڏنائين ته جهنگ ۾ هن هڪ شيءِ ڏٺي آهي جنهن زمين تان پرواز ڪيو ۽ اٽڪل پنج سو فُٽ مٿي وڃي پيهر هيٺ لهي آئي. شايد ان ۾ ڪافي خرابي ٿي پئي آهي. شيرف، فرئنڪ کي ساڻ ڪري جاءِ واردات تي پهتو، جتي پوليس وارا اڳئي پهچي چڪا هئا. شيرف کي فقط هڪ تيز روشني نظر آئي جنهن جو ڪوبه ذريعو نظر نه ٿي آيو. پوليس وارن ڪيس ٻڌايو ته انهيءَ جاءِ تي هنن هڪ گول شيءِ اڏامندي ڏٺي هئي جيڪا لاڳيتو روشنايون تبديل ڪري رهي هئي. هنن هيڊ آفيس کي اطلاع ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، ليڪن وائرليس سيٽ ڪم ڪري نه رهيو هو. انهي تڏهن ڪم ڪرڻ شروع ڪيو، جڏهن اها گول شيءِ غائب ٿي وئي. بعد ۾ مخبر مسٽر فرئنڪ ۽ شيرف ٻئي امريڪي ٽيليويزن تي، " اهو اعتبار جوڳو نه آهي" پروگرام ۾ پيش ٿيا. اها ساڳي اعتبار ۾ نه اچڻ جهڙي شيءِ " سِسِلي" جي

بيٺ تي، هڪ تحقيق ڪندڙ ڊاڪٽر هنڪ (Hink) کي نظر آئي. جيڪا اٽڪل چار هزار فٽن جي بلنديءَ تي، هڪ هنڌ ٽڪيل هئي ۽ اٽڪل پنجن منٽن بعد گم ٿي وئي. آسمان صاف هو ۽ ست پيا عيني شاهد اتي موجود هئا.

(٧) تاريخ ۴ جنوري ١٩٧٩ع: يونائيٽيڊ پريس جوهانسبرگ، ڏکڻ آفريقا ، مان خبر ڏني تہ ميگن ڪئزيٽ (Megan Quizet) نالي هڪ عورت کي ڇهہ اڏامندڙ ساهوارا نظر آيا جن جي جسمن مان روشني نڪري رهي هئي. هن ڪان چيخ نڪري وئي ۽ اهي برقي ساهوارا پنهنجي هوائي جهاز ۾ اندر هليا ويا. ” ميگن“ چيو تہ ” انهن مون کي ڏٺو ۽ هڪ ٻئي سان ڳالهايو، مون کي سندن ٻولي سمجهہ ۾ نہ آئي. خلائي پوشاڪ وانگر مٿن خول چڙهيل هو. انهن مان ڪي (خول مان ٻاهر نڪتل) ڏاڙهيءَ سان هئا.“

(٨) ڇهہ مهينا پوءِ، تاريخ پهرين جون ١٩٧٩ع تي، ايشيا کنڊ جي وچ مشرق جي ملڪ ” ڪويت“ ۾ هڪ ” اڏامندڙ ٿالهي“ نظر آئي، جيڪا ڪويت جي بيس سٽلائيٽ اسٽيشن کان پنجاهہ ڪلوميٽر پري زمين تي لٿي. اتي اٺ مالهو موجود هئا. اهي جڏهن انهيءَ عجيب شيءِ کي ڏسڻ لاءِ اڳتي وڌيا تڏهن بيس اسٽيشن جو برقي نظام بند ٿي ويو، جيڪو تڏهن پيهر چالو ٿيو جڏهن اها عجيب چيز ست منٽ ترسڻ بعد پيهر تيز عمودي اڏام سان، بنا آواز جي، آسمان ۾ غائب ٿي وئي. انهيءَ وچ ۾ اتي موجود انن شاهدن ڏٺو تہ اها شيءِ اٽڪل ۴ ميٽر ويڪري ۽ اٺ ميٽر اوچي هئي.

(٩) ١٩٨۴ع جي اونهاري جي هڪ رات ، هن راقم الحروف، لڪيءَ جي جبلن ۾ هڪ لقاءُ ڏٺو. هڪ سفيد روشني جو گولو جبلن جي طرف کان پروازڪندو اچي وڃي رهيو هو. انهيءَ کان خوف ٿيڻ لڳو،ڇاڪاڻ تہ اهو هڪ غير معمولي نظارو هو.

(١٠) تاريخ ٢٩ مئي ١٩٩١ ع تي خبر شايع ٿي تہ اطلاعن مطابق روسي فضائيہ هڪ اڏمندڙ ٿالهيءَ تي قبضو ڪيو آهي. انهيءَ جي انن خلائي ساهدارن کي ٻاڻ وٽ جهلي، اڏامندڙ ٿالهي آمريڪا جي NASA ريسرچ سينٽر کي تحقيق ڪرڻ لاءِ رواني ڪئي آهي. انهي سال خود آمريڪا ۾

راسويل (Rasswell) جي علائقي ۾ هڪ اڏامندڙ تاڪي زمين تي ڪري تباهه ٿي وئي. ناسا (NASA: National Aeronautical Space Adminisration) هڪدم انهيءَ خبر کي مخفي قرار ڏنو ۽ اعلان ڪيو ته اها شيءِ هڪ هوائي غبارو هئي. تاهم بعد ۾ شايع ٿيندڙ خبرن مان معلوم ٿيو ته " ناسا" وارا انهيءَ جاءِ تان خلائي ساهوارن جا ڪجهه سڙيل لاشا کڻي ويا هئا ۽ سموري واردات کي لڪائي ڇڏين. انهن وٽ انهيءَ بابت بيشمار تصويرون ۽ حيرت انگيز ثابتيون آهن. ليڪن جيئن ته هو انهن کي سمجهي نه ٿا سگهن تنهن ڪري ڪجهه به ظاهر ڪرڻ لاءِ تيار نه آهن.

(١١) " پيورٽوريڪو" (Peurto Rico) شهر جي ڪيترن عام شهرين ۽ پوليس وارن جي بيان مطابق انهن عجيب ساهوارا ڏٺا آهن جن جون اکيون ڳاڙهيون هيون ۽ اڌ جسم انسانن وانگر هئن. شهر جي ميئر جو خيال آهي ته اهي ڪنهن ٻئي گرهه تان آيا هئا، يا وري ڪنهن خفيه جينيٽڪ تجربي جو نتيجو آهن.

(١٢) ١٥ آگست ٢٠٠٠ع جي رات هڪ UFO بلوچستان جي شهر "فورٽ منرو " مٿان اڏامندي نظر آيو، جيڪو بعد ۾ راجن پور ضلع جي قبائلي علائقي ۾ PAF جي هوائي اڏي جي پرسان ڏٺو ويو.

(١٣) ٢٧ آگست ٢٠٠٠ع هڪ ٻيو UFO ڏٺو ويو ليڪن سندس زمين تي لهڻ جي جاءِ معلوم نه ٿي سگهي. ٢٨ آگست ٢٠٠٠ع تي ٻه ٻيا UFO اولهه کان آيا، جيڪي گاگن ٿل، کر ۽ گر دوراڪيه گاج (Girdo Rokei Gaaj) ۾ ڪيترن ماڻهن ڏٺا. سرڪاري طور تي انهن مسلسل پراسرار پروازن جي ڪابه وضاحت نه ڪئي وئي.

هاڻي سائنسدانن لاءِ خلائي مخلوق تي تحقيق ڪرڻ جو وقت اچي ويو آهي، انهيءَ لاءِ ڪيترا ادارا ۽ سهوليتون قائم ڪيون ويون آهن. مثال طور "سيتي" (SETI: Search for Extra _ territorial Intelli-gence) جيڪا امريڪا سرڪار جي سرپرستيءَ ۾ قائم ڪئي وئي آهي، ان پروجيڪٽ جو خاص مقصد ڌرتي تي خلائي مخلوق کي تلاش ڪرڻ آهي. ساڳي مقصد سان آمريڪا جي رياست ٽيڪساس ۾ ميوفان،(Mufon) تمام ذريعن کان ان بابت معلومات ڪٺي ڪري ان جو

تجزيو ڪري رهي آهي. ١٩٩٢ع ۾ هڪ بين الاقوامي ڪانفرنس منعقد ڪري، لاتعداد ائبڊڪشن (اغوا) رپورٽن جو جائزو ورتو ويو ۽ ڌار ڌار خبرن کي پاڻ ۾ ڳنڍڻ جي ڪوشش ڪئي وئي.

هاڻي خلائي ساهوارن جو تصور ناقابل ِيقين نہ رهيو آهي: سائنسي تحقيقات مان ثابت ٿي چڪو آهي تہ بيحد نامساعد حالات ۾ بہ زندگي قائم رهي ٿي ۽ نہ فقط ساهوارا پنهنجو ساهہ ٽڪائي سگهن ٿا بلڪ هر طرح جي ترقي بہ ڪري سگهن ٿا ۽ ماحول سان مڪمل مطابقت حاصل ڪري وڃن ٿا. پاڻي زندگيءَ لاءِ ضروري آهي. زحل (Saturn)جي چنڊ يورپا تي پاڻيءَ جي موجودگي جو امڪان آهي. انهيءَ کان وڌيڪ مريخ (Mars) تي پاڻي ۽ زندگي جي وجود جا امڪانات آهن. تازو ناسا جي جاري ڪيل اعلان مطابق جميل پاڻي کان علاوه مريخ تي پاڻيٺ جي صورت ۾ پاڻي جي هجڻ جا اڻ سڌا اهڃاڻ ملن ٿا. ڪاميابيءَ جي صورت ۾ اهو بہ ممڪن آهي تہ مختلف ساهوارن ۽ سندن دنيائن جي وچ ۾ بين الخلائي تعلقات قائم ٿي وڃن.

ڊاڪٽر رابرٽ ٽيمپل (Dr:Robert Temple) فلڪيات يا علم هيئت (Astronomy) جو هڪ ماهر محقق آهي. پنهنجي ڪتاب د سائريس (The Sirius) ۾ هن دنيا کان الڳ ٿلڳ زندگي گذاريندڙ هڪ قبيلي جو ذڪر ڪيو آهي، جيڪو آفريقا جي ننڍي صحارا رڻپٽ ۾ رهي ٿو. انهن ماڻهن جو چوڻ آهي تہ پنجاهہ هزار سالن کان هنن وٽ سائريس ستاري جي نظام (Sirius Star System) بابت معلومات. پشت بپشت، رهندي آئي آهي. اهو علم هنن کي هڪ ساهواري وٽان مليو جيڪو "روشنيءَ جي جهاز" ۾ چڙهي " سائريس ب کان آيو هو. انهيءَ قوم جو نالو " دوگن" (Dogan) آهي.

## نور ( روشني) جي حقيقت (The Light)

هي حقيقتون آهن يا سائنسي ناول (Science fiction) آهن؟ انهيءَ سوال کي حل ڪرڻ لاءِ " روشني" جو باريڪ بيبي ۽ ڪليل ذهن

سان مطالعو ڪرڻ ضروري آهي. روشني تي زندگيءَ جو دارومدار آهي.
روشنيءَ تي سائنس جا اصول ٻڌل آهن. سج جي گرم روشنيءَ کانسواءِ
ڌرتي تي ڪوبه وجود باقي نه رهندو. تنهنڪري روشنيءَ جي حقيقت ڄاڻڻ
گهرجي. اسلامي تعليمات مطابق ڪل ڪائنات جو خالق " نور" آهي، هُو
آسمانن ۽ زمين جو " نور" آهي.: " روشنيءَ مثان روشني ( آهي). الله
تعاليٰ جنهن کي چاهي ٿو تنهن کي انهيءَ " نور" ۾ پهچائي ٿو. ( قرآن:
سورة النور. آية ٣٥) اهوئي روشنيءَ جو سرچشمو آهي، جيڪو سج ۽
سيني سيارن کي روشني بخشي ٿو، انسان جي نسُ نسُ ۾ نور سمايل آهي
جنهن ڪري سندس گوناگون جسم ڪم ڪري ٿو. ذهن عقل ۽ الهام به
انهيءَ نور جي ذريعي حاصل ٿين ٿا، ۽ سائنس انهي نور جي سرچشمي تائين
پهچي سگهي ٿي.

تاريخ ٢١ جولاءِ ٢٠٠٠ع " گارجن نيوز سروس" هڪ رپورٽ شايع
ڪئي، جنهن مطابق پرنسٽن يونيورسٽي جي ماهرين طبعيات هڪ اهڙي
روشني تلاش ڪئي آهي، جيڪا روشنيءَ جي معلوم رفتار کان ٽي سؤ دفعا
وڌيڪ تيزيءَ سان سفر ڪري ٿي. سائنسدانن جي طرفان روشنيءَ جي رفتار
جو ڪاٿو هڪ لک ڇهاسي هزار ٻه سؤ ٻياسي ميل في سيڪنڊ آهي، ٢٨٢،
١٨٦، ميل في سيڪنڊ جي رفتار کي جيڪڏهن ٣٠٠ دفعا وڌائجي ته اها
٥،٥٨،٨٤٦٠٠ ( پنج ڪروڙ اٺونجاهه لک چوراسي هزار ڇهه سؤ) ميل في
سيڪنڊ ٿيندي. " روشنيءَ" جو وجود آهي، ليڪن وقت جو ڪوبه وجود
نه آهي تنهن ڪري وقت، جيڪو انسان جي ذهن جي ايجاد آهي، روشنيءَ
جي رفتار مطابق مقرر ڪيو ويو آهي. يعني جڏهن روشني هڪ سڌي ليڪ
۾ ٢٨٢، ١٨٦، ميل سفر ڪري ويندي ته اهو هڪ سيڪنڊ شمار ٿيندو.
تازي تحقيق جيڪڏهن عمومي طور تي صحيح ثابت ٿي ته هڪ سيڪنڊ،
يعني اک ڇنڀ ۾، روشني ساڍا پنج ڪروڙ ميلن کان وڌيڪ پري جاءِ تي
پهچي سگهي ٿي. علم طبعيات جي اصول مطابق ڪابه شيءِ، يا ان جو هڪ
ناقابل تقسيم حصو، ائٽم، روشنيءَ جي رفتار کان وڌيڪ رفتار سان تحرڪ
يا سفر ڪري نه ٿو سگهي. تنهن ڪري وقت ۽ روشنيءَ جي نسبت هن ريت
آهي ته جڏهن ڪنهن ائٽم جي رفتار روشنيءَ جي رفتار جي قريب ٿيندي

ويندي تہ وقت جي رفتار گھٽبي ويندي ۽ جڏهن اها روشنيءَ جي رفتار تي پهچندي تہ وقت بيهجي ويندو ۽ پوئتي موٽ ڪائيندو. واپسي ۾ وقت جي رفتار سپر ليومينل (Super Luminal) رفتار مطابق هوندي. سپر ليومينل رفتار ڇا آهي؟

" ليومين" (Lumen) سائنس جو هڪ محاورو آهي، جيڪو مختلف سائنسي علوم ۾ هڪ ڪاٽي يا پيماني طور استعمال ٿو ٿئي: "نباتات" (Botany) ۾ هڪ سيل وال، يا جسم جزي جي ڪناريءَ يا پتِ ۾ جيترو اسپيس يا وٿي ۽ وچوٽي آهي، انهيءَ کي ليومين چئجي ٿو. علم بدن (Anatomy) ۾ ، هڪ نليدار عضوي (Tubular organ) جي پور (Cavity) جي پيمائش "ليومين" ۾ ڪئي وڃي ٿي. طبعيات ۾ روشنيءَ جي هڪ شعاع کي " ليومين" چئجي ٿو يا توانائيءَ جي رواني (Flow) جي شرح (Rate) جي ايڪي کي " ليومين" ۾ جاڇايو وڃي ٿو، يا روشنيءَ جي انهيءَ ايڪي کي "ليومين" چئجي ٿو جيڪو هڪ سيڪنڊ ۾ پنهنجي مرڪز کان مقرر نشاني تي پهچي ٿو. انهيءَ سلسلي ۾ هڪ استيريڊئن (Steradian) جي سالم ڪنڊ ۾ هڪ ڪئنڊيلا جي هڪ جيتري تيزي ۽ انهي ذريعي جو نقطو (Point __ Source) مزيد اصطلاحات ۽ ويچار آهن جن جي ذريعي "ليومين" جي رفتار معلوم ڪئي وڃي ٿي. " سپرليومينل" رفتار جو مطلب ٿيو تہ روشنيءَ جي انهيءَ معلوم ڪيل شعاعي رفتار کان بہ وڌيڪ تيز رفتار، جنهن سان " وقت" روشني جي رفتار کان پوئتي موٽ ڪائي ٿو. انهيءَ رفتار جي تيزيءَ جو دارومدار انهيءَ روشنين ڪنڊڙ تي آهي، جنهن کان روشني شروع ٿي آهي. " روشن نقطو هميشه منور رهي ٿو ۽ ان ۾ تابڪاريءَ جا اضافي مادا (Additives) موجود رهن ٿا.

فلڪيات جي ماهرين (Astronomers) خلاجي سياهہ سوراخن جي چوگرد ڦرندڙ روشنيءَ جي لاٽن جي رفتار جي پيمائش ڪئي تہ اها روشنيءَ جي رفتار کان تيز هئي، تنهن ڪري فيصلو ڪيائون تہ انهيءَ کي نظر جو ڌوڪو (Illusion) سمجهڻ گهرجي. پرنسٽن يونيورسٽي جي ماهرين طبعيات جي تجربي لاءِ پڻ اها راءِ قائم ڪئي وئي آهي تہ " اها

روشنيءَ جي اٽڪل بازي ٿي سگهي ٿي.“ امپيريل ڪاليج آف لنڊن جي پروفيسر جان مٿرنگوز جي اها راءِ آهي. روشني جون لهرون پنهنجي نقطہ آغاز يا روشن نقطي مان نڪرڻ کان هڪ سيڪنڊ جي ٦٢ ـ هين ارٻين حصي کان اڳ پنهنجي نشان مان نڪرنديون نظر آيون هيون. جيڪڏهن سائنسدان انهي کي حقيقت تسليم ڪن ٿا تہ سندن صدين جو ناهيل ” سبب جو اصول“ (Principle of Causality)غلط ثابت ٿو ٿئي. ٻئي هڪ نظرياتي طبعيات جي ماهر، پال ڊيويز (Paul Davies) چيو تہ ” جلديءَ ۾ درسي ڪتابن کي رديءَ جي ٽوڪريءَ جي حوالي نہ ڪريو، هميشه تفصيلي مطالعو ڪرڻ گهرجي. (The Devil is in the detail ....) تفصيلات تي غور ڪرڻ ضروري آهي. هاٽي ايئن چوڻ تہ ڪو بہ ائٽم روشنيءَ جي رفتار کان تيز رفتار نہ آهي، مناسب نہ ٿيندو، ڇاڪاڻ تہ روشني جي ناڙ، يا نبض روشنيءَ جي رفتار کان تيز ٿي سگهي ٿي. روشنيءَ جي نبض، مختلف ” فريڪئنسيز“ جي لهرن جو، مجموعي انداز آهي، ريڊيو نشريات جي عمل ۾ آواز جي حامل لهرن جي فريڪئنسي گهٽائي وڌائي سگهجي ٿي جنهن سان ماحول جي حالات ۽ عمل کي زائل ڪري سگهجي ٿو. ٣ ۽ ٣٠ ميگاهرٽز جي درميان ريڊيو فريڪئنسيءَ کي هاءِ فريڪنسي ۽ ٣٠ کان ٣٠٠ ڪلوهرٽزکي لوفريڪئنسي شمار ڪيو وڃي ٿو. روشنيءَ جي نبض سمنڊ جي لهرن وانگر چوٽ چڙهي وڃي ٿي ۽ ان جو اڳل (Leading edge) بہ ٿئي ٿو، جيڪو انهيءَ جي اڳيان وڌندو رهي ٿو. پرنسٽن تجربي مان ثابت ٿيو تہ هڪ تيز رفتار روشنيءَ جي نبض ڪنهن جاءِ ۾ داخل ٿيڻ کان اڳ خارج ٿي سگهي ٿي. اها ثابتي سائنس جي مڃيل اصول جي خلاف آهي، جنهن مطابق سبب (Cause) اثر (Effect) کان اڳ ۾ عمل پذير ٿئي ٿو. انهيءَ سان آئنسٽائين جو نظريہ اضافت بہ رد ٿي وڃي ٿو، ليڪن سائنسدان آسانيءَ سان ائين ڪرڻ نہ ڏيندا. سندن چوڻ آهي تہ (١) مادي (Matter) جي برعڪس روشنيءَ (Light) جو گڏيل ڳوڙهو جسم (Mass) نہ ٿو ٿئي. انهيءَ کي جزن ۽ لهرن جو سلسلو سمجهڻ گهرجي. (٢) هن نئين تجربي مان اهو ثابت نہ ٿو ٿئي تہ ڪنهن طريقي سان عام رواجي شيون وقت يا زماني ۾ اڳتي پوئتي وڃي سگهن ٿيون. ( لاس

انجلس ٽائيمس، ڊان ٢٢ جولاءِ ٢٠٠٠ع).

## روحاني مجلسون (Seance)

سر اوليور ( جوزف) لاج (١٩٤٠ ـ ١٨٥١ع) انگريز ماهر طبعيات جوپٽ ريمنڊ پهرين مهاڀاري لڙائيءَ ۾ مارجي ويو. پُٽ جي جدائي اوليور لاج لاءِ ناقابل برداشت هئي. هن مختلف تجربن ذريعي پنهنجي فوتي پٽ جي روح سان رابطو قائم ڪيو. انهن تجربن کي سرِ اوليور لاج قلمبند ڪيو ۽ ڪتاب جو عنوان " ريمنڊ" رکيو. هو جديد نفسياتي تحقيق جو باني سمجهيو وڃي ٿو. سندس ٻہ ڪتاب خاص مشهور آهن:" پاسٽ ييئرس ـ ائن آٽو بايو گرافي ( ١٩٣٠ع) ۽ " ماءِ فلاسافي" ( ١٩٣٣ع). سندس تحقيق مطابق زندگيءَ جي موت بعد بہ، باقي رهڻ جا شواهد مثبت ۽ حتمي آهن (چئمبرسس ج ٨ ، ص ٦٤٣). سندس تجربات جو سلسلو سن ١٨٨١ع کان شروع ٿيو هو، جڏهن يونيورسٽي ڪاليج لورپول ۾ طبعيات جي چيئر تي نامزد ٿيو. انهن تجربن ۾ هڪ اوزار جو استعمال شامل هو، جنهن کي " ڪوهرر" (Coherer) چئجي ٿو. انهيءَ اوزار ذريعي برقي لهرون معلوم ڪيون وڃن ٿيون. تجربي جو طريقو هن طرح هو تہ نامڪمل رابطي جي روڪ کي اهڙي طرح گهٽايو وڃي جيئن ڪشش اتصال (Cohesion) جي حالت ۾ ٿيندو آهي، جنهن ۾ هڪ جسم جا موافق ذرات پاڻ ۾ ڳنڍجي ويندا آهن ۽ علم نباتات ۾ انهيءَ کي ڪنڪريسنس (Concrescence) يا اجتماعي واڌ يا گڏ وڌڻ چئبو آهي. اهو هڪ منطقي تعلق آهي جيڪو ذرن کي جسم بنجڻ ۾ مدد ڏئو ڪري. ماهر طبعيات اوليور لاج کي هنن تجربن جي بنياد تي " بناتندتار ٽيليگرافي" جي بانين ۾ شمار ڪيو ويو ( ايضا). بعد ۾ هن نظر جي علم يا آپٽڪس ذريعي معلوم ڪيو تہ ٻن تيز ڦرندڙ فولادي ٿالهين جي وچ ۾ موجود " ايٿر" پنهنجي جاءِ تي ساڪت رهي ٿي ۽ ڦرندڙ ٿالهين جي اثر هيٺ گردش نہ ٿي ڪري ( ايضا). "ايٿر" جا مختلف نالا آهن: آڪاس، ٻولاريا، " سوڪيموايو" جيڪو"وايومنڊل" يا ماحول

[illegible] روحاني

(Ethereal)عنصر شمار ڪجي ٿو.

سراوليورلاج پنهنجي ڪتاب " ريمنڊ" ۾ انهن روحاني مجلسن "سيئانس" (Seance) جو ذڪر ڪيو آهي جيڪي هو پلئنشيٽ بورڊ تي منعقد ڪندو هو. پلئنشيٽ هڪ تختو آهي، جيڪو ٻن ننڍن ڦيٿن يا ڪسٽرن (Casters) ۽ پينسل جي چهنب تي چاڙهيو ويندو آهي. انهيءَ تي خود بخود الفاظ لکجي ويندا آهن جن کي روح جا پيغام چيو ويندو آهي. سرلاج جا تجربا اڪثر طور تي مستند تسليم ڪيا ويا، جيڪي اڄ ڏينهن تائين ڪيترن عاملن جي طرفان ڪيا وڃن ٿا ۽ مري ويل انسانن جي روحن سان رابطو قائم ڪرڻ ۾ جزوي يا مڪمل ڪاميابي حاصل تي ٿئي.چيو وڃي ٿو ته انهيءَ عمل لاءِ ڪافي يڪسوئي، يقين ۽ ارادي جي قوت درڪار آهي.

## مرڻ بعد ٻيهر جيئرو ٿيڻ (Resuscitation)

روحن جي حاضرات، موت کانپوءِ، زندگي جي شهادت آهي. انهيءَ شهادت کي جيڪر نظر انداز ڪجي، جيئن اڪثر سائنسدان ناقابل فهم شهادتن کي نظر جو ڌوڪو، يا وهم سمجهي رد ڪندا آهن، تاهم اُنهن انسانن جي ذاتي تجربي کي ڪيئن رد ڪجي جيڪي هڪ دفعو مري ويا ۽ پوءِ وري جيئرا ٿي پيا. اهڙا مثال دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ٿيندا رهن ٿا ۽ اڪثر انسانن کي ذاتي طور تي معلوم آهن. تازو سال ١٩٧٧ع ۾ هڪ ڪتاب شايع ٿيو. جنهن ۾ اهڙن ڏيڊ سؤ مثالن جا تفصيلات ڏنل آهن. ڊاڪٽر ريمنڊ موڊي ( جونئر) جي ڪتاب " لائيف آفٽر لائيف" ۾ ڪُل ڏيڊ سؤ مثالن مان فقط ٥٠واقعن کي تفصيل سان بيان ڪيو ويو آهي ۽ ٻئي جلد، "ريفليڪشنس آن لائيف آفٽر لائيف" ۾ انهن واقعن جي چنڊ ڇاڻ ڪئي وئي [illegible] انسانن جو عام تجربو هن ريت آهي:" هڪ انسان مري رهيو آهي ۽ جڏهن انتهائي جسماني تڪليف جي حد تي پهچي ٿو ته پنهنجي معالج جي [illegible] پنهنجي موت جو اعلان ڪندي ٻڌي ٿو. پوءِ هڪ تڪليف ده گوڙ ٻڌي ٿو. [illegible] وڄي رهيا آهن، يا زور سان سيٽيون وڄي رهيون آهن ۽

ساڳي وقت پاڻ کي چرندو محسوس ڪري ٿو، هڪ سرنگهه منجهان تيزيءَ
سان گذري وڃي ٿو ۽ پوءِ پاڻ کي پنهنجي جسم کان ٻاهر، ساڳي ماحول
۾ موجود ڏسي ٿو ۽ پري کان پنهنجي مرده جسم جو نظارو ڪري ٿو. ڄڻ
ته هڪ تماشبين آهي. جسم کي ٻيهر ساهه کڻائڻ جون ڪوششون پنهنجي
غير معمولي جاءِ تان ڏسندو رهي ٿو ۽ هڪ جذباتي هيجان جي حالت ۾
آهي. ٿوري دير بعد پاڻ سنڀالي وٺي ٿو ۽ پنهنجي عجيب ڪيفيت سان
واقف ٿيندو وڃي ٿو: هن کي نظر اچي ٿو ته اڃا به ڪيس هڪ جسم آهي،
ليڪن جيڪو جسم ڇڏي آيو آهي، انهيءَ کان بلڪل مختلف نوعيت ۽ قوتن
وارو جسم آهي . پوءِ جلدي ٻيا واقعا رونما ٿيڻ شروع ٿا ٿين، ٻيا سندس
ملاقات ۽ مدد لاءِ اچن ٿا. هن کي انهن عزيزن ۽ دوستن جا روح نظر اچن ٿا،
جيڪي اڳئي مري چڪا آهن ۽ (پوءِ) هڪ نوراني هستي، جيڪا اڳي
ڪڏهن نه ڏٺي هئائين، ظاهر ٿيڻ لڳي ٿي: اها هستي هن کان هڪ سوال
پڇي ٿي، جيڪو زباني نه آهي ۽ سندس زندگيءَ جي تجزئي بابت آهي ۽
انهي ۾ سندس زندگي جي اهم واقعن جي همه وقت منظر نمائي ذريعي،
سندس مدد ڪري ٿي. ڪنهن نقطي تي پهچڻ بعد، هو هڪ روڪ يا حد
محسوس ڪري ٿو، جيڪا بظاهر ڌرتي جي زندگي ۽ آخرت جي زندگي جي
وچ ۾ سرحد جي نشاندهي ڪري ٿي. تنهن هوندي به هن کي معلوم ٿو ٿئي
ته ڪيس واپس ڌرتي جي زندگي طرف موٽي وڃڻو آهي، ڇاڪاڻ ته سندس
موت جو وقت اڃا نه آيو آهي. انهيءَ وقت هو مذاحمت ڪري ٿو، ڇاڪاڻ ته
ايستائين هو آخرت جي زندگي جي تجربن جو مزو وٺي چڪو آهي ۽ موٽي
وڃڻ نه ٿوچاهي: خوشي جي انتهائي احساس، پيار ۽ سڪون ۾ وڃي ويو
آهي. سندس لاڙي جي باوجود، ڪنهن طرح هو پنهنجي طبعي جسم سان
ٻيهر ملي وڃي ٿو ۽ زنده رهي ٿو. بعد ۾ هو ٻين کي ( انهي بابت) ٻڌائڻ
جي ڪوشش ڪري ٿو،ليڪن انهيءَ ۾ ڪيس دشواري ٿئي ٿي: پهرين ته هن
کي اهي الفاظ نه ٿا ملن جن ۾ دنيا کان ٻاهر جي [illegible] ڪري، پوءِ
محسوس ڪري ٿو ماڻهو مٿس چٿرون پيا ڪن. تنهن ڪري هو ماڻهن سان
ڳالهيون ڪرڻ ڇڏي ٿو ڏئي، تاهم سندس تجربو [illegible] زندگي تي بيحد
اثر انداز ٿئي ٿو خاص طور تي موت ۽ زندگي [illegible] جي تعلق بابت

يوتن کي ڪنهن زنده انسان لاءِ ڪوپيغام ڏيڻو هوندو آهي. اٽڪل پنجاهه سال اڳ لاڙڪاڻي جي گوراقبرستان وٽان گذرندي هڪ درزيءَ سان اهڙو لقاءُ ٿيو. هن ڏٺو تہ قبرستان جي احاطي تي پوليس سپريٽينڊنٽ جو مري ويل پٽ ويٺو آهي، جنهن کيس سڏي چيو تہ مونکي سگريٽ وٺي آڻي ڏي. اهڙا بيا بہ گهڻا واقعا ٿيا آهن جن ۾ مري ويل ماڻهن کي ڪفن ۾ ويڙهيل حالت ۾ هيڏي هوڏي هلندي ڏٺو ويو آهي. انهن کان ڊڄڻ نہ گهرجي، ڇاڪاڻ تہ هو بين جي جي ڪم اچڻ چاهن ٿا، ۽ ڪين جسم نہ آهن، جنهن سان ڪو نقصان پهچائي سگهن، يا ڪو فائدي جو ڪم پاڻ ڪري ڏين، فقط شعوري طور تي ڪجهہ معلومات، جيڪڏهن وٽن ڪا باقي آهي، زنده انسانن کي ڏئي سگهن ٿا. بروس جي دعويٰ موجب هن ڪيترن يوتن کي پنڪڻ کان ڇڏائي سندن مناسب مقام تي پهچايو آهي ۽ ڪيترن گهرن کي سندن موجودگي کان آجو ڪيو آهي.

” حيات بعد ممات“ يا موت کان پوءِ زندگي جو موضوع گهڻن مذهبي عالمن، سائنسدانن ۽ مفڪرن جي دلچسپي ۽ توجہ جو مرڪز رهيو آهي. انهيءَ کي ” آخرت“ جو نالو ڏنو ويو آهي. آخرت جي زندگي ۽ ٻئي جنم (Rebirth) ۾ فرق آهي.

## خوابن جي دنيا:

ڇا خوابن وسيلي ايندڙ وقت بابت آگاهي حاصل ٿئي ٿي؟ سچا خواب ڪيئن ٿا ڏسجن؟ ڇٽا خواب، يا اهي خواب جن ۾ خواب ڏسندڙ محسوس ٿو ڪري تہ هو خواب ڏسي رهيو آهي، جنهن کي ماهرين ليوسڊ ڊريمنگ (Lucid dreaming) نالو ڏنو آهي، انهن تي گذريل صدي کان ڪجهہ تحقيق ٿي آهي. ننڊ جي تجربيگاهن (Sleep laboratories) ۽ ڪمپيوٽر جي استعمال، خوابن تي تحقيق ڪرڻ ۾ هٿي ڏني آهي. سال ١٩٩۴ع کان، ڪيٿ هيئرن ۽ ڊيوڊ ميلبورن جي ڪيل تحقيق ” ڊريمس“ (Dreams) جي عنوان سان تازو شايع ٿي آهي. ڪتاب جي آخر ۾ هنن هڪ سوالنامو ڏنو آهي، جيڪو بيحد ڇٽن، ڏندلايل ۽ وچ ٿرن خوابن بابت

آهي، جن ۾ خواب ڏسندڙ کي معلوم ٿي رهيو هو تہ هو خواب ڏسي رهيو، يا رهي آهي ۽ خيال ذريعي انهن خواب کي پنهنجي مرضيءَ مطابق هلايو پيو وڃي، هنن محققن جو خيال آهي تہ اهڙي طرح ڪني ڪيل معلومات مان خوابن جي نوعيت تي مزيد پروسي جوڳي تحقيق ٿي سگهي ٿي.

خوابن جي تعبير بابت مٿي ڄاڻايل محققن هڪ تضاد (Paradox) جو ذڪر ڪيو آهي: " اسانکي محسوس ٿيو تہ گهٽين حالتن ۾، قديم تهذيبن اندر، انسانن کي، جديد انسان کان گهٽي بهتر، خوابن بابت ڄاڻ هئي. ازانسواءِ مختلف قسمن جون ثقافتون جيڪي اڄڪلهہ دنيا ۾ ڦهليل آهن، جهڙوڪ آسٽريليا جا قديم باشندا (Aboriginals)، آمريڪا جا رهواسي (Native Americans) ۽ ويسٽ انديز (West Indies) معاشرا ۽ آفريقا جون ڪيترين تهذيبون، خوابن متعلق ڪجهہ پهلوئن کان مغرب کان وڌيڪ باخبر آهن، بالخصوص روحاني پهلو بابت وڌيڪ ڄاڻ رکن ٿا." (ص ۷):

خوابن جي دنيا علم طبعيات جي قانونن کان بالاتر آهي، جديد دور جا سائنسدان، خوابن جي پيشبينيءَ (Premonition) کي تسليم نہ ٿا ڪن ليڪن مذڪور مصنفن محسوس ڪيو تہ " جيڪڏهن اسين روح جي وجود ۽ متعدد دستوري واقعن سان گڏ بين متوازي واقعن جي ظهور پذير ٿيڻ کي مدنظر رکندا سين تہ خوابن جو بهتر مفهوم حاصل ٿي سگهندو. دستوري واقعن سان گڏ خوابن ذريعي ايندڙ واقعن بابت اڳوات ڄاڻ ملي ٿي ۽ ٽيليپٿي (Telepathy) ذريعي ڏورانهن واقعن کي محسوس ڪيو وڃي ٿو، ۽ اهڙا بيا ڪيترا متوازي واقعا ٿيندا رهن ٿا. هنن محققن اهڙن خوابن جا تفصيل گڏ ڪيا آهن، جن کي اڳوات ڄاڻ ڏيندڙ (Precognitive) خواب چئي سگهجي ٿو ۽ جو نتيجي تي پهتا آهن تہ خواب درست پيش بينيءَ جو هڪ عام ذريعو آهن." ( ايضا - ص ۷) ڊيوڊ ميلبورن جو جنبش جي عمل جو نظريو (Trigger mechanism theory) پيامبر خوابن تي ٻڌل آهي. لاشعور، خواب ڏسندڙ کي بجنسي جاڳائي، خواب تي توجہ ڪرڻ لاءِ مجبور ڪري ٿو. ڊاڪٽر هيئرن (Dr. Hearne) هنش طريقي (Hunch methods) ذريعي چٽــو خواب (Lucid dream) ڏسندڙ جو ٻاهرين

دنيا سان مواصلاتي رابطو قائم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. بظاهر اهو ناممڪن هو، ڇاڪاڻ تہ خواب جي حالت ۾ جسم بيوس هوندو آهي، جيڪڏهن ڪو ڇتو خواب ڏسندڙ چاهي بہ ڪٿي تڏهن بہ فقط خيالي طور ڪجهہ ڪري سگهي ٿو، جسماني طور ڪجهہ بہ نہ ٿو ڪري سگهي. ڊاڪٽر هيئرن ، ننڊ تي ڪيل تحقيق مان حاصل ڪيل حقيقت، يعني خواب جي حالت ۾ بند پيل اکين اندر ماڻڪين جي تيز چر پر، رئپڊ آءِ مووومينٽ (REM)، جي بنياد تي پنهنجي معمول کي چيو تہ جڏهن ڇتو خواب ڏسڻ شروع ڪرين، تڏهن اکين جي ماڻڪين کي کابي ساڄي طرف واري واري سان ڦيرائجان. تاريخ ١٢ اپريل ١٩٧٥ع، خوابن تي تحقيق جي تاريخ ۾ اهم رهندي، جڏهن ڊاڪٽر هيئرن جو اهو تجربو ڪامياب ٿيو. صبح جو انڪل ٨ بجہ، جڏهن معمول ننڊ جي " آر اي پي" مرحلي ۾ هو ۽ يقينا ڪو خواب ڏسي رهيو هو، تڏهن هن ڏنل هدايت مطابق اکين جي ماڻڪين کي واري سان کابي ساڄي ڦيرائڻ شروع ڪيو. سجاڳ ٿيڻ بعد ٻڌايائين تہ خواب ۾ هو يونيورسٽي جو سير ڪري رهيو هو. اوچتو هن محسوس ڪيو تہ مان خواب ڏسي رهيو آهيان ۽ ياد آيس تہ مونکي اکين جي ماڻڪين کي کابي ساڄي ڦيرائڻو آهي، سو ائين ڪيائين.

ڊاڪٽر هيئرن انهي تجربي کي هن ريت بيان ڪيو آهي: " اهو ائين هو، جيئن ڪنهن ٻئي نظام شمسيءَ مان پهريون دفعہ اشارا ملي رهيا هئا. چارٽ رڪارڊ ڏيکاريو ٿي تہ معمول سجاڳي کان بلڪل مختلف حالت ۾ هو ( يعني ننڊ ۾ هو، بيهوش هو، ۽ خواب ڏسي رهيو هو)، تاهم هو مڪمل طور تي شعوري حالت ۾ هو ۽ پنهنجي حالت کان واقف هو. اها فلسفي جي لحاظ کان هڪ حيرت انگيز ڳالهہ هئي: هي انسان هڪ مڪمل حقيقي حالت هيٺ هو، جنهن کي اسين " خواب" سڏيون ٿا. هو خواب جي دنيا بابت ڄاڻ ڏئي رهيو هو ۽ اها خواب جي دنيا سندس حقيقي سجاڳي جي حالت سان تعلق ۾ هئي. ( - ايضا - ص ٣٤) ڊيوڊ ميلبورن جي تحقيق مطابق " لاشعور ۽ شعوري سجاڳي جي درميان هڪ دائمي رابطي جو هجڻ ممڪن آهي." ( - ايضا- ص ١٠٩).

شعور ۽ لاشعور جو طبعي رابطو، سائنسدانن لاءِ هڪ ڪل جهڙي ڳالهہ

اهي، ليڪن هو اهو نہ سمجهائي سگهندا تہ هڪ ئي قسم جا خواب ڪيئن مسلسل ڏٺا وڃن ٿا ۽ اهي سچا ثابت ٿين ٿا. مثال طور، اسانجي تحقيقاتي ذريعي مطابق، تاريخ ١٠ مئي ١٩٨٢ع تي، سومر جي رات، ڊاڪٽر ڊيوڊ ميلبورن جي معمول، " باربرا گارويل (Barbara Garwell) جيڪا هڪ گهريلو خاتون آهي، خواب ڏٺو ۽ اهو ڪيس لکي موڪليائين ۽ ٽيليفون تي زباني طور تي ٻڌايائين: " جيئن مان بستري تي سِتس ۽ اکيون بند ڪيم، تيئن ڏٺم تہ هڪ محل جي قلعي اڳيان بيٺي آهيان، قلعي منجهان اٽڪل اٺ مولودي چوڪرا، جيڪي مذهبي گيت ڳائيندا آهن، يا قربان گاهہ ۾ هوندا آهن، ٻاهر نڪتا. گهڻا ماڻهو جمع ٿي ويا هئا ۽ افراتفري هئي. انهي مجموعي جي وچ ۾، مون اچي ويس ۾ هڪ صورت ڏٺي، اهو عاليٰ حيثيت وارو هو، جيئن پوپ! " فقط ٽن ڏينهن بعد، پورچوگال ۾ فاطمہ جي آستانہ (Fatima shrine) وٽ پوپ تي خوني حملو ٿيو: باربرا جي هڪ ٻئي چٽي ۽ سچي خواب مطابق ٢ اپريل ١٩٨٢ع تي فاڪلئنڊ ٻيٽن مٿان ارجنٽائين جي فوجن حملو ڪيو، بار بار چيو تہ اهو منظر هڪ ڏينهن اڳ هن اهڙو چٽو پٽو ڏٺو جهڙو واقعي بعد ٽيليويزن تي ڏيکاريو ويو هو. ( ايضا – ص ٤٦) اهو هڪ مثال آهي ذهن جي طرفان مستقبل ۾ پيشقدمي ڪرڻ جو، ۽ انهيءَ جو ذريعو هڪ سچو خواب آهي. دنيا جي تاريخ ۾ اهڙا بيشمار مثال ٿي گذريا آهن.

هڪ آسٽريلوي محقق، " ڊيوڊ اوٽس" (David Oats) سال ١٩٩١ع ۾ هڪ حيرت انگيز تحقيق جو انڪشاف ڪيو، جنهن مان معمولي گفتار ۾ لاشعور جي عمل دخل جو ثبوت مليو ٿي. هن هڪ گفتگو رڪارڊ ڪري، ٽيپ رڪارڊ کي ابتو هلايو تہ ڪڏهن ڪڏهن خاص لفظ، فقرا ۽ سچا جملا ٻڌڻ ۾ آيا، جيڪي اصل گفتگو جي موضوع مطابق هئا. انهيءَ عمل کي هن اضافي ڪيفيت (Complementerity) نالو ڏنو ۽ چيو تہ دماغ هڪ پيچيده چيز آهي ۽ لڳي ٿو تہ گفتگو کي ٻنهي پاسن کان چنبڙي چائي سگهي ٿو. مثال طور، چنڊ تي قدم رکندڙ پهرين انسان، " نيل آرمسٽرانگ" جا مشهور الفاظ: اهو انسان لاءِ هڪ ننڍو قدم آهي (Thats one small step for man) جڏهن ابتا وڄايا ويا تہ ٻڌڻ ۾ آيو تہ

"انسان خلا ۾ پنڌ ڪندو" (Man will spacewalk). اهو سوچي هڪ ڪشش محسوس ٿي ٿئي ته جڏهن به ماڻهو شعوري طور تي گفتگو ڪري رهيا آهن تڏهن سندن لاشعوري دماغ به هڪ ٻئي سان تواصل رکن ٿا ( ص ١١٢) لاشعوري ڏي وٺ ۾ صاف گوئي ۽ سچائي آهي، جنهن سبب ڪنهن وقت انسان جي واتان اها ڳالهه نڪري ويندي آهي، جيڪا هو لڪائڻ چاهيندو آهي، ٻئي طرف ائين به ٿيندو آهي ته لاشعوري طور تي واتان ڪجهه نڪري ويندو آهي ۽ اهو اوئين ٿي ويندو آهي. اهڙي طرح غيب جي ڳالهه خواب جي ذريعي جواب جي صورت ۾ ملي وڃي ٿي، مثال طور هڪ ٧٤ ساله خاتون پنهنجي پٽ جي بيماري بابت هڪ تشويشناڪ خواب ڏٺو ۽ خواب ۾ چيائين " ڪو منهنجي مدد ڪري" (Help me some-body) ۽ سندس ٽيپ رڪارڊ ڪيل لفظن کي جڏهن ابتو هلايو ويو ته ٻڌڻ ۾ آيو: " آءُ بچي ويندس." هي تجربو نفسيات جي علم لاءِ بيحد اهم آهي ۽ انهيءَ مان لاشعور جي عملي ڪاروائي بابت ڪافي انڪشاف ٿيڻ جي توقع آهي.

جيڪڏهن سائنس ۽ ٽيڪنولاجي، انهيءَ غير سائنسي يا مابعد طبعيات جي ميدان ۾، مڪمل ڪاميابي حاصل ڪئي ته پوءِ ٻين خفيه پرڪشش نعمتن سان گڏ خواب جي نعمت به شايد انسان کان کسجي وڃي. خاص طور تي اهو خطرو ليوسڊ ڊريمنگ جي عمل مان پيدا ٿو ٿئي. انهي عمل ۾ لامحدود قوت آهي. " سگمنڊ فرائڊ" کي به اهڙي قسم جو تجربو ٿيو هو ، ۽ " ينگ" به انهي قسم جي خوابن متعلق تحقيق ڪئي، ليڪن انهن کي جديد سهوليتون حاصل نه هيون. هن دور ۾ خوابن متعلق اسانجي معلومات وڌيڪ پيچيده آهي: ننڊ جا به قسم " ايس ڊبليو ايس" (SWS) ۽ " آر اي ايم" (REM) " سگمنڊ فرائڊ" ۽ " ينگ" ڪانپوءِ جي تحقيق آهي، تاهم پوئين قسم جي ننڊ جنهن ۾ خواب اچن ٿا، اجا مڪمل تحقيق هيٺ نه آئي آهي. " فرائڊ" جو نظريو قابل قبول نه ٿي سگهيو، جديد محققن، تنهن ڪري قديم روحاني نظريي طرف رجوع ڪيو آهي.

خوابن جي تاريخ قديم ترين تهذيبن کان شروع ٿئي ٿي ۽ تمام مذهبي

ادب ۽ الهامي ڪتابن ۾ خوابن جو ذڪر ڪيل آهي. ڪافي تعداد ۾ اهڙا تاريخي واقعا ملن ٿا جن جو ڪنهن خواب سان سڌو تعلق هو ۽ اهي سڀ چٽا ۽ سچا خواب هئا. مختصر جائزو ونجي ته معلوم ٿيندو ته بابل، آشور ۽ مصر جي قديم تهذيبن ۾ خوابن جا ديوتا ۽ ديويون هيون. " نينوا" جي عجائب گهر ۾ڪوفي رسم الخط ۾ اڪريل تحريرون جيڪي پڪي مٽيءَ جي تختين تي موجود آهن، چڱي طرح پڙهيون ويون آهن. انهن ۾ خاص قسم جي خوابن جو تعبير ڄاڻايل آهي. بابل جي ديومالا ۾ " مميو" (Mamu) خوابن جي ديوي هئي. مصر جي قديم تهذيب ۾ " سيراپس" (Serapis) خوابن جو ديوتا هو. سندس مندر ۾ خوابن جا چلا ڪڍيا ويندا هئا ۽ مذهبي عالمن کان خوابن جا تعبير ڪرايا ويندا هئا. انهيءَ علم جو مستند تاريخي ۽ مذهبي مثال حضرت يوسف عليه السلام جي ذڪر ۾ ملي ٿو. ازانسواءِ با معنيٰ خوابن ڏسڻ لاءِ تجربا ڪيا ويندا هئا. انهي ڪي آنا ڦوڙڻ جو عمل چوندا هئا، جيڪو جديد چٽن سچن خوابن جي طرز عمل کان مختلف نه هو. انهيءَ کي علاج معالجه ۾ به استعمال ڪيو ويندو هو، جيئن اڄ جا محقق دعويٰ ڪن ٿا. ڪجهه قديم مصري پيپرائي قسم جي تحرير ۾ پڻ خوابن جي تعبيرن جو تفصيل ڏنل آهي. اهڙي قسم جي هڪ تحرير ( ١٧٧٠ ق - م) ۾ ڄاڻايل آهي ته جيڪڏهن خواب ۾ زال پنهنجي مڙس کي چمي ڏئي ته گهرجي تباهي ٿيندي. خواب جو تعبير ابتي معنيٰ ۾ ڪرڻ جو اهو اوائلي ثبوت آهي. قديم يونان ۽ روم ۾ انهن نظرين کان علاوه الاهي، يا قدرت طرفان، رابطي جو نظريو موجود هو: " هپنوس" (Hypnos) ننڊ جو ديوتا ، ۽ " مارفيوس" (Morpheus) خوابن جو ديوتا، مڃيا ويندا هئا. حڪيم بقراط ڏانهن منسوب ڪيل هڪ خوابن جي ڪتاب (Treatise on Dreams) ۾ لکيل آهي ته خوابن ذريعي، علامتن وسيلي، لاحق ٿيندڙ بيماريءَ جو اڳواٽ پتو پوي ٿو. ( - ايضا- ص ص ١٥ - ١۴) خوابن جي انهيءَ علامتي تعبير مطابق تندرستي جي حالت ڪائنات جي حالت سان منسلڪ ( ڳنڍيل) آهي، حڪيم بقراط ( ٣٧٧ - ۴٦٠ ق-م Hippocrates) تسليم ڪيو ته ڪجهه خواب الهامي يا آفاقي (Divine) ٿين ٿا. ليڪن حڪيم ارسطو ( ق-م ٣٢٢

Aristotle ،٣٨٤) انهيءَ نظريي کي رد ڪيو. هن چيو تہ جيڪڏهن خواب الهامي هجن تہ فقط عالمن فاضلن کي نظر اچن، ليڪن خواب تہ گهٽ درجي جي جانورن کي بہ نظر اچن ٿا. هن اهو امڪان ڏيکاريو تہ خواب انسان جي اندروني تحرڪ، يا خواهشن، جو نتيجو آهن. افلاطون (٤٢٧ ٣٤٧ ق.م,Palto) ماڳهين ايئن چيو تہ " اها لاقانون جهنگلي حيوان قدرت آهي جيڪا ننڊ ۾ جهاتيون پائي ٿي." ( - ايضا- ص ١٥)

هڪ مزيد قديم نظريي مطابق ننڊ جي دوران، روح محو سفر رهي ٿو. اهو نظريو قديم يونان، چين ۽ ٻين متعدد قديم معاشرن ۾ عام هو، ۽ اڄ بہ اڪثر اهڙو گمان ڪيو ٿو وڃي.

خوابن بابت قديم روحاني نظريا يوناني نظرين مطابق هئا ۽ انهن جي "پيش بيني" کي سنجيدگيءَ سان مڃيو ويندو هو. يوناني مورخ پلوٽارڪ (١٢٥ - ٤٥ع ,Plutarch ) لکي ٿو تہ جوليس سيزر ( ٤٤ - ١٠٠ ق - م) جي زال " ڪلپورنيا" (Calpurnia) سندس قتل کان هڪ رات اڳ انهيءَ بابت خواب ڏٺو هو. سندس جانشين رومن شهنشاهہ "آگسٽس" ( ١٤ع - ٦٣ ق - م) حڪم جاري ڪيو تہ شهنشاهيت جي حدن اندر ڪوبہ شخص شهنشاهيت جي خوشحاليءَ بابت ڪو خواب ڏسي تہ مارڪيٽ جي چونڪ ۾ اچي انهيءَ جو اعلان ڪري. سال ٢٠٠ع ڌاري، آرٽيمي ڊورس (Artemidorus) جو پنجن جلدن ۾ لکيل ڪتاب "اونيرو ڪرٽيڪا" (Oneirocritica) . يعني خوابن جي تعبير، ۾ ٽي هزار خوابن جو تجزيو ڪيل آهي. انهيءَ مطابق خواب ٻن مکيہ قسمن ۾ ورهايل آهن: (١) انسومينيم (Insominium) خواب، جيڪو روز مره جي معاملن بابت آهي، ۽ (٢) سومينم (Sominium) جيڪو مستقبل بابت آهي. پوءِ بہ انهن ۾ علاماتي وضاحتون شامل آهن.

هندي آريا تهذيب ۾ " اٿرويد" جون ڄاڻايل علامتون هڪ مزيد نظري سان لاڳاپيل آهن ۽ خوابن جي تعبير جي تاريخ ۾ پهريون دفعو خواب ڏسندڙ جي شخصيت کي تعبير ۾ شامل ڪيو ويو آهي. شخصيتن کي ٽن قسمن ۾ ورهايو ويو آهي. (١) بلغمي، (٢) جوشيلا ۽ (٣) صفراوي ۽ ترش مزاج. مستقبل جي پيش بيني متعلق ڄاڻايل آهي تہ جيترو رات جي پوئين

حصي ۾، يا دير سان، اهڙو خواب ڏسبو، اوترو جلد اهو واقعوٿيندو. ( - ايضا - ص ١٧).

ٻڌڌرم جي هڪ قديم ڪتاب جي انگريزي ترجمي (Tibetan Book of the Dead) ۾ چٽي چاڻل خواب (Lucid dream) جو ذڪر ڪيل آهي، جنهن ۾ فوتي " نروان" تي وڃي ٿو، يعني جم موت جي چڪر مان آزاد ٿي وڃي ٿو. تائو مذهبي پستڪ " لائي ٿسيو" _ Lie) (tseu ۾ مختلف قسمن جي خوابن جو احوال ڏنل آهي: عام رواجي خواب، دهشتناڪ خواب، ڏينهن جي بقايا جا خواب، سجاڳيءَ جا خواب، خوشيءَ جا خواب . ۽ خوفناڪ خواب، چيني، خوابن جي ابتي تعبير ۽ ننڊ بعد روح جي سير سفر ۾ پڻ اعتقاد رکندا هئا. جيڪڏهن روح ڪنهن سبب واپس جسم ۾ نہ پهتو تہ ننڊ پيل ماڻهو مري ويندو؛ ننڊ پيل ماڻهو کي تڪڙ ۾ سجاڳ نہ ڪجي، چاڪاڻ تہ روح کي واپس جسم ۾ پهچڻ لاءِ ڪجهہ وقت لڳندو. مسافر روحن کي فريب جي جار ۾ ڦاسائي سگهجي ٿو. شڪل بدلائي نہ سمجهجيءَ نہ تہ روح پلجي پوندو. قديم تبت ۾ اهو عام عقيدو هو تہ مرڻ ۽ ٻيهر جمڻ جي وقفي دوران روح خواب جي حالت ۾ رهي ٿو ۽ پنهنجي اعمال مطابق سنا يا خراب خواب ڏسندو رهي ٿو ( ايضا - ص ٢٠ - ١٩). گوتم ٻڌ (غالبا ٤٨٣ - ٥٦٣ ق - م) جي ماتا خواب ڏٺو تہ سندس پيٽ ۾ هڪ نوراني هاٿي آهي جنهن کي عاج جا ڇهہ ڏند آهن. اها گوتم جي جنم وٺڻ جي بشارت هئي. سندس والد خواب ڏٺو تہ گوتم ٻائو ٿي ويو آهي ۽ اٿين ٿيو. سندس زال خواب ڏٺو تہ هو اگهاڙي ستي پئي آهي ۽ سندس هٿ پير وڍيل آهن. اها پيش بيني هئي گوتم جي تياڳ ۽ انتم سچائي جي تلاش ۾ نڪرڻ جي. اهڙي طرح بائيبل مقدس ۽ قرآن شريف ۾ پيغمبرن جي سچن خوابن جو ذڪر ڪيل آهي، پيغمبر اسلام حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جا خواب سچا ۽ چٽا هوندا هئا. حضرت عيسيٰ عليه السلام متعلق بيبي مريم جي مڱيندي يوسف جي چئن خوابن جو ذڪر متي ٢ - ١ (Matthew, 1 _ 2) ۾ ڪيل آهي:: پهرين خواب ۾ بيبي مريم جي بغير نطفہ حمل کي تسليم ڪرڻ لاءِ ترغيب ڏنل هئي ۽ نومولود جو نالو جيسس رکڻ لاءِ هدايت ڪئي وئي هئي: " هو پنهنجي قوم کي

گناهن کان نجات ڏياريندو". ٻئي خواب ۾ مصر طرف فرار ٿيڻ، ٽئين ۾ هيروڊ جي موت جي خبر ۽ چوٿين ۾ گئليلي طرف وڃڻ جو اشارو ڪيل هو. وحي جو هڪ ذريعو خواب به آهي، ڪجهه تاريخي واقعن ۾ خوابن جو اهم ڪردار رهيو آهي:

سڪندر اعظم خواب ۾ ڏٺو ته جهنگل جو ديوتا " سائٽائر" (Satyr) يا " سائٽا ئروس" (Satyros)، سندس ڍال تي رقص ڪري رهيو آهي. اهو سال ٣٣٢ ق - م هو، ۽ " ٽائروس" (Tyros) جي ڊيگهاري محاصره سبب سڪندر پريشان هو. يونان معبرين ( تعبير ڪندڙن) لفظن جي مختلف صورت ذريعي تعبير ڪيو: سا + ٽائروس، جنهن جو مطلب ٿيو " ٽائروس" تنهنجو آهي. سڪندر اعظم دل ٻڌي محاصرو جاري رکيو ۽ فتح حاصل ڪيائين. جوليس سيزر، سال ٤٩ ق - م ۾ خواب ڏٺو ته پنهنجي ماءُ سان زنا ڪري رهيو آهي. رومن معبرين تعبير ڪيو ته ماءُ زمين آهي جيڪا توکي فتح ڪرڻي آهي. ان وقت هن روبيڪن ندي ٽپي روم تي حملي ڪرڻ جو منصوبو بنايو هو، جيئن باغين کي اتان پڇائي ڪڍي، ليڪن رومن سينيٽ ۽ فوج انهيءَ جي اجازت نه ڏني هئي ۽ سيزر ٻڌتر ۾ هو ته انهيءَ منصوبي تي عمل ڪجي يا نه ڪجي. خواب جو اشارو سمجهي منصوبي مطابق عمل ڪيائين ۽ نه صرف ڪامياب ٿيو، بلڪ رومن سينيٽ اهو بحال ڪيو ۽ هو ٿن مهينن اندر اٽلي جو مالڪ بڻجي ويو. انهي تان انگريزي زبان ۾ محاوره ٺهيو: " روبيڪن پار ڪرڻ" (Crossing the Rubicon) معنيٰ هڪ اٽل فيصلہ ڪن قدم کڻڻ. جرمن آمر، ادولف هٽلر، جواني ۾ هڪ خواب ڏٺو، ان وقت سندس عمر ٢٨ سال هئي ۽ پهرين مهاڀاري لڙائي ۾ هڪ نان ڪميشنڊ آفيسر هو. هن خواب ۾ ڏٺو ته سندس مورچي تي بم ڪريو آهي ۽ هو انهي ۾ دٻجي ويو آهي. خواب ڇٽو هو ۽ هو جاڳي پيو. مورچي مان نڪري ٻاهر ٽهلڻ لڳو، جيڪو خطرناڪ ڪم هو، ليڪن چند گهڙين ۾ واقعي مورچي تي بم لڳو ۽ انهيءَ ۾ وينل سندس سڀ ساٿي دٻجي مري ويا. پوءِ هٽلر کي يقين ٿيو ته کيس غيبي حفاظت حاصل آهي. تنهن ڪري بغير خوف ۽ احتياط جي هر قدم دليري ۽ اره زورائيءَ سان کڻندو رهيو. اٽويهين صديءَ جو امريڪي ڏاهو، " رالف والڊو

ايمرسن" ( ١٨٨٢ - ١٨٠٣ع Ralph Waldo Emerson,) لکي ٿو تہ " هڪ هوشيار انسانُ پاڻ کي سمجهڻ لاءِ، پنهنجي خوابن جو مطالعو ڪري ٿو (۽) تفصيلات کي ڇڏي انهن جي معيار کي مدنظر رکي ٿو. هن پاڻ انهن ۾ ڪهڙو ڪردار ادا ڪيو؟ هڪ ڪلمڪ مردانہ ڪردار، يا هڪ حقير ٻاراڻو واچ ڙتيل نمونو! خواب ڪهڙا بہ انسانيت سوز يا عجيب الخلقت ڏيکارا ڏين، انهن ۾ هڪ پختي حقيقت سمايل آهي." ( ڊان، حوالا، ١٠ مئي ١٩٩٨ع).

خواب جو تعلق " لاشعور" سان آهي، ۽ " اسانجو لاشعور، هڪ وسيع زيرزمين ڪارخاني جي مثال آهي جنهن جا ڪل پرزا مبهم ۽ پيچيده آهن جيڪي هر وقت هلندا رهن ٿا، جتي ڏينهن رات ڪم هلي رهيو آهي، انهي گهڙي کان وني جڏهن اسين ڄمون ٿا. اسانجي موت جي گهڙيءَ تائين هي ڪارخانو هلندو رهي ٿو." ڇا اسانجي سائنس ۽ ٽيڪنالاجي انهيءَ ڪارخاني کي پنهنجي صلاحيتن جي دائري اندر آڻي سگهندي، يا انسان جي شعوري ۽ لاشعوري دنيائن ۾ موجوده پيائي جاري رهندي ۽ اسين مادي دنيا جي غير انساني قاعدن، اصولن ۽ نظرين جي اٿپوري روشنيءَ ۾ هٿوراڙيون ڏيندا رهنداسين ۽ خود پاڻ کي سڃاڻي نہ سگهنداسين. ذهن جي تفريح خاطر، حڪيم عمر خيام جي تخيل.کي ورجائجي، سندس ٻن متعلقہ رباعين جو آسان سنڌي ترجمو هن ريت ٿيندو:

(١) "حقيقت ۾ هتي موجود، تون آهين نہ مان آهيان،
فنا جو شاهد و مشهود، تون آهين نہ مان آهيان،
ٿئي ٿي گفتگو پنهنجي، حجابي تند تارن تي،
هتي پردو وجي بيسود، تون آهين نہ مان آهيان."

(٢) هوجي هتي هئاڪي، حاذق حڪيم ماهر،
ڪاڏي هليا وياسي، عالم اديب شاعر،
هڪڙو قصو ٻڌائي سڀ محو خواب ٿي ويا،
تاريڪ رات ڪاٽي، پيهر ٿيا نہ ظاهر.

جديد دور جي سائنسدانن ۽ ماهرن جو توجہ، طبعيات (Physics) جي دنيا کان ٻاهر "مابعد طبعيات" (Metaphysics) طرف نہ نو

چڪجي: انهيءَ جو هڪ تازو مثال، سال ١٩٩٩ع ۾ ترڪي جي شهر چنارچڪ (Cinarcik) ۾ آيل زلزلي بعد نظر آيو: هڪ ٽن سالن جو ٻار، پنهنجي گهر جي ملبي هيٺان ڇهن ڏينهن تائين دٻيل هو. جڏهن زنده سلامت ٻاهر ڪڍيو ويو، تڏهن ترڪي ۽ اسرائيل جي امدادي ڪم جي نگران ماهرن ڪنهن معجزي يا حيرت جو اظهار نہ ڪيو، بلڪ چيو تہ " بالغن جي مقابلي ۾ ٻارن کي گهٽ هوا، پاڻي ۽ جاءِ جي ضرورت ٿئي ٿي، تنهن ڪري اهڙين حالتن ۾ ٻارن جي بچي وڃڻ جو وڌيڪ امڪان آهي." ( رائيٽر Reuter نيوز ايجنسي/ ڊان ٢۴ آگسٽ ١٩٩٩ع، ص ١۴)

ٻئي سال ٢٠٠٠ع ۾ ٻہ اهڙا واقعا ٿيا: (١) تاريخ ١٩ جون ٢٠٠٠ع بروز سومر هڪ ٻن سالن جي روسي ڇوڪري، " ويرونيڪا" (veronika) ، ولڊيووسٽاڪ (Vladivostok) شهر ۾، هڪ ٩ منزلي عمارت جي دريءَ مان ٢٢ ميٽرن جي اوچائي تان هيٺ ڪري پئي ۽ بچي وئي. پوليس جي نمائيندي انهيءَ جو سبب سمجهائيندي چيو تہ "عمارت جي اردگرد گهاٽي ڇٻر ۽ ٻوٽن شايد ڪرڻ جو زور گهٽائي ڇڏيو." (ايضا - ، دنيوز، ٢١ جون ٢٠٠٠ع).

## فلسفو ۽ سائنس:

اڻويهين صدي عيسوي جي پوئين اڌ ۽ ويهين صدي جي شروعاتي عرصي اندر، يورپ ۾ مختلف قسمن جا ذهني لاڙ پيدا ٿيا. انهن ۾ اهم ترين ٽي نظريا خصوصا قابل توجہ آهن: (١) ڊارونزم، (٢) رئشنلزم ۽ (٣) جديد طبعيات. ڊارون جي نظريات جو مسيحي بنياد پرستي (Fundamentalism) سان ٽڪراءُ ٿيو ۽ اهو سائنس ۽ مذهب جي وچ ۾ پهريون سڌو مقابلو هو: بائيبل مقدس جي پيدائش واري پهرين باب جي، ڊارون جي نظريات مان، نفي ٿي رهي هئي. اڄڪلهہ مذهب ۽ نظريہ ارتقاء جي اختلاف ۾ ڪافي گهٽتائي آئي آهي، ڇاڪاڻ تہ ارتقاء جو نظريہ خود سائنس جي تحقيقات ذريعي ڪيترا دفعا غلط ثابت ٿيو آهي ۽ ٻئي طرف مذهب ۾ بنياد پرستي جي اصول تي گهٽ عمل ٿي رهيو آهي. ڊارون جي

ارتقائي نظريہ مان نسل پرستي جو رجحان پيدا ٿيو. ڪارن تي گورن کي فضيلت ڏيڻ ۽ آخر ڪار ڏکڻ آفريڪا ۾ اپارٿيڊ (Apartheid) جي ناڪامياب عملي تجربي ڪانپوءِ ،سماجي ڊارونزم جي نظريہ جو ٽڏو پٽجي ويو آهي ۽ انساني برابري (مساوات) جو اصول تسليم ڪيو ويو آهي.

انسان جي فطرت ۾ غير مناسب رويو شامل آهي. اها ڄاڻ اٺويهين صدي جي خاتمي وقت ڪجهہ مفڪرن عام ڪئي: انهن ڄاڻايو تہ انسان جو عمل ۽ رويو، سندس ذهن کان وڌيڪ، سندس جذبات ۽ نفسياتي محرڪات جي ماتحت آهي. يورپ جي اوائلي روشن ذهن مفڪرن منجهان، جان لاڪ (John Locke) پنهنجي راءِ ظاهر ڪندي چيو تہ " انسان جو ڪردار سندس ماحول جو آئينہ دار آهي." (جنهن ۾ سندس پالنا ۽ تعليم شامل آهن) ليڪن انسان جي غير مناسب فطرت کي نمايان ڪندڙ مفڪرن انهيءَ راءِ سان اتفاق نہ ڪندي اعلان ڪيو تہ هڪ نئين ڄاول ٻار ۾ اڳيئي طاقتور جذبات موجود ٿين ٿا جيڪي انساني ڪردار تي سندس ذهن کان وڌيڪ اثر انداز ٿين ٿا. اهي اندروني قوتون، استادن ۽ والدين جي مرضي مطابق، شڪل اختيار ڪري نہ ٿيون سگهن.

غير مناسبت (Irrationalism) جا حامي، انسان جي اندر لڪل خوفن خطرن ۽ خواهشن طرف ڌيان ڇڪائن ٿا. انهن ۾ مشهور ترين جرمن مفڪر نتشي (Nietzsche) جو چوڻ آهي تہ " انسان سائنسي معلومات جي تلاش ۾ آهي، جنهن کي هو سمجهہ پري روش سمجهي ٿو، انهيءَ جا قاعدا قانون ناهي ٿو ۽ حڪومت جي نظامت بابت رٿابندي ڪري ٿو. ايئين ڪرڻ وقت هو پنهنجي ذهن جي اهميت جو وڌيڪ اندازولڳائي ٿو. ذهانت تي ڀروسي ڪرڻ سبب انسان پنهنجي فطرت جي هڪ وڌيڪ اهم حصي کي نظر انداز ڪري ويو آهي."

جديد طبعيات جي تحقيقي نتيجن کان، اسان اڃا پوري طرح آگاهہ نہ ٿيا آهيون ۽ تجربا ڪندا رهون ٿا. روايتي طبعيات مطابق، ڪائنات يا قدرت انسان کان الڳ شيءِ آهي، ليڪن جديد تجربا ڏيکارن پيا تہ انسان خود پنهنجي اندر تمام ڪائنات ۽ قدرت جو هڪ ننڍڙو مثال يا مجسمو (Miniature) آهي.

جديد سائنس، قدرت (Nature) کي هڪ نوس حقيقت (Objective reality) طور تسليم نہ ٿي ڪري، جيڪا انسان کان ڪو الڳ وجود رکندي هجي، بلڪ اها سيڪاري ٿي تہ " خلا" ۽ "وقت"جي وچ ۾ اسان جي " بيهڪ" مان معلوم ٿئي ٿو تہ "حقيقت" مان اسانجي مراد ڇا آهي ۽ اها اسان کي ڪهڙي نموني نظر اچي ٿي. اسان جو پنهنجو وجود، حقيقت جي وجود تي اثر انداز ٿئي ٿو. مطلب تہ جديد طبعيات هر شيءِ کي مشڪوڪ بنائي ڇڏيو آهي. ڪنهن ڳالهہ جي بہ پوري پڪ نہ رهي آهي، سواءِ چند ڳالهين جي جيڪي جديد دور جي سائنسدانن کان يقيني طور تي ٻڌي سگهجن ٿون، جيئن هي يقين تہ اسان روشني جي رفتار کان وڌي نہ ٿا سگهون.انهيءَ حالت ۾ سوال پيدا ٿئي ٿو تہ جيڪڏهن انسان، قدرت کي پوري طرح معلوم ڪري نہ ٿو سگهي تہ پوءِ هن کي ڪيتري قدر پنهنجي فطرت، حڪومت، تاريخ ۽ اخلاقيات بابت پنهنجي قائم ڪيل نظرن تي يقين ڪرڻ گهرجي؟

تاهم ڊارون جي تحريڪ ، نامناسبت جي نظريہ ۽ جديد طبعياتي سائنس ا...ان جي نقطہ نظر کي ڦيرائي ڇڏيو آهي. جڏهن هڪ دفعو انسان محسو... ڪيو تہ جنهن ڌرتيءَ تي هو رهي ٿو سا هڪ لامحدود خلا ۾ ڦرندڙ هڪ ...ري بال جيڏي آهي، ۽ وقت جو ڪوئي ڪاتو نہ آهي، تڏهن هن پاڻ کي ... اهم ۽ پنهنجي انهيءَ خيال کي غير يقيني سمجهو تہ هوئي تخليق ڪائنات جو واحد مقصد آهي، ۽ اها سندس لاءِ خلقي وئي آهي. ڊارون جي نظريہ ارتقاء خدا ۽ آخرت جي وجود بابت بدگماني پيداڪئي. جيڪڏهن انسان اربها سالن جي ارتقاء بعد هيچ جانورن منجهان پيدا ٿيو آهي، تہ اهو شايد خدا جي هڪ مخصوص تخليق نہ آهي، پر محض " قدرت" ۽ "وقت" جي اتفاق سبب وجود ۾ آيو آهي."فرائڊ" ۽ ٻين سماجي مفڪرن جي راءِ مطابق انسان جو ذهن، سندس لاشعور ۽ ان ۾ سمايل خود غرض ۽ غير مناسب خواهشن جي مقابلي ۾ ضعيف آهي، ۽ لاشعوري قوتون اڪثر جارحيت ۽ دشمني جي عمل ۾ سرگرم ٿي وڃن ٿيون جنهن مان تهذيب کي خطرو لاحق ٿئي ٿو. مڪمل يقيني معلومات طبعي سائنسن ۾ بہ ملي نہ ٿي سگهي ۽ ڪائنات اڄ بہ انسان لاءِ هڪ پراسرار ۽ غير يقيني صورتحال

پيش ڪري ٿي.

انهي صورتحال ۾ ظاهر آهي تہ،، يورپ جي جديد سائنس، فڪر ۽ تهذيب ذريعي، انسان جي پنهنجي ذات، خالق ۽ ڪائنات بابت ڪابہ مصدق معلومات حاصل نہ ٿي سگهي آهي. ١٨٨٥ کان ١٩٠٨ع تائين پيريءَ جي لفظن ۾، " جرمن نزاد ذهين يهودي سائنسدان.البرٽ آئنسٽائين کان علاوه ڪنهن بئي مفڪر جو، جديد طبعيات جي تخليق ڪرڻ ۾ وڌيڪ حصو ورتل نہ آهي." سندس تحقيق جو ٽيون اهم نتيجو خلا ۽ تحرڪ جي روايتي اصولن ۾ تبديلي جي صورت ۾ ظاهر ٿيو. نظريہ اضافت مطابق ڪنهن شيءِ جي چر پر ( تحرڪ) بيان ڪرڻ جو واحد ذريعو اهو آهي تہ انهيءَ کي ڪنهن ٻي متحرڪ شيءِ سان ڀيٽيو وڃي. عام انسان تہ اهو ٻڌي ڪٽي ماٺ ڪئي.ليڪن طبعيات جي ڄاڻو کي ذهني جهٽڪو اچي ويو، ڇاڪاڻ تہ انهي جو مطلب اهو ٿيو تہ " ڪائنات ۾ ڪٿي بہ ڪا هڪ هنڌ بيٺل ( جامد)، مڪمل حوالي ڏيڻ جهڙي، جوڙجڪ نہ آهي، ۽ هر هلندڙ ( متحرڪ) شي جي نسبت (Relativity) ٻي اهڙي متحرڪ شيءِ سان قائم آهي. اڪثر سائنسدان سوچن ٿا تہ ڪهڙو گرهہ وقت کان اڳ ختم ٿيندو ۽ ان جو مادو ڀيٽو ٿي ويندو؟ ليڪن جواب جو انحصار انهيءَ سوال تي آهي تہ " حوالي جي جوڙجڪ ڇا آهي؟"

آئنسٽائين جي تحقيق جو چوٿون اهم اثر " وقت" جي روايتي نظريہ تي پيو. جديد طبعيات جي نظريہ اضافت مطابق "خلا، ماس ۽ تحرڪ وانگر، وقت بہ هڪ اضافي آمر آهي. انهيءَ جي ڪا مقرر ۽ بلڪل صحيح ماپ نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ ٻہ مسافر مختلف رفتار سان سفر ڪندي انهيءَ کي مختلف نموني محسوس ڪن ٿا. انسان کان ٻاهر وقت جو ڪوبہ وجود نہ آهي. انسان پاڻ فيصلو ڪري ٿو تہ وقت ڇا آهي؟ آئنسٽائن جو نظريو سيني عام فهم تجربن کي رد ڪري ڇڏي ٿو. سندس نظريہ تي ٻڌل هي مثال سوچڻ جوڳو آهي: سمجهو تہ ٻہ جاڙا ڀائر خلائي تحقيق سان وابستہ آهن. انهن مان هڪ خلاباز آهي، جيڪو روشني جي رفتار جي قريب اڏامندڙ هڪ جديد ترين خلائي جهاز ۾ روانو ٿئي ٿو ۽ ٻيو ڀاءُ راڪيٽن جي ڊزائن تيار ڪندڙ آهي، جيڪو ڪڏهن بہ ڌرتي ڇڏي نہ ٿو وڃي. ڪيترن مهينن جي

خلائي سفر بعد خلاباز پنهنجي منزل تي رسي ٿو ۽ موٽي ڌرتي تي اچي ٿو. خلا ئي جهاز جي ڪئليڊر مطابق پوري سفر ۾ هڪ سال کان ڪجهه وڌيڪ عرصو لڳو ۽ خلاباز جي عمر هڪ سال وڌي، ليڪن ڌرتي تي پهچڻ بعدڪيس معلوم ٿيو ته سندس جاڙي ڀاءُ کي فوت ٿئي پنج سؤ سال يعني پنج صديون گذري چڪيون آهن. ڌرتي جا حالات به هن کي مختلف نظر آيا ۽ هو ڌرتي تي رهندڙ انسانن جي نظر ۾ " خلائي انسان" هو.

انهيءَ جو مطلب اهو ٿيو ته اليڪٽرانس ۽ ٻين بنيادي عنصرن جي چرپر بابت اسان ڪڏهن به صحيح اندازو لڳائي نه ٿا سگهون، جيڪڏهن بيهڪ ونون ٿا ته بيهڪ بدلجي وڃي ٿي. تنهن ڪري چئبو ته ڪارڻ ۽ ان جي اثر جا اصول به صحيح چاڻ نه هجڻ سبب صحيح نه آهن، ۽ امڪاني حدن کي جيترو سوڙهو ڪرڻ جي ڪوشش ڪجي ٿي اوترو انهن حدن کي ويڪرو ڪرڻو پوي ٿو. چاڪاڻ ته هڪ اليڪٽران جي هڪ مقرر وقت تي بيهڪ صحيح طور تي معلوم وقت تي معلوم ڪرڻي پوندي، اهڙن امڪانات جو نظريو ويهين صدي جي ماهرين طبعيات جي مجبوري بنجي وئي. جديد طبعيات جو هڪ بنيادي اصول ڪارڻ ۽ اثر جو اصول آهي.

ڪارڻ ۽ اثر جو اصول ائٽم جي اندرين حصي ۾ ڪم نه ٿو ڪري. برطانوي سائنسدان سر جيمس جينس انهي نتيجي تي پهتو آهي ته "ڪائنات جي جيڪا تصوير جديد طبعيات اسان کي پيش ڪري ٿي انهي ۾ بلڪل نيڪ ڪارڻ(Strict Causation) جو عمل ڪٿي به نظر نه ٿو اچي." تنهن ڪري سائنسدان هاڻي يقين جي عيوض امڪان جو لفظ استعمال ڪن ٿا.

آئنسٽائن جي نظريہ اضافت (The Theory of Relativity) ڪائنات بابت روايتي نظريہ کي رد ڪري ڇڏيو. نيوٽن جا لاز آف موشن هاڻي آفاقي نه رهيا آهن. آئنسٽائين جي تحقيق مطابق: "روشني جي رفتار جي قريب پهچندڙ متحرڪ شين جي مشاهدي ڪرڻ وقت نيوٽن جي قاعدن ۾ ترميم ڪرڻ گهرجي."

(٢) مادي ۽ توانائي جي روايتي اصولن ۾ پڻ آئنسٽائين تبديلي آندي. سندس تحقيق ثابت ڪيو ته مادي ۾ توانائي شامل آهي ۽ توانائي جي ذريعن

۾ مادو شامل آهي. انهيءَ تحقيق جو فائدو ونئي، انسان پنهنجي تباهي لاءِ ائٽم بم ايجاد ڪري ورتو. ڇاڪاڻ تہ مادي جي اڻ لکن ذرڙن کي بيپناهہ توانائي ۾ تبديل ڪرڻ ممڪن ٿي ويو.

آئنسٽائين جي نظريہ اضافت کي، پرنسٽن يونيورسٽيءَ جي ماهرين طبعيات جي تازي تحقيق ( ٢١ جولاءِ ٢٠٠٠ع تي گارجين نيوز سروس جي اعلان ڪيل) مان، رد ٿيڻ جو انديشو لاحق ٿيو. روشنيءَ جي رفتار ، هڪ لک ڇهاسي هزار ٻہ سؤ ٻياسي ميل في سيڪنڊ کان ٿي سؤ دفع وڌيڪ تيز رفتار روشني معلوم ڪئي وئي آهي. طبعيات جي اصول مطابق ڪوبہ ائٽم روشني جي رفتار کان وڌيڪ رفتار سان سفر ڪري نہ ٿو سگهي ۽ جڏهن ڪو جسم روشني جي رفتار جي قريب پهچي ٿو تہ عجيب واقعا رونما ٿين ٿا: وقت جي رفتار ڍري ٿيندي، روشني جي رفتار کي پهچندي، بيهي وڃي ٿي ۽ پنتي موٽ کائيندي، سپر ليومينل اسپيڊ سان سفر ڪري ٿي (Super Luminal Speed). اها ڪهڙي رفتار آهي؟ ليومن روشني جي رفتار جو ايڪو آهي جيڪو هڪ سيڪنڊ ۾ منڊ کان ڇيڙي تائين فاصلو طي ڪري ٿو. علم حياتيات مطابق جزي جي پٽ ۾ ليومن جيتري وٿي آهي، ۽ علم بدن (Anatomy) ۾ سڌي عضوي جي خال جي وٿي بہ اوتري آهي. هاڻي ماهرين فلڪيات پڻ روشني جون اهڙيون لاتون بلئڪ هول جي آسپاس ڏٺيون آهن جن جي رفتار ماپڻ سان معلوم ٿيو تہ اهي روشني جي رفتارکان وڌيڪ تيز رفتار آهن. جن سائنسدانن ڪنوڻ يا وڄ تي تحقيق ڪئي آهي انهن اهڙا پراسرار روشني جا چِلا ڏٺا آهن جن جي رفتار روشني کان تيز آهي. تاهم چيو وڃي ٿو تہ اهو نظر يا روشنيءَ جو ڌوڪو آهي. انهيءَ کي تسليم ڪرڻ سان سائنس جو ٻيو بہ هڪ مجيل اصول رد ٿئي ٿو: اهو اصول آهي تہ سبب ڪانپوءِ اثر ٿئي ٿو. پرنسٽن تجربي مان ڏٺو ويو تہ اثر اڳ ۾ ٿيو ان جو ڪارڻ بعد ۾ ظاهر ٿيو. هن تجربي ظاهر ڪيو تہ تيز رفتار روشني جو ڪارڻ يا محرڪ ڪنهن خاني ۾ داخل ٿيڻ کان اڳ انهيءَ مان خارج ٿيڻ شروع ٿي ويو. تاهم طبعيات جو ماهرن کي پڪ آهي تہ انهيءَ تجربي مان آئينسٽائين جي نظريہ اضافت جي نفي نہ ٿي ٿئي، ڇاڪاڻ تہ مادي جي برعڪس روشني کي جسامت ( جسم جي ٿولهہ) نہ آهي، بلڪ روشني

سمنڊ جي لهرن يا ذرات جي قطارن جي صورت ۾ نظر اچي ٿي. سمنڊ جي لهرن جي به هڪ چوٽي هوندي آهي ۽ هڪ وڏنڊڙ ڪناري هوندي آهي جيڪا اصل لهر کان اڳ هلندي رهندي آهي. ليومن جيتري جزي جي پيٽ جي وچوٽي ۽ سڌي عضوي جي خال سان مشابهت ۽ ان کان مٿي رفتار سان داخل ٿيندڙ روشني جي اصل محرڪ بابت سائنسدان خاموش آهن، هڪ نظر جو ڏوڪو قرار ڏئي، هو هن تازي تجربي کي نظر انداز ڪن ٿا ۽ بضد آهن ته انهي مان اهو به ثابت نه ٿو ٿئي ته ڪنهن طرح سان عام شيون يا جسم وقت يا زماني ۾ اڳتي پوئتي وڃي سگهن ٿا. تاهم انسان جي تاريخ ۾ اهڙا مثال ملن ٿا.

سال ١٨٩٥ع بعد، ويانا ( آسٽريا) جي نيورولاجسٽ ( ماهر تنتي سرشتو) سگمنڊ فرائڊ (Sigmund Freud, ١٨٥٦ ــ ١٩٣٩) ۽ سئٽزلئنڊ جي ماهر نفسيات ڪارل ينگ ( Carl Jung ،١٨٧٥ ـ ١٩٦١ ) ، خوابن جي تجزيه ذريعي ذهني مريض انسانن جو علاج ڪرڻ شروع ڪيو، جنهن کي تحليل نفسي (Psychoanalysis)جو طريقو چئجي ٿو. هنن ٻن يوروبي سئنسدانن " خواب" جي حقيقت متعلق هڪ نظريه قائم ڪيو، جنهن موجب " هرفرد، جائي ڄم يعني پيدائشي طور تي، پنهنجي نسل جي گذريل پيڙهين جي سوچ جو انداز، ورثي ۾ وٺي هن دنيا ۾ اچي ٿو. بعد ۾ "ينگ" انهيءَ نظريه کي انهي حد تائين وڌايو ته " انسان لاشعوري طور تي انهي ورثي جو پنهنجي ما قبل انساني ـ ارتقاء جي نسل تائين اثر قبول ڪندو رهي ٿو ۽ اهو ورثو انسان جي عملي برتاؤ تي پڻ اثر انداز ٿي سگهي ٿو ۽ خاص طور تي لوڪ ـ ادب ۽ خوابن ذريعي پنهنجو اظهار ڪري ٿو. انسان ذات جو اهو هڪ گڏيل ورثو آهي، جنهن ڪري دنيا جي هڪ ڪنڊ کان ٻيءَ ڪنڊ تائين، ماڻهو ساڳئي قسم جا خواب ڏسن ٿا."
تاهم علم حياتيات جا ماهر خواب جي اهڙي وضاحت کي سنجيدگيءَ سان اڳتي وڌائڻ کي بيسود سمجهن ٿا.

" فرائڊ" ۽ " ينگ" جي خواب جو نظريو ۽ تحليل ـ نفسي جو طريقه علاج ، ڪو نئون نه هو. سال ٨٢ ـ ١٨٨٠ع دوران ، ڊاڪٽر بروئر، اڳئي اعلان ڪري چڪو هو ته: " مرض جي نفساتي علامت جو، مريض جي

گذريل زندگيءَ سان بيحد گهرو تعلق آهي. " ان زماني ۾ هسٽريا ۽ حاوي وهم جي مرضن تي تحقيق ٿي رهي هئي، جنهن ۾ " فرائڊ" پڻ شامل هو. تحقيق دوران هن کي لاشعور جا اهڙا راز معلوم ٿيا، جو هو خود ششدرٿي ويو. ليڪن ساڳين ڳالهين جي وري مشاهدي ڪرڻ بعد هو انسان جي لاشعور جي وجود ۽ ان جي اهميت جو قائل ٿي ويو ۽ معلوم ڪيائين ته "لاشعور" ۽ " قبل شعور" جي وچ ۾ سينسرشپ ( روڪ چڪاس ۽ چنڊ ڇاڻ) جو هڪ نظام رکيل آهي. هن ڪم عمر سائنسدان ڪم از ڪم اهو ڪمال ڪري ڏيکاريو جو خوابن جي لاشعوري مطلب کي سمجهڻ جو طريقو واضح طور تي بيان ڪيائين. سندس چوڻ مطابق ڏينهن جي مصروفيتن بعد، رات جو سمهڻ وقت خيالن جو هڪ سلسلو شروع ٿئي ٿو ۽ ڊگهوٽيندو وڃي ٿو. جيڪڏهن ڪو خاص واقعو ( ڏينهن جو) پيش آيو آهي ته بار بار انهيءَ جو خيال رهي ٿو، نه ته خيالات هيڏي هوڏي ڀٽڪندا رهن ٿا، تان ته ننڊ اچيو وڃي. ليڪن ننڊ ۾ به خيالن جو سلسلو ڏنڌلي صورت ۾ جاري رهي ٿو ۽ جڏهن اهي ( شعوري) خيال ڪنهن "لاشعوري خيال" سان تعلق قائم ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي وڃن ٿا تڏهن اهو " لاشعوري خيال"، شعوري خيالن مان طاقت ۽ تازگي حاصل ڪري، " شعور" ۾ داخل ٿيڻ جي ڪوشش ڪري ٿو، ليڪن روڪ يا سينسرشپ کان بچڻ لاءِ، هو اهڙو روپ اختيار ڪري ٿو جو اهو گذريل ڏينهن جو ڪو شعوري واقعو لڳي ٿو ۽ هن کي شعور ۾ داخل ٿيڻ جي اجازت ملي وڃي ٿي ۽ هو ننڊ پيل شعور ۾ پنهنجي تسڪين حاصل ڪرڻ لاءِ " خواب" جي صورت اختيار ڪري ٿو.

تحليل نفسي کان علاوه خود خوابن جي تجزئي متعلق ٻين ڪيترن مغربي ۽ مشرقي عالمن سائنسدانن ۽ مفڪرن پنهنجي خيال آرائي ڪئي آهي: عام خيال آهي ته "خواب" ذهني ڪاروائين کي صحيح طريقي سان جاري رکڻ ۾ مدد ڪري ٿو، ۽ " انسان" جي اندر واري دنيا ۽ ٻاهرين دنيا، يا ٻاهرئين جسماني ماحول، ۾ ربط( ڳانڍاپو) پيدا ڪري ٿو. ٻيو هڪ مشهور نظريه " ريهرسل وارو نظريه" سڏجي ٿو، جنهن موجب پيدائشي طرز عمل، مثلا وڙهڻ ، شڪار ڪرڻ، ڀڄڻ يا جنسي ميلاپ ڪرڻ، لاءِ خواب هڪ ريهرسل ( تياري) جو موقعو فراهم ڪري ٿو. ٽيون مشهور نظريو "ڪمپيوٽر

جي مشابهت" وارو نظربو آهي، جنهن مطابق خوابن ذريعي انسان جي ذهن ۽ عمل يا ڪارگذارين، جي ڇنڊڇاڻ ٿئي ٿي ۽ انهن مان ڪافي حصو دفتر داخل ٿئي ٿو. تاهم تاحال " خوابن جو راز" سائنس ۽ فلسفي جي پهچ کان ٻاهر آهي. مائڪل برزلي جي حتمي راءِ موجب " خوابن بابت نظرين جي موجوده گهڻائي ڏيکاري ٿي ته، جيتوڻيڪ خواب ( يا ننڊ) جي حالت پنهنجا راز " سائنس" جي حوالي ڪرڻ شروع ڪيا آهن، تاهم " خواب" بذات خود پنهنجي عجوبيت ۽ جاذبيت اڃا پاڻ وٽ محفوظ رکيو اچي ٿو."

مذهب جي نقطء نگاهہ کان، خالق اڪبر پنهنجي بندي " انسان" سان، پيغمبرن ۽ وحي کان علاوه، سندس رهبريءَ لاءِ خوابن ذريعي هڪ سڌو تعلق پيدا ڪري ٿو. پيغمبر اسلام حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جي هڪ حديث شريف موجب، " هڪ مرد مومن لاءِ خواب نبوت مان چاليهين حصي جي برابر آهي". الله تعاليٰ پنهنجي نيڪ بندن کي خواب ذريعي غيب جي ڳجهن کان آگاهہ ڪرڻ فرمائي ٿو. قران شريف ۾ خوابن جي تعبير بابت ڪافي حوالا ملن ٿا: حضرت ابراهيم عليه السلام جو خواب ۽ ان جو تعبير سورة "الصافات" ۾ عظيم قرباني بابت، سورة " يوسف" ۾ حضرت يوسف عليه السلام جا خواب ۽ سندس خوابن جي تعبير جو علم، ۽ سورة " فتح" ۽ "روم"۾ حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جا خواب، فتح مڪہ ۽ فتح روم بابت، بيان ڪيل آهن. اسلامي ادب ۾ هڪ معنيٰ خيز خواب هن طرح بيان ڪيل آهي تہ عباسي خليفہ" المنصور" خواب ۾ ڏٺو تہ ملڪ الموت حضرت عذرائيل سان هم ڪلام آهي ۽ پڇي ٿو تہ "آءٌ ڪڏهن مرندس؟ " جواب ۾ ملڪ الموت پنج آڱريون ڏيکاري غائب ٿي ويو: امام اعظم حضرت ابو حنيفہ انهي خواب جو تعبير ڪندي قرآن شريف جي سورة "لقمان" جي پوئين آيتن ٣٤ ـ ٣١ جو حوالو ڏنو جنهن مطابق هي پنج ڳالهيون خالصتا الله تعاليٰ جي علم آهن: (١) " بيشڪ قيامت جي خبر الله تعاليٰ کي آهي ۽ (٢) اهوئي مينهن وسائيندو آهي، ۽ (٣) جيڪي ڳيرائين (گرڀ) ۾ آهي سو ( بہ) ڄاڻندو آهي ۽ (٤) ڪوئي ساهوارو نہ ڄاڻندو آهي تہ هو سڀاڻي ڇا ڪندو ۽ ( ٥) ڪوئي جيءُ نہ ڄاڻندو آهي تہ هو ڪهڙي هنڌ مرندو: تحقيق الله تعاليٰ ڄاڻندڙ (۽) خبر رکندڙ آهي."

"انسان" ننڊ جي حالت ۾ خواب ڏسي ٿو تنهن ڪري سائنسدانن"ننڊ" تي تحقيق ڪئي آهي: خوابن جي هڪ تجربگاهہ جي سائونڊ پروف ( آواز - بند) ڪمري ۾ معمول کي سمهاري، سندس برين ـ سيلس ( دماغي جزن) جي برقي چر پر ۾ ٿيندڙ تبديلين کي اليڪٽروڊس ذريعي جاچيو ويو آهي.هي برقي اوزار معمول جي کوپڙي جي مختلف حصن سان اليڪٽروڊس جون تارون چنبڙائي ٿو، جيڪي دماغي جزن جي برقي تحرڪ کي لهرن جي شڪل ۾ هڪ متحرڪ ڪاغذ تي رڪارڊ ڪن ٿيون، جنهن کي EEG چئجي ٿو. ننڊ جا چار مرحلا ٿين ٿا جن مان هرهڪ ۾ مخصوص EEG نهن ٿا. خواب جا دور ، بند اکين ۾ ماٺڪين جي تکڙ چر پر مان ظاهر ٿين ٿا. ننڊ جا چار مرحلا، اٽڪل ڏيڍ ڪلاڪ جي باقاعده چڪر ۾ هلندا رهن ٿا. هن وقت تائين هزارين رضاڪار معمول بنجي خوابن جي تجربيگاهہ مان گذريا آهن. انهن تي ڪيل تجربن مان معلوم ٿيو آهي تہ جيئن اکيون ننڊا ڪريون ٿين ٿيون تيئن ماغ جي شعوري لهرن جي تکڙي رفتار ۽ گهٽ وٺي جي جاءِ تي، گهٽ رفتار ۽ وڏي لوڏيندڙ وٺي وارين لهرن جون قطارون ۽ سلسلا شروع ٿين ٿا، جن سببان جيئن پوءِ تيئن شعوري لهرن ۾ وڏيڪ رنڊڪ پيدا ٿئي ٿي ۽ معمول جا شعوري خيال پتڪڻ لڳن ٿا. ڪڏهن هو محسوس ڪري ٿو تہ ڪيس ڪو سڏي رهيو آهي، يا ڪي بي معنيٰ جوشيلا آواز ٻڌي ٿو، يا سندس بند اکين اندر ڪا چٽي پٽي خيالي تصوير شڪلين ، چهرن يا قدرتي نظارن جي صورت ۾، ڦرندي نظر اچي ٿي. ڪڏهن ننڊ پيل معمول محسوس ڪري ٿو تہ هو هيٺ ڪري رهيو آهي، جنهن سان جسم کي جهٽڪو اچي ٿو، يا ڏسي ٿو تہ هو اڏامي رهيو آهي، ڪڏهن خوف محسوس ڪري ٿو، ڪڏهن تيز روشني ۽ ڪڏهن گوڙ گمسان کان هراسجي وڃي ٿو.

جڏهن دماغ جون سست رفتار لهرون،EEG تي قبضو ڪري وڃن ٿيون تڏهن معمول ننڊ جي پهرين مرحلي يا هلڪي ننڊ ۾ داخلي ٿئي ٿو، بعد ۾ هو خوابن کان خالي ننڊ جي ٻئي ۽ ٽئين مرحلي ۾ ڊرڪندو وڃي ٿو ۽ هر مرحلي ۾ جسم جون مشڪون وڌيڪ ڍريون ٿينديون وڃن ٿيون ۽ دماغ جون لهرون پڻ وڌيڪ سست رفتاري سان ڪم ڪن ٿيون. پوءِ جڏهن

چوٿين مرحلي ۾ پهچي ٿو تڏهن معمول کي گهري ننڊ اچي وڃي ٿي. انهيءَ حالت ۾ ڪيس جاڳائڻ مشڪل آهي ۽ جڏهن ڪيس زوريءَ ننڊ مان جاڳائجي ٿو تہ منجهي پوي ٿو. اڪثر ننڊ ۾ ڳالهائڻ يا هلڻ ، يا بستري ۾ پيشاب ڪرڻ ، خواهہ احتلام يا ڏڙ پوڻ، ننڊ جي چوٿن مرحلي يا گهري ننڊ جي حالت ۾ واقع ٿئي ٿو.

ننڊ جو ٽيون ۽ چوٿون مرحلو، اٽڪل ستر منٽن بعد، بي آرامي ۽ چرپر ۾ تبديل ٿئي ٿي ۽ ننڊ ڪندڙ انسانُ، ننڊ جي مرحلن ڪان، مٿي چڙهي وڃي ٿو ۽ سجاڳي ڏانهن وڌڻ لڳي ٿو، پر ننڊ جي پهرين مرحلي ڏانهن موٽڻ بجاءِ، ننڊ جي هڪ بلڪل مختلف قسم ۾ هليو وڃي ٿو. انهي حالت ۾ سندس EEG تيز ٿي وڃي ٿي ۽ گهٽ لوڏي واريون دماغي لهرون پيدا ٿين ٿيون جيئن سجاڳي جي حالت ۾ ٿيندو آهي. ڳچي جي مشڪن سميت تمام مشڪون وري نرم ٿي وڃن ٿيون. ڪنهن خراب خواب ڏسندي، ماڻهو محسوس ڪندو آهي تہ هو چري پري نہ ٿو سگهي. ان وقت واقعي هو اڌرنگي جي حالت ۾ هوندو آهي ۽ سندس ساهہ کڻڻ ۽ دل جي ڌڙڪڻ جي رفتار ۾ بي قاعدگي اچي وڃي ٿي. اوچتو چرڪ پرڻ، گهٽي جسماني چر پر، منهن جا موڙا، ڇيڀارا ۽ ويڇارا، ميڇون وغيره جهڙين حرڪتن ڪرڻ بعد، ننڊ ڪندڙ انسان جي سستي، آلس ۽ نستائي ۾ فرق اچي وڃي ٿو ۽ ڍڪيل ڇپرن اندر تارا تيز چر پر ڪرڻ لڳن ٿا. ننڊ جي هن قسم کي REM رئپڊ آءِ موومينٽ سڏجي ٿو، جنهن جو ابتدائي عرصو اٽڪل ڏهہ منٽ ٿئي ٿو. اتي ننڊ جي چئن مرحلن جو هڪ چڪر ختم ٿئي ٿو.

جن رضاڪارن کي REM واري ننڊ مان جاڳايو ويو تن ٻڌايو تہ هو هڪ خواب ڏسي رهيا هئا ۽ جن کي حقيقي ننڊ جي چئن مرحلن مان ڪنهن مرحلي ۾ جاڳايو ويو تہ انهن اڪثر روزمره جي ڳالهين بابت سوچيو پئي ۽ ڪجهہ گونگن خوابن جا نظارا ڏسي رهيا هئا.

هڪ ڳالهہ ڪجهہ يقين سان چئي سگهجي ٿي تہ خواب ۽ ننڊ جي حالت ۽ شعوري ۽ لاشعوري خيالن جو تعلق انسان جي ذهن سان آهي. ليڪن خود ذهن بہ انسان جي رازن مان هڪ اونهو راز آهي، جنهن کي سائنسدان، مفڪر ۽ ديني عالم اڄاتائين پوري ريت پروڙي نہ سگهيا آهن.

دماغ ۽ ذهن ۾ فرق آهي. دماغ هڪ مادي جسماني شيءِ آهي جنهن تي هر قسم جا تجربا ٿيندا رهيا آهن.ليڪن"ذهن" "روح" وانگر ۽ " شعور" " لاشعور" جي نظريہ وانگر غير مادي آهي، جيڪو ڪابہ مادي صورت اختيار ڪري سگهي ٿو.

سومنس (Somnus) يوناني ديومالا ۾، ننڊ جو ديوتا آهي. سومنابيونس.(Somnabulance) ، ننڊ ۾ هلڻ، هڪ هسٽريا جي خودڪاري حالت آهي، جنهن ۾ جو ڪجهہ ڪجي ٿو، جاڳڻ بعد اهو ياد نہ ٿو رهي. سومنيلوڪئنس (Somniloquence) ، ننڊ ۾ ڳالهائڻ، پڻ ساڳي حالت جو نتيجو آهي.

## ذهن، خيال، ۽ عقل:

هڪ مشرقي عالم سان، اتفاقي ملاقات مان " ذهن" بابت ڪجهہ مزيد وضاحت حاصل ٿي: ذهن، اسان جي دماغ جو هڪ غير مادي حصو آهي، جيڪو انهيءَ غير مادي عمل جي آرام گاهہ آهي، جنهن کي خيال چئجي ٿو. ذهن ۽ خيال جو تعلق، خالق ۽ مخلوق جو آهي. ٻئي غير مادي آهن. ذهن جو تخليق ڪيل خيال ، خود بہ تخليق جو باعث آهي: هر تخليق، تعمير يا تصوير، جيڪا سامهون اچي ٿي ، خواب ۾ ڏسجي ٿي، ياشعوري حالت ۾ جنهن جو تصور ڪيو وڃي ٿو، سا دراصل هڪ خيال آهي، جنهن اها صورت اختيار ڪئي آهي. اهڙي طرح خواب بہ هڪ خيال آهي، جيڪو ننڊ جي حالت ۾، ڪانہ ڪا صورت وٺي ڏسڻ ٻڌڻ ۾ اچي ٿو. " خيال" جي غير مادي عمل جو مادي پيچي، ڪلام، طاقت گويائي يا اظهار جو عمل. حواسن ذريعي ڪم ڪري ٿو، تنهن ڪري هڪ خالص دماغي ۽جسماني عمل آهي. " ذهن" جو ان سان تعلق ڪهڙي ربت قائم ٿئي ٿو؟ انهي حالت ۾ ذهن ڪيئن ٿو ڪم ڪري؟ ذهن" ۽ " زبان" جي وچ ۾ هڪ مزيد غير مادي عمل حائل آهي، جنهن کي " عقل" ٿو چئجي: " ذهن" ۾ پيدا ٿيل خيال غير مادي لهرن ذريعي، دماغ کي پيغام پهچائڻ لاءِ وڌي ٿو تہ " عقل" سندس واٽ روڪي ۽ سوچ کي موقعو ڏئي ٿو تہ انهي پيغام جي پڙتال

ڪري، ڪٿي زبان مان ظاهر ٿيڻ بعد اهو " خيال" ڪنهن رسوائي، خطري يا ملامت جو باعث تہ نہ ٿيندو! پڪ ڪرڻ بعد ذهن جو خيال مادي زبان رستي ڪلام، تقرير يا دماغ جي تنتي سرشتي جي مادي نظام وسيلي، هٿن جي تحرير جي مادي صورت وني ٿو. اها هڪ غير مادي حڪمت عملي آهي، جنهن کي تعقل ، خود سياڻپ يا حڪمت چئجي ٿو. آخري الهامي ڪتاب " قرآن شريف" مطابق "جنهن کي حڪمت عطا ٿي، ان کي وڏو "خير" مليو." جديد مغربي فڪر جي هڪ نظريہ ڊائنامزم (Dynamism) مطابق ذهن ۽ مادو ٻئي، فطرتي قوتن جي تحرڪ ۾ اچڻ سبب پيدا ٿين ٿا. عقل يا حڪمت بہ اهڙي طرح فطرتي قوت جي تحرڪ ۾ اچڻ جو عمل آهي.

اها حڪمت يا ڏاهپ ڪڏهن تہ مادي اثرات هيٺ انسان جي ڳچيءَ ۾ پئجي وڃي ٿي. سنڌ جو سرواڻ صوفي بزرگ شاهہ عبداللطيف رح فرمائي ٿو تہ:

"الا ! ڏاهي م ٿيان، ڏاهيون ڏک ڏسن
مون سين مون پرين، پورائيءَ ۾ پال ڪيا!"

شاعر مشرق علامہ اقبال رح" عقل" کي فقط راهہ جي روشني" چراغ راهہ" قرار ڏنو آهي ۽ اها ڪا " منزل" نہ آهي:

"گذر جا عقل سے آگے کہ یہ نور
چراغ راہ ہے ، منزل نہیں."

تاهم عقل جو اهونورُ، جيڪو انسان پنهنجي زندگي جي سفر ۾ روشني جو ذريعو بڻائي ٿو، سو خود مختلف نوعيت جو آهي: ڪي انسان فقط مادي شين ۽ وسيلن تي پنهنجو عقل هلائن ٿا ۽ ذهن جي اهڙي خيال کي رد ڪن ٿا جيڪو حواسن يا مادي شين وسيلي پرکي نہ ٿو سگهجي. اهو بہ عقل آهي تہ اهڙين ڳالهين تي اجايو وقت نہ وڃائجي، ۽ اهو بہ عقل آهي تہ هر اهو نشان ۽ هر اهامادي شيءِ جنهن جو انسان سا تعلق آهي انهيءَ کي پنهنجي اندر اوريو وڃي ۽ خيال کي موٽايو وڃي تہ ذهن کان انهيءَ باري ۾ مزيد معلومات حاصل ڪري. اهو بئڪ ريفرنس يا رٽ کي پوئتي موٽائڻ،

انسان جي علم، عرفان ۽ بلند خيالي جو بنياد آهي. علم ڪنهن به خيال کي رد نه ٿو ڪري، پر فقط ذهن ذريعي ان کي وڌيڪ واضح ۽ قابل عمل بنائي ٿو. ٻهرين قسم جو عقل رکندڙ انسان پاڻ کي "نارمل" ۽ ٻوئين قسم وارن کي ائبنارمل (Abnormal)سمجهن ٿا ۽ هڪ سنڌي پهاڪي پٽاندڙ: "وڏو بيوقوف اهو آهي، جيڪو پاڻ کي عقلمند سمجهي ٿو." دراصل ڪوڙ جو بنياد به عقل تي آهي، جيڪو دنياداري خاطر انسان کان ڪوڙ ڳالهرائي ٿو ۽ دنيوي مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ علم وارن کان مصلحت يا دروغ گوئي، چشم پوشي، غير جانبداري، بلڪ ناجائز مدح گوئي جهڙا ڪم ڪرائي ٿو، ۽ هو عقل کي پنهنجي منزل جو ڏاڪو سمجهن ٿا. ٻئي قسم جا ڏاها انسان،دنيا جي ڪنهن ڏيڻ ۾ ڦاسڻ کانْ پاسو ڪندي صاف گوئي، ڪم گوئي، برداشت، ۽ پنهنجي اصولن تي پاڻ ســ ي سان ڪاربند رهڻ ۾ پنهنجي عقلمندي سمجهن ٿا. انهن کي به دنيا ۾ اڳياڙي جا ڏک ڏسڻا پون ٿا، ليڪن سندن پڇاڙي موچاري ٿئي ٿي ۽ سنڌي سياڻن چيو آهي ته "اڳياڙي انهن جي چڱي، جن جي پڇاڙي چڱي." اسلامي نقطۂ نگاهه کان سياڻپ انهيءَ ۾ آهي ته هر وقت الله تبارڪ وتعالىٰ کان ڊڄبو رهجي ۽ اهڙو ڪوبہ زباني يا عملي فعل نه ڪجي جنهن مان سندس ناراض ٿيڻ جو امڪان هجي. حضرت علي رضہ سائين جي قول مطابق "سياڻپ جي پاڙ، الله جي خوف ۾ آهي".

ڪنهن به قسم جي عقل جي روشنيءَ ۾ جيڪڏهن ڪو عالم يا سائنسدان، انسان جو راز معلوم ڪري نه ٿو سگهي ته سندس لاءِ تحقيق جو متبادل رستو "انسان" جي پيدا ڪندڙ کي معلوم ڪرڻ آهي، جيڪو خوابن ۾، خيالن ۾، هن ڌرتي جي سيني نظارن ۾ ۽ انسان جي روزمره جي تجربن ۾ پڌرو آهي، پر "انسان" جي مادي نظر هن کي ڏسي نه ٿي سگهي. البتہ خالق کي ڇهين حس ذريعي محسوس ڪرڻ جي ڪوشش ڪري سگهجي ٿي، جيڪا "سائنس" جي احاطي اندر نه ٿي اچي. فلسفو پوري طرح ان جو احاطو ڪري نه ٿو سگهي. فقط روحانيت، وحدانيت، تصوف ۽ انسانيت انهي اڻ ڏٺي خالق اڪبر کي هڪ غير مادي اندروني اک سان ڏسي سگهي ٿي، بلڪ پنهنجي هربيروني حس جي داخلي متبادل ذريعي هن کي

هر طرح محسوس ڪري سگهجي ٿو. انهيءَ ڪي حقيقي طور تي ”انسان“ جي اصلي منزل سمجهڻ گهرجي.

” عقل“ جيڪڏهن ” انسان“ ۽ سندس خلقيندڙ پالڻهار جي حقيقت تائين پهچي نہ ٿو سگهي تہ اهو ناقص عقل آهي، جيڪو اسان عام انسانن کي حاصل آهي. پوءِ اسان انهيءَ عقل کي سائنس ، فلسفي، ادب يا ڪنهن ٻئي انسان جي ايجاد ڪيل علم ۾، استعمال ڪريون ٿا ۽ ڪڏهن بہ حقيقت تي پهچي نہ ٿا سگهون.

## وجود ۽ فطرت:

وجوديت (Existentialism) جي نظريي جو مول متو هي آهي تہ ” انسان“ اهو ڪجهہ آهي، جو ڪجهہ هن پاڻ کي بنايو آهي. هن جو مقدر، خدا ۽ سماج يا حياتيات، اڳواٽ مقرر ڪري نہ ڇڏيو آهي. هو مرضيءَ جو مالڪ آهي ۽ انهي مرضي جي آزادي، هن جي مٿان ڪجهہ ذميداريون عائد ڪيون آهن، جيڪي هن کي ضرور پوريون ڪرڻ گهرجن، نہ تہ هو پنهنجي ذات کان ٻاهر ڪنهن ٻاهرين طاقت جي تابع ٿي ذليل ٿي ويندو. انهي لاديني استدلال جي باوجود، ڪي مذهبي اعتقاد رکندڙ عالم ۽ اديب بہ هن نظريہ کان متاثر ٿيا آهن، جهڙوڪ ڪيرڪ گارڊ ۽ مارسل، جيڪي مسيحي وجوديت جا قائل آهن. جديد وجوديت جو نظريو، اصل قديم نظريہ مان، ڪيرڪگارڊ جي وضاحت سبب عام ٿيو. جين پال سارتر، هيڊيگر، ڪاموس ۽ جئرسپرس جي تحريرن ان کي زور وٺايو. ائنڊري مالراڪس ۽ البرٽ ڪاموس خاص طور تي هن فلسفيانہ نظريہ کان بيحد متاثر ٿيا. تاهم هنن پاڻ کي انهي تحريڪ جو حصو نہ سمجهو. البرٽ ڪاموس خود لادين هو ۽ سندس ڪردار خدا جي وجود ۾ شڪ جو اظهار ڪن ٿا ۽ خدا جي ذات جو ذڪر ڪرڻ کان پرهيز ڪن ٿا. جيتوڻيڪ ڪاموس پنهنجي ڪردارن ذريعي مثبت نيڪ شگون جو پرچار پڻ ڪري ٿو، تاهم سوچڻ گهرجي تہ انهن ڪردارن جون خوشيون ۽ غم، نااميديون ۽ آسون اميدون، آخرت ۽ خدا جي تصور کانسواءِ، محض عارضي ۽ بي معنيٰ آهن ۽ سندن

آخر انجام موت آهي، جنهن کانپوءِ ڪجهه به نه آهي. ڪاموس جي هڪ ناول " د پليگ" ۾ مک ڪردار، "ڊاڪٽر ريوڪس." پنهنجي حياتي فقط انهيءَ ۾ سجائي سمجهي ٿو ته هو انسان ذات کي موت جو مقابلو ڪرڻ ۽ مڪمل تندرستي حاصل ڪرڻ ۾ مدد ڪري. هو چوي ٿو ته، " انسان جي نجات منهنجي لاءِ هڪ تمام ڳرو لفظ آهي، آءٌ ايترو پري نه ٿو وڃان، آءٌ فقط انسان جي تندرستي بابت سوچان ٿو. سڀ کان پهريائين انسان جي تندرستي آهي." تندرستي هڪ متناسب ۽ قابل اعتبار ڳالهه آهي، جيڪا حاصل ڪري سگهجي ٿي. " نجات" هڪ مبهم ۽ غير يقيني سوچ آهي. ڊاڪٽر ريوڪس ُوجوديت" جو هڪ مثالي ڪردار آهي، جنهن کي "ڪاموس" " نظريه خدا" جي جاءِ تي پيش ڪري ٿو، جيڪو ٻين وانگر عام گناهه جي احساس ۾ مبتلا نه آهي. ( مسيحي عقيدي مطابق انسان پيدائشي طور تي گنهگار آهي.) هو پاڻ کي قدرت جي رٿابندي جو حصو نه ٿو سمجهي بلڪ قدرت جي قوتن کي شڪست ڏئي عمل جون نيون واٽون وٺي ٿو ۽ مقدر، بخت يا قسمت وغيره جي نظرين کي نه ٿو مڃي. هو انسان جي انتم آزادي، يعني بک، بيماري ۽ موت جي مڪمل خاتمي، خاطر پنهنجي ذاتي سک ۽ آرام کي قربان ڪري ٿو. مسيحي عالم جو ڪردار ادا ڪندڙ چوي ٿو ته " اوران" شهر ۾ پليگ جو پوڻ ، اتان جي شهرين جي گناهن جو نتيجو آهي ۽ ان مان نجات جو ذريعو، توبه تائب ٿيڻ آهي، ليڪن جڏهن هڪ معصوم ٻار کي انهي بيماري ۾ مرندي ڏسي ٿو ته سندس ايمان لڏي وڃي ٿو.

انسان جي فطرت جو هڪ وڏيڪ اهم حصو سندس جبلتون آهن، يعني اهي محرڪات جيڪي مٽاچري جي هينان لامارا ڏئي رهيون آهن. انسان جي اندر جو آواز، زندگي جون اهي قوتون، جيڪي زندگي جو اصل روح آهن، انهن کي ضرور ٻڌڻ گهرجي. حقيقت ۾ عظيم انسان اهو آهي، جيڪو ٻئي ڪنهن جي ڳالهه نه ٿو ٻڌي سواءِ انهي ڳالهه جي جيڪا سندس اندر مان چوهه ڏئي ٻاهر اچي ٿي. انهيءَ حقيقي عظيم انسان کي " سپر مئن" سڏجي ٿو.

" سپرمئن" پنهنجا قاعدا قانون پاڻ ناهي ٿو، جاڪاڻ ته هو عام آدمين

وانگر نہ آهي، ۽ ٻري ۽ ڀلي جون رواجي وصفون سندس لاءِ ڪابہ معنيٰ نہ ٿيون رکن. سماج ۾ جنهن کي برو ڪم يا برو خيال سمجهو وڃي ٿو، ”سپرمئن“ انهيءَ ڪان لاپرواهہ رهي ٿو........ جڏهن سماج ڪيس منع ڪري ٿو تہ ” تون ائين نہ ڪندي !“ تڏهن سپرمئن چوي ٿو تہ ” آءٌ ضرور ائين ڪندس، جيڪڏهن ائين ڪرڻ جي منهنجي مرضي هوندي.“ هو پوئلڳ نہ آهي، پر اڳواڻ آهي. نتشي چوي ٿو تہ هو هڪ جولئس سيزر آهي، هڪ نيپولين آهي، بيقرار قوت جو ڏٺي آهي، جنهن کي خطري جي زندگيءَ مان مزو اچي ٿو ۽ ڪمزور نماڻن ۽ ننهن انسانن سان نفرت ڪري ٿو. ڀلو ڇا آهي؟ اهو سڀ ڪجهہ جيڪو طاقت جو احساس وڌائي، طاقت تي استعمال لاءِ مرضي ۽ ان جو خود انسان جي اندر هجڻ ثابت ڪري. بروڇا آهي؟ اهو سڀ ڪجهہ جيڪو ڪمزوريءَ مان پيدا ٿئي ٿو. خوشي ڇا آهي؟ اهو احساس تہ طاقت وڌي رهي آهي ۽ رنڊ روڪ تي ضابطو ٿي چڪو آهي....... رضامندي نہ پر وڌيڪ قوت، هر قيمت تي امن نہ، پر لڙائي ........... ڪمزور ۽ ڊبڙاٽيل ختم ٿي ويندو ......... ۽ انهن کي ختم ٿي وڃڻ ۾ پڻ مدد ڪرڻ گهرجي.“ طاقت جي ارادي اڳيان، جيڪو ان جي اندر جوش ۾ آهي، انسان جو ذهن دراصل هڪ ڀلي جو ٻچڙو آهي. طاقت جي ارادي جو قدرتي اظهار يا تحرڪ هڪ واحد سگهہ آهي جيڪا انسان ۽ قومن ۽ رياستن جي تاريخ تي ڇانيل رهي ٿي. اهو نتشي جو پڪو دليل هو. هو چوي ٿو تہ ” سپرمئن“ نہ عيسائي ( مذهبي خيال جو) آهي نہ جمهوريت پسند آهي، سندس وجود جو مرڪز، طاقت حاصل ڪرڻ جو ارادو آهي، اها طاقت جيڪا سموري طاقت لاءِ آهي ۽ انهيءَ مزي حاصل ڪرڻ لاءِ آهي، جيڪو طاقت مان ملي ٿو. نتشي جو ” سپر مئن“ سڀني بندشن، مقرر ڪيل قاعدن قانون، ريتن رسمن ۽ آدابن کان آزاد هو. هو انهيءَ ڪجهہ جي اڇل تي، جيڪو اندر ۾ آهي، دنيا تي اٿلي پوي ٿو، ۽ اهو اندر وارو چوي ٿو تہ مطالبو ڪر، هٿ ڪر، حملو ڪر، ناهہ يا ڊاهہ (ذريعي) جدوجهد ڪر، تلاش ڪر، غلبو حاصل ڪر! ” مسيحي مذهب انسان کي تلقين ڪري ٿو تہ اقتدار ۽ غلبي جي اندروني محرڪ کي ضابطي هيٺ رکيو وڃي، ليڪن ”نتشي“ جي نظريہ مطابق اقتدار ۽ غلبي حاصل ڪرڻ جو اندروني محرڪ

ٿي انسان جي اصل طاقت جو سرچشمو ۽ زندگي جي اصل تحريڪ آهي.

" نٽشيءَ" جي هموطن سماجيات جي ماهر " مئڪس ويبر"
طلسماتي، پرڪشش يا، ڪئرز ميٽڪ (Charismatic) شخصيت تي زور ڏنو. سندس دليل هو تہ مايوسي ۽ مونجهاري جي دور ۾، ماڻهو انهيءَ شخص کي پنهنجو اڳواڻ منتخب ڪن ٿا، جيڪو ڪنهن مخصوص انداز ۾ دليري يا دلڪشي ڏيکاري ٿو. منجهس هڪ قسم جي زور آوري نظر اچي ٿي، جيڪا کيس ٻين عام انسان کان الڳ ڪري ٿي. انهيءَ اڳواڻ لاءِ چئجي ٿو تہ "ڪئرزما" وارو آهي، يعني شخصيت جي اها غير معمولي خاصيت (جاذبيت) رکي ٿو، جيڪا حيرت ۾ وجهي ٿي ۽ ساراهيندڙن ۽ پيروي ڪندڙن کي ڪشش ڪري ٿي. عوام اهڙي ڪرزما رکندڙ اڳواڻ جي ڪشش کان پري رهي نہ ٿو سگهي ۽ اهو اڳواڻ جيڪڏهن دعويٰ ڪري ٿو تہ خدا، مقدر يا تاريخ، هن کي پنهنجي عوام جي ڀلي واسطي هڪ خاص مهم سر ڪرڻ لاءِ منتخب ڪيو آهي، تہ عوام هن جي انهيءَ دعويٰ کي مڃڻ بنا رهي نہ ٿو سگهي. ليڪن ظاهر آهي تہ اها هڪ غير مناسب دعويٰ آهي، جيڪا محض انهيءَ ڪري قبول ڪئي وڃي ٿي، ڇاڪاڻ تہ ذهن بجاءِ، عوام جي جذبات کي اپاريو وڃي ٿو. ساڳي طرح هڪ برطانوي ماهر سماجيات ، گراهم وئلس، انتخابات ۾ عوامي جذبات جي ڪردار تي زور ڏنو آهي..... ووٽرن کي منطقي دليلن سان قائل ڪرڻ بجاءِ، سياستدان ووٽ وٺڻ لاءِ سندن جذبات سان کيڏن ٿا. " وئلس" شايد پهريون محقق آهي جنهن هڪ انتخاب ۾ ووٽنگ جي نموني جو مطالعو ڪري اهو نتيجو اخذ ڪيو تہ عوام اڪثر اصل مسئلن کي نظر انداز ڪري، انهي اميد وار کي ووٽ ڏين ٿا جيڪو شڪل شبيهہ جو ٺاهوڪو، وڏي شخصيت وارو، لڙائي جو رڪارڊ رکندڙ، مذهب يا ٻين انيڪ جذباتي ڪشش جو حامل هوندو آهي. انهيءَ ڪري انتخابي مهمن ۾ اشتهاري طريقا اختيار ڪيا وڃن ٿا.

غير مناسب محرڪات ۾، " فرائڊ" جي "لاشعور جو نظريو" پڻ خاص اهميت رکي ٿو. انهيءَ مطابق، جذبات ۽ جبلتون گڏجي انسان جو لاشعور ٺاهن ٿيون. دماغي مريضن جو علاج ڪندي " فرائڊ" انهيءَ نتيجي

تي پهتو تہ ” ذهن جي لاشعوري مشغولين جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ لاءِ خوابن جو تعبير هڪ شاهي دڳ آهي. ” خواب ۾ اهو ڪجهہ ڏسجي ٿو، جنهن کي اسانجو شعور ۽ سجاڳ ذهن دٻائي ڇڏي ٿو، روڪي ٿو يا ان ۾ ڪاٽ ڪوٽ ڪري ٿو. بيحد قديم ۽ ٻاروتڻي جون خواهشون بہ خوابن ۾ پوريون ٿينديون نظر اچن ٿيون، جن جي باري ۾ انسان جا ڳڻ ڪانپوءِ سوچي بہ نہ ٿو سگهي، ڇاڪاڻ تہ انهن مان بيقراري، گناهہ ۽ نفرت يا خوف جا جذبات پيدا ٿين ٿا.

فرائڊ جي تحقيق مان ڪجهہ ديڇاريندڙ انڪشافات ٿيا، جن انسان ۽ تهذيب جي مستقبل بابت خدشا پيدا ڪيا، ڇاڪاڻ تہ انهي تحقيق مان ثابت ٿيو تہ انسان آخرڪار پنهنجي عمل ۾، عقل بجاءِ جبلتن، ذهانت بجاءِ جذبات، ذهن ۽ شعور بجاءِ ، لاشعور جو اثر قبول ڪري ٿو. انسان جي مختلف فطري جبلتن منجهان، اڳرائي جي جبلت سڀني کان زياده طاقتور آهي ۽ انسان جي انهيءَ اڳرائي جي جبلت مان ئي تهذيب کي يقيني خطرو لاحق آهي. ” فرائڊ“ انهيءَ نتيجي تي پهتو تہ ” انسان شريف نہ آهن ۽ نہ دوست مخلص آهن...... بس ضروري آهي تہ سندن جبلتي ورثي جي هڪ حصي طور، اڳرائي ( جارحيت) جي خواهش جي هڪ طاقتور مقدار کي خيال ۾ رکيو وڃي.“ انهن جارحانہ جذبات جي نتيجي ۾ ” فرائڊ“ مطابق ، انسان جي فطرت جو پهريون لاڙو پنهنجي پاڙيسري سان پيار ڪرڻ طرف ۽ پاڻ جهڙو سمجهڻ ڏانهن نہ آهي، ليڪن انهيءَ پاسي وڃي ٿو تہ ” سندس ملڪيت هٿ ڪري، ڪيس گهٽ ڪري، ڪيس ڏک ڏئي، ايذاءُ رسائي ۽ ماري ڇڏي.“ انهيءَ لاشعوري خواهش جي تسڪين اسان کي گهري خوشي ڏئي ٿي. فرائڊ جي نظر ۾، جارحيت يا اڳرائي هڪ قدرتي ۽ ڄائي ڄم جي گهرج آهي، جيڪا نون ڄاول ٻارن مان ظاهر آهي ۽ ننڍن ٻارن ۾ اها وڌيڪ نمايان نظر اچي ٿي: ٻين کي ستائيندڙ شرير ٻار ، جانورن کي ايذائيندڙ ٻار، هرڪو انهي جارحيت جي فطرت جو اظهار ڪري ٿو. ” فرائڊ“ چوي ٿو تہ ”جيڪڏهن اسان کي اسانجي لاشعوري خواهشات جي آئينہ ۾ ڏنو وڃي تہ اسان قديم انسان جي اڻ سڌريل انسانن وانگر محض قاتلن جو ٽولا آهيون.“ هڪ سڌريل انسان اهو آهي جيڪو پنهنجي فطري جارحيت تي ضابطو رکي

سگهي ٿو. ليڪن لڙائي جي حالت ۾ خون ڪرڻ جائز آهي، انهيءَ وقت وڙهندڙ سپاهين جي فطري جارحيت کي تسڪين ملي ٿي. تاهم انهيءَ فطري تسڪين سان گڏ، اهي تهذيب جو بار پڻ پنهنجي ڪلهن تان لاهي ڦٽو ڪن ٿا ۽ انسان جي اصل فطرت کي اگهاڙو ڪري ڇڏن ٿا."

" ڊارونزم" ۽ " ارٿشنلزم" جي نظرين، " انسان" جي طرفان مناسب رويي اختيار ڪرڻ بابت، شڪ پيدا ڪيو. انهيءَ ساڳي دور ۾ صنعتي انقلاب جي نتيجي ۾ بيحد تباهه ڪن موتمار هٿيارن جي ايجاد ٿي رهي هئي. ٻنهي تاريخي واقعن گڏجي. " انسان" کي پنهنجي سلامتي جي باري ۾ خوفزده ڪيو. ويهين صدي عيسوي انهيءَ خوف ۾ گذري آهي، جنهن کي علم طبعيات جي تحقيقات ۽ ايجادات مسلسل وڌيڪ خوفناڪ بنائيندي رهي ٿي.

## جديد طبعيات:

" ڪلاسيڪل فزڪس". يا روايتي علم طبعيات مطابق، جيڪو گهڻو ڪري ائزڪ نيوٽن جي نظريات تي ٻڌل آهي، ڪائنات هڪ باضابطه ۽ قابل پيشن گوئي حقيقت آهي. ليڪن اٺويهين صدي جي پوئين اڌ کان ڪائنات بابت نوان نظريا نهڻ لڳا، جن " نيوفزڪس" يا " طبعيات نو" جو آغاز ڪيو: مادي (Matter) ، تحرڪ (Motion) ، روشني (Light) ، خلا (Space ) . وقت (Time) ، ڪارڻ ۽ ان جو اثر ۽ سائنسي حقيقت جهڙن اهم طبعياتي محاورن جون وصفون نئين سر جوڙيون ويون ۽ اڳ تسليم ڪيل نظريا ترڪ ڪيا ويا آهن. جديد طبعيات منجهان جرمن سائنسدان، ورنر هائزينبرڪ ثابت ڪيو ته اليڪٽرانس جي نوعيت اهڙي آهي جو هڪ ئي وقت سندن بيهڪ ۽ رفتار معلوم ڪرڻ ناممڪن آهي. (ڊاڪٽر ايلن اي نورس، فرام يونيورس ارٿ ۽ ائٽم، د اسٽوري آف فزڪس، نيويارڪ، هارپر ۽ رو ١٩٦٩ع).

ڪائنات جي ابتدا، اڃا تائين هڪ بحث طلب مسئلو آهي. انهيءَ مسئلي جو بنيادي سوال، مادي (Matter) جي تخليق بابت هڪ قابل فهم

وضاحت پيش ڪرڻ آهي. هن وقت سائنسدانن جو عام مفروضو هي آهي تہ وڏي ڌماڪي بعد، تمام مختصر وقت اندر، پيدا ٿيل توانائي (Energy) منجهان مادي (Matter) ۽ انهي جي ضد - مادي (Antimatter) جا ذرات هڪ جيتري تعداد ۾ پيدا ٿيا. پوءِ سوال پيدا ٿيو آهي تہ جيڪڏهن انهن جي توانائي ۽ تعداد برابر هو تہ پوءِ هن وقت ڪائنات ۾ مادي (Matter) جو وجود ڪيئن باقي رهيو آهي؟ پيدا ٿيل مادي ۽ ضد - مادي جي ذرات کي اوتري ئي مختصر عرصي اندر هڪ ٻئي کي ختم ڪري ڇڏڻ گهربو هو، ۽ ٻنهي کي پيهر توانائي ۾ تبديل ٿيڻو هو، ليڪن ايئن نہ ٿيو آهي، مادو موجود آهي جنهن سان انسان جي دنيا آباد آهي ۽ لازمي طرح انهيءَ جو ضد - مادو پڻ موجود هجڻ گهرجي.

ويهين صديءَ جي ماهر سائنسدان، البرٽ آئنسٽائين ( ١٩٥٥ - ١٨٧٩ع) توانائي ۽ مادي جو جيڪو تناسب مقرر ڪيو انهيءَ ڏيکاريو تہ مادو ۽ توانائي، هڪ ئي بنيادي مادي جي جنس (Stuff) جا ٻہ مختلف روپ آهن. تاهم مادي ۽ ضد مادي جي باهم بربادي‌ءَ جي نہ ٿيڻ جو سبب معلوم نہ ٿي سگهيو. پوءِ هڪ ٻيو سائنسي مفروضو قائم ڪيو ويو تہ ڪائنات ۾ مادو انهيءَ ڪري باقي آهي جو قدرت (Nature) هڪ معمولي فرق ذريعي، مادي (Matter) کي ضد مادي (Antimatter) تي فوقيت ڏني آهي. اهو معمولي فرق بہ اڃاتائين معلوم نہ ٿي سگهيو آهي، تنهن ڪري تخليق جو عمل پوري طرح سمجهہ ۾ نہ ٿو اچي.

سابق سوويت يونين جي منحرف، روسي ماهر طبعيات ۽ نوبل انعام يافتہ، ائنڊري سخروف (Andrei Sakharov) ، سال ١٩٦٧ع ۾، توانائي جي پيدا ٿيڻ ۾ برابري جي انحرافي _ (Charge _ Parity Violation) جو نظريو پيش ڪيو، جنهن سان مادي ۽ ضد مادي جي توانائي ۾ فرق جي وضاحت ڪرڻ جي ڪوشش جو آغاز ٿيو. انهيءَ نظريہ جو بنياد اهو رواداد هئي جيڪا سال ١٩٦٤ع ۾ سب ائٽامڪ پارٽيڪلس، يا زير - ائٽمي ذرات، ۾ ڏٺي وئي هئي. انهن زير ائٽمي ذرات کي ڪي - ميسنس (K _ Mesons) نالو ڏنو ويو آهي ، رواداد (Phenomenon) جيڪا نظر آئي، انهيءَ مان ظاهر ٿيو تہ ڪي ميسنس

۽ انهن جي ضد - ڪي - ميسنس (Anti K _ Mesons) ذرات پاڻ ۾ ملي اهڙن ذرات (Particles) ۾ تبديل ٿي ويا، جيڪي ڪجهه قدر مختلف ڊول جا هئا. جيتوڻيڪ ذرات ۽ ضد ذرات کي بلڪل هڪ ٻئي جو هوبهو عڪس هجڻ گهرجي. اهڙي طرح ١٩٦٤ع جي تجربن طبعيات جي ماهر سائنسدانن کي حيرت ۾ وجهي ڇڏيو. سندن سمورو علم ٻڌائي رهيو هو ته تمام بنيادي ڪاروايون جيڪي مادي سان متعلق هيون، واپس ٿي سگهيون ٿي ۽ مادي جو عمل اڳتي پوئتي ٿيندو رهي ٿو.

سائنسدانن سوچيو ته جيڪڏهن سندن نظرات (Theories) درست آهن ته پوءِ ضرور ڪي - ميسنس جي زيرائٽمي ذرات سان جو عجيب برتاءُ ٿيو آهي ۽ اهو ٻين ذرات ۾ به رونما ٿي سگهي ٿو، تنهن ڪري هنن ٻين وڏيڪ وزن دار زير ائٽمي ذرات تي تجربا ڪرڻ شروع ڪيا جن کي " بي - ميسن" (B _ Meson) نالو ڏنو ويو آهي. جون ١٩٩٩ع ۾ سترهن ڪروڙ ستر لک ڊالرن جي لاڳت سان تعمير ڪيل، اسٽئنفرڊ (Stanford) جي، " بي فئڪٽري" ڪم ڪرڻ شروع ڪيو، جنهن جو واحد مقصد اهو معلوم ڪرڻ هو ته ١٩٦٤ع ۾ ڪيل تجربن ۽ ١٩٦٧ع ۾ سخروف جو پيش ڪيل نظريه مطابق " بي - ميسن" ذرات سان عجيب برتاءُ ٿيل آهي يانه؟ وڏو لقاءُ لڳو.: نون (٩) ملڪن مان آيل ٦٠٠ (ڇهه سو) طبعيات جو ماهر سائنسدانن، بي - ميسن ذرات جي ٽي ڪروڙ ويهه لک ( ٢٣ ملين) جوڙن جي بربادي جا نمونا ڏٺا ۽ اهي ساڳيا بي ڊول رنگ روپ ۾ تبديل ٿيڻ جا نظارا هئا. جن سائنس جي دنيا ۾ حيرت پيدا ڪئي هئي. هائي ته بي - ميسن ۽ ائنٽي بي ميسن ذرات ۾ تفاوت جو مسئلو، سندن برتاءُ ( بي ڊول نموني ۾ تبديل ٿيڻ) جي حيرت انگيز حقيقت جو فقط هڪ جزو بنجي ويو آهي. وڌيڪ حقيقتون ۽ انڪشافات اڃا به وڌيڪ تجربا ۽ سرمايو گهرن ٿا. ( ڊان/ LAT _ WP نيوز سروس لاس ائنجلس ٽائمس، ڪ. سي، ڪول، " تجربي مان بگ بئنگ کي سمجهڻ ۾ مدد ملي ٿي." ، ڊان ، " ورلڊ ان فوڪس" ٨ جولاءِ ٢٠٠١ع، ص ١٤ تان مک مواد ۽ انگ اکر ورتا ويا آهن.)

بر اعظم يورپ، جتي برفباري ۽ سيلاب تباهي مچائن ٿا، اتان جا انسان وڏيڪ محنت ڪش ۽ جانباز آهن. ساڳي حالت امريڪا جي آهي، ليڪن اتي يورپي نزاد امريڪي ۽ اصل امريڪي باشندن جي جسماني قوت ۽ ڪم ڪار جي عادتن ۾ فرق آهي. اهو فرق گهٽ وڌتائيءَ جو نہ آهي: فرق تهذيبي ۽ ثقافتي شناخت ۽ خصوصيت جو آهي. ايشيائي، امريڪي ۽ آسٽريلوي اصل باشندن وانگر بنيادي ثقافت ۽ تهذيب کي قائم رکن ٿا. تاهم آب و هوا جو اثر، ڪم ڪار جي عادتن ۽ ڪارڪردگي جو، فرق پيدا ڪري ٿو. افريقن کي شاباش آهي جيڪي بدترين قدرتي ماحول ۾ پنهنجو وجود، اصل تهذيب ۽ ثقافت قائم رکيو اچن ٿا. انسان سڀ هنڌ ساڳا آهن. سڀ ترقيءَ ۽ خوشحالي لاءِ جدوجهد ڪن ٿا، سندن ڪلڻ ۽ روئڻ، خواب ۽ خدشا هڪ جهڙا آهن. پوءِ فرق ڇا جو آهي؟ رنگ ۽ نسل جو فرق آهي. هڪ بيرحم عالمي سرمائيداري نظام ۾ ڪارڪردگي جو فرق آهي. هن خوفناڪ ائٽمي دنيا ۾، هٿيارن ۽ انهن جي استعمال جي طاقت جو فرق آهي. ڇا اها تفريق انسانيت جي اصولن مطابق آهي ؟

انسانذات، قدرت جو هڪ گلدستو آهي، مختلف قسمن جون خوبيون ۽ صلاحيتون، مختلف رنگن ۽ نسلن جي انسانن ۾ موجود آهن. حضرت ذوق خوب چيو آهي تہ:

" گلهائ رنگ رنگ سے هے زينت چمن
ذوق اختلاف سے هے زيب اس جهان کو".

## رضا الهي: (The Divine Will)، ۽ انسان:

ارڙهين صدي عيسوي جي يورپي فلاسافرن، شافسبري (Shaftesbury) ۽ جينڪنس (Jenkins) انسانن جي سماجي نابرابري کي " رضا الهي" جي منطق تي جائز قرار ڏنو. ليڪن " رومانويت" (Romanticism) جي مفڪرن انهيءَ " رضا الهيءَ" کي خود انسان جي

اندر تلاش ڪيو ۽ خدا کي ڪل ڪائنات ۾ ڇانيل ڄاڻايو. هن زندگيءَ جو هڪ فلسفو پيش ڪيو، جنهن جي مطابق ڪائنات ۽ خدا هڪ آهن (Pantheism): سڀ نظارا هڪ واحد روحاني هستيءَ جا مختلف مظاهر آهن. انهي " روحاني هستيءَ" کي وليم وردس ورٿ هڪ تحرڪ ۽ هڪ روح جي حيثيت ۾ هن طرح بيان ٿو ڪري:

"A motion and a Spirit that impels
All thinking things, all objects of all thought,
And rolls through all things". (Tintern Abbey

يعني:

هڪ تحـــرڪ ۽ هڪ روح آهي،
جيڪو سڀني سوچن ۽ فڪر جي
سـيني وسلين کي، هلائي ٿـو ۽
سـيني شين ۾ گـردش ڪري ٿـو.

مشرق ۾ " رومانويت"، " تصوف" جي فلسفي هيٺ، اڳئي آيل هئي: ابن العربي جي " همہ اوست" حلاج جي " انا الحق" ۽ شاهہ لطيف جي "مون ۾ آهين تون" جي بيان ۾ زندگيءَ جو اهوئي فلسفو سمايل آهي. پوءِ مشرق ۽ مغرب جي فڪر ۾ ڪهڙو فرق آهي؟ - " اولڊ وائين ان نيوباٽلس" (Old wine in new bottles) جي مصداق انسان جو ذهن ساڳو آهي، جيڪو اڳ بہ ساڳو تاثر پيدا ڪري رهيو هو، جديد دنيا ۾ انهي جو ڍڪ فقط بدلايو وڃي ٿو.

" ڪولرج" ( ١٧٩٦ع - ١٨٤٩ ، Hartley Coleridge) پنهنجي مجموعہ ڪلام " ترديد جي تعريف" (Ode to rejection) ۾ هي فڪر ظاهر ڪري ٿو:

"And nature in our minds
alone doth live,
Ours is her wedding garment,
Ours her shroud".

يعني:

قدرت فقط اسانجي ذهن ۾ زنده آهي،
اسين سندس سهاڳ ويس آهيون
اسين سندس ڪفن،

شاهہ لطيف رح فرمايو:

" پائي ڪانُ ڪمان ۾ ميان مار ۾ مون،
مون ۾ آهين تون، متان تنهنجوئي توکي لڳي!"

( سريمن ڪلياڻ)

هنن مفڪرن ۾ صدين جو فرق آهي. اجان بہ ماضي ۾ وجبو تہ ساڳو خيال ملندو. انهيءَ مان ڏسجي ٿو تہ زمان و مڪان جو قيد ، انسان جي ذهن سان، لاڳو نہ آهي، ليڪن فڪر جي يڪسانيت ۽ اظهار جي انفراديت، انسان جي ذهن کي مختلف رخن طرف موڙيو آهي، ۽ انهيءَ مان تفريق ۽ نظرياتي اختلافن جا خوفناڪ لاڙا پيدا ٿيا آهن:

" وليم بليڪ" ( ١٨٢٧ - ١٧٥٧ع، William Blake) جو هي چوڻ قابل غور آهي:

"Tyger , tyger burning bright
In the forests of night,
What Immortal hand or eye
Dare frame thy fearful symmetry". ( The Tyger)

يعني: اي پراڻا پيالا گهٽن مُنين وارا
رات جي ٻيلن ۾ٻرندو رهين ٿو
ڪنهن تہ لافاني هٿ يا اک
تنهنجي هي خوفناڪ يڪسانيت
جوڙڻ جي جسارت ڪئي آهي!

" مغربي هوا جي قصيده (Ode to the West wind) ۾ "شبلي" ( ١٩٢٢ - ١٨٩٢ع ، Percy Bysshe Shelley) چئي ٿو تہ:

" If, I were a dead leaf,
thou mightest bear,
If I were a swift cloud
to fly with thee."

يعني: جيڪڏهن آءٌ هڪ سُڪل پنُ هجان ها ( ۽ ) تون هڪ بيحد طاقتور رچُ ( تہ تنهنجي پيرن هيٺان دٻڙاتجي وڃان ها) جيڪڏهن آءٌ ڪو تکڙو بادل هجان هان ( تہ) توسان گڏ اڏامي وڃان هان.

علامہ اقبال فرمايو آهي تہ جڏهن سندس " شڪوه"، پنهنجي پرواز جي طاقت سان، آسمان چيري ويو تہ:

" پير گردون نہ ڪها سن ڪہ ڪهين هہ ڪوئي،
بولہ سيار ، سرعرشِ برين هہ ڪوئي،
چاند ڪهتا تها، نهين، اهل زمين هہ ڪوئي،
ڪهڪشان ڪهتي تهي ، پوشيده يهين هہ ڪوئي،
ڪچهہ جو سمجها مرہ شڪو ڪو تو رضوان سمجها،
مجهہ جنت ۔ نڪالا هوا انسان سمجها!"

( جواب شڪوه)

ڌرتي تي رهندڙ انسان، روحانيت، رومانويت ۽ تصوف جي مختلف سلسلن مطابق، قدرت ۽ ڪُل ڪائنات سان اندروني تعلق رکي ٿو. فلسفي جا مختلف مڪا يب فڪر انسان کي تخليق جو سبب ۽ ڪائنات جو مرڪز قرار ڏين ٿا. اسلامي تعليمات مطابق حضرت آدم عليه السلام ڌرتي تي، خدا جو خليفو ڪري پيدا ڪيو ويو. تاهم خدا جي خليفي و جسم خاڪي ۽ فاني آهي، جنهن ۾ خدا جي لافاني روح زندگي پيدا ڪئي آهي، انهيءَ لافاني روح جي ذريعي هن ڌرتي جا حالات انسان لاءِ سازگار ٿي سگهن ٿا. جيڪي سائنسي ۽ مادي ترقي جي ذريعي ناسازگار بنجي چڪا آهن. " ڪولرج" جو هي قصيدو انهي طرف اشارو ڪري ٿو:

" Ah ! From the soul itself
must issue forth
A light, a glory, a fair luminous cloud

Enveloping the earth," ( Ode to deje. ion)

يعني: ڪاش خود روح مـان ايـري
هڪ روشني تجلي ۽ حسين بادل
جيـڪـو ڌرتي کي وڪوڙي وجي.

## انساني سالميت (Human Wholeness and Evolution) ۽ ارتقاءُ:

انسان جي سالميت (Wholeness) جو نظريو، علامہ آءِ آءِ قاضي (١٩٦٨ - ١٨٨٦ع) جي فڪر ۾ هن ريت بيان ڪيل آهي تہ موت بعد انسان جي " فقط صورت (Form) بدلجي ٿي، مڪمل خاتمو نہ ٿو ٿئي." جرمن فلسفي ۾ انهيءَ ڪاروائيءَ کي " ميتامارفسس" (Metamorphosis)، يعني شڪل جي تبديلي ، چئجي ٿو. سائنس، جي محاوره ۾ انهيءَ عمل کي " ڪنزرويشن آف مئٽر" (Conservation of matter)، يعني مادي جو تحفظ، چئجي ٿو. ڪائنات ۾ ڪابہ شيءِ ضايع نہ ٿي ٿئي. هر شيءِ تبديل ٿئي ٿي، انهيءَ لاءِ تہ ( مزيد) ارتقاءَ ڪري سگهي. اهو هڪ مقصد آهي جنهن جي حصول خاطر، حياتيءَ جو تسلسل لازمي آهي. " سائنس" جي زبان ۾ انهيءَ سلسلي جي واٽ کي " آرٿوجينڪ لائين" (orthogenic _ line) چئجي ٿو. "انهيءَ کي اسين ( مسلمان ) " الصراط المستقيم" چئون ٿا." آرٿو جينيسس (Orthogenesis) هڪ سائنسي نظريو آهي، جنهن مطابق حيواني جسم جي جوڙ جڪ (Organism) ۾ رونما ٿيندڙ تبديليون ڪنهن اتفاقي عمل جو نتيجو نہ آهن، بلڪ هر تبديلي هڪ باقاعده نظام هيٺ هڪ مقرر رخ ۾ عمل پذير ٿي ٿئي، جنهن کي " ڊٽر منيٽ ويريئيشن"(Determinate variation) ، يعني طي شده تبديلي، چئجي ٿو. علامہ صاحب فرمائي ٿو تہ " ڪجهہ انسان هن زندگيءَ ۾ ئي، انهيءَ طي شده تبديلي جي واٽ کان واقف ٿي وڃن ٿا ۽ مطمئن رهن ٿا". سندن انهيءَ اطمينان کي مختلف نالا ڏنا ويا آهن، ڪي انهي کي " نروان" چون ٿا، ڪي " مڪشا" يا " نجات" جو نالو ڏين ٿا

۽ ڪي چون ٿا " موتو قبل عن تموت" ، مطلب اها منزل، يا حالت، جنهن ۾ " هيءَ لاعلمي، هي نابينائي، هيءَ اونداهي، هي شڪ شبها، سڀ دور ٿي ويندا، ۽ توهان محسوس ڪندا تہ توهين تسلي، تسڪين، ڄاڻ ۽ عقل سان، انهي رستي سان اڳتي وڌي رهيا آهيو، جنهن ڪان توهين اڳيئي واقف آهيو، توهان اتان ئي آيا هئا. توهان ڪي انهيءَ جي تڪڙي تمنا ڪرڻ گهرجي، ڇاڪاڻ تہ هيءَ زندگي، جيئن آهي تبئن، پنهنجي وضاحت خود نہ ٿي ڪري." ( قاضي - ايضا - ص ص ٣٠٥ - ٣٠٤).

انسان جي حيواني جسم جي مڪمل حالت ( Wholeness of Organism) برقرار رکڻ ضروري آهي. مادي دنيا ۾ پهرين مڪمل حالت "ائٽم" جي آهي، جنهن جي جوڙ جڪ ۾ " اليڪٽران" ۽ " پروٽان" شامل آهن. اليڪٽران جو تعداد مقرر آهي، انهن مان ڪنهن " اليڪٽران" جي ضايع ٿيڻ سان " ائٽم" جي خاصيت ۾ فرق اچي ٿو ۽ هو انهيءَ کي ٻيهر حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ٿو ڪري، جيئن سندس سالم حالت برقرار رهي. انهيءَ جي مقابلي ۾ جيڪڏهن ڪنهن حياتياتي جزي، يا سيل جو ڪو حصو ضايع ٿئي ٿو تہ اهو " سيل" سڙي ٿو وڃي. بقا جو دارومدار سالميت تي آهي. نباتات ۾ ڏسجي ٿو تہ جيڪڏهن ڪنهن وڻ جو ٽار وڍجي ٿو وڃي، تہ اهو پاسن ڪان واڌ ڪري پنهنجو ڊول سالم ڪري ٿو. طبي محاوره ۾ زخمي حصي کي ٺيڪ ڪرڻ لاءِ چيو ويندو آهي تہ انهيءَ جسماني جوڙجڪ کي ٻيهر سالم حالت ۾ آندو وڃي: (Restoration of Organism to wholeness)، انگريزي زبان ۾ " هول" (Whole) ، معنيٰ مڪمل ۽ صحتمند. سنڌي ٻولي ۾ چوندا آهن: " هٽ سجو" معنيٰ ٺيڪ ٺاڪ ، چڱو ڀلو.

جسماني تندرستي سان گڏ ذهني آسودگي ضروي آهي، جيئن انسان سالم حالت ۾ رهي سگهي. امام محمد غزالي ( ١١١٢ - ١٠٥٣ع) جي قول مطابق ذهن جو جسم تي ضابطو آهي، ايتري قدر جو انهي کي ختم ڪرڻ جو وقت بہ ڄاڻي ٿو. انهيءَ نظريي جو عملي مظاهرو خود امام محمد غزالي جي وفات وقت ٿيو: اربع جو ڏينهن ، رجب جي پهرين تاريخ سال **٥٠٥** هجري ( ٣ جنوري سال ١١١٢ع) ، فجر نماز ۽ وظائف بعد غسل ڪري، امام محمد غزالي سڌو ٿي ستو ۽ پنهنجي ڀاءُ شيخ احمد غزالي کي چيائين تہ

"مون دمشق مان جيڪو ڪفن جو ڪپڙو آندو هو، اهو ڪٽي اچ". پوءِ، اهو پنهنجي مٿان وجهي ، چيائين تہ " مان پنهنجي مالڪ بادشاهہ ڏانهن وڃان ٿو." شيخ احمد غزالي رح ڏنو تہ سندس ساهہ واقعي فوت ٿي ويو هو. ( ايضا - ص ١٨٤) ساڳو لقاءُ علامہ آءِ آءِ قاضي سان ٿي گذريو. تاريخ ١٣ اپريل ١٩٦٨ع تي منجهند جي ڏيڍ بجي، سهي سنبري اڪيلو گهران نڪتو. رڪشا تي چڙهي گدو بندر جي بچاءَ بند تي لٿو، پوءِ پسار ڪندي، " ون ٽري بندر" وٽ هڪ پٿر تي اچي وينو. هتي مئدم ايلسا ۽ پاڻ اڪثر شام جو سير ڪرڻ ايندا هئا. رفيق حيات کان وڇڙيل علامہ، " نيڪ ٽائي" جوڙي ٽوپلي ۾ وڌي ۽ هڪ ننڍو پٿر انهن تي رکيو جيئن هوا جي زور تي اهي اڏامي نہ وڃن يا پاڻيءَ ۾ نہ ڪرن. پنيان گهرو ملازم علامہ صاحب جي معتقد مُلاقاتين کي سندس گهر مان غير حاضريءَ جو اطلاع ڏنو. ستن ڪلاڪن جي تلاش بعد رات جو سادي اٺين بجي " ٽوپلي ۽ نيڪ ٽائي" سندس سراغ فراهم ڪيو، پاڻ اڪثر چوندو هو تہ " مالڪ سان ملڻ لاءِ، سهڻي وانگر درياهہ ۾ هليو ويندس، سو سندس ميت سنڌوندي مان ڪڍي وئي، جنهن ۾ پاڻيءَ جو ڦڙو بہ داخل نہ ٿيو هو، پوسٽ مارٽم رپورٽ مان معلوم ٿيو تہ " پاڻيءَ ۾ داخل ٿيڻ کان اڳئي علامہ صاحب فوت ٿي چڪو هو. ( صديقي، ايڊوڪيشن ان سنڌ. ....، ايضا - ص ص ٢٢٤ - ٢٢٠، صديقي، علامہ آءِ آءِ قاضي....، ايضا - ص ص ٥٨ - ٥٧. ڊاڪٽر غلام مصطفيٰ خان جر پيغام، ٣٤ ورسي، ١٣ اپريل ٢٠٠٢ع)

علامہ آءِ آءِ قاضي جي " نظريي ارتقاءَ" مطابق " ارتقاء" جو سلسلو " قيام" تي پهچڻ بعد روڪجي وڃي ٿو ۽ حياتي متوازن صورتحال ۾ اچي ٿي، ليڪن اها پيهر پنهنجو توازن وڃائي ٿي ( ۽ نين ايڪائين ۾ ورهائجي وڃي ٿي) اهڙي طرح " ارتقا" بعد " قيام" ۽ مختصر " قيام" بعد پيهر ارتقاء عمل پذير ٿو ٿئي ( قاضي- ايضا -) علامہ صاحب هن نظريہ جي استدلال طور، شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو هي بيت پيش ڪري ٿو:

" جي قيام مڙن تہ ڪر اوڏا سپرين،
تهان پري سُڄن، واڏايون وصال جون".

مطلب تہ قيامت ۾ بہ الله جو وصال حاصل نہ ٿي سگهندو، انهيءَ جي

منزل اچا بہ پراهين آهي! ڇا اها ارتقاءَ جي انتها هوندي؟ يا ارتقا ۽ قيام لازم ملزوم آهن.

علامہ صاحب جي " نظريہ قيام" بابت سندس شريڪ حيات ، مئڊم ايلسا قاضيءَ جو هي فڪر بہ قابل غور آهي:

"No light, without its dark, can make the day,
No life, without its death, can hope to stay,
No wave can inword flow, without its fall,
No time, without its stop, is time at all."

يعني: اوندهہ بنا ڏينهن جو روشن ٿيڻ، موت بغير حياتيءَ جو قيام، وير لهڻ کانسواءِ انهيءَ جي سمنڊ ۾ ٻيهر شموليت ۽ قيام بغير وقت جو وجود، ممڪن نہ آهي.

## ابن العربي جي " وحدت الوجودت" جو نظريو:

" ابن العربي"، محمد ابن علي الاندلسي محي الدين ( ١٢۴٠ - ١١٦٥ع)، " اسپين" جي شهر " مرسيا" (Murcia) ۾ ڄائو. جوانيءَ ۾ مصر، عربستان، عراق ۽ شام جو سفر ڪيائين پوءِ دمشق ۾ مستقل سڪونت اختيار ڪيائين. هو اسلامي تصوف جو عظيم شارح هو. سندس خاص تصنيفات ۾ (١) " فصوص الحڪم" ۽ (٢) " فتوحات المڪيہ" اهم ڪتاب آهن. سندس شعري مجموعہ " ذخائر الاخلاق" وڌيڪ آسان فهم آهي ۽ سندس نظريہ " وحدت الوجود" کي سندس مناجات مان بهتر طور تي سمجهي سگهجي ٿو: فرمائي ٿو تہ ، " بزرگ ۽ برتر آهي اها ذات جنهن هر شيءِ کي پيدا ڪيو ۽ جو خود انهيءَ جو اصلي جوهر ( اعيانها) آهي.... تون، جنهن سيني شين کي پنهنجي ذات ۾ تخليق ڪيو، هر انهيءَ شيءِ کي جمع ڪرين ٿو، جنهن کي تون خلقين ٿو، تون اها شيءِ پيدا ڪرين ٿو، جنهن جو وجود تنهنجي ذات ۾ ملي ڪڏهن فنا نہ ٿو ٿئي. اهڙي طرح تون ئي تنگ آهين ۽ تون ئي وسيع آهين!" ( اسلامي ، ايضا - ص ٦٩) سندس آخري تصنيف " فصوص الحڪم" مبهم ترين آهي. سندس فڪر ۽ استدلال ۾

تسلسل جي ڪمي آهي. سندس الفاظ، محاوره ۽ اصطلاح غير واضح آهن. شايد عالمن جي طرفان ڪفر جي فتويٰ ملڻ ڪان بچڻ خاطر، هن ابهام جو طريقو اختيار ڪيو، ليڪن پوءِ بہ انهيءَ ڪان بچي نہ سگهيو، " اسپين" ۽ "مصر" ۾ عام مسلمانن جي انبوهن مٿس ( احتجاجي) حملا ڪيا. (چئمبرسس، ج ۷ ص ۳۴۹) ڪجهہ عالمن جي راءِ مطابق، " ابن العربي" ڪامل ولي، قطب زمان ۽ " علم باطني تي هڪ سند آهي. ٻين جيد عالمن ۽ اسلام جي اصل روح جي محافظن ، ڪيس بدترين قسم جو ملحد ۽ ڪافر قرار ڏنو آهي، جن ۾ ابن تيميہ ، ابن خلدون ۽ ابن حجر عسقلاني بہ شامل آهن. " ابن العربي" جي نظريہ وحدت اولوجود مطابق هڪ واحد وجود "الله" جو آهي، باقي تمام موجودات سندس مظهر آهي. سندس دعويٰ مطابق سندس نظريہ جو ماخذ فقط قرآن شريف آهي.

## عبادت گذاري:

" Dpa" نيوز ايجنسي، فرئنڪفرٽ ( جرمني) مان، ۳۰ جولاءِ ۲۰۰۱ع تي خبر ڏني آهي تہ ۱۵۵ ائفرو - ايشين، ۲۵ ڪان ۴۵ سالن جي عمر وارن ماڻهن جي رت جو دٻاءُ، بلڊپريشر، مسلسل ۲۴ ڪلاڪ چڪاسيو ويو، مشهور جرمن طبي رسالي (Aerzte _ Zeitung) انهي تجربي جو نتيجو ظاهر ڪندي لکيو آهي تہ رضاڪارن جي رت جو دٻاءُ، بلڊپريشر، معمول ڪان گهٽ هو. انهن ٻڌايو تہ هو پنهنجي مذهب تي مڪمل يقين رکن ٿا ۽ پابنديءَ سان عبادت ڪندا آهن. ٻئي طرف سفيد فام امريڪين، جيڪي پڻ پڪا مذهبي قسم جا ماڻهو هئا " ڊيوڪ يونيورسٽي آف نارٿ ڪئروليا" جي ڪيل تجربي مطابق عبادت گذاري جو ڪوبہ مثبت اثر نہ ڏيکاريو. امريڪن هارٽ ائسوسيئيشن جي فراهم ڪيل معلومات مطابق هر چوٿين امريڪي کي هاءِ بلڊپريشر آهي. (Dpa) . ( ڊان ، ۳۱ جولاءِ ۲۰۰۱ع ، انٽرنئشنل ص ۱۴)

## زندگي جو انداز: (Lite Style)

هر صبح هر انسان جي هڪ نئين زندگيءَ جو آغاز ٿئي ٿو، مسلمان، " قرآن شريف" جي ذريعي انهيءَ حقيقت کان آگاهه آهن. مغربي دنيا ۾ " رابرٽ ڪئلين" (Robert Quillan) جو هي قول مشهور آهي ته " چوٿا سڌ ڪريو ته پنهنجي گذريل زندگي بيهر گذاريو؟ توهان هر صبح هڪ نئين زندگيءَ شروع ڪريو ٿا." ( ينگ ورلڊ، ڊان ۴ آگسٽ ٢٠٠١ع حوالا، ص ٢)

## زندگي ۽ خوشي:

جيڪڏهن ڪو انسان موت جي مُنهن مان بچي وڃي ته يقينا ڪيس خوشي ٿيندي. ٻئي طرف ڪيترا انسان، عالم ۽ جاهل، انتهائي غم ۽ مايوسيءَ جي حالت ۾ خود ڪشي ڪن ٿا. زندگي تڏهن خوشي ڏئي ٿي، جڏهن انسان، زندگي ۽ خوشيءَ جي اصولن تي عمل ٿو ڪري. چند مغربي ڏاهن جا، انهي باري ۾ بيان ڪيل اصول هن ريت آهن:

نابينا سماج سڌارڪ، هيلن ڪيلر ( جنم ١٨٨١ع) جو قول آهي ته: " جڏهن خوشيءَ جو هڪ دربند ٿئي ٿو، تڏهن اهڙو ٻيو درُ کُلي ٿو، ليڪن اسين، اڪثر ڪري ، بند ٿيل در کي گهڻي دير تائين ڏسندا رهون ٿا، تنهن ڪري نئون کليل در اسانکي نظر نه ٿو اچي." ( ڊان ٣ نومبر ٢٠٠١ع ينگ ورلڊ، يوڪئن ڪوٽ) هيلن ڪيلر، الباما ( امريڪا ) ۾ پيدا ٿي، ١٩ مهينن جي عمر ۾ اسڪارليٽ بخار ۾ اکين جي روشني ۽ ڪنن جي سماعت ختم ٿي وئي. اج تائين اها معذور عورت پنهنجي حوصلي محنت ۽ تصنيفات سبب مشهور آهي. اگرين جي مدد سان لکڻ پڑهڻ کي پوءِ ڳالهائڻ لڳي. سال ١٩٠۴ع ۾ رئڊڪلف ڪاليج مان بي - اي پاس ڪيائين. امريڪا ۽ ٻين ملڪن ۾ سفر ڪري ليڪچر ڏنائين . سندس تصنيفات (١) د اسٽوري آف مائي لائيف ( ١٩٠٢ع) (٢) مڊ اسٽري ( ١٩٢٩ع) ۽ (٣) هيلن ڪيلرس جرنل ( ١٩٣٧ع) ڪافي مشهور آهن. سياهه فام امريڪي، انساني آزادي جي علمبردار، مارٽن ليوٿر ڪنگ جونيئر جي چوڻ مطابق " انسان جو اصل

معيار" اهو نہ آهي جتي هو راحت جي گهڙين ۾ نظر اچي ٿو، پر اصل معيار اهو آهي جتي هو مقابلي ۾ مخالفت وقت ڏسجي ٿو." ( - ايضا - )

عمل ۽ خوشي لازم ملزوم آهن. ليڪن ڪڏهن ، بينجامن ڊزرائيلي جي قول موجب، " ٿي سگهي ٿو تہ هر دفعي عمل مان خوشي حاصل نہ ٿئي، ليڪن عمل بغير خوشي ملي نہ ٿي سگهي". ( ايضا -) ايلن چامرس ) (Allen K. Chalmers) مطابق " خوشي هڪ انتخاب آهي، جنهن لاءِ ڪڏهن ڪڏهن جدوجهد جي ضرورت ٿئي ٿي." هن خوشيءَ جا ٽي ضروري ذريعا بيان ڪيا آهن: ڪم، پيار ۽ اميد: " ڪجھ ڪرڻ لاءِ هجي، ڪو هجي جنهن سان پيار ڪجي ۽ ڪا تمنا هجي جنهن جي اميد رکجي." (-ايضا- )

دولت جي فراواني، خوشحال زندگيءَ جي، ضمانت نہ آهي، ليڪن محنت ۽ پيداوار، زندگي ۾ ڪم، صحيح سمجھہ ۽ نيڪ عمل، مان يقينا انسان کي خوشي حاصل ٿي ٿئي. اوليور گولڊ سمٿ جي نظم، " د ڊيزر ٽيڊ وليج" ( ڦٽل ڳوٺ) جون هي سٽون ويچار جوڳيون آهن:

"Ill fares the land, to hastening ill a prey,
Where wealth accumulates, and men decay:
Princes and lords may flourish, or may fade,
But a bold peasantry, their country,s pride,
When once destroyed, can never be supplied."

آسان سنڌي ترجمو هن ريت ٿيندو:
" ٿيندو وجي زمين جو، هر هنڌ حال زار،
تڪڙين خرابين جو، ٿيندي وجي شڪار،
اسري يا مات ٿي وڃي، ڪوشاهہ يا نواب،
دولت جتي ڪني ٿئي، ماڻهن جو ٿئي ڏڪار،
ملڪن جو مانُ هاري، هڪوار جي مري ٿو،
پيهر ملي نٿو هي، عظمت جو شاهڪار."

## مابعد طبعيات:

جديد علمي دنيا ۾ ، ”مابعد طبعيات“ کي هڪ باقاعده مضمون طور جديد علوم ۽ تعليمي نصاب ۾ شامل ڪرڻ مشڪل ڪم آهي. انهيءَ جو اندازو ٻن مثالن مان لڳائي سگهجي ٿو.

(١) سرفرئنسز نيوٽن ( ١٧٢٧ - ١٦٤٢ع) ڪئمبرج شهر ۾ ٻه سال ” الڪيمي“ ، يعني ” ڪيمياگري“ جو مطالعو ڪيو ۽ پوءِ ڪئمبرج يونيورسٽي کان مطالبو ڪيو ته انهي کي هڪ مضمون طور يونيورسٽي جي نصاب ۾ شامل ڪيو وڃي. ليڪن سندس تجويز اهو چئي رد ڪئي وئي ته ” الڪيمي، سائنس نه آهي.“

(٢) تاريخ ٢٣ فبروري ٢٠٠١ع تي، هندستان جي يونيورسٽيز گرانٽس ڪميشن ، سڀني وائيس چانسيلرن کي هڪ هدايت نامو جاري ڪيو، جنهن مطابق ” ويدن“ جي ” جوتش وديا“ کي ” ريسرچ ليول“ تائين، نصاب ۾ شامل ڪرڻو هو. عالمن ۽ استادن سخت اعتراض ڪيو، ۽ ڊاڪٽر گوتم، چئرمن يو - جي - سي - پنهنجو هدايت نامو واپس ورتو. سندس پيشرو، ڊاڪٽر يشپال چيو ته، ” مونکي انهي زماني جي ” سوشالاجي“ ۽ ”ائنٿراپالاجي“ جي مطالعي تي ڪو اعتراض نه آهي، جنهن زماني ۾ ” جوتش وديا“ جو آغاز ٿيو ۽ انسان جي تاريخ تي انهيءَ جو اثر پيو، ليڪن ( هن زماني ۾) اهڙي قسم جون الڳ پانشالائون يا شعبا قائم ڪرڻ، جن کي فهم ۽ فڪر جي ٻين معقول طريقن کان تحفظ فراهم ڪرڻو پوي، هڪ خطرناڪ غلطي ٿيندي. مونکي اميد آهي ته ڪابه معقول يونيورسٽي اهڙي الڳ شعبه تعليم جي قائم ڪرڻ جي گهر نه ڪندي.“ ( جمني نيوز، ڊان، ورلڊان فوڪس، ١٤ سيپٽمبر ٢٠٠١ع، ص ١٣)

جديد تعليمي حلقا، ماضيءَ جي علم ۽ فڪر کي نوجوان نسل ڏانهن منتقل ڪرڻ ۾ محتاطِ آهن. انهيءَ جو مثال ” انسائڪلوپيڊيا برٽانيڪا“ جي باني ۽ طويل عرصو مدير رهڻ واري عالم، مارٽيمر ائڊلر ( ٢٠٠١ - ١٩٠٢ع)، جي عظيم ڪتابن (The Great Books ) جي رٿا مان ملي ٿو: اها رٿا بيحد متنازع بنجي وئي، ڇاڪاڻ ته مغربي ادب ۽ فلسفي جي ماضي جو ذخيرو، جديد دور جي ” نظريه افاديت“ مطابق بيسود هو. ”ائڊلر“

تعليم جو زبردست حامي هو. ليڪن جديد تعليم جي رخ رواج جو بہ اوتروئي مخالف هو. فڪر جو اختلاف ، هڪ واقعي مان ظاهر آهي، جيڪو هن ريت آهي: هڪ دفعي امريڪا جي جديد مفڪر " جان ڊيوئي " ( ١٩٥٢ - ١٨٥٩ع) ، جو ليڪچر ٻڌي، " ائڊلر" چيو تہ، " انهي ڪلام ۾ يقينا خدا سان محبت بابت ڪجهہ بہ نہ چيو ويو." " ڊيوئي" ناراض ٿي، هيئن چوندي ڪلاس ڇڏي ويو تہ " ڪوشخص مونکي خدا سان پيار ڪرڻ جو طريقو سيکاري نہ ٿو سگهي. ( رائٽرس / ڊان ٢٩ جولاءِ ٢٠٠١ع ورلڊ ان فوڪس)

جديد مغربي فڪر جو مشهور باني، " جان ڊيوئي" پنهنجي فني نظريات سبب " فلاسفرن جو فلاسافر" سڏجي ٿو. سندس فڪر جن جديد علوم کي متاثر ڪيو آهي، انهن ۾ قانون، تعليم، علم نفسيات، تاريخ ۽ سماجي علوم شامل آهن. ڪلاسيڪل فلسفانہ روايتن کي، " ڊيوئي" انهيءَ بنياد تي، رد ڪري ٿو تہ " ذهن" (Mind) ۽ تجربي جا روايتي ڪلاسيڪل نظريہ ناڪافي آهن. تاهم قدرت ۽ " فلسفي" جي افاديت بابت خود سندس نظريا "ڪلاسيڪل" آهن. ( چئمبرسس - ايضا - ج ۴، ص ۴٨٩) هلنڊڙ ايڪويهين صدي عيسوي ۾ علم طبعيات جو دائرو " مابعد طبعيات" طرف وسيع ڪرڻ عين ممڪن آهي. هڪ مختصر مطالعو هن طرح ملاحظ ڪجي.

## ڪثير دنيائن جي اسرار تي تحقيق:

ڊاڪٽر ڊئوڊ ڊيوش (Dr, David Deutsch) آڪسفورڊ يونيورسٽي جي " ڪوانٽم ڪمپيوٽيشن سينٽر (Centre for Quantum Computation) ۾، " ڪثير دنيان جي اسرار".(The Multiverse mystery) تي تحقيق ڪري رهيو آهي. فني اصطلاحات جي استعمال بغير، ڪثير دنيائن جي وجود جي وضاحت هن طرح ڪري سگهجي ٿي تہ " هر طبعي امڪان واسطي هڪ ڪائنات جو وجود لازمي آهي." آسان طبعياتي تجربن مان ثابت ٿيو آهي تہ اڪيلو " اليڪٽران" (Electron) ٻن مختلف شگافن يا چيرن منجهان، هڪ ئي وقت، گذري سگهي ٿو. "اليڪٽران" ڇا آهي؟ منفي بجليءَ جي ناقابل ديد ( ڏسڻ ۾ نہ اچڻ جوڳي) ايڪائي ، جيڪا هر شيءِ ، بلڪ هرائٽم، جي " مثبت نيوڪليس" جي

چوگرد گردش ڪري ٿي، "نيوڪليس" انهيءَ شيءِ يا ائٽم جي مرڪز کي چئجي ٿو.

جديد علم طبعيات، " نظريہ اضافت (Theory of Relativity) ۽ برقياتي مقدار جي نظريہ (Quantum Theory)، کان اڳتي وڌي، ڪثير دنيائن (Multiverse) جي اسرار کي حل ڪرڻ لاءِ ڪوشان آهي. جديد دور جو سائنس زده انسان حيران آهي تہ ڇا ڪا شيءِ، يا ڪو انسان ، هڪ ئي وقت ٻن جائن ، يا دنيائن ۾ موجود رهي سگهي ٿو؟ ڊاڪٽر ڊئود ڊيوش جي ذهن ۾ اهو خيال، " ڪوانٽم ٿيوري" جي بنيادي اسرارن تي تحقيق ڪندي آيو. هن " ينگ" جي ٻٽي - چير - تجربي (Young,s double slit experiment) کان پنهنجي تحقيق جو آغاز ڪيو. ڇاڪاڻ تہ انهي تجربي، برقياتي مقدار جي نظريہ (Quantum Theory) ۾ بہ ڪجهہ پراسراريت پيدا ڪئي هئي. ينگ جي ٻٽي چير جو تجربو، علم طبعيات جي تمام درسي ڪتابن ۾ بيان ڪيل آهي.

" نظريہ ڪئناٽم" مطابق " اليڪٽران" ، " ائٽم" جي هڪ ناقابل تقسيم ايڪائي آهي. "ينگ" جي تجربي ۾ پاڻي جو هڪ ٽڪرو استعمال ڪو ويو هو، جنهن ۾ بہ چير ڪيا ويا هئا. انهن چيرن مان، مونو ڪروميٽڪ لائيٽ ، يعني يڪرنگي روشني، جي مختلف پاڇن کي، گذاريو ويوهو. پاڻي جي پنيان هڪ حساس اسڪرين ( پردو) لڳايو ويو هو. جيڪو چيرن مان گذرندڙ روشنيءَ جو نمونو ڏيکاري رهيو هو. پردي تي بہ نمونا نظر آيا ، هڪ روشن ۽ ٻيو اونداهون. انهيءَ مان پتو پيو تہ جڏهن يڪرنگي روشني ٻن چيرن تي پئي، تڏهن ٻن حصن ۾ ورهائجي وئي، جيڪي هڪ ئي روشني جي ذريعي جا بہ " ويوليٽ" هئا. اُهي هڪ ٻئي سان ٽڪرائجي مذاحمت پيدا ڪري رهياهئا. مزاحمت ، يا مخالف عمل، لهرن جي خصوصيات ۾ شامل آهي. تنهنڪري " ينگ" جي ٻئي چير جي تجربي ثابت ڪيو تہ روشني جي نوعيت، موجي يا لهردار آهي. روشني جي طبعيات ۾ اها هڪ اهم پيش رفت هئي. بعد ۾ طبعيات جي هڪ ٻئي فرينچ نظرياتي ماهر " ڊاڪٽر ڊي بروگلي" (Dr De Brogli) ، ويهين صدي عيسوي جي اهم سائنسي انڪشافات ۾ اضافو ڪندي، " لهردار ذرن جي ٻٽي نوعيت جو نظريو پيش ڪيو ( ١٩٢٤ع) جنهن مطابق هر " متحرڪ ذرو" (Moving Parti-

cle) هڪ لهر آهي ۽ هر لهر، يا موج، هڪ متحرڪ مادي ذرو آهي.
روشني جي لهردار نوعيت ۽ لهر جي متحرڪ مادي ذري جي حيثيت، ثابت
ڪيو ٿي تہ ” روشني“ هڪ مادو (Matter) آهي، تنهن ڪري طبعيات
جي ماهرن ، ڊي بروگلي جي لهردار ذرن جي ٻني نوعيت جي نظريہ جي مزيد
ڇڪاس ڪئي. هن نظريہ جي تصديق خاطر، هنن ڊاڪٽر ڊئوڊ ڊيوش جي
ابتدائي ” ملٽي ورس“ ( ڪثير دنيائن) جي تجربي کي مزيد حساس ذريعن
سان ڇڪاسيو. يڪرنگي روشني جي مختلف عڪسن واري ذريعي بجاءِ هنن
اليڪٽران جي شعائن ڪان ڪم ورتو. انهن بہ باهمي مزاحمت ڪئي ۽ پردي
تي اڇا ۽ ڪارا عڪس ظاهر ڪيا. روشني جي لهردار نوعيت جي اهڙي
طرح تصديق ٿي وئي، ليڪن ٻيهر ڇڪاس خاطر فقط هڪ اليڪٽران ٻنن
چيرن مان هڪ ئي وقت گذاريو ويو، ۽ تجربو ڪندڙ سائنس دان دنگ رهجي
ويا، جڏهن هنن ڏٺو تہ هڪ اڪيلي اليڪٽران هڪ ئي وقت ٻن چيرن مان
گذري، پردي تي پنهنجا بہ عڪس ظاهر ڪيا،جن مان هڪ روشن هو ۽ ٻيو
تاريڪ هو! اهڙي طرح ” ڪئانٽم ٿيوري“ جي ستياناس ٿي وئي، ڇاڪاڻ تہ
انهي مطابق، اليڪٽران ناقابل تقسيم آهي. جيڪڏهن انهيءَ جي اڳيان بہ
مختلف رستا آهن تہ هو انهن مان ڪنهن هڪ منجهان گذرندو ۽ اهڙي طرح
”اليڪٽران“ جي مزاحمت جو امڪان نہ آهي ۽ پردي تي هڪ ئي رنگ جي
مختلف عڪسن روشن ۽ تاريڪ، بجاءِ بہ مختلف عڪس ٻن رنگن ۾ نظر اچن
ها. ليڪن ائين نہ ٿيو. هڪ ئي اليڪٽران خود پنهنجي مزاحمت پاڻ ڪندو
نظر آيو، ”اليڪٽران“ جي بہ ڪا هڪ دنيا، يا ڪائنات نہ آهي!

ڊاڪٽر ” ڊئوڊ ڊيوش“ جو چوڻ آهي تہ ” هڪ ئي وقت، ڪم از
ڪم، بہ متوازي ڪائناتون موجود آهن.“ وضاحت پيش ڪندي هن چيو
”ملٽي ورس“ جو تجربو، ٻن متوازي ڪائناتن ۾ عمل پذير ٿيو. جڏهن هڪ
ڪائنات جو اليڪٽران هڪ چير مان گذري رهيو هو، تڏهن ٻي ڪائنات جو
اليڪٽران، مزاحمت ڪندي، ٻئي چير مان گذريو. ٻي ڪائنات جي اليڪٽران
جي پهرين ڪائنات جي اليڪٽران جي مزاحمت سبب، پردي تي ڪناريون
ظاهر ٿيو، ۽ ٻئي ڪائناتون پنهنجي اليڪٽران سميت ٻيهر جدا ٿي ويون.

قدرت جا اهي اسرار، جديد طبعيات ذريعي حل نہ ٿا ٿين. ” تناسب“
۽ ” مقدار“ جا سائنسي نظريا، گڏجي هڪ بنيادي طبعي نظريو قائم ڪري

سگهن ٿا، جنهن ۾ هن وقت تائين، بنيادي ذرن بابت، اسانجي حاصل ڪيل
ڄاڻ کي ڪنو ڪيو وڃي.
" ڪوانٽم ٿيوري" ، " وجدان" (Intuition) ۽ اندروني ادراڪ
(Common Sense) جيڪو پنجن حواسن کي مجموعي ڪيفيت ۾ آڻي
ٿو، ٻنهي نظرين کي رد ڪري ٿي. ويهين صدي عيسوي جي آغاز کان "
ڪوانٽم ٿيوري" طبعياتي دنيا ۾ هڪ هيجان پيدا ڪيو آهي. هن محقق،
انهي ٿيوري کي سمجهڻ جي ڪوشش ۾، ناحق پنهنجو وقت برباد ڪيو.
پروفيسر بيلس بوهر جو تبصره پڙهيم: هن لکيو آهي تہ "جنهن شخص کي
"ڪوانٽم ٿيوري" جي مطالعي مان صدمو نہ رسيو، اهو شخص هن ٿيوري کي
سمجهي نہ سگهيو آهي".
"ڪوانٽم ٿيوري"، جرمن ماهر طبعيات " پلانڪ "(١٩٤٧ -
١٨٥٨ع ,Max Karl Ernst Luding Planck) جي تجربن
جو نتيجو آهي. برلن يونيورسٽي ۾، ٻن پروفيسرن، " ڪرشوف" ۽ "وان
همهوز" جي ليڪچرن، " پلانڪ" کي متاثر ڪيو. پروفيسر ڪرشوف، انهيءَ
وقت " ڪاري جسم جي تابڪاري" (Black body Cavity Radi-
ation) تي تحقيق ڪري رهيو هو. انهي تحقيق جي بنياد تي، هن
"ڪوانٽم ٿيوري" پيش ڪئي. جنهن سندس شهرت کي عالمي مقبوليت
بخشي، ۽ سال ١٩١٨ع ۾ کيس طبعيات جو نوبيل پرائيز ڏنو ويو. ٻين
ڪيترن اعزازات جي باوجود سندس زندگي جو آخري حصو المناڪ هو.
پهرين مهاڀاري لڙائي (١٩١٨ - ١٩١٤ع) ۾ سندس هڪ پٽ مري ويو، ۽
ٻئي پٽ کي ٻي مهاڀاري لڙائي ( ١٩٤٥ - ١٩٣٩ع) دوران، هٽلر جي
خلاف سازش جي الزام ۾ ڦاسي ڏني وئي.تاهم آخر دم تائين "پلانڪ"،
اهوئي باحيا ۽ رحمدل انسان هو، جيڪو سندس دوستن کي معلوم هو. (
چئمبرسس - ايضا ج ١٠، ص ٧٧٠) سندس نظريہ کي ڪجهہ هن طرح
سمجهي سگهجي ٿو تہ "قدرت هڪ مڪمل، مسلسل ۽ منظم انداز ۾ ( انسان
کي) پيش اچي ٿي" ( - ايضا - ج ١١ ، ص ٣٨٧) تاهم قدرت جي انداز
۾ هڪ اتفاقي عنصر (Random Element) آهي. جيڪو پنهنجي
اندروني قانونن تي سختيءَ سان ڪاربند رهي ٿو. قدرت جي انهن اندروني
قانونن کي گهٽي پاڳي سمجهيو ويو آهي. " پلانڪ" انهن کي مزيد واضح

ڪرڻ لاءِ، طبعيات ۾ رياضيءَ کي داخل ڪيو ۽ مختلف فارمولا تيار ڪيا. "ڪوانٽم " (Quantum) طبعيات جي محاوره طور، ڪنهن بہ شيءِ جي انهيءَ ڪم ازڪم قدرتي مقدار کي چئجي ٿو، جيڪو قدرت جي تمام ڪارگذارين دوران رونما ٿيندڙ بين سيني مقدارن جو منڍ آهي ۽ اهي تمام مقدار سندس انوت اضافي انگ آهن. ( چئمبرسس ڊڪشنري) هاڻي "ڪوانٽم ڪمپيوٽرس" جي تياري آهي، جن جي ذريعي، سائنسي طور تي، ثابت ٿيندو تہ واقعي دنيائون ۽ ڪائناتون گهڻيون آهن، جيڪي هڪ ئي وقت موجود آهن. ( اختصار، ڊان ڊاٽ ڪام، ڪليم احمد، " د ملٽي ورس هسٽري، ١٨ مئي ٢٠٠٢ع فرنٽ پيج)

انسان.جو ذڪر هلي ٿو تہ ذهن ڪٿان ڪان ڪٿي پهچي وڃي ٿو، ليڪن دنگ ڪٿي بہ نہ ٿو ٿئي. ڌرتي ۽ ڪل ڪائنات وانگر، انسان جي دنيا بہ گول آهي، تاهم انهيءَ گول دنيا جي ذهني طواف ۾ انسان اڪثر جديد ڪان رقص ڪندو قديم جي طرف وري ٿو. انهي ڪري نہ جو " قديم" قابل تجربيڪار آهي، پر انهي ڪري جو انهيءَ ۾ ثابت ٿيل سچائيون شامل آهن.

چند نااميد اديب (Cynics) انسان جي ارتقا ۽ ترقيءَ جي خيال کي رد ڪن ٿا. مثال طور رابرٽ آرڊري (Robert Ardery) جي هيءَ تنقيد ملاحظہ ڪجي:

شهر هڪ ثقافتي ايجاد آهي، جيڪا هڪ شهري تي خود پنهنجي چاڻ مسلط ڪري ٿي، ۽ اها ڳالهہ اسان ( شهرين) کي پسند نہ آهي: تہ اسين جارحيت پسند آهيون ۽ جلدي مشتعل ٿي وڃون ٿا ۽ اهو تہ اسين گڏ رهون ٿا چاڪاڻ تہ پنهنجي چاهت ڪان وڌيڪ اسانجو گڏ رهڻ اسانلاءِ لازمي آهي (انسان سماجي جانور آهي) ۽ اهو تہ انساني برادري جو قيام، اجا ايترو پري آهي، جيترو بہ هزار سال اڳي ( يعني حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي پيدائش وقت) هو، ۽ اهو تہ عقل جي ايراضي ننڍي آهي ۽ اهو تہ اسين ڪڏهن بہ برابر نہ خلقيا ويا هئاسون ۽ نہ ڪڏهن برابر خلقيا وينداسون ۽ اهو تہ جيڪڏهن انسان مڪمل ٿيڻ جي لائق آهي تہ اڄ تائين هن اهڙي ڪا علامت ظاهر نہ ڪئي آهي".

مڪمل انسان جي قديم نظرين ۽ تمام جديد معيارن، مطابق اسلام جو پيغمبر حضرت محمد صلي الله عليه وسلم ( ٦٣٢ - ٥٧٠ع) هڪ ڪامل

انسان هو، تاهم سندس نقل پيش ڪرڻ ۾ شايد اجا ڪو زمانو لڳي ۽ اهو ئي انسان ارتقا جو معراج هوندو جنهن ۾ انسان، دنيا جون سڀ سختيون صبر ۽ خنده پيشانيءَ سان برداشت ڪندو، ۽ بظاهر هرناممڪن ڪم ۾ ڪامياب ٿيندو.

رابرٽ آرڊري جي سوچ مطابق " اهي سڀ انسان جون سوچون آهن، جن کان "خلا" اسانکي محفوظ ٿي رکي" ( ڊان ، ڪوٽيشن ، ۴ ڊسمبر ۱۹۹۸ع) انسان جون سوچون، نظريا ۽ عمل جون واٽون مختلف آهن، جيڪي قدرت جي واحد قانون کان اڪثر انحراف ڪن ٿيون. انهي انحراف سبب اهي مختلف آهن ۽ تبديل ٿينديون رهن ٿيون. علامہ اقبال جي سخن مطابق:

**" مين ڪيسے سمجهتا، تو هے کہ نهين هے،**
**هر لمحہ متغير هين خرد کے نظريات"**

حسنِ ظن، خوش فهمي، يا نيڪ خيال (Optimism) هڪ بهتر انساني خصلت آهي، هڪ تازي تحقيق مان معلوم ٿيو تہ " اهي ماڻهو، جن جي خيال مطابق سندن ناڪامي، ڪنهن اتفاقي بدبختي بجاءِ، سندن يا سڄي دنيا لاءِ ڪوبدشگون آهي،اهي نيڪ خيال رکندڙن کان ٿي سال اڳي مري ويا" (" ميو ڪلنڪ" ، منيسوٽا (USA) ) اها تحقيق ۱۱۷۹ رضاڪارن تي ڪئي وئي. نتيجو تڏهن اخذ ڪيو ويو جڏهن هو مري ويا. تاهم فلسفي ۽ نفسيات جي وڏن ماهرن مطابق خوش فهمي نقصان ڪار آهي. " فرائڊ" چيو تہ خوش فهمي چريائپ آهي. آرٿر شوپنهائر چيو تہ خوش فهمي بنيادي طور تي هڪ غلط ۽ خسيس روش آهي، جيڪا ماڻهوءَ کي خراب ڪري ٿي. قديم يوناني فڪر ۾ " هيراڪليٽس" خوش فهمي جي برعڪس، " ياس" يا "قنوطيت" جو درس ڏنو. " دنيا بري جاءِ آهي ۽ هتان جي هر شيءِ بري آهي." تنهن ڪري يوناني، "هيراڪليٽس" کي " رڻو فلاسفر" چوندا هئا. سندس همعصر يوناني فلاسفر " پرمينڊيس" ( ۴۷۵ ق - م غالبا Par-menids)، "خوشفهمي" تي زور ڏنو: " جيڪي موجود آهي، سا موجود رهندو، ۽ انهيءَ لاءِ غير موجود رهڻ ناممڪن آهي." ( وي آف اوپينين -

ايضا-) افلاطون، هنن بنهي يوناني ڏاهن کان متاثر ٿيو هو ليڪن جديد مغربي فڪر جي دور ۾ "هيگل" ، " پرمينيدبيس" جو هم خيال هو: " سوچ ۽ امڪان هڪ ئي ڳالهہ آهن." (ڪر جهان تک ڪرسک تو آرزو!) تاهم فقط مناسب سوچ، امڪان ڪي تازي سگهندي ۽ پوءِ جڏهن ائين ٿيندو تہ اهو ئي وجود جو اهڃاڻ هوندو.

سائنسدان خلائي تحقيق تہ ڪري سگهن ٿا، ليڪن ڌرتي تي زلزلي جي اڳواٽ خبر پئجي نہ ٿي سگهين. جانورن کي اها خبر اڳواٽ پئي ٿي، جڏهن جيت پنهنجي ٻرن مان نڪري اچن ٿا، مڇيون ڪناري طرف رخ رکن ٿيون ۽ پکي پنهنجن آکيرن مان اڏامي وڃن ٿا. جپاني ۽ چيني ڏاها، جانورن جي انهيءَ چرپر کي ڏسي ايندڙ قدرتي آفتن جو اندازو لڳائيندا هئا.

# فهرست مضامين

## جلد ٻيو
## باب اٺون

جلد پيو

## باب اٺون

# انسان جو حال ۽ مستقبل

مستقبل جو دارومدار حال جي ڪارگذاريءَ تي آهي، جنهن ۾ هڪ طرف دلڪش اميدون ۽ ٻئي طرف خودڪش خطرا موجود آهن:

" ڪلوننگ" ۽ "ايجنگ اريسٽ"، يعني " انسان" جي نقل ڪاپي پيدا ڪرڻ جي طريقي ۽ عمر کي وڌڻ کان روڪڻ جي امڪان پيدا ٿيڻ بعد، اهو به عين ممڪن آهي ته اهڙي سائنسي ۽ فني صلاحيت رکندڙ قومون باقي غير ترقي يافته ۽ گهٽ صلاحيت رکندڙ قومن ۽ نسلن کي غير ضروري سمجهي، ڪين ڪنهن آسان ۽ يقيني طريقي سان ختم ڪري ڇڏين. گذريل صدي جي اڌ ڌاري، امريڪي سائنسدانن اهڙي سئي ( انجيڪشن) ايجاد ڪئي هئي، جيڪا انسان جي رت ۾ داخل ٿيڻ سان ان جو مستقل حافظو ختم ڪري سگهي ٿي. اهڙي طرح فقط جسماني ڪم وٺڻ لاءِ غلام انسانن کي قبضي هيٺ آڻڻ جي صلاحيت حاصل ڪئي وئي هئي، ليڪن سينيٽ ڪاميٽي انهي کي غير اخلاقي ۽ انسان دشمن ايجاد قرار ڏنو. ("د ڊائلاگ" USIS ..... ) هاڻي ته انسان جي جسماني استعمال جي به ضرورت باقي نه رهي آهي، ڇاڪاڻ ته مشيني انسان، "روبوٽ"، ڪمپيوٽر جي ذهن سان، اهي سڀ ڪم ڪري سگهندو، جن لاءِ مزدورن جي ضرورت پوي ٿي. اهو خوفناڪ انديشو، ايڪويهين صدي عيسوي ۾ رهندڙ انسان کي دامنگير آهي، ازانسواءِ، ڪلوننگ ذريعي، مخصوص شخصيتن جي نسلي افزائش ۽ باقي انسانن جي نسل ڪشي ممڪن بنجي وئي آهي. جيتوڻيڪ "ڪلوننگ" کي به غير اخلاقي ايجاد قرار ڏنو پيو وڃي ۽ تاريخ ثابت ڪيو آهي ته ڪوبه نسل مڪمل طور تي ناس نه ٿو ٿئي، بلڪ ٻين نسلن ۾ آميزش ڪري باقي رهي ٿو.

## دنيا جو رخ:

انسان ذات جڏهن آپس جا معاملا طي ڪرڻ لاءِ ٻيا سڀ طريقا آزمائي چڪي آهي، تڏهن ان کي گهرجي تہ هڪ ٻئي کي برداشت ڪرڻ ۽ پاڻ ۾ انصاف سان هلڻ جي واٽ وٺي، ليڪن دنيا جي وڏين طاقتن جو اجا بہ جنگ ۽ تباهيءَ جي قوت تي انحصار آهي. ان جو هڪ مثال ۴ ڊسمبر ١٩٩٧ع تي ڪئنادا جي شهر اوٽووا ۾ نظر آيو. جڏهن دنيا جي ١٢١ ملڪن ( بعد ۾ ڪينيا جي دسخط بعد١٢٢ ملڪن) هڪ عهدنامي تي صحيح ڪئي جنهن مطابق هنن عهد ڪيو تہ زير زمين بارودي سرنگهن (Land mines) جي ناهڻ ۽ استعمال ڪرڻ تي مڪمل پابندي وجهندا. ليڪن دنيا جي ٽن طاقتور ملڪن، يونائيٽڊ اسٽيٽ آف امريڪا، روس ۽ چين اهڙي عهدنامي تي صحيح ڪرڻ کان انڪار ڪيو. ٻئي طرف هي ڳالهہ اميد افزا آهي تہ بين الاقوامي سطح تي بارودي سرنگهن تي مڪمل پابندي عائد ڪرائڻ لاءِ، هڪ هزار غير سرڪاري تنظيمن جي هڪ جمعيت ڪم ڪري رهي آهي، جنهن جي سربراهہ خاتون، جوڊي وليمس ۽ سندس بين الاقوامي تنظيم آءِ سي بي ايل، يعني انٽرنئشنل ڪئمپين ٽ بئن لئنڊ مائينس (I C B L) کي هن سال جو نوبيل پيس پرائيز ڏنو ويو آهي. ( اوسلو اربع، ١٠ ڊسمبر ١٩٩٧ع) ( ڊان ١١، ١٢، ٩٧)

## نراس ضمير:

سال ١٩٦۴ع ۾ مدرايلسا قاضي جي انگريزي ڪلام جو مجموعو شايع ٿيو جنهن جو عنوان هو:" نراس ضمير جي روانگي." انهي شعري مجموعي جي مقدمي ۾ علامہ آءِ آءِ قاضي پنهنجي رفيق حيات جي فڪر جو نٿري تت پيش ڪندي هڪ معنيٰ خيز تمثيل لکي آهي: "ضمير " جاٺڻ" لفظ مان نڪتو آهي، ظاهر آهي تہ ان جو تعلق ذهن جي زندگيءَ سان آهي، ليڪن اهو الهامي آهي. جيڪو هڪ جبلت جي صورت ۾ حيواني جسم جي اندران، بغير ڪنهن دانستہ ڪوشش ڪرڻ جي، پاڻ مرادو پيدا ٿئي ٿو. ذهن

جي زندگي ۾ ضمير جي اها ساڳي حيثيت آهي، جيڪا جبلت جي جسماني زندگي ۾ ٿئي ٿي. جبلتن جو ڪم جسماني زندگيءَ کي محفوظ ڪرڻ آهي. ساڳي طرح ڏسجي ٿو ته ضمير جو ڪم ذهني وجود جي حفاظت ۽ ترقي آهي. ڪيترن انساني جسمن ۾ حيواني قوت، ذهني طاقت ۽ واڌ کان، گهڻو وڌيڪ ٿئي ٿي ۽ حيواني زندگي جا مقصد سرسي حاصل ڪن ٿا. انهي کي اسين( مسلمان) " نفس اماره" چئون ٿا. " ضمير"، " نفس لوامہ" جي هڪ حصي طور، اسان مان گهڻن ۾ موجود رهي ٿو، يعني اهو نفس يا خودي يا ذات جيڪا نفس اماره جي حڪمن کي للڪاري ٿي. پوءِ اهو وقت اچي ٿو جو للڪاريندڙ گهر ڌڻي بڻجي وڃي ٿو. " نفس لوامه" کي اخلاق چئجي ٿو، جيڪو نيٺ جسماني نفس يا " نفس اماره" سان ٽڪر کائي ٿو. جڏهن " لوامه" غالب پوي ٿو ته گوشت جون خواهشون ۽ حواس پس منظر ۾ هليا وڃن ٿا ۽ "لوامه" " نفس مطمئنه" بنجڻ لڳي ٿو. هاڻي تصور ڪريو جيڪڏهن هڪ عاقل بالغ ذهن جا پير نڪري وڃن ٿا ۽ حيواني جبلتون وري پنهنجي من مستي ۾ سڄي باغ جي ستياناس ڪري ڇڏن ۽ ان ۾ مرن جون چرون ناهي ڇڏن..... پوءِ ضمير نہ فقط ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏيندو پر ان تي ڪلون ٺوڪون ٺيڻ لڳنديون. وليم شيڪسپيئر جي ڊرامي " رچرڊ ٿئين" ۾ ٻيو نمبر خوني، ضمير بابت هيئن چوي ٿو: " آءٌ انهيءَ معاملي ۾ ڪونہ پوندس، اهو انسان کي بزدل بنائي ٿو. ماڻهو چوري ڪري نہ ٿو سگهي، ڇو تہ اهو ان تي الزام مڙهي ٿو. انسان قسم کڻي نہ ٿو سگهي، ڇاڪاڻ تہ اهو ان جي ڇڪاس ڪري ٿو. ڪو ماڻهو پنهنجي پاڙيسريءَ جي زال سان سمهي نہ ٿو سگهي، ڇوتہ اهو ان کي پڪڙي وٺي ٿو. اهو هڪ شرمائيندڙ ۽ شرمسار روح آهي، جيڪو انسان جي اندر ۾ بغاوت ڪري ٿو. ماڻهو لاءِ رڪاوٽون ڪڙبون ڪري ڇڏي ٿو. انهيءَ مونکان سون سان ڀريل پرس واپس ڪرايو، جيڪو مون اتفاق سان لڌو هو. جيڪو ماڻهو اهو (ضمير) ڌاري ٿو انهي کي پينو فقير ڪري ڇڏي ٿو. انهيءَ کي سيني شهرن مان، خطرناڪ سمجهي، نيڪالي ڏني وئي آهي ۽ هر ڪو ماڻهو جيڪو خوش گذران چاهي ٿو، اهو ڪوشش ڪري ٿو تہ پاڻ تي ڀاڙي ۽ انهي ( ضمير) کانسواءِ زندگي گذاري".

مدرايلسا جي شعرن ۾، نراس ضمير هي ذرتي ڇڏي، هڪ گرهه کان ٻئي گرهه تائين ، دربدر ڦرندو رهي ٿو. مريخ وٽ وڃي ٿو جيڪو جنگ جي علامت آهي، ليڪن اها جنگ جيڪا گدلائي ۽ اندر جي انتشار ( وڳوڙ) جي خلاف آهي ۽ حسن ۽ هم آهنگي کي پسند ڪري ٿي.... تنهن ڪري ”مريخ“ ”ضمير “ کي چوي ٿو تہ ” انسان پنهنجي طاقت فساد ۽ وڳوڙ پيدا ڪرڻ لاءِ استعمال ڪن ٿا، پٽ پيءُ سان، ڌيءُ ماءُ سان، ڀاءُ ڀاءُ سان، قوم قوم سان، برسرپيڪار آهي. اها ويڙهہ بي مقصد آهي ۽ مريخ وارن جي فطرت جي بلڪل برعڪس آهي.زهره ،جنهن کي حسن جي ديوي مڃيو ويو آهي ۽ مريخ جي آدرش آهي، ضمير کي سمجهائيندي چوي ٿي، ”انسانن لاءِ حسن جو مفهوم فقط هوس آهي، انهيءَ کانسواءِ ٻيو ڪجهہ هنن جي سمجهہ ۾ نہ ٿو اچي. اهي حسن پرست نہ آهن بلڪ هوس پرست آهن، تنهن ڪري آءٌ انهن جي ڪهڙي مدد ڪري سگهان ٿي؟“ جيوپيٽر، رومين جي ديوتائن جو ابو، حق ۽ انصاف جي علامت آهي، انهي ضمير کي چيو تہ : ” انسانن لاءِ ڪوڙ ڳالهائڻ اعليٰ سفارتڪاري آهي، هڪ ٻئي کي ٺڳڻ ۽ هڪ ٻئي سان بي انصافي ڪرڻ کي اهليت يا صلاحيت سمجهو وڃي ٿو، انصاف ۽ حق لاءِ انهن وٽ ڪابہ گنجائش نہ آهي، تنهن ڪري منهنجو انهن انسانن سان ڪوبہ واسطو نہ آهي.“ مرڪيوري، جنهن کي تجارت، ايمانداري ۽ حسن اخلاقي جي علامت ۽ آزاد واپار جي علمبردار ديوي سمجهيو ويندو آهي، تنهن چيو: ” منهنجي ذميداري هئي تہ زندگي جي ضرورت جون شيون تقسيم ڪريان. واپار جو مطلب هو ٻئي جي گذران کي آسان ۽ سهوليت ڀريو ڪرڻ، هاڻي واپار کي انهيءَ لاءِ استعمال ڪيو وڃي ٿو تہ هڪ ٻئي کي زهر ڏجي،هڪ ٻئي کي مارجي ۽ انساني زندگي جي قيمت تي ڌن دولت ڪمائجي. اڄ بي ايماني کي بهترين طرز عمل سمجهيو وڃي ٿو، تنهن ڪري مان ڪهڙي ريت مدد ڪري سگهان ٿي؟“ سئٽرن، زراعت، پوکي ۽ فصلن جي ديوتا چيو تہ ” زمين آباد ڪرڻ هڪ اعليٰ ترين ڳڻ هو، آءٌ آرين آرائين يا هارين جو ديوتا آهيان. هاڻي زميندارن زمين ڦٽائي آهي. زمين تي پوک ڪندڙ ايترو تہ ذليل ٿي ويو آهي جو ڪنهن بہ پيداوار مان هن کي خوشي نہ ٿي ملي. هو بددل آهي. هن سان خراب هلت ٿئي ٿي، هن کي پوري خوراڪ نہ

تي ملي، جاهل بنايو ۽ ذليل ڪيو وڃي ٿو، پوءِ آءٌ انهي حالت ۾ ڪيئن مدد ڪري سگهان ٿو؟"

اهڙي طرح ضمير، نظام شمسي مان نڪري، پنهنجي اصلي گهر ڏانهن ويندي "سائرس" کان گذري ٿو، جيڪو ڌرتي کي قريب ترين ستارو آهي. اتان ضمير کي آسمان جي نظاري ڪرڻ جي دعوت ڏئي ٿو ۽ چوي ٿو ته "اهو ڪهڙو نه سهڻو آهي جڏهن ته ڌرتي، جيڪا زندگي پنهنجي لاءِ پسند ڪئي آهي، سا هڪ رئندڙ شرمساري آهي."

مدر ايلسا جي نظم مان هڪ اقتباس هن طرح آهي:

" تون پيار جي ڳالهه ڪرين ٿو، توکي خبر نه آهي ته اهو ڇا آهي،
جسم جي لمس تنهنجي لاءِ سموري نعمت آهي.
تون ڪا سهڻي نوجوان عورت ڏسي محسوس ڪرين ٿو
اهائي تنهنجي خوابن جي شهزادي آهي،
پوءِ تون ڪهڙي طرح نه ان تي فدا ٿو ٿين ،
توکي لڳي ٿو ته اهائي تنهنجو واحد خدا آهي.
پر ماسُ ضرور ڳرندو، وقت جو ڳارو سهي نه سگهندو،
هوءُ ڪومائجي ٿو ۽ ازلي اوٺايون سڀ نڪري اچن ٿيون.
جاڳ اجا وقت اٿئي، حقيقي ۽ الاهي شيون هٿ ڪرڻ جي ڪوشش ڪر.
رب سائي ٿيندءُ جيڪڏهن روئي هدايت لاءِ هٿ ڪٽندين ! "

## جين ٿيوري Gene Theory

ڊارون جي نظريہ ارتقاء کان سٺ سال پوءِ ( ۱۹۲۰ ـ ۱۸۵۹ع)، آسٽريا ( يورپ) جي هڪ پادري ، گريگور جوهان مينڊل (۱۸۸۴ ـ ۱۸۲۲ع) جي اڳ دريافت ڪيل "موروثيت جي قانونن" ماتحت، " جين ٿيوري" وجود ۾ آئي. " جينس جي نظريہ مطابق " انسان" جو ارتقاء انفرادي نوعيت جو آهي ۽ هڪ ٿي جنس اندر ارتقاء جو انداز مختلف آهي.

هڪ فرد جو ڪجهہ بہ آهي، اهو ڪجهہ قدر سندس ماحول سبب آهي ۽ ڪجهہ قدر نطفي ۾ شامل " جينس" مطابق آهي، جيڪي هن کي والدين کان ورثي ۾ مليا آهن. انهيءَ ڪري، دنيا جي مختلف حصن ۾ رهندڙ انساني نسل، اتان جي آبهوا، ماحول، قدرتي حالتن ۽ صدين کان پنهنجي وڏن جي حاصل ڪيل درجي بہ درجي ارتقاء مطابق، مختلف رنگ، نسل، عادتن ۽ اطوار ۾ ورهائجي ويا آهن.

"جين" (Gene) موروثي خصلتن جي ايڪائي (Unit of here-dity) کي چئجي ٿو، جيڪا سيني حيواني جسمن جي جنسياتي جزن (Sexcells) ۾ ڪافي تعداد ۾ موجود آهي. " جينس" پنهنجي قدرتي قاعدن قانونن مطابق هڪ پيڙهيءَ جا موروثي اثرات،ٻيءَ ايندڙ پيڙهيءَ کي منتقل ڪن ٿا. بنيادي پيدائشي مادو، جيڪو " جين" ناهي ٿو، سو سيني ساهوارن ۾ ساڳو آهي. مادي جي ائٽمن ۾، نيوڪلئس جا پيچيده تيزاب ٿين ٿا، جن کي نيوڪلڪ ائسڊچئجي ٿو."نيوڪلئس." علم حياتيات ۽ علم طبعيات جو مشترڪ محاوره آهي، جيڪو مادي جي"پروٽوپلازم"، يعني حياتياتي حصي ۾ موجود آهي ۽ علم طبعيات ۾ ان کي مادي جو ڳردار،مائيدار يامئسو، حصوچئجي ٿو، جيڪو ان جي ٻاهران موجود"اليڪٽرانس" کان مختلف آهي."نيوڪلئس" ائٽمن جو اهوپائدار گروهہ آهي جنهن سان ٻيا ائٽم شامل ٿي سگهن ٿا ۽ انهيءَ مان"مرڪبات" جو سلسلو شروع ٿئي ٿو. انهيءَ"نيوڪلئس" جي پروٽينس جا تيزابي حصا،"نيوڪلڪ ائسڊس"سڏجن ٿا. اهي"نيوڪلڪ ائسڊس" "جنسياتي جزن" ۾ موجود " جينس" اندر، تيزابي ماليڪيولس جي هڪ زنجير ناهن ٿا،جن ۾ ڪي ائسڊس پاڻياڻي صورت ۾ آهن ۽ ڪي خشڪ آهن، ۽ اهي پاڻ ۾ ملندا ۽ مٽ سٽ ٿيندا رهن ٿا. گريگور مينڊل جي زماني،اڻويهين صدي عيسوي ۾، عام خيال هو تہ موروثي اثرات، رت ذريعي والدين کان اولاد ڏانهن منتقل ٿين ٿا." مينڊل" ثابت ڪيو تہ جڏهن جنسياتي جزا ٺهن ٿا تڏهن ڪي خاصيتون ( يا انهن جا ائٽم) ملڻ بجاءِ ڌار ٿين ٿيون، انهن ۾"نيوڪلڪ ائسڊس" جو هڪ خاص قسم ٿئي ٿو، جنهن کي ڊي اين اي (DNA)، پورو نالو " ڊي آڪسي ريبو نيوڪليڪ ائسڊس"

(Deoxyribonucleicacids) سڏجي ٿو. جيڪو موروثي اثرات منتقل ڪرڻ لاءِ ذميدار آهي.

ڊي اين اي جي تعريف هن ريت آهي ته اهو مادي جو هڪ بنيادي اڻو آهي جيڪو حيواني جسمن ۾ الڳ الڳ موروثي خاصيتون پيدا ڪري ٿو. جزن جي هڪ موروثي قسم جي ڊي اين اي ۽ ان جي موروثي ضابطي (Genetic Code) کي ٻئي قسم جي ڊي اين اي ۾ شامل ڪرڻ سان جراثيمي هيئت يا بناوت ۾ تبديلي اچي ٿي: مثال طور پاڻياڻي تيزابن جو خشڪ ٿيڻ. هي طريقو ، انساني جسم جي جزن (Cells) جي سنهي پردي ۾ جراثيمي تبديلي (Bactrial transformation) آڻي ۽ ان جي ڪامياب پرورش ڪري، ڪامياب ثابت ٿيو آهي.

" جين ٿوري" حياتيات جي علمي ۽ سائنسي دنيا ۾ انقلاب آڻي ڇڏيو آهي." جينيٽڪس" هڪ خاص مضمون بڻجي ويو آهي ۽ "جينيٽڪ انجنيئرنگ"ذريعي مختلف جسمن جي "جينس" ۾ ڊي اين اي جي مٽ سٽ ڪئي وڃي ٿي ۽ انساني جسم تي ڪاريگري جا ڪارناما ڪرڻ ڪا مشڪل ڳالهه نه رهي آهي. تازو حيواني اصل جسم مان انهيءَ جو بلڪل سچو نقل پيدا ڪرڻ جو ڪامياب تجربو ٿي چڪو آهي.

## ڪلوننگ (Cloning)

سائنس جون ايجادون اڪثر سائنسي ناولن جي نتيجي ۾ ظهور پذير ٿينديون رهيون آهن. انسان جو ذهن جنهن شيءِ جو تصورڪري ٿو انهيءَ کي ايجاد ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. " راسيلاس" ناول ۽ ايچ جي ويلس (۱۹۴۶ـ ۱۸٦٦ع) جا ناول " د فرسٽ مين ان د مون". "د ٽائيم مشين" وغيره هوائي جهاز جي ايجاد ، خلائي سفر ۽ مزيد سائنسي تحقيق جو پيش خيمو ثابت ٿيا. "ڊيوڊ روروڪ" جو افسانو " ان هراون اميج، دڪلوننگ آف امئن" جيڪو سال ۱۹۷۸ع ۾ شايع ٿيو. ان بابت چيو وڃي ٿو ته اها هڪ ارب پتي جي سچي ڪهاڻي آهي، جنهن کي اچي خفت ٿيو ته بلڪل پاڻ جهڙو ذهني، جسماني ۽ اخلاقي طور تي، پنهنجو سچو نقل، هڪ پٽ

پيدا ڪري. ان کان علاوه خا ص بيا بہ ناول انهيءَ موضوع تي شايع ٿيا آهن. نئنسي فريڊمئن جو"جوشيا سن آف نن"، جيڪو امريڪي صدر جان ايف ڪينيڊي جي "ڪلوننگ" ( هڪ انساني يا حيواني جسم مان ٻئي انسان يا حيوان جو بلڪل ساڳيو نمونو يا سچونقل پيدا ڪرڻ) بابت آهي، ۽ ٻيو اهڙو ناول، " ايرالونس" جو" د بوائز فـــرام برازيل"، ادولف هٽلر جي ڪلوننگ بابت آهي. هاڻي گـذريل خميس ٢٠ فيبروري ١٩٩٧ع تي برطانوي جريده"نئـــچر" ۾خبـــر ڇپي آهي تہ اســــڪــــاٽلئنڊ جي سائنسدانن، "ڪلوننگ" جي تصور کي، هڪ کير ڏارائيندڙ جانور "رڍ" تي آزمــائي، اهڙي طرح "انســـان" جي ســچي نقل پيــدا ڪرڻ کي ممڪن بنايوآهي. هنن انهيءَ "رڍ" جي ڊي اين اي جو هڪ جزو ڪڍي،آني ۾ وڌو ۽ پوءِ انهيءَ جزي پيل آني (بيضي)کي عيوضي ماديءَ جي ڳڀڻ ( ٻچي داني) ۾ داخل ڪيو تہ ان مان رڍ جي ماديءَ جو ٻچوپيدا ٿيو ۽ وڏي جوان ٿيو. سائنسدانن ان جو نالو " ڊولي" رکيو آهي. "ڊوليءَ " وانگر، انسان جو ٻچو، ڪلونگ ذريعي پيدا ڪري سگهجي ٿو ۽ دنيا ۾ هر طرف انهي غير جمالياتي ۽ غير اخلاقي حرڪت کي روڪڻ لاءِ وڏا واڪا ٿي رهيا آهن، تاهم"سائنس" ، اخلاقيات ۽ جماليات کي رد ڪري، پنهنجي ڪاروائي ڪري گذري تہ ڪو عجب نہ آهي.

هر سائنسي ۽ فني ايجاد وانگر، "ڪلوننگ" جا بہ مثبت ۽ منفي پهلو آهن. منفي طور تي انهيءَ ذريعي انساني نسل جي قسمين قسمين صلاحيتن ۽ مختلف انساني قسمن جي آزادي سان واڌ ۽ ويجهہ کي روڪي، جملي انساني صلاحيتن ۽ امڪانات کي ختم ڪري سگهجي ٿو. انسان جي اها آزادي ۽ انواعيت قدرت طرفان قائم ڪيل آهي ۽ هاڻي ممڪن آهي تہ خود انسان جي هڪ سائنسي ايجاد اها آزادي ۽ اڻکٽ صلاحيت انسان ذات کان کسي وٺي. مثبت پهلو هي آهي تہ بجاءِ انسان کي تخت مشق بنائڻ جي، جيڪڏهن صرف کير وارن جانورن تي اهو عمل اهڙي طرح جاري ڪجي جو وڌيڪ کير ڏيندڙ جانور پيدا ٿين ۽ انهن جي کير ۾ انسان لاءِ ڪيترين بيمارين مثال طور دل جي دوري جو علاج، رت جي ڏڳن کي ڳاري پٽڙو ڪندڙ ٽي پي اي (T P A) جي استعمال سان ڪيو وڃي. اهڙي طرح وڌيڪ پيداوار

ڏيندڙ فصل ۾ انسان جي صحت لاءِ فائديمند جنسون پيدا ڪري سگهجن ٿيون.

انساني ڪردار جي مايوس ڪندڙ تجربي سبب، جيڪو جوهري فني صلاحيت ۾ توانائي جي ناجائز ۾ غلط استعمال مان ظاهر آهي، تازي، ڪلوننگ جي حياتياتي ايجاد بعد. گرپ گياني (Embryologists) ، قانون ساز ، مذهبي عالم، خود سائنسدان ۾ دنيا جو صحت ادارو، سڀ ششدر آهن. عالمي صحت اداري جي ڊئريڪٽر جنرل جو تبصرو منفي نتيجن جي نشاندهي ڪرڻ لاءِ ڪافي آهي: هو چوي ٿو تہ " انسان جي نقل پيدا ڪرڻ سان، انهن بنيادي اصولن مان ڪجهہ جي خلاف ورزي ٿيندي، جن تي طبي مدد تي قائم افزائش نسل جو دارومدار آهي." ( ڊان" ١٦ مارچ ٩٧/ آءِ ايچ ٽي سروس) هن تحقيق جي خبر ڏيندڙ"واشنگٽن پوسٽ" جو ڏنل سرو (Technique,s use with Humans Feared) يعني هن طريقي جو انسان تي استعمال ٿيڻ جو ڊپ آهي، ڏيکاري ٿو تہ سائنسي تحقيق ۾ ايجاد هاڻي خود انسان جي اچي ڪڍ پئي آهي. هيءَ ايجاد ڪندڙ سائنسدانن جو سربراهہ، " ڊاڪٽر آئن ولمٽ" هاڻي پاڻ چوي ٿو تہ هن ايجاد (ڪلوننگ) جي "انسان" تي استعمال ڪرڻ مٿان پابندي لڳائي وڃي، ڇاڪاڻ تہ سندس چوڻ مطابق: "اصولي طور تي انهي لاءِ ڪو بہ سبب نہ آهي تہ اسان ائين ( انساني نقل تيار) نہ ڪري سگهون، ليڪن اسان سيني لاءِ اهو اشتعال انگيز ( قدم) ٿيندو". هڪ ٻيو سائنسدان ( ڊاڪٽر جيمس گلاس مئن) جيڪو هن ايجاد جي حق ۾ آهي، پنهنجي مضمون " سائنس ائنڊ ايٿڪس آن ڪليوزن ڪورس" ، يعني" سائنس ۾ اخلاقيات تڪراءَ جي رستي تي، عنوان هيٺ لکندي پنهنجي راءِ جو هنن لفظن ۾ اظهار ڪري ٿو، " هر دفعي جڏهن سائنس ۾ پيشقدمي ٿئي ٿي، اسانکي ابهرائي ۾ مجرمانہ قانون نہ گهڙڻ گهرجن....... آءٌ قبول ڪيان ٿو تہ ڪلونس ( اصل جي نقل ڪيل انسانن) کي استعمال ڪرڻ اٿندي اشتعال انگيز ( قدم) آهي، ليڪن انساني ڪلونس جي ناجائز استعمال جي خوف سبب، ڊاڪٽر ولمٽ جي ايجاد کان اڳتي تحقيق جو ڪم روڪجي وڃڻ نہ گهرجي. ( ڊان ٢١ مارچ ١٩٩٧ع / آءِ ايچ ٽي سروس) " ايڊ نبرگ" جي " روزلين انسٽيٽيوٽ" جي

گرب گيانين، فيبروري ١٩٩٧ع ۾ ڇهن مهينن جي رڍ " ڊولي" تي ڪلوننگ جو ڪامياب تجربو ڪيو هو ۽ سائنسدانن جي راءِ مطابق ايندڙ ڏهن سالن ۾ " ڪلون" يا انساني نقل به پيدا ٿي ويندو، جيڪو "روبوٽ" (مشيني انسان) کان بهرحال بهتر هوندو. هن ايجاد جا حمايتي چون ٿا ته "انساني نقل" ۾ ڪابه برائي نه آهي. هي ايجاد " جينيٽڪ انجنيئرنگ" يا جين سازي کان مختلف آهي، جنهن نظريه مطابق انسان جي " جينس" کي استعمال ڪيو وڃي ٿو ۽ ان ذريعي هڪ فرد ۾ ڪجهه منتخب خاصيتن جو مجموعو پيدا ڪيو وڃي ٿو. " ڪلوننگ" ذريعي فقط هڪ اصل انسان جو هڪ سچو نقل تيار ڪجي ٿو.

گذريل سال يونائيٽيڊ اسٽيٽس آف امريڪا جي صدر ڪلنٽن، ڪلوننگ بابت ٿيندڙ تحقيق تي سرڪاري طور خرچ ڪرڻ تي بندش عائد ڪئي ۽ غير سرڪاري ادارن کي پڻ ان کان باز رهڻ جي هدايت ڪئي هئي. ليڪن ساڳئي سال ٥ ڊسمبر تي شڪاگو ۾ " ريپروڊڪشن ٽيڪنالاجيز" تي منعقد ڪيل مذاڪري ۾ شڪاگو جي هڪ طبعيات جي سائنسدان ڊاڪٽر جي رچرڊ سيڊ اعلان ڪيو ته "انهيءَ کان اڳ جو ڪانگريس ڪلوننگ خلاف ڪو قانون بحال ڪري، مون سائنسدانن جي هڪ ٽيم تيار ڪري ورتي آهي، جيڪا انسان تي ڪلوننگ جا تجربا ڪندي ۽ انهيءَ لاءِ ان رضاڪار جوڙا به موجود آهن."

گذريل سال سڪاٽلينڊ ۾ رڍ جي نسل تي ڪلوننگ جي ڪامياب تجربي مان " ڊولي" پيدا ٿي. هاڻي انسان جي نسل تي ساڳي تجربي ڪرڻ جو طريقو هن ريت ٿيندو ته جيڪو بالغ مرد پنهنجي ڪلون پيدا ڪرڻ لاءِ رضامند ٿيندو انهيءَ جو ڪوبه هڪ جزو ڪڍيو ويندو ۽ انهيءَ مان بجلي جي جهٽڪي ذريعي جينس خارج ڪري ان اندر رضاڪار عورت جو خاص تيار ڪيل جزو جنهن مان پڻ ساڳي طرح جينس خارج ڪيل هوندا، داخل ڪيو ويندو، پوءِ انهي مخلوط جزي کي تجربيگار اندر هڪ گرب ۾ وڌڻ ويجهڻ لاءِ رکيو ويندو. بعد ۾ انهي کي رضاڪار عورت جي ٻچي داني ۾ داخل ڪيو ويندو جتي اهو وڌي رضاڪار مرد جو جينس جي لحاظ کان هڪ هو بهو سچو نقل بڻجي ڄمندو.

نيويارڪ جي ڪولمبيا - پريسبٽيرئن ميڊيڪل سينٽر جي سربراهه، سيڊ جي منصوبي تي، ڳڻتي ظاهر ڪندي چيو ته "ائين نه ٿيڻ جو ڪو سوال پيدا نه ٿو ٿئي، ليڪن سوال آهي ته ڇا ايئن ٿيڻ گهرجي، ۽ جي ٿئي ته ان لاءِ ڪهڙا شرط لاڳو هئڻ گهرجن؟" ائٽلانٽا جي هڪ فرٽلٽي ڪلنڪ جي شريڪ ڊئريڪٽر، جو بي مئسي (Joe B. Massey) پنهنجي ڪتاب ۾ لکيو آهي ته " اها اسان جي پيشي جي توهين ٿيندي" (جيڪڏهن ڪنهن انسان جو اهڙي طرح نقل پيدا ڪيو وڃي.) هن بايو ايٿڪس ڪميشن جي رپورٽ ڏيڪاريندي چيو ته " هن ۾ ١٠٩ صفحات آهن جيڪي ڄاڻائن ٿا ته ايئين چونه ڪرڻ گهرجي".

ليڪن شڪاگو جو طبعيات جو ماهر ڊاڪٽر، جي رچرڊ سيڊ، فني ۽ مالي طور تي، انساني نقل پيدا ڪرڻ جي نه فقط صلاحيت رکي ٿو پر فڪري طور تي پڻ هو انقلابي سائنس جو پرجوش حامي آهي. ڊاڪٽر حارث حسن چئرمن وائز (weiss) ميموريل اسپتال شڪاگو، جنهن " سيڊ" سان ڪجهه عرصو ڪم ڪيو آهي، چوي ٿو ته " هو ڪجهه قدر خفقاني انسان آهي پر اسان سڀني ڪي انهيءَ سطح تي اچڻ لاءِ ڪجهه قدر خفقاني ٿيڻو پوي ٿو ۽ جيڪڏهن ڪو اهو ڪم ( انساني نقل پيدا ڪرڻ جو) ڪري سگهي ٿو ته اهو " سيڊ" وانگر هوندو". شڪاگو - ڪينٽ ڪاليج آف لا جي پروفيسر لوري ائنڊريوز جو چوڻ آهي ته " مون کي تعجب نه ٿيندو جيڪڏ هن سيڊ پنهنجي منصوبي تي عمل ڪيو " هو حيواني پيدائش جي فني طريقن کي انسانن تي استعمال ڪرڻ جي تاريخ رکي ٿو. تاهم سندس مخالفت ڪرڻ لاءِ گهٽائي سبب آهن. ذاتي طور تي هن وقت آءٌ آئينده نسلن جي جسماني سلامتي بابت فڪر مند آهيان ڇاڪاڻ ته رڍ جي تجربي مان اسان ڏٺو آهي ته شروعاتي مهينن ۾ نسل کان اختلاف (Mutation) ۽ نئدائپ جي موت (Fatality) جا انيڪ خطرا ٿين ٿا. جيتوڻيڪ جانورن ۾ اهي تجربا محفوظ رهيا آهن. آءٌ انهي بار تي پوندڙ نفسياتي اثر بابت خاص طور تي پريشاني محسوس ڪريان ٿي جنهن کي سابق آزمايل جينوٽائيپ جي زندگي گذارڻي پوندي. اهو اولاد تي، والدين جي. ناجائز غلبي حاصل ڪرڻ جي برابر ٿيندو." (ڊان / LAT _ Wp . ٨ جنوري ١٩٩٨ع)

تاهم ڊاڪٽر رچرڊ سيڊ چوي ٿو تہ هو اهڙن دليلن تي يقين نہ ٿو رکي. جيڪڏهن ڪانگريس، يا فوڊائنڊ ڊرگ ائڊمنسٽريشن وارا جيڪي چون ٿا تہ هو ڪلوننگ تي ضابطہ لاڳو ڪري سگهن ٿا. سندس منصوبي جي تڪميل ۾ رڪاوٽ وجهندا تہ هو آمريڪا کان ٻاهر پنهنجي ڪاروائي جاري رکندو. (ايضا)

## ايج اريسٽنگ (عمر روڪ):

سيٽل ( امريڪا) جي سائنسدانن اعلان ڪيو آهي تہ " انسان" جو اهو "جين" جيڪو انسان جي پوڙهي ٿيڻ سان تعلق رکي ٿو، انهيءَ کي هٿ ڪيو آهي ۽ ان جو تجزيہ ڪيو آهي. ڪجهہ وقت اڳي هڪ ملاقات ۾ " ورلڊبئنڪ" جي هڪ ڪاموري هن راقم کي ٻڌايو هو تہ آمريڪي سائنسدان اڄ ڪلهہ عمر جي رفتار تي ضابطو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ۾ رڌل آهن. ڊاڪٽر اينا مڪ ڪارمڪ جي تبصره مطابق، جيتوڻيڪ اسان انهيءَ خيال جي نزديڪ اچي رهيا آهيون تہ ڊي اين اي کي نقصان پهچڻ سان پوڙهائپ پيدا ٿئي ٿي، تاهم شايد فقط اها ڳالهہ نہ آهي. پيرسني هڪ پيچيده ڪاروائي آهي، تنهن ڪري ايئن چوڻ کان تہ پوڙهي ٿيڻ جي عمل کي روڪيو ويندو، ائين چوڻ بهتر ٿيندو تہ پوڙهي ٿيڻ جا عوامل روڪيا ويندا. پوڙهائپ جي بيمارين ۾ سڀ کان وڏيڪ سخت خطري جو عنصر خود پوڙهائپ آهي. هاڻي اسان کي اشارو ملي ويو آهي جنهن مان انهيءَ سمجهڻ ۾ مدد ملندي تہ جسم جي جزن ۾ ڪهڙيون تبديليون رونما ٿين ٿيون جيڪي هن کي انهن بيمارين جو شڪار بنائن ٿيون. هن تحريڪ جو باني ماليڪيولس ۽ ماهر حياتيات، جيرارڊ شيلنبرگ، (Gerard Schellen burg) امريڪي، جپاني ۽ شام جي سائنسدان محققن سان گڏجي تحقيق ڪري رهيو آهي. هن هڪ " جين" ڳولي لڌو آهي، جيڪو تغير جي حالت ۾ هڪ عجيب قدرتي، وقت کان اڳي، پوڙهائپ آڻي ٿو، جنهن کي ورنرس سنڊروم (Werners,Syndrome) چئجي ٿو. انهيءَ دريافت هن سوال جي جواب جو دروازو کوليو آهي تہ " انسان جو جسم ڇو ۽ ڪيئن پوڙهو

ٿئي ٿو".

## نطفي جو اثر:

مذهبي، خواهہ عام علمي ادبي ۽ روايتي سائنسي ڄاڻ مطابق، هڪ انسانُ ٻئي هڪ انسان جي نطفي مان پيدا ٿو ٿئي ۽ اهو سلسلو حضرت آدم عليه السلام کان شروع ٿئي ٿو، جنهن جي پيدائش، خصوصي طريقي سان، مٽي جي ست يا جوهر، جيڪو خود پاڻکي پاڻ پيدا ڪندڙ ۽ وڌائيندڙ (سيلف پروڊيوسنگ) اٿو، يا مالي ڪيول، هو، انهي ۾ زندگيءَجو روح (خود خدا جو روح) ملائي، ڪئي وئي ، يعني مادي جي ست ۾، اپائيندڙ توانائي ملائي وئي تہ" حضرت آدم عليه السلام" هڪ فعال " انسان" بنجي ويو.

هندو دهريت موجب مادو واحد حقيقت آهي، جنهن جا چار نمونا آهن: مٽي،باهہ، هوا ۽ پاڻي. اسلامي عقيدي موجب حضرت آدم عليه السلام کي وڃندڙ مٽي جي خمير ( ست) مان پيدا ڪيو ويو، يعني مٽيءَ کي باهہ ۾ ساڙي پڪو ڪري، پوءِ ان جو ست يا روح ڪڍي، ان جو بوتو بنائي، ان ۾ ساهہ (روح يا هوا) کي داخل ڪيو ويو تہ هو زنده انسان ٿي پيو. پوءِ هن کي سيني شين جا نالا يا شعور ڏنو ويو ۽ الله تبارڪ وتعاليٰ سڀ ساهوارا پاڻيءَ مان زنده ڪيا آهن. حضرت آدم عليه السلام جي بوتي جي مٽي ڳوهي وئي، گارو بنايو ويو ۽ ان کي سڙڻ جي حد تائين آلو رکيو ويو، سو ضرور آدم جي تخليق ۾ پڻ مادي جي چوٿين عنصر " پاڻي" کي استعمال ڪيو ويو هو. نطفہ جي معنيٰ صاف پاڻي بہ آهي ۽ انهيءَ کي گندو پاڻي بہ چئجي ٿو، جو اهو ناپاڪ آهي. بهرحال اهو پاڻي يا رتوبت، يا منيءَ جو ڦڙو، انسان جي مسلسل پيدائش ۽ افزائش نسل جو باعث آهي. جديد دور جا سائنسدان ٻنهي قسمن جي تخليق، يعني نطفي کانسواءِ جيئن حضرت آدم عليه السلام جي تخليق ٿي، ۽ نطفي ذريعي، ليڪن مرضيءَ موجب، پاڻ پيدا ڪرڻ، يا ان جو طريقو معلوم ڪرڻ لاءِ، لاڳيتي تحقيق ڪري رهيا آهن ۽ سندن مالي وسائل انهن کي خوشيءَ سان اهڙي خرچ ڪرڻ جي

اجازت ڏين ٿا.

## خلائي تحقيق (Space __ Exploration)

جڏهن انسان جي، پکين وانگر، اڏامڻ جي خواهش پوري ٿي، تڏهن فطرتي طور تي خلائي تحقيق جو آغاز ٿيو: هن پهريائين راڪيٽ ايجاد ڪيو، جيڪو هڪ سوسڙي يا باهه جي چٽنگ وانگر هوا ۾ تيزيءَ سان اڇلائي نشاني يا فضا جي ڪنهن پرانهين حد تائين پهچائجي سگهيو ٿي. راڪيٽ جي پهرئين استعمال جو حوالو قديم چين جي تاريخ ۾ ملي ٿو: چينين تقريبا هڪ هزار سال اڳ، هن اوزار کي جنگي مقصدن لاءِ استعمال ڪيو. اهو سن ۱۲۳۲ع جو واقعو آهي، جڏهن منگولن حنان صوبي جي تخت گاهه ”ڪي آئي فينگ فو“ (Kai ___ feng Fu) کي گهيرو ڪيو ته چيني دفاعي فوجين اهڙا جنگي اوزار استعمال ڪيا، جن کي ” اڏامندڙ باهه جا تير“ سڏيو ويو. ساڳيءَ تيرهين صدي عيسويءَ ۾ راڪيٽ يورپ ۾ نظر آيا؛ سن ۱۲۴۱ع ۾ ” ليگنيڪا جي لڙائي“ ۾ تاتارين راڪيٽ استعمال ڪيا. عربن، سن ۱۲۴۹ع ۾ ائبيريا جي اپيبيٽ ۾، ۽ سن ۱۲۸۸ع ۾ ويلشيا تي حملي وقت راڪيٽ استعمال ڪيا. راڪيٽ سازيءَ جو فن يقينا بارودي طاقت جو مظهر آهي.

بارود بابت مشهور آهي ته اندازا سن ۱۲۴۸ع ڌاري راجربيڪن نالي هڪ سائنسدان ان جو نسخو ۽ مختلف ترڪيبون بيحد مخفي طور تي ڳجهين نشانين جي ذريعي پنهنجي ڪتاب ” ايپس ٽولا“ ۾ تحرير ڪيون. اٽڪل سن ۱۳۲۵ع ڌاري پهريان آتشي هٿيار ايجاد ٿيا جنهن بعد بندوقن، توپن ۽ راڪيٽن جي تياري جي صنعت ۽ حرفت تيزي سان ترقي ڪندي رهي آهي. سنڌ ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ، ميان نور محمد ڪلهوڙي جي آرڊر تي، بندوقون فراهم ڪيون ۽ ميسور جي چوٿين لڙائي (۱۷۹۹ع) ۾ سلطان ٽيپو شهيد راڪيٽن جو استعمال ڪيو، جيڪي فرينچ اتحادي يورپي طاقت طرفان فراهم ڪيل هئا.

راڪيٽ سازي جي حرفت، ڌرتي ني تباهي مچائڻ سان گڏ، ڌرتي کان

باهر خلابازي جي خواهش کي به جنم ڏنو. فرضي سائنسي افسانه نگارن، خاص طور تي جوليس ورني ۽ ايچ جي ويلس، انسان کي چنڊ ۽ خلا ۾ پهچڻ جو شوق ڏياريو. شروع ۾ اهڙي خيالي سائنس تي ٺٺوليون ٿيون، ليڪن جڏهن هڪ امريڪي سائنسدان اعلان ڪيو ته هن پاڻياڻي مادي جي ذريعي راڪيٽ ڇوڙڻ جو ڪامياب تجربو ڪيو آهي، ۽ ان بعد جرمن هوابازن طرفان V ــــ I راڪيٽن سان لنڊن تي بمباري ڪئي وئي ، تڏهن راڪيٽ جي طاقت تسليم ٿي.

جڏهن سن ١٩٤٥ع ۾ ٻي مهاڀاري لڙائي پنهنجي خوفناڪ پڄاڻيءَ تي پهتي ۽ ائٽمي طاقت جو عملي مظاهرو ٿيو، تڏهن ائٽمي هٿيارن جي اڇلائڻ ۽ خلا ۾ هٽرادو گرهه پهچائڻ جي عزم جو انحصار راڪيٽ ٽيڪنالاجي تي قائم ٿيو. مهارت جرمن سائنسدانن ذريعي حاصل ڪئي وئي، جيڪي سويت روس ۽ متحده امريڪي رياستن ۾ جنگي قيدي بنايا ويا هئا.

۴ آڪٽوبر سن ١٩٥٧ع تي سويت يونين جي طرفان پهريون مصنوعي سياره "اسپوٽنڪ پهريون"، خلا ۾ ڇوڙيو ويو، جيڪو ٥٧ ڏينهن ڌرتي جي مدار کان باهر خلا ۾ گردش ڪندو ۽ سنگل ڏيندو رهيو. فقط ڇئن مهينن بعد حريف امريڪي سائنسدانن جنوري ١٩٥٨ع ۾ پنهنجي مصنوعي سياره ايڪسپلورر پهريون (explorer ــــ I) جو ڪامياب تجربو ڪيو ۽ انهي سال جي آخر ڌاري پنهنجو هڪ قومي خلائي تحقيق جو ادارو قائم ڪيو، جنهن کي "ناسا"، نئشنل ايروناٽڪس اينڊاسپيس ائڊمنسٽريشن (National Aeronautics and Space Administration) نالو ڏنو ويو.

" خلا" ۾ " انسان" کي موڪلڻ جو پهريون ڪامياب روسي تجربو، ١٤ اپريل سن ١٩٦١ع تي خلاباز، يوريگاگارين جو ٿيو، جنهن بعد پهريون امريڪي خلاباز ايلن شيپرڊ بڻيو. وري روسي سائنسدانن پيشقدمي ڪئي، جڏهن ١٩٦٥ع ۾ اليڪسي ليونوف خلا ۾ چهل قدمي جو ڪامياب مظاهرو ڪيو. هڪ ٻئي کان اڳ ڪڍڻ جي ڊوڙ ۾ روسي ۽ امريڪي سائنسدانن خلائي تحقيق ۽ تجربي کي تڪڙي وسعت ڏني آهي.

٣٦ ارب سال پراڻي شهاب ثاقب جي ٽڪري تي تازه ترين تحقيقاتي

رپورٽ مطابق انهي ۾ موجود امينو ائسڊس ۽ آرگئنڪ ڪاربان دراصل ڌرتيءَ تان مريخ تي پهتل آهن. پر اهي اتي ڪيئن پهتا اهو اجان هڪ حل طلب مسئلو آهي. آگسٽ ١٩٩٦ع ۾ ناسا جي هن اعلان سائنسدانن ۾ جستجو پيدا ڪئي تہ غير امڪاني هنڌن تي حياتيءَ جي تلاش ڪئي وڃي ۽ ڌرتي جي اندر ان جا ثبوت ملي ويا: لوڻ ڪاڻين، تيزاب جي ڪُڏن، برندڙ جبلن جي هيٺان ٺهڪندڙ سمنڊ جي تري ۾، ۽ قديم پهاڙين جي زبردست دٻاءُ وارن هنڌن تي، مٿاچري ڪان ڪيترائي ميل هيٺ، حياتي جا ثبوت مليا آهن، تنهن ڪري ڌرتي ڪان ٻاهر ٻين گرم ۽ خشڪ گرهن تي پڻ حياتي جي موجودگي جا امڪان وڌي ويا آهن. ۴ جولاءِ ١٩٩٧ع تي مريخ مٿان لاٿل روبوٽ (مشيني ماڻهو) جي موڪليل معلومات بعد، هاڻي سن ٢٠٠٥ع ۾ هڪ ٻي خلائي مهم ذريعي مريخ جي سطح جا نمونا هٿ ڪري ڌرتي تي آندا ويندا ۽ انهن تي مزيد تحقيق ڪئي ويندي.

انگريز ائسٽروفزڪس (Astrophysicist)، فريڊ هوائل (Fred Hoyle)، گذريل صدي جي اسيءَ جي ڏهاڪي ۾، هڪ نظريو پيش ڪيو، جنهن مطابق حياتي (Life) خلا (Outerspace) مان ڌرتيءَ تي وارد ٿي آهي، اي ايف پي نيوز ايجنسي جي تازه شايع ڪيل تصويرن ۽ رپورٽ ۾، اطالوي سائنسدان گسيپي گيريشي (Giuseppe Geraci) جي تحقيق جو انڪشاف ڪيو ويو آهي، جنهن مطابق اهي تصويرون هڪ ڪرب سال پراڻي پٿر ۾ ڌرتي ڪان ٻاهر جي لڪل حيواني ساخت (Organism) ڏيکارين ٿيون. جيڪڏهن اهي اجسام ڌرتيءَ ڪان ٻاهر جا آهن تہ " هوائل جو نظريو صحيح ثابت ٿيندو. ( ڊان ينگ ورلڊ. ١٩ مئي ٢٠٠١ع ص ١٦) پوءِ جيڪڏهن حياتي، خلا مان ڌرتي تي وارد ٿي آهي، تہ ڌرتيءَ ڪان واپس خلا طرف منتقل بہ ٿي سگهي ٿي.

## ڌرتيءَ ڪان ٻاهر زندگيءَ جي تلاش

" ڌرتي" ڪان ٻاهر زندگي جي تلاش، انسان جي ذهن جي پراڻي روايت آهي: " ڌرتي" کي ڪائنات جو مرڪز سمجهڻ واري يوناني ڏاهي "

ارسطو" ( ٣٢٢ ـ ٣٨٤ ق ـ م) جي برخلاف ارسطرڪس (٢٥٠ - ٣١٠ ق -- م)، ڪائناتي حياتيءَ جو نظريو پيش ڪيو هو. ارسطو جو استدلال هو تہ " جيئن ڪرڪيٽو، يا ٽانڊاڻو (Firefly) گرم ذرتي ۽ صبح جي ماڪ مان نڪرندو نظر اچي ٿو، تيئن زندگي تڏهن لڳاتار ذرتيءَ مان پيدا ٿيندي رهي ٿي، جڏهن مختلف عناصر، مناسب حالات هيٺ، پاڻ ۾ گڏجن ٿا. هي نظريو ١٨٥٧ع تائين صحيح سمجهو ويندو هو. ليڪن انهيءَ سال، لوئي پئسٽيوئر (Luis Pasteur) جي تجربن ثابت ڪيو تہ "مائڪرو بائيل (معنيٰ خورد بيني سان نظر ايندڙ زنده شيءِ) فقط ساڳيءَ قسم جي زنده ذرڙي مان پيدا ٿي سگهي ٿي، جنهن جو اڳئي وجود آهي. لوئي پئسٽيوئر جي " زندگي مان زندگي" وارو متو تمام قديم ساهدارن سان بہ لاڳو ٿئي ٿو ۽ انهيءَ سان ارسطو جو " ازخود زندگي پيدا ٿيڻ جو اصول" رد ٿي وڃي ٿو: "ارسطرڪس" جي "ڪائناتي حياتي" جو نظريو ٻيهر اجاگر ٿي ويو آهي: علم نجوم ۽ طبعيات جي ماهرن سر فريڊهايل (١٩٨١ع) چندر وڪرما سنگهي ( ١٩٧٠ جي ڏهاڪي ۾)، ۽ الڳ طور تي، فرئسز ڪرڪ، مسلسل تجربن ڪرڻ بعد ظاهر ڪيو آهي تہ " وڏيڪ ممڪن آهي تہ زندگي ڪائناتي سطح تي پيداٿي ۽ انهيءَ ۾ سيني ڪهڪشائن جي سيني ستارن جا سيئي وسيلا ڪتب آندا ويا. ليڪن جڏهن هڪ دفعو زندگي وجود ۾ اچي وئي تہ پوءِ ان جو ڪائنات ۾ هڪ گرهہ ڪان ٻئي گرهہ ڏانهن منتقل ٿيڻ هڪ رواجي ڳالهہ ٿي پئي. وات تي خلائي تابڪاري سبب گهٽائي سيل (جزا) سڙي وبندا پر پوءِ بہ جيڪڏهن هڪ سيڪڙو بچيا تہ اهي بہ نئين هنڌ (ذرتي) تي پنهنجو نسل وڌائي ڇڏيندا ۽ انهي مان ڪائناتي حياتي وڏي پيماني تي پکڙجي ويندي، يعني، شهاب ثاقب ۾ نہ فقط مائڪرو بائل زندگي موجود آهي پر اها ذرتي تي منتقل بہ ٿئي ٿي. تازو هڪ ١٣٦ ارب سال پراڻو شهاب ثاقب ذرتي تي ڪريو. جيڪو ماهرن جي راءِ مطابق "مريخ" ڪان آيو هو. انهي ۾ پٿرايل زندگي جا آثار " ائمونوائسڊس" مليا آهن. امريڪا جي خلائي تحقيق جي هڪ ٽيم دعويٰ ڪئي آهي تہ ذرتي جي ائنٽارڪ ٽيڪا ڪنڊ ۾ هڪ شهاب ثاقب ڪريو پيو آهي جنهن ۾ حيواني جسم جا آثار موجود آهن. اهي ڪروڙين سال اڳي " مريخ" تي رهندا هئا. ازانسواءِ"

جيوپيٽر“ جي جميل چنڊن ۾ شڪ آهي تہ اهي قديم زندگيءَ جا گهوارا آهن. اصولي طور تي” جيوپيٽر“ جي ” يوروپيا“ جي برفاني ڍڳ ۽ هن ڌرتيءَ جي ۴ ارب سال اڳي جي حالت ۾، نمايان مشابهت نظر اچي ٿي. (ڊان / Wp _ LAT، ١٧ مئي ١٩٩٧ع)

خلائي جهاز، پاٿ فائينڊر ، (Ares Vallis) گذريل١۴ جولاءِ (١٩٩٧ع) تي، بغير انسان،مريخ جي هڪ خشڪ سرد ۽ طوفاني بر پٽ تي لٿو آهي، جنهن کي ”ايريس وئليز “ نالو ڏنو ويو آهي. حاصل ڪيل ابتدائي معلومات جو ماحاصل هن ريت آهي:

(١) قريبي پٿر، جنهن کي ”بارنيڪل بل“نالو ڏنو ويو آهي، پيمائش بعد ڏيکاري ٿو تہ” مريخ“ جي گرم تيڻ جي تاريخ اڳ لڳايل اندازه کان وڌيڪ قديم ۽ گهري آهي..

(٢) ڪنهن زماني ۾ ” مريخ“ کي پاڻيءَ ٻوڙيو هو: هڪ وڏي ٻوڏ (طوفان نوح وانگر؟) هڪ دفعو، شايد ٨٠ ميل في ڪلاڪ جي رفتارسان، وڏين بلندين جي مٿان، سوين ميل ويڪر ۽ سوين فٽ اونهائي ۾، ”مريخ“ کي زير آب ڪيو آهي.

(٣) تمام وڏين بلندين تي اڳ لڳايل اندازه کان مريخ جي فضا وڌيڪ باريڪ آهي، ڇاڪاڻ تہ جڏهن پاٿ فائينڊر ان ۾ داخل ٿيو تہ ان جي رفتارازخود تيز ٿي وئي ۽ مقرر حد کان ڪجهہ فاصلو اڳتي نڪري ويو.

(۴) مريخ جو مٿاڇرو ( سرزمين) جتي ڪٿي هڪ چيڪي مٽي جو ڍير آهي. گذريل ٻہ ” وائڪنگ“ خلائي پروازون ۽ هاڻي ”پاٿ فائينڊر،“ ٿنهي جي لهڻ جون جايون ساڳئي قسم جي مٽي ڏيکارن ٿيون. ڪو اهڙو عالمي (مريخي) نظام معلوم ٿئي ٿو، جنهن مطابق مٽي هڪ ڪري نموني سڄي مٿاڇري تي پٿارجي وڃي ٿي.

(۵) ”پاٿ فائينڊر“ جي موٽرڪار، ” سوجرنر“، فٽ بال جيڏي پٿر ” بارنيڪل وئليز“ جو چوگرد ڦري، ڪيميائي تجزيو ڪيو، جنهن ۾ ننڍڙو اي بي ايڪس اوزار ( الفا - پروٽون - ايڪس ري اسپيڪٽرو ميٽر) استعمال ڪيو ويو. معلوم ٿيو تہ هي پٿر ڪنهن آتش فشان جبل جي ” لاوا“ جوائنڊيسائيٽ (andésite) قسم آهي، جنهن ۾ خاص نوعيت سان

معدنيات جو بنيادي پٿر ڪوارٽز (Quartz) جهجهي انداز ۾ شامل آهي، تنهن ڪري هي پٿر مريخ کان وڌيڪ ڌرتيءَ جو پٿر معلوم ٿيئي ٿو. ائنڊيسائيٽ پٿر جي تياري ۾ تمام گهڻي گرمي ۽ وڏو وقت لڳي ٿو. ڪن سائنسدانن جو خيال آهي تہ "انهيءَ مان ظاهر ٿئي ٿو تہ مريخ جو اندريون حصو پاڻيانو هوندو، ڇاڪاڻ تہ " ائنڊيسائيٽ" ٺاهڻ جو بيو طريقو اهو آهي تہ پاڻي موجود هجي، جيڪو گرم مادي کي ٺاري تہ بيهر گرم ٿئي ۽ اهڙي طرح وري وري گرم ٿيڻ سان " ائنڊيسائيٽ قسم جو پٿر ٺهندو........" (ڊان / L A T نيوز سروس نيوز ڊي، ۱۵ - ۷ - ۱۹۹۷ع).

گذريل سال، تازه ترين خبر اها هئي تہ ممڪن آهي تہ " ڌرتيءَ" تي زندگي" مريخ" تان آئي آهي. ( ڊان، ۸ آگسٽ ۱۹۹٦ع): ڇاڪاڻ خلامان ڌرتيءَ تي ڪرندڙ شهاب ثاقب ۾ " امينوائسڊس" جا تيزابي ذرا هئا، جيڪي تمام حياتيات جا بنيادي ترڪيبي جزا آهن. اٽڪل چار سال اڳ ۱۸ نومبر ۱۹۹۲ع تي ساڳئي اخبار ۾ خبر ڇپي تہ پاڪستان جي نوبل انعام يافتہ جوهري سائنسدان، پروفيسر ڊاڪٽر عبدالسلام، جي تحقيق مطابق زندگي جو آغاز، ڌرتي کان ٻاهر، ڪائنات ۾ ڪنهن هنڌ کان ٿيو آهي، ڇاڪاڻ تہ امينوائسڊس جو لاڙو هميشہ کاٻي طرف هوندو آهي، جيڪو انهن حالتن ۾ قائم ٿئي ٿو جيڪي ڌرتي تي موجود نہ آهن.

تاريخ ۴ جولاءِ ۱۹۹۷ع تي "پاٿ فائينڊر" سرخ سياره مريخ تي لٿو. ۹ آڪٽومبر ۱۹۹۷ع تي " پاساڊينا" ( يونائيٽڊ اسٽيٽس آف آمريڪا) مان هن مهم جي چيف سائنسدان، مٿيو گولمبيڪ، بيان ڏيندي چيو تہ هن وقت تائين ڪني ڪيل سموري معلومات جيڪا ڌرتي تي موڪلي وئي آهي، فقط هڪ سوال پيدا ڪري ٿي تہ: " ڇا اسان ڪائنات ۾ اڪيلا آهيون؟"

ٽن مهينن اندر N ASA ،ڪينيڊي اسپيس سينٽر ڪيپ ڪئنيورل تان، هڪ ٻي خلائي مهم شروع ڪئي جنهن کي "ليونر پراسپيڪٽر پروب" نالو ڏنو ويو آهي. هيءَ ڪاهہ چنڊ تي آهي، جيڪا ڏيڍ سال جاري رهندي. انهيءَ دوران هڪ سال تائين " ليونر پراسپيڪٽر"چنڊ جي چوگرد، هر ٻن ڪلاڪن ۾ ٦۲ ميلن جي عمود تي، گردش ڪندو رهندو ۽ پوئين ڇهن مهينن ۾ عمود جو چنڊ جي مٿاڇري کان مفاصلو صرف ۲ ۽ ٦ ميل هوندو ۽

پوءِ اهو بغير انسان خلائي جهاز چنڊ جي مٿان ڪري تباهه ٿي ويندو.

چنڊ تي، انسان پنهنجا قدم، ٢٥ سال اڳ ختم ڪيل اپالو مهمن دوران، گهمائي چڪو آهي. نيل آرمسٽرانگ اهو پهريون خلاباز آهي، جنهن چنڊ تي قدم رکيو. بعد ۾ ٻين يارهن خلابازن چنڊ تي پسار ڪري ڏٺو ته اها هڪ ويران پهاڙي سرزمين آهي، ۽ ان تي هڪ اردو شاعر چيو:

" جوڻها نڪلا چودهوين ڪا چاند
پتهر ڪيي ٹکر لايا انسان"

انهن پٿر جي ٽڪرن تي پڻ ڪافي تحقيق ڪئي وئي آهي، ليڪن زندگيءَ جو سراغ نه ملي سگهيو آهي. هاڻي سائنسدانن سوچيو آهي ته چنڊ تي ڪرندڙ شهاب ثاقب (Meteorites) ۽ ننڍين ڪرندڙ تارن (Comets) ، برف جي صورت ۾ چنڊ تي پاڻي پهچايو هوندو، جنهن کي استعمال هيٺ آڻي، چنڊ تي هڪ مستقل خلائي اسٽيشن قائم ڪري سگهجي ٿي، جتان " مريخ" ۽ ٻين گرهن ڏانهن خلائي جهاز موڪلي سگهبا. پاڻيءَ جي هئڊروجن گئس ذريعي ٻارڻ جو مسئلو به حل ڪري سگهبو. ايلان بائيندر انهي " لينونر پراسپيڪٽر مهم" جو سربراهه آهي. سندس چوڻ مطابق هن مهم مان محققن کي چنڊ جي نهڻ ۽ ارتقاء ڪرڻ بابت اهم معلومات ملي سگهندي ۽ اهي چنڊ جي آتش فشاني ۽ ٽيڪٽونڪ تحرڪ (Tectonic Activity) جي باري ۾ پڻ معلومات حاصل ڪري سگهندا. جنهن جي متعلق گذريل اپالو مهمن جي نتيجن جي آڌار تي سمجهيو ويو هو ته غير متحرڪ آهن. ازانسواءِ چنڊ جي مٿاڇري تي بعضي اوقات نڪرندڙ گئسن، جهڙوڪ نائٽروجن ۽ ڪاربان ڊائي آڪسائيڊ، جي چنڊ تي مستقل موجودگي بابت پڻ سائنسدان تحقيق ڪندا. هيءَ مهم خير سان اگاري جي ڏينهن تاريخ ٦ جنوري ١٩٩٨ع تي رات جو ٢٨ - ٩ بجي رواني ٿي آهي. ( اي ايف پي / ڊان ٨ جنوري ١٩٩٨ع ص ١٦)

DPA نيوز ايجنسي جي لنڊن مان ٣٠ جولاءِ ٢٠٠١ع تي جاري ڪيل خبر مطابق، " ڌرتي جي ماحول (Atmosphere) ۾ منگهڻ (ڪتمل (Bugs ڏنا ويا آهن. برطانوي سائنسدانن کي يقين آهي ته ماحول جي چيزي تي هتن جيڪي منگهڻ پڪڙيا آهن اهي ڌرتي جا ساهدار نه آهن.

جيڪڏهن انهيءَ جي تصديق ٿي وئي تہ اهو پهريون پڪو ثبوت ٿيندو تہ حياتي ذرتي ڪان ٻاهر بہ موجود آهي. جنهن بلندي تان اهي خلائي منگهڻ پڪڙيا ويا آهن ۽ جنهن انداز سان اُهي پڪڙيل آهن انهي مان مضبوط ثابتي ملي ٿي تہ اهي هوا ۾ اڏامي اتي نہ پهتا هوندا. بلڪ خلا مان هيٺ ڪريا هوندا. تحقيقات ڪندڙ جو اندازو آهي تہ روزانہ اٽڪل ٽي سؤ ڪلوگرام (300 Kgs) وزن جا خلائي منگهڻ ذرتي جي سڄي گرهہ تي ڪري رهيا آهن.هي تحقيقاتي نتيجا " سئن ڊئيگو" (San Diego _ California) ۾ " انٽرنئشنل سوسائٽي فار آپٽيڪل انجنيئرنگ" جي اجلاس ۾ ٢٩ جولاءِ ٢٠٠١ع تي پيش ڪيا ويا. ( ڊان، ٣١ جولاءِ ٢٠٠١ع ص ١٤)

## گلوبلائيزيشن:

"گلوبلائيزيشن" جي تحريڪ، مغرب مان اپري آهي ان جو مقصد دنيا جي معيشتن ۽ معاشرن کي ملائي هڪ ڪرڻ آهي. " يونيسڪو" جي هڪ رٿا هيٺ دنيا جي فلاسفرن کي دعوت ڏني وئي تہ اٽلي جي شهر نيپلس ۾ هن رٿا بابت پنهنجي سوچ ويچار کان، منعقد ٿيندڙ ٻئي اجلاس کي، آگاهہ ڪن. رٿا جو عنوان آهي: عالمي اخلاقياتي رٿا (Universal Ethics Project) عجب جي ڳالهہ نہ آهي تہ هنن انهي امر تي اتفاق ڪيو تہ اجتماعي انسان ذات اندر ڪجهہ اجتماعي بنيادي اخلاقي محرڪات آهن، ليڪن اها پڻ عجيب ڳالهہ نہ آهي تہ هو ڪنهن هڪ عالمي اخلاقي ضابطي جو خاڪو پيش ڪري نہ سگهيا جنهن تي دنيا جي سيني انسانن کي لازمي طور تي عمل ڪرڻ گهرجي. بلڪ اها راءِ بہ قائم نہ ڪري سگهيا تہ ائين ڪرڻ ضروري آهي.

جرمني جي "ٽيوبنجن" (Tubingen) يونيورسٽي جو فقيهہ، هئنس ڪنگ، جنهن روم جي ڪليسا جي اختيار کي چئلينج ڪيو آهي، هڪ عالمي پڌرنامي جو ڊرافٽ پيش ڪيو:عالمي انساني ذميدارين جو پڌرنامو، (Declaration of Universal Human Responsibilities) جيڪو سنڌس تجويز مطابق ادوام متحده جي پنجاهين سالگرهہ ( گولڊن

جبلي) تي، عالمي انساني حقن جي پڌرنامي جي طرز تي، بحال ڪيو ويو.
هن پڌرنامي جي محرڪن ۾ دنيا جا سابق حڪمران سياستدان شامل آهن،
جن پنهنجي تجربي ۽ سبڪدوشي بعد، ڊگهي سوچ ڪرڻ جو فيصلو ڪيو
ته ڏسجي. سندن جماعت جو نالو " انٽرائڪشن ڪائونسل" آهي. ڏسجي
ته ايندڙ سال، اقوام متحده، پنهنجي گولڊن جبلي اجلاس ۾ اها قرارداد
(پڌرنامو) پاس ڪري ٿي يا نه. متن ڪافي طويل آهي ۽ انهيءَ ۾ متنازعه امور
کان روگرداني ڪئي وئي آهي. تنهن هوندي به ان جي قابل عمل هجڻ ۽
مختلف تهذيبن، مذهبن ۽ جاگرافيائي علائقن سان واسطو رکندڙ انسانن لاءِ ۽
انهن جي حڪومتن لاءِ قابل قبول هجڻ بابت پڪ نه آهي.

مختلف انساني قدرن جو مسئلو آهي. فلاسافر انهن جي بنياد تي اعزاز
جا متمني هوندا آهن،ليڪن سياستدان هميشه سمجهوتي جي ڪوشش
ڪندا آهن. دنيا جي عام انساني براين کي برائي تسليم ڪرڻ آسان آهي،
ليڪن هڪ عالمي ڀلائي خاطر پابند رهڻ تي اتفاق ڪرڻ، نسبتا مشڪل
ڪم آهي.

ثقافتي سبندجي نظربي مطابق، ڀلائي ۽برائي يا صحيح ۽ غلط، هڪ
فيصلو آهي، جنهن جي ڪرڻ جوحق هر هڪ ثقافت ۽ ثقافتي معاشره کي
حاصل آهي.هو پنهنجي ڀلائي ۽ برائي پاڻ سمجهي سگهن ٿا. مختلف ثقافتي
قدرن جي هڪ اجتماعي صورت، مغربي تهذيب، ۾ به نظرنه ٿي اچي.
اسلامي تهذيب ۽معاشري ۾ اصولي طور تي ان لاءِ ڪافي گنجائش موجود
آهي،ليڪن عملي طور تي، جديد زماني جون حالتون مايوس ڪندڙ آهن.
دراصل هر تهذيب ۾اندروني انتشار آهي، جنهن جو بنيادي ڪارڻ مغربي
تهذيب جي يلغار سمجهڻ گهرجي،جنهن کان اها پاڻ به اڻ سڌي طرح متاثر
ٿي رهي آهي.

دنيا جي پسمانده ملڪن جا ثقافتي ۽ اقتصادي حلقا، گلوبلائيزيشن ۽
عالمي يڪسانيت جي تحريڪ کي شڪ جي نگاهه سان ڏسن ٿا. انهن جي
خيال مطابق اها تحريڪ محض مغربي تسلط جو تسلسل قائم رکڻ لاءِ هلائي
وئي آهي. انهيءَ ذريعي نوآباديت جي دور ۾، يهوديت ۽ عيسائيت تي مبني
روشن دماغي جا پڌرا ڪيل اصول ٻيهر هنن قومن تي مڙهڻ جي ڪوشش

ڪئي پئي وڃي. اها اقتدار خاطر هڪ چالبازي آهي، جنهن جي ذريعي وڏيڪ پسماندگي طرف ڌڪيو پيو وڃي. ( ڊان ”ٽورڊس گلوبل ايٿڪ“ فلوراليوس، ١٩ڊسمبر ١٩٩٧ع، ص ١٣). عالمي تجارتي اداري جي ڊئريڪٽر جنرل، رينيٽو رگيرو جي راءِ آهي تہ تجارت جي عالميت اختياري نہ آهي، اها هڪ حقيقت بڻجي چڪي آهي. (ايضا --- رويو ٣٠ نومبر ---- ٦ ڊسمبر ١٩٩٦ع، ص ١)

” لبرلائيزيشن“ ۽ ”گلوبلائيزيشن“ جي نون نڪتل نعرن جو مطلب آهي تہ غريب ملڪ هڪدم پنهنجون منڊيون، بازاريون يا مارڪيٽ، ۽ انهنجا ضابطا ۽ قاعده قانون ختم ڪري، انهن کي صنعتي ترقي يافتہ ملڪن جي تيار ڪيل مال ۽ ڪاروباري سرگرميءَ لاءِ،کولي ڇڏن. گذريل اربع تاريخ ٥ نومبر ١٩٩٧ع تي،ملائيشياجي گاديءَ واري هنڌ ڪوالالمپر ۾، دنيا جي ترقي پذير ملڪن (G ـــ 15) جي ٽي روزه سربراهي گڏجاڻي ٿي. سندن ايجنڊاتي ٻہ اهم مسئلا هئا: هڪ تہ ترقي يافتہ ملڪن جي يڪ طرفي ڪاروائي، جنهن سان هنن ترقي پذير ملڪن جي مال تي پنهنجي مارڪيٽ ۾ بندش وجهي ڇڏي ۽ ” آزاد منڊيءَ“جي ڳالهہ بہ ڪن ٿا، ۽ ٻيومسئلو هيءُ هو تہ سٽي بازن قومي زرن تي عام جام حملو ڪري ڏنو آهي، ايسيان (ASEAN) ملڪن جا ٻہ مکيہ ملڪ، ملائيشيا ۽ انڊونيشيا، جن جي قومي زر جي قيمت ۾ لاٽ آئي آهي ۽ ان جو اثر ڏکڻ ايشيا جي ٻين ملڪن تي پيو آهي، ترقي پذير ملڪن جي جماعت (G ـــ 15) جا رڪن آهن. ٻنهي مسئلن تي ڌار ڌار ٻہ ڪاميٽيون قائم ڪيون ويون آهن، جيڪي ايندڙ اجلاس ۾ پنهنجون سفارشون پيش ڪنديون. تاهم هن سربراهي اجلاس”گلوبلائيزيشن“جي پاليسي تسليم ڪري ڇڏي . فقط ترقي يافتہ امير ملڪن کي اپيل ڪئي وئي تہ سندن ڪوشش جي موٽ ۾ اهڙو(تجارتي) ماحول قائم ڪن، جنهن ۾ امداد سان گڏ غير امتيازي سلوڪ ڪيو وڃي: غريب ملڪن جي پارچہ جات (ڪپڙي جي صنعت، يا ٽيڪسٽائيل) ۽ زرعي پيداوار کي امير.ملڪن جي مارڪيٽن ۾ آسانيءَ سان اچڻ ڏنووڃي، جن خرابين کي واپاري ڏنڊ ڏوهہ جو بهانو بڻايو وڃي ٿو انهن جو بنياد غربت آهي، تنهن ڪري غريب ملڪن جي اقتصادي واداري ۽ سماجي ترقي ذريعي،

دنيا مان غربت جي پاڙپٽي وجي.

## عسڪري ۽ اقتصادي برتري:

اڄ جي انسان جي مسئلن ۾ ”غربت“ کان به وڏو مسئلو ”جنگ“ آهي،جيڪا ڪڏهن گرم، ڪڏهن سرد، ڪڏهن زرد ته ڪڏهن سونهري روپ ۾، انساني جانين، تهذيبن ۽ تمدن ۽ ثقافت جي ستياناس ڪري رهي آهي. مارون پيري لکي ٿو ته: ”شڪار جي شوقين انسانن، شڪار جي فن ۾ اهڙا ذهني ۽ طبعي وسيلا شامل ڪيا آهن، جو پنهنجي ساٿي انسانن جو شڪار ڪندي، هاڻي اسان پنهنجي انساني نسل جي مڪمل تباهي آڻي سگهون ٿا. سيني کي انهيءَ جو علم آهي، تاهم اسان (جنگ جي) تيارين کان منهن نه موڙيو آهي، ڇاڪاڻ ته انهيءَ ۾ اسان لاءِ جاذبيت آهي، لڙائي لاءِ تيار ي عزت نفس جي علامت سمجهي وڃي ٿي“. هڪ ٻيو انگريز سائنس دان نائيجل ڪالڊر لکي ٿو ته : ” جيستائين اسان جنگ جي جاذبيت جي اصل بنياد جي تشخيص ۽ علاج نه ڪيو آهي، تيستائين،مون کي يقين آهي ته، جوهري انهدام ۽ هلاڪت، يا انسان جي نسل جي مڪمل تباهي جي خطري هوندي به جنگ جو مڪمل خاتمو ممڪن نه آهي“.

هاڻي، اقتصادي بدحالي، بک بيماري ۽ جهالت، جي دنيا مان خاتمي آڻڻ لاءِ دنيا جي گولي کي ملائي هڪ ڪري ڇڏڻ جي رٽ رٽي وئي آهي، جنهن ۾ غريب ملڪن جون منديون، تهذيبون ۽ صلاحيتون، ترقي يافته امير ملڪن ۽ عسڪري برتري رکندڙ طاقتن جي آزاد مداخلت لاءِ ڪليل هونديون ۽ موت ۾ انهن سان پڻ بغير امتياز ساڳو سلوڪ ڪيو ويندو، جيئن هو پنهنجا مسئلا حل ڪري خوشحالي، تندرستي ۽ تعليم حاصل ڪري سگهن.

ڊاڪٽر رچرڊ بريس جو خيال آهي ته هاڻي دنيا جي تاريخ کي الڳ وحدتن ( يا ملڪن ۽ رياستن) جي صورت ۾ پيش ڪرڻ جو طريقو صحيح نه رهيو آهي. هو لکي ٿو ته ” هڪ اهڙي دنيا، جيڪا باهمي تقسيم جو شڪار آهي ۽ اڃا قومي رياستن جي زماني کان ٻاهر نه اچي سگهي آهي، جنهن اڃا بين الاقوامي عمل جا ڪامياب طريقا معلوم نه ڪيا آهن، جنهن

کانسواءِ ( انسان ذات جي) خاتمي جو خطرو آهي، انهيءَ دنيا جي تاريخ کي الڳ وحدتن ۾ پيش ڪرڻ جو طريقو هاڻي صحيح نہ آهي." تنهن ڪري اڳتي لکي ٿو تہ " متحده رياستن ( U S A) جو ملڪ، نہ فقط مغربي تهذيب جي تازه پيداوار آهي، پر اها طاقت بنجي ويو آهي، جيڪا ٻين قومن لاءِ، انهي تهذيب جو مک نشان آهي ۽ اهي اڪثر ڪري، مغربي ورثي جي حفاظت لاءِ، انهيءَ ڏانهن واجهائن ٿيون."مغربي تهذيب جي مقابلي ۾ مسٽر بريس، سويت بلاڪ کي حريف ڄاڻايو آهي، جيڪو سندس لفظن ۾ مغرب ۽ مشرق جو ثقافتي مرڪب آهي. هن تاريخ نويس، ڏور ـ اوڀر ۽ افريقہ جي قومن جي داخلي تاريخ کي ڪتاب جي احاطي کان ٻاهر رکيو آهي ۽ سندس زور انهن قومن جي فقط انهي اهم ڪردار تي آهي، جيڪو اهي سرد جنگ جي زماني ۾ مغربي جمهوريتن ۽ ڪميونزم جي وچ ۾، ادا ڪري رهيون هيون.

" يونين آف سويت سوشلسٽ ريپبلڪس (U S SR) جي ٽٽڻ بعد،" يونائيٽڊ اسٽيٽس آف امريڪا" دنيا جي واحد وڏي طاقت بنجي وئي آهي. ڪميونزم اڃا بہ "ايشيا" ۽ "لاطيني امريڪا" ۾ رياستي سياسي، سماجي ۽ اقتصادي نظام طور باقي آهي، ۽ " ڪئپيٽلزم" جي آزاد منڊي ۽ گڏيل معيشت نہ فقط " روس" ۾ آزمائي پئي وڃي پر "چين" بہ انهي رخ ۾ اصطلاحات آڻڻ جو ارادو رکي ٿو. ليڪن انهن واقعات بعد بہ " انسان" جي حقيقي اصلاح ۽ آزادي ۽ آزاد قومن جي رياستي اعليٰ اقتدار جي راهہ هموار ٿي نہ سگهي آهي. جيتوڻيڪ دنيا جي سابق ٻن عظيم طاقتن جي وچ ۾ سرد جنگ ختم ٿي وئي آهي، ليڪن يورپ، ايشيا،امريڪا، افريقہ ۽ امريڪا جي سرد جنگ وارن قريبي ساٿي قومن، شروعاتي تحسين ۽ گرمجوشي بعد، هاڻي ڪجهہ مهينن کان ناراضگي ۽ ڇڙتيءَ جو اظهار ڪرڻ شروع ڪيو آهي. جرمن نيوز مئگزين "سپائيگل" پنهنجي تازي شماري ۾ لکيو آهي تہ "جديد تاريخ ۾ ڪنهن بہ ملڪ هن ڌرتي تي اهڙو مڪمل غلبو حاصل نہ ڪيو آهي، جهڙو يونائيٽڊ اسٽيٽس ( آف امريڪا) حاصل ڪري ورتو آهي. امريڪي بت ۽ صنم ( آدرش ۽ نمونا) کٽمنڊو ( نيپال) کان ڪنشاسا ( افريقہ) ۽ قاهره (مصر) کان ڪئراڪس (وينزيولا ) تائين، دنيا جي تشڪيل ڪري رهيا

آهن. گلوبلائيزيشن ( يعني دنيا جي گولي کي گڏي هڪ ڪرڻ) تي ” ميڊ اِن يُو ايس اي “جي ڇاپ آهي.” اقوام متحده ۾ ” امريڪا“ جي قريبي ساٿين، برطانيه ۽ جرمني، هڪ ارب ڊالرن جي بقايا ادا ڪرڻ کان امريڪا جي انڪار تي نڪتہ چيني ڪئي آهي ۽ ” بارودي سرنگهن“ تي بين الاقوامي بندش جي تجويز ٺڏڻ ۽ غريب ملڪن جي بيروني امداد ۾ اضافي ڪرڻ کان نٽائڻ کي، امريڪا جي هٺڌرمي سمجهن ٿا. ليڪن ڪميونزم جي زوال ۽ بي تحاشا دولت جي هٿ اچڻ سبب هاڻي امريڪا بين الاقوامي سياست جو شهسوار بنجي ويو آهي، جيڪو طاقت جو مظاهرو ڪري رهيو آهي، ٻين جي آڏو اچي ٿو ۽ کين زير بار ڪري ٿو. ” ڪيوبا“ ۽ ” لبيا“ کان علاوه ايران، عراق ۽ هاڻي ” سوڊان“ ڏانهن دنيا جي هن واحد عظيم طاقت جو رويو دنيا جي تاريخ جو هڪ نئون رخ ڏيکاري رهيو آهي. تازو، ڏکڻ افريقا جي صدر ۽ افريقي قوم پرست اڳواڻ “لبيا” جو دورو ڪندي هي تاريخي بيان ڏنو آهي: ” هنن (امريڪين) وٽ اها ڏاڍ مڙسي ڪٿان آئي آهي جو اسان کي حڪم ڪن ٿا تہ اسان ڪيڏانهن وڃون ۽ ڪهڙا ملڪ اسان جا دوست هجن ! قضافي منهنجو دوست آهي. جڏهن اسان اڪيلا هئاسين هن اسان جي حمايت ڪئي ۽ جن اڄ منهنجي هن دوري کي روڪڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، اهي ( ان وقت) اسان جا دشمن هئا. هنن جو ڪو اخلاق نہ آهي، اسان اهو تسليم ڪري نہ ٿا سگهون تہ ڪا رياست ” دنيا جي پوليس واري“ جو ڪردار، ادا ڪري سگهي ٿي.

اڄ جي مهذب دنيا جي حقيقت هيءَ آهي تہ جيڪي طاقتون امن ۽ سلامتيءَ جي ڳالهہ ڪن ٿيون، اهي ئي موتمار هٿيارن جا واپاري ۽ غريب قومن ۽ ملڪن کي پاڻ ۾ ويڙهائيندڙ آهن. انهن جا اڳواڻ فوجي امداد ذريعي جنگ کي وڌائن ٿا ۽ اقتصادي امداد ذريعي، قرضي ٻٽائي قومي پيداوار ۽ مارڪيٽ تي قبضو ڪن ٿا. پوءِ غربت جي پاڙ ڪهڙي طرح پٽجي سگهي ٿي ۽ ترقي جو خواب ڪڏهن پورو ٿيندو؟

ترقي جو نظريو هڪ بت آهي، جيڪو لڪشمي ديويءَ جي بت وانگر دولت جو آسرو ڏئي ٿو. اها دولت وياج تي، بلڪ گڏيل وياج تي، يعني مور ڪانسواءِ وياج تي وياج وٺي ڏني وڃي ٿي. غريب ملڪ ان دولت جو صحيح

استعمال ڪري نہ ٿا سگهن. بلڪ انهيءَ مان رشوت ۽ مالي بدعنواني جو رواج ٿو پوي، جيڪو پڻ امداد ڏيڻ يا نہ ڏيڻ لاءِ غريب ملڪن جو ڏوهہ ثواب سمجهيو وڃي ٿو. اهڙي طرح دنيا جا غريب انسان، جيڪي اهڙن غريب ملڪن ۾ رهن ٿا، ترقي جي تنزل تي گامزن آهن. پنهنجي اصلي راهہ وڃائي، ترقي جي تلاش ۽ دلبي ۾، دنيا جي انسانن جي اڪثريت، ڪڏهن مغربي تهذيب، سرمائيداري يا اشتراڪيت، هاڻي " لبرلائيزيشن" ( يعني ڇوٽ يا ڇڙواڳي) ۽ " گلوبلائيزيشن" ( يعني دنيا جي گولي کي ملائي هڪ ڪري ڇڏڻ) جي چڪر ۾، جيئن پوءِ تيئن وڌيڪ، نفسياتي خواه جسماني طور تي بيمار ۽ ڪمزور ٿيندي وڃي ٿي. ۽ جديد دور جو هي ويچارو انسان، پنهنجي هن اونداهي سرنگهہ جي ڇيڙي تي ڪنهن روشنيءَ جو منتظر آهي.

## آمرن جون روايتون ۽ تاريخ جو انتباهہ:

جرمنيءَ جي آمر، هٽلر، ۽ " نازي" تحريڪ بابت، " بي بي سي" جي سيريز، "اوارنگ فرام هسٽري"، نئين روشني وڌي آهي. ايڊيٽر لارينس ريز ۽ انگريز اديب " آئن ڪرشا" جي هن پيشڪش ۾ ڏيکاريو ويو آهي تہ ڪهڙي طرح ۱۲ سالن اندر، ڪنهن حد تائين عوامي راضپي سان، اهو سرشتو وجود ۾ آيو، جنهن تحت ڪانسٽريشن ڪئمپون (Concentration Camps) قائم ٿيون: تحقيقات جو مکيہ ذريعو اڃا حال حيات پراڻن نازي ڪارڪن جا اعترافي انٽرويو ۽ اهي آرڪائيو جيڪي ڪميونسٽ روس جي آهني پردي جي هٽي وڃڻ بعد دستياب ٿيون آهن، شامل آهن. " عام تاثر هو تہ " يهودي" ، " جرمني" ۾ گهٽو اڳتي وڌي ويا آهن، " برلن" جي ۴۸۰۰ قانون دانن مان ۳٦۰۰ يهودي هئا". بي بي سي جي هن تحقيقي پروگرام ۾ ڏيکاريو ويو آهي تہ " نازي جرمني" ۾ وڳوڙ ۽ اجائي ظلم جو راڄ هو. ڪيترائي عام جرمن شهري خوف ۽ " پئرانوئيا" جي اثر هيٺ نازين جي تعبيداري ڪري رهيا هئا. "ڪرشا"، هٽلر کي اڪثر پونڊڙ سستيءَ جي دورن (Depression) جي نشاندهي

ڪئي آهي. سندس تحرڪ ۾ اچڻ کان نتائڻ جي نتيجي ۾ سندس نائين، محض سندس عام پاليسي کي نظر ۾ رکي فيصلا ڪيا ٿي، جيڪي اڪثر خوفناڪ هوندا هئا: مثال طور ” پولنڊ“ کي ” جرمن“ ڪرڻ جي فيصلي تي جنهن غلط انداز ۾ عمل ڪيو ويو، سو هٽلر جي جنرلن کي ڏنل ڇوٽ ۽ ڇڙواڳيءَ جو نتيجو هو. سال ١٩٣٨ع جي آخر، يا ١٩٣٩ع جي شروعات ۾، هڪ معذور ٻار جي پيءُ هٽلر کي درخواست ڏني تہ جيئن تہ سندس ٻار نابين پيدا ٿيو آهي، سندس هڪ ٽنگهہ بہ نہ آهي ۽ هڪ ٻانهن بہ ڦڏي اٿس، تنهن ڪري هن کي اجازت ڏني وڃي تہ هو پنهنجي ٻار کي ماري ڇڏي.” هٽلر“ پنهنجي ذاتي معالج کي چيو تہ ٻار جو معائنو ڪري ۽ جيڪڏهن پيءُ جون بيان ڪيل معذوريون ٻار ۾ آهن تہ هن کي ماري ڇڏي. انهي واقعي بعد معذور ٻارن لاءِ هڪ پيمانو مقرر ڪيو ويو، جنهن مطابق انهيءَ قسم جا ٻار اهڙي قسم جي معائنہ لاءِ پيش ڪرڻ کي لازمي قرار ڏنو ويو. ڊاڪٽر انهن ٻارن جو خود معائنو بہ نہ ڪندا هئا، ۽ انهن جي زندگي جو فيصلو ڪري ڇڏيندا هئا. هن نامعلوم تاريخي حقيقت جو انڪشاف گرڊا برن هارڊٽ (Gerda Bernhardt) جي بيان مان ٿيو، جنهن جو معذور پاءُ، مئنفريڊ، ڏهن سالن جي عمر ۾ ٻارن جي اسپتال ۾ داخل ڪيو ويو. ٻہ سال پوءِ، جڏهن معذور ٻارن بابت نئين پاليسيءَ تي عمل شروع ٿيو، تڏهن گرڊا ۽ سندس خاندان وارا، مهيني ۾ ٻہ دفعا ٻار سان ملي سگهندا هئا. پوئين دفعي هنن ڏٺو تہ ٻار تمام ضعيف ٿي ويو آهي ۽ ڪوبہ هن جي پرگهور نہ ٿو ڪري. سندس جسم تي فقط هڪ ڪڇو هو. پوءِ خاندان وارن کي ٻڌايو ويو تہ ٻار قدرتي موت مري ويو. هڪ ڪئناڊا جي پروفيسر، رابرٽ گيليٽلي، ڏکڻ اولهہ جرمني جي شهر ورز برگ (Warzberg) ۾ موجود گيسٽاپو (Gestapo)، جرمن خفيہ پوليس، جي آرڪائيوز جو پتو لڳايو آهي. يورپ ۾ اهڙا فقط ٽي شهر آهن، جتي جرمني جي ٻي مهاڀاري لڙائي ۾ شڪست بعد نازي دستاويزات تباهي کان بچي ويا آهن، جيڪي جملي ١٨٠٠٠ فائلن جي صورت ۾ موجود آهن. انهن مطابق هر ڏهن لکن جي آباديءَ مٿان ٢٨ گيسٽاپو ( خفيہ پوليس) جا عملدار مقرر ڪيل هئا جن مان ١۴ خالص انتظامي آفيسر هئا. اسي سيڪڙو سياسي ڏوهہ عام جرمن

شهرين جي جاسوسي اطلاعن ذريعي پڪڙيا ويندا هئا. انهن عام شهرين ﻫﻲ
ڪو معاوضو نہ ملندوهوءِاهي نازي جماعت جا رڪن بہ نہ هوندا هئا. سونجا
ٽوزڪي (Sonja Totzke) جو فائيل ڏيکاري ٿو تہ هن عورت تي بہ
الزام هئا: هڪ تہ يهودين سان سندس رويو بيحد دوستانہ آهي ۽ ٻيو فوجي
معاملات بابت خبر رکي ٿي، جنهن سان هڪ عورت جو ڪوبہ واسطو نہ
آهي. انهن الزامن هيٺ هن کي آخرڪار " ريونس برڪ" (Ravens
bruck) جي فوجي ڪئمپ ۾ موڪلي ويو، جتي سمجهو وڃي ٿو تہ هوءَ
مري وئي.

جنرل آگستوپنوشي (Gen: Augusto Pinochet) چلي ( ڏکڻ
امريڪا) جو ڊگهي عرصي تائين ڊڪٽيٽر بنيو رهيو. ١٩٧٣ع ۾ ان وقت
جي بهترين جمهوريت، جيڪا ڏکڻ امريڪا ۾ ان وقت تائين قائم ٿي سگهي
هئي، هن انهيءَ جو خونريز بغاوت ذريعي تختو اونڌو ڪيو. اتي جتي عوامي
نمائيندا هڪ ٻئي کي جهڪي ملندا هئا ۽ سخت متنازع مسئلا بہ شريفانہ
انداز ۾ گفتگو ذريعي طي ڪندا هئا، جنرل پنوشي جي مڪمل فوجي
شخصيت جو راڄ قائم ٿيو. انهيءَ لاءِ چيو وڃي ٿو تہ فرانس جو ڊڪٽيٽر
نيپولين ۽ پروشيا ( قديم جرمني) جا جنرل، سندس آدرشي سورما هئا ۽ هن
انهن جي نقش قدم جي پيروي ڪئي. ٢٥ سال "چلي" جي فوج جو
سربراهہ رهيو، جنهن عرصي دوران ١٧ سال فوجي حڪمران هو. سندس
زال، ٧٠ سالہ سولاسائرا، پنوشي جي حمايتن طرفان سندس اعزاز ۾ منعقد
ڪيل اجلاس ڏسي حيرت مان چيو تہ " هي ماڻهو هن کي هڪ سورمي جي
حيثيت ۾ پيش ڪري رهيا آهن ! انهي شخص جي هٿن تي "چلي" جي
عوام جو رت لڳل آهي." ( ڊان، ١٩ ڊسمبر ١٩٩٧ع ص ١٣) هن جا
حمايتي چون ٿا تہ هن چليءَ ۾ اقتصادي ترقي آندي ۽ ان کي ڏکڻ آمريڪا
جو سئٽزرلئنڊ بنايو. هن هڪ اقتصادي پروگرام تي عمل ڪيو. ليڪن
جيڪو نفسياتي نقصان هن جي ذات مان " چليءَ" جي عوام کي پهتو ان
جو اندازو ڪرڻ مشڪل آهي. مٿس خوني حملو ڪيو ويو، جنهن بعد لکن
جي تعداد ۾ چليءَ جو عوام رستن تي نڪري آيو، جنهن جي نتيجي ۾
اقتدار عوام جي چونڊيل نمائندن کي منتقل ڪيو ويو، ليڪن فوجي تسلط ۽

غلط روايتون، جاري رهيون. نئين چونڊيل صدر ائڊوفريئي جي ڪئبينيٽ جي سيڪريٽري جنرل، جوس جو ڪئين برنر، جي بيان مطابق هو ( جنرل آگسٽوپنوشي) تاريخ ۾ انهيءَ انسان جي حيثيت ۾ ڄاتو ويندو، جنهن هڪ بيحد جمهوري قوم کي غلام بنايو.” (ايضا) تاريخ جي هن قاتل آمر ١٧ سالن (١٩٩٠ ـ ١٩٧٣ع) تائين پنهنجي قوم ۽ ملڪ جي عوام مٿان ناجائز حڪومت هلائي.

## نوان مادي نظريا:

مذهب ۽ قديم انساني قدرن،اخلاقيات، جماليات ۽ روحانيت، جي قيد مان فرار حاصل ڪرڻ لاءِ، مغرب ۾ هڪ مادي انقلاب آيو، جنهن جديد مغربي تهذيب کي جنم ڏنو. انهيءَ نئين تهذيب جا بنياد ماديت جي سائنسي، انفرادي ۽ اشتراڪي يا سرمائيداري، ٻنهي مان ڪنهن هڪ، جي معاشي ۽ سماجي نظام، تحت قائم ڪيا ويا. سائنسدان، مذهب ۽ قديم فلسفي کان بي نياز ٿي، نوان مادي نظريا قائم ڪرڻ لڳا. فلاسافر، ڏاهپ جي شوق ۾ ذهن جي خلائي تجربيگاهه ۾ ويهي انسان، ڌرتي ۽ ڪائنات، بابت خيالي پلاءُ پچائڻ لڳا.

نون نظرين ۽ نئين مغربي تهذيب، ويهين صديءَ جي پهرين اڌ گذرڻ کان اڳي يورپ ۾ ٻن عظيم قاتلن ۽ انسان سوز تحريڪن جي بانين، هرادولف هٽلر ( ١٩٤٥ـ ١٨٨٩ع) ۽ بنيٽو مسوليني ( ١٩٤٥ ـ ١٨٨٣ع) کي جنم ڏنو، جن جي ” نازي“ ۽ ” فاشسٽ“ ، تحريڪن ناحق انساني خون وهايو. ٻن مهاڀاري لڙائين( ١٩١٨ ـ ١٩١٤، ۽ ١٩٤٥ ـ ١٩٣٩ع) به ڪو سبق نه سيکاريو،بلڪ مزيد تباهڪاري جي ايجادات ۽ سائنس جي انسان جي جسم تي اختيار حاصل ڪرڻ جو سامان پيدا ٿيڻ شروع ٿيو. ويهين صدي عيسوي، موتمار هٿيارن، ائٽمي ٿرمونيوڪلئر تباهڪاري جي ذريعن ۽ انساني جسم ۽ زندگيءَ تي غير ضروري تجربن ڪرڻ کان علاوه، ڌرتي کان ٻاهر، خلائي تحقيقات ۽ بي دريغ اخراجات جي صديءَ طور ياد رهندي.

هن صديءَ روس ۾ سوشلسٽ ڪميونسٽ انقلاب لاءِ راهه هموار ڪئي، جنهن بين الاقوامي اشتراڪيت ۽ تاريخ جي سماجي نظرين ذريعي ٽين دنيا جي مظلوم انسانن کي متاثر ڪيو ۽ ڪميونسٽ چين، دنيا جي هڪ

عظيم مملڪت طور اڀريو. آمريڪا ۾، متحده رياستن سامراجيت جي دفاع ۾ دنيا جي قيادت سنڀالي، ليڪن ڪڪ ۾ هڪ ننڍڙي رياست، ڪيوبا، جي هڪ پر عزم انقلابي سماج وادي سرواڻ فيڊل ڪاسترو کي قابو ۾ رکي نہ سگهيا آهن. سماجي سائنس کان فوجي سائنس سوين ڀيرا وڌيڪ ترقي ڪئي آهي، جنهن سبب هن نظام شمسيءَ تي قيامت اچڻ جا امڪان پيدا ٿي چڪا آهن. جنگي طاقت ڪيتري قدر بہ غير متوازن ڇونہ هجي، ڪمزور حريف بہ وڙهندي مرندي انهيءَ قيامت کي دعوت ڏئي سگهي ٿو. تنهن ڪري آمريڪا ۽ يورپ جي ڀرين دنيا، مهلڪ هٿيارن جي ايجادات ۽ ذخيره اندوزي جي باوجود، پنهنجي حتمي جارحانہ ۽ فاتحانہ طاقت جو ثبوت تہ نہ ڏئي سگهي آهي، تاهم هڪ نئون اصول گهڙي ورتو اٿس تہ جوهري ۽ روايتي جنگي تياري امن جي ضامن آهي.

## نوبل پرائيز ۽ بارودي سرنگهون:

الفريڊ برنهارڊ نوبيل (١٨٩٦ ـ ١٨٣٣ع)، سويڊن جي سائنسدان، بارودي سرنگهن جي ايجاد ڪئي، جنهن سبب ڳڏريل سؤ سالن ۾ بيشمار بيگناهہ شهري اجل جو شڪار ٿيا آهن يا پنهنجي باقي زندگي معذوري ۽ محتاجي ۾ گذاري اٿن. ڊائنا مائيٽ (Dynamite)، جذب ٿيندڙ مادي، مثلا سوراخدار پٿريلي مادي، سليڪا، کي نائٽروجن جي تيزابي گلسرين سان ترڪري تيار ڪئي وئي. شايد نوبيل کي آخري عمر ۾ سندس ضمير شرمسار ڪيو يا ايجادات ۽ تحقيق جي شوق ڪيس هشي ڏني ۽ هن پنهنجي عمر ڀر جي ڪمايل، بي تحاشا دولت مان نوي لک ڊالر پنجن ميدانن ۾ نمايان ترين ڪارنامن ڪرڻ تي انعام ڏيڻ لاءِ وقف ڪئي. هن وصيت ڪئي تہ هن جي وقف ڪيل رقم تي واجب الادا وياج، طبعيات، علم ڪيميا، طب، ادب ۽ عالمي امن ۾ نمايان ترين تحقيق يا ڪارنامو ڪندڙن کي هر سال انعام طور ڏني وڃي، جنهن کي "نوبل پرائيز" چئجي ٿو. انعام جي رقم گهٽ وڌ ٿيندي رهي ٿي. ليڪن اها رقم ڪنهن بہ حالت ۾ چار هزار امريڪي ڊالرن کان گهٽ نہ هوندي آهي. سيپٽمبر ١٩٩٧ع ۾ منعقده اوسلو-- ڪانفرنس ۾ بارودي سرنگهن جي ناهڻ ۽ استعمال ڪرڻ تي

عالمي پابندي جي رٿ تي تبصره ڪندي، بي بي سي جي نامہ نگار ٻڌايو تہ هر سال سراسري ١٥ هزار بيگناهہ انسان دنيا ۾ وڇايل بارودي سرنگهن جو شڪار ٿين ٿا. ( نشريات مورخ ١٨ سپٽمبر ١٩٩٧ع). ٥ نوبل - پرائيز، هر سال سراسري ويهہ هزار ڊالرن جي رقم، عالمن، اديبن ۽ محققن ۾ ورهايا وڃن ٿا. ليڪن بارودي سرنگهن کي ختم نہ ٿو ڪيو وڃي شايد هڪ عام بيڏوهي انسان جي جان جي سراسري قيمت هڪ امريڪي ڊالر کان بہ گهٽ آهي!

اهڙي طرح جديد سائنس، تباهڪاري ۽ انساني نسل جي خاتمي يا معذوري جي سامان ايجاد ڪرڻ کي، علم و ادب، سائنس ۽ عالمي امن جي ڪاوشن سان منسلڪ ڪيو آهي، جيڪو هڪ ڪليل ڏوڪو آهي. اڄانساني حقن ۽ آزاديءَ جا علمبردار اهي ملڪ آهن، جيڪي موتمار هٿيار ايجاد ڪرڻ ۽ انهن جي ڪاروبار ڪرڻ ذريعي وڏي پيماني تي انسان جي دنيا ۾ تباهي مچائڻ لاءِ ذميوار آهيْ اڄ هن ڌرتي تي، بني نوع انسان کي جيڪو خطرو لاحق آهي، سو انسان جي انهيءَ مادي ترقي جو نتيجو آهي، جنهن روحاني ۽ اخلاقي قدرن کي پائمال ڪيو آهي.

## مستقبل جا معمار:

ٻار انسان ذات جو حقيقي مستقبل آهن. حال جي اندازي مطابق اٽڪل ٽي لک ٻار، زبردستي، فوج ۾ ڀرتي ڪيل آهن ۽ ويهہ لک ٻار جنسي ڪاروبار ۾ استعمال ٿي رهيا آهن. دنيا جي ڪل ٽي ڪروڙ ايڪهٺ لک "ايڊس" (HIV ____ AIDS) جي مريضن ۾، ٻارن جو تعداد چوڏهن لک آهي. تعليم جي سلسلي ۾، هر ٽيون ٻار پنجن سالن جي بنيادي تعليم مڪمل ڪرڻ کان محروم آهي، ۽ هڪ ڪروڙ ٻار هر سال پنج سال عمر جا پورا ڪرڻ کان اڳي، اهڙين بيمارين سبب مري وڃن ٿا جن جو علاج ممڪن آهي.

اقوام متحده، سال ١٩٩٠ع ۾ ، ٻارن جي حقن جو پڌرنامو، يا معاهدو جاري ڪيو، جنهن تي، ٻن ملڪن کانسواءِ باقي، سڀني رڪن

ملڪن صحيحون ڪيون. هڪ ڏاهاڪو سالن جو گذري ويو آهي، ليڪن، اقوام متحده ۾ ڪيل وعدن تي عمل نہ تي سگهيو آهي. " گفتن وکردن فرق دارد" -- چوڻ ۽ ڪرڻ ۾ ( قول ۽ فعل ۾) تفاوت آهي، ۽ اڪثر وڏن عهدن وارن جو اهو طره امتياز رهيو آهي. تاهم درد دل رکندڙ عالمي اڳواڻ اهڙا بہ آهن، جيڪي سچ چون ٿا، ۽ انهيءَ تي عمل ڪرائڻ لاءِ بين اقتدار وارن کي آماده ڪرڻ لاءِ ڪوششون ڪندا رهن ٿا. تازو تاريخ ٢٦ اپريل ٢٠٠١ع تي، خميس جي ڏينهن، نيويارڪ ۾ اقوام متحده جي صدر دفتر اندر، هڪ مهم جي آغاز ڪرڻ لاءِ ٽي شخص گڏ ٿيا: سيڪريٽري جنرل "ڪوفي عنان"، ڏکڻ افريقا جو قومي رهبر ۽ آزاديءَ جو علمبردار، " نيلسن منڊيلا" ۽ امريڪا جي متحده رياستن جو وڏو تاجر ۽ سرمائيدار، " بل گيٽس"، جيڪي اقوام متحده جي جنرل اسيمبلي جي ايندڙ اجلاس ( ٩ سپٽمبر ٢٠٠١ع) کان اڳي، ڪروڙين انسانن جي طرفان هڪ اپيل تي صحيحون ڪرائيندا، جنهن ۾ ڏهن اصولن جي منظوري لاءِ التجا ڪيل هوندي. انهن ڏهن اصولن ۾ ايڊس جو سد باب، ٻارن جو استحصال بند ڪرائڻ، هر ٻار کي تعليم ڏيارڻ، انهن کي لڙائين ( جنگين) لاءِ زوري ڀرتي ٿيڻ کان بچائڻ، غربت جو خاتمو ڪرڻ ۽ ماحول جي حفاظت ڪرڻ وغيره جا اصول شامل آهن. جنرل اسيمبلي جي ايجنڊا تي، ٽن ڏينهن جو بحث رکيل آهي، جنهن ۾ ١٩٩٠ع جي سربراهي اجلاس ۾ ڪيل وعدن تي ٿيل درآمد جو جائزو ورتو ويندو. جاٿايل ٽن اڳواڻن جي تجويز ڪيل ڏهہ -- اصولي اپيل جو عنوان آهي: " ٻارن سان هاڪريو (Say Yes Chil-dren) ( اي ايف پي، ڊان ٢٧ اپريل ٢٠٠١ع، ص ١٥).

## انساني ڪاروبار:

دنيا ۾ انسانن جي ڪاروبار ، جبري محنت، مزدوري ۽ عصمت دري جا واقعا وڌي رهيا آهن. هن سال ٢٠٠١ ۾ ٢٤ مئي تي جينيوا (سئٽزرلئنڊ) مان جاري ڪيل، بين الاقوامي مزدور تنظيم " آءِ ايل او" جي تحقيقاتي رپورٽ مطابق، جبري محنت ۽ ناجائز انساني ڪاروبار ۾ اضافو اچي ويو

آهي. اڪثر ترقي يافتہ ملڪ انهي ڪاروبار جي منزل مقصود اهن. جنسي ڪاروبار ۽ گهرو ڪم ڪار لاءِ عورتن جي گهٽي طلب آهي. رپورٽ ۾ مجموعي انگ اکر ڏيڻ بغير چيو ويو آهي تہ ” سمجهو ٿو وڃي تہ هر سال اڌ لک عورتون ۽ ٻار، نيويارڪ ۽ ڪئليفورنيا جي رستي، آمريڪا ۾ آندا وڃن ٿا.“ اقوام متحده جي هن اداره مطابق جبري پورهئي جو ڪاروبار ايتري قدر وڌي ويو آهي جو دنيا جا اڪثر ملڪ، ٽن قسمن مان ڪنهن هڪ قسم سان تعلق رکن ٿا: (١) موڪليندڙ ملڪ، (٢) منتقل ڪندڙ ملڪ ۽ (٣) وصول ڪندڙ ملڪ، جيتوڻيڪ ڪلم ڪلا غلامي جو رواج گهٽبو وڃي ٿو، تاهم چند ملڪن ۾ اجا بہ جاري آهي: ” جنگ زده معاشرن، جهڙوڪ لائبيريا، ماريطانيہ، سائرياليون ۽ سوڊان ( سڀ افريقي معاشرن) ۾، افراد ۽ گروهن جي مجموعي اغوا جون ڪارروايون ڪا غير معمولي ڳالهہ نہ آهي، ڏکڻ ايشيا۽وسطي ۽ جنوبي امريڪا جي اڪثر ملڪن ۾ لکين انسان قرضي قيدي بڻيل آهن، جيڪي پنهنجي مالڪن جي ناقابل ادائگي قرضن سبب، انهن وٽ جڪڙيل آهن. ” آءِ ايل او“ جي رپورٽ موجب انساني ڪاروبار ڪندڙن جو خاص هٿيار قرض آهي جنهن سان هو انسانن کي عصمت فروشيءَ تي مجبور ڪن ٿا. ” ڪجهہ حالتن ۾ رضا خوشيءَ سان عصمت فروشي ڪئي ٿي وڃي، ليڪن اڪثر حالتن ۾ اها زبردستي ڪرائي وڃي ٿي ۽ جڏهن صغيرن سان بدفعلي ڪئي ٿي وڃي، تڏهن اها هميشہ زبردستي سان ٿئي ٿي.“ ” سوويت يونين“ جي ٽٽڻ بعد، يورپ ۾ هن ناجائز ڪاروبار جو سيلاب اچي ويو آهي، جنهن ۾ اڪثريت سان، مشرقي يورپ ۽ بلقان جي علائقن مان مرد ۽ زالون وڪرو ٿي رهيون آهن. هن ناجائز ڪا وبار ۾ شڪار ٿيندڙ انسانن جي استحصال لاءِ حالتون سازگار ڪندڙ زميني حقيقتون: غربت، بيروزگاري، سماجي بدنظمي، سياسي تشدد، نسلي ۽ جنسي امتياز، خاص ڪردار ادا ڪن ٿيون.

نشي جي ڪاروبار ڪان انسانن جو ڪاروبار وڌيڪ بي ڊپائي سان (بنا خوف) ڪيو ٿو وڃي: ڏوهين کي پڪڙڻ زياده مشڪل آهي، ڇاڪاڻ تہ هي ڏوهہ بين الاقوامي ٽولن طرفان ڪرايا وڃن ٿا. جيڪي اتفاقي طور تي، يا اهل ڪارن جي جانبازي ۽ انساني غيرت جي اصول هيٺ، پڪڙجن ٿا، انهن کي

منشيات جي ڏوهين جي مقابلي ۾ تمام گهڻ سزا ڏني ٿي وڃي، جيتوڻيڪ مظلومن تي وڌل مصيبت بيحد وڏيڪ آهي." ( رائٽرس نيوز ايجنسي، ڊان ٢٥ مئي ٢٠٠١ع، ص ١٥).

## همت، مظلومن جي قوت:

ظالم انسانن جي مظلوم ڪمزورن سان ناقابل برداشت زوري زبردستي اهي ڏوهاري بہ پيدا ڪري ٿي جيڪي اعليٰ انساني صلاحيتن سان آراستہ آهن. انهي روداد جو هڪ تاريخي مثال قابل ذڪر آهي: ڌاڙيلن جي راڻي، ڦولن ديوي ( ٢٠٠١ -- ١٩٦٣ع) هندستان جي رياست، اتر پرديش جي هڪ ڳوٺ ۾ گهٽ ذات واري ( دلت) ڪٽنب ۾ پيدا ٿي. ڇئن ٻارن جي غريب ٻيءُ ڪيس ١١ سالن جي نابالغ عمر ۾، هڪ ڳئون ۽ هڪ سائيڪل جي عيوض هڪ پوڙهي سان پرڻائي ڇڏيو، جنهن ڪافي جنسي زيادتين بعد ڪيس گهر مان ڪڍي ڇڏيو، پوءِ هوءَ پوليس وارن ۽ ٻئي هڪ ڳوٺ جي اعليٰ ذات وارن نڪرن جي ور چڙهي جن هن جي اجتماعي لڄالٽ ڪئي، اتان ڀڄي وڃي انهن ڌاڙيلن جي ٽولي ۾ شامل ٿي، جيڪي اعليٰ ذات وارن هندن جي زيادتين جو انتقام وٺڻ لاءِ ڪارروايون ڪندا هئا.

ڦولن ديويءَ جي ٻي جگري ۽ سياڻپ واري رٿا بندي سبب ڌاڙيلن هن کي پنهنجو سردار بنائي مهاراڻي جو لقب ڏنو ۽ سندس تعبيداري ڪرڻ لڳا. سال ١٩٨١ع جي هڪ رات جنهن ڳوٺ تي حملو ڪيائون، سو ڦولن ديوي سڃاڻي ورتو تہ اهو آهي جتي ٻن نڪرن سندس عاشق کي قتل ڪري ساڻس اجتماعي زوري زنا ڪئي هئي. هن هڪدم سڄي ڳوٺ جي مردن کي پڪڙڻ جو حڪم ڏنو، انهن ۾ ٢۴ نڪر هئا. هن انهن تي گولي هلائڻ جو حڪم ڏنو ۽ ٢٢ اعليٰ ذات جا نڪر لاشن جو ڍير بنجي ويا. جديد هندستان جي تاريخ ۾ اهو سڀ کان وڏو تعداد هو، جيڪو هڪ ئي وقت ڌاڙيلن جي ڪاروائي ۾ مئو هو. ڦولن ديوي ۽ سندس ٽولي جي پڪي نشاندهي ٿي، ليڪن ڏوهاري پڪڙجي نہ سگهيا. هندستان جي جمهوري سياست ۾ اضطراب پيدا ٿيو. وزير اعظم اندرا گانڌي، قانون نافذ ڪندڙ

سـرڪاري اهل ڪارن کي چيـو تہ جيـڪـڏهن توهان ڦـولن ديوي کي هٿ ڪري نہ ٿا سگهو تہ سندس شرطن تي پيش پوڻ لاءِ ساڻس معاهدو ڪيو. " ڦولن ديوي" هيٺين شرطن تي هٿيار ڦٽا ڪري، ٽولي سميت، پيش پوڻ قبول ڪيو:

(١) ڦولن ديويءَ کي ڦاسيءَ جي سزا نہ ڏني ويندي.

(٢) ساٿي ڌاڙيلن کي وڌ ۾ وڌ اٺ سال سزا ملندي .

(٣) ڦولن ديويءَ جي ڀاءُ کي سرڪاري نوڪري ۽ ٻيءُ کي زمين ڏني ويندي ۽.

(۴) ڦـولن ديوي جي پيش پوڻ جي تقـريب منعـقـد ٿـيندي جنهن ۾ سندس سيئي گهر ڀاتي، ڍڳون ۽ ٻڪريءَ سميت پوليس جي پهري هيٺ، اُنهيءَ تقريب ۾ شامل ٿيندا.

شرط قبول ڪيا ويا. تقريب منعقد ٿي، جنهن ۾ مهاتما گانڌي جي مورتي ۽ درگاديوي جي بت اڳيـان ڌاڙيلن جي مهاراڻي، ڦولن ديوي پنهنجي ٽولي سـميت هٿيـار ڦٽا ڪيا. ١۴ سال جيل ۾ گذارڻ بعد ڦولن ديوي اتر پرديش جي سـماج وادي سياسي پارٽي ۾ شـموليت اختيار ڪئي ۽ بہ دفعا "مرزاپور" جي حلقي انتخاب مان لوڪ سڀا لاءِ ميمبر منتخب ٿي. هندستان جي مشهور فلمساز " شيکر ڪپور" سندس زندگي تي هڪ مقبول عالم فلم بنائي، " د بئنڊٽ ڪئين" جيڪا سندس رازدار سوانح نگار "مالاسين" جي ڪتاب تي منحصر هئي. تاريخ ٢۵ جولاءِ ٢٠٠١ع اربع ڏينهن ٣٨ سالن جي جوان عـمـر ۾ هي غريب گـهـر جي عظيم عـورت ۽ غريب عـوام جي رهنما، ڦولن ديوي لوڪ سڀا مان اٿي، منجهند جي ماني کائڻ لاءِ، خلاف معـمـول وڃي رهي هئي تہ لڪل قـاتلن جي گـولين جو نشـانو بنجي وئي، هندستان جي صدر کي آرنارائڻ تعذيتي پيغام ۾ چيو تہ " هوءَ سماج جي ڪمزور تر طبـقي جي هڪ باهمت عـورت هئي". سندس سـوانح نگار " مـالاسين" جي بيـان مطابق " ڦـولن ديويءَ جا سـالن کـان لڳل جسـماني ۽ سماجي اذيت جا زخم اجا نہ ڇٽا هئا." ( ڊان، ٢٦ جولاءِ ٢٠٠١ع).

## نسل پرستي:

”ڦولن ديوي“ جو نسلي تعلق هندستان جي دلت (گهٽ ذات) طبقي سان هو. نسل پرستي، يا نسلي امتياز، اڄ جي دنيا جو شايد اهم ترين مسئلو آهي. آرين پاڻ کي اعليٰ نسل ڄاڻايو، جرمن قوم دنيا جي اعليٰ ترين نسل هجڻ جي دعوي ڪئي، اڄ به اهڙي دعويٰ نسلي جنگن، فسادن ۽ نفرتن جي صورت ۾ دنيا جي مختلف ملڪن ۾ جاري آهي. ”امينسٽي انٽرنئشنل“ (Amnesty International) جي رپورٽ ۾ هندستان جي لکل نسل پرستي جي پاليسي جو ذڪر ڪيو ويو اهي. سورهن ڪروڙن کان مٿي ” دلت“ جن کي اڳي ” اڇوت“ چيو ويندو هو، انساني حقن جي لتاڙ جي سيني قسمن جو شڪار آهن. ۽ انهيءَ جو ڪارڻ فقط سندن گهٽ ذات هجڻ آهي. ( انٽرپريس سروس / ڊان ٢٧ جولاءِ ٢٠٠١ع، ورلڊ ان فوڪس، ص ١٣) برطانيه ۾ هن وقت ايشيائي نسل وارن شهرين خلاف جيڪي گورن نوجوانن طرفان ڪاروايون ٿي رهيون آهن ۽ پوليس انهن جي مددگار آهي، انهي بابت پڻ رپورٽ ۾ خصوصي ذڪر ڪيل آهي. انهي قسم جي نسلي منافرت آسٽريليا ۽ گوئٽيمالا (Gautemala) ۽ يورپ ۾ ”روما“ (Roma) نسل خلاف، جاري آهي، انڊونيشيا ۾ چيني نسل وارن شهرين خلاف نفرت ۽ بلقان ۾ سرب، ڪروٽ ۽ مسلمان نسلن جي باهمي عداوت ۽ خونريزي، يورپ ۾ ڪردن خلاف ۽ سوڊان ۾ اتراڌي ۽ لاڙي نسلن جي محاذ آرائي ۽ ميانمار ( برما) ۾ نسلي اقليت ( مسلمانن) خلاف ڪاروايون، عالمي نسلي امتياز جي بدصورت ڏيکارين ٿيون.

نسلي امتياز ۽ منافرت جي نتيجي ۾ لکين انسان پنهنجا اباڻا گهر ۽ ڳوٺ، شهر ڇڏي پرديس ۾ پناهگير ٿيا آهن. انهن پناهگيرن جي حالت ويتر ابتر آهي، جيڪي نئين ملڪ جي ماڻهن ۾ ڌارين خلاف ڌڪار، يا ”زينوفوبيا“ (Xenophobia) جو شڪار آهن. امنسٽي انٽرنئشنل جي تازه رپورٽ مطابق پناهگيرن خلاف مقامي ماڻهن جي خوني ڪاروائين ۾ ڪٿهن ڪٿهن خود حڪومتن ۽ سياسي اڳواڻن جي هشي ۽ حمايت شامل آهي. انصاف جي فراهمي ۾ به نسلي امتياز جو رنگ نمايان نظر اچي ٿو. ( –

ايضا- ) آسٽريا، بيلجيم ۽ سئٽزر لئنڊ ۾ " غير ملڪي شهري نيڪالي دوران مئا آهن، اهو پوليس جي استعمال ڪيل خطرناڪ طريقن جو نتيجو آهي. جپان ۾ حراست هيٺ ورتل ( غير ملڪي) مزدورن کي مارڪٽ ڪري ذليل ڪيو ويو."

بناروڪ ٽوڪ نسلي امتياز ۽ منافرت جي نتيجي ۾ وڏي پيماني تي انساني سانحا پيش اچي رهيا آهن: سال ١٩٩٤ع ۾ ١٣ هفتن اندر، روانڊا (Rwanda) ۾ ڏهه لک انسانن جو قتل عام ٿيو ۽ مهذب دنيا انهن جو حال زار ترقي يافته ذرائع ابلاغ جي ذريعي، روز ڏسندي ۽ ٻڌندي رهي. ماڻهن سوچيو ته اهي غير مهذب ڪارا افريقي آهن. ليڪن اعليٰ تهذيب جا دعويدار گورا يورپي انهي انساني قتل غارتگيري ۽ تذليل جو ڪهڙو جواز پيش ڪري سگهندا، جيڪو " بلقان" ( جنوب - مشرق يورپ) جي اپيبيت ۾، "بوسنيا جي ( نسلي) جنگ ( ١٩٩٥ - ١٩٩٢ع) دوران دنيا انڌين اکين سان ڏٺو ۽ ٻوڙن ڪنن سان ٻڌو؟ جديد يورپ جي تاريخ جي هن خون آلود دور ۾ لکين بوسنيائي قتل ڪيا ويا، مسلمان عورتن جي بي دريغ عصمت دري ڪئي وئي. نازي طرز تي شهرن ۽ ڳوٺن کي مسمار ڪيو ويو ۽ "بوسنيا هرزگووينا" جي مسلمانن کي اجتماعي طور تي پنهنجي اباڻن گهرن مان بيدخل ڪيو ويو، بيوس مظلوم انسانن کي اڪثر عذاب ڏئي ماريو ويو، يا مرڻ لاءِ تڙپندو ڇڏيو ويو، يا جيئري دفن ڪيو ويو! عورتن جي، پنهنجي خاندان جي اڳيان عصمت دري ڪئي وئي. ڪڏهن هنن مظلومن کي چيو ويو ته زمين تي سڌا ٿي ليٽو ۽ پوءِ انهن جي مٿان ٽئنڪون چاڙهيون ويون، "يوگوسلاويا" جي باقاعده فوج ۽ بوسنيا جي سرب هٿيار بندن " رادووان ڪارادزڪ " (Radovan Karadzic) جي اڳواٽيءَ ۾ هي انسانيت سوز ڪاروايون ڪيون ويون. هن عظيم سانحي جو مک جوابدار، " سلوبودان ميلوسوڪ " (Slobodan Milosevic) اقوام متحده جي "وار ڪرائيمس ٽريبونل" اڳيان هيگ شهر ۾ پيش ڪيو ويو آهي. ليڪن "بيلگريڊ جو قاصائي (The Butcher of Belgrade) بين الاقوامي عدالت کي مجڙ لاءِ تيار نه آهي. " سربيا" (Serbia) جي حڪومت، محض اقتصادي دٻاءَ سبب ڪيس ٽربونل جي حوالي ڪيو آهي، هن ظالم

انسان، سابق يوگوسلوويا جي صدر جي حيثيت ۾ محض انهي لاءِ هن خوني جنگ جو آغاز ڪيو جو " ڪروشيا" ۽ " بوسنيا" جو عوام وفاقي حڪومت هيٺ رهڻ لاءِ تيار نہ هو ۽ آزاديءَ جو طلبگار هو. ان وقت اقوام متحده جو ڪردار ڇا رهيو ؟ " بوسنيا" جي مسلمانن کي هٿيارن جي فراهمي بند ڪئي وئي، جنهن سبب " بوسنيا" جي " سربن" (Serbs) کي موقعو مليو، جو " يوگوسلاويا" جي سرڪاري فوج جي مدد سان هنن "ڪروشيا" ۽ " سربيا" جي وسيع علائقن تي قبضو ڪري ورتو. هنن "ڪروٽ" ۽ " سربيائي مسلمانن" جو ڪوس ڪيو ۽ سندس عورتن جي ايئن چوندي عصمت دري ڪئي تہ هو انهن جي ٻچہ دانيءَ مان " سرب" نسل پيدا ڪندا. اها هڪ طرفي جنگ هئي، جنهن ۾ مظلومن جو حقيقي طرفدار ڪوبہ نہ هو. نسلي منافرت جي باھ اجا تائين ( بلقان) يورّپ ۾ ٻري رهي آهي. " بوسنيا جي جنگ" ( ١٩٩٥ -- ١٩٩٢ع) جا الاء " نسلي خاتمي" جي مقصد سان " ڪوسووو" (Kosovo) ۾ پڙڪڻ پيا: اتان ، سال ١٩٩٩ع اندر، ٧ لک ٤٠ هزار " البانوي" نسل وارا شهري بيدخل ڪيا ويا ۽ ٣٤٠ غير هٿيار بند شهري قتل ڪيا ويا. " ملوسيوڪ" ۽ سندس ساٿين جي جملي انسان دشمن ڪاروايُن جو فرد جرم طويل آهي. جنرل رتڪو ملاڊڪ (Ratko Mladic) بہ انهن ۾ شامل آهي، محض ويهارو مجرمن خلاف عدالتي ڪاروائي ڪرڻ سان يورپ جي انصاف جي تاريخ اجري ٿي نہ سگهندي، ازانسواءِ انسان جي تاريخ جي هن عظيم سانحي تي ماتم ڪندڙ ۽ تاديبي ڪاروائي جا دعويدار خود بہ پنهنجا پلو ڇنڊي ڏسن تہ سندن گمراھ سفارتڪاري ۽ محض زباني جمع خرچ سبب انسان ذات، هن سڏريل زماني ۾، ڪيڏو ظلم سَٺو آهي.

"ايشيا" ۾ نسلي ظلم ۽ استبداد جا ڪيئي مثال آهن: سڏريل دنيا، تيڏي اک سان، ڪجهہ هن طرف بہ ڏسي وٺي. سال ١٩٨٢ع ۾ جڏهن "اسرائيل" جو موجوده وزير اعظم ايريل شيرون (Ariel Sharon) وزير دفاع هو، تڏهن محصور لبناني علائقي ۾ بن فلسطيني مهاجر ڪئمپن تي لبناني عيسائين جي معرفت حملو ڪرائي، هزارين بيگناھ فلسطيني مهاجرين کي مارائي ڇڏيائين. بئي سال خود اسرائيلي حڪومت جي مقرر ڪيل

ڪميشن ڪيس انهي سانحہ جو اڻ سڌو جوابدار قرار ڏنو ۽ هن کي وزارت سان استعفا ڏياري وئي. ليڪن وري هن کي وزير اعظم بنايو ويو آهي. فلسطينين شهرين تي وري ظلم و ستم ٿي رهيو آهي. هن دهشتگرد سياستدان کي بہ هيگ جي بين الاقوامي جنگي ڏوهن جي عدالت اڳيان ڪٽهري ۾ بيهاريو وڃي. اهڙي طرح ” ڪشمير“ ، ” چيچنيا“ ، ”داغستان“، ” فلپائين“ ۽ دنيا جي ٻين خطن ۾ آزاديءَ جون هٿيار بند تحريڪون جاري آهن جن جو بنياد نسلي خود مختياري ۽ مقصد سياسي آزادي آهي.

ڏکڻ افريقہ جي شهر ” ڊربن“ (Durban) ۾ نسل پرستي جي خلاف هڪ عالمي اجلاس ٿيڻ وارو آهي، ” ائمنسٽي انٽرنئشنل“ جي مذڪور رپورٽ، انهي اجلاس لاءِ فڪري مواد مهيا ڪيو آهي: سفارشن مطابق دنيا جي حڪومتن کي گهرجي تہ (١) اهي انهيءَ ” ڪنوينشن“ يا عهدنامي تي دستخط ڪن، جنهن کي ” انٽرنئشنل ڪنوينشن آن د ايليمنيشن آف آل فارمس آف رئشل ڊسڪريمنيشن“ چئجي ٿو، (٢) رياستي ادارن ۾ سماج جي مختلف حصن کي ملازمت ۾ شامل ڪرڻ کي يقيني بنائين ، (٣) نسلي حملن خلاف حفاظت فراهم ڪن، (۴) پناهہ وٺندڙن جي حقن ۽ امداد جو بندوبست ڪن ۽ (۵) عدالتي نظام مان نسلي امتياز جي پاڙ پٽي ڇڏين.“ (- ايضا-)

## غربت جو بار:

اقوام متحده جي ملينيم سربراهي اجلاس ( ٨ - ٧ سيپٽمبر ٢٠٠٠ع) ۾ تقرير ڪندي ”ڪيوبا“ جي سربراهہ ” فيدل ڪاسترو“ عالمي غربت بابت چيو تہ ” دنيا جي ٦ ارب انسانن ۾ ٨٠ سيڪڙو غربت جو شڪار آهن... اهو نتيجو آهي فتوحات، آبادڪاري، غلامي.... ۽ شهنشاهيت جو، ۽ جيڪي انهيءَ لاءِ ذميدار آهن انهن جي اخلاقي ذميداري آهي تہ اسان ( ٽين دنيا) جي قومن کي صدين لاڪر پهچايل نقصان جو معاوضو ڏين.“ سندس تقرير جو خلاصو هن ريت آهي: تہ امير قومون، پنهنجي طاقت جي

زور تي، غربت قومن کي " وڏيڪ غريب، وڏيڪ استعمال ٿيندڙ ۽ وڏيڪ انحصار رکندڙ (گُيجهو) بنائن ٿيون." ( ڊان سپٽمبر ٢٠٠٠ع، ص ١٥).

دنيا ۾ اميري غريبي هميشہ گڏ رهيون آهن، غريبي ڪا لعنت نہ آهي، جيڪڏهن قرض جي بار هيٺ دٻيل نہ آهي ۽ ٻگهر جي پورهئي تي ڪاروڪ يا پابندي وڌل نہ آهي تہ اميري کان غريبي وڌيڪ خوشحال ۽ پرسڪون زندگي بخشي ٿي. غريبي ڪا مقدر جي ڳالهہ بہ نہ آهي: جيڪي اڳ غريب هئا سي امير ٿي ويا ۽ امير غريب ٿيندي ڏٺا ويا آهن. رب تي توڪل ۽ قدرت جي ڪارفرمائي جو بيان ڪندي، سرائڪي زبان جي هڪ شاعر چيو آهي تہ :

" خالي ڀري، ڀريا اٿلاوي،
ڀانوين تہ ڦير ڀري!"

انسان جي محنت، صبر ۽ يقين جي ڪيفيت، سندس مالي حالات ۽ دنيوي اسباب ۾ ڦيرڦار جو سبب بڻجي ٿي، ليڪن غلامي جي حالت ۾ اها يقين ۽ محنت جي ڪيفيت بہ تيستائين ڪنهن انسان يا قوم جي حالت بهتر بنائي نہ ٿي سگهي، جيستائين اهو انسان يا قوم آزادي حاصل نہ ٿي ڪري. اسلامي عقيدي مطابق الله تعالىٰ تيستائين ڪنهن قوم جي حالت نہ ٿو بدلائي، جيستائين اها پاڻ پنهنجي حالت بدلائڻ لاءِ ڪوشش نہ ٿي ڪري.
( ) علامہ اقبال انهي آيت جو منظوم اردو ترجمو هن طرح ڪيو آهي:

خدا نہ آج تک اس قوم کي حالت نهين بدلي
نہ هو جس کو خيال اپني حالت خود بدلنے کا."

سنڌي صوفي بزرگ شاهہ عبداللطيف ڀٽائي فرمائي ٿو تہ:

" پاڻ هي ملندم هوت پر آءٌ بہ ڪجهہ اڳيري ٿيان
متان چوي بلوچ تہ ڪميڻيءَ مان ڪي نہ ٿيو."

## عالمي اقتصاديات:

دنيا جي اٺن شاهوڪار ملڪن کي "اٺن جو گروهہ" (٨ - G /

Group of 8) سڏيو ٿو وڃي. اهي امير ملڪ هي آهن: يونائيٽيڊ اسٽيٽس آف امريڪا، گريٽ برٽن ( انگلئنڊ / برطانيہ)، فرانس، اٽلي، جرمني، روس، جپان ۽ ڪئناڊا. تازو جمع ۲۰ جولاءِ ۲۰۰۱ع ۾ اٽلي جي شهر جينوئا جي ڊيوڪل پئليس ۾ آهني دروازن اندر بند هنن اٺن ملڪن جي سربراهن هڪ ٽي روز چوٽي جي ڪانفرنس ( سمٽ) منعقد ڪئي. دنيا جي غير سرڪاري تنظيمن (NGOs) هن وقت تائين منعقد ڪيل اهڙن اجلاسن جي موقعن تي هميشہ " گلوبلائيزيشن"، ۽ هنن امير ملڪن جي بين الاقوامي اقتصادي پاليسيءَ، جي خلاف مظاهرا ڪيا آهن ۽ طاقت سان انهن کي منتشر ڪرڻ جي ڪوشش سبب دنگا فساد ۽ ٽوڙ ڦوڙ ٿي آهي. هن دفعي ڪانفرنس جي پهرين ڏينهن هڪ اطالوي ۲۳ سالہ نوجوان " ڪارلوجليساني" (Carlo Giuliani) احتجاج ڪندي ماريو ويو، ۽ ٽن ڏينهن دوران ٻيا احتجاجي ڪارڪن ڦٽجي پيا ۽ ۲۱۹ گرفتار ڪيا ويا. آچر ڏينهن ڪانفرنس پوري ٿي ۽ سومر ڏينهن اطالوي پوليس ۳۰ غير ملڪي مهمانن کي انهيءَ الزام هيٺ، ان وقت گرفتار ڪيو جڏهن هو ملڪ ڇڏي وڃي رهيا هئا، تہ انهن فسادن ۾ حصو ورتو هو. انهي کان اڳي آچر ڏينهن پوليس انهن اسڪولن تي ڇاپو هنيو هو جتي ٽي سؤ غير سرڪاري تنظيمن جي گڏيل جماعت " جينوئا سوشل فورم" جا ڪارڪن مقيم هئا. انهن جي - ايٺ (G _ 8) ۽ "اقتصادي گلوبلائيزيشن" جي خلاف پر امن مظاهرا ڪيا هئا.

هن چوٽي ڪانفرنس جي اختتامي اعلان جا خاص نڪتا هي آهن: (۱) اسين عزم رکون ٿا تہ " گلوبلائيزيشن" تي اهڙي ريت عمل ڪنداسين جو انهيءَ مان اسانجي سيني شهرين، ۽ خاص طور تي دنيا جي غريبن کي، فائدو رسي." (۲) ترقي پذير ملڪن جي بيروني قرضن ۾ گهٽتائي آڻڻ لاءِ، انهي رستي ( گلوبلائيزيشن) تي هلڻ جو فيصلو ڪيو ويو، (۳) منظم ڏوهن، بالخصوص منشيات جي ڪاروبار، جو مقابلو ڪرڻ تي اتفاق ڪيو ويو، ۽ (۴) HIV / ايڊس (AIDS) جي روڪ ٿام ۽ علاج لاءِ، ۱۲۰۰ ملين ( ۲ ۽ ۱ بلين) ڊالرن جو فنڊ قائم ڪيو ويندو. ڪانفرنس ۾ اقوام متحده جي سيڪريٽري جنرل ، " ڪوفي عنان" انهيءَ مقصد لاءِ ست بلين ڊالرن جو مطالبو ڪيو هو.

## عالمي امداد ۽ بيروني قرض:

هنن فيصلن تي تبصرو ڪندي، اٽلي جي ٤٠ غير سرڪاري تنظيمن جي جمعيت: " COCIS - نيٽ ورڪ" ( ڪوآرڊينيشن فار انٽرنئشنل ڊيولپمينٽ ڪو آپريشن) هڪ گڏيل بيان ۾ چيو تہ اهي بيسود آهن، آخري پڌرنامي ۾ جن اصولن جو اعلان ڪيو ويو آهي، " اهي ٺوس اقدامات سان گهٽ مناسبت رکن ٿا." هڪ واحد اثرائتي اعلان، AIDS / HIV جي خلاف جنگ، واسطي ٢ ۽ ١ بلين ڊالرن جي رقم " خسيس آهي، ۽ قوي امڪان آهي تہ انهي جي منزل دوا سازي جي صنعت ٿيندي". ماريوگي، صدر COCIS وڌيڪ چيو تہ " هنن بيروني قرض معاف نہ ڪيو ۽ پورو اعلاميو انهي رهبر پاليسي تحت تيار ڪيو ويو آهي، جيڪا ٿين دنيا لاءِ، "حقن ڪانسواءِ خيرات"...... جي پاليسي آهي....." " غربت خلاف جنگ بابت محض شائستہ الفاظ استعمال ڪيا ويا آهن." اها راءِ آهي " مين ٽيسي" (Mane Tesi) بين الاقوامي غير سرڪاري تنظيم جي اطالوي شاخ جي صدر جي، جنهن جون شاخون افريقا، ايشيا ۽ لاطيني امريڪا جي ١٦ ملڪن ۾ قائم آهن. وڌيڪ تبصره مطابق هن اعلاميہ مان " غربت خلاف جنگ" جي تحريڪ کي ڇيهو رسيو آهي، ڇاڪاڻ تہ "جي ايٺ" (G 8 _ اقوام متحده جي جنرل اسيمبلي جي اها رٿ بحال نہ ڪئي آهي، جنهن مطابق شمال ( امير) جي صنعتي ملڪن کي پنهنجي جي - ڊي - پي ( گروس ڊوميسٽڪ پراڊڪٽ - GDP) جو ڏهائي ست سيڪڙو غريب (جنوب) ملڪن جي ترقياتي امداد واسطي مختص ڪرڻ لاءِ چيو ويو هو. هڪ اطالوي NGO سديبٽارسي ترقي پذير جنوب جي بيروني قرضن معاف ڪرڻ لاءِ اپيل تي اٺ لک ماڻهن جون صحيحون ورتيون هيون.

ڊي فرائيا، ڪوآرڊينيٽر، غريب ملڪن جي بيروني قرضن بابت اهم انگ اکر ظاهر ڪيا، جيڪي هن ريت آهن: (١) ٤١ غريب ترين ملڪن تي جملي ٢١٥ بلين ڊالر بيروني قرض آهي، (٢) انهن مان ٢٣ ملڪن جي قرض ۾ ٥٣ بلين ڊالرن جي ڇوٽ ڏيڻ جو اڳئي اعلان ڪيل آهي. (٣) ترقي پذير دنيا تي جملي ادائي ترلين ڊالرن جو بيروني قرض آهي. ( ڊان،

انٽر پريس سروس، جولاءِ ۲۵، ۲۰۰۱ع " ورلڊ ان فوڪس، "ص ۱۴)

## ڪيميائي هٿيارن جي روڪ ٿام:

" ايڊس" جي مقابلي لاءِ " G_ ۸" ملڪن جو قائم ڪيل ۲ ء ۱ بلين ڊالرن جو فنڊ، شڪ آهي ته دواسازيءَ جو ڪاروبار ڪندڙ پنهنجي فائدي لاءِ استعمال ڪندا. ٻئي طرف ۱۹۷۲ع ۾ بحال ڪيل " بايولاجيڪل ويپنس ڪنوينشن" جنهن تي آمريڪا سميت اقوام متحده جي ۱۴۳ ميمبر ملڪن تصديق ڪئي آهي، اجا تائين عمل درآمد جي پروٽوڪول جي مسوده تي ۱۹۹۵ع کان نااتفاقي سبب روڪيل آهي. " بايولاجيڪل ويپنس، " يعني حياتي سان واسطيدار هٿيار، دراصل جراثيمي يا ڪيميائي هٿيار آهن، جن جي استعمال سان انسانن سميت تمام حياتيات کي ختم ڪري سگهجي ٿو ليڪن مادي ۽ معدني وسيلا، گهر گهاٽ، سازو سامان ۽ ٻيون غيرجاندار شيون سلامت رهنديون. زمين ۽ انهي جا وسيلا هٿ لڳندا ۽ زمين جي مالڪ انسانن ۽ ٻين جاندارن مان جند ڇٽي پوندي.

" بئڪٽرياlاجي" ۽ "بايولاجي" جو علم ڪل حياتيات جي ڀلائي لاءِ ايجاد ٿيو. " ڪيمسٽري" ۽ " فارميسي" صحت ۽ سلامتي جا انسان دوست مقصد رکن ٿيون. ليڪن انسان خود پنهنجو دوست نه آهي. هو فقط پنهنجي ذاتي غرض جو متوالو يار آهي. ۲۵ جولاءِ ۲۰۰۱ع تي مجوزه حياتياتي / جراثيمي هٿيارن تي بندش جو مسوده، جنيوا جي اجلاس ۾، بحال نه ٿي سگهيو. اعتراضات معقول ۽ قابل فهم هئا: آمريڪا کي يقين هو ته هي مسوده سندس قومي سلامتي ۽ صنعتي رازن لاءِ خطرو پيدا ڪندو (اي ايف پي / ڊان ۲۶ جولاءِ ۲۰۰۱ع انٽرنئشنل ص ۱۴) ۱۹۷۲ع جو "بايولاجيڪل ويپنس ڪنوينشن" ، جراثيمي هٿيارن جي تياري، ترقي ۽ ذخيره اندوزي تي مڪمل پابندي جو مطالبو ڪري ٿو. ليڪن انهي پابندي تي عمل ڪرڻ جي چڪاس بابت تيار ڪيل مسوده انهي امر جي ضمانت نه ٿو ڏئي ته غير ذميدار ملڪن طرفان خلاف ورزي جي چڪاس ۽ روڪ ٿام ٿي سگهندي. آمريڪا انهيءَ الزام جي ترديد ڪئي آهي ته دواسازي جي

طاقتور صنعت ڪارن جي سفارتڪاري سبب پابندي جو مسوده حتمي طور تي بحال نہ ٿو ڪيو وڃي. (- ايضا - ) جنيوا اجلاس جي اڪثر شريڪ ملڪن مسوده جي حمايت ڪئي آهي. ٢٨ ملڪن جي نمائندگي ڪندڙ "يوروپين يونين" ۽ ٣٥ ملڪن جي نمائندي " برازيل" انهيءَ کي بحال ڪيو آهي، هنگري جي نمائنده ۽ اجلاس جي صدر " تيبروتوٿ" (Tibro Toth) ٻڌايو تہ " چين، روس پاڪستان، ڪيوبا ۽ ايران، انهي مسوده جي بنياد تي مذڪارات ڪرڻ لاءِ راضي آهن." ( - ايضا- ) دنيا اميد تي قائم آهي، انسان ذات جي اڪثريت پنهنجي بقا بابت پرعزم آهي. عالمي طاقتون پڻ پنهنجي تسلط بابت پرعزم ۽ قابل ڪار آهن. " ڪيوٽو پروٽوڪول" کي مارچ ٢٠٠١ع ۾ آمريڪا طرفان رد ڪيو ويو، ليڪن باقي صحيح ڪندڙ ملڪن ١٥ جولاءِ ٢٠٠١ع تي "بون" ( جرمني) ۾ منعقد اجلاس دوران انهي کي قائم رکڻ تي اتفاق ڪيو آهي. انهي پروٽوڪول مطابق ٣٨ صنعتي ملڪن کي پابند ڪيو ويو آهي تہ هو ڪاربان پريل گئسن جي اخراج کي ١٩٩٠ع تي سطح کان ٥.٢ سيڪڙو هيٺ آڻيندا، ۽ انهيءَ لاءِ ڀرپور عرصو ٢٠٠٨ع کان ٢٠١٢ع تائين مقرر ڪيو ويو آهي. تاهم دنيا جي طاقتور ملڪن جون سياسي مصلحتون، سمجهوتا ۽ رعايتون اصل مقصد کي تڪڙو حاصل ڪرڻ ۾ رڪاوٽون وجهن ٿيون ۽ ڌرتي تي گرمي جو درجو تيزي سان وڌي رهيو آهي. " ڪيوٽوپروٽوڪول" ۾ تجويز ڪيل ١٩٩٠ع جي سطح کان ٢ ، ٥ سيڪڙو گهٽ زهريلي گئسن جو اخراج، " بون اگريمينٽ" (٢٦ جولاءِ ٢٠٠١ع) ۾ اجان بہ گهٽائي ١.٨ سيڪڙو ڪيو ويو آهي ۽ جپان جي تقاضا تي انحرافي اقدامات تي مالي ڏنڊ وجهڻ جي شق پروٽوڪول مان حذف ڪئي وئي آهي. ( ڊان، ايڊيٽوريل ٢٧ جولاءِ ٢٠٠١ع).

ٽي عالمي مسئلا فوري توجہ گهرن ٿا: (١) ماحول جو تحفظ. (٢) غربت ۾ گهٽتائي ۽ (٣) هٿيارن ۾ تخفيف. انساني مستقبل جي سلامتيءَ لاءِ انهن مسئلن جو تڪڙو حل ٿيڻ ضروري آهي. انهيءَ لاءِ بين الاقوامي سطح تي هڪ گڏيل حفاظتي نظام قائم ڪرڻ گهرجي.

## ماحولياتي تحفظ :

ماحولياتي تحفظ لاءِ پهرين بين الاقوامي ڪوشش سال ١٩٧٢ع ۾ ڪئي وئي هئي. سويڊن (Sweden) جي دارالحڪومت سٽاڪ هوم (Stockholm) ۾ اقوام متحده طرفان ماحول تي مجلس (The U.N Environment Conference) ڪوٺائي وئي، جنهن ۾ اتفاق راءِ سان هڪ جاري رهڻ جوڳي ترقياتي راهه عمل طئي ٿي. ١٥ سال پوءِ، ڪئناڊا (Canada) جي تجارتي مالياتي مرڪز، مانٽريل شهر ۾، هڪ معاهدي جو مسودو بحال ڪيو ويو، جنهن ۾ اوزون کي تباهه ڪندڙ مادن ۽ سج جي تابڪاري جي سطح، گهٽائڻ جي تجويز شامل هئي. اهو سال ١٩٨٧ع هو.

"اوزون" ۽ گرين - هائوس افيڪٽ (Ozone & Greenhouse effect) اڄڪلهه جي انسانن لاءِ ڪافي تشويشناڪ لفظ آهن: "اوزون" آڪسيجن گئس جي صورت آهي، جيڪا ساموندي آبهوا ۾ شامل هوندي آهي. انهيءَ اوزون گئس جو هڪ ٿلهو تهه، هن ڌرتي جي ماحول جي مٿان، قدرتي طور تي جميل رهي ٿو، جنهن ڪري سج جي واڱڻائي ( بنفشي) شعاعن جي مٿان موجود " الٽرا وايوليٽ (Ultra _ Violet) يعني انتهائي واڱڻائي شعاعن جي تابڪاري کي ڌرتي جي ماحول (Atmosphere) ۾ داخل ٿيڻ کان هڪ قدرتي روڪ پيدا ٿي ٿئي. اوزون جو تهه، انهي نقصانڪار انتهائي بنفشي شعاعن کي، گهڻي ڀاڱي جذب ڪري ٿو ڇڏي. سال ١٩٨٧ع ۾ سائنسدانن اطلاع ڏنو ته آرڪٽڪ، يا اتر قطب، جي مٿان اوزون جي تهه ۾ شگاف پئجي ويو آهي. انهي جهڙي ساڳي قسم جو ٽُنگ ڏکڻ قطب جي مٿان ڏٺو ويو هو. ١٩٨٧ع جو " مانٽريل پرٽوڪول". انهيءَ ڳڻتي جوڳي سائنسي انڪشاف جو سياسي رد عمل هو. هيءَ ڌرتي هڪ اهڙي گهر جهڙي آهي جنهن جي چوگرد ساوا وڻ ٻوٽا اينري انداز ۾ موجود آهن، جو اندرين هوا ٻاهر نڪري نه ٿي سگهي. اهڙي سائي گهر (Green house) ۾ گهمر ۽ ڪاربان گئس هر وقت موجود رهي ٿي. انهيءَ گهمر ۽ ڪاربان گئس جي گڏيل اثر کي " گرين هائوس افيڪٽ"

چئجي ٿو.

ڌرتي جي سائي گهر جي چوگرد، گئس موجود آهن، جيڪي ڌرتي جي ماحول مان سج جي شعاعن کي واپس موٽ ڪائڻ نہ ٿا ڏين. تنهن ڪري هڪ دفعو سج جا ڪرڻا ڌرتي جي ماحول ۾ داخل ٿيڻ بعد، اتي گرمي، گهم ۽ ڪاربان ڊاءِ آڪسائيڊ پيدا ڪن ٿا. اهو سائي گهر جو اثر ويتر وڌي ويندو جيڪڏهن اوزون تهہ جي ڪمزوري ۽ شگاف سبب، ڌرتي جي ماحول ۾ داخل ٿيندڙ سج جي شعاعن يا ڪرڻن ۾ انتهائي واڱڻائي تابڪار شعاع بہ شامل هوندا.

"اوزون" کي تباهہ ڪندڙ مادا، "ميٿين" گئس ۽ ڪاربان گئس، جيڪا تيل ، ڪوئلي ۽ قدرتي گئس جي ٻرڻ سبب پيدا ٿئي ٿي، جنهن کي " ڪلوروفلوروڪاربان" گئسون چئجي ٿو، خاص طور تي حياتيات لاءِ بيحد نقصانڪار آهن . صنعتي پيداوار وڌائڻ جي حرص ۾ سرمائيدار ملڪ انهن جي انداز ۽ مقدار ۾ مسلسل اضافو ڪندا رهن ٿا. سائنسدان هاڻي ٻڌائي رهيا آهن تہ هن ڌرتي جي گرميءَ جو درجو وڌي رهيو آهي. گلوبل وارمنگ (Globel Warming) يا عالمي گرمائش ( حرارت) ۾ ٿيندڙ اضافو اجا بہ وڌيڪ خطرناڪ نتيجن جو پيش خيمو آهي.

## عالمي حرارت:

انسان جي تاريخ ۾ ڌرتي جي گرمي جو درجو وڌڻ ڪا نئين ڳالهہ نہ آهي، ليڪن اڄ جو انسان انهيءَ جي خطرناڪ نتيجن کان وڌيڪ آگاهہ آهي، ۽ انهيءَ کي روڪڻ جي وڌيڪ صلاحيت بہ رکي ٿو. پوءِ بہ حرص ۽ هٺ ڌرمي هن کي ائين ڪرڻ نہ ٿي ڏئي. مرحوم محمد مسخري جي چواڻي، "مون کي نہ جهلجو! مان پنهنجو خانو خراب پاڻ ٿو ڪريان." انهي سان دنيا ختم نہ ٿي ويندي، ليڪن موجوده انساني، حيواني ۽ نباتاتي نسل پنهنجي موجوده نهڪندڙ ۽ آرام ده ماحول کان محروم ٿي ويندا. انسان ذات لاءِ، خاص طور تي، هيءَ هڪ نئين آزمائش هوندي، جنهن ۾ هن کي نئين ماحول سان مطابقت پيدا ڪرڻي پوندي، ۽ ناڪامي جي صورت ۾، ناس ٿي

ويندي. گذريل اربها سالن ۾، جڏهن کان ڌرتي تي حيات وجود ۾ آئي آهي، اهڙيون آزمائشون ٿينديون رهيون آهن. عظيم برفاني دورن ۾، هر دفعي ڌرتي تري برف تي وئي ۽ پوءِ ناقابل برداشت حد تائين تپي باهہ تي وئي ۽ حياتيات جون اهي جنسون جيڪي آبهوا جي اهڙي انتهائي تبديلي برداشت نہ ڪري سگهيون، صفحہ هستيءَ تان ميسارجي ويون. حجري آثارن مان معلوم ٿو ٿئي تہ فقط هڪ سيڪڙو موجود جنسون انهي انتهائي تبديلي جي دور مان گذري زنده سلامت رهي سگهيون. گذريل هڪ صديءَ ۾ حياتيات جون ڪافي جنسون ناپيد ٿي ويون آهن ۽ انهن جي جاءِ تي نيون جنسون جنم وٺي رهيون آهن. سائنسدان اهو معلوم ڪرڻ کان قاصر آهن تہ ڪهڙيون جنسون ڪهڙين جنسن جي جاءِ وٺنديون. هڪ وڏيڪ صدي انسان ذات جي زندگي ۾ تبديلي پيدا ڪرڻ لاءِ ڪافي ٿيندي. جيڪڏهن موجوده ماحولياتي صورتحال برقرار رهي تہ اها يقيني جوڳي تبديلي ضرور ايندي. پوءِ سائنسدان فقط ايترو ڪري سگهندا تہ چون تہ اسان توهان کي اڳ ئي خبردار ڪيو هو. سائنسدانن جي دانهن تي، سياستدان ۽ پيشہ ور محقق وڌيڪ تحقيق تي زور ڏئي رهيا آهن، جيتوڻيڪ ڪافي تحقيقي نتائج اڳئي موجود آهن. انهن مان معلوم ٿو ٿئي تہ عالمي گرمائش، ڌرتي تي موجود حياتيات لاءِ، هڪ پڌرو اٽر خطرو آهي.

هڪ عالمي اداري، "انٽر گورمينٽل پئنل آن ڪلائيميٽ چينج" تازو پڌرو ڪيو آهي تہ "عالمي گرمائش سبب اڻٽرندڙ اثرات جو هڪ درياهہ اٿلڻ وارو آهي: شهرن جي آلوده ۽ دونهاٽيل گهم جي ماحول ۾ پوڙها ماڻهو گهڻو متاثر ٿيندا ۽ مري ويندا. زرعي زمين جا فصل ڦٽي نہ سگهندا ۽ جهنگلي جيوت ۽ چوپايو مال ناس ٿي ويندو. هي ڌرتي هڪ تتل مصيبت زده گرهہ بنجي ويندي..... صنعتي انقلاب کان اڳي ڌرتي جي ڌهہ لک ماحولياتي مادن ۾ ڪاربان ڊاءِ آڪسائيڊ جو تعداد ادائي سؤ (٢٥٠) هو ۽ هاڻي (صنعتي ترقيءَ جي عروج تي پهچڻ بعد) اهو تعداد ٽي سؤ ڇاهٺ (٣٦٦) تي پهتو آهي. انهيءَ مان شهاب ثاقب جا اثرات اڳيئي ظاهر ٿيڻ لڳا آهن (جنهن جي نتيجي ۾) تباه ڪن طوفانن ۾ لڳاتار اضافو اچي رهيو آهي."

.....سامونڊي سطح چڙهي رهيو آهي ۽ برفاني چوٽين ۽ برفاني تودن

۾ لات اچي رهي آهي. لامحالہ ڪاربان ڊاءِ آڪسائيڊ جو سطح ۴۵۰ (ساڍاچار سؤ مادن) تي پهچي ويندو." ( ڊان، ٢ اپريل ٢٠٠١ع، رابن مڪي ۽ پرسيلامورس جو مضمون: (It is too late to save the planet)

## ماحولياتي تهہ، يا ست آسمان:

ڌرتي، گئسن جي لفافي ۾، بند آهي، جنهن کي ڌرتي جو ماحول چئجي ٿو. انهيءَ جي مٿان اهڙا ماحولياتخانہ ڀيابہ آهن: سيني کان هيٺيون تهہ " ٽروپوسفيئر" (Troposphere) اهو تهہ آهي، جنهن ۾ بلندي وڌڻ سان گرميءَ جو درجو گهٽجي ٿو. ٻيو تهہ، ڌرتي کان ڏهن ۽ ٽيهن ميلن جي بلنديءَ تي آهي، جنهن کي "اسٽريٽو سفيئر" چئجي ٿو. اوزون جو تهہ، پيلي نيري رنگ جي گئس جو نهيل آهي، جيڪو " اسٽريٽو سفيئر" جي تهہ ۾ موجود آهي. اهو ماحولياتي تهہ، ٽروپوسفيئر ۽ ميسو فيئر جي تهن جي وچ ۾ آيل آهي. " اسٽريٽوسفيئر" . جي مٿان " ميسوفيئر" پوءِ " ٽروپوسفيئر" اسٽريٽو سفيئر ٽيهن ميلن جي بلندي تي دنگ ڪري ٿو. ميسو فيئر ٽيهن کان اٽڪل چاليهہ ميل ڌرتي کان مٿي موجود آهي، پوءِ ٽروپوسفئر جو تهہ چاليهن کان سٺ ميلن تائين موجود آهي. اتي ائٽم جي اليڪٽرانس جي هڪ ائٽم جي واڌاري يا گهٽتائي سبب برقي مواصلات ۾ خلل پيدا ٿئي ٿو ۽ چوٿون تهہ شروع ٿو ٿئي، جنهن ۾ ماحول جي ذرات ۾ برقي رو شامل آهي ۽ اتان وائرليس جون لهرون موٽ کائن ٿيون. اهو تهہ سٺ کان ڏيڍ سؤ (١٥٠ - ٦٠) ميل بلندي ۾ پکڙيل آهي ۽ جيڪو جسم انهيءَ ۾ داخل ٿيندو اهو رجهي شوروو ٿي ويندو. ڏيڍ سؤ ميل مٿي کان اڳتي ٻيو برقياتي تهہ آهي، جتان ريڊيائي لهرون منعڪس ٿين ٿيون. انهيءَ برقي تهہ کي "ڪينيلي - هيويسائيڊ ليئر" نالو ڏنو ويو آهي.

اهڙي طرح ڪل ماحولياتي تهن جو تعداد ست آهي، جيئن قرآن شريف جي سورة حمر السجده جي آية ١٢ ۾ آيل آهي: " فقضٰهن سبع سماوات ...." پوءِ ( الله تعاليٰ) هنن کي ست آسمان ڪيو. انهي الهامي معلومات

مطابق هرهڪ آسمان ڪي پنهنجو ڪم سونپيل آهي. سائنسي معلومات انهيءَ مخصوص ڪارگذاريءَ جي تصديق ڪري ٿي. صرف اوزون تهه جي ڪارگذاريءَ ۾ گڙٻڙ ٿيڻ سان ڌرتي تي حياتي کي خطرو لاحق ٿي ويو آهي. اهو هڪ زبردست ڄاڻ رکندڙ خالق جو قائم ڪيل نظام آهي. انهيءَ جي سالم رهڻ ۾ انسان ذات ۽ ڌرتي تي موجود تمام حيوانات، نباتات ۽ ڪل حياتيات جي سلامتي ۽ بقا جو دارومدار آهي. هن وقت انسان جي دنيا ۾ گرمي جو درجو وڌي رهيو آهي، جيڪو مٿي بيان ڪيل نموني صنعتي ملڪن جي ڪارخانن مان نڪرندڙ گرين هائوس گئسز جي اجا پهرين آسمان تي پهچڻ جو نتيجو آهي. هنن امير ملڪن جا ماهر سائنسدان ته ستين آسمان تي پهچڻ جي ڪوشش ۾ آهن ۽ جيڪڏهن ڪامياب ٿيا ته اتي به اها غلاظت ڦهلائي اتان جي ماحول کي خراب ڪندا. سو، انهن کي ڪير پاڻ وٽ اچڻ ڏيندو؟ جيڪڏهن اتي واقعي ڪا ذهين مخلوق آباد آهي.

## آبهوا ۾ خطرناڪ تبديلي:

تحقيقات موجب گرين هائوس گئسن جي اخراج هڪدم سٺ سيڪڙو ڪمي ڪرڻ گهرجي نه ته ڌرتي جي ماحول کي ايندڙ تباهي کان بچائي نه سگهبو، ليڪن تازو ڪيوٽو (جپان) ۾ دنيا جي هڪ سؤ سٺ ملڪن جي نمائندن جيڪا انهي مسئلي جي حل لاءِ ڪانفرنس منعقد ڪئي انهي ۾ فيصلو ڪيو ويو ته ايندڙ ١٥ سالن ۾ سراسري ٢ ۽ ٥ سيڪڙو جي حساب سان صنعتي ملڪ پنهنجي ڪارخانن جي چمنين مان اهڙن زهريلي گئسن جو اخراج گهٽائيندا. صنعتي ملڪن ۾ دنيا جي مجموعي آباديءَ جو فقط ويهه سيڪڙو آدم رهي ٿو. جڏهن ته انهن ملڪن ۾ گرين هائوس گئسز جو جملي سٺ سيڪڙو خارج ٿئي ٿو. انهن ۾ يونائيٽڊ اسٽيٽس آف آمريڪا سيني ملڪن کان وڌيڪ گئس خارج ڪندڙ ملڪ آهي. اهو فقط ست سيڪڙو ڪمي آڻڻ تي رضامند ٿيو آهي، جنهن جي منظوري جي اڃان پڪ نه آهي، ڇاڪاڻ ته امريڪي ڪانگريس ۾ صنعتي غلاظت پکيڙيندڙن جي حمايت جو امڪان آهي.

اقوام متحده جي " ملينيم سمٽ" ( ٦ - ٨ سيپٽمبر ٢٠٠٠ع) ۾ فيصلو ڪيو ويو هو تہ " ڪيوٽو پروٽوڪول" مطابق گرين هائوس گئسز ۾، طي ٿيل شرح مطابق، هر هڪ صنعتي ملڪ تخفيف ڪندو. بعد ۾ يونائيٽيڊ اسٽيشن آف امريڪا انهي معاهدي يا رضامندي جي دستاويز تان ڦري ويو. تاريخ ١٣ نومبر کان ٢٥ نومبر، سن ٢٠٠٠ع دوران هيگ - ڪانفرنس منعقد ٿي. اها ڇهين اهڙي بين الاقوامي ڪانفرنس هئي، جنهن ۾ دنيا جي آب و هوا ۾ ٿيندڙ خطرناڪ تبديلي کي روڪڻ بابت سوچ ويچار ڪيو ويو. انهيءَ کان اڳ سن ١٩٩٢ع ۾ ڪلائيميٽ ڪنونشن ۽ سن ١٩٩٧ع ۾ ڪيوٽو پروٽوڪول اهڙي تخفيف تجويز ڪئي هئي، جنهن مطابق صنعتي ملڪ مقرر سطح مطابق گرين هائوس گئسز جي اخراج ۾، سن ٢٠٠٨ کان ٢٠١٢ع تائين تخفيف ڪندا ۽ گهٽ ترقي يافتہ ملڪن جي امداد ڪئي ويندي جيئن هوبہ پنهنجن ڪارخانن ۾ ماحول دوست ۽ باڪفايت ٻارڻ جو استعمال ڪري سگهن. اهي ئي آب و هوا جي تبديلي کان وڌيڪ متاثر ٿيڻ وارا ملڪ آهن.

اقوام متحده جي " ملينيم سمٽ" بعد، " هيگ ڪانفرنس" ۾ گهٽ ترقي يافتہ ملڪن مان " نائجيريا" ( افريقا) جو مک مذاڪرات ڪار، جيڪو ١٣٤ ترقي پذير ملڪن جي " گروهہ - ٧٧" جي نمائندگي ڪري رهيو هو، ان وقت مشتعل ٿي ويو جڏهن يونائيٽيڊ اسٽيٽس جي مک مذاڪرات ڪار، " فرئنڪ لواءِ" مقرر سطح تائين گرين هائوس گئسز جي اخراج ۾ ڪمي آڻڻ جي ضمانت ڏيڻ کان انڪار ڪيو. " نائجيريا" جي نمائيندي اڳيان رکيل ڪريم ڪيڪ کڻي سندس منهن ۾ اڇلايو ۽ چيائين تہ هو ڪيڪ حاصل ڪرڻ ۽ انهيءَ کي کائڻ بہ چاهين ٿا. سو ڀلي تہ کائين! (They want to have the cake and eat it too, So let them!) " ڪيوٽوپروٽوڪول" ان وقت تائين بيڪار آهي، جيستائين امير صنعتي ملڪن جي اڪثريت انهيءَ کي بحال نہ ٿي ڪري، جيڪي خطرناڪ گئسن سان ماحول کي زهر آلود ڪرڻ جا مک جوابدار آهن. انهن ۾ يونائيٽيڊ اسٽيٽس آف امريڪا سڀني کان وڌيڪ "گرين هائوس گئسز" جو اخراج ڪري ٿو. هاڻي تہ سندس يورپي اتحادي بہ سندس هٺڌرمي تي تنقيد

ڪري رهيا آهن. روس، چين، جپان ۽ ٻيا صنعتي ملڪ ٻہ مٿس هن پروٽوڪول مطابق عمل ڪرڻ لاءِ زور ڀري رهيا آهن.

١٢ - روزه هيگ ڪانفرنس يوروپين يونين ۽ يونائٽيڊ اسٽيٽس جي درميان، گرين هائوس گئسز جي تخفيف جي طريقہ ڪار تي اختلاف سبب ناڪامياب ٿي. ( اي - ايف - پي / ڊان ٢٦ نومبر ٢٠٠٠ع، ص ٦).

"ڪيوٽوپروٽوڪول" جو متبادل سمجهوتو، يونائٽيڊ اسٽيٽس، ڪئناڊا، نيوزيلئنڊ، آسٽريليا ۽ جپان جا بيحد صنعتي ترقي يافتہ ملڪ، جن کي امبريلا ( ڇٽي، ڇتري) گروپ ڇئجي ٿو، هن طرح پيش ڪن ٿا تہ پنهنجي موٽر ڪارن ۽ ڪارخانن مان خارج ٿيندڙ ڪاربان ڊاءِ آڪسائيڊ ۾ تخفيف ڪرڻ بجاءِ، هو هڪ فنڊ قائم ڪندا جنهن مان ڪاربان ڊاءِ آڪسائيڊ کي زمين دوز ڪجي ۽ ايتري تعداد ۾ ٻيلا پوکجن ۽ اهڙا ٻوٽا اپائجن، جيڪي انهي زهريلي گئس کي جذب ڪري ڇڏين. " امريڪي ڪاربان سنڪ پلان" جي مخالف " يوربي يونين" جي نمائيندن جو چوڻ آهي تہ " هو فقط خاص رعايتون گهرن ٿا ۽ امريڪي حصي جي تخفيف ۾ وڏيڪ لاٿ جو مطالبو ڪن ٿا، ڇاڪاڻ تہ اهو هڪ امير ۽ طاقتور ملڪ آهي." (آبزرورنيوز سروس/ ڊان ٢٧ نومبر ٢٠٠٠ع - ورلڊ ان فوڪس)

آمريڪا جو هارايل صدارتي اميدوار " الگور" ، "ڪيوٽوپروٽوڪول" جو خاص محرڪ ۽ حمايتي هو. سندس ڪتاب " ارٿ ان بئلنس" جي مرڪزي خيال مطابق عالمي حرارت ۾ اضافي کي سرجوشي سان روڪڻ گهرجي. اهو هڪ اخلاقي معاملو آهي. " ڪيوٽوپروٽوڪول" تي ١٥٠ ملڪن دستخط ڪيا هئا. ليڪن صنعتي ملڪن انهيءَ کان پاسو ڪيو آهي. هي سندن آمدني ۾ تخفيف جو معاملو آهي. انسان جي معاملات ۾ اخلاق ۽ آمدني جي اهائي نسبت آهي.

## وڏندڙ شهري آباديون:

يورپ ۾ صنعتي انقلاب بعد، ۽ مشرق ۾ وڌندڙ آدم سبب، ڳوٺن کان شهرن طرف لڏ پلاڻ جو سلسلو جاري رهيو آهي. اندازي مطابق هن

وقت دنيا جي آدمشماري جو اڌ حصو شهرن ۽ انهن جي پسگردائي ۾ رهي ٿو. گذريل ٤٠ سالن ( ٢٠٠٠ - ١٩٦٠ع) دوران شهري آباديءَ ۾ پنجوڻي واڌ آئي آهي ۽ تخميني موجب ايندڙ ٣٠ سالن ۾ آدم شماري ۾ ايندڙ واڌ جو ٩٠ سيڪڙو شهرن ۾ رهندو هوندو. ترقي پذير ملڪن ۾ اٽڪل هڪ ارب شهري غريب آهن. عالمي شهري بحران، حل ٿيڻ بجاءِ وڌيڪ سخت ۽پيچيده ٿي رهيو آهي. غربت وڌي رهي آهي، نسلي ۽ گروهي تصادم ۾ اضافو اچي رهيو آهي، ڏوهارين، بي گهر انسانن ۽ بيمارين ۾ اضافو ٿيندو رهي ٿو، جنهن جا دور رس منفي سماجي ۽ سياسي نتيجا نڪري رهيا آهن.

جون ١٩٩٦ع ۾ اقوام متحده طرفان ترڪي جي شهر استنبول، ۾ هڪ " سٽي سمٽ" ( شهري سربراهه اجلاس) منعقد ٿيو، جنهن ۾ دنيا جي ١٧١ ملڪن جي نمائندن شرڪت ڪئي، ليڪن مسئلي جو حل اجا نڪري نہ سگهيو آهي. لنڊن جي هڪ اشاعتي اداره طرفان هڪ رپورٽ شايع ڪئي وئي آهي جنهن مان هي نتيجو اخذ ڪيو ويو آهي تہ " جيڪڏهن حڪومتون انهن فيصلن ۾ غريب عوام کي شامل نہ ڪنديون جن جو سندن زندگي تي سڌو اثر پوي ٿو ۽ جيستائين سندن زندگي جي بهتري لاءِ انهن جي طاقت کي استعمال نہ ڪيو ويندو، تيستائين قومن جي تباهہ ڪن ناڪامي کي ٽاري نہ سگهبو." ( ڊان ، د ينگ ورلڊ، جون ١٦، ٢٠٠١ع ، ص٤).

## وڌندڙ آدمشماري:

اقوام متحده جي رپورٽ سال ٩٩ - ١٩٩٨ع، " عالمي آدمشماري جي صورتحال"، مطابق دنيا ۾ ڪل ڇهہ ارب انسان رهن ٿا. انهن سان متعلق مزيد حقيقتون هن ريت آهن. (١) هڪ ارب انسان غربت جي زندگي گذاري رهيا آهن. (٢) شرح پيدائش ۾ گهٽتائي ٿي آهي، ليڪن انهي جي باوجود آدمشماري ۾ هر سال ست ڪروڙ اسي لک انسانن جو واڌارو ٿي رهيو آهي. انهي تخميني جو بنياد گذريل ١٢ سالن، ١٩٩٨ - ١٩٨٦ع، دوران هڪ ارب انسانن جو اضافو آهي. آبادي ۾ اضافي جو ٩٥ سيڪڙو غربت ترين

پذير ملڪن سان تعلق رکي ٿو، جن مان سب صحارا افريقا ۽ مغربي ۽ جنوبي ايشيا جي ڪجهه علائقن ۾ تيز تر اضافو ٿيو آهي. ترقي يافته ملڪن، بالخصوص يورپ، اتر امريڪا ۽ جپان ۾ آبادي جو اضافو گهٽجي يا بلڪل ختم ٿي ويو آهي. (٣) انسانن جي سراسري عمر ٤٦ سالن ( ١٩٥٠ع) مان وڌي ٦٦ سال ٿي آهي. ٻارن جي موت جي عالمي شرح اٽڪل ٦٦ سيڪڙو گهٽي آهي ۽ سال ٢٠٥٠ع تائين اجا به ايتري گهٽتائيءَ جي اميد آهي. (٤) ترقي پذير ملڪن ۾ پيدائش جي شرح ۾ ٥٠ سيڪڙو گهٽتائي ٿي آهي، سال ١٩٦٩ع ۾ هڪ ماءُ پنيان سراسري ڇهه ٻار پيدا ٿي رهيا هئا، هاڻي هر ماءُ سراسري ٽن ٻارن کان به گهٽ ٻار پيدا ڪري ٿي. (٥) مردن ۽ عورتن ۾ اها ڄاڻ اچي وئي آهي ته هو پنهنجي اولاد جي تعداد ۽ انهن جي ڄمڻ ۾ وقفي بابت پاڻ فيصلو ڪري سگهن ٿا. ( جينوٽيڪ انهيءَ جي پڪ، ۽ انهيءَ طريقي جي استعمال سان پيدا ٿيندڙ صحت جي خرابي وغيره، بابت اجا ڪو تحقيقي مطالعو نه ڪيو ويو آهي.) (٦) عالمي اموات جي شرح، جديد علاج معالجي ۽ زندگي جي بهتر حالات سبب، گهٽجي وئي آهي. (٧) انهيءَ دنيا ۾ جتي غربت، قرضداري ۽ گروهي ڇڪتاڻ جي ڇوهه هڪ وچڙندڙ مرض جي صورت ورتي آهي، اتي ترقي لاءِ بين الاقوامي امداد، ٦١ بلين ڊالرن مان گهٽجي ٤٨ بلين ڊالرن جي انگ کان ٿورو مٿي بيٺي آهي. ( ٩٧ - ١٩٩٢ع). (٨) مسلمان اڪثريتي ملڪن جي آدمشماري، سال ٢٠٠٥ع تائين، دنيا جي ڪل آدمشماريءَ جو ٽيون حصو بنجڻ جي توقع آهي. ايندڙ ڏهن سالن اندر، آدمشماريءَ جي واڌ جي قدرتي وسيلن ۽ ماحوليات تي پوندڙ اثر کي، صحيح پاليسيءَ ۽ امداد متعلق فيصلن ذريعي، ضابطو آڻي سگهجي ٿو. ( UNFPA رپورٽ سال ٩٩ - ١٩٩٨ع. ٧٦ صفحا)

آدمشماري ۾ اضافي جي مضر خطرات کان قديم ۽ جديد دنيا بخوبي آگاهه رهي آهي. يوناني ڏاهن افلاطون ۽ ارسطو ( ٤ - ٥ صدي ق - م) کان ١٨ صدي عيسوي جي مغربي ماهرين بينجامن فرئنڪلن، هيومر وغيره ۽ ٿامس رابرٽ مالٿيوس (١٨٣٤ - ١٧٦٦ع) تائين، سڀني " ڄمر روڪ " تي زور ڏنو آهي. آدم انگي حساب موجب وڌي ٿو ۽ گذران جا ذريعا

جاميٽري جي ماپ مطابق آهن. سال ١٧٩٨ع ۾ شايع ٿيل مالٿيوس نظريہ تي لکيل ڪتاب ” ايسي آن د پرنسپل آف پاپيوليشن“ اڄ بہ قابل غور آهي.

مالٿيوس جي راءِ مطابق، جنسي ميلاپ کان پرهيز، آدمشماري جي واڌ جو، هڪ يقيني ۽ ڪل مقاصدي علاج آهي. هو هڪ مسيحي پادري بہ هو ۽ مصنوعي طريقن سان ڄم روڪ جي صلاح ڏئي نہ ٿي سگهيو، جيئن اڄ بہ ” وئٽيڪن“ ( ڪئٿولڪ پوپ جي اٽلي ۾ خود مختيار مذهبي حڪومت) سختي سان انهيءَ جي منع ڪري رهي آهي. ١٨ صدي عيسوي ۾، جڏهن مالٿيوس زنده هو، دنيا جي انساني آبادي هڪ ارب جي لڳ ڀڳ هئي. جيڪا هن وقت صرف هندستان جي آدمشماري آهي. مالٿيوس جي نظريو مطابق گذران جي ذريعن کان وڌيڪ تيز، آدمشماري جي واڌ، ثابت ٿي آهي. اسين ڇهوٽا وڌي چڪا آهيون، ليڪن اڪثر بکيا، ڏکيا ۽ بيمار آهيون. پيشگوئي موجب سال ٢٠٥٠ع تائين دنيا جي آبادي اٽڪل ٩ ارب ٿي ويندي. (UNFPA ربورٽ – ايضا – ) پوءِ هڪ سنڌي پهاڪي موجب ”ماڻهو ماڻهوءَ کي کائيندو!“ اندازي مطابق دنيا جي آدمشماري جا ڳڻ ڪيل انگ اکر ڏيکارن ٿا تہ ٨ صديون اڳ يعني ١٢ صدي عيسوي ۾ هن ڌرتي تي اٽڪل اڌ ارب انسان آباد هئا. ( ١١٦٥ع جو تخمينو) ستن صدين ۾ اهي وڌي ٻيڻا ٿيا ۽ ١٨٣٠ع ۾ هڪ ارب کان مٿي ٿي ويا. پوءِ فقط هڪ صدي بعد ١٩٣٠ع جي آدمشماري مطابق اهي ٻيڻا ٿي بہ ارب ٿي ويا. ڇا اها صنعتي، سائنسي ، سماجي ۽ معاشي ترقي جي عنايت هئي؟ شايد ايئن آهي، ڇاڪاڻ تہ ترقي جي عظيم ويهين صدي عيسوي ۾ فقط ٽيهن سالن (١٩٦١ - ١٩٣١ع) اندر دنيا جي آدمشماري ۾ هڪ ارب انسانن جو اضافو ٿيو آهي، ۽ ٻين ٣٨ سالن (١٩٩٩ - ١٩٦١ع) بعد اها اڃا بہ ٻيڻي ٿي ڇهہ ارب کي پهتي آهي. اڌ صدي پوءِ، سن ٢٠٥٠ع ۾ ، چون ٿا تہ ،اها ڏيڍوڻي ٿي نو ارب ٿي ويندي.

فئملي پلاننگ يا خانداني منصوبہ بندي اسانجي دنيا جي هڪ تکڙي ضرورت آهي: ليڪن اها دنيا جي ٽن وسيع ترين مذهبن اسلام، مسيحيت ۽ هندومت جي مڃيندڙن لاءِ ناقابل قبول آهي: آبادي جي ورڇ جي هڪ هندستاني ماهر ، ” اشيس بوس“ چوي ٿو [illegible] اسانجو عوام لازمي

خانداني منصوبہ بندي جي طريقن کي ڪڏهن بہ قبول نہ ڪندو" ۽ واقعي هندستاني وزير اعظم محترمہ اندرانگانڌي جي ١٩٧٧ع جي ڍاڪي ۾ اجتماعي نسبندي جي منصوبي سندس مضبوط اقتدار جو زوال آندو. سياسي عزم ذريعي، هندستان ۾ وڌندڙ شرح پيدائش کي روڪڻ ممڪن نہ رهيو آهي، جنهن ڪري اتي ساليانو هڪ ڪروڙ اسي لک انسانن جو اضافو ٿي رهيو آهي، انڊونيشيا جي سابق آمر حڪمران " سهارتو" ڪنڊم تيار ڪرڻ جا ڪارخانہ کوليا ۽ پوءِ ڪڏهن بہ عوام ۾ مقبول نہ رهيو.

سنڌي زبان ۾ هڪ چوڻي آهي تہ " ماڻهوءَ مان ڪا اُبوچي؟ يعني ماڻهو گهڻا هوندا تہ وڌيڪ پيداوار ٿيندي ۽ ڪا کوٽ نہ پوندي، ليڪن هڪ انگريز شاعر عجب جو اظهار ڪندي چوي ٿو تہ:

The rich gets richer,
And the poor get children,
Aint we got fun!

يعني امير وڌيڪ امير ٿئي ٿو، غريب کي ٽين تا ٻار، کهڙو نہ پوڳ آهي هي يار! غربت سبب ڪيترا غريب انسان پنهنجا ٻار وڪرو ڪن ٿا. امير تماشبين انهن معصوم ٻارن کي خريد ڪري پنهنجي ذوق جي تسڪين ڪن ٿا. ٻار انسان ذات جو مستقبل ۽ گڏيل سرمايو آهي. ليڪن موجوده عالمي اقتصادي نظريہ مطابق ٻارن جو تعداد اقتصادي واڌ ۽ ترقي تي اثر انداز ٿو ٿئي. مثال طور مجموعي قومي پيداوار (GNP) کي آدم شماريءَ سان ونڊي، "في ڪس آمدني" (Per capita income) معلوم ڪئي ويجي ٿي. جيڪڏهن مجموعي قومي پيداوار ۾ خاطر خواهہ اضافي نہ ٿيڻ جي حالت ۾ آدمشماري وڌندي رهي، جيئن ٽين دنيا جي غريب ملڪن ۾ ٿي رهيو آهي، تہ پوءِ بک، بيروزگاري، بيماري ۽ ماڻهوءَ جي ماڻهوءَ کان بيزاري اڻٽر ٿي ويندي.

## جمهوريت:

هڪ طاقتور حڪمران جو پنهنجي همنسل انسان بابت نقط هڪ ئي

ويچار تي سگهي ٿو: طاقت جي ذريعي، مرضي مطابق مٿس حڪومت هلائڻ، يا برابري ۽ انصاف جي بنياد تي هلڻ. تاهم جديد دور جي حڪمراني جو اهم اصول " گجر ۽ - لٺ" جي طريقي تي ٻڌل آهي. جيڪو طاقت کي تسليم ڪري انهي کي گجر ڪارائي خوشحال ڪجي، يا رشوت ڏئي پنهنجو طرفدار ڪجي يا " گهوڙن جي واپار" ذريعي سندس ووٽ حاصل ڪجي، ليڪن جيڪو مهاڏو اٽڪائي انهيءَ تي طاقت جي لٺ وسائجي، ڪيس هر لحاظ کان ڪمزور ڪجي ۽ ميدان مان ڊوڙائي ڪڍجي، يا مجبور ڪري مطيع ڪجي.

حڪمرانيءَ جو بهترين نظام جمهوريت آهي. قومون پنهنجي جمهوري روايتن تي ناز ڪري سگهن ٿيون. جمهوريت جي تاريخ يونان جي شهري رياستن کان شروع ٿئي ٿي ۽ جمهوريت خود هڪ يوناني ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن ۾ "ڊيموس" معنيٰ عوام ۽ " ڪريٽوس" معنيٰ طاقت کي گڏي، " ڊيموڪريسي" (Democracy) جو محاورو ناهيو ويو آهي. "جمهوريت" عربي زبان جو لفظ آهي، جيڪو " جمهور" معنيٰ انساني گروهه يا عوام مان نهيو آهي، جنهن جي معنيٰ بہ عوامي نظام حڪومت آهي. هاڻي جڏهن شهري رياستن، يا ننڍين ملڪن جو وجود باقي نہ رهيو آهي، تڏهن لکين ڪروڙين آدمشماري جي رياستن ۾ عوام سڌي طرح حڪومت هلائي نہ ٿو سگهي، تنهن ڪري عوامي نمائندن جي ذريعي جمهوري حڪومت قائم ڪئي ٿي وڃي، جيڪي عام چونڊن ذريعي ووٽن جي اڪثريت سان منتخب ڪيا وڃن ٿا.

جمهوريت جو يوناني دور مختصر رهيو ۽ جلدي بادشاهيت (Monarchy) ۾ تبديل ٿي ويو. اٽڪل اڍائي هزار سال بعد، اسلامي خلافت ۾ موروثي تخت نشيني کي ترڪ ڪري، عوام جي " بيعت" جي بنياد تي پهريون خليفو مقرر ڪيو ويو. ليڪن پوءِ " نامزدگي" جي اصول تي عمل ٿيو ۽ فقط ٽيهن سالن بعد " خلافت" بہ موروثي بادشاهيت ۾ تبديل ٿي وئي. اهڙي طرح جمهوريت جو اسلامي دور بہ بيحد مختصر هو. آمريڪي انقلاب بعد، يورپ ۾ بہ، جمهوريت جو آغاز ٿيو. هاڻي پوري دنيا ۾ جمهوريت جو چرچو عام آهي ليڪن انهيءَ جا رنگ جدا جدا آهن.

جمهوريت لاءِ ٽي شرط لازمي آهن: ((١) آزاد معاشرو يا سماج (Free Society)، (٢) ڳالهائڻ جي آزادي Freedom of) (Speech، ۽ (٣) حب الوطني (Patriotism). آزاد معاشري ۾، ڪنهن سبب نامقبول ٿيڻ جي باوجود، انسان جي جان سلامت رهڻ گهرجي. ڳالهائڻ يا پنهنجو خيال بنا خوف خطري بيان ڪرڻ جي آزاديءَ بابت فرينچ فلاسفر "والٽيئر" ( ١٧٧٨ - ١٦٩٤ع) جا هي الفاظ ڪافي واضح آهن ته " توهان جيڪي چئو ٿا، آءٌ انهيءَ سان اتفاق راءِ نه ٿو ڪيان: ليڪن آءٌ موت جي حد تائين توهان جي ايئن چوڻ جي حق جو دفاع ڪندس."

حب الوطني جو مطلب آهي ته هر شهري کي پنهنجي وطن، يا ملڪ سان محبت هجڻ گهرجي، ليڪن ذاتي مفاد ۽ ملڪي مفاد جي وچ ۾ فرق ڪرڻ مشڪل آهي. اڪثر حڪمران پنهنجي مخالفين کي ملڪ دشمن عناصر قرار ڏيندا آهن. " والٽيئر" جي همعصر انگريز اديب زباندان ڊاڪٽر سيموئل جانسن (١٧٨۴ - ١٧٠٩ع Samuel Johnson) پنهنجي دور ۾ " حب الوطني" جي غلط استعمال کي ڏسندي لکيو آهي ته، " حب الوطني بدمعاشن جو آخري پناه گاهه آهي." ( ڊان حوالا، ١۴ مئي ١٩٩٩ع) جديد دور جو هڪ عالم سئميون اسٽرنڪي لکي ٿو ته: "جيڪڏهن توهان جمهوريت جو مطلب سمجهڻ ٿا چاهيو ته لئبرري ۾ افلاطون سان گهڻ وقت ۽ وڌيڪ وقت بسن ۾ ويهي عام ماڻهن سان گڏ گذاريو." ( ايضا - ١٨ جولاءِ ١٩٩٩ع) افلاطون (٣۴٧ - ۴٢٧ ق - م Plato) جي تصنيف " ريپبلڪ " (Republic) جمهوريت ۽ عوامي راڄ تي شايد دنيا جو پهريون ڪتاب آهي. سندس پيشگوئي مطابق " جمهوريت جو لاڙو آمريت طرف رهندو". بليس پاسڪل ( ١٦٦٢ - ١٦٢٣ع) هڪ فرينچ ڏاهي، امريڪي انقلاب کان گهڻو اڳي جمهوريت جي خوبي ۽ خاميءَ تي بهترين تبصرو ڪيو هو: هن چيو ته " اڪثريت ( جي راءِ) بهترين طريقو آهي. ڇاڪاڻ ته اهو ظاهر نظر اچي ٿو ۽ پاڻ مڃرائڻ جي طاقت رکي ٿو، تاهم اهو گهٽ اهليت رکندڙن جو رايو آهي. ( ڊان، گارجين سروس ٢٥ آڪٽوبر ١٩٩٩ع).

ازانسواءِ لاديني، سيڪيولر، سياست جي باوجود، مذهبي اقليتن جي

حيثيت ٻئي درجي جي شهرين واري رهي آهي. جيڪڏهن انهيءَ راءِ کي وڌاءُ ڇئجي، ليڪن هندو اِنتها پسندن جي سياسي قوت کي رد ڪري نہ ٿو سگهجي. جيتوڻيڪ ايشيا ۾ هندستان، مسلسل جمهوري نظام جو، هڪ مثال آهي.

مشرق ۾ مغربي جمهوريت جو نظام مڪمل طور تي رائج نہ ٿي سگهيو آهي. مغرب ۾ بہ جمهوريت جا مختلف نمونا رائج آهن: برطانوي، فرينچ، جرمن ۽ امريڪي جمهوري نظام جوڙجڪ ۽ اصولن جي لحاظ کان مختلف آهن. هندستان ۾ آزادي بعد مسلسل جمهوري نظام حڪومت رهيو آهي، ليڪن جمهوري اصولن جي پائمالي جو واضح مثال ڪشمير جي عوام تي سندن مرضي جي برخلاف. فوجي طاقت ذريعي حڪومت ڪرڻ آهي. پاڪستان " اسلامي جمهوري رياست" آهي، تاهم بار بار جمهوري نظام جي ناڪاميءَ جو فوجي حل ڪڍيو ويو آهي. تازو هڪ مغربي تجزئي نگار، رابرٽ ڪئپلن جو حوالو ڏيندي، مارٽن وولڪاٽ پنهنجي مضمون " ٽربل وٿ ڊماڪرسي ان ايشيا" ۾ لکيو آهي تہ " پاڪستان .... کي هڪ نئين وڏيڪ باختيار آمرانہ نظام جي ضرورت آهي، جيڪو انهيءَ کي ٽٽڻ يا انتها پسند اسلامي عناصر کان بچائي." ( ڊان، ٢٥ آڪٽوبر ١٩٩٩ع ص ١٣) اهو هڪ مايوس ڪن خيال آهي. جيڪڏهن ڪنهن معاشري جا سماجي قدر ۽ مذهبي عقائد، انهيءَ جي سياسي رادار تي اپرنڊڙ تيز روشني ۽ آواز مان پرکيا ويندا تہ اهو اندازو زميني حقائق سان مطابقت نہ رکندو. ارٿن وولڪاٽ خود مڃي ٿو تہ: " بدترين وقت ۾ بہ پاڪستانين جو پنهنجي باري ۾ هڪ آزاد معاشري جو احساس پڌرو رهيو آهي ۽ اهو سندن سياسي اساس طور قائم رهيو آهي. ( - ايضا - ) هڪ سماجي نظام ۾ جمهوري ادارا قائم ڪرڻ لاءِ ضروري آهي تہ سماجي نظام ۽ قومي معاشي نظام جي اصلاح ڪجي. ڪميونسٽ نظام جي انحطاط بعد، روس ۾ آيل سماجي سياسي ۽ معاشي اصلاح بعد، موجوده صدر وليڊيمير پوتن اعتراف ڪري ٿو تہ "رياست کي گهرجي تہ ( قومي) ثقافت جي مسلسل حمايت ڪندي رهي ليڪن هرگز انهيءَ کي( مرضي مطابق) هلائڻ جي ڪوشش نہ ڪري. (رائيٽر ماسڪو، ١٢ جون ٢٠٠٠ع) ايران بہ، حضرت امام خميني رح جي

اسلامي انقلاب بعد هڪ اسلامي جمهوري رياست اهي. هڪ خالص ديني اسلامي نظام ۾ جمهوري طريقي سان، اصلاح پسند سياستدان دين ۽ دنيا کي احسن نموني نيائڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهن. ايشيا جي باقي ملڪن ۾ ڪٿي بادشاهيت ۽ ڪٿي صدارتي نظام حڪومت آهي. جپان ۾ جمهوري نظام قائم آهي ۽ قديم شهنشاهيت بہ برائي نام موجود آهي.

جمهوريت محض هڪ سياسي نظام جو نالو نہ آهي، جمهوريت جو بنياد سماجي نظام ۾ سمايل آهي ۽ اهو هڪ گهر جي سماجي ايڪائيءَ کان شروع ٿئي ٿو. هڪ ٻار پنهنجي والدين کي نقل ڪري ٿو. جمهوري طرز عمل سماج جي باقي ادارن، اسڪول، اسپتال، بازار، عبادتگاهہ، تفريح گاهہ وغيره ۾ ابتدائي گهرو تربيت جي باعث قائم ٿئي ٿو. اهو پائدار جمهوريت جو بنياد آهي. اسلامي ديني نظام کي جمهوري سمجهو وڃي ٿو، ڇاڪاڻ تہ انهيءَ ۾ بين مذهبن سان رواداري جو اصول قائم آهي. صلاح مصلحت سان سياسي معاملات طي ڪرڻ هڪ تسليم شده اسلامي طريقو آهي. عام ڀلائي ۽ نيڪي ديني عقيدن ۾ شامل فرض آهن. مغربي جمهوريت ”سيڪيولرزم“ جو هڪ مزيد نظريو قائم ڪيو آهي، جنهن تي دنيا جا اڪثر جمهوري ملڪ عمل پيرا آهن.

” سيڪيولرزم“ بمقابل ” فنڊامينٽلزم“ يا دنيا داري بمقابل بنياد پرستي، اڄڪلهہ جي سياست ۾ عام بحث هيٺ آهي. ٻئي محاورا قرون وسطيٰ جا مسيحي حوالا آهن. اسلام ۾ دين ۽ دنيا ٻنهي کي لازم قرار ڏنل آهي. تاهم ” اسلامي بنياد پرستي“ جي عام شڪايت ڪئي ٿي وڃي ۽ ”ڪميونزم“ بعد انهيءَ جو مقابلو ڪرڻ ضروري سمجهيو وڃي ٿو، ”اسلامي بنياد پرستي“ کان علاوه هندو هنڌرمي، يهودي صيهونيت ۽ مختلف ملڪن ۾ موجود ڪٽر قومپرستي بہ تنقيد جو نشانو بنيل آهي، ليڪن انهن تمام بنياد پرستين جي بنياد طرف توجہ نہ ٿو ڏنو وڃي، انتم سچائي ڇا آهي؟

## انساني رشتا:

زندگيءَ ۾ پهريون مضبوط انساني رشتو ماءُ ۽ اولاد جو رشتو آهي: انهيءَ ڪري انساني معاشره جي شروعات ماءُ جي بالادستي سان ٿي. اها بالادستي محبت ۽ احسانمنديءَ جي بنيادي جذبن تي ٻڌل هئي. پرائيمري تعليم جي پهرين درسي ڪتاب ۾ هي بيت، سنڌ جي سڪولن ۾، پڙهايو ويندو هو:

### سبق ڇو ونجاهون
### منهنجي امڙ (بيت)

(١) مون کي ڪنهن تي ڪير پيارو،
پيار منجهان تي گود ويهاريو،
خوش ٿي هر هر مونڏي نهاريو؟ منهنجي امڙ

(٢) ننڊ ڦٽي مون جڏهن ٿي پيئي،
ڪنهن ٿي سمهاريو لولي ڏيئي،
ڇڏي نه مونکي ڪيڏهن ويئي؟ - منهنجي امڙ.

(٣) پنڌ ڪندي جي ڏڪو ڪاڌم،
ڪنهن ڪٺي تي ڇاتيءَ لاتم،
پيار منجهان ٿي پاڪر پاتم؟ - منهنجي امڙ.

(٤) ٿيس جڏهن تي آءُ بيمار،
دوا ڪرڻ لاءِ تي تي تيار،
ننڊ ڦٽائي رهي هشيار! - منهنجي امڙ

(٥) صبح سانجهيءَ سار لڌائين،
کاڌو پيتو ڪيئن تي ڏنائين،
مون تي پنهنجو ساهه ڇڏيائين! - منهنجي امڙ.

(٦) تو ڪئي مون سان آهه ڀلائي،
تنهن لاءِ ڪريان شڪر سدائي،
مور نه وسري تنهنجي چڱائي! - منهنجي امڙ.

(٧) وڏي جڏهن آءُ وڏو ٿيندس،

سـک سـويـن آءٌ تـوکـي ڏيـنـدس،
توتي پنهنجو سـاهہ ڇڏيندس! - منهنجي امـڙ.
( سنڌي پهريون ڪتاب، سنڌي ادبي بورڊ، ڪراچي، مارچ ١٩٥۴ع
ص ص ٧٨ - ٧٧).

اهو بنيادي انساني رشتو ۽ انهيءَ جو احساس، مشرقي ۽ مغربي تهذيب ۽ تمام انساني معاشرن ۾ ازل کان موجود آهي. هڪ انگريز شاعره " ائن ٽيلر" (Ann Taylor) جو هڪ شعر هن طرح آهي:

Who ran to help me when I fell,
And would some pretty story tell,
Or kiss the place to make it well? _ My Mother.

( ڊان ، ينگ ورلڊ، ٢٣ جون ٢٠٠١ع، you can quote)

انساني تهذيب جي ترقي ۽ سماج جو بنياد خاندان تي رکيو ويو ۽ خاندان جو وڏو، پيءُ هو، جنهن جي نطفي مان پيدا ٿيل اولاد، سندس خاندان قرار ڏنو ويو. اهڙي طرح سماج ۽ ملڪي سياست، جنگ ۽ صلح جي حالت ۾، مردن جي بالادستي قائم ٿي. پيءُ پنهنجي خاندان جي ڪفالت، تعليم ۽ تربيت لاءِ ذميدار ٿيو ۽ اولاد جي ذميداري هئي تہ پيرسنيءَ ۾ پنهنجي ماءُ پيءُ جي ڪفالت ۽ خدمت ڪن. اهو مذهبي ۽ اخلاقي فرض شمار ٿيو، جيڪو دنيا جي مختلف انساني معاشرن ۾ تسليم ڪيو ويو.

جديد انساني معاشري، بالخصوص مغربي معاشري، ۾ انساني رشتن جو تقدس گهٽجي ويو آهي. پوڙهي ماءُ پيءُ کي پاڻ کان الڳ، پوڙهن جي هاسٽلن ۾ رهايو وڃي ٿو. بالغ ڌي ۽ پٽ جي زندگي جي ضرورتن لاءِ والدين پاڻ کي ذميدار نہ ٿا سمجهن. انفراديت ۽ خود غرضي سڌريل معاشرن ۾ گهر ڪري وئي آهي. منافقت ۽ بيائي مهذب انسانن ۾ ڪاهي پئي آهي. ارڙهين صدي عيسوي جي مهذب مغربي معاشرن کان اها ڪار جاري آهي، جيئن والٽيئر Voltaire (١٧٧٨ -- ١٦٩۴ع) پنهنجي فرينچ معاشري ۾ ڏٺو تہ " پنهنجي غلط ڪارين کي درست ثابت ڪرڻ لاءِ ماڻهو پنهنجو فڪر صرف ڪن ٿا ۽ سندن گفتگو فقط سندن خيالن جي پرده پوشيءَ خاطر

آهي. "بظاهر هر انسان کي پنهنجي عقل جو يقين آهي. ليکن چيني پهاڪي موجب " بي يقيني بيقراري آهي، ليکن يقين رکڻ اجايو آهي." انگريز شاعر ٿامس گري (Thomas Gray, ١٧١٦ . ١٧٧١ع) جو هيءُ شعر انهي خيال جي حمايت ٿو ڪري:

Lest men suspect your tale untrue,
Keep probobility in view.

يعني، مبادا ماڻهو تنهنجي ڳالهه ۾ ڪوڙ جو شڪ ڪن،
توکي گهرجي تہ امڪان کي نظر ۾ رک!

## انسان جي مزاج جو مطالعو:

اهل قلم، فڪر و فن، ۽ تاريخ قلمبند ڪندڙن، نوان نظريا پيش ڪندڙن ۽ ٻين جي ويچارن تي تبصرو ڪندڙن، کي مڪمل يقيني بيانات کان پرهيز ڪرڻ گهرجي. اسان هن مطالعي ۾ انسانن جي ڪارگذاري معلوم ڪرڻ جي هڪ سطحي ڪوشش ڪئي آهي. انسان جو مطالعو بيحد عميق آهي. انسان جو صحيح مطالعو خود انسان آهي: The Proper Study of man is man(Longfellow) جيڪو نہ هوند ۾ خوش آهي ۽ نہ اڻ هوند تي صبر ڪري ٿو، ڪنهن بہ انسان بابت چئي نہ ٿو سگهجي تہ آئينده ڇا ڪندو ۽ اها هن کي خود بہ خبر نہ هوندي آهي. هي هڪ پراسرار وجود آهي، جنهن دنيوي زندگي ۾ رشتا جوڙي، هڪ انساني معاشرو قائم ڪيو آهي، ليکن خود ئي انهيءَ معاشري جي بربادي جو باعث بنجي رهيو آهي.

"نئيدرلئنڊس" دنيا جو واحد ملڪ آهي، جتي خودڪشي ڏوهہ نہ آهي، تاهم انهيءَ لاءِ اهو ثابت ڪرڻ ضروري آهي تہ خود ڪشي ڪندڙ هڪلاعلاج مرض ۾ مبتلا آهي. بہ ڊاڪٽر تصديق ڪندا، مريض لکت ۾ عرض ڪندو تہ سندس زندگي ختم ڪئي وڃي ۽ اها مڪمل طبي نظرداريءَ هيٺ ختم ڪئي ويندي. جيڪڏهن مريض ڳالهائڻ يا اشارن ڪرڻ جي بہ قابل نہ آهي تہ ڊاڪٽر اهو فيصلو ڪندا تہ هن جي زندگي ڪڏهہ ختم ڪئي وڃي. ١٢ کان ١٦ سالن جي عمر وارن مريضن جي سنڀاليندڙ جي رضامندي پڻ ضروري آهي. ( ڊان مئگزين، ٥ آگسٽ ٢٠٠١ع، ص ٨)

لا علاج مرض کان علاوه، هر قسم جي مايوسي خودڪشي جو ڪارڻ آهي.

## مايوسي ۽ بيزاري:

خود ڪشي، يا آپگهات ڪرڻ هڪ عجيب فعل آهي. هڪ انسان جيڪو پنهنجي حياتي بچائڻ لاءِ سڀ ڪجهہ ڪري سگهي ٿو، سو جيڪڏهن پنهنجي هٿن سان پنهنجي زندگيءَ جو انت آڻي ته ضرور انهيءَ جا ڪي اسباب هوندا: غربت، غيرت، ناراضگي ۽ لاعلاج بيماري خودڪشيءَ جا خاص سبب آهن. غربت ڪي ڇڏي باقي ٽي خاص سبب امير غريب جو فرق نہ ٿا رکن. تازو جرمنيءَ جي سابق چانسيلر، هيلمٽ ڪوهل (Helmut Kohl) جي زال، هئنيلور ڪوهل (Hannelore Kohl) (١٩٣٣ - ٢٠٠١ع) ٥ جولاءِ ٢٠٠١ع جي ڏينهن خود ڪشي ڪئي. پن پٽن ۽ مڙس جي نالي لکيل الوداعي خط ۾، هن پنهنجي انوکي بيماريءَ کي انهيءَ جو سبب ڄاڻايو آهي. " هئنيلور" کي روشني کان الرجي هئي. انهيءَ ۾ سندس سڄي جسم ۾ سور پيدا ٿيندو هو. ڏينهن جي روشنيءَ ۾ پنهنجي ڪمري کان ٻاهر نڪري نہ سگهندي هئي. برلن ۾ ڪوهل جي خانگي دفتر جي اعلان مطابق، " صحت جي مايوس ڪن صورتحال سبب، هن ( هئنيلور ڪوهل) پنهنجي مرضيءَ سان زندگيءَ کان الڳ ٿيڻ جو فيصلو ڪيو." (رائيٽرس / ڊان، انٽرنئشنل، ٦ جولاءِ ٢٠٠١ع ، ص ١٥) ڪائنس هزارها سال اڳي، مصر جي فرعونڻ، قلوپطره، بہ خود ڪشي ڪئي هئي ۽ انهيءَ جو سبب ذلت تي موت کي ترجيح ڏيڻ هو ۽ اهو سندس غيرت جو سوال هو. ٽين دنيا ۾ اڄ ڪلهہ هزارين انسان غربت ۽ ناراضگي سبب خودڪشي ڪن ٿا. هو مهذب معاشري جي ظلم سبب زندگيءَ کان بيزار ٿي وڃن ٿا.

اڄ بہ دنيا ۾ اهڙا انسان آهن، جيڪي پنهنجي بند معاشره ۾ رهن ٿا ۽ ٻين ترقي يافتہ معاشرن سان تعلق رکڻ نہ ٿا چاهين: مثال طور، بنگال جي ايسمنڊ جي مشرقي ڪناري سان اندمان ٻيٽن تي آباد " اونگ" (Onge) ۽ " جراوا" (Jarawa) قبيلا، جيڪي گذريل سٺ هزار سالن کان، باقي دنيا کان الڳ،پنهنجي پٿر جي دور جي تهذيب مطابق زندگي گذاري رهيا آهن. اهڙا ڪل چار قبيلا آهن، جيڪي ميانمار ( برما) جي جنوب ۾، بہ سو ٻيٽن جي ميڙ ۾، سڪونت پذير آهن. اهي افريقا جي پست قد ( بندرن)

انسانن سان مشابهت رکن ٿا. انگريزن جي دور ۾ ۽ آزادي بعد هندستان جي حڪومت هيٺ، آبادڪاري ۽ مقابلي سبب، انهن جي آدمشماري باقي چار سو بچي آهي. چئن قبيلن مان ٽن قبيلن سان ڪجهه لهوچڙ ٿي آهي. انهن ٽن قبيلن مان هڪ قبيلي سينٽينيلي (Sentinelese) ، جيڪو اتر سينٽينل ٻيٽ تي آباد آهي، اپريل ١٩٧٤ع ۾، ٻاهرين دنيا جي ماڻهن کي پنهنجي طرف ايندو ڏسي، مٿن تيرن جو وسڪارو ڪيو ۽ سائنسدان جيڪو سوئر، تجربي خاطر ڇڏي ڀڳا هئا، انهيءَ کي هنن کهي کائي ڇڏيو. سال ١٩٨٩ع ۾، جڏهن مکيه ٻيٽن جي ٻيلن وچان هڪ ويڪرو رستو تعمير ٿي رهيو هو، تڏهن ” جراوا“ قبائلي اڳيان آيا، انهن جو تعداد ٣٦ هو. ” انڊمان صغير“ (The Little Andaman) جي قديم باشندن، ” اونگ“ قبائلين کي هندستان سرڪار ٻيهر آباد ڪيو آهي. هن سال ڊاڪٽر سنگهه ٤٦ اونگ قبائلين جي ڊي اين اي جا نمونا حاصل ڪيا ۽ سندس تحقيق مان معلوم ٿيو ته هي انسان، لکين سال اڳي، افريقا مان پيرين پيادا هتي پهتا هئا. سندن ” واءِ --- ڪروموسوم“ (Y __ Chromosome ) جي تجزيه منجهان، افريقي نسلن جي قديم دور ۾ جينيائي تبديلي (Genetic _ Muta-tion) بابت معلومات حاصل ٿي آهي. شايد انهيءَ مان سائنسدان انسان جي جسماني ارتقاء بابت ڪوئٽون دليل يا نظريو پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪن، ( ڊان ١٣ مئي ٢٠٠١ع، ورلڊ ان فوڪس / د گارجين نيوز سروس).

## مستقبل جي سوچ ويچار:

مستقبل، يا ايندڙ وقت، بابت سوچ ويچار ڪرڻ انسان جي خاصيت آهي. هو انهيءَ لاءِ رٿابندي ڪري ٿو. تاهم عام طور تي چيو ويندو آهي ته ” سڀاڻو ڪنهن ڏٺو آهي؟“ مستقبل جي پر اسراريت کان ڪوبه انڪار ڪري نه ٿو سگهي، پوءِ به پيشبندي ڪري ٿو، ڇاڪاڻ ته فطري طور تي هو پنهنجي سلامتيءَ لاءِ فڪر مند آهي، ۽ انهيءَ لاءِ جذبو، جبلت ۽ ضمير رکي ٿو.

حال جي حيران ڪندڙ سماجي ۽ فني تبديلين جي رفتار ۽ نوعيت،

سوچيندڙ ذهن کي مجبور ڪيو آهي تہ انهن کي سمجهڻ ۽ ضابطي هيٺ آڻڻ لاءِ، ڪا سائنسي ترڪيب ڪجي ۽ تقدير جو تدبير سان مقابلو ڪجي. انهيءَ لاءِ مستقبل کي ڄاڻڻ ضروري آهي. مغرب جا سماجي ۽ سائنسي ماهر انهيءَ ڪوشش ۾ لڳي ويا آهن. مستقبليات، فيوچرولاجي (Futurology) يا ايندڙ وقت جو علم، هاڻي هڪ مضمون جي صورت وٺي ويو آهي. انهي مضمون جو بنياد، برٽرنڊ ڊي جو ونيل (Bertrand de Jouvenel) جي مطالعي جا شمارا آهن جيڪي " فيوچربلس" (Futuribles) جي عنوان سان امريڪي " فورڊ فائونڊيشن" جي ذريعي شايع ٿي چڪا آهن. " اسٽئنفورڊ ريسرچ انسٽيٽيوٽ" ۽ " رئنڊ ڪارپوريشن" جهڙا امير ادارا اهڙن مطالعن ۽ تحقيقات لاءِ مالي امداد فراهم ڪن ٿا. امريڪا ۾، سال ٢٠٠٠ع تي اڳوات سوچ ويچار ڪرڻ، لاءِ پروفيسر ڊئنيل بيل جي سربراهي ۾ هڪ ڪميشن قائم ڪئي وئي، جنهن ڪافي مواد ڪٺو ڪيو ۽ پيشگويون ڪيون. " هڊسن انسٽيٽيوٽ" طرفان هرمن ڪاهن، انٿوني وائينر ۽ سندن رفقاء جي پرعزم ڪاوش: " سال ٢٠٠٠ سوچ ويچار جو هڪ خاڪو (The year 2000: a frame-work for Speculation) ، هن موضوع تي بهترين مطالعو آهي. چارلس بڪسٽن جي قول مطابق " شطرنج جي راند وانگر، زندگيءَ جي ميدان ۾ بہ، اڳوات سوچ ويچار ڪرڻ سان ڪامياب ٿي سگهبو." تاهم مفروضن کي حقيقت سمجهڻ ۽ عقل ذريعي ايندڙ وقت جي سماج ۽ انساني ڪارگذاري کي وثوق سان بيان ڪرڻ مان گمراهي ۽ خطرناڪ غلط ڪاري جي نتيجن نڪرڻ جو پڻ امڪان آهي.

اڄ جو انسان، ماضي، حال ۽ مستقبل جي چڪرن ۾ غلطان ۽ سرگردان آهي، جيتوڻيڪ اصل ۾ جو ڪجهہ آهي اهو حال آهي، ماضي ڪالهہ حال هو، حال اڄ حال آهي ۽ مستقبل سڀاڻي حال هوندو. تنهن ڪري هميشہ حال تي نظر رکي انهيءَ مطابق صحيح قدم کڻڻ ۾ هر انسان جي ڀلائي آهي، ۽ مجموعي طور تي اها انسان ذات جي بهترين عقلمندي آهي. عالمي سطح تي انسان جو حال افسوسناڪ، عبرتناڪ ۽ ساڳئي وقت اميد افزا بہ آهي. افسوس اخلاقي بحران تي آهي جيڪو عام آهي. عبرت انسانن

جي لاپرواهي ۽ ناعاقبت انديشي سبب، ۽ اميد انسان ذات جي بي پناهہ صلاحيتن جي ظاهر ٿيڻ سبب پيدا ٿئي ٿي. هر انسان سڪون جي تلاش ۾ آهي، جيڪو نہ ايئرڪنڊيشنڊ بند ڪمرن ۽ ڪارين ۾ ميسر آهي ۽ نہ بدامني ۾ ورتل ٻهراڙي جي آزاد فضائن ۾ حاصل ڪري سگهجي ٿو. ذهني سڪون حاصل ڪرڻ لاءِ اميري يا غريبي ضروري شرط نہ آهي. اهڙي طرح فڪر جي آزادي، يا ذهني ڇڙواڳي، خود ذهني انتشار جو ذريعو بنجي ٿي. هيل تائين اربها انسان انهي آزادي جو شڪار ٿي چڪا آهن. ليڪن انسان کي پابند بنائيندڙ قانون، مذهبي، سياسي ۽ سماجي پابنديون بہ انساني معاشره کي پرسڪون بنائي نہ ٿيون سگهن. سڪون انساني قدرن ۾ سمايل آهي. جيتري قدر اهي اقدار بلند ۽ اعليٰ آهن، اوتري قدر ذهني سڪون حاصل ٿئي ٿو. زندگي جو معيار (Standard of life) ۽ زندگيءَ جو انداز (Lifestyle) بہ مختلف پيمانہ آهن: مال دولت، حيثيت، عيش آرام وغيره انسان کي زندگي جي تلخين کان آجو ڪري نہ ٿا سگهن، ليڪن زندگي گذارڻ جو بهتر ڍنگ، رنگ، اصول، عادت ۽ خصلت ۽ برداشت سان يقينا سڪون ۽ صبر فراهم ٿئي ٿو.

انسان جي تاريخ ڏيکاري ٿي تہ جذبو، جسماني قوت (Physical Power) کان وڌيڪ، انساني عظمت جو باعث بنيو آهي. تاريخ جي سورمن جو نظريو (The heroic in history)، جيڪو ٿامس ڪارلائل (                ) پنهنجي ڪتاب سورما ۽ سورما پرستي (                ) ۾ وضع ڪيو آهي، انهي مطابق هڪ سورمي جي عظمت سندس جذبي سان وابستہ آهي، سندس ظالمانہ قوت ۾ مضمر نہ آهي. جارج واشنگٽن (          ) کان وٺي قائد اعظم محمد علي جناح (          ) تائين سڀ قومن جا معمار قوميت جي جذبي سان معمور هئا ۽ هنن اهو جذبو پنهنجي قوم ۾ پيدا ڪيو. جيڪو ڪردار جارج واشنگٽن، سرونسٽن چرچل، مائوزيتنگ، يا هوچي منهہ ادا ڪيو ۽ جيڪي ڪارناما سرسيد احمد، علامہ اقبال، ڪمال اتاترڪ ۽ قائد اعظم محمد علي جناح ڪري ڏيکاريا، اهي محض وقتي آزادي حاصل ڪرڻ جي صورت ۾ نہ هئا، ليڪن انهن هڪ پائدار ڪل وقتي جذبہ قوميت کي جنم ڏنو، جيڪو ڪائنن پوءِ بہ قائم رهيو.

ڪارلائل جو قول مطابق، ” عالمي تاريخ، بنيادي طور تي، انهن عظيم انسانن، يا سورمن، جي تاريخ آهي، جن نہ فقط ڪي قدر ( يا اصول، Values) قائم ڪيا، جن تي عمل ڪري ٻيا انسان حقيقي آزادي حاصل ڪن، بلڪ هنن انسان ذات جي انهي عميق ( فطري) ضرورت جي پڻ تسڪين ڪئي، جنهن موجب سورمن جو احترام، ڪرڻ لازم آهي.“ تاريخ جا سورما هزارين بلڪ لکين تي گذريا آهن. انهن مان گهڻا گمنام آهن، جن جو ذڪر باقي رهيو آهي، جيڪڏهن انهن جا فقط ڪوائف جمع ڪجن، تہ بہ هڪ ضخيم ڪتاب جا ڪيئي جلد لکجي وڃن. ايترن عظيم انسانن جي ڇڏيل علمي ادبي قومي ۽ روحاني ميراث مان موجوده دور جي انسانن ڪهڙو فائدو حاصل ڪيو آهي؟ اڄ جو انسان ڇاڻ ۽ رهبري جي شڪايت اجائي تو ڪري. انهيءَ تي هڪ لطيفو صادر اچي ٿو؛ چون ٿا تہ هڪ نئون پرڻيل جوڙو هڪ ماهي خاني (Aquarium) جو سير ڪرڻ ويو، اتي گهوٽ هڪ اٺ هٿي ڪيڪڙي (Octopus) کي ڇتائي ڏسڻ لڳو ۽ گهڻي دير انهيءَ کي ڏسندو رهيو، تنهن تي ڪنوار پڇيس تہ ” هن ڪيڪڙي ۾ ڪهڙي ڳالهہ آهي، جنهن کي ايتري دير کان غور سان ڏسو پيا؟“ گهوٽ جواب ڏنو تہ ” هن جون اٺ ٻانهون ڏسي سوچيان پيو تہ جيڪڏهن مونکي بہ اٺ ٻانهون هجن تہ انهن ۾ توکي جهلي پيار ڪريان!“ ڪنوار پنهنجو منهن ٻئي پاسي ورائي چيو تہ ”قدرت توهان کي جيڪي بہ ٻانهون ڏنيون آهن، توهان هن وقت تائين انهن کان ڪهڙو ڪم ورتو آهي جو اٺن ٻانهن جي سڌ پيا ڪيو!“ اڪثر انسانن جو مثال انهيءَ طرح آهي تہ هو موجود وسيلن کي مڪمل طرح ڪم نہ ٿا آڻن، ٻوءِ اهي علمي ، عملي يا مادي وسيلا ڇونہ هجن، ليڪن انهن جي اڻاٺ جي هميشه شڪايت ڪندا رهن ٿا، ۽ اهڙي طرح پنهنجي گهٽ ڪارڪردگيءَ تي پردو وجهڻ جي بيسود ڪوشش ڪن ٿا.

انسان کي پنهنجي عملي صلاحيت بهتر بنائڻي پوندي نہ تہ تيزي سان بدلجندڙ دنيا جي حالات ۾ ٽڪي نہ سگهندو. علم کي عمل جو هڪ حصو سمجهڻ گهرجي. سائنسي ۽ فني ايجادات مان ڀرپور فائدو حاصل ڪرڻ گهرجي. انهيءَ سان گڏ ياد رکڻ گهرجي تہ اخلاق بغير علم ۽ عمل انسانيت

جو موت آهي.

## شخصي آزادي:

شخصي آزادي هر انسان جو پيدائش حق آهي. تاهم ڏاهي جي قول مطابق، " انسان آزاد ڄائو آهي، ليڪن هر هنڌ زنجيرن ۾ جڪڙيل نظر اچي ٿو." سورهين کان اٺويهين صدي عيسوي تائين يورپ ۾ انسان جي آزاديءَ جي اپٽار ٿيندي رهي. نتيجي ۾ " لبرلزم" جو نظريو قائم ٿيو جنهن تحت انفرادي آزاديءَ جو اصول بنايو ويو. ليڪن افراد جي باهمي متنازع معاملات کي نبيرڻ لاءِ رياست يا حڪومت جي " انفرادي آزادي" جي حق تي بالادستي قائم رهڻ لازمي هئي، ورنہ سماجي جوڙجڪ کان اڳ واري حالت ٿي وڃي ها جڏهن انسان جي زندگي " تنها، مفلس ، ناگوار، سنگدل ۽ مختصر هئي."

انگلئنڊ ۾ "جان لاڪ" ( ١٦٣٢ - ١٧٠۴ع John Locke,) جي ڪتاب " د نئچرل لا" ( ١٦٨٩ع) انساني آزاديءَ جو هڪ انقلاب برپا ڪيو. هن قانون مطابق ڪوبہ شخص ٻئي ڪنهن شخص جي جان، مال، صحت ۽ آزادءَ کي نقصان پهچائي نہ ٿو سگهي. خلاف ورزي ڏوهہ شمار ٿيندي ۽ حڪومت جو فرض آهي تہ اهڙي ڏوهاري کي موزون سزا ڏئي. هن قدرتي قانون مغرب ۾ هڪ تحريڪ پيدا ڪئي، جنهن ١٦ - هين صدي عيسوي ۾ " رومن ڪئٿولڪ ڪليسا" ۾ اختلاف پيدا ڪيو، ١٨ - هين صدي عيسوي ۾ امريڪي ۽ فرينچ انقلاب، هن تحريڪ جو ثمر هئا. امريڪي انقلاب ( ١٧٧٦ع) جي پڌرنامي ۾ اعلان ڪيو ويو تہ " جان، آزادي ۽ خوشي جو حصول" هر انسان جو اٽل حق آهي. سڀ انسان برابر خلقيا ويا آهن ۽ خالق انهن کي ڪجهہ دائمي حق عطا ڪيا آهن. فرينچ پڌرنامي ( ١٧٩١ع) ۾ چيو ويو تہ " حقن جي لحاظ کان انسان آزاد ڄمن ٿا ۽ آزاد زندگي گذارن ٿا ۽ پاڻ ۾ برابر آهن.......... آزادي، ملڪيت، سلامتي ۽ ظلم جي خلاف مهاڏو اٽڪائڻ جو حق، انساني حقن ۾ شامل آهن. ٻنهي پڌرنامن ۾ وڌيڪ ڄاڻايو ويو تہ " حڪومت عوام جي مرضيءَ مطابق هجڻ گهرجي. فرينچ آزادي جي پڌرنامي ۾ " آزادي" جي وضاحت ڪئي وئي: جيڪي ٻين لاءِ نقصان ڪار نہ آهي، انهيءَ جي ڪرڻ جي صلاحيت کي آزادي چئجي ٿو. انهيءَ جي وڌيڪ وضاحت ڪئي وئي تہ

”هڪ فرد جي قدرتي حقن جي استعمال جي ڪا حد مقرر نہ آهي، سواءِ انهيءَ جي تہ معاشري جي ٻين فردن جي ساڳين حقن ماڻ ڪي يقيني بنايو وڃي.“

امريڪا جي سورهين صدر ابراهم لنڪن (۱۸٦۵ - ۱۸۰۹ع) پنهنجي هڪ تقرير دوران چيو تہ ” ڪي بہ انسان، ڪٿي بہ رهندا هجن، جيڪڏهن چاهين ٿا، ۽ انهيءَ جي سگهہ بہ رکن ٿا، تہ انهن جو حق آهي تہ بغاوت ڪن، موجود حڪومت کي لوڏي ڇڏين ۽ هڪ نئين حڪومت قائم ڪن. اهو هڪ بيحد قيمتي ۽ مقدس حق آهي. اهو حق اسانجي اميد ۽ يقين موجب دنيا کي آزادي بخشيندو.“ ( ڊان، حوالا، ۱۳ جنوري ۱۹۹٦ع)

آزاديءَ جي علمبردارن لاءِ، انگريز فلاسفر، ” لارڊ برٽرنڊ رسيل“ (۱۹۹۵ - ۱۸۷۳ع Lord Bertrand Russell) پنهنجي آتم ڪهاڻي ۾ ڏهہ امر تجويز ڪيا آهن: (۱) ڪنهن بہ ڳالهہ بابت مڪمل يقين نہ رکو. (۲) ثبوت لڪائي ڪابہ ڪاروائي نہ ڪريو، اها ڪارگرنہ ٿيندي، ڇاڪاڻ تہ ثبوت يقينا پڌرو ٿي پوندو. (۳) فڪر کي پست نہ ڪريو ڇاڪاڻ تہ توهان (آزادي جا علمبردار) ضرور ڪامياب ٿيندؤ (۴) جڏهن توهان کي مخالفت کي منهن ڏيڻو پوي، پوءِ اها مخالفت توهان جي مڙس يا زال يا اولاد جي طرفان ڇونہ هجي، ڪوشش سان انهيءَ کي ختم ڪريو، ڇاڪاڻ تہ طاقت سان حاصل ڪيل ڪاميابي غير حقيقي ڪاميابي ۽ هڪ وهم هوندي آهي. (۵) ٻين جي اختيار جو (لازمي) احترام نہ ڪريو، ڇاڪاڻ تہ اختياريون هميشہ متضاد هونديون آهن، (٦) ٻين جي راءِ، جيڪا توهان جي نظر ۾ مهلڪ آهي، انهي کي طاقت سان دٻائڻ جي ڪوشش نہ ڪريو. جيڪڏهن ايئن ڪندا تہ اها راءِ (خود) توهان کي زير بار ڪري ڇڏيندي. (۷) عجيب و غريب راين جي اظهار ڪرڻ کان نہ گهبرايو، ڇاڪاڻ تہ هر راءِ يا نظريو جيڪو هاڻي قابل قبول آهي سو منڍ ۾ عجيب و غريب هو. ( سماج جي مرڪزي سوچ کان هٽيل هو)، (۸) بغير اعتراض هم خيالي کان عقلمند نااتفاقي کي وڌيڪ پسند ڪريو، ڇاڪاڻ تہ جيڪڏهن توهان عقل جو قدر ڪندا، جيئن توهان کي ڪرڻ گهرجي، تہ اڳين ڳالهہ ( هم خيالي) کان توهان کي پوئين ڳالهہ ( عقلمند نا اتفاقي) ۾ هڪ اونهي هم خيالي نظر ايندي، (۹) اصولي طور تي

سچ ڳالهايو، توٽي ڪٽي سچ تڪليف ده هجي، ڇاڪاڻ تہ انهيءَ کي لڪائڻ وڏيڪ تڪليف ڏيندڙ آهي ۽ (١٠) جيڪي ماڻهو بيوقوفن جي جنت ( وهم ۽ تصور) ۾ رهن ٿا، انهن جي خوش ٿيڻ تي ريس نہ ڪريو، ڇاڪاڻ تہ فقط هڪ بيوقوف ئي سمجهي سگهي ٿو تہ اها جنت آهي. ( ڊان، ريويو ٧ -- ١ فيبروري ٢٠٠١ع ص ٦).

برطانوي مفڪر ۽ ماهر اقتصاديات، جان اسٽوئرٽ مل ( ١٨٧٣ - ١٨٠٦ع John Stuart Mill) پنهنجي ڪتاب: " آن لبرٽي" ۾ لکي ٿو تہ ، " فقط انفراديت جي سنوارڻ سان ئي صحيح طور تي ترقي يافتہ انسان پيدا ٿا ٿين، يا پيدا ڪري سگهجن ٿا." امريڪي شاعر فلاسفر، " رالف والڊو ايمرسن" جو چوڻ آهي تہ " ڪڏهن بہ ٻئي ڪنهن کي پاڻ جهڙو بنائڻ جي ڪوشش نہ ڪريو. توهان ڇاڻو ٿا ۽ خدا کي خبر آهي تہ توهان مان هڪڙوئي ڪافي آهي". ( اربريزينٽيٽو مئن، ١٨٥٠) دنيا جو حسن اختلاف جي باعث آهي. اردو زبان جو مايہ ناز شاعر شيخ ابراهيم ذوق (١٨٥۴ - ١٧٨٨ع) فرمائي ٿو تہ:

"گلهائي رنگ رنگ سے هے زينت چمن
ذوق اختلاف سے هے زيب اس جهان کو."

هڪ آمريڪي شاعره، سوسن پوليس شٽز (Susan Polis Schutz) جو هي سادو ڪلام بهتر انساني تعلقات جو نمونو بيان ڪري ٿو:

I do not
Want to change you,
You know what,
Is best for you,
Much better than I.
I do not
Want you to change me,

I want you to,
Accept me and respect me,
The way I am.
We can build,
A strong relationship,
Based on reality,
Rather than a dream.

يعني:

مــان نـ ٿي چاهيــان تـ توکي تبــديل ڪريان
تون مــــون ڪـــان بهـــتـــر چاڻين ٿــــو
تنـهـنجي لاءِ ڇا بهـــــتـــــر آهــي.

مــان نـ ٿي چاهيــان تـ تون مــون کي بدلائين
پر چاهيـــان ٿي تـ تون مــونکي قــبــول ڪرين
۽ مـــــانُ ڏيـن، جهـــــڙي بـ آهيــــان.

اهـــــــڙي ريـــــــت اســـــين
هڪ مــضــبــوط رشـــتــو جوڙينداسين
جيـڪـو خواب ڪـان وڌيڪ حـقـيـقي هوندو.

انسان جو فڪر، علم ۽ ايجاد تمام انسان ذات ۽ سندن عالمي برادري جي گڏيل ميراث آهي. انهيءَ کي مغربي يا مشرقي عنوان ڏيڻ مڪمل طور تي درست نـ آهي، ڇاڪاڻ تـ مغربي تهذيب مشرق کان متاثر ٿي هئي ۽ هاڻي مشرقي تهذيب کي متاثر ڪري رهي آهي. تهذيبن، قومن ، نسلن ۽ زبانن جي باهمي آميزش هڪ تاريخي حقيقت آهي، جنهن کان انڪار ڪري نـ ٿو سگهجي. البتـ مقامي رنگ و نسل، تهذيب ۽ ثقافت ، زبان ۽ سماجي، معاشرتي زندگي جي فرق ۽ آزاديءَ کي تسليم ڪرڻو پوندو. انهيءَ کي هڪ عالمي ثقافت، يا " گلوبل ڪلچر" ۾ تبديل ڪري نـ سگهبو.

## عالمي دهشتگردي:

انسان جي تاريخ جو هي مطالعو لکجي پورو ٿيڻ تي آيو، تہ اچانڪ، تاريخ ١١ سپٽمبر ٢٠٠١ع تي، يونائيٽيڊ اسٽيٽس آف امريڪا ۾ هڪ انسانيت سوز سانحو ٿي گذريو. هڪ ڪلاڪ جي اندر دنيا ڇا مان ڇا ٿي وئي. دنيا جي عظيم ترين عسڪري، اقتصادي ۽ فني مهارت جي مالڪ قوم ۽ ملڪ جا منتظمين پنهنجي چار هزار کان وڌيڪ بيگناهہ، محنت ڪش ۽ باصلاحيت شهرين کي اوچتي موت جي منهن ۾ وڃڻ کان بچائي نہ سگهيا. ڪامياب حملي آور هڪ دهشتگرد گروهہ آهي، جيڪو " پاڇن جي پويان ڪاروائي ڪري ٿو" ۽ حڪومتي اهلڪار، دهشتگردن کي پڪڙي، انصاف جي ڪٽهڙي ۾ بيهاري نہ ٿا سگهن. هاڻي عالمي دهشتگردي جو دور اچي ويو آهي. چون ٿا تہ عرب پٽي " اسامه بن لادن"، هڪ بين الاقوامي دهشتگرد تنظيم جي اڳواڻي ڪري رهيو آهي. آمريڪا طرفان اڳيئي مٿس دهشت گرد ڪاروائين جو الزام عائد ڪيل آهي ۽ سندس ميزبان ملڪ افغانستان جي طالبان حڪومت کان اقوام متحده جي سلامتي ڪائونسل سندس ٻانهن امريڪا جي حوالي ڪرڻ جي تقاضا ڪئي آهي. هاڻي هن جديد دنيا جي بيحد هيبتناڪ واقعي جو الزام بہ " اسامه بن لادن" ۽ سندس تنظيم " القاعده" تي اچي رهيو آهي. امريڪا جي صدر ، " جارج ڊبليو بش" ، "اسامه" کي زنده يا مرده حالت ۾ هٿ ڪرڻ جو حڪم ڏنو آهي، ۽ امريڪي سينيٽ انهي مقصد لاءِ ڪيس طاقت جي استعمال ڪرڻ جي اجازت ڏئي ڇڏي آهي. هر ملڪ ، قوم ۽ معاشري هن بهيمانہ ڪاروائي جي مذمت ڪئي آهي، تاهم اڪثريت تحمل ۽ مڪمل جانچ بعد اقوام متحده جي معرفت انصاف پري جوابي ڪاروائي يا ڏوهارين کي سزا ڏيارڻ جي صلاح ڏني آهي. دنيا جي عظيم طاقت ۽ باصلاحيت قوم، امريڪن، جي عزت، غيرت ۽ عوامي جذبات جو سوال آهي. پهريون شڪ، ابلاغ عامہ جي شهہ تي مسلمان بنياد پرستن، عام مسلمانن ۽ خاص طور تي عرب امريڪي شهرين تي ڪيو وڃي ٿو ۽ امريڪا، خواهہ ٻين ملڪن ۾ امريڪي شهرين ۽ مسيحين طرفان مسلمانن ۽ سندن عبادتگاهن ۽ مرڪزن تي حملا ڪيا ويا آهن، جنهن جي امريڪي صدر مذمت ڪئي آهي. هن بيحد افسوسناڪ ۽ خطرناڪ واقعي جا تفصيلات ڪجهہ هن طرح ملن ٿا تہ تاريخ ١١ سيپٽمبر ٢٠٠١ع بروز اڱارو، صبح جو،

چار تجارتي مسافر هوائي جهاز هڪ ئي وقت امريڪا ۾ مختلف هنڌن تان اغوا ٿيا: (۱) بوئنگ ۷۵۷ ، امريڪن ايئرلائينس جي پرواز ۷۷، واشنگٽن جي ڊليس هوائي اڏي تان ٦۵ مسافر کڻي اڏام ڀري ۽ سڌو وڃي پينٽگن جي عمارت سان ٽڪرايو، اتي ۲۴۰۰۰ فوجي ماهر ۽ وزارت دفاع جا ملازم ڪم ڪري رهيا هئا. ابتدائي خبرن مطابق ۸۰۰ موت واقع ٿي چڪا آهن (۲) ٻئي جهاز بوسٽن جي هوائي اڏي تان لاس انجلس لاءِ پرواز ڪيو ۽ نيويارڪ جي مٿان عالمي تجارتي مرڪز جي ۱۰۰ – منزلي عمارت جي اترئين ٽاور تي اچي ڪريو. (۳) ۱۸ منٽن بعد، يونائيٽڊ ايئر لائينس جو بوئنگ ٧٦٧ فلائيٽ نمبر ۱۷۵، جيڪو پڻ بوسٽن کان لاس انجلس وڃي رهيو هو، ڏاکڻي مينار سان، گوهي ڏئي، اچي ٽڪرايو ۽ سڄي " ٽُئِن ٽاور" بلڊنگ، ۱۰۰۰ کان ۲۰۰۰ ڊگريون فئر نهائيت جي حرارت هيٺ، سڙي ڀُري ۽ ڍهي ڍير ٿي وئي. انهي عمارت ۾ ان وقت تخميني مطابق پنجاهه هزار ملازم موجود هئا ۽ روزانه ڪم ڪار لاءِ ايندڙ ماڻهن جو سراسري تعداد ڏيڍلک ٻڌايو وڃي ٿو، ابتدائي اندازي مطابق پنج هزار کان مٿي ماڻهو مري چڪا آهن. (۴) ساڳي هوائي ڪمپني ، يونائيٽڊ ايئر لائينس جو بوئنگ ۷۵۷، پرواز نمبر ۹۳، نيوآرڪ (نيوجرسي) مان سئنفرئنسسڪو طرف اڏاميو، اغوا ڪندڙن جو رخ واشنگٽن ۾ وائيٽ هائوس طرف هو، ليڪن پينسلوينيا ۾ پٽسبرگ جي قريب ڪري تباهه ٿي ويو. هن جهاز ۾ سوار ۴۵ مسافر، اغوا ڪندڙ ۽ جهاز جي عملي سميت، اجل جو لقمو بنجي ويا. انهن ۾ امريڪي ساليسٽر – جنرل، " ٽيڊ اولسن" جي گهر واري ميڊم " بار برا اولسن" به الله کي پياري ٿي وئي. ليڪن موت کان اڳي، سيليولرفون تي، مڙس سان رابطو ڪري کيس اغوا جي واردات کان واقف ڪيائين. هن ٻه دفعا رابطو ڪيو، پهرين دفعي چيائين ته "اسانجو جهاز اغوا ٿي رهيو آهي." هن ٻڌايو ته فقط چاقن سان مسلح اغوا ڪارن مسافرن کي جهاز جي پٺين حصي ۾ جمع ڪيو آهي. مسٽر ٽيڊ اولسن هڪدم " جسٽس ڊپارٽمينٽ " کي اطلاع ڪيو. ميڊم باربرا جي ٻي فون ڪال مختصر هئي ۽ پوءِ خاموش ٿي وئي. ٻنهي فون ڪالن جا ٽيپ، ايف ، بي ، آءِ ( فيڊرل بيورو آف انويسٽيگيشن) جي حوالي ڪيا ويا آهن. ( رائٽر / ڊان ۱۳ سپٽمبر ۲۰۰۱ع، ص ۱۵)

جيڪڏهن " اسامه بن لادن" ۽ سندس تنظيم " القاعده" هن واقعي لاءِ ذميدار آهي، تہ جيڪا فني مهارت، مخفي ڪاروائي ۽ ڪامياب حڪمت عملي هن ڀيانڪ واقعي مان ظاهر ٿئي ٿي، اها دنيا جي ڪنهن بہ ملڪ جي حفاظتي انتظامات ۽ فني صلاحيتن لاءِ هڪ خطرناڪ چئلينج آهي. هڪ غير رياستي عسڪري تنظيم، پوري دنيا لاءِ، تڪڙو خطرو بنجي وئي آهي، سو ڪيئن ٿي سگهي ٿو. ۽ ڪيئن ٿيو آهي؟

سعودي عرب منحرف، اربپتي ، اسامه بن لادن، افغان - روس لڙائي (١١٨٩ - ١٩٧٩ع) ۾، پنهنجي جماعت سان، شامل ٿيو. سندس جنگي حڪمت عملي ۽ ذاتي صلاحيت سبب امريڪا جي خفيہ ايجنسي سي آءِ اي (CIA) سندس مالي ۽ جديد اسلحي امداد ڪئي.

افغانستان مان روسي فوجن جي واپسيءَ، بعد اسامه بن لادن افغانستان ۾ مقيم رهيو ۽ اطلاعات موجب فوجي سکيا جا مرڪز قائم ڪري مجاهدين جي تربيت ڪندو رهيو. جڏهن ١٩٩١ع ۾ گلف وار لڳي، امريڪا ۽ سندس اتحادين بغداد تي ڪارپيٽ بامبنگ ( چپي چپي تي بمباري) ڪئي ۽ سعودي عرب ۾ امريڪي فوجن پنهنجو مستقل مرڪز قائم ڪيو. تڏهن اسامه بن لادن امريڪن جي خلاف جهاد جو اعلان ڪيو. سال ١٩٩٨ع ۾ افريقا جي ٻن ملڪن ۾ امريڪي املاڪ تي تباهہ ڪن حملو ٿيو. نيروبي (ڪينيا) ۽ دارالسلام ( تنزانيہ) تي ٿيل بارودي حملن جو انتقام سوڊان ۾ واقع ڪيميائي ڪارخاني کي تباهہ ڪرڻ سان ورتو ويو، جيڪو اسامه بن لادن جي ملڪيت ڄاڻايو ويو. انهي وقت تائين افغانستان ۾ " طالبان" حڪومت قائم ٿي چڪي هئي، جنهن اسامه بن لادن کي امريڪا يا اقوام متحده، يا ڪنهن ٽئين ملڪ جي حوالي ڪرڻ کان انڪار ڪيو. افغانستان جي طالبان حڪومت تي اقتصادي پابنديون لڳايون ويون. تاهم اها " اسامه بن لادن" کي هڪ معزز مهمان طور پاڻ وٽ رهائڻ لاءِ بضد رهي. نيويارڪ ۽ واشنگٽن ۾ آندل تباهي ۽ هزارها انساني جانين جي بي قصور قتل جو الزام بہ اسامه بن لادن تي آهي. افغان عالمن ڪيس رضاڪارانہ طور تي پنهنجي سهوليت مطابق افغانستان ڇڏي وڃڻ لاءِ درخواست ڪئي ڇاڪاڻ تہ افغانستان تي فوري امريڪي حملي جو خطرو هو، جيڪو ٧ آڪٽوبر ٢٠٠١ع تي عمل پذير ٿيو

۽ مسلسل جاري آهي.

دهشتگرديءَ جي خلاف هڪ عالمي رد عمل پيدا ٿيو آهي ۽ هڪ عالمي اتحاد جو امڪان پيدا ٿيو آهي، جنهن جي سربراهيءَ لاءِ اقوام متحده جي سيڪريٽري جنرل ڪوفي عنان، هن عالمي تنظيم جون خدمات آڇيون آهن. صبر، استقلال ۽ پوري جانچ پڙتال سان دنيا ۾ دهشتگردي تي ضابطو آڻي سگهجي ٿو. ابهرائي ۽ بغير مڪمل ثبوت فقط شڪ جي بنياد تي، ڪنهن انتقامي فوجي ڪاروائي ۾ هڪ مزيد انساني سانحو واقع ٿيندو، جيڪو مزيد دهشتگردي جو موجب ٿيندو.

دهشت گردي محض هڪ علامت آهي، اصل مرض ۽ مصيبت جو بنياد معلوم ڪرڻ ۽ انهيءَ کي دور ڪرڻ ڪانسواءِ، هي علامت ڪجهه دير غائب ٿي سگهي ٿي، ليڪن اصل مرض باقي رهجي ويندو ۽ موقعو ملڻ تي پيهر عذاب پيدا ڪندو. هن وقت امريڪي قوم ڏکويل آهي ۽ بيحد غصي ۾ آهي، جيڪڏهن سندن توجه عذاب الاهي ڏانهن ڇڪائجي ٿو تہ سخت برهم ٿين ٿا. تاهم چوڻ وارا چئي ڏين ٿا. واقعي ڪان ٿي ڏينهن پوءِ، واشنگٽن مان، اي ايف پي (AFP) خبر ڏني تہ ٻہ مشهور امريڪي مسيحي شخصيتن پنهنجي بيان ۾ چيو آهي تہ امريڪي سرزمين تي بدترين دهشتگرد حملو، اهوڪي آهي، جنهن جا " شايد اسين مستحق آهيون ....... جيڪڏهن واقعي خدا پردو ڪڻندو رهيو ۽ امريڪا جي دشمنن کي ڇوٽ ڇڏيائين تہ اسان سان اها ڪارڪن جنهن جا اسين مستحق آهيون، تہ پوءِ منهنجي خيال ۾ اسان دهشتگردي جي اجا پوئين نالي ڏني آهي. اسان کي اجا اهو نہ ٿو سجهي تہ هو (دهشتگرد) وڏي (انساني) آبادي سان ڇاڪري سگهن ٿا. اهو انهيءَ ڪري ٿيو، جو ماڻهو بدڪار آهن. اي سي ايل يو ( امريڪن سول لبرٽيزيونين) کي هن واقعي جي گهٽي ذميداري قبول ڪرڻ گهرجي. ٻار ڪيرائڻ جي حمايتن (Abortionists) کي ڪجهه قدر هن ذميداري جو بار کڻڻ گهرجي. ڇاڪاڻ تہ خدا تي ٺٺولي ڪري نہ سگهبي ۽ جڏهن اسين چار ڪروڙ ننڍڙن معصوم ٻارڙن جي حياتي تلف ڪريون ٿا، تڏهن خدا بيحد ناراض ٿو ٿئي. مونکي درحقيقت يقين آهي تہ ڪافر (Pagans) ۽ حمل ضايع ڪرائيندڙ (Abortionists) ۽ نسوانيت جا علمبردار (Feminists) ۽ لونڊيباز

نوجوان ۽ رنڊيباز نوجوانڙيون (Lesbians) ، جيڪي سرگرميءَ سان انهيءَ
کي زندگي جو متبادل انداز بنائڻ جي ڪوشش ۾ مشغول آهن، امريڪي انداز
زندگي جا حمايتي " اي، سي، ايل، يو" وارا، اهي سيئي جن امريڪا کي "
لادين" (Secular) بنائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، آءُ انهن جي منهن طرف
آڱر کڻي چوان ٿو تہ " توهان هن (سانحي) جي ٿيڻ ۾ مدد ڪئي آهي". (
پروٽيسٽنٽ ٽي - وي ايونجلسٽ، جيري فالويل (Jerry Falwell) ۽
پئٽ رابرسٽن (Pat Roberston) ( ناڪام صدارتي اميدوار) ،
ڪرسچن براڊڪاسٽنگ نيٽ ورڪ (CBN) / اي، ايف، پي / ڊان
انٽرنئشنل ص ١٥، سپٽمبر ١٥، ٢٠٠١ع)

عراق جي صدر صدام حسين امريڪي صدر جارج ڊبليو بش کي آڇ
ڪئي آهي تہ امدادي ڪاروائين لاءِ عراقي ماهرين موڪليا وڃن، ڇاڪاڻ تہ"
توهان جي مهربانين سان اسين انهيءَ ڪم ۾ پڙ ٿي ويا آهيون !" ( ڊان، ٢١
سپٽمبر ٢٠٠١ع) بيرون ملڪ، دهشتگردي ۽ نا انصافي ۾ امريڪي سرد
مهري ۽ ڪن واقعن ۾ سي آءِ اي جي شموليت، وچ مشرق ۾ عرب ۽
فلسطيني مفادات جي خلاف اسرائيل جي حمايت جو الزام، عربستان جي
پاڪ اسلامي سرزمين تي امريڪي فوجين جي مسلسل موجودگي، زبردستي "
عالميت" (Globalization) کي بين ملڪن ۽ قومن تي مسلط ڪرڻ جون
ڪوششون ۽ اهڙيون بيون يڪ طرفہ پاليسيون ۽ انهن هيٺ ڪنيل اقدامات مان
امريڪا ۽ مغربي دنيا جي دائمي مفادات کي نقصان پهتو آهي. جيڪڏهن حق ۽
انصاف جي واٽ وٺي مناسب بين الاقوامي تعلقات ذريعي حقيقي دوستي قائم
ڪئي وئي تہ ايڪويهين صدي ۾ انساني معاشرن جي اصلاح ۽ بهبودي
ممڪن آهي ورنہ بربادي مقدر آهي.

في الحال امريڪي رد عمل، صدر بش جي بيانات مطابق هن طرح آهي:
(١) هيءَ ايڪويهين صديءَ جي پهرين جنگ آهي، جنهن ۾ دشمن ۽ نشانن
جي سڃاڻپ مشڪل آهي. (٢) تنهن ڪري اها هڪ طويل جنگ هوندي،
جيڪا ڏهن سالن تائين جاري رهندي (٣) هن جنگ ۾ سڀ سفارتي، مالي،
سياسي ۽ فوجي ذريعا استعمال ڪيا ويندا. (٤) هن جنگ جو مقصد " بين
الاقوامي دهشتگرديءَ" جو دنيا مان خاتمو ڪرڻ آهي. (٥) دهشتگرد گروهن

ڪي پناهہ ڏيندڙ ملڪ بہ دهشتگرد ۽ دشمن قرار ڏنا ويندا.

اهي بين الاقوامي دهشت گرد ڪير آهن؟ اهي جيڪي ظلم ۽ استحصال جي ماحول ۾ پلجي وڏا ٿيا آهن. اهي ساڻن ٿيل بي انصافين جو بدلو بي گناهہ شهرين کي ماري ۽ املاڪ کي وڏ ۾ وڏ نقصان پهچائي، وٺڻ چاهن ٿا، جيڪا خود هڪ وڏي بي انصافي آهي.

نيويارڪ جي مئنهٽن علائقي ۾واقع عالمي تجارتي مرڪز (WTC) جي " ٽئن ٽاور" عمارت تي ١٨ منٽن جي وقفي سان بہ حملا ٿيا ۽ ٻئي منارا ڍهي پٽ پيا. اڌ ڪلاڪ بعد واشنگٽن ۾ امريڪا جي دفاعي مرڪز " پينٽگن" تي حملو ٿيو. فقط ١٩ اغوا ڪارن، بغير هٿيارن، دنيا جي عظيم ترين فوجي، مالي ۽ فني طاقت، امريڪا، کي سندس تاريخ جو بدترين جاني ۽ مالي نقصان پهچايو آهي ۽ پوري مهذب دنيا کي ڏيڄاري ڇڏيو آهي. مئلن ۽ گم شده افراد جو تعداد ستن هزارن کان مٿي آهي جنهن ۾ اسي (٨٠) ملڪن جا شهري شامل آهن، جيڪي هوائي حملي وقت نيويارڪ ۽ واشنگٽن ۾ موجود هئا. اڍائي سو (٢٥٠) برطانوي ۽ بہ سو (٢٠٠) پاڪستاني شهري انهن ۾ شامل آهن.

## هڪ نئين دنيا:

ايڪويهين صديءَ جا ٻار پنهنجي والدين کان وڌيڪ تيز فهم ۽ بيباڪ آهن: هن محقق جي ٨ - سالن جي پٽ کيس حيرت ۾ وجهي ڇڏيو، جڏهن نماز پڙهڻ بعد چيائين تہ " بابا نماز پڙهڻ سنو ڪم آهي، ليڪن هن زماني ۾ هڪڙو هجي پئسو ۽ ٻيا هجن هٿيار." هن زماني جا ٻار ڪلاشنڪوف، پستولن ۽ ٽئنڪن جي رانديڪن سان کيڏن ٿا. مشهور امريڪي مستقبل شناس (Futurist)، آلون ٽوفلر (Alvin Toffler) جو چوڻ آهي تہ،

"موجوده دنيا ۾ طاقت جي ٽن سرچشمن مان پهريون عاليٰ ترين ذريعو علم آهي، جنهن کان پوءِ سرمايو ۽ آخر ۾ جسماني تشدد، طاقت جو بنياد آهي." (حوالو، ڊان ٢٢ سيپٽمبر ٢٠٠١ع جاويد بخاري جي نيوزائنليسز (خبرن جي تجزيہ) ص ٣، تان ورتل).

نئين عالمي نظام ۾ اڪثر آزاد، يا نيم آزاد، قومون مغربي تهذيب اختيار ڪرڻ (Westernization) جي حق ۾ نہ آهن. اهي پنهنجي روايتي طور طريقن، تهذيب ۽ ثقافت کي پسند ڪن ٿا. سندن سوچ مطابق جديد دنيا ۾

زندگي جو لطف يا اصل معيار گھٽجي ويو آهي: " گھانا" ( افريقا) جي دانشور شاعر، " ديئي انانگ" (Dei Anang) جي هن گيت ۾ انهيءَ سوچ جو عڪس ڏسي سگھجي ٿو:. (سنڌي ترجمو)

"پـــرڪـــاڏي پـــئـــي وڃين؟
اڙي افــــريقــــا! ڪاڏي پئي وڃين؟
پـوئـتـي؟ دهـلـن نـغارن جي ڏيـنـهـن ڏانـهـن،
سج چمـيل ڪـجين جي چانوري هيـتـان،
ڪـــل خوشـــيءَ جي نـــاچن ڏانـــهـــن!

پـوئـتـي؟ انهن ٻـرهـيـل ڏيـنـهـن ڏانـهـن،
جڏهن ڇوڪري ســـدا ڪنواري هئي ۽،
ڇوڪرو ناپاڪ طريقن کـان نفـرت ڪندو هو،
ڇوتہ انهن کي قـــديم ديوتائن جو خوف هو،

پوئتي؟ اونداهين ڪکاون جهـــوپڙين ڏانهن
جتي مـــهـــربانيءَ جو راڄ هو ۽ آٿت رهندو هو
پـوئـتـي، تـوهـم پـرســــــــتـيءَ ڏانـهـن؟

يـا اڳتـي؟ اڳتـي! ڪـيـــــــــڏانـهـن؟
ڪـــچين آبـــاديـــن ڏانـــهـــن،
جتي مـاٺـهـو مـاٺهـو مـتـان سـتـيل آهي،
جتي ســـچائي ۽ مـــصـــيـــبـت
پنهنجا بدبخت گـــهـــر تـــاهيـــا آهـن
۽ سڀ ڪجهـــ اونداهو ۽ بي لطف آهي،

اڳتـــي ڪـيـــــــــڏانـهـن؟
ڪـــارخانـــي ڏانـــهـــن،

هڪ غير انساني "مل" ۾
اڻ ڪٿ ڪم جي واري ۾،
سخت گهڙين کي رڳڙڻ لاءِ!

اڳتي ! ڪيڏانهن؟
وچين دور جي گناهن
جي دونهي، گئس ۽ ٻاڦ ۾
جتي آريا نسل جا هيچي باز
گهٽ نسل وارن انسانن جو
بمن ۽ بندوقن سان شڪار ڪن ٿا؟
اڳتي، ( نئين) تهذيب ڏانهن!

(حوالو ترجمو ڪيل ، انگريزي ڪتاب " وذر افريقا" جي مڪلائڊ بريان جي تصنيف ۾ " ڊيئي انانگ" جو ساڳئي عنوان سان لکيل گيت، تان ورتل اشاعت ١٩٦١ع پيري، - ايضا - ص ٨٥٠)

انهيءَ سلسلي ۾ هن قصي خوان جو فڪر هن ريت آهي جنهن ۾ حاضر دور جو عڪس ڏسي سگهجي ٿو:

" ڌرتيءَ مٿان وهائو تارو ڪِڙي رهيو آهي،
چو طرف روشني آ، گهر گهر ٻري رهيو آ،
دهشت زده ستارا، ڌرتي ڏسي چون ٿا،
شايد نظام شمسي تبديل ٿي رهيو آ،
انسان علم وارو خود ڪُش نظر اچي ٿو،
تختو پلٽ ٿي ويندو، ڏونڪو وجي رهيو آ،
بيحد گهٽي ترقيءَ جو انت خوب آهي،
معصوم ٻارُ دردر، ماني گهُري رهيو آ،
ڏڏڪو بمن جو آهي، هر ڏينهن رات جاري،
انسان پاڻ ڪان خود، بدلو وٺي رهيو آ،

تهـــذيب جي تبـــاهي، آهي حـــبـــيب جاري،
انسِـــان جو ٻچو اڄ، ڪاڏي وڃي رهيـــو آهي؟"

هي هڪ شاعر جا محض جذبات آهن. اميد تي انسان جي دنيا قائم آهي.

مغربي تهذيب، گذريل پنجن صدين کان، مسلسل ترقي ڪندي رهي آهي. ذهن ۽ فڪر جون بلنديون، سائنس ۽ فن جون حيرت انگيز ايجادون ۽ غالب فوجي ۽ سياسي برتري، مغربي تهذيب جي تاريخ جو عروج آهن. هر عروج کان مزيد ترقي جي هڪ نئين منزل نمودار ٿيندي آهي.

سائنسي کوجنا جو جذبو، انفرادي آزاديءَ جو نظريو ۽ هڪ بهادر نئين دنيا (Brave New World) جو تصور، اجا ارتقائي مرحلن مان گذري رهيا آهن. " جديد تهذيب" مزيد جهد و تقويت جي تقاضا ڪري ٿي، عالميت (Globalization) جي تجويز متنازعه آهي. ڪا ٻي وات عالمي امن، انصاف ۽ انساني برادري ۾ برابري يا " مساوات" جي وٺ لازمي آهي، ورنه انسان جي انسان تي برتري جي خواهش انسان ذات جي مستقبل کي حال کان وڌيڪ بدحال بنائي ڇڏيندي.

جديد دنيا جي تاريخ گذريل ٻن صدين کان شروع ٿي آهي. انهن ٻن صدين جي تجربن کي آڏو رکي فيصلو ڪرڻ گهرجي ته جديد دنيا جي اهم ترين ضرورت ڪهڙي آهي؟ بهتر زندگي جي ضمانت ڏيڻ ۽ بنيادي انساني حقن جي حفاظت ڪرڻ يا سائنسي، فني عسڪري صلاحيت ۾ اضافو ڪرڻ، انهيءَ لاءِ ته وڌيڪ مهذب يا امير قومون گهٽ ترقي يافته ۽ غريب قومن جو استحصال جاري رکن ۽ انساني قدرن ۽ دوربينيءَ کي رد ڪندا رهن؟

## نوآبادياتي اثرات:

ٻي مهاياري لڙائي ( ١٩٣٩ ـ ١٩٤٥ع) بعد ڪيترا ايشيائي افريقي ملڪ يورپي نوآبادياتي طاقتن جي حڪمراني کان آزاد ٿيا، ليڪن اڌ صديءَ گذرڻ جي باوجود، نوآبادياتي اثرات کان آجا نه ٿي سگهيا آهن: اهي تجارتي برايون ۽ ناانصافيون، جن نوآبادين کي عالمي سرمائيدارانه نظام سان ڳنڍي

ڇڏيو هو، سي قائم آهن. غريب ملڪ جيتوڻيڪ آزاد آهن ليڪن انهن جي
ترقيءَ جو دارومدار اجا تائين عالمي تجارتي ۽ مالياتي نظام تي آهي جيڪو
غريب کي وڌيڪ غريب ۽ امير کي.وڌيڪ امير بنائي رهيو آهي. معيشيت ۾
رياستي مداخلت سبب، ”آزاد معيشيت“ دراصل ترقي يافتہ معيشيت جو
پسمانده معيشيتن تي قبضي ڪرڻ جو نالو آهي. ان مان پسمانده ملڪن جي
اقتصادي آزادي جو مطلب نہ ٿو نڪري.

ڪابہ انساني تهذيب هميشہ لاءِ مٽجي نہ ٿي سگهي. نہ فقط انهيءَ جا
آثار باقي رهن ٿا، بلڪ انهيءَ جون روايتون پڻ ٻيهر جنم وٺن ٿيون. انهيءَ
حقيقت جي ثابتي، اڄ ٢١ – هين صدي عيسويءَ ۾، ”پيرو“ (ڏکڻ
امريڪا) جي منتخب مقامي صدر ”اليجندرو ٽوليڊيو“ جي پهرين تقرير جي
لفظن ۽سندس تقريباتي مشغولين ۾ ملي ٿي: هن چيو تہ: ”مان، ”ائپس“
(Apus) خدا ۽ ”پچا مام“ ديويءَ جو شڪر گذار آهيان جن مونکي پنجن
مهمن ۾، ”پيرو“ ۾ جمهوريت جي بحالي جي رستي تي، ڪاميابي عطا
فرمائي.“سندس بيگم ”ڪيوچئا“ زبان ۾ هڪ مختصر تقرير ڪئي، جنهن
۾ ١٧٨٠ع ۾ ”تيوپڪ امارو“ (Tupac Amaru) جي هلايل تحريڪ
آزادي ۽ قديم ”انڪا“ شهنشاهيت جو پرزور ذڪر ڪيو ويو. تقريبي رسمن
بعد، ”ٽوليڊو“ هڪ جلوس جي قيادت ڪندي، ”سڪسي هيومان“
(Sacsayhuaman) قلعي ۾ داخل ٿيو. هي قلعو عظيم ”انڪا“
شهنشاهيت جو يادگار آهي، جيڪو ”انڪا تختگاهہ“ ”ڪزڪو“
(Cuzco) جي پسگردائي ۾ وسيع ايراضيءَ ۾ تعمير ڪيو ويو هو. اتي
ويهہ هزار جي لڳ ڀڳ حاضرين ”انڪا تهذيب ۽ ثقافت“ جي شاندار نشاٽ
ثانيہ ڏٺي: نئين حاڪم لاءِ استقبالي رقص، جيڪو ”انڪا“ رسم و رواج ۾
اهم هو، ڪمال دلفريبيءَ سان پيش ڪيو ويو. بعد ۾ ٻيا روايتي ”انڪا“
ناچ بہ پيش ڪيا ويا ۽ نئين حاڪم سان گڏ ”انڪاثقافت“ نئون جنم وٺي
آئي. ”پيرو“ جي موجوده آباديءَ ۾ اٽڪل ٤٥ سيڪڙو هندستاني نسل جا
باشندا آهن. اٽڪل ١٥ سيڪڙو يوروپي نسل مان آهن. ٣ سيڪڙو سياهہ فام
ائفروايشين ۽ ٣٧ سيڪڙو گڏيل نسل سان تعلق رکن ٿا. (AFP،٠دان
”ورلڊ ان فوڪس“ ٣١ جولاءِ، ٢٠٠١ع، ص ١٣).

## تهذيب جو بقاءُ:

پيرو (Peru) ( لاطيني امريڪا) ۾ پهريون دفعو هڪ مقامي نسل جو صدر منتخب ٿيو آهي. سندس نالو اليجندروٽوليڊو (Alejandro Toledo) آهي. آچر ۲۹ جولاءِ ۲۰۰۱ع تي، پيرو جي قديم تاريخي شهر "مچوپڪچو" (Machu Picchu) ۾ رسم حلف برادري جي تقريب منعقد ٿي. هي شهر " انڪا" تهذيب(Inca Civilization) جو يادگار آهي. اٽي ۱۴ - هين صدي عيسوي جي آخر ( غالبا ۱۳۹۹ع) ۾ تعمير ڪيل پٿر جو قلعو اڃا سالم حالت ۾ آهي. سطح سمنڊ کان اڍائي هزار ( ۲۵۰۰) ميٽر بلند، " انڊيز" (Andes) جبلن جي فصيل اندر هي قلعو، " انڪا" تختگاهه " ڪزڪو" (Cuzco) کان هڪ سؤ ( ۱۰۰) ڪلوميٽر اتر طرف تعمير ڪيو ويو هو ۽ آثار قديمه جي ماهرن جي راءِ مطابق، وچ ۱٦ - هين صدي عيسويءَ تائين استعمال هيٺ هو. ٻٽيهه هزار هيڪٽيئرن (۳۲۰۰۰Hectares) جي ايراضي ۾، جهنگلي نباتات سان وڪوڙيل هي قلعو اڪثر ڪڪرن هيٺ رهندو هو. سال ۱۵۳۲ عيسوي ۾ يورپين جي آمد کان اڳ، " ڪيوچئا" (Quechua) ٻولي ڳالهائيندڙ " انڪا" قوم جو ، انڊين جي علائقي (Andean Region) ۾، هڪ مهذب معاشرو قائم هو. سندن شهنشاهيت هيٺ، جديد پيرو (Peru)، ايڪئيڊور(Ecuador) ، بوليويا (Bolivia) ، چلي (Chile) جي ملڪن سان گڏ ڪولمبيا (Columbia)، ارجنٽائين (Argentina) جا ڪجهه حصا اچي ويا ٿي. سال ۱۵۳۲ع ۾ "اسپين" جي دراندازن " انڪا شهنشاهيت" جو انت آندو. سال ۱۵۵۰ع ڌاري " مچوپڪچو" جي شهرين ، نامعلوم سببن هيٺ، هتان مڪمل لڏ پلاڻ ڪئي، پوءِ صدين تائين شهر جهنگلي جهاڙين جي ٻيلي هيٺ اچي ويو. جولاءِ ۱۹۱۱ع ۾ هڪ امريڪي ماهر آثار قديمه " هرم بنگهام (Hiram Bingham) " مچوپڪچو" دريافت ڪيو. هاڻي هي " پيرو" جو اهم ترين سياحي مرڪز آهي. ماحولياتي

گدلاڻ کان بچائڻ خاطر فقط پنج سؤ (۵۰۰) سياح روزانہ داخل ٿي سگهن ٿا.

علم ۽ ڄاڻ (Knowledge)، کاڌي ۽ خوراڪ (Food) کان بيحد گهڻو زودهضم آهي، وڌيڪ کاڌي کائڻ بعد انهي جي نيڪال جو انتظام موجود آهي، ليڪن هڪ دفعي ذهن ۾ وڌل ڳالهہ ، علم، عقيدي، نظريہ يا عملي طريقي، کي ذهن مان خارج ڪرڻ تقريبا ناممڪن آهي.

رامپور (اترهندستان) جي سابق شاهي جاندان جي هڪ عورت، "آفتاب زماني"، آگسٽ ۱۹۹۳ع ۾ وفات وقت وصيت ڪئي تہ سندس ميت "ڪربلا معليٰ" ( عراق) ۾ دفن ڪئي وڃي. " گلف وار" جي پابندين سبب ايئن نہ ٿي سگهيو آهي ۽ انن سالن کان سندس ميت، بنادفنائڻ جي، گهر ۾ رکيل آهي، جنهن نہ ڏپ ڪئي آهي ۽ نہ سڃڻ سبب ڪو ٻيو مسئلو پيدا ٿيو آهي. ميت تي تيل، ڪافور ۽ صندل جي ڪاٺ جو ٻورو ملائي، مليو ويو آهي، اجاتائين ميت سالم حالت ۾ آهي. (Dpa - ڊان ۳۱ جولاءِ ۲۰۰۱ع ص ۴)

## تاريخ جا سبق:

انسان جي تاريخ ۾ قوم جي غدارن کي بہ ياد ڪيو وڃي ٿو. بنگالي مسلمانن ۾ مير جعفر، اهل حڪمران نواب سراج الدولہ سان غداري ڪري، انگريز غاصبن جو ساٿ ڏنو. تاريخ ۲۳ جون ۱۷۵۷ع تي نواب سراج الدولہ، پلاسي جي جنگ ۾ شهيد ٿي ويو ۽ انگريزن مير جعفر کي هٿ ٺوڪيو نواب بنايو ۽ ۳ سالن بعد ۱۷٦۰ع ۾ کيس هٽائي ٻيو هٿ ٺوڪيو نواب مير قاسم بنگال جو صوبيدار بنايو ويو. تنهن ڪري حياتيءَ ۾ بہ ۽ موت کان پوءِ اڄ سوڌو "مير جعفر" بدنام آهي ۽ سندس نالو اصلاحي معنيٰ ۾ قومي غدار طور استعمال ٿئي ٿو.

اهڙي طرح مغربي قومن جي جديد تاريخ ۾ " ناروي" (Norway) جو غدار، " ڪئزلنگ" (متوفي ۱۹۴۵ع، Vidkun Quisling ) بدنام آهي ۽ سندس نالو غدار جي اصطلاحي معنيٰ ۾ استعمال ڪيو ٿو

وجي. بي مهاياري لڙائي (١٩٤٥ع - ١٩٣٩ع) جي آغاز ۾ هن " هٽلر" کي " ناروي" تي حملي ڪرڻ جي دعوت ڏني. اپريل ١٩٤٠ع ۾ جرمن قبضي بعد هن پاڻ کي " ناروي" جو حڪمران اعليٰ بنايو. تاريخ ٧ فيبروري ١٩٤٢ع تي "هٽلر" سندس انهيءَ حيثيت کي انهيءَ شرط سان منظور ڪيو تہ " ناروي" جي حڪومت جرمن قبضي هيٺ رهندي. " ڪئزلنگ" ناروي ۾ نازي نظام قائم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. وري بہ فقط ٣ سال جاهہ و حشمت، جيئن مير جعفر کي نصيب ٿي ۽ پوءِ سندس وانگر هميشه لاءِ تاريخ ۾ بدنامي، ڪئزلنگ" جو مقدر بني. مئي ١٩٤٥ع ۾، هٽلر جي موت ۽ جرمنيءَ جي آخري شڪست بعد، " ڪئزلنگ" کي " ناروي" جي عوام معزول ڪري قيد ڪيو، مٿس ملڪ سان غداري ڪرڻ جو فوجداري مقدمو هليو ۽ ڪيس موت جي سزا ڏني وئي. تاريخ ٢٧ آڪٽوبر ١٩٤٥ع تي " ڪئزلنگ" کي ڦاسي ڏني وئي. تاريخ ڄاڻائي ٿي تہ " خود سندس حياتي ۾، سندس نالو، غدارن جي سردار طور استعمال ڪيو ويندو هو." (چئمبرسس ج ١١، ص ٤١٣)

## زندگي جو انداز (Life Style)

هر صبح هر انسان جي هڪ نئين زندگيءَ جو آغاز ٿئي ٿو مسلمان، "قرآن شريف" جي ذريعي انهيءَ حقيقت کان آگاهہ آهن. مغربي دنيا ۾ " رابرٽ ڪئلين" (Robert Quillen) جو هي قول مشهور آهي تہ " چوٿا سڌ ڪريو تہ پنهنجي گذريل زندگي بيهر گذاريو؟ توهان هر صبح هڪ نئين زندگيءَ شروع ڪريو ٿا." ( ينگ ورلڊ، ڊان ۴ آگسٽ ٢٠٠١ع ، حوالا، ص ٢)

(Dpa نيوز ايجنسي، فرئنڪفرٽ ( جرمني) مان، ٣٠ جولاءِ ٢٠٠١ع تي، خبر ڏني آهي تہ ١٥٥ ائفرو - ايشين، ٢٥ کان ٤٥ سالن جي عمر وارن ماڻهن جي رت جو دٻاءُ، بلڊپريشر، مسلسل ٢٤ ڪلاڪ چڪاسيو

ويو، مشهور جرمن طبي رسالي (Aerzte _ Zeitung) انهي تجربي جو نتيجو ظاهر ڪندي لکيو آهي تہ رضاڪارن جي رت جو دباءُ، بلڊپريشر، معمول کان گهٽ هو. انهن ٻڌايو تہ هو پنهنجي مذهب تي مڪمل يقين رکن ٿا ۽ پابنديءَ سان عبادت ڪندا آهن. ٻئي طرف سفيد فام امريڪين، جيڪي پڪا مذهبي قسم جا ماڻهو هئا، " ڊيوڪ يونيورسٽي آف نارٿ ڪئرولينا" جي ڪيل تجربي مطابق عبادت گذاري جو ڪوبہ مثبت اثر نہ ڏيکاريو. امريڪن هارٽ ائسوسيئيشن جي فراهم ڪيل معلومات مطابق هر چوٿين امريڪي کي هاءِ بلڊ پريشر آهي . (Dpa) ( ڊان، ٣١ جولاءِ ٢٠٠١ع، انٽرنيشنل، ص ١٤)

## ذهن ۽ سائنس:

"انسان جي ذهن جي غير معمولي اظهار، " سائنس" جي "مائڪروڪسس"، خلا، فطرت ۽ خود انسان جي جسم ۽ زندگيءَ ۾ داخل اندازي: " جنيٽيڪ انجنيئرنگ" کان وٺي " ڪلوننگ" ۽ هاڻي جينوم يا هيومن جينيٽڪ ڪوڊ تائين ۽ ٻئي طرف ٿرمونيوڪلئر تباهي جي تلوار سر مٿان لٽڪيل، اهو ڪل نتيجو آهي، انهيءَ تلاش جو. جيڪا انسان، صديون اڳ شروع ڪئي ۽ " سائنس" کي " فلسفي" جو ممتحن بڻايو. دنيا جو ڪوبہ فلسفو، سائنس جي تحقيقي طريقي ڪار ۽ افاديت کان انڪار نہ ٿو ڪري، ڇاڪاڻ تہ اهو انسان جي ذهن جو ارتقاءُ آهي، جيڪو فطري آهي. انسان جي فطري ذهني ارتقاءُ، منفي ۽ مثبت، ٻنهي قسمن جا امڪانات پيدا ڪيا آهن جيڪي جديد سائنس ۽ ٽيڪنالاجي جي ذريعي آسانيءَ سان حاصل ڪري سگهجن ٿا. ممڪن آهي تہ انسان سائنس ۽ فني ترقيءَ ذريعي بک، بيماري، جهالت ۽ پنهنجي فطري ڪمزوريءَ کي ختم ڪري، هڪ خوشحال ۽ مطمئن زندگي گذارڻ جي لائق ٿئي، جنهن جو جديد سائنسدان خواب لهن ٿا ۽ اڳ ڪٿي پيا ڪن تہ " انسان" موت کي شڪست ڏئي پنهنجي مرضيءَ مطابق پنهنجي عمر مقرر ڪري سگهندو. ( اف !) تجربو ڏيکاري ٿو تہ اهي خواب ڪڏهن بہ شرمنده تعبير نہ ٿيا آهن ۽ متضاد نظرين هڪ ٻئي جي نفي ڪئي آهي. بهرحال " سائنس" جو سماجي ڪارج بيحد اهم آهي.

# زندگيءَ جا ٽي عنصر، حال جو رشتو مستقبل سان جوڙن ٿا:

(١) تسلسل، (٢) تبديلي، ۽ (٣) انتخاب. جهڙي طرح ماضي جو سلسلو حال سان ملي ٿو، تهڙي طرح حال جو سلسلو مستقبل سان ملندو. اهو تسلسل جو قدرتي عمل آهي، جيڪو بهرحال ڪارفرما ٿيندو رهندو.

(٢) تبديلي به قدرت جو قانون آهي. وقت گذرڻ سان هر شيءِ تبديل ٿيندي رهي ٿي. جهڙي طرح عمر وڌڻ سان ڪوبه انسان ساڳو نه ٿو رهي، تهڙي طرح زندگيءَ جا حالات وقت گذرڻ سان تبديل ٿيندا رهن ٿا.

(٣) نئين زماني ۾، تبديل ٿيل ماحول ۽ حالات اندر رهندي، انسان پنهنجي راهه منتخب ڪري ٿو، نئين قسم جا فيصلا ڪرڻا پون ٿا ۽ انهن مطابق زندگيءَ جو وهنوار نئين رنگ ڍنگ سان هلي ٿو.

انهيءَ صورتحال جو غالب عنصر، بهرحال، انسانن جو ذاتي ۽ مجموعي انتخاب ۽ عمل آهي. خيال آهي ته انسان بابت اها اڳ ڪٿي نه ٿي ڪري سگهجي ته مختلف ماحول ۽ حالات ۾ سندس رد عمل ڇا هوندو. تنهن ڪري جيڪڏهن ائين چئجي ته مستقبل به ناقابل اندازه آهي، ۽ خبر نه آهي ته خود انسان جو مستقبل ڇا آهي. ته اهو عام خيال مطابق ٿيندو. تاهم اهو هڪ خطرناڪ وهمي خيال آهي، انسان جو مستقبل ، ترقي ۽ ارتقاء آهي، زندگي پوئتي نه ٿي موٽي. پوڙهو، وري جوان ۽ ٻار نه ٿي سگهندو. اهڙي طرح ترقي يافته انساني معاشرا ٻيهر وحشي طرز زندگي اختيار نه ڪندا. علم ، فن، ۽ زندگي جو سڌريل نمونو، انسان لاءِ سندس تڪميل طرف وڌڻ ۾ مددگار ٿي سگهن ٿا، بشرطيڪ انسان صحيح وقت تي صحيح فيصلي ۽ انهي تي عمل ڪرڻ جي طاقت رکندو هجي.

اسپيني (Spanish) زبان ۾ هڪ معنيٰ خيز پهاڪو آهي، چوندا آهن ته " سپاٽو (Tomorrow) اڪثر، سال جو مصروف ترين وقت هوندو آهي، " ۽ سنڌي زبان ۾ هي پهاڪو عام آهي ته " اڄ جو ڪم سڀان تي نه ڇڏجي". زندگيءَ بابت ڪجهه ڏاهن جا قول، حال ۽ مستقبل بابت، مفيد رهنمائي ڪن ٿا. مثال طور، " هيلن ڪيلر" جو هي قول آهي ته " آءٌ نه فقط هڪڙي آهيان، تاهم آءٌ به هڪڙي آهيان. آءٌ هرڪو ڪم ڪري نه ٿي

سگهان، تاهم آءٌ ڪو ڪم ڪري سگهان ٿي. سو، آءٌ جو ڪجهہ ڪري سگهان ٿي، انهيءَ جي ڪرڻ کان انڪار نہ ڪنديس." اهڙي طرح " فلپس بروڪس" جون هي نصيحتون تہ (الف) سکي زندگيءَ لاءِ دعا نہ گهرو. دعا گهرو تہ وڌيڪ سگهارا ٿيو. (ب) اها دعا نہ گهرو تہ توهان کي طاقت آهر ڪم ملي، پر دعا گهرو تہ توهان کي ڪم مطابق طاقت ملي.

هارورڊ يونيورسٽي جي پروفيسر سموئيل هنتنگٽن جي راءِ مطابق (۱) انسان جي پيش رفت، اوندهہ ۾ هٿورا ڙين ڏيڻ جي برابر آهي، سا انسان جي مقدر ( تڪميل) طرف ڪهڙي رهنمائي ڪندي؟" (۲) انسان جو ذهن (Psyche) هڪ منجهيل مشينري آهي، جنهن سان هو دنيا جي راهن تي هلي رهيو آهي. (۳) موجوده دنيا ۾، انسانن جي اهم ترين شناخت سندن ثقافت آهي. نظرياتي، سياسي ۽ اقتصادي تفريق ثانوي آهي، هو پنهنجي شناخت، ثقافت گروهن سان قائم رکن ٿا. قبيلا، نسلي گروهہ، مذهبي معاشرا، قومون ۽ پوءِ وسيع ترين سطح تي تهذيبون، انسانن جي شناخت ۽ وابستگي جا ذريعا آهن. "اسين ڪير آهيون، سا خبر تڏهن پوي ٿي جڏهن ڄاڻون ٿا تہ اسين ڪير نہ آهيون۽ اڪثر اها ڄاڻ تڏهن ملي ٿي جڏهن ڄاڻون ٿا تہ اسين ڪنهن جي خلاف آهيون. ( سموئيل هنتگٽن، د ڪلئش آف سولائيزيشنزس .... ايضا )

## تاريخ جو نئون رخ:

۱۱ سيپٽمبر ۲۰۰۱ع ، امريڪي سانحہ سبب، " ڪاري اڱاري" Black Tuesday جي نالي سان دنيا ۾ بدنام ٿيو آهي، ليڪن هڪ بيو اڱارو، تاريخ ۱۳ نومبر ۲۰۰۱ع بہ تاريخ جي نئين رخ بنسبت اهم آهي. انهيءَ ڏينهن صبح جي وقت افغانستان جا شمالي اتحادي " ڪابل" ۾ داخل ٿيا ۽ ڏنائون تہ " طالبان" اڳيئي بسترا گول ڪري ويا هئا. اهڙي طرح پنج سالہ متنازعہ ليڪن مضبوط طالبان سرڪار، ( ۲۰۰۱ - ۱۹۹۶ع) ختم ٿي. اها امريڪي بمباري جي ڪاميابي هئي. اڳئين ڏينهن " نيويارڪ" ۾ هڪ " ايئر بس" حادثي جو شڪار ٿي جنهن ۾ ۲۵۵ مسافر ۽ ۱۱ رهائشي

علائقي جا ماڻهو جن تي جهاز ڪريو، موت جو شڪار ٿيا.اها ڪاروائي ڪنهن ڪئي؟

اها تاريخ ١٢ نومبر ٢٠٠١ع هئي، جڏهن جان ايف ڪينيڊي ايئر پورٽ تان اڏامڻ پرڻ بعد، " ايئربس - ٣٠٠ " هوا ۾ غوطہ هڻي واپس اچي نيويارڪ شهر تي ڪري ۽ نيويارڪ جي شهرين کي ٻيهر ڪاري اڳاري جي دهشت سان دوچار ٿيڻو پيو. ساڳئي ڏينهن نيويارڪ جي اخبارن ۾ هي خبر شايع ٿي تہ امريڪي " ڊيلٽا فورس ڪمانڊو يونٽ" جيڪا افغانستان ۾ ملا عمر جي رهائشي علائقي ۾، خفيہ طور تي داخل ٿي تلاشي وٺي رهي هئي ۽ ڪجهہ بہ هٿ نہ آيو هو، سا جڏهن ٻاهر نڪري رهي هئي. تڏهن مٿس اوچتو حملو ٿيو: " طالبان هلڪن هٿيارن سان حملہ آور ٿيا، ۽ گرينيڊ (دستي بم) يا "مارٽر" بہ استعمال ڪري رهيا هئا. ڪمانڊوز مرڻ لڳا ۽ ڪمانڊ، اي - ائنڊ - اي (Escape & Evasion) ، يعني " ڀڄو ۽ خالي ڪريو" جي هنگامي حڪمت عمل اختيار ڪئي وئي. فرينچ صحافي، " مائيڪل پيرارڊ جيڪو افغانستان تي آمريڪي حملي جي اوائلي پنجويهن ڏينهن ( ٩ آڪٽوبر ڪان ٢ نومبر ٢٠٠١ع) تائين طالبان جي قيد ۾ هو، انهيءَ پنهنجي رپورٽ ۾ ڄاڻايو تہ " بمباريءَ جي باوجود، " طالبان" مڪمل طور تي پرسڪون آهن." ( پٽرس واچ / ڊان ٥ نومبر ٢٠٠١ع ص ١٦)

افغان طالبان جي مقابلي ۾ مهذب امريڪي عوام وڏيڪ ذهني مصيبت ۾ مبتلا آهي: " ائنٿرئڪس" ، يعني ڦرڙيون ۽ ڦوٽا جيڪي رڍن جي تپ مان انسان جي جسم تي اثرانداز ٿيڻ سبب پيدا ٿين ٿيون. ( جيئن حضرت موسيٰ عليہ السلام جي واقعي دوران فرعون جي رعيت ۾ پيدا ٿيون هيون )، هاڻي مغرب جي مهذب انسانن لاءِ امڪاني مصيبت بنجي رهيون هيون.

رڍن جي بخار جو جيوڙو (Lacillas ) جڏهن انسان جي جسم (رت) ۾ داخل ٿئي ٿو، تڏهن هڪ وچڙندڙ موتمار بيماري پيدا ٿئي ٿي، جنهن کي " وول سارٽرس ڊزيز" (WoolSorter,s disease) چئجي ٿو. انهي بيماريءَ کي ڦهلائڻ لاءِ ائنٿرئڪس جا جيوڙا، پائوڊر يا پيسٽ ۾ شامل ڪري خطن لفافن ۽ ٻين اهڙن شين تي چنبڙائجن ٿا، جيڪي هٿ يا وات سان کوليون وڃن. اهڙا واقعا ۽ بيماري جا اطلاع امريڪا کان علاوه ٻين

ملڪن مان بہ اچڻ لڳا. اها ڪاروائي ڪنڌڙ ڪير هئا؟ امڪاني طور تي، " طالبان" ۽ اسامه بن لادن جي بين الاقوامي دهشت گرد تنظيم " القاعده" جا اراڪين، امريڪا ۽ بين مغربي ملڪن ۾ رهي، اها ڪاروائي ڪري سگهيا ٿي. تنهن ڪري اهڙين ڪاروائين کي روڪڻ لاءِ شهري قانونن کي سخت ڪرڻ جي ضرورت پيش آئي.

باخبر دنيا، حيرت ۾ پئجي وئي، جڏهن امريڪي قانون سازن جي وڏي اڪثريت اهو قانون بحال ڪيو، جنهن مطابق امريڪي شهرين جي ذاتي آزادي تي، تاريخ ۾ پهريون دفعو، ڪڙيون پابنديون عائد ڪيون ويون. سلامتي خاطر شهري حقن جو سودو، الائي سستو، الائي مهانگو (!) بهرحال ڪيو ويو. هڪ ڪالم نگار لکيو تہ امريڪي معاشرو" آرويلئن" (Orwellian) ٿي ويو آهي. " جارج آرويلئن" قلمي نالو هو، انگريز مصنف ايرڪ آرٿر بليئر ( ١٩٨٠ - ١٩٠٣ع) جو، جنهن جي مشهور ترين تصنيف " نائنٽين ايٽي فور ( ١٩٨۴) جيڪا سال ١٩۴٩ع ۾ شايع ٿي، رياست جي مطلق العنان تنظيم تي ڪڙي نڪتچيني هو. هڪ اقتباس هن طرح آهي: " سڀ جانور برابر آهن، ليڪن ڪجهہ ٻين جي مقابلي ۾ وڌيڪ برابر آهن. " سندس مڪتب فڪر کي " آرويلئن" چئجي ٿو، جنهن جو مطلب آهي رياستي مطلق العناني تنظيم طرفان معاشري کي غير انساني رجحان طرف راغب ڪرڻ جي نشاندهي ڪرڻ. اڪثر سياسي مبصرن جي راءِ آهي تہ سلامتي خاطر ، يا سلامتي کي لاحق خطرن کي روڪڻ خاطر. دنيا جي وڏي ۾ وڏي سياسي طاقت انتهائي اقدامات ڪري رهي آهي، جن مان سندس جمهوري ساک ۽ شهري آزادين جي علمبرداري کي وڌيڪ خطرو لاحق آهي.

**پيورخ:**

"سرطان" يا " ڪئنسر" هن وقت ترقي يافتہ سڌريل دنيا جي سڀ کان وڌيڪ موتمار بيماري آهي جنهن جو علاج اڃا دريافت ٿي نہ سگهيو آهي. هن سال جو نوبيل ميڊيسن پرائيز مبلغ ڏهہ لک امريڪي ڊالر، ٽن سائنسدانن، امريڪا جي ڊاڪٽر ليلئنڊ هارٽ ويل ۽ برطانيہ جي ڊاڪٽر برٽم هنٽ ۽ سر پال ٽرس کي مليو آهي. هنن معلوم ڪيو آهي تہ انسان جي جسم جا هڪ لک ارب جزا (Cells) ڪيئن تقسيم ٿي ،

"ڪروموسومس" جو نقل ٻن دختر جزن (Daughter Cells) ۾ تيار ڪن ٿا. " سرطان" يا " ڪئنسر " تڏهن پيدا ٿئي ٿي، جڏهن تقسيم جو طريقہ ڪار ناڪام ٿئي ٿو ۽ جزا بي ضابطہ طور تي تقسيم ٿيڻ لڳن ٿا. جن مان سخيل ڳوڙها (Tumours) ٿهن ٿا، ۽ انهن مان ڪجهہ موتمار ٿين ٿا. هارٽ ويل، هنٽ ۽ نرس، جزن جي تقسيم ڪار تي تحقيق ڪئي آهي، هنن انهي سرشتي کي سمجهيو آهي جنهن سان جزا ٻيهر نهي ۽ ورهائجي وڃن ٿا. سرپال نرس، جزن جي جهاڳ يا خمير (Yeast Cells) تي تجربو ڪندي، هڪ جين (Gene) لڌو، جيڪو جزن جي تقسيم تي ضابطو رکي رهيو هو، بعد ۾ هن کي اهو انساني جين بہ ملي ويو جنهن ۾ پروٽين " سي ڊي ڪيٌ" (CDK) ناهڻ جون هدايتون ڏنل هيون. انهيءَ پروٽين يا غذا جي بنيادي عنصر مان جزن جي تقسيم جو تخليقي مادو نهي ٿو. ڊاڪٽر ٽم هنٽ (Tim Hunt) انهن خاص اٽن، ذرن يا سلميات، " ماليڪيولس (Molecules) تي تجربا ڪيا، جيڪي جزن جي تقسيم (Cell Division) ۾ انجڻ وانگر ڪمْ ڪن ٿا. انهن تجربن مان، ڊاڪٽر ٽم هنٽ کي ٻيا پروٽينس مليا، جيڪي پروٽين CDK جي عمل تي ضابطو رکن ٿا. ڊاڪٽر " هارٽ ويل" جزن جي تقسيم ڪار ۾ هڪ " چڪاس چونڪي" (Check post) دريافت ڪئي، جنهن ۾ اهي جين (Genes) رهن ٿا، جيڪي جزن جي گردش (Cell Cycle) جي هر ٻهرين مرحلي ۾ اهم ڪردار ادا ڪن ٿا. ( رائيٽر / ڊان، ٨ آڪٽوبر ٢٠٠١ع، ص ١۴) اهڙي طرح سرطان جي موذي مرض تي تحقيق ٿي رهي آهي، ليڪن ضابطو حاصل ٿي نہ سگهيو آهي.

## (٣) منشيات (Intoxication) جو وڌندڙ استعمال:

حضرت نوح عليه السلام جي طوفان بعد، انسان جي جيڪا نئين دنيا آباد ٿي ، انهيءَ جي آغاز ۾، " انگور جي رس" جو نشو، انسان کي مخمور ۽ مسرور ڪندو هو، پوءِ ٻن اهم انساني نسلن، سامي ۽ آريا، ۾ شراب ۽ ڀنگ جو نشو، معيوب نہ هو، بلڪ افضل ۽ ڪيف جي اثر هيٺ، مذهبي

رسومات، دعا ۽ عبادات، جا شواهد، بائيبل مقدس ۽ ويدانت جي تمام پوتر پستڪن ۾ موجود آهن.

نشي کان پرهيز ڪرڻ جو درس پهريون دفعو اسلامي تعليمات ۾ مليو. قرآن شريف ۾ انهي جي فائدن کان نقصانن جي ڪثرت جو ذڪر ڪيل آهي. نشي کي عربي زبان ۾ خمار چئجي ٿو ۽ ۽ جنهن شيءِ جي استعمال سان خمار ٿئي، يا دماغ تي چڙهي، انهيءَ کي " خمر" چئجي ٿو. اهڙي طرح " خمر" ۾ شراب سان تمام منشيات منسلڪ آهن. فقيهن، احاديث ۽ خود نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جي سنت جي بنياد تي ۽ قرآني تعليمات جي روشنيءَ ۾، " خمر" کي حرام قرار ڏنو آهي. تهذيب جي ارتقاء سان ، باقي مذهبن ۽ مذهبي خواهہ سماجي معاشرن ۾ بہ، نشي جي استعمال ۽ عادت کي معيوب سمجهيو وڃي ٿو، تاهم بين الاقوامي طور تي، نہ فقط نشو واپرايو وڃي ٿو، بلڪ ايتري قدر انهي جي طلب آهي جو سرڪاري پابندي ۽ روڪ ٿام جي اقدامات جي باوجود، " ڊرگ مافيا" يا نشي جي ڪاروبار جون طاقتور تنظيمون قائم ٿي ويون آهن.

انگور جي رس، چڪايل شراب ، پنگ، آفيم، چرس ، گانجو، ڏوڏي، تاڙي ۽ آخرڪار موتمار " هيروئن" جي نشي آور شين جي ترقي تي ويهين صدي عيسوي پوري ٿي، هاڻي ايڪويهين صدي عيسوي ۾ هڪ نئين نشيدار شيءِ تيار ڪئي وئي آهي، جنهن کي " ميتھم فيتمامن " (Methamphetamine) چئجي ٿو. " د ڪرسچن سائنس مانيٽر" جي ذريعي سان، " ڊان" " ورلڊ ان فوڪس، " ٣٠ مئي ٢٠٠٢ع، جي خبر آهي تہ ٿائيلئنڊ ۾ گذريل سال کان " ميتم فيتمن" جي موالين جو تعداد تڪڙو وڌي رهيو آهي ۽ انهيءَ نشي جي دنيا ۾ ڦهلجڻ جو خطرو آهي.

"ٿائيلئنڊ" جا موالي انهيءَ کي " يابا" ( يا، چري دوا) چون ٿا. اها " ميانمار" ( برما) جي منشيات تيار ڪندڙ ليبارٽرين ۾ تيار ٿئي ٿي. "سوني ٽڪنڊي" جي منشيات جي مافيا ، هاڻي " هيروئن" بجاءِ " ميتم فيتمن" جي ڪاروبار کي ترجيح ڏيڻ شروع ڪئي آهي، ڇاڪاڻ تہ اها سستي تيار ٿئي ٿي، سولي طريقي سان سمگل ٿي سگهي ٿي ۽ انهي جي طلب وڌي رهي آهي. " ٿائيلئنڊ" جي سرڪار جو چوڻ آهي تہ انهيءَ مان

سندس ملڪ جي سلامتيءَ کي خطرو آهي. ستر هزار ٿائي، " ميٿم فيٽمن" سان وابستہ ڏوهن ۾ ، گرفتار ٿي سزا ڪاٽي رهيا آهن.

" نشو" ، هڪ عالمي مسئلو آهي، ڪوبہ ملڪ انهيءَ جي هاڃيڪار اثر کان آجو نہ آهي. ڪجهہ ملڪن ۽ رياستن ۾ منشيات تان پابندي هٽائڻ جو مطالبو ٿي رهيو آهي ۽ ڪن، ڪنهن حد تائين، اهو مطالبو پورو ڪيو آهي: مثال طور، يونائيٽڊ اسٽيٽس آف امريڪا جي ٻن رياستن "ڪئليفورنيا" ۽ "ائريزونا" ۾ عام راءِ ورتي وئي تہ قانوني طور تي طبي استعمال لاءِ ، چرس (Marijuana ) جي تيار ڪرڻ، پاڻ وٽ رکڻ ۽ استعمال ڪرڻ جي اجازت ڏني وڃي، تہ " ها" ۾ اڪثريتي راءِ ظاهر ٿي. امريڪا جي "ڊرگ انفورسمينٽ ائڊ منسٽريشن (DEA) " کي انديشو لاحق آهي تہ ٻين امريڪي رياستن ۾ بہ " چرس" جي طبي اجازت جي حق ۾ عوامي راءِ قائم ٿي سگهي ٿي، ۽ پاڙيسري ملڪ " ميڪسيڪو" (Mexico ) ۾ سرحد پار منشيات جي ڪاروبار کي هٿي ملي سگهي ٿي.

امريڪا ۾ استعمال ٿيندڙ هيروئن جو ٢٥ سڪڙو ۽ چرس جو نامعلوم مقدار، " ميڪسيڪو" ۾ تيار ٿو ٿئي ڇاڪاڻ تہ صدر، " ازنيسٽو زيڊيلو"، شهرن جي ميئرن ، ڪابينہ جي سياستدانن، اديبن ۽ فنڪارن جي طرفان دٻاءَ هيٺ آهي تہ منشيات خلاف بيڪار جنگ کي ڊرو ڪري ۽ نشي آور شين جي وڪري، پاڻ وٽ رکڻ ۽ استعمال ڪرڻ کي قانوني طور تي جائز قرار ڏئي. " سرگيو سرمينٽو" هڪ اخباري ڪالم نويس، جو اندازو آهي تہ منشيات ۽ ڊرگ مافيا جي خلاف جاري جنگ ۾، رشوت خوري ۽ تشدد سبب، نشي آور شين جون قيمتون چڙهنديون وڃن ٿيون. انهن شين تان قانوني پابندي هٽائڻ سبب، قيمتون ڪري پونديون ، ۽ آخر " منشيات جي مافيا" ختم ٿي ويندي.

" ميڪسيڪو" ۽ " افغانستان"جو حال هڪ جهڙو آهي. منشيات جي تياري ۽ وڪري مان ڪمايل دولت، ملڪ جي مجموعي آمدني ۾ اضافي ۽ غريب عوام جي پيٽ قوت لاءِ، هڪ ذريعو بہ آهي. سال ١٩٩٤ع ۾ ميڪسيڪو جي سڪي ، پيسو جو ملهہ ڪري پيو، ليڪن " ڊرگ انفورسمينٽ ائڊمنسٽريشن" (DEA) جي لڳايل اندازي موجب، ٢٥ بلين

ڊالرن جو منشيات جي ڪاروبار مان ڪمايل ڪاروڏن -Black Mon)
(ey. جڏهن اڇو (Laundering) ڪيو ويو ته ميڪسيڪو جي "پيسو"
۽ زر مبادله پاڻ جهلي ورتو. (ڇاڻايل تفصيلات جمني نيوز سروس جي ذريعي
سان، ڊان، ٢٣ ڊسمبر ١٩٩٦ع ۾ شايع ڪيا ويا.) افغانستان جي سڪي "
افغانيءَ" جو دارومدار به ڏوڏي جي پوک ۽ هيروئن جي تياري تي رهندو
آهي. دواسازي ۾ آفيم جو استعمال مشرق خواهه مغرب ۾ عام آهي. هيءَ
هڪ مرض آهي، جيڪو ٻئي هر مرض جي دوا آهي.

" حضرت افيون خود مرض است
وليک هر مرض را شفا است"

چين ۾، ڪميونسٽ انقلاب کان اڳ، آفيم جو استعمال عام هو. آفيم
نه هجي ها ته برطانيه " هانگ ڪانگ" هٿ ڪري نه سگهي ها، ۽ هانگ
ڪانگ جي معيشت جو بنياد به آفيم جي واپار تي رکيو ويو هو. برطانيه،
چين ۾ آفيم جي واهپي، تياري ۽ واپار کي همٿايو. " مائٿوزي تنگ
"(Maozedong) جي ڪميونسٽ تحريڪ، چين جي هر گهر، ڳوٺ ۽
شهر تي قابض هئي، جنهن ٤٠ سالن تائين هن ڪاروبار کي ٻنجو ڏنو. هاڻي
" مائوازم" جي جوش ٺڌي ٿيڻ سان، چون ٿا ته ، " آفيم" چين ۾ موٽي
آيو آهي.

چين ۾ هزارها سالن کان مرڪزي طرز حڪومت رهي آهي ۽ هاڻي به
سخت مرڪزي ڪنٽرول هيٺ آهي، ليڪن نه اتي نه مغرب ۾، جتي انتظامي
۽ فني صلاحيتن جي ترقي سبب، ڏوهن تي ضابطو رکڻ آسان آهي، " ڊرگ
مافيا" جو قدم روڪجي سگهيو آهي. سختي ڪرڻ سان، منشيات جو
ڪاروبار زير زمين هلي ٿو ۽ انهي ۾ نفعي جي شرح، ٻين سڀئي جائز ناجائز
ڪاروبارن کان وڌيڪ ٿئي ٿي. انهي سان " ڊرگ مافيا" جي دولت ۽ طاقت
۾ اضافو اچي ٿو. ڪيترن ملڪن ۾ نشي جا واپاري، سياسي ليڊر ۽ قانون
ساز بنجي وڃن ٿا. هن ناجائز ڪاروبار مان ساليانه آمدني جي هڪ تخميني
مطابق ٧٥٠ ( ست سو پنجاهه) بلين ڊالرن جي وار ڦير ٿئي ٿي. " جوناٿن
پاور" پنهنجي تازه ڪتاب: " اوپيم، اوبوُ فرام چائنا" ۾ لکي ٿو ته نشو
واپرائيندڙ ۽ معمولي وڪرو ڪندڙن کي قيد ڪرڻ، يا موت جي سزا ڏيڻ،

جئن چين، ملائيشا، سينگاپور ۽ ٿائيلنڊ ۾ آهي، اصل امير تاجرن کي چوٽ
چڙي ڏيڻ جي برابر آهي. اسانکي گهرجي تہ ايئن ڪريون جيئن مائوزيتنگ
ڪيو: هڪ مطلق العنان حڪومت جي ٿامو - ڏرتي- هڪ ڪنڊڙ
پاليسي، اختيار ڪريون يا اسين آفيم ۽ ٻي منشيات تان قانوني پابندي
هٽائي، "مافيا" جي چڙهي چيلهہ ڀڃون."

" ٽورنٽو" ( ڪئناڊا) مان موڪليل " اي - ايف - پي" (AFP)
جي هڪ رپورٽ مطابق ڪئناڊا جي ٣٠٠ چرسين کي طبي بنياد تي
"چرس" ڇڪڻ جي اجازت ڏني وئي آهي، ( ٣٠ جولاءِ، ٢٠٠١ع) . طبي
تحقيقات جي رپورٽ ۾ ڄاڻايو ويو آهي تہ " ڪجهہ مخصوص ڪهتين
بيمارين، جهڙوڪ ايڊس (AIDS ) ، ڪئنسر، سنڌن جي سخت سور،
ڪرنگهي جي ضرب، يا " ملٽيپل اسڪليروسس" ( Multiple Scler-
osis) يعني اک جي پردي جي سوزش جي مختلف تڪليفن، جي مريضن
کي بہ اجازت ڏني وئي آهي تہ طبي بنياد تي چرس جي استعمال لاءِ
درخواست ڏين. مسٽر " رابن ايلنس" (Robin Ellins) ، گذريل ستن
سالن کان، ٽورنٽو ۾ هڪ مرڪز قائم ڪيو آهي، جنهن جو نالو آهي: "
فرينڊلي اسٽرينجر ڪئنابس" ڪلچر شاپ ( Friendly Stranger
Cannabis Culture Shop) . انهي مرڪز ذريعي، ڀنگ ۽ چرس ۽
انهن جي اثرات بابت معلومات فراهم ڪئي وڃي ٿي. مسٽر رابن چرس جي
استعمال کي قانوني طور جائز قرار ڏيڻ جو زبردست حامي آهي. تاهم
ڪئناڊا جي ميڊيڪل ائسوسيشن کي اعتراض آهي تہ چرس بابت ڪافي
سائنسي ڄاڻ موجود نہ آهي. مسٽر رابن ايلنس، ميڊيڪل ائسوسيشن جي
صدر، پيٽر بئريٽ (Peter Barrett) جي اعتراض سان اتفاق نہ ٿو
ڪري، هن اي ايف پيءَ کي ٻڌايو تہ، " اسان کي الڪوهل ( شراب جي
ست) (Alcohol ) جي تاثير جي خبر آهي. اسانکي خبر آهي تہ تماڪ
ڇڪڻ سان ڇاتو ٿئي. اسين ( فقط) لاشاڳٽيون ٿا ( موت جو ڪارڻ ڄاڻائڻ
لاءِ) . اسانکي انهن شين جي منفي اثرات جي خبر آهي. هن ملڪ ۾ لکن جي
تعداد ۾ ماڻهو روزانو چرس ڇڪي رهيا آهن، ليڪن پٽربئريٽ وٽ اهي انگ
اکر نہ آهن جيڪي ٻڌائين تہ انهن مان ڪيترن تي " منفي اثر ٿيو آهي. (ڊان،

انٽر نئشنل، ٣١ جولاءِ ٢٠٠١، ص ١٥)

آسٽريليا ۾، ميڊيڪل ائسوسيئيشن سميت، ڪيترن قانون سازن ۽ ڪرائيم ايجنسين طرفان رٿ پيش ڪئي وئي آهي تہ طبي بنيادن تي نگراني هيٺ " هيروئن" جي استعمال جي اجازت ڏني وڃي، جيئن نشي جي واپار ۾ نفعي جي لالچ کي ختم ڪري، " ڊرگ مافيا" جي طاقت گهٽائي وڃي، جيڪا قومي سلامتي لاءِ خطرو بنجي رهي آهي. ( ڊان ١٠ آگسٽ ٢٠٠١ع انٽر نئشنل پيج).

سال ١٩٨٨ع کان وٺي، آفيم جي پيداوار وڌندي، هاڻي پيٽي تي چاليهہ هزار ٽن ساليانہ تي وئي آهي. يونائيٽيڊ اسٽيٽس ۾ آفيم جي موالين جو تعداد اٽڪل ڇهہ لک آهي، جيڪو عالمي تعداد جو فقط ٢ سيڪڙو آهي. اتي اٽڪل ڏهہ ٽن ساليانہ آفيم جو استعمال ٿئي ٿو. انهي کي روڪڻ لاءِ امريڪا سرڪار، آفيم جي لڪچوري درآمد ( سمگلنگ) گهٽائڻ جو فيصلو ڪيو آهي. وائيٽ هائوس جي ڊرگ ڪنٽرول پاليسي آفيس جي هيڊ، نومبر ١٩٩٦ع ۾، " گولڊن ٽرئنگل" جو دور ڪيو. برما، ٿائلئنڊ ۽ لائوس جي سرحدي علائقن کي گولڊن ٽرئنگل يا " سونو ٽڪنڊو" چئجي ٿو، جاڪاڻ تہ اتي ٿيندڙ منشيات جي سمگلنگ سونُ اپائي ٿي. تاهم مسٽر بيري مڪ ڪئفري، پنهنجي دوري جا تاثرات بيان ڪندي چيو تہ " منشيات جو ڪاروبار ۽ استعمال چين ۾ تڪڙو وڌي رهيو آهي...... ۽ پاڪستان ۾ (انهيءَ جو زور آهي) جيڪو دنيا جي ٻيو نمبر وڏيڪ آفيم ناهيندڙ ملڪ، افغانستان ، جو پاڙيسري آهي ۽ ........ جنوبي ايشيا، جتي دنيا جي آفيم جو سٺ سيڪڙو تيار ٿو ٿئي ( ليڪن) ٩٢ سيڪڙو آفيم " برما" (ميانمار) مان اچي ٿو، جيڪو دنيا جو پهريون نمبر منشيات جو منڊ آهي. (اتي ٢٥٦٠ ٽن نشيدار شيون ساليانہ تيار ڪيون وڃن ٿيون). بين الاقوامي منشيات جا ڪاروباري ، مثلا نائجيريا، چين، ڪولمبيا ۽ ميڪسيڪو جون مافيائون، زور شور سان " هيروئن" جو ڪاروبار ڪن ٿيون، اسين نوجوان نسل ۾ ڪجهہ پريشان ڪندڙ لاڙا ڏسي رهيا آهيون. LAT _ WP نيوز سروس جي ذريعي سان، ڊان ٢٧ جون ١٩٩٧ع ۾ شائع ڪيل انگ اکرن موجب، (١) عالمي طور تي، منشيات جي ساليانہ واري ڦيري ١٤٠٠ بلين

ڊالر آهي، جيڪو جائز بين الاقوامي تجارت جي ڪُل واري ڦيريءَ جو ٨ سيڪڙو آهي. (٢) دنيا جي مختلف منشيات جي موالين جو تعداد هن طرح آهي: هيروئن ٨ ملين ( يعني ٨٠ لک) ، ڪوڪين ١٣ ملين، ائمفيٽمن قسم جي منشيات ( يعني ناس، نسوار ۽ اهڙي قسم جا پائوڊر، جيڪي ناسن يا وات ۾ وجهي، نشو حاصل ڪجي ٿو) ٣٠ ملين، يعني ٽي ڪروڙ ۽ ڀنگ جا موالي ١۴١ ملين، يعني ١۴ ڪروڙ ڏهه لک آهن. ( ڊان ، ٢٧ جون ١٩٩٧ع، انٽر نئشنل / ورلڊ ان فوڪس پيج) ڊان ٦ جنوري ١٩٩٧ع پاڪستان ۾ مختلف نشن جي موالين جو ڪل تعداد چاليهه لک آهي. ٻئي ذريعي، PPI مطابق اهو تعداد هڪ ڪروڙ جي لڳ ڀڳ آهي.

گارجين نيوز سروس، ٢٨ مارچ ١٩٩٨ع تي لنڊن مان خبر ڏني ته اٽڪل ڏهه لک مظاهرين " ڀنگ" کي قانوني طور تي جائز قرار ڏيڻ جو مطالبو ڪيو. انهن ۾ اٽلي ۽ يونائيٽڊ اسٽيٽس مان آيل ڀنگ، گانجي ۽ چرس جا حمائتي به شامل هئا. هڪ نوجوان عورت " ٽرڪسٽا" چيو ته، "سرڪار کي گهرجي ته ڀنگ وغيره کي هڪدم جائز قرار ڏئي. شراب ، ڀنگ کان وڌيڪ خطرناڪ آهي، آءٌ سڪول ڇڏڻ کانوني گانجو ڇڪي رهي آهيان. ماڻهن کي علاج خاطر يا تفريح طبع لاءِ انهيءَ جي ضرورت آهي." مظاهرين مان هڪ ٻي ٥٥ سالن جي عورت ، " جين مور" چيو ته هوءَ گذريل ڇهن سالن کان ڀنگ ۽ گانجي تي گذر ڪري رهي آهي. برٽش پارليامينٽ جي هڪ ليبر ميمبر، پالفلائن ، مظاهرين کي خطاب ڪندي چيو ته " هن مسئلي بابت سرڪار جهالت ۽ منافقيءَ جو شڪار آهي. جيڪي شديد طور تي بيمار آهن، انهن تان منشيات جي استعمال جي بندش هڪدم هٽائي وڃي. دنيا ۾ اها بهترين دوا آهي. ( رائيٽر نيوز سروس / ڊان ٢٩ مارچ ١٩٩٨ع سنڌي...) ڀنگ وغيره جي استعمال متعلق بحث وڌيڪ زور ورتو جڏهن هڪ وزير جي ١٧ سالہ پٽ کي هڪ پڙي وڪرو ڪندي پڪڙيو ويو. ( ايضا - ) يورپين پارليامينٽ ۾، ميمبرن جي هڪ ڪاميٽي، هلڪي منشيات کي قانوني جواز ڏيڻ جي سفارش ڪئي. سندن رپورٽ ۾ ڄاڻايو ويو ته جيڪڏهن انهن ملڪن جي تجربي کي پيش نظر رکي ڏسجي جتي ڀنگ وغيره بابت لچڪدار رويو اختيار ڪيو ويو آهي، جيئن " نيدر لئنڊس" ۾

آهي تہ نشي جي عادت سان نبرڻ لاءِ موثر ترين طريقي بابت مشترڪ موقف اختيار ڪري سگهبو." چئرمن چيو تہ " هڪ يوربي پاليسي آهستي آهستي ليڪن يقيني طور تي مرتب ٿي رهي آهي." " لزبن" ( پورچوگال) ۾ قائم يوربين يونين جي ڊرگ مانيٽرنگ سينٽر جي اعداد و شمار موجب يورپ جي نو بالغ آدمشماري جو ٽيهہ سيڪڙو کان وڌيڪ تعداد ڀنگ ۽ متعلقہ منشيات جو استعمال ڪيو آهي. ( گارجين نيوز سروس - ايضا- ڊان ، ٢٨ مارچ ١٩٩٨ع)

پاڪستان ۾ موالين جو تعداد هڪ ڪروڙ آهي، جن ۾ ۵ لک عورتون آهن. انهن عورتن کي نشي جي ڪاروبار، ڏاڙن ۽ قتل جي ڏوهن ۾ بہ استعمال ڪيو ٿو وڃي. آهي هيروئن، چرس ڀريل سگريٽ ۽ ڀنگ استعمال ڪن ٿيون. ( بي بي آءِ، ڊان ڪراچي ٢٧ سيپٽمبر ١٩٩٩ع)

يونائيٽڊ اسٽيٽس ۾ نشي جي واهپي بابت، سيد محب الاسلام جو هڪ خط، ڊان اخبار ۾ ١٨ نومبر ١٩٩٩ع تي شايع ٿيو. انهيءَ ۾ لکيل هو تہ " يو - ايس . دنيا ۾ سڀني کان وڌيڪ منشيات پيدا ڪندڙ ملڪ آهي......خاص طور تي جنوبي ڪئليفورنيا جو علائقو جتي وڏي مقدار ۾ "چرس" ناهيو وڃي ٿو. هن خط لکڻ کان چند ڪلاڪ اڳ، مون اٽڪل ڇهہ هاءِ سڪولي شاگرد ڏٺا، جيڪي سڪول جي ٻاهران وڻن ۾ ويهي چرس ڇڪي رهيا هئا. ( ايضا - ، ليٽرس ٽُ د ايڊيٽر) ڪئليفورنيا جي وڪيلن جيڪي سپريم ڪورٽ ۾ هيٺين وفاقي عدالتن جي فيصلي جو دفاع ڪري رهيا هئا، جنهن مطابق ڪئنسر، ايڊس ۽ ٻين بيمارين جا مريض جيڪي جائز دوائن مان شفاياب نہ ٿا ٿين، انهن کي چرس استعمال ڪرڻ جي اجازت ڏيڻ جو فيصلو ڪيل هو، هي موقف اختيار ڪيو تہ " ايڊس ۽ ڪئنسر جي ڪجهہ مريضن کي سور، الٽي ۽ بک نہ لڳڻ جي جيڪا تڪليف لاحق ٿئي ٿي، انهيءَ جو علاج ڪرڻ لاءِ، چرس هڪ زندگي بخش طاقت رکي ٿو."

جسٽس ڊپارٽمينٽ سختي سان مخالفت ڪري رهي آهي، تاهم امريڪا جي ٨ ٻين رياستن ۾ پڻ طبي بنياد تي چرس جي استعمال جي اجازت بابت قانون بحال ڪيل آهي. ( ڊان ، ١٨ نومبر، ١٩٩٩ع)

"...ڊن" ( برطانيہ) ۾، بئنڪ نوٽن تي، " ڪوڪين" لڳل هجڻ جو

انڪشاف ٿيو. ( گارجين نيوز سروس) ، ڊان، ورلڊ فوڪس، ٧ آڪٽوبر ١٩٩٩ع، ص ١٩) عدالتي بحث مباحثي ۾ مختلف دليل پيش ٿيا. ڪوڪين استعمال ڪندڙن هٿن لڳڻ سان نوٽن تي ڪوڪين لڳي آهي، ڪوڪين جا واپاري، هن نشي جي عادت کي عام ڪرڻ چاهين ٿا، وغيره وغيره. ” بي بي سي“ جي سروي رپورٽ مطابق لنڊن ۾ گهٽ ۾ گهٽ ڪري هر ڪنهن بئنڪ نوٽ تي ” ڪوڪين“ لڳل آهي. ويهن کان ڇويهن سالن جي عمر وارن نوجوانن ۾ ڪوڪين جي استعمال جي عادت تيزي سان وڌي رهي آهي. (ڊان – ايضا – ٧ آڪٽوبر ١٩٩٩ع).

هيروئن، ائسپرين“ جي موجد، دواساز ڪمپني ” بيئر“ ۾ ڪم ڪندڙ هڪ جرمن ڪيميادان جي ايجاد آهي، ڏهه حصا آفيم ۽ هڪ حصو ايجاد ڪل هيروئن پائوڊر گڏي، هڪ بيحد نشيدار ۽ موتمار منشيات تيار ڪجي ٿي. اڻويهين صدي عيسويءَ جي آخر ۾، ” مارفين“ جيڪا دواسازي ۾ ڪم ايندي هئي، ويهين صديءَ ۾، ” هيروئن“ ۾ استعمال ٿيڻ لڳي. مغرب انهي خود ڪشي جي ايجاد جي پيداوار کان پرهيز ڪئي ته مشرق ۾ ” ميانمار“ (برما) ۽ افغانستان ۾، هيروئن تيار ڪرڻ جون لئبارٽريون قائم ٿيون. سال ١٩٦٧ع ۾ هن محقق، پاڪستان ائڪيڊمي فار رورل ڊيولپمينٽ پشاور جي طرفان، قبائلي علائقي ۾ سروي ڪندي، هڪ هيروئن ساز پٺاڻ کان پڇيو ته اهڙي موتمار شيءِ تيار ڪندي هن کي خدا جو خوف نه ٿو ٿئي؟ ته هن چيو، ۽ مترجم اردو ۾ ترجمو ڪندي ٻڌايو، ته ” ديکهو! فرنگي موتمار اسلحه بناتا ه اور همار ملک مين خونريزي کيلئ فروخت کرتا ه ، تو هم ”هيروئن“ بناتا ه اور اسک ملک مين سمگل کرتا ه ، توهم بدله ليتا ه ، اور اس مين خدا ک خوف کي کيا بات ه ..... هم انتقام ليتا ه !“

انهيءَ منطق سان ڪوبه متفق نه ٿيندو، بهرحال اصل حل نشي جي عادت کي ترڪ ڪرڻ ۾ آهي، ۽ انهيءَ لاءِ مضبوط ارادي ۽ عزم جي ضرورت آهي.

## انساني عزم:

جديد " جراحي" (Surgery) جي صلاحيت ۽ ترقي جو مثال " دل جي پيوندڪاري" آهي. انهيءَ جو موجد، ڊاڪٽر ڪرسچن برنارڊ ( ۲۰۰۱ - ۱۹۲۲ع، Dr. Christian Bernard) خود به هڪ مثالي محنت ڪش ۽ پر عزم انسان ٿي گذريو آهي. تاريخ ۳ ڊسمبر ۱۹۶۷ع، تي ڪيپ ٽائون ( ڏکڻ افريقي) جي " گروٽ شير اسپتال" ۾، ڊاڪٽر برنارڊ پنهنجي طبي ٽيم سان گڏجي هڪ انسان جي دل، ٻئي انسان ۾ منتقل ڪرڻ جو ڪامياب تجربو ڪيو. " ڊينيس ڊروال" ۲۵ سالن جو نوجوان، هڪ ڪار حادثي ۾ فوت ٿيو. ڊاڪٽر برنارڊ، آپريشن ذريعي سندس دل ڪڍي، ۵۲ سالن جي " لوئي واشڪنسي" (Louis Washkansy) جي دل جي جاءِ تي لڳائي ۽ اها ڪم ڪرڻ لڳي. جيتوڻيڪ " لوئي واشڪنسي" ٽن هفتن اندر، انهي ڏاريءَ دل جي بيهي وڃڻ سبب، مري ويو، ليڪن دل جي پوندڪاري جو فن دنيا کي ملي ويو.

جديد دنيا جو هي عظيم جراح، جنوبي افريقا جي هڪ ڊاڳ پريل غير آباد ڳوٺ " ڪارو" (Karoo ) ۾، تاريخ ۸ نومبر ۱۹۲۲ع تي، هڪ غريب گهر ۾ ڄائو. سندس والد " ائڊم" (Adam) ديول ۾ ملازم هو ۽ سندس ماءُ " ماريا" به اتي ساز وڄائيندي هئي. سندس ننڍڙو ڀاءُ ابراهيم ، ۵ سالن جي عمر ۾، دل ٽٽڻ سبب گذاري ويو. شايد انهي صدمي " برنارڊ" جي دل ۾ ، دل جو ماهر ڊاڪٽر بنجڻ جو عزم پيدا ڪيو. سال ۱۹۴۰ع ۾ ثانوي تعليم مڪمل ڪري، پنهنجي منزل طرف وڌيو ۽ ڪيپ ٽائون يونيورسٽي جي مشهور " ميڊيڪل اسڪول" ۾ داخلا ورتائين. روزانه پنج ڪلوميٽر پنڌ ڪري اسڪول ايندو هو. محنتي هو، ليڪن غير معمولي ذهين شاگرد نه هو. اتي ڪورس مڪمل ڪري، زير تربيت سروس شروع ڪيائين ۽ اتي ئي ڪيس دل جي ماهر جي آسامي ملي وئي، جتي هن هي عظيم ڪارنامو ڪري ڏيکاريو. گذريل سال، ۲ سيپٽمبر ۲۰۰۱ع تي، سائپرس (Cyprus) ۾، ڊاڪٽر برنارڊ، هن دنيا کان موڪلائي ويو.

لنڊن جي اخبار " انڊيپينڊنٽ" ، تاريخ ٣ آگسٽ ٢٠٠٢ع جي هڪ رپورٽ مطابق، افغانستان ۾ امريڪي هوابازن جي هٿان بيگناهه افغان شهرين تي بمباري ۽ "دوستانه گوليباري" جو ڪارڻ امفيٽمن نشي آور گورين جو استعمال آهي، جنهن کي هواباز " هل گوري" جي نالي سان سڏن ٿا. اهي گوريون ٿڪاوٽ جو احساس گهٽائڻ ۽ ڏگهي اڏام ۾ مددگار ثابت ٿيون. جيڪي هواباز اهي گوريون استعمال ڪرڻ کان انڪار ڪن ٿا، انهن کي مهمن ۾ شريڪ نه ٿو ڪيو وڃي. امريڪا جي بحري طبي تحقيقاتي ليبارٽري، جيڪا فلوريڊا رياست جي شهر پين ساڪولا ۾ واقع آهي، انهي ٥٨ صفحن جي هڪ رپورٽ تيار ڪئي آهي، جنهن جو عنوان آهي:

Performance Maintenance During Continuious Flight Operatious انهيءَ ۾ هن منشات جي استعمال بابت هدايتون ڏنل آهن. ڪيميائي محاوره مطابق انهيءَ کي " ڊيڪسٽروامفيٽن (Dextroamphetine) چئبو آهي. جڏهن هواباز مهم تي روانا ٿين ٿا، تڏهن انهن کي هن منشيات جون " هل گوريون" ڏنيون وڃن ٿيون ۽ اهي جهاز جي ڪاڪ - پٽ ۾ رکيون وڃن ٿيون. وزن جو فيصلو هواباز پنهنجي خواهش ۽ ضرورت مطابق ڪن ٿا. جڏهن مهم تان موٽي اچن ٿا، تڏهن هنن کي " نه هل - گوريون" ونرايون وڃن ٿيون جن سان سڪون جي ننڊ سمهن ٿا. ( ڊان، ٤ آگسٽ ٢٠٠٢ع) ص ١٦)

"امفيٽمن" ساڳي مقصد سان ٻي مهاڀاري لڙائي ( ١٩٤٥ - ١٩٣٩ع) دوران، اتحادي ۽ مرڪزي فوجين استعمال ڪئي، ( جاروڪ ايم - اي، د سائڪلوفرماڪالاجيڪل رووليوشن، سائڪالاجي ٽڊي، (١٩٦٧ع). (١) ، ص ص ٥٨ - ٥١، ملاحظه ڪجن): شروع ۾ هن "دوا" جي گهڻ طرفن اثرن سبب، ڊاڪٽر انهيءَ جو استعمال تجويز ڪندا هئا. ( ائبنارمل سائڪالاجي اينڊ ماڊرن لائيف - ايضا - ص ٣٩٣) هيءَ دوا سال ١٩٢٧ع ۾ ايجاد ٿي ۽ ١٩٣٠ع بعد عام طور تي سيني دوائن جي دڪانن تي دستياب هئي. فوجين کان علاوه اُهي شهري جيڪي رات جو ڊيوٽي، يا ڏگهي مفاصلي جي ٽرڪ ڊرائيوري ڪندڙ، يا امتحان لاءِ مواد رٽيندڙ شاگرد هئا، امفيٽمن بينزوڊرين، يا امفيٽمن سلفيٽ جو استعمال

ڪندا هئا. پوءِ راندیگر، بازیگر، وزن گھٽائيندڙ ( چاڪاڻ تہ بک ماري ٿي) انهيءَ نشي آور دوا جا عادي ٿيا. لاڳيتي استعمال سان گھربل وزن وڌندو رهيو ۽ هن دوا جا منفي اثرات ظاهر ٿيا: دواسازن پڻ امفيٽمن جي نشي کي تيز ڪرڻ لاءِ " امفيٽمن ميٿيڊرين" تيار ڪئي، جيڪا وڏيڪ وزن وٺڻ سان موت جو ڪارڻ بڻي. عام طور تي امفيٽمن جي استعمال سبب، هاءِ بلڊ پريشر، اکين جي ماڻڪن ۾ واڌ، ننڊ نہ اچڻ، بک مري وڃڻ، پريشاني، گھٽو پگھر اچڻ ۽ بي معنيٰ تڪڙو ڳالهائڻ جا نتيجا نڪرن ٿا. ڪھڙي عادت سبب هڪ نفسياتي مرض پيدا ٿو ٿئي، جنهن کي " امفيٽمن سائڪوسز" چئجي ٿو، جيڪو پئرانائڊ اسڪيزوفرينيا (Paranoid Schizophrenia) سان مطابقت رکي ٿو. " امفيٽمن" جي استعمال سبب، خود ڪشي، قاتلانہ حملي، زوري زنا وغيره جا واقعا ٿيا آهن. ( - ايضا - ص، ۳۹۴) امريڪا ۾ هن دوا جي خريداري لاءِ ڊاڪٽر جي تجويز (Prescription) ضروري آهي. " ڪوڪين" (Cocaine) بہ هڪ تيز نشي دار شيءِ آهي، جيڪا "آفيم" (Opium) وانگر هڪ ٻوٽي جي پيداوار آهي، ۽ قديم زماني کان انسان جي استعمال ۾ رهي آهي. انهيءَ جي استعمال جي، جديد زماني ۾، "سگمنڊ فرائڊ" صلاح ڏني ۽ فرضي جاسوسي ڪردار " شرلاڪ هومز" طرفان انهيءَ کي ساراهيو ويو آهي. امريڪا ۾ هن قيمتي دوا جو استعمال سال ۱۹۷۸ع کان ۱۹۸۱ع تائين اڳي کان ٻيڻو ٿيو. تازه ترين سروي موجب، هن سڏريل ملڪ ۾، سروي ڪيل شهرين مان ۳۷ سيڪڙو مرد ۽ ۲۴ سيڪڙو عورتون، " ڪوڪين" استعمال ڪري رهيا هئا. ( - ايضا - )

. " ڪوڪين" جو نشو، چئن کان ڇهن ڪلاڪن تائين جاري رهي ٿو، جنهن دوران موالي کي سک ۽ سرهائي محسوس ٿئي ٿي. انهيءَ کانسواءِ سردرد، مٿي کي چڪر ۽ بي آراميءَ جي ڪيفيت پيدا ٿي ٿئي. سڪون بخش دوا جي حيثيت ۾، " ڪوڪين" کي " مارفين" جي عيوض بہ استعمال ڪيو ويو ٿو. وزن کان وڏيڪ استعمال سبب موت بہ واقع ٿي سگھي ٿو. لاڳيتي استعمال سبب پيدا ٿيندڙ بيماري کي " ڪوڪين بگ" چئجي ٿو، جنهن ۾ وهم خيال ۽ رويہ (Hallucination) پيدا ٿين ٿا. عادت پڪي ٿيڻ بعد، ٿي سگھي ٿو تہ ڪوڪين جا موالين ۾ ، شديد

”اسڪزوفرينيا“ جهڙيون علامتون نظر اچن: پوائتا منظر، ڊيڄاريندڙ آواز ۽ وهمي خيال. پوءِ نفسياتي انحصار، نشي جي دستيابي جو فڪر، سماجي بدناموسي ۽ عزت نفس جو زيان.

” چرس“ (Marijuana) بہ هڪ ٻوٽي جي پيداوار آهي، ڀنگ جي ٻوٽي جي چوٽي يا سنگ ۾ ٻج ٿئي ٿو. انهيءَ کي ” ڪئنابس سٽئوا“ (Cannabis Sativa) چئجي ٿو. هي ٻوٽو دنيا جي سيني معتدل آبهوا وارن ملڪن ۾ پيدا ٿئي ٿو. بر صغير هند - پاڪ، افريقا ڪنڊ، ميڪسيڪو، ڏکڻ امريڪا ۽ متحده رياستن جي موزون علائقن ۾ ڀنگ جي پوک تيزي سان وڌي ٿي ۽ انهيءَ جو استعمال ۽ واپار بہ اوترو تيز آهي، جيتوڻيڪ انهيءَ تي سرڪاري طور بندش وڌل آهي ۽ انحرافي ڪندڙن کي سزا ڏني ٿي وڃي.

ڀنگ، چرس کان وڌيڪ نشيدار آهي. هي ٻئي نشا انسان قديم زماني کان استعمال ڪندو اچي ٿو. نشي جي استعمال جو اهم ڪارڻ، سڪون جي تلاش آهي. بي سڪون انسان، زندگيءَ جي تلخ حقيقتن کان، نشي جي مدد سان، فرار چاهي ٿو. جيڪڏهن انسان کي سڪون فراهم ڪرڻ لاءِ، دنيا ۾ هڪ ” يوٽوپيا“ قائم ڪجي، جتي سڀ سک سهنج ۽ سلامتي ميسر هجي، تہ ڇا انسان مصنوعي سڪون يا نشي يا خمار کي ترڪ ڪري ڇڏيندو؟ سوال غور طلب آهي ۽ جواب آسان نہ آهي. انسان جون دلي خواهشون فقط سڪون حاصل ڪرڻ تائين محدود نہ آهن. دل ڌڙڪندي رهي ٿي ۽ وڌيڪ تمنا ڪندي رهي ٿي. هي سرندو آهي، جيڪو ڇُرندو تہ گهرندو! ڪنهن خوش نصيب کي دل جو قرار حاصل هوندو آهي، ورنہ ”فراقگور کپوري“ جي فڪر مطابق:

” هستي کو جس نـ زلزلہ سامان بناديا،
وہ دل قرار پائے ، مقدر کي بات هے .“

منشيات جي استعمال ۾ اضافي جو ٻيو سبب، خراب صحبت آهي، جنهن ۾ انسان ڦهريون دفعو نشي ۽ انهيءَ جي عارضي مزي، سڪون ۽ راحت کان واقف ٿو ٿئي. پوءِ چيني ڦهاڪي موجب: ” ڦهريائين انسان نشو واپرائي ٿي، پوءِ نشو نشي کي واپرائي ٿو ۽ آخرنشو انسان کي واپرائڻ لڳي ٿو.

## ٻولين جي فنا ۽ بقا:

هن وقت دنيا ۾ ۱۹۲ آزاد خود مختيار ملڪ آهن. ” ايسٽ تيمور“ تازو ” انڊونيشيا“ کان الڳ ٿي نئون ملڪ بڻيو آهي. انهن ملڪن ۾ آباد انسان هزارين ٻوليون ڳالهائن ٿا. ڇا اهي مختلف زبانون ڀگهرجي هڪ عالمي ٻوليءَ جي سانچي ۾ پئجي سگهن ٿيون؟

مئنچيسٽر يونيورسٽي ( انگلئنڊ) جي محقق جو چوڻ آهي ته، ” سال ۲۰۵۰ع تائين، دنيا جي ٻولين جو نوي سيڪڙو، ممڪن آهي ته، باقي نه رهي.“ ( گارجين نيوز سوس، ڊان ۲٦ مئي ۲۰۰۲ع ورلڊ ان فوڪس ، ص ۱۴) دنيا جي ٻولين جي پوئين ڳاڻاٽي موجب دنيا ۾ ڇهه هزار ٻوليون ڳالهايون وڃن ٿيون. انهن مان فقط چار ٻوليون، ۹٦ سيڪڙو انسانن جون ٻوليون آهن. باقي ۴ سيڪڙو مختلف ٻوليون ڳالهائيندڙن، انهن ۹٦ سيڪڙو جي ۴ زبانن مان ڪنهن هڪ زبان کي پنهنجي ٻولي بنائي سگهن ٿا.

” وچ - سائبيريا“ ۾ ” توفا“ (Tofa) ٻوليءَ جي ڳالهائيندڙن جو تعداد صرف سٺ آهي. ” فاروئيز“، (Faroese)، اڌ لک انسانن جي زبان آهي، اميزان واديءَ ۾ ٽي سؤ ٻوليون ڳالهايون وڃن ٿيون، ” بناوا“ ۽ ”برٽش روماني“ زبان خاتمي کي پهچڻ واريو، آهن. ڏهه ٻوليون، جن ۾ انگريزي، عربي ، فرينچ، فارسي، هندي وغيره شامل آهن، ڏه ڪروڙ انسان ڳالهائن ٿا.

زبان، ثقافت جو خزانو آهي. زبان قوم کي تشخص فراهم ڪري ٿي. هڪ سنڌي شاعر مطابق، ” قوم ٿي زنده رهي، پر جي زبان زنده رهي“ زبان جي بقا جو دارومدار ، خاص ڇهن عنصرن تي آهي: (۱) همه زبان انسانن جو تعداد، (۲) والدين کان اولاد ڏانهن مادري زبان جي منتقليءَ جو تسلسل، (۳) مادري ٻوليءَ ۾ تعليم جو انتظام، (۴) ٻولي جي افاديت، سرڪاري حيثيت ۽ ڪاروباري آساني، (۵) ٻولي ڳالهائيندڙن جي ننڍي عمر وارن ۾ انهيءَ ٻوليءَ جو استعمال، ۽ (٦) ٻولي جو تحريري، مطبوعه ۽ محفوظ ادبي ذخيرو. ساڳي ٻولي ڳالهائيندڙن جي هڪ ئي ملڪ يا علائقي ۾ محدود رهڻ سان ٻولي محدود ٿي وڃي ٿي، پکڙجي وڃڻ سان ٻولي به

پکڙجي وڃي ٿي. جيئن انگريزي ٻولي، يا وري ختم ٿي وڃي ٿي، جيئن "عبراني" ٻولي، يهودين جي هجرتن ۽ ملڪ نيڪالين سبب موت جي ڪنڌيءَ تي پهچي چڪي هئي، ليڪن " اسرائيل" ۾ " يهودين" جي جمع ٿيڻ سبب، "هيبرو" زبان کي نئين زندگي ملي رهي آهي. ليڪن ٻه صديون اڳ غائب ٿيندڙ " ڪورنش" (Cornish ) زبان، جيڪا " انگريزي" جي غلبي هيٺ، جنوب مغربي برطانيه مان ختم ٿي، انهيءَ جي ٻيهر جئرو ٿيڻ جو امڪان نه آهي. اهڙي طرح عربي زبان، مشرق ۾ قديم زبانن جو خاتمو آندو، جنهن جو ذڪر هن تحقيق ۾ اڳئي ڪيل آهي.

"ڪورنش" وانگر " ويلش" (Welsh ) زبان به ختم ٿي وڃي ها، ليڪن " ويلس" جي ماڻهن پنهنجي اولاد کي انهيءَ اباڻي ٻوليءَ ۾ تعليم ڏيارڻ ۽ انهي زبان ۾ گفتگو ڪرڻ تي زور ڏنو ۽ سندن زبان بچي وئي. سندن برعڪس، جڏهن ڪنهن ملڪ، معاشري يا روزگار ۾ ڪا خاص ٻولي هڪ هٽي قائم ڪري ٿي، تڏهن والدين انهيءَ ٻوليءَ ۾ تعليم نه ڏياري پنهنجي اولاد جو مستقبلُ خراب ڪرڻ نه ٿا چاهين. " نظريه افاديت" تحت غلط اقدام کي جائز سمجهيو ٿو وڃي، ورنه پائيدار تعليم جو بنياد " مادري زبان" آهي. تاهم اهڙن افاديت پسند والدين جو تعداد، ٽين دنيا ۾، گهٽ هجڻ، ۽ اڻپڙهيل انسانن جي ڪثير تعداد سبب، مقامي غير مفيد زبانون زنده رهن ٿيون.

## ڌارين لاءِ ڌڪار:

يورپ ۾ ڌارين (Aliens) خلاف خوف ۽ نفرت جي جذبات (Xenophobia) ۾ اضافو اچي رهيو آهي، عالمي سياسي حلقن ۾ حيرت جو اظهار ڪيو ٿو وڃي ته " هالئنڊ" جهڙي آزاد خيال معاشري ( Liberal Society) ۾ " ايل پي ايف" (Lijst Pin Fortuyn)، يا پن فارٽيون جي انتهائي ساڄي ڌر، ۽ مهاجرين مخالف سياسي پارٽي، گذريل انتخابات ۾ ٻئي نمبر تي اڪثريتي جماعت ٿي اڀري آهي. اها تبديلي سڄي يورپ ۾ نمايان نظر اچي رهي آهي.

انسان دوستي جي راهہ ۾، وطن پرستي، قوم پرستي، تهذيب پرستي، بلڪ خود پرستيءَ جا.پوت اچي بيٺا آهن. جيڪي مغرب جي مهذب انسانن کي انهيءَ راهہ تي هلڻ کان ديڄاري رهيا آهن. نيدر لئنڊس، فرانس ۽ ڊينمارڪ ۾ اڳيئي سياسي ساهمي، انتهائي ساڄي پاسي لڙي رهي آهي. برطانيہ ۽ جرمني ۾ نسلي برتري پيهر ڪر کڻي رهي آهي. انهي لاءِ، ڌارين جي آمد ۽ آبادڪاري خلاف سخت قوانين ۽ اقدامات مرتب ٿي رهيا آهن. ٽوني بليئر ۽ گرهارڊ شروڊر جي آئينده انتخابات ۾ ڪاميابي جو دارومدار اهڙن قوانين بحال ڪرڻ ۽ اقدامات کڻڻ تي هوندو. يورپ ۾ " کاٻي ڌر" کي جتي ڪٿي " ساڄي ڌُر" چئلينج ڪري رهي آهي.

## کاٻي ۽ ساڄي ڌر:

سياست ۾ کاٻي ڌُر انهيءَ جماعت کي چئجي ٿو، جيڪا ڪمزورن جي حقن جي حفاظت تي زور ڏئي. اهو محاورو انهي ڪري نهيو جو کاٻو هٿ ساڄي هٿ کان ڪمزور ٿئي ٿو، اهڙي طرح سماج، مقامي معاشري ۽ عالمي انساني معاشري ۾ هڪڙا طبقا، جيئن پار ، عورتون، ٻڍا، هاري ، مزدور، بي گهر بي وطن، غريب ۽ جاهل انسان، ٻين طبقن، جيئن سرمائيہ دارن جاگيردارن، ڪارخانہ دارن ۽ اعلي سرڪاري اهلڪارن وغيره جي مقابلي ۾ ڪمزور .مظلوم ۽ ٻين جي مفاد خاطر پيڙيل طبقا ٿين ٿا. انهن جي حقن جي سياست ڪندڙ جماعت کي کاٻي ڌر يا ليفٽسٽ سڏجي ٿو. اهڙي ليفٽسٽ سياست جو بنياد، آزادي، جمهوريت ۽ ترقيءَ تي ٻڌل آهي. انهيءَ ۾ سياسي تجربا ۽ نوان اصول قائم ٿيندا رهن ٿا. " سماج واديت" (Socialism) ۽ " اشتراڪيت" (Communism) انهيءَ جا ڪلاسڪل مثال آهن.نسواني برابري جي تحريڪ (Feminism) انهيءَ جو تازو مثال آهي.

ساڄي ڌُر ، سياسي حق تي زور ڏني ٿي، جيڪو اڪثريتي راءِ تي منحصر آهي. سماج واديت، اشتراڪيت، فسطائيت، يا اهڙن انقلابي سماجي ۽ معاشي تحريڪن کي، سياست ۽ ملڪي اقتدار ۾ شامل ٿيڻ کان روڪڻ

لاءِ، ساڄي ڌُر هميشه چوڪس ۽ خبردار رهي ٿي ۽ انهي جو ڀرپور مقابلو ڪري ٿي، جيئن تازو " فرانس" جي صدر جي انتخاب وقت نظر آيو، ساڄي ڌر جون سڀئي سياسي پارٽيون ۽ طاقتور گروهه، ڪابي ڌر جي اميدوار جي ڪاميابي کي روڪڻ لاءِ، موجوده صدر . "ياڪشراڪ" (Chirac Jacques) حق ۾ ووٽ ڪيو، جيتوڻيڪ ڪيترن کي ساڻس اختلاف هو ۽ مٿس بدعنواني جا الزام لڳائي چڪا هئا. ساڄي ڌر، لازمي طور تي، قدامت پسند، (Conservative) . محتاط ۽ لڪير جي فقير ٿئي ٿي. سندن اصول آهي ته " هلندي کي هلائجي، متان نئين ڳالهه مان ڪو گهوٽالو نه ٿي پوي."

مغرب جي ساڄي ڌر وارن اکيان اڄ مسلمان مورد الزام آهن. اهي مسلمان، جيڪي مشرق کي خيرباد چئي مغرب ۾ وڃي آباد ٿيا. اهي هن وقت مغربي دنيا ۾ وڏندڙ " زينوفوبيا" يا ڌارين نسلن ۽ تهذيبن جي اولاد خلاف جذبات جوشڪار آهن.خوف ۽ نفرت سبب هرمسلمان اُمريڪي شهري، شڪ ۽ نفرت جو نشانو بنجي ويو آهي. دهشتگردي ۽ سياسي قتل جو هر واقعو، ڀهرئين شڪ موجب، مسلمانن ڏانهن منسوب ڪيو ٿو وڃي. يورپ ۾ صورتحال مختلف نه آهي بلڪ اتي انتهائي ساڄي ڌر جا سياستدان، يورپ کي مسلمانن جي مهاجر آباديءَ کان نجات ڏيارڻ جون رٿون رکن ٿا. گذريل هفتي ( ١١ مئي ٢٠٠٢) جڏهن ڊچ سياستدان، ۾ فارتيون -Pim For) (tuyn کي گولي هٽي ماريو ويو. تڏهن قدرتي طور تي ڀهريون شڪ مسلمان مهاجرين طرف ويو، ڇاڪاڻ ته هو انهن جي خلاف هو. سندس سياسي پليٽفارم جو خاص نقطو مسلمانن جو " نيدر لئنڊس" مان اخراج، هو. انهيءَ پاليسيءَ جي وضاحت، هن طرح ڪئي وئي ته " اسلام پسمانده (مذهب) آهي، تنهن ڪري يورپ ۾ درآمد ڪرڻ جي لائق نه آهي". دراصل، ڊچ مسلمان شهري، هم جنس شادين جي اجازت واري قانون جي مخالفت ڪري رهيا هئا، تنهن ڪري پسمانده، دقيانوسي ۽ اڻ سڌريل سمجهيا ٿي ويا. سترهين صديءَ بعد، " نيدر لئنڊس" ۾ هي پهريون سياسي قتل هو، تنهن ڪري ڊچ قوم، لازمي طور تي، پنهنجي سياسي نظام ۾ تشدد جي داخل ٿيڻ تي، فڪر مند آهي. انهيءَ جي سد باب ڪرڻ لاءِ ڊچ مسلمانن

سان ڪا وڏي جُٽ ٿئي ها، ليڪن " پم فارٽيون" جي قاتلن جو سراغ، هڪ اهڙي شخص طرف ويو، جيڪو ماحولياتي تحفظ جي هڪ تحريڪ سان وابستہ هو. " فارٽيون" اهڙين تنظيمن، خاص طور تي " گرين پيس" جي بہ خلاف هو. اهڙي طرح ڊچ مسلمانن تان هيءَ مصيبت ٽري وئي.

" ڊچ" سماج، مغربي رواج ڪان بہ وڌيڪ آزاد - روش (Liberal) آهي: هم جنس پرستي جي دفاع ۾، مقتول سياستدان، " پم فارٽيون" چيو تہ " هالئنڊ ۾ لونديبازي ايئن آهي، جيئن ( اسلام ۾) گهڻين زالن سان جماع ڪرڻ." ( ڊان ١٥ مئي ٢٠٠٢ع، " ورلڊ ويو" مهر علي جو آرٽيڪل ، ص ٦) سندس ڪتاب " اسانجي تهذيب تي اسلامي اثر ٿيڻ جي خلاف" ( سال ١٩٩٧ع ۾ شايع ٿيل (Againstthe Islamiciza- tion of Our Culture) ، در اصل يورپ ۾ هن وقت هلندڙ سياسي سوچ سان، هم آهنگ آهي. فرانس ۾، " جين - ميري لي پين" _ (Jean Marie Le Pen) ۽ آسٽريا ۾، جورج هائيڊر (Jorg Haider) ساڄي انتهائي ساڄي ڌر جا سياستدان آهن ۽ سندن وڌندڙ عوامي مقبوليت، مغربي سياست ۾ ڪنهن انقلابي تبديلي جي نشاندهي ڪري رهي آهي. ڇا يورپ هٽلر جي نسلي تطهير (Racial Cleansing ) ۽ " آريا" اعليٰ نسل جي بالادستي ۽ مسولني جي فاشسٽ طريقي ڪار طرف موٽي رهيو آهي ؟ يا مناسبت جي پاليسي (Rationalism) اسندڙ " قومپرستي" (Nationalism) جي سبب ڪمزور ٿي رهي آهي! يورپين يونين ۾ ڏهہ نوان ميمبر ٿيڻ وارا ملڪ، مشرقي ۽ اسلامي شناخت سبب، شايد هاڻي داخلا حاصل ڪري نہ سگهن.

گذريل ٢٦ جون ٢٠٢ تي " سوڊان" جي دارالحڪومت، "خرطوم" ۾، " آرگنائيزيشن آف اسلامڪ ڪانفرنس" (OIC ) جي ٥٧ - ميمبر ملڪن جا وزرائي خارجہ گڏ ٿيا. سندن سوچ ويچار جي ايجنڊا تي بہ اهم سوال رکيل هئا: (١) اسرائيلي فلسطيني جهيڙو، ۽ (٢) " اسلام" جي صحيح تصور کي اجاگر ڪرڻ، جيڪو ١١ سيپٽمبر ٢٠٠١ع تي ٿيل دهشتگرديءَ جي ڪاروائي سبب مسخ ٿي ويو آهي.( اي ايف پي، ڊان ٢٧ جون ٢٠٠٢ع، ص ١٦) ٽن ڏينهن جي مذاڪرات ۾، اسلامي دنيا کي

درپيش پيا بہ مسئلا ويچار هيٺ آيا. انهن ۾، ڪشمير جو مسئلو، فلپائين جي مسلمان اقليت جي صورتحال، گولان ٽڪرين ۽ شيعبہ جي زرعي فارمن تي اسرائيل جو مسلسل قبضو، افريقا جي اسلامي ملڪن جا مسئلا، وغيره شامل هئا.

عالمي سياست جي دٻاءَ سبب اسلامي ملڪ گڏجي هڪ سخت موقف اختيار ڪري نہ ٿا سگهن. سندن قومي ۽ سياسي مفادات الڳ الڳ آهن تنهن ڪري مڪمل اتحاد ٿي نہ ٿو سگهي. اتحاد جي عدم موجودگي ڪمزوري جو باعث بنجي ٿي: شاعر مشرق ڪمزوري کان خبردار ڪندي فرمائي ٿو تہ:

" تقدير ڪے قاضي کا يہ فتوي ھ ازل سے ،
ھ جرم ضعيفي کي سزا مرگ مفاجات"
( ڪليات اقبال - ايضا - ص ١٣٤)

## نئين دفاعي اتحاد جون تياريون:

" نيٽو" (NATO) جو روايتي دفاعي ڪردار، دنيا جي بدلجندڙ سياسي ماحول کان، متاثر ٿي رهيو آهي. حريف " وارسا پئڪٽ" ۽ سويت يونين جي خاتمي بعد، روس ۽ سابق پنج سويت ريپبلڪس : آرمينيا، بيلاروس، ڪازخستان، ڪرغيزستان، ۽ تاجڪستان، پنهنجي سابق دفاعي معاهدي ( ١٩٩٢ع) کي هڪ دفاعي تنظيم ۾ تبديل ڪرڻ تي متفق ٿي ويا آهن. ( ڊان ١٥ مئي ٢٠٠٢ع ، ص ١٢) اعلان مطابق هي تنظيم، عالمي سلامتي لاءِ هڪ اهم عنصر ثابت ٿيندي ۽ بين عالمي دفاعي تنظيمن، " نيٽو" ۽ " شانگھائي گروپ" سان تعاون ڪرڻ لاءِ تيار رهندي. بهرحال ، وچ - ايشيا جون سابق ڪميونسٽ ۽ مسلمان رياستون پيهر " روس" جي قيادت هيٺ متحد ٿي رهيون آهن. ٻئي طرف، دنيا جو عظيم ترين طاقتور ادارو، " نيٽو" عالمي دهشتگردي جي مقابلي ۾ پنهنجي بيوسيءَ جو اظهار ڪري رهيو آهي: اتحادي ملڪن جي وزراءِ خارجہ جي اجلاس کي خطاب

ڪندي، نيٽو جي سيڪريٽري جنرل جارج رابرٽسن چيو تہ ” يونائيٽيڊ اسٽيٽس تي دهشتگردن جا حملا ( ١١ سپٽمبر) .......... بيداريءَ جو سڏ هو. ........ هاڻي ( عالمي) سلامتيءَ کي درپيش خطرا، آرماڙين، ٽئنڪن ۽ جنگي جهازن جي تعداد مطابق نہ رهيا آهن. موتمار حملا فقط حڪومتون ئي نہ ڏيون ڪري سگهن ( دهشتگرد تنظيمون بہ ڪري سگهن ٿيون)..... ۽ اهي چتاءُ ڏيڻ بغير حملو ڪن ٿيون....... سلامتيءَ جا عام مروج نظريا پاش پاش ٿي ويا آهن..... منهن ڏيڻ جا روايتي طريقا بيڪار ٿي ويا آهن..... ” نيٽو“ کي لازمي طور تي پنهنجي تنظيم ۾ انقلابي تبديلي آڻڻي پوندي. ( ايضا - ).

## دهشتگردي خلاف روس - امريڪا اتحاد:

با صلاحيتن انسانن جي بدولت، ” دنيا اميد تي قائم آهي.“ تازو، ”روس“ ۽ ”نيٽو“ عالمي دهشتگردي جي خلاف جنگ ۾ ڀرپور تعاون ڪرڻ جو فيصلو ڪيو آهي. تاريخ هڪ سابق منظر دهرايو، جڏهن نيٽو - روس مصالحاتي مذاڪرات انهي ساڳي آئيسلئنڊ جي ڪاٺ گهر واري مهمانخاني ۾ منعقد ٿيا، جتي سال ١٩٨٦ع ۾ آمريڪا جي صدر، رونالڊ ريگن ۽ سوويت رهنما، ميخائيل گوربچيف، اهي تاريخي مذاڪرات ڪيا هئا، جن جي ذريعي سرد جنگ جو خاتمو شروع ٿيو، جيتوڻيڪ جوهري هٿيارن جي ڊوڙ کي ختم ڪرڻ تي اتفاق نہ ڪري سگهيا. هاڻي روس جي صدر، ولڊيمر پوتن ۽ امريڪي صدر، جارج واڪر بش، جوهري هٿيارن بابت بہ ڀيهر سوچ ويچار ڪري رهيا آهن. ( رائيٽر - ايضا)

## مستقبل جي معمارن جي تربيت:

اڻويهين صدي جي عظيم انسان، امريڪا جي ١٦ - هين صدر، ابراهم لنڪن ( ٦٥ - ١٨٦٠ع) پنهنجي پٽ جي استاد کي هڪ خط لکيو هو. انهيءَ مان هي چند ٽڪرا ملاحظ ڪجن: ” منهنجو پٽڙو هڪ ننڍڙو

عمدو انسان آهي..... هن کي اهو سکيو پوندو ته سڀ انسان انصاف وارا نه آهن، سڀ انسان سچا نه آهن. ليڪن توهان کيس سيکارجو ته هر بدمعاش جي مقابلي ۾ هڪ سورمو هوندو آهي، ته هر خود غرض سياستدان سان گڏ هڪ سرويچ ليڊر هوندو آهي، هن کي سيکاريو ته هر دشمن جي پويان هڪ دوست هوندو آهي. آءٌ ڄاڻان ٿو ته انهيءَ ۾ وقت لڳندو، ليڪن، جيڪڏهن توهان کان ٿي سگهي ته هن کي سيکاريو ته پورهئي مان ڪمايل هڪ ڊالر جي قيمت پنجن پائونڊن کان وڌيڪ آهي. هن کي وڃائڻ سيکاريو ۽ پڻ کٽڻ جو لطف وٺڻ سيکاريو. هن کي حسد ڪرڻ کان پاسو ڪرڻ سيکاريو ۽ سويل ئي سيکاريوس ته ٻين کي ستائڻ وارا خود بيحد آساني سان چٽجي ويندا آهن . جيڪڏهن چاهيو ته هن کي ڪتابن جو ڪمال سيکاريو، ليڪن ڪا سانت جي گهڙي ڏيوس ، جنهن ۾ آسمان جي پکين، سج جي شعائن ۽ سبز پهاڙي تي گلن جي ابدي اسرار، تي سوچي سگهي. سڪول ۾ سيکاريوس ته فيل ٿيڻ ڪاپي ڪرڻ کان وڌيڪ مانائتو ڪم آهي. کيس سيکاريو ته پنهنجي خيالن تي يقين رکي، جيتوڻيڪ هرڪو کيس چوي ته اهي غلط آهن. کيس سيکاريو ته هر ڪنهن جي ڳالهه ٻڌي، ليڪن اهو به سيکاريوس ته انهن ڳالهين کي حق جي پردي تي ڇنڊي ڇاڻي، جيڪي صفا صاف بچي انهي کي قبول ڪري. کيس سيکاريو ته شريف انسانن سان شريف ٿي هلي ۽ کهرن سان کهرو ٿئي. ڪوشش ڪري منهنجي پٽ ۾ اها طاقت پيدا ڪريو جو انهي هجوم ۾ شامل نه ٿئي، جنهن ۾ هر ڪو ذاتي فائدو حاصل ڪرڻ لاءِ حاڪمن جي پوئلڳي ڪري رهيو آهي. جيڪڏهن توهان کان ٿي سگهي ته غم ۾ کلڻ سيکاريوس ۽ ٻڌايوس ته رئڻ ۾ ڪو شرم نه آهي. کيس سيکاريو ته مايوس خيال ماڻهن جي ڳالهين کي طنز مزاح ۾ ٽاري ڇڏي ۽ تمام گهڻي ميناج کان خبردار رهي، سيکاريوس ته پلي پنهنجي پٺن جو زور ۽ دماغ جي طاقت وڌ ۾ وڌ واڪ ڏيندڙ کي وڪرو ڪري ، ليڪن ڪڏهن به پنهنجي دل ۽ روح ، جي قيمت نه لڳائي. هن سان نرميءَ جو برتاءُ ڪيو، ليڪن سندس ناز نخرا برداشت نه ڪريو ڇاڪاڻ ته فقط باهه جي ذائقو چکي عمدو فولاد تيار ٿيندو آهي. پلي ته منجهس بي صبر ٿيڻ جي همت هجي،ليڪن بهادري جو صبر هجي. هميشه پنهنجو پاڻ تي مڪمل يقين

رکڻ سيڪاريوس، چاڪاڻ تہ پوءِ هو هميشہ انسانذات تي اعليٰ يقين رکندو.... هيءُ هڪڙو وڏو آرڊر آهي، ليڪن ڏسو تہ توهان ڇا ٿا ڪري سگهو. اهو اهڙو هڪ ننڍڙو عمدو انسان آهي، منهنجو پٽ!“

## انساني بم، يا خود ڪش بمبار انسان:

ڪنهن اردو شاعر چيو آهي تہ: ” هم تو ڊوبہ هين صنم، تم کو بهي ليڪ ڊوبينگين“ . انهيءَ خيال جي مصداق، بيروت ( لبنان) ۾، سال ١٩٨٣ع دوران خود ڪش بمباري جي ابتدا ٿي. اهو مايوس ترين، غريب ۽ ناتوان انسانن جو آخري هٿيار آهي، جنهن سان هو پاڻ کي پنهنجي هم حال انسانن تي قربان ڪري، انهن جي ظالم طاقتور دشمن کان انتقام وٺن ٿا ۽ سندن بي قصور شهرين کي اهڙي طرح مارن ٿا، جهڙي طرح هنن جي ماڻهن کي بيڏوهي ماريو وڃي ٿو. انگريزي ۾ پهاڪو آهي: ٽٽ فار ٽٽٽ (Tit for tat) ۽ سنڌي ڏاهن چيو آهي تہ ” جهڙي ڪرٽي تهڙي پرٽي“. تاهم اهو وحشي انصاف آهي.

هن وقت تائين، ٢٠٠ کان وڌيڪ اهڙا واقعا ٿي چڪا آهن، جن ۾ مجبور فلسطيني ۽ مايوس تامل گوريلا، پنهنجي جسم سان بم ٻڌي انهيءَ کي ان وقت ڇوڙيو، جڏهن آسپاس وڏ ۾ وڏ ماڻهو، ٻڍا ٻار ۽ عورتون، موجود هئا ۽ ساڻن گڏ اهي بہ بغير قصور ماريا ويا. هندستان جي وزير اعظم، راجيہ گانڌيءَ کي هڪ تامل عورت اهڙي ريت ماريو. نيويارڪ ۽ واشنگٽن جي اهم تنصيبات تي حملو ڪندڙ بہ خود ڪش بمبار هئا، يا اهي انساني بم هئا جن هزارين بيگناهہ انسان ماري ڇڏيا. هاڻي، اسين اهڙن خود ڪش بمبار انسانن کي بدترين دهشتگرد قرار ڏيون ٿا، ليڪن انهن کي سزا ڏئي نہ ٿا سگهون، ڇاڪاڻ تہ اهي اڳئي مري چڪا هوندا آهن.

دنيا ۾ دهشتگردي ڪا نئين ڳالهہ نہ آهي. فقط طريقي ڪار بدليو آهي: فرينچ انقلاب ( ١٧٩٩ - ١٧٨٩ع) دوران، انقلاب کي زور وٺرائڻ خاطر، هڪ انقلابي، مئڪسيميلئن ڊي روبيس پائريري (Maximilien de Robespierre) ، گلٽين (Guilltine) استعمال ڪئي. ” گلٽين“

هڪ قتل جو اوزار هو، جيڪو هڪ فرينچ طبيب، جوزف اگنيس گلٽين (١٨١۴ - ١٧٣٨ع) جو ايجاد ڪيل هو. اهو هڪ وزني آڏ ترڇو ڪات هو، جيڪو سزاوار جي ڪنڌ تي ڪيرايو ويندو هو. هائي، اسين انهي ايجاد جو استعمال ڪاغذ يا گاهه ڪٽڻ ۽ سرجري ۾ ٽانسلس ( ڪلين ڳلڦڙن) ڪٽڻ خاطر استعمال ڪريون ٿا.

انقلابي دهشتگرديءَ کان علاوه رياستي دهشتگردي، يا مطلق العنان آمريت جي استحڪام خاطر به اهڙي قسم جا، قتل جا وحشتناڪ اوزار ايجاد ٿيندا رهيا آهن. " اسڪونجرس ڊاٽر به اهڙي قسم جو اوزار هو، جيڪو انگلئنڊ جي بادشاهه، هينري اٺين ( ١۵۴٧ - ١۵٠٩ع) جي خوني مناري جي عملدار، " ڊبليو اُسڪيگونٽن" جي ايجاد هئي ۽ انعام طور کيس " سر" جو خطاب ڏنو ويو. " اسڪونجر جي ڌيءَ" هڪ وزني لوهي چيڪلو هو، جنهن کي پيچن جي ذريعي سزاوار جي جسم سان جڪڙيو ويندو هو. پوءِ جيئن پيچ ڪشبا ويندا هئا، تيئن وزني لوهي چيڪلو ڦرندو ويندو هو، ۽ مظلوم جو جسم انهي اندر، تيل جي نريءَ وانگر ، پيڙبو ويندو هو، تان ته سندس ناسن، وات ۽ هٿن پيرن جي آگرين مان رت ڦوهارا ڪري وهي نڪرندو هو. ( برتانيڪا - ايضا - ج ١٩ ص ١١۴٦) اهڙي طرح تمام رت خارج ٿيڻ ۽ هڏ چم هڪ ٿي وڃڻ سان مظلوم جو موت واقع ٿيندو هو. هينري اٺين جي همعصر سنڌ جي بادشاهه ، شاهه حسن ارغون (١۵۵۵ - ١۵٢١ع) اهو ساڳيو اوزار، مخدوم بلاول رح ( ١۵٢٣ - ١۴۴٦ع) کي شهيد ڪرائڻ ۾ استعمال ڪيو. ( ڏسجي تاريخ باب الاسلام سنڌ - ايضا - ص ص ١٨١ - ١٧٩) ڇهه صديون اڳ، خلافت عباسيه، ۾ وزير ابن زيات، سال ٨٦١ع ۾، هڪ " آتشي مشين" ايجاد ڪئي، جيڪا سزايافته مظلوم جي جسم کي پنهنجي اندر ساڙي خاڪ جو ڍير بنائيندي هئي. ( ايضا - ص ١٨٠) آخر، خليفي جعفر متوڪل، خود پنهنجي وزير ابن زيارت کي انهي آتشي مشين ۾ وجهرائي مارايو. ( اشارٽ هسٽري - ايضا - ص ٢٨٩).

اهڙي قسم جون غير انساني ايجادون ۽ ڪاروايون اسانجي مهذب دور ۾ به جاري آهن، جن جي ذڪر لکڻ سان خود قلم به شرمسار ٿيندو. هاڻي

اهڙي ريت چيچلائجي مرندڙن جي نسلن اهو فيصلو ڪيو آهي تہ ظلم جو خود شڪار ٿيڻ کان اڳي ۽ ٻين کي اهڙي ظلم جو شڪار ٿيڻ کان بچائڻ خاطر ۽ شڪار ٿيلن جو بدلو ( پلاند) وٺڻ لاءِ، پاڻ ماري دشمن کي ماريو ويندو. انهن کي ڪيئن روڪي سگهبو؟ مخفي دهشتگردي کي بند ڪرڻ سان ظاهر ظهور دهشتگردي بند ٿي سگهي ٿي. وڏيڪ ڏاڍ ڏمر ۽ ڏاڍ مڙسيءَ سان انهي ڪلم ڪلا دهشتگرديءَ جي باهہ کي هوا لڳندي ۽ اها مچندي. ويندي، اهي طاقتون جيڪي پنهنجي ملڪ ۾ جهنگل جي باهہ وسائي نہ ٿا سگهن ۽ بيحد نقصان برداشت ڪن ٿا. اهي انهيءَ حقيقت کان وڌيڪ واقف هجڻ گهرجن تہ باهہ کي هوا لڳي تہ پاڻي بہ انهيءَ کي وسائي نہ سگهندو، وڌيڪ آتشگيري تہ يقينا، باهہ پڙڪائيندي. اسين ، اڄ جا سڌريل انسان، فقط پنهنجي ڳالهہ ٻڌي ۽ سمجهي سگهندا آهيون. جڏهن هڪ ٻئي جي ڳالهہ ٻڌي ۽ سمجهي سگهنداسين، تڏهن ئي اسانجا مسئلا حل ٿي سگهندا، اهي اسان انسانذات جا گڏيل مسئلا آهن. في الحال اسانجو حال، مثال طور ٻن سنڌي لطيفن سان پيش سگهجي ٿو.

(١) هڪ دفعي هڪ ٻوڙو هاري پنهنجي ڏاندن جو جوڙو ڪاهي گهر وڃي رهيو هو. وات تي هڪ واقف ڪار مليس، جنهن چيو " السلام عليڪم" هن چيو، " ٻئي ڏاند پنهنجا اٿم" گهر آيو تہ جوٽس پٽ اٿي آڏو رکيس، پٽ ڪائيندي زال کي چيائين تہ " رجب جي ماءُ، اڄ پنهنجا ڏاند هڪ ماڻهو سچائي ويو." زال چيو " پٽ ڪارو آهي يا ڦڪو، نهٽئہ رڌو آهي." تنهن ڏانهن جو اشارو ڪيائين تہ انهيءَ پنهنجي نٽان ڏي ڏسي چيو، "سچ چؤ ادي سچيڏني ! منهنجي سينڌ ڦڏي آهي؟ " سندس نٽان پنهنجي پاءُ رجب ڏي اشارو ڪندي چيو، " مان تہ نہ ٿي ٻڌان، الائي چاپئي چوين، وڃين پنهنجي مڙس کي ٻڌاءِ." رجب ڏٺو تہ مون ڏي پيو هٿ ڪجي سوهڪدم چيائين، " ڪير ٿو چوي تہ ڏاٿو مون وٽ آهي؟" هي سيئي ٻوڙا هئا، تنهن ڪري هڪ ٻئي جي ڳالهہ ٻڌي نہ ٿي سگهيا. ڇا اسين سڀ پڙهيل ڪڙهيل مهذب انسان بہ ٻوڙا آهيون، يا ٻئي جي ڳالهہ نہ ٻڌڻ جو فيصلو ڪري چڪا آهيون؟

ڪي ماڻهو پاڻ گونگا هوندا آهن، ليڪن هٿن ۽ اکين جي اشارن سان

سڀ ڪجهہ چٽي ويندا آهن. انهن تي پهاڪو نهيو تہ ” گونگن جي ٻولي گونگا سمجهن.“ ڪي ٻاتا هوندا آهن، تنهن ڪري ڳالهائڻ ۾ شرم محسوس ڪندا آهن، ليڪن اگر اسين سڀ ٻاتا هجون تہ پوءِ ڳالهائڻ ۾ شرم ڇاجو؟ انهي صورتحال مطابق هڪ لطيفو هن طرح آهي تہ پوڙهي ماءُ پٽ پرڻائي اچي گهرجي ڇني ۾ ويهاريو. هڪ ڪاري ٻلي اچي ڏئي جي تيل کي چٽڻ لڳي گهوٽ ماءُ، گهوٽ ۽ ڪنوار تنهي ڏنو پر.” هش هش“ ڪرڻ کان نٽايو. آخر گهوٽ ماءُ کان رهيو نہ ٿيو، تنهن چيو، ” هت هت، مالي مٺي نيو تي وتائين“ اهو ٻڌي ڪنوار چيو: ” تتُ تُڪر ٿيون هون نہ تٿيو.“ پوءِ گهوٽ اٿي نچڻ لڳو. ” هاني تہ تئي مدي ۾ تياتون !“

شايد اهڙيءَ طرح اسين بہ سڀ مزي ۾ آهيون، ڇاڪاڻ تہ اسانجا عيب ساڳا آهن، تنهن ڪري اسين انهن جي اظهار ۾ شرم محسوس نہ ٿا ڪريون. ” قرطبيہ“ ( اسپين) جي ” شاهي مسجد“ ۾ هڪ تنبي تي هيءَ نصيحت لکيل آهي: ” پنهنجا عيب لوڪ کان لڪايو تہ اهي پاڻهي گم ٿي ويندا.“ لڪائيندي لڪائيندي عيب گهٽبا ويندا، عادت نڪرندي ويندي ۽ آخر عيبن کان ڇوٽڪارو حاصل ٿيندو. ليڪن عيبن جي اظهار ۾، جڏهن هرڪو هڪ ٻئي اڳيان اگهاڙو آهي، تڏهن عيبن کان نجات حاصل ڪرڻ جو سوال ئي پيدا نہ ٿو ٿئي! اهڙي طرح اسين گونگا، ٻوڙا ۽ انڌا آهيون ۽ اسان جو موتي صحيح راهہ تي اچڻ هڪ مشڪل مسئلو آهي. انهيءَ مشڪل ترين مسئلي تي اسانکي اولين توجہ ڏيڻ گهرجي.

حضرت علي ڪرم الله وجهہ جو قول آهي تہ ” جنهن پاڻ کي نہ سڌاريو، سو يقينا ٻئي ڪنهن کي سڌاري نہ سگهندو“. مصلحن ، مبلغين، استادن ۽ عام والدين واسطي انهي قول ۾ روشني جو اهو دائمي شعاع ۽ چراغ آهي، جيڪو ڪاريءَ ٻلي جي تيل چٽڻ سان وسامي نہ سگهندو. عقل جو چراغ، فقط راهہ جي روشني آهي، انسانن جي منزل روشن مستقبل طرف وڌڻ آهي.

## ٨١٦
## قومن ۽ سندن تهذيبن جو عروج و زوال:

" انسان جي تاريخ" جو زير نظر مطالعو، ٻين اهم حقيقتن کان علاوه، هڪ خاص حقيقت جي نشاندهي ڪري ٿو. اسان ڪي نظر ٿو اچي ته هر قوم ۽ انهيءَ جي تهذيب جي ابتدا مذهب ۽ جفاڪشيءَ سان ٿي آهي. اهي انسان اصول ۽ عقيدي جا پڪا هئا ۽ رنج يا خوشي کان بينياز هئا. ڪامل يقين ۽ مڪمل عمل سندن خصوصيت هئي. پوءِ، جڏهن انهيءَ قوم، قبيلي يا نسل جا انسان، پنهنجي اعليٰ انساني خصوصيتن سبب ڪامران ٿيا. ڌن، زمين ۽ عام انسان هنن جي قبضي هيٺ آيا، تڏهن اهي ساڳيا خوش خصلت انسان، بدخو، بدمعاش ۽ بدڪردار حاڪم بنجي ويا. اتان انهن ڪامران قومن جو زوال شروع ٿيو ۽ اهي ڪفر ۽ غير يقينيءَ جي حالت ۾، صفحہ هستي تان ميسارجي ويون.

ڪنهن ڏاهي جو هي قول به قابل فڪر آهي: هو چوي ٿو ته: " تهذيب، جڏهن اڀري ٿي، تڏهن نفس ڪش آهي، ليڪن جڏهن مري ٿي تڏهن نفس پرست آهي."

نفس پرستي، زوال جي علامت آهي، انهيءَ ڪي روڪيو ته زوال کان بچو! گذريل صدي جي سٺ جي ڏهاڪي ۾، هن راقم جو نائڪ، جيڪو بلڪل اڻ پڙهيل هو، اڪثر چوندو هو: " قانون ڪٿي آهي؟ سڀ " نفس پرستي" آهي." منهنجو هڪ ٻيو ساٿي ، فقط سنڌي پڙهيل هو. مون هن کي انگريزي جا ڪجهه الفاظ ياد ڪرايا، جيڪي ٻين جي اڳيان ، مون سان ڳالهائي، پنهنجي قابليت جو داد حاصل ڪندو هو. چوندو هو:

Nothing all right. Never mind. Forward look. I am something.

يعني، ڪجهه به ٺيڪ نه آهي، پرواهه نه ڪر، اڳتي نگاهه ڪر، آءُ به ڪا حيثيت رکان ٿو.

اتفاق سان مون جيڪي هن کي انگريزي ۾چوڻ سيکاريو، سو واقعي اسان، جديد دور جي انسانن سان لاڳو ٿئي ٿو. سيئي ڄاڻن ٿا ته دنيا ۾ انسانن جي عام حالت خراب آهي پوءِ به ڪن لاتار ڪن ۽ پنهنجي لاءِ

خوشگوار مستقبل جي اميد رکن ٿا ۽ سمجهن ٿا تہ هو ڪنهن حيثيت وارا آهن.

دراصل اسين اڌ – ماڻهو آهيون، تنهن ڪري پنهنجا مسئلا فقط اڌورا حل ڪيون ٿا. اڻويهين صدي جي هڪ بيباڪ شاعر، رابرٽ براءِوننگ (١٨٨٩ - ١٨١٢ع Robert Browning ) انهي حقيقت کي هنن لفظن ۾ بيان ڪيو آهي:

"Those, who can would not,
Those, would, cannot,
Thus we, half _ men, struggle."

يعني: اهي، جيڪي ڪجهہ ڪري سگهن ٿا، ڪندا ڪونہ،
اُهي، جيڪي ڪرڻ چاهين ٿا سي ڪجهہ ڪري نہ ٿا سگهن،
اهڙي ريت اسين، اڌ ماڻهو، سخت ڪوشش ڪري رهيا آهيون.

## "ائٽوزم" (Atavism)

انسان جي تاريخ جو هي راوي خود پنهنجي موجوده انساني معاشره ۾ جو ڪجهہ ڏسي پڏي ٿو، سو پوريءَ ريت لکي نہ ٿو سگهي. ڏاڍن ماڻهن جون ڏاڍايون بيان ڪرڻ کان ٻاهر آهن. بس ٿي پلي، ليڪن نہ ڏاڍا بس ڪن ٿا ۽ نہ هيٺن جا واڪا بس ٿين ٿا. مورخ منجهي پوي ٿو تہ ڪنهن جي ڪاروائي ڪهڙي ريت قلمبند ڪري ۽ تهذيب جي تعريف ۾ ڪهڙا مثال پيش ڪري. يورپ، جتي انساني تهذيب اعليٰ معاشرا ۽ فعال ادارا قائم ڪيا آهن، پنهنجي مهذب انساني ڪردار کان خالي آهي: سڌريل ويهين صدي جي پوئين ڏهاڪي ۾، " يوگوسلاويا" جي انتشار ۾، " ائٽوزم" جي بدترين صورت جو مظاهرو ٿيو: ائين نظر اچي رهيو هو تہ يورپ ٻيهر اونداهي دور ۾ پهچي ويو آهي. افراد، پنهنجي والدين کان وڌيڪ، پنهنجي قديم هم نسل وحشين وارو سلوڪ ڪَن ٿا. ڇا اها قديم موروثي نسلي منافرت ۽ وحشت، انفرادي طور تي، انسانن جي ذهن جي بلڪل قريب موجود رهي ٿي ۽ موقعي ملڻ تي، پنهنجي دٻيل ٻاهہ جو بدترين مظاهرو ٿي ڪري؟ ڇا " انسان"

پنهنجي صدين جي حاصل ڪيل علم، تهذيب ۽ عقل جي باوجود ، اجا سن بلوغت کي نہ پهتو آهي؟ ڇا وحشي جيوت انسان کي وڌيڪ پسند آهي؟ ائين بہ نہ آهي، تہ اصل ڪارڻ ڪهڙو آهي جنهن ڪري تاريخ پنهنجون انسانيت سوز ڪاروايون ورجائيندي ٿي رهي؟ اهو ڪارڻ، "اولين جارحيت" آهي، جيڪا هيرودوٽس جي تاريخ نويسي جو ابتدائي نقطو هئي. اهو ڪارڻ خود تاريخي عوامل ۾ موجود آهي.

تاريخي عوامل جو هڪ تازو مشاهدو، مهذب يورپ جي " بلقان" علائقي ۾ ٿي گذريو، جنهن جي مختصر صورت هن ريت هئي: پهرين مهاڀاري لڙائي جي اختتام، سال ١٩١٨ع، بعد ورسيلز امن ڪانفرنس جي هڪ ٺهراءَ سبب، " يوگوسلوويا" جو ملڪ تشڪيل ڏنو ويو. انهيءَ ملڪ ۾ سابق ٻن شهنشاهيتن، هئپسبرگ ۽ عثمانيہ، جا مختلف نسلي علائقا شامل ڪيا ويا، جيڪي " بلقان" (Balkans) جي " سلاو" (Slav) ۽ غير سلاؤ نسلي آبادي هيٺ هئا. سندن هڪ وفاقي حڪومت هيٺ، امن ۽ آزادي سان رهڻ، تاريخ جو هڪ تجربو هو، جيڪو ناڪام ٿيو: نئين رياست، "يوگوسلاويا" سرب قومپرست اڪثريت لاءِ هڪ ديرينہ خواب جي تعبير هئي، جنهن ۾ هنن کي وسيع تر " سرب" نسلي رياست نظر اچي رهي هئي. " ڪروٽ" ۽ " سلووين" اقليتن کي ائين نظر آيو جيئن ڪا مڇي ٽڇڪندڙ ڪٽڇي مان ٻرندڙ ٻاھہ ۾ ڪري پئي هجي. هنن اقليتن جي آزادي جي تحريڪ ڪيئي صديون پراڻي هئي. هُو، هئپسبرگ ۽ عثمانيہ شهنشاهيتن سان گڏ، اڪثريتي " سرب" آبادي جي تسلط ۽ زور آوري خلاف بہ، جدوجهد ڪري رهيا هئا. جڏهن ٻي مهاڀاري لڙائي ( ١٩٣٩ - ١٩٤٥ع) دوران،نازي جرمني طرفان هٿ ٺوڪي " ڪروٽ" " رياست، " ڪروشيا" قائم ڪئي وئي، تڏهن "ڪروٽن" ، " ائٽوزم" جو ڀرپور مظاهرو ڪيو. "سربن" جو دهشتناڪ نموني قتل عام ڪيو ويو. بعد ۾، " يوگوسلوويا" جي ٽٽڻ بعد، ، "بوسينا" ۾ جيڪا " بربريت"، " سربن" مسلمانن خلاف استعمال ڪئي، هي انهيءَ جو پيش خيمو هئي. " ائٽوزم" جي " ڀيانڪ ديوي" اڳئي ڪر ڪنيو هو، ليڪن اقتدار جي شهسوران انهيءَ کي نظر انداز ڪيو. مارشل جوزف بروز ٽيٽو ، جنهن تاريخ ٧ مارچ ١٩٤٥ع تي، نئين

ناهيل ملڪ ”يوگوسلاويا“ جي صدر جو عهدو سنڀاليو، اعلان ڪيو ته ڪميونسٽ نظام هيٺ، دنيا ڀيڙهر ” بلقان مسئلي“ بابت نه ٻڌندي“ (آخوند، - ايضا - ، ص ٢١٨) ليڪن ”بلقان“ ۾ نسلي آزادي جي ڊپيل باهه، ” ٽيٽو“ جي اقتدار سنڀالڻ بعد، جري ڪڍڻ لڳي، ڇاڪاڻ ته ”جوزپ بروز ٽيٽو“ جو تعلق ”ڪروٽ“ نسل سان هو. هو سرب استحصال خلاف منظم ٿيا ۽ مطالبو ڪيائون ته: (١) ” ڪروشيا“ جي ڪمايل زر مبادله ” سربيا“ ۽ ٻين رياستن ۾ تقسيم نه ڪئي وڃي، (٢) ” ڪروشيا“ جي سرڪاري زبان، ”ڪرُوشين“ هجڻ گهرجي، جيڪا سرڪاري ” سرب - ڪروٽ“ زبان کان فقط رسم الخط ۾ مختلف هئي، ( ٣) ”يوگوسلوويا“ جو بحري صدر مقام، ” ڪروشيا“ جي بندر ” اسپلٽ“ ۾ قائم ڪيو وڃي، ۽ عقاب قومپرست ڪروشين اهو به مطالبو ڪيو ته ( ۴) هڪ الڳ ڪروٽ فوج قائم ڪئي وڃي ۽ (۵) اقوام متحده ۾ ” ڪروشيا“ کي الڳ نمائيندگي ڏني وڃي. (- ايضا - )

ساڳي وقت ” بوسينا“ ۾ مسلم قوميت، جيڪا سرڪاري طور تي تسليم شده هئي، مزيد آزادي ۽ الڳ شناخت جي خواهان ٿي. ”يوگوسلوويا“ ۾ تقريبا ڏهه لک مسلمان آباد هئا، جن جي اڪثريت، ”بوسينا“ ۾ مقيم هئي. ” بيلگريڊ“ ۾ به هڪ جامع مسجد هئي، جتي پيرسن، جوان ۽ نو جوان مسلمانن جي ڪثير جماعت نماز ادا ڪندي هئي. ” سراجيوو“ ۾ مسلمان اڪثريتي آبادي جي سرڪاري طور تي تسليم شده ” رئيس العلماءِ“ تي اعتراض اٿاريو ويو ته سرڪاري پاليسي مطابق هلندي، ٻاهرين ملڪن ۾ قائم اسلامي ادارن سان تعلق نه ٿو رکي. ”ڪروشيا“ ۾ هڪ مسلم اڪثريتي علائقي کي ” زگرب“ جي مسيحي اڪثريتي علائقي ۾ ضم ڪرڻ خلاف، مسلمان عالمن اعتراض اٿاريو. ” متفڪر مسلمان“ نالي هڪ گروهه مسلمانن جي اهنجن بابت هڪ پٽفليٽ ورهايو. ليڪن بيلگريڊ ڪميونسٽ سرڪار انهن واقعن جي اهميت کي نظر انداز ڪيو.

پاڪستان جي مشهور سفير، اقبال آخوند، تازو پنهنجون يادگيريون شايع ڪيون آهن. يوگوسلاويا جي تجربي بابت لکندي، تعجب وچان سوال

تو ڪري تہ چا " يوگوسلاويا" ۾ جو ڪجھہ ٿيو آهي، اهو مستقبل جي دنيا جو عملي نمونو آهي؟". ( آخوند - ايضا - ص ٢١٩).

جيڪڏهن انسان جي تاريخ جا موجوده لاڙا بالخصوص (١) ڌارين کان خوف ۽ نفرت جو رجحان، (٢)شڪ ۽ امڪان جي بنياد تي مخصوص قومن کي فوجي ڪاروائي جو نشانو بنائڻ جي يڪطرفي عمل ۽(٣) ڪاروباري اشتهار بازي ذريعي عرياني، فحاشي ۽ تشدد کي روڪڻ لاءِ، تڪڙي بين الاقوامي ڪاروائي نہ ڪئي وئي تہ تجربڪار سفير، اقبال آخوند، جو سوال بيجا نہ ٿيندو.

بجلي ۽ برقي آلات جي ذريعي، جديد دور جو انسان، مطالع ۽ تحقيق کي وڌائڻ کان وڌيڪ، عياشي ۽ فحاشي طرف راغب آهي. جڏهن نابالغ ٻار، نوجوان ۽ ٻڍا، سڀ گهر ويٺي عرياني، عيش، تشدد ۽ جارحيت جا نظارا مسلسل ڏسندا رهن ٿا، تڏهن پاڻيو ٿا تہ حال کان مستقبل جو سفر ڪهڙي واٽ وٺيو پيو وڃي!

**زوري زنا (Rape):** جا واقعا روزانہ ڪثير تعداد ۾ ٿيندا رهن ٿا: تازو، انڊيانا پولس، انڊيانا، مان، ڊاڪٽر شاهد اطهر، پاڪستان جي انگريزي روزنامہ " ڊان" جي ايڊيٽر کي خط لکيو ( ٢ ، آگسٽ ٢٠٠٢ع)، جنهن ۾ ڄاڻايو اٿس تہ " يونائيٽيڊ اسٽيٽس ( آف امريڪا) ۾ ساليانو تقريبا ٻہ لک زوري زنا جا واقعا ٿين ٿا. ( ۽) تقريبا ايتري تعداد جي خبر شايع نہ ٿي ٿئي. ڇهن سالن جي معصوم نياڻين کي اغوا ڪري، جنسي تشدد جو نشانو بنايو وڃي ٿو ۽ پوءِ انهن کي ماري ڇڏجي ٿو. ڏوهارين جو ٢ ڀاڱي ٣ حصو شراب جي نشي ۾ ڌت هوندو آهي. ساڳيو حال پاڪستان جي ٻهراڙين ۾ ۽ هندستان جي وڳوڙي گروهن ۾ نظر اچي ٿو. ( ايضا - )

پاڪستان ۾ ڇهن مهينن ( جنوري - جون ٢٠٠٢ع) دوران رپورٽ ڪيل زوري زنا جي واقعن جو تعداد ٣٢١ هو، جن مان ٢٣٣ پنجاب ، ٨٢ سنڌ، ٢اتر الهندو سرحدي علائقو ۽ ٢ بلوچستان ۾ واقع ٿيا. ( مددگار ۽ يونيسيف مشترڪہ سروي، بي بي آءِ / ڊان ٨ آگسٽ ٢٠٠٢ع، ص ١٩).

" ٽيڊ بنڊي" (Ted Bundy)، دنيا جو بدنام ترين زوري زنا ڪار قاتل، جنهن ٣٢ عورتن سان زوري زنا ڪرڻ بعد انهن کي قتل ڪري ڇڏيو،

پنهنجي ياداشت نامي (Memoirs) ۾ لکيو آهي تہ فحش فلمن ڏسڻ بعد منجهس انهي جرم جو شوق جاڳيو. ( - ايضا - ) پوءِ اي مهذب دنيا جا نيڪيدارو! پنهنجو خير گهرو! بي دريغ نفعي جي شوق ۾، جيڪا گراهڪي پيدا ڪريو ٿا، انهن جي ذهن تي " ائٽوزم" (Atavism)، لامارا ڏئي رهي آهي توهانجو، توهانجي نسل ۽ هن دنيا جو، هڪ عبرتناڪ، شرمناڪ ۽ وحشت ناڪ مستقبل، توهانجي محلات جي " غلام گردش" وٽ اچي پهتو آهي. پاڻ بچايو، ۽ پنهنجي تهذيب، تمدن، ثقافت ۽ شرافت کي، " عاد" ۽ "ثمود" کان وڌيڪ هاجيڪار تباهيءَ کان، بچايو.

خيال غلط نہ آهي، جيڪر انهيءَ جي روشني ۾، مستقبل جي بهتري ۽ انسان ذات جي بقا خاطر، حفاظتي تدبيرون اختيار ڪجن. خيال هي آهي تہ حضرت آدم عليه السلام کان ٻہ هزار سال گذرڻ بعد طوفان نوح آيو ۽ ٻن هزار سالن جي انساني تهذيب مليا ميٽ ٿي وئي. انسان جي تاريخ ۾، حضرت آدم عليه السلام وانگر خصوصي انساني تخليق جو ٻيو مثال حضرت عيسيٰ عليه السلام آهي. هاڻي انهي کي بہ گذري ٻہ هزار سال ٿي چڪا آهن! ڇا اسين ڪنهن عالمي ٻوڏ (Global Deluge ) جا منتظر آهيون، يا عالميت (Globalization) جي عقلمندي هيٺ، سرمائيداري نظام کي تمام انسانذات تي مسلط ڪري، فحاشي، بيرحمي، جارحيت ۽ دهشت کي وڌائي، اسان انهي عظيم طوفان جو سامان ڪٺو ڪرڻ شروع ڪيو آهي، جيڪو " لالامال خلاص" ڪري ڇڏيندو. نہ رهندا نسل ۽ نہ نسل پرستي. نہ هوندي زر، نہ زرپرستي. نہ رهندي طاقت ۽ نہ طاقت پرستي. دنيا جي هوا، حرص ۽ هوس ۾ ، انسان کي پنهنجي " بود" ۽ وجود تي ناز ٿئي ٿو، ۽ وساري ٿو ڇڏي تہ سندس هي دنيوي زندگي، هڪ طبعي موت جي امانت آهي. جيڪي انسان " هست و بود" جي گهمنڊ ۽ گمان مان ٻاهر نڪري، " نابودي" جو فڪر رکن ٿا، اُهي پنهنجي مختصر فاني زندگي کي ڪارگر بنائڻ جي ڪوشش ڪن ٿا، جيئن لاڪيڻو لطيف فرمائي ٿو

" نابودي نيئي، عبد کي اعليٰ ڪيو،
مورت جي مخفي ٿيا، صورت پڻ سيئي،
ڪجي ات ڪيهي، ڳالهہ پريان جي ڳجهہ جي."

( سر آسا)

"رئسزم" (Racism) ، يا نسل پرستي، تعصب ۽ طاقت جو مرڪب آهي، تعصب، يا ڪنهن بنياد تي هڪ انسان جي ٻئي انسان کان نفرت ڪرڻ جو جذبو، انسان جي فطرت ۾، ظاهر ظهور يا ڍڪيل حالت ۾ موجود رهي ٿو، طاقت ملڻ سان انهي مطابق عمل ڪيو ٿو وڃي، ڪڏهن ڄاڻي ٻجهي تہ ڪڏهن اڻڄاڻائي ۾، نسلي امتياز ، نسل پرستي ۽ نسل نوازي جا واقعات ٿيندا رهن ٿا. انهن جو منڍ " تعصب" انسان جي ذهن اندر آهي، تنهن ڪري فقط ذهني انقلاب آڻڻ سان، " نسل پرستي" جو خاتمو آڻي سگهجي ٿو. اقوام متحده جي اهم اداره " يونيسڪو" جي پڌرنامي ۾ هڪ نهايت معقول صلاح ڏني وئي آهي: جيئن تہ لڙايون، انسانن جي ذهنن ۾ پيدا ٿين ٿيون، تنهن ڪري اسانکي انسانن جي ذهنن ۾امن جا بنياد کڙا ڪرڻا پوندا."

## ڪائنات جي قدامت ۽ جديد انسان جو پيرم:

ٽٽل تارن جا باقيات ڪئسوپيا، گذريل زمانن جا شاهد، اجا اسانجي شمسي ڪائنات ۾ موجود آهن: گذريل اربع، ٣ جولاءِ ٢٠٠٢ع تي هبل خلائي دور بين، آسمان ( خلائي سمنڊ) ۾ ترندڙ اهڙي هڪ باقيات جون تصويرون ڪڍيون آهن، جيڪي چمڪندڙ گئسن جي سرخ، سفيد، ساون، نيرن ۽ گلابي رنگن جي واهين جي صورت ۾ آهن. سائنسدانن انهن کي "ڪئسوپيا اي" نالو ڏنو آهي. اسانجي ڪهڪشان ۾ سيني کان ننڍي سپر نووا يا ٽٽل جسيم تاري، جي اها باقيات، اسان کان ڏهہ هزار نوري سال پري آهي، اهو جسيم تارو، اڄ کان ڏهہ هزار سال اڳي ٽٽو هو، ۽ انهي جي روشني، ڌرتي تي سورهين صدي عيسوي جي آخر ۾ پهتي هئي. ( اي ايف پي - AFP / ڊان، ۴ جولاءِ ٢٠٠٢ع ص ١٦).

گذريل اربع، تاريخ ٢۴ جولاءِ ٢٠٠٢ع تي هڪ برطانوي ماهر "خلا"، ڊاڪٽر بيني پيسر (Benny Peiser) انڪشاف ڪيو تہ هڪ وزني خلائي ڇپ (Asteroid)، ٻہ ڪلوميٽر ويڪري، ڌرتي طرف وڌي

رهي آهي ۽ ايندڙ ١٧ سالن ۾ اچي ڌرتي سان ٽڪرائبي. پوءِ ڇا ٿيندو؟ بدترين صورتحال ۾، اسانجي اقتصادي ۽ سماجي جوڙجڪ ڊهي ويندي ۽ اسين اونداهي دور ۾ پيهر داخل ٿينداسين. ( ڊان ٢٥ جولاءِ ٢٠٠٢ع ص ١٥) تاهم سائنسدان چون ٿا ته اها ڏورانهين ڳالهه آهي. البت ، " دنيا کي گهرجي ته انهي انڪشاف کي بيداريءَ جو سڏ سمجهي ۽ مستقبل جي امڪاني آفت کان بچاءَ جون تدبيرون اختيار ڪري! "(رائيٽر/ ڊان - ايضا)

ٻئي طرف، خود ڌرتي اندر موجود، گذريل زماني جون باقيات، انسان جي تاريخ جو حيرت انگيز داستان پيش ڪري رهيون آهن، تاريخ ٣ جولاءِ ٢٠٠٢ع جي خبر آهي ته پاڪستان جي " دير" رياست ۾ قديم پٿر جي دور جي هڪ غار لڌي وئي آهي، جيڪا پنج سؤ ميٽر ڊگهي ۽ اٺ فٽ اونهي آهي. غار جون پٽيون ڪرسٽل پٿر جون آهن، ۽ غار اندر پاڻيءَ جا قدرتي ڦوهارا موجود آهن ( اي ايف پي / ڊان ٤ جولاءِ ٢٠٠٢ع - ايضا ص ٤). ڪيئن چئجي ته اڄ جو انسان بهتر زندگي گذاري رهيو آهي ۽ قديم انسان جي مقابلي ۾ وڌيڪ قابل ڪار آهي!.

اقوام متحده جي اهم ادارن، يونيسيف ، يواين ايڊس، (UNAIDS) ۽ عالمي صحت اداري (WHO: World Health Organization) جي هڪ گڏيل رپورٽ ، نالي " نوجوان ۽ ايڊس " (Young People & HIV/ AIDS Opportunity Crisis) موقعو مشڪل حالات ۾ جي عنوان سان" ساڳي تاريخ ٣ جولاءِ ٢٠٠٢ع تي شايع ٿي آهي: رپورٽ مطابق روزانه ڇهه هزار نوجوان، هن ترقي يافته دور ۾ ، " ايڊس" جهڙي موذي مرض جو شڪار ٿي رهيا آهن ۽ مرض اڃا لاعلاج آهي. ( ڊان - ايضا - ص ١٣).

اها سرزمين، جتان ماهرن جي راءِ مطابق، انساني تهذيب جو آغاز ٿيو (بر اعظم افريقا) اڄ دنيا جو غريب ترين کنڊ آهي، ۽ اتي هر منٽ ۾ چار انسان " ايڊس" وگهي موت جو شڪار ٿي رهيا آهن. ( رائيٽر / ڊان ، ورلڊ ان فوڪس، ٤ جولاءِ ٢٠٠٢ع، ص ١٤). تهذيب ۽ ترقي جي دعويدارن وٽ هن سنگين انساني مسئلي جو ڪو به حل موجود نه آهي، هنن جي ڏاهپ جو حال اُنهي وڌيري جهڙو آهي، جنهن کي جڏهن ٻڌايو ويو ته

"وبا" وگهي روزانہ ڳوٺ جا ماڻهو مري رهيا آهن، جيڪڏهن " وبا" کي روڪيو نہ ويو تہ سڀ ماڻهو مري ويندا. تڏهن وڏيري چيو تہ جيڪڏهن سڀ ماڻهو مري ويا، تہ اها " وبا" اتي پئي ڏوڙ پائيندي!" ليڪن زماني ساز ڏاهن ۾ اهڙي بيباڪ بيان جاري ڪرڻ جي همت نہ آهي.

انسان مرندا رهندا، ۽ انسان ڄمندا رهندا، ليڪن جيڪو انسان جو ٻچو ڄائو آهي، اهو هن دنيا جو قيمتي سرمايو آهي. انهيءَ جي ڄمڻ ، کاڌ خوراڪ، ڪپڙي لٽي، سار سنڀال ۽ تعليم تي، والدين جو خرچ ٿئي ٿو. ۽ انهي ڪان بہ عزيز، انهيءَ پار سان محبت جو رشتو قائم ٿئي ٿو. وڏو ٿي، اهو پار، لاڳت ۽ محبت جو عيوضو ادا ڪري ٿي ۽ پنهنجي سگهہ ۽ ساڃهہ سان، خاندان، ملڪ ۽ دنيا جي پيداوار ۾ اضافو ڪري ٿو. سنڌي زبان ۾ پهاڪو آهي تہ " ماڻهوءَ مان ڪا اپوڇي؟" - معني انسان مان سجائي يا اٿهوند نہ ٿيندي آهي. ليڪن جيڪڏهن اهو انسان فطري عمر ماڻڻ، پنهنجي حصي جي پيداوار فراهم ڪرڻ ۽ محبت جي دنيا ۾ ڪافي دير موجود رهڻ ڪان اڳي، هڪ موذي ۽ لاعلاج مرض سبب، مري وڃي تہ پويان زنده رهندڙ انسانن کي پنهنجي سائنسي ترقي، علمي فضيلت ۽ اعليٰ تهذيب جي دعوائن تان دستبردار ٿيڻ گهرجي.

انساني زندگي جو موجوده معيار، افسوسناڪ حد تائين ڪريل آهي. روحاني ۽ اخلاقي قدرن جي ستيا ناس ٿي رهي آهي ۽ " زربرستي" روز افزون عام ٿي رهي آهي. ماضيءَ جو انسان، چاهي خدا پرست هو، فطرت پرست هو، يا بت پرست هو، بهتر اخلاق جو قائل هو ۽ دياوان ( رحمدل) هو، ڇوتہ خود بہ پنهنجي خطائن لاءِ معافي جو طلبگار هو. اڄ بہ انسانن جي اڪثريت گناهن جي معافي چاهي ٿي ليڪن گناهہ ۽ ثواب جو سرمائيداري نظريو مختلف آهي: نقصان پرائڻ گناهہ آهي ۽ نفعو ڪمائڻ ثواب آهي.

هن تحقيق جي مطالعي مان معلوم ٿيندو تہ انسان ذات ۾ لامحدود صلاحيتون موجود آهن. انسان جو ذهن، مٽيءَ جي پهچ ڪان مٽي، سوچون ۽ تمنائون رکي ٿو. سهڻو خلقيو ويو آهي. ليڪن حيواني / شيطاني جبلتن جي باعث، هدايت جي راهہ نہ ٿو وٺي. پنهنجي نفساني خواهشن جي تڪميل خاطر خراب ڪان خراب ڪم ڪرڻ ڪان نہ ٿو مڙي. هي جاهل ۽ ظالم آهي

هن کي صحيح تعليم ۽ تربيت جي ضرورت آهي. انسان جي انهي اهم حقيقي ضرورت جي پورائي لاءِ، انسانذات منجهان هادي رهبر استاد عالم مفکر سائنسدان ۽ اديب پيدا ٿيندا رهن ٿا. جيڪي صحيح راهہ ( صراط المستقيم) جي نشاندهي تہ ڪن ٿا، ليڪن انهي راهہ تي هلڻ ۽ اصل منزل مقصود تي رسڻ لاءِ عام انسانن کي مجبور ڪري نہ ٿا سگهن. " جبر" يا زور، انسان جي عملي تاريخ ۾ غالب عنصر رهيو آهي، ليڪن اهو صحيح دين ( راهہ زندگي) ۽ انهيءَ جي تعليم ۽ تربيت جي اصولن جي خلاف آهي، تنهن ڪري پيغمبرن، عالمن ۽ سماجي سڌارڪن، انهي ڪان پرهيز ڪئي آهي. انسان جي اصل منزل خود سندس تڪميل آهي، نہ ڪي سندس مادي ۽ جسماني خواهشن جي تڪميل. هاڻي، خدا جي ڳجهہ ، حضرت انسان، جي هن تاريخي مطالعي کي، هتي ختم ٿا ڪريون، انهي آس ۽ اميد سان تہ انسان، پنهنجي تڪميل جي منزل طرف، عجز، حق بندگي ۽ حق زندگي: محبت، محنت، امانت، شرافت ۽ شجاعت جي اعليٰ انساني گڻن سان، مستقبل ۾ گامزن رهندو. ( آمين).

# جلد نمبر 2

# ڪتابيات (Bibliography)


## 1: سنڌي:

(۱) آڏواڻي ڪلياڻ، مرتب شاهہ جو رسالو، ٻيو ڇاپو، مڪتب اسحاقيہ ڪراچي، ۱۹۸٦ع ۽ ٻيا آڳاٽا نسخا.

(۲) پوري ڇوڪري حق جي ڳولا ۾، مسٽر ۽ مسز ( علامہ) آءِ آءِ قاضي، سنڌي مترجم سومار علي سومرو، سنڌي ادب بورڊ، ڄامشورو ۱۹۸٦ع.

(۳) رچنائون حبيب الله صديقي، حيدرآباد ( سنڌ) ۱۹۸۳ع.

(۴) سنڌي پهريون ڪتاب، سنڌي ادبي بورڊ ڪراچي، مارچ ۱۹۵۴ع

(۵) سنڌي ٻيون ڪتاب، مئڪملن ائنڊ ڪو، ۱۹۰۸ع.

(٦) صديقي حبيب الله پاٽائي، ڊاڪٽر، تاريخ باب الاسلام سنڌ، پاڱو پهريون، حبيب صديقي اڪيڊمي، بيت العزت سنڌ يونيورسٽي ( هائوسنگ سوسائٽي) ڄامشورو، ۱۹۹٦ع)

(۷) قرآن مجيد، ترجمو: ۽ تفسير علامه علي خان ابڙو، سنڌيڪا ڪراچي ۱۹۹٦ع.

(۸) مقدس بائيبل ( د هولي بائيبل ان سنڌي) بائيبل هائوس لاهور، پهريون ڇاپو ۱۹۵۴ع.

## 2: اردو:

(۱) اسلامي انسائيڪلوپيڊيا، مدير سيد قاسم محمود، شاهڪار بڪ فائونڊيشن، ڪراچي، ۱۹۸۴ع.

(۲) اقبال ڪا تصور بقائي دوام، نعيم احمد ڊاڪٽر، اقبال اڪادمي پاڪستان، لاهور، ۱۹۸۹ع.

(۳) الاخبار الطوال، تصنيف ابو حنيفہ الدينوري، اردو ترجمہ مرزا محمد منور، اردو سائنس بورڊ، لاهور ( بار دوم)، اپريل ۱۹۸٦ع.

(۴) تاريخ سنڌ، مؤلف اعجاز الحق قدوسي، حصہ اول، مرڪزي اردو بورڊ، لاهور ( بار دوم) فروري ١٩٨٦ع.
(۵) تاريخ فرشتہ، تصنيف محمد قاسم فرشتہ، ترجمہ عبدالحي خواجہ ، شيخ غلام علي ائنڊ سنس لاهور ( بغير سنہ طباعت).
(٦) تاريخ نامه هرات، تاليف سيف بن محمد هروي، مترجم پروفيسر سلطان الطاف علي، ڪوئٽہ ١٩٨٨ع.
(٧) حياة محمد، مرتبہ استاد محمد حسين هيڪل مصري، مترجم اردو ابويحيٰ امام خان نوشهروي، ادارة ثقافت اسلاميہ لاهور، ١٩٥٥ع.
(٨) سيرة الصديق، مرتب مولانا محمد حبيب الرحمان، اداره اسلاميات لاهور، ١٩٧٨ع.
(٩) حسن بن صباح ، تاليف جواد المسقطي، اردو ترجمہ شيعہ اماميہ اسماعليہ ايسوسيئيشن برائي پاڪستان ڪراچي ١٩٨٠ع.
(١٠) وصايا شيخ شهاب الدين سهروردي، انتخاب و ترجمہ مولانا نسيم احمد فريدي امروهي، المعارف لاهور، ١٩٨٣ع.
(١١) ندوي، سيد سليمان، علامه، " خيام" ، اردو اڪيڊمي سنڌ، ڪراچي، ١٩٨٨ع.

## 3: فارسي:

(١) ديوان حافظ، از روي نسخہ خطي علامہ محمد قزويني ودڪتر قاسم غني، چاپ اول ۴ ء ١٣ ، انتشارات بامداد - (دگرڪوائف نمي دارد).
(٢) رباعيات حڪيم عمر خيام، به ٣٠ زبان، بڪوشش محمد رمضاني، پديده ايران تهران نومبر ١٩٨٧ع.

## 4: عربي:

(١) احسن التقاسيم في معرفة الاقاليم، للمقدسي المعروف بالبشاري دارالاحياء التراث العربي، بيروت ( لبنان) ١٩٨٧ع.
(٢) معجة البلدان، للشيخ الامام شهاب الدين ياقوت بغدادي، دار الاحياء التراث العربي، بيروت ( لبنان) ١٩٧٩ع.

# Bibliography

## 5: English:

1: Abdur Rauf, Dr. Stories from the Prophet's Life, Ferozsons ( Pvt) LTD, Rawalpindi, 1990.

2: Adventures of the Brown Girl in her Search for God, Mr &Mrs I.I.Kazi, Sindhi Adabi Boord, Jamshoro, ( Second Edition) , 1979.

3: Akhund, Iqba: Memoirs of a Bystander, Oxford University Press, Karachi, 1997.

4: Al Hallaj ( Hussain Bin Mansur), Kitab _ at _ Tawasin, Eng. Tr. & ed. L. Massingnon, Paris, 1914.

5: Allama I.I. Kazi, A Multidimensional Personality, Compiled and edited by Prof. Amena Khamisani and Prof: Dr. N.B.G. Qazi, Saeen Publishers Shewan Sharif, Feb. 2002.

6: Allama I.I. Kazi, Selected writings and speehes, edited and compiled by Justice Mushtak Ali Kazi, Royal Book Company, Karachi, 1997.

7: Allama I.I. Kazi, A Scholar Missionary of Islam and Architect of University _ education in Sindh ( 1886 _ 1968) Research monograph by Habibullah Siddiqui, Pakistan Study Centre, University of Sindh, Jamshoro,1989.

8: Allama I.I Kazi, Casual Peeps at Sophia, SAB Jamshoro IIed. 1977.

9: Ameer Ali S., A Short History of the Saracenes, Macmillan & Co. London, 1961.

10: Azzam Abd ur _ Rahman, The Eternal Message of Muhammad, Mentor Book, The New American Library, N.Y& Toronto, The New Eng Library ..... London, I ed

July 1965.

11: Basham A.L, The Wonder That Was India, Sidgwick & Jackson, Great Civilizations Series, Third Revised Edition, London, 1985.

12: Brockelmann: History of the Islamic People, Routledge & Kegan Paul Ltd London. 1949.

13: Burton Richard F. Sind and the Reaces that in habit the valley of the Indus, OUP, Karachi 1973.

14: Carson R.C, Butcher J.N.& Coleman J.C, Abnormal Psychology and Modern life, VIII ed. London, 1988.

15: Chambers's Encyclopaedia, International Learning Systems Corp, London 1969.

16: Chambers Twentieth Century English Dictionary, ed. Willian Gedie, London 1960.

Encyclopaedia Brittanica, E _ B, Inc. 1969 Edition.

17: Hart Michael H. The 100 _ A Ranking of the Most Influential Persons in History, A & W Visual Library, New-York. 1978.

18: Historical Viewpoints, ed. John A. Garraty, IV ed. . Harper & Row Publishers New York,1817.

19: Hitti Philip K., History of the Arabs, Macmillan & Co, London, 1951.

20: Hearin Kathe & Melbourne Davial, Dreams 1994.

21: Holy Bible, N Y Bible Society, Undated.

22: Ikram, S,m, Dr. Modern Muslim India and the Birth of Pakistan, Institute of Islamic Culture, Lahore ( Fifth Revised Edition), 1990.

23: Iqbal M. Allama, The Reconstruction of Religious Thought in Islam, Iqbal Academy Pakistan, Lahore 1989 edition.

24: Japan's Economic Security and the Origins of the

Pacific war, the Journal of Strategical Studies, Vol: IV, 1981.

25: Kazi Elsa, Civilization Through the Age, Institute of Sindhology, University of Sindh, Jamshoro, 1988.

26: Kennedy, Paul. the Rise and Fall of the Great Powers, (1500 _ 2000), ' Services Book Club, Lahore (Reprint) 1995.

27: Lambrick H.T, Sind _ A General Introduction, SAB Hyd Js III ed.1986.

28: Lambrick H.T, Sindh Before the Muslim Conquest Sindhi Adabi Board, Hyd. 1973.

29: Lanepoole Stanley, the Moors in Spaim, ( Reprint) the Publishers United Ltd. Lahore, NeV. 1959/

30: Macaulay, Lord: History of England, Longrnans,Class _ Books, Longmans, Green & Co, London. 1905.

31: Lings, Martin( Abu Bakr Siraj Ad Din), Muhammad, his life based on the earliest sources, Suhail Academy, Lahore, Sixth edition. 1994.

32: Locke, John, the Natural Lwa, London, 1689.

33: Majumdar R.C, Raychaudhuri H,C. Datta kalikinkar, An Advanced History of India, Macmillan, St.Martin's Press, New York, 1967.

34: My Autobiography, bu Benito Mussolini Eng. Tr. Richard Washburn Child, the Paternoster library London (Reprint) 1938.

35: North edge F.S, the Use of force in International Relations, Faber & Faler Ltd, London, 1974..

36: Perry, Marrin, mans' unfinisheol fourney _ A World History, Houghton Mifflin Co. Boston, 1978.

37: Perry Telhard De Shardon, the Phenomenon of

Man, Fanta Books, Colins, 1955.

38: Quaid _ e_ Azam Jinnah: Studies in Interpretation, ed. Shariful Mujahid, Quaid _ e_ Azam Academy, Karachi, 1981.

39: Raumond A. Moody, Jr Life After life, 2 vo Is, Bantam Book London, N. Y & C March 1978.

40: Sachau E. c, Dr, ed. Albercenis, India 2 Vols. Oriental Publishers & Books ellers, Lahore Reprints, Vol. 1, 1962, 1978.

41: Sadiq Ali Sher Ali Ansari, Shaikh: A Short Sketch (Historical & Traditionel) of the Muslim Races found in Sind Balochistan and Afghanistan ( 1901), Reprint Sind Govt, Press Karachi, 1954.

42: Smith A, Frank E. Human History: Antiquity, Conflict, atttitude and changing religions, www,fsmitha. Com / h I.

43: Siddiqui Habibullah _ , Education in Sindh _ Past & Present, Institute of Sindhology, University of Sindh, Jamshoro 1987.

44: Shamail Tirmizi, by Imam Abu sa Tirmizi, translated by Prof, Murtaz Hussain F. Quraishi, Dawah Academy, International Islamic University, Islamabad, 1994.

45: The Holy Quran, Eng. Tr. & commentary ... Maulvi Muhammad AliIIed. 1920.

46: The Daily Dawn, Karachi.

47: The Times Atlas of World History, London, 1978.

48: The Weekly Dawn Magazine, Review and the Young world ( With Profound than ks.)

49: Who's who in the Arab world _ Biographical Dictionary (1981 _ 1966) Sinx th Eacition, Publitec Publications, Beirut ( Lebanon), Ed. Gabriel M. Bustros, Fazale

Kareem, Sir Syed Ahmed khan, Composing Centre, Karachi, Undated.

50: Whittell Giles, Central Asia, the Practical Handbook, Cadogans Books, London (Reprint) 1995.

51: Young People and HIV / AIDS: Opportunity Crisis, Unicef, UNAIDS & WHO Joint Report, 2002.

نذير احمد ميمڻ

# تعارف

بزم روح روان حيدرآباد جي گڏجاڻي ۾ پڙهيو

ڊاڪٽر حبيب الله صديقي ولد قاضي ڪريم بخش، صديقي صاحب جنوري 1937 تي جمع جي ڏينهن تي سنڌ جي تاريخي ڳوٺ پاٽ شريف ۾ ڄائو، ابتدائي تعليم سيوهڻ شريف - ٽنڊو رحيم خان ٻڌاپور - اڪڙي دادو ۽ ميرپور ۾ حاصل ڪيائون - 1962 ۾ سنڌ سرڪار جي تعليم کاتي ۾ سينيئر انگلش ٽيچر مقرر ٿيو.

خانگي صورتي اعليٰ تعليم جاري رکندي ايم - اي مسلم هسٽري ۽ ايم ايڊ فرسٽ ڪلاس پوزيشن ۾ پاس ڪري گولڊ ميڊل حاصل ڪيائون.
1972 سب ڊويزنل ايڊوڪيشن آفيسر مقرر ٿيو 1988 کان 1990 سنڌ مايه ناز اداري سنڌي ادبي بورڊ جو سيڪريٽري جا فرائض انجام ڏيندو رهيو.

1991 سيڪنڊ پرائمري ايڊوڪيشن پروجيڪٽ ڊائريڪٽر مقرر ٿيو ، سنڌس ڇپيل ڪتابن ۾ ايڊوڪيشن ان سنڌ پاسٽ ۽ پريزنٽ باب الاسلام ڊيوليمينٽ آف صوفي ازم ان سنڌ مارشل ٽريڊيشن ان سنڌ - پرائيوٽ علامه آئي آئي قاضي جي شخصيات - انسان جي تاريخ ٻه حصا تمام مشهور ٿيا، ٻه شهري مجموعا رچنائو ۽ وارداتون بڻ ادبي دنيا ۾ ڪاميابي ماڻي چڪا آهن.

انسان جي تاريخ - حصو پهريون

ڊاڪٽر حبيب الله صديقي وڏي محنت ۽ محبت سان هي ڪتاب لکيو آهي، مڙني ماخذن مان دليل ۽ نتيجا يڪجا ڪيا، سندس چوڻي ته - مون پنهنجي مختصر مطالعي ۾ مختلف سائنسي - نظرياتي فلسفيانه اصولن - مذهبي عقيدن، تاريخي ۽ ادبي روايتن کي شامل ڪري، انسان جي تاريخ جو هڪ خاڪو تيار ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. جنهن ۾ هن شاندار ڪاميابي حاصل ڪئي آهي.

هي ڪتاب سنڌي زبان ۾ هڪ اهم اضافو آهي، جنهن جي پڑهڻ سان انسان جي چڱي طرح خبر پوندي تہ ڪهڙي مرحلن ۾ گذري، اڄ واري حالت ۾ پهتو آهي - حبيب الله صديقي صاحب وڏي ڪوشش ذهانت سان ڪيترن ئي مشڪل علمي الفاظن ۽ اصطلاحن کي انگريزي مان آندو آهي جيڪو وڏو قلمي ڪشالو آهي ۽ ٻولي اضافو پڻ آهي. جيڪڏهن تاريخ جو ڪو واحد مسلسل ذريعو شمار ڪيو وڃي تہ اهومذهب آهي، هن مطالعي ۾ مذهبي معلومات کي سائنسي طريقن ذريعي حاصل ڪيل معلومات سان پيش ڪيو آهي، منجهن انسان جي تاريخ لکڻ جو مقصد آهي تہ سنڌي ادب ۾ جديد سائنسي معلومات ۽ کوجنائن، دنيا جي مختلف قومن، مذهبن ۽ تهذيبن ۽ انسان جي دنيا جي مجموعي نوعيت ۽ تاريخ جاگرافي بابت مستند معلومات ڪٺي ڪري پنهنجي قوم کي پهچائي، جنهن ۾ هن ڪتاب لکڻ سان تمام گهڻي ڪاميابي ماڻي آهي، جنهن لاءِ مان ڪيس ادب سان مبارڪ ڏيان ٿو.

انسان جي تاريخ هڪ ڪتاب نہ آهي، پر سوين ڪتابن جو نچوڙ ۽ علمن جو عرق آهي، هن ڪتاب ۾ فڪر - فلسفو - تصوف - مذاهب - تاريخ - علم ارضيات - علم حياتيات - علم آثار قديم - علم فلڪيات - علم طبعيات علم الانسان ۽ جديد کوجنائن جو تجزيو وغيره سڀ شامل آهي.

هن ڪتاب جي مطالعي سان حقيقت ڪائنات ، تخليق ڪائنات، انسان ۽ ان جي فطرت قومن جو عروج ۽ زوال جي بنيادي رازن کي سمجهي ، بهتر ۽ مفيد راهہ متعين ڪري سگهجي ٿي. منصف تحقيق جو جيڪو شان رکيو آهي، ان کي آخر وقت تائين قائم رکيو اٿس، هن پنهنجي مؤقف ۽ دعوا جي تصديق لاءِ مستند حوالا پيش ڪيا آهن، جنهن ڪري هي ڪتاب منفرد ٿي ويو آهي، ائين ڪٺي چئجي تہ انسان جي تاريخ تي هي سنڌي زبان ۾ ڄڻ تہ ڊڪشنري آهي - جديد دور ۾ نوجوان نسل کي جديد علوم جي ضرورت آهي، سنڌي ادب ۾ ان جي شديد کوٽ هيء، هن ڪتاب لکڻ سان مان سمجهان ٿو تہ اها کوٽ چڱيءَ طرح ختم ٿي وئي آهي ۽ اسان جا نوجوان هي ڪتاب پڑهڻ سان پرائيندا، ڪتاب پڑهڻ سان پڑهڻ سان مونکي مفيد معلومات حاصل ٿي، سچ پچ تہ هاڻ مان پاڻکي انسان سمجهڻ لڳو آهيان اهو انسان ڪهڙو، جنهنکي پنهنجي تاريخ جي شروعات جي ڄاڻ نہ هجي، بيو

وڏيڪ منهنجي لاءِ فخر جي اها ڳالهه آهي تہ، صديقي صاحب جهڙو جيد عالم - علم دوست - دانا - منصف منهنجو دوست آهي، منهنجو صديقي صاحب تي سلام آهي.

## سرور نواز ٻگهيو

# A Family Note

Our most respected Baba Saeen,
Dr: Habibullah Siddiqui,
We are proud of having your newly written book: Insan-ji-Tarikh, which will not only provide great and important information to Sindhi speaking people, but it is also addition of a book with a topic never before tried and written in Sindhi literature.
We congritulate you for your struggle and hope that you will continue your efforts in adding more and more diamonds in Sindhi Literature.
We again say, we re-itrate that not only our small family but all concerned with you in any way are proud of you. Wish you all the best.
Baba Saeen- Zindabad.

We are,
your loving Sones:
Abdul Qayoom Siddiqui,
Bilques Qayoom Siddiqui,
Nauman Qayoom Siddiqui,
Shayan Qayoom Siddiqui,
Karam Qayoom Siddiqui.

ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو
رٽائرڊ ڊين، فئلڪلٽي آف آرٽس، سنڌ يونيورسٽي

# انسان جي تاريخ ( هڪ جائزو )

محترم ڊاڪٽر حبيب الله صديقيءَ پنهنجي علمي مطالعي مان هن اهم موضوع جي چونڊ ڪري هڪ مفيد ڪارنامو سرانجام ڏنو آهي، آءٌ اڄان سندس هن ڪان اڳ جي تصنيف ” باب الاسلام سنڌ جي تاريخ “ جي سحر مان آزاد ئي نہ ٿيو هوس جو مٿان صديقي صاحب جو هي علمي ڪارنامو اشاعت جي زيور سان سينگارجي آيو.

ڪتاب ڪُل ٻارهن ٻابن تي مشتمل آهي. هرهڪ باب هڪ مخصوص موضوع تي آڌاريل آهي ۽ اُن جي هر پهلوءَ بابت سير حاصل بحث ڪيل آهي. دنيا ۾ انسان ذات جي ابتدائي دور کان وٺي انسان جي زندگي ۾ اعتقادن جوبيان ڪيو ويو آهي. مثال طور پهريون باب ڪائنات جي تخليق، الهامي علوم ۽ ڪائنات جي ابتدا توڙي فلڪيات جي بيان ۾ آهي. ڊاڪٽر صديقي هنن موضوعن بابت علمي ڪتابن جي حوالن سان بحث جي ابتدا کان وٺي آخر تائين آيو آهي. هن سلسلي ۾سندس دليل حوالن سان سينگاريل آهن ۽ پنهنجا خيالات بہ ظاهر ڪيا اٿس.

دنيا ۾ مذهبن ۽ اعتقادن، انسان جي تهذيب ۽ تمدن ۾ اهم حصو ادا ڪيو آهي. مختلف اعتقاد مذهب جي صورت ۾ بہ آيا، ڪن ڪتابن کي الهامي بہ سڏيو ويو، انهن مان ڪي نہ بہ هئا، جيئن ويد.

ڪتاب جا مختلف باب ڪائنات ۽ انسان جي ابتدائي دور کان وٺي ارتقائي تاريخ تي مشتمل آهن. هن سلسلي ۾ ڊاڪٽر حبيب الله صديقي ڌرتيءَ جي تاريخ ، حضرت آدم کان وٺي تهذيب جي تاريخ تائين بيان ڪري ٿو ۽

مختلف مذهبن جو دليلن ۽ حوالن سان جائزو ني ٿو. قومن جي ڪمال ۽ زوال جو ذڪر ڪري ٿو. هن سلسلي ۾ ليکڪ جي محققانہ انداز بيان موضوع کي عام پڙهندڙ توڙي شاگرد لاءِ مفيد بنائي ڇڏيو اهي.

قديم انساني نسل جي تاريخ هجي يا بني اسرائيل جو احوال هجي، اسلام جو بيان هجي يا اهل عرب جي تاريخ هجي، هر موضوع کي دليلن ۽حوالن سان نباهڻ سان گڏ ڊاڪٽر صديقي پنهنجي مطالعي جي آڌار تي هي مفيد ڪتاب مڪمل ڪيو آهي.

هي هڪ اهم ۽ بنيادي موضوع آهي، جنهن تي دنيا جي سڌريل زبانن ۾ ڪيترو ئي مواد موجود آهي. سنڌيءَ ۾ هي پهريون ضخيم ۽ مدلل ڪتاب آهي. هي هڪ جاري مطالعو آهي ۽ اڳتي بہ هن موضوع تي صديقي صاحب مان گهڻي اُميد ڪري سگهجي ٿي. مون کي خوشي آهي تہ پاڻ پنهنجو وقت سجايو ڪندو پيو اچي، ايندڙ وقت ۾ بہ اهڙي اُميد آهي تہ هو علم جي راهہ ۾ قدم پريندو رهندو.

آخر ۾ هن علمي ڪم جي باري ۾ آءٌ ڊاڪٽر حبيب الله صديقيءَ کي دل جي گهراين سان مبارڪون ڏيان ٿو ۽ سندس آئيندي جي نيڪ ارادن لاءِ دعاگو آهيان.

**والسلام**

**عبدالجبار**

از: ڊاڪٽر غلام علي الانا

# "انسان جي تاريخ"

# هڪ معلومات افزا بهترين تصنيف

محترم ڊاڪٽر حبيب الله صديقيءَ سان منهنجي واقفيت ڪڏهن ٿي، ڪٿي ٿي ۽ ڪيئن ٿي، اهو مون کي ياد نہ آهي، لڳي ائين ٿو تہ اسان جو هڪ ٻئي سان قرب ۽ محبت ڄائي ڄم کان آهي. آئون ڪڏهن ڪڏهن ائين بہ محسوس ڪندو آهيان تہ اسان ٻنهي جو جنم شايد ڪنهن هڪ يعني ساڳئي دائيءَ ئي ڪرايو هو ڇاڪاڻ تہ ڊاڪٽر صديقي مون سان ايترو تہ قرب سان ملندو آهي، ايتري قدر تہ محبت ڏيندو آهي، جو آئون پاڻ شرمسار ٿي ويندو آهيان ۽ سوچيندو آهيان تہ هڪڙي قابل ۽ ڏاهي تعليمي ماهر وٽان ايتري قرب ۽ محبت جي لائق آئون آهيان بہ يا نہ؟

اسان جي ويجهي اچڻ جي باري ۾ ياد اٿم تہ صديقي صاحب، سنڌ جي ڪنهن ضلعي جو ڊسٽرڪٽ ايجوڪيشن آفيسر (D.E.O) هو، ۽ ان زماني ۾ انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجيءَ جي مشاورتي ڪاميٽيءَ فيصلو ڪيو هو تہ سنڌ الاجيءَ طرفان The he ritage of Sindh جي موضوع تي تحقيقي پروجيڪٽ هٿ ۾ کنيو وڃي ۽ ان پروجيڪٽ جو هڪڙو باب هجي! Educational Development in Sindh. مشاورتي ڪاميٽيءَ اهو بہ فيصلو ڪيو تہ اهو باب لکڻ لاءِ محترم حبيب الله صديقيءَ کي گذارش ڪئي وڃي. مشاورتي ڪاميٽيءَ جي فيصلي موجب مون صديقي صاحب کي خط لکي موڪليو جنهن ۾ کيس مذڪوره پروجيڪٽ جي انهيءَ باب کي لکڻ لاءِ گذارش ڪيم. منهنجي گذارش کي قبول ڪندي، صديقي صاحب هائوڪار جو خط لکيو ۽ ڪين ڏنل موضوع تي تحقيق ڪرڻ شروع ڪري ڏنائون. هن صاحب ٿورن ئي مهينن ۾ ڪين ڏنل باب مڪمل ڪري ورتو ۽ سنڌ الاجيءَ ۾ مون وٽ ڪٺي آيا. سندن انهيءَ انداز مان ائين ظاهر ٿيو تہ هي صاحب انتظامي امور سان گڏ، سنڌ جي تعليم کاتي جي اڳوڻن منتظمين

جهڙوڪ علامہ ڊاڪٽر دائود پوٽي، مرحوم عثمان علي انصاريءَ، خان بهادر محمد صديق ميمڻ، مرحوم شيخ عبدالله "عبد"، مرحوم رحيم بخش ميمڻ ۽ مرحوم سيد غلام مصطفيٰ شاهہ وانگر هڪ قداور اديب ۽ قابل تعريف محقق پڻ آهي.

ڊاڪٽر حبيب الله صديقيءَ ۽ مون کي سنڌي ادبي بورڊ ۾ بہ گڏجي ڪم ڪرڻ جو موقعو مليو. انهن ڏينهن ۾ آئون اسلام آباد ۾ اوپن يونيورسٽيءَ ۾ وائيس چانسلر جي حيثيت ۾ ڪم ڪندو هوس. محترم غلام رباني آگرو بہ اسلام آباد ۾، اڪادمي ادبيات جي ڊائريڪٽر جنرل طور مقرر ٿي آيو. ان زماني ۾ علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب بورڊ جو چيئرمين هو. بورڊ جي هڪ گڏجاڻيءَ ۾ اهو موضوع بحث هيٺ آيو تہ سنڌ جي ڪنهن لائق اديب ۽ بهترين منتظم جي، بورڊ جي سيڪريٽريءَ طور مقرريءَ لاءِ تلاش ڪجي، ان ميٽنگ ۾ محترم عبدالحميد آخوند، جيڪو منهنجي پر ۾ ويٺل هو، مون سان ڪن ۾ ڳالهائي، مون کان پڇيائين تہ "حبيب الله صديقي صاحب لاءِ اوهان جو ڇا رايو آهي"؟ مون بلڪل سائن اتفاق ڪيو ۽ پوءِ آخوند صاحب جن فورا بورڊ جي سيڪريٽريءَ لاءِ جناب صديقي صاحب جو نالو پيش ڪيو. سڀني حاضر ميمبرن (علامہ قاسمي صاحب، علامہ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر سنڌيلي ۽ ٻين) آخوند صاحب جن سان، سندن انهيءَ راءِ تي اتفاق ڪيو ۽ فيصلو ڪيو ويو تہ صديقي صاحب سان علامہ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ۽ آئون الڳ الڳ ڳالهايون ۽ جيڪڏهن صديقي صاحب جن اسان جي آڇ قبول ڪن تہ پوءِ بورڊ جو چيئر مين، علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب، سنڌ سرڪار سان ڳالهائي، صديقي صاحب جون خدمتون بورڊ لاءِ حاصل ڪري. اهڙي طرح ڊاڪٽر حبيب الله صديقي، سنڌي ادبي بورڊ جو سيڪريٽري ٿي آيو.

١٩٨٨ع ۾ حڪومت جي تبديليءَ سان گڏ، سنڌي ادبي بورڊ جو بورڊ آف گورنرس بہ تبديل ٿيو ۽ قبلہ مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ، بورڊ جو چيئر مين مقرر ٿيو. بورڊ جا ميمبر (چيئر مين سميت) بدلجي ويا. البتہ صديقي صاحب کي بورڊ جو سيڪريٽري رهڻ ڏنو ويو. انهيءَ دوران صديقي صاحب سان ايتري تہ هم خيالي رهي ۽ ذاتي دوستيءَ جي ڪري تعلقات

ايتري قدر نہ وڌيا جو هن صاحب سنڌي ادب ۾ Ph.D ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ۽ علامہ قاسمي صاحب جن کي پنهنجي تحقيقي ڪم لاءِ نگران بڻجڻ لاءِ گذارش ڪيائون.

ڊاڪٽر حبيب الله صديقي نہ فقط هڪ مجيل تعليمي ماهر ۽ سنو منتظم پر پاڻ هڪ قابل دانشور اديب ۽ محقق پڻ آهي. زير نظر سندس هي ڪتاب "انسان جي تاريخ" سنڌي ٻوليءَ ۾. علم الانسان جي موضوع تي هر لحاظ کان هڪ قابل قدر اضافو آهي. هن موضوع تي، سنڌي زبان ۾، هن کان اڳ محترم بدر ابڙي ۽ ڪن ٻين سڄڻن بہ لکيو آهي پر ڊاڪٽر صديقي صاحب جو هي ڪتاب هڪ جامع تاريخ آهي جنهن ۾ اوائلي انسان جي پيدائش واري زماني کان وٺي موجوده وقت تائين تفصيل سان لکيو ويو آهي.

سنڌي ٻوليءَ جي ارتقا جي مطالعي ۽ سنڌي لغات جي سلسلي ۾ بہ هي ڪتاب هن سبب جي ڪري وڏي اهميت ٿو رکي جو ڊاڪٽر صديقي صاحب، علم الانسان جي موضوع سان واسطو رکندڙ سون جي تعداد ۾ انگريزي ٻوليءَ جي لفظن ۽ اصطلاحن کي سنڌي ٻوليءَ جو ويس وڌايو آهي، جيڪو بقول علامه ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ "هڪ وڏو علمي ڪشالو آهي."

هي ڪتاب دراصل اوائلي انسان جي پيدائش واري زماني کان وٺي، ان جي ارتقا جي هر دور جي هڪ مسلسل تاريخ آهي جيڪا معتبر ۽ مستند ڪتابن ۽ مقالن مان گڏ ڪيل بيش بها مواد جي حوالن تي مشتمل آهي، ڪتاب جي ڊسٽ ڪور جي اندرين حصي تي ڊاڪٽر صديقي صاحب اوائلي انسان جي ابتدا ۽ پوءِ انسان جي ارتقا جي باري ۾ جيڪو لب لباب ڏنو آهي ان ۾ فرمائن ٿا:

(١) دنيا خدائي بنياد تي قائم آهي، جنهن ۾ خدا جي دائمي وجود جون ڪجهہ اڏوڳابريون (اڻ پوريون) سچايون وجود ۾ اچن ٿيون. جنهن سان مادي ۽ انفرادي شعور جي هڪ گڏيل حيرت انگيز دنيا نظر اچي ٿي، ليڪن اصل دائمي خدائي بنياد جي هٿي وڃڻ سان ان جو سمورو طلسمي وجود ختم ٿي ويندو ۽ اصل دائمي وجود ۾ ملي هڪ ٿي ويندو.

(٢) انهيءَ خدائي دائمي وجود ۽ بنياد کي هڪ انسان نہ صرف عقل،

قياس، ۽ استدلال جي ذريعي محسوس ڪري سگهي ٿو بلڪ وجدان، الهام ۽ خواب وسيلي پڻ هن کي انهيءَ جو ادراڪ (شعور) حاصل ٿئي ٿو.

(٣) انسان مادي ۽ روح جو مرڪب آهي. ٻاهران نظر ايندڙ هڪ صفاتي انسان آهي جيڪو اندر ۾ هڪ دائمي روح آهي ۽ دائمي وجود، خدا جو هڪ حصو آهي. انسان انهيءَ پنهنجي دائمي روح سان سڄاڻپ ۽ تعلق پيدا ڪري سگهي ٿو.

(٤) دنيا جي زندگيءَ جو فقط هڪ مقصد آهي، پنهنجي دائمي روح يا ذات ذريعي، اصل بنيادي دائمي وجود جي يڪتائيءَ جي ڄاڻ پيدا ڪرڻ.

هي ڪتاب، ڊاڪٽر صديقي صاحب جي سڄي پروجيڪٽ جو پهريون حصو آهي. هي ڪتاب ٻارهن بابن تي مشتمل آهي. بابن جي فهرست جيڪا ڪتاب جي منڍ ۾ ڏيڻ کپندي هئي سا ڏنل ڪانهي، انهيءَ ڪري شروع ۾ خبر ئي نٿي پوي تہ هي ڪتاب ڪيترن بابن ۾ ورهايل آهي ۽ هر باب جو عنوان يا ان باب جا ضمني عنوان ڪهڙا آهن؟ اندر جيڪي باب تفصيل سان ڏنا ويا آهن، انهن جا عنوان هي آهن:

هر باب وري ضمني عنوانن ۾ ورهايل آهي ۽ هر باب جي پڇاڙيءَ ۾ ڏگهي ببليوگرافي بہ ڏنل آهي. اهي سڀ باب وڏيءَ محنت سان، انسان جي پيدائش بلڪ ڪائنات جي تخليق واري زماني کان وٺي سنڌي قوم جي موجوده تاريخ جي پس منظر تائين مڪمل تاريخي تذڪري سان ڀريل آهن.

باب پهريون ڪائنات جي تخليق جي مطالعي جي سلسلي ۾ فلڪيات، قديم آثارن، تاريخ، علم الانسان، تهذيب ۽ تمدن جي جديد ماهرن ۽ بين الاقوامي حيثيت رکندڙ سائنسدانن جي سوچ ۽ سندن تحقيق جي نتيجن جي آڌار تي لکيل آهن. انهن موضوعن جي مطالعي لاءِ، انهن علمن جي شائقين کي هونئن جيڪر هڪ ڪتاب نہ پر فقط انگريزي ٻوليءَ ۾ ئي ڇپيل سوين ڪتاب پڙهڻا پون ها پر ڊاڪٽر حبيب الله صديقي صاحب وڏي محنت ۽ جفاڪشيءَ سان ڪائنات جي تخليق جي باري ۾ فلڪيات جي ماهرن جي، بلئڪ هول ٿيوري، بگ بئنگ ٿيوري ۽ اهڙين ٻين ٿيورين ۽ نظرين تي لکيل مواد کي، جديد تحقيق جي روشنيءَ ۾، پنهنجي هن ڪتاب ۾ آسان سنڌي ٻوليءَ ۾ سمجهايو آهي جنهن لاءِ صديقي صاحب جس لهڻي. ڊاڪٽر صديقي مهاڳ ۾ صفي ٦ تي لکي ٿو تہ:

”مون پنهنجي هن مختصر مطالعي ۾ مختلف سائنسي نظرين فلسفيانہ اصولن، مذهبي عقيدن ۽ تاريخي، ادبي روايتن کي شامل ڪري انسان جي تاريخ جو هڪ خاڪو تيار ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. مذهبي معلومات جا معروف ذريعا پاڪ الهامي ڪتاب، بائيبل مقدس ۽ قرآن شريف آهن. ان کان سواءِ قديم انساني ذهن جو اظهار يا نيم الهامي قديم ادب، ويد، اپنشد، مهاڀارت ۽ رامائڻ وغيره ۽ ٻڌ، جين ۽ زرتشتي ايراني مذهبي ادب کي متحقيق ۾ شامل ڪيو ويو آهي.“

هي ڪتاب سنڌي زبان ۾ علم الانسان جي مطالعي جي موضوع تي يقيناً هڪ اهم اضافو آهي، هن ڪتاب جي مطالعي سان سنڌ جي نوجوانن کي علم الانسان جي موضوع جي سلسلي ۾ وڏي ڄاڻ ملي سگهندي.

ڪتاب جو تعارف سنڌ جي ڀاڳين بين الاقوامي عالم، علامہ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ لکيو آهي. ڊاڪٽر موصوف بلڪل درست فرمايو آهي تہ:

”هي ڪتاب انسان جي تاريخ“ آهي. موضوع جيترو جاذب ۽ دل پذير

آهي، اوترو ئي وسيع ۽ گهڻ طرفو آهي. هن مشڪل موضوع تي قلم کڻڻ جيتري قدر لائق مصنف جي همت ۽ حوصلي جي ساک پري ٿو، اوتروئي سندس قلبي وسعت جي تصديق ڪري ٿو. "

علم الانسان جي ارتقائي تاريخ جي مطالعي مان انسان جي تخليق جي ابتدا، ان جي ارتقا ۽ تاريخ جي خبر پوي ٿي. هي علم هڪ وڏو گهرو ۽ وسيع علم آهي جنهن تي وقت بوقت ماهرن خيال آرائي پئي ڪئي آهي. ڊاڪٽر صديقي صاحب انسان جي باري ۾ لکيو آهي ته:

"اڄ جو انسان پنهنجي سموري ترقيءَ جي باوجود پنهنجي لاءِ هڪ راز بنيل آهي. انهيءَ راز کي حل ڪرڻ لاءِ ضروري آهي ته انسان جي مڪمل تاريخ مرتب ڪئي وڃي، جيڪا زماني جي خرد برد سبب ناممڪن آهي" (ص ٥).

هڪ سوشلسٽ فلاسافر جي حوالي سان ڊاڪٽر صديقي لکي ٿو ته:

"انسان هڪ اڻ کٽ ڪائنات آهي ۽ اسان لاءِ ڪائنات، زندگيءَ جو اهو اڻوٽ ڌاڳو آهي جيڪو ازل تائين ٻڌو رهي ٿو." (ص ٥)

صديقي صاحب مشهور برطانوي ماهر ڊاڪٽر چارلس ڊارون جي ان نظريي تي به روشني وڌي آهي، جنهن انسان جي نظريہ ارتقا ذريعي اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ته اوائلي انسان باندرن جي هڪ خاص قسم مان ارتقا ڪري، موجوده صورت ۾ آيو آهي ۽ اڳتي فرمائي ٿو ته "ڊاڪٽر چارلس ڊارون پنهنجي پوري زندگي انهيءَ ناڪام ڪوشش ۾ گذاري ڇڏي، ۽ پنهنجي حياتيءَ جي آخري ڏينهن ۾ هن گهڻو پڇتايو."

صديقي صاحب دين اسلام ۽ تمام عبراني روايتن مطابق دين جو پهريون انسان حضرت آدم عليه السلام کي ڄاڻايو آهي "جنهن کي الله تعاليٰ پنهنجي قدرت سان (عين سائنس جي اصولن مطابق) مٽيءَ (مادي) جي خمير ۽ پنهنجي (زندگي بخش) روح (توانائيءَ) جي مرڪب مان تخليق ڪيو. سائنس جي سموري تحقيق انهيءَ حقيقت جي تصديق ڪري ٿي ته بني آدم يا موجوده زماني جو انسان ڪائنات جي طويل تجربن ۽ تبديلين، ڌرتيءَ جي ارتقائي دورن ۽ آب هوا جي سرديءَ ۽ گرميءَ جي انتهائي مرحلن مان گذرڻ بعد، بغير تخم پنهنجي منفرد صورت ۽ مخصوص جسماني خواهہ ذهني صلاحيتن سان پيدا ٿيو آهي." (ص)

هونئن تہ هن ڪتاب جو هر باب اهميت وارو آهي پر ڪي باب تمام اهم آهن جن ۾ ڪائنات جي تخليق، انسان جي پيدائش، ڌرتيءَ جي تاريخ، حضرت آدم عليه السلام جي تخليق، قديم نسل، قومون، ملڪ ۽ تهذيبون، آريا قوم، ايراني آريا ۽ سنڌو سپيتا، سنڌ ۽ سنڌي قوم، نهايت ئي اهم باب آهن.

ڪائنات جي تخليق، انسان جي تلاش ۽ اوائلي انسان جي پيدائش ۽ ان جي ارتقا جو ذڪر باب پهرين ۾ ڪيو اٿس، ٻئي باب ۾ ڌرتيءَ جي تاريخ ۽ زندگيءَ جا زمانا جي عنوان هيٺ، ڌرتيءَ جي تاريخ جي شرواعت قرآن ڪريم جي سورة الانبياء جي آيت ٣٠ ۾ ڏنل ارشاد الاهيءَ سان ڪئي اٿس. صاحب موصوف لکي ٿو تہ!

”تخليق ڪائنات متعلق قرآن الحڪيم جي سورة الانبياء جي آيت ٣٠ ۾ ارشاد الاهي آهي تہ... آسمان ۽ زمين (منڍ ۾) مليل هئا. پوءِ اسان انهن کي جدا ڪري ڇڏيو ۽ پاڻيءَ مان سڀ ساهوارا پيدا ڪيا“ (ص ٤١)

ان کان پوءِ قابل تعريف محقق سائنس جي حوالي سان، انهيءَ موقف تي وضاحت سان روشني وڌي آهي. ان کان پوءِ ڌرتيءَ جي ڪل عمر پوءِ ڌرتيءَ تي زندگيءَ جي زمانن جو عرصو بيان ڪيو اٿس ۽ ان لاءِ ڌار ڌار عرصي جا جدا جدا نالا بہ ڏنا اٿس، ان سلسلي ۾ يارهين صدي عيسويءَ ۾ محقق البيروني (قديم سنڌ ۾ رهائش (١٠١٧ع- ١٠٣١ع) پنهنجي جڳ مشهور ڪتاب، ڪتاب الهند ۾ ڌرتيءَ جي عمر جڳن ۾ بيان ڪئي آهي. هن چار جڳ ڄاڻايا آهن، اهي آهن:

(١) ڪرتا جڳ ١٧,٢٨٠٠٠ لک سال عرصو
(٢) تريتا جڳ ١٢,٩٦٠٠٠ لک سال عرصو
(٣) دواپور جڳ ٨,٦٤٠٠٠ لک سال عرصو
(٤) ڪلجڳ ٤,٣٢٠٠٠ لک سال عرصو

ڊاڪٽر صديقي صاحب ڀاڳوت گيتا جي حوالي سان جڳن جا جيڪي نالا ڄاڻايا آهن، اهي ٻيا آهن. البتہ انهن جو عرصو اهوئي آهي جيڪو البيروني ڄاڻايو آهي:

(١) ستيا جڳ، (٢) دوا پور جڳ، (٣) تريتا جڳ، ۽ (٤) ڪل

جڳ (ص ۴۷).

صديقي صاحب جو ڏنل اهو سارو بيان، سنڌي ٻوليءَ جي پڙهندڙن لاءِ بلڪل نئون آهي.

صفحي ۵۱ کان دنيا جي اوائلي انسان جي پيدائش جي باري ۾، مختلف حوالن سان تفصيل سان لکيو اٿس. هن موضوع تي، ڪانئن اگھ، ٻين ٻولين ۾ جن جن عالمن لکيو آهي، ان تي بہ روشني وڌي اٿن، انهن سڀني عالمن جي راءِ ۾ اوائلي انسان ڪڏهن پيدا ٿيو ۽ ڪٿي پيدا ٿيو، انهن نظرين تي صديقي صاحب وضاحت سان روشني وڌي آهي.

ڊاڪٽر صديقيءَ جي راءِ ۾ اهي نظريا هي آهن:

(۱) باندر نما انسان (Ape man) جاوا مئن جي پيدائش.

صديقي صاحب لکيو آهي تہ هن قسم واري انسان کي پٿيڪن ٿروپس، سڏين ٿا (ص ۵٦)

(۲) ننڊرٿل مئن (پٿر جي دور وارو انسان) (ص.۵۷)

(۳) ڊارون وارو نظريو (ص ۵۹)

(۴) جديد دور جو انسان (هومو- سئپين) (ص٦۵)

انهن نظرين جي وضاحت کان پوءِ صديقي صاحب، اوائلي انسان جي باري ۾ پنهنجا دليل ڏنا آهن. هو لکي ٿو تہ:

”ڊارون جي جسماني ارتقا جو نظريو جديد انسان سان لاڳو نٿو ٿئي، سائنسي تحقيقات ان لاءِ ڪابہ ثابتي پيس ڪري نہ سگھي آهي ،قديم ترين انسان نما حيواني ساخت، جنهن کي هومينائيوز (Hom inios) چئجي ٿو، انهن جي پٿرايل جسمن ۾ ميوسين ۽ پلوسين جي ارضيات ۽ حياتياتي دورن جي باندرن جي پٿرايل جسمن جي وچ ۾، منهن مهاندن ۽ جسماني بناوت جي وچ ۾ وڏو خال (morphologicalgap) آهي جيڪو ارتقا جي ابتدائي نظريي جو تسلسل ختم ڪري ڇڏي ٿو“ (ص ٦٦)

هن موضوع تي مون بہ پنهنجي تازي ڪتاب (جيڪو اڃان ڇپيو نہ آهي) سنڌي ٻوليءَ جي ارتقا ۾ جديد سائنسي تحقيق جي حوالي سان بحث ڪيو آهي. ڪتاب جي باب ٻئي ۾، ٻولي، ان جي ابتدا ۽ اوسر، ۾ انسان جي پيدائش ۽ ان جي ارتقا (انسان ذات جي ارتقا جو نظريو) ۽ دنيا ۾ ٻوليءَ جي

ٻولين جي ابتدا ڪيئن ٿي، ڪٿي ٿي، ڪڏهن ٿي ڪهڙي ريت ٿي، جهڙن موضُعن تي روشني وڌي وئي آهي.

اوائلي انسان ڳالهائي سگهندو يا نہ؟ ماهرن انهيءَ سوال جي جواب ۾ لکيو آهي تہ:

يقينا اوائلي انسان، ڪنهن ٻوليءَ جا ڪي آواز اچاري سگهندو هو، ڇاڪاڻ تہ انهيءَ سلسلي ۾ تازين تحقيقن مان هن سوال جو جواب مليو آهي. انهن تحقيقن مان معلوم ٿو ٿئي تہ قديم پٿر جي دور، جي زماني جي کِنڊرن جي کوٽائي مان ان دور جي زماني واري انسان جي هٿ آيل کوپڙين، اوائلي انسان جي بدني بناوت ۾ سندس نڙي ۽ آوازن جي پيتي (Sound box) قديم بن مانس (باندر) جي نڙي ۽ آوازن واريءَ پيتيءَ سان ڪابہ نسبت يا هڪجهڙائي نٿي رکي. انهن ماهرن جو اهو بہ خيال آهي تہ "اوائلي انسان" (Hominids) جي ڪوپڙين جي ماپ، سندس ڇپ جي ڊيگهہ، سندس نڙي ۽ آواز جي پيتيءَ جي بيهڪ، اهڙي نموني جي نہ آهي، جهڙي بن مانس جي بيان ٿيل آهي. ٻين لفظن ۾ هيئن چئبو تہ اوائلي بن مانس ڳالهائڻ جي صلاحيت نہ رکندا هئا، ڇاڪاڻ تہ سندن بدن جي بناوت اهڙي هئي ئي ڪانہ. اها ساڳي حالت اڄ جي Primates جي بہ آهي. باندرن کي اڄ بہ اهڙي تربيت ڏيڻ ممڪن نہ آهي، جنهن جي وسيلي هو ڳالهائڻ جي قوت يا صلاحيت حاصل ڪري سگهن، انهن جو تنتي سرشتو يا سندن بدني بناوت ڳالهائڻ واري قوت حاصل ڪرڻ جي لائق ئي نہ آهي. ان جي ابتڙ اهو قبول ڪري سگهجي ٿو تہ اوائلي انسان کي ڳالهائڻ جي قوت يا صلاحيت حاصل هئي:

هو ٻوليءَ جا آواز اچاري سگهيو ٿي، هو ڳالهائي بہ سگهيو ٿي ۽ هٿن، منهن، وات، چهري ۽ جسم سان اشارا بہ ڏيئي، پنهنجو مقصد ۽ مفهوم ظاهر ڪري سگهيو ٿي.

مسٽر ميلون (Malvin) ۽ سندس ساٿي انهيءَ راءِ جا آهن تہ Cro magnon - انسان جي دماغي ڪوپڙيءَ، ڇپ ۽ آوازن پيدا ڪرڻ واريءَ ٿيءَ (Souud box) جي بناوت بلڪل اهڙي هئي جهڙي اڄ جي انسان جي آهي."

ٻولي ڪڏهن وجود ۾ آئي؟ اها بتدريج وجود ۾ آئي يا هڪدم ۽ هڪ ئي دفعي سان؟ انهيءَ سوال جو جواب بہ ماهرن ڏنو آهي. ان سلسلي ۾ لينبرگ (Lenneberg) جو خيال آهي تہ ٻولين جو وجود انسان ذات جي وجود سان گڏ، شروع کان وٺي شامل رهيو آهي. ان سلسلي ۾ هن دليل ڏيئي لکيو آهي تہ:

(١) ٻولي، "علم طبعي" سان واسطو رکي ٿي. علم طبعيءَ جي لحاظ کان دماغ ۾ اهڙا خانا/ ياڳا (Cells) موجود آهن جن جو واسطو "ڳالهائڻ" يعني ٻوليءَ سان ثابت ڪيو ويو آهي.

(٢) ڪافي وقت تائين، لڳاتار ڳالهائڻ کي جاري رکڻ لاءِ قدرت طرفان انسان ذات کي، ڦڦڙن جي ذريعي هوا ڪڍڻ ۽ ٻاهر ڪڍڻ جي خاص سهولت (Respiratory adjustment) طور وات واري کوٻي ۾ آوازن جو پڙ (Sound track) عطا ڪيو ويو آهي جتي آواز پيدا ٿين ٿا. انسان ذات کان سواءِ ٻئي ڪنهن بہ جاندار کي سندس جسم ۾ "آوازن جي پڙ" جهڙي ڪابہ جاءِ عطا ٿيل ڪانهي، جتي هو آواز پيدا ڪري سگهي.

اوائلي انسان جي ابتدا لاءِ ماهرن جدا جدا رايا ڏنا آهن. وادي سنڌ جي لوڪ مالائي ادب ۾ سگهڙن وٽ لوڪ ادب جو اهڙو ڪافي مواد موجود آهي جنهن موجب اهو بيان ڪيو ويو آهي تہ پهرين انسان حضرت آدم عليه السلام جي وجود جا آثار پهرين پهرين وادي سنڌ ۾ ملن ٿا. لهاذا اتر- اولهہ هندستان واري سوان- واديءَ (Swan Valley) واري (Ramapithecus) انسان جو تصور بہ وادي سنڌ واري اوائلي انسان حضرت آدم عليه السلام جي ترجماني ڪري ٿو.

انسان هڪ عجيب جانور آهي. ماهرن انسان کي، گونگي جانور کان الڳ شمار ڪيو آهي. دراصل اها ڳالهائڻ واري قوت ئي آهي جنهن انسان ذات کي اشرف المخلوقات بڻايو آهي. انسان ذات جو اهو پختو يقين آهي تہ الله پاڪ انسان ذات کي ڳالهائڻ جي قوت انهيءَ لاءِ عطا ڪئي آهي تہ جيئن ان ۾ سڃاڻپ، ڏاهپ، دانائيءَ، طاقت ۽ تخليق جي صلاحيت پيدا ٿئي.

انسان جي ڳالهالهائڻ يعني انسان کي ٻوليءَ جي قوت عطا ٿيڻ جي سلسلي ۾ ڌار ڌار ملڪن جي مذهبي عالمن ۽ ماهرن ڌار ڌار رايا ڏنا آهن.

قديم مصرين جو پنهنجو رايو آهي تہ بابلي تهذيب وارن عالمن جو پنهنجو رايو آهي. اهڙي طرح چيني تهذيب، هندو ڌرم ۽ يهودين جي مذهب ۾ انهيءَ سلسلي ۾ ڌار ڌار نظريا آهن، پر قرآن ڪريم ۾ ان سلسلي ۾ الله تعاليٰ جو ارشاد بلڪل واضح آهي. مسلمان مفڪرن ۽ عالمن جي راءِ موجب الله تعاليٰ سندس پهرين خلقيل انسان يعني انسان اول کي وحي ۽ الهام ذريعي زبان جي تعليم ڏني. ان سلسلي ۾ قرآن ۾ فرمايل آهي:

وعلم آدم الاسماء كلها.

يعني: ۽ اسان آدم کي سڀني شين جا نالا سيکاريا.

اهڙي طرح قرآن حڪيم ۾ ٻئي هنڌ فرمايل آهي تہ:

الرحمان، علم القرآن، خلق الانسان، علمه البيان.

يعني: رحمان (الله تعاليٰ) قرآن سيکاريو، انسان کي پيدا ڪيو ۽ ان کي بيان ڪرڻ سيکاريو.

لهاذا الله تعاليٰ پنهنجي خلقيل پهرين انسان حضرت آدم عليه السلام کي سڄي دنيا جون ٻوليون سيکاريون ۽ پوءِ آدم جو اولاد انهن زبانن ۾ پنهنجي پنهنجي ضمير موجب اظهار ڪندو هو، پوءِ جڏهن آدم جو اولاد مختلف علائقن ۾ پکڙجي ويو تڏهن هر هڪ گروهہ انهن زبانن مان هڪ کي استعمال ڪيو ۽ ٻيون زبانون متروڪ ٿينديون ويون.

مون اڳ ۾ عرض ڪيو آهي تہ هن ڪتاب جو هر باب اهم آهي. هر باب جي باري ۾، هن مقالي ۾ راءِ ڏيڻ سان، منهنجو هي مقالو تمام گهڻو طويل ٿي ويندو، ان ڪري فقط ڪن بابن جي باري ۾ راءِ ڏني اٿم. هن ڪتاب جو ستون باب سنڌو- تهذيب جي تاريخ جي لحاظ کان هڪ نهايت ئي اهم باب آهي، هن باب ۾ بہ مفيد معلومات ڏني وئي آهي.

هي باب (باب ستون) ٻہ ضمني عنوانن ۾ ورهايل آهي جن ۾ سنڌو، سپيتا، سنڌي قوم، موهن جو دڙو ۽ هڙپا جي تهذيب کان سواءِ سنڌو ماٿريءَ کان وٺي پاڪستان جي قيام واري زماني تائين واريءَ تاريخ تي روشني وڌل آهي، هي باب ١٣٠ صفحن تي مشتمل آهي. هن باب ۾ اهو بحث ڪيو ويو آهي تہ سنڌو ماٿريءَ واري تهذيب جا معمار ڪير هئا؟ دراوڙن جو اصل نسل، هند- سنڌ جو نسلي جائزو، هندي- آريائي ٻوليون، سنڌو- سپيتا جي

وسعت کان سواءِ موهن جي دڙي ۽ هڙپا، سنڌي نسل ۽ قومون ۽ سنڌو ندي ۽ سنڌ، ڪڇ، ڪڇ جون قومون ۽ قبيلا، ٿر، ڪاڇي ۽ ڪوهستان ۾ آباد قبيلا، ڪلمتي، جوکيا جاڙيجن کان سواءِ سنڌو ماٿريءَ جي قديم تاريخ جا ماخذ، سنڌو ماٿريءَ جي سماجي، اقتصادي ۽ سياسي تاريخ، سنڌ جا تاريخي قبيلا جت ۽ ميد، پرمار راجپوت، سما ۽ سميجا، جديد سنڌ جي تاريخ، سنڌ ۾ آيل عرب سياحن جا سنڌ جي باري ۾ لکيل احوال، ملتان ۾ اسماعيلي حڪومت، سنڌو ماٿريءَ ۾ اسلام جي اشاعت کان سواءِ سنڌ ني اسماعيلي حڪومت جو ذڪر ملي ٿو.

مون کي تعجب انهيءَ ڳالهہ تي آهي تہ صديقي صاحب هن ڪتاب ۾ ملتان ۽ منصوره جي اسماعيلي حڪمرانن ۽ اسماعيلي عوام لاءِ متضاد رايا ڏنا آهن. صفحي ٤٢٨ تي منصوره جي اسماعيلي حڪومت ۽ منصوره جي اسماعيلي حاڪم، خفيف سومري ۽ منصوره ۾ رهندڙ سڄي اسماعيلي عوام کي علامہ ابن الاثير جي ڪتاب تاريخ الڪامل، جي حوالي سان مسلمان نہ هجڻ جي دعوا ڪئي وئي آهي، تہ ٻئي طرف، منصوره جي ساڳئي سومري حاڪم (خفيف سومري) ۽ منصوره واري حڪومت جي ان وقت جي اسماعيلين کي مسلمان هجڻ جي ثبوت لاءِ سيد سليمان ندوي ۽ سيد ابوظفر ندوي جي تاريخن مان حوالا ڏنا ويا آهن. انهن راين جي پڙهڻ کان پوءِ پڙهندڙ غلط فهميءَ ۾ پئجيو وڃي. ڊاڪٽر صديقي صفحي ٤٢٨ تي منصوره جي اسماعيلي حاڪم، خفيف سومري جي باري ۾ علامہ ابن الاثير جي ڪتاب "تاريخ الڪامل" جي حوالي سان لکيو آهي تہ:

"۽ سلطان منصوره جو قصد ڪيو، هتان جو والي اسلام کان ڦري ويو هو."

"اسلام کان، ڦري وڃڻ جو اشارو اسماعيلي تحريڪ ۽ انهيءَ ۾ شامل سنڌ جي سومرا خاندان ڏانهن آهي. بعد ۾ سومرن، اڄ شريف ۾ سيد جلال سرخ بخاري سهرورديءَ صوفي (1198 -1291) جي اثر هيٺ سني عقيدا اختيار ڪيا.

ڊاڪٽر صديقيءَ جهڙو دانشور ۽ محقق اهو پلي پت ڄاڻي ٿو تہ ملتان ۽ منصوره جي اسماعيلي حڪمرانن جو واسطو مصر جي فاطمي خلافت سان

هو، فاطمي خليفن جون اسلام لاءِ عمل خدمتون عالم آشڪار آهن. فاطمي خليفا شعيہ فڪر سان تعلق رکندا هئا. انهن جي خلافت واري زماني ۾ اسماعيلي تحريڪ شيعہ فڪر جي تبليغ جي تحريڪ هئي ۽ پوري ننڍي کنڊ ۾ شيعيت جو پيغام بہ سڀ کان اول اسماعيلي داعين ئي پهچايو هو. منهنجي انهيءَ بيان جي تصديق خود صديقي صاحب صفحي ٤٢٠ ۽ ٤٢ تي ڪئي آهي، ڊاڪٽر صديقي صاحب، عرب سياح بشاري المقدسيءَ جي تصنيف احسن التقاسيم في معرفته الاقاليم، (تاليف ٩٨٥ع کان ٩٩٠ع) جي حوالي سان سنڌ جي خوشحاليءَ، اقتصادي، تجارتي ۽ فني ترقيءَ جو ذڪر ڪندي لکي ٿو تہ:

”سندس بيان مان ظاهر آهي تہ ان زماني ۾ سنڌ اندر شيعہ مذهب تيزيءَ سان پکڙجي رهيو هو، جيڪو ملتان جي اسماعيلي حڪومت جو ڪارنامو هو.“

صديقي صاحب اڳتي صفحي ٤٣١ تي اسماعيلي مبلغن کي اسلام جا مبلغ ڄاڻائي ٿو ۽ لکي ٿو تہ:

”تحقيق مان معلوم ٿو ٿئي تہ سنڌ ۾ اسلام ۽ تصوف جي علي الاعلان تبليغ ڪرڻ وارو پهريون مبلغ حضرت شيخ عثمان سروندي قلندر شهباز رح هو، انهيءَ کان اڳ اسماعيلي داعي خفيہ تبليغ ڪندا هئا ۽ سني صوفي، مولوي ۽ شيخ پنهنجو واعظ بدر سن اندر محدود رکندا هئا.“

ڊاڪٽر صديقي صاحب جن جي خدمت ۾ عرض آهي تہ اها بہ مجيل حقيقت آهي تہ حضرت لال شهباز قلندر ( ١١٧٧ - ١٢٧٤ / ٥٧٣ هہ ٦٧٣ هہ) بہ اسماعيلي مسلڪ جو صوفي درويش هو ۽ سندن شجرو اسماعيلي عقيدي جي ڇهين امام سيدنا حضرت امام شاهہ اسماعيل بن سيدنا امام محمد جعفرالصادق سان ملي ٿو. ان سلسليءِ ماهوار رسالي نئين زندگيءَ، جي سيپٽمبر ١٩٧٣ع ۾ منهنجو ڇپيل مقالو پڙهي سگهجي ٿو. جنهن جي تصحيح منهنجي استاد علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب کان ڪرائي هيم.

ڊاڪٽر صديقي صاحب، صفحي ٤٣١ تي سنڌ ۾ اسلام جي تبليغ جي تاريخ کي الاجي ڪهڙي بنياد تي، ٻن دورن ۾ ورهايو آهي.

هو لکي ٿو تہ:

”سنڌ ۾ اسلام جي تبليغ کي ٻن دورن ۾ ورهائڻ گهرجي:

(١) صوفي بزرگن جي تبليغ کان اڳ، اسماعيلي داعين جي اندروني ڪاوشن ۽ اوائلي نون مسلمانن ۽ مبلغين جو دور، جنهن ۾ تبليغ جي رفتار سست هئي ۽ مقامي قبيلا، سواءِ سومرن جي، پنهنجي قديم مذهبي اعتقادن تي سختيءَ سان قائم هئا.

(٢) صوفي بزرگن جو دور جنهن ۾ اسلام جي اشاعت منظم نموني سان ظاهر ظهور ڪئي وئي ۽ مقامي قبيلن ڪثرت سان اسلام قبوليو.

مون کي صديقي صاحب جي انهيءَ راءِ سان بہ اختلاف آهي. جيڪڏهن اسماعيلي مبلغن جي تبليغ سست هئي ۽ مقامي قبيلا پنهنجن قديم مذهبي عقيدن تي سختيءَ سان قائم هجن ها تہ پوءِ عباسي خليفن طرفان، اسماعيلي داعين ۽ اسماعيلي تبليغ جي ملتان ۽ سنڌ ۾ مخالفت نہ ڪئي وڃي ها. دراصل اسماعيلي مبلغن پنهنجن نون اسماعيلي مريدن کي، سنڌن مقامي ريتن ۽ رسمن کان سواءِ سندس مقامي لباس پائڻ جي بہ اجازت ڏني هئي پر کين (نو مسلم اسماعيلي مريدن کي) اها بہ آزادي ڏني هئي تہ هو پنهنجا نالا بہ پلي مقامي رسم ۽ رواج موجب، مقامي نموني جا رکن، اسماعيلي داعين، پنهنجن پوئلڳن کي دين اسلام جي تعليم بہ ماڻهن جي مقامي زبانن ذريعي ڏني. ان جو وڏو ثبوت هر دور جي داعين جي گنانن ۾ موجود آهي.

مون کي خبر نہ آهي ڊاڪٽر صديقي صوفي بزرگن جو دور، کهڙي دور کي ٿو ڪوٺي؟ صديقي صاحب جي نظر ۾ شايد اسماعيلي مبلغ صوفي درويش نہ هئا، جڏهن تہ سڀئي مؤرخن اسماعيلي مبلغن کي بہ صوفي درويش مڃيو آهي. خفيف سومري جي حڪومت (١٠١٠ع ١٠٢٥ع ) جي خاتمي کان لڳ ڀڳ ٥٣ سال پوءِ اسماعيلي فڪر جو داعي ۽ صوفي درويش سيد نورالدين عرف پير ستگر نور ١٠٧٩ع ۾ قديم سنڌ ۾ آيو. هو پهرين گجرات ۾ آيو ۽ پوءِ سنڌ ۾ بہ پڌاريو. هن درويش، بہ اسلام جي اسماعيلي فڪر جي تبليغ ڪئي ۽ پنهنجي ڪلام ذريعي پنهنجن نون اسماعيلي مريدن کي مقامي زبانن ۾ اسلام جي تعليم ڏني. هن درويش پنهنجي ڪلام کي گنان شريف جو نالو ڏنو.

ڊاڪٽر صديقي صاحب بہ پنهنجي هن ڪتاب جي صفحي ٤٣٣ تي پيرستگر نور جو ذڪر ڪيو آهي ۽ ان کي اسماعيلي درويش لکيو اٿن، هن دؤر کي ئي صديقي صاحب صفحي ٤٣٣ تي صوفين جو دور سڏيو آهي، صديقي صاحب جي راءِ ۾ ان دور (صوفين جي دور) جو پهريون صوفي مبلغ شيخ علي هجويري عرف داتا گنج بخش رح (متوفي ھ٤٦٥، ١٠٧٣عـ) هو، جنهن لاهور شهر کي شرف اقامت بخشيو. صديقي صاحب هن ئي دور ۾ شيعہ تبليغ لاءِ آيل اسماعيلي داعي سيد نور الدين عرف ستگر نور کي بہ اسلام جي مبلغ جي حيثيت ۾ مڃي ٿو. صديقي صاحب صفحي ٤٣٣ تي لکي ٿو تہ!

”انهيءَ زماني ۾ ڪڇ ۽ گجرات ۾ سيد نورالدين (متوفي ١٠٩٥ع) شيعہ اسلام پکيڙيو، سندس بدولت اسماعيليت سنڌ کان ٻاهر نڪري گجرات تائين پهتي.“

صديقي صاحب جي هن راءِ مان اهو ثابت ٿئي ٿو تہ صديقي صاحب سيد نورالدين بلقب پيرستگر نور کي اسماعيلي صوفي مبلغ مڃي ٿو.

پڙهندڙن کي معلوم آهي تہ ننڍي کنڊ پاڪ هند جي تصوف جي تاريخ لکندڙ سيئي مؤرخ اهو قبول ڪن ٿا تہ پير شمس سبزواري ملتاني (١١٦٥ع، ٥٦٠ھ ١٢٧٦ع ٦٧٥ھ) پاڪ پتن وارو مشهور صوفي درويش بابا فريد گنج شڪر (١١٧٤ع، ھ٥٦٩ ١٢٦٥ع ٦٦٤ھ) ۽ شيخ بهاءُالدين ذڪريا ملتاني (١١٧٠ع، ٥٦٦ھ ١٠٢٦ع، ٥٦٩). جا همعصر هئا. اهو بہ هر هڪ مؤرخ مڃي ٿو تہ پير شمس سبزواري ملتاني اسماعيلي فڪر جو صوفي ۽ داعي هو. هن پنجابي، سنڌي، سرائڪي ۽ گجراتي ٻولين ذريعي پنهنجن نون اسماعيلي مريدن کي دين اسلام جي تعليم بہ ڏني، سندس ڪلام (گنان) تصوف جي تعليم سان ڀريل آهن، جيڪي اڄ بہ دنيا جي اسماعيلي جماعت وٽ محفوظ آهن.

پير شمس جي والد جو نالو سيد صلاح الدين هو، ۽ ان جي والد جو نالو سيد اسلام الدين هو. سيد صلاح الدين بہ ملتان سميت قديم سنڌ ۾ داعي ۽ صوفي درويش هو. پير شمس جي فرزند جو نالو سيد نصيرالدين هو، ان جي فرزند جو نالو سيد شهاب الدين هو، ۽ ان جي فرزند جو نالو سيد

صدرالدين هو. سيد صدرالدين سنڌ، پنجاب جي سرائڪي خطي، ڪڇ، ڪانيا واڙ، گجرات ۽ راجستان جي ڪجهه حصي ۾ اسماعيلي فڪر جي تبليغ ڪئي. سندن هٿ هيٺ جيڪي ماڻهو اسماعيلي شيعه فڪر ۾ داخل ٿيا، انهن کي پاڻ "خواجه" يعني امير يا واپاريءَ جو لقب ڏنائون، سيد صدرالدين (١٢٩٠ع، ٦٨٩هه- ١٤٠٩ع ٨٠٨هه) جا فرزند هر هڪ: پير حسن ڪبيرالدين عرف حسن درياء (مدفون اچ شريف) پير امام شاهه (مدفون پيراڻا شريف پارتي گجرات) ۽ پير تاج الدين عرف شاهه طريل (مدفون تلهار ۽ ٽنڊي باگي جي وچ ۾ مڪان اچ شريف) به وڏا صوفي ۽ درويش ٿي گذريا آهن. سيد حسن ڪبيرالدين کي ارڙهن فرزند ٿيا.

ڊاڪٽر صديقي صاحب به لکي ٿو ته اسماعيلي تحريڪ، شيعه تحريڪ هئي ۽ اسماعيلي شيعه فرقي جا پيرو هئا. هو صفحي ٤٣٢ تي لکي ٿو ته:

"جڏهن مصر ۾ خلافت فاطميه قائم ٿي ۽ سنڌ ۾ هباري بادشاهه عبدالله بن عمر (٨٨٣ع، ٢٧٠هه- ٩١٥ع هه) جو راڄ هو، تڏهن هشيم نالي هڪ اسماعيلي داعيءَ کي سنڌ روانو ڪيو ويو. هو سال ٢٧٠هه (٨٨٣ع) ۾ سنڌ اندر داخل ٿيو. بعد ۾ ٻيا داعي پڻ سنڌ ۾ ايندا رهيا. ٽئين داعيءَ جلم بن شيبان ملتان ۾ شيعه حڪومت قائم ڪئي. اهو سال ٩٨٢ع/٣٧٢هه هو جڏهن ملتان تي بنو سامه سني قريشين جي حڪومت جو خاتمو آيو."

جناب صديقي صاحب جن ساڳئي صفحي ٤٣٢ تي بشاري مقدسيءَ جي حوالي سان لکيو آهي ته:

"سال ٩٨٥ع ۾ بشاري مقدسيءَ ملتان پهچڻ بعد لکيو آهي ته ملتان وارا شيعا آهن. اذان ۾ حي علي الخيرالعمل جو اضافو ڪن ٿا ۽ اقامت وقت به دفعا تڪبير چون ٿا."

هن راءِ مان اهو ثابت ٿو ٿئي ته قديم سنڌ يعني ملتان ۽ منصوره ۾ آباد اسماعيلي به مسلمان هئا ۽ اهي شيعه عقيدي جا پيرو هئا. صديقي صاحب صفحي ٤٣٣ تي منهنجي انهيءَ راءِ سان اتفاق ڪيو آهي ته سلطان محمود غزنوي شيعن جي خلاف هو ۽ هن اسماعيلين جي شيعه حڪومت کي ختم ڪرڻ تي چاهيو. صديقي صاحب لکي ٿو ته:

”سنڌ ۾ اسلام جي تبليغ جو هي پهريون دور سال ١٠٢٥ع ۾ ختم ٿيو جڏهن سلطان محمود غزنويءَ منصوره جي شيعه حڪمران خفيف سومري کي شڪست ڏيئي سنڌ تي قبضو ڪيو.“

مون اڳ ۾ قديم سنڌ ۾ اسماعيلي صوفي بزرگن پير شمس سبزواري ملتانيءَ کان وني پير تاج الدين (وف ١٤٦٤ع) جا نالا ڏيئي اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ سنڌ ۾ هن جي حڪومت (١٣٥١ع-١٥٢١ع) جي آخري عرصي تائين اسماعيلي صوفي بزرگ پنهنجي تبليغ ۾ سرگرم هئا.

ڊاڪٽر صديقي صاحب نہ ڄاڻي ڪهڙي بنياد تي ائين ٿو چوي تہ:

”صوفين طرفان اسلام جي تبليغ جو دور ١٠٢٥ع کان پوءِ شروع ٿيو“ (ص٤٣٣). شايد صديقي صاحب جي نظر ۾ اسلام جا صوفي فقط هي بزرگ هئا:

(١) شيخ علي هجويري عرف داتا گنج بخش.
(١١٨٢ع- ١٢٦٢ع)
(٢) شيخ بهاءُالدين ذڪريا ملتاني.
(١١٩٨ع، ١٢٩١ع)
(٣) سيد جلال سرخ بخاري. (١١٩٨ع- ١٢٩١ع)
(٤) حضرت پير پٺو. (متوفي ١٢٤٨ع)
(٥) سيد جميل شاهہ ڏاتار گرناري.
(١١٨٥ع، ١٢٤٤ع)
(٦) مخدوم پير اسماعيل پاٽائي. (متوفي ١١٩٦ع)
(٧) مخدوم پير پرڪيو. (متوفي ١٢٠٠ع)
(٨) شيخ نوح بکري (متوفي ١٢١٨ع)

انهن بزرگن کان سواءِ پاڪ پٽن وارو بابا فريد گنج شڪر، لاهور ۾ ميان مير سنڌي، اوچ شريف ۾ سيد جهانيان جهان گشت ۽ سڄي ملڪ ۾ ٻيا درويش صوفي نہ هئا ڇا؟

ڊاڪٽر صديقي صاحب، سنڌ ۾ منصوره جي شيعہ اسماعيلي حڪومت جي باري ۾ صفحي ٤٣٢ تي جيڪا راءِ ڏني آهي اها بہ صحيح

ڪانهي، صديقي صاحب لکيو آهي تہ:

"سنہ ١٠١٠ع، ۴٠١هہ ۾ سلطان محمود غزنوي ملتان جي شيعہ حڪومت جو خاتمو آندو ۽ شيعہ عمائدين "منصوره" ۾ صدر مقام قائم ڪيو. سنہ ١٠٣٣عہ ۾ هڪ دروزي داعي "مقتنيٰ" جي طرفان سنڌ جي سومرا سردار راڄپال ڏانهن لکيل خط هڪ تاريخي دستاويز آهي."

جناب صديقي صاحب، پنهنجي انهيءَ راءِ لاءِ، علامہ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي راءِ (سنڌن ڪتاب سومرن جو دور، ١٩٨٠ع ص ٢٩٢) جو حوالو ڏنو آهي، پر نئين زندگي رسالي جي فيبروري ١٩٧٢ع واري پرچي ۾ ۽ لاڙ جي ادبي ۽ ثقافتي تاريخ جي صفحي ۴۵ تي ۽ ٽماهي مهراڻ جلد ٩، نمبر١- ٢، ١٩٦٠ع ۾ مون سيد سليمان ندويءَ ۽ سيد ظفر ندويءَ ۽ فرينچ عالم Delacy Oleary جي ١٩٢٣ع ۾ ڇپيل ڪتاب A Short History of Fatimi Khalifate جي صفحي ٧٥ کان ٧٧ جي حوالي سان، علامہ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي انهيءَ راءِ سان اختلاف ڪيو هو، خبر ناهي تہ صديقي صاحب سال ١٠٣٣ع ۾ انهيءَ خط جو حوالو ڪيئن ٿو ڏجي، جڏهن منصوره ۾ خفيف سومري جي اسماعيلي حڪومت ١٠٢۵ع ۾ ختم ڪئي وئي هئي.

مون علامہ بلوچ صاحب سان اختلاف رکندي لکيو هو تہ:

"دروزي فرقو ڊاڪٽر بلوچ صاحب طرفان ڏنل سن ۽ سال کان گهٽ پوءِ وجود ۾ آيو. دروزي فرقي جو بنياد امام الحاڪم باامرالله جن جي وفات واري سال ۴١١هہ/ ١٠٢١ع کان ٿي سال اڳ محمد بن اسماعيل درازي نالي هڪ ايراني اسماعيلي داعيءَ، ملڪ شام ۾ ۴٠٨هہ/ ١٠١٨ع ۾ وڌو.

تاريخي سن مطابق جيئن ئي ملتان ۾ اسماعيلي حڪومت جو خاتمو (١٠١٠ع، ۴٠١هہ) آيو، تيئن اسماعيلي عقيدي جي سترهين امام ۽ مصر جي فاطمي خليفي سيدنا امام الحاڪم باامرالله (وفات ۴١١هہ/ ١٠٢١ع) فورا سنڌ جي سومري سردار ابن سومر راڄپال کي خط لکي، ڪيس سنڌ ۾ اسماعيلي حڪومت قائم ڪرڻ لاءِ همٿايو، ڇاڪاڻ تہ ان زماني تائين سنڌ ۾ اسماعيلين جو وڏو اثر رسوخ قائم ٿي چڪو هو ۽ سنڌن تعداد بہ وڏو هو."

ڊاڪٽر صديقي توڙي ٻين سڀني مؤرخن جو اهو رايو آهي تہ ملڪ شام

۾، دروزي فرقي جي بنياد پوڻ کان ست سال اڳ يعني ۴۰۱ھ/ ۱۰۱۰ع ۾، منصوره ۾ اسماعيلي حڪومت جي شروعات ٿي چڪي هئي. اهڙي طرح علامہ بلوچ صاحب جي راءِ ۾ بيون بہ ڪيتريون ئي منجهائيندڙ ڳالهيون بيان ڪيل آهن، جن جو مون مهراڻ رسالي ۾ منهنجي ڇپيل مقالي ۾ ذڪر ڪيو آهي.

ڊاڪٽر صديقي صاحب سندس مذڪوره ڪتاب جي صفحي ۴۳۵ تي، سومرن جي اصل نسل جي باري ۾، منهنجي ڪتاب لاڙ جي ادبي ۽ ثقافتي تاريخ جو صفحو ۱۴ ڄاڻائي لکيو آهي تہ:

ڊاڪٽر غلام علي الانا جي راءِ مطابق سومرا ۹۷۷ع کان ۹۸۶ع جي وچ ۾ خلافت فاطمہ سان منسڪ ٿيا ۽ قرمطي مسلمان ٿيا."

مون کي تعجب انهيءَ ڳالهہ تي آهي تہ منهنجي مذڪوره ڪتاب جي صديقي صاحب طرفان ڄاڻايل صفحي تي يا ڪتاب ۾ ڪٿي بہ مون ائين ڪونہ لکيو آهي تہ سومرا قرمطي مسلمان ٿيا هئا. مون دراصل پنهنجي مذڪوره ڪتاب (ص۴۵) ۽ نئين زندگي رسالي ماهہ فيبروري ۱۹۷۳ع ۾ سومرن جي اصل نسل جي باري ۾ سيد سليمان ندويءَ ۽ سيد ظفر ندويءَ جي حوالي سان هيئن لکيو آهي:

"جيئن جيئن اسماعيلي داعي پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب ٿيندا ويا، تيئن تيئن سلطنت جي ڳالهين ۾ بہ اندروني طرح بهرو وٺڻ لڳا. نيٺ سال ۳۷۲ھ/ ۹۸۲ع ۾ هو ڪامياب ٿي ويا ۽ وڃهہ وٺي منصوره مان عرب حاڪم جو زور توڙي اتي پنهنجي حڪومت قائم ڪيائون. جڏهن محمود غزنويءَ ۴۰۱ھ/ ۱۰۱۰ع ۾ ملتان ۾ اسماعيلين پنيان وٺ پڪڙ لاتي تڏهن سومرا ڏکڻ سنڌ ۾ لاڙ ۾ گڏ ٿيا. ان وقت سندن سردار سومرو هو. سومري سردار جي مرڻ کان پوءِ سندس پٽ ابن سومر راڄپال کي ان وقت جي اسماعيلي عقيدي جي سترهين امام الحاڪم باامرالله خط لکي، ملتان ۽ سنڌ ۾ بيهر اسماعيلي حڪومت قائم ڪرڻ لاءِ آياريو هو. (وفات ۴۱۱ھ/ ۱۰۲۱ع)

امام الحاڪم باامرالله ان خط ۾ ان وقت جي سومري سردار کي ابن سومر راڄپال جي نالي مخاطب ٿيا آهن، تاريخ نويسن جنهن سومري سردار سال

٤٠١هـ/ ١٠١٠ع ۾ منصوره ۾ پنهنجي حڪومت قائم ڪئي هئي، ان جو نالو خفيف سومرو لکيو آهي.

آئون هت هن ڳالهه جي وضاحت ڪرڻ مناسب ٿو سمجهان تہ ملتان توڙي سنڌ جي عام اسماعيلي ماڻهن توڙي حاڪمن جو واسطو نہ ڪڏهن دروزي فرقي سان رهيو آهي ۽ نہ ئي واري قرمطين سان، سنڌ جو مشهور مؤرخ ڊاڪٽر ممتاز حسين پٺاڻ لکي ٿو تہ:

”دروزين جو ملتان جي اسماعيلين سان رتيءَ ماتر بہ واسطو ڪونہ هو، ڇوتہ هي فرقو (دروزي) ٻارهين صديءَ عيسويءَ جي پهرين ڏهاڪي ڌاري وجود ۾ آيو (Arab Kingdom of Al - Mansura).

ڊاڪٽر پٺاڻ صاحب هن راءِ جو بہ آهي تہ:

ملتان جي اسماعيلين جو قرمطين سان ڪوبہ واسطو ڪونہ هو ڇوتہ اذان ۾ حي اعليٰ خيرالعمل، لفظن جي پڙهڻ مان ائين ٿو واضح ٿئي تہ ملتان توڙي سنڌ جي اسماعيلين جو قرمطين سان ڪوبہ واسطو ڪونہ هو. (ساڳيو حوالو)

ساڳيءَ طرح سيد سليمان ندوي بہ ملتان ۽ سنڌ جي اسماعيلين کي قرمطي نٿو مڃي. هو لکي ٿو تہ:

”ملتان ۾ جيڪي اسماعيلي برسر اقتدار آيا هئا، اهي فاطمي شيعا هئا. انهن جو مرڪز مصر هو. ڪن موءرخن انهن کي قرمطي لکيو آهي، پر قرمطي فرقي وارا مصر جي فاطمي خليفن کي نالي ماتر سردار تسليم ڪندا هئا ۽ ملتان وارا مصر جي فاطمي خليفن کي مڃيندا هئا.

بشاري مقدسيءَ جهڙو مذهبي عالم پڻ انهن کي شيعا ۽ فاطمين جي زير اثر لکي ٿو. (هندوستان عربون کي نظر مين ٣١٦)

صديقي صاحب صفحي ٣٥۴ تي خوجن (خواجن) جي باري ۾ ۾ بہ گمراهہ ڪندڙ رايو ڏنو آهي. لکي ٿو تہ:

”خوجا، ڀاٽيہ قوم مان مسلمان ٿيا. بمبيءَ ۾ مقيم هزهائنس آغا خان جا مريد ٿيا ۽ دس اوتار سندن پاڪ ڪتاب ٿيو. جماعت خانہ ٺهيا ۽ بعد ۾ ڪجهہ سني مسلمان ٿيا.“

مون صديقي صاحب جي انهيءَ راءِ کي گمراهہ ڪندڙ راءِ انهيءَ ڪري

لکيو آهي جو خواجہ قوم، (هن وقت بہ برصغير ۾ رهندڙ پڙائي خواجن سميت سيدنا پير صدرالدين (١٢٩٠ع- ١٤٠٩) جي تبليغ هيٺ مسلمان ٿيا هئا جن کي پير صاحب خواجہ جو لقب ڏنو. بمبئي ۾ هزهائنس آغا خان اول (حسن علي شاهہ) ايران کان ١٨٣٨ع ۾ پهرين سنڌ ۾ آيا ۽ جهرڪن جي شهر ۾ اچي قيام ڪيائون، جتي سندس جايون (آغاخان جو محلات) اڄ بہ قائم آهن. پوءِ هو ١٨٤٣ع ۾ جهرڪن مان لڏي بمبئي ۾ وڃي رهيا ۽ جنهن علائقي ۾ وڃي رهيا ان کي اڄ بہ حسن آباد سڏيندا آهن.

پير صدرالدين جي هٿ هيٺ فقط پاٽيا مسلمان ڪونہ ٿيا هئا پر هندن جون ٻيون بہ ذاتيون جهڙوڪ: لوهاڻا، سونار، سابوگر، واڻيا، ۽ ڀاوا بہ پير صدرالدين جي هٿ هيٺ مسلمان ٿيا هئا، جن کي پير صاحب ”خواجہ“ جو لقب ڏنو. ڪي پسمانده ذاتيون جهڙوڪ، مينگهوڙا، ڪولهي، ۽ چمار بہ پير صدرالدين جي هٿ هيٺ مسلمان ٿيون هيون ۽ اهي بہ خواجہ قوم ۾ شامل آهن.

خواجہ جماعت لاءِ پهريون جماعتي خانو پير صدرالدين صاحب موجوده ننڍي ضلعي جي شهر ڪوٽڙي الهہ رکيو شاهہ ۾ قائم ڪيو ۽ جماعت جي چڱي مڙس ٽيڪم نالي شخص کي ان جماعت جو مکي مقرر ڪيو هئائون.

صديقي صاحب جيڪا نئين ڳالهہ لکي آهي اها وڌيڪ گمراهہ ڪندڙ ۽ ڏک پهچائيندڙ آهي، جنهن ۾ لکيو اٿن تہ:

”دس اوتار سندن پاڪ ڪتاب ٿيو“ سڄيءَ دنيا ۾ اسماعيلي جماعت جو پاڪ ڪتاب قرآن ڪريم آهي. دس اوتار تہ دراصل پير صدرالدين جي گنانن جو هڪ مجموعو آهي جنهن ۾ هندومت جي ”ڏهن اوتارن“ جو ذڪر ڪيل آهي. انهيءَ ڪري انهيءَ مجموعي جو نالو ”دس اوتار“ رکيائون.

صفحي ٥٧٠ کان نائون باب شروع ٿئي ٿو جنهن ۾ ايراني آريا قوم جي عنوان سان ايران جي قديم ۽ جديد تاريخ بيان ڪئي وئي آهي. هن باب ۾ قديم فارس جي مذهبي تاريخ، ايران جون قديم قومون، ايران جون قديم بادشاهتون انهن جا تاريخي لاها چاڙها، ويندي تازو امام آيت الله خمينيءَ طرفان

ايران ۾ اآندل اسلامي انقلاب جو بہ سربستو احوال ڏنل آهي.

مطلب تہ "انسان جي تاريخ" جي عنوان سال لکيل هي ڪتاب وڏي محنت جو نتيجو آهي جنهن لاءِ آئون ڊاڪٽر حبيب الله صديقي صاحب کي دل جي گهراين مان لکين لکين مبارڪون پيش ڪريان ٿو.

پروفيسر لعل بخش جسڪاڻي

# ڪتاب انسان جي تاريخ ( حصو پهريون ) تي تبصرو

ڊاڪٽر حبيب الله ڀاٽائي صاحب ڪي سنڌ جي علمي ادبي توڻي سماجي ۽ ثقافتي حلقن ۾ هڪ ڄاتل سڃاتل شخصيت طور سڃاتو وڃي ٿو. جن بزرگن ۽ دوستن ڪيس ويجهي کان ڏٺو آهي ۽ سندس قلمي پورهئي يعني انگريزيءَ ۾ لکيل ڪتاب جهڙوڪ علامہ آءِ آءِ قاضيءَ جي سوانح حيات، ايڊيوڪيشن ان سنڌ پاسٽ اينڊ پريزنٽ ۽ سنڌيءَ ۾ تاريخ باب الاسلام سنڌ، درياهہ ۽ ساموندي ڪنارن سان زندگي ۽ شاعري جا ٻہ مجموعا پڙهيا هوندا، اهڙا علم ادب جا گهڻگهرا ۽ پارکو ڊاڪٽر صديقي جي علمي ادبي قد ڪاٺ جو صحيح نموني ڪاٿو ڪري سگهن ٿا. هونءَ بہ پاڻ پاٽ شريف جي صديقي عالمن سگهورن جي سهروردي صوفين جي مشهور خاندان سان نسبت رکن ٿا ۽ پاڻ شيخ الشيوخ شهاب الدين سهروردي صديقي ( ١١۴۴ - ١٢٣۵ع ) جي اولاد منجهان آهن. اهڙي نج سنڌي صوفياڻي ماحول جي رنگ ۾ رنگجي روحاني طور ريٽو ٿيو ۽ ان کان پوءِ علم ادب جي دنيا ۾ پير پاتو ۽ پنهنجي بزرگ وڏڙن جي ورثي جي حفاظت ڪري پاڻ کي علم ادب جي عالم هجڻ جي حيثيت ۾ زير نظر تازي آيل ڪتاب " انسان جي تاريخ" ( حصو پهريون ) ۾ مڃرائي ورتو اٿس. حقيقت ۾ ڊاڪٽر صديقي تي انگريزيءَ جي اها چوڻي ٺهڪي اچي ٿي تہ "انسان پنهنجي ڏگهي ڄمار ۾ نٿو جيئي، پر هو پنهنجي ڪارنامن ۾ هميشہ جيئي ٿو".

هي ضخيم ۽ مدلل ڪتاب ٩۵٢ صفحن ۽ ٻارهن بابن تي پکڙيل آهي. هن علمي ڪارنامي جا موضوع گوناگون ۽ پنهنجي جاءِ تي نهايت دلچسپ آهن ۽ هر عنوان جو مضمون معلومات جي کاڻ محسوس ٿئي ٿو، جنهن ۾ ڪائنات

جي تخليق، انسان جي اوسر، انيڪ سماجن جي بناوت، سماجن جي پيچ ڊاهه، سماجن جي لڏ پلاڻ، نسلي چِند ڇاڻ، مذهبي ويساهه، دنيا جي قديم ۽ وڏن مذهبن جي تاريخ، دنيا جي مهان سڀيتائن جي اوسر، عمل ۽ تاريخ جي سفر ۾ قومن جي ڪمال ۽ زوال ۾ جو هڪ عبرتناڪ داستان پڙهڻ وٽان آهن. هن اهم ڪتاب جو سمورو مواد دنيا جي سڃاتل ٻولين جي اهم ۽ نهايت مستند ڪتابن تان حوالا وٺي لائق محقق طرفان هڪ خاص سائنٽيفڪ طريقي سان ترتيب ڏنو ويو آهي ۽ سائنٽيفڪ تجزئي وسيلي ڪتاب جي سڀني بابن کي سينگاريو ويو آهي. ان سموري مواد ۾ مصنف پنهنجو رايو پڻ شامل ڪيو آهي جنهن ڪتاب جي اهميت ۾ تمام گهڻو اضافو ڪيو آهي.

ڪتاب جي پهرين ڇهن بابن ۾، هن ڪائنات جي تخليق کان وٺي ڌرتيءَ جي تاريخ، حضرت آدم عليه السلام جي تخليق تهذيب جي تاريخ، انسان جي اڻ سڌاريل دؤر کان وٺي سڌريل دؤر تائين فاضل مصنف نهايت ناقدانا نگاهه وڌي آهي. هن کان پوءِ تاريخ، مذهب، سڀيتاجي اوسر، قديم نسل قومون، ملڪ ۽ تهذيبن سان ڳنڍوڳنڍ، مختلف قومن جا دؤر ۽ پيغمبرن جهڙا اهم ۽ متبرڪ موضوع نهايت اهم ڪتابن تان تاريخي حوالن وسيلي تيار ڪري تحقيقي بنياد تي لکيا ويا آهن. ڪتاب جي آخري پنجن بابن جي سٽاءُ ۾ ستون باب "سنڌو سڀيتا، سنڌ ۽ سنڌي قوم، علم جي اپٽار سان مالا مال آهي جيڪي نهايت دلچسپ ۽ معلوماتي آهي ۽ پڙهندڙ کي متاثر ڪري ٿو، سنڌ تي لکيل هي باب ڪتاب جي ٻن وڏن بابن منجهان هڪڙو آهي جيڪو ڏيڍ سؤ کان وڌيڪ صفحن تي پکڙيل آهي. ڪتاب جي آخري چئن بابن جي سٽاءَ ۾ آريا، ايراني آريا قوم، بني اسرائيل ( يهودي ) ۽ عرب قوم ( بني اسماعيل ) جو تفصيل نهايت محققانه انداز ۾ پڙهندڙن آڏو پيش ڪيو اٿس. مجموعي طور ڪتاب ۾ انسان ۽ ان جي گروهه يا سماج کي هڪ نقطي تي بيهاري تاريخ، جاگرافي، سماجيات، مذهب، نسلي اڀياس، قديم آثار، علم طبيعات، جنرل ۽ ڪلچر ائنٿراپالاجي جهڙن مختلف ۽ اهم علمن جي اڀياس وسيلي، مصنف نهايت محققانه ٽيڪنڪ کي ڪتب آڻي ، هڪ وڏي علمي ڪاوش سان انهن سڀني لاڳاپيل علمن جو هڪ مرڪب (Synthesis) تيار ڪيو آهي ۽ ان وسيلي انسان جي تاريخ جي ڌنڌلي تصويرکي چٽو ۽ واضح ڪري ڏيکاريو

اٿس. تنهن ڪري سنڌي ٻوليءَ ۾ هن ڪتاب کي هڪ منفرد ۽ خوشگوار تجربو ۽ هڪ اهم علمي اضافو سمجهڻ کپي. ڊاڪٽر صديقي ايترن گهڻن موضوعن کي هڪ جاءِ تي گڏ ڪري هڪ ضخيم ڪتابي صورت ۾ آڻڻ جو مقصد بيان ڪندي ڪتاب جي مهاڳ ۾ پاڻ لکي ٿو ”هن تحقيقي مقالي ۾ مون سنڌي ٻولي استعمال ڪئي آهي جيتوڻيڪ انگريزيءَ ۾ لکڻ وڌيڪ آسان هو، فني محاورن ۽ تاريخي مواد کي سنڌي ٻولي ۾ ترجمو ڪرڻو نه پوي ها ۽ فقط حوالا ڪافي ٿين ها، ليڪن مون سنڌي ٻوليءَ جو ذريعو پسند ڪيو جنهن جا ٻه خاص مقصد آهن: (١) سنڌي ادب ۾ جديد سائنسي ڪوجنائن، دنيا جي مختلف قومن، مذهب، تهذيبن ۽ انسان جي مجموعي نوعيت ۽ تاريخ جاگرافي بابت معلومات کي ڪٺو ڪجي ۽ (٢) اهي پڙهن جيڪي انگريزي زبان تي دسترس نٿا رکن“.

آءٌ سمجهان ٿو ته ڊاڪٽر صديقي وٽ هڪ انمول جذبو آهي. هڪ مشن آهي جنهن وسيلي هو پنهنجي ماءُ - ٻوليءَ کي وڌيڪ شاهوڪار بنائڻ چاهي ٿو ۽ سندس خواهش آهي ته جديد سائنسي معلومات جي بنياد تي جديد ۽ قديم علمي ادبي مواد کي سنڌيءَ ۾ آندو وڃي، جيئن وڌ ۾ وڌ عام سنڌي پڙهيل طبقو لاڀ حاصل ڪري سگهي. سندس اها به خواهش آهي ته انگريزيءَ ۾ موجود علمي خزاني (Teasure _ Trove) کي سنڌي ۾ منتقل ڪرڻ لاءِ شهرن توڻي ڳوٺن ۾ هڪ تحريڪ هلائجي جيئن سنڌي ۾ وڌ ۾ وڌ ڪتاب لکجن ۽ پنهنجي ٻولي ۽ ادب کي جديد ۽ سائنٽيفڪ علمن سان مالا مال ڪجي. جس هجي ڊاڪٽر حبيب الله صديقي جي اهڙي جذبي کي ۽ سلام ٿو ڪجي هن جي عزم کي، سندس وطن دوستيءَ کي جنهن اسان کي اهڙو اتساهه ڏياريو آهي. قدر ڪجي سندس پيار ۽ پا پوهه جو، سنڌ واسين کي ٽئين سال جي موقعي تي اهڙو قيمتي ڪتاب سوکڙي طور ڏنو اٿس.

جڳ مشهور سائنٽيفڪ انقلاب جي باني ڪارل مارڪس ڪٿي چيو هو ته ” تعليم دان / استاد لازمي طور پڙهيل ڳڙهيل هجڻ گهرجي.“ هن ڪتاب جي پڙهڻ کان پوءِ اهڙو يقين ٿئي ٿو ته مصنف واقعي لائق فائق ۽ هڪ وڏي مطالع جو مالڪ استاد آهي،مثال طور ڪتاب جي پهرين باب ۾ ڪائنات ۽ آدم

جي تخليق بابت مختلف مذهبي ڪتابن جي حوالي سان ۽ ننڍي ڪنڊ جي پهرين ( سنسڪرت ٻولي ۾ ) لکيل ڪتاب " رگ ويد " ( ١٠٥٠ - ١٥٠٠ ق - م ) جي حوالي سان لکي ٿو: "منڍ ۾ هر هوند، اڻ هوند انت ڪال هئي ( هر شيءِ ، لا شيءِ ناپيد هئي ) اونداهي آڪاش ( خلا ) ۾ هڪ اڪيلي " ماني" ( ڪريم ) هوا کان سواءِ ساهه کنيو ٿي. " ان بعد ٿيو منڍ ۾ " ڪام" نازل مٿس. هندومت ۾ " ڪام " پريم ديوتا آهي. ليڪن پروفيسر بشم جي وضاحت موجب هن پڇن ۾ " ڪام " جو مطلب آڪاشي اڇا" يا آفاقي خواهش آهي، جنهن جو هڪ غير واضح انساني تصور اڀريو، ليڪن ويدن جي آخري دور ۾ برهما جو تصور پيدا ٿيو جيڪو ڪائنات جو اصل روح آهي جنهن مان هر شيءِ پيدا ٿئي ٿي، پنهنجو مدو پورو ڪري واپس موٽي وڃي ٿي، " برهما" ڀڳوان پاڻهي پيدا ٿيو، هن کي ڪوبه اولاد ڪونهي هو بيپرواهه آهي، ازل کان ابد تائين رهندو. بيپناهه قوت جو مالڪ آهي ۽ قدرت رکي ٿو". جڏهن ته، الهامي علم جي حوالي سان دنيا جي قديم ترين ڪتاب بائيبل مقدس، پراڻو نئون عهدنامو جنهن ۾ توريت، زبور ۽ انجيل مقدس آهن تنهن جي پيدائش جي باب موجب، هن ڪائنات جي تخليق ستن ڏينهن ۾ مڪمل ٿي ۽ پوءِ خداڇيو اسين انسان کي پنهنجي صورت تي پاڻ جهڙو جوڙيون جيڪو سڄي زمين تي حڪومت ڪري." خدا پنهنجي صورت تي انسان کي پيدا ڪيو" جڏهن ته هندو عقيدي موجب ڪائنات جي زندگيءَ جو ڪاٿو ڪندي چوي ٿو ته " زندگي چئن يگن جي هڪ مهايگ، يعني ٤٣ لک ۽ ويهه هزار سالن، بعد هڪ نئين دنيا وجود ۾ اچي ٿي، هڪ " منو " انهيءَ نئين دنيا کي قادر مطلق جي قاصد طور اچي آباد ڪري ٿو" زندگي چئن يگن جي هڪ مهايگ جي ايڪائي مان ڪٿڻ گهرجي، اهڙي طرح ڪائنات جي تخليق جي عمل کي ٥١ ارب ٨٤ ڪروڙ سال لڳا. هن ڪائنات جي تخليق ۽ ان جي اسرارن بابت جديد سائنسي علوم جي روشني ۾ قيامت ۽ ان جي يقين جي ڳالهه ڪري ٿو جنهن ۾ مذهبي ڪتابن موجب سائنسدان به هن ڳالهه تي يقين رکن ٿا ته هي ڪهڪشان، ستارا ۽ گرهه سڀ فنا ۽ بقا جي اصولن جا پابند آهن ۽ اسان جي ڌرتي به هڪ ڏينهن فنا ٿي ويندي، جيئن برٽينڊرسل چيو ته " سيني جي مقدر ۾لکيل آهي ته هن نظام شمسيءَ جي مڪمل خاتمي

اندر ختم ٿي وڃن. انسان جي حاصلات جو سڄو مندر هڪ ڏينهن ويران ڪائنات جي ڍير هينان دٻجي ويندو." ٻئي پاسي قرآن شريف جي هن آيت ۾ اهو ساڳيو اشارو ملي ٿو: " جنهن ڏينهن ڌڏڻ واري ڌڏندي ۽ هن حالت ۾ جو پٺيان اچڻ واري ان جي پٺيان ايندي". ( سورة النزعت آيات ٧، ٦).

ته هن دور جو سڀ کان هاڪارو سائنسدان اسٽيفن هاڪنگ جيڪو هن وقت ڪيمبرج يونيورسٽيءَ ۾ ميٿيميٽڪس ۽ فزڪس جو سربراهه ۽ مشهور سائنسدان نيوٽن جي ڇيئر تي ڪم ڪري ٿو، پنهنجي ڪتاب A Brief History of Time ۾ ڪائنات جي ڪُل حياتيءَ جو ڪاٿو ١٥ ارب ڪن سال ٻڌائي ٿو ۽ چوي ٿو ته اجان ڪي ١٥ ارب ڪن سال هن جي تباهي جو سبب نظر نٿو اچي. بهرحال سڀ سائنسدان مذهبي ڪتابن جي عقيدن سان سهمت آهن ته قيامت ضرور ايندي،

لائق مصنف باب پنجون ۾ خدا جي تلاش ، روح جي حقيقت ۽ قديم مصر جي تهذيب ۽ تاريخ ۾ انسان جي سماجي فڪر جي هڪ نهايت خوبصورت تصوير چٽي آهي ۽ لکي ٿو ته "مصر جي قديم آثارن ۾ فرعون "خنم" کي ڪنير جي چڪ تي انسان جو جسم ٺاهيندي ڏيکاريو ويو آهي. ٻئي پاسي ميسي پوٽيميا جي آثارن ۾ انهيءَ ڪنير جي چڪ تي ٺاهيل انسان جي جسم تي مقتول خدا جو رت هاري ان کي زنده ٿيندي ڏيکاريو ويو آهي جيڪو هندو آريائي عقيدي سان مطابقت رکي ٿو".

عبراني عقائد موجب مٽيءَ جي بوتي ۾ الله جو روح داخل ٿيڻ سان هڪ زندهه انسان وجود ۾ آيو جنهن کي آدم چئجي ٿو ۽ جنهن کي اشرف المخلوقات جي لقب سان نوازيو ويو آهي خدا جي تلاش ۾ سنڌ جي عظيم ڏاهي علامه آءِ آءِ قاضي ۽ جارج برناردشا جي لکيل ٻن جدا جدا ڪتابن جي ٻن ڇوڪرين جا ڪردار پيش ڪري ٿو، علامه صاحب لکي ٿو:ته پوري ڇوڪريءَ ڪاري ڇوڪريءَ کان پڇي ٿي: " خدا جي باري ۾ (تنهنجي ڳولها جو ) ڇا ٿيو.....؟" ۽ ڪاري ڇوڪريءَ چيو...... مون ڏٺو ته خدا خود منهنجي ، تنهنجي ۽ ٻئي هر ڪنهن جي اندر ۾ موجود آهي" اهو ساڳيو فڪر همه اوست جو نعرو آهي ۽ سنڌ جي صوفين جي فڪر ۾ پڻ ملي ٿو، جيئن سچل سرمست چوي ٿو:

"لوڪان ليڪي غيـــــر خدا هي
دم اســـــان ڏاڪوئي نہ جداهي
مـــئن ســام ســچل ســروردي"

وري چوي ٿو:

"ڏسو عشق جو انصاف، سيئي مذهب ڪيائين معاف مڪي وڃڻ جو مقصد ڪيهو ، ڪرتن اندر طواف"

پنهنجي وطن جي مٽي سان محبت ۽ سنڌوءَ جي پاڻي سان پيار ڪرڻ سنڌي ماڻهن جي سائڪي ۽ انهن جي خصلت رهي آهي. سنڌ وطن جي ساراهہ هر دور جي شاعرن ۽ قلمڪارن ڪئي آهي: سنڌ تي لکيل باب ۾ ١٨ صدي عيسوي جي ڪلهوڙا دربار جي سنڌي شاعر سيد رحمت الله بکري فارسي زبان ۾ پنهنجي ديس لاءِ چوي ٿو، جنهن جو ترجمو لائق مصنف پاڻ ڪيو آهي:

"دل کي فرحت ڏيندڙ سنڌ تي الله جي برڪت هجي،
سنڌجي مٽي آسمان جي اکين جو سرمو آهي،
سنڌ بلند بهشت جي چهري جي آبرو آهي،
سنڌس هير سان بهشت جو باغ نکري رهيو آهي،
توحيد جي متوالن لاءِ سنڌ هڪ مئخانوآهي،
وصال جي وعدي جي آرزو خاطر معشوق مثل آهي،
هي هنر جو باغ بيحد انسان دوست آهي،
ماڻهو جبلن رهن ٿا، جيئن اتي گاهہ ڦٽي ٿو،

اهڙي ملڪ ۾ جتي ملائڪ پيدا ٿين ۽ پلجن ٿا، اتي ابليس بہ رهندو تہ ڪفر ڪان توبہ ڪندو.

اهاڳ'لهہ تمام گهڻي ڏک ۽ افسوس سان چئجي ٿي تہ سنڌ۾ ڪتابي ڪلچر ۽ علمي ادبي ذوق شوق اسانجي نئين نسل ۾ ختم ٿيندو نظر اچي ٿو. اڄ جو نوجوان طبقو ڪمپيوٽر ۽ ڪيبل ٽي - وي جي ور چڙهي ويو آهي. ڪمپيوٽر هڪ نهايت ڪرائتي مشين آهي ۽ ان مان لاڀ ملي ٿو، پر اڄڪلهہ جي ماهرن جو رايو آهي تہ ان جو گهڻو استعمال نشي جي واهپي (Drug Addiction) وانگر آهي جنهن ۾ اڪيون، چيلهہ جو سور ۽ پٺيءَ جي ڪنڌي جو متاثر ٿيڻ جو انديشو آهي، خاص طور ڪمپيوٽر گيمس ۽ انٽرنيٽ

وسيلي چيٽنگ، نشي جي علت جيان، اسانجي نوجوان طبقي کي ڦاسائي وڌو آهي. هن ڏس ۾ سڌريل سماجن جي ماهرن، والدين ۽ رياستي اختيارين جو ڌيان، هن خطرناڪ رجحان طرف ڇڪايو آهي. ٻي خاص ڳالهه ته اسانجا نوجوان پورنو گرافي جي سائيٽس تي پڻ وڃن ٿا جيڪا والدين لاءِ نهايت تشويش جي ڳالهه آهي ۽ ڪين محتاط رهڻ گهرجي. خاص طور تي ١٥ سالن ۽ ان کان گهٽ عمر جي ٻارڙن تي نظر رکڻ گهرجي. حقيقت ۾ ڏٺو وڃي ته اسانجو نوجوان هڪ پاسي پوائتي غربت، تمام گهڻي بيروزگاري ، ٻاٽي جي اٿاث ۽ سنڌ جي معاشي تباهي کي اکين سان ڏسڻ سبب " فراريت" جو شڪار ٿيو آهي، ته ٻئي پاسي اسان وٽ تفريح جا وسيلا نه هجڻ جي برابر، آهن سماجي بندشن جي سختي، گهٽ ۽ بوسٽ واري ماحول ۾، ڪيبل ٽي - وي جي گليمر واري جادو ڪيس نڪمو ڪري ڇڏيو آهي. جڏهن ته ڪجهه چينلن تي نهايت معلوماتي ۽ سائنسي پروگرام پڻ اچن ٿا ۽ اهڙا ٻيا تفريحي پروگرام پڻ اسان کي ضرور ڏسڻ گهرجن ۽ سنن ۽ معلوماتي پروگرام ڏسڻ لاءِ ٻارن کي اتساهه پڻ ڏنو وڃي ٿو پر ٽي - وي جو عادي بڻجڻ صحت ۽ وقت کي برباد ڪرڻ جي برابر آهي.

اها ڳالهه پڻ مشاهدي هيٺ اچي ٿي ته ڪجهه هيٺين سنڌي مڊل ڪلاس جي پڙهيل لکيل گهرن ۾ سنڌي اخبارون ۽ رسالا بلڪل نٿا خريد ڪيا وڃن، جڏهن ته سرندي وارو مڊل ڪلاس وري انگريزي کان سواءِ ٻين ڌارين ٻولين جون اخبارون ۽ رسالا خريد ڪري برگر فيملي جي ڊوڙ ۾ شامل ٿيا ٻينا آهن. ان ۾ ڪوبه شڪ ڪونهي ته انگريزي ٻولي اسان جي ٻارن کي لازمي طور سکڻ گهرجي، ڇوته اڄڪلهه نوڪري ملڻ جي ضمانت انگريزي ٻولي جي اچڻ سان منسوب آهي جيڪا هر حالت ۾ ٻارن کي اچڻ گهرجي، جيئن اسان جا ٻار ڇتا پيٽي ڪري سگهن، پر ڌارين ٻولين جي ڄاڻ واسطي پنهنجي نئين نسل کي ماءُ جي ٻولي کان محروم رکڻ قومي ڏوهه آهي. ڏٺو وڃي ته ون يونٽ جي خلاف ۽ ايم - آرڊي جي تحريڪ دوران اسان وٽ جيڪو ڪتابي ڪلچر هو ۽ ننڍا توڙي وڏا نج ادب توڙي نظرياتي ڪتاب ڪلچر ۾ تمام گهڻي دلچسپي وٺي پيا پڙهندا هوا - ليڪن اڄ ماڻهن جا مزاج به بدلجي ويا آهن، الائجي ڇا ٿيو اٿن؟ جڏهن ته يورپي ۽ امريڪي سماجن جي

ماڻهن وٽ وقت ڪونهي، تمام گهڻو فاسٽ ۽ اڳتي نڪري چڪا آهن، تڏهن بہ اتان جي ماڻهن ڪتابي ڪلچر کي اڄ بہ پنهنجي سيني سان سانڍي رکيو آهي. ماڻهو بس جي انتظار ۾ هجن يا ڪيبل ڪار ۾ لڙڪي پيا سفر ڪندا هجن پر ان تڪليف واري صورتحال ۾ بہ ڪتاب يا اخبار ضرور پڙهن ٿا. اهڙا ماڻهو گهرن ۾ پڻ وقت ڪڍي پڙهن ٿا ۽ پاڻ کي مهذب سماج ۽ قوم سڏائڻ تي فخر ڪن ٿا. اسان کي پنهنجي سماج ۽ قوم کي جديد ترقي يافتہ ۽ مهذب قومن جي قطار ۾ شامل ٿيڻ لاءِ وڏ ۾ وڏ اخبارون، رسالا ۽ ڪتاب خريد ڪري پڙهڻ گهرجن جيئن ڪتاب ڪلچر کي فروغ ملي سگهي ۽ مطالع جي رجحان کي همٿايو وڃي.

ڊاڪٽر صديقي تمام گهڻي محنت ڪري اهڙن قيمتي ڪتابن تان مواد حاصل ڪري حوالا ورتا آهن جيڪي عام طرح وڏين لائبررين ۾ بہ نٿا ملن، تنهن ڪري ان چوڻ ۾ ڪو بہ وڌاءُ نہ ٿيندو تہ ڪتاب " انسان جي تاريخ " سنڌي ٻوليءَ ۾ هڪ بيمثال علمي ادبي ۽ تاريخي سرمايو آهي، هن ڪتاب ۾ انسان جي لازوال قربانين، جدوجهد، ڪاميابين ۽ ناڪامين جو هڪ اڻ مٽ داستان موجود آهي جيڪو پڙهندڙ کي حيرت ۽ عبرت ۾ وجهي ڇڏي ٿو. لائق مصنف تمام گهڻو پورهيو ڪري ڪتاب جو حصو پيون بہ تيار ڪري ورتو آهي، جيڪو تمام جلد پڌرو ٿيڻ وارو آهي، هي ڪتاب مڪمل طور تحقيقي ۽ سائنٽيفڪ بنياد تي لکيو ويو آهي. هر باب جي آخر ۾ نهايت مسند حوالا ۽ انهن جا نمبر ڄاڻايل آهن جيڪي ساڳي وقت ڪتاب جي اندر مواد ۾ گهربل جاين تي پڻ ڏيکاريل آهن. مصنف مختلف سائنسي علوم جي فني محاورن جو ترجمو سنڌي ٻوليءَ ۾ پهريون دفعو پيش ڪري ڪتاب جي اهميت ۾ اضافو ڪيو آهي. ڪتاب جيڪو تمام جلد پڌرو ٿيڻ وارو آهي، ڪتاب جي آخر ۾ سنڌي، اردو انگريزيءَ جي ڪتابن جي ببلئو گرافي ( ڪتابيات ) ڪانسواءِ انڊيڪس ( ڏسٽي ) پڻ مصنف تمام گهڻي محنت ڪري پاڻ تيار ڪئي آهي، جيئن محقق ۽ اسڪالر گهربل عنوان وارو مواد آساني سان ڏسي سگهن. ڪتاب جي ڇپائي نهايت معياري، عمدي ۽ اوچي پني تي ڪيل آهي. ڪتاب ۾ پروف جون غلطيون بلڪل ڪونهن، ڪتاب جو جلد پڪو، نهايت خوبصورت رنگن سان سجايل ٽائيٽل نهايت دلڪش ۽ ڏسڻ وٽان آهن. ڪتاب

جي قيمت ٽي سؤ روپيہ آهي جيڪا ڪتاب جي اصل ملهہ کان تمام گهٽ آهي. هي ڪتاب حبيب اڪيڊمي ڄامشورو طرفان ڇپايو ويو آهي. ڪتاب جي ٻولي ٻرواني، مناس ۽ خيالن جي پختگي ۽ سموري مواد جو سائنٽيفڪ تجزيو رايا ۽ نتيجو مصنف جي گهڻ پاسائين علمي ادبي شخصيت جي حقيقي مجتا آهي. آخر ۾ اها ڳالهہ چوڻ ۾ ڪابہ هٻڪ نہ ٿيندي تہ اهڙو جامع ۽ گهڻ رخي علمي موضوعن تي آڌاريل ضخيم ۽ مدلل ڪتاب سنڌي ٻوليءَ ۾ پهريون دفعو ڇپيو آهي ۽ سنڌي ٻولي ادب ۽ تاريخ ۾ نهايت اهم جاءِ والاري ٿو. هي ڪتاب سنڌي ٻولي ۽ ادب جي گهڻ گهرن عالمن استادن ۽ شاگردن کي ضرور پڙهڻ گهرجي ۽ لائبررين ۾ سانڍڻ جهڙو آهي.

**1 جنوري 2003 ع** **حيدرآباد سنڌ**

# انساني تجزيو

شاهہ سامي ۽ سچل جي سرزمين،
اي بخاري ۽ اياز جي سرزمين.
ڇا تہ ماڻهو تون ڏنا اسلام کي
جن ڏنو سارو جنم پيغام کي
سي ڪري ويا پنهنجو جيون سرخرو
قول توڙي فعل تن من سرخرو
اڄ اسان وٽ آ هي آيو حبيب
دراصل هو روح جو آهي طبيب
نبض انساني مٿان ٿو هٿ رکي
۽ قلم جي نوڪ تي ٿو وس رکي
هي املهہ ڏاها سڄي عالم سندا
فيضيابي لاءِ ڪيا پيدا خدا
جانفشاني تن جي ٿي سرور قبول
فڪر تن جو نِت اسانکي آ قبول

حڪيم دين محمد اڪرم

## محترم ڊاڪٽر حبيب الله صديقي جي مان ۾

حبيب آهي سخي پيارو
اديب شاعر ٻه مان وارو
هن دور جو آ اديب ڪامل
حبيب الله شان وارو
ڏسڻ ۾ سادو اچي ٿو بزرگ
ولي لڳي ٿو ۽ يار مخدوم
وڏا جهين جا وڏا ولي ها
۽ پاڻ سادو حبيب معصوم
ڏسي قلم تنهنجي جي گويائي
چون ٿا شاعر حبيب آهي
۽ نثر تنهنجو پڙهي چون سڀ
وڏو وطن جو اديب آهي
جد امجد ولي ها تنهنجا
۽ رنگ تصوف توتي ساڳو
ڇا ڪيف مستي تي ضبط توکي
نياپو تنهنجو اٿو ۽ جاڳو
فقير تون تي ڪرين ٿو شاهي
ڪٿي تون عاشق حبيب آهين
مريد تون ڪٿ ڪٿي تون مرشد
ڪٿي تون شاعر اديب آهين
حميد، پروانو، تاج، امداد
بلوچ، جويو، الانا، اڪرم
سيال، سرور، نذير، تنهنجي
ثنا ڪري ٿو حبيب هردم

# انديكس

## اشارات

"منهنجو پٽڙو هڪ ننڍڙو عمدو انسان آهي.... هن کي اهو سکڻو پوندو ته سڀ انسان انصاف وارا نه آهن، سڀ انسان سچا نه آهن. ليڪن توهان کيس سيکارجو ته هر بدمعاش جي مقابلي ۾ هڪ سورمو هوندو آهي، ته هر خودغرض سياستدان سان گڏ هڪ سرويچ ليڊر هوندو آهي، هن کي سيکاريو ته هر دشمن جي پويان هڪ دوست هوندو آهي. آءٌ ڄاڻان ٿو ته انهيءَ ۾ وقت لڳندو، ليڪن، جيڪڏهن توهان کان ٿي سگهي ته هن کي سيکاريو ته پورهئي مان ڪمايل هڪ ڊالر جي قيمت پنجن پائونڊن کان وڌيڪ آهي. هن کي وڃائڻ سيکاريو ۽ پڻ کٽڻ جو لطف وٺڻ سيکاريو. هن کي حسد ڪرڻ کان پاسو ڪرڻ سيکاريو ۽ سويل ئي سيکاريوس ته ٻين کي ستائڻ وارا خود بيحد آساني سان ڇٽجي ويندا آهن. جيڪڏهن چاهيو ته هن کي ڪتابن جو ڪمال سيکاريو، ليڪن ڪا سانت جي گهڙي ڏيوس، جنهن ۾ آسمان جي پکين، سج جي شعائن ۽ سبز پهاڙي تي گلن جي ابدي اسرار، تي سوچي سگهي. اسڪول ۾ سيکاريوس ته فيل ٿيڻ ڪاپي ڪرڻ کان وڌيڪ مانائتو ڪم آهي. کيس سيکاريو ته پنهنجي خيالن تي يقين رکي، جيتوڻيڪ هرڪو کيس چوي ته اهي غلط آهن. کيس سيکاريو ته هر ڪنهن جي ڳالهه ٻڌي، ليڪن اهو به سيکاريوس ته انهن ڳالهين کي حق جي پردي تي ڇندي ڇاڻي، جيڪي صفا صاف بچي انهي کي قبول ڪري. کيس سيکاريو ته شريف انسان سان شريف ٿي هلي ۽ کهرن سان کهرو ٿئي. ڪوشش ڪري منهنجي پٽ ۾ اها طاقت پيدا ڪريو جو انهي هجوم ۾ شامل نه ٿئي، جنهن ۾ هرڪو ذاتي فائدو حاصل ڪرڻ لاءِ حاڪمن جي پونلڳي ڪري رهيو آهي. جيڪڏهن توهان کان ٿي سگهي ته غم ۾ کلڻ سيکاريوس ۽ ٻڌايوس ته رئڻ ۾ ڪو شرم نه آهي. کيس سيکاريو ته مايوس خيال ماڻهن جي ڳالهين کي طنز مزاح ۾ ٽاري ڇڏي ۽ تمام گهڻي ميناج کان خبردار رهي، سيکاريوس ته ڀلي پنهنجي ٻڌن جو زور ۽ دماغ جي طاقت وڌ ۾ وڌ واڪ ڏيندڙ کي وڪرو ڪري، ليڪن ڪڏهن به پنهنجي دل ۽ روح، جي قيمت نه لڳائي. هن سال نرميءَ جو برتاءُ ڪيو، ليڪن سندس ناز نخرا برداشت نه ڪريو ڇاڪاڻ ته فقط باهه جو ذائقو چکي عمدو فولاد تيار ٿيندو آهي. ڀلي ته منجهس بي صبر ٿيڻ جي همت هجي، ليڪن بهادري جو صبر هجي. هميشه پنهنجو پاڻ تي مڪمل يقين رکڻ سيکاريوس، ڇاڪاڻ ته پوءِ هو هميشه انسانذات تي اعليٰ يقين رکندو... هيءُ هڪڙو وڏو آرڊر آهي، ليڪن ڏسو ته توهان ڇا ٿا ڪري سگهو. اهو اهڙو هڪ ننڍڙو عمدو انسان آهي، منهنجو پٽ"!.

(ابراهم لنڪن جو خط پُٽ جي اُستاد ڏانهن)

سج جي چمڪندڙ روشني ۾ چانديءَ جهڙا اڇا جبا ۽ پٽڪا پري کان تجلي ڪندا، روشن مستقبل جي منادي ڪري رهيا هئا. هي چار مسافر هڪ نئين وات وٺي آيا هئا. جيڪڏهن شام ملڪ جي قيمتي ململ جا ويس سج جي روشني ۾ جرڪن نه ها ته انهي طرف ڪنهن جو ڌيان نه وڃي ها. پر هاڻي ته "قبا" جي هڪ يهوديءَ به پنهنجي ڪڏ تان ڪين ڏسي ورتو ۽ رڙ ڪري چيائين ته "هو اچي ويو!" "قبا" جا ٻار ٻچا مرد زالون سيئي ڊوڙندا اچي گڏ ٿيا. حضرت محمد صلي الله عليه وسلم ڪين ڏسي فرمايو "اي لوگو! هڪ ٻئي کي امن جون مبارڪون ڏيون، ٻکين کي کاڌو کارايو، مٽي مائٽي جي ٻنڌڻ جو احترام ڪريو، انهيءَ وقت عبادت ڪريو جڏهن ٻيا ننڊ پيل هجن، ائين ڪرڻ سان توهان بهشت ۾ به امن سان داخل ٿيندا".

"قصويٰ" نرالي ناز ۽ انداز سان مديني منوره جي گهٽين ۽ محلن ۾، محمد رسول الله صلي الله عليه وسلم کي کڻي گهمائي رهي هئي جن ۾ سندن ناناڻن ۽ ٻين عزيزن قريبن جا گهر به آيا. هر طرف دعوت قيام جون صدائون گونجڻ لڳيون، ليڪن پاڻ سڳورن ڏاچي جي مهار ڍري ڪري فرمايو ته "قصويٰ رب جي حڪم هيٺ هلي رهي آهي، جتي پاڻهي هشندي اتي اسان جو قيام ٿيندو." "قصويٰ" ٻن يتيم ڇوڪرن "سهل" ۽ "سهيل" جي ويران واڙي ۾ وڃي هشي ۽ حضور صلي الله عليه وسلم اها سرزمين زرخريد ڪري اتي مسجد نبوي ۽ پنهنجو گهر، پاڻ مزدورن سان گڏ مزدوري ڪري، تعمير ڪيا. تيستائين حضرت ابو ايوب انصاري رضه جي گهر قيام ڪيائون.

بيوه بيبي کي عقد ثاني جي دعوت ڏنائون. بيبي سڳوري حيران ٿي چيو ته "مان عيالدار ۽ پيرسن آهيان. مون سان شادي ڪري توهان ڇا ڪندا؟" حضور صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: "تنهنجي اولاد جي پرورش."

**همزاد:**

"همر زاد" جو نظريو مشرق ۾ عام آهي. مغرب جا سائنسدان ان کي "ائنٽي مئٽر" جو نالو ڏين ٿا، يعني اهو غير دنيوي مادو جيڪو اڃان تلاش ٿي نه سگهيو آهي: سائنسدانن جي سوچ مطابق انهيءَ غير دنيوي (Extra terrestrial) مادي ۾، دنيوي يا طبعي مادن مان هر هڪ جو نعمر البدل (مٽ) ذرات ۽ جزن سميت موجود هوندو ليڪن ان جي برقياتي لهر (Electrical Charge) مخالف سمت يا ابتڙ پاسي ائندي هوندي. ٻين لفظن ۾ ائنٽي مئٽر جي نيوٽران (Neutron) جو مقناطيسي قطب (Magnetic pole)، طبعي مادي (Physical matter) جي مخالف طرف هوندو. پر ڏسجي ته پڪ ٿئي (To See is to believe) جي سائنسي اصول مطابق "ائنٽي بادي" يا "همزاد" جي وجود کي بظاهر تسليم نه ٿو ڪيو وڃي.

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين " اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، جُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪائُو، ياچوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪارِي تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ
کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽
ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ
کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.
شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ،
پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ
جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڌي ٿي ڄَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ-
اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ
”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ
وڃايو“ ناداني ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها ڳوڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا يارُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)